# اسلام جي تاريخ

(جڳ مشهور ڪتاب ”دَ اسپرٽ آف اسلام“ جو سنڌي ترجمو)



سيد امير علي

منور ٻُٽ

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

2012ع

**Roshni Book No. 578**

ڪتاب جو نالو: اسلام جي تاريخ

(اصل ڪتاب انگريزي ٻولي ۾)

ليکڪ: سيد امير علي

سنڌيڪار: منور ٻٽ

ڇاپو پهريون: © روشني 2012ع

ڪمپوزنگ: عبدالغفور پتافي

ڪتابي صورت (ايڊيٽنگ): رفيق حسين ڪولاچي

روشني ڪپوزرس، حيدرآباد

ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد

ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ




# ISLAM JI TARIKH (The Spirit of Islam)

Translated by: **Munawar Butt**

Composed by:Abdul Ghafoor Pitafi
Edited by: Rafique Hussain Kolachi
Roshni Composers & Printers Hyder Chowk, Hyderabad
Printed: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
First Edition © Roshni 2012

اَللّٰہُ لا اِلٰہَ اِلاّ ھُوَ الحَیُّ القَیُّومُ لا تَاخُذُہ‘ سِنَۃٌ وَّلا
نَومٌ لَہُ مَا فِی السَّمٰواتِ وَمَا فِی الارضِ مَن ذَا الَّذِی
یَشفَعُ عِندَہ‘ اِلاّ بِاِذنِہِ یَعلَمُ مَا بَینَ اَیدِیھِم وَمَا
خَلفَھُم وَلا یُحِیطُونَ بِشَیءٍ مِّن عِلمِہِ اِلا بِمَا شَآءَ
وَسِعَ کُرسِیُّہُ السَّمٰواتِ وَالارضَ وَلا یَعُودُہ‘
حِفظُھُمَا وَھُوَالعَلِیُّ العَظِیمُ۔

(آیت الکرسي)

سخن کہ زبھر دین گوئی چہ عبرانی چہ سریانی
مکان کہ زبھر حق جوئی چہ جابلقا چہ جابلسا۔

## انگريزي ڪتاب جو انتساب

پنهنجي زال جي نالي.

امير علي.

## سنڌي ڪتاب جو انتساب

مان ٻه هن ترجمي کي سيد امير علي جي تقليد ۾ پنهنجي زال (اڪرام زادي) جي نالي ٿو ڪريان، جيڪا منهنجين ڪوتاهين کي نظرانداز ڪندي مون سان زندگي گذاري رهي آهي.

منور ڀٽ

# فهرست

موجوده تفاوت جا سبب ـ جديد اسلام جون خاميون ـ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان قناعت ڪرڻ لاءِ هدايتون.

## باب ٽيون		369 کان 392

### اسلام ۾ آخرت واري حياتي جو تصور

آخرت واري زندگي جو تصور انساني ذهن جي اوسر جو نتيجو آهي ـ مصرين، يهودين، ۽ زرتشتين ۾ آخرت واري حياتي جو تصور ـ هڪڙي مسيحا شخصيت جي باري ۾ يهودين جو عقيدو ـ ان عقيدي جو اصل بڻ بنياد ـ عيسائي روايتن جي خصوصيت ـ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ جي پهرين شاگردن جي ذهن ۾ هڪڙي تڪڙي آسماني بادشاهي جو مضبوط عقيدو ـ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي قول مطابق بهشت ۽ دوزخ جي حقيقت ـ هزار سالا تجديد وارو خواب ۽ ان کان نااميدي ـ آخرت واري حياتي جي باري م اسلام جو تصور ـ قرآن شريف جي ڪيترين آيتن جي مثالي انداز واري جوڙجڪ ـ سلسليوار ترقي انساني فطرت جي ضرورت آهي ـ دنياوي راحت ۽ آخرت جي نعمتن جي باري ۾ قرآن جو تصور.

## باب چوٿون		393 کان 418

### اسلام جو تبليغي جهاد

اسلامي لڙايون دفاعي هيون ـ اسلام ۾ درگذر ڪرڻ جو جذبو ـ يهودين، عيسائين، مجوسي زرتشتن ۽ هندن جي عدم رواداري ـ اسلام اڪيلائي ۾ ۽ ڏار رهڻ جو مخالف ـ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات کان پوءِ اسلامي لڙايون ـ مسلمانن هٿان يروشلم تي قبضي جي ان تي صليبين طرفان قبضي سان ڀيٽ.

## باب پنجون		419 کان 470

### اسلام ۾ عورت جي حيثيت

گهڻين شادين جو رواج ۽ ان جو بڻ بنياد ـ سيني قديم قومن ۾ گهڻيون شاديون ڪرڻ جي رواج جي موجودگي ـ عيسائين ۾ گهڻين شاديون جو رواج ـ سينٽ آگسٽين (St.Augustine) ۽ جرمن سماج سڌارڪن جي راءِ ـ عربن ۽ يهودين ۾ گهڻين شادين جو رواج ـ رسول

## باب اٺون 513 کان 602

### اسلام ۾ مذهبي ۽ سياسي فرقي بنديون

ان جي شروعات ريگستاني زندگي جي قبيلائي جهڳڙي سان ٿي، جنهن کي خانداني رقابتن هوا ڏني - حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ طرفان بنواميہ لاءِ جانبداري - حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي شهادت - حضرت علي عليہ السلام جي امامت ۽ خلافت تي مسند نشيني - معاويہ جي بغاوت - صفين واري لڙائي - ابوموسيٰ اشعري ۽ عمرو بن عاص جي ٺياڪڙي(تحڪيم) - حضرت علي عليہ السلام جي شهادت - معاويہ جو خلافت تي قبضو - ڪربلا وارو ڪوس ۽ اهل بيت جي شهادت - شرڪ ۽ بت پرستي جي سوڀ - مديني جي تاراجي - عباسين جو خروج - سني مذهب جي شروعات - مامون رشيد - امامت جو مسئلو - شيعا مذهب - سني مذهب - شيعن جا مکيہ فرقا - زيديہ - اسماعيلي - اثنا عشري - پالي(Paulician) - عبدالله بن ميمون القداح جو عقيدو - قاهره جو عظيم مرڪز - المُوت جا ياڙيتو قاتل - اثنا عشري شيعن جو ٻن فرقن اصولي ۽ اخباريہ ۾ ورهائجڻ ۽ انهن جا واسطيدار عقيدا - سنين جو حنفين، مالڪين، شافعين ۽ حنبلين ۾ ورهائجڻ - خارجي - بابيت(Babism).

## باب نائون 603 کان 660

### اسلام جو ادبي ۽ سائنسي روح

عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي علم ۽ ادب لاءِ دلچسپي - رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ارشاد - حضرت علي عليہ السلام جا ارشاد - پهرين(سلف) مسلمانن ۾ علم ۽ فن جي موجودگي - مديني جو مدرسو(درسگاه) - امام جعفر صادق عليہ السلام - بغداد جو بنياد - مامون الرشيد مسلمانن جو آگسٽس(Augustus) - المعزالدين الله - قاهره جو دارالحڪمت - عربن ۾ فلڪيات ۽ رياضي جو علم - فنِ تعمير - تاريخ - شعر و شاعري - قرآن شريف - مسلمانن جا علمي ۽ ذهني ڪارناما - مسلمانن ۾ موجوده جمود ۽ ان جا سبب - تاتارين جون خوفناڪ تباهيون - صليبي لڙاين جو نتيجو - ازبڪ ۽ افغاني.

## پنهنجي پاران:

جڏهن محترم عبدالرحمان عزام جي عربي ڪتاب "رسالہ خالده" جي انگريزي ترجمي "ايٽرنل ميسيج آف محمد" (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) (Eternal Message of Muhammad. P.b.u.h.) ڪي سنڌي ترجمي جو روپ ڏئي رهيو هوس تہ انهي دوران سيد امير علي جو انگريزي ڪتاب "دي اسپرٽ آف اسلام" (The Spirit of Islam) پڙهڻ جي سعادت نصيب ٿي. اسلامي تعليمات تي جامع ڪتاب هجڻ ڪري مون محسوس ڪيو تہ انهيءَ ڪتاب جي سنڌي ترجمي وسيلي اسان جي نوجوان طبقي کي اسلام جي حقيقي جهلڪ ڏيکارڻ نهايت ضروري آهي تہ جيئن اهي پنهنجي مذهب جي حقيقت کي سمجهي مادي دور جي حملن ۽ اسلام دشمن ماڻهن جي تبليغ کان پاڻ بچائي سگهن.

ڪتاب کي پهرين مرحلي ۾ سڌو سنئون انگريزي تان ترجمو ڪيو ويو هيو پر پيهر دهرائڻ دوران اردو ترجمي تان بہ مدد ورتي آهي. انهيءَ ڪري سنڌي ترجمي جي مسودي ۾ اردو مترجم طرفان ڏنل حاشيہ ۽ تبصرا بہ شامل ڪيا ويا آهن.

اصل ڪتاب جا، ۽ اردو مترجم جا بہ، ڪجهہ حاشيہ ڊگها هيا ۽ ضميمو نمبر 3 بہ ٻن حصن ۾ ڏنل هيو. پڙهندڙن جي سهوليت لاءِ ڊگهن حاشين کي ضميمي نمبر 3 ۾ شامل ڪيو ويو آهي ۽ ضميمي نمبر 3 جي ٻنهي حصن کي گڏائي هڪ ڪيو ويو آهي. انهي نتيجي ۾ ضميمي نمبر 3 جي متن جي صفحن جي ترتيب مطابق جوڙجڪ ڪئي آهي تہ جيئن پڙهندڙ سلسليوار مطالعو جاري رکي سگهي ۽ ان جي ذهني لاڙي ۾ رنڊڪ پيدا نہ ٿئي. ان سان گڏ ضميمي نمبر 3 جي ڪجهہ مواد کي جيڪو مختصر وضاحت تي مشتمل هيو واسطيدار صفحن تي متن جي هيٺان حاشيي جي صورت ۾ پيش ڪيو ويو آهي، ۽ اهڙو اشارو ڏنو آهي.

انگريزي مسودي ۾ ڪيترين جاين تي قرآن شريف جي آيتن جا حوالا ياتہ غلط ڏنل هيا ياتہ ڏنل ئي ڪونہ هيا. اردو مترجم انهن کي سڌارڻ جي ڪافي ڪوشش ورتي هئي پر پوءِ بہ ڪجهہ جاين تي حوالا رهجي ويا هيا. انهيءَ ڪري آيتن جي معنوي متن کي مقصد ۽ بنياد

ٻڌائيندي انهن جا صحي حوالا ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. اهو بہ يقيني بنائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ جيڪڏهن ڪو بہ پڙهندڙ قرآن شريف ۾ انهن آيتن کي ڳولي مطالعو ڪرڻ گهري تہ ان کي ڏکيائي محسوس نہ ٿئي. قرآني آيتن جي صحي حوالن لاءِ محترم مولوي و حافظ مختار احمد پنهور امام و خطيب مدرسہ و مسجد ابن عباس، علي ٺاٺون ميهڙ، ضلع دادو جن مدد ڪرڻ فرمائي آهي، جنهن لاءِ مان سندس ٿورائتو آهيان.

سنڌي ترجمي ۾ انهي ڳالهہ کي بہ يقيني بنائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ اصل مسودي ۾ گهٽ وڌائي نہ ٿئي. انهيءَ ڪري انگريزي متن جي پوري عبارت جو ترجمو پيش ڪيو ويو آهي. جملي مان ڪنهن لفظ يا ٽڪري جي گهٽ وڌائي ڪونہ ڪئي وئي آهي تہ جيئن خيانت بہ نہ ٿئي ۽ پڙهندڙ بہ ليکڪ جي سوچ کان مڪمل طور واقف ٿي سگهي.

مان محترم عبدالغفور پتافي (0300 2648812)، اسٽينوگرافر، وزيراعليٰ سنڌ سيڪريٽريٽ، ڪراچي جو ٿورائتو آهيان جنهن سموري سنڌي مسودي کي ڪمپيوٽر ۾ ڪمپوز ڪري ڏنو. سندس ڪمپوز ڪيل مواد کي پروف ريڊنگ ڪرڻ کان پوءِ ايڊٽ ڪري ڪتابي صورت ڏيڻ ۾ آساني ٿي وئي.

ڏٽي در دعا آهي تہ سنڌي ترجمي کي سنڌي دوستن لاءِ مفيد ثابت ڪري ۽ ان مان پلائي حاصل ڪرڻ جو شرف عطا ڪرڻ سان گڏ اسان جي ڪاوش کي بہ قبول فرمائي. آمين.

مُنور بُٽ

فون 0334 3181387

## پيش لفظ:

بِسمِ اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيمِ ه

نحمده ونصلي ونسلم عليٰ رسولہ الڪريم وآلہ وسلم

(اِنَّ الدِّين عِندَاللهِ الاسلام)

### دين ڇا آهي؟

عربي ٻولي (لغت) ۾ لفظ "دين" جون مختلف معنائون بيان ڪيون ويون آهن. ڪڏهن تہ هي لفظ "جزا" يعني "بدلي" جي معنيٰ ۾ ايندو آهي. جيئن قرآن شريف ۾ آهي:

"مالڪ يوم الدين" جزا جي ڏينهن جو مالڪ (سورت فاتحہ)

ڪڏهن لفظ "دين" اطاعت، چيو مڃڻ ۽ فرمانبرداري جي معنيٰ ۾ ايندو آهي. جيئن حضرت ورقہ بن نوفل اسدي رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي هن شعر ۾ بيان ڪيو آهي:

ولا سليمان اِذدانَ الشُّعُوب لہ

والجن والانس تجري بينها البرد

هن شعر ۾ لفظ "دان" جيڪو دين مان نڪتل آهي، اطاعت ۽ فرمانبرداري جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيو آهي.

لفظ "دين" ڪڏهن عقيدي جي معنيٰ ۾ بہ ايندو آهي. جيئن قرآن شريف ۾ آهي:

وَمآ اُمِرُوا الا لِيَعبُدُوالله مُخلِصِينَ لَهُ الدِّين ه

"۽ انهن ماڻهن کي تہ اهوئي حڪم ٿيو آهي تہ الله جي بندگي ڪن ان تي عقيدو آڻيندي" هتي لفظ "دين" عقيدي جي معنيٰ ۾ آيو آهي.

لفظ "دين" ڪڏهن ملت ۽ شريعت جي معنيٰ ۾ بہ ايندو آهي. ملت ۽ شريعت، عقيدن ۽ عملن جي مجموعي جو نالو آهي. انهيءَ ڪري "دين" عقائد ۽ اعمال جي معنيٰ ۾ بہ استعمال ٿيندو آهي. عربي لغت جي ڪتاب "القاموس المحيط" ۾ دين جي هي بہ معنيٰ بيان ڪئي وئي آهي.

"انهن مڙني شين جي مجموعي کي دين ڪوٺيو ويندو آهي جن جي ذريعي مالڪ سائين جي عبادت ۽ فرمانبرداري ڪئي وڃي ٿي."

بنا شڪ جي "دين" جي ان معنيٰ ۾ عقيدا ۽ اعمال ٻئي غالب ۽ شامل آهن. اهوئي سبب آهي جو "اسلام ۽ ايمان" جي مجموعي کي "دين" سڏيو ويندو آهي. حديث جي مشهور ڪتاب مشڪوات المصابيح ۾ ڪتاب الايمان جي عنوان هيٺ پهرين حديث "الاسلام ان تشهد لا الہ الا الله وان محمد رسول الله" جي تشريح ڪندي شاه عبدالحق محدث دهلوي رحمت الله تعاليٰ عليہ لکي ٿو:

"اسلام ظاهري عملن ۽ ايمان باطني عقيدن جو نالو آهي ۽ "دين" اسلام ۽ ايمان جي مجموعي جو نالو آهي." (اشعت المعات شرح مشڪوات)

هڪڙي حديث ۾ آهي تہ حضرت جبرائيل عليہ السلام پاڻ سونهارن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي خدمت ۾ انساني صورت ۾ حاضر ٿي اسلام، ايمان ۽ احسان جي باري ۾ سوال ڪيا. پاڻ سونهارن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن ان کي جواب ڏنا. ان کان پوءِ حضرت جبرائيل عليہ السلام واپس هليو ويو. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ کان معلوم ڪرڻ فرمايو: اي عمر! ڇا توکي خبر آهي تہ اهو سوال ڪندڙ ڪير هيو؟ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ وراڻيو: الله ۽ ان جو رسول (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) ئي خوب ڄاڻن ٿا.

پاڻ سونهارن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو: اهو جبرائيل عليہ السلام هيو جيڪو توهان کي دين سيکارڻ آيو هيو.

ان حديث جي تشريح ڪندي شاه عبدالحق محدث دهلوي رحمت الله تعاليٰ عليہ لکي ٿو: ان مان معلوم ٿيو تہ "دين" اسلام، ايمان ۽ احسان جو مجموعو آهي ۽ شريعت بہ انهي مجموعي جو نالو آهي. ڪڏهن دين لاءِ خاص لفظ "اسلام" بہ استعمال ڪيل آهي. جيئن "ان الدين عندالله الاسلام" (بيشڪ الله وٽ دين صرف اسلام آهي. سورت آل عمران آيت 19) دين ڪامل مان مراد بہ اهائي آهي.

دنيا ۾ رهندڙ انسان مختلف دينن (اديان) جا پيروڪار ۽ مڃيندڙ آهن. ان ڪري فطري طور تي اهو سوال پيدا ٿئي ٿو تہ:

آيا اهي سڀ دين "دينِ حق" آهن؟

يا انهن مان ڪوبہ هڪ دين "دينِ حق" آهي ۽ اهوئي قيامت تائين انسانن لاءِ ڪامل آهي؟

يا اڃا ڪنهن ٻئي "دين" جي ضرورت پوندي؟

## حق جو دين:

ڪنهن بہ دين کي اختيار ڪرڻ جو مقصد ۽ مول متو اهو هوندو آهي تہ هن دنيا ۾ ان دين جي عقيدن، اصولن ۽ ضابطہ حيات جي اندر حياتي گذاري وڃي تہ جيئن دلي سڪون سان گڏ ڪائنات جي خالق ۽ مالڪ جي رضا حاصل ٿئي. آخرت ۾ آرام ۽ ابدي راحت نصيب ٿئي.

اهو مقصد انهيءَ دين مان حاصل ٿي سگهي ٿو جنهن جا عقيدا، طرزِ عمل، ضابطہ حيات، زندگي جي مسئلن جو حل، حقيقي مالڪ جي عبادت ۽ ٻانهپ جا طريقا، نيڪي ۽ ڀلائي، خدا شناسي ۽ خدا جي خوف جا اهي تصور ۽ فلاح و بهبود جا اهي ذريعا جيڪي انسان کي اختيار ڪرڻا آهن، اهي سڀ انهي حقيقي حاڪم جا ٻڌايل هجن جنهن جي ذات ۽ صفات ۾ ڪوبہ شريڪ ڪونہ آهي. جيڪو ڪائنات جو حقيقي مالڪ آهي. جنهن سموري مخلوقات کي پيدا ڪيو آهي. ان جي ٻڌايل عقيدن ۽ دستورِ حيات مطابق زندگي گذارڻ سان ئي ان جي خوشنودي حاصل ڪري سگهجي ٿي ۽ آخرت ۾ ان جي رحمتن جو اميدوار ٿي سگهجي ٿو.

لهٰذا جنهن دين ۾ اهڙا بنيادي عقيدا ۽ اعمال هجن، اهوئي "دين" حق جو دين آهي. ٻين لفظن ۾ حق جو دين انهيءَ ڳالهہ جي تعليم ڏئي ٿو تہ هن سڄي سنسار جو پيدا ڪندڙ هڪ آهي ۽ اهوئي ساري جهان جو پالڻهار آهي. سڀ قدرتون ۽ طاقتون ان کي ئي سونهن ٿيون ۽ اهوئي طاقت جو سرچشمو آهي. انسان يا ڪنهن ٻي مخلوق کي جيڪو ڪجهہ مليو آهي، اهو ان جوئي ڏنل آهي. اهوئي حق حساب جي ڏينهن جو مالڪ آهي. سڀ ان جا محتاج آهن پر اهو ڪنهن جو بہ ڳيجهو ڪونہ آهي. ان جو ڪوبہ شريڪ ۽ ساجهي ڪونہ آهي. اهو جسم ۽ جسمانيات، ۽ زمان و مڪان کان پاڪ آهي. اهوئي قادرمطلق آهي. اهو منڍ کان آهي ۽ سدائين رهندو. عبادت جي لائق بہ صرف اهوئي آهي. ان جا پيغام ۽ حڪم برحق آهن جيڪي ڇوٽڪاري جو ذريعو آهن.

جيڪو دين انهن سيني عقيدن جي خلاف هجي يا انهن مان ڪجهه عقيدن جي برخلاف تعليم ڏيندو هجي تہ اهو دين باطل آهي. جنهن دين ۾ توحيد واري عقيدي جي خلاف تعليم ڏني ويندي هجي، ان جا اصول ۽ قانون خودساختہ هجن تہ يقينن اهو دين باطل آهي. پر اهو دين جنهن ۾ توحيد واري عقيدي جي تعليم ڏني ويندي هجي ۽ زندگي گذارڻ جا طريقا ڪائنات جي خالق جا ٻڌايل هجن تہ اهوئي دين حق جو دين آهي. خدا طرفان ڏسيل دين اهو آهي جيڪو آغازِ انسانيت کان وٺي قرآن شريف جي نازل ٿيڻ تائين نبين سڳورن جي معرفت مختلف شريعتن جي شڪل ۾ انسانن جي فلاح ۽ بقا لاءِ ايندو رهيو آهي.

انهن دينن جي ظاهري صورتن ۽ تفصيلن ۾ جاگرافيائي، تمدني، نسلي ۽ قومي حالتن ۽ زماني جي تقاضائن جي تفاوت جي بنياد تي فرق تہ ضرور آهي پر انهن جي روح ۽ بنيادي اصولن ۾ ڪنهن بہ قسم جو فرق ڪونہ آهي. سيني دينن توحيد واري عقيدي ۽ اطاعت الٰهي جي تعليم ڏني آهي. جيئن الله تعالىٰ قرآن شريف ۾ فرمائي ٿو:

"توهان جي واسطي دين جي اها واٽ مقرر ڪيائين جنهن جو نوح کي حڪم ڏنو هئائين ۽ جيڪو اسان تنهنجي طرف بہ وحي ڪيوسين ۽ جنهن جو حڪم اسان ابراهيم ۽ موسىٰ ۽ عيسىٰ کي ڏنو."
(سورت شورىٰ آيت 13)

ان آيت جي تفسير ۾ علامہ قاضي بيضاوي رحمت الله تعالىٰ عليہ لکي ٿو:

"........حضرت نوح عليہ السلام کان وٺي (اي محبوب!) توهان تائين جيترا نبي سڳورا پيدا ٿيا آهن سيني لاءِ اسان دين جي هڪڙي ئي واٽ مقرر ڪئي آهي جنهن ۾ هو سڀ متفق آهن. اها واٽ هي آهي تہ جن ڳالهين ۾ ايمان هجڻ واجب ۽ ضروري آهي انهن تي ايمان آڻڻ ۽ الله جي حڪمن جي تابعداري ڪرڻ."

## ڪامل دين:

دين جي ڪامل هجڻ لاءِ ٽن ڳالهين جو هجڻ ضروري آهي:-

1. ان دين جا احڪام، تعليم ۽ هدايتون عالمگير هجن.

يعني دين اهو ڪامل ليکبو جنهن ۾ ضابطہ حيات مڪمل هجي. جنهن ۾ زندگي جي هر گوشي لاءِ احڪام ۽ هدايتون هجن. پينگهي کان قبر تائين زندگي جي هرهڪ شعبي سان لاڳو تعليمات موجود هجن. جيئن انسان زندگي جي ڪنهن بہ موڙ تي اصول، ضابطن ۽ هدايتن جي حصول لاءِ ڪنهن ٻئي جو محتاج نہ ٿئي؛ ۽ ان کي اهو احساس نہ ٿئي تہ آيا سندس زندگي ۽ ڄمار مالڪ سائين جي مرضي مطابق گذري رهي آهي يا نہ. ان کان علاوه اهي احڪام فطرت جي مطابق بہ هجن تہ جيئن انهن تي عمل ڪرڻ جي معاملي ۾ انسان مجبور ۽ معذور ثابت نہ ٿئي.

2. اهو دين اهڙي نبي جو آندل هجي جيڪو سڀني نبين ۾ آخري نبي هجي. ڇوتہ جيڪڏهن اهو آخري نبي نہ هوندو تہ سندس آندل دين جي ڪامل نہ هجڻ لاءِ ان کان پوءِ ڪو ٻيو ايندڙ نبي ان ڳالهہ جو دليل هوندو تہ جيڪڏهن دين ڪامل هجي ها تہ ان کان پوءِ ڪو ٻيو نبي نئين شريعت سان ڪونہ موڪليو وڃي ها.

3. دين آڻيندڙ نبي جي نبوت عام هجي. يعني اهو هر رنگ، نسل، ٻولي، خطي، هر قوم ۽ هر ملڪ ۾ بعثت واري زماني کان وٺي قيامت تائين سڀني ماڻهن لاءِ نبي هجي. جيڪڏهن اهو ڪنهن خاص قوم ۽ ملڪ لاءِ نبي هوندو يا ڪنهن خاص وقت ۽ زماني لاءِ نبي هوندو تہ ٻين قومن ۽ زمانن لاءِ ٻئي نبي جي ضرورت پوندي ائين سندس دين، ڪامل دين چورائڻ جو حقدار ڪونہ هوندو.

جيئن تہ الله تعاليٰ کي "اسلام" کي ڪامل دين ڪرڻو هيو انهيءَ ڪري الله تعاليٰ پنهنجي محبوب صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي آخري نبي ڪري موڪليو. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اهڙو دين هو جنهن اڳين نبين جي شريعتن جا اهي سڀ احڪام منسوخ ڪري ڇڏيا جيڪي حالتن پٽاندڙ وقتي ۽ عارضي هيا. سندن دين "اسلام" فطرت جو دين آهي، انهي ڪري جيڪي احڪام فطرت مطابق هيا اهي اڄ تائين اسلام ۾ محفوظ آهن.

## اسلام ڪامل دين:

جيئن تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي دين جا احڪام فطرت جي مطابق هيا ۽ ڪائنات جي رب جل جلالہ کي نبي آخر زمان صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذريعي حضرت ابراهيم عليہ السلام جي دين کي قيامت تائين باقي رکڻو هيو ان لاءِ پاڻ سونهارن کي ملتِ ابراهيمي جي پيروي جو حڪم ڏنو ويو ۽ الله تعاليٰ سندن دين کي "اسلام" جو نالو ڏئي ڪامل دين مقرر ڪيو. جيئن الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي:

ثُمَّ اوحينا اِلَيکَ اَنِ اتَّبِع مِلَّت ابراهيم حنيفا . "پوءِ اسان توتي وحي موڪليو تہ دينِ ابراهيم جي پيروي ڪر جيڪو هر باطل کان جدا هو." (سورت نحل آيت 123)

اليوم اڪملت لڪم دينڪم "(اي محبوب!) اڄ اسان توهان جي واسطي توهان جو دين ڪامل ڪري ڇڏيو." (سورت مائده آيت 3)

علم وارن لاءِ اها ڳالھ ڳجهي ڪونہ آهي تہ حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي حضرت عيسيٰ عليہ السلام تائين جيترا بہ نبي سڳورا هن دنيا ۾ آيا انهن جون تعليمات ۽ هدايتون عالمگير ڪونہ هيون. انهن مان ڪوبہ نبي سڳورو خاتم الانبياء ڪونہ هيو ۽ نہ وري انهن سڳورن جي نبوت عام هئي. هرهڪ نبي ڪنهن خاص قوم يا زماني لاءِ ايندو رهيو. مطلب سيدالانبياء والمرسلين، خاتم النبيين احمد مجتبيٰ محمَد مصطفيٰ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي ذات گرامي ۾ ٺي مالڪ سائين سڀ خوبيون سمائي رکيون. سندن ذات ۽ سندن دين "اسلام" هر اعتبار سان يعني هر پهلو هر گوشي ۽ هرزاويي سان مڪمل، ڪامل ۽ جامع آهن.

## اسلامي تعليمات جي همہ گيري

## ان جي ڪامل هجڻ جو دليل:

اسلام جا احڪام ۽ تعليم اڄ بہ اهڙي طرح موجود آهن جهڙي طرح صديون اڳ موجود هيا. اسلام اڄ بہ انتهائي جاهل ۽ غير مُهذب قومن کان وٺي ترقي يافتہ ۽ مُهذب قومن لاءِ هڪجهڙا ۽ ساڳيا لاڳاپتا

احڪام ۽ هدايتون رکي ٿو. اسلام ۾ هيٺين ۽ ڪمزور کي سهارو ڏئي طاقتور ڪرڻ ۽ عزت واري مقام تي پهچائڻ جي هدايت موجود آهي. اهوئي سبب هيو جو اسلام اڪيلو آفريڪا جي جهنگلي قومن ۾ ديني تعليم ۽ هدايتون کڻي پهتو. اسلام کي انهن ماڻهن کي مُتمدن ۽ مُهذب بنائڻ لاءِ ٻين دينن وانگر ڪنهن تعليم جي ٻاهران ضرورت پيش نٿي اچي.

مثال طور: عيسائي مذهب وارن کي عقيدا پادرين جي ڪائونسل خانن مان، عبادت جا طريقا گرجا گهرن جي حڪمرانن ۽ بشپن کان، تهذيب ۽ تمدن جي تعليم يورپ جي بي دين ۽ ملحدن کان حاصل ڪرڻي پوندي آهي. جڏهن ته اسلام جي اها خصوصيت آهي ته اهو انساني زندگي جي هر موڙ ۽ مرحلي، ۽ ڪنهن به شعبي لاءِ احڪام ۽ هدايتن لاءِ ڪنهن ٻئي جو محتاج ڪونه آهي بلڪ هر ڳالهه بابت تعليم ۽ هدايت ان وٽ موجود آهي.

جتي پاڻ سونهارن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو پيغام قبول ڪونه ڪيو ويو آهي، اتي دنيا جي وڏين غلطين مان جيڪي اڄ تائين موجود آهن، هڪڙي غلطي اها آهي ته الله تعاليٰ جي ٻانهن جي وچ ۾ حسب نسب، مال ودولت، رنگ ۽ روپ، صورت ۽ شڪل، ۽ اميري غريبي جون تمام وڏيون ديوارون بيهاريون ويون آهن. جيڪي انساني حقوق جا علمبردار هجڻ جي دعوا ڪن ٿا، اهي ئي انهن غلطين جا گهڻو مرتڪب آهن. اڇوته دنيا تي ٿوري نظر وجهون:

هندوستان شروع کان وٺي پاڻ کان سواءِ ٻين انسانن کي اڇوت ۽ ناپاڪ قرار ڏنو آهي، پر خود پاڻ کي چئن ذاتين ۾ ورهائي عزت ۽ حقوق جي برتري قائم ڪندي ويچارن شودرن کي ته مذهب قبول ڪرڻ جوبہ حق ڪونہ ڏنو آهي. ائين قديم ايران ۾ به ذاتيون قائم هيون. جڏهن ته رومين به پاڻ کي آقائي ۽ سرداري لاءِ ۽ ٻين قومن کي غلامي لاءِ خاص ڪيو.

بني اسرائيل پنهنجو پاڻ کي خدا جو اولاد هجڻ جو دعويدار بنايو ۽ پاڻ کان سواءِ ٻين کي نياڳو (چنڊو) قرار ڏنو. خود آمريڪا ۽ يورپ جو تهذيب ۽ انساني برابري جو دعويدار هجڻ باوجود ڪهڙو حال آهي؟ سفيد. اڇي ۽ چِٽي چمڙي وارو گورو تهذيب ۽ تمدن جو وڏي ۾ وڏو

ٺيڪيدار ۽ پاڻ کي هن ڳري بار جو سڀ کان وڏو امين ٿو سمجهي. پر حال اهو آهي تہ ايشيائي قومون انهن گورن سان سفر ۾ گڏ ويهڻ جو حق نٿيون رکن. مختلف سوارين ۾ گورن لاءِ ويهڻ جون سيٽون الڳ تہ ڪارن لاءِ الڳ آهن. گورن جا رهائشي علائقا الڳ تہ ڪارن لاءِ الڳ آهن.

فرق ۽ تفرقا دنياوي معاملن کان اڳتي وڌي عبادت گهرن تائين وڃي پهتا آهن. يورپي معاشري ۽ تهذيب جو اهو حال آهي تہ گورن لاءِ گرجا گهر الڳ تہ ڪارن لاءِ الڳ آهن. خدا جا اهي ٻانها خدا جي بندگي ۾ سجدو بہ گڏجي نٿا ڪري سگهن. پر اسلام انهن سڀني تفاوتن کي مٽايو. خود ساختہ عزت ۽ ناموس جي معيارن کي مساوات، ڀائيچارگي، دينداري ۽ تقويٰ جي لٺ سان ڀڃي ڀورا ڪيو. حسب نسب، مال ۽ دولت، شڪل ۽ سونهن جي بنياد تي جيڪي عزت جون ديوارون قائم ڪيون ويون هيون اسلام انهن ديوارن کي ڊاهي پٽ ڪيو. اسلام جي هادي مڪي پاڪ جي فتح ٿيڻ واري ڏينهن وڏي واڪي اعلان فرمايو:

اي قريشيو! الله تعاليٰ جاهليت جي غرور ۽ نسب تي فخر ڪرڻ کي مٽائي ڇڏيو آهي. سمورا انسان آدم جي نسل مان ۽ آدم مٽي مان ٺهيو آهي. عربي کي عجمي تي، ۽ عجمي کي عربي تي ڪابہ فضيلت ڪونہ آهي. اسلام ۾ جيڪي مڪي جي خالص عربن جا حق آهن اهڙائي عجم جي ڪاري بلال حبشي، صهيب رومي، ۽ ايران جي سلمان فارسي کي حاصل آهن. اسلام ۾ عزت، شرافت ۽ بزرگي جو معيار صرف ۽ صرف علم، تقوي ۽ پرهيزگاري آهي.

## اسلام هڪ عالمگير دين:

دين اسلام جا احڪام ۽ هدايتون زندگي جي هر شعبي ۽ گوشي تي حاوي ۽ فطرت جي مطابق آهن. پينگهي کان وٺي قبر تائين سڀ احڪام تفصيل سان بيان ڪيل آهن. مالڪ سائين جي عبادت جا طريقا ـ حلال ڪمائي جا اصول ـ سياست ڪرڻ جا انداز ـ جهيڙن ۽ جهڳڙن جا فيصلا ـ انصاف، عدالت ۽ مقدمن جا قانون ـ مال ۽ ملڪيت جي وراثت جا احڪام ـ صلح ۽ جنگ جا اصول ـ سير ۽ سفر جا طريقا ـ کائڻ ۽ پيئڻ جا آداب ـ سمهڻ ۽ جاڳڻ جا آداب ـ گهمڻ ڦرڻ جا طريقا. مطلب: عقيدا هجن يا عبادتون، اخلاقي اقدار هجن

يا تهذيب و تمدن جا آداب ـ خانگي، گهريلو ۽ نجي معاملا هجن يا ڪاروباري معاملا ـ انسان سان وهنوار هجي يا خدا جي ذات سان لاڳاپو، سڀ سان لاڳو احڪام، هدايتون ۽ رهنما اصول اسلام ۾ موجود آهن ۽ تفصيل سان ٻڌايل آهن.

اسلام دين جي حيثيت ۾ سيني قومن، قبيلن، ذاتين ۽ ملڪن جو آهي: ڇوته هن جي آڻڻ وارو به سيني جو نبي ۽ رسول آهي. جنهن جي نبوت ۽ رسالت عام آهي.دين به ڪامل، نبي به ڪامل. نبي جي نبوت به قيامت تائين رهندي ۽ سندس آندل دين "اسلام" به سموري انسانيت لاءِ قيامت تائين باقي ۽ قائم رهندو.

زيرِ نظر ڪتاب "اسلام جو روح" جيڪو اصل ۾ سيد امير علي جي انگريزي ڪتاب "دي اسپرٽ آف اسلام" جو ترجمو آهي، اسلامي تعليمات جي ڪيترن ئي پهلوئن تي روشني وجهي ٿو ۽ اسلامي تعليمات جو اصل يا ائين ڪٿي چئجي ته حقيقي روپ ڏيکاري ٿو.

اهو نه وسارڻ گهرجي ته اصل ڪتاب جو ليکڪ سيد امير علي جو تعلق اثناعشري گهراڻي سان آهي. سيد امير علي توڙي جو اهل تشيع خاندان سان واسطو رکندڙ آهي پر نامياري ليکڪ بغير ڪنهن جانبداري جي اسلامي  تعليمات جي وڪالت ڪئي آهي ۽ موضوع سان خوب نڀايو آهي. تنقيد وقت پهريائين ليکڪ جي نيت کي ڏٺو ويندو آهي. جيڪڏهن نيت صاف آهي ته پل چڪ جي ايتري اهميت ڪونه هوندي آهي. اهوبه ڏٺو ويندو آهي ته ڪتاب ۾ صحيح ۽ مفيد ڳالهيون گهڻيون آهن يا غلط ۽ نقصانڪار ڳالهيون. نامياري ليکڪ جيڪڏهن ڪٿي ڪٿي اختلافي مسئلن جو ذڪر ڪيو آهي ته اهوبه بدنيتي جو نتيجو ڪونه آهي پر ڪنهن به تعصب کان خالي سوچ سان تاريخي حقيقتن کي آڏو رکي پيش ڪيو آهي. اها تاريخ جي ذميواري آهي ته اڃي ڪاري جو فيصلو ڪري. باقي سيد امير علي حق جي متلاشي لاءِ هن ڪتاب ۾ گهڻو ڪجهه سامان گڏ ڪيو آهي.

پنهنجي موضوع تي هڪڙو منفرد ۽ لاجواب ڪتاب آهي. ڪيتريون ڳالهيون اهڙيون آهن جن کي ليکڪ ڪنهن به فرقي يا مڪتبِ فڪر جي پرواهه ڪرڻ کان سواءِ پڙهندڙ آڏو پيش ڪيو آهي. پوءِ ڇونه سندس ئي مذهبي فرقي (اهل تشيع) جي ڪمزورين جو ذڪر

هجي. توڙي جو سيد امير علي انهيءَ ڪتاب لکڻ جي هڪ صدي کان وڌيڪ عرصو اڳ ضرورت محسوس ڪئي پر موجوده دور ۾ اسلام جي حقيقي روپ کي عالم انسان ۾ پيش ڪرڻ لاءِ هن ڪتاب ۾ ڇاڻايل مواد جي اڃا بہ وڌيڪ ضرورت آهي.

تعصبي ماڻهن ۽ اسلام جي دشمنن لاءِ، جيڪي اسلام کي هڪ قدامت پسند دين چوندا آهن ۽ اهڙوڪي نام نهاد جهاد کي ڏسي اسلام کي دهشتگرد دين چئي رد ڪري ڇڏيندا آهن. هن ڪتاب ۾ انهن جي سيني سوالن ۽ ڳڻتين جو حل موجود آهي. اهي مسلمان جيڪي پاڻ کان سواءِ ٻين مسلمانن کي ڪافر ۽ مشرڪ تصور ڪندا آهن ۽ انسان ذات کي هڪڙي حقير شئي سمجهي هر وقت سادڙن سڀاجهن مسلمانن ۽ انسانيت جي خلاف بندوق ڪلهي تي کڻي انهن کي صفحي هستي تان مٽائڻ لاءِ پريشان رهندا آهن; جن جو اهڙو ورتاء اسلام جي اجري پيشاني ۽ انسانيت تي هڪ بدنما داغ آهي، اهڙن نام نهاد مسلمانن لاءِ هي ڪتاب تازيانہ عبرت آهي. انهن جي بصيرت واري اک کولڻ لاءِ ڪافي ۽ شافي آهي. ان سان گڏ هن ڪتاب ۾ ترقي پسند ۽ روشن خيال مسلمانن لاءِ انهن جي دين جي حفاظت جي ضمانت موجود آهي.

انگريزي منجهان سنڌي ۾ ترجمو ڪندڙ منهنجو پيارو مريد ۽ دوست محترم منور علي ڀٽ قادري صاحب اسلامي جذبي سان سرشار ٿي وڏي محنت سان سنڌي قوم ۽ سنڌي پڙهندڙن جي ڀلائي لاءِ ڪتاب کي ترجمو ڪري ترجمي جو حق بہ ادا ڪيو آهي تہ ان سان گڏ سنڌي ادب ۾ هڪ بهترين ڪتاب جو واڌارو بہ ڪيو آهي. رب ڪريم اصل ڪتاب جي ليکڪ سيد امير علي ۽ سنڌيڪار منور ڀٽ صاحب جي لاءِ هن ڪتاب کي نجات ۽ بخشش جو ذريعو بڻائي. الله تعاليٰ هن ڪتاب کي ٻنهي لاءِ صدقہ جاريہ ۽ پڙهندڙن لاءِ هدايت جو ذريعو بڻائي. آمين.

15 شعبان 1432هہ

فقط سگِ درگاهہ جيلاني
فقير پير سيد منور علي شاهہ جيلاني قادري
پير آف نورائي شريف، حيدرآباد سنڌ.

## مهاڳ:

ايندڙ صفحن ۾ مون اسلام جي عالمي مذهب جي حيثيت ۾ واڌ ويجهہ (اوسر) ۽ ان جي تيزيءَ سان پکڙجڻ ۽ وقت جي ٿورڙي عرصي ۾ ان جيڪا ڪروڙين ماڻهن جي ذهنن ۽ ضميرن تي غير معمولي ڪاميابي حاصل ڪئي، ان جي تاريخ بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اسلام انساني نسل جي ذهني ترقي کي جيڪا سگهہ ڏني اها تہ عام طور تي مڃي وڃي ٿي پر اسلام طرفان انساني لڏي جي بلند اخلاقي لاءِ ڪيل عظيم ڪارنامي کي يا تہ نظرانداز ڪيو ويو آهي يا ان جو قدر ڪونہ ٿو ڪيو وڃي، نہ وري ان جي اصولي سمجهاڻي، ان جي نظرين ۽ ان جي اتساهي مقصدن کي چڱي نموني سمجهيو ويو آهي. اسلام جو جائزو پيش ڪرڻ ۾ منهنجي اها ڪوشش رهي آهي تہ مذهبن جي تاريخ ۾ ان جي صحيح مقام کي نروار ڪريان. توڙي جو اصولي سمجهاڻي ۽ نظرين جو سرسري جائزو پيش ڪيو ويو آهي تڏهن بہ تازي آيل اُٿل پُٿل جي ڇڪ ڇڪان کان پوءِ انساني ذهن کي مضبوط ڪرڻ لاءِ اهو اصلاحي عقيدي جي تلاش ۾ ڀٽڪندڙن جي لاءِ مددگار ثابت ٿيندو. اها پڻ اميد ڪجي ٿي تہ جيڪي دينِ اسلام جي پيروي ڪندڙ آهن، انهن لاءِ بہ هي جائزو سندن عقيدن جي اصولن کي سمجهڻ ۽ ٻين کي وضاحت سان سمجهائڻ لاءِ مددگار ثابت ٿيندو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ ۽ نبوت جي باري ۾ پيش ڪيل منهنجو مواد ابن هشام جي لکيل ڪتاب "سيرتِ رسول" تي ٻڌل آهي: ابن هشام جيڪو پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي وفات کان بہ ٻہ سَوَ سال پوءِ 213 هجري (828ع) ۾ فوت ٿيو. ان سان گڏ ابن اثير جي عظيم الشان ڪتاب "تاريخ الڪامل"، طبري جي تاريخي ڪوجنائن (الامم والملوڪ)، حلبي جي ڪتاب "انسان العيون" (عام طور تي سيرت الحلبي جي نالي سان مشهور) تان

مدد ورتي وئي آهي. هن ڇاپي ۾ ٻه نوان باب شامل ڪيا ويا آهن: هڪڙو "امامت ( خلافت)" يعني پيغمبر جو تبليغي وارث، ۽ ٻيو "اسلام ۾ روحاني ۽ آدرشي جذبو" جي باري ۾ آهي. مقدمي ۽ ٻئي ڀاڱي جي ڏهين باب ۾ قابل توجهہ نئون مواد پڻ شامل ڪيو ويو آهي. پنهنجي مانواري دوست ڪيمرج يونيورسٽي جي پروفيسر اِي - جي - براؤن (E.G.Browne)، جيڪو اسان جي مشرقي علمن جي نهايت وڏن ڏاهن مان هڪ آهي، طرفان آخري باب جي مواد لاءِ ڏنل قيمتي مشورن لاءِ مان پنهنجي طرفان ٿورائتو هجڻ جي اظهار ڪرڻ لاءِ هن موقعي جو فائدو وٺان ٿو. ۽ حڪومت آف انڊيا طرفان ڪيمبرج يونورسٽي ۾ ريسرچ اسڪالر، محترم محمد اقبال جو سندس طرفان مُحتاط پروف ريڊنگ ۽ انڊيڪس جي ترتيب تي پڻ مان ٿورائتو آهيان. مان محترم عبدالقيوم ملڪ جا ٿورا مڃڻ لاءِ شڪرئي جو اظهار ڪرڻ گهران ٿو جنهن ڇپائي لاءِ نون بابن ۾ قرآني حوالن کي نقل ڪرڻ ۽ قرآني حوالن جي درستگي ڪرڻ جي تڪليف ورتي، ۽ پبلشر جو پڻ اهڙي ڏکي ڇپائي تي سندس صبر ۽ مستقل مزاجي جو مظاهرو ڪرڻ تي پڻ ٿورائتو آهيان.

عوامي ذميوارين جي وڏين مصروفيتن دوران ڇپائي جي ڪم جي نظرداري ڪئي وئي آهي، انهيءَ بنياد تي جيڪڏهن ڪا غلطي نيڪ ڪرڻ کان رهجي وئي آهي تہ مان پڙهندڙن کان رعايت ڪرڻ جي اميد ڪريان ٿو.

امير علي

## تعارف:

اے کہ در هيچ جانداری جا
بوالعجب مانده ام کہ هرجائي.
وصالي.

کفر و دين هر دو در رهت پويان
وحده لا شريک لہ گويان.
سنائي.

انساني لڏي ۾ مذهبي ترقي جو تسلسل انساني فلسفي جو مطالعو ڪندڙ شاگرد لاءِ هڪڙو موهيندڙ دلچسپي جو موضوع آهي. ڪائنات کي پنهنجي پاڇي ۾ سمائيندڙ هڪڙي مطلق العنان هستي ۽ هڪڙي خاص ذات جي معرفت ڏانهن انساني ذهن جي درجي بدرجي سجاڳي، مڙني وجودن تي ڇائنجندڙ قائدي اندر رڪندڙ ۽ رهنمائي ڪندڙ هڪڙي عالمي جوهر جي تصورتي پهچڻ کان اڳ فرد ۽ نسل جن پيڙائن مان گذريا آهن، اهي پيڙائون انتاهي ڳوڙهي معنيٰ جا سبق فراهم ڪن ٿيون. انسانذات مادي شين جي پوڄا کان الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ لاءِ جنهن عمل ذريعي ترقي ڪئي آهي، اهو عمل اڪثر ڪري سُست ٿيندو رهيو آهي. انساني لڏي مان عوام الناس ۽ فرد ترقي جي وهڪري مان پري هٽندا ويا آهن. سندن پنهنجن خواهشن جي تڪڙي پورائي ڏانهن ڏيان ڏنو اٿن، سندن پنهنجن دلين جي اڪيرن کي جاءِ ڏني اٿن. پنهنجي ٻالڪپڻي جي ديوتائن ۾ ڪردار اپنائيندي اُهي سَڏن جي پوڄا ڏانهن موٽندا رهيا آهن. پر الله تعاليٰ جي منشا، توڙي جو اڻ ٻڌي ڪئي وئي، تہ بہ سدائين حق ڏانهن دعوت جي پڪار ڪندي رهي آهي ۽ جڏهن بہ وقت آيو آهي تہ ان جا خاص ٻانها، انسان جون پنهنجو پاڻ ڏانهن ۽ پنهنجي خالق ڏانهن ذميوارين جي اعلان ڪرڻ لاءِ اٿي پيا آهن. اُهي خاص ٻانها الله تعاليٰ جا حقيقي "پيغمبر" ٿي گذريا آهن. اُهي پنهنجي قوم منجهہ پنهنجي وقت جي پڪار ٿي آيا؛ انهن سچ، پارسائي ۽ انصاف لاءِ انساني روح جي شديد خواهشن جي نمائندگي ڪئي. انهن مان هرهڪ پنهنجي زماني جي روحاني تقاضائن جو ترجمان هيو.

هرهڪ اخلاقي طور ڪِريَل نسل ۾ بدعنوان معاشري کي سُٺي رتبي وارو پارسائي وارو ۽ سُڌاري وارو ڪرڻ لاءِ آيو. ڪي ننڍڙي تهذيب جا ۽ ننڍڙي علائقي کي هدايت ڪرڻ لاءِ مُدَرِس ٿي آيا، بيا عالمي سطح جي پيغام سان آيا ـ اهڙو پيغام جيڪو ڪنهن هڪڙي نسل يا قوم تائين محدود ڪونہ هيو پر سڄي انساني لڏي سان واسطو رکندڙ هيو. اهڙا پيغمبر حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هيا. انهن جي رسالت اڪيلو صرف عربن لاءِ ڪونہ هئي. پاڻ ڪنهن هڪڙي زماني يا علائقي لاءِ ڪونہ موڪليا ويا هيا. پر "دنيا جي پڇاڙي تائين سيني انسانن لاءِ". انهي عظيم اوستاد جو ظهور جنهن جي حياتي مبارڪ جو تفصيل سندن نُبوَت جي اعلان کان وٺي رحلت فرمائڻ تائين هڪڙي تصديق ٿيل لکت ۾ موجود آهي، محض هڪڙو حادثو يا دنيا جي تاريخ ۾ هڪڙو اڻ لاڳاپيل واقعو ڪونہ آهي. ڪائنات تي مڪمل طور هڪڙي ڇائنجندڙ طاقت ۾ محڪم يقين پيدا ڪرڻ لاءِ ساڳيا سبب، ساڳيون پڪاريندڙ خرابيون، اطمينان واري پروسي لاءِ ساڳي پُختي گهُر. جيڪي آگسٽس قيصر(سيزرAugustus Caesar) جي دور ۾ گيليلي جي ڪنارن تي هڪڙي اهڙي پيغمبر جي ظهور ڏانهن وٺي ويا هيا جنهن جي زندگي هڪڙو الميو آهي، انهن ئي سببن ستين عيسوي صدي ۾ نهايت وڏي طاقت سان عملي مظاهرو ڪيو. نيڪ چيو ويو آهي تہ ستين صدي جي شروعات قومي، سماجي ۽ مذهبي ٽوڙڦوڙ جو زمانو هيو. ان جا ڏيک اهڙا هيا جيڪي صحيح عقيدي جي تازي ڏانچي کي جلوه گر ڪرڻ جو باعث ٿيندا آهن تہ جيئن مڙني ٻتڪيل طاقتن کي روحاني ( مذهبي) اوسر جي اڻ ٽر گس ڏانهن وري موٽائڻ لاءِ رهنمائي ڪجي، جنهن جي منزل ذاتي عبادت جي تڪميل ۽ تنظيم آهي. انهن مڙني حالتن، يهوديت ۽ عيسائيت طرفان خدائي مملڪت جو جيڪو نقشو پيش ڪيو هيو ان جي مُقابلي ۾، هڪڙي وڌيڪ مضبوط ۽ مقدس ضابطي جي نزول جي ضرورت ڏانهن اشارو ڪيو. زرتشت، حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام طرفان جيڪا شمع روشن ڪئي وئي هئي ان جا شعلا انساني خون سان اجهامي ويا هيا. بگڙيل زرتشتي جيڪا صدين کان اجابہ وڌيڪ بگڙيل عيسائيت سان مهاڏو اٽڪايون پئي آئي، انسانيت جي آواز کي گهٽو ڏئي ڇڏيو هيو ۽ دنيا جي گولي جي ڪجهہ خوشحال خطن کي حقيقي حيوانيت ۾

بدلائي ڇڏيو هيو. بالادستي لاءِ دائمي لڙايون، دائمي هاجيڪار تڪرار جيڪي عقيدن ۽ فرقن جي مُسلسل جهڳڙن سان گڏيل هيا. انهن ڌرتي تي رهندڙ ماڻهن ۽ قومن جي دلين مان ماڻهپي جي ست کي چُوسي ڇڏيو هيو هڪڙي بي جان پادريت (ملائيت) جي لوهين ڪڙين هيٺان لتاڙيل خلق پنهنجن حاڪمن جي بدافعالين خلاف خدا کي ٻاڏائي رهي هئي. دنيا جي تاريخ ۾ اڳ ۾ هڪڙي ڇوٽڪارو ڏياريندڙ جي ظهور لاءِ ڪڏهن بہ ايتري شديد ضرورت محسوس ڪونہ ٿي هئي ۽ ايترو مَهلائتو وقت ڪونہ آيو هيو. تنهن ڪري حضرت مُحمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اخلاقي دنيا ۾ جيڪي ڪارناما انجام ڏنا انهن کي مُڪمل طور تي ميچتا ڏيڻ لاءِ اسلام پکڙجڻ کان اڳ جي ۽ ان وقت دنيا تي رهندڙ قومن جي مذهبي ۽ سماجي حالتن جو هڪڙو جائزو وٺون.

بلخ يا باختر(بيڪٽيرياBacteria) جي پکڙيل ڪشادي ڌرتي جنهن کي عرب جاگرافيدانن "اُمّ البلاد" (مُلڪن جي ماءُ) جو مناسب خطاب ڏنو آهي، ان کي انساني لڏي جو پينگهو ۽ مذهبن ۽ قومن جو اصل پئدائشي ماڳ سمجهيو ويندو آهي. توڙي جو انسانذات جي بالڪپڻي تي نسبتي علم الانسان، جيڪا جهَڪي ۽ ڌُنڌلي روشني وجهي ٿو ان وسيلي اسان انساني نسل جي اُنهي قديم گهر ۾ ڪُٽنبن جا ٽولا ڪنوٽيل ڏسون ٿا. جيڪي آهستي آهستي قبيلن ۽ خاندانن جي شڪل اختيار ڪن ٿا. ۽ پوءِ وڌندڙ آبادي جي دٻاءَ سان مجبور ٿي ڌرتي جي مٿاڇري تي پکڙجي مختلف علائقن ۾ آباد ٿي وڃن ٿا. پنهنجن قديم ماڳن کي ڇڏڻ وارا پهريان ماڻهو گهڻو ڪري حامي (Hamitic) نسل وارا هيا. انهن جي پُٺيان توراني نڪتا. جن کي ڪڏهن ڪڏهن اگروفيني (Ugro Finish) قبيلا بہ سڏيو ويو آهي، اهي يافثني(Jeophetic) خاندان جي شاخ هيا. گهڻو ڪري انهن مان ڪي اتر وارن علائقن ڏانهن روانا ٿيا ۽ پوءِ اتان پاڻ کي اوير ۾ پکيڙي ڇڏيائون ۽ انساني نسل جي موجوده منگولي شاخ جو بنياد وڌائون. هڪڙو ٻيو ٽولو اولهہ طرف روانو ٿي ويو ۽ آذربائيجان، همدان ۽ گيلان(غيلان) ۾ آباد ٿيو جيڪي ڪئسپين (Caspian) سمنڊ جي ڏکڻ ۽ ڏکڻ اولهہ وارا ملڪ آهن ۽ قديم تاريخ ۾ مديہ (Media) جي نالي سان وڏيڪ مشهور آهن. بعد ۾ انهن جي هڪڙي ٽولي بابل جي زرخيز خطن

جو رخ ڪيو پراڻين حامي آبادين تي قبضو ڪيائون، ۽ وقت جي رفتار سان انهن ۾ رل مل ٿيندي اڪادي (Acadian) قوم جو بنياد وڌائون. جن کي يهودي ۽ عيسائي مذهبي ڪتابن ۾ ڪُوشي (Kushite) سڏيو ويو آهي. انهي ملاوٽي نسل بابل جو بنياد وڌو ۽ هڪڙو مذهبي طريقو ايجاد ڪيائون جيڪو پنهنجين اعليٰ صورتن ۾ فطرت پرستي واري وحدانيت (وحدت الوجوديت) سان هڪجهڙائي رکندڙ هيو. ليڪن جاهلاڻين صورتن ۾ ان ۾ همه ديوات (Pan_daemonism) جو عقيدو هيو سج ديوتا ۽ چنڊ ديوتا جي پوڄا هئي، مرداڻي عضوي واري لنگ پوڄا هئي ۽ شهوتي جذبن جي تسڪين واريون رسمون هيون. بعل (Baal) ۽ مولخ (Moloch) جي لاءِ ٻارن جي قرباني، بيلتس (Beltis) ۽ اشتورث (Ashtoreth) ديوين لاءِ ڪنوارپ جي قرباني ڏيڻ واري رسم. ان مان هڪڙي اهڙي عهد جي نشاندهي ٿئي ٿي جنهن ۾ هڪڙي طرف اعليٰ شان واري مادي ترقي هئي ته ٻئي طرف شهوت پرستي پاڙ تائين جميل هئي ۽ ظلم ڪي مذهب طرفان هٿي مليل هئي.

انهن ڪان پوءِ پنهنجا پئدائشي ماڳ ڇڏڻ وارا ٻهريان ماڻهو سامي (Semitics) نسل وارا هيا. انهن پڻ تورانين جي واٽ وٺندي اولهه ڏانهن لڏ پلاڻ ڪئي ۽ معلوم ٿو ٿئي ته پاڻ ڪي ميسوپوٽامي (بين النهرين) ڊيلٽا جي اترين حصي ۾ آباد ڪيائون. طاقت ۽ ڳاڻاٽي ۾ وڌڻ سان انهن جلدئي بابل جي بادشاهت کي شڪست ڏئي قبضو ڪيو ۽ پري تائين پکڙيل هڪڙي سلطنت جو بنياد وڌائون جنهن مڙني پاڙيسري رياستن مٿان پنهنجي اثر رسوخ جو مَلڪو حاصل ڪيو. اولهندي ايشيا جي ٻن وڏين ندين جي وچ ۾ پنهنجي سلطنت جي گادي واري هنڌ ۾ اشورين (آسارين Assyrian) جيڪو مذهب رائج ڪيو اهو ڪڏهن هڪڙي مُثبت توحيدي تصور جي بلندي تائين پهچندو هيو. انهن جو فلڪي سرشتي وارو نظام هڪڙي مطلق العنان هستي جي ميڄتا جا اهڃاڻ فراهم ڪري ٿو.

جڏهن سامي نوآبادڪارن جي وڏي جماعت پاڻ کي ڊيلٽا جي مٿانهن علائقن ۾ ترقي وٺرائي رهي هئي، اُن وقت انهن جو هڪڙو ننڍڙو جٿو ڏور ڪلداني (Chaldaean)[1] بادشاهت جي اُر (Ur) نالي علائقي ۾ اندر داخل ٿي ويو هيو. انهي قبيلي جو وڏڙو جنهن جي خود ساخته

[1] رالنسن (Rawlinson) اينشنٽ مونارچ (Ancient Monarch)، صفحو 23.

جلاوطني ۽ جهان پيمايون ڪيترن ئي عقيدن جي مذهبي روايتن منجهه قصا بڻجي ويون آهن. تاريخ جو مستقبل ناهيندڙن جو وڏو ابو ٿيو.[1]

لڳي ٿو تہ يافثني (Jeophetic) پنهنجن قديم ماڳن ۾ گهٽي عرصي تائين ترسيا آهن. جنهن زماني ۾ ٻيا نسل جيڪي پنهنجي اصل بنياد کان ڏار ٿي ويا هيا ۽ نين سلطنتن ۽ مذهبن جو بنياد وجهي رهيا هيا. ان زماني ۾ پنهنجي نموني ۾ واڌ ويجهه ڪري رهيا هيا. پر قومن جي لڏپلاڻ جيڪا هڪ دفعو شروع ٿي هئي اها ڪڏهن بہ رڪجڻ واري ڪونہ هئي، انهي فطري جوش کان مجبور ٿي جيڪو ويڙهو قبيلن ۾ عمل پيرا رهي ٿو يا آبادي جي دٻاءَ ڪري ۽ پنهنجي ڏنارپ وارين مشغولين لاءِ پنهنجن پراڻن وٿاڻن ۾ جڳهہ جي تنگي کان متاثر ٿيندي قبيلن پٺيان قبيلن اولهندي طرف ڏانهن لڏپلاڻ ڪئي. پيلسجين (Pelasgian) ۽ ڪلٽس (Celts) انهن مان پهريان لڏپلاڻ ڪرڻ وارا هيا. ٻيا قبيلا بہ ڪيئ لڳا تان جو خالص آريا پراڻن ماڳن ۾ اڪيلا رهجي ويا. هڪڙي جتي بدخشان جي پرسان پنهنجو ٺڪاڻو ناهيو ٻيو خاص بلخ جي طرف ويو جتي اهي گهڻو ڪري صدين تائين پروارين قومن جي لڙاين يا انهن جي نقل و حرڪت کان بنا مُتاثر ٿيڻ جي الڳ ٿلڳ زندگي گذاريندا رهيا. بادشاهتن ۽ تهذيبن جو بنياد وجهندڙ اولهہ وارن نسلن تي جيڪا تاريخ جي روشني پوي ٿي، اها ڏرتي جي هنن قديم رهواسين تي پڻ پوي ٿي، توڙي اڻ چٽي ۽ هڪڙي ڏنڌ وانگر پر ظاهر ڪري ٿي تہ ڪيترائي خاندان انهي پٽ تي پاڻ ۾ گڏ ٿيا، مڪمل وحشي پڻي کان ترقي ڪري نيم وحشياڻي رويي ڏانهن وڌيا، ۽ اهي عالمگير آدرشپڻي جي احساس کان باخبر ٿيندا رهيا آهن. هيل تائين خوف جي ڪنبڻي کان جن فطري شين جي پوجا ڪندا هيا انهن جي جاءِ اڻ ڳڻيون خيالي هستيون والاري رهيون آهن. انهن قبيلن مان فطرت جي طاقتن جي ابهامي ۽ تمثيلي خيال وارا ڪجهه ماڻهو ٻن گهڻ پاسائن اصولن جي تابع آهن، يعني روشني ۽ اونداهي(نور ۽ ظلمت).

---

[1] عربي روايتن ۾ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي والد جو نالو آذر بيان ڪيو ويو آهي. جيڪو مڪمل طور اشور جو ٻيو نمونو آهي؛ ۽ آذر جي ناهيل خوبصورت بتن جو اسلامي ادب ۾ اڪثر ذڪر ٿيل آهي. اهي روايتون انهيءَ ڳالهہ کي ثابت ڪن ٿيون تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام اشوري نسل جو هيو.

روشني ۽ زندگيءَ جو چمڪندڙ ڏيندڙ ديوتا سج، هڪڙي مهربان خدا جي نشاني (علامت) ٿو ٿي وڃي، جنهن جي طاقت، توڙي جو مزاحمتن جي مقابلي ۾ رڌل آهي پر آخرڪار بچڙائي ۽ شر وارن مخالف اصولن تي غالب اچڻ واري آهي. پين جو اهو حال آهي ته اهي جن معبودن کي اڳ ۾ پوڄيندا هيا ۽ هاڻي خيالي هستيون قرار ڏيڻ تي اصرار ڪن ٿا، اهي خيالي هستيون هڪٻئي ۾ ضم ٿي رهيون آهن؛ ڪنهن وقت اهي پنهنجين جدا جدا انوکين هستين ۾ مستحڪم بينل نظر ٿيون اچن ته ڪنهن وقت گڏجي هڪڙي حياتياتي مادي جي اڪائي ٿي وڃن ٿيون. آهستي آهستي ڪڪر هٽن ٿا ۽ اسان ڏسون ٿا ته قبيلائي ۽ خانداني جوڙجڪ بادشاهيتون قائم ڪري ورتيون آهن. زراعت هوريان هوريان قدم وڌائيندي ڳوٺاڻن ڌنڌن جي جاءِ والاري رهي آهي، قديم هُنرن کي فروغ ڏنو پيو وڃي، ڌاتوئن جي استعمال جو رواج اچي رهيو آهي ۽ سڀ کان وڌيڪ ڳالهه اها آهي ته ڪند ذهنن تي هڪڙي مطلق العنان (اعليٰ ۽ افضل) هستي جو اتاهون تصور خودبخود اثر انداز ٿي رهيو آهي. ڪيمورس (Kaimurus) ۽ هوشنگ (Hoshang) ۽ ٻيا قديم بادشاهه جن جا گيت فردوسي شاندار نموني سان ڳايا آهن، اهي هڪڙي ترقي پذير تهذيب جا پهريان نمائندا آهن. لڳي ٿو ته آرين ۾ شهنشاهيت واري قانون جي شروعات ان زماني ۾ ٿي جڏهن آريائي خاندان جي ٻن شاخن جي وچ ۾ مذهبي تڪرار پيدا ٿيو جنهن جي نتيجي ۾ ايرندي علائقي ۾ رهندڙ شاخ پنهنجي پيدائشي ماڳ کان بيدخل ٿي وئي. اولهندي علائقي وارن آرين منجهه هڪڙي مُبلغ، جنهن کي سندس مذهبي ڪتاب ۾ ستامه زرتشت (Citama Zarathustra) جي نالي سان ياد ڪيو ويو آهي، هڪڙي طاقتور مذهبي انقلاب جي رسمي شروعات ڪئي. انهي تحريڪ جي نتيجي ۾ جيڪو سخت مذهبي تڪرار پيدا ٿيو ان جا نشان انهن تبرن ۾ ملن ٿا جيڪي ويد جا پڇن ڳائيندڙن پنهنجي مذهب ۽ نسل جي دشمن ويداس (Wedas) جي جردشتي (Djaradashti) تي ڳوڙهن پٽ پاراتن ۾ ڪيل ڦتڪار ذريعي پيش ڪيا آهن. ويدن جا پڇن ڳائيندڙن طرفان نئين عقيدي ڏانهن پيش ڪيل ذهني رويو نالن ۾ غير معمولي هڪجهڙائي کان وڌيڪ، انهي ڳالهه جو مضبوط ثبوت پيش ڪري ٿو ته خالص آرين جي ٻن شاخن جي وچ ۾ ڏار ٿيڻ جو مکيه سبب مذهبي اختلاف هيو. انهي لڙائي ۾، جيڪا گهڻو

ڪري انسانذات منجھہ چڙيل پھرين مذھبي لڙائي ھئي، ٻئي عقيدي (Dualist) وارا مغربي قبيلا پنھنجي مشرقي ڀائرن کي، جيڪي ڪجھہ مشرڪاڻو (Polytheism)۽ ڪجھہ موحداڻو (وحدت الوجودي) (Pantheism)عقيدو رکندڙ ھيا. پاروپئميسڊ (Paropamisade) جي سرحدن مان ھڪالي ڪيڍڻ ۾ ڪامياب ٿيا. مشرقي آريا ھندوستان ۾ ڏوڪي آيا ۽ اڳ رھندڙ ڪارن نسلن کي پنھنجي اڳيان بيوس ڪندي، انھن جو قتلام ڪندي ۽ غلام بڻائيندي، انھن کي داس ۽ شودر يعني غلام ۽ ٻانھا سمجھندي انھن سان سدائين حقير مخلوق طور ورتاءُ ڪيائون. بھرحال، ويد جي مذھب ۽ زرتشت مذھب جي وچ ۾ اختلاف محض اضافي ھيو. زرتشتي قدرت (فطرت) جي منظرن بدران انھن جي سبب جي پوڄا ڪندا ھيا. انھن ويدن جي ديوتائن کي پوتن ۾ ۽ انھن جي پوڄارين کي ڪافر قرار ڏنو. جڏھن تہ ويدن جا پڄن ڳائيندڙ ماڻھن ان جي جواب ۾ اويستا جي خدا اھورا ـ اسورا ـ کي خبيث ديوتا يعني ديوتائن جو سخت ترين دشمن سڏيو ۽ جردشتي (Djaradashti) مٿان ساڙمان تبرن ۽ لعنتن جو مينھن وساياءون.

پھرين زرتشت جي پئدائش جو وقت ۽ جاءِ مامر جي پردي ۾ لڪل آھن. پر داريوش ھيستاسپ (Darius Hystaspes) جي دور ۾ ساڳي نالي سان ھڪڙو ٻيو سڪياري پيدا ٿيو جنھن قديم تعليمات جي بنياد کي وڏايو منظم ڪيو ۽ وري جياريو.

گھڙي ڪن لاءِ پنھنجن نشانن جو پيرو ڪڻون تہ اسان کي ھندوستان ۾ آريائي فتحن جو ذڪر ۽ اوير طرف صدين تائين روان دوان ھڪڙو وھڪرو ڏسڻ ۾ ايندو. ھلان ڪري ايندڙن پنھنجن قديم ماڳن منجھان جيڪو پراڻو آريائي مذھب آندو ھيو اھو مذھب خاص طور تي فطرت جي مظھرن ۾ قدرت جي علامتي طاقتن جي پوڄا ۽ پنھنجي مري ويل ابن ڏاڏن جي روحن جي پوڄا تي ٻڌل ھيو. پنجن ندين واري ڌرتي (پنجاب) ۾ روحاني تصور وڏيڪ ترقي ڪئي؛ ويدن ۾ اسان کي ترقي جو سلسلو اڳتي وڌندو ڏسڻ ۾ اچي ٿو تان تہ اسان اپنيشدن ۾ ھندو مذھبي خيالن کي اوج تي پھتل ڏسون ٿا. اپنيشدن ۾ روحاني اڪير جي ايتري شدت آھي جو اھو مذھب گھٽو ڪري اعليٰ وحدانيت کي ويجھڙو پھتل لڳي ٿو. اپنيشد نہ صرف خدا جي مطلق ھجن جي باري ۾ بحث ڪن ٿا، يعني اھو عقيدو جنھن بعد وارن زمانن ۾ ھندوستان جي

مادي وحدت الوجودي واري عقيدي کي جنم ڏنو پر اهو بہ سيڪاري ٿو تہ هڪڙي اعليٰ هستي سيني ساهوارن جي حفاظت ڪندڙ ۽ سيني مخلوقن مٿان احڪم الحاڪمين آهي. ۽ اها هستي انسانن جي دلين ۾ وسي ٿي ۽ آخرڪار انفرادي روح کي اهڙي گهرائي ۾ جذب ڪري ٿي ڇڏي، جيئن سمنڊ ندي کي پاڻ ۾ سمائي ڇڏيندو آهي. جڏهن سمائجڻ جو اهو عمل مڪمل ٿئي ٿو تہ انساني روح مٽي جي بوتي ۾ حاصل ٿيل پنهنجي تجربي جي سموري آگاهي وڃائي ٿو ويهي. پر انساني ترقي جي انهن دلچسپ ڪارگذارين پنهنجي اندر ۾ روحاني ابتري جي جن پڪن پُختن جيوڙن کي بہ پاليو ٿي، انهن جلدئي ارتقا جي عمل کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو. تنهن ڪري وڌيڪ اڳتي وڌڻ واري عمل جو مشاهدو ڪرڻ جي بجاءِ اسان زوال جي تسلسل کي ڏسون ٿا. اپنيشد پراڻن ڌرمن لاءِ رستو ٺاهن ٿا جيڪي وري تنتري پوڄا جي طاقت آڏو هار کائي وڃن ٿا.

اهو خيال، جنهن جو اپنيشد ۾ وري وري ذڪر ٿيل آهي، تہ اعليٰ هستي (پرم آتما) پنهنجو پاڻ کي مختلف نمونن ۾ ظاهر ڪري ٿي، ان اواتار يعني ٻئي جا روپ ڌارڻ واري نظرئي کي هٿي ڏني. ائين جيئن مغرب جي غير مَذهَبِي (غير اهل ڪتاب) دنيا ۾ فلسفو هڪڙي ذاتي خدا جي لاءِ عام ذهن (نفس عام) جي تمنا کي مُطمئن ڪرڻ ۾ ناڪام ويو تہ سندس هڪڙو اهڙو ذاتي خدا هجي جنهن انسان ذات منجهہ گڏ گذاريو هجي ۽ انهن سان روزمره جي زندگي ۾ مانوس رهيو هجي، اپنيشدن جا موحداڻا ولولا بہ ائين هندوستان جي عوام کي جذباتي تسڪين مهيا ڪري ڪونہ سگهيا. تنهن ڪري انهن جلدئي ويڙهاڪو خاندان جي هڪڙي ياتي ۾ باهمت ديوتا ڳولي لڌو جنهن جي لاءِ جلدئي اهو عقيدو رائج ٿي ويو تہ اهو خود خدا(پرماتما) هيو ۽ جسماني وجود ۾ هڪڙو مجسم ديوتا (اوتار) بڻجي زندگي گذارڻ آيو هيو.

پنهنجي مُخالف عقيدي "ڪالي ماتا جي پوڄا" وانگر ڪرشنا عقيدي (ڪرشن ڀڳتي) جي مقبوليت. نہ صرف انهي ڳالهہ جي نشاندهي ڪري ٿي تہ ستين عيسوي صدي دوران هندوستان ڪهڙي مذهبي اُٿل پُٿل جو شڪار هيو پر ان ذهني تفاوت کي بہ ظاهر ڪري ٿي جيڪو

اپنيشد ۽ ڀڳونت گيتا[1] کي ترتيب ڏيندڙ فلاسافرن جي ذهنن ۾ عام خلق جي احساسن ۽ سوچن جي وچ ۾ موجود هيو. اها ڳالهه مڪمل طور تي واضع آهي ته خاص هندوستان ۾ انهن جي وارد ٿيڻ کان گهڻو اڳ پنجاب ۾ آريائي نون آبادڪارن يا انهن جي پروهتن ۽ مذهبي سڪيارين نهايت سخت قانون ٺاهيا جن جو مقصد هيو ته هلان ڪري ايندڙ آرين ۽ انهن جي اولادن کي انهن قبيلن سان باهمي ملاپ (خلط ملط ٿيڻ) کان بچائجي جن کي انهن اوير ڏانهن پنهنجي تڪڙي ۽ ڌڪمي هلان ۾ فتح ڪري مغلوب ڪيو هيو ۽ غلام بنايو هيو. مفتوحن کي، جن کي نهايت ڪمتر ۽ غلام طبقي ۾ تبديل ڪيو ويو هيو اڇوت قرار ڏنو ويو. ۽ سيئي مذهبي رسمون، خاص طور تي مٿئين طبقي وارن ٽن قبيلن واريون، انهن لاءِ سختي سان ممنوع هيون.

وحدت الوجودي جي موضوع تي آريائي هندو سوچ جي مڙني لاهن چاڙهن دوران ابن ڏاڏن جي روحن جي پوڄا سدائين هندو ذهن کي سندس مذهبي ۽ سماجي دستور جي هڪڙي لازمي عنصر طور ڇهنديل رهي آهي. شودرن کي پنهنجن مئل وڏڙن لاءِ قربانيون ڪرڻ جي اجازت هئي پر ڪوبہ برهمڻ انهن جي مذهبي تقريبن ۾ شرڪت ڪندو هيو ته ان کي انتهائي وڏي سزا ڏني ويندي هئي. جيڪڏهن اتفاق سان ڪو شودر ڪنهن برهمڻ کي منتر پڙهندي ٻڌندو هيو ته ان (شودر) کي ان جي ڪنن ۾ پگهاريل شيهو وجهڻ جي سزا ڏني ويندي هئي؛ جيڪڏهن ڪو شودر ڪنهن برهمڻ سان ساڳي بينچ تي ويهڻ جي جرئت ڪندو هيو ته ان کي جسم تي ڏنپ ڏيڻ جي سزا جو حقدار سمجهيو ويندو هيو. جڏهن ته شودرن ۽ برهمڻن جي ٽن اوچين ذاتين جي وچ ۾ شاديون ڪرڻ يا ناجائز لاڳاپا رکڻ کان سختي سان منع ٿيل هئي ۽ ائين ڪرڻ تي سخت سزائون ڏنيون وينديون هيون. بهرحال ڪوبہ قانون انهن جي مذهبي خيالن ۽ عملن کي اوائلي عقيدن کان متاثر ٿيڻ کان بچائي ڪونہ سگهيو. وقت گذرڻ سان غير آريائي قبيلن ۽ خاندانن جا ديوتا هندو مندر منجهہ شامل ٿي ويا ۽ انهن جي پوڄا روزمره واري هندو پوڄا پاٺ

[1] موجوده زماني جو ليکڪ چوي ٿو ته انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي ته ڀڳونت گيتا ۾ وحدانيت جون نشانيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، پر اها وحدانيت بين غير موحدائن ڳالهين (عنصرن) سان گڏيل آهي.

جو حصو ٿي ويو. مختلف لاٽن ۾ اڻ برابري واري واڌ وارن قسمين قسمين عقيدن جي گڏ مڏ ٿيڻ ڪري نتيجو اهو نڪتو ته فلاسافر زمانن کان جنهن منجهيل ۽ ڳوڙهي وحدت الوجودي واري نظام جي خيال کي سڌارڻ جي ڪوشش ۾ رُڌل هيا ان ۾ زوال اچي ويو.

هندوستان هزارن سالن تائين جنهن پردي جي پُٺيان مام ۾ ويڙهيل گذاريو هيو اسلام جي پيروڪارن طرفان ان پردي کي هٽائڻ تائين ان جي ڪابه تاريخ ڪونه هئي. اهو ٻڌائڻ ممڪن ڪونه آهي ته واسديوَ ڪرشنا ڪهڙي دور ۾ ٿي گذريو ۽ ان جي شخصيت جي باري ۾ اندازو ڪرڻ به ممڪن ڪونه آهي. ان جي باري ۾ ڪيترين ئي اڻ ڳڻيون ڪهاڻيون آهن جيڪي نامناسبت ۾ بي سُريون لڳن ٿيون. ظاهر آهي ته اهي ڪهاڻيون انهن پروهتن طرفان گهڙيون ويون هيون جيڪي جيڪڏهن ديوتائن کان مٿيرو نه ته به انهن جي برابر(همسر) ضرور ٿي ويا هيا. جن جو مفاد انهيءَ ۾ هيو ته عام ماڻهن جي ذهن کي مغلوب ڪري رکن ۽ دلين کي ريجهائي رکن. واسديو ڪرشنا کي هندو ديومالا ۾ وشنو جي اوتار وارو مقام حاصل آهي ۽ انهيءَ ڪري ڀڳونت گيتا جي پوڄا پاٺ سان تعلق رکندڙ حصي ۾ ان کي مرڪزي حيثيت حاصل آهي. اهو پڌري پٽ هڪڙي جامع شخصيت وارو ديوتا آهي، ان جي هڪڙي شخصيت منجهان اهو منش ديوتا. اهو رنگيلو ڪَنهيا آهي جيڪو گوڪل جي ڳنوارن منجهه رهندو هيو ۽ برندبان جي مشهور هُڙئين ۾ پنهنجن زنده دل ساٿين سان دل وندرائيندو هيو.[1]

واسديو ڪرشنا جي عقيدي جو بنيادي رڪن اهو هيو ته مڪمل ڌرم يعني ايمان مڪتي ڇوٽڪاري جي ڪنجي آهي. وشنو جي هن اوتار ۾ ايمان رکندڙ جا زندگي ۾ ڪهڙا به عمل هجن، ان کي ابدي خوشي جو نصيب ٿيڻ يقيني هيو.

---

[1] شري ڪرشنا کي عام طور تي گوپال ڪرشنا يا ڳنوار ڪرشنا سڏيو ويندو آهي. ان جي مادي (عورت) ساٿياڻين کي گوپيون يا کير ڌهڻ واريون (ڳنوارڻيون) سڏيو ويندو آهي. اهيرن يعني هندوستان جي ڳنوار ذات وارن رهواسين ۾ انهي سورمي ديوتا جي باري ۾ ڪيترين ئي مزيدار ڪهاڻيون مشهور آهن. ڪرشنا کي ڪنهن حد تائين هندن جو اپولو(Appolo) سڏيو ويندو آهي. توڙي جو ان کي شاعري جو ويس پارائڻ ڏکيو آهي جيڪو عام طور تي ان نالي واري يوناني ديوتا کي ويڙهيل آهي.

ڪامل ايمان جي انهي نظرئي اهڙن عقيدن ۽ رسمن کي جنم ڏنو جيڪي اڄان تائين هندوستان ۾ رائج آهن. جيئن تہ ڪرشنا کي اعليٰ هستي (پرماتما) سمجهي ان کي پنهنجي من ۾ ويهارڻ ۽ ذهني يڪسوئي ۾ سمائڻ کي پارسائي سمجهيو ويندو هيو تنهن ڪري ويراڳ ۽ جوڳ ذريعي نفس ڪُشي وارن عملن ماڻهن جي نظر ۾ هڪڙي اعليٰ ترين خوبي جو درجو حاصل ڪيو. ذهن کي ڪرشنا جي تصور تي ۽ نظرن کي بدن جي ڪنهن هڪڙي حصي تي ٽڪائي سالن تائين جهنگلن ۾ ويهي رهڻ، سالن تائين هڪڙي ٽنگ تي بيهڻ؛ بدن ۾ ٽنبيل ڪوڪن سان هڪڙي دائري ۾ گذارڻ، اهي سڀ مذهبي عبادت جا اهڙا عمل هيا جن مڙني گناهن کان ڊوئي تي ڇڏيو. هڪڙي گناه جو ڪفارو ڏيڻ يا باس پوري ڪرڻ لاءِ ڪنهن شخص کي دان ڏنو ويندو هيو تہ اهو پنهنجي جسم جي ديگهہ سان ان ماڻهوءَ جي گهر کان مندر تائين رستي کي ماپيندو وڃي. ڀڳونت گيتا کي سڄي عقيدي سان پڙهڻ (پاٺ ڪرڻ) يا گنگا ۾ يا ڪنهن مقدس حوض ۾ وهنجڻ (اسنان ڪرڻ) سان، هر مرد ۽ عورت جون سڀ بُرايون (پاپ) ڌوپي وينديون هيون.

اهو ٻڌائڻ ڏکيو آهي تہ شڪتي پوڄا کي جيڪو هندو آبادي جي گهڻن ماڻهن تي غلبو حاصل آهي، ان کي اهو غلبو ڪڏهن حاصل ٿيو. شڪتي هر هندو ديوتا جو مؤثر پئدائشي پهلو ۽ زنانو اڌ آهي. شڪتي يعني شوجي(سوا Siva) جي ڪنوار (استري)، اها ڀوائتي ديوي آهي جيڪا پرباتي، ڀواني، ڪالي، مهاڪالي، درگا ۽ جمندا جي مختلف نالن سان پڪاري ويندي آهي. هن ديوي جي پوڄا جي تقريب، جيئن ستين صدي عيسوي ۾ لکيل ڀوايوتي ڊرامي ۾ بيان ڪيل آهي، انساني قربانين ۽ ٻين ڀيانڪ رسمن سان ملهائي ويندي هئي. ان کي جنهن بہ نالي سان ياڏايو وڃي يا جنهن بہ نموني ۾ پوڄيو وڃي، شوجي (سوا) جي انهي ڪنوار ۾ عيسائي مذهب جي "ڏکي ممتا"(مادرِ غمخوار Mater Dolorosa) جهڙي ڪابہ خوبي ڪونہ آهي، يا اسڪندريہ جا پوڄاري آئي سس (Isis) ديوي ڏانهن جنهن انساني رحم يا انساني پيڙائن سان همدردي جي نسبت ڏيندا هيا. هن ديوي ۾ انهن مان ڪابہ خاصيت موجود ڪونہ آهي. اهو هيبتناڪ، بلڪ ڀوائتو تصور جيڪو هڪڙي ڪمزور مذهبي ذهن جي پيداوار آهي، اهو پڌري پٽ غير آريائي قومن معرفت اختيار ڪيو ويو هيو. اهو اهڙو تصور آهي جيڪو انساني خون

۾ سرهو ٿو رهي ۽ انساني بدحالي ۾ موجون ٿو ماڻي، ۽ دنيا جي ڪفر(غير اهل ڪتاب) وارن مذهبن ۾ به ان جو مثال ڪونه ٿو ملي، ڇوته سبلي (Cybele) يعني رومين جي عظيم ماتا (مادرِ ڪبريٰ Magna Mater) به اهڙي بي رحم ڪونه هئي يا تڪليف لاءِ ايذاءَ ڏيڻ ۾ ايتري گهڻي خوشي محسوس ڪونه ڪندي هئي جيئن "تباهي جي ديوتا" "شوجي" جي اها شڪتي ديوي هئي. ان ديوي جي پوڄا تنترن وارين مذهبي رسمن مطابق ڪئي ويندي آهي، جن کي شڪتي ڌرم جو بائيبل چئي سگهجي ٿو. تنترن جي پڇنن مان ڪيترائي پاڻ ارپڻ واري قابل غور جذبي(پڳتي ۽ ساڌنا) سان رنگيل آهن. ۽ ديوي کي جيڪي التجائون (پرارٿنائون) ڪيون ويون آهن انهن ۾ اڪثر ڪري ان کان رحمءِ ديا (ڪرپا) جي درخواست ڪئي وئي آهي. پر فلاسافرن جي لاءِ تنترن ۾ ڪهڙي به ڳجهي (صوفياڻي) معنيٰ رکيل هجي، عام ماڻهو ان جي پوڄا گهڻو ڪري نهايت نامناسب طريقن سان ڪندا آهن.[1]

هندن جي ٻن وڏن رزميه داستانن(حماسن) منجهان، جن مان هڪڙو پانڊوئن ۽ ڪوروئن جي وچ ۾ لڙائي بابت آهي، ۽ ٻيو لنڪا

---

[1] تنتري پوڄارين جا به مکيه گروهه آهن. دکشنا چاري (دکنا چاري) ۽ وماچاري (برهمچاري) يا ساڄي هٿ ۽ کاٻي هٿ وارين ريتن تي عمل ڪرڻ وارا، ساڄي هٿ وارا يعني دکنا چاري، ظاهر ظهور پوڄا ڪندا آهن ۽ انهن ۾ ٻين ديوين مثلن وشنو ديوتا جي شڪتي يعني لڪشمي يا مهالڪشمي کي مخاطب ٿيڻ کان سواءِ ٻئي ڪنهن نموني جي پوڄا ڏسڻ ۾ ڪونه ايندي آهي. کاٻي هٿ وارن يعني برهمچارين جي پوڄا ۾ جنهن کي خاص طور تي تنتريڪا سڏيو ويندو آهي، پوڄا جي خاص شي صرف ڪالي (ڪاري) ديوي هوندي آهي. اها پوڄا اڪيلائي ۾ ڪئي ويندي آهي ۽ چيو وڃي ٿوته ان ۾ ڪجهه غيرمناسب (ناپاڪ) رسمون به ملهايون وينديون آهن. انهي خاص فرقي (ڌرم) جا پيروڪار سڄي هندوستان ۾ گهڻي تعداد ۾ آهن ۽ ڪيترن علائقن ۾ انهن جون شاخون آهن. درگا پوڄا جي موسم ۾ جيڪا آگسٽ جي مهيني ۾ ملهائي ويندي آهي، تخت تي ويٺل درگا جي مورتي جو جلوس ڪڍيو ويندو آهي. اتر هندوستان ۾ ان کي گيڙو رنگ ڏئي چٽيو ويندو آهي، بنگال ۾ ان جي مورتي بلڪل ڪاري هوندي آهي ۽ ان جا چار هٿ هوندا آهن ۽ شينهن تي ويٺل هوندي آهي. ڪالي گهاٽ (جنهن تان ڪلڪتي شهر جو نالو پيو) جي مندر ۾ ان جي ڳچي ۾ رت ٽمندڙ کوپراٽيون پاتل هونديون آهن. جئپور جي مندرن مان هڪڙي ۾ پوئتي مُڙيل مٿي واري ديوي کي ڏسي سگهجي ٿو. جنهن جي باري ۾ روايت آهي ته انساني قرباني بجاءِ ان کي ٻڪريءَ جي قرباني پيش ڪئي وئي ته ان ٻچان مان منهن ڦيرائي ڇڏيو.

(سلون) جي راجاراوڻ هٿان سيتا جي اغوا جي ڪهاڻي بيان ڪري ٿو
اسان ان وقت جي مقبول عام مذهبي عقيدن جي باري ۾ پنهنجي راءِ قائم
ڪري سگهون ٿا. ٻنهي داستانن (حماسن) ۾ هڪڙي ترقي يافته معاشري
جو نقشو چٽيو ويو آهي جنهن ۾ قابل توجهه مادي ترقي ٿي وئي هئي پر ان
سان گڏوگڏ اخلاقي ابتري به وڏي وئي هئي. ائين ٻڌمت جي باني گوتم ٻڌ
جي پيدا ٿيڻ کان گهٽ اڳ هندوستان جي ماڻهن ۾ مذهبي عبادت محض
قربانين (ٻليدانن) ۽ نذر نياز جو هڪڙو رسمي مجموعو ٿي وئي هئي،
جنهن ۾ ثواب جو معيار پوڄاري جي نيڪي يا پرهيزگاري نه پر پروهت،
جنهن جي خدمتن کان سواءِ انهن رسمن جي بجاآوري جي اجازت ڪونه
هئي، جي صلاحيت ٿي هوندو هيو ته اهو منتر جي اچارڻ جي صحي
ادائگي سان ديوتا کي دعا قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري سگهي. گوتم ۽
مهاوير (مهابير) جيڪا بغاوت ڪئي اها خودغرض پروهتن جي خلاف
هندن جي دل مان نڪرندڙ هڪڙو آواز هئي. ٻئي مذهبي پيشوا انهي
ڳالهه کان انڪار ڪن ٿا ته ڪائنات جو ڪوئي خالق آهي يا ڪا عقل
ڪل هستي آهي جيڪا هن ڪائنات جو نظام هلائي ٿي، پر ٻئي
انفرادي زندگي جي هر حالت ۾ خاتمي جو اقرار ڪن ٿا؛ ٻئي اهو چون
ٿا ته اهو نيڪ انجام صرف نيڪ عملن جي ذريعي حاصل ٿي سگهي ٿو.
پر انهن ۾ هڪڙو فرق آهي. جين مت ته برهمڻي (هندومت) سان ويجهي
تعلق ۾ رهي آهي ۽ هاڻي عملي طور برهمڻن جي مذهب جو هڪڙو فرقو
ٿي وئي آهي، پر ٻڌ مت وڏي همت کان ڪم وٺي پنهنجي لاءِ هڪڙو نئون
رستو ٺاهيو آهي. ان ڪرم (ڪرما) يعني عمل کي ڇوٽڪاري (مڪتي)
جو واحد وسيلو قرار ڏنو ۽ ان جي عظيم باني پنهنجين دعوائن کي پورو
ڪرڻ لاءِ عمر ڀر عملي جدوجهد ڪئي. مرڻ کان پوءِ انسان جي مقدر
بابت ان جو نظريو برهمڻي عقيدن جي بلڪل ابتڙ هيو. ۽ ان جو مخفي
الهامي (سري تصوف) سوچ وارو عقيدو جلدئي ٻين مذهبي عقيدن منجهه
شامل ٿي ويو. پر پنهنجي جنم ڀومي ۾ هڪڙي مختصر پر شاندار زندگي
گذارڻ کان پوءِ ٻڌمت وڏي تڪليف واري دور مان گذري، ۽ غلبو ڪندڙ
برهمڻي ڌرم طرفان ان سان جيڪو آزارڻ وارو ورتاءُ ڪيو ويو ان جو
داستان ڏکڻ هندوستان جي گوردوارن جي ديوارن تي نشاني طور موجود
آهي. بهرحال اهو محڪم پوندو ته ٻڌمت پنهنجي اصل صورت ۾ اهڙيون
ڪششون ڪونه ٿي رکيون جن سان برهمڻي ڌرم (هندومت) پنهنجي

پيروڪارن جون دليون تي موهيون. ان (ٻڌمت) ڪڏهن بہ هڪڙي مثبت مذهب هجڻ جي دعوا ڪونہ ڪئي، ۽ ان جون جزائون ۽ سزائون، آخرت جي زندگي ۾ راحت ۽ سعادت جا واعدا. هن حياتي ۾ ذميواريون (فرض) نہ نڀائڻ جا نتيجا، سڀ ايترو مبهم هيا جو عام ماڻهن جي دلين تي ان جو ڪوبہ اثر نٿي تي سگهيو. ان لاءِ جلدئي اهو ضروري تي ويو تہ اهو ٻاهرين دنيا سان پنهنجي چٽا پيٽي ترڪ ڪري يا جنهن مذهب جي جاءِ والارڻ لاءِ ان ڪوشش ڪئي هئي، ان سان ڪنهن ناهہ لاءِ راضي تئي؛ ۽ گهڻي دير ڪونہ گذري تہ گوتم ٻڌ کي، جنهن مذهب جي تبليغ ڪئي هئائين ان جي بجاءِ، پنهنجن پيروڪارن کي اجازت ڏيڻي پئي تہ نيڪ ڪمن کي ڇڏي پوڄاپاٺ جي طريقن کي اپنائين يا ان جي پنهنجي بي لطف تعليم ۾ دلچسپي پيدا ڪرڻ لاءِ تنترن واريون رسمون شامل ڪن. پنهنجي جنم ڀومي ۾ نهايت مددگار حالتن جي باوجود ان کي جيڪا ناڪامي تي، ان ناڪامي انهي مذهب لاءِ توڙي جو ان جي ڪجهہ صوفياڻن پهلوئن مصر ۽ اولهہ ايشيا جي فلسفن تي قابل ذڪر اثر ڪرڻ جو عملي مظاهرو ڪيو آهي، پاڻ کي هڪڙي ايرنڊڙ مذهبي دستور طور ثابت ڪرڻ لاءِ ان جي قسمت جا دروازا بند ڪري ڇڏيا.

هندوستان مان ٻڌمت جي نيڪالي کان پوءِ برهمڻي ڌرم ٻيهر پنهنجي بالادستي حاصل ڪئي؛ جيستائين گوتم ٻڌ جي مذهب ملڪ تي تسلط قائم رکيو، ان ڌرم ڏکئي زماني ۾ گذاريو هيو پر ان مان سبق سکي ان پنهنجن روحاني نظرين ۾ ڪوبہ سڌارو ڪونہ آندو هيو. ۽ جنهن بيڪار رسم پرستي جي خلاف گوتم ٻڌ بغاوت ڪئي هئي اها هاڻي وري وڌيڪ مضبوط بنيادن تي استوارڻي وئي هئي؛ وري بحال ڪيل برهمڻي ڌرم جي نظام هيٺ ماڻهن جي زندگي جي پهريان کان وڌيڪ ويجهڙائي کان نگراني ڪئي ويندي هئي؛ ماڻهن جون زندگيون هڪڙي قرباني ڏيڻ واري سلسلي اندر قابو تي ويون. ۽ اهو مذهب ماڻهن کي روحاني سڪون ڏيڻ جي بجاءِ مورڳو نذر نياز واري ڌرمي طريقي سان انهن جي جذبات کي هرڪايو ٿي. عام ماڻهن منجهہ مذهبي عبادت بيڪار رسم جي هڪڙي روزاني ڪِرت تي وئي. انهن جا معبود انهن جا پروهت هيا، مثل ماڻهن جا روح هيا، ۽ باقي صرف ظاهري طور ويدن جا ديوتا هيا. علامتي شين جي پوڄا کي، جيڪا ديسي باشندن جي مذهبي رسم طور مروجہ هئي، نہ تہ فلسفاڻي هندومت ۽ نہ وري ٻڌمت جي عملي

اخلاقي تعليم برصغير هندوستان مان نيڪالي ڏئي سگهي. اها هاڻي سيني ذاتين جي اندروني زندگي ۾ داخل ٿي وئي هئي؛ ٻتن سان گڏ جن ۾ خانداني ديوتا، گهريلو ديوتا ۽ قديم ديوتائن جون علامتي مورتيون شامل هيون، وڻ، پٿر ۽ ٻيون قدرتي شيون، عام خلق جا معبود ٿي ويا هيا. مانو(منو) جو ڌرم شاستر جنهن تي هندوازم کي گهڻو فخر آهي، جيڪو بعد وارين صدين ۾ ٻين مشرقي قبيلن جي قانوني نظرين جو هڪڙو نمونو ٿي ويو، اهو هڪڙي اهڙي سماجي حالت ڏانهن ڏيان ڇڪائي ٿو جنهن ۾ هڪڙي پاسي مادي تهذيب وڏي ترقي تي پهتل هئي ته ان سان گڏ ٻئي پاسي پروهت خاندان جي مڪمل بالادستي هئي ۽ عام خلق منجهه هڪڙو حيرت انگيز اخلاقي زوال هيو. پروهتن وانگر بادشاهه (راجا) به هاڻي ديوتا ٿي ويو هيو. ٻي عيسوي صدي ۾ جڏهن مانو جي نظرئي(سمرتي) کي اجان به ميتا حاصل هئي ۽ ان کي هر معاملي ۾ آخري اختياري سمجهو ويندو هيو ان زماني ۾ يَجنواڪيه (Yajnavakya) جي تفسير يعني "فڪري حاڪميت" ان جي جاءِ والاري هئي. ان وٽ ذات پات جو فرق ائين پٿر تي لڪير هئي جيئن مانو وٽ هيو. ۽ ٻنهي جي نظر ۾ شودر اهڙوئي پليت (مليڇ) هيا جهڙا اهي شروعاتي زمانن ۾ سمجهيا ويندا هيا.

جهالت جي دور وارن عرب ڪافرن وانگر نياڻي ٻار جو قتل به هندن ۾ عام هيو. انهيءَ جوته پڪو ثبوت ڪونه آهي ته ودوا(بيوه) کي ساڙڻ (ستي جي رسم) جو رواج پهريان ڪڏهن کان شروع ٿيو پر اندازو آهي ته اها رسم ستين عيسوي صدي ۾ بلڪل عام هئي. ودوا(بيوهه) بهرحال چتا تي چڙهڻ (جيئري سڙڻ) وارو پوائنتو موت خوشي سان قبول ڪندي هوندي ڇوته جيڪڏهن ان کي اولاد ڪونه هوندو هيوته ان جي زندگي مورڳو زهر ٿي ويندي هئي.

عورت کي ويد پڙهڻ (پاٺ ڪرڻ) يا مئلن جي روحن کي نذر نياز پيش ڪرڻ ۾ حصو وٺڻ يا ديوتائن آڏو قربانيون پيش ڪرڻ کان منع ٿيل هوندي هئي. پنهنجي مڙس (ناٿ) جي خدمت (سيوا) ڪرڻ ئي زال (استري) جو ڌرم هو. ان جي دائمي خوشي (جُگ جُگ جو سک) انهي ذميواري کي چڱي نموني سان نڀائڻ تي منحصر هئي. اها وفادار عورت جيڪا پنهنجي فوتي مڙس (سوامي) جي چتا (ڪريا ڪرم) ۾ پنهنجو پاڻ به ستي ٿيڻ (فوتي مڙس جي لاش سان گڏ سڙڻ) جي قرباني ڏيندي

هئي تہ اها پنهنجي جنس ۾ هڪڙي نهايت بهترين ۽ اعليٰ خاصيت وارِي هجڻ طور هندو مذهب جي سيني پوئلڳن جي دلين ۾ جاءِ والاريندي هئي ۽ اڪثر ڪري اها خودبخود پوڄا جي هڪڙي شي (ديوي) تي ويندي هئي.

توڙي جو سوچ ويچار ڪرڻ وارن ماڻهن کي هندو مذهب جي انهن حقير رسمن ۾ هڪڙي ڳوڙهي معنيٰ نظر ايندي هئي؛ ۽ انهن رسمن جي ادائگي کي ڏسندي انهن جا روح بلند فضائن ۾ اڏامندا هيا. پر ڪنهن بہ هڪڙي فلاسافر يا پنڊت انهي بيوس ودوا جي ظالمانہ نموني سان ستي ٿيڻ جي رسم خلاف ڪاوڙ يا نفرت جو ڪڏهن بہ اظهار ڪونہ ڪيو بلڪ عام طور تي تماشو ڏسندڙ هڪڙي پار جي سوچ کان وڌيڪ مظاهرو ڪونہ ڪيو. مذهبي تنظيمون، جيڪي عام طور تي پنهي جنسن تي مشتمل هونديون هيون، اڳيئي وجود ۾ اچي ويون هيون؛ ۽ مختلف ديوتائن کي پوڄڻ واريون مجرد ماڻهن جون ڪيتريون ئي جماعتون (منڊليون) وجود ۾ اچي ويون هيون، پر انهن جي زندگي ۾ پاڪبازي ڪونہ هوندي هئي. اهي سدائين ڌرم شالن ۾ گڏ ٿيندا هيا جن ۾ عورتون بہ رسمي ميمبر طور داخل ڪيون وينديون هيون. انهن منڊلين منجهہ جيئن ويراڳي (پينو فقير) ۽ جهرجهنگ وسائيندڙ (سنياسي) تولن منجهہ هيو جيڪي گهڻو ڪري ساڳي زماني ۾ وجود ۾ اچي ويا هيا. ڪنوارو رهڻ وارو قَسَم (وچن) حقيقت جي مقابلي ۾ ظاهري ڏيکاءُ هيو ان جي قدرن جي پوئواري ڪرڻ جي بجاءِ ان کي ٽوڙڻ ۾ فخر محسوس ڪيو ويندو هيو. سنياسي جماعتن جو گهڻو ڳاٽاٽو گردوارن ۽ مندرن ۾ آرام ۽ سڪون واري زندگي گذاريندو هيو. ڪيترائي سنياسي ۽ ويراڳي وچين دور (قرون وسطيٰ) جي پينو راهبن وانگر يا فِليوِيَن (Flavian) دور جي ويراڳي ماڻهن (ڪلبي Cymics) وانگر خدا ترس ماڻهن کان خيرات وني ثواب ڪمائن لاءِ جتي ڪٿي گهمندا رهندا هيا. خيرات ڏيڻ وارن جي نظر ۾ انهن جي واحد سفارشي نشاني انهن جا بند ٿيل قلف، انهن جي اڻ سنواريل ڏاڙهي، گيڙو رنگ جي قميص جيڪا انهن جي ڪلهن تي لڙڪيل هوندي هئي، مٽي سان ڀريل اگهاڙو بدن ۽ مَيڄڙو پينن وارو ڪستو ۽ ڏنڊو هوندا هيا.

جيئن تہ ديوتائن کي ناچ ۽ گانا پسند هيا. انهيءَ ڪري ناچ ڪندڙ ڇوڪرين جي وڏي انگ کي مندرن ۾ شامل ڪيو ويندو هيو جيڪي نالي ۾ تہ ديوداسيون هونديون هيون پر اصل ۾ ڌرمي نظام جي رکوالن (پروهتن) جي آرام ۽ خوشي لاءِ رکيون وينديون هيون. اوائلي هندو قانون ۾ عورتن کي نهايت حقير درجو مليل هيو ۽ منو(مانو) عورتن لاءِ جن نفرت ڀريل لفظن جو اظهار ڪيو آهي انهن جو مثال صرف عيسائي راهب سينٽ ٽرتولين(Saint Tertullian) جي تعصبي قولن ۾ ملي سگهي ٿو. مانو چوي ٿو "عورتن ۾ ناپاڪ خواهشون هونديون آهن؛ اهي ارادي جون ڪمزور ۽ خراب ڪردار واريون هونديون آهن. لازمي آهي تہ انهن کي رات ڏينهن سخت چوڪسي ۾ رکيو وڃي."

باقي شودرن جي باري ۾ ان گهڻو ڪري پنڊيڪٽ (Pandects) وارن ساڳين لفظن ۾ اعلان ڪيو تہ خالق انهن کي غلام پيدا ڪيو آهي ۽ انهي قبيلي سان واسطو رکندڙ ماڻهو کي توڙي جو سندس مالڪ آزاد ڪري ڇڏي تہ بہ ان کي آزاد نہ سمجهيو ويندو. ڇوتہ ان تي قدرتي طور تاقيل محنت ۽ مشقت ڪان انهيءَ کي ڪير ڇوٽڪارو ڏياري سگهندو؟

جڏهن اسلام جا پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم دنيا ڏانهن پنهنجو پيغام کڻي آيا تہ ان وقت جي آريائي نسل جي قدرتي ذات سان گهڻو نوازيل قبيلن مان هڪڙي شاخ جي ماڻهن جي مذهبي ۽ سماجي حالت اهڙي هئي.

اچو تہ اسان هاڻي فارس (ايران) تي نظر وجهون جيڪو اسان جي سنجيده ڌيان جو حقدار آهي، يعني اهو ملڪ جنهن اسلام جي جنم ڀومي سان پنهنجي ويجهڙائپ جي ڪري سدائين اسلامي سوچ ويچار تي گهڻو گهرو اثر ڪيو آهي. باقي ان جيڪو يهوديت ۽ عيسائيت ڏانهن رويو ۽ لهجو اختيار ڪيو ان جي باري ۾ ڳالهائڻ ضروري ڪونہ آهي.

مغربي آريا روحاني سڌاري جا مرحلا طئي ڪري ۽ هڪڙي قوم منجهہ گڏ ٿي جلدئي پنهنجي قديم ماڳ جي حدن مان نڪري پيا ۽ موجوده افغانستان ۽ فارس (ايران) جي علائقن ۾ پکيڙجي ويا. ائين ٿو لڳي تہ انهن گذرگاهن منجهان گذرندي انهن ماڻهن انهن علائقن ۾ اڳ رهندڙ حامي (Hamitic) ۽ ڪُوشي (Kushite) نسلن جي ڪيترن قبيلن

کي تباهہ ڪيو يا قبضي ۾ آندو ۽ آهستي آهستي ڪئسپين (Caspian) سمنڊ(بحيره خزر) جي ڪنارن تائين پهتا. جتي اهي حامين ۽ ڪُوشين کان وڌيڪ بهادر ۽ جهڳڙالو تورانين سان منهن مقابل ٿيا. جيڪي مديہ (Media) ۽ سوسيانہ (Susiana) ۾ آباد ٿيل هيا. بهرحال تورانين تي قبضو حاصل ڪرڻ جي ڪاميابي کان اڳ اهي پاڻ هڪڙي ڏارئي هلان ڪري ايندڙ قوم جي شڪنجي ۾ ڦاسي پيا. جيڪي ڪُوشي يا اشوري (آسارين Assyrian) هيا. گمان آهي تہ گهڻو ڪري اهي اشوري هيا. ڪجھ وقت تائين اهي انهن جي سخت ڏاڍ هيٺ رهيا.[1] انهن ڌارين فاتحن جي نيڪالي کان پوءِ ايرانين ۽ تورانين جي وچ ۾ اهو تڪرار شروع ٿيو جيڪو صدين تائين جهڳڙالو حالتن ۾ جاري رهيو. جنهن ۾ ڪڏهن هڪڙي ڌر غالب اچي ويندي هئي تہ ڪڏهن ٻي ڌر اهو تڪرار ماديہ ۽ سوسيانہ ۾ تورانين جي جزوي محڪومي سان ختم ٿيو.[2] افراسياب ۽ ڪيڪائوس جي پيروڪارن جي ٻنهي ڀارن ۽ عام ميڙاڪن وارين جاين تي بنا روڪ ٽوڪ واري هڪٻئي سان لهہ وچڙ پارسي مذهب تي ديرپا اثر ڪيو. تورانين جي غير رواجي ماده پرستي پنهنجن ايراني مخالفن ۽ پاڙيسرين جي غير ترقي يافتہ آدرشي تصور ۾ سستي پيدا ڪرڻ ۾ ناڪام ڪونہ وئي، توڙي جو ايراني ماديہ جي قديم رهاڪن تي غلبو حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا، پر انهن کي تورانين جي عبادتي طريقن کي جزوي طور پنهنجي عبادتي نمونن ۾ شامل ڪرڻو پيو هو. تنهن ڪري جتي فارس (ايران) ۾ اڪيلي ارمزد (هرمزد) کي پوڄيو ويندو هيو ۽ اهرمن کي ملعون سمجهيو ويندو هيو اتي ماديہ ۾ خير ۽ شر جي انهن ٻنهي نمائندن جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. توراني آبادي پنهنجن آريائي فاتحن جي خدا جي مقابلي ۾ پنهنجي قديم قومي ديوتا کي پوڄڻ لاءِ قدرتي طور وڌيڪ لاڙو رکندڙ هئي، تنهن

---

[1] پارسي(ايراني) روايتن مطابق ضحاڪ ايران مٿان اٽڪل هڪ هزار سالن تائين حڪومت ڪئي ۽ ڪيترن محققن اشورين (آسارين Assyrian) جي اقتدار جويہ بلڪل ايترو عرصو بيان ڪيو آهي. انهيءَ خيال مطابق فريدون جي بغاوت ۽ نينوا جي شڪست ساڳي زماني ۾ واقع ٿيون هونديون.

[2] ڏسو لينورمنٽ (lenormant) جو ڪتاب "اينشنٽ هسٽري آف دي ايسٽ" (Ancient History of the East) صفحو 54.

ڪري توراني عوام مقبولِ عام پوڄا ۾ وري اهرمن يا افراسياب کي ارمزد (هرمزد) تي فوقيت ڏيندي هئي.

مديه وارن ۽ بابل وارن جي هڪڙي باهمي تعاون واري معاهدي جي ڪري، جيڪو تاريخ ۾ پنهنجي نوعيت جو پهريون مثال آهي، اشوري سلطنت جو تختو اونڌو ٿي ويو. پر اشوري مذهب آرين طرفان قبضي هيٺ آيل ڪيترن ئي علائقن مٿان پنهنجي ديرپا تسلط ڪري زرتشتي نظرين تي هڪڙو اڻمٽ نشان ڇڏيو. آسماني رابطه بندين ۽ درجه بندي واري سرشتي جو پيچيده تصور جيڪو اشورين منجهه رائج هيو زرتشتي مذهب تي ان جي ڇاپ (پيوند) لڳي وئي. هاڻي ارمزد (هرمزد) کي اشور ثاني طور پوڄيو وڃڻ لڳو. ۽ پارسين روشني جي مهربان خدا کي مجسم ڪرڻ لاءِ جيڪو علامتي نشان چونڊيو اهو اشورين جو پرن وارو هڪڙو جنگجو سپاهي هيو جيڪو هٿ مٿي کنيون ۽ ان ۾ ڪمان جهليون دنيا جي دائري ۾ محصور بيٺو هيو. انهن جو ترقي جي نشاني وارو گهٽين قنديلن وارين شاخن وارو وڻ جيڪو چوٽي تي صنوبر جي ميوي واري شڪل جو هوندو هيو هاڻي پارسي سَرو جي ميوي جي شڪل ۾ بدلايو ويو هيو. فارسستان ۾ ڪسريٰ (سائرس (Cyrus) جي چڙهائي ۽ سندس مستحڪم سوين کان اڳ اوائلي پناهگيرن ۽ نون آبادڪارن منجهه جيڪا علامتي پوڄا رائج هئي اها عام ماڻهن منجهه بگڙي باهه جي پوڄا (آتش پرستي) تي وئي، يا ان ڪلدانين ۽ اشورين جي صابئي مذهب جي شڪل اختيار ڪري ورتي.

آشور(Ashhur) جو شهر جنهن اٽڪل هزار سالن تائين هندوستان جي سرحدن تائين اولهه ايشيا تي حڪومت ڪئي هئي، ۽ ذري گهٽ مصر جي سلطنت به فرعونن کان کسي هئائين. طاقتور سارگون (Sargon) ۽ عظيم سنچاريب (Sennacherib) جو شهر، 606 قبل مسيح ۾ دنيا جي قومن منجهه وري پنهنجو ڪنڌ نه کڻي سگهڻ لاءِ، ماديه ۽ بابل جي اتحادي لشڪر آڏو آڻ مڃي پيش پيو هيو. بابل جيڪو نينوا سان پنهنجي اوائلي رقابت ڪري ايشورين جي تابعداري ۾ اچي ويو هيو هڪڙو پيرو ڀيهر ايشيائي تهذيب جو مرڪز ٿي ويو. ان انهن مڙني علمن ۽ هنرن کي جيڪي هزار سالن ۾ واڌ ويجهه جو نتيجو ۽ قومن، مذهبن، مندرن ۽ پروهتن جي ملاوٽ جو لاڀ هيا، پنهنجي دامن ۾ پري ڇڏيو ۽ آڳاٽي دور جي بي جان مذهبن ۽ جديد عقيدن جي وچ ۾

ڳانڍاپي جي ڪڙي مهيا ڪئي. ايشورين نہ صرف اوائلي اڪادين (Accadian) ڪان تهذيب (تمدن) ۽ ادب حاصل ڪيو پر ان سان گڏ انهن جي مذهب جو بہ ڳچ حصو پنهنجو ڪري ورتو هيو. بابل نينوا (Nineveh) جي مٿي منجهان وڏيڪ سگهاري شان ۽ شوڪت سان اڀرندي ايشوري ۽ ڪلداني مذهبن جي جوهر کي پنهنجي مرڪزيت ۾ آندو. بخت نصر (بنوخذنصر) (نيبوچدنيزر Nebuchadnezzar) جي دور ۾ بابل جي سلطنت پنهنجي طاقت جو اوج حاصل ڪيو. يهوديہ (Judaea) شڪست کاڌي ۽ سرڪرده ماڻهن کي غلام بڻائي بابل آندو ويو تہ جيئن ان جي درياء جي ڪنارن تي ويهي يهوده جي بادشاهي ختم ٿيڻ جو ماتم ڪن. اهو طاقتور فاتح عربستان منجهہ بہ داخل ٿي ويو ۽ بني اسماعيل تي غلبو حاصل ڪيائين ۽ ذري گهٽ انهن کي تباه و برباد ڪري ڇڏيائين. ان صورين (Tyrian) تي بہ حملا ڪيا. ۽ مصري فرعون جي طاقت کي بہ ختم ڪيائين. توڙي جو عبراني وطن پرست ان تي ڍير ساريون لعنتون وجهن ٿا، پر بابل يهودين تي ڪنهن بہ نموني ۾ ايتريون سختيون ڪونہ ڪيون جيتريون انهن تي مصر ڪيون هيون. اسرائيلي خود انهن طرفان ڪيل درياءَ دلي واري سلوڪ جي شاهدي ڏيندا آهن. جيستائين چوتڪارو ڏياريندڙ پنهنجي سگهاري لشڪر سان ان بدنصيب شهر تي چڙهائي ڪونہ ڪئي اُن وقت تائين اسرائيلين بابل جي خلاف پنهنجو آواز بلند ڪونہ ڪيو. جڏهن انهن کي آزادي ملي تہ پوءِ پٽ پاراتن ۽ لعنتن جو طوفان ڪڙو ٿي ويو جيڪو عبراني نسل جي آڳاٽي جهنگلي پڻي جو خاصو هيو: "اسان بابل جي دريائن جي ڪنارن تي ويهي ساهي پٽي؛ ۽ صيهونين کي ياد ڪري روئي ڏنو. او بابل جي نياڻي! خوش نصيب هوندو اهو شخص جيڪو تنهنجي تازو ڄاول ٻارن کي پٿرن تي زور سان ڦٽي ڪندو."[1]

بنوخذنصر (بخت نصر) جي دور ۾ بابل بنا شڪ شبهي جي ان زماني جي مڙني تهذيبن جو مرڪز هيو ۽ ان جي پروهتن کي جيڪو اثررسوخ حاصل هيو اهو بابل جي سلطنت جي زوال سان ختم ڪونہ

---

[1] PS.Cxxxvii

ٿيو. بابلي نظرين جو نقش ۽ نهي يهوديت ۽ عيسائيت جي دستورن ۾ نمايان طور چٽيل ڏسڻ ۾ اچي ٿو. يهودين ڪلداني موبدن منجهه جيڪا ڊگهي جلاوطني واري زندگي گذاري، بابل جي بادشاهه جي دربار ۾ عبراني ماڻهن کي جيڪا رسائي حاصل ٿي ۽ ٻنهي قومن جي وچ ۾ ميل جول وارو جيڪو اٿتر عمل ٿيو انهن گڏجي بعد واري زماني جي يهوديت کي نئون ڪردار ڏنو. اهي جڏهن بابل ڏانهن قيد ڪري آندا ويا هيا تہ نيم وحشي هيا، جڏهن اهي جلاوطني واري ڏرتي مان ڊگهي مدي کان پوءِ صيهون (Zion) ڏانهن موٽيا تہ اهي اهڙي نئين قوم بڻجي ويا هيا جيڪا عقيدن ۽ نظرين ۾ ترقي يافتہ. وڏيڪ وڏين اميدن سان پريل ۽ وڏي سياسي ادراڪ جي مالڪ هئي.

بابل جي فتح سان مذهبي ترقي ۾ هڪڙي نئين دور جي شروعات ٿي ٿئي. تڏهن کان ايشيا تي دوئي (شرڪ) واري مذهب جي بادشاهت قائم ٿي وئي. ڪسريٰ (سائرس) يهودين سان جيڪو درگذر ڪرڻ وارو وڏو رويو اختيار ڪيو ان جي موٽ ۾ انهن هن کي "مسيحا" يعني "ڇوٽڪارو ڏياريندڙ" ۽ "شفيع عالم" جا لقب ڏنا. عبراني قبيلن جي اسيري ۽ مجبوري سان انهن جي پارسي (ايراني) حڪومت جي سرحد پرسان نئين آبادڪاري ۽ ان کان پوءِ ڪسريٰ (سائرس) جي دور ۾ پارسين سان انهن جو نسلي ملاپ گهٽو ڪري هي سڀ ڳالهيون زرتستي جي انهي مذهبي سڌاري جون محرڪ ٿيون جيڪو داريوش هستاسپ (Darius Hystaspes) جي دور ۾ ظاهر ٿيو. اتي باهمي عمل ۽ رد عمل (فعل و انفعال) جو ٻہ طرفو عمل جاري هيو. اسرائيلين نواڻ ڏنل زرتشتي مذهب تي ڪائنات کي پنهنجي پرتو ۾ سمائيندڙ هڪڙي قدسي هستي جي هڪڙي ڳوڙهي ۽ پائيدار تصور کي ذهن نشين ڪرايو. ان جي بدلي ۾ انهن ايرانين کان آسماني درجہ بندي وارن مرتبن ۽ خير ۽ شر (نيڪي ۽ بدي) جي تخليق جي دوئي (ٻٽي) اصولن جي تصور جو خيال حاصل ڪيو. ان کان پوءِ اسرائيلي ائين ڪونہ چوندا هيا تہ اهو خدا (الله) آهي جيڪو گناهگارن جي اندر بڇڙائي جي سوچ وجهي ٿو. تڏهن کان اهرمن وانگر شيطان عبرانين جي مذهبي ۽ اخلاقي تاريخ ۾ هڪڙو نمايان ڪردار ادا ڪرڻ شروع ڪيو.

ڪسريٰ (سائرس) جو حڪومتي دور ملڪ گيري جو زمانو هيو باقي تنظيمي دور ڪونہ هيو. داريوش جو دور حڪومت هڪڙو استحڪام وارو دور هيو. اهو ارمزد (هرمزد) جو پڪو پوڄاري هيو ۽ پنهنجين مڙني ڪاميابين کي ان جو احسان سمجهندو هيو. تنهن ڪري زرتشتي مذهب کي مڙني ڏارين واڌارن کان خالص بنائي، ۽ ماديہ وارن جي مجوسيت جي مضبوط پڪڙ جون پاڙون پٽي، ان آريائي نسل جي فارس کي مُهذب دنيا جي زبردست طاقت ڪري ڇڏيو. بهرحال رل مل (انحطاط) ٿيڻ واري انهي عمل کي ڪير بہ روڪي ڪونہ سگهيو. هڪڙو سو سال گذرڻ کان اڳ ئي زرتشتي مذهب انهن براين کي وڏي پيماني تي اختيار ڪيو جن جي خلاف ان پنهنجي شروع عمري واري دور ۾ ويڙهہ ڪئي هئي. جيڪي ماٺهو بت پرستن لاءِ عذاب جا فرشتا هيا ۽ جن ۾ بت شڪني جو ايڏو جوش هيو جو انهن پنهنجن پڙڪندڙ جذبن ۾ مصرين جي مقدس ڏاند ايپس (Apis) کي ڪُهي ڇڏيو هيو ۽ ان جي وٿاڻ کي ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيو هو. انهن جلدئي هرمزد جي پوڄا ۾ پنهنجي رعيتي علائقن جي سامي ديوتائن کي شامل ڪري ڇڏيو. پراڻي مجوسي علامتي پوڄا وري بحال ٿي وئي، ۽ داريوش جي پهرين وارثن مان هڪڙي اردشير ميمون (Artaxerxes Mnemon) زرتشتن منجهہ انهي ٻئي جنس (مخنث) واري ديوتا مترا (Mythra) جي پوڄا کي رائج ڪرايو. اهو ديوتا ڪلداني ديوتا مليتا (Mylitta) يا انائيتِس (Anaitis) جو ثاني (مٿنيٰ) هيو ان سان گڏ مرداڻي عضوي (لنگ پوڄا) جي مذهبي رسم بہ لاڳاپيل هئي. انهي مترا پوڄا واري رسم جو روشني جي خوبصورت ديوتا سج (سورج ديوتا) جي پوڄا منجهہ تبديل ٿيڻ وارو عمل تواريخ جي حيران ڪن ڳالهين مان هڪ واقعو آهي. جڳ مڳ ڪندڙ سج جو ڪنڊر جبلن جي شگافن مان ايري نڪرڻ، مقدس ڍڳي کي ان جي وٿاڻ ۾ ذبح ڪرڻ ۽ ان جي رت سان انساني ڏوهن جو ازالو ڪرڻ وارو عمل، اهو هڪڙو اهڙو تصور آهي جيڪو دنيا جي هڪڙي عظيم مذهب تي پنهنجي انمٽ ڇاپ ڇڏي ويو آهي. مترا جي انهي پوڄا واري رسم کي رومي لشڪر وارا فرات جي وادي مان يورپ جي ڏورانهن ڇيڙن تائين کڻي ويا ۽ روم جي ڊايوڪليٽين (Diocletian) نالي واري قيصر جي حڪومتي دور ۾ اها پوڄا روم جو سرڪاري مذهب ٿي وئي.

عورت جي حالت ڪڏهن بہ ايتري خراب ڪونہ هئي. نہ وري اها ڪڏهن انتهائي تابعداري هيٺ رکي وئي هئي، يعني مرد جي چلولائي لاءِ هڪڙي پانهي، جيتري اها مجوسي زرتشتن جي هٿ هيٺ هئي. مانو(ماني) جي ضابطن پاڪدامني جا ڪجهه قانون نافذ ڪيا ۽ ڌارين ۾ شادي ڪرڻ واري قديم رواج بہ ڪنهن حد تائين نفساني جذبن کي روڪي رکڻ جو ڪم ڪيو. ليڪن فارس وارن جنسي لاڳاپن جي معاملي ۾ ڪنهن بہ ضابطي کي تسليم ڪونہ ٿي ڪيو بلڪ اهي پنهنجين خواهشن جا تابع هيا. اهي پنهنجين انتهائي ويجهڙين مائٽياڻين[1] سان پرڻجي سگهندا هيا ۽ پور پورڻ تي پنهنجين زالن کي طلاق ڏئي ڇڏيندا هيا. عورتن کي پردي ۾ رکڻ وارو دستور صرف اڪيلن فارسين ۾ مروج ڪونہ هيو. آيونيا (Ionia) جي يونانين منجهہ عورتون ڪوٺن(حرم سرا Gynaikonitis) جي اندر بند رهنديون هيون. اڪثر ڪري ڳُنجي ڪلف ۾ رکيون وينديون هيون ۽ ماٺهن آڏو اچڻ جي اجازت ڪونہ هوندي هين. پر تڏهن بہ ابتدائي زماني ۾ يوناني ڪوٺن (Gynaikonitis) ۾ رهڻ وارين عورتن کي مارڪيٽ ڪري بيوس ڪونہ ڪيو ويندو هيو. فارس ۾ عورتن جي چوڪيداري ڪرڻ لاءِ کدڙن کي ملازم ڪري رکڻ جي ريت گهڻو آڳاٽي دور کان مروجہ هئي. يونان وانگر ايرانين ۾ سُريت رکڻ هڪڙو تسليم ٿيل سماجي دستور هيو ۽ معاشري جي پاڙن ۾ ڳُتيل هيو. بهرحال، فارس وارن زناڪاري کي ڪڏهن بہ قومي عبادت ۾ داخل ٿيڻ ڪونہ ڏنو. انهن ڪنهن بہ ايفروڊائٽي پنڊيموس (Aphrodite Pandemus) يعني حسن جي ديوي وارين وبائن جي پوڄا ڪونہ ٿي ڪئي، زرتشتي معاشرو انهي "اخلاقي وبا" ۾ بہ مبتلا ڪونہ هيو جيڪا سيني اوڳڻن مان گهڻو ذلت واري وبا آهي، جيڪا يونان ۾ عام هئي ۽ ان کان پوءِ خودبخود روم ۾ بہ پکڙجي وئي هئي، ۽ عيسائيت بہ ان جي پاڙ ڪونہ پٽي سگهي.[2]

---

[1] جن عورتن سان اسلام ۾ شادي جائز ڪونہ آهي.سنڌيڪار

[2] ڊسو ڊولنجر(Dollinger) جو ڪتاب دي جينٽائيل اينڊ دي جيو جلد ٻيو (The Gentile and the Jew_Vol_II)، صفحو 239.

جڏهن هخامنشي (Achaemenian) سلطنت جو زوال آيو تہ زرتشتيت جو دنيا جي ترقي ۾ هڪڙي اتساهيندڙ طاقت وارو زور ختم ٿي ويو. فاتحن جي لشڪرن جا ولر جيڪي فارس جي ڌرتي تي ماڪڙ وانگر ڌوڪيندا آيا، انهن سماجي ۽ اخلاقي زندگي جي سموري نظام کي تباهہ ڪري ڇڏيو. سڪندر مقدوني (Macedonian) جو ڪامياب حملو ۽ مختلف روپن وارا ڪٽڪ جيڪي ان جي ڪڍ لڳا آيا، ايشيا ڪوچڪ جا اهي ذليل ترين ماڻهو سليشي (Cilician)، صوري (Tyrian)، پمفيلي (Pamphylian)، فريزي (Phrygian) ۽ ڪيترين ٻين قومن جا ماڻهو اڌ يوناني، اڌ ايشيائي جن ڪنهن بہ اخلاقي ضابطي کي ڪونہ ٿي مڃيو خود فاتح جي اُڀرائي واري ۽ بي پرواهہ طبيعت، انهن سيني ملي ڪري زرتشتي مذهب کي ذلت ۾ ڌڪي ڇڏيو. ڌارين فاتحن موبدن (Mobeds) کي جيڪي قومي سگهہ جا نمائندا هيا ڏاڍ ذريعي ڪسمپرسي واري حالت هيٺ رکيو. ڇوتہ ان فاتح جي زندگيءَ جو مکيہ مقصد ايشيا کي يوناني رنگ ۾ رنگڻ هيو.

سڪندر(Alexander) جي زندگي هڪڙو روشن ستارو (شهابِ ثاقب)هئي. ان جي شخصيت جي چوڌاري قصن ڪهاڻين جو جيڪو تاڃي پيٽو اُڻيو ويو آهي، تنهن ان کي هڪڙي ديومالائي شخصيت ۾ بدلائي ڇڏيو آهي. اهو تمام وڏن نظرين ۽ حڪمت وارن مقصدن واري هڪڙي انسان طور اسان جي آڏو اچي بيهي ٿو جنهن ۾ اعليٰ درجي جي همت هئي ۽ هڪڙو اهڙو جذبو هيس جنهن جي ڪري سيني مخالفن تي غلبو حاصل ٿي ڪيائين. ۽ هڪڙي اهڙي شخصي ڪشش هيس جنهن ان کي پنهنجي چوڌاري رهندڙ سيني ماڻهن جي ذهنن کي پنهنجي خواهش مطابق موڙن جي قابل ٿي ڪيو. ان جو مزاج تضادن سان ڀريل هيو. ارسطو (Aristotle) جو اهڙو شاگرد جنهن جو نصب العين هيوتہ ايشيا کي ٻيو يونان بنائي ۽ پاڻ سموري دنيا کان پنهنجي لاءِ خراج عبوديت وصول ڪري. ان کان علاوه اهو ڏاهن ماڻهن ۽ فلاسفرن جو ساٿي بہ رهي چڪو هيو. پر ان جي باوجود ان جي زندگي نفرت ڪرڻ وارن نمونن سان ڀريل هئي. ان جو هڪڙو قدردان چوي ٿو "صور (Tyre) جي علائقي جي تاراجي ۽ ان جي رهاڪن کي غلامي جو طوق پارائڻ، هندوستان ۽ بلخ (باختر Bacteria) ۾ قتل عام ۽ ڦاسيون،

ڪلاٽتش (Clytus) جو قتل، فلوٽس (Philotas) ۽ وفادار پارمينو (Parmenio) جي موت جا پروانا. تخت جمشيد (Persipolis) کي ساڙڻ ۽ ان جي شاندار ڪتب خاني (لئبريري) کي هڪڙي رنڍي جي هشي تي باهہ جي پنيٺ حوالي ڪرڻ، اهي سڀ اهڙا عمل آهن جن جي لاءِ ڪوبہ تاريخدان معذرت پيش ڪري ڪونہ سگهيو آهي. سڪندر جي فتح ۽ هخامنشي سلطنت جي بربادي کان پوءِ زرتشتي جي جاءِ يونانيت (Hellenism) ۽ ڪلداني تهذيب جي انتهائي خراب رسمن والاري ڪيترن ڏندڪٿائي داستانن جي هيرو جي بابل جي حق ۾ نهايت گهٽي جانبداري، ۽ انهي شهر کي وري آباد ڪرڻ، ۽ ان کي هڪڙي سگهاري ۽ وڏيڪ مڪمل تهذيب جو مرڪز ٺاهڻ لاءِ ان جي بيتابي واري خواهش، انهن سيني ڳالهين ڪري ان انهن سيني عقيدن ۽ مذهبي رسمن، ۽ سيني مذهبي يا سياسي تنظيمن جي حوصلہ شڪني ڪئي جيڪي ان جي اڪيلي وڏي خواهش جي ضد ۾ تي آيا. سيليوقي (Seleucidae) حڪمرانن جي دور ۾ ايرانين جي قومي خاصيتن کي تبديل ڪرڻ وارو عمل تيز رفتاري سان جاري رهيو. انٽيوڪس ايپيفينز ( Antiochus Epiphenes) کي جنهن يهودا جي پوڄارين کي ظالماڻن طريقن سان ستايو يهودين بہ ۽ زرتشتين بہ اهرمن جو قابل نفرت لقب ڏنو. پارٿين (Parthian) جي اقتدار ۾ اچڻ پڻ زرتشتي مذهب جي تباهي ۽ زوال کي تيز ڪري ڇڏيو. سليوڪي فرمان روا دجلہ (Tigris) ۽ اورنٽس (Orontas) جي ڪنارن تي حڪمران هيا. پارٿين پنهنجي لاءِ هخامنشي سلطنت جي وچ واري علائقي ۾ پنهنجي بادشاهي قائم ڪئي. يوناني باختري خاندان اوپر وارن علائقن يعني باختر ۽ افغانستان جي اترين حصي تي قابض هيو. سليوڪين جو سرڪاري مذهب ڪلداني ۽ يوناني مذهبن جو مرڪب هيو. يهودين ۽ زرتشتن کي برادري مان نيڪالي ڏئي سماجي حقن کان محرومي واري پابندي هيٺ رکيو ويو هيو. پارٿين جي حڪومت ۾ توڙي جو مزدڪيت مڪمل طور تي ختم ڪونہ ٿي وئي هئي، پوءِ بہ پاڻ کي حڪرانن جي ڏمر کان لڪائڻ لاءِ مجبور هئي. پُرسڪون ۽ امن امان وارن علائقن ۾ زرتشتي، مديہ ۽ ڪلدانين جي پراڻي صابيت (Sabaeism) ۾ رلمل ٿي وئي، يا

جتي پنهنجي اصل صورت ۾ قائم بہ رهي تہ اتي اها صرف انهن چند موبدن جي دلين ۾ رهجي وئي هئي جن پنهنجي ملڪ جي ڏورانهن علائقن ۾ پناهہ ورتي هئي. پر جڏهن پارٿيا پکڙجي هڪڙي سلطنت جي شڪل اختيار ڪئي ۽ پارٿي حڪمرانن جي دلين ۾ شهنشاهہ جي لقب لاءِ شوق جاڳيو تہ انهن زور زبردستي کان هٿي ڪري درگذر ڪرڻ جو رستو اختيار ڪيو ۽ ائين مجوسي زرتشتيت وري نئين سر دنيا جي مذهبن جي صف ۾ پنهنجو ڪنڌ ڪنيو. ساسانين (Sasanides) جي اقتدار جي عروج ان کي سگهہ جو هڪڙو ٻيو سهارو ڏنو. نئين بادشاهي جي باني‌ڪار موبدن کي سلطنت جي وڏن عهدن سان نوازيو. موت کي ويجهو پهتل مذهب جا اهي آخري نمائندا هيا. ساساني خاندان جي سهڪارن هيٺ انهن جي آڌو نئون ويس پاتل مذهبي وجود اميدن جو درياءُ هيو. نئين سلطنت جي باني‌ڪار اردشير بابيڪان ( Artaxerxes longimanus) جون پرجوش اميدون ڪيتري قدر پوريون ٿيون اها ڳالهہ هڪڙو تاريخ جو معاملو آهي. فارس جي سياسي آزادي يعني ان جي قومي زندگي تہ وري بحال ٿي وئي پر سماجي ۽ مذهبي زندگي ايتري خراب ٿي وئي هئي جو ان کي وري جيارڻ حڪمرانن جي وس کان ٻاهر ٿي ويو هيو. قديم زماني جون تعليمات شايد ڪتابن جي ورقن ۾ تہ زنده هيون، ليڪن ماڻهن جي دلين ۾ اهي گشتاسپ (Gashtasp)يا رستم وانگر مري ويون هيون.

ساسانين جي دور ۾ زرتشتين پنهنجي اقتدار جو اوج ماڻيو. صدين تائين اهي ايشيا جي بادشاهي لاءِ روم سان مقابلو ڪندا رهيا. ڪيترا ڀيرا انهن روم جي فوجن کي شڪست ڏني، ان جي شهرن جي ڦرلٽ ڪيائون، ان جي بادشاهن (قيصر) کي قيد ڪيائون، ۽ ان جي رعيت کي سندن جمع پونجي کان محروم ڪيائون؛ پر هڪڙي اخلاقي عامل طور زرتشتيت جي باهہ ٺڏي ٿي چڪي هئي. اها آتشڪدن جي اوچن چبوترن ۾ تہ ٻرندي هئي پر ماڻهن جي دلين ۾ وسامي ختم ٿي وئي هئي. حقيقي خدا جي پوڄا جي بدلي مذهبي عقيدي ۾ جاءِ ڪلداني مجوسيت والاري هئي، ۽ ارد شير ۽ ان جي وارثن جنهن پرتشدد تعصب سان مخالف مذهبي عقيدن کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ان

وسيلي ﺑﻪ زرتشتيت پنهنجو مقصد ماڻڻ ۾ ڪامياب ڪونہ ٿي. آخري ساساني بادشاهن جي دور ۾ ايراني سلطنت فرقي واريت ۽ حڪمرانن جي شهوت پرستي ۾ ڦاٿل هئي. ان جا امير امراء اخلاقي بگاڙ ۾ ڦاٿل هيا ۽ ان جا موبد (پادري لڏو) تڪبر جو شڪار هيا. انهن سيني براين ۾ ان جي صرف بيزنطين سان ئي پيٽ ڪري سگهجي ٿي. بادشاهن کي ئي ديوتا سمجهيو ويندو هيو اهي پنهنجي رعيت وارن جي جان ۽ مال جا ڪُلي طور مالڪ هيا. رعيتي ماڻهن جا ڪي ﺑﻪ حق ڪونہ هيا بلڪ اهي حقيقي غلام هيا. بداخلاقي ۽ بدڪاري ان وقت عروج تي پهچي وئي جڏهن مزدڪ سورهين عيسوي صدي جي شروعات ۾ ڪميونزم (اشتراڪيت) جي پرچار ڪئي. جنهن سان جديد يورپ اجا هاڻي مانوس ٿيو آهي. ۽ ماڻهن کي اها تعليم ڏنائين تہ سيئي ماڻهو عورتن ۽ ڌن دولت ۾ ڀاڱي ڀائيوار آهن. بلڪل ائين جيئن اهي باهہ، پاڻي ۽ گاهہ ۾ ڀائيوار آهن. ذاتي ملڪيت جو ڪوئي وجود ڪونہ آهي; ۽ هر ماڻهوءَ کي مزو ماڻڻو آهي يا هن دنيا جي هر سٺي ۽ خراب قسمت کي برداشت ڪرڻو آهي.[1] مجوسي زرتشتي اڳيئي ڀيڻن ۽ ڀين رت جي (مُحرم) رشتن سان شادي ڪرڻ کي جائز قرار ڏئي ڇڏيو هيو. انتها پسندي واري انهي ڪميونزم جي پرچار رياست منجهہ سٺن خيالن وارن ماڻهن کي باغي ڪري ڇڏيو تنهن ڪري مزدڪ کي، جنهن پاڻ کي زرتشت جو جانشين ٿي سڏرايو، قتل ڪيو ويو. پر ان جي نظرين پنهنجون پاڙون پختيون ڪري ورتيون هيون. ۽ فارس منجهان اهي اولهہ طرف پکڙجي ويا.

انهن مڙني خرابين اخلاقي زندگي جي هڪڙي مڪمل بگاڙ جي شڪل اختيار ڪئي ۽ پنهنجن مثالن ذريعي قوم جي مستقبل جي حق ۾ تيزي سان تباهہ ٿيڻ جي اهڃاڻن ڏانهن اشارو ڪرڻ لڳيون. اها قضا، توڙي جو ڪسري نوشيروان جي سٺي ڪردار ڪري وقتي طور ٽريل رهي، پر ان جي مرڻ کان پوءِ اٽڪر تي وئي. بهرحال، هڪڙي عظيم

---

[1] ڏسو دبستانِ مذاهب از محسن فاني. ان سان گڏ ڏسو علامہ اقبال جو ڪتاب "ڊولپمينٽ آف ميٽا فزڪس ان پرشيا" (Development of Metaphysics in Persia)، صفحو 18.

ڏاهي جو اڳ ئي ظهور ٿي چڪو هيو. جنهن جي منزل دنيا جي سموري ڏيک کي بدلائڻ هيو.

يهودين تي بابل جي غلامي واري قيد کان آزاد ٿيڻ تائين يارهن صديون گذري ويون هيون ۽ پنهنجن حالتن ۾ ڪيترائي لاها چاڙها ۽ تبديليون ڏٺيون هئائون. حضرت موسيٰ عليہ السلام جي بدقسمت امت تي هڪٻئي پٺيان جيڪي مصيبتون آيون اهي تائيٽس (Titus) ۽ هيڊرين (Hadrian) جي بادشاهن (قيصرن) جون لڙايون هيون. روم انهن جي پوڄا گهر (هيڪل) کي مسمار ڪري ڇڏيو هيو ۽ باھ ۽ تلوار ذريعي انهن جو هڪڙي قوم طور وجود کي نابود ڪري ڇڏيو هيو. عيسائي قسطنطنيہ (هاڻي استنبول) بہ انهن کي اهڙي ئي بي رحماڻي ڏاڍ سان ستايو پر ماضي جي شامتن مان مستقبل لاءِ انهن ڪوبہ سبق ڪونہ سکيو. يهودين پنهنجي سنگدل ۽ ظالم مخالفن هٿان جيڪي اذيتون سٺيون انهن مان انسانيت ۽ امن پسندي جو ڪوبہ سبق ڪونہ سکيو. مصر، قبرص (Cyprus) ۽ سيريني (Cyrene) جي شهرن ۾ جتي اهي اصل رهاڪن سان دوستي جو ڍونگ ڪندي دغا بازي واري ميل جول سان گذاري رهيا هيا، انهن جن وحشي ظلمن جو ارتڪاب ڪيو اهي ظلم انهن جي مستقبل واري حالتِ زار لاءِ همدردي جي مڙني احساسن کي ختم ڪري ٿا ڇڏين. اسرائيلي قوم جو گهر مڪمل طور تي ويران ٿي ويو. ان جا رهواسي ڌرتي جي مٿاڇري تي ڀٽڪندا رهيا. هنڌين ماڳين اجهو ڳوليندا رهيا، پر جتي بہ ويا ٿي اتي پنهنجي ان اڻ ورچ غرور ۽ دل جي پنهنجي باغياڻي سختي کي کنيو ٿي ويا، جنهن عادت جي سندن هڪڙي کان پوءِ ٻئي پيغمبر مذمت ڪئي هئي. يهودين کي ڌارين علائقن ۾ جتي بہ پناھ ملي انهن اتي پراڻن وقتن وارا ساڳيا ڪرتوت دهرايا. اها قوم اميدن تي زنده رهي، پر انهن اميدن ۾ هڪڙي پاسي سخت ۽ ڪٽر تعصب هوتہ ٻئي پاسي شهوت راني ۽ عيش پرستي مليل هئي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام آيا ۽ هليا ويا پر انهن جي حالت بدلائي ڪونہ سگهيا. ان زماني ۾ هڪڙي مسيحا جي اچڻ جي باري ۾ جيڪي خيال عام هيا. حضرت عيسيٰ عليہ السلام ان ماحول ۾ پيدا ٿيو ۽ ان ماحول ۾ اهو پليو ۽ وڌو ٿيو. حضرت دانيال عليہ السلام جو ڪتاب

جيڪو قوم جي انتهائي وڏين پيڙائن وارن دورن منجهان هڪڙي دور جي دوران لکيو ويو هيو جيڪو اميدن ۽ اتساهن سان ڀريل هيو ان ڪتاب بيو نہ پر پنهنجن ڏتڙيل ماڻهن جي حالت مٿان ماتم ڪندڙ اوستاد جي ذهن تي ڳوڙهو تاثر ڇڏيو. پنهنجن جابلو گهرن ۾ ويٺل زيلٽن (Zealots) جو شديد تعصب. صدوقين (Sadduces) جي بيجان رسم پرستي فريسين (Pharisees) جي اڌ دلي واري آزاد خيالي. يهودي عابدن (اسينس Essenes) جو هڪڙو هٽ اسڪندريہ ڏانهن وڌايل ۽ ٻيو ٻڌمت واري هندوستان ڏانهن وڌائي اميدن ڀريا خواب ڏسڻ. ان مست درويش جا ملامتن سان ڀريل واعظ جنهن جي حياتي هيروڊين (Herodian) جي دربار جي سياه ڪارين جي نظر ٿي وئي، انهن سڀني ڳالهين حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي دل کي متاثر ڪيو. پر رومي باز يهوديہ (Judaea) جي دل کي پنهنجن چنبن ۾ قابو ڪري رکيو هيو ۽ رومي لشڪر ڪنهن بہ قسم جي انقلاب کي ڪر کڻڻ کان اڳيئي چٿي ڇڏيو. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي دنيا تياڳڻ واري تعليم ۽ الله تعاليٰ جي سڏي سنئين اپاءَ سان قائم ٿيڻ واري آسماني بادشاهت جو ان جيڪو خواب ڏٺو اهي ٻئي ان جي زماني جي پيداوار هيا. اهو هڪڙي وحشي ۽ پٿر دل هٺ ڌرمي قوم منجهہ عالمگير ڀائيچاري ۽ پيار جي پيغامبر جي حيثيت ۾ آيو هيو. هڪڙي مغرور ۽ يگاني قوم منجهہ گذاريندڙ ان مسڪيني ۽ انڪساري کي پنهنجو شيوو بڻايو. پنهنجن قريبي ساٿين(حوارين) سان مهربان ۽ همدرد هوندا هيا. سڀني جي ڀلائي جو خيال ڪندا هيا. ان پنهنجي پٺيان هڪڙو اعليٰ دانشوراڻو ۽ من مارڻ واري جذبي جو تاثر ڇڏيو. طاقتور شاهوڪار ۽ حڪمران طبقن منجهہ تہ ان ڌڪار خوف ۽ اختلاف جا احساس پڙڪائي ڇڏيا هيا، پر غريبن. محرومن. اڻ پڙهيلن ۽ ستايل ماڻهن جي دلين منجهہ عظيم اوستاد ڳوڙهي خدا ترسي. پيار ۽ شڪر گذاري جي جذباتي احساسن کي ڀري ڇڏيو هو. اهو هڪڙي روشن چمڪندڙ صبح جو دل ۾ اها اميد سانڊي تہ پاڻ جنهن ڪم لاءِ واعدو ڪيل مسيحا بڻجي دنيا ۾ آيو هيو ان ۾ ڪيس ڪاميابي ٿيندي، اهو يهودي تعصب جي قلعي ۾ داخل ٿيو پر پندرنهن ڏينهن بہ ڪونہ گذريا تہ اهو پنهنجي وقت جي مفادپرستي آڏو قربان ٿي ويو.

حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي زندگي جي باري ۾ جيڪي افسانوي روايتون مشهور آهن، ڪنهن حد تائين انهن منجهہ گهڻو ڪجهہ واضح ٿيل آهي. اهو غريبن منجهہ پيدا ٿيو هيو ۽ ان جو پيغام بہ غريبن لاءِ هيو. اهو رباني علم جو وڏو ماهر هيو ۽ مختصر عرصي واري نبوت دوران ان جي تبليغ خاص طور تي ٻهراڙي جي مسڪين رهاڪن يعني غربت جي ماريل ڪڙمين ۽ گيليلي جي مهاڻن لاءِ وقف هئي. ان جا پيروڪار (حواري) بہ غريب ۽ اڻ پڙهيل ماڻهو هيا. اهي پنهنجي سادي سودي طبيعت ڪري ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي پراسرار نموني سان غائب ٿيڻ ڪري حيران ٿي ويا، ان جي باوجود انهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام بابت ڪڏهن بہ هڪڙي انسان کان وڌيڪ ٻيو ڪجهہ هجڻ جو خيال ڪونہ ڪيو. ان بابت هڪڙي مجسم خدا يا فرشتو يا مافوق الفطرت هستي هجڻ جو تصور تہ عيسائيت ۾ گهڻو پوءِ سينٽ پال (St. Paul) داخل ڪيو هيو. جنهن پنهنجين اکين سان ان جي سوليءَ تي چڙهڻ جو مشاهدو ڪيو هيو. ڪليسا جو تاريخدان چوي ٿو "مقدس روح جي ظهور" سان لاڳاپيل واعدي جي باوجود، اهو ضروري سمجهيو ويو تہ آسماني پيغام جي حمايت لاءِ ڪوئي اهڙو شخص هجي جيڪو تعليمي قابليتن ۾ مهارت رکندي يهودي عالمن ۽ ڪافر فلاسافرن جو خود انهن جي پنهنجن دليلن جي هٿيارن ذريعي مقابلو ڪري سگهي. انهي مقصد لاءِ خود حضرت عيسيٰ عليہ السلام غيبي آواز جي هدايت تي هڪڙي تيرهين شخص کي پنهنجن حوارين جي حلقي ۾ شامل ڪيو هيو جنهن جو نالو سال (Saul) هيو (جيڪو پوءِ پال Paul ٿي ويو) ۽ جنهن کي عبراني (يهودي) ۽ يوناني علمن ۾ تمام گهڻي مهارت هئي.[1]

مجوسي زرتشتيت جو عقيدو هيو تہ هڪڙو چوٽڪارو ڏيارينڌڙ ملائڪ يا غيبي سروش (Surush) اوير کان ظاهر ٿيندو. ٻڌ جا پوئلڳ، هڪڙي مجسم ديوتا يا اوتار جا قائل هيا جيڪو ڪنواري ماءُ مان پيدا ٿيڻو هيو. اسڪندريہ جي افلاطوني صوفين "ڪلام" (لوگوس Logus) ۽

---

[1] ڏسو موشيم(Mosheim) جو ڪتاب "ايڪليسيسٽيڪل هسٽري"، جلد ٻيو (Ecclesiastical History_Vol.II)، صفحو 63.

نيم خدا(ڊيمرج Demiurge) جو نظريو ايجاد ڪيو. سائرس (اوسيرسOsiris) جي جمڻ، مرڻ ۽ وري زنده ٿيڻ، آئي سس سيريز ( Isis Ceres) جو تصور يعني هڪڙي ڪنواري ماءُ "پنهنجي هنج ۾ تازو ڄاول ٻار سورج ديوتا (هورس Horus)[1] کنيل" جهڙا عجيب نظريا، مصر ۽ شام ۾ پنهنجي ۾ عام هيا. پال جيڪو فريسي هيو ۽ وڏو علم وارو ٻه هيو پنهنجي وقت جي انهن اڌ صوفيائن ۽ اڌ فلسفائن خيالن کان گهڻو متاثر هيو. اهو طبيعت جو جوشيلو ۽ تصور پسند هيو ۽ اسٽراس (Strauss) جي قول مطابق اهو جسماني معذوري ۾ مبتلا هيو اهو حضرت عيسيٰ عليه السلام سان ڪڏهن ٻه روبرو لاڳاتي ڪونه ٿيو هو تڏهن ٻه اهو حضرت عيسيٰ عليه السلام لاءِ هڪڙي الوهي هستي يا هڪڙو مجسم فرشتو هجڻ واريون ڳالهيون منسوب ڪرڻ لاءِ سولائي سان جهڪي ويندو هيو. عيسيٰ عليه السلام جي سولين سادين تعليمات ۾ ان جديد فيثاغورسيت (Neo_Pythagreanism) جي انتهائي پراسرار نظرين کي داخل ڪري ڇڏيو جن ۾ ڏور اوير وارن کان پنهنجو ڪري ورتل تثليث جو گمان ۽ ڳجهن رازن (عقولِ ساويہ) واري ڏاهپ جو نظريو ٻه شامل هيو.

ڏيهي ۽ پرڏيهي، يهودي ۽ غيريهودي ٽولن جي وچ ۾ جيڪو ساڙ هيو ان جو مظاهرو سڀ کان پهريائين حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ٻن حوارين، پطرس (پيٽرPeter) ۽ پال جي هڪٻئي لاءِ مشهور ڏڪار ۾ ظاهر ٿيو.[2] ابوني (Ebionites)، گهڻو ڪري ناصري (Nazareth) نبي جي اصلوڪن شاگردن جي عقيدن جا نمائندا هيا. حضرت عيسيٰ عليه السلام انهن سان بنا ڪنهن تڪلف جي روبرو ڳالهه ٻولهه ڪئي هئي، ۽ انهن ان کي "عقلي ۽ حيواني حياتي جي مڙني عملن ۾" سندن پنهنجي فطرت جهڙو ساڳيو ڏٺو هيو. انهن هن کي ٻارپڻي کان نوجواني ۽ نوجواني

---

[1] ڏسو مسٽر ارنيسٽ ڊي بنسن(Mr.Ernest de Bunsen) جو"محمّدس پليس ان دي چرچ" (Muhammad's Place in the Church) جي عنوان سان ايشياٽڪ ڪوارٽرلي رويو(Asiatic Quarterly Review) جي اپريل 1889ع واري رسالي ۾ ڇپيل مضمون.

[2] ڏسو ملنر(Milner) جو ڪتاب "هسٽري آف دي چرچ آف ڪرسٽ"( History of the Church of Christ) جلد پهريون، صفحو 26۽ 27.

ڪان جواني تائين وڏو ٿيندي ڏٺو هيو. انهن هن کي قد ڪاٺ ۾ وڌندي، ۽ عقل ۽ ڏاهپ ۾ ترقي ڪندي ڏٺو هيو. ان جي باري ۾ هڪڙي انسان هجڻ وارو سندن عقيدو سندن جاڻ ذريعي حاصل ڪيل معلومات تي مبني هيو. اهو اصلي عقيدو بگاڙ جي مختلف مرحلن منجهان گذري تبديل ٿي ويو. مثال طور ڊوسيٽي (Docetes)، مارشوني (Marcionites)، پٽري پاسي (Patripassian)[1] ۽ ٻيا ڪيترائي جن جي آخر ۾ 328ع ۾ منعقد ٿيل نيس (Nice) جي ڪائونسل جي فيصلن تائين هڪڙي مسلسل زنجير آهي. ان زماني ۾ جيڪو عام عقيدو هيو ته ذاتِ باري تعاليٰ جو وقت به وقت ظهور ٿيندو آهي، ان ماڻهن جي سيني طبقن کي متاثر ڪيو خاص طور انهن ماڻهن کي جن حضرت عيسيٰ عليه السلام کي نه ڪڏهن ڏٺو هيو ۽ نه ان جي شخصيت جو مشاهدو ڪيو هيو يا ان جي روزمره جي اٿڻي ويهڻي کي به ڪونه جاچيو هيو انهن بنان ڪنهن چون چران جي ان جي الوهي هستي واري نظرئي کي قبول ڪري ورتو.

جنهن وقت حضرت عيسيٰ عليه اسلام پنهنجي تبليغ شروع ڪئي هئي، ان زماني ۾ روم جي بادشاهي يورپ جي اڌ کان وڌيڪ علائقن تي پکڙيل هئي، ۽ گهٽو ڪري سڄو اتر آفريڪا ۽ اولهه ايشيا جوبه گهڻو علائقو ان ۾ شامل هيا. تاريخ جي هڪڙي اتفاقي حادثي ڪري اهو وڏو علائقو ايندڙ صدين ۾ عيسائيت جو نيپاج گهر ۽ ويڙهاڪو فرقن لاءِ لڙائي جو ميدان ٿي ويو.

فريزين (Phrygian) جي ديوي سبلي (Cyble)[2] کي روم ۾ آڻڻ ڪان پوري هڪڙي صدي اڳ بطلومي سوٽر (Ptalemysoter) جيڪو وڏي

---

[1] ڊوسيٽي (Docetes) عقيدي وارا حضرت عيسيٰ عليه السلام کي خالص خدا مڃيندا هيا. مارشيوني (Marcionites) وارن جو عقيدو هيو "اهو خدا سان مشابهت رکندڙ وجود آهي، بلڪ ان جو پٽ يسوع مسيح آهي جنهن کي جسم سان ملندڙ جلندڙ هڪڙي مخصوص نموني جو لبادو پاتل آهي ته جيئن انساني اکيون ان کي ڏسي سگهن." پٽري پاسين (Patripassians) جو عقيدو هيو ته آسماني پيءِ پنهنجي پٽ سان گڏ سوليءَ تي اذيت برداشت ڪئي. (ڏسو موشيم (Mosheim)، گبن (Gibbon) ۽ نيندر (Neander) جا ڪتاب.)

[2] سيبلي (Cybele) جي پوڄا کي هندوئن جي مشهور ديوي درگا يا ڪالي جي پوڄا سان ويجهڙي مشابهت آهي.

قسمت جو ڏٺي ۽ سڪندراعظم جي جرنيلن مان نهايت گهڻو دورانديش ماڻهو هيو مصر جو حاڪم ٿي ويو هيو. مصرين ۽ يونانين کي هڪڙي مشترڪ مذهب جي بندڻ ۾ متحد ڪري هڪڙي جنس واري قوم ٺاهڻ جي مقصد سان ان کي خيال ٿيو ته هڪڙي اهڙي عبادت جو طريقو ايجاد ڪجي جنهن جي ادائگي ۾ ٻئي قومون هڪٻئي سان گڏ شامل ٿي سگهن. اندازن ٻه هزار سال پوءِ اهڙو ساڳيو خيال هندوستان جي اڪبر بادشاهه جي ذهن ۾ به آيو هيو پر جتي اڪبراعظم ناڪام ويو هيو اتي بطلومي ڪامياب ويو ڇوته سموريون حالتون ان جي حق ۾ هيون. يوناني زيوس (Zeus) ۽ دميتر(Demeter) ۽ اپولو(Appolo) يا ڊايونيسس (Dionysus) جي پوڄا ڪندا هيا. ۽ مصري وري اوسيرس (Osiris)، آئي سس (Isis) ۽ هورس (Horus) جي پوڄا ڪندا هيا. جڏهن ته تثليث جو عقيدو ٻنهي ۾ مشترڪ هيو. مصري مذهب جو دائرو هورس يعني پٽ جي سولي چڙهڻ ۽ وري زنده ٿيڻ واري عقيدي جي چوڌاري ٿي ڦريو. جڏهن ته يوناني مذهب وارا ڊايونيسس جي تڪليف ۾ مرڻ ۽ وري زنده ٿيڻ جي عقيدي وارا هيا. يونان جي شهر ايليوسس (Eleusis) ۾ به پوڄا جا پراسرار طريقا رائج هيا، جن ۾ نون ايندڙن لاءِ داخلا جون مخفي رسمون ادا ڪيون وينديون هيون. مصري پيشوا به آئي سس (Isis) جي پراسرار پوڄا جي اڳواٽي ساڳين مخفي رسمن سان ڪندا هيا. ڪنهن کي به ان جو فڪر ڪونه هيو ته ديوتا ڪهڙي نالي سان پوڄيا ٿا وڃن يا مذهبي رسمون ڪيئن ٿيون ادا ڪيون وڃن. انهن کي پوڄا جي مکيه تصور کي خيال ۾ برقرار رکڻ سان مطلب هيو نالن سان ڪو سروڪار ڪونه هيو. ائين سيراپيوم (Serapeum) جو عظيم فرقو وجود ۾ آيو. سيراپس (Serapis) يونانين منجهه زيوس (Zeus) ديوتا جي جاءِ ۽ مصرين منجهه اوسيرس (Osiris) ديوتا جي جاءِ والاريءَ آئي سس (Isis) اسڪندريائي مسلڪ جي "مادرِ غمخوار" (ميٽر ڊولوروسا Mater Dolorosa) ٿي وئي جنهن دميتر(Demeter) ديوتا کي منظر تان هٽائي ڇڏيو ۽ ڊايونيسس کي هيستائين جيڪا پوڄا واري عقيدت مليل هئي اها هورس هيپوڪراٽيز (Horus Happocrates) کي پيش ڪئي وڃڻ لڳي. بهرحال ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي ته ڪو انهي ديوتا (ڊايونيسس) ايشيا مائنر جي ساحلي رهاڪن منجهه پنهنجو مرتبو وڃايو هجي، انهي ڪري جو ماڻهن ۾ اهو عقيدو رائج هيو ته انساني لڏي منجهه هڪڙو

ديوتا رهندو هيو اهو سختيون برداشت ڪري دنيا مان هليو ويو هيو ۽ وري قبر مان زنده ٿي اٿيو هيو انهي عقيدي پوءِ وارين ايندڙ صدين ۾ عيسائيت جي پکڙجڻ کي آسان بڻايو.

اهو ٻڌايو ويو آهي ته آئي سس (Isis) ديوي جي پوڄا ڪي، جنهن جي شان و شوڪت جي آڏو سندس مڙس جي شخصيت گم ٿي وئي هئي، روم ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي جمڻ کان اٽڪل اسي سال اڳ رائج ڪيو ويو هيو. ان جلدئي ئي پنهي، عام خلق ۽ سڌريل طبقن کي سوگهو ڪري پنهنجي لاءِ جان گهورينديڙ بڻائي ڇڏيو. ان جي ڏج مڇ واري پوڄا جي رسم، ان جا نوڙها ۽ ڏاڙهي مچ ڪوڙيل پروهت، ٻرندڙ ميڻ بتيون کڻي هلندڙ سفيد ڪپڙن وارا نوجوان خدمتگار رسمي جلوس جنهن ۾ اوسيرس هورس (Osiris Horus) جي تڪليفن ۽ موت تي انتهائي شديد ڏک ۽ ان جي وري زنده ٿيڻ تي وڏي خوشي جي جذبن کي اپارڻ لاءِ ڪائي ڪسر ڪونه ٿي ڇڏي وئي، پنهنجين صوفياڻين معنائن سان ڀريل پراسرار عبادتون، سڀ کان وڏي ڳالهه ته اهڙي دنيا جي جاوداني حياتي جي بشارت، جنهن جا پراڻا ديوتا چپ ٿي ويا هيا ۽ جيڪا جڳ جهان جي دائمي مسئلن سان قريبي رابطي لاءِ بي چين هئي، ان حياتي وڏي ڪشش ٿي رکي. اها حيران ڪن ڳالهه ڪونه آهي ته ائي سس ديوي رومي قوم جي دل پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتي.[1]

توڙي جو "مايوسن تي هڪڙي ماءُ جو منڙو پيار نڇاور ڪندڙ" آئي سس ديوي جي پوڄا ماڻهن جي جذبن تي سدائين مسلط رهي پر ان جي پيٺ ۾ خوبصورت سورج ديوتا مترا (Mythra) جي وڏيڪ مڙسي واري عقيدي، جنهن ۾ پراسرار رسمن سان گڏ گناهن جي ڪفاري وارو عقيدو ۽ انسانذات سان ديوتا جي سڌو سنئون تعلق تي به اصرار هيو رومي سپاهين منجهه خصوصي حمايت حاصل ڪئي: اهي لشڪر وارا

---

[1] ڊسو ڊل(Dill) جو ڪتاب "رومن سوسائٽي فرام نيرو ٽو مارڪوس اوريلس" (Roman Society From Nero to Marcus Aurelius) باب پنجون. ۽ ليجي(ليگيLeggi) جو ڪتاب "فور رنرس اينڊ رائولس آف ڪرسچئنٽي" (Fore Runners and Rivals of Christianity) جلد ٻيو صفحو 87.

جتي جتي بہ ويا ۽ جتي بہ ڏاڍو ڪيائون تہ اهي اتي پنهنجي عبادت جا يادگار ڇڏيندا ويا.

عيسائيت جي اها دعوا تہ ان کي سيني مذهبن کان وڌيڪ بلڪ ڪنهن بہ ٻئي مذهب جي شرڪت کان سواءِ ان کي حق آهي تہ اها سموري انساني لڏي کي پنهنجي جهنڊي هيٺ گڏ ڪري ۽ ان جي ضمير تي حڪومت ڪري. انهن مٿيرائپ وارين ۽ نرالين دعوائن جو صحيح ڪاٿو لڳائڻ لاءِ انهن سببن کي ذهن ۾ ويهارڻ ضروري آهي جيڪي قسطنطين (ڪانسٽنٽائن Constantine) جي تخت نشيني کان اڳ ناصري دين جي پکڙجڻ ۾ مددگار ثابت ٿيا. "الله تعاليٰ جي بادشاهي" قائم ڪرڻ لاءِ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو ٻيهر دنيا ۾ اچڻ جي واعدي تہ ان ۾ غريب ماڻهو مٿانهين مان وارا هوندا ۽ ڊِوز (Dives) جي جاءِ تي ليزارس (Lazarus) بهشتي نعمتن جو مزو ماڻيندو ان ڳالهہ مسڪين ماڻهن جي دل منجهہ طوفاني جوش پيدا ڪري ڇڏيو. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي قريبي ساٿين ۽ پيروڪارن جي پرجوش اميدن فطري طور آس پاس ۾ رهندڙ ماڻهن کي بہ متاثر ڪيو. جيئن جيئن عيسوي دين جون تبليغي جماعتون وڌڻ لڳيون، ائين انهن وسيلي اهو پرجوش عقيدو بہ هرهنڌ پهچي ويو. اهڙو مذهب جنهن ناانصافي ۽ بي واجبين جي ترت تلافي ڪرڻ ۽ اڻ برابري جو حالتن موافق تدارڪ ڪرڻ جي واعدي جي پرچار تي ڪئي، ان عام ماڻهن منجهہ هڪي تڪي قبوليت حاصل ڪئي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ٻيهر ظهور سان الله تعاليٰ جي بادشاهي قائم ٿيڻ واري ان عقيدي عام خلق منجهہ گهٽي طاقت ورتي هئي پر جيئن تہ ان واعدي جي ان جي اولين ساٿين جي حياتي اندر ئي پوري ٿيڻ جي يقين ڏهاني ڪرايل هئي، جيئن ئي سال گذرندا ويا اها اميد پوري نہ ٿيڻ ڪري اونداهي ٿيندي پوئتي ڌڪبي وئي، تڏهن بہ جن اميدن ۽ اڳ ڪتين کي ان جنم ڏنو هيو انهن جو زور ايستائين گهٽ ڪونہ ٿيو جيستائين عيسائين کي صليبي لڙاين ۾ آخري شڪست ڪونہ ٿي. هڪ هزار سالن کان پوءِ جن ۾ ڦهرياڻين سخت ڪشالا هيا ۽ پوءِ سوڀ وارو دور آيو عيسائيت جا ويڙهو سپاهي پنهنجي آقا جي ٻيهر ظهور واري پختي عقيدي کي دل ۾ جمايون تہ انهن

جي نبي جو ظهور ويجهڙو هيو هڪڙي ٻئي مذهب جي مڃيندڙن کي تباهه ۽ برباد ڪرڻ لاءِ ميدان ۾ نڪري آيا.

انهي ڪان علاوه ٻيا به اهڙا متاثر ڪندڙ ڪيترائي سبب هيا جن حضرت عيسيٰ عليه السلام جي وفات يا ايبونين (Ebionites) ۽ مسلمانن جي عقيدي مطابق ته غيب جي پردي ۾ لڪي وڃڻ کان پوءِ عيسائيت جي اهڙي صورت ۾ پکڙجڻ ۾ مدد ڪئي جيڪا ان پوءِ اختيار ڪئي.

جيئن اڳي ئي ذڪر ڪيو ويو آهي، يهودين کان سواءِ ايشيا مائنر، شام ۽ يونوچ سمنڊ جي ساحلي علائقن جي سيني قومن منجهه مري وري زنده ٿيل هڪڙي ديوتا ۽ تثليث قدسيه جو تصور عام هيو. اهو مصر جي سراپسي (Serapean) مذهب جو هڪڙو لازمي حصو هيو. تنهن ڪري آئي سس ديوي جي پوڄا جي عام ٿيڻ سان گڏ رومي سلطنت جي هر علائقي ۾ تثليث جو نظريو گهر ڪندو ويو. اهوئي سبب هيو جو حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ڪجهي وڃڻ کان پوءِ واري عيسائيت جي اهڙن عقيدن کي مڃڻ واري رستي ۾ جذباتي احساس يا مذهبي رجحان منجهان ڪا به رڪاوٽ اڳيان ڪونه ٿي آئي.

ساڳي وقت فلاسافرن به غيرشعوري طور ۽ غيرارادي طور، بلڪ ان جي عقيدن جي ڪنهن به ڄاڻ کان سواءِ عيسائيت جي مقصد کي هٿي وٺرائي. انهن خدا جي شخصيت (فطرتِ الاهي) ۽ موت کان پوءِ واري حياتي جي باري ۾ جيڪي قياس آرايون ڪيون انهن جو اثر اهو ٿيو ته آئي سس ديوي ۽ مترا جي پراسرار ڳالهين ۽ پراڻن مذهبن جي رسمن جي ادائگي جي طريقن بابت ڪيترن صاحبِ فڪر ماڻهن جو عقيدو ڪمزور ٿي ويو. ليڪن سڌريل ماڻهن جي دلين تي سورج ديوتا جو ۽ اسڪندريائي ديوتائن جو اثر رسوخ اڃا ايترو مضبوط هيو جو انهن نئين دين(عيسائيت) جي انقلابي تعليمات کي شڪ وارين نظرن سان ڏٺو ٿي، تنهن ڪري اٽڪل ٽن صدين تائين عيسائيت جي اشاعت اڻ پڙهيلن ۽ گهٽ عقل وارن ماڻهن تائين محدود رهي. جيستائين عيسائي چرچ پنهنجن هيسائيندڙن ۽ وڏن مخالفن جا ايماني مسئلا ۽ اڪثر ڪري انهن جا سيئي قاعدا، رسمون، ادائگي جا طريقا، ۽ رواج

پنهنجا ڪري پنهنجي ديني عملن ۽ ڪليسائي نظام سان شامل ڪونہ ڪيا تيستائين اها مُهذب ماڻهن منجهہ ڪوبہ مقام ڏاهي ڪونہ سگهي. پوءِ جڏهن اهي ڳالهيون مذهبي ڏاڍ يا شاهي حڪم جي دٻاءَ هيٺ ڪليسا جي حلقي ۾ داخل ٿيون تہ انهن پاڻ سان اهي سيئي ترڪيبون آنديون جن جديد عيسائيت ۾ ان جي لاتعداد فرقن کي وجود ۾ آندو.[1] بهرحال عيسائيت تي ان جي شروعاتي واڌ واري دور ۾ صدين تائين جاري رهندڙ بيدردي واري ڏاڍ ان جي نظرين ۽ عقيدن جي هڪڙي يقيني وحدت کي برقرار رکيو.

عام خلق منجهہ آئي سس ديوي جي پوڄا مريم پرستي منجهہ تبديل ٿي وئي; ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي امڙ حضرت مريم رضي الله عنها مصري ديوي جي بجاءِ "امن جو نڪاڻو" ۽ "رحم جو چبوترو" يعني ملجا و ماويٰ، ٿي وئي. ان کان پوءِ اها "خدا جي ماءُ"(Madre de dios) طور پوڄي وڃڻ لڳي، جيئن اها لاطيني قبيلن منجهہ اڃان تائين پوڄي وڃي ٿي.

اسڪندريا جي الوهي هستين جي پرستارن ۾ "ترڪِ دنيا" هڪڙو پسنديده مشغلو هيو. فيثاغورث ۽ آرفين (Orphics) جا ميجيندڙ ان تي گهڻو عمل ڪندا هيا. جن اهو گنگا ڊيلٽا جي پروهتن کان حاصل ڪيو هيو. جن منجهہ ان جو عمل عام هيو. عيسائي چرچ ان عمل کي اختيار ڪيو ۽ مرد ۽ عورت جي ٻنهي جنسن لاءِ انهي رواج کي مقدس قرار ڏنو. يوحنا وٽ بپتسمہ[2] (Baptism) واري رسم بلڪل سڌي سادي هئي، پر آئي سس ديوي جي پوڄا واري ڏرمي نظام جي اثر هيٺ اها بپتسمہ (پاڪ ڪرڻ) واري رسم هڪڙي پراسرار ۽ پرتڪلف رسم ٿي وئي. عيسائيت ۾ داخل ڪرڻ لاءِ بپتسمہ واري رسم جي جاءِ تي شرڪت عشاء رباني جو قاعدو رائج ٿي ويو. ۽ آئي سس ديوي جي پراسرار پوڄا وارين رسمن ۾ جيڪو عقيدو هيو تہ شراب مثل خدا جي

---

[1] ڈسو ڊل(Dill) جو ڪتاب "رومن سوسائٽي فرام نيرو ٽو مارڪوس اوريلس" (Roman Society From Nero to Marcus Aurelius)باب پنجون.

[2] وهنجاري پاڪ ڪري عيسائي بنائڻ وارو غسل. سنڌيڪار

رت ۾ تبديل ٿي وڃي ته اهو عقيدو پڻ عيسائي دستور ۾ شامل ٿي ويو. ڏاڙهي مڇ ڪوڙيل ۽ ٽڪڻ تيل حالت ۾ آسماني رنگ وارا ڪپڙا پاتل پادرين، سفيد چوغا پاتل خدمتگارن، مذهبي رسمن جي شان و شوڪت، عيسائي چرچ جي عشاء رباني جي طريقن، روزن ۽ تهوارن جي مُدتن[1] کي تاريخ جي عينڪ سان ڏسجي ته اهي پراڻا مذهب جن کي عيسائيت مٽائي ڇڏيو هيو پنهنجي سموري شان و شوڪت ۽ ڌوم ڌام سان اڪين جي آڏو ڦرڻ لڳن ٿا. عيسائي ڪليسا جي جماعتي عبادت جي دعائن ۾ اسان کي هڪ دفعو ٻيهر اهي خوبصورت ۽ اثر ڪندڙ ڀڄن ڳائجندي ٻڌڻ ۾ اچن ٿا جيڪي سفيد چوغا پاتل هزارين ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ملي ڪري اسڪندريا جي ديوي (يعني مغربي غيراهل ڪتاب دنيا جي "مادرِ غمخوار"Mater dolorosa) جي حضور ۾ ڳائيندا هيا ۽ اسان کي سينٽ پيٽر يا سينٽ پال جي گرجا کان سراپيوم جي مندر تائين خيالي سفر ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ جي ضرورت ڪونه ٿي پوي.

حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي وڃڻ وڃن حوارين ان جي مذهب کي جنهن صورت ۾ پيش ڪيو ان ۾ اهو پرايون پنهنجو ڪيل ۽ ڏارين تجويزن کان علاوه، پنهنجو پاڻ بہ اهڙين امتيازي صفتن سان پريل هيو جيڪي انهن ماڻهن جي عقيدت ڇڪڻ لاءِ منفرد حيثيت واريون هيون جيڪي ماڻهو مذهبي عقيدن ۽ روحاني نظرين جي مونجهارن ۾ انڌن وانگر هڪڙي سڪون واري جاءِ لاءِ هٿوراڙيون هڻي رهيا هيا جتي امير ۽ غريب، بي سمجهه ۽ عالم سيئي ساڳي همسري واري سطح تي ويهي سگهن. پنهنجي اعليٰ پهلوئن ذريعي جيڪڏهن آئي سس ۽ مٿرا جي مذهبي عقيدن جي مقابلي ۾ وڌيڪ پرزور نہ تہ بہ ڪنهن حد تائين يقيني طور وڌيڪ وڏي خاطري سان ان انسانذات جي وڌيڪ سنين جبلتن کي پاڻ ڏانهن ڇڪ محسوس ڪرائي. مرڻ کان پوءِ واري حياتي جي باري ۾ ان جو واعدو رازن ۾ گهٽ ڍڪيل هيو. ان جا مذهبي عقيدا فلاسافرن جي منجهيل خيالن جي مقابلي ۾ وڌيڪ پڪا پختا ۽ مثبت

---

[1] ڏسو ليجي (ليگي Leggi) جو ڪتاب "فور رنرس اينڊ رائولس آف ڪرسچئنٽي" (Fore Runners and Rivals of Christianity).

هيا. ان ڏتڙيلن لاءِ راحت ۽ آٿت آندي ۽ سموري انساني لڏي ۾ برابري ۽ ڀائيچاري جي هڪڙي واعدي جي پرچار ڪئي (البت اهو واعدو اڃا تائين پورو ڪونہ ٿيو آهي) ۽ جن بہ ان جي مذهبي عقيدن کي قبوليو چاهي امير يا غريب انهن کي مستقبل جي ڇوٽڪاري ۾ هڪجهڙي خاطري جوڳو ڀروسو ڏياريو. جڏهن تہ ان جي مبلغن جي مذهبي فڪر اڪثر ڪري نہ رڳو مُلڪي قوت سان سوال اٿاريندڙ ذهنن کي ماٺ ڪرائي ٿي ڇڏيو پر انهن ماڻهن جي هوراکورا کي بہ مطمئن ڪيو جيڪي پراڻن مذهبي عقيدن کان ڦرندي يا فطرت پرستي سان وابستہ لڪل ٻي حيائين کان ڀڄندي ان يقين جي تلاش ۾ هيا تہ دنياوي حياتي بس هڪڙي ڏکهي زندگي جو هڪڙو حصو هيو. مختصر تہ سموري مغربي دنيا هڪڙي آسائتي ڪيفيت ۾ ڪنهن مثبت ۽ سڌي الهامي انڪشاف جي انتظار ۾ هئي؛ ۽ ماضي جي مڙني تعليمن ان جي ذهن کي حق جي دعوت کي لبيڪ چوڻ لاءِ تيار ڪري ڇڏيو هو. گيليلي جي دين انهي موقعي مان فائدو حاصل ڪيو ۽ پنهنجن "مخالفن ۽ پيشروئن" طرفان ڇڏيل مذهبي عقيدن جي وراثت ۽ مذهبي رسم کي پنهنجي لاءِ مخصوص ڪرڻ ۽ اپنائڻ کان پوءِ آهستي آهستي انهن ماڻهن جي عقيدت حاصل ڪئي جيڪي روم طرفان تابع ڪيا ويا هيا. آيا حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي سولين سادين تعليمات کي وڌيڪ جلد قابل قبول بنائڻ لاءِ ائين روپ ڏيڻ ترقي هئي يا پستي، اهو هڪڙو اهڙو سوال آهي جنهن جو هن وقت جواب ڪونہ ٿا ڏيون. پر مسلمان حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي پيروڪارن تي جيڪو الزام ٿا هڻن تہ انهن عيسوي دين کي بگاڙي ڇڏيو اهو الزام بہ مڪمل طور تي بي بنياد ڪونہ آهي.

حضرت عيسيٰ عليہ سلام جي تبليغ جي بي وقت خاتمي ۽ ان جي تعليمات ۾ ڪنهن ترڪيبي نظام نہ هجڻ ڪري، هڪ پاسي تصوراتي خيالن کي آزاد حدون، شايد عقيدي ۽ عمل جو وڌيڪ آزاد ماحول مليو[1] جيئن اوائلي عيسائين جي زندگي مان ظاهر آهي تہ ٻئي پاسي ڇتاڀيتي ڪندڙ ڌڙن کي نہ صرف نظم وضبط جي مسئلن، عبادت

[1] ڊسو موشيم (Moshiem) جو ڪتاب صفحو 121.

جي ۽ مذهبي عقيدن بابت پر خود سندن پيغمبر جي فطرت جي باري ۾ تڪرار ڪرڻ لاءِ پڻ ڪليل ميدان مهيا ڪيو. جيروسليم (يروشليم ـ بيت المقدس) مان يهودين ۽ عيسائين جي نيڪالي جتي حضرت عيسيٰ عليہ اسلام جي باري ۾ هڪڙي انسان هجڻ لاءِ تمام گهٽيون روايتون هيون. ان جي پيروڪارن جو غير يهودي ماڻهن سان باهمي ملاپ جيڪي انهن کي چئني پاسن کان گهيريون پيا هيا ۽ جن منجهہ ڪائنات جي نظم و نسق جي باري ۾ تورو ڪي گهڻو نوفيثاغورسي يا افلاطوني خيال رائج هيا. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي شخصيت جو ابهامي تصور جيڪو ان جي پيروڪارن ۾ موجود هيو انهن سيني ڳالهين جلدئي مذهبي عقيدن ۽ فرقن جي هڪڙي لامحدود نمونن کي جنم ڏنو. وقت بہ وقت حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو هڪڙو اهڙو خيالي بت تراشيو ويو جنهن جا نقش نگار انسانن سان ڪابہ مشابهت ڪونہ رکندا هيا. ان جي اصل درد ڀري حياتي جو داستان "طلسماتي ڪهاڻي" ۾ تبديل تي ويو ۽ ان جي حياتي بابت ڏند ڪٿائن جو اهڙو تاڃي پيٽو اٿيو ويو جو هاڻي اسان لاءِ اهو ڄاڻڻ ممڪن ڪونہ آهي "اهو اصل ۾ ڇا هيو ۽ ڇا ڪيائين".

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ظهور کان اڳ وارين صدين ۾ عيسائيت جيڪي عجيب و غريب روپ ڌاريا، اهي دلچسپ بہ آهن تہ سبق آموز بہ آهن.

غناسطي مذهبي عقيدا جيڪي يهودي النسل عيسائين جي خيالن سان مڪمل طور تي تڪراءُ ۾ آهن، ائين سمجهيو وڃي ٿو تہ اهي پهرين عيسوي صدي جي آخر ڏاري رائج ڪيا ويا. گهٽو ڪري ان زماني ۾ جڏهن هيڊرين (Hadrian) نالي قيصر يروشليم کي فتح ڪري برباد ڪيو. سيرنٿس (Cerinthus) جيڪو انهي صدي ۾ غناسطي اوستادن مان وڏي نالي وارو هيو. پنهنجن پيروڪارن منجهہ پيءُ ۽ پُٽ جي پٽي پوڄا کي رائج ڪيو جنهن کي يعني پيءِ ۽ پٽ کي اهو يسوع يعني دنيا کي پيدا ڪرڻ واري کان بلڪل جدا هستيون سمجهندو هيو.

سينٽ پال واري تنگ نظر عيسائيت ۽ پنهنجن مذهبي عقيدن کي اسڪندريائي مڪتب فڪر جي فلاسافي سان ڀيهر هم آهنگي

ڪرڻ لاءِ ان جيڪي اجايون ڪوششون ڪيون. انهن ان ئي زماني ۾ ايمونيس ساڪاس (Amnonius Saccas) جي نوافلاطوني چوندڙ نظرئي کي جنم ڏنو جنهن کي ايندڙ وقت ۾ اوريجن(Origen) ۽ ٻين وڏي حيثيت وارن عيسائين اختيار ڪيو. ان هرفن مولا ليکڪ، جنهن جو اثر گهٽ ڪري اوائلي صدين جي سيني عيسائي مفڪرن جي لکڻين ۾ ڏسڻ ۾ ايندو ان زماني ۾ موجود مڙني فرقن ۽ عقيدن منجهه هڪڙي عام موافقت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪجهه معاملن ۾ ايمونيس (Ammonius) مانو (ماني Mani) جو پيشرو هيو ۽ بنا شڪ شبهي جي پنهنجن مڙني همعصرن جي سطح کان گهٽ مٿي هيو. اهو هڪڙي درسگاهہ قائم ڪرڻ ۾ تہ ڪامياب ويو پر ان جي تعليمات ڪنهن خاص جماعت جي اخلاقي اقدارن يا عقيدن جي تشڪيل ڪونہ ڪئي.

ٻي عيسوي صدي جي شروعات بدنظمي ۽ تڪرارن سان ٿي. عيسائي ڪليسا ۾ بدعت ۽ فرقابندي جي بازار گرم هئي. غناسطيت وڏي طاقت ۾ هئي ۽ عيسائيت تي ان اڻ مٽ نقش ڇڏيا. ان صدي ۾ جيڪي فرقا مشهور ٿيا انهن مان ڪجهه مطمئن ڪندڙ ڏيان جا حقدار آهن. چوتہ اهي نہ صرف انهن بڇڙاين کي ظاهر ڪن ٿا جيڪي ڪليسا جي تعليمات ۾ پيدا ٿيون پر انهي اثر کي پڻ ظاهر ڪن ٿا جيڪي عيسائيت مٿان زرتشتي، نوفيثاغوروسيت ۽ ڪلدانين جي قديم صابيت وڌو.

مارشيوني (Marcionites) جيڪي شايد اوائلي غناسطي هيا، ٻن اصولن جي وجود جا قائل هيا، هڪڙو مڪمل طور تي سٺو (خيرِڪل) ۽ ٻيو مڪمل طور تي خراب (شرِڪل). انهن ٻنهي جي وچ ۾ نيم خدا (ڊيمرج Demiurge) هيو يعني وچڙو خدا، نہ مڪمل طور تي سٺو ۽ نہ مڪمل طور تي خراب. پر خير ۽ شر جي گڏيل خاصيت وارو (يا مرڪب). جيڪو انعام (جزائون) ۽ سزائون ڏيندو هيو. مارشيوني مذهبي عقيدن مطابق اهو نيم خدا هن ادنيٰ دنيا جو خالق هيو ۽ خرابي(شر) جي اصول سان دائمي تڪرار ۾ رڌل هيو(هتي زرتشتي خيالن جو اثر غور طلب آهي!) اصولِ مطلق انهي جهڳڙي کي ختم ڪرڻ ۽ انساني روحن کي، جن جو ماڳ جنتي ۽ قدسي الاصل آهي، مخالف اصولن جي غلامي مان آزاد ڪرائڻ جي لاءِ يهودين ڏانهن "پاڻ جهڙو

هڪڙو وجود. مطلب. پنهنجو پٽ يسوع مسيح" موڪليائين. جنهن انساني (جسماني) شبيهه جو هڪڙو لباس پائي رکيو هيو ته جيئن انساني اکين سان ڏسي سگهجي. انهي آسماني پيغمبر جي ذميواري اها هئي ته اهو بنهي، برائي (شر) جي اصول ۽ هن دنيا جي خالق جي سلطنت کي ختم ڪري ۽ پٺڪندڙ روحن کي حق جي رستي تي واپس وٺي اچي. "انهيءَ ڪري برائي (شر) جي اصول ان تي ناقابل بيان تشدد ۽ غضب سان حملو ڪيو" ۽ نيم خدا (ڊيمرج Demiurge) ان حملي ۾ اصولِ شر جو ساٿ ڏنو پر اهو حملو ناڪام ويو ڇوته صرف ظاهري ڏيکاري ڏيندڙ جسم هجڻ ڪري آسماني پيغمبر ڏک ۽ تڪليفون سهڻ کان محفوظ هيو.

ويلنتيني (Valentinians) جن جو اثررسوخ وڏيڪ جٽادار ثابت ٿيو اها تعليم ڏيندا هيا ته قادر مطلق پنهنجي پٽ، حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي اجازت ڏني ته سچ مچ واري جسم سان نہ پر جنتي ۽ هوائي جسم سان ويڙهجي مٿانهين طبقي کان هيٺ زمين تي لهي اچي ۽ انسانذات کي مڙني براين کان، جن ۾ اهي ڦاسي ويا هيا، پاڪ ڪري. ويلنتيني حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي باري تعاليٰ جي ذات جو هڪڙو جوهر سمجهندا هيا جيڪو ڌرتي تي اونداهي جي بادشاهہ جي حڪومت کي تباهہ ڪرڻ لاءِ آيو هيو.

اوفي (Ophis) جيڪي مصر جا رهاڪو هيا، بين مصري غناسطين وانگر ابديت، مادي جي قدامت يعني سدائين قائم رهڻ واري حالت، خدا جي منشا جي خلاف دنيا جي تخليق، نيم خدا جي مطلق العنانيت جا قائل هيا، ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي باري ۾ انهن جو اهو عقيدو هيو ته خداوند يسوع ۽ مسيح نالي هڪڙو بشر هڪ ٿي ويا آهن ته جيئن غاصب جي باطل حڪومت کي تباهہ ڪن. انهن جو اهو بہ عقيدو هيو ته جنهن نانگ حضرت آدم عليہ السلام ۽ بيبي حوا رضي الله تعاليٰ عنها کي برغلايو ۽ جنهن جي ڪري اهي بهشت مان ڪڍيا ويا هيا اهو يا ته پاڻ مسيح هيو يا نانگ جي روپ ۾ صوفيا (Sophic).

جڏهن ڪلداني فلسفي جي اثر رسوخ ذريعي غناسطي مذهبي عقيدا عملي وجود ۾ اچي رهيا هيا. تہ ٻئي پاسي يوناني انهن ڪوشش ۾ مصروف هيا تہ "پيءُ. پُٽ. ۽ مقدس روح(روحِ القدس) ۽ ٻن فطرتن جو

مسيح جي صورت ۾ گڏ هجڻ“ جي باري ۾ پال واري مذهبي عقيدي ۽ دنيا جي نظام بابت پنهنجن فلسفاڻن خيالن جي وچ ۾ هڪڙي هم آهنگي پيدا ڪن. پريخسس (Praxeus) عيسائيت جي انهن دليلن سان تبليغ ڪندڙ (سوفسطائي) مبلغن مان پهريون هيو ۽ ان ڳالهه جي شروعات/انهي دعوا سان ڪئي تہ ”پيءُ، پُٽ، ۽ مقدس روح“ جي وچ ۾ ڪوبہ حقيقي فرق ڪونہ آهي ۽ اها دعوا ڪيائين تہ آسماني پيءِ پنهنجي پُٽ مسيح سان ايترو تہ ذاتي طور گڏيل هيو جو اهو (خدا) پٽ جي مصيبت ۾ قاتل زندگي جي جسماني ڏک ۽ تڪليف، ۽ هڪڙي شرم جهڙي موت جي پيڙائن جي اذيت ۾ ان سان شريڪ هيو!

موشيم (Mosheim) چوي ٿو ”اهي فرقا فلسفي جي پيداوار هيا. عيسائي ڪليسا تي فرجيا (Phyrgia) جي رهواسي مونتاس (Montas) جي صورت ۾ هڪڙي ٻي مصيبت اچڻ واري هئي.“ انهي ماڻهوءَ جنهن سموري چاڻ ۽ علم تي غرور تي ڪيو پنهنجي لاءِ دعوا ڪئي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جنهن شفا ڏيندڙ (فارقليط) جي بشارت ڏني هئي، اهو هي پاڻ آهي. اهو جلدئي پيروڪارن جي هڪڙي وڏي جماعت کي پاڻ سان ملائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو جنهن منجهان گهڻو مشهور پريسيلا (Priscilla) ۽ مئخسيملا (Maximilla) هيون. اهي پاڻ کي نبياڻيون (عورت نبي) چونديون هيون پر ”پنهنجي پاڪدامني جي مقابلي ۾ پنهنجي شاهوڪاري لاءِ وڏيڪ نراليون عورتون هيون.“ انهن اترايشيا کي ڪوس گهر ۾ تبديل ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي ٻي حس تشدد ذريعي انساني نسل تي ڀيانڪ اذيتن جا نقش ڇڏيائون.

جنهن زماني ۾ مارشيوني، ويلننتيني، مونتانسي ۽ ٻيا غناسطي فرقا رومي سلطنت جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پنهنجن عقيدن جي تبليغ ۾ مصروف هيا، ان زماني ۾ فارس (ايران) جي سرزمين تي هڪڙو اهڙو ماڻهو پيدا ٿيو جنهن جي شخصيت ٻن ڪندن جي فلاسافي تي اڻمٽ نقش ڇڏي وئي آهي. مانو”ماني Mani“ هر پهلو کان پنهنجي زماني جي ڏاهپ جو ڪامل ترين نمائندو هيو. اهو مانائتي حيثيت وارو ماڻهو هڪڙو ماهر فلڪيات، ماهر طبعيات، هڪڙو موسيقار ۽ وڏي پائي جو

هڪڙو نقاش هيو. ان جي هنري نمائش گهر(ارزنگِ ماني) جي متعلق ڳالهيون زماني جون مثالي چوٽيون (اصطلاح) تي ويون آهن.

اهو(مانو) غناسطي اوستادن جي تعليمات ۽ يهودين جي باطني علم(قبالا Cabbala) کان پوري طرح واقف هيو مشرقي تَصَوُف ۽ قديم فلسفو ان جي رڳ رڳ ۾ سمايل هيا. پئدائشي يعني نسلي طور مجوسي هيو پر تعليم ذريعي عيسائي ٿي ويو هو. مانو جي چئني پاسن کان جيڪو اختلاف ۽ نفرت جو هنگامو برپا هيو اهو انهن حالتن جي خلاف بغاوت ڪري اٿي پيو ۽ پاڻ کي عقيدن جي ڏڦيڙن منجهان ڪڍي هڪڙي اهڙي مذهب کي ايجاد ڪرڻ جي مهم ۾ مصروف ٿي ويو جيڪو مڙني گهرجن ۽ سيني دلين جي آرزوئن کي مطمئن ڪري سگهي. ظاهري اقرار ڪرڻ سان مانو موجود مذهبن کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ سندرو ٻڌي ڇڏيو. اهو اهڙي انداز ۾ طنز ڪندو هيو جو نون سيکڙاٽن جي ايمان جي مڙني بنيادن کي لوڏي ڇڏيندو هيو ـ ايندڙ وقت ۾ ان جي هم خيال اسماعيلين بہ انهي طريقي کي اختيار ڪيو[1] ـ باطنين وانگر سيني مذهبي عقيدن ۾ هڪڙي ڳجهي بصيرت جي ڄاڻ جي ان جيڪا دعوا ڪئي، ان ڳالهہ سيني فرقن ۽ مذهبن جي ماڻهن کي ان جي خلاف هٿياربند ڪري ڇڏيو. نتيجو اهو نڪتو تہ اهو ۽ ان جا پيروڪار جتي بہ ويندا هيا تہ انهن کي اهڙي وحشي پڻي سان ستايو ويندو هيو جنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي.

مانو جو مذهبي عقيدو عيسائين جي عقيدن، ۽ پارسين (ايرانين) ۽ ڪلدانين جي قديم فلسفي جو هڪڙو عجيب و غريب مرڪب هيو. ان جو عقيدو هيو تہ مادو ۽ نفس هڪٻئي سان دائمي تڪرار ۾ رڌل آهن. انهي تنازعي دوران مادي ٻن جبلتن سان نوازيل انسان، هڪڙي قدسي (روحاني) ۽ ٻي مادي، کي پيدا ڪيو. پهرين جبلت آسماني نور يا روح جو هڪڙو جزو آهي جنهن کي جنت مان ڪڍيو ويو هيو. جدوجهد ڪندڙ قدسي روح کي ان قيد مان ڇڏائڻ جي مقصد سان جنهن ۾ اهو سوگهو ٿيل هو، قادر مطلق (خداءِ برتر) شمسي ولايت مان

[1] اسماعيلي فرقي وارن بابتَ پڙهو هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي جو ڏهون باب.

خود پنهنجي جوهر مان پيدا ٿيل هڪڙي وجود کي موڪليو جنهن کي مسيح سڏيو ٿي ويو. اهو مسيح ائين هڪڙي انساني جسم جو فرضي لباس پائي يهودين منجهه ظاهر ٿيو ۽ پنهنجين مذهبي ذميوارين دوران فاني انسانن کي اهو سيکاريائين تہ عاقل روح کي گناهگار جسم کان ڪئين آزاد ڪرائجي ۽ مادي جي شر واري عمل کي ڪيئن قابو ڪجي. اونداهي جي بادشاهہ يهودين کي هشي ڏني تہ اهي مسيح کي ختم ڪري ڇڏين تنهن ڪري ان کي سوليءَ تي چاڙهيو ويو جيڪو حقيقت نہ پر نظر جو ڌوڪو هيو. ڇوتہ بجاءِ ائين هجڻ جي، اصل ۾ مسيح پنهنجو تبليغي مقصد پورو ڪري پنهنجي شمسي ولايت جي گادي ڏانهن موٽي وڃي تخت تي وينو.

تنهن ڪري مانوي عقيدي وارو مسيح ڪائي پيڙ يا ايذاءُ محسوس ڪري يا مري نٿي سگهيو. اهو مجسم (انساني روپ ڌاريل) خدا يا اوتار بہ ڪونہ هيو پر هڪڙي خيالي مشابهت رکندڙ هيو يعني هرهنڌ وسندڙ نور جو عنصر جيڪو فطرت جي قيد ۾ هيو پر مادي جون ڪي مستقل صورتون اختيار ڪرڻ کان سواءِ مادي مان جان ڇڏائڻ لاءِ جاکوڙ ڪندو هيو. بهرحال، اهي مذهبي عقيدا ڪيترا بہ ڪفر تي ٻڌل ۽ ڇونہ عقل جي خلاف ڏسجڻ ۾ ايندا هجن، پر مسلمانن کي قرباني جي ڪاڏي وارو مذهبي عقيدو يعني عشاء رباني وارو مسئلو تہ مقدس تقريبات ۾ پيش ڪيل شيون خدا جي اصل گوشت ۽ رت ۾ تبديل ٿي وڃن ٿيون، مسلمانن کي وڌيڪ ڪفر وارو ۽ عقل جي خلاف عقيدو لڳي ٿو.

مانو پنهنجن مريدن کي ٻن طبقن ۾ ورهايو هڪڙو "چونڊيل طبقو" يعني وڏي رتبي وارا ۽ ٻيو "ٻڌندڙ" يعني صرف واعظ ٻڌندڙ. "چونڊيل" طبقي وارن کي مڙني نشي وارين شين جي استعمال ۽ جانورن مان حاصل ٿيندڙ خوراڪ کان سخت پرهيز ڪرڻي هوندي هئي، انهن کي شادي نہ ڪرڻ ۽ خواهشن جي مڙني خوشين کان بہ مڪمل پاسو ڪرڻو هوندو هيو. "ٻڌندڙ" طبقي وارن لاءِ جيڪو ضابطو مقرر ڪيل هيو اهو هڪڙي وچٿري قسم يعني گهٽ سختي وارو هيو. انهن کي گهر گهاٽ ٺاهڻ، زمينون ۽ ملڪيت رکڻ، گوشت کائڻ ۽ ازدواجي رشتي جي ٻنڌڻ ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت هئي، پر انهن کي اها آزادي بہ

ڪيترين ئي پابندين سان ۽ امن پسنديءَ پرهيزگاريءَ جي نهايت سخت حالتن هيٺ رهڻ جي تاڪيد سان ڏني ويندي هئي.

مانو بهرام گور هٿان قتل ٿي ويو پر ان جا عقيدا عيسائيت ۾ داخل ٿي ويا. چوٿين بعد وارن زمانن ۾ جن تڪرارن ڪليسا ۾ ڏار وجهي ڇڏيا انهن ۾ انهن عقيدن جا اثر واضح ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

ٽين عيسوي صدي جي وچ ڌاري سابلين (Sabillian) فرقو ظاهر ٿيو جنهن عيسوي دين ۾ هڪڙي نئين پيش قدمي جي نشاندهي ڪئي. انهن حضرت عيسيٰ عليه السلام کي صرف هڪڙو انسان ٿي سمجهيو پر ان ڳالهه ۾ ايمان ٿي رکيو ته عظيم آسماني پيءُ مان هڪڙي حقيقي سگهه نڪري پاڻ کي هڪڙي يسوع نالي انسان ۾ داخل ڪري ڇڏيو هيو ائين ان کي خدا جو پٽ ٿي ٺاهيائون. اهو عجيب و غريب مذهبي عقيدو جنهن کي گبن (Gibbon) عيسوي عقيدي جي وحديت ۾ ايمان رکڻ ڏانهن هڪڙي اڳيرائي ٿو سمجهي، اهو عيسائي ڪليسا ۾ سخت بدنظمين جو سبب ٿيو ۽ ان جي ردعمل ۾ انهن بدنظمين اوريجن (Origen) کي چوٿين عيسوي صدي جي اوائلي حصي ۾ خدائيت ۾ ٽن مختلف هستين جي هجڻ واري عقيدي (يعني ٽن خدائن وارو عقيدو) کي رائج ڪرڻ جو رستو ڏيکاريو. اهو ٽن خدائن وارو عقيدو قديم بي دينن(غير اهل ڪتاب) ماڻهن جي پراڻن عقيدن جي نئين ترميم هئي جنهن کي انهن ماڻهن جي مزاج مطابق بڻايو ويو هيو جن ماڻهن يسوع مسيح عليه السلام جي دين کي قبوليو هيو. شرڪ يعني گهڻن خدائن کي مڃڻ انهن جي فطرت ۾ شامل ٿيل هيو تنهن ڪري ٽن خدائن جي پوڄا وارو عقيدو حضرت عيسيٰ عليه السلام جي تعليمات ۽ اڻ ڳڻين خدائن جي قديم پوڄا جي وچ ۾ هڪڙي مصلحت وارو ٺاهه هيو. هوريان هوريان ٽن خدائن جي پوڄا وارو عقيدو تثليث جي مذهبي عقيدي منجهه ضم ٿي ويو پر ان کان اڳ ان عيسائيت جي نهايت وڏي فلسفاڻي مزاج واري هڪڙي فرقي کي جنم ڏنو.[1]

[1] ڏسو موشيم(Moshiem) جو ڪتاب صفحو 411.

ايريوسيت (Arianism) جو خروج خاص ڪري ڪليسا جي نامعقول تعليمات خلاف انساني عقل جي نفرت جو نتيجو هيو. ايريوس (Arius) اسڪندريا ۾ جيڪو ان زماني ۾ عيسائي دنيا جو وڏو تعصب سٽيل شهر هيو. خود پنهنجي بشپ جي خيالن جي مخالفت ۾ پرچار ڪرڻ جي وڏي همت ڪئي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام الله تعاليٰ جي اصل جوهر مان ڪونہ هيو. ايريوسيت جلدئي مصر ۽ اتر آفريڪا ۾ پکڙجي وئي ۽ وڏين ظالماڻين مخالفتن جي باوجود انهن علائقن ۾ ۽ ان سان گڏوگڏ اسپين ۾ پڻ پنهنجو اثر رسوخ قائم رکيائين. جيستائين، آخرڪار ان جا پيروڪار اسلام جي دائري ۾ داخل ٿي ويا.[1]

ايريوش جي فرقي بندي ڪري پيدا ٿيل فسادن جي تدارڪ لاءِ 325 عيسوي ۾ شهنشاه قسطنطين (Constantie) مجبور ٿي بٿينيا (Bithynia) ۾ نيس (Nice) جي ڪائونسل جي گڏجاڻي ڪونائي. انهي عام گڏجاڻي ۾ ٻنهي طرفن کان ڪيترن جهڳڙالو بحثن کان پوءِ، ايريوس جي مذهبي عقيدي کي رد ڪيو ويو ۽ "حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي آسماني پي(خدا) سان هم ذات ۽ ان جو اصل جوهر قرار ڏنو ويو."[2] ان کان اڳ ۾ عيسائي ڪليسا جي ڪهڙي بہ حالت رهي هجي پر ان فيصلي کان پوءِ ان جي تواريخ فساد ۽ تشدد جي هاڃيڪار تڪرار ۽ مناظري جي خوفناڪ ۽ ظاماڻہ اهنجن، سخت نفرت ۽ ماڻهن جي ذهنن منجهان انصاف ۽ سوچ جي سگهہ کي ختم ڪرڻ جي دائمي ڪوشش جي پڪي ۽ افسوسناڪ شاهدي پيش ڪري ٿي. ڪليسا ۾ ڪم

---

[1] سورهين عيسوي صدي جي آخر ڏاري سي اينا(Sienna) جي سوسينس (Socinus) اٽلي ۾ ايريوس(Arius) جي عقيدن جي تجديد ۽ توسيع ڪئي. اڄوڪي زماني جا عيسائي موحد سڌوسنئون سوسينس جا روحاني جانشين آهن، جنهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي باري ۾ الوهيت واري عقيدي کان انڪار ڪيو هيو. اهي فطري طور گناهگار هجڻ (انسان خطا جو پتلو) جا قائل هيا ۽ ڪفاري (حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي سولي چڙهڻ ڪري ٻين جا گناه معاف ٿيڻ جي عقيدي کان بہ انڪار ڪندڙ هيا. انهن وٽ صرف اڪيلو الله تعاليٰ ئي عبادت جي لائق هيو.

[2] ڏسو گبن(Gibbon) جي ڪتاب جو جلد چوٿون، صفحو 307.

ڪندڙ پادرين جي ڪڌن ڪرتوتن خطرناڪ رخ اختيار ڪري ورتا. ۽ انهن جي عيش عشرت، غرور، تڪبر ۽ شهوت پرستي هر طرف ڪان شڪايت جو موضوع ٿي وئي. اوائلي زمانن واري نفس ڪشي (تارڪِ دنيا) واري زندگي جي جاءِ رهبانيت والاري ۽ راهبن جي شهوت پرستي وارا ڪرتوت هر زبان تي عام ٿي ويا. اهي چرچ جا چڙواڳ سپاهي هيا - سدائين سرڪشي ۽ هنگامي کي هشي ڏيندڙ - انهن جي سرڪشي ۽ هنگامن جي نتيجي ۾ قسطنطنيه (هاڻي استنبول)، اسڪندريا ۽ روم جي گهٽين ۾ اڪثر ڪري رت جون نديون وهنديون رهنديون هيون.

هائي پيشيا (Hypatiea) جي قاتل سِرل (Cyril) سان نسطورين (Nestorians) جو تڪرار عيسائين جي تواريخ جو هڪڙو مشهور باب آهي. چرچ ۾ جيڪي مختلف جماعتون پيدا ٿي ويون هيون انهن کي ڪنهن حد تائين راضي ڪرڻ جي مقصد سان ايفيسس (Ephesus) جي ۾ ڪائونسل جو اجلاس منعقد ڪيو ويو. پر گبن (Gibbon) ٻڌائي ٿو "اسڪندريا جي وڏي پادري جي خودسري بحث مباحثي جي حق جي آزادي کي هڪ دفعو وري ڪچلي ڇڏيو. حضرت يسوع مسيح عليہ السلام جي مذهبي تعليمات جي ابتڙ ٻن خاصيتن واري نظرئي کي باقائده طور رد ڪيو ويو. اهي جيڪي حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي الڳ ٿا سمجهن انهن کي تلوار سان ٽڪرا ڪرڻ کپي. انهن کي ٽڪرن ۾ وڍڻ کپي. انهن کي زندهہ ساڙڻ گهرجي. عيسائي ڪليسا جون اهڙيون همدرد تمنائون هيون."

ڪالسيڊون (Chalcedon) جي ڪائونسل جي گڏجاڻي واري موقعي تي جيڪا روم جي بشپ جي مطالبي تي منعقد ڪئي وئي هئي، حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي باري ۾ اهو عقيدو تسليم ڪيو ويو تہ اهو خدا جي اوتار واري حيثيت ۾ هڪڙو شخص هيو پر ان ۾ ٻہ خاصيتون گڏ ٿيل هيون.

مونوفيزن (Monophysites) ۽ نسطورين (Nestorians) حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي باري ۾ مجسم خدا هجڻ واري عقيدي سان اختلاف ڪندي ڪالسيڊون جي فتوا خلاف موقف اختيار ڪيو پر اهي ڪٽر مذهبي ماڻهن طرفان، جيڪي پنهنجي اوستاد جي فطرت

جي مام کي سمجهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا هيا. ٿيندڙ سخت مارا ماري آڏو هار ڪائي ويا. يروشليم(جيروسليم) تي راهبن جي هڪڙي لشڪر قبضو ڪري ڇڏيو. هڪڙي واحدالفطرت اوتار جي نالي ۾ انهن ڦرمار ڪئي ۽ قتل ڪيا: ائين حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي خيالي مزار رت سان ڀرجي وئي. اسڪندريائي عيسائي جيڪي هڪڙي عورت کي تہ اڳيئي قتل ڪري چڪا هيا هاڻي انهن پنهنجي بطريق (مذهبي اڳواڻ ـ پادرين جو سردار) کي بہ پاڪ ٽيڻ واري غسل خاني (بپتسمہ گاهہ) ۾ قتل ڪري ڇڏيو ان جي چچريل لاش کي باهہ جي شعلن حوالي ڪيائون ۽ ان جي خاڪ کي هوا ۾ اڇلائي ڇڏيائون.

ڇهين صدي جي وچ ڌاري مونوفيزن جي قسمت جو ستارو انهن جي هڪڙي رهنما، يعقوب (جيڪب Jacob) نالي اديسہ (Edessa) جي بشپ جي اڳواڻي ۾ وري چمڪڻ لڳو. ان ۽ ان جي جانشينن جي هٿ هيٺ انهن مشرقي سلطنت ۾ چڱي خاصي بالادستي حاصل ڪئي، پر انهن نيسطورين تي بي پناهہ ظلم ڪيا ۽ ڪلدانين سان جهيڙن ڪري انهن عيسائي ڪليسا کي خون خرابي ۽ گهرو لڙائي واري حالت ۾ غرق ڪري ڇڏيو. مونوفيزن جا اهي مذهبي عقيدا جن جي انهن تعليم تي ڏني تہ "حضرت عيسيٰ عليہ السلام جون قدسي ۽ بشري فطرتون اهڙي نموني جون هيون جو اهي هڪڙي واحد فطرت ۾ گڏ ٿي ويون، پر اهڙي طرح جو انهن ٻنهي فطرتن ۾ نہ ڪائي تبديلي آئي ۽ نہ ڪو مونجهارو پيدا ٿيو ۽ نہ وري پاڻ ۾ رل مل ٿيون." هڪڙي غيرعيسائي کي اهي نظريا ڪالسيدون جي ڪائونسل طرفان مقرر ڪيل عقيدن کان ڪنهن بہ صورت ۾ مختلف ڪونہ ٿا لڳن. تڏهن بہ اهو بنا فرق وارو امتياز انساني لڏي جي وڏي انگ لاءِ مصيبت جو سبب ٿيو. آخرڪار 630ع ۾ هيراڪِليَس (Heraclius) هڪڙي نئين فرقي کي، يعني مونوٿيلين (Monothelites) جو فرقو ايجاد ڪري انهن بدنظمين کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ان فرقي جا مذهبي عقيدا گهٽ انوکا ۽ عقل خلاف هيا. مونوفيزن جو عقيدو هيو تہ "حضرت عيسيٰ عليہ السلام ٻئي، حقيقي خدا، ۽ حقيقي انسان بہ هيو ۽ ان ۾ اهي ٻئي مختلف فطرتون مستقل طور اهڙي نموني سان گڏ ٿيون جو نہ ڪاٿي ملاوٽ ظاهر ٿي ۽ نہ ڪو

مونجهارو پر پنهنجي يڪجائي ۾ اهي هڪڙي واحد شخصيت ٿي ويون.“ بهرحال عيسائي ڪليسا ۾ امن قائم ڪرڻ جي بجاءِ ان فرقي فساد جي خرابي کي اڃان بہ گهٽي هٿي وٺرائي; جنهن جي نتيجي ۾ اولهہ ايشيا، اتر آفريڪا ۽ يورپ جا ڪجهہ علائقا لڳاتار حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي نالي ۾ قتلام، هنگامن ۽ هر قسم جي اڻ کٽ پرتشدد ڪاروائين جو نمونو ٿي ويا.

اسلام جي اشاعت کان اڳ جيڪي صديون گذريون انهن ۾ عيسائي دنيا جي حالت اها هئي.

شهنشاهہ قسطنطين طرفان عيسائيت قبول ڪرڻ سان روم جي بادشاهي ۾ عيسائيت بالادست طاقت ٿي وئي. ڪفر (غير اهل ڪتاب) جي قسمت پڇاڙي تي اچي وئي هئي. توڙي جو رومي بادشاهن مان هڪڙي نهايت وڏي گهڻ گهري ۽ جليل القدر بادشاهہ (قيصر) جي دور ۾ ڪجهہ وقت لاءِ ان کي جيئدان مليو پر بي ديني (ڪفر) جو خاتمو اڻ ٽر ٿي ويو هيو. گبن (Gibbon) ٻڌائي ٿو ”ڪفر جي خاتمي کان پوءِ عيسائي امن ۽ خدا پرستي جي زندگي بسر ڪندي پنهنجي منفرد ڪاميابي ماڻي ٿي سگهيا پر انهن جي اندر ۾ نفرت جو جيڪو ٻج پوکيل هيو اهو وڏي وڻ ٿي ويو هيو ان ڪري اهي پنهنجي مذهب جي بانيڪار جي قانونن تي عمل ڪرڻ جي بجاءِ ان جي فطرت جي باري ۾ ڄاڻڻ لاءِ کوجنا ڪرڻ لاءِ وڌيڪ فڪرمند هيا.“[1] سمورو عيسائي يورپ مڪمل اونداهي ۾ غرق ٿيل هيو ۽ عيسائي ڪليسا اختلافن ۽ دين کان گمراهي ۾ ڦاٿل هئي. عام خلق جو مذهبي عقيدو عيسائيت کان اڳ واري شرڪ جي حد کان اڳتي ڪونہ وڌيو هيو. مئلن جي روحن جي پوڄا ڪئي ويندي هئي، ۽ جيڪي جيئرا ماڻهو احترام جي لائق هيا انهن جا تصويري خاڪا پوڄا جي شئي ٿي ويا هيا. تبرڪ وارين شين ۽ بزرگ (ولي) ماڻهن جي پوڄا عام ٿي وئي هئي; مطلب تہ عيسائيت ڪفر والحاد ڏانهن موٽي وئي هئي.

---

[1] شهنشاهہ جوليان(Julian) (جيڪو مرتد طور معروف آهي) لاءِ نقل ٿيل آهي تہ ان ائين چيو ”جهنگلي جانور بہ انسان جا ايترا دشمن ڪونہ آهن جيترو عام طور تي عيسائي فرقا هڪٻئي خلاف آهن.“

جيڪي قومون عيسائيت جي تابع هيون انهن جي سياسي ۽ سماجي حالت بہ ايتري ئي افسوسناڪ هئي. انساني لڏي ۾ فڪر ۽ راءِ جي آزادي ڪي طاقت ذريعي دٻايو ويو هيو ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي سلطنت جو جشن اهڙن ماڻهن جي قرباني ذريعي ملهايو ويندو هيو جيڪي وقتي طور رائج ڪنهن بہ خيال سان اختلاف ڪرڻ جي جرئت ڪندا هيا.

اسڪندريا جي گهٽين ۾ مُهذب دنيا جي نظرن آڏو ان زماني جي هڪڙي نهايت اشراف عورت کي لفظن ۾ بيان نہ ڪري سگهڻ واري دهشت سان هڪڙي اهڙي عيسائي هٿان ڪُٺو ويو جنهن ماڻهو جو نالو عيسائي اوليائن جي فهرست ۾ شامل آهي. ۽ افسوس تہ ان ماڻهوءَ جي عمل جي حمايت جديد دور جي هڪڙي ليکڪ بہ ڪئي آهي. ان بڇڙي ۽ قابل نفرت ڏوهہ کي، جيڪو عيسائيت جي دامن تي سدائين رهڻ وارو نهايت وڏو داغ آهي، ڊريپر(Draper) وڏي فصاحت ۽ بلاغت سان بيان ڪيو آهي. هڪڙي خوبصورت، ڏاهِي ۽ پاڪدامن عورت جنهن جي پڙهائڻ واري ڪمري ۾ اسڪندريا جي فضيلت ڀرين ۽ دولتمند ماڻهن جو ايترو تعداد ايندو هيو جو تر ڇٽڻ جي بہ جاءِ ڪونہ بچندي هئي، اها جڏهن پنهنجي تعليمي اداري مان ٻاهر اچي رهي هئي تہ عيسائيت جي جوشيلن ماڻهن جي هڪڙي ٽولي ان تي حملو ڪيو. دين جي انهن ٺيڪيدارن خوفناڪ رڙيون ڪندي ۽ نعرا هڻندي ان کي سندس گهوڙي گاڏي مان گهلي لاٿو ۽ پيري بازار ۾ ان کي الف ننگو ڪري ڇڏيائون. ڊپ، مان پنڊ پاهڻ ٿيل ان عورت کي پير واري چرچ ۾ گهلي ويا ۽ اتي هڪڙي نام نهاد "درويش" جي ڏنڊي سان ان کي ڪٽي ماري ڇڏيائون. ويچاري اگهاڙي لاش جي بي حرمتي ڪئي وئي ۽ ان جو عضوو عضوو چيري ڇڪي الڳ الڳ ڪيو ويو پوءِ بہ اهو شيطاني کيل ايستائين پورو ڪونہ ٿيو جيستائين ڇپرين سان گوشت کي هڏن تان ڪونہ ڪوريو ويو ۽ باقي بچيل لاش کي باهہ جي حوالي ڪونہ ڪيائون. انهي ڀيانڪ ۽ قابل نفرت ظلم جي لاءِ جنهن شيطاني صفت انسان هشي ڏني، عيسائي دنيا ان ڪميٽي ماڻهوءَ کي "ولي" (سينٽ)جو لقب ڏئي اهڙي مان سان نوازيو. آخرڪار زندگيءَ جو نذرانو ڏيندڙ ان هائپيشيا (Hypatia) نالي

عورت جي خون جو بدلو عمرو بن عاص، عرب دنيا جي مشهور سپه سالار، جي تلوار ٿي ورتو.

جستينن (Justinian) جي دور ۾ جنهن جي عيسائي نوازي ۽ قانون سازي جا قصيدا ڳايا ويندا آهن، قسطنطنيه (هاڻي استنبول) جون حالتون ان اخلاقي ابتري ۽ بي مانائتي حالت جو بهترين آئينو آهن، جيڪا حالت ان زماني ۾ سموري عيسائي معاشري مٿان ڇانيل هئي. سماجي ۽ معاشرتي زندگي ۾ ظاهري ۽ باطني عصمت جي ڪائي اهميت ڪونہ هئي. قيصر بادشاهن جي تخت تي هڪڙي ڪسبياڻي ويٺي هئي ۽ قيصر ڪي رياست طرفان ملندڙ عزت ۽ احترام ۾ هڪجيترو شريڪ هئي. ٿيوڊورا (Theodora) قسطنطنيہ جي شهر ۾ کلم کلا عصمت فروشي جو ڌنڌو ڪري چڪي هئي ۽ ان شهر جي لفنگن ماڻهن منجهہ ان جو نالو مشهور ٿيل هيو جڏهن تہ هاڻي ان ساڳي شهر ۾ ”عدليہ جا اهم ماڻهو قدامت پسند بشپ، فاتح جرنيل ۽ قيدي بادشاهہ“ ان کي هڪڙي راڻي جي حيثيت ۾ تعظيم پيش ڪندا هيا. ان جي ظلمن ڪري جنهن ۾ نہ ڪنهن اخلاقي ۽ نہ مذهبي قانون جي پابندي هئي بادشاهت بدنام ٿي وئي. اوچتا فساد ۽ رتوڇاڻ وارا وڳوڙ جنهن ۾ پادرين سدائين گهڻو نمايان حصو ٿي ورتو، روز مرهہ جو معمول ٿي ويا ۽ انهن موقعن تي هر خدائي ۽ انساني قانون پيرن هيٺيان لتاڙيو ويندو هيو. گرجاگهر ۽ قربان گاهون وحشاڻن قتلن سان آلوده ٿي ونديون هيون، ڪابہ جاءِ ڦرلٽ کان محفوظ يا بچيل ڪونہ هئي، معاشري جا سمورا رابطا ڪٽجي ويندا هيا ۽ ڏينهن جي چٽي روشني ۾ قابل نفرت پرتشدد ڪاروايون جو ارتڪاب ڪيو ويندو هيو. بهرحال، جستينن جي حڪومت جي پنجين سال ۾ نڪا (Nika) وارن هنگامن دوران هن بدامني واري شهر مٿان جيڪي ڪارا ڪرتوت مڙهيا ويا انهن جو مثال پيش نٿو ڪري سگهجي. ڪترپٽي جي وڏن ماهرن، مختلف فرقن جي نهايت وڏن وحشين جي جيڪا حمايت ۽ پنيرائي ڪئي ان تماشائي ماڻهن جي رتوڇاڻ ڪرڻ واري رجحان ۽ دنياوي خواهشن سان ڀرپور ڇڙواڳي کي نهايت خراب جوش ۾ آڻي ڇڏيو جنهن جو ان وقت جي غير عيسائي علائقي ۾ مثال ڪونہ ٿي مليو.

ان دور جي قسطنطنيہ (استنبول ) جي مقابلي ۾ فارس (ايران) هڪڙو قانون ۽ نظم و ضبط وارو ملڪ هيو.

عيسائي قسطنطنيہ جي تاريخ جن ڏوهن سان داغدار ٿيل آهي ان جي روءِ داد پڙهي انسانيت جا لنگ ڪانڊارجي وڃن ٿا. جنهن وقت اسلام جا پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اجان ٻاراڻي عمر ۾ هيا تہ انهن ڏينهن ۾ هڪڙي عيسائي بادشاهہ جي هشي تي هڪڙي بيزنطيني شهنشاهہ کي، جيڪو ان سلطنت جي حاڪمن مان نيڪ سيرت ۽ پارسا هيو. پنهنجن ٻارن ۽ زال سان گڏ وحشياڻي نموني سان قتل ڪيو ويو. قاتلن بادشاهہ کي هڪڙي عبادتگاهہ مان، جتي ان پناهہ ورتي هئي، گهلي گڏيو ۽ ان جي پنجن پٽن کي هڪيئي پنيان ان جي اکين آڏو قتل ڪيو ۽ اهو ڏکوئيندڙ کيل بادشاهہ جي پنهنجي ڦاسي سان ختم ٿيو. راڻي ۽ ان جي ٽيئرن کي پهريائين اڻ ڇاتل اذيتون ڏنائون ۽ پوءِ ان ئي ساڳي ميدان تي انهن جا ڪنڌ ڪپيا ويا جيڪو ويچاري موريس (Maurice) بادشاهہ جي رت سان رڱيل هيو. شهنشاهہ جي دوستن، ساٿين ۽ حمايتن سان جيڪو بي رحمي وارو سلوڪ اختيار ڪيو ويو اهو بيزنطيني عيسائين جي اخلاقي ڏيواليپڻي جو هڪڙو تفصيل مهيا ٿو ڪري، انهن جون اکيون ڦوڙيون ويون، انهن جون زبانون پاڙن کان پٽيون ويون، انهن جا هٿ ۽ پير وڍيا ويا، ڪجهہ ڪوڙن جي وسڪاري ۾ مئا تہ ڪيا ٻاهہ جي شعلن ۾ ساڙيا ويا، ۽ باقي ڪجهہ کي تيرن جو کاڄ بڻايائون. گبن چوي ٿو "تڪڙو ۽ آسان موت ڄڻ هڪڙي نعمت هئي جيڪا تمام ٿورن کي نصيب ٿي."

بيزنطيني سلطنت جيڪا هوريان هوريان پنهنجو رت وهائيندي موت ڏانهن وڌي رهي هئي، جنهن کي سياسي ۽ مذهبي ڌڙابندي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو هيو جنهن کي مذهبي بحث مباحثن پريشان ڪري ڇڏيو هيو ۽ "مذهبي عقيدي جي يڪسانيت (هڪجهڙائي) کي طاقت ذريعي لاڳو ڪرڻ جي خواهش چريو ڪري

چڙهيو هيو سياسي قتلن، شوديپائي وارن ۽ وحشاڻن عملن جو هڪڙو چٽو نظارو پيش ڪري رهي هئي.[1]

اهي ملڪ جيڪي فرات ندي جي اولهندي طرف ايشيائي ترڪي ۾ شامل هيا اهي ڪڏهن پارٿين (Parthian) ته ڪڏهن رومين طرفان تباه و برباد ٿيندا رهندا هيا ۽ وري ڪڏهن پارسين (ايرانين) ته ڪڏهن بازنطينين طرفان. اهي نسوري نااميدي جي جهلڪ پيش ڪندا هيا .عوام جي مادي تباهي انهن جي اخلاقي بدحالي کان به اڳتي نڪتل هئي. حضرت عيسيٰ عليه السلام جي پيروڪارن انهي بچڙائي کي گهٽائڻ جي بجاءِ زور وٺرايو. ميسوپوٽاما ۾ مجوسي زرتشتي تباهي ڏانهن

[1] ان زماني جي عيسائيت جي باري ۾ ملمن(Milman) هيئن چوي ٿو: "قسطنطنيه (ڪانسٽنٽينوپل) جو بشپ بيزنطيني شهنشاه جو بيوس شڪار فرمانبردار غلام يا ڏڙابندي ڪندڙ مخالف هيو. اهو شهنشاه جي آمريت مٿان ڪنهن مؤثر اخلاقي اثر جو عملي مظاهرو ڪونه ڪري سگهيو. ادنيٰ طبقي جي پادرين، چاهي انهن جا مخفي مفاد يا سنا ڪارناما معاشري تي کهڙو به اثر ڪندا هجن، جي قبضي ۾ ايتري طاقت، دولت ۽ مرتبو هيو جو انهن جي دلين ۾ وڏائي جي تمنائن جو پيدا ٿيڻ يا سازش جا چار وچائڻ سولو ڪم هيو. پر انهن ۾ ڪنهن به وڏي مفاد جي مقصد لاءِ عام ماڻهن جي ذهن تي اثر انداز ٿيڻ، زوال پذير عهد جي مضبوط اخلاقي خرابين کي روڪڻ، مخالف مفادن ۾ هم آهنگي پيدا ڪرڻ، هڪٻئي جي دشمن نسلن کي پاڻ ۾ کيرکنڊ ڪرڻ جي ڪا موثر طاقت ڪونه هئي، عام طور تي اهي جڻ حڪمران هيا. جڏهن انهن جو حڪم هلندو به هيو ته انهيءَ ڪري نه ته ڪو ماڻهو انهن جا شيدائي هيا يا عزت ڪندا هيا پر ان ڪري جو ماڻهو ٿوهَم پرستي ڪري ڊڄندا هيا. مورڳو اهي پاڻ عام جهالت جي پستي ۾ ٻڏي ويا ۽ بدترين وحشت ۽ بربريت جي آڏو آڻ مڃي ويا. يعني هڪڙي تباه حال تهذيب جو شڪار ٿي ويا. رهبانيت ڪيترن ماڻهن جي اڪثريت کي جيڪي ڪارائتا ۽ همٿ ڀريا شهري ٿي وڃن ها، بي عملي واري گوشه نشيني ۽ ڪاهلي واري مذهبي زندگي ۾ ڌڪي ڇڏيو پر سواءِ انهن موقعن جي جڏهن راهب سياسي ڇتڪتائي يا گروهي مباحثن جي ڏڙابندي ڪندا هيا. ۽ اهي وقت به وقت ائين ڪندا به هيا، معاشري جي حالتن تي انهن جو ڪو خاطر خواه اثر ڪونه ٿيندو هيو. اهي دنيا کان الڳ ٿلڳ رهندا هيا. تارڪينِ دنيا وانگر پنهنجن جهنگلي ماڳن ۾، ۽ راهب پنهنجين الله توڪل ٺاهيل مڙهين ۾، ۽ جيئن اهي سمجهندا هيا، خود پنهنجي ڇوٽڪاري جوته انهن کي يقين هيو پر باقي انساني لڏي کي انهن جي حال تي ڇڏي ڏيندا هيا ته سرڳ وڃن يا نرڳ وڃن. (ڏسو ملمن(Milman) جو ڪتاب "لٽن ڪرسچئنٽي"(Latin Christianity) جلد پهريون ۾ تعارف،صفحو 4.

وڌندڙ عيسائيت سان الڳ زور آزمائي ڪري رهي هئي تہ ٻئي پاسي وري نسطوري قدامت پسند عيسائين سان الڳ خطرناڪ تنازعي ۾ رڌل هيا. ان کان علاوه مونتانس (Montanus) ۽ نبوت جي دعوا ڪندڙ عورتن ۾ الڳ الڳ چپقلشون جاري هيون. انهن سڀني گڏجي اولهہ ايشيا کي مايوسي ۽ ويراني جي هڪڙي بيابان ۾ تبديل ڪري ڇڏيو هيو.

آفريڪا جي مٿان جيڪي فتح جون تيز هوائون گهليون هيون، ۽ عيسائي مذهب جي اوستادن ۽ مبلغن لاقانونيت ۽ خون خرابي جا جيڪي طوفان برپا ڪيا انهن سڀني گڏجي مصر ۾ ۽ تباهہ ٿيندڙ غساني بادشاهي جي آفريڪي صوبن ۾ اخلاقي زندگي جي هر نشان کي تباهہ ڪري ڇڏيو هيو. يورپ ۾ ماڻهن جي حالت ان کان بہ اجا وڌيڪ خراب هئي. چٽي ڏينهن جي روشني ۾ نہ صرف عوام پر مذهبي اڳواڻن جي موجودگي ۾ نارسيز (Narses) کي جيڪو ملڪ جو وڏو سماجي ڪارڪن هيو قسطنطنيہ (هاڻي استنبول) جي بازار ۾ جيئري ساڙيو ويو هيو. روم جي گهٽين ۾ اڪسارڪ (Exarch) جي اڪين اڏو مخالف بشپن جي طرفدارن لڙائي ڇيڙي ڇڏي ۽ گرجا گهرن کي عيسائين جي رت سان ٻوڙي ڇڏيائون. اسپين گوڙ گهمسان ۽ تباهي جو هڪڙو هيانءُ ڏاريندڙ نظارو پيش ڪري رهيو هيو. شاهوڪار ۽ ڪجهہ مراعات يافتہ ماڻهو جيڪي شهنشاهن جي ماتحت صوبن جي انتظامي عهدن تي مقرر هيا ۽ اهي جيڪي اعزازي عهدن سان نوازيل هيا، اهي سڀئي مڙني محصولن کان آجا هيا. اهي ٻنهي جنسن جي غلامن جي گهيري ۾ سهڻن محلاتن ۾ وڏي مزي جي زندگي گذاريندا هيا. پنهنجو گهڻو وقت حمام خانن (مساج گهرن) ۾ گذاريندا هيا جيڪي بيجڙائي جا وڏا اڏا هيا. جڏهن ڪائڻ پيئڻ کان واندا هوندا هيا تہ جوا جي ميز تي ويٺا هوندا هيا. انهيءَ عيش عشرت ۽ شاهوڪاري جي نظاري جي مقابلي ۾ عام خلق جي حالت تسمپرسي واري هئي. وچولو طبقو يعني شهرن ۽ ڳوٺن جا آزاد رهواسي، رومين جي ظالماڻن عملن جي ڪري ڌرتي سان لڳل هيا. زرعي غلامي تہ ختم ٿي وئي هئي; پر ان جي جاءِ نوآبادڪارن ورتي هئي جيڪي آزادي ۽ غلامي جي وچ واري حيثيت ۾ هيا يعني نہ غلام ۽ نہ وري پوري طرح آزاد. البت اهي ڪن ڳالهين ۾ غلامن کان ڪجهہ وڌيڪ

خوش هيا. اهي شاديون مراديون ڪري ٿي سگهيا: اهي جيڪا زمين آباد ڪندا هيا ان جي اپت مان بہ ڪجهہ حصو حاصل ڪندا هيا: ۽ انهن جي سها ئتا ڪندڙ مالڪن کي اهو حق ڪونہ هيو تہ اهي انهن کان سندن سامان يا ڍور ڍڳا کسي وٺن. باقي ٻين معاملن ۾ اهي زمين جا غلام هيا. حڪومت کي انهن کان هرطرح جو ڪم وٺڻ جو اختيار هيو. ذاتي (گهريلو) غلامن وانگر انهن کي جسماني سزائون[1] بہ ڏنيون ويندڀون هيون: اهي ڪنهن فرد جا تہ غلام ڪونہ هيا پر زمين جا غلام هيا. يعني اهي جن زمينن کي آباد ڪندا هيا انهن سان نہ صرف پاڻ عمر ڀر پر پيڙهي در پيڙهي موروثي طرح ٻڌل هوندا هيا. انهن نالي ۾ آزاد ماڻهن کان علاوه آباديءَ جو گهڻو حصو ٻين غلامن تي مشتمل هيو ۽ انهن غلامن جي حالت ايتري خراب هوندي هئي جو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. انهن سان بي رحمي وارو ۽ جانورن کان بہ بدتر ڏاڍ وارو سلوڪ ڪيو ويندو هيو. وحشي قبيلن جي ڪاهہ مصيبت جي ماريل اسپين مٿان هڪڙي نئين قيامت کي پاڻ سان گڏ آندو. اهي پاڻ سان گڏ سخت ۽ مڪمل سڃ ڪٽي آيا: اهي جتي بہ ويا اتي بربادين ڪيائون. قتلام ڪيائون. انهن عورتن، ٻارن ۽ پادرين کي بہ غلام بڻايو.

يهودين جو هڪڙو وڏو تعداد صدين کان اسپين جي ان جزيري ۾ آباد ٿيل هيو. 616 ع ۾ وزيگوٿ سسيبٽ (Visigoth Sisebut) جي عهد ۾ ڪليسائي پادرين طرفان انهن تي جيڪي ڀيانڪ اهنج شروع ٿيا اهي تڏهن ختم ٿيا جڏهن اسلام اچي انهن جهالت ۽ ڪٽر پڻي جي انهن بدنصيب ستايلن کي ڇوٽڪارو ڏياريو. اهو اسلام جي ئي برڪت ڪري هيو جنهن يهوديت کي ابن ميمون (Maimonedes) ۽ ابن جبرول (Gebrol) جهڙن ماڻهن کي پيدا ڪرڻ جي توفيق بخشي.

هاڻي اسان کي عربستان ڏانهن نظر وجهڻ کپي. داستانن ۽ مام جي اها ڌرتي جيڪا دنيا جي وڏين قومن کان الڳ ٿلڳ، انهن جي لڙاين يا انهن جي سياست کان متاثر ٿيڻ کان سواءِ هن وقت تائين ماٺ ۽

---

[1] معمولي ڏوهن جي عام سزا بہ ٽي سو ڪوڙا هئي. ڊسو ڊوزي (Dozy) جو ڪتاب "اسپيني مسلمانن جي تاريخ" (هسٽري ديس مسلمانس دي اسپگني History des Musulmans d'Espagne.) جلد ٻيو صفحو 87.

هيڪلائي جي پردي ۾ ويڙهي پئي هئي. ايران جي خسرو بادشاهن ۽ رومي قيصرن جون فوجون زمانن کان جاري ان جي سڪون ۾ رخنو وجهڻ کان سواءِ صدين تائين ان جي سرحدن پرسان اچ وڃ ڪنديون رهيون هيون. وقت بہ وقت فارس (ايران) ۽ بيزنطين جي راڄن کي جيڪي طوفان پنهنجي گهيري ۾ آٽي چڙهيندا هيا، انهن جي گجگوڙ جي ڪڙڪاٽ اڪثر ڪري ان جي ڪنن تائين بہ پهچندي هئي، پر اهي بہ ان کي ان جي اُونگهہ مان جاڳائڻ ۾ ناڪام ويا هيا. بهرحال ان جي جاڳڻ جو وارو اچي ويو هيو. ۽ پنهنجن پٽن مان هڪڙي نهايت اشراف جي آواز تي عربستان سجاڳ تي ويو.

جبلن جي اها قطار جيڪا، فلسطين کان خاڪناء سوئيز (Isthmus of Suez) تائين پکڙيل آهي ۽ ڳاڙهي سمنڊ سان گڏوگڏ پور وڇوٽ تي هلندي عربستان جي جزيري جي ڏاکڻي ڇيڙي تائين پهچي تي ان کي عربي ٻولي ۾ حجاز سڏيو وڃي ٿو ۽ اها قطار يمن تائين جنهن علائقي مان گذري تي اهو سمورو علائقو ان جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. ڪيترين جاين تي جبل سمنڊ سان گڏوگڏ هلندا رهن ٿا. ڪن جاين تي ڪناري کان پري تي وڃن ٿا. انهن جبلن ۽ ساموندي ڪناري جي وڇ ۾ هيناهين واري پٽيانگ . ويران، ۽ غير آباد زمين آهي، ڪٿي ڪٿي ساوڪ واريون ماٿريون ۽ شاداب نخلستان (کجيءَ جا باغ ) هن جيڪي برساتي نالن جي وهڻ ڪري خودبخود پيدا تي ويا آهن. ان قطار جي پريان اوڀر طرف ڏانهن نجد جو خشڪ رڻ پٽ يعني عربستان جو ”ڪوهستان“ پکڙيل آهي. جيڪو هڪڙو وسيع پوٺوهار آهي، جنهن ۾ بيابان (رڻ پٽ)، جابلولڪ، ۽ ڪٿي ڪٿي اکين کي راحت ڏيندڙ سائي وٽڪار آهي. حجاز ۾ مڪي ۽ مديني جا مقدس شهر آباد آهن. جيڪي اسلام جي جنم يومي ۽ پرورش جو ماڳ آهن.

اهو وسيع علائقو چئن مقرر ڪيل حدن وارن پرڳڻن ۾ ورهايل آهي . پهريون، اتر طرف عرب الحجر(Arabia Petraea) آهي، جنهن ۾ قديم ادومين(Edomites) ۽ مديانين (Midianites) جا ملڪ شامل آهن. ٻيو ۽ بيو خاص حجاز ٿو اچي جنهن ۾ يثرب جو مشهور شهر شامل آهي، جيڪو بعد واري تواريخ ۾ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وسلم جي

شهر طور "مدينة النبي" يا "مدينة المنوره" جي نالي سان سرفراز ٿيو. ٽيون، خاص حجاز جي ڏکڻ ۾ تهاما (Tihama) جو پرڳڻو آهي جنهن ۾ مڪي جو شهر آهي، ۽ جدي جو سامونڊي بندرگاهه جيڪو مسلمان حاجين لاءِ سمنڊ رستي حرمين شريفين پهچڻ جي جاءِ آهي. چوٿون ۽ ڏاکڻي ڇيڙي وارو حصو عسير(Asyr) سڏيو وڃي ٿو جيڪو يمن جي سرحد سان گڏ آهي. يمن، خاص طور ان نالي سان سڏيو ويندڙ علائقو عرب جزيري جي ڏکڻ اولهه واري آخري ڇيڙي وارو ملڪ آهي، جنهن جي اولهه ۾ ڳاڙهو سمنڊ آهي، ڏکڻ ۾ هندي سمنڊ. اتر ۾ حجاز ۽ اوڀر ۾ حضر موت اٿس. عام طور تي يمن نالو ڏاکڻي عربستان لاءِ گهڻو ڪتب ايندو آهي. ان علائقي ۾ پوءِ خاص يمن کان علاوه حضرموت ۽ حضرموت جي اوڀر ۾ مهرا (Mehra) جا علائقا بہ شامل آهن. مهرا کان پرتي جزيري جي ڏکڻ اوڀر ڪنڊ تي اومان رياست آهي ۽ ان جي اتر ۾ بحرين يا الاحثاء (احساء al Ahsa) آهي جيڪو ايراني نار جي ڪناري تي واقع آهي. ان آخري علائقي کي هجر(Hijr) پڻ سڏيو ويندو آهي، جيڪو ان جي سڀ کان وڏي صوبي جو نالو آهي.

نجد. ڪوهستاني علائقو هڪڙو وسيع پوٺوهار آهي جيڪو حجاز جي جبلن جي اوڀرندي طرف کان شروع ٿي مرڪزي عربستان جي سڄي علائقي تي پکڙيل آهي. نجد جو اهو حصو جيڪو يمن سان مليل ٿو اهو يمن جو نجد (نجداليمن) سڏيوويندو آهي ۽ اتر وارو پاسو صرف نجد سڏبو آهي. اهي ٻئي ڊويزنون اسلامي تاريخ ۾ مشهور يماما نالي سڏيو ويندڙ جابلو علائقي ذريعي ڌار ٿيل آهن. نجد جي اتر ۾ شام جو رڻ پٽ پکڙيل آهي، جيڪو اصل ۾ عربستان جو حصو ڪونہ آهي، پر هاڻي ان ۾ عرب جا بدوي قبيلا پاڻ کان اڳ گذريل قديم آرامي (Aramaean) قبيلن وانگر خانہ بدوشي واري آزاد زندگي گذارين ٿا. ان جي اتر اوڀر ۾ عراق جا رڻ پٽ آهن جن جي سرحد فرات ندي جي ساڄي ڪناري تي ڪالديہ (Chaldaea) جي زرخيز علائقي سان مليل آهي جنهن کي اهي عربستان جي زرعي طور آباد ٽُڪرن کان ڌار ڪن ٿا. اوڀر طرف نجد بيابان (ريگستان) جي انهن رڻ پٽن مان هڪڙي ريگستان ذريعي الاحثا کان ڌار ٿيل آهي جنهن کي عربستان وارا نفوذ

جو رڻ پٽ سڏيندا آهن. ذڪڻ طرف دهنا (Dahna) جو وسيع رڻ پٽ آهي. اهو نجد کي حضرموت ۽ مهرا کان ڌار ڪري ٿو.

اهو ڪشادو علائقو جيڪو پنهنجي عروج جي زماني ۾ فرانس جي ايراضي کان به ٻيڻي علائقي تي مشتمل هيو هاڻي وانگر تڏهن به ٻن مختلف نمونن جي ماڻهن سان آباد ٿيل هيو يعني "شهري"(شهرن ۾ رهندڙ ماڻهو) ۽ "بدوي" (بيابان جهاڳيندڙ). بدوي ماڻهن ۾ جيڪي گڻ ۽ اوگڻ آهن، يعني انهن جي پنهنجي قبيلي سان محبت، عزت لاءِ ان جي بلند سوچ، ان جو انتقامي جذبي وارو جوش ۽ دليري ۽ انساني زندگي کان انهن جي بي پرواهي، انهن سڀني ڳالهين کي برٽن (Burton) ۽ پول (Poole) جهڙن نالي وارن ليکڪن چٽن ۽ همدرداڻن لفظن سان بيان ڪيو آهي. پر بدوي ۽ شهري ۾ ڪيترو به فرق هجي، اصل ۾ عرب فطري طور ريگستان جو ٻار آهي. آزادي سان ان جو جذباتي لڳاءُ ۽ ان جو روحاني اوج، يعني ان جي پنهنجي ذاتي مان شان ۽ خودمختياري جو شعور اهي سڀ ريگستاني اجهي جي ان ڪليل هوا، جيڪا اها ساهه ۾ اندر کڻي ٿو ۽ کليل علائقو جنهن کي اهو لتاڙي ٿو جو نتيجو آهن. مڪي ۽ عڪاظ ۾ هر سال منعقد ٿيندڙ ميلن جي باوجود عربستان جي ڌرتي تي جيڪي قومون ۽ قبيلا آباد هيا اهي هڪجهڙين خوبين وارا ڪونه هيا. هر قبيلو ٿورو يا گهڻو معيار ۽ مذهب ۾ ٻئي کان مختلف هيو. اهو تفاوت خاص ڪري انهن ۾ اصل بڻ بنيادن جي فرق ڪري هيو. جزيري کي مختلف زمانن ۾ مختلف نسلن جي ماڻهن اچي آباد ڪيو هيو. انهن مان ڪيترا نسل مري ختم ٿي ويا هيا پر انهن جي سٺن يا خراب ڪارنامن جون يادون انهن کان پوءِ اچي انهن جي جاءِ والاريندڙ نسلن جي ذهنن ۾ تازيون رهيون، ۽ انهن روايتن گڏجي قوم جي تواريخ ٺاهي. خود عرب انهن قومن کي، جيڪي جزيري ۾ آباد رهيون هيون، ٽن وڏن حصن ۾ ورهائين ٿا، مثلا: (1) عرب البائده يعني اهي عرب جن جو نسل ختم ٿي ويو آهي، جنهن ۾ حامي (Hamitic) ۽ ڪُوشي (ڪُشيKushites) قبيلا شامل آهن، جن سامين(Semites) کان اڳ رهائشي آباديون قائم ڪيون، ان کان علاوه شام، فونيشيا (Phoenicia) ۽ ٻين علائقن جون ارامي (Aramaean) قومون، (2) عرب العاربه يا متعاربه يعني اصل عرب، ۽ خالص سامي قومون جن کي روايت مطابق قحطان يا يقطان جي اولاد ٻڌايو وڃي ٿو ۽ جن ذکڻ طرف پنهنجي پيش

قدمي دوران اصلوڪن رهواسين کي تباهه ڪري ڇڏيو هيو. قحطاني عرب، جيڪي فطري طور بدوي هيا، انهن علائقن جي قديم باشندن تي جيڪي حامي نسل جا هيا ۽ تارن کي پوڄيندڙ هيا، پنهنجو تسلط قائم ڪيو. انهن جو اصل ماڳ اهو علائقو هيو جتان ابراهيمي نسل وارا پڻ آيا هيا، ۽ ان جي حدن جو تعين قحطان جي ٻن سڌن وڏڙن جي اهم نالن سان ٿيل آهي، يعني "ارفخشد Arphaxad" جنهن جي معنيٰ آهي ڪالديہ جي سرحد، ۽ "عيبر يا عابرEber" جنهن جي معنيٰ آهي درياء پار کان آيل ماڻهو. ان جو اشارو بابل ڏانهن آهي يا فرات جي ساڄي ڪناري تي آباد ٿيل ضلعو جنهن کي هاڻي عراقِ عرب سڏيو ٿو وڃي.[1]

(3)عرب المستعربہ يا "عرب قوم ۾ داخل ڪيل ماڻهو" مطلب اهي ماڻهو جيڪي ڌارين علائقن مان اچي عربستان ۾ آباد ٿي ويا. اهي ابراهيمي نسل جا سامي هيا جيڪي پرامن مهاجرن طور يا فوجي آبادڪارن طور جزيري ۾ اچي آباد ٿيا، ۽ انهن قحطاني عربن سان سنگابنديون ڪيون ۽ انهن منجهہ رهائش اختيار ڪيائون.[2] اهي ٽئي نالا عاربہ، متعاربہ ۽ مستعربہ ساڳي بنيادي مادي مان ورتل آهن ۽ انهن جي لفظي جوڙجڪ جي فرق مان خبر پوي ٿي تہ اهي مختلف قبيلا ڪهڙي ڪهڙي زماني ۾ عرب قوم ۾ اچي داخل ٿيا.[3]

عرب العاربہ منجهان اسلام جي تاريخ جي حوالي سان جيڪي قبيلا خصوصي ذڪر جي قابل آهن، اهي بني عاد،[4] عمالقہ، بني ثمود ۽ بني جديس آهن. (ڊايوڊورس سڪيولس Diodorus Siculus ۽ بطلومي

---

[1] ڏسو لينورمنٽ(Lenormant) جو ڪتاب "اينشنٽ هسٽري آف دي ايسٽ" (Ancient History of the East) جلد ٻيو صفحو 293.

[2] ابن اثير جلد پهريون، صفحو 55 کان 58.

[3] ڪاسين ڊي پرسيول(Caussin de Perceval) بائده ۽ عاربہ کي ساڳيو هڪ ئي سمجهي ٿو ۽ متعاربہ کي ٻئي گروهہ ۾ شمار ڪري ٿو. ايندڙ صفحن ۾ مون ان جي درجہ بندي واري عمل کي اختيار ڪيو آهي.

[4] چيو وڃي ٿو تہ بني عاد وارن تي قحطاني عربن غلبو حاصل ڪيو فتح ڪيو ۽ تباهہ ڪيو. جڏهن تہ بنوثمود جيڪي غارن ۾ رهڻ وارو هڪڙو عجيب نسل هيو کي خضارالاحمر(Chedorlaomer) جي ماتحت اشورين (آسارين Assyrians) تباهہ ڪيو.

Ptolemy جا ثمودي ۽ جديش ). بني عاد جيڪي اصل ۾ حامي نسل منجهان هيا. عرب جزيري ۾ پهريان آبادڪار ۽ رهائش اختيار ڪندڙ ماڻهو هيا ۽ اهي خاص ڪري وچ عربستان جي انهي علائقي ۾ آباد ٿيل هيا جنهن کي عرب تاريخدان ۽ جاگرافيدان احصاف الرمال ( Ahsafur Ramal) سڏيندا آهن. جنهن جون سرحدون يمن، حضرموت ۽ اومان جي سرحدن سان مليل آهن. پنهنجي تاريخ جي هڪڙي دور ۾ بني عاد هڪڙي طاقتور ۽ فاتح قوم هيا. هن نسل جي بادشاهن مان هڪڙي شداد نالي بادشاهه جنهن جي باري ۾ قرآن شريف ۾ ٻه آيل آهي، لڳي ٿو ته پنهنجي حڪومت کي عرب جزيري جي سرحد کان ٻه پري تائين وڌايو هيو. ٻڌايو وڃي ٿو ته ان عراق کي فتح ڪيو ۽ هندوستان جي سرحد تائين پڻ چڙهائي ڪئي هئائين. انهي روايت جو اشارو غالبن عربن طرفان بابل يا ڪالديه تي چڙهائي ڪرڻ ڏانهن آهي، جيڪو ٻه هزار سال قبل مسيح جو واقعو آهي. شايد اهڙي هئي ساڳي واقعي جي حوالي ۾ ٻه اها روايت هجي جيڪو فارسي روايت ۾ ضحاڪ جي حملي سان مشهور آهي. ساڳئي شداد يا ان جي اولاد مان هيو ساڳئي ناليوارو پنهنجن هٿياربند فوجن کي ساڻ ڪري مصر ۽ ڏور اولهه وارن علائقن ڏانهن چڙهائي ڪرڻ لاءِ ويو. مصر تي عربن واري انهي حملي کي ڪجهه مورخ انهي علائقي تي هاڪوئن (Hyksos) جي چڙهائي جوڙ نالو ڏين ٿا. انهي نظرئي جي تائيد ان مان ٿئي ٿي جنهن طريقي سان انهن بدوي حملي آورن کي آخرڪار ٿيبائڊ (Thebaid) جي بادشاهن جي هڪڙي گڏيل تنظيم پنهنجن حبشين (Ethopian) ۽ ڪُوشي (Kushites) پاڙيسرين جي مدد سان آفريڪا مان ڪڍي ڏکڻ طرف ڀڄائي ڇڏيو.

چيو ٿو وڃي ته بني عاد وارن جا تمام گهڻا ماڻهو هڪڙي وڏي ڏڪار ذريعي تباهه ٿي ويا. جنهن سندن علائقي کي مصيبت ۾ ڦاسائي ڇڏيو هيو. هڪڙو ننڍڙو ٽولو جان بچائي نڪري ويو ۽ ٻي نئين عاد قوم جو وجود قائم ڪيائين. جنهن يمن ۾ چڱي خاصي خوشحالي حاصل ڪئي. بهرحال، اهي پوئين عاد قوم وارا قحطاني لڏي جي لپيٽ ۾ اچي ختم ٿي ويا.

بني عمالقہ جن کي لينورمنٽ (lenormant) ارامي نسل مان چوي ٿو بنا شڪ شبھي جي اھي ساڳيا آھن جن کي يھودين ۽ عيسائين جي مقدس ڪتابن ۾ عمالقي ۽ مصري آثارِ قديمہ جي ڪتابن ۾ شاشو (Shashu) جي نالي سان سڏيو ويو آھي، جن کي اشوري (آسارينAssyrian) بادشاھن بابل مان ھڪالي ڪڍيو. اھي ماڻھو عربستان ۾ داخل ٿيا ۽ آھستي آھستي حجاز يمن، فلسطين ۽ شام ۾ پکڙجي ويا. معلوم ٿو ٿئي تہ اھي مصر ۾ بہ وڃي پھتا ۽ ڪيترائي فرعون انھن جي نسل مان ھيا. حجاز جا عمالقي بنو قحطان جي ھڪڙي شاخ بنو جرھم وارن ھٿاران تباہ ٿي ويا يا پڇائي ڪڍيا ويا. جن ابتدائي طور ڏاکڻي حصي ۾ رھائش اختيار ڪئي ۽ بعد ۾ اتر طرف وڌندي عمالقن تي قابض ٿي ويا ھيا.

بني ثمود جيڪي بني عاد وانگر ڪوشي يا حامي نسل جا ھيا ادوم (Edom) جي سرحدي علائقي ۾ آباد ٿيا ۽ پوءِ حجر جي علائقي ۾ جيڪو عرب الحجر جي اوير ۾ حجاز ۽ شام جي وچ ۾ واقع آھي. اھي ماڻھو غارن وارا ھيا ۽ ٽڪرين جي پاسن ۾ کوٽيل گھرن ۾ رھندا ھيا. سر ھينري لي يارڊ (Sir Henry Layard) پنھنجي "ارلي ٽريولز" (Early Travels) نالي ڪتاب ۾ انھن پھاڙن ۾ رھائشن جي کنڊرات جو ذڪر ڪيو آھي ۽ جديد دور جي سياحن طرفان سفرنامن ۾ بيان ڪيل احوالن ۽ تازين کوجنائن جي نتيجن سان عربي روايتن جي پيٺ ڪرڻ سان ڪير بہ بني ثمود جي وطن جو تعين ڪري سگھي ٿو. شام ۽ نجد يا حجاز جي وچ ۾ واپار جي لاءِ "بنھہ ضروري وچواري ڏر" ھجڻ ڪري ثمودي وڏي خوشحالي واري حالت کي پھتا. آخرڪار اھي عظيم عيلامي (Elamite) فاتح خزارالاحمر(Chedorlaomer) ھٿاران ان جي شام ۽ عربستان تي فاتحانہ چڙھاين دوران وڏي تعداد ۾ تباہ ٿي ويا. انھن غارن ۾ رھندڙ قديم ماڻھن مٿان، جن پاڻ کي پنھنجن مضبوط ماڳن ۾ قدرتي آفتن کان محفوظ ٿي سمجھيو جيڪا ڀيانڪ آفت ٽٽي ان جو قريش کي تنبيھہ ڪرڻ جي غرض سان قرآن شريف ۾ ذڪر ٿيل آھي.

انھي مصيبت کان پوءِ بني ثمود وارن منجھان باقي بچيل ماڻھو عيلامي نار(خليج عيلا Elemitic Gulf) جي اتر طرف جبل سعير( Mount

Seir) ڏانهن هليا ويا. جتي اهي حضرت اسحاق عليہ السلام ۽ حضرت يعقوب عليہ السلام جي زماني ۾ رهندا هيا. پر اهي جلد ئي پاڙيسري قبيلن ۾ ضم ٿي ختم ٿي ويا ۽ انهن جي جاءِ ادومين (Edomites) والاري جن ڪجهہ وقت تائين سعير جبل تي پنهنجو قبضو ڄمائي رکيو.[1] معلوم ٿو ٿئي تہ آخرڪار انهن ادومين جي مال ملڪيت تي عربن جي هڪڙي جماعت قبضو ڪيو جنهن کي بني قحطان وارن يمن منجهان تڙي ديس نيڪالي ڏني هئي. ڊيوڊورس سڪيولس ( Diodorus Siculus) جي دور ۾ پنهنجن وڏن(پيشروئن) وانگر اهي رومي لشڪرن کي فوجي جٿا مهيا ڪندا هيا.

طسم (Tasm) ۽ جديس (Jadis) ۾ ٻين ننڍن قبيلن کي ڇڏي جيڪي خاص ذڪر ڪرڻ لاءِ اهميت رکندڙ ڪونہ آهن. اسان بنوجرهم ڏانهن اچون ٿا جيڪي پڻ "عرب العاربہ" جي هڪڙي طبقي ۾ شمار ٿين ٿا. ۽ جن لاءِ سمجهيو وڃي ٿو تہ انهن حجاز ۾ عمالقين تي قبضو ڪري انهن کي تباھ ڪيائون. لڳي ٿو تہ ساڳي نالي وارا ٻہ قبيلا گذريا آهن. انهن مان هڪڙو نهايت قديم ۽ بني عاد قوم جي ساڳي زماني وارو (همعصر) ۽ گهٽ ڪري اصل بڻ بنياد ۾ ڪُوشي نسل وارو هيو. جڏهن تہ ٻيو قحطان جي اولاد مان هيو. جن وڏي ذڪار واري هڪڙي موسم ۾ يمن جي ماتري ڪان نڪري اچي حجاز تي قبضو ڪيو ۽ اتان عمالقي قبيلن کي ديس نيڪالي ڏئي پاڻ انهن جي جاين جڳهين ۾ آباد ٿي ويا. چيو وڃي ٿو تہ قحطاني نسل جي بني جرهم وارن ان وقت چڙهائي ڪئي جڏهن اسماعيلي نسل جا عرب عمالقين منجهہ جن جي علائقي ۾ اهي گهٽي عرصي کان رهائش پذير هيا. نمايان حيثيت حاصل ڪرڻ شروع ڪئي. اسماعيلي عرب ڪاھ ڪري ايندڙ ڪتڪن سان سمجهوتو ڪري دوستاڻن لاڳاپن ۾ داخل ٿي ويا ۽ ڪيتري عرصي تائين انهن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي امن واري زندگي گذاريندا رهيا. آلِ اسماعيل جي وڌندڙ لهر آڏو بنوجرهم آهستي آهستي ماتري مٿان پنهنجي گرفت ڪمزور ڪرڻ لڳا ۽ هڪڙي صدي بہ نہ گذري تہ حجاز ۾

[1] ڪتاب پيدائش باب چوڏهون (Gen, xiv, 4,6)

تهامہ جون رياستون ابراهيمي عربن(اولادِ ابراهيم) جي هٿ ۾ اچي ويون. مستعربہ عربن جي ترقي بابل جي بادشاهہ (شاهِ بابل) جي حد دخلي ڪري عارضي طور رڪجي وئي، پر اسان جيئن اڳتي ڏسنداسين تہ انهن (ابراهيمين) جلدئي پنهنجي وڃايل سگهہ وري حاصل ڪري ورتي ۽ حجاز نجد، ۽ عراق ۽ ميسوپوٽاما جي بيابانن ۾ پکڙجي ويا. جتي آخرڪار انهن پاڻ کان اڳ اتي رهندڙ قحطانين کي پاڻ ۾ سمائي ڇڏيو.

عرب المتعاربہ ۾ اهي قبيلا شامل هيا جيڪي قحطان بن عابر جي اولاد هيا[1] ۽ زياده تر يمن ۾ رهائش پذير هيا. قحطاني قبيلا عربستان ۾ ان جي اتر اولهہ ڪنڌ کان داخل ٿيا هيا ۽ وقت بہ وقت هيٺ ڏکڻ طرف وڌندا ويا هيا جتي اهي ڪجهہ عرصي تائين تہ ڪُوشي نسل جي بني عاد وارن وٽ انهن جي سياسي بالادستي آڏو رعيت جي حيثيت ۾ گذاريندا رهيا، ۽ آخرڪار پاڻ حڪمران طاقت بڻجي ويا. بهرحال، قحطان منجهان پيدا ٿيل آدم زاد صرف ڏاکڻي عربستان تائين محدود ڪونہ هيو. انهن جي رهائس جو اوائلي ماڳ ميسوپوٽاما ۾ هيو. انهي علائقي کان ڏکڻ طرف يمن ڏانهن ويندي قحطاني قبيلن لازمي طور جزيري جي هڪ ڪنڌ کان ٻي ڪنڌ تائين سفر ڪيو هوندو ۽ بنا ڪنهن شڪ جي پنهنجي واٽ سان پنهنجي پٺيان ضرور ڪجهہ نيون وسنديون آباد ڪندا ويا هوندا.

عرب تاريخدانن جي قول مطابق ان زماني ۾ مهاجرن جي جيڪا لهر عرب جزيري ۾ داخل ٿي انهن جا اڳواڻ بہ ڀائر، قحطان ۽ يقطان، هيا جيڪي عابر يا حابر جا پٽ هيا. اهو قحطان جو پٽ يعرب هيو جنهن کي اهي يمن جو پهريون بادشاهہ سمجهن ٿا. جنهن جي نالي سان ان جي اولاد ۽ سموري جزيري کي عرب يا عربستان سڏيو وڃي ٿو. چيو وڃي ٿو تہ يعرب کان پوءِ ان جو پٽ يشحب (يشهد Yashhad) تخت تي ويٺو جيڪو سلطنت جي قديم گادي جي هنڌ مارب جو باني هيو ۽ مشهور عبدشمس عرف سبا جو پيءُ هيو. يشهد هڪڙو عرفي نالو آهي جنهن جي معنيٰ "ملڪ گير" يعني فتحون ڪندڙ آهي، جيڪو ان طرفان

---

[1] ابن اثير ان کي عابر يا غابر سڏي ٿو.

گهٽيون سوين حاصل ڪرڻ ڪري ان تي رکيو ويو هيو. سبا جو اولاد قحطاني نسل جي مختلف قبيلن جا جد امجد ٿي ويا. جيڪي عربي روايتن ۾ مشهور آهن. سبا پنهنجن پونئرن ۾ ٻه پٽ ڇڏيا. هڪڙو حمير(Himyar) جنهن جي معنيٰ آهي ڳاڙهو[1] ۽ ٻيو ڪهلان (Kuhlan). پهرين پنهنجي پيءُ جو تخت ماٺيو ۽ ان جي نالي پٺيان ئي سبا جو شاهي گهراڻو حميري سڏجڻ لڳو.[2] هن جي ۽ هن جي ڀاءُ ڪهلان جي اولاد حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي جمڻ کان هڪ صدي اڳ تائين واري واري سان يمن تي حڪمراني ڪندا رهيا. عظيم بادشاهه ذوالقرنين ۽ مشهور بيبي بلقيس جيڪا حضرت سليمان عليہ السلام جي زماني ۾ بيت المقدس (يروشلم) ڏانهن وئي هئي جو تعلق هن شاهي گهراڻي سان هيو.[3]

بني اسماعيل عربستان ۾ جيڪي اوائلي وسنديون آباد ڪيون انهن جي باري ۾ روايتن جو سلسلو حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ ان جي ڪالديہ (Chaldaea) مان نيڪالي يا جلاوطني واري زماني سان وڃي ملي ٿو. آلِ اسماعيل حجاز ۾ وڌندو ويجهندو ۽ ترقي ڪندو رهيو جيستائين اهي پنهنجن اتحادي جرهمين سان گڏ بابل جي هيبتناڪ بادشاهہ بخت نصر(بنوخذنصرNebuchadnezzar) هٿاران محڪوم ۽ گهٽو ٽٽو تباهہ ٿي ويا. اهو انهن سيني بادشاهن مان جن عربستان جي دل (مرڪز) تي حملو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، اڪيلو هيو جيڪو ان تي ڪاري ضرب هڻڻ ۾ ڪامياب ويو. مڪي مڪرم جو بنياد گهٽو ڪري ان زماني ۾ پيو جڏهن ابراهيمي عربن عرب جزيري ۾ اچي رهائش اختيار ڪئي، چوڻ عرب روايتن مطابق هن شهر جو بنياد رکندڙ هڪڙو مضاض بن عمرو نالي جرهمي سردار هيو جنهن جي نياڻي مستعربہ

---

[1] ڳاڙهي چوغي جي ڪري، جيڪو اهو مصر جي فرعونن جي نقل ڪندي پائيندو هيو.

[2] يمن جا حميري بادشاهہ جن جو توباس (Tobbas) لقب هيو لڳي ٿوته انهن جو اوائلي زمانن کان فارس ۽ بيزنطين ٻنهي سان لڳ لاڳاپي وارو رابطو هيو.

[3] هي حاشيو ضميمو نمبر 3 ۾ ڏسو.

عربن جي جدامجد حضرت اسماعيل عليہ السلام سان پرڻائي وئي هئي.
ان ئي زماني ۾ هڪڙي عبادت گهر يعني ڪعبت الله شريف جي تعمير
ٿي، جنهن مڪي کي عربستان جي ٻين شهرن مٿان فوقيت بخشي.
"قبيلن جي عظيم ابي" حضرت ابراهيم عليہ السلام جي هٿان پراڻي
دور جي انتهائي ويراني ۾ تاهيل ڪعبو سدائين قوم جي عبادتگاهن مان
انتهائي مقدس ۽ گهڻو واجب الاحترام عبادت گهر(معبد) رهيو آهي. ان
۾ هڪ سو سٺ بت رکيل هيا. هر ڏينهن لاءِ هڪڙو بت. ان جي مرڪز ۾
هبل نالي وڏو بت هيو جيڪو ڳاڙهي عقيق جي پٿر مان تراشيل هيو ان
کان علاوه سون ۽ چاندي جا ٻہ هرڻ، حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ ان
جي پٽ حضرت اسماعيل عليہ السلام جا مجسما بہ هيا. هر سال قبيلن
جا ماڻهو هتي اچي ڪاري پٿر(حجراسود) کي، جيڪو حضرت آدم عليہ
السلام جي اوائلي ڏينهن ۾ بهشت مان موڪليو ويو هيو چُمندا هيا، ۽
اگهاڙو ٿي ڪعبي جي چوڌاري طواف جا ست ڦيرا پائيندا هيا. ائين
مڪو شروع زماني کان وٺي نہ صرف عربن جي مذهبي گڏجاڻين جو پر
انهن جي واپاري ڏنڌن جو پڻ مرڪز هيو. پراڻي زماني جي واپاري رستي
تي واقع هجڻ ڪري ان پنهنجي پاڙيسري ملڪن جي دولت ۽ ثقافت
کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي آندو. بابلي فاتح کي بہ همت ڪونہ هئي تہ ان
شهر جي تجارتي ڪاميابي کي نقصان پهچائي سگهي، ڇوتہ انهن عربن
کي جيڪا جاگرافيائي ٻيهڪ واري اهميت حاصل هئي ان ڪري حجاز
جا عرب دنيا جي قومن جا رکوالا ٿي ويا هيا.

مڪو انهن تجارتي سرگرمين جو مرڪز هيو جن عربن کي
سدائين اوير(ايشيا) جي قومن کان ناميارو رکيو. مڪي مان قافلا
نڪرندا هيا جيڪي يمن ۽ گهڻو مشهور ٿيل هندوستان جون قيمتي
پيداوارون کڻي بازنطين رياست ۽ فارس (ايران) ڏانهن پهچائيندا هيا، ۽
شام منجهان فارس جي شهرن جا ريشمي ڪپڙا ۽ اناج جون جنسون
آڻيندا هيا. پر اهي پاڻ سان واپاري سامان کان گهڻو وڌيڪ ٻيو ڪجهہ بہ
آڻيندا هيا، انهن قافلن جي قطار ۾ عيش عشرت واريون اهي سيئي
عادتون ۽ علتون بہ ايندڀون هيون، جن پاڙيوارين بادشاهين جي اصل
جذبي کي ڳاري ڇڏيو هيو. پارسي (ايراني ) ۽ يوناني غلام ڇوڪريون،

جيڪي شام ۽ عراق مان خريد ڪري آنديون وينديون هيون. نہ صرف پنهنجي ڳائڻ ۽ ناچ ذريعي شاهوڪار ماڻهن کي اباڻڪين گهڙين ۾ وندرائينديون هيون پر انهن جي نفساني خواهشن جي پورائو ڪرڻ جو ذريعو بہ هونديون هيون. شاعر، جنهن جا نظم قوم جي فخر وارو سرمايو هجڻ کپن، فقط وقتي حياتي جي مزن جي باري ۾ گيت ڳائيندو هيو ۽ ماڻهن جي بداخلاقي کي هٿي وٺرائيندو هيو ۽ ڪنهن کي بہ سياڻي جو فڪر ڪونہ هيو.

عرب، ۽ خاص ڪري مڪي وارا، شراب نوشي، جوا کيڏڻ ۽ راڳ رنگ جا جذباتي حد تائين سخت عادي هيا. ٻين اوڀر وارن (ايشيائي) ملڪن وانگر ناچ ڪرڻ ۽ ڳائڻ گهٽ حيثيت وارين عورتن جو ڌنڌو هيو جن کي قِيان (Kiyan) يا اڪيلي کي قِيَن سڏيو ويندو هيو ۽ اهي عصمت فروشي لاءِ بہ مشهور هونديون هيون. پوءِ بہ انهن جي گهڻي عزت ڪئي ويندي هئي ۽ وڏا وڏا سردار انهن جي اڏن تي حاضري ڀريندا هيا.[1] هندن وانگر عربن ۾ بہ گهڻين زالن رکڻ جو رواج بي حدوحساب موجود هيو. حقيقي ماءُ کان سواءِ بيوهہ کي پنهنجي مئل مڙس طرفان ڇڏيل ميراث جو حصو سمجهيو ويندو هيو ۽ ان جي پٽ (ويڳي پٽ) جي استعمال ۾ هلي ويندي هئي؛ معصوم نياڻين کي جيئري پورڻ وارو غيرانساني عمل بہ عام هيو.

يهودين کي، جن کي اشورين، يونانين ۽ رومين هڪ ٻئي پٺيان اباڻن ڪکن مان بي گهر ڪيو هيو عربن منجهہ سلامتي ۽ تحفظ ملي

---

[1] ماڻهن جي اخلاقي پستي جو اندازو انهيءَ حقيقت مان لڳائي سگهجي ٿو تہ اهي عورتون دعوتن جو بندوبست ڪنديون هيون جن ۾ شهر ۾ رهندڙ امير امراء سيئي شرڪت ڪندا هيا. شهري عرب ڇَڪي راند تي شرط رکڻ جو ايترو شوقين هيو جو ٽيسي ٽس(Tacitus) جي جرمنن وانگر اهو پنهنجي آزادي کي بہ داءَ تي لڳائي ڇڏيندو هيو. انهن خرابين جي ڪري ۽ انهن جي عملن سان وابستہ بداخلاقين جي ڪري ئي هيو تہ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجن امتين کي جوا کيڏڻ، ناچ گانا ڪرڻ ۽ شراب پيئڻ کان سختي سان منع ڪئي. اموين انهن ئنهي برائين کي ٻيهر جاري ڪيو. حقيقت ۾ انهن پراڻي ڪفر واري انهي رواج کي وڌائڻ جي نمائندگي ڪئي، جنهن جون پاڙون عظيم پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم وڏي محنت سان پٽي ڇڏيون هيون.

ويو هيو. پر انهن پنهنجي مذهب سان گڏ تڪرارن جا اهي تلخ جذبا بہ آندا هيا جيڪي گهڻو ڪري سندن بدقسمتي جي وڏي حصي جو سبب هيا. بهرحال اهي عربستان ۾ ماڻهن جي وڏي انگ کي پنهنجي مذهب ۾ داخل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا هيا، ۽ جنهن وقت حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي نبوت جو اعلان ڪيو تہ ان وقت ڪهلان جي نسل مان حمير ۽ ڪنده جي اولاد جو هڪڙو معزز گروه يمن ۾، ۽ بنوقريظہ ۽ بنو نضير جيڪي اسماعيلي نسل(بني اسماعيل) مان هيا پر قديم زماني کان عربن سان گڏ زندگي گذاري رهيا هيا، خيبر ۽ يثرب ۾ يهودي مذهب جا پيروڪار هيا. نسطورين (Nestorian) ۽ يعقوبي (جيڪبي) عيسائين پڻ عربستان ۾ نيون آباديون قائم ڪري ورتيون هيون. عربستان تي تسلط حاصل ڪرڻ لاءِ انهن پنهي مخالف مذهبي ٽولن جي وچ ۾ سخت دشمني نهايت وڏيڪ زرخيز علائقن ۾ ڪڏهن ڪڏهن خونخوار لڙاين کي اياريو ٿي.[1] ربيعہ بن نزار جي نسل مان ڪجهہ ڪٽنبن مثال طور، ميسوپوٽاما ۾ آباد ٽيل بنوتغلب ۽ بنوعبدالقيس جيڪي بحرين ۾ آباد هيا. انهن عيسائي مذهب قبول ڪيو هيو. نجران ۾ بني حارث بن ڪعب؛ عراق ۾ بني عباد، شام ۾ غساني (آلِ غسان) ۽ ڪجهہ بنوخزاعہ وارا، دومت الجندل ۾ سيڪوني (Saconi) ۽ بني ڪلب وارا عيسائي مذهب قبول ڪري چڪا هيا. جيڪي قبيلا مصر ۽ فلسطين جي وچ ۾ پکڙيل رڻ پٽ ۾ گهمندا رهندا هيا انهن مان پڻ ڪجهہ عيسائي هيا. عربن منجهہ مجوسيت ۽ صابيت جا مڃيندڙ بہ هيا ۽ خاص ڪري آلِ حمير منجهہ موجود هيا. بني اسد وارا عطارد کي؛ بنوجزام وارا مشتري کي، بني طي وارا سهيل (Canopur) کي، قيس عيلان جو اولاد شعري[2] (Sirius) کي پوڄيندا هيا. قريش جا

---

[1] ابن اثير جلد پهريون، صفحو 308؛ گبن(Gibbon) جو ڪتاب "ڊڪلائين اينڊ فال آف دي رومن ايمپاير" جلد ڇهون ( Decline and Fall of the Roman Empire, Vol_VI)، صفحو 114؛ ڪاسن ڊي پرسيول(Causin de Perceval) جو ڪتاب "هسٽري ڊيس عربيس" (History des Arabes, Vol_I) جلد پهريون، صفحو 128.

[2] ڏسو سورت حٰم سجده آيت 37.

ڪجهہ گروهہ ٽن چنڊن وارين مورتين. لات يعني چمڪندڙ چنڊ، منات يعني ڪاراٽيل چنڊ، ۽ ٻنهي جي گڏيل عزا کي پوڄيندا هيا. جن کي خدا جون ڌيئرون (بنات الله) سڏيندا هيا. ان زماني ۾ مڪو پري پري تائين ڦهليل بت پرستي جو مرڪز هيو جنهن جون شاخون سموري عرب جزيري جي قبيلن ۾ پکڙيل هيون. بنوڪنانہ جيڪي قريشن سان خوني رشتي ۾ بہ ۽ سياسي اتحاد ۾ بہ گڏيل هيا. الدبران (Aldobaran) ستاري کان علاوه عزا مورتي کي بہ پوڄيندا هيا. جيڪا مڪي کان ڏيڍ ڏينهن جي پنڌ تي نخلہ نالي جاءِ تي هڪڙي وڻ ۾ مجسم تصور ڪئي ويندي هئي. هوازن جيڪي مڪي جي ڏکڻ اوير ۾ ڦرندا رهندا هيا. لات انهن جي دل پسند ديوي هئي، جنهن جو بت طائف جي جاءِ تي ٺاهيل هيو. منات کي مڪي ۽ شام جي وچ ۾ هلندڙ قافلي واري رستي تي هڪڙي ٽَڪِري ۾ موجود (مجسم) سمجهيو ويندو هيو. انهن مورتين جي پوڄا ۾ خاص طور لنگ پوڄا جي رسمن تي عمل ڪيو ويندو هيو. انهي ساڳي نموني ۾ جيڪو قديم سامين ۽ فونيقن ۽ بابلين ۾ عام هيو. پر قوم جي گهڻائي، خاص طور تي آلِ مضر سان واسطو رکندڙ قبيلا، هڪڙي نهايت ذليل قسم جي بت پرستي ۾ تمام گهڻو ڪريل نموني ۾ ڦاٿل هيا. جانور ۽ وڻ ٽڻ، هرڻ، گهوڙو اٺ، ڪجي جو وڻ، پهاڙ ٽڪرين ۽ پٿرن وغيره جهڙيون بي جان شيون پوڄا جون خاص شيون (معبود) هيون. بهرحال، اهي هڪڙي قادر مطلق هستي جي تصور کان بہ واقف هيا پر ان جو اثر تمام ٿورن ماڻهن ۾ هيو جن بت پرستي جي قيد مان ڇڄندي پاڻ کي هڪڙي فلسفياڻي بي اعتقادي ۾ مبتلا ڪيو جيڪا ٿورو ڪي گهڻو انهن جي پاڙيسرين صابين، يهودين ۽ عيسائين جي مذهبي ۽ لاديني قصن ڪهاڻين سان رنگيل هئي. انهن منجهان ڪجهہ ماڻهن چٽي نموني وڏي شان واري الله تعاليٰ جي نظرئي کي تسليم ٿي ڪيو ۽ پنهنجي زماني جي فحاشين ۽ مجموعي ماده پرستي کان نفرت ڪندي هڪڙي هدايت ڪندڙ – هڪڙي پيغمبر – جي ظهور جو شدت سان انتظار ڪري رهيا هيا جنهن لاءِ انهن پنهنجن دلين ۾ محسوس ٿي ڪيو تہ جلد ئي ظاهر ٿيندو.

ڪجهه قبيلن منجهه فوتگي جي صورت ۾ قبر تي هڪڙو اٺ قربان ڪيو ويندو هيو يا اتي ٻڌي ڇڏيندا هيا تہ ڀلي اڃ ۽ بکون ڪاٽي مري وڃي. اهو انهيءَ عقيدي ڪري هيو تہ مئل ماڻهوءَ جي ايندڙ حياتي ۾ اهو جانور ان لاءِ سواري جو ڪم ڏيندو. ڪن ماڻهن جو ايمان هيو تہ روح جسم کان جدا ٿي هڪڙي پکي جي شڪل اختيار ڪري جنهن کي "هاما" يا "صديٰ" چوندا هيا. جيڪڏهن مئل ماڻهو ڪنهن ٻئي تشدد موت جو شڪار ٿيل هوندو تہ پکي جيستائين خون جو بدلو نہ ورتو وڃي اسقوني (مونکي پاڻي پياريو) جون دانهون ڪندي قبر مٿان لامارا ڏيندو رهندو آهي. جنن ڀوتن ۾ ايمان ۽ پنهنجن بتن ذريعي ڳجهين ڳالهين جو اطلاع حاصل ڪرڻ، تيرن واري ازلام يا قداح سڏي ويندڙ ڦال ذريعي ڪنهن ڪم جو مشورو حاصل ڪرڻ، جو عقيدو عام هيو. هر قبيلي کي جدا جدا پنهنجا خاص بت ۽ خاص بت خانا هيا. انهن بت خانن سان وابستہ پنڊتن ۽ پروهتن کي پوڄارين طرفان قيمتي سوکڙيون ملنديون هيون. اڪثر ڪري هڪ ٻئي جي مخالف بت خانن جي پوڄارين يا پيروڪارن جي وچ ۾ رتوڇاڻ وارا تڪرار ايرندا رهندا هيا.[1]

پر حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي عبادتگاهہ يعني ڪعبت الله شريف سڀني قبيلن منجهہ بغير ڪنهن اعتراض جي وڏي احترام ۽ عظمت وارو هيو. يهودي ۽ صابئي بہ اتي نذرانا موڪيندا هيا. انهي عبادتگاه جي سار سنڀال (توليت) قبيلن منجهہ وڏي رِيس جو سبب هئي، ڇوتہ ان سنڀال ڪري سنڀاليندڙ کي اهڙا اعزاز ۽ مراعاتون مليل هونديون هيون جيڪي عربن جي نظر ۾ نهايت گهڻي قدر ۽ منزلت واريون هيون. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڄمڻ وقت اهو اعزاز سندن ڪٽنب وارن کي مليل هيو. ۽ سندن ڏاڏو سائين ان خدائي مملڪت جي قومي جماعت جو بزرگ ۽ معزز سردار هيو. جنهن جون گڏجاڻيون ڪعبي جي ڀرسان

---

[1] ٻين ڪيترن بت خانن کان علاوه يمن ۾ بنو خثعم وارن جو ذوالخلاصہ، نجد ۾ بنو ربيعہ وارن جو روضہ، عراق ۾ ذوسبات، ۽ سمنڊ ڪناري ويجهو قديد جي جاءِ تي يثرب جي رهاڪن اوس ۽ خزرج قبيلن جو منات گهڻو مشهور هيا.

منعقد ٿينديون هيون. انساني قربانيون عام جام هيون. بت خانن ۾ رکيل خاص خاص بتن کان علاوه هر ڪٽنب جا گهرو ديوتا هيا. جن جي پابندي سان پوڄا ڪئي ويندي هئي.

عربن جي اخلاقي ۽ مذهبي حالت اهڙي هئي جو نہ يهوديت، نہ ئي وري عيسائيت انهن ۾ انساني خوبي پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيون هيون. ميور(Muir) ٻڌائي ٿو "عيسائي بنائڻ واري تبليغ جي پنجن صدين گذرڻ کان پوءِ بہ عيسائين جا صرف ڪٿي ڪٿي هڪ اڌ ٽولا ڏسڻ ۾ ايندا هيا. يعني نجران جا بنو حارث. يمامہ جا بنوحنيفہ. تيماء (Tayma) ۾ بنوطي جا ڪجھ خاندان. ۽ مشڪل سان ڪو ٻيو. يهوديت جيڪا گهڻو وڌيڪ طاقتور هئي. ذونواس (Zunawas) جي دور ۾ مذهب تبديل ڪرائڻ لاءِ اڌوگابريون ڪوششون ڪيون هيون. پر ان وقت هڪڙي متحرڪ ۽ تبديل ڪرڻ جهڙي سگهہ وارو هجڻ جي بجاءِ يهودي عقيدي جون تبليغي سرگرميون ختم ٿي ويون هيون. صاف طور تي هڪڙي مذهبي نقطہ نظر کي ڏيان ۾ رکجي تہ اسان کي خبر پوندي تہ عيسائيت جي ڪمزور ڪوشش عربي زندگي ۾ مٿاڇريون هلڪيون لهرون پيدا ڪيون. يهوديت جا طاقتور اثر گهڻو گهرو ۽ وڌيڪ هيجاني صورت واري رجحان ۾ ڏسڻ ۾ ايندا. پر مقامي بت پرستي جي لهر ۽ اسماعيلين جي ٿوَهَم پرستي جو سيلاب ڪعبي ڏانهن هر طرف کان ڏوڪيندو پئي آيو اهي ڳالهيون چڱو خاصو ثبوت پيش ڪن ٿيون تہ مڪي جي مذهب ۽ عبادت جي طريقي عرب ذهن کي شدت سان پنهنجي غلامي جي شڪنجي ۾ قابو ڪري ڇڏيو هيو.[1]

مخالفاڻين سوچن سان ڳنڍيل قبيلن جا باهمي اختلاف ۽ رقابتون،[2] جن مذهبي ۽ نسلي اختلافن ڪري هڪڙي کي ٻئي جي خلاف پڙڪايو ٿي تن ايشورين، بابلين، يونانين، پارسين، حبش وارن کي اتر ۾ اوير ۾ ۽ ڏکڻ اولهہ ۾ مختلف علائقن جو حاڪم ٿيڻ جو موقعو

---

[1] ڏسو ميور(Muir) جي ڪتاب جي جلد پهريون جو مقدمو.

[2] اهي قبيلائي ساڙ ۽ خانداني جهڳڙا جن جي باري ۾ مون کي اڳتي ذڪر ڪرڻو آهي، انهن ڳالهين جو مکيہ سبب هيا جن عرب سلطنت کي تباهي جي ڪناري تي پهچايو.

فراهم ڪيو. حبش وارا تہ ايترو اڳتي وڌي آيا جو انهن قومي عبادت گهر يعني ڪعبت الله شريف کي ڊاهي شهيد ڪرڻ جي نيت سان حجاز تي حملو بہ ڪيو هيو. پر حضرت عبدالمطلب رضہ جي اٽل حُب الوطني ڪري انهن جي طاقت مڪي آڏو ناڪام ٿي وئي هئي. ويهن سالن تائين انهن حبشين يمن کي ڏاڍ جو نشانو بنائي رکيو ان کان پوءِ هڪڙي مقامي حڪمران يعني مشهور سيف ذواليزن جي پٽ. فارس جي مدد سان انهن کي يمن مان پچائي ڪڍيو. عيسائين هٿاران ان جي قتل ٿيڻ کان پوءِ ان جي رياست. جنهن تي اهو نوشيروان عادل جي سهڪار سان حڪومت ڪري رهيو هيو مڪمل طور تي پارسين (ايرانين) جي هٿ هيٺ هلي وئي ۽ يمن فارس جو ڏن پريندڙ ٿي ويو.[1]

قسطنطنيہ ۽ طيسفون(مدائن) يعني فارس جي هڪٻئي جي رقيب سلطنتن عربستان جي مختلف علائقن تي جيڪو سڌو تسلط قائم ڪري رکيو هيو ان کان علاوه عرب جي وڏن حڪمرانن مان ٻن. غسان ۽ حيره جي بادشاهن پنهنجون اطاعتي وفاداريون قيصر ۽ خسرو ۾ ورهائي ڇڏيون: ۽ انهن ٻي مقصد ۽ ٻي لاءِ هاڃيڪار لڙاين ۾. جيڪي پارسين ۽ بيزنطين وارن تباهي مچائڻ واري حوَس ڪري پنهنجن ماڻهن جو رت ست نپوڙيندڙي هڪٻئي خلاف وڙهيون ٿي. توڙي جو گهڻو ڪري عيسائين جي مقابلي ۾ حق زرتشتن جي طرف هوندو هيو. پر غساني ۽ حيره وارا دشمني واري صف بندي ۾ آمهون سامهون ٿي بيٺا ٿي يا انتهائي سنگين ويڙهہ ۾ جنبي ٿي ويا.[2]

ان وقت ۾ عرب جزيرو جن مختلف طبيعتن جي ماڻهن سان آباد ٿيل هيو انهن علائقي جي لوڪ ڪهاڻين ۾ انتهائي گهڻو مونجهارو

---

[1] ابن اثير جلد پهريون. صفحو 324. ڪاسن دي پرسيول. جلد پهريون. صفحو 138. طبري(زوتنبرگ Zotenberg وارو ترجمو) جلد ٻيو صفحو 217.

[2] يمن. بحرين. ۽ عراق جي عرب آبادي جو شهري حصو فارس(ايران) جي تابع هيو. انهن علائقن جا بدوي ماڻهو حقيقت ۾ سموري محڪومي کان آزاد هيا. شام جا عرب رومين جي رعيت ۾ شامل هيا: ميسوپوٽاما(بين النهرين) وارا ڪڏهن رومين جا تہ ڪڏهن فارس جا رعيتي هوندا هيا. وچ عربستان ۽ حجاز جا بدوي جن مٿان حميري موثر طور تي حڪومت ڪندا رهيا هيا. نالي ماتر فارس جي حڪمراني هيٺ هيا. باقي انهن اصلي آزادي جو مزو ٿي ماڻيو.

پيدا ڪري ڇڏيو آهي. غير مُهذب قومن منجهہ سدائين اهو رجحان رهيو آهي تہ اهي واقعن کي قصن ڪهاڻين جو لبادو پارائيندا آهن. انهن منجهہ نوان تصور ناهڻ جو عمل شين کي نہ صرف گلابي رنگ ۾ رنگي ٿو پر اصل مقصد کي وڏائي چڙهائي ڇڏيندو آهي. ڪنهن قوم جي تهذيب جيڪڏهن ثقافتن جو مرڪب هجي تہ ان ۾ لاتعداد ڪهاڻيون رائج ٿي وينديون آهن. جيڪي ٿوروگهڻو حقيقي واقعن تي ٻڌل هونديون آهن. يمن جي علائقي ۾ ۽ عام طور تي ذڪڙ اولهہ وارن علائقن ۾ جيڪي حامي ماڻهو اچي آباد ٿيا; اصل حامي جيڪي انهن پٺيان آيا، اوير ۾ آرين وانگر; يهودين ۽ عيسائين، انهن سيني پنهنجون پنهنجون روايتون، پنهنجون ڏند ڪٿائون، پنهنجون ڪهاڻيون، پاڻ سان گڏ آنديون. زماني جي وهڪري ۾ انهن ماضي جي باقيات هڪڙو ڪردار ۽ تسلسل حاصل ڪيو پر بهرحال ظاهر ۾ اهي ڇونہ ڪيتريون بي بنياد معلوم ٿين پر پرک ڪرڻ تي سدائين انهن منجهہ حقيقت جو عنصر ملندو. مثال طور شداد ۽ ان جي ارم واري باغ جي مشهور قصي جي ڌنڌلي آئيني ۾ اسان کي هڪڙي عظيم الشان بادشاهت جو عڪس ڏسڻ ۾ اچي ٿو جنهن مصر کي پڻ فتح ڪري پنهنجي بادشاهت ۾ شامل ڪيو جيڪي هڪڙي دولتمند قوم، وڏين وڏين ماڙين جا ناهيندڙ ڪالديہ جي ترقي يافتہ تهذيب سان هڪجهڙي مشابهت رکندڙ بابل جي مذهب سان ملندڙ جلندڙ مذهب کي مڃيندڙ. هڪڙي مختصر قوم جنهن ۾ مادي ترقي سان گڏ وڏو اخلاقي بگاڙ ۽ گنديون رسمون بہ سلهاڙيل هيون.[1] اهڙي طرح عاد ۽ ثمود وارين قومن جي تباهي جي باري ۾ جيڪي اڌ افسانوي ۽ اڌ تاريخي روايتون آهن. اسان کي اشورين ۽ عربن يعني سامين جي لهر آڏو حامي نسل جي تباهي جو نقشو ڏسڻ ۾ اچي ٿو.[2]

آلِ يعقوب پنهنجن خونخوار دشمنن کان ڀڄندي عرب جزيري ۾ پاڻ سان گڏ پنهنجون ڪهاڻيون ۽ روايتون بہ کڻي آئي ۽ ائين جزيري

---

[1] ڏسو لينورمنٽ(Lenormant) جو ڪتاب "اينشنٽ هسٽري آف دي ايسٽ" (Ancient History of the East)، جلد ٻيو صفحو 296.

[2] ابن اثير جلد پهريون، صفحو 55 کان 58.

جي لوڪ ڪهاڻين ۾ هڪڙي نئين عنصر جو اضافو ڪيائون. سامي مهاجرن مان آخري جيڪي عربستان ۾ داخل ٿيا اهي خود بہ پاڻ کي ۽ ان سان گڏوگڏ سندن پاڙيسري بہ انهن کي اولادِ ابراهيم سمجهندا هيا. ۽ نسل درنسل انهي عقيدي جي روايت هلندي آئي جنهن هڪڙي حقيقي امر جي صورت اختيار ڪئي.

جڏهن مانوي مذهب کي فارس (ايران) ۽ بيزنطين جي راڄن مان نيڪالي ملي تہ ان کان پوءِ ان بہ عربستان ڏانهن رخ ڪيو.[1] هن آزاد ڌرتي (ملڪ) ۾ اوائلي ڊوسيٽين (Docetes)، مارشيونين (Marcionites) ۽ ويلنتينين (Valentinian) سيني عقيدن جا مڃيندڙ موجود هيا. انهن سيني پنهنجون پنهنجون روايتون ۽ نظريا ڦهلايا جيڪي هوريان هوريان ان علائقي جي روايتن اندر گڏجي ويا. اهي عيسائي فرقا جيڪي پنهنجن پرتشدد مخالفن جي مقابلي ۾ پنهنجن خيالن ۾ وڌيڪ مضبوطي سان انهي عقيدي تي قائم هيا تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام مجسم خدا، يا گهٽ ۾ گهٽ خدا جو پٽ، يا خدا جو ڪلام هيو جنهن ابديت جي پيٽ مان جنم ورتو. اهو الوهيت جو هڪڙو مظهر هيو نوري عرش جي ولايت مان نڪرندڙ هڪڙو ڪرڻو جيڪو سوري تي نہ مري ٿي سگهيو ۽ نہ وري مئو هيو. انهن جو اهو بہ ايمان هيو تہ رجعت پرست عيسائين طرفان روايتن ۾ جيڪي تڪليف ۽ اذيت وارا لفظ حضرت يسوع مسيح عليہ السلام جي واتان نڪتل ٻڌايا وڃن ٿا، نہ ان جي چپن مان اهي لفظ نڪتا ۽ نہ وري نڪري سگهيا ٿي. مختصر طور تہ اهو ماڻهو جنهن سوليءَ تي چڙهڻ جي تڪليف برداشت ڪئي، اهو اصل حضرت عيسيٰ عليہ السلام نہ پر ڪو ٻيو ماڻهو هيو ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جلادن جي هٿن مان بچي نڪري ويو ۽ جتان آيو هيو انهن ماڳن (عرش برين) ڏانهن هليو ويو.[2] بهرحال توڙي جو اهو عقيدو ظاهر ۾ ڪيترو بہ وهمي ڇونہ لڳندو هجي پر اهو عقيدو

---

[1] ڏسو بيوسبر(Beausobre) جو ڪتاب "هسٽري ڊو مانوي ازم"( Hist. du Manicheisme) ڀاڱو پهريون، باب چوٿون.

[2] ڏسو موشيم ۽ گبن جا ڪتاب(Mosheim and Gibbon, in loco).

يسوع مسيح عليہ السلام جي لاءِ الله جو پٽ (ابن الله) هجڻ واري عقيدي سان گهڻو مطابقت رکندڙ آهي ۽ ائين ٿو لڳي تہ ان جو بنياد ڪجهہ مضبوط گماني ڳالهين تي رکيو ويو آهي. فلوطس (Pilate)، جنهن جي لاءِ ترتولين (Turtulion) چوي ٿو تہ اهو اندران اندران عيسائي هو جي پرجوش خواهش ڪري تہ ڪنهن طرح سان يسوع مسيح عليہ السلام جي جان بچائي،[1] ۽ ناصري پيغمبر جي خون ڪري پنهنجي خلاف وڏيڪ نفرت سر تي کڻڻ کان هيرود (Herod) جو راضي نہ ٿيڻ ڪري ہہ، جڏهن انسانذات جي وڏي همدرد کي پوائٽن نظارن. جيڪي سڄي رات جاري رهيا هيا. جي تڪميل ڪرڻ لاءِ صليب ڏانهن آندو ويو هيو ۽ ان وقت جيڪو انڌيرو ڇانيل هيو تہ انهي کيل جي نهايت هيبتناڪ منظر وقت قانونِ فطرت خلاف جيڪا ڳُگهہ اوندهہ ڌرتي تي ڇائنجي وئي،[2] اهي مڙئي حادثاتي حالتون ۽ واقعا انهي عقيدي کي مچڻ لاءِ مضبوط امڪان فراهم ڪن ٿا تہ بي ڏوهي (معصوم) بچي نڪري ويو ۽ ڏوهي ماٺهو پوڳيو.[3]

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ والہ وسلم جي ظهور کان اڳ واقعن تي ٻڌل اهي سيئي روايتون، توڙي جو تصوراتي رنگن ۾ رنگيل هيون، لازمي طور ماڻهن جي عقيدن ۾ گهر ڪري ويون هونديون ۽ علائقن جي لوڪ روايتن جو بنيادي حصو ٿي ويون هونديون. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ والہ وسلم جڏهن پنهنجي دين ۽ پنهنجي

---

[1] ڏسو بلنٽ (Blunt) جو ڪتاب "هسٽري آف دي ڪرسچن چرچ" (History of the Christian Church)، صفحو 138.

[2] ڏسو ملمن جو ڪتاب "هسٽري آف ڪرسچئنٽي" (History of Christianity) جلد پهريون، صفحو 348 کان 362.

[3] جيڪڏهن ڪا شي انهيءَ عجيب و غريب عقيدي کي وڏيڪ مضبوط گمان ڏئي سگهي ٿي تہ اهو ليوڪ (Luke) جي ڪتابِ لوقس ۾ آيل اهو واقعاتي بيان آهي جنهن ۾ اهو ذڪر ڪيو ويو آهي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام پنهنجن خوفزده پيروڪارن کي، جن ان کي هڪڙو روح ٿي سمجهيو آٿت ڏيڻ لاءِ قبر مان اٿڻ کان پوءِ اجازت ڏني تہ اهي ان جي جسم کي ڇهي تسلي ڪن، ۽ ان کائڻ لاءِ ڪجهہ کاڌي جي گهر ڪئي، ۽ ڀُڳل مڇي ۽ ماکي کاڌائين.

شرعي قانونن جي تبليغ شروع ڪئي تہ پاڻ ڪريمن صلي الله تعالیٰ عليہ والہ وسلم انهن روايتن کي پنهنجي قوم منجھ رائج ۽ گردش ڪندي ڏٺو پاڻ انهي ۾ دلچسپي ڏيکاريائون ۽ عربن ۽ پسگردائي وارين قومن کي سماجي ۽ اخلاقي پستي وارين اونهاين مان مٿي ڪڍڻ لاءِ جن ۾ اهي ڦاسي ويا هيا. انهن روايتن کي هڪڙي سهاري جي نموني طور اختيار ڪيائون.

طورسينا جبل تي جيڪو نور اڀريو هيو ۽ اهو نور جنهن گيليلي (Galilee) جي مهاڻن ۽ هني ٻارن ۾ پورهيو ڪندڙ ڪڙمين جي زندگين کي روشن ڪري ڇڏيو هيو اهو نور هاڻي فاران جي چوٽين تي چمڪي رهيو هو:

جاء الله من سيناء و اشرق من ساعير او استعلیٰ من فاران.[1]

---

[1] ياقوت پنهنجي مجمع البلدان نالي جاگرافيائي انسائڪلوپيڊيا جي ڪتاب جي جلد ٽيون ۾ صفحي 834 تي لکي ٿو تہ ساعير فلسطين ۾ هڪڙو جبل آهي، جڏهن تہ فاران مڪي وارو جبل آهي.

# پاڱو پهريون

## رسول الله

صلي الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم

## جي زندگي مبارڪ ۽ نبوت

## باب پهريون

بلغ العليٰ بڪماله    ڪشف الدجيٰ بجماله
حسنت جميع خصاله    صلو عليه و آله

مٿيون عربي سٽون، جيڪي پنهنجي خوبصورتي مطابق ترجمو ڪري نٿيون سگهجن، ان شخصيت جي ڪردار جي اعليٰ مقام واري طبيعت جي سڀاجهڙائي جي باري ۾ ڪنهن به قسم جو وڌاءُ پيش ڪونه ٿيون ڪن، جنهن جي زندگي، منصب، ۽ تعليمات جي باري ۾ اسان ايندڙ صفحن ۾ بيان ڪرڻ چاهيون ٿا. ستين عيسوي صدي جي شروعات ۾ مڪي جي گهٽين ۾ اڪثر، هڪڙو زندگي جي ڀوهه جواني کان اڳتي وڌيل خاموش ۽ غور و فڪر ۾ مشغول شخص ڏسڻ ۾ ايندو هيو سندس عربي چوغو ڪلهن تي لڙڪندڙ سندس رومال(طيلسان)[1] منهن تي ويڙهيل، ڪڏهن پروقار نموني سان هوريان هوريان قدم کڻندڙ ڪڏهن تڪڙيون وکون کڻندڙ ٻنهي صورتن ۾ نه ڀرسان لنگهي ويندڙن کي اک کڻي ڏسندو هيو ۽ نه پنهنجي چوڌاري ٿيندڙ راند روند جي نظارن تي ڌيان ڌريندو هيو بلڪ پنهنجي ڳوڙهي سوچ ويچار ۾ مگن هوندو هيو پر ان جي باوجود غريبن جي سلام جو جواب ڏيڻ کان يا ٻارن سان شفقت وارا لفظ ڳالهائڻ کان، جيڪي سندس چوڌاري انبوهه ڪري گڏ ٿي ويندا هيا، ڪڏهن به غافل ڪونه هوندو هيو. اهو "الامين" (امانتدار) آهي. ان پنهنجي زندگي اهڙي شرافت ۽ محنت سان گذاري آهي جو پنهنجي لاءِ پنهنجن ڳوٺاڻن کان سچار ۽ امين جهڙا عزت ڀريا لقب حاصل ڪيا اٿائين. پر هاڻي سندس اوپرين تبليغن ڪري سندس ڳوٺاڻا ڪيس معاشري جي پراڻين روايتن کي نوان موڙ ڏيڻ جو خواهشمند، انهن جي قديم مراعاتن کي ختم ڪرڻ، انهن کي انهن جي پراڻن مذهبي عقيدن ۽ رسمن کي ترڪ ڪرڻ لاءِ مشورو ڏيندڙ ۽ هڪڙو وڏا خواب لهندڙ ۽ جنوني انقلابي سمجهندي مشڪوڪ نظرن سان ڏسڻ لڳا آهن.

---

[1] هڪڙو وڏو رومال جيڪو مٿي تي ۽ جبي جي مٿان ڪليل نموني رکي، ڪاڏي جي هينان ڦيرائي ان جو هڪڙو پلاند ڪابي ڪلهي تي رکي ڇڏبو آهي.

انهن ڏينهن ۾ مڪي جو شهر پنهنجي ۾نهي بيهڪ ۽ تاريخي پس منظر ڪري، عربستان جي شهرن منجهه وڏي اهميت ۽ حيثيت وارو منفرد شهر هيو. مڪو اتر کان ڏکڻ طرف پکڙيل هڪڙي وادي جي هيناهين ۾ واقع هيو اولهه طرف کان پهاڙن جي هڪڙي قطار ۽ اوڀر کان اوچن معدني ۽ سخت پٿرن وارن جبلن سان گهيريل هيو ان جي وچ ۾ ڪعبت الله شريف جي عمارت هئي. . پنهنجي ترتيب ۽ پڪين سرن سان ناهيل گهٽين، مضبوط گهرن، عوامي گڏجاڻين واري هال (دارالندوه) جنهن جو دروازو ڪعبي جي طواف جي ميدان طرف کلندو هيو جي ڪري شهر طاقت ۽ خوشحالي جو هڪڙو غير معمولي ڏيک ڏيندو هيو. ڪعبت الله شريف جي سنڀال جو ذمو جيڪو اصل ۾ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي اولاد (بني اسماعيل) جو موروثي حق هيو بابلين (اهلِ بابل) جي حملي جي نتيجي ۾ بنوجرهم وارن جي هٿ ۾ هليو ويو هيو. ديني ۽ دنياوي اقتدار جي ميلاپ بنوجرهم جي سردارن کي اهو درجو بخشيو هيو جو انهن "مَلِڪ" يعني بادشاهہ جو لقب اختيار ڪيو هيو. ٽين عيسوي صدي جي شروعات ۾ هڪڙي قحطاني نسل جي بنو خزاعہ سڏجندڙ شاخ يمن مان چڙهائي ڪري اچي مڪي ۽ حجاز جي ڏاکڻين علائقن تي قبضو ڪيو جنهن سبب بنوجرهم وارن جو اقتدار ختم ٿي ويو. انهيءَ دوران بني اسماعيل وارا جن بابل جي بادشاهہ جي دور ۾ نهايت تڪليف سان گذاريو هيو. آهستي آهستي ٻيهر پنهنجي اڳين سگهہ ۽ حيثيت حاصل ڪري رهيا هيا. بني اسماعيل مان هڪڙي عدنان نالي شخص جنهن جو زمانو هڪ صدي قبل مسيح جي لڳ ڀڳ آهي، پنهنجي جدامجد (حضرت اسماعيل عليہ السلام) وانگر هڪڙي جرهمي سردار جي نياڻي سان شادي ڪئي هئي ۽ مڪي ۾ ئي رهائش اختيار ڪئي هئائين. ان عدنان جو پٽ معد، نجد ۽ حجاز ۾ رهندڙ بني اسماعيل جو حقيقي جدامجد ٿي ويو. فهر عرف قريش جيڪو معد جي اولاد ۾ ٽين صدي عيسوي ۾ جائو. اهو انهيءَ قبيلي جو ڏاڏو هيو جنهن عربستان کي ان جو رسول ۽ قانون ساز ڏنو.

بنوخزاعہ ٻن صدين کان بہ وڌيڪ عرصي تائين ڪعبت الله شريف جا متولي رهيا ۽ ان منصب کي جيڪا فضيلت ۽ مان مليل هيو

ان جا مالڪ بڻيا رهيا. بنوخزاعہ جي آخري سردار حُليل جي مرڻ پڄاڻان فهر جي اولاد مان قصي،[1] جنهن حُليل جي نياڻي سان شادي ڪئي هئي، بنوخزاعہ وارن کي مڪي مان تڙي ڪڍيو ۽ شهر ۾ سمورو انتظام، ديني ۽ دنياوي هٿ، پاڻ سنڀالي ورتو ۽ ائين حجاز جو حقيقي حڪمران ٿي ويو.[2] هاڻي اسان مڪمل طور تواريخي حقيقتن تي اچون ٿا.

خبر ٿي پوي ٿہ قصي پنجين عيسوي صدي جي وچ ڌاري پاڻ کي مڪي جو سردار قرار ڏنو ۽ هڪدم شهر کي هڪڙي منظم بنياد جي انتظام واري هلائي چلائي تي هلائڻ ڏانهن ڌيان ڏنائين. قصي جي زماني تائين، قريشن جا مختلف خاندان الڳ ٿلڳ ۽ ڇڙوڇڙ هنڌن تي ڪعبت الله شريف کان چڱي خاصي فاصلي تي رهندا هيا. انهن جي دل ۾ ڪعبت الله شريف جو جيڪو احترام هيو ان ڪري اهي ڪعبت الله شريف پرسان گهر ٺاهي رهڻ کان پاسو ڪندا هيا. سندن قومي عبادت گهر(ڪعبو) جن غيرحفاظتي حالتن ۾ گهيريل هيو انهن خطرن کي مدنظر رکندي، هن(قصي) قريشن کي ترغيب ڏني تہ ڪعبت الله شريف جي چوڌاري طواف لاءِ مناسب جاءِ ڇڏي اهي پروارين جاين ۾ رهائش اختيار ڪن. جن خاندانن کي اها زمين ڏني وئي انهن اتي نهايت مضبوط ۽ قلعي نما جايون ٺاهي رهائش اختيار ڪئي.

قصي پنهنجي لاءِ هڪڙو محلات نهرايو جنهن جو دروازو ڪعبت الله شريف[3] جي طواف جي ميدان طرف کلندو هيو. ان محل جو نالو دارالندوه "ڪائونسل هال" هيو، جتي قصي جي صدارت ۾ عوامي معاملن تي ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي هئي ۽ ان متعلق حڪم جاري ڪيا ويندا

---

[1] قصي فهر جي پنجين پيڙهي واري اولاد هيو ۽ اٽڪل 398ع ۾ ڄائو هيو. لفظ قريش "قرش" مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ واپار ڪرڻ آهي. چوتہ فهر ۽ ان جي اولاد جو ڌنڌو واپار هيو.

[2] ان کان پوءِ بنوخزاعہ وارن جي باري ۾ اسان تڏهن ٻڌو جڏهن قريشين انهن کان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خلاف مدد گهري

[3] انهيءَ عمارت کي جيڪا وقت بہ وقت ڪيترا دفعا وري وري تعمير ٿي. آخرڪار عبدالملڪ ثاني، جيڪو اموي حڪمران هيو جي دور ۾ مسجد ۾ تبديل ڪيو ويو.

هيا. انهيءَ هال ۾ قصي جي اولاد کان سواءِ، چاليهن سالن کان گهٽ عمر واري ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي داخل ٿيڻ جي اجازت ڪونہ هئي. هتي نجي تقريبون پڻ منعقد ٿينديون هيون. جڏهن قريشن کي ڪنهن لڙائي ۾ شموليت اختيار ڪرڻي هوندي هئي تہ اهي هتي دارالندوه ۾ قصي هٿان "لِوا" نالي جهنڊو وٺندا هيا. قصي پاڻ پنهنجن هٿن سان هڪڙي نيزي جي چوٽيءَ تي سفيد ڪپڙي جو ٽڪرو ٻڌندو هيو ۽ پوءِ پاڻ يا پنهنجن پٽن مان ڪنهن هڪڙي جي هٿاران اهو قريش سردارن جي حوالي ڪندو هيو. اها تقريب جنهن کي "عقدالِوا" جي نالي سان سڏيو ويندو هيو قصي طرفان جاري ٿيڻ کان پوءِ عرب سلطنت جي خاتمي تائين جاري رهندي آئي. قصي طرفان جاري ڪيل هڪڙو ٻيو دستور ان کان بہ وڌيڪ گهٽي زماني تائين قائم رهيو. غريب زيارتي (حاجي) جيڪي هر سال مڪي ۾ ڪعبت الله شريف جي زيارت ڪرڻ ايندا هيا، انهن کي کاڌو کارائڻ جي ضرورت کان آگاهہ ڪندي ۽ انهن جي رهائش جي بندوبست ڪرڻ لاءِ زوربار ڪندي قصي قريشين کي ساليانو امداد ڏيڻ لاءِ راضي ڪري ورتو جنهن کي اهي رفاده سڏيندا هيا. ان آمدني کي اهو "ايام المنيٰ" يعني منيٰ[1] ۾ رهائش وارن ڏينهن دوران غريب حاجين جي کاڌ خوراڪ جي خرچ لاءِ ڪتب ۾ آڻيندو هيو. ايام المنيٰ مطلب قرباني وارو ڏينهن ۽ ان کان پوءِ وارا بہ ڏينهن جيڪي حاجي منيٰ ۾ گذاريندا هيا. اسلام جي نافذ ٿيڻ کان پوءِ بہ اهو دستور جاري رهيو ۽ اها ئي کاڌي ورهائڻ جي اصل حقيقت آهي جيڪو کاڌو خليفن، سلطانن ۽ ٻين حاڪمن جي طرفان هر سال منيٰ ۾ حاجين ۾ ورهايو ويندو هيو. لفظ "ندوه"، "لِوا" ۽ "رِفاده" انهن عهدن جي نشاندهي ڪن ٿا، جن جون ذميواريون قصي طرفان ادا ڪيون وينديون هيون، جيڪي هي آهن: قومي گڏجاڻي جو انعقاد ڪرڻ ۽ صدارت ڪرڻ، جهنڊو عنايت ڪرڻ جيڪو فوجي اڳواڻي جي نشاني هيو ۽ سامان تي محصول لاڳو ڪرڻ جيڪو زيارتين(حاجين) کي کاڌو کارائڻ جي

---

[1] منيٰ مڪي جي ڀرسان هڪڙي پهاڙي جاءِ آهي، جتي حاجي ٽي ڏينهن رهي حج جا رڪن ادا ڪندا آهن يعني قرباني ڪندا ۽ شيطان کي پٿريون هڻندا آهن.

مقصد لاءِ حاصل ڪيو ويندو هيو. انهن عهدن کان علاوه قصي وٽ ٻيون بہ ذميواريون هيون مثلاً مڪي ۾ ان جي پسگردائي وارن کوهن مان پاڻي پهچائڻ (سُقايہ). ۽ ٻتن جي پوڄا لاءِ خدمت چاڪري ڪرڻ سان گڏ ڪعبت الله شريف جي ڪنجين جي حفاظت (حِجابہ) جو انتظام بہ هيو.

ائين قُصي سيئي مذهبي، سماجي ۽ سياسي اهم ذميواريون پنهنجي ذات ۾ گڏ ڪيون هيون. اهو هڪ ئي وقت بادشاه، قاضي ۽ مذهبي پيشوا هيو. هن جي اختيار جيڪو گهڻو تڻو شاهاڻو هيو. قريش جي قبيلن لاءِ جنهن جو اهو مڃيل وڏو هيو وڏي ناماچاري آندي ۽ ان جي ئي زماني کان قريشن بني اسماعيل جي ٻين قبيلن مٿان نمايان فوقيت حاصل ڪئي.

قصي وڏي عمر ۾ اٽڪل 480ع ۾ وفات ڪئي.

ان پنهنجي حياتيءَ ۾ پنهنجي وڏي پٽ عبددار کي پنهنجو جانشين مقرر ڪيو هيو ۽ سندس وفات کان پوءِ سندس اهو پٽ آرام سان ۽ بغير ڪنهن تڪرار جي پنهنجي پيءُ جي اعليٰ مسند تي ويٺو. ليڪن عبددار جي وفات کان پوءِ ان جي پوٽن ۽ ان جي ڀاءُ عبدمناف جي پٽن جي وچ ۾ شديد تڪرار پيدا ٿي ويا. مختلف گهراڻا ۽ انهن جا ساٿاري ۽ پاڙيسري ٻن مخالف ٽولن ۾ ورهائجي ويا. بهرحال تڪرار وقتي طور صلح صفائي سان نبرجي ويو. ائين راضي نامي ذريعي ٿيل ٺاهه مطابق سقايہ ۽ رفاده جا عهدا عبدمناف جي پٽ عبدشمس جي حوالي ڪيا ويا، جڏهن تہ حجابہ، ندوه، ۽ لوا عبددار جي اولاد وٽ ئي رهيا. عبدشمس جيڪو نسبتن هڪڙو غريب ماڻهو هيو پنهنجيون ذميواريون جيڪي ان کي مليون هيون پنهنجي ڀاءُ هاشم جي حوالي ڪيون جيڪو قريشن منجهہ هڪڙو شاهوڪار ۽ گڏوگڏ هڪڙي وڏي اثررسوخ وارو ماڻهو هيو. هاشم قصي طرفان قريشين تي حاجين جي مدد لاءِ لڳايل محصول وصول ڪندو هيو ۽ انهن جي امداد مان حاصل ٿيل آمدني کي اهو پنهنجن وسيلن ۾ شامل ڪري ٻاهرين ماڻهن جي، جيڪي حج جي ڏينهن ۾ مڪي ۾ گڏ ٿيندا هيا، کاڌخوراڪ لاءِ ڪتب آڻيندو هيو.

مڪي جي اڪثر رهاڪن وانگر هاشم بہ واپار ڪندو هيو. هي اهوئي ماڻهو هيو جنهن پابندي سان مڪي مان ٻن قافلن کي روانو ڪرڻ جو بنياد وڌو. هڪڙو سياري ۾ يمن ڏانهن، ۽ ٻيو اونهاري ۾ شام ڏانهن.

هاشم اٽڪل 510ع ڌاري شام ڏانهن پنهنجي هڪڙي واپاري سفر دوران غزا نالي شهر ۾ وفات ڪئي، ۽ پنهنجي پنيان يثرب جي سلمہ نالي عورت مان صرف هڪڙو شيبہ نالي پٽ وارث ڇڏيائين. هاشم جي وفات کان پوءِ سقايہ ۽ رفاده جي ذميواري ان جي ننڍي ڀاءُ مُطلب جي حوالي ٿي، جنهن پنهنجي اهليت ۽ فياضي ڪري پنهنجن ڳوٺاڻن طرفان پنهنجي لاءِ "الفيض" يعني سخي جو مانائتو لقب، ۽ احترام جو هڪڙو وڏو مقام حاصل ڪري ورتو هيو. مُطلب، سفيد وارن واري ڇوڪري شيبا کي يثرب مان مڪي وٺي آيو. غلطي سان شيبا کي مُطلب جو غلام سمجهندي ماڻهو ان کي عبدالمطلب "مطلب جو غلام" سڏڻ لڳا. تنهن ڪري تواريخ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڏاڏي کي عبدالمطلب جي نالي کان سواءِ ڪنهن ٻئي نالي سان ڪونہ ٿي سڃاڻي.[1]

مُطلب 520ع جي آخر ڌاري يمن ۾ غزوان (قزوان) شهر ۾ وفات ڪئي، ۽ ان کان پوءِ ان جو ڀائٽيو عبدالمطلب مڪي جي قومي جماعت جي حقيقي اڳواڻ طور ان جو جانشين ٿيو. مڪي جي حڪومت ان وقت قصي جي گهراڻي جي ڀاتين مان خاص حيثيت رکندڙ ماڻهن جي هڪڙي انتظامي ٽولي جي هٿ ۾ هئي. جڏهن عبدالمطلب زمزم جي پاڪ کوهہ کي ڳولي لڌو ۽ ان جي نگهباني جي باري ۾ جيڪي تڪرار پيدا ٿيا، انهن جي نبيري کان پوءِ جيڪا انتظامي جماعت قائم ٿي، اها ڏهن ماڻهن تي مشتمل هئي، جن کي "شريف" جي لقب سان سڏيو ويندو هيو. رياستي انتظام ۾ انهن عمائدين جو سيني کان اعليٰ مقام هيو ۽ انهن جا عهدا هر خاندان جي سربراهہ يا وڏي عمر واري فرد جي حق ۾ موروثي سمجهيا ويندا هيا.

اهي مکيہ مرتبا (عهدا) هي هيا :

1. حِجابہ يعني ڪعبت الله شريف جي ڪنجين جي سنڀال، جيڪو اهم حيثيت وارو هڪڙو مشائخي رتبو هيو. اها ذميواري عبددار

---

[1] عبدِمناف جي پٽن مان پهريائين هاشم غزا ۾ وفات ڪئي، ان کان پوءِ عبد شمس مڪي ۾ فوت ٿيو پوءِ مُطلب غزوان (قزوان) ۾ ۽ آخر ۾ مُطلب کان ٿورو عرصو پوءِ نوفل عراق ۾ سِلمان جي ڳوٺ ۾ وفات ڪئي.

جي خاندان جي حوالي ٿيل هئي ۽ جڏهن مڪي وارن اسلام قبول ڪيو تہ ان وقت عثمان بن طلحہ ان عهدي تي فائز هيو.

2. سُقايہ يعني زمزم جي پاڪ کوهہ جي رکوالي ۽ حاجين جي استعمال لاءِ سموري گهربل پاڻي جو بندوبست. اهو مرتبو هاشم جي خاندان جي حوالي هيو ۽ مڪي جي فتح وقت پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو چاچو حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ انهي عهدي تي فائز هيو.

3. ديات يعني ديواني يا فوجداري عدالت. جيڪا گهڻي وقت کان تِيم بن مُره جي خاندان حوالي ٿيل هئي ۽ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي ظهور(بعثت) وقت عبدالله بن قهافہ المعروف حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ ان منصب تي فائز هيو.

3. سِفاره يعني حڪومت جي نمائندگي. جنهن ماڻهوءَ کي اهو عهدو مليل هوندو هيو ان کي رياست جو بااختيار وڪيل سمجهيو ويندو هيو. ان شخص کي قريشن جي وچ ۾ ۽ ٻين عرب قبلين جي وچ ۾ ۽ ڏارين سان پڻ، پيدا ٿيل اختلافن کي ٻڌڻ ۽ نبيرڻ جو اختيار حاصل هوندو هيو. اهو عهدو حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ کي مليل هيو.

4. لِوا يعني جهنڊي جي مالڪي: جنهن جهنڊي هيٺ گڏ ٿي قوم پنهنجي دشمن تي چڙهائي ڪندي هئي، ان جي حفاظت. انهيءَ جهنڊي جو سنڀاليندڙ حڪومت جي سيني لشڪرن جو سپہ سالار هوندو هيو. اهو فوجي عهدو اُموي گهراڻي کي مليل هيو ۽ اهو عهدو حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نهايت ڪنوردل دشمن طور سڃاتو ويندڙ ابوسفيان بن حرب جي حوالي هيو.

5. رِفاده يعني غريبن لاءِ امداد واري محصول جو انتظام. قوم طرفان ملندڙ امداد سان گڏ ٿيندڙ اها رقم غريب حاجين جي کاڌ خوراڪ تي استعمال ٿيندي هئي، آيا اهي مسافر هوندا هيا يا ڏيهي، حڪومت انهن کي الله تعاليٰ جو مهمان سمجهندي هئي. اها ذميواري جيڪا حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ کي حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي وفات کان پوءِ ملي هئي، پر ان جي وفات کان پوءِ نوفل بن عبدمناف جي خاندان جي حوالي ڪئي وئي هئي، ۽ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زماني ۾ حارث بن عمرو کي مليل هئي.

6. ندوه يعني قومي مجلس جي صدارت. اهو عهدو رکڻ وارو ماڻهو حڪومت جو مشير اعليٰ سمجهيو ويندو هيو ۽ سلطنت جا سمورا عوامي معاملا ان جي مشوري سان نبيريا ويندا هيا. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي زماني ۾ اهو عهدو عبدالعزا بن قصي جي خاندان جي ماڻهو اسود کي مليل هيو.

7. خائمہ يا قبہ يعني جماعت خاني جي سنڀال. اها ذميواري جنهن جي عهديدار کي اجلاس گهرائڻ سان گڏ لشڪرين کي هٿيار مهيا ڪري ڏيڻ لاءِ هدايت ڪرڻ جي پڻ اختياري مليل هئي. مخزوم بن مره جي خاندان منجهان خالد بن وليد کي مليل هئي.

8. خازنہ يعني بيت المال جو انتظام. حسن بن ڪعب جي خاندان جي حوالي ٿيل هيو ۽ حارث بن قيس کي مليل هيو.

9. ازلام يعني ڦال وجهڻ وارن تيرن جي سنڀال. جيڪي ديوتائن ۽ ديوين کان فيصلو (استخارا) حاصل ڪرڻ لاءِ اڇلايا ويندا هيا. اهو عهدو ابوسفيان جي ڀاءُ صفوان کي مليل هيو.

ساڳي وقت اهو دستور بہ مقرر ٿيل هيو تہ سيني کان وڏي عمر وارو رُڪن (ميمبر) گهٽي کان گهٽي اثر رسوخ استعمال ڪرڻ جو حق رکندو ۽ ان کي رئيس، سيد يا سردار جو لقب مليل هوندو هيو. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زماني ۾ انهن رڪنن مان سندن چاچو حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ پهريون شخص هيو.

بهرحال اختيار ۽ مراعاتن جي انهي ورهاست هوندي حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي ذاتي اخلاق ۽ اثر رسوخ ان کي هڪجيڏن ۾ امتيازي درجو ڏياري ڇڏيو هيو. قوم جو اهو معزز وڏڙو جنهن پنهنجي قوم جي روايتن مطابق ڪعبت الله شريف ۾ رکيل ديوتائن سان پنهنجي نرينہ اولاد مان هڪڙي جي قرباني پيش ڪرڻ جي باس باسي هئي، ڪيترن ئي پٽن سان نوازيل هيو.[1] پنهنجي باس پوري

[1] عبدالمطلب کي ٻارهن پٽ هيا ۽ ڇهہ ڌيئر هيس. پٽن مان حارث جيڪو 538ع ڌاري ڄائو اهو سيني مان وڏو هيو. ٻيا پٽ هي هيا: عبدالعزا عرف ابولهب جيڪو پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي آزاريندو هيو. عبد مناف جيڪو ابوطالب جي نالي سان وڌيڪ مشهور آهي(540ع ۾ ڄائو ۽ 620ع ۾ وفات ڪيائين). زبير ۽ عبدالله (جيڪو 545ع ۾ ڄائو) اهي فاطمہ بنت عمرو مخزومي جي پيٽان ڄاوا. ضرار ۽ عباس (جيڪو 566ع ۾ ڄائو ۽ 652 ع ۾ وفات ڪيائين) نتيلہ جي (ڏسو بقايا....)

ڪرڻ لاءِ پنهنجي عبادت خاني جي بي حس ديوتائن کي پنهنجي نهايت پياري پٽ عبدالله جي قرباني پيش ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيو پر ائين ٿيڻو ڪونه هيو ۽ قدرت کي ڪجھ بيو منظور هيو. انساني جان جي قرباني کي عبادت خاني جي ڪاهنه (يوپي عورت)[1] جي راءِ مطابق، هڪ سَوَ اُٺن ۾ بدلايو ويو ۽ ان زماني کان هڪ سَوَ اُٺ خون بها جي حد مقرر ٿي وئي.

حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ کي زهره قبيلي جي سردار وهب جي نياڻي حضرت آمنہ رضي الله تعاليٰ عنها سان پرڻايو ويو. حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ جي شادي کان پوءِ هڪڙو اهڙو سال شروع ٿيو جيڪو اهم واقعن سان ڀريل هيو. سال جي شروع ۾ ئي هڪڙو اهڙو واقعو پيش آيو جنهن جي ڪري سڄو عربستان حيرت ۾ وڃي ويو ۽ ان واقعي سموري قوم منجھ هڪڙي ڏڪڻي پيدا ڪري ڇڏي. يمن جي حبشي بادشاهہ ابرهہ الاشرم صنعا ۾ هڪڙو گرجاگھر ٺهرايو هيو ۽ ان جي تمنا هئي تہ ڪعبت الله شريف جي حرمت ۽ عظمت جنهن دولت کي مڪي ڏانهن ڪشش ٿي ڪئي، ان کي پنهنجي شهر ڏانهن موڙي وجي. مڪي جي هڪڙي رهواسي گرجا گھر جي بي حرمتي ڪئي، جنهن واقعي ان کي هڪڙو ڪليل بهانو مهيا ڪيو ۽ ان هڪڙي وڏي لشڪر سان ڪعبت الله شريف کي ڊاهي پٽ ڪرڻ لاءِ چڙهائي ڪئي. اهو پاڻ هڪڙي شاهاڻي انداز سان سنجيل هاٿي تي سوار ٿي پنهنجي لشڪر جي اڳواڻي ڪري رهيو هيو. هڪڙي وڏي لشڪر جي وچ ۾ پختگي سان ٻرانگھون ڪٽندڙ انهي وڏي جُثي واري جانور کي ڏسي عرب قبيلن جي ذهن تي ايترو اثر ٿيو جو انهن انهيءَ

---

(بقايا) پيٽان ڄاوا، مُقَوِم جهم عرف الغيداق (معنيٰ فراخ دل) ۽ حمزه پنهنجي امڙ هالا مان ڄاوا. نياڻيون هي هيون: عاتڪہ، اميمہ، اروه، بره ۽ ام حڪيم عرف البيضاء (گوري ـ يوري) انهن جي ماءُ فاطمہ هئي؛ ۽ صفيہ جنهن جي ماءُ هالا هئي، ان جي شادي عوام سان ٿي جيڪو مشهور زمانہ عبدالله بن زبير، جنهن اسلامي تاريخ ۾ گهڻو مکيہ ڪردار ادا ڪيو جو ڏاڏو هيو. عبدالمطلب جي باقي ٻن پٽن جا نالا معلوم ڪونہ آهن شايد انهيءَ ڪري جو انهن پنهنجي پٺيان ڪا اولاد ڪونہ ڇڏي (ڪجھ تاريخي ڪتابن مطابق انهن جا نالا قثم ۽ حجل هيا.اردو مترجم).

[1] ان ڪاهنہ (يوپي) عورت جو نالو سجاع ٻڌايو ويو آهي.(اردو مترجم)

واقعي پنيان هڪڙي سن جو آغاز ڪيو ۽ ان کي عام الفيل (هاٿي وارو سال) جو نالو ڏنائون (اهو 570ع جو واقعو آهي). حبش وارن جي فوج اڳتي وڌندي آئي تہ قريشي پنهنجن ٻارن ٻچن کي ساڻ ڪري پروارن پهاڙن ڏانهن هليا ويا ۽ اتان ڪارگذاري جو مشاهدو ڪرڻ لڳا. هر وقت دل ۾ اها اميد ٿي ڪيائون تہ ڪعبت الله شريف ۾ رکيل ديوتا(خدايانِ ڪعبہ) پنهنجي رهائشگاهہ جو خود بچاءُ ڪندا. حبشي فوج جڏهن مڪي جي ويجهو پهتي تہ ان وقت چٽو صبح ٿي ويو هيو روايت ڪرڻ وارا بيان ڪن ٿا تہ ان وقت هڪڙو عجيب واقعو ظاهر ٿيو. ڏسن تہ آسمان هڪدم ننڍڙن پکين جي ولر سان ڪڪرن وانگر ڍڪجي ويو. اهي ابابيل هيا. جن بدبخت فوجين جي مٿان ننڍڙيون پٿريون وسائڻ شروع ڪيون. انهن پٿرين ماڻهن جي بدن تي پاتل زرهن کي چيري جانورن جي بدن منجهان زور سان لنگهي، هلان ڪري ايندڙن منجهہ خوفناڪ تباهي مچائي ڇڏي. ساڳي وقت آسمان مان ٻوڏ وارا دروازا بہ کلي ويا ۽ مينهن ريلا ڪري وسڻ شروع ٿي ويو. جيڪو مئلن ۽ مرندڙن کي لوڙهي سمنڊ ڏانهن ڪٽي ويو.

ابرهہ زخمي حالت ۾ صنعا ڏانهن پڄي ويو ۽ اتي پهچڻ کان پوءِ جلدئي مري ويو. ابن هشام انهيءَ غير معمولي واقعي کي بيان ڪرڻ کان پوءِ وڌيڪ چوي ٿو "اهو ان ئي ساڳئي سال جو واقعو آهي جڏهن ماتا جو مرض عربستان جي علائقي ۾ پهريون دفعو ظاهر ٿيو." ڪاسن ڊي پرسيول (Caussin de Perceval) چوي ٿو "اهو اهڃاڻ معجزي کي ثابت ڪري ٿو." هر ڪوئي چڱي نموني سمجهي سگهي ٿو تہ ابره جي لشڪر جي تباهي ڪنهن خوفناڪ عذاب جو نتيجو هئي. ساڳي ويا جنهن سنچاريب (Sennacherib)[1] جي فوج کي هلاڪ ڪيو جنهن سان وري مينهن جي انهن وڏن وهڪرن مان هڪڙو شامل ٿيو جيڪي اڪثر ڪري مڪي جي وادي کي خوفناڪ ٻوڏ ۾ غرق ڪري ڇڏيندا هيا.

انهي واقعي کان ٿورو پوءِ حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي عمر جي پنجويهين سال ۾ يثرب ڏانهن هڪڙي مسافري دوران

---

[1] اشوريا جو بادشاهہ(705 کان 681 قبل مسيح.(اردو مترجم)

وفات ڪئي.[1] ڪجھ ڏينهن کان پوءِ ان جي ڏکويل زال هڪڙو پٽڙو ڄڻيو جنهن جو نالو محمَد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) رکيو ويو. محمَد (صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم) ربيع الاول جي 12 تاريخ يعني 29 آگسٽ 570ع[2] تي هاٿين واري سال ۾ حبش وارن جي لشڪر جي بربادي جي اٽڪل پنجاھہ ڏينهن کان پوءِ ڄاوا هيا. روايتن ۾ اچي ٿو تہ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڄمڻ سان اهڙيون نشانيون ۽ حيرت انگيز ڳالهيون ظاهر ٿيون جن مان ڏرتي تي رهندڙ قومن سمجھيو تہ جنهن ڇوٽڪاري ڏيارڻ واري جو انتظار هيو ان جو ظهور ٿي ويو آهي. دليل جو قائل (عقليت پسند) تاريخدان ماڻهن طرفان انهن نشانين تي ايمان رکڻ جو هڏي ڪلي ٿو مناظرو ڪرڻ وارو اهو عيسائي جيڪو صرف قياسي استدلال جي بنياد تي بنان ڪنهن حيل وحجت جي انهن ٽن سياڻن جي ڳالھ کي قبول ڪري ٿو ڇڏي جيڪي هڪ ايرندر تاري کي ڏسي حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي پئدائش واري جاءِ تائين وجي پهتا هيا. پر اسلام جي پيغمبر متعلق عادت جي خلاف انهن نشانين جو ذڪر پڙهي انهن تي ٺٺولي ڪري ٿو. ليڪن تاريخ جو تنقيدي جائزو وٺندڙ شاگرد, جيڪو اڳين ماڻهن جي سوچ ۽ فڪر تي همدردي سان غور ڪري ٿو ۽ جنهن جي دل تعصب کان پاڪ آهي, اهو انهن "نشانين ۽ حيرت انگيز ڳالهين" لاءِ, جن لاءِ مسلمان چون ٿا تہ انهن جي نبي صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي ڄمڻ سان ظاهر ٿيون, سمجھي ٿو تہ اهي اهڙيون حقيقتون آهن جيڪي تواريخي تجزئي جون حقدار آهن. اسان جديد زماني ۾ پيدا ٿيڻ وارن کي, قومن ۽ فردن جي حياتين ۾ ٿيندڙ عام رواجي واقعن ۾ هڪڙي اٽل قانون جو موجود هجڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿو پوءِ ان ڳالھ ۾ ڪهڙو عجب آهي تہ اڄ کان 1400 سال اڳ وارن ماڻهن کي هڪڙي قوم جي يادگار عمارت جي ڍهڻ ۾ خدا

---

[1] اهو عدي جي پٽن جي گھر ۾ دفن ٿيو جيڪي سندس ماما هيا.

[2] ڪسرا نوشيروان جي حڪومت جي چاليهين سال جي آخرڏاري ۽ سيليوقي (Scleucide)سن 880 جي آخر ڏاري (تاريخ اسلام جي ليکڪ اڪبر شاھ نجيب آبادي جي مطابق 22 اپريل 571ع. اردو مترجم)

جو هٿ نظر آيو هجي[1] جيڪو انهن جي ظلمن ۽ بدڪارين جي ڪري اڻ ٽر قسمت ڏانهن اشارو ڪندو هجي. عربن جي دستور مطابق ٻارڙي کي سندس اوائلي ننڍپڻ ۾ هوازن جي هڪڙي شاخ بنواسد قبيلي جي هڪڙي بدوي عورت (حليمہ سعديہ)[2] جي حوالي ڪيو ويو. جڏهن حليمہ ان ٻارڙي کي واپس ڪٺي آئي تہ حضرت آمنہ رضي الله تعاليٰ عنہ وڏي نزاڪت واري سنڀال سان ان جي پالنا ڪئي. پر جلدئي اها وفات ڪري وئي ۽ ٻٽي يتيمي وارو ٻارڙو ائين پنهنجي ڏاڏي حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي ڪفالت ۾ هليو ويو. جنهن ان جي امڙ کان پوءِ جيڪي سال زندهہ رهيو پنهنجي پوٽي جي وڏي شفقت سان سارسنڀال ڪئي. پر والدين جي انهي پيار ۽ سنڀال جي کوٽ کي، جيڪي ٻارپڻي جون نعمتون آهن، ڪابہ شئي پورو ڪري نہ ٿي سگهي. سندن والد سڳورو سندن ڄمڻ کان اڳ وفات ڪري ويو هيو. جڏهن ٻاڻ فقط ڇهن ورهين جي عمر جا ٿيا تہ امڙ کان بہ محروم ٿي ويا ۽ انهيءَ پورائو نہ ٿيڻ جهڙي نقصان حساس ٻارڙي جي ذهن تي ڳوڙهو تاثر ڇڏيو. ٽن يا چئن سالن کان پوءِ ٻاڻ پنهنجي ڏاڏي جي شفقت کان بہ محروم ٿي ويا. حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ. صنعا جي مسافري تان واپسي کان پوءِ 579ع ڌاري وفات ڪئي[3] جتي اهو قريشين جي نمائندي

---

[1] گهٽو ڪري ڪسرا نوشيروان جي محل جي ڪنگرن جي ڪرڻ ڏانهن اشارو آهي. (اردو مترجم)

[2] ڪجهہ سالن کان پوءِ جڏهن ان مسڪين بدوي عورت (حليمہ رضا) کي قريشن مڪي ۾ قيد ڪري آندوتہ حضور جن ان کي هڪدم سڃاڻي ورتو ۽ سندن اکين مان خوشي جا لڙڪ وهي هليا. ٻاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي شاهوڪار زال کان ان ٻڍڙي عورت جي عمرير جي ڪفالت جو بندوبست ڪرايو.

[3] حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ کي جيڪي سقايا (پاڻي پيارڻ) ۽ رفاده(جهنڊو کڻڻ) وارا بہ منصب مليل هيا انهن مان هڪڙو سقايہ زمزم جي نگهباني سان گڏ ان جي پٽ حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ جي حوالي ٿيو. جڏهن تہ ٻيو حضرت ابوطالب رضہ کي مليو جيڪو مڪي ۾ وڏي اختيار ۽ مرتبي وارو ماڻهو هيو. بهرحال، حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ رفاده جي منصب کي پنهنجي اولاد جي حوالي ڪونہ ڪيو. ان جي وفات کان پوءِ اهو منصب نوفل بن عبد مناف جي هٿ ۾ ويو. ۽ جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم (ڏسو بقايا...)

طور سيف بن ذواليزن کي فارس جي مدد سان تبابعہ (توباس Tobbas) جي سلطنت حاصل ڪرڻ جي ڪاميابي تي مبارڪباد ڏيڻ لاءِ ويو هيو.

حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي وفات کان پوءِ هن يتيم ٻارڙي جي حياتيءَ جي هڪڙي نئين دور جو آغاز ٿيو. پنهنجي موت واري بستري تي ٻيڙي ڏاڏي، ابوطالب کي سندس پاءُ جي ٻچڙي جي سنڀال حوالي ڪئي هئي ۽ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم پنهنجي زندگي مبارڪ جا شروعاتي ڏينهن حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهر ۾ گذاريا. اسان تصور جي اک سان ان ڇوڪري کي جنهن جون غور ۽ فڪر ۾ ٻڏل اکيون جڻ مستقبل جي گهراين ۾ ڏسنديون هجن، پنهنجي چاچي جي غريباڻي ڪٽنب جي مسڪيني حال ۾ هيڏي هوڏي ڪم ڪار ڪندي، يا اڪثر ڪري ريگستان ۾ وچي قدرت جي نظارن جو مشاهدو ڪندي ڏسي سگهون ٿا. سپاءُ جو منڙو ۽ اشراف، انساني پيڙائن لاءِ تڪليف جو احساس رکندڙ ريگستان جو اهو صاف دل وارو ڇوڪرو پنهنجي ننڍڙي سنگت جو دلبر هيو چاچي ۽ پاڻتي جي وچھ بہ سدائين دلي محبت وارو لاڳاپو رهيو. "الله جي فرشتن ان جي دل کي چيري کوليو هيو ۽ ان کي نور سان ڀريو هيو."[1] سندن شروعاتي حياتي محنت ۽ مشقت جي بار کان آزاد ڪونہ هئي. اڪثر ڪري پنهنجي چاچي جي جانورن جي سار سنڀال لاءِ کين ريگستان ۾ وڃڻو پوندو هيو. هاشم ۽ عبدالمطلب جي مهمان نوازي واري شاهي سخاوت ڪري سندن وارثن کي تمام گهٽ ورثو مليو هيو ۽ هاڻي آمدني جي گهٽتائي سبب غربت ڪري هاشمي پنهنجي اختياري ۽ اقتداري حيثيت تيزي سان وڃائي رهيا هيا. ڪعبت الله شريف جي زيارتين(حاجين) کي کاڌو کارائڻ واري ذميواري انهن جي مخالف اموي قبيلي جي حوالي ڪئي وئي هئي، جن سدائين آلِ هاشم ڏانهن نهايت سخت ساڙ ۽ حسد وارو رويو رکيو هيو.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم اجا ٻاراڻي عمر ۾ هيا جڏهن ناپاڪ لڙايون ـ غزوات فجار ـ يعني انهن لڙاين جي

---

(بقايا) مڪو فتح ڪيو تہ ان وقت جيئن اسان اڳ ۾ ذڪر ڪري آيا آهيون رفاده جو منصب حارث بن عمرو بن نوفل جي حوالي ٿيل هيو. (زيني جلد پهريون)

[1] سيرت ابن هشام(اردو مترجم)

سلسلي مان هڪڙي جيڪي ڪيترن سالن تائين انساني حياتين جي وڏي نقصان ۽ قسمتن کي هيٺ مٿي ڪندي جاري رهيون - هڪ دفعو وري عڪاظ جي ميدان تي چڙي پئي، هڪڙي پاسي قريش ۽ بنوڪنانہ هيا تہ ٻئي پاسي قيس عيلان. عڪاظ مڪي کان ٽن ننڍين منزلن جي مفاصلي تي طائف ۽ نخلہ جي وچ ۾ واقع آهي. انهيءَ جاءِ تي هر سال ذوالقعد جي مقدس مهيني ۾، جڏهن لڙائي ڪرڻ يا ڪاوڙ ۾ اچي خون وهائڻ حرام هيو. جڻ "هڪڙي قسم جو مذهبي معاهدو" هيو عرب تواريخ جو هڪڙو مشهور وڏو ساليانو ميلو لڳندو هيو. ٻيا ميلا بہ لڳندا هيا. هڪڙو مڪي کان ٿورو پري مرالظهران پرسان مجنا وٽ ۽ ٻيو جبل عرفات جي پر ۾ ذوالمجاز وٽ. پر عڪاظ جي ميدان تي لڳندڙ ميلي کي هڪڙي وڏي قومي تقريب سمجهيو ويندو هيو. ان مقدس مهيني ۾، جڏهن سموري دشمني ۽ قبيلائي تڪرارن کي وقتي طور دفن ڪيو ويندو هيو. هتي عربستان جي سيني علائقن ۽ ڏورانهن پرڳڻن مان پڻ، دنيا جو واپاري سامان ايندو هيو. هتي حجاز ۽ نجد جا واپاري ۽ ريگستان جا جنگجو شاعر (مبازر)ايندا هيا، ۽ فنڪار بہ ايندا هيا جيڪي اڪثر ڪري پاڻ کي خون جو پلاند وٺندڙن کان بچائڻ لاءِ ٻهروپ ڪري، يا منهن تي نقاب ويڙهي رکندا هيا ۽ اتي گڏ ٿيل قومن کان داد وصول ڪرڻ لاءِ پنهنجا شعر پڙهي ٻڌائيندا هيا. عڪاظ عربستان جو "اولمپيا"[1] هيو. اهي ماڻهو هتي فقط واپار لاءِ ڪونہ ايندا هيا پر پنهنجي بهادري ۽ پنهنجي شان مان جا گيت ڳائڻ يعني پنهنجين شاعراڻين ۽ ادبي صلاحيتن جو مظاهرو ڪرڻ لاءِ بہ ايندا هيا. انهن جا اهي قصيدا جن کي گڏ ٿيل انبوهہ طرفان گهڻو ساراهيو ويندو هيو انهن کي سون جي اکرن ۾ اڪيريو ويندو هيو ۽ اولاد لاءِ يادگار طور ڇڏڻ لاءِ قومي عبادت گهر(ڪعبت الله شريف) ۾ لٽڪايو ويندو هيو.[2] ميلي جي انهن ڏينهن دوران عڪاظ خوشي ۽ جوش جي هڪڙي وڻندڙ نظاري جو ڏيک ڏيندو هيو. پر اتي تصوير جو ٻيو رخ بہ هيو. ناچڻيون عورتون،

---

[1] يونان جو قديم شهر جتي عالمي راندين جا مقابلا ٿيندا آهن، ۽ انهي سلسلي ۾ هڪڙو وڏو جشن منعقد ڪيو ويندو آهي.(اردو مترجم)

[2] انهي مناسبت سان انهن کي "معلقات" يعني لٽڪائي هنيل شاعري پڻ چوندا هيا.

پنهنجين جديد دور جي نمائندين، مصر جي الماس ۽ غوازن (Ghawazin) وانگر، هڪڙي تنبو کان ٻئي تنبو ڏانهن وينديون هيون. پنهنجي ٺهڪن ۽ پنهنجن راڳن سان ريگستان جي اڀري نسل جي نوجوانن جي جذبات کي اڀاريندڀون هيون؛ اوباش ڇوڪرن جا ميڙاڪا جيڪي موسيقي جي الف بي کان بہ واقف ڪونہ هوندا هيا پر ڳائڻ جو بي ڊولو مظاهرو ڪندا رهندا هيا، شرابي رنگ رليون جيڪي گهڻو تڻو رتوڇاڻ ۽ دنگن فسادن سان پڄاڻي تي پهچنديون هيون؛ جوا جا اڏا جتي مڪي جا ماڻهو رات کان صبح ٿيڻ تائين جوا ڪندا رهندا هيا، رقيب شاعرن طرفان ڏيان ڇڪائيندڙ شعرن ذريعي پيدا ڪيل دشمنيون ۽ سخت نفرتون ۽ اڻ سهندائپ، جيڪي اوچتين مارامارين، ۽ ڪڏهن مستقل ۽ تباهہ ڪن جهيڙن ۽ لڙائي جي صورت اختيار ڪنديون هيون. انهن سيني ڳالهين تصوير جي ٻئي رخ کي اونداهو ڪري ڇڏيو هيو ۽ انهن حضرت آمنہ رضي الله تعاليٰ عنها جي يتيم ٻارڙي جي دل کي سخت متاثر ٿي ڪيو.

انهن لڙاين مان پهرين ۽ ٻي لڙائي جي وچواري پرامن عرصي دوران، جن لڙاين کي "ناپاڪ لڙائي" يعني حرب الفجار انهيءَ ڪري چيو وڃي ٿو جو اهي جنهن مهيني ۾ سيئي تڪرار ممنوع هيا ان جي تقدس جي انحرافي ۾ ڇيڙيل هيون، حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم پنهنجي چاچي ۽ سنڀاليندڙ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ سان شام ڏانهن ان جي هڪڙي واپاري سفر ۾ گڏ ويا.[1] اتي سندن نظرن مذهبي ڏيوالپڻي ۽ سماجي بدحالي جو اهڙو نظارو ڏٺو جنهن جو تصور سندن ياد مان ڪڏهن بہ ختم ڪونہ ٿيو. ائين خاموشي ۽ نماڻائي سان پنهنجي ذهن ۾ ڪيترين سوچن کي ويهاريون اهو هيڪلو يتيم ٻار پنهنجي ٻارپڻي کان نوجواني ۽ نوجواني کان جواني ڏانهن وڌندو رهيو.

پاڻ پنهنجي قوم جي روايتي چاڻ کان تہ پلي پت واقف هيا پر کين جديد زماني جي اصطلاح واري ڪائي تعليم مليل ڪونہ هئي.

---

[1] حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي والد ۽ ڏاڏي وانگر يمن ۽ شام سان چڱو خاصو واپار ڪندا هيا. اهو دمشق، بصري ۽ شام جي ٻين شهرن ڏانهن حجاز ۽ حجر جون ڪارڪون (ڪتل) ۽ يمن جا عطر کڻي ويندا هيا ۽ بدلي ۾ بازنطيني سلطنت جون پيدا واري شيون کڻي ايندو هيو.

پنهنجن مائٽن لاءِ سموري محبت جي باوجود پنهنجين عادتن ۽ سوچن جي طور طريقن ۾ پاڻ انهن کان گهڻو مختلف هيا. هڪڙي انتشار واري معاشري درميان الڳ ٿلڳ رهندي، بگڙيل ۽ زوال يافته دور جي چرندڙ پرندڙ رخن کي سندن نظرون سنجيدگي سان ڏسي رهيون هيون. مڪي وارن منجهه ڀرپور لاقانونيت، عڪاظ جي ميلن ۾ ايندڙ قبيلن منجهه اجاين ۽ خونخوار لڙاين جو اوچتو ڇڙي پوڻ، قريشن جي بداخلاقي ۽ شرڪ پرستي، قدرتي طور هڪڙي حساس نوجوان جي ذهن ۾ نفرت ۽ تمام سخت بچان جي احساسن جي پيدا ٿيڻ جو سبب بڻيا.

پنهنجي عمر جي پنجويهين سال ۾ حضرت محمّد صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي ئي خاندان جي حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها نالي هڪڙي قريشي عورت جي ملازم يا عام مختيار جي حيثيت ۾ هڪڙو دفعو ٻيهر شام ڏانهن سفر ڪيو. پاڻ جنهن دانائي سان پنهنجون ذميواريون ادا ڪيائون ان کان حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها گهڻو متاثر ٿيون، جيڪو آخرڪار محبت جي صورت اختيار ڪري سماجي بندڻ جي گهرائي تائين وڃي پهتو. جلدئي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم ۽ سندس خاندان جي ان معزز عورت جي وچ ۾ وهانءُ جو بندوبست ڪيو ويو. شاديءَ جي اها تقريب هڪڙي منفرد خوشي ثابت ٿي، ۽ سموري خلق جي شادمانن واري شموليت سان ۽ ڌام ڌوم سان ملهائي وئي. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم ۽ سندن گهر واري جي وچ ۾ عمر جي فرق جي باوجود. جيڪا عمر ۾ پنهنجي مڙس کان گهڻو وڏي هئي، زال مڙس وڏي محبت واري پنهنجائپ جو مظاهرو ڪندا رهندا هيا. انهيءَ شادي کين اهو اعتماد ۽ روزمره جي ضرورتن کان ڇوٽ ڏياري، پنهنجي عظيم مقصد لاءِ ذهن کي تيار ڪرڻ لاءِ جنهن جي کين ضرورت هئي. پر ان کان بہ وڌيڪ انهيءَ شادي کين پيار ڪرڻ واري عورت جي دل ڏني، سندن نبوت کي مڃڻ واري اها پهرين شخصيت هئي، مايوسي ۾ اها هروقت کين آٿت ڏيندي رهندي هئي، ۽ جنهن وقت ڪنهن بہ ماڻهوءَ سندن مٿان ايمان ڪونہ ٿي آندو ۽ نہ رڳو پاڻ مايوس هيا پر سندن نظرن آڏو دنيا اونداهي لڳي پئي هئي، اها سندن اندر ۾ اميد جي ڪمزور ٽمڪندڙ لاٽ کي زندهہ رکڻ لاءِ تيار هوندي هئي.

حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها مسلمان عورت ذات منجهه هڪڙي مثالي ۽ قابل تقليد شخصيت آهي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شريعت تي جيڪو الزام لڳايو ٿو وڃي تہ ان عورت جي جنس کي گهٽ درجي واري حيثيت ڏني. اهو الزام انهي اعليٰ حيثيت سان چڱي طرح غلط ثابت ٿيل آهي جيڪا سندن گهر واري ۽ سيني کان ننڍي نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي مسلمانن جي احترام وارين نظرن ۾ حاصل آهي. حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها منجهان حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم کي ٽي پٽ ۽ چار نياڻيون ٿيون، پرسيئي پٽ ٻالڪپڻي ۾ ئي فوت ٿي ويا. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي انهن سان تمام گهڻي محبت ۽ لڳاءُ هيو انهن جي وڇوڙي ڏکويل والد جي دل کي جيڪو جهوٻو ڏنو ان صدمي ساڙيلن قريشن کي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان وابسطہ ڪرڻ لاءِ هڪڙو گستاخي وارو فقرو مهيا ڪيو.[1]
نياڻيون نبوت جي اعلان کان پوءِ بہ گهڻو وقت جيئرو رهيون. عام ڪچهرين ۾ ڪڏهن ڪڏهن اچڻ کان سواءِ سوبہ جڏهن سندن نجي گهُرجن يا سندن جنم واري شهر جي ضرورتن ان جو مطالبو ٿي ڪيو سندن شادي کان پوءِ وارا پندرهن سال پنهنجي نفس جو مشاهدو ڪرڻ (مجاهدو ۽ مراقبو)، غور و فڪر ڪرڻ ۽ روحاني رابطي(توجہ الي الله) جي هڪڙي مانيٽي دور وارا ڏينهن هيا. حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي وفات کان پوءِ مڪي ۾ انتظامي اختيار ٿورو گهڻو ورهائجي ويا هيا. انتظام هلائيندڙ ميمبرن مان هر ڪنهن جو اختيار ڪنهن حد تائين محدود ٿي ويو هيو انهن مختلف ادارن منجهه عدالت جهڙو ڪوبہ ادارو ڪونہ هيو جيڪو فردن لاءِ سندن حقن ۽ ملڪيت جي پرامن حاصلات کي يقيني بڻائي. خانداني گروهه بندي ۽ رت جي رشتن ڪري هرشهري ناانصافي ۽ ڦرلٽ کان ڪنهن حد تائين محفوظ رهندو هيو پر ڌاريا (اجنبي) ماڻهو اهنجن جي سيني قسمن ذريعي خوار

[1] "الابتر" جنهن جي لغوي معنيٰ ٻڇ ڪٽيل آهي جڏهن تہ ٻي مطلبي معنيٰ " ري پٽيتو" اٿس.

خراب ٿي سگهندا هيا. نہ صرف سندن مال متاع کسيو ويندو هيو پر اڪثر ڪري سندن زالون ۽ ڌيئرون پڻ انهن کان کسيون ويندون هيون. بني قين قبيلي جي هڪڙي مشهور شاعر حنظلہ کي، جيڪو ابوتمهان جي نالي سان مشهور هيو انهيءَ جي باوجود جو اهو قريشن جي هڪڙي معزز ماڻهو عبدالله بن جدعان جي گراهڪ طور شهر ۾ داخل ٿيو هيو مڪي جي گهٽين ۾ ماڻهن جي سامهون لٽيو ڦريو ويو. اهڙي ئي هڪڙي بئي لاقانونيت واري عمل معاملن کي نازڪ حالت تائين پهچائي ڇڏيو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي مشوري تي بنوهاشم ۽ بنومُطلب سان گڏ بنوزهره ۽ بنوتيم جي خاندان جي اهم ماڻهن پاڻ ۾ گڏجي هڪڙو معاهدو ڪيو تہ اهي هر ماڻهوءَ جو بچاءُ ڪندا. چاهي اهو مڪي جو هجي يا ٻاهريون، آزاد هجي يا غلام. مڪي جي حدن ۾ ان سان جيڪا بہ ناانصافي يا زيادتي ٿيندي ان کي ان جي ڏوهي کان حق حساب ونرائي ڏيندا. قديم زماني ۾ جرهمين منجھ ساڳي مقصد سان قائم ڪيل هڪڙي انجمن جي نموني تي وجود ۾ آيل انهيءَ اتحاد کي ”حلف الفضول“ جو نالو ڏنو ويو جنهن ۾ چار فضل، فضال، مفضل ۽ فضيل نالي ماڻهو شامل هيا. جن کي گڏيل طور ”فَضول“ چيو ويندو هيو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم انهي نئين اتحاد جا مکيہ ڪارڪن هيا. جنهن جو بنياد اٽڪل 595ع ڌاري سندن شادي کان ٿورو پوءِ وڌو ويو هيو. ”حلف الفضول“ واري انهيءَ جماعت ڪمزور ۽ ستايل ماڻهوءَ جي لاءِ اثرائتي تحفظ جو ڪردار ادا ڪيو ۽ ان جي قائم ٿيڻ واري پهرين سال اندرئي ان طرفان دخل اندازي ڪرڻ جي معمولي ڌمڪي ئي ڏاڍي جي لاقانونيت کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ ۽ مجبور ماڻهوءَ جو تدارڪ ڪرڻ جي لاءِ ڪافي هوندي هئي. اها انجمن اسلام جي پهرين اڌ صدي جي آخرتائين پوري سگهہ سان قائم رهي. حلف الفضول جي انجمن جي بنياد پوڻ کان ڪجھ سال پوءِ يعني ستين عيسوي صدي جي شروعات ڌاري عثمان بن حويرث بازنطين طرفان وڏي دولت ملڻ جي لالچ تي ڪوشش ڪئي تہ حجاز کي رومي سلطنت ۾ شامل ڪيو وڃي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان مداخلت ڪرڻ ۽ خصوصي اپائن وٺڻ جي نتيجي ۾ ان جو منصوبو ناڪام ٿي ويو ۽

عثمان شام ڏانهن ڀڄي ويو جتي پوءِ ان کي غساني شهزادي عمرو زهر ڏياري ماريو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم 605ع ۾ جڏهن پنجٽيهن سالن جا هيا تہ قريشن ڪعبت الله شريف کي نئين سرتعمير ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ڪعبت الله شريف جي نئين سر تعمير جي انهيءَ ڪم دوران مختلف خاندانن جي وچ ۾ هڪڙو تڪرار پيدا ٿي ويو. جيڪو هڪڙي وقت ائين پئي لڳو تہ وڏي رتوڇاڻ ڏانهن وٺي ويندو پر حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وقت سر ڏاهپ واري مداخلت سان اهو تنازعو خوش اسلوبي سان حل ٿي ويو. انهن پندرهن سالن دوران سندن عوامي ڪارگذارين مان اهي ئي مکيہ ڳالهيون آهن جن جي اسان کي ڄاڻ آهي. سندن سڀاجهڙي طبيعت، سندن ڪردار جي سادگي، سندن نهايت پاڪيزه زندگي، سندن بااصول نفاست ۽ شائستگي، غريب ۽ مجبور جي مدد لاءِ سٌندن هر وقت تيار هجڻ، سندن ادب احترام ڪرڻ واري اعليٰ سوچ، سندن ثابت قدمي واري فرض شناسي، سندن ذميواري ۾ سخت احساس، کين سندن ساٿين ۽ ڳوٺاڻن منجهہ اعليٰ ۽ ريس ڪرڻ جهڙو "امين" جو لقب ڏياريو.

هي اهو ئي زمانو هيو جڏهن پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي چاچي حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي احسان جو بدلو چڪائڻ لاءِ ان جي ذميوارين ۾ گهُرجن ۾ هٿ ونڊائڻ جون ڪوششون ڪيائون ۽ ان جي پٽن مان هڪڙي، حضرت علي عليہ السلام جي تعليم ۽ تربيت جو ذمو کنيائون. حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي خاندان جي پراڻي وقار کي قائم رکڻ وارين ڪوششن ڪري معاشي طور گهڻو تنگدست ٿي ويو هيو. حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها سان شادي جي پنڌڻ ڪري حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ جو ڀاءُ حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ خوشحال هيا ۽ مڪي جا نهايت وڏا دولتمند شهري هيا. هڪڙي وڏي ڏڪار جي زماني ۾، جنهن ملڪ کي مصيبت ۾ ڦاسائي ڇڏيو هيو حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي چاچي حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ کي قائل ڪيو تہ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي پٽن مان هڪڙي

کي پاڻ سان گڏ ڪري، جڏهن تہ پاڻ ٻئي کي ڪفالت ۾ ورتائون. ائين حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ حضرت جعفر رضي الله تعاليٰ عنہ کي ۽ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي پاڻ سان گڏ ڪيو ۽ حضرت عقيل[1] رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي پيءُ وٽ ئي رهيو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جا سيئي پٽ ٻارڻي ۾ ئي گذاري ويا هيا. حضرت علي عليہ السلام جي پيار ۾ پاڻ پنهنجي محرومي جو ڪجهہ ازالو حاصل ڪري ورتائون، ۽ حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي ان پٽ جي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي ننڍي نياڻي حضرت فاطمہ[2] سلام الله تعاليٰ عنها سان مستقبل ۾ ٿيندڙ شادي انهي پيار ۽ جان نثاري جي ٻنڌڻ کي اڃا وڌيڪ مضبوط ڪري ڇڏيو.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم ان ئي زماني ۾ انساني همدردي واري هڪڙي عمل سان پنهنجن هم وطنن لاءِ هڪڙو اهڙو مثال قائم ڪيو جنهن سندن قوم تي گهڻو سنو اثر ڇڏيو. زيد بن حارث نالي هڪڙي عرب نوجوان کي ان جو دشمن قبيلو پڪڙي مڪي ڏانهن قيد ڪري وٺي آيو ۽ حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جي هڪڙي ڀائٽي کي وڪڻي ڏنائون، جنهن ان نوجوان ڇوڪري کي پنهنجي ڦڦي جي حوالي ڪيو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ کي حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنہ طرفان تحفي ۾ قبول ڪيو ۽ هڪدم ان کي غلامي مان آزاد ڪري ڇڏيائون. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي انهيءَ همدردي واري عمل حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ جي دل ۾ مڪمل پنهنجائپ واري رجحان کي اڀاريو ۽ ان عرب نوجوان کي ڪير بہ، سندس پنهنجو پيءُ بہ نہ، حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم کي ڇڏڻ يا پنهنجي قبيلي ۾ موٽي وڃڻ لاءِ هر ڪائي ڪونہ سگهيو.

---

[1] ابن هشام، حلبي جو انسان العيون، ۽ ابن اثير، جلد ٻيو.

[2] سندس ڄمڻ جو سن 606ع آهي.

ائين تجربي ۽ آزمائش جا پندرهن سال گذرندا رهيا، جيڪي ڪيترين پوڳنائن سان ڀريل هيا، پر پوءِ بہ انساني اهنجن ۽ ڏکن سان ڀرپور همدردي ڪرڻ وارا سال هيا.

سندن ملڪ سندن اڪين آڏو قبيلن جي باهمي تڪرارن ۽ قتلام وارين لڙاين ڪري رت ۾ ٻڏو پيو هيو ۽ قبيلائي دشمني ڪري ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو هو. سندن قوم جهالت ۾ ٻڏل هئي، ماڻهو توَهم پرستين ۽ گندن رواجن جا عادي، ۽ پنهنجين مڙني ريگستاني خاصيتن سان ظالم ۽ ڇڙواڳ ٿي ويا هيا. شام ڏانهن سندن ٻن مسافرين سندن آڏو ٻڌائي نہ سگهڻ جهڙين اخلاقي ۽ سماجي تباهين جو نظارو پيش ڪيو هو. هڪبئي جا مخالف فرقا ۽ عقيدن وارا هڪبئي کي ٽڪڙن ۾ چيري ڦاڙي رهيا هيا. جنهن فرضي خدا کي انهن پوڄڻ جو ڍونگ ٿي ڪيو ان جي هستي (جسماني وجود) جي باري ۾ جهڳڙا ڪري رهيا هيا. پنهنجي نفرت کي حجاز جي ريگستانن ۽ وادين ۾ ڪٽي ٿي ويا، ۽ عربستان جي شهرن کي پنهنجن جهڳڙن ۽ نفاق ذريعي برباد ڪري رهيا هيا. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اکين آڏو پيانڪ نااميدي جي هڪڙي تصوير ايريل هئي. ڪجھ ٿورا ماڻهو جيڪي پنهنجن قديم عقيدن کي ترڪ ڪري ڪنهن سڪون واري جاءِ لاءِ اوندھ ۾ هٿوراڙيون هڻي رهيا هيا اهي بي آرامي جي هڪڙي عام احساس جي ترجماني ڪري رهيا هيا.[1] انهن جي ذهن ۾ اهڙي ڪا شئي ڪونہ هئي

---

[1] چار ماڻهو زيد، حضرت خديجہ الڪبريٰ رضہ جو سوٽ ورقہ بن نوفل ۽ ٻيا بہ ماڻهو (عبيدالله ۽ عثمان) پنهنجي ڳوناڻن جي مشرڪاڻن عملن کي ترڪ ڪري حق جي دين جي تلاش ۾ سرگردان هيا. انهن ۾ زيد مڪيہ ماڻهو هيو. حضرت عيسيٰ عليہ السلام وانگر حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان خدا سان رابطو قائم ڪرڻ لاءِ غارِحرا ڏانهن وڃڻ کان اڳ، پاڻ ڪريمن جي زيد سان ملاقات ٿي چڪي هئي، ۽ بت پرستي کان ان جي نفرت کي قدر جي نگاھ سان ٿي ڏٺائون. ڪجھ عرصو پوءِ جڏهن زيد جي هڪڙي سوٽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ان لاءِ مغفرت جي دعا ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪو پنهنجي ڏاڏي لاءِ مغفرت جي دعا ڪونہ گهرندو هيو ڇو تہ اهو بت پرستي واري ماحول ۾ فوت ٿيو هيو خوشي سان زيد لاءِ دعا گهريائون. (ابن هشام)

جيڪا انهن جي محدود حلقي کان ٻاهر انساني لڏي ۾ ڪا دلچسپي پيدا ڪري. پر حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جو روح ڪائنات جي رازن ۾ جهاتيون پائيندي زندگي ۽ موت، نيڪي ۽ بدي، جي مونجهارن جو حل ڳولڻ لاءِ آسمانن جي رفعت جو سير ڪري رهيو هيو. آخرڪار الله تعاليٰ طرفان انهن ڏانهن وحي ذريعي نازل ڪيل ڪلام دنيا جي لاءِ هڪڙي زندگي بخشيندڙ طاقت ٿي ويو. پنهنجي شادي کان پوءِ ڪيترن سالن تائين ڪڏهن پنهنجي ڪٽنب سان گڏ ته ڪڏهن اڪيلا حرا جبل[1] جي هڪڙي غار ڏانهن عبادت ڪرڻ ۽ گوشہ نشيني ۾ غور و فڪر(مراقبو) ڪرڻ لاءِ تشريف کڻي ويندا هيا. ان جبل ۾ مينهن ڪري گهارا ۽ شگاف پيل آهن، ان ۾ ڪوهہ يا چشمو ڪونہ آهي، ريگستاني اس جي ڀرپور سفيد چمڪات ۾ الڳ ٿلڳ بيٺل آهي، ٻاڇي کان وانجهي ۽ گلن کان وانجهي هڪڙي وڏي غير آباد ٽڪري آهي. دراصل گوشہ نشيني سندن هڪڙو پسنديده مشغلو ٿي وئي هئي. هتي ان غار ۾ پاڻ اڪثر ڪري پوريون پوريون راتيون اڻ ڏٺل پر هرهنڌ حاضرناظر ڪائنات جي مالڪ خدا جي حضور ۾ انتهائي ڳوڙهي غور و فڪر ۾ مستغرق رهندا هيا.[2] آهستي آهستي ڌرتي ۽ آسمان روز اول کان مقدر ٿيل منزل جي ڪشف ۽ هدايت سان ڀرجي ويا. سندن چوڌاري پٿرن، پهاڙن ۽ وڻن مان بہ ڪين آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هيو جيڪو ڪين انهي فرض نڀائڻ لاءِ سڏيندو هيو جيڪو قادرمطلق ڪين سونپڻ وارو هيو.[3] ڇا روحاني شاعري انهي کان اڳتي وڃي سگهي ٿي؟ انهن موقعن تي ذهني تصور ۽ ملائڪن جون شڪليون جيڪي درجي بہ درجي ڪين ڏسڻ ۾

---

[1] هاڻي ان کي نور جبل سڏيندا آهن. ابن هشام، ابن اثير ۽ ابوالفدا جو چوڻ آهي تہ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم عام طور تي رمضان شريف جي مهيني ۾ غارِحرا ۾ وڃي عبادت ڪندا هيا. ۽ غريبن جي مدد ڪندا هيا ۽ رڻ پٽ ۾ گهمندڙ اڄايلن ۽ بکايلن جي سار لهندا هيا. البت طبري رجب جي مهيني جو ذڪر ڪري ٿو.

[2] صحيح بخاري ۾ ان لاءِ "تحنث" جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي.(اردو مترجم)

[3] ابن هشام.

آيون، انهن حقيقتن جون جلوه گريون هيون جن جي ذريعي پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم دنيا کي هڪڙي نئين سگهہ ڏانهن تيزي سان وٺي وڃڻ وارا هيا. اڪثر ڪري مادي زندگي جي رات جهڙن اونداهن رستن ۾ هر عظيم انسان کي غيرمادي پر ڏسڻ ۾ ايندڙ اثرن جو روحاني شعور حاصل ٿيو آهي، جن انساني ڀلائي جي عظيم ڪارنامن ڏانهن رهنمائي ڪئي آهي. انهي قديم صاحبِ بصيرت سموئل عليہ السلام کان وٺي جنهن جي پرجلال صورت ماضي جي ڌنڌلي افق ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي، يسوع مسيح عليہ السلام تائين جيڪو ويراني ۾، پنهنجي ڪم جي اهميت ۽ پنهنجن ماڻهن جي انڌيري قسمت مٿان سوچ ويچار ۾ ٻڌي حقيقي خدا(خداءِ برحق) جي سڀاجهڙن لفظن کي ٻڌندو هيو پوءِ يسوع مسيح عليہ السلام کان وٺي حضرت محمّد صلي الله عليہ و آلہ وسلم تائين سندن پهاڙي پناهہ گاهہ واري گوشہ نشيني ۾. انهن ٻين تي اثر ڪرڻ وارين سگهن جي تسلسل ۾ ڪابہ وٿي واري ساهي ڪونہ آهي.[1] رات جي سانت وارين گهڙين ۾، صبح صادق جي ماٺ ۾، گوشہ نشيني جي ڳوڙهائپ ۾، جڏهن ڪابہ انساني مدد ويجهي ڪونہ هوندي هئي، صبح جي ٿڌڙي هير جي هلڪي جهوٽي وانگر آسمان منجهان پاڻ ڪريمن ڏانهن هڪڙو آواز آيو: ”توهان هڪڙا چونڊيل انسان آهيو توهان الله جا رسول آهيو.“ يا پاڻ جڏهن گهري سوچ جي حالت ۾ هوندا هياتہ آواز مضبوط لهرن وانگر ايندو هيو ”پنهنجي رب جي نالي سان پڙهہ.“[2] گهڻو سوچ ۾ ٻڌل ذهن انهيءَ مهل نظر آڏو هڪڙو تصور جوڙي ٿو انهن آسماني نمائندن جو تصور جن کي آسمان جي مالڪ ۽ ڌرتي تي رهندڙ انسان جي وچ ۾ باهمي رابطي جو وسيلو پيدا ڪندڙ مڃيو ويندو آهي. ”حق جو مالڪ پنهنجا پيغمبر چونڊيندو آهي، اهو انهن سان گجگوڙ واري آواز کان بہ وڌيڪ سگهاري آواز سان مخاطب ٿيندو آهي.“ هي اهوئي ساڳيو اندر جو آواز آهي جنهن وسيلي الله تعاليٰ اسان سيني سان

---

[1] سورت علق(اقرا باسم)، ابن هشام، حلبي جو انسان العيون، جلد پهريون ۽ ابن اثير، جلد ٻيو.

[2] ڀيٽ ڪرڻ لاءِ ڏسو عهدنامہ قديم. يسعياه(Isa, 40:6).

مخاطب ٿيندو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ اهو آواز آهستي آهستي گھٽجي ايترو هلڪو ٿي وڃي جو مشڪل سان ٻڌڻ ۾ اچي: ٿي سگهي ٿو تہ اهو پنهنجو قدرتي لهجو غائب ڪري ۽ دنياوي دانائي جي ٻولي منجهہ شامل ٿي وڃي: پر اهوبہ ٿي سگهي ٿو تہ اهو آواز ڪنهن ڪنهن مهل پنهنجي اصلي خاصيت ۾ الله تعاليٰ جي چونڊيل ٻانهن جي ڪنن تائين پهچي ۽ آسمان مان آيل آواز وانگر انهن جي ڪنن ۾ وڄڻ لڳي.[1]

هڪڙو وڏو ليکڪ چوي ٿو "الله تعاليٰ جي ذات جي باري ۾ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهري تصور کي ان زماني جي ماحول موجب جيڪو تعلق هيو، اهو انهيءَ خوداختياري ۽ حيران ڪن شائستگي جي واحد تشريح آهي جنهن سان پاڻ مڙئي اندر ۾ پيهي ويندڙ نظارا ڏٺائون." اهو اڳتي ٻڌائي ٿو "اهو ڪو حادثاتي امر ڪونہ هيو تہ ان وقت انهي ڪشادي جزيري جي اڪيلاين منجهان زماني جي هڪڙي عظيم طاقت اڀري جنهن جي چوڌاري اقتدار جون ڇوليون اڀريون ۽ لٿيون ٿي. هڪڙي افضل ۽ اعليٰ اختياري جي نالي تي دنيا کي جيڪو پيغام ڏنو ويو اهو رڻ پٽ مان بلند ٿيڻ وارو هڪڙو آواز هيو. مافوق البشر روحاني قوت سان رابطو قائم ڪرڻ لاءِ عيسائي پيغمبر جي دنيا کان ڪناره ڪشي عربستان کي جيڪا علامتي معنيٰ ڏني هئي ان کي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هڪڙي علامت کان وڌيڪ ڪجهہ ٻي شئي ٺاهي ڇڏيو. عربستان خود وقت جي هڪڙي طاقت هئي، اسلام جو پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جو گڏيل آواز هيا. ريگستان پنهنجي پٽ سان، جنهن جي تربيت ان جي اعليٰ روايتن جي دامن ۾ ٿي هئي ۽ جيڪو هڪڙي ڳجهي اندروني تقاضا کان مجبوري ٿي تارن سان ڀريل راتين ۾ هيڪلين جاين ڏانهن نڪري ويندو هيو، بغير ڪنهن حجاب جي راز کولي ڳالهائيندو هيو."[2]

---

[1] پروفيسر مُلر (Professor Muller) طرفان ڊين اسٽينلي(Dean Stanely) جي ڪتاب "ليڪچرس آن دي هسٽري آف دي جيوش چرچ" ( Lectures on the History of the Jewish Church)، حصو پهريون ليڪچر 18 صفحو 394 تان حوالي طور پيش ڪيل.

[2] ڏسو جانسن جو ڪتاب "اورينٽل رليجنس" (Oriental Religions).

هڪڙي رات ـ "فضيلت ۽ قدرت واري رات" ـ جڏهن قدسي سڪون مخلوق تي طاري هوندو آهي ۽ سموري ڪائنات پنهنجي مالڪ ڏانهن رجوع ٿيل هوندي آهي ـ رات جي وچ ڌاري اڃايل روح تي مقدس ڪتاب ڪي کوليو ويو هو. پاڻ جڏهن پنهنجي مراقبي جي ڏن ۾ مگن لڳا پيا هيا تہ ڪين سمنڊ جي لهرن واريون اٿلون ڏيندڙ هڪڙي عظيم آواز دعوت ڏيڻ (سڏڻ) لاءِ چيو. آواز ٻہ دفعا سڏ ڪيو ۽ پاڻ ٻئي دفعا ڪوشش ڪيائون پر ان جي سڏ تي عمل ڪونہ ڪري سگهيا. پر پوءِ هڪڙي زبردست طاقت ڪين پڪوڙي ڇڏيو ۽ سندن دل مان هڪڙو جواب نڪتو. ان آواز ٽيون دفعو چيو "سڏ ڏي!"

پاڻ فرمايائون "مان ڪيئن سڏيان؟" جواب آيو "سڏ. پنهنجي رب جي نالي سان."

جڏهن آواز ڪين اهو ٻڌائي ڇڪوتہ انسان ڪي هڪڙي ناچيز ڦڙي مان ڪيئن وجود ۾ آندو ويو ۽ پنهنجي مالڪ طرفان ڪيس ڪيئن ڄاڻ ۽ سمجهہ عطا ڪئي وئي، اهو مالڪ جيڪو نهايت ٻاجهارو آهي، ۽ جنهن قلم ذريعي انسان ڪي اهو سيکاريو جنهن ڪي اهو ڪونہ ڄاڻندو هيو[1] تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي مراقبي واري استغراق مان جاڳي پيا ۽ محسوس ڪيائون تہ سندن روح سان ڳالهايل لفظ سندن دل تي لکجي ويا آهن. سندن جسم ۾ هڪڙي وڏي لهر ڊوڙي وئي ۽ پاڻ تڪڙا تڪڙا گهر ڏانهن پنهنجي گهرواري وٽ آيا ۽ فرمايائون "اي خديجہ! (رضي الله تعاليٰ عنها) مون سان ڪهڙو معاملو پيش آيو آهي؟" پاڻ ليٽي پيا ۽ حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها سندن خيال ڪرڻ لڳي. جڏهن پاڻ پنهنجي انهي ڪيفيت مان ٻاهر نڪتا تہ فرمايائون "اي خديجہ! (رضي الله تعاليٰ عنها) شايد ماڻهو اعتبار نہ ڪندي منهنجي لاءِ اهو چون تہ ڀوپو (نجومي)[2] ٿي ويو آهي يا آپي کان

---

[1] سورت علق آيت 1 کان 5. "اقراء" جي معنيٰ عام طور تي " پڙهہ " ڪئي ويندي آهي، پر پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڏنل پيغام سان وڌيڪ مناسبت جي ڪري مون ڊيوش(Deutsch) طرفان تجويز ڪيل معنيٰ ("سڏ") کي ترجيح ڏني آهي. راڊويل (Rodwell) کي پڻ ڏسو ۽ زمخشري جي ڪتاب "ڪشاف" سان ڀيٽ ڪريو.

[2] پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڀوپن ۽ اڳڪٿيون ڪرڻ وارن کان نفرت هئي. انهن جي گهٽائي مندڙن سان لاڳاپيل هئي.

پاهر ـ چريو." سندن گهر واري جواب ڏنو "اي ابوالقاسم، نعوذ بالله! خدا پاڪ وڏو مهربان آهي، اهو توهان سان اهڙي ڪا بہ ڳالهہ ٿيڻ ڪونہ ڏيندو چوتہ توهان سچ ڳالهائيندا آهيو برائي جي بدلي ۾ چڱائي سان پيش ايندا آهيو اعتبار وارا ماڻهو آهيو سٺي اخلاق واري زندگي گذاريو ٿا ۽ پنهجن دوستن ۽ مائٽن سان هڏڏوڪين وارو سلوڪ ڪريو ٿا. توهان گهٽين ۾ بيهوديون ڳالهيون بہ ڪونہ ڪندا آهيو. توهان سان ڪهڙو واقعو پيش آيو آهي؟ ڇا توهان ڪا پوائتي شيءِ ڏٺي آهي؟" حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جواب ۾ فرمايو "هائو"، پاڻ جيڪو ڪجهہ مشاهدو ڪيو هئائون، سڀ ڪجهہ ان کي ٻڌايائون. جنهن تي سندن گهرواري ورندي ڏيندي چيو "او منهنجا پيارا ساٿي، خوشي جي ڳالهہ آهي، منهنجا ڍولڻ، توهان کي خوش ٿيڻ کپي. اهو خدا جنهن جي هٿ ۾ خديجہ (رضي الله تعاليٰ عنها) جي جان آهي، اهو شاهد آهي تہ توهان هن قوم جا پيغمبر ٿيڻ وارا آهيو." پوءِ پاڻ اٿيون ۽ پنهنجي سوٽ ورقہ بن نوفل ڏانهن ويون، جيڪو ڪراڙو ۽ اکين کان معذور هيو ۽ "عيسائين ۽ يهودين جي مقدس ڪتابن جو عالم هيو". حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جڏهن ان کي اهو سڀ ڪجهہ ٻڌايو جيڪو پاڻ ٻڌي آيون هيون تہ ورقہ بن نوفل رڙ ڪري چوڻ لڳو "قدوس، قدوس! تحقيق هي اهوئي ناموس الاڪبر آهي[1] جيڪو حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڏانهن ايندو هيو. توهان جو مڙس پنهنجي قوم جو رسول ٿيندو. ان کي اهو ٻڌائي ڇڏيو ۽ ان کي چئو تہ پنهنجي دل مضبوط ڪري."

بادشاهتن ۽ قومن جي تباهي، ۽ قبيلن ۽ خاندانن جي وحشي فسادن دوران، فضا ۾ هڪڙو آواز گونجي رهيو هيو ـ اولهہ کان اوڀر، اتر کان ڏکڻ طرف ـ الله تعاليٰ جو پيغام ظاهر ٿيڻ وارو آهي: هڪڙو ڏنار

---

[1] عربي ۾ لفظ "ناموس" جي بنيادي معنيٰ پيغامبر "نياپو آڻيندڙ" آهي يعني اهو جيڪو ڪنهن ڳجهي پيغام کي پهچائڻ جو ڪم سرانجام ڏيندو هجي. ان جي معنيٰ "قانون" پڻ آهي. ڊيوش(Diush) چوي ٿو "تلمود جي زبان ۾ ان جو مطلب الهامي قانون آهي. ورقہ بن نوفل جي ذهن ۾ اهي ٻئي مختلف معنائون گڏجي ويون هيون، پيغام بہ ۽ پيغامبر(پيغام آڻيندڙ) بہ. جيڪي ٻئي قدسي هيا. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي بلڪل ائين نازل ٿيا جيئن اهي حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام تي نازل ٿيا هيا.

ويجهو پهچي ويو آهي جيڪو پتڪيل ڏڻ ڪي مالڪ جي پناهه گاهه ڏانهن واپس وٺي ايندو. اهو آواز ورقہ بن نوفل جي دل ۾ پڌو.

ان ڪان پوءِ جڏهن ٻئي ماڻهو (حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ ورقہ بن نوفل) گهڻين ۾ مليا تہ عيسائين ۽ يهودين جي مقدس ڪتابن جي ڪراڙي ۽ نابين عالم جنهن انهن ڪتابن ۾ دل جي تسلي لاءِ ڳولا ڪئي هئي پر اطمينان ڪونہ مليو هيس، پر ان ڪي انساني لڏي مان هڪڙي پيغمبر جي ظهور ٿيڻ جي باري ۾ ڪيل واعدي جي خبر هئي، پنهنجي عقيدي ۽ ايمان جو اعلان ڪيو. ڪراڙي ماڻهو چيو: "جنهن جي هٿ ۾ ورقہ جي جان آهي، مان ان مالڪ جو قسم ڪڻي چوان ٿو تہ الله تعاليٰ توهان کي هن قوم جي پيغمبري لاءِ چونڊيو آهي، توهان وٽ "ناموس الاڪبر" آيو هيو. ماڻهو توهان کي ڪوڙو سڏيندا، اهي توهان کي تڪليفون ڏيندا، اهي توهان کي ڏڪي ڏار ڪندا، اهي توهان خلاف ويڙهه ڪندا. ڪاش! مان انهن ڏينهن تائين جيئرو رهان، مان توهان جي حق ۾ وڙهندس."[1] اهو چئي ورقہ بن نوفل پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پيشاني مبارڪ تي چمي ڏني. انهن اميد ۽ ڀروسي وارن لفظن سندن فڪرمند روح کي تسلي ڏني.[2] پوءِ ان آواز جي ٻيهر اچڻ لاءِ انتظار جو هڪڙو عرصو گذريو - بيتاب ذهن کي تسلي ڏيڻ لاءِ هڪڙو دفعو وري آسماني الهام جي نازل ٿيڻ لاءِ انتظار.

انهن روحاني پيڙائن، سخت ذهني ڪشمڪش، شڪ شبهن، اميدن، ۽ انديشن جن لامحالا حضرت محمد صلي الله عليہ و آلہ وسلم جي دل کي شش و پنج ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو هو انهن جو اسان ڪجهه ڪاٿو لڳائي سگهون ٿا جڏهن اسان کي پڌايو وڃي ٿوتہ پاڻ پنهنجي رسالت تي پوري طرح يقين ڪرڻ کان اڳ پاڻمرادي مايوسي جي ڪناري تي پهچي ويا هيا، تڏهن الله تعاليٰ جي فرشتي کين انسانذات لاءِ سندن ذميواري لاءِ وري سڏيو.[3] ان آواز خوف ۽ گمان ڪري هلچل ۾ متل ۽ ويچاري ڏکويل دل سان ڳالهايو - اميد ۽ يقين جي باري ۾ روشن

---

[1] ابن هشام. حلبيي جو انسان العيون جلد پهريون.

[2] ورقہ بن نوفل انهيءَ واقعي کان جلد پوءِ فوت ٿيو. (ابن هشام)

[3] ابن اثير جلد ٻيو. طبري (زوتنبرگ Zotenberg وارو ترجمو) جلد ٻيو.

مستقبل جي باري ۾ جڏهن پاڻ ڏسندا ته ڏرتي جا ماڻهو هڪڙي سچي دين ڏانهن ٽولا ڪري شامل ٿيڻ لاءِ ايندا.[1]

باجهه واري انهي بشارت سان تسلي ڪندي پاڻ ذهني ۽ جسماني ٿڪاوٽ سان ريگستان کان تڪڙا تڪڙا گهر موٽيا، ۽ پنهنجي پياري زال کي غلبو ڪندڙ وجود کان لڪائڻ لاءِ منٿ ڪيائون.

خدا سان سندن رابطو انهن خود غرضن جهڙو ڪونه هيو جيڪي پنهنجو پاڻ کي بيابانن ۽ جهنگلن ۾ قيد ڪري ڇڏيندا آهن ۽ صرف ۽ صرف پنهنجي ذاتي سڪون واري زندگي لاءِ دنيا کي ترڪ ڪندا آهن. ڪين اهڙي انسان واري سخت جدوجهد درپيش هئي جنهن جي پنهنجي نسل کي بت پرستي جي قيد مان آزاد ڪرائڻ جي لاءِ هڪڙي اعليٰ مقدر جي ذريعي رهنمائي ٿي رهي هئي. سندن مقدر سندن آڏو ڪليل هيو جڏهن اداسي، مايوسي ۽ گم ڪندڙ خيالن جي عميق ۾ گهيريل هيا ته آسمان منجهان انهيءَ آواز کي ٻڌائون جيڪو انهن نبين کي سڏيندو رهيو هيو جيڪي نبي سڳورا کانئن اڳ گذري ويا هيا، اهو آواز ڪين جاڳڻ ۽ اٿي تبليغ ڪرڻ لاءِ سڏي رهيو هو. "اي ڪمبل ڍڪڻ وارا. اٿي پوءِ ڊيڄار (خبردار ڪر). پنهنجي رب جي وڏائي بيان ڪر." (سورت مدثر آيت ا کان 3) پاڻ اٿي ويا ۽ جنهن ڪم جي تبليغ لاءِ ڪين سڏيو ويو هيو ان لاءِ پاڻ کي سندرو ٻڌي تيار ڪيائون. ان کان پوءِ سندن حياتي سموري انسانذات جي اصلاح ۽ فلاح لاءِ وقف ٿي وئي. بي پناهه تڪليفن جي وچ ۾، بي حرمتي ۽ تشدد برداشت ڪندي، پاڻ ثابت قدمي سان تبليغ ڪندي، پنهنجي سڏاري آڻڻ ۽ تنبيهه ڪرڻ واري واٽ تي هلندا رهيا.

حضرت خديجه رضي الله تعاليٰ عنها سندن نبوت کي قبول ڪرڻ واري پهرين پهرين هئي. پنهنجي قوم واري بت پرستي کي ترڪ ڪرڻ لاءِ، ۽ ٻاجهاري هستي جي عبادت ڪرڻ لاءِ، دل جي پاڪائي ۾ ساڻن شامل ٿيڻ لاءِ، ۽ وحي تي ايمان آڻڻ واري اها پهرين شخصيت هئي. اها نه صرف سندن مٿان ۽ سندن خدا ئي پيغام تي ايمان آڻڻ واري پهرين شخصيت هئي پر اڳتي جيڪا جدوجهد پيش اچڻي هئي ان ۾ به اها سندن سچي هڏڏوکي هئي. روايت ۾ آهي "جڏهن پاڻ پريشاني ۾

[1] اردو مترجم جو هي حاشيو ضميمو نمبر 3 ۾ ڏسو.

انهن وٽ آيا تہ الله تعاليٰ کين انهن جي وسيلي آٿت ڏني، ڇوتہ ان سندن همٿ ٻڌائي ۽ آٿت ذريعي پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي بار کي سندن لاءِ وڏيڪ هلڪو ڪيائين، کين سندن مٿان پنهنجي ايمان جو يقين ڏيارياين ۽ ماڻهن جي فضول بڪ بڪ جي پرواھ نہ ڪرڻ لاءِ پاڻ ڪريمن کي حوصلو ڏنائين.“

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم شروع ۾ پنهنجو راز صرف انهن ماڻهن سان ظاهر ڪيو جيڪي ساڻن گھڻو ويجهو هيا. ۽ انهن کان انهن جي ابن ڏاڏن جي قبيح عملن جي عادت ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪيائون. حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام ٻيو نمبر پوئلڳ هيو.[1] رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اڪثر ڪري پنهنجي گھرواري ۽ نوجوان سوٽ سان گڏجي مڪي جي ڀرسان هيڪلي رڻ پٽ جي ڏوانهين جاءِ تي ويندا هيا تہ جيئن اهي ٽئي گڏجي سڀني قومن جي پالڻهار(رب العالمين) جي اڻ ڳڻين نعمتن جو دل جي گهرائي سان شڪرانو ادا ڪري سگهن. هڪڙو دفعو عبادت ۾ مصروف هيا تہ حضرت علي عليہ السلام جي والد سڳوري حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي اوچتو اچڻ ڪري حيران ٿي ويا. ان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم کي چيو ”ڀائيٽا، اهو ڪهڙو مذهب آهي جنهن جي تون پوئواري ڪرين ٿو؟“ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جواب ۾ فرمايو. ”اهو الله تعاليٰ جو ان جي ملائڪن جو ان جي پيغمبرن جو ۽ اسان جي ڏاڏي حضرت ابراهيم عليہ السلام جو دين آهي. الله تعاليٰ مون کي پنهنجن ٻانهن ڏانهن موڪليو آهي تہ انهن کي سڌو رستو ڏيکاريان، ۽ توهان، منهنجا چاچا، انهن سڀني مان وڏيڪ سٺا ماڻهو آهيو. اهو مناسب آهي تہ مان توهان کي دعوت ڏيان ۽ مناسب آهي تہ توهان انهي حق کي تسليم ڪيو ۽ ان جي پکڙجڻ ۾ مدد ڪريو.“ حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ قديم سامي ماڻهوءَ واري پختگائي سان ماناٽتي انداز ۾ وراڻيو. ”مان پنهنجن ابن ڏاڏن جو مذهب ڇڏي نٿو سگهان، پر قادرمطلق جو قسم آهي تہ جيستائين مان جيئرو آهيان ڪير بہ توهان جو وار بہ ونگو ڪرڻ

---

[1] ابن هشام. حلبي جو انسان العيون جلد پهريون.

جي همت ڪري ڪونه سگھندو.“ ان کان پوءِ ان معزز بزرگ پنهنجي پٽ، علي عليہ السلام، ڏانهن نهاريندي معلوم ڪيو تہ ان جو ڪهڙو مذهب آهي. حضرت علي عليہ السلام جواب ڏنو ”بابا سائين، مان الله وحده لاشريڪ ۽ ان جي رسول (صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم) ۾ ايمان رکان ٿو ۽ سندن پيروي ڪندو آهيان.“ حضرت ابو طالِب رضي الله تعاليٰ عنہ چيو ”پٽ، تون سٺو ٿو ڪرين، هي توکي سواءِ ڪنهن سٺي ڳالھ جي ٻي ڪنهن بہ ڳالھ جي دعوت ڪونہ ڏيندو هاڻي تون هن جي پيروي ڪرڻ لاءِ خود مختيار آهين.“[1]

جلدئي حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنہ جنهن پنهنجي آزادي جي باوجود حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو دامن ڪونہ ڇڏيو هيو اسلام جي دائري ۾ داخل ٿي ويو. ان کان پوءِ سندن پيروي ڪندڙن ۾ قريش برادري جي عبدالله بن ابو قهافہ نالي هڪڙي ناماري شخصيت شامل ٿي وئي، جيڪو پوءِ تواريخ ۾ ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ جي نالي سان مشهور ٿيو.[2] اهو تيم بن مُره جي اهم خاندان جو فرد، هڪڙو شاهوڪار واپاري، صاحب راءِ ۽ وڏي حيثيت وارو ماڻهو هيو. ساڳي وقت دلير، سنجيدو ايماندار ۽ ياررويس هجڻ ڪري ان پنهنجي زماني جي ساٿين ۾ وڏو احترام حاصل ڪيو هو. اهو ڇمار ۾ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان صرف ٻہ سال ننڍو هيو ۽ ان طرفان بنا ڪنهن هيل و حجت جي اسلام قبولڻ ماڻهن تي وڏي اخلاقي اثر پوڻ جو سبب ٿيو. پنج ڄڻا ان جي نقش قدم تي هلندي مسلمان ٿيا، جن مان هڪڙو عثمان بن عفان رضي الله تعاليٰ عنہ هيو جيڪو اموي گهراڻي جو فرد هيو ۽ اڳتي هلي ٽيون خليفو ٿيو. عبدالرحمان بن عوف رضي الله تعاليٰ عنہ، سعد بن ابي وقاص رضي الله تعاليٰ عنہ، جنهن بعد ۾ ايران فتح ڪيو ۽ حضرت خديجة الڪبريٰ

---

[1] اهو واقعو هتي ائبن بيان ڪيو ويو آهي جيئن اهو ابن هشام طرفان ۽ ابن اثير (جلد ٻيو) طرفان پيش ڪيو ويو آهي.

[2] ڊيزورجرس (Desvergers) هڪڙي مضمون ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ اسلام قبولڻ کان اڳ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ کي عبدالڪعبہ چوندا هيا.

رضي الله تعاليٰ عنها جو پائيٽو زبير بن عوام. انهن سڀني رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿي سندن هٿ مبارڪ تي اسلام قبول ڪيو. غريب لڏي مان بہ ڪيترا حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي خدمت ۾ اچي مسلمان ٿيا. اها عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ جي هڪڙي قابل ذڪر ڳالهہ آهي جنهن سان سندن ڪردار جي سچائي، سندن تبليغ جي پوترتا ۽ سندن عقيدي جي پختگي ۽ الله تعاليٰ ۾ ڀروسي جي پوري تصديق ٿئي ٿي، ڇوتہ سندن قريبي رشتيدار، سندن گهرواري، سندن پيارو سوٽ. ۽ گهرا دوست سندن نبوت جي سچائي ۽ سندن اتساهيندڙ عمل کان گهڻو متاثر ٿيا. اهي ماڻهو جيڪي ڪين چڱي طرح سڃاڻندا هيا. ويجهڙا مائٽ ۽ پيارا دوست. جيڪي ماڻهو ساڻن گڏ اٿندا ويهندا هيا ۽ سندن هر ادا کان واقف هيا، اهي سندن مخلص ۽ گهڻي محبت ڪرڻ وارا اصحابي ٿيا. جيڪڏهن انهن مردن ۽ عورتن، معززين ۽ داناءُ ماڻهن کي، جيڪي گيليلي جي مهاڻن کان گهٽ تعليم يافتہ ڪونہ هيا. اسلام جي پرچارڪ ۾ عقيدي جي کوٽ يا دوکو ۽ دنياوي لالچ جي معمولي نشاني جي بہ ڪڙڪ پوي ها تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جون سماجي سڌارن ۽ اخلاقيات کي نئين سر جيارڻ جون اميدون هڪڙي گهڙي ۾ مٽي ۾ ملي وڃن ها. انهن ماڻهن سندن لاءِ خطرن ۽ اهنجن کي مڙسي سان برداشت ڪيو. انهن پٽ برادري مان نيڪالي کي ۽ پڻ موت جو سبب ٿيندڙ ذهني پيڙائون ۽ جسماني اذيتون برداشت ڪيون. جيڪڏهن اهي پنهنجي آقا ۾ ڪنهن گهٽتائي جي معمولي نشاني بہ ڏسن ها تہ ڇا اهي سڀ ڪجهہ ائين ڪن ها؟ پر جيڪڏهن اهي ماڻهو حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۾ اهڙي ڀروسي ۽ پختي عقيدي سان ايمان نہ آڻين ها تہ بہ سندن ڪم جي عظمت يا سندن خلوص جي ڳوڙهائي شڪ جو سبب مهيا ڪونہ ڪن ها. ڇوتہ خود حضرت يسوع مسيح عليہ السلام جو پنهنجن ويجهن مائٽن تي ڪو اثر ڪونہ ٿيو هيو. ان جي سڳن ڀائرن بہ ڪڏهن ان تي ايمان ڪونہ آندو[1] اهي مورڳو ابترو تہ اڳتي ويا جو انهن هڪڙو دفعو ان کي پاڳل

---

[1] يوحنا (John vii,5)

سمجهي قيد ڪري رکڻ جي ڪوشش بہ ڪئي،[1] پيا تہ چڙيو پر سندس گهڻو ويجهو رهندڙ حواري بہ پنهنجن عقيدن ۾ پختا ڪونہ هيا.[2]

حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي حوارين ۾ اعتماد جي اها کوٽ شايد انهن جي ڪردار جي ڪمزوري ڪري پيدا ٿي هئي يا جيئن ملمن (Milman) جو خيال آهي[3] تہ اهو خود حضرت يسوع مسيح عليہ السلام جي هروقت بدلجندڙ لهجي جو نتيجو هجي. پر انهي حقيقت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ حوارين جو ايمان بہ پڪو پختو ڪونہ هيو.[4] حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي قريبي اصحابن جو مضبوط ايمان ۽ پُرجوش عقيدو پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سندن مقرر ٿيل ذميواري (نبوت) جي ڪم ۾ سندن خلوص ۽ مڪمل طور پاڻ ارپڻ واري جذبي جو اعليٰ ثبوت آهي.

پورن ٽن سالن جي ڪٽن عرصي تائين پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خاموشي سان پنهنجن مائٽن کان بت پرستي جي عادت ڇڏائڻ لاءِ ڪوشش ڪندا رهيا. پر شرڪ انهن ۾ گهر ڪري ويو هيو. ان کان علاوه قديم مذهبي نظام ۾ اهڙيون ڪشش ڪندڙ دلچسپيون هيون جيڪي نئون مذهب پنهنجي پاڪيزگي جي ڪري

---

[1] مرقس (Mark iii,21)

[2] هي اهي ماڻهو هيا جن کي حضرت عيسيٰ عليہ السلام پنهنجي ماءُ ۽ ڀائرن تي ترجيح ڏيندي، "پنهنجي ماءُ ۽ ڀائر" سڏيندو هيو. متي (Matt xii,45_48) ۽ مرقس (Mark iii, 32,33). (نوٽ: جڏهن اهو مجمعي کي خطاب ڪري رهيو هيو ان جا ماءُ ۽ ڀائر ٻاهر بيٺا هيا ۽ ان سان ڪجهہ ڳالهائڻ تي گهريائون. ڪنهن ان کي چيو تہ توهان جي ماءُ ۽ ڀائر ٻاهر بيٺا آهن ۽ توهان سان ڳالهائڻ گهرن ٿا. ان خبر ٻڌائڻ واري کي جواب ۾ چيو ڪير آهي منهنجي ماءُ ۽ ڪير آهن منهنجا ڀائر؟ پنهنجن شاگردن ڏانهن اشارو ڪري چيائين "ڏسو منهنجي ماءُ ۽ منهنجا ڀائر اهي آهن." اردو مترجم)

[3] ڏسو ملمن جو ڪتاب "هسٽري آف ڪرسچئنٽي" (History of Christianity)، جلد پهريون.

[4] سروليم ميور (Sir W. Muir) انهي ڳالهہ کي نهايت چڱي انداز ۾ تسليم ڪري ٿو (جلد ٻيو) اهو چوي ٿو "خطرو محسوس ڪندي ئي حواري ڀڄي ويا."

پيش ڪري ڪونہ ٿي سگهيو. بت پرستي واري پراڻي پوڄا سان قريشن جا ذاتي مفاد سلهاڙيل هيا، ۽ انهن جي عزت ۽ وقار جو دارو مدار ان کي برقرار رکڻ ۾ هيو. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي تنهن ڪري پنهنجي شهر جي نہ صرف زمانن کان عمل پذير ۽ عقيدي ذريعي مضبوط ٿيل بت پرستي سان پر ان اميراڻي لڏي، جيڪو ان وقت اچي ڪاري جو مالڪ هيو ۽ جيڪي عام عرب ماڻهن وانگر شرڪ پرستي سان گڏ ٿوهم پرستي ۾ بہ مبتلا هيا، جي مخالفت سان پڻ مقابلو ڪرڻو هيو. انهن مخالف طاقتن جي موجودگي ۾ اهو عجب جو مقام ڪونہ آهي تہ انهن زندگي ۽ موت جي ڇڪ ڇڪان وارن ٽن سالن ۾ صرف ٿيه ماڻهو پيروي ڪرڻ واري ساٿ ۾ شامل ٿيا. پر پوءِ بہ عظيم اوستاد ڪڏهن بہ دل ڪونہ هاري، جنهن عظيم هستي واري مالڪ جي حڪمن تي پاڻ عمل ڪري رهيا هيا، ان ۾ پنهنجي ايمان جي پختگي سان، ڪم کي جاري رکيائون. هيستائين پاڻ خاموشي ۽ بنا مداخلت جي تبليغ ڪندا رهيا هيا. سندن ڳوٺاڻا صرف کين مشڪوڪ نظرن سان ڏسندا هيا، "الامين" جي هوشمندي ۾ شڪ ڪرڻ شروع ڪيو هئائون، کين جنوني يا "ڪنهن پاڇي هيٺ" سمجهڻ لڳا هيا، پر سندن خاموش تبليغ ۾ مداخلت ڪونہ ڪئي هئائون. هاڻي پاڻ قريشن کي بت پرستي کي ترڪ ڪرڻ لاءِ علي الاعلان دعوت ڏيڻ جو فيصلو ڪيائون. انهي مقصد لاءِ پاڻ صفا جي ٽڪري تي سيني کي گڏ ڪيائون؛ اتي انهن طرفان هٿ سان ٺاهيل بتن لاءِ پوڄا پاٺ ڪرڻ ۾ انهن جي جهالت ۽ خدا جي نظرن ۾ سندن ڏوهن جي حد ٻڌايائون. انهن کي انهن قومن مٿان گذريل تقدير جي باري ۾ خبردار ڪري عبرت ڏياريائون جن گذريل زمانن ۾ نبين جي ڳالهين تي ڪوبہ ڌيان ڪونہ ڏنو هيو ۽ انهن کي پنهنجي پراڻي نموني واري ڏوهي عبادت کان توبه تائب ٿيڻ ۽ پاڪائي، سچ ۽ محبت واري عقيدي کي قبول ڪرڻ لاءِ دعوت ڏنائون. پر چڙون ڪندڙن سندن ڳالهين تي ٽوڪبازي ڪئي، نوجوان علي عليہ السلام جي حوصلي تي کليا، ۽ پنهنجن چپن تي ٺٺولي ۽ طعنن جا لفظ پٽڪندا اتي روانا ٿي ويا. پر انهن جي وچ ۾ جيڪو انقلاب اچي رهيو هيو ان جي اصل جوهر کان پنهنجين دلين ۾ خوف کائڻ لڳا. اٿين خدائي تنبيهن کي ٻڌڻ لاءِ قريشن کي قائل ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيندي، پاڻ پنهنجي ڌيان کي ٻاهرين ماڻهن ڏانهن ڦيريائون، جيڪي واپار ڪرڻ يا

حج جي ادائگي لاءِ شهر ۾ ايندا هيا. پاڻ انهن تائين الله تعاليٰ جا حڪم پهچائڻ جي ڪوشش ڪيائون. پر هتي به قريشين طرفان سندن ڪوشش ۾ رنڊڪون پيدا ڪيون ويون. جڏهن حاجي شهر جي پسگردائي ۾ پهچڻ شروع ٿيا ته قريشي پاٽمرادو مختلف رستن تي بيهي رهيا ۽ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي هڪڙو خطرناڪ جادوگر چوندي ٻاهرين ماڻهن کي ان سان ڪنهن به قسم جي گفتگو ڪرڻ کان منع ڪيائون. بهرحال، انهيءَ ترڪيب مڪي وارن لاءِ اميدن کان گهٽ نتيجو ڏنو. جڏهن واپاري ۽ حاجي ڏار ڏار ٿي پنهنجن ڏورانهن ماڳن ڏانهن وڃڻ لڳا ته اهي پاڻ سان هڪڙي عجيب ۽ پرجوش مبلغ جي ظهور جي خبر به گڏ کڻي ويا. جيڪو پنهنجي حياتي داءُ تي لڳائي به عربستان جي قومن کي وڏي واڪي دعوت ڏئي رهيو هيو ته اهي پنهنجن ابن ڏاڏن واري پوڄا جي طريقي کي ترڪ ڪن.

جيڪڏهن قريشي انهي گمان ۾ هيا ته حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي سندس پنهنجا مٽ مائٽ ڌار ڪري ڇڏيندا ته جلدئي حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنه طرفان انهن تي ڪيل سخت لعنت ملامت انهن جون اکيون کولي ڇڏيون. هن ٻيڙي چڱي مڙس جنهن پنهنجي مخصوص وفاداري ڪري پنهنجي قديم مذهب کي ترڪ ڪرڻ يا نئون مذهب مڃڻ کان انڪار ڪيو هيو اهو سماج سڌارڪ ڏانهن پنهنجن ڳوٺاين طرفان ٿيندڙ ناانصافي ۽ تعصب واري رويي تي ڪاوڙ ۾ اچي ويو ۽ قديم ريگستاني جوان مڙدي سان هڪڙو قصيدو لکيائين جيڪو تواريخ ۾ محفوظ آهي. جنهن ۾ اهڙي ماڻهو ـ الامين ـ سان جيڪو يتيمن ۽ بيوه عورتن جي مدد ڪندڙ هيو ۽ ڪڏهن به قول ۽ فعل جو ڪچو ثابت ڪونه ٿيو قريشين طرفان ٿيندڙ اڻنگي رَوَش تي ڏک جو اظهار ٿيل آهي: ۽ اعلان ڪيائين ته بنوهاشم ۽ بنومُطلب جي خاندان وارا پنهنجي جان تي ڪيڏي به انهي معصوم صفت انسان جي جان جي حفاظت ڪندا. انهن ئي ڏينهن ۾يثرب جي هڪڙي سردار مڪي جي قريشن کي خط لکيو جنهن ۾ گذريل زمانن جا واقعا ياد ڏياريندي انهن کي تنبيهه ڪيائين ته پاڻ کي لڙائي جهڳڙي ۽ خانگي تڪرارن ۾ نه ڦاسائين. ان قريشين کي صلاح ڏني ته نئين مبلغ کي ڏيان سان ٻڌڻ جي ڪوشش ڪن: "هڪڙي معتبر ماڻهوءَ هڪڙو خاص مذهب اختيار ڪيو آهي، ان کي ڇوٿا ستايو؟ اهو صرف آسمانن جو

خدا ئي آهي جيڪو انسان جي دل جو حال ڄاڻي ٿو!" ان جي مشوري ڪجهہ اثر ڪيو ۽ قريشن جو طرزعمل ڪنهن حد تائين تبديل ٿي ويو. انهيءَ ڪري ڪجهہ وقت لاءِ ظاهر ظهور ۾ پرتشدد تڪليفون پهچائڻ جي بجاءِ الزام تراشيون ڪرڻ، تهمتون هڻڻ، ۽ چڙ ڏياريندڙ بدسلوڪيون ڪرڻ ڪان ڪم وٺڻ لڳا. مخالفت ڪندڙ قريشن پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڪعبت الله شريف ۾ عبادت ڪرڻ کان روڪيو. پاڻ جتي بہ ويندا هيا اهي سندن پٺيان لڳي پوندا هيا. پاڻ ۽ سندن اصحابي جڏهن عبادت ۾ مشغول هوندا هيا تہ اهي سندن مٿان مٽي ۽ گندگي اڇلائيندا هيا. اهي ٻارن ۽ شهر جي لوفرن کي پاڻ ڪريمن جو پيڇو ڪرڻ ۽ سندن بي حرمتي ڪرڻ جي لاءِ هُشي ڏيندا هيا. پاڻ عبادت ڪرڻ يا مراقبو ڪرڻ لاءِ جن رستن تان گذرندا هيا، اهي اتي ڪنڊا وڇائي ڇڏيندا هيا. انهي تبديل ٿيل عمل ۾ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هڪڙي چاچي ابولهب جي ام الجميل نالي زال سدائين اڳيري هوندي هئي. ڪين ستائيندڙ ماڻهن مان اها نهايت وڏي هنيلي عورت هئي. هر اها جاءِ جتي پاڻ ڪريم ۽ سندن اصحابي وقت بہ وقت عبادت ڪرڻ لاءِ ويندا هيا، اها اتي ڪنڊا وڇائي ڇڏيندي هئي. انهي چڙ ڏياريندڙ ڪردار ڪري ان لاءِ سورت لهب ۾ "حمالت الحطب" يعني ڪنڊن واريون ٽاريون وڇائڻ واري، جو مذمت ڀريو لقب نازل ٿيو.

انهن سيني آزمائشن جي دوران حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪڏهن بہ ڪونہ گهبرايو. پنهنجي نبوت ۾ تمام گهٽي پختي پروسي سان پاڻ ثابت قدمي سان ڪم جاري رکيائون. ڪين ڪيترا دفعا قريشين طرفان پنهنجي جان جو خطرو بہ پيش آيو. هڪڙي موقعي تي پاڻ انهن طرفان قتل ڪرڻ جي هڪڙي غضبناڪ چال کي پنهنجي شرافت ۽ پاڻ تي قابو رکڻ واري جذبي سان ختم ڪرايائون. اهنج پهچائڻ واري عمل مورڳو نئين مذهب جي طاقت کي وڌايو "شهيدن جو خون رنگ لائيندو آهي". وارو مشهور مقولو اهڙو سچ آهي جيڪو ڪنهن بہ هڪڙي مذهبي عقيدي تائين محدود ڪونہ آهي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن قريشين جي پرتشدد رويي، انهن جي ساڙ ۽ سخت تعصب، هڪڙي زبردست پهلوان يعني حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي ننڍي پٽ حضرت

حمزه رضي الله تعاليٰ عنه جي ايمان آڻڻ لاءِ رهنمائي ڪئي. هي بي ڊپو جوڌو بهادر بي غرض، ۽ سچو جنهن جي وچ جهڙي تلوار جي ڪارنامن کان سيئي قريشي سخت خوف کائيندا هيا. انهن ڏينهن ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جي خدمت ۾ آيو ۽ اسلام قبول ڪيائين، ۽ ان ئي گهڙي کان اسلام جو جانثار حامي ٿي ويو. آخرڪار انهيءَ مقصد لاءِ پنهنجي جان جو نذرانو ڏنائين.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم انهن سيني تڪليفن جي باوجود ڪڏهن به پنهنجي قوم کي، جيڪا بچڙائي کي گهٽو چنبڙيل هئي، خراب دستورن ۽ ڪراهتن کي ترڪ ڪرڻ جي دعوت ڏيڻ بند ڪونه ڪئي. پاڻ دل و جان سان تبليغ ڪندا هيا. پاڻ قريشين کي عاد ۽ ثمود جي قومن مثان، جن الله تعاليٰ جي پيغمبرن جي تنبيهن تي ڌيان ڪونه ڌريو هيو نازل ٿيل عذاب جي باري ۾، ۽ حضرت نوح عليه السلام جي قوم جي شرارتن ڪري آسمان مان نازل ٿيل ٿهر جي پالوٺ جي باري ۾ اهڙن چٽن لفظن ۾ ٻڌائيندا هيا جيڪي ٻڌندڙن جي دلين ۾ گهري ويندا هيا. پاڻ انهن کي قدرت جي حسين نظارن جو منجهند جي وقت واري چٽي روشني جو ۽ رات جو جڏهن اها پنهنجي چادر پکيڙي ٿي، صبح جو جڏهن اهو شان و شوڪت سان ظاهر ٿئي ٿو قسم ڏئي تاڪيد ڪيوته انهي کان اڳ جو اهڙي ساڳي آفت انهن مثان نازل ٿئي سندن هدايت کي ڌيان سان ٻڌن. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم انهن کي قيامت جي ڏينهن حساب ڪتاب بابت ٻڌايو جڏهن انسان طرفان هن دنيا ۾ ڪيل عمل آفاقي قاضي جي آڏو توريا ويندا. جڏهن ننڍڙن ٻارن کان جن کي جيئرو پوريو ويو هوندو سوال ڪيو ويندو ته انهن کي ڪهڙي ڏوهه جي سزا ۾ موت جي منهن ۾ ڌڪيو ويو هيو ۽ جڏهن ڌرتي ۽ آسمان تڏي وانگر ويڙهيا ويندا ۽ ڪير به ويجهو ڪونه هوندو بس صرف الله تعاليٰ جي ذات هوندي. پاڻ انهن کي اڳئين جهان (آخرت ـ عقبيٰ) جي جزائن ۽ سزائن جي باري ۾ ٻڌايائون. پنهنجي مادي پرست قوم آڏو "مشرقي استعارن جي انداز سان" بهشت جي نعمتن ۽ دوزخ جي عذاب بابت کولي بيان ڪيائون. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم انهن کي فرمايو "انهن (ڪافرن) جو مثال ان ماڻهوءَ وانگر آهي جنهن باهه ٻاري، جڏهن چوڌاري روشني ٿي وئي ته الله سندس نور کسي ورتو ۽ انهن کي اونداهين ۾ ڇڏي ڏنو جو ڪجهه به

نٿا ڏسي سگهن. ٻوڙا، گونگا انڌا آهن (تنهن ڪري) سڌي رستي تي موٽڻ وارا ڪونہ آهن. يا انهن جو مثال آسمان کان وسندڙ مينهن وانگر آهي جنهن ۾ اونداهي، گجگوڙ ۽ وڄ هجي، اهي ڪڙڪن سبب موت جي ڊپ کان پنهنجي ڪنن ۾ آڱريون وجهن ٿا. ۽ الله ڪافرن کي گهيرو ڪندڙ آهي. ائين پيو معلوم ٿئي جو بجلي (ڪنوڻ) سندن نظرون کسي وٺندي جڏهن بہ ڪجهہ چمڪو ٿيوتہ ان ۾ هلڻ لڳا ۽ جڏهن اونداهي ٿي وئي تہ بيهي ويا ۽ جيڪڏهن الله گهري هاتہ سندن ڪن ۽ اکيون کسي وٺي ها. بيشڪ الله سڀ ڪجهہ ڪري سگهي ٿو." (بقر آيت 17کان 20)

"۽ جن ڪفر ڪيو انهن جا عمل ائين آهن جيئن اس ۾ چمڪندڙ واري (رڃ) رڻ پٽ ۾ اڃايل ان لاءِ پاڻي هجڻ جو گمان ڪري ايستائين جو جڏهن ان وٽ اچي تہ ڪجهہ بہ نہ ڏسي ۽ الله کي (هر طرف کان) پنهنجي قريب سمجهي، پوءِ ان (الله) سندس حساب چڪتو ڪري ڇڏيو. يا(ڪافرن جا عمل) ان اونداهي وانگر آهن جيڪا سمنڊ ۾ ڦهليل آهي، ان جي مٿان لهر، لهر(ڇولي) جي مٿان ٻي لهر، ان جي مٿان ڪڪر يعني گهپ انڌيرو ان جي مٿان اجان گهري اونداهي، پنهنجو هٿ ٻاهر ڪڍي تہ بہ ڏسي نہ سگهي، ۽ جنهن کي الله نور نہ ڏئي تہ ان جي واسطي ڪٿي بہ نور ڪونہ آهي." (سورت نور آيت 39۽ 40)

انهن آيتن ۾ بيان ٿيل ڳالهين کان ماڻهو هيسجي ويا ۽ اسلام ۾ داخل ٿيڻ وارا مسلسل وڌندا رهيا.

هاڻي قريشن جي دلين ۾ ڪيترائي انديشا پيدا ٿي ويا، ڇوتہ حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تبليغ هڪڙي گنڀير انقلابي تحريڪ جون علامتون ظاهر ٿي ڪيون. انهن جو اقتدار ۽ وقار داءَ تي لڳل هيا. اهي ماڻهو انهن بتن جا رکوالا هيا جن کي حضرت محمّد صلي الله عليہ وآلہ وسلم تباهہ ڪرڻ جون ڌمڪيون ڏنيون ٿي، اهي ان پوڄا پاٺ جا منتظم هيا جنهن کان حضرت محمّد صلي الله عليہ وآلہ وسلم بيزاري جو اعلان ٿي ڪيو ـ انهن جي پنهنجي وجود جي بقا انهن پراڻن رواجن کي قائم ۽ دائم رکڻ تي ٻڌل هئي. انهن کي ڊپ هيوتہ جيڪڏهن پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جون ٻڌايل ڳالهيون پوريون ٿي ويون تہ عربستان جي قومن منجهہ انهن کي جيڪا فوقيت مليل هئي اها پاڻ مرادو گهٽ ٿي ويندي. انهي نئين مبلغ جو لهجو مڪمل طور وڏائي کان خالي ۽ جمهوري هيو. ان جو چوڻ هيوتہ

سندن حقيقي مالڪ (خدا) جي نظر ۾ سڀ انسان برابر آهن. پراڻن امتيازن جو ائين برابر ٿي وڃڻ انهن جي مڙني روايتن جي خلاف هيو. اهي انهي مساوات سان سهمت نٿي ٿي سگهيا ڇوتہ ان ۾ انهن جي نرالن رعايتي حقن لاءِ ڪنهن پلائي جي گنجائش ڪونہ هئي. انهن فيصلو ڪيوتہ انهيءَ کان اڳ جو اها تحريڪ وڌيڪ سگهہ حاصل ڪري ان کي ختم ڪرڻ لاءِ تڪڙا اپاء ورتا وڃن.

حالتن پٽاندر انهن ستائڻ جو هڪڙو منظم طريقو اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. پر جيئن تہ انهن پنهنجن خون خرابي وارن انتقامي دستورن جي خلاف ورزي نٿي ڪرڻ گهري، انهيءَ ڪري هرهڪ خاندان نئين مذهب کي پنهنجي حلقي اندر ڪچلڻ جي پاڻ ذميواري ڪنئي. هر ڪٽنب پنهنجن ڀاتين، واسطي وارن يا غلامن کي، جن جي خبر پوندي هين تہ اهي نئين مذهب ۾ شامل ٿي ويا آهن، اذيتون ڏيندا هيا. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جنهن کي حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ پنهنجي خاندان وارن طرفان تحفظ حاصل هيو ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ ٻيا ڪجهہ ٿورا، ياتہ خود چڱي حيثيت وارو هجڻ ڪري يا قريشين منجهہ پنهنجن ڪن بااثر دوستن ۽ حامين جي ڪري ڪجهہ عرصي تائين تڪڙن نقصانن کان بچيل رهيا. ليڪن ٻين کي قيد ڪيو ويو، بکيو رکيو ويو ۽ ڪوڙا هنيا ويا. رمضا جي تڪري ۽ بطحا نالي سڏي ويندڙ جاءِ ائين ظالماڻيون اذيتون ڏيڻ وارن نظارن جو ماڳ ٿي ويون.[1] جن مردن ۽ عورتن جي باري ۾ قريشين کي معلوم ٿيندو هيو تہ انهن بت پرستي ترڪ ڪري ڇڏي آهي تہ انهن کي ٻڏي ريگستان جي ساڙيندڙ گرمي ۾ تپندڙ واري تي سمهاري ڇڏيندا هيا. جتي جڏهن اهي اڃ ڪري آخري پساهن تي اچي ويندا هيا تہ انهن کي بتن جي پوڄا ڪرڻ يا مرڻ مان هڪ ڳالهہ قبولڻ لاءِ چيو ويندو هيو. صرف ڪجهہ ٿورا ماڻهو جان بچائڻ لاءِ انهن جي مطالبن کي مڃيندا هيا پر جڏهن اذيتن مان ڇوٽڪارو ملندو هين تہ هڪ دفعو وري توبہ تائب ٿي اسلام جو ٻيهر اقرار ڪندا هيا. پر اڪثر ماڻهو پنهنجي ايمان تي ڄميا رهيا. اهڙن ماڻهن مان هڪڙو حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنہ هيو جيڪو اسلام جو پهريون بانگو هيو. جڏهن سج جي گرمي چوٽ

---

[1] ابن اثير جلد ٻيو. ابن هشام.

تي هوندي هئي تہ ان جو مالڪ اميہ بن خلف ان کي روزانو بطحا ڏانهن وٺي ويندو هيو ۽ ان کي اتي اگهاڙي پٺي سان ساڙيندڙ اس ڏانهن منهن پر ليٽائي ان جي سيني تي هڪڙو وڏو پٿر رکي هي لفظ چوندو هيو "تون اتي ايستائين پيو هوندين جيستائين تون مري وڃين يا اسلام کان انڪار ڪرين." جئين تہ حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنہ ڳري وزن هيٺ اچ ڪري ماندو ٿي اڌ مئو ٿيو ليٽيو پيو هوندو هيو. اهو صرف اهو جواب ڏيندو هيو "احد, احد"(الله واحد). اهو عمل ڪيترن ڏينهن تائين جاري رهيو ايستائين جو ويچارو مسڪين بلال رضہ هڪڙي ڏينهن مرڻ ڪنڌي تائين پهچي ويو جو حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ ان کي خريد ڪري آزاد ڪيو. جنهن اهڙي طريقي سان ٻين ڇهن غلامن کي بہ آزادي ڏياري هئي. قريشين انتهائي دردناڪ پيڙائن وارا عذاب ڏئي حضرت ياسر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ ان جي زال حضرت سُميہ رضي الله تعاليٰ عنها کي ماري ڇڏيو. ۽ انهن جي پٽ حضرتِ عمار رضي الله تعاليٰ عنہ کي بہ انهن سخت اذيتون ڏنيون. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ پنهنجن اکين سان پنهنجن ساٿين کي اذيتون برداشت ڪندي ڏسندا هيا ـ اذيتن کي صبر ۽ بردباري سان برداشت ڪيائون ـ جيئن حق جي مقصد لاءِ شهيد ٿيڻ وارا ڪندا آهن. اسلام جي اوائلي تواريخ ۾ ڪو اهي ئي شهيد ڪونہ هيا.[1]

حضرت يسوع مسيح عليہ السلام کي جيئن فريسين لالچون ڏئي آزمايو هيو ائين قريشين بہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي سندن پيغمبري ذميوارين واري رستي تان هٽائڻ لاءِ دنياوي مرتبو يا ڪنهن عهدي کي قبول ڪرڻ جون لالچون ڏنيون. هڪڙو

---

[1] مثال طور خبيب بن عدي, جنهن کي ٺڳي واري نموني سان قريشن وٺ ڪيو ويو هيو ان کي قريشن ظالماڻي طريقي سان هٿ پير ڪپي ان جي جسم کي ٻوٽي ٻوٽي ڪري شهيد ڪري ڇڏيو. جڏهن ان کي ايذاء ڏئي رهيا هيا تہ ان کان پڇيائون تہ ڇا اهو ائين نٿو چاهي تہ جيڪر سندس جاءِ تي محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) هجي ها. ان جواب ڏنو " والله! مان پنهنجي, پنهنجن ٻارن ٻچن ۽ مال ملڪيت سان انهي شرط تي بہ زندگي گذارڻ پسند ڪونہ ڪندس تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڪو هڪڙو ڪنڊو بہ لڳي." (نوٽ : ڪجھ تاريخدان انهي گفتگو کي زيد بن الدثنہ ڏانهن منسوب ڪن ٿا. جئين مولانا شبلي سيرت النبي جلد اول صفحي 393 تي لکيو آهي. اردو مترجم)

تاريخدان لکي ٿو تہ هڪڙي ڏينهن پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪعبت الله شريف ۾ مخالفن جي هڪڙي جماعت کان ٿورو پريرو ويٺا هيا، جڏهن انهن مان هڪڙو ڪليل ذهن وارو ماڻهو عتبہ بن ربيعہ پاڻ ڪريمن ڏانهن آيو ۽ چيائين "اي ڀائيٽا، توهان پنهنجي اخلاق ۽ حسب نسب ڪري مٿانهان آهيو پر هاڻي توهان اسان جي قوم منجهہ ڦيٽاڙي جو ٻج وڌو آهي ۽ اسان جي خاندانن ۾ اختلاف پيدا ڪري ڇڏيو آهي؛ توهان اسان جي ديوتائن ۽ ديوين جي مذمت ٿا ڪريو. توهان اسان جي ابن ڏاڏن تي ٻي دين هجڻ جو الزام هڻو ٿا. اسان ڪنهن بہ شرط تي توهان سان اهو معاملو طئي ڪرڻ لاءِ هڪڙي تجويز پيش ڪرڻ ٿا گهرون، جيڪڏهن اها ڳالهہ قبول ڪرڻ لاءِ توهان کي مناسب لڳي تہ چڱي طرح سان سوچيو." رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو "اي ابوالوليد، چئو مان ٻڌي رهيو آهيان." عتبہ ڳالهہ اڳتي وڌائي، "اي ڀائيٽا، جيڪڏهن توهان انهي ڳالهہ وسيلي دولت حاصل ڪرڻ گهرو ٿا تہ اسان توهان کي ايتري گهڻي دولت گڏ ڪري ڏينداسين جو توهان اسان سڀني کان شاهوڪار ٿي ويندا، جيڪڏهن توهان شان وشوڪت ۽ ڪا حيثيت ماڻڻ جي خواهش رکو ٿا تہ اسان توهان کي پنهنجو سردار چونڊڻ لاءِ تيار آهيون ۽ توهان جي حڪم کان سواءِ ڪوبہ ڪم ڪونہ ڪنداسين؛ جيڪڏهن توهان ڪنهن حڪومتي اختيار جي خواهش رکو ٿا تہ اسان توهان کي پنهنجو بادشاهہ بڻائڻ جي ڪوشش ڪنداسين؛ ۽ جيڪڏهن توهان تي ڪنهن جن ڀوت جو پاڇو آهي جنهن کان توهان بيوس آهيو تہ اسان ان جو علاج ڪرڻ وارن کي گهرائينداسين ۽ توهان کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ جيترو ڌن دولت گهرجي انهن کي ڏينداسين." جڏهن ان ڳالهائي بس ڪيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو "اي ابوالوليد، ڇا توهان ڳالهہ پوري ڪئي؟" ان وراڻيو "هائو." "هاڻي مونکي ٻڌو." ان جواب ڏنو "هائو مان ٻڌڻ لاءِ تيار آهيان." پوءِ خبردار ڪندڙ (بشير و نذير) فرمائڻ شروع ڪيو. "بسم الله الرحمٰن الرحيم. حٰم. هي (ڪتاب) نازل ڪيل آهي وڏي رحم واري جو. هي ڪتاب (اهڙو آهي) جنهن جون آيتون چٽي نموني سان بيان ڪيون ويون آهن، عربي قرآن عقل واري قوم جي

واسطي (هدايت) آهي. خوشخبري ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ پوءِ انهن مان گهڻن منهن ڦيريو پوءِ اهي ٻڌن ئي ڪونہ ٿا. ۽ چيائون اسان جون دليون پردي ۾ آهن، ان ڳالھ کان جنهن جي طرف تون اسان کي سڏين ٿو ۽ اسان جي ڪنن ۾ ٽاٽ ٻيل آهن. ۽ اسان جي ۽ توهان جي وچ ۾ رڪاوٽ آهي، پوءِ تون پنهنجو ڪم ڪر اسان پنهنجو ڪم ڪريون. تون فرماءِ، انسان هجڻ ۾ تہ مان توهان جهڙو آهيان (پر) مون ڏي وحي ايندو آهي تہ توهان جو معبود هڪڙوئي معبود آهي پوءِ ان جي حضور ۾ جهڪي وڃو ۽ ان کان معافي گهرو ۽ شرڪ (ڪرڻ) وارن لاءِ هلاڪت آهي. اهي جيڪي زڪوات نٿا ڏين (سي) آخرت جا انڪاري آهن.[1] بيشڪ جن ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪيا انهن جي واسطي بي انتها ثواب آهي." (سورت حٰم سجده آيت 1 کان 8) جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اها تلاوت پوري ڪئي تہ عتبہ کي فريائون "توهان ٻڌو هاڻي توهان کي جيڪو مناسب لڳي اهو ڪريو."[2]

پنهنجن ساٿين کي پُهچندڙ اذيتن ڪري، جن جي حالت وقت گذرڻ سان گڏ اجا وڌيڪ برداشت کان ٻاهر ٿيندي پئي وئي، پاڪ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڏاڍو گهڻو ڏک ٿيندو هيو انهيءَ ڪري انهن کي مشورو ڏنائون تہ جيستائين الله تعاليٰ پنهنجي ٻاجھ سان قريشين جي سوچن ۾ تبديلي آڻي، تيستائين اهي هجرت ڪري حبش جي پاڙيسري عيسائي بادشاهي ۾ پناه وٺن. جتي هڪڙو خدا پرست ماڻهو حڪومت ڪري رهيوهيو. پاڪ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان عيسائي بادشاه جي خداترسي، ان جي رواداري ۽ مهمان نوازي جي باري ۾ ٻڌو هئائون ۽ کين يقين هيو تہ اتي سندن اصحابن جو سٺو آڌر ڀاءُ ڪيو ويندو.

ڪجھ ساٿين مشوري تي هڪدم عمل ڪيو ۽ ڪل پندرنهن ماڻهو نجاشي بادشاه جي مهمانواز ملڪ ڏانهن وڃڻ لاءِ ٻيڙي ۾ چڙهي

---

[1] جتي مهمان نوازي کي هڪڙو وڏو مان سمجهيو ويندو هيو اتي عربن منجھ رحمدلي کي هڪڙي ڪمزوري سمجهيو ويندو هيو. ۽ آخرت جي حياتي کي هڪڙي ڪراڙي عورت جي ڏند ڪٿا.

[2] ابن هشام.

روانا ٿي ويا. اها اسلام جي تاريخ ۾ پهرين هجرت سڏي وڃي ٿي، اها حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نبوت جي پنجين سال 615ع ۾ واقع ٿي. حق جي مقصد لاءِ انهن مهاجرن سان گڏ اذيتون ۽ تڪليفون برداشت ڪرڻ وارا پيا بہ ڪيترائي ماڻهو جلدي وڃي انهن سان شامل ٿيا. ايتري تائين جو انهن جو تعداد 83 مرد ۽ 18 عورتن تي وڃي پهتو.[1] پر قريشن جي اٽڪ دشمني اتي بہ سندن پيڇو ڪونہ ڇڏيو. اهي پنهنجي شڪار جو ائين هٿ مان نڪري وڃڻ ڪري ڇتا ٿي پيا هيا ۽ بادشاه ڏانهن پنهنجا نمائندا روانا ڪيائون تہ ان کان انهن مهاجرن کي سندن حوالي ڪرڻ جو مطالبو ڪن تہ جيئن انهن کي موت جي حوالي ڪيو وڃي. غريب مهاجرن جي خلاف انهن پنهنجي پراڻي مذهب کان ڦري وڃڻ ۽ هڪڙو نئون مذهب اختيار ڪرڻ جا وڏا الزام هنيا. نجاشي مهاجرن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ انهن کان پڇا ڪيائين تہ ڇا سندن مخالف جيڪو چون ٿا اهو سچ آهي. بادشاه پڇيو "اهوڪهڙو مذهب آهي جنهن جي لاءِ توهان پنهنجو پراڻو مذهب ترڪ ڪيو آهي، ۽ نہ توهان منهنجو مذهب قبوليو آهي نہ وري ڪنهن ٻئي جو؟" حضرت جعفر بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ، حضرت علي عليہ السلام جي ڀاءُ، مهاجرن جي نمائندگي ڪندي چيو"اي بادشاه سلامت، اسان جهالت ۽ بربريت ۾ غرق ٿيل هئاسين؛ اسان بتن جي پوڄا ڪنداهئاسين، اسان ناپاڪائي ۾ گذاريندا هئاسين؛ اسان مردار گوشت کائيندا هئاسين، اسان گنديون ڳالهيون ڪندا هئاسين، اسان انسانيت جي هر احساس، مهمان نوازي ۽ پاڙيسرين جي حقن جي ذميواري کان وانجها هئاسين، اسان ڪنهن بہ قانون کي ڪونہ ٿي مڃيو پر صرف ڏاڍي جي لٺ کي، جڏهن تہ الله تعاليٰ اسان منجهان هڪڙي انسان کي چونڊيو جنهن جي جم،سچائي، ايمانداري ۽ پارسائي کان اسان ڀلي ڀت واقف هئاسين؛ ۽ ان اسان کي الله تعاليٰ جي وحدانيت ڏانهن دعوت ڏني ۽ اسان کي هدايت ڪيائين تہ ان سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪريون؛[2] ان اسان کي بتن جي پوڄا ڪرڻ کان منع ڪئي؛ ۽ اسان کي سچ ڳالهائڻ،

---

[1] ابن هشام. ابن اثير جلد ٻيو. ابوالفدا.

[2] قرآن شريف ۾ هرهنڌ بت پرستن کي "مشرڪين" سڏيو ويو آهي ڇوتہ اهي ٻين هستين کي خدا سان شريڪ سمجهندا آهن.

پنهنجن واعدن کي پاڙڻ، رحمدل ٿيڻ ۽ پاڙيسرين جي حقن جو خيال رکڻ لاءِ تاڪيد ڪيائين، اسان کي عورتن تي بهتان هڻڻ ۽ يتيمن جو مال کائڻ کان منع ڪيائين، اسان کي براين کان پاسوڪرڻ ۽ بچڙاين کان بچڻ جي هدايت ڪيائين، اسان کي عبادت ڪرڻ، خيرات ڏيڻ ۽ روزا رکڻ جي هدايت ڪيائين. اسان ان تي ايمان آندو آهي ۽ ان جي تعليم ۽ هدايتن کي مڃيو آهي تہ الله تعاليٰ جي عبادت ڪريون ۽ ان سان ڪنهن کي شريڪ نہ ڪريون. انهيءَ سبب ڪري اسان جي قوم جا ماڻهو اسان جي خلاف اٿي پيا آهن، ۽ اسان کي ستائيندا ۽ مجبور ڪندا رهن ٿا تہ اسان الله تعاليٰ جي عبادت کي ڇڏي ڏيون ۽ ڪاٺ، پٿر جي بتن جي پوڄا ڪريون، ۽ ٻين بچڙاين ڏانهن موٽون. انهن اسان کي گهڻيون اذيتون ڏنيون آهن ۽ زخم پهچايا اٿن. هاڻي انهن منجهہ پنهنجي سلامتي کان نااميد ٿي اسان توهان جي ملڪ ۾ آيا آهيون ۽ اميد ٿا ڪريون تہ توهان اسان کي انهن جي ڏاڍ کان تحفظ ڏيندا."[1]

بادشاهہ قريشين جي مطالبن کي حقارت سان رد ڪري ڇڏيو ۽ انهن جا نمائندا ناڪام ۽ نامراد ٿي مڪي ڏانهن واپس ٿيا.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اصحابي جڏهن پنهنجن دشمنن جي ظلم ۽ ستم کان بچڻ لاءِ ٻين علائقن ۾ پناهہ وٺي رهيا هيا تہ پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هر بي حرمتي ۽ توهين جي باوجود پنهنجي جاءِ تي بهادري سان جميل رهيا، ۽ پنهنجي نبوت جو مشن جاري رکيائون. قريشي هڪ دفعو ٻيهر سندن خدمت ۾ شاهوڪار ڪرڻ ۽ عزت احترام ڏيڻ وارن واعدن جي لالچ سان آيا تہ جيئن پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي سندن ذميواري کان برغلائڻ جي ڪوشش ڪن، پاڻ ساڳيو اتساهہ سان ۽ ايمان سان ڀريل جواب ڏئي انهن کي موٽائي ڇڏيائون "مون کي نہ دولت جي گهرج آهي، نہ ڪنهن عهدي جي تمنا، نہ ڪنهن منصب جي لالچ، الله تعاليٰ مون کي رسول ڪري موڪليو آهي ۽ حڪم ڪيو آهي تہ توهان کي سٺيون ڳالهيون بيان ڪري ٻڌايان. مان توهان کي الله تعاليٰ جو

---

[1] ڇا حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪارنامن ۽ تعليمات جو ان کان ڪو وڌيڪ سنو خلاصو ٿي سگهي ٿو؟ (ابن اثير جلد ٻيو. ابن هشام.)

ڪلام ٻڌايان ٿو مان توهان کي نصيحت ٿو ڪريان. مان توهان ڏانهن جيڪو پيغام کڻي آيو آهيان جيڪڏهن اهو توهان قبول ڪندا ته الله تعاليٰ توهان تي ٻنهي جهانن. هن دنيا ۽ آخرت ۾ مهربان رهندو جيڪڏهن توهان منهنجي نصيحت کي رد ڪندا ته مان صبر کان ڪم وٺندس ۽ الله تعاليٰ تي ڇڏيندس ته اهو منهنجي ۽ توهان جي وچ ۾ فيصلو ڪري" انهن سندن مٿان ڇٽرون ڪيون ۽ ٺٺوليون ڪيون. ۽ سندن تعليم کي ڪوڙو ظاهر ڪرڻ لاءِ ابتا سبتا سوال ڪرڻ لڳا.[1] پاڻ ڪريم پنهنجي حقيقي مالڪ ۾ پنهنجي پڪي ايمان ۽ پوري ويساه ڪري قريشين جي مڙني ماده پرستي وارين بداعتقادين تي سوڀارو رهيا. انهن کين چيو ته ڌرتي کي ڦاڙي چشما ۽ نديون وهائي ڏيکاري. آسمان کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري هيٺ ڪيرائي. جبلن کي پنهنجي جاءِ تان چوري. سون جو هڪڙو گهر ٺاهي ڏيکاري. ڏاڪڻ وسيلي آسمان تي وڃي ڏيکاري.[2] اهي ڳالهيون حضرت يسوع مسيح عليه السلام واري ساڳي پراڻي قصي جو ورجاءُ هيون. فرق صرف ايترو هيو ته حضرت عيسيٰ عليه السلام جي معاملي ۾ خود ان جا پنهنجا پيروڪار ان کان اهڙا مطالبا ڪندا هيا ته اهو پنهنجي نبوت جي صداقت جي باري ۾ انهن کي مطمئن ڪرڻ لاءِ معجزا ڪري ڏيکاري. پروفيسر مومري (Momerie) چوي ٿو "حضرت عيسيٰ عليه السلام جا پنهنجا پيروڪار سدائين ان جي ۽ ان جي ڪم جي باري ۾ غلط فهمي ۾ هوندا هيا: ان کان مطالبو ڪندا هيا ته آسمان مان باهه وسائي. پاڻ کي يهودين جو بادشاهه قرار ڏيڻ جو اعلان ڪري. ۽ انهن کي پنهنجي تخت جي ساڄي ۽ کاٻي پاسي ويهاري. انهن کي آسماني پيءُ ڏيکاري. انهن کي جسماني اکين ذريعي الله تعاليٰ ڏيکارڻ جو مطالبو ڪندا هيا. ۽ هر اها شيءِ جيڪا ان جي عظيم منصوبي جي تضاد ۾ هوندي هئي ان جي ڪرڻ يا کين ڪرڻ

---

[1] ابن هشام. ان کان علاوه هڪڙي عيسائي تاريخدان بت پرستن جي حرفتن جو تذڪرو وڏا مزا وٺي ڪيو آهي. ڏسو اوسبرن(osbern) جو ڪتاب "اسلام انڊر دي عربس"(Islam under the Arabs)

[2] اهو سورت بني اسرائيل آيت 90 کان 93 جي مفهوم تي ٻڌل آهي.

جي قابل بنائڻ لاءِ چوندا هيا. آخر تائين اهي حضرت عيسيٰ عليہ السلام سان اهوئي سلوڪ ڪندا رهيا. جڏهن وقت آيو تہ اهي سيئي ان کي اڪيلو ڇڏي ڀڄي ويا."

انهن غير مطمئن ۽ سردمهري وارن خيالن جي ماڻهن کي جيڪي حيران ڪن ڪرشمن جي خواهش ۾ قريشين کان ڪو گهٽ ڪونہ هيا ۽ جن اڳتي هلي حضرت يسوع مسيح عليہ السلام جي قابل احترام هستي کي هڪڙي اهڙي ڏنڊ ۾ وڪوڙي ڇڏيو جنهن جي پردي کي جديد آدرشي عيسائيت بہ ان جي چهري تان هٽائي نٿي سگهي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڪڏهن ڪڏهن ڪاوڙ مان جواب ڏيندو هيو تہ صرف بدڪار ۽ شهوت پرست ماڻهو ظاهري نشانيون گهرندا آهن ۽ انهن کي ڪابہ ظاهري نشاني ڏيکارڻ کان انڪار ڪري ڇڏيندو هيو. ڇوتہ جڏهن ڪو ماڻهو حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ پيغمبرن کي نٿو مڃي تہ توڙي جو انهن مان ڪير قبر مان اٿي اچي تہ بہ اهو ايمان ڪونہ آڻيندو.[1]

عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن کي داد ڏيڻ لاءِ اهو ضرور چوڻو پوندو تہ انهن پنهنجي رسول کان ڪڏهن بہ ڪنهن معجزي ڏيکارڻ جو مطالبو ڪونہ ڪيو. انهن ـ ڏاهن، سوداگرن ۽ سپاهين ـ صرف پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نبوت جي اخلاقي نشانين ڏانهن ئي نهاريو. اهي پنهنجين سمورين دنياوي خواهشن ۽ دنياوي مفادن کي قربان ڪري پنهنجي بي يارومددگار اوستاد جي چوڌاري گڏ ٿي ويا، ۽ ان جي انساني شخصيت سان گڏ، جنهن جو دنيا جي تواريخ ۾ ڪو ثاني ملڻ مشڪل آهي، زندگي ۽ موت جي حد تائين پاڻ ارپيندي ان جي پوئواري ڪندا رهيا.

اهڙي زماني ۾ جڏهن معجزن کي هر ڏينهن جو معمول سمجهيو ويندو هيو ۽ معمولي (ادنيٰ کان ادنيٰ) درويش بہ هڪڙي اشاري سان

---

[1] قدامت پرست عيسائين جو اهو عقيدو هيو ۽ اڄ بہ آهي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جا معجزا ان جي الوهيت جو ثبوت آهن. جديد عيسائيت وارا انهن معجزن لاءِ ابرگلوب (Aberglaube) چوندا آهن. جيئن "لٽريچر ۽ ڊوگما" (Literature and Dogma) نالي ڪتاب جو ليکڪ چوي ٿو تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن معجزن تان يقين ختم ٿي ويندو ۽ عيسائيت ۾ معجزن واريون روايتون مشرقي ۽ مغربي قصن ڪهاڻين سان شامل ٿي وينديون.

ڪرامتون ظاهر ڪري سگهندو هيو جڏهن سڄو ماحول، نہ فقط عربستان ۾ پر پاڙيسري ملڪن ۾ بہ جتي تهذيب تمام گهڻي ترقي ڪئي هئي، ماوراءِ عادت وارين ڳالهين سان پريو پيو هيو عقليت جو اهو عظيم علمبردار معجزن جو مطالبو ڪندڙ ڪافرن کي بنا هٻڪ جي جواب ڏيڻ فرمايو هيو: "تون فرماءِ (الله تعاليٰ مون کي عجوبن ڏيکارڻ لاءِ ڪونہ موڪليو آهي) منهنجو پالڻهار پاڪ آهي، (مان الله جو رسول آهيان) ان مون کي توهان کي هدايت ڪرڻ لاءِ موڪليو آهي. ..... تون فرماءِ جيڪڏهن زمين ۾ ملائڪ (رهندڙ) هجن هاتہ الله توهان ڏي ڪنهن ملائڪ کي پيغمبر ڪري موڪلي ها." (سورت بني اسرائيل آيت 93 کان 95)

"........ مون ڪڏهن بہ اها دعوا ڪونہ ڪئي آهي تہ الله تعاليٰ جا خزانا منهنجي هٿ ۾ آهن، يا مون کي غيب جو علم آهي يا مان ڪوئي فرشتو آهيان" (سورت هود آيت 31)

"تون فرماءِ مان پنهنجي ذات جي (لاءِ) چڱي مني جو خودمختيار ڪونہ آهيان مگر جيڪي الله چاهي. ..........." (سورت اعراف آيت 188)

انهن ڳالهين ۾ ڪي بہ غير معمولي دعوائون ڪونہ آهن. ڪنهن بہ وڏاءَ واري ٻولي جي ملاوت ڪونہ آهي، نہ پنهنجي شخصيت يا ڪردار کي ڪنهن جادوئي ڪشش جو لبادو پهرائڻ جي ڪوشش آهي. "مان صرف الله تعاليٰ جي حڪمن جي تبليغ ڪندڙ آهيان. انساني لڏي ڏانهن الله تعاليٰ جو پيغام کڻي ايندڙ" پاڻ سدائين اهو دهرائيندا هيا. شروع کان آخر تائين سندن زبان مبارڪ مان هڪ لفظ بہ اهڙو ڪونہ نڪرندو هيو جنهن مان "اهو گمان ڪجي تہ پاڻ انسانن کان پنهنجي عبادت جو مطالبو ڪندا هجن."[1] شروع کان آخر تائين سندن بيان ڪرڻ ۾ اڻ مٽ فضليت جو مظاهرو آهي، جيڪڏهن ان زماني ۾ آس پاس جي ماحول کي ڏسجي تہ تمام گهڻو بهترين آهي: شروع کان آخر تائين لهجو سادگي وارو ۽ خالق حقيقي جي آڏو ڳوڙهي انڪساري سان پريل آهي. پنهنجي عظيم ڪامراني واري گهڙي ۾ بہ هڪڙي عاجزي ۽ شڪر گذاري وارو جذبو آهي:

---

[1] Professor Momerie

"بسم الله الرحمٰن الرحيم. الله جي پاڪائي بيان ڪن ٿا جيڪي بہ آسمانن ۾ زمين ۾ آهن. جيڪو بادشاهہ ڪامل پاڪائي وارو عزت ۽ حڪمت وارو آهي. اهوئي آهي جنهن اڻ پڙهيلن ۾ انهن مان هڪڙو رسول موڪليو جيڪو انهن آڏو ان (الله) جون آيتون پڙهي ٿو ۽ انهن کي (گناهن کان بچائي) پاڪ ڪري ٿو ۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت جو علم عطا ڪري ٿو ۽ بيشڪ اهي (ماڻهو) ان کان اڳ کليل گمراهي ۾ هيا. ......... اهو الله جو فضل آهي جنهن کي وڻيس ڏئي ۽ الله وڏي فضل وارو آهي." (سورت جمعہ آيت 1 کان 4)

پاڻ وٽ ڪرشمہ ڏيکارڻ واري هر طاقت کان انڪار ڪندي اسلام جي پيغمبر سدائين پنهنجين تعليمات کي صرف پنهنجي قدسي رسالت جي سچائي جي ثبوت ۾ پيش ٿي ڪيو. پاڻ پنهنجين تنبيهن کي موثر بڻائڻ لاءِ يا پنهنجي طاقت جو اثر مڃائڻ لاءِ ڪڏهن بہ معجزاتي ڳالهين جي آڙ نٿي ورتي. پاڻ هميشه ڪائنات جي عام قدرتي ڏيکن کي ذاتِ باري تعاليٰ جي وجود جي نشانين طور دليل ۾ پيش ڪندا هيا.[1] پاڻ انسان جي فطري ڪمزوري يا زود اعتقادي جي بجاءِ ان جي باطني شعور ۽ ان جي عقل سان مخاطب ٿيندا هيا. پاڻ چوندا هيا:

"پنهنجي چوڌاري نظر ڦيرائي ڏسو: اها حيرت انگيز دنيا. سج، چنڊ ۽ تارا جيڪي آسمان جي نيري گنبذ ۾ خاموشي ۽ ڌيرج سان پنهنجي مقرر رستي تي هلندا رهن ٿا. هي قانون يا نظام جيڪو ڪائنات تي حڪمران آهي؛ اهي بارش جا ڦڙا جيڪي مئل زمين تي ڪري ان کي وري زندهہ ڪري ڇڏين ٿا؛ اهي ٻيڙا جيڪي سمنڊ ۾ ترندا هلن ٿا. جيڪي انسان لاءِ ڪيترين فاعدي وارين شين سان لڏيل آهن. ڪجين جا وڻ جيڪي سون جهڙي ميوي سان ڀريل آهن ؛ ڇا اهي سڀ

---

[1] ٿورو ڇنڊڇاڻ تہ انهيءَ موضوع تي سر وليم مور جي عبارت ڌيان طلب آهي. اهو چوي ٿو "اهو غور طلب معاملو آهي تہ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪا صاف سڌي دليل سان تبليغ ڪئي هئي تہ ڇا مڪي جا بت پرست بغير ڪنهن مهاڏو اٽڪائڻ جي اهڙي تبليغ جي آڏو هٿيار ڦٽي ڪوڙ ڪن ها". ائين چوڻ سان لڳي ٿو تہ سروليم مور بہ قريشن وانگر اچرج جهڙين ڳالهين جي سهاري کان سواءِ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعليم سان مطمئن ڪونہ آهي.

شيون توهان جي ڪاٺ ۽ پٿر جي ديوتائن جون ٺهيل آهن.“ (هي سورت فرقان آيت 49 کان 59 ۽ سورت ق آيت 9 جي مطلب تي مبني آهي)

”نادانو توهان نشاني (ثابتي) گهرو ٿا جڏهن ته سموري ڪائنات الله جي نشانين سان ڀري پئي آهي، پنهنجي جسم جي ڍولِ کي ڏسو ڪهڙو حيرت انگيز جوڙجڪ وارو ۽ ڪهڙو خوبصورت ٺهيل آهي؛ رات ۽ ڏينهن جو هڪٻئي پٺيان اچڻ ۽ زندگي ۽ موت؛ توهان جو سمهڻ ۽ جاڳڻ؛ الله جي نعمتن مان مزا ماڻڻ لاءِ توهان جي خواهش؛ هوائون جيڪي پاڻي سان ڀريل ڪڪرن کي خالق جي رحمت جو پيش خيمو بڻائي اچن ٿيون؛ گنڀير حالتن جي درميان مِٺ محبت ۽ ضابطو، انساني نسل جا انيق نمونا ۽ انهن جي پاڻ ۾ گهري وابستگي؛ ميوا، گل، جانور، خود حضرت انسان – ڇا اهي هڪڙي عقلِ ڪل هستي جي وجود لاءِ ڪافي ثبوت ڪونه آهن؟“ (هي سورت انعام آيت 96 کان 99، سورت ذاريات آيت 20، سورت حجر آيت 20، سورت طٰحٰ آيت 50 کان 57، سورت سبا آيت 28 ۽ 29 جي مطلب تي مبني آهي)

اسلام جي پيغمبر لاءِ فطرت پنهنجو پاڻ ۾ خود هڪڙو معجزو ۽ هڪڙو الهام آهي.

”هر پتي (پن) ۽ تاري ۾ زبان آهي، هر ندي نالي ۾ هڪڙو آواز آهي، اهڙو آواز جيڪو جتي ڪتي ڳالهائي ٿو ٻوڏ ۾ ۽ سانتيڪي وهڪري ۾، زمين ۽ هوا منجهان، اهڙو آواز جيڪو ڪڏهن به ماٺ ڪونه هوندو آهي.“[1]

وحدانيت جو پيغمبر افضل طور تي فطرت جو پيغمبر آهي. قدرت جي هيڪڙائي جي باري ۾ سندن سنجيدگي واري دعوا ۽ سندن اخلاقي تعليم جو بنياد، ڪائنات جو انتظام هلائيندڙ هڪڙي اختياري جي باري ۾ عقلي ۽ ذهني ادراڪ تي ٻڌل آهي، جيڪا هستي ڪائنات جي تنظيم، هدايت ۽ حڪومت جي ذميوار آهي. سندن وڏو معجزو مقدس ڪتاب آهي جنهن مان پاڻ ”فطرت، ضمير ۽ رسالت جي سمورن انڪشافن“ کي الهامي زبان ۾ بيان ڪري ڇڏيو اٿن. اي ڪافر قوم! ڇا

---

[1] هر گياهي ڪه از زمين رويد وحده لاشريڪ له گويد

هر سلو جيڪو زمين مان ڦٽي نڪري ٿو اهو الله جو ذڪر ڪندي وحده لاشريڪ چوي ٿو.

توهان هن ڪتاب کان بہ وڌيڪ وڏو معجزو گهرو ٿا. جڏهن تہ لاثاني ڪتاب جي ٻولي لاءِ توهان جي پنهنجي ٻولي جو انتخاب ڪيو ويو آهي ـ عالمي رحمت جي معلوماتن کي پهچائڻ لاءِ ۽ غرور ۽ ظالماڻي عمل خلاف تنبيه ڪرڻ لاءِ ـ جنهن جي هڪڙي فقري جي آڏو توهان جي سموري شاعري ۽ سونهري اکرن ۾ لکي لٽڪايل گيت ٽِچ برابر آهن.

پر پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مٺڻي نصيحتن ڏانهن قريشين ڪوبہ ڌيان ڪونہ ڏنو. اهي الله تعاليٰ جون نشانيون ۽ قدرت جي ڪارخاني ۾ هڪڙي حقيقي خدا جي هستي جي موجودگي کي ڏسڻ کان انڌا هيا. نيڪي جي رستي ڏانهن موٽي اچڻ ۽ پراڻي وقت جي ڏوهن ۽ ڪراهتن کان هٽ ڪٽڻ لاءِ آگاهي ڏيڻ واري جي دعوت ٻڌڻ کان انهن جا ڪن ٻوڙا هيا. پاڻ ڪريمن کي انهن جيڪو جواب ٿي ڏنو ان مان ڇتي دشمني جي بوءِ ايندي هئي. جنهن جي پيٺ صرف تشدد جي عملن وارن انهن اونداهن ڏينهن سان ڪري سگهجي ٿي جيڪي عيسائي تاريخ ۾ ايرين (Arian) ۽ فليجين (Pelagian) ڪيا. قريشين چيو "اي محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم), اهو ٻڌي چڏ. اسان توکي تبليغ کان روڪڻ کان ايستائين ڪونہ مڙنداسين جيستائين تون يا اسان ختم ٿي وڃون."

انهن ڏينهن دوران هڪڙو حادثاتي واقعو پيش آيو جنهن جي مسلمان ۽ عيسائي تاريخدانن الڳ الڳ نموني سان تشريح ڪئي آهي. هڪڙي ڏينهن سندن مٿان وحي جي حالت طاري هئي ۽ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪعبت الله شريف ۾ ڪجهہ آيتون تلاوت ڪري رهيا هيا جيڪي هاڻي قرآن شريف جي نجم سورت جو حصو آهن. جڏهن پاڻ هنن لفظن تي آيا "ڇا توهان لات ۽ عزيٰ کي ڏٺو آهي. ۽ ٽين منات کي بہ ڏٺو آهي؟" (سورت نجم آيت 19 ۽ 20) تہ هڪڙو بت پرست جيڪو موقعي تي موجود هيو ۽ جنهن لاءِ حديث ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ اصل ۾ اهو شيطان هيو ان انهن ديوين خلاف مذمت وارن لفظن کي ڦيرائڻ جي نيت سان رڙ ڪري چيو "اهي عزت واريون نينگريون آهن ۽ الله تعاليٰ وٽ انهن طرفان سفارش ڪرڻ جي اميد ڪري سگهجي ٿي." اهي لفظ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي نازل ٿيندڙ وحي جو حصو ناهڻ جي بهاني سان اهڙي نموني سان چيا ويا

هيا جڻ اهي وحي جو حصو هجن. قريشي يا ته انهي اٽڪل تي خوشي ڪري يا حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم طرفان ان ڳالھ کي بتن جي حق ۾ رعايت سمجھندي گھڻو خوش ٿيڻ لڳا ۽ هڪدم صلح صفائي ڪرڻ لاءِ پنهنجو راضپو ڏيکارڻ لاءِ پڇندا آيا. جڏهن حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي حقيقت جي خبر پئي ته ڇا ٿيو هيو ته پاڻ هڪدم آگاهي ڏيندي هي لفظ پڙهيائون. "هي ڪجھ به نه آهن مگر(خالي) نالا جيڪي توهان ۽ توهان جي ابن ڏاڏن (ايجاد ڪري) رکي ڇڏيا آهن." (سورت نجم آيت 23) مسلمان محدثن ۽ سيرت نگارن ان واقعي کي اهڙي نموني بيان ڪيو آهي، پر عيسائي سيرت نگار انهي حادثي کي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم طرفان قريشن سان ڪنهن ٺاھ ڪرڻ ۽ تڪرار کي ختم ڪرڻ جي وقتي خواهش جو هڪڙو نمونو پيش ڪري بيان ڪيو آهي. تعصبي ماڻهو ان کي "هڪڙي ڪوتاهي" ۽ "هڪڙي ناڪامي" سمجھي ٿو، پر غير جانبدار ۽ غيرمتعصب تاريخدان انهي واقعي کي عربستان جي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه و آله وسلم جي سيرت پاڪ لاءِ هڪڙي واڌو روشني سمجھي ٿو. روزبروز ستائڻ جو عمل سخت کان سخت تر ٿيندو پئي ويو. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه و آله وسلم جي اصحابين جون پيڙائون وڌنديون پئي ويون، ۽ سڄو شهر مسلمانن خلاف هٿيار تاڻيون بيٺو هيو. پنهنجن غريب اصحابين جي حالت ڏسي کين ڏاڍو گھڻو ڏک ٿيندو هيو. عربستان جي بت پرستي سان مايوس ڪندڙ جدوجھد کين گھڻو ڏکارو ڪري ڇڏيو هيو. پوءِ به انهيءَ ۾ ڪهڙو عجب آهي جي معمولي رعايت ڏيڻ وسيلي پنهنجن دشمنن جي تعصب واري تڪرار کي ختم ڪرڻ جو هڪڙو وقتائتو خيال سندن ذهن ۾ آيو هجي."[1] حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه و آله وسلم ائين قريشين لاءِ پنهنجي پهرين ۽ آخري رعايت پيش ڪئي. پاڻ وحي ذريعي نازل ٿيل قرآن شريف جي قريشن آڏو تلاوت ڪيائون جنهن ۾ پاڻ چند وارين ٿن مورتين جو تذڪرو احترام سان ڪيائون ۽ اقرار ڪيائون ته الله تعاليٰ جي آڏو انهن جي سفارش جي اميد ڪري سگھجي ٿي: "پوءِ خدا جي حضور ۾ جھڪي وڃو ۽ ان جي بندگي ڪريو. (سورت نجم آيت 62).

---

[1] اردو مترجم جو هي حاشيو ضميمو نمبر 3 ۾ ڏسو.

۽ سيني ٻڌندڙن انهي مصلحت تي خوشي جو اظهار ڪيو ۽ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدا جي نالي ۾ عبادت لاءِ سجدو ڪيائون - سجو شهر انهي ڳالهه مذهب جي حق ۾ راضي ٿي ويو. پر اهو ريگستاني باضمير ماڻهو هڪڙي ڪوڙي ڳالهه تي قائم رهڻ وارو انسان ڪونہ هيو. مڪي جي سڄي شهر جي قيمت تي بہ اهو پنهنجي نظرن ۾ ڪوڙو رهڻ گوارا نٿي ڪري سگهيو. اهو اڳتي وڌيو ۽ اعلان ڪيائين تہ ڪانئس غلطي ٿي وئي آهي - شيطان ڪيس ڀلايو هيو. پاڻ ڪليل ۽ ڪري نموني سان جيڪوبہ چيو هئائون انهن لفظن کي واپس ورتائون. ۽ فرمايائون "جيستائين انهن بتن جو تعلق آهي تہ اهي خالي نالي جا آهن، جن کي انهن ۽ انهن جي ابن ڏاڏن هٿن سان ٺاهيو آهي."

مغربي مورخن "حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي انهي لغزش" تي گهڻي خوشي جو اظهار ڪيو آهي. پر اهو تہ ترغيب ڏيارڻ لاءِ هڪڙو بهانو هيو ۽ انهيءَ تي ثورائي ماڻهو قائم رهن ها. ان کان علاوه حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حياتي ڪنهن اوتار واري حياتي نہ پر هڪڙي انسان جي زندگي آهي؛ شروع کان آخر تائين پاڻ مڪمل طور انسان هيا. پر جيڪڏهن هڪڙي گهڙي لاءِ پاڻ اهو ميون تہ سڄي شهر جي دل وٺڻ لاءِ جتي اڳ ۾ کين صرف سخت ترين اهنج رسيا هيا. سرسي حاصل ڪرڻ ۽ امن قائم ڪرڻ لاءِ پل ڇڪ کان ڪم ورتائون تہ پوءِ ان جي نتيجي ۾ جيڪو داد حاصل ڪيو هئائون ان کي واپس اڇلائي ڇڏڻ واري جوانمردي، صاف طور پنهنجي غلطي تسليم ڪرڻ ۽ عزم سان پاڻ کي وري پراڻين بي حرمتين ۽ توهينن جي حوالي ڪرڻ جي باري ۾ اسان ڇا چونداسين؟ جيڪڏهن پاڻ هڪڙي گهڙي لاءِ مخلص نہ هيا تہ ڪير ائين ڪونہ آهي؟ ان کان پوءِ واري سندن سڄڻائپ ڪيتري دليري واري هئي! پاڻ هڪڙي گهڙي لاءِ صرف پنهنجي نظر ۾ غلط ٿيا، ۽ پاڻ سدائين عاجزي ۽ انڪساري سان پنهنجن عوامي تبليغن ۾ ان جو حوالو ڏيندا رهيا. "پر سندن نرالي توبہ ذريعي ادا ٿيل ڪفاري جي مقابلي ۾ ڪوڙو بهتان گهٽو وڏو هيو."[1]

---

[1] ڏسو استينلي لين پول (Stanely Lane Poole) جي ڪتاب "سليڪشنس فرام دي قرآن" (Selections from the Quraan) جو پيش لفظ

انهي اعلان پڇاڻان تہ لات، عزا ۽ منات صرف خالي نالي جا هيا، ستائڻ جو عمل وري نئين سر پنهنجي سختي سان ڪڙڪي پيو.

بهرحال خدا جي مدد ۾ جيڪو ڪين يقين هيو ۽ رحمت جو فرشتو ڪين جيڪو آسماني پيغام ڏئي رهيو هيو ان جي بل بوتي تي پاڻ پنهنجن دشمنن جي بدخواهي يا ڪين جيڪي زخم تي پهچايائون انهن جي پرواهہ ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي تبليغ کي جاري رکيائون. تنهن ڪري سيني مخالفتن جي باوجود تبليغ آهستڙي پر يقيني طور ميدان مارڻ لڳي. ائين سچ جو چٽجندڙ ٻج لاپ ڏيڻ کان محروم ڪونہ رهيو. ريگستان جا بدوي عرب ۽ ڏورانهن شهرن جا اهي واپاري ماڻهو جيڪي عڪاظ واري قومي ميلي تي ايندا هيا، اهي هن عجيب و غريب انسان جون ڳالهيون ٻڌندا هيا. جنهن کي سندس دشمن جن ڀوت جي پاڇي هيٺ ورتل سمجهندا هيا. ان جون اهي ڳالهيون ٻڌندا هيا جيڪي اهو دل جي سچائي سان بيان ڪندو هيو پاڻ ڪريمن طرفان انهن جي ٹوَهَم پرستين ۽ انهن جي بت پرستين، انهن جي خطاڪارين، انهن جي بڇڙن رواجن بابت ڊيڄاريندڙ ڳالهين کي عجب ۽ هيبت سان ٻڌندا هيا. غيرشعوري طور تي پنهنجن ڏورانهن ماڳن ڏانهن هڪڙي نئين روشني ۽ هڪڙو نئون اتساهہ گڏ کڻي ويندا هيا. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي سندن دشمن جيڪي ٺوڪبازيون ڪندا هيا يا خراب نالا مڙهيندا هيا، اهي سندن ڳالهين کي اجا وڌيڪ جامع نموني جي شهرت ڏيڻ جو بهانو بڻيا.

مڪي وارا پنهنجي طرفان ڪنهن بہ نموني سان ماٺ ۾ ڪونہ هيا. ڪيترائي دفعا قريشين حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ ڏانهن وفد موڪليا تہ اهو پنهنجي ڀائٽي کي انهن جي مذهب خلاف پرچار ڪرڻ کان منع ڪري. پهريائين تہ حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي خوش اخلاقي ۽ نرم گفتگو سان انهن کي موٽائي ڇڏيو پر جڏهن حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم خوف ڏيارڻ وارين خبرن سان انهن جي خطاڪاري ۽ ڪفر جي خلاف پنهنجي اعلان تي ڄميا رهيا تہ انهن ڪين ڪعبت الله شريف مان جتي پاڻ تبليغ ڪندا

رهندا هيا. ڪڏهن ڪيڏيو ۽ پوءِ گڏجي ان جي چاچي ڏانهن آيا.[1] انهن چيو "اسان توهان جي وڏي عمر ۽ مرتبي ڪري عزت ڪريون ٿا. پر اسان طرفان توهان جي عزت ڪرڻ لاءِ به ڪجهه حدون آهن. ۽ سچ ته توهان جي ڀائٽي طرفان اسان جي ديوتائن کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ ۽ اسان جي ابن ڏاڏن لاءِ خراب جملا چوڻ واري روش اسان جي برداشت کان ٻاهر آهي. سو هاڻي يا ته توهان ان کي ائين ڪرڻ کان روڪيو يا توهان به ان سان گڏ ٿي بيهو ته جيئن اسان لڙائي ذريعي معاملي جو صفايو ڪريون. جيستائين ٻنهي ڌرين مان هڪ ختم ٿي وڃي.[2] ائين چئي اهي هليا ويا. حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنه پاڻ کي پنهنجي قوم کان ڌار ڪرڻ لاءِ راضي ڪونه هيو ۽ نه وري اهو پنهنجي ڀائٽي کي بت پرستن جي رحم وڪرم تي ڇڏڻ لاءِ تيار هيو. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي پاڻ وٽ گهرايائين ۽ ان کي قريشين طرفان چيل ڳالهه ٻڌايائين ۽ ان کي منٿ ڪيائين ته پنهنجي مهم تان هٿ ڪڍي وڃي. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم سوچيو ته شايد سندن چاچو سندس تحفظ ڪرڻ کان ڪيٻائي رهيو آهي. پر پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي اوچي ارادي ان گهڙي ۾ به ڪين ناڪام ٿيڻ ڪونه ڏنو. پختگي سان فرمايائون "چاچا سائين. جيڪڏهن اهي منهنجي ساڄي هٿ جي تري تي سج ۽ کاٻي هٿ جي تري تي چنڊ رکن ۽ مون کي پنهنجي ڪم کان مڙي وڃڻ جو چون ته پوءِ به مان پنهنجي ڪم کان ڪونه هٽندس. جيستائين الله تعاليٰ جي منشا پوري ٿئي، يا مان ان ڪوشش ۾ پورو ٿي وڃان." پوءِ مهربان چاچي طرفان حمايت ختم ڪرڻ جي خيال کان پنهنجي ڏک تي قابو پائيندي پاڻ واپس وڃڻ لاءِ موٽيا. پر حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنه وڏي آواز سان ڪين سڏ ڪيو: "منهنجا ڀڇڙا موٽي اچ." ۽ پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم موٽي آيا. ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنه پوءِ چيو

---

[1] طبري جلد ٻيو. مفسرن جي خيال مطابق قرآن شريف جي 21 سورت جي آيت 214 گهٽو ڪري انهن ڏينهن ۾ نازل ٿي هئي.

[2] ابن اثير جلد ٻيو. ابن هشام.

"وچ، جنهن ۾ تون خوش هجين اهو ڪر. خدا جو قسم مان توکي ڪڏهن بہ هيڪلو ڪونہ ڇڏيندس، نہ ڪڏهن بہ نہ."[1]

قريشين حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ کي قائل ڪرڻ جي هڪڙو دفعو ٻيهر ڪوشش ڪئي تہ اهو پنهنجي ڀائيٽي کي انهن جي حوالي ڪري، پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بدلي ۾ انهن بنومخزوم جي خاندان جو هڪڙو نوجوان ماڻهو ڏيڻ جي پيشڪش ڪئي پر اها اجائي ڳالھ هئي.[2] پنهنجي ڀائٽي جو پرجهلائو ڏيڻ واري ارادي جي اعلان انهن جي ڪاوڙ کي ڀڙڪائي ڇڏيو ۽ انهن پنهنجين تشدد وارين ڌمڪين کي وري دهرائڻ شروع ڪيو. مانواري چڱي مڙس، حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي مان بنوهاشم ۽ بنومُطلب وارن کي سندن خانداني وقار جو احساس ڏياريو ۽ صلاح ڏني تہ اهي پنهنجي خاندان جي معزز ڀاتي کي دشمن قبيلن جي نفرت ۽ دشمني جو نشانو ٿيڻ کان بچائين. جيئن واقعن جو تسلسل ظاهر ڪندو اڪيلي بدخواھ "ابو لهب" کان سواءِ ٻين سڀني طرفان انهيءَ مشوري کي شاندار نموني سان مهت ڏني وئي.

انهي زماني ۾ اسلام حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جهڙو قيمتي ماڻهو پنهنجن مڃيندڙن ۾ شامل ڪري ورتو جنهن جي ڪردار جي مضبوطي اسلام جي مستقبل واري جماعت ۾ ان کي اهم حيثيت ڏياري، دينِ محمّدي لاءِ ان جي ڪيل خدمتن ان جي نالي کي تواريخ جي صفحن ۾ نقش ڪري ڇڏيو آهي. خطاب جو پٽ ۽ عدي بن ڪعب جي خاندان جو نالي وارو فرد. اڳ۾ مسلمانن کي ستائڻ ۾ بدنام ٿيل هيو ۽ اسلام قبولڻ کان اڳ اهو اسلام جو شديد مخالف ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو سخت دشمن هيو. مشهور آهي تہ ان جي ايمان آڻڻ جو سبب سندس ذهن تي قرآن شريف جي انهيءَ سورت جي مقناطيسي اثر ڪري ٿيو جنهن جي تلاوت ان پنهنجي ڀيڻ جي گهر ۾ ٻڌي، جتي اهو سخت اشتعال ۾ قاتلاڻي حملي جي ارادي سان ويو هيو.

---

[1] ابن اثير جلد ٻيو. ابن هشام. ابوالفدا.

[2] ابن اثير جلد ٻيو. ابن هشام.

ان جيڪي جملا ٻڌا هيا انهن کان متاثر ٿيندي هٿ ۾ اگهاڙي تلوار کنيون، جنهن سان ان حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ آلہ وسلم ۽ ان جي اصحابين کي قتل ڪرڻ تي گهريو. مبلغ کي ٻڌنڊڙ مؤمنن جي جماعت ۾ ڪنهن حد تائين گهٻراهٽ جو سبب ٿيندي سڌو حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ اڳتي وڌي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو هٿ چميو ۽ عرض ڪيائين تہ ڪيس الله تعاليٰ جي جماعت ۾ شامل ڪيو وڃي: ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ تي جيڪا رحمت نازل ٿي رهي هئي ان لاءِ مسلمانن جي دل مان شڪراني جا آواز بلند ٿي ويا. ايمان آڻڻ کان پوءِ اهو اسلام جي لاءِ هڪڙو زبردست پرجهلو ٿي ويو.

مسلمانن کي هاڻي پاڻ کي ڪُنڊن پاسن ۾ لڪائڻ، ڳجهين جاين تي وڃڻ يا الله تعاليٰ جي عبادت لڪل نموني ۽ ڊپ واري حالت ۾ ڪرڻ جي وڌيڪ ضرورت ڪونہ هئي. معاشري جي غريب طبقي جي ماڻهن جي جماعت کان علاوه هاڻي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چوڌاري اصحابن جي هڪڙي چونڊيل جماعت گڏ ٿي وئي هئي، جيڪا اڻ ڄاتل نہ پر حضرت حمزه رضي الله تعاليٰ عنہ. حضرت ابوبڪر رضہ الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جهڙن صلاحيتن، قابليت ۽ اهميت وارن ماڻهن تي مشتمل هئي. توڙي جو حضرت علي عليہ السلام نوجوان هيا پر اهي تيزي سان ناماچاري ڏانهن وڌي رهيا هيا.

انهن اهم ماڻهن جي اسلامي حلقي ۾ اچڻ سان مسلمانن جا حوصلا وڌي ويا ۽ هاڻي کلم کلا عبادت ڪرڻ لڳا. قريشي جيڪي پهريائين تہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي مسلمان ٿيڻ ڪري سڪتي ۾ اچي ويا هيا، معاملي جي سنگيني کي ڏسڻ لڳا. ليڪن اهي فيصلائتو ڌڪ هڻڻ لاءِ موقعي جو انتظار ڪرڻ لڳا.

جڏهن انهن جا نمائندا حبش کان ناڪام ٿي موٽي آيا تہ انهن جي غضب جي انتها ٿي وئي. آخرڪار انهن بنوهاشم ۽ بنومُطلب جي خاندانن کي هڪ ڌڪ سان ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. انهيءَ مقصد

پڇاڻان نبوت جي ستين سال، 616ع جي آخرڊاريءَ انهن بنوهاشم ۽ بنومُطلب وارن خلاف هڪڙي انجمن ٺاهي. انهن هاشمين سان ڪنهن بہ قسم جي ڏيتي ليتي نہ ڪرڻ ۽ رشيتداري ڪرڻ کان منهن موڙڻ لاءِ هڪڙي لکت واري معاهدي وسيلي پاڻ ۾ ٻڌي ڪئي، جنهن کي ڪعبت الله شريف ۾ محفوظ ڪري لٽڪايائون. هاشمي ۽ مُطلبي خاندان جا مسلمان ۽ پڻ بت پرست انهي دڙڪي کان ڏڪي ويا ۽ ڊڄڻ لڳا تہ اها ڳالهہ ڪنهن ٻئي حملي جو پيش خيمو بہ ٿي سگهي ٿي، تنهن ڪري شهر ۾ پنهنجا ڇڙوڇڙ ٽيل گهر ڇڏڻ ۾ سلامتي محسوس ڪيائون ۽ هڪڙي جاءِ تي گڏجي رهڻ جو فيصلو ڪيائون. انهيءَ ڪري سيئي شعبِ ابي طالب ۾ هليا ويا. جيڪا مڪي جي ايرندي ڇيڙي تي هڪڙي ڊگهي ۽ سوڙهي جابلو گهاٽي (غار) آهي، ۽ ٽيئين يا ٽڪرين ذريعي شهر کان ڌار ٿيل آهي جنهن ۾ اچڻ وڃڻ لاءِ صرف هڪڙو سوڙهولنگهہ هيو. اڪيلو ابولهب ڌار رهيو ۽ پاڻ کي دشمن جي قطار ۾ بيهاريائين.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي پنهنجي حفاظت ۾ وٺي اهي اٽڪل ٽن سالن تائين انهي گهاٽي (غار) ۾ رهيا. قريشين هر طرف کان ناڪابندي ڪري ڇڏي هئي ۽ انهن کي هر محرومي جو مقابلو ڪرڻو پيو هيو. جيڪو اَن پاڻي اهي پاڻ سان گڏ کڻي ويا هيا اهو جلدي ختم ٿي ويو ۽ بک ڪري پاهہ ٽيل ٻارڙن جون رڙيون ٻاهر ٻڌڻ ۾ ايندڀون هيون. ٿي سگهيو ٿي تہ اهي مڪمل طور ختم ٿي وڃن ها پر قسمت سانگي انهن پنهنجن گهٽ ساڙيلن شهر واسين هٿان لڪ ڇپ ۾ ڪڏهن ڪڏهن مدد حاصل ڪري ٿي ورتي. بهرحال، ڪجهہ سردارن پنهنجي ناانصافي تي شرمسار ٿيڻ شروع ڪيو هيو. نبوت جي ڏهين سال (619ع) هشام بن عمرو جنهن جا هاشمين سان دوستاڻا لاڳاپا هيا. بنوهاشم ۽ بنومُطلب جي ٻنهي ڪٽنبن ۽ قريشين جي وچ ۾ ٺاهہ ڪرائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. اهو زبير بن ابواميہ کي پاڻ سان ملائڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ ائين ان ۽ ٻين جي سهڪار سان قريشن جو معاهدو ختم ٿي ويو ۽ ٻنهي ڪٽنبن کي مڪي ۾ موٽي اچڻ ۽ انهن کي برادري وارا حق ماڻڻ جي اجازت ملي وئي.

جنهن عرصي ۾ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي گهراڻي وارن سان گڏ شعبِ ابي طالب ۾ نظربند هيا. ٻاهر اسلام جي ڪابہ ترقي ڪونہ ٿي. ڀلارن مهينن ۾ جڏهن تشدد ڪي مذهبي بي ادبي سمجهيو ويندو هيو اوستاد پنهنجي بندي خاني مان ٻاهر ايندو هيو ۽ ڪوشش ڪندو هيو تہ حاجين ۾ سندن ڳالهہ ٻڌڻ وارا ملي وڃن. پر بدخواهہ "ابولهب" سندن پيڇو ڪندو رهندو هيو ۽ سندن باري ۾ "هڪڙو ڪوڙو" ۽ "هڪڙو صابئي" هجڻ وارا واهيات لفظ چئي تبليغ ۾ خلل وجهندو هيو.

ان جي پڄاڻان جيڪو سال آيو ان کي اسلامي تاريخ ۾ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها جي هڪٻئي پڄاڻان ٿوري وقت ۾ وفات ڪري وڃڻ سبب عام الحزن يعني "غم جو سال" سڏيو وڃي ٿو. حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي وفات ڪري حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي جواني جو محافظ وڃايو جيڪو ان وقت تائين سندن ۽ سندن دشمنن جي وچ ۾ ديوار بڻيل هيو. حضرت خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها جي وفات بہ سندن لاءِ گهرو صدمو هيو. جڏهن ڪنهن بہ ماڻهوءَ سندن مٿان ايمان ڪونہ ٿي آندو جڏهن پاڻ بہ اجا پنهنجي نبوت جي پوري آگاهي کان خبردار ڪونہ ٿيا هيا، جڏهن سندن پنهنجي دل اجا ٻڏتر جو شڪار هئي، جڏهن سندن چوڌاري سڀ ڪجهہ اونداهو ۽ مايوسي وارو هيو اها سائنڻ پوري پيار ۽ مڪمل ويساهہ سان ساڻن ڪلهوڪلهي سان ملائي بيٺل هئي. "اها سدائين سندن لاءِ اميد ۽ آٿت جو فرشتو هئي." پاڻ بہ پنهنجي آخري پساهہ تائين ان جي پيار ۽ قرباني واري جذبي کي ساهہ ۾ سانديندا آيا.

## باب پهرين تي نوٽ

سر وليم مور جو خيال آهي تہ موسيو ڪوسين ڊي پرسيول بطحا کي ڪنهن جاءِ جو نالو تصور ڪرڻ ۾ غلطي ڪئي آهي. ان جو خيال آهي تہ اهو لفظ (بطحا) ان پٿريلي زمين جي خاصيت ڏانهن اشارو ڪري ٿو جنهن تي مسلمانن کي ليٽائي اذيتون ڏنيون وينديون هيون.

(جلد پهريون. صفحو 128). پنهنجي ۽ موسيو ڪوسين ڊي پرسيول جي بيان جي تصديق ڪرڻ لاءِ مان صرف اهو ٻڌائڻ چاهيندس تہ انهي جاءِ (بطحا) جو موجود هجڻ اهڙي حقيقت آهي جنهن ۾ شڪ جي ڪائي گنجائش ڪونہ آهي؛ مسلمان ليکڪن خاص طورتي بطحا جو هرهر حوالو ڏنو آهي، سوبہ مڪي جي بلڪل ويجهي پسگردائي ۾ واقع هڪڙي جاءِ طور حوالو ڏنو آهي. مثال طور شاعر حڪيم سنائي چوي ٿو:-

چون علمت هست خدمت کن : چون بے علمان کہ زشت آيد
گرفتہ چينيان احرام : مڪي خفتہ در بطحا.

# باب ٻيو

## هجرت

### محمّد سيدالڪونين والثقلين
### والفريقين من عرب ومن عجم

بنواميه وارن ۽ ٻين مخالف قبيلن ڪجھ پنهنجي قديم مذهبي دستور سان چهتيل هجڻ ڪري ۽ ڪجھ هاشمين سان نفرت ۽ پنهنجي حسد ڪري ڀڙڪايل هجڻ ڪري، مڪي مان اسلام جون پاڙون پٽڻ لاءِ انهي موقعي کي غنيمت سمجهيو. حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي وفات ڪري، جنهن جي ذاتي ڪردار ۽ اثر رسوخ انهن جي ڏمر کي ڪجھ حدن اندر روڪي رکيو هيو، قريشين کي موقعو ملي ويو تہ اهي پنهنجي ستائڻ واري روش کي ہيٽو ڪن.[1]

پنهنجي بزرگ سرپرست ۽ پنهنجي محبوب گهرواريءَ جي وفات ڪري صدمي جي بار هيٺ ورتل ۽ قريشين کي بت پرستي کان روڪي نہ سگهڻ جي نااميدي ڪري ڪوماٽل دل سان، پر جيڪا اجا بہ ويساهہ سان ڀريل هئي، پاڻ پنهنجين نبوي ذميوارين جي ادائگي لاءِ ڪنهن ٻئي پاسي ڏانهن رخ ڪرڻ جو فيصلو ڪيائون. مڪي وارن تہ الله تعاليٰ جي ڪلام کي رد ڪري ڇڏيو هيو تي سگهي تو تہ طائف وارا انهيءَ پيغام تي ڌيان ڌرين. پنهنجي وفادار خادم حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ کي ساڻ ڪري پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بنوثقيف قبيلي وارن منجھ پهتا.[2] پاڻ انهن کي پنهنجي رسالت جي باري ۾ آگاهہ ڪيائون، انهن جي خطاڪارين کان انهن کي آگاهہ ڪيائون، ۽ انهن کي اڪيلي خدا جي عبادت ڪرڻ جي دعوت ڏنائون. سندن واعظ ڪري ڪاوڙ جو هڪڙو طوفان برپا ٿي ويو. انهن چيو "هي جنوني ماڻهو ڪير ٿيندو آهي جيڪو انهن کي خوبصورت ديوتائن جي پوڄا کي ترڪ ڪرڻ لاءِ چوي ٿو جن جي پوڄا اهي اخلاقي آزادي ۽ دل

---

[1] ابن اثير جلد ٻيو.

[2] يعني طائف جا ڳوٺاڻا.

جي وڏي چاهت سان ڪن ٿا؟ انهن ڪين شهر مان ڀوڙائي ڪڍيو. لڙئي سج (نماشام) تائين غلام ماڻهو ۽ هشي ڏيڻ وارا ڪين پٿر هڻندا ۽ هوڪرا ڪري پيڇو ڪندا رهيا. ڪين تڏهن ڇڏيائون جڏهن پنهنجي واپسي جو رستو ورتائون. زخمي ۽ رت وهائيندي، پير لڦون ۽ ساٿا ٿيل حالت ۾ پاڻ ڪجين جي ڪجهه وڻن جي ڇانو هينان عبادت ڪرڻ لاءِ ترسيا. جنهن اڃايل ۽ بک ۾ پاه ٿيل واٿهڙو کي اجهو مهيا ڪيو. آسمان ڏانهن پنهنجا هٿ کڻي پڪاريائون "اي منهنجا مالڪ! مان پنهنجي ڪمزوريءَ جي ۽ پنهنجين تمنائن جي ناڪاميءَ جي دانهن توکي ٿي ڏيان ٿو. مان ماڻهن جي نظر ۾ حقير آهيان. او تون، وڏي ٻاجهه وارا(ارحم الراحمين)! هيڻن جا حامي! تون ئي منهنجو مددگار آهين! مون کي ڇڏي نہ ڏجان! مون کي منهنجن دشمنن يا غيرن جو شڪار ٿيڻ نہ ڏجان. جيڪڏهن تون ناراض ڪونہ آهين تہ مان مطمئن ۽ سلامت آهيان. مان تنهنجي ئي ٻاجهه جي روشني ۾ پناهه گهران ٿو جنهن وسيلي سموري اونداهي دفع ٿي ويندي آهي ۽ هن دنيا ۾ بہ تہ آخرت ۾ بہ امن حاصل ٿي ويندو آهي. الله سائين! مون تي پنهنجو ڏمر نازل نہ ڪجانءِ. جنهن ۾ تنهنجي رضا هجي اهڙي نموني سان منهنجون تڪليفون دور ڪر. سواءِ تو الله جي ڪوبہ حيلو وسيلو ڪونہ آهي."[1]

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم دل ۾ گهاءُ ڪندڙ ڏک سان مڪي ڏانهن موٽيا. پاڻ اتي ڪجهه عرصو الڳ ٿلڳ گذاريائون. پنهنجن ماڻهن کان دل هاري ويٺا. ڪڏهن ڪڏهن تبليغ ڪندا هيا. پر پنهنجي ڪوشش کي خاص طور تي ساليانی حج جي موسم ۾ مڪي ۾ ان جي پسگردائي ۾ گڏ ٿيندڙ ڏارين ماڻهن تائين محدود رکيائون. طبري جي قول مطابق "انهن مان ڪجهه اهڙن ماڻهن جي ملي وڃڻ جي اميد هين جيڪي مٿن ايمان آڻيندا ۽ حق جي ڳالهه کي پنهنجن ماڻهن تائين پهچائيندا."

620ع ڌاري هڪڙي ڏينهن ائين پريشاني واري حالت ۾ پر پوءِ بہ هڪڙي اميد سان ڪم ڪندي، انهن اڌ حاجين ۽ اڌ واپاري ماڻهن منجهه تبليغ سانگي پاڻ يثرب جي ڏورانهين شهر کان آيل ڇهن ماڻهن جي هڪڙي جماعت وٽ پهتا. جيڪي پاڻ ۾ ڪچهري ڪري رهيا هيا.

---

[1] ابن اثير جلد ٻيو. ابن هشام.

پاڻ انهن کي ڪجهه دير ويهڻ ۽ ڪيس ٻڌڻ لاءِ چيائون: اهي گڏ تي ويهي رهيا ۽ ٻڌڻ لڳا. سندن خلوص ۽ سندن ڪلام جي سچائي کان متاثر ٿي انهن سندن مٿان ايمان آندو[1] ۽ پنهنجي وطن ڏانهن واپس پهچي انهن جلدي اثر ڪرڻ واري نموني سان خبر هلائي تہ عربن ۾ هڪڙي نبيءَ جو ظهور ٿي ويو آهي، جيڪو ماڻهن کي اڪيلي خدا جي عبادت ڪرڻ جي دعوت ڏئي ٿو ۽ انهن جي وچ ۾ صدين کان جاري رهندڙ تڪرارن کي ختم ڪرڻ لاءِ چئي رهيو آهي.

يثرب جا ساڳيا ماڻهو ٻئي سال وري موٽي آيا ۽ پاڻ سان گڏ ان شهر ۾ رهندڙ ٻن مکيہ قبيلن منجهان ڇهن ڇهن کي نمائيندي طور وٺي آيا.[2]

ان ئي ساڳي جاءِ تي جتي اڳين ڇهن ماڻهن ايمان آندو هيو نون آيل ماڻهن بہ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان پنهنجي ايمان جو اقرار ڪيو. جنهن ٽڪري تي اها گڏجاڻي ٿي هئي، ان ٽڪري جي نالي پٺيان ان کي عقبہ واري پهرين بيعت (بيعتِ عقبيٰ اوليٰ) سڏيو وڃي ٿو.[3]

بيعت ۾ انهن جيڪو وچن ڪيو اهو هي هيو. "اسان الله تعاليٰ سان ڪنهن کي بہ شريڪ ڪونہ ڪنداسين: اسان نہ چوري ڪنداسين، نہ ڇوڪرن سان زنا ڪنداسين، نہ عورتن سان ناجائز تعلقات رکنداسين: اسان پنهنجن ٻارن کي بہ قتل ڪونہ ڪنداسين: اسان گلا ڪرڻ ۽ بهتان بازي کان پرهيز ڪنداسين: اسان حق جي هر ڳالهہ ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فرمانبرداري ڪنداسين: ۽ اسان ان سان ڏک ۽ سک ۾ وفادار رهنداسين."[4]

---

[1] ابن هشام. طبري (زوتنبرگ Zotenberg وارو ترجمو)، جلد ٻيو.

[2] اوس ۽ خزرج.

[3] اسلامي تاريخ ۾ هن بيعت کي بيعت عقبہ ثاني کان امتيازي فرق ڪري "بيعت النساء" بہ سڏيو ويندو آهي، جنهن ۾ يثرب جي سردارن مسلمانن جي مدد ڪرڻ جو عهد ڪيو هو تہ اهي انهن جي دشمنن جي حملن ۽ توهين آميز حرڪتن کان انهن کي محفوظ رکڻ لاءِ جنگ بہ ڪندا.

[4] ابن هشام: ابن اثير جلد ٻيو.

بيعت کان پوءِ اهي ماڻهو جڏهن پنهنجي ماڳ ڏانهن موٽيا تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هڪڙي اصحابي کي بہ گڏ وٺي ويا تہ جيئن اهو کين دين جي بنيادي ڳالهين جي تعليم ڏئي، جيڪو دين يثرب جي رهاڪن منجهہ تيزي سان پکڙجڻ لڳو هو.

پهرين ۽ ٻي بيعت جي وچ ۾ جيڪو وقت وارو عرصو گذريو اهو حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نبوت جي نهايت ڏکين ڏينهن مان هڪڙي وڏي اهميت وارو دور آهي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو الله تعاليٰ ۾ جيترو پڪو ويساهہ ۽ سندن ڪردار جي جيتري عظمت انهي دور ۾ نمايان ٿيا، ايترو ٻئي ڪنهن بہ دور ۾ ڪونہ ٿيا. پاڻ پنهنجي قوم جي حالت تي، جيڪي بت پرستي کي سختي سان چنبڙيل هيا، گهڻو ڏکويل هيا؛[1] پر اهو ڏک انهيءَ اميد سان گهٽجڻ لڳو تہ آخرڪار حق سوڀارو ٿيندو.[2] تي سگهي ٿو تہ اهو ڏسڻ لاءِ سندن زندگي وفا نہ ڪري، پر جهڙي طرح سچ جي ڪرڻ آڏو اونده جو گم ٿي وڃڻ يقيني هوندو آهي، اهڙي يقين سان ڪپت بہ حق جي آڏو غائب ٿي ويندي.[3] انهيءَ دور بابت ميور (Muir) جي زبان مان بہ پاڻمرادو واکاڻ جا ڪجهہ لفظ نڪري ويا: "محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) ائين پنهنجن ماڻهن جي مقابلي ۾ سينو تاڻيون، سوڀ جي يقيني اميد سان انتظار ڪندي، ظاهري طور هٿين خالي، پنهنجن اصحابن جي ننڍڙي جماعت سان جڻ اهي شينهن جي وات ۾ هجن، تاهم پنهنجي قادرمطلق ۾ يقين ڪندي، جنهن جو پاڻ کي رسول ٿي مڃيائون، پرعزم ۽ پنهنجي جاءِ تي اٽل هيا. اهي ڳالهيون انساني عظمت جو هڪڙو اهڙو منظر پيش ڪن ٿيون، جنهن جو مثال مقدس ڪتابن موجب صرف اسرائيل جي نبي جي اهڙن لقائن مان ملي ٿو جڏهن ان پنهنجي مالڪ سان شڪايت ڪئي هئي، "مان، رڳو مان اڪيلو بچيو آهيان."[4]

---

[1] سورت انعام آيت 107 جي مفهوم مطابق.

[2] سورت مؤمن آيت 78 جي مفهوم مطابق.

[3] سورت بني اسرائيل آيت 81 جي مفهوم مطابق.

[4] لائف آف محمّد(Life of Muhammad P.b.u.h)، جلد ٻيو صفحو 228.

اهو فڪرمندي واري انتظار جو زمانو معراج جي انهي يگاني نظاري جوبہ غيرمعمولي يادگار آهي جنهن شاعرن ۽ حديثن جي راوين جي تخليقي ڏات لاءِ سونهري خوابن جون دنيائون کولي ڇڏيون آهن. انهن قرآن شريف جي آسان ۽ سادن لفظن جي چوڌاري خوبصورت ۽ شاندار ڪهاڻيون اڻي ڇڏيون آهن.

"پاڪائي آهي ان(ذات) کي جيڪو پنهنجي ٻانهي کي رات جو وٺي ويو مسجد حرام کان مسجد اقصيٰ ڏانهن جنهن جي چوڌاري اسان برڪت رکي، جيئن اسان ان کي پنهنجون وڏيون نشانيون ڏيکاريون. بيشڪ اهو(الله) ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ آهي." (سورت بني اسرائيل آيت 1)[1]

قرآن شريف ۾ وري اچي ٿو "(ياد ڪر) جڏهن اسان توکي فرمايوتہ سمورا ماڻهو تنهنجي رب جي قابو هيٺ آهن ۽ اسان توکي جيڪو ڏيکاريو اهو آزمائش هيو." (سورت بني اسرائيل آيت 60) راوين انهي واقعي کي جنهن خوبصورت لباس ۾ سنواريو آهي انهي جي باوجود "اچا تائين اهو شاندار خيال سان ڀريل هڪڙو عظيم خواب(رويا) آهي جيڪو تصوراتي (Imagery) مثالن ۽ ڳوڙهي معنيٰ[2] سان ڀرپور آهي."[3]

---

[1] سيرت طيبہ تي لکيل هڪڙي مضمون ۾ سر سيد احمد خان معراج جي باري ۾ ٻڌائي ٿو "مسلمانن کي جنهن ڳالهہ تي لازمي طور ايمان آڻڻو آهي، اها اها ڳالهہ آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ کي خواب ۾ مڪي کان بيت المقدس ڏانهن سفر ڪندي ڏٺو ۽ ان خواب ۾ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم واقعي پنهنجي مالڪ جون وڏيون نشانيون ڏٺيون. پڙهندڙن تي اهو واضح هجڻ گهرجي تہ نبين جا خواب بہ الهامي ڪشف جو هڪڙو نمونو هوندا آهن." سر وليم مور چوي ٿو "شروعاتي روايتون واقعي جسماني سفر جي باري ۾ نہ پر صرف خواب ڏانهن اشارو ڪن ٿيون." جن ابتدائي حديثن جو ابن هشام ذڪر ڪيو آهي، انهن جي چنڊ ڇاڻ (تجزيو) ڪبو تہ اهي بہ انهي خيال جي تائيد ڪن ٿيون. منهنجي خيال ۾ انصاف جي تقاضا موجب اهو سوال ڪري ٿو سگهجي تہ اهي عيسائي جيڪي حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي باري ۾ ان جو ٻيهر جسماني طور زنده ٿيڻ ۽ ايلياه نبي جي آسمان ڏانهن جسماني سفر ۾ اعتقاد رکن ٿا، اهي انهن مسلمانن کي پاڻ کان گهٽ عقل وارو ڇو ٿا سمجهن جيڪي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي جسماني معراج تي ايمان رکن ٿا؟

[2] ڏسو اسٽينلي لين پول جو ڪتاب "انٽروڊڪشن ٽو دي سليڪشن فرام دي قرآن" (Intod. to the Selections from the Koran).

[3] اردو مترجم جو هي حاشيو ضميمو نمبر 3 ۾ ڏسو.

يثرب جي جن ماڻهن اسلام قبوليو هيو اهي ايندڙ سال (622ع) پنجهتر ماڻهن جي ٽولي سان پنهنجي بت پرست برادري مان ڪجهه ماڻهن کي گڏ وٺي مڪي آيا تہ جيئن پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي سندن شهر[1] ڏانهن تشريف کڻي هلڻ جي دعوت ڏين. پر بت پرستن کي پنهنجن ساٿين جي ارادي جي ڪابہ ڄاڻ ڪونہ هئي.

رات جي سانت ۾[2] جڏهن دشمني ڪرڻ وارا سيئي ماڻهو اگهور ننڊ ۾ ستل هيا, اسلام جا اهي پهريان علمبردار انهي ساڳي پهرين بيعت واري جاءِ تي ٽڪري وٽ گڏ ٿيا. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن وٽ پنهنجي چاچي حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ سان گڏجي تشريف کڻي آيا, جنهن توڙي جو اڃا اسلام قبول ڪونہ ڪيو هيو پوءِ بہ اسلام جي واڌاري لاءِ وڏي دلچسپي ورتائين ٿي. ان ڪچهريءَ جي شروعات ڪئي ۽ يثربين کي اسلام قبولڻ ۽ ان جي مبلغ کي پنهنجي شهر ڏانهن دعوت ڏيڻ ڪري جيڪو انهن خطرو کنيو ٿي ان جي باري ۾ چٽي نموني سان کولي پڌاياڻين. انهن هڪ آواز ٿي جواب ڏنو تہ انهن کي جيڪي خطرا سامهون اچڻا آهن انهن کي ذهن ۾ رکڻ کان پوءِ ئي انهن اسلام قبول ڪيو آهي. انهن عرض ڪيو "يا رسول الله, فرمايو توهان پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي حقيقي مالڪ لاءِ جيڪوبہ واعدو وٺڻ گهرو اهو وٺو" جيئن سندن معمول هيو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم قرآن شريف مان ڪجهه آيتن جي تلاوت ڪرڻ سان ڳالهہ جي شروعات ڪئي. پوءِ پاڻ سيني موجود ماڻهن کي الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ جي هدايت ڪيائون, ۽ اسلام جي برڪتن جو تفصيل بيان ڪيائون.[3] يثربين پهرين عهد کي دهرايو تہ اهي الله تعاليٰ کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي بہ عبادت ڪونہ ڪندا, اهي اسلام جي احڪامن جي پابندي سان بجاآوري ڪندا, اهي حق جي هر معاملي ۾ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تابعداري ڪندا, اهي سندن ۽

[1] ابن هشام, حلبي جو انسان العيون جلد پهريون.

[2] عرفات ۽ مزدلفہ ۾ حج جا رڪن ادا ڪرڻ کان پوءِ جيڪي منيٰ ۾ تشريق جا ٽي ڏينهن گذارڻا هوندا آهن, انهن مان پهرين ۽ ٻئي ڏينهن جي وچواري رات. (يعني ٻارهين جي رات, سنڌيڪار).

[3] ان هشام, ابن اثير جلد ٻيو.

سندن ساٿين جي اهڙي نموني سان حفاظت ڪندا جيئن اهي پنهنجن ٻچن ٻارن جو تحفظ ڪندا آهن.[1] پوءِ انهن معلوم ڪيو "جيڪڏهن اسان الله تعاليٰ جي راهه ۾ مارجي ويون ته اسان جو بدلو ڇا هوندو؟" حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو "آخرت جون نعمتون."[2] انهن وري چيو "پر توهان خوشحالي جي زماني ۾ پنهنجي قوم ڏانهن موٽي وڃڻ لاءِ اسان کي ڇڏي ته نه ويندا؟" رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم مرڪيا ۽ فرمايائون "نه، ڪڏهن به نه. توهان جي جان منهنجي جان آهي. مان توهان جو آهيان ۽ توهان منهنجا آهيو." "پوءِ اسان ڏي پنهنجو هٿ مبارڪ وڌايو." هرهڪ پنهنجي هٿ کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي هٿ مبارڪ تي رکندي الله تعاليٰ جي ۽ سندن فرمانبرداري جو قسم کنيو. معاهدي جون ڳالهيون اڃا مس مس پوريون ٿيون ته مڪي جي هڪڙي رهواسي جو جيڪو پري کان انهي ڪچهري کي جانچي رهيو هيو. آواز رات جي هوائن ۾ گردش ڪندي ايريو ۽ اتي گڏ ٿيل قرباني ڏيڻ وارين دلين ۾ هڪڙي اوچتي پيڙا جي لهر پيدا ڪري ڇڏيائين. پر حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي پرعزم لفظن انهن جي ذهني ڪيفيت کي موٽائي آندو.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پوءِ انهن منجهان، انهن ماڻهن جي راءِ مطابق، صاحبِ حيثيت ٻارنهن ماڻهن کي پنهنجو نقيب ڪري چونڊيو.[3] ائين عقبه جي ٻي بيعت کي پڄاڻي تي پهچايو ويو.

مڪي وارن جي جاسوس انهيءَ گڏجاڻي جي خبر کي سڄي شهر ۾ هلائي ڇڏيو هيو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ۽ سندن ساٿين جي انهي جرئت تي حيران ٿيندي قريشي جماعت جي

---

[1] ان هشام، ابن اثير جلد ٻيو.

[2] ابن اثير جلد ٻيو.

[3] ابن هشام . انهي معاهدي (بيعت) ۾ پنجهتر ماڻهو مرد ۽ عورتون، شامل هيا. اهو واقعو ذوالحج مهيني ۾ ٿيو ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم انهي مهيني جا باقي ڏينهن، ۽ محرم ۽ صفر دوران مڪي ۾ ئي ترسيا پيا هيا. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ربيع الاول مهيني ۾ مديني ڏانهن هجرت ڪري روانا ٿيا. (ابن اثير جلد ٻيو.)

صورت ۾ يثربين جي قافلي ڏانهن ويا ۽ مطالبو ڪيائون تہ جن ماڻهن پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان معاهدو ڪيو آهي انهن کي سندن حوالي ڪيو وڃي. بهرحال، جڏهن تہ وٽن ثابتي ڪونہ هئي تہ ڪهڙن ماڻهن انهي گڏجاڻي ۾ شرڪت ڪئي هئي، قريشين قافلي کي بغير تنگ ڪرڻ جي وڃڻ جي اجازت ڏني. پر قريشين طرفان انهي ظاهري وچڙائپ واري رويي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ سندن ساٿين لاءِ سخت ايذاءَ رساني جي انديشي جي ئي نشاندهي ڪئي. انهيءَ ڪري ڏينهون ڏينهن مسلمانن جي حالت وڌ کان وڌ خطرناڪ ٿيندي وئي. قتلام جي انديشي کي محسوس ڪندي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجن اصحابين کي هڪدم هجرت ڪري يثرب ۾ تحفظ حاصل ڪرڻ جو مشورو ڏنو جنهن تي اٽڪل هڪ سو ڪٽنب ٻن يا ٽن ڄڻن جي ٽولي ۾ مڪي مان چپ چپات ۾ لڪي نڪتا ۽ يثرب ڏانهن روانا ٿيا. جتي انهن جي پرجوش آجيان ڪئي وئي. ائين شهر جا سڀ گهر ويران ٿي ويا؛ ۽ عتبہ بن ربيعہ انهن خالي وٿاڻن جي نظاري تي جيڪي ڪڏهن زندگي سان پرپور هيا، ٺڏو ساهہ ڀريو ۽ پراڻو شعر ڳائڻ شروع ڪيو. "هر وسندڙ جاءِ، توڙي اها ڪيتري بہ عرصي تائين وسندڙ ۽ خوشحال رهي هجي، هڪڙي ڏينهن سخت طوفان، ڏکن ۽ بدحالي جو شڪار ٿي ويندي" ان افسوس ڪندي اڳتي چيو "۽ اهو سڀ اسان جي ڀائٽي جو ڪيو ڌرو آهي، جنهن اسان جي جماعتن کي ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيو آهي، اسان جي ماحول کي تباهہ ڪري ڇڏيو آهي ۽ اسان منجهہ اختلاف پيدا ڪري ڇڏيو آهي."[1]

جيئن حضرت يسوع عليہ السلام سان ڪار هئي، حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان بہ ساڳي ڪار هئي، صرف هن فرق سان تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام پنهنجو پاڻ فرمايو "اهو نہ سوچيو تہ مان ڌرتي تي امن قائم ڪرڻ آيو آهيان: مان امن قائم ڪرڻ لاءِ ڪونہ آيو آهيان پر مان تلوار کڻي آيو آهيان. مان پٽ کي پنهنجي پيءُ جي خلاف، ڌيءُ کي ماءُ جي خلاف ۽ ننهن کي سس جي مخالفت ۾

[1] ابن هشام.

بيهارڻ لاءِ آيو آهيان."[1] جڏهن تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي سندن وڏن نئر مخالفن مان هڪڙو صرف ڪٽنبن ۾ اختلاف پيدا ڪرڻ جو الزام هڻي رهيو هيو.

انهيءَ سموري عرصي دوران جڏهن طوفان پنهنجي چوٽي تي هيو ۽ امڪان هيو تہ ڪنهن وقت بہ سندن مٿان ڪڙڪي پئي سگهيو حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم ڪڏهن بہ ڪونہ گهبرايو. پاڻ اڪيلا حضرت علي عليہ السلام جهڙي جانثار ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جهڙي معزز ساٿي سان گڏ پنهنجي جاءِ تي ڄميا رهيا. جڏهن تہ سندن باقي سيئي اصحابي سندن مشوري تي يثرب هليا ويا هيا.

انهي دوران ناراضگيون تيزيءَ سان وڌنديون پئي ويون. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اوچتو غائب ٿي وڃڻ جي ڊپ کان قريشين جي هڪڙي جماعت تڙتڪڙ ۾ دارالندوہ ۾ گڏجاڻي ڪوٺائي ۽ ٻين خاندانن جي سردارن کي بہ شامل ٿيڻ لاءِ دعوت ڏئي گهرايائون. زندگي ۽ موت جو معاملو ٿي ويو هيو. گڏجاڻي ۾ شامل ماڻهو غضبناڪ هيا ۽ سخت بحث ٿيو ڇوتہ انهن جي دلين ۾ خوف پيدا ٿي ويو هيو. سڄي عمر قيد ڪري رکڻ، شهر مان نيڪالي ڏيڻ، واري واري سان هرهڪ تجويز تي بحث ڪيو ويو. آخر ۾ قتل ڪرڻ جي تجويز پيش ڪئي وئي؛ پر هڪڙي ماڻهو طرفان قتل ڪرڻ ان ماڻهوءَ کي ۽ ان جي ڪٽنب کي خوني پلاند ۾ ڦاسائي ڇڏي ها. آخرڪار اها ڏکيائي ابوجهل طرفان حل ڪئي وئي.[2] ان صلاح ڏني تہ مختلف گهراڻن مان چونڊيل

---

[1] متي (Matt, x:34,35)

[2] سورت انفال آيت 30. ابن اثير جلد ٻيو، ابن هشام. ابن هشام لکي ٿو تہ ابوجهل جي انهي تجويز جي تائيد هڪڙي اوپري ماڻهو ڪئي جيڪو نجد جي هڪڙي رئيس جي ٻهروپ ۾ آيو هيو جنهن جي لاءِ حديثن ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ اهو خود شيطان هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سخت ترين دشمنن مان ابوجهل بہ هڪ هيو. ان جو اصل نالو عمرو هيو ۽ پنهنجي هوشياري ۽ چالاڪي ڪري ان جو لقب ابوالحِڪم هيو. ان جي هٺ ڌرمي ۽ تعصب سبب، جنهن جي ڪري اهو اسلامي تعليمات ۾ ڪابہ خوبي ڏسي ڪونہ سگهندو هيو. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جي بجاءِ ان کي ابوجهل سڏيندا هيا. (ڏسو بقايا...)

بهادر ماڻهن جو هڪڙو جٿو گڏجي محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) تي تلوارن سان وار ڪري تہ جئين انهي ڪاروائي جي ذميواري سيني تي اچي وڃي ۽ نتيجي ۾ محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جا مائٽ ان جو پلاند ڪرڻ کان لاچار ٿي ويندا. اها تجويز منظور ڪئي وئي ۽ انهي ڪاروائي کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ مشهور نوجوانن جو هڪڙو ٽولو چونڊيو ويو. جيئن رات گذرڻ لڳي تہ قاتل خود بخود پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي رهائش جي چوڌاري گهيرو ڪري بيهي ويا. ائين اهي سڄي رات چوڪسي ڪندا رهيا ۽ انتظار ڪرڻ لڳا تہ جڏهن پاڻ صبح جو ساجهر مهل ٻاهر وڃڻ لاءِ پنهنجي گهر مان نڪرن تہ ڪين ان وقت قتل ڪن. هرهر دروازي جي هڪڙي سوراخ مان جهاتيون پائي پڪ ڪندا رهيا تہ پاڻ اجا تائين پنهنجي بستري تي ستل آهن. پر انهيءَ دوران پاڻ بچائڻ واري فطري جبلت جنهن سدائين ناصرين جي عظيم پيغمبر جي بہ دشمنن کان جان بچائڻ لاءِ رهنمائي ڪئي هئي،[1] ان حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي خطري کان آگاهہ ڪري ڇڏيو. قاتلن جي ڌيان کي پنهنجي بستري ڏانهن مشغول رکڻ لاءِ پاڻ ڪريمن پنهنجي سائي چادر پنهنجي جانثار ۽ مخلص ساٿي حضرت علي عليہ السلام جي مٿان وڌي ۽ ان کي بستري تي ستل رهڻ لاءِ تاڪيد ڪندي[2] جيئن حضرت دائود عليہ السلام"درين منجهان فرار ٿيا هيا" ائين گهر مان نڪري ويا. پاڻ سڌا حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهر ڏانهن آيا ۽ اهي ٻئي گڏجي ماٺ ميٺ ۾ پنهنجي جنم ڀومي واري غيرمهمانواز شهر مان لڪندا ٻاهر

---

(بقايا) جهالت هر زماني ۾ پاڻ کي قدامت پرستي جي وڏي حمايتي جي لباس ۾ پيش ڪيو آهي. ابوجهل انهي ڪري هڪڙو مثال ٿي ويو آهي. انهي حقيقت جي ڪري ئي آهي جو عظيم صوفي شاعر حڪيم سنائي هيٺين بيتن ۾ ان جو حوالو ڏنو آهي:

احمد مرسل نشست کے روا دارد خرد

دل اسیرِ سیرتِ ابوجهلِ ڪافر داشتن.

[1] ڏسو ملمن (Milman) جو ڪتاب "هسٽري آف ڪرسچئنٽي"، جلد پهريون صفحو 253.

[2] ابن هشام، ابن اثير جلدپيو.

روانا ٿي ويا. اهي ڪجهه ڏينهن لاءِ مڪي جي ڏکڻ ۾ ثور نالي جبل جي هڪڙي پهاڙي غار ۾ لڪي ويهي رهيا.[1]

قريشين جي ڪاوڙ هاڻي حد کان ٽپيل هئي. اها خبر ته قاتلن جو ٽولو ناڪام موٽيو هيو ۽ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم بچي نڪري ويا هيا. انهن جي سموري طاقت کي حرڪت ۾ آڻي ڇڏيو. گهوڙيسوار علائقي ۾ ڳولا لاءِ نڪري پيا. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي جان لاءِ انعام مقرر ڪيو ويو.[2] هڪ يا ٻه دفعا خطرو ايترو ويجهو اچي ويو جو ڪراڙي ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه جي دل خوف مان ڏڪي وئي. ان چيو "اسان صرف ٻه ڄڻا آهيون." حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم فرمايو "نه اسان ٽي آهيون. الله تعاليٰ به اسان سان گڏ آهي." ۽ اهو (الله تعاليٰ) انهن سان گڏ هيو. ٽن ڏينهن کان پوءِ قريشين پنهنجون ڪوششون گهٽائي ڇڏيون. اهو سڄو وقت حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه رات جي وقت حضرت ابو بڪر رضي الله تعاليٰ عنه جي هڪڙي نياڻي طرفان آندل کاڌي تي گذارو ڪندا هيا.[3] دشمنن کان پڇندڙ ٽئين ڏينهن جي شام جو غار مان ٻاهر نڪتا، ۽ وڏي مشڪل سان ٻن اٺن جو بندوبست ڪري ويران رستي سان يثرب پهچڻ جي ڪوشش شروع ڪيائون. پر اهو رستو به خطرن سان ڀريل هيو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي سر مٿان مقرر ٿيل وڏي انعام جي لالچ ڪيترن گهوڙيسوارن کي مڪي مان ٻاهر ڪڍي آئي هئي، ۽ اهي اجا تائين انهن مجبور سيلانين لاءِ لاڳيتو ڳولا ڪري رهيا هيا. هڪڙي مڃريل ۽ پرتشدد جنگجو انهن لڪي پڇندڙن کي ڏسي ورتو ۽ انهن ڏانهن وڌڻ لڳو. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه جي دل ٻيهر گهبرائجي وئي ۽ ان دانهن ڪئي، "اسان پڪڙجي وياسين." رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم فرمايو "ڊپ نه ڪر. الله تعاليٰ اسان کي

---

[1] ابوالفدا جي ڪتاب تي ڊيزورجرس ( Desvergers) جو لکيل نوٽ (57) ڏسو.

[2] هڪ سو اٺ (ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو.)

[3] ابن اثير جلد ٻيو.

بچائيندو." جيئن ئي بت پرست حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ويجھو پهچڻ وارو هيو تہ ان جي گھوڙي تيز ڪاڏو ۾ ڪري پيو. اوچتي هيبت ڪان خوف کائيندي اهو سوار ان ماڻهوءَ کي جنهن جو پيڇو ڪري رهيو هيو معاف ڪرڻ لاءِ ايلاز ڪرڻ لڳو ۽ ڪيس معاف ڪرڻ جي نشاني ڏيڻ لاءِ عرض ڪيائين. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ هڏي جي هڪڙي ٽڪري تي ان کي اهو لکي ڏنو.[1]

دشمنن کان بچندڙن بغير ڪنهن وڏيڪ هٽ چراند جي پنهنجي مسافري جاري رکي ۽ ٽي ڏينهن پنڌ ڪرڻ کان پوءِ اهي يثرب جي حدن ۾ پهچي ويا. اهو 622 عيسوي جي جون جو گرم ڏينهن هيو جڏهن حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي ڏاچي تان لهي انهيءَ ڌرتي تي قدم مبارڪ رکيائون. جيڪا ڌرتي ان کان پوءِ سندس پناهہ گاهہ ۽ سندن وطن ٿيڻو هئي. سڀ کان پهريائين هڪڙي يهودي جيڪو متي هڪڙي مُناري تان نظارو ڪري رهيو هيو سندن جهلڪ ڏسي سڃاتو[2] ۽ ائين قرآن شريف ۾ بڌايل ڳالهہ سچ ثابت ٿي: "جن کي اسان ڪتاب ڏنو سي هن نبيءَ کي سڃاڻن ٿا جيئن پنهنجن پٽن کي سڃاڻيندا آهن."(سورت انعام آيت 20) حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ سندن ساٿي ڪجھ ڏينهن[3] لاءِ قبا نالي ڳوٺڙي[4] ۾ گذاريا. جيڪو يثرب جي ذڪڻ ۾ صرف ٻن ميلن جي مفاصلي تي واقع هيو ۽ پنهنجي خوبصورتي ۽ زرخيزي ڪري ڏسڻ وٽان هيو. اتي حضرت علي عليہ السلام بہ اچي ساڻن گڏيا. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بچي نڪرڻ کان پوءِ[5] بت پرستن پنهنجي مايوسي ڪري ان سان ڏاڍو خراب سلوڪ ڪيو هيو. حضرت علي عليہ

---

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد پيو.

[2] ابن هشام.

[3] سومر، اگاره اربع ۽ خميس (ابن هشام، ابن اثير جلد پيو.)

[4] ابوالفدا جي ڪتاب تي ڊيزورجرس ( Desvergers) جو لکيل نوٽ (59) ڏسو.

[5] ابن اثير جلد پيو.

السلام مڪي مان لڪي نڪتو ۽ پيرين پيادو سفر ڪيائين. ڏينهن جو پاڻ ڪي لڪائيندو هيو ۽ صرف رات جو سفر ڪندو هيو ته متان قريشين جي هٿ چڙهي وڃي.[1]

بنو عمرو بن عوف وارن جيڪي هن ڳوٺ جا مالڪ هيا، رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي دعوت ڏني ته اهي اتي ئي انهن سان گڏ مستقل رهائش اختيار ڪن. پر سندن فرض کين اڳتي سڏي رهيو هيو. ۽ پاڻ پنهنجن اصحابين جي هڪڙي وڏي جماعت کي ساڻ ڪري يثرب ڏانهن روانا ٿيا. پاڻ جمع ڏينهن صبح جو 11 ربيع الاول مطابق 22 جولاءِ 622ع تي شهر ۾ داخل ٿيا.[2]

ائين هجرت وارو سفر پورو ٿيو جنهن کي يورپي تحريرن ۾ "حضرت محمدﷺ جو ڀڄي وڃڻ" سڏيو وڃي ٿو. ان تاريخ کان اسلامي سن جي شروعات ٿئي ٿي.

## باب ٻئي تي نوٽ نمبر 1

هجري سن جو نفاذ سترهن سال پوءِ ٻئي خليفي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي حڪم تي ٿيو. پر ان جي شروعاتي ڳڻپ مڪي مان هجرت ڪرڻ واري اصل ڏينهن کان ڪونه ڪئي وئي، جيڪو 4 ربيع الاول جو ڏينهن هيو پر چنڊ واري ان سال جي پهرين مهيني يعني محرم جي پهرين تاريخ کان ڪئي وئي. جنهن سال کان هجري سن کي لاڳو ڪيو ويو ان سال جي محرم جي پهرين تاريخ جو ڏينهن عيسوي سال مطابق پندرهين جولاءِ جو ڏينهن هيو.

پر توڙي جو حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه سرڪاري طور هجري سن کي لاڳو ڪيو تڏهن به واقعن کي بيان ڪرڻ جي روايت جو طريقو ته اهي هجرت کان اڳ ۾ يا پوءِ واقع ٿيا. ڪجهه حديثن ۾ چيو وڃي ٿو ته خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي پنهنجي ايجاد آهي، چوته پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي

---

[1] ابن اثير جلد ٻيو.

[2] ڪاسين ڊي پرسيول (Caussin de Perceval) جلد ٽيون صفحو 17 کان 20؛ ابن هشام.

رسالت جي تاريخ ۾ اهو واقعو قدرتي طور تمام وڏو بحران هيو. (حلبي جو "انسان العيون")

## نوٽ نمبر 2

اسلامي ٻارهن مهينا هي آهن: محرم (معتبر ـ متبرڪ مهينو)، صفر (سفر[1] جو مهينو)، ربيع الاول (بهار جو پهريون مهينو)، ربيع الثاني (بهار جو ٻيو مهينو)، جمادي الاول (سوڪهڙي جو پهريون مهينو)، جمادي الثاني (سوڪهڙي جو ٻيو مهينو)، رجب (عزت وارو ـ اڪثر ڪري رجب المرجب بہ سڏبو آهي)، شعبان (وٽن ۾ گونچ ڦٽڻ وارو مهينو)، رمضان (گرمي جو مهينو)، شوال (گڏجاڻي جو مهينو)، ذوالقعد (صلح، امن ۽ سڪون جو مهينو) ۽ ذوالحج (حج جو مهينو). قديم عرب چنڊ واري سال تي ڪاربند هيا. اهو 354 ڏينهن، اٺ ڪلاڪ، ۽ 48 سيڪنڊ تي مشتمل هيو ۽ هڪ ٻئي پٺيان ايندڙ 29 ۽ 30 ڏينهن تي مشتمل ٻارهن مهينن ۾ ورهايل هيو. پنهنجن پاڙيسري يونانين ۽ رومين جي شمسي سالن سان پنهنجي قمري سال جي مطابقت رکڻ لاءِ ۽ انهي مقصد سان بہ تہ هر مهينو مقرر موسم ۾ اچي، اهي هر ٽئين سال ۾ هڪڙي واڌو مهيني جو اضافو ڪندا هيا. انهي اضافي واڌاري (مهيني) کي اهي "نُسي" (لُنڊو) چوندا هيا. توڙي جو اهو مڪمل طور تي ٺيڪ ڪونہ هيو پوءِ بہ اهو موسمن ۽ مهينن جي درجي بندي جي وچ ۾ هڪڙي قسم جي تعلق کي قائم رکڻ جو ڪم ڪندو هيو. جيئن تہ "لُنڊي" واري سال ۾ عرب عيش عشرتون ڪندا هيا ۽ مختلف مشرڪاڻيون رسمون ملهائيندا هيا، انهي ڪري "نُسي" جي قاعدي کي ترڪ ڪيو ويو. ان کان پوءِ مهينن جي نالن جو موسمن سان ڪوبہ تعلق ڪونہ رهيو آهي.

[1] "صفر" جي معنيٰ "مسافري ـ سفر" ڪونہ آهي پر اهو لفظ ڪاڏي پيتي جي شئي رکڻ واري ٿانو کي خالي ڪرڻ جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي.(اردو مترجم)

## باب ٽيون

# رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مديني ۾

پيش از همہ شاهان غيور آمده اي، هرچند کہ آخر بظهور آمده اي،
از ختم رسل قرب تو معلوم شد، دير آمده اي ز راه دور آمده اي

مٿيان بيت جيڪي هن باب جي عنوان جو سينگار آهن، موجوده زماني جا ٿورا مسلمان انهن ۾ بيان ڪيل رمز جي مطلب کي سمجهن ٿا. پر سيئي مسلمان انهن بيتن ۾ آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ سمايل عقيدت کي چڱي نموني سان سمجهن ٿا. اها عقيدت اهڙي عقيدت ڪونہ آهي جيڪا قصن ڪهاڻين جي ڪنهن فرضي ڪردار جي چوڌاري وڪوڙيل هجي، يا وقت جي وهڪري سان وجود ۾ آئي هجي. يثرب ۾ سندن آمد جي گهڙي کان وٺي پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ ڏينهن جي چٽي روشني وانگر ظاهر آهي. پاڻ انهن عظيم هستين مان عظيم الشان هستي آهن جن تي سدائين تاريخ جي روشني چمڪندي رهي آهي. سندن حياتي جا ننڍي کان ننڍا تفصيل بہ احتياط سان محفوظ ٿي نسل در نسل اسان تائين پهتا آهن، پر انهن جي ظاهري صورت اهڙي ڪئي وئي آهي جو سندن حقيقي تعليمات، جنهن انساني لڏي جي دائمي ترقي جي تمنا رکي ٿي، جي روح جي ابتڙ ٿي ويا آهن.[1] اسان هن عظيم انسان کي هڪڙي يتيم

---

[1] حديثن جي باري ۾ ليکڪ جي راءِ ۾ واضح تضاد ڏسڻ ۾ ٿو اچي. هڪ طرف ان جو چوڻ آهي "پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ جون ننڍي کان ننڍيون ڳالهيون نهايت احتياط سان قلم بند ٿي نسل در نسل اسان تائين پهتيون آهن." ٻئي طرف اها شڪايت آهي تہ جيڪي ڳالهيون نهايت احتياط سان قلم بند ٿيون آهن انهن جي ظاهري صورت اهڙي سختي سان مقرر ٿي وئي آهي جو پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حقيقي تعليمات جي روح کان هٽيل آهي. ظاهر آهي تہ جڏهن زندگي جون ننڍيون ننڍيون ڳالهيون ترتيب ۾ اينديون تہ ان سان هڪڙو مقرر نقشو ضرور ٺهندو. شايد ليکڪ اهو چوڻ ٿو گهري تہ حديثن ۾ زندگي جي جن ڳالهين جي نشاندهي ڪئي وئي آهي ان سان اسلام جو آفاقي ۽ عالمگير روح مجروح ٿيو آهي. پر ان جو تعلق تہ نقطہ نگاهہ ۽ تعبير سان آهي، حديثن جي روايت ۽ لکت سان ڪونہ آهي.(اردو مترجم)

ٻار جي حيثيت ۾ ٻه ڏٺو آهي، جنهن کي ڪڏهن به پيءُ جو پيار نصيب ڪونه ٿيو ٻالڪپڻي ۾ ئي ماءُ جي جهوليءَ کان محروم ٿي ويا. ۽ جنهن جي شروعاتي زندگي ڏکن سان گهٽو پريل هئي، سوچن سان ڀريل ٻالڪپڻي مان گذري ان کان وڏيڪ فڪرمندي واري جواني ۾ داخل ٿيا. سندن جواني به سندن ڇوڪراڻي عمر وانگر ايتري پاڪ ۽ صاف هئي. پاڻ وڏي عمر ۾ به اهڙا سادڙا ۽ پارسا رهيا جيئن پنهنجي جواني ۾ هيا. غريبن ۽ هيٺن جي تڪليفن ۽ پيڙائن کي ٻڌڻ لاءِ سندن ڪن سدائين تيار هوندا هيا. سندن دل سدائين الله تعاليٰ جي سموري مخلوق لاءِ مڪمل همدرد ۽ پيار سان ڀريل هوندي هئي. پاڻ اهڙو ته شرافت ۽ ڏيرج سان گهمندا ڦرندا هيا جو ماڻهو مڙي ڏسندا هيا ۽ اشارا ڪندا هيا، ڏسو اهو امين، سچار واعدي جو پڪو ۽ امانتدار وڃي رهيو آهي. پاڻ هڪڙا مخلص دوست، پيار ڪرڻ وارا مڙس: زندگي ۽ موت جي رازن تي سرگرمي سان سوچيندڙ انساني عملن جي ذميوارين بابت، ۽ انساني وجود جي مقصد ۽ خاتمي تي غور ڪندڙ هيا. انهن پاڻ کي هڪڙي قوم نه پر سڄي دنيا کي سڏارڻ ۽ سڌي رستي تي آڻڻ جي مهم تي لڳائي ڇڏيو جڏهن ته ڪين مطمئن ڪرڻ ۽ تسلي ڏيڻ لاءِ سموري دنيا ۾ صرف هڪڙي پيار ڪرڻ واري دل هئي. چيڙائڻ تي پاڻ ڪڏهن به بڇان جو اظهار ڪونه ڪندا هيا: جسماني تڪليف ملڻ سان پڻ ڪڏهن به مايوس ڪونه ٿيا. پاڻ کي مليل فرض جي ڪاميابي لاءِ حوصلي مند جذبي سان جدوجهد جاري رکيائون. سندن ڪردار جي عظمت ۽ پارسائي، الله تعاليٰ جي رحمت ۾ سندن مضبوط ۽ پختي ويساهه آخرڪار سندن حلقي ۾ ڪيترين ئي قربانيون پيش ڪرڻ واريون دليون شامل ڪري ڇڏيون: ۽ جڏهن به انتهائي ڏکي آزمائش جي گهڙي آئي ته هڪڙي مخلص ملاح وانگر پنهنجن سيني ساٿين جي سلامتي تائين پنهنجي تَڪَ تي مضبوطي سان ڄميا رهيا ۽ جڏهن سندن سيئي ساٿي خطري کان بچي ويا، تنهن کان پوءِ ئي پاڻ بچاءُ واري ڪناري تي قدم رکيائون. اسان سندن باري ۾ ائين ٻڌو آهي ۽ پڙهيو آهي. اسان اڳتي ان کي انسانن جي بادشاهه طور انساني دلين تي راڄ ڪندڙ سردار، قانوندان، ۽ عظيم منصف طور ڏسنداسين، پر انهي حيثيت ۾ به ڪين

خودثنائي کان انڪساري ۽ نماڻائي جو نمونو ڏسنداسين. تڏهن کان سندن سيرت جو احوال، جنهن جماعت جو پاڻ مرڪز هيا ان جي تواريخ ۾ گڏ ٿيل آهي. ان وقت به جڏهن مبلغ، پنهنجا ڪپڙا پنهنجن هٿن سان ڌوئيندو هيو ۽ اڪثر ڪري بکئي پيٽ هوندو هيو ڌرتي جي گولي تي موجود نهايت طاقتور بادشاهن کان به وڌيڪ طاقتور ٿي ويو هيو.

"حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پاڻ ڪي ماڻهن وٽ ثابت ڪيو ته پاڻ ڇا آهن: سندن ڪردار جي عظمت، سندن پڪي دوستي، سندن همت ۽ سهپ، سڀ کان وڌيڪ پاڻ جنهن حق جي تبليغ ڪرڻ آيا هيا ان لاءِ سندن سنجيدگي ۽ سرگرم حوصلو ـ انهن مڙني ڳالهين هڪڙي هيرو ڪي ماڻهن جي نظرن آڏو نشانبر ڪري ڇڏيو هيو يعني هڪڙو اهڙو سرواڻ جنهن جي حڪم کان انڪار ڪرڻ ممڪن ڪونه هيو ۽ ساڳي وقت پيار نه ڪرڻ به ناممڪن هيو. وڌيڪ ڪم لاءِ صرف وقت گهربل هيو. جڏهن مديني جا ماڻهو حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ڪي سچائي وٺنداته اهي پڻ خودبخود پنهنجي جان ۽ مال جون قربانيون پيش ڪندا، ۽ حوصلو جوش پڪڙي قبيلن منجهه پکڙجي ويندو، تان ته سڄو عربستان اڪيلي خدا جي پيغمبر جي قدمن ۾ اچي ويندو. 'جيترو هن ڇتيون لڱل چوغي واري انسان جو حڪم هلندو هيو ايترو تاج ۽ ڇٽن وارن بادشاهن جي حڪم جي به ميتا ڪونه ڏني وئي'. ڪين ماڻهن تي اثر انداز ٿيڻ جي ذات مليل هئي ۽ انهن ۾ ايڏي شرافت هئي جو انهن هميشه ماڻهن ڪي صرف چڱي ڪم لاءِ راغب ڪرڻ لاءِ متاثر ڪيو."[1]

مدينو منوره، جنهن جا ڪيترائي نالا آهن، مڪي جي اتر ۾ اٽڪل يارنهن ڏينهن جي پنڌ تي واقع آهي. هاڻي ان شهر جي چوڌاري مضبوط پٿ ڏنل آهي،[2] پر انهن ڏينهن ۾ ٻاهرين حملن لاءِ مڪمل طور

---

[1] سيد امير علي هن اقتباس جو حوالو ڪونه ڏنو آهي.(اردو مترجم)

[2] سيد امير علي هي ڪتاب 1890ع کان به اڳ ۾ لکيو هيو. ان وقت مديني شريف جي چوڌاري پٿ هوندي، پر اجوڪي زماني ۾ مديني پاڪ جي آبادي گهٽي وڌي وئي آهي ۽ شهر به گهٽو وڌو ٿي ويو آهي. مان جڏهن 1993ع ۾ پنهنجي والده سان گڏ عمرو ۽ حج جي سعادت لاءِ ويو هيس ته ان وقت مذڪوره پٿ جو ڪوئي نشان ڪونه هيو.(سنڌيڪار)

ڪليل ۽ غير محفوظ هيو پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان کي قريشين جي حملي کان بچائڻ لاءِ ان جي چوڌاري مشهور خندق بہ کوٽائي هئي. چيو وڃي ٿو تہ هڪڙي عمالقي (Amalekite) سردار انهي شهر جو بنياد وڌو هيو ۽ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ظهور تائين اهو شهر ان سردار جي نالي پنيان سڏبو هيو. پراڻي زماني ۾ يثرب ۽ ان جي پسگردائين ۾ صرف عمالقي رهائش پذير هيا. چيو وڃي ٿو تہ انهن تي يهودي نوآبادڪارن غلبو حاصل ڪيو ۽ تباه ڪيو جيڪي هڪ ٻئي پٺيان بابل، يونانين ۽ رومين جي ظلم ۽ انتقام کان بچڻ جي پناه وٺڻ لاءِ عربستان ۾ داخل ٿيا ۽ حجاز جي اترين علائقن ۾ آباد ٿي ويا هيا. انهن نون آبادين مان نهايت مکيہ آباديون خيبر ۾ بني نضير، فدڪ ۾ بنوقريظہ ۽ خود مديني جي ويجهو بنوقينقاع، هيون. اهي قلعي بند حلقن ۾ رهندا هيا ۽ جيستائين يثرب ۾ بنواوس ۽ بنوخزرج جا بہ قحطاني قبيلا طاقت ۾ ڪونہ آيا. تيستائين اهي پرپاسي وارن عرب قبيلن تي غالب رهيا. اهي ٻئي قبيلا جيڪي پهريائين تہ يهودين وٽ هڪڙي فرمانبرداري واري نموني ۾ ڏن پريندڙ هيا. پر پوءِ طاقت وٺي يهودين کي پنهنجو ڏن پريندڙ ۽ راڄ جا مالهو بنائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. بهرحال جلدئي انهن پاڻ منجهہ جهيڙا تڪرار ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيا ۽ اهو گهڻو ڪري اهو ئي زمانو هيو جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مڪي ۾ پنهنجي نبوت جو اعلان ڪيو جو اهي قتلام وارين لڙاين جي ڪيترن سالن کان پوءِ پاڻ ۾ صلح صفائي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا هيا.

جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم يثرب جي رهاڪن ۾ تشريف کڻي آيا تہ يثرب جي سياسي حالت اهڙي هئي. سندن تشريف آوري سان ان شهر مٿان هڪڙي نئين دور جو سج ايريو.

بنواوس ۽ بنوخزرج جا ٻئي قبيلا، پنهنجي هوڏ ۽ هٺ وارن خوني جهڳڙن کي وساريندي ديني ڀائيچاري ۾ اسلام جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿي ويا ۽ مسلمان امت جو مرڪزي حصو ٿي ويا. پراڻا امتياز ميسارجي ويا ۽ جن نازڪ وقت ۾ اسلام جي مدد ڪئي هئي انهن سڀني لاءِ "انصار" جو عزت ڀريو لقب عام ٿي ويو. جنهن مؤمن جماعت پاڻ کي پنهنجي پياري جنم ڀومي ۽ مائٽي جي هر رشتي کان الڳ ڪيو هيو انهن کي "مهاجر" جو نالو مليو.

مهاجرن ۽ انصارن کي قريبي ٻنڌڻ ۾ هڪ ڪرڻ جي ارادي سان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وسلم انهن جي وچ ۾ ڀائيچاري کي قائم ڪيو جنهن انهن کي ڏک ۽ سک ۾ هڪٻئي سان لاڳاپي ۾ گڏائي ڇڏيو.

يثرب جو قديم نالو تبديل ٿي ويو ۽ ان وقت کان پوءِ مدينة النبي يعني نبي جو شهر يا مختصر طور مدينو سڏجڻ لڳو.

جلدئي هڪڙي مسجد شريف جي اڏاوت ڪئي وئي جنهن جي تعميري ڪم ۾ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وسلم پنهنجن اصحابين سان گڏجي هٿ ونڊايو ۽ ٻناڌير جي مهاجرن جي رهائش لاءِ گهر بہ ٺاهيا ويا. جن ٻن ڀائرن جي اها زمين هئي جنهن تي مسجد شريف جي تعمير جي تجويز پيش ڪئي وئي هئي، انهن ڀائرن اها زمين مفت ۾ ڏيڻ جي آڇ ڪئي هئي، پر جيئن تہ اهي يتيم هيا تنهن ڪري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي ان جي قيمت ادا ڪئي.

عمارت ڏيک ويک ۽ تعمير ۾ سادي هئي، پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خودنمائي کان خالي جنهن مذهب جي تعليم تي ڏني ان جي مطابق سادگي جي تصوير هئي. ڀتيون ڪچن سرن ۽ گاري سان ٺاهيل هيون ۽ کجي جي ڦرهن واري ڇت هئي. مسجد شريف جو هڪڙو ٽڪرو انهن ماڻهن جي لاءِ خالي رکيو ويو هيو جن کي رهڻ لاءِ پنهنجو گهربار ڪونہ هيو.

عبادت جي هن عظمت واري جاءِ ۾ هرڪم نهايت وڏي سادگي سان ڪيو ويندو هيو. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اگهاڙي فرش تي ويهي نماز ادا ڪندا هيا ۽ کجي جي هڪڙي ٿڙ کي ٽيڪ ڏئي واعظ ڪندا ۽ خطبو ڏيندا هيا. ۽ سندن چوڌاري گڏ ٿيل مٿن قربان ويندڙن جون دليون روح کي جوش ڏياريندڙ سندن لفظن سان هڪ سُر ۾ ڌڙڪنديون هيون.

پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمائيندا هيا "هر اهو ماڻهو جيڪو الله تعاليٰ جي مخلوق ۽ پنهنجي ٻارن سان پيار سان پيش نہ ٿو اچي تہ الله تعاليٰ بہ ان تي رحم جي نظر ڪونہ ڪندو. جيڪو مسلمان اگهاڙي ماڻهوءَ جو انگ ڍڪيندو تہ الله تعاليٰ ان کي بهشت جا ساوا وڳا پارائيندو."[1]

---

[1] روايت از حضرت ابوهريره رضي الله تعاليٰ عنہ ـ مشڪات شرْيف.

اٿين پنهنجن خطبن مان هڪڙي ۾ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خير خيرات جي موضوع تي هيئن فرمايو: "الله تعاليٰ جڏهن ڌرتي پيدا ڪئي تہ اها لڏڻ ۽ ڪنبڻ لڳي، الله تعاليٰ ان کي جمائي بيهارڻ لاءِ ان تي جبل رکيا. ملائڪن عرض ڪيو 'اي مالڪ، ڇا تنهنجي مخلوق ۾ جبلن کان بہ ڪا وڌيڪ مضبوط شئي آهي؟' الله تعاليٰ فرمايو 'لوهہ جبلن کان بہ وڌيڪ مضبوط آهي جيڪو انهن کي پڃي پورا پورا ڪري ڇڏي ٿو.' 'ڇا تنهنجي مخلوق ۾ لوهہ کان وڌيڪ مضبوط ڪا شئي آهي؟' 'هائو باهہ لوهہ کان وڌيڪ مضبوط آهي جيڪا ان کي ڳاري ڇڏي ٿي.' 'ڇا تنهنجي مخلوق ۾ باهہ کان وڌيڪ مضبوط ڪا شئي آهي؟' 'هائو پاڻي، ڇوتہ اهو باهہ کي وسائي ڇڏي ٿو.' 'اي مالڪ! ڇا تنهنجي مخلوق ۾ پاڻي کان بہ ڪا وڌيڪ طاقتور شئي آهي؟' 'هائو هوا، ڇوتہ اها پاڻي تي قابض ٿي وڃي ٿي ۽ ان کي حرڪت ۾ آڻي ٿي.' 'اي اسان جا پالڻهار ڇا تنهنجي مخلوق ۾ هوا کان وڌيڪ ڪا مضبوط شئي آهي؟' 'هائو خيرات ڏيندڙ نيڪ دل ماڻهو. جيڪڏهن اهو پنهنجي ساڄي هٿ سان خيرات ڏئي ۽ ان جي کاٻي هٿ کي خبر نہ پوي تہ اهو سيني شين تي قابو پائي سگهي ٿو.'"

سندن طرفان خيرات جي بيان ڪيل وصف هر قسم جي احسان ۽ خلوص تي حاوي آهي. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمائيندا هيا "هر سٺو عمل خيرات آهي. پنهنجي ڀاءُ سان کلي ڳالهائڻ بہ خيرات آهي. توهان سان گڏ گذاريندڙن کي چڱن عملن ڪرڻ جي نصيحت ڪرڻ بہ خيرات ڏيڻ جي برابر آهي. ڀٽڪيل ۽ مسافر کي سڌو رستو ڏيکارڻ خيرات آهي. نابين جي مدد ڪرڻ خيرات آهي، رستي مان پيل پٿر، ڪنڊا ۽ ٻيون رنڊڪ پيدا ڪرڻ واريون شيون هٽائڻ بہ خيرات آهي، اڃايل ماڻهو کي پاڻي پيارڻ بہ خيرات آهي."[1] ڪوبہ ماڻهو هن دنيا ۾ پنهنجن ساٿين سان جيڪا چڱائي ڪري ٿو اها ئي ان لاءِ آخرت جو سرمايو آهي. جڏهن ڪوئي فوت ٿيندو تہ ماڻهو پڇندا ان پنهنجي پٺيان ڪهڙي ملڪيت ڇڏي آهي؟ پر قبر ۾ جيڪي ملائڪ

---

[1] روايت از حضرت ابوسعيد خدري رضي الله تعاليٰ عنہ.

ان ڪان پڇاڻو ڪندا آهن.[1] اهي پڇندا تہ تو پاڻ ڪان اڳ ڪهڙا سٺا عمل موڪليا آهن؟“

اصحابن مان هڪڙي عرض ڪيو ”يا رسول الله! منهنجي ماءُ ام سعد فوت ٿي وئي آهي; ان جي روح کي راحت پهچائڻ لاءِ ڪهڙي سٺي خيرات آهي تہ مان اها ڏيان؟“ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خودبخود ريگستان جي ساڙيندڙ گرمي جي باري ۾ سوچيندي فرمايو ”پاڻي! ان کي ثواب پهچائڻ لاءِ هڪڙو کوھ کوٽاءِ ۽ اڃايلن کي پاڻي پيار.“ اصحابي سڳوري پنهنجي ماءُ جي نالي تي کوھ کوٽايو ۽ چيو ”اهو منهنجي ماءُ جي پاران آهي تہ جيئن انهيءَ جو ثواب منهنجي ماءُ جي روح کي پهچي.“

اِرونگ (Irving) لکي ٿو ”زبان جي خيرات جيڪا اهم ترين خيرات آهي پر ان جي مشق سڀ کان گهٽ ڪئي ويچي ٿي، ان لاءِ بہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وسلم گهڻو تاڪيد ڪيو هيو. ابوجاريہ نالي بصري جو هڪڙو رهاڪو مديني ۾ آيو ۽ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پيغمبري ڪچهري کان متاثر ٿي ايمان آندائين ۽ کين عرض ڪيائين تہ عملي ڪردار جو ڪو سٺو اصول هدايت ڪن. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم فرمايو ”ڪڏهن بہ ڪنهن جي گلا نہ ڪر.“ ابوجاريہ رضي الله تعاليٰ عنہ چوي ٿو ”ان گهڙيءَ کان پوءِ مون ڪڏهن بہ ڪنهن سان خراب ڪونہ ڳالهايو. آيا اهو آزاد هيو يا غلام.“

اسلام جون تعليمات زندگي جي هر ڪاروهنوار ۾ پکڙجي ويون. ڪنهن گهر ۾ داخل ٿيڻ وقت ۽ واپس ٿيڻ مهل موجود ماڻهن تي سلام ڪيو.[2] دوستن، جاڻ سڃاڻ وارن ۽ رستي ويندڙ واٽهڙن جي سلام

---

[1] ڏسو هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي جو باب ڏهون.

[2] سورت نور آيت 27، 28، 61 ۽ 62.

جو جواب ڏيو. سواري تي ويندڙ ماڻهوءَ تي لازم آهي تہ پيادي ماڻهو تي سلام جي اڳرائي ڪري. ۽ پيادل ماڻهوءَ جو حق آهي تہ ويٺل تي سلام ڪري. ننڍڙي جماعت وڏي جماعت کي سلام ڪري ۽ نوجوان ڪراڙي ماڻهوءَ کي سلام ڪري."[1]

[1] روايت از ابوهريره- مشڪات شريف ۽ بخاري شريف. انهن حوالن کان علاوه ڪتاب المستطرف بہ ڏسو. ڪتاب المستطرف ۾ ترمذي، مسلم ۽ بخاري مان پورا پورا حوالا ڏنا ويا آهن. مجالس الاحرار ۾ مجلس نمبر 84 جو پڻ مطالعو ڪيو.

## باب چوٿون

# قريشين ۽ يهودين جي دشمني

(پهرين سن هجري مطابق 10 اپريل 622ع کان 7 مئي 623ع.)

بلغ الله صلاتي و سلامي ابدا
لنبي عربي مدني حرمي.
شمس فضل و ضياء وسناء اسنيٰ
نور بدر و بهاء وسماء الڪرم
اڪرم الخلق وجودا وسجودا وهجودا
احسن الناس سخاء العطاء النعم

ان زماني ۾ مديني ۾ ٽي مختلف جماعتون رهنديون هيون. مهاجر ۽ انصار اسلام جي مغز وانگر هيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ انهن جي دل ۾ قرباني جو سچو جذبو ۽ گهٽي عقيدت هئي. مهاجرن مڙني عرب روايتن جي برخلاف دين اسلام جي خاطر نہ صرف پنهنجن گهرن کي تياڳڻ ۽ جلاوطني اختيار ڪئي هئائون پر دوستن ۽ مٽن مائٽن سان بہ لاتعلقي ڪئي هئائون. پنهنجي حقيقي مالڪ جي رضا لاءِ گهڻيون تڪليفون سٺيون هئائون ۽ سمورين آزمائشن سان منهن ڏنو هئائون. انهن مان ڪيترائي هن اجهي ڏيڻ واري شهر ۾ هٿين خالي آيا هيا. مديني جي مسلمانن انهن جو کليل دل سان آڌرڀاءُ ڪيو هيو ۽ نون آيل مسڪينن منجهان ڪيترن کي پنهنجي دنياوي مال ملڪيت مان حصو ورهائي ڏنو هو. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم مهاجرن ۽ انصارن ۾ وڏي ڏاهپ سان جيڪو ديني ڀائيچاري وارو رشتو قائم ڪيو هيو ان هڪ طرف ساڙ وارين رقابتن کي روڪيو ٿي تہ ٻئي پاسي مهاجرن ۽ انصارن، ٻنهي ۾ الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رضا لاءِ سخاوت ڪرڻ ۽ وڏي کان وڏي قرباني ڏيڻ واري جذبي کي هٿي وٺرائي ٿي. جنهن جوش ۽ جذبي سان انهن مردن ۽ عورتن پاڻ کي اسلام ۽ نئين سجاڳي لاءِ قرباني ڏيڻ لاءِ پيش ٿي

ڪيو جنهن عقيدت سان انهن پنهنجون جانيون قربان ٿي ڪيون. اهو اهڙي سچي جذبي جو مثال هيو جيڪو عيسائي مذهبي ترقي جي نهايت سٺن ڏينهن کان پوءِ ڏسڻ ۾ ڪونہ آيو هيو. البت هڪڙو ٻيو ٽولو جيڪو گهڻو اهم ڪونہ هيو شروع کان ئي اهڙن ماڻهن تي مشتمل هيو جيڪي ظاهري طور اسلام قبول ڪري مسلمانن ۾ شامل ٿي ويا هيا. پر انهن دل ۾ لڪل بدنيتي ڪري بت پرستي ڏانهن لاڙو ٿي رکيو. انهن جو اڳواڻ شهر ۾ سردار جي حيثيت رکندڙ ۽ مديني تي پنهنجي بادشاهي قائم ڪرڻ جي خواهش رکندڙ عبدالله بن ابي هيو. انهي مقصد سان ان پنهنجي چوڌاري، جيئن مڪي ۾ ابوسفيان ڪيو هيو، اتحادين جي هڪڙي مضبوط جماعت گڏ ڪئي هئي. حڪومت جون واڳون سنڀالڻ لاءِ هر شئي تيار ۽ ان جي حق ۾ هئي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مديني ۾ آمد ان جي منصوبن کي مٽي ۾ ملائي ڇڏيو. ماڻهن ۾ اسلام جي لاءِ موجود جوش ان کي ۽ ان جي ساٿين کي مجبور ڪيو تہ اهي اسلام کي مٿاڇري دل سان قبول ڪن؛ پر جيئن تہ اهي اسلام جي مخالفت لاءِ موقعي هٿ اچڻ جي تلاش ۾ هوندا هيا، ان ڪري اهي نئين جماعت لاءِ وڏي خطري جو سبب هيا ۽ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي انهن جي مٿان ڪڙي نظر رکڻي پوندي هئي. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سدائين انهن سان نهايت وڏي صبر ۽ برداشت جو مظاهرو ڪندا هيا، ڇوتہ کين پڪي اميد هئي تہ آخرڪار انهن کي سچو مسلمان بنائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا. اڳتي هلي نتيجي ۾ اها اميد مڪمل طور سچي ثابت ٿي. عبدالله بن ابي جي مرڻ سان ان جي جماعت، جيڪا منافقن جي جماعت جي نالي سان بدنام ٿيل آهي،[1] وقتي طور منظر تان غائب ٿي وئي.

---

[1] سورت الشوريٰ؛ ابن هشام. اسلام جي شهري جماعت مان منافق ڪڏهن بہ مڪمل طور گم ڪونہ ٿيا آهن. وقت بہ وقت انهن اسلامي ملت ۾ خطرناڪ اٿرن جو عملي مظاهرو ڪيو آهي. بعد ۾ آيل دورن ۾ انهن قدامت پرستي (راسخ العقيده) جي وڏي حمايتي هجڻ جو ڍونگ ڪيو آهي، جيئن آفريڪا جي خارجين جو مثال ونجي.

پر يهودي، جن لاءِ چئي ٿو سگهجي تہ اهي ٽين ڌر هيا، خطري جو نهايت گنڀير عنصر هيا. انهن جا قريشين سان قريبي واپاري لاڳاپا هيا ۽ انهن جون شاخون اهڙن مختلف علائقن ۾ پکڙيل هيون جيڪي اسلام جا مخالف هيا. پهريائين اهي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تبليغ کي ڪنهن حد تائين سٺين نظرن سان ڏسندا هيا. پاڻ ڪريمن کي انهن پنهنجو واعدو ڏنل مسيح (مسيحا موعود) تہ ڪونہ سمجهيو پر دل ۾ اها اميد ٿي ڪيائون تہ ٿي سگهي ٿو تہ اهو هڪڙو معمولي خواب ڏسندڙ هڪڙو غريب پرچارڪ، انهن جي پراڻن دشمنن ۽ هاڻي انهن جا ساٿاري، اوس ۽ خزرج، جي مهمانوازي تي پاڙيندڙ انهن جو بدلو وٺي ۽ عربن تي غلبو حاصل ڪرڻ ۾ يهودا جي نئين بادشاهي قائم ڪرڻ ۾ انهن جي مدد ڪري، انهي مقصد جي تمنا سان اهي مٿاڇري دل سان مديني وارن سان گڏجي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو آڌرڀاءُ ڪرڻ لاءِ آيا هيا. ڪجهہ وقت لاءِ انهن پرامن رويي جو مظاهرو ڪيو. پر اهو فقط وقتي هيو، چوتہ رڳو هڪڙي مهيني گذرڻ کان اڳ ئي بغاوت جو پراڻو جذبو جيڪو انهن کي پنهنجن پيغمبرن کي اذيتون ڏئي مارڻ لاءِ اپاريندو رهيو هيو، ڪجهي نڪتي ۽ ڪليل سرڪشي ۾ ظاهر ٿيڻ لڳو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مديني پهچڻ کان پوءِ سندن طرفان کنيل اهم قدمن مان پهريون قدم مخالف قبيلن ۽ جهيڙيڪار عنصرن کي، جن سان شهر ۽ ان جون پسگردايون پريل هيون، هڪڙي منظم جماعت جي صورت ۾ متحد ڪرڻ هيو. انهيءَ مقصد پڄاڻان پاڻ ڪريمن ماڻهن اڳيان هڪڙو معاهدو پيش ڪيو جنهن ۾ مسلمانن جا پاڻ ۾ حق ۽ فرض، ۽ مسلمانن ۽ يهودين جا هڪٻئي سان حق ۽ ذميواريون کولي بيان ڪيا ويا هيا. يهودين انهي تحريڪ جي اٽل اخلاقي سگهہ کان متاثر ٿي ناهہ کي خوشي سان قبول ڪيوهو. اها لکت جيڪا ابن هشام جي ورقن ۾ چڱي نموني سان محفوظ ٿيل آهي، اها پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حقيقي عظمت کي ظاهر ٿي ڪري، جيڪو نہ صرف پنهنجي زماني جو پر جيئن ميور (Muir) سندن لاءِ چوي ٿو سڀني زمانن لاءِ هڪڙو وڏي صلاحيت وارو انسان هيو. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ

وآلہ وسلم پريشان خواب لهندڙن وانگر ڪونہ هيو جيڪو معاشري جي موجود ڍانچن جو ستيا ناس ڪرڻ لاءِ ضديرو هجي. پر بي مثال طاقت وارو هڪڙو مدبر هيو جنهن نااميدي ۽ مڪمل عدم سالميت جي زماني ۾ اهڙن موادن سان ۽ اهڙي انتظامي طريقي سان جيڪو الله تعاليٰ جي مدد سان کين حاصل هيو پاڻ کي عالمي پائيچاري جي بنياد تي ٻڌل هڪڙي معاشري، جماعت ۽ رياست کي قائم ڪرڻ جي مهم تي مشغول ڪري ڇڏيو. ضمير جي آزادي وارو اهو منشور هيئن شروع ٿئي ٿو "بسم الله الرحمٰن الرحيم. هي اهو معاهدو آهي جيڪو محمّد نبي (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي معرفت مؤمن، آيا قريشي هجن يا يثرب جا اصل رهاڪو ۽ انهن سيني غيرمسلمن جيڪي ڪنهن بہ قوم يا قبيلي سان تعلق رکندڙ هجن ۽ انهن مسلمانن سان گڏيل مفاد وابستہ ڪيا آهن، جي وچم عمل ۾ آڻجي ٿو. انهن سيني کي گڏي هڪڙي قوم سمجهيو ويندو." پوءِ مختلف قبيلن طرفان قصاص جي ادائگي کي قانوني ضابطي ۾ آڻيندي، ۽ مسلمانن جون پنهنجو پاڻ ۾ خانگي ذميوارين بابت عقلمندي وارن قاعدن کي مقرر ڪندي لکت هن نموني واري هئي: "مسلمان جنگ ۽ امن واري حالت ۾ گڏ هوندا، انهن مان ڪنهن کي بہ اهو حق ڪونہ هوندو تہ اهو پنهنجي مسلمان ڀاءُ جي خلاف ان جي دشمن سان لڙائي جو معاهدو ڪري يا ان کي پناهہ ڏئي. جيڪي يهودي پاڻ کي اسان جي جماعت سان ٻڌي ۾ شامل ڪن ٿا انهن جو هرطرح جي آزار ۽ توهين کان بچاءُ ڪيو ويندو، انهن کي اسان جي مدد لاءِ اسان جي ماڻهن سان برابري وارا حق حاصل هوندا، بنوعوف، بنونجار بنوحارث، بنوجشم، بنوثعلبہ، بنواوس ۽ ٻين مختلف قبيلن جا يهودي ۽ ٻيا سيئي جيڪي مديني ۾ رهندڙ آهن مسلمانن سان ملي هڪڙي گڏيل قوم شمار ٿيندا، مسلمانن وانگر اهي پنهنجي مذهب تي آزادي سان عمل پيرا رهندا، يهودين جا ساٿاري ۽ انهن جي سنڀال هيٺ رهندڙ بہ اهڙي تحفظ ۽ آزادي جا حقدار هوندا، ڏوهي جي خلاف ڪاروائي ڪئي ويندي ۽ ان کي سزا ڏني ويندي، يهودي سيني دشمنن خلاف يثرب (مديني) جي حفاظت ڪرڻ ۾ مسلمانن جو ساٿ ڏيندا. جيڪي بہ انهي پڌرنامي کي قبول ڪندا. مديني جو شهر انهن سيني لاءِ مقدس حيثيت

رڪندڙ هوندو. مسلمانن ۽ يهودين جا ساٿاري ۽ انهن جي سنڀال هيٺ رهندڙ به اصل رهاڪن وانگر عزت جا حقدار هوندا. سيئي سچا مسلمان هر انهي ماڻهوءَ کان، جيڪو ڪنهن گڙٻڙ ۾ ملوث هوندو ته ان سان نفرت ڪندا. ڪير به ڏوهي جو پاسو ڪونه ڪندو توڙي اهو سندس ويجهو مائٽ ڇونه هجي.“ پوءِ ملڪ جي اندروني نظام جي باري ۾ ڪجھ ٻيون شقون شامل ڪرڻ کان پوءِ اهو غير معمولي دستاويز هن ريت پڇاڙي تي ٿي پهتو: ”جيڪي ماڻهو هن معاهدي کي قبول ڪن ٿا. مستقبل ۾ انهن جي وچ ۾ اٿندڙ سيني تڪراري معاملن کي الله تعاليٰ جي نالي ۾ رسول الله (صلي الله تعاليٰ عليه و آله وسلم) جي آڏو پيش ڪيو ويندو.“[1]

ائين عربن جي انهي غير قانوني رسم کي دفن ڪيو ويو جنهن هيستائين متاثر ٿيل ۽ زخمي ماڻهوءَ کي پلاند وٺڻ يا انصاف جي ضرورتن کي مطمئن ڪرڻ لاءِ پنهنجي گهراڻي وارن جي طاقت مٿان ڀاڙڻ لاءِ مجبور ٿي ڪيو. ان دستاويز ڪري حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پنهنجين پيغمبري ذميوارين سان گڏ. پنهنجي ۽ ماڻهن جي وچ ۾ معاهدي جي بنا تي قوم جا حاڪم اعليٰ مقرر ٿي ويا.

<u>سن ٻه هجري مطابق 7 مئي 623ع کان 26 اپريل 624ع</u>

شروع ۾ مديني جي پسگردائي ۾ رهندڙ بنونضير، بنوقريظه ۽ بنوقينقاع جا يهودي قبيلا انهي معاهدي ۾ شريڪ ڪونه هيا. پر ٿوري وقت کان پوءِ اهي پڻ ان ۾ شامل شرطن کي خوشي سان قبول ڪري معاهدي ۾ شامل ٿي ويا.

پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم طرفان ڪابه ڀلائي يا درياه دلي يهودين کي مطمئن ڪري ڪونه سگهي؛ اهي دشمني جي جنهن ڪٽر جوش سان ڀريل هيا. انهن کي ڪابه ڳالھ خوش رکي نه ٿي سگهي. اهي انهيءَ ڪري به ڪاوڙ ۾ ورتل هيا ته عربستان کي يهوديت ۾ بدلائڻ لاءِ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي پنهنجو آله ڪار بڻائي ڪونه سگهندا. ۽ ٻيو ته پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو دين انهن جي تورات وارن قصن کان گهڻو سادو هيو. انهن

---

[1] ابن هشام. اهو هڪڙي تاريخي دستاويز جو اقتباس آهي.

جلدئي مسلمانن سان واسطو ٽوڙي ڇڏيو ۽ اسلام جي دشمنن جي صفن ۾ شامل ٿي ويا. جڏهن انهن کان پڇيو ويندو هيو تہ اسلام ۽ بت پرستي مان اهي ڪنهن کي ترجيح ٿا ڏين تہ اهي اڪثر مناظرو ڪندڙ عيسائين وانگر جواب ڏيندا هيا تہ بت پرستي کي ان جي سمورين خرابين جي باوجود محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي دين تي ترجيح ڏين ٿا. پاڻ ڪريمن جي شان ۾ گهٽ وڌ ڳالهائيندا هيا، انهن پنهنجين زبانن کي ڏنگڙ ونگڙ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ قرآني آيتن، روزاني عبادتن جي ڪلمن، ۽ اسلامي ضابطن جي لفظن کي غلط اچاريندا هيا تہ جيئن انهن جي معنيٰ بگڙجي وڃي ۽ مطلب خراب ٿي وڃي. يهودي شاعر ۽ شاعرائون، جيڪي ان زماني ۾ تمام گهڻي تعداد ۾ هيا، عربي وقار ۽ احترام جي تسليم ٿيل اخلاقي اصول ۽ سموري گڏيل فضيلت کان منهن موڙي پنهنجن گندن شعرن ذريعي مسلمان عورتن جي توهين ڪندا هيا. پر اهي سڀ معمولي ڏوهہ هيا. مسلمانن جي عورتن جي تذليل ڪرڻ ۽ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ گهٽ وڌ ڳالهائڻ کان بہ مطمئن نہ ٿيندي انهن جنهن رياست جي بچاءَ جي اڳ ۾ حامي پري هئي، انِ جي دشمنن ڏانهن ايلچي موڪليائون. قريشي، جن حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي قتل ڪرڻ جو قسم کنيو هيو عبدالله بن ابي جي جماعت ۽ دغاباز يهودين جي مخبري ذريعي، مسلمانن جي سموري طاقت کان پوري طرح باخبر ٿي ويا هيا. انهن کي اها بہ خبر پئي تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان اتحاد کي يهودين عارضي مصلحت جي غرض سان قبوليو هيو ۽ انهن کي يقين هيو تہ اهي جنهن وقت مديني جي ويجهو پهچي ويندا تہ يهودا جا پوڄاري انهن کان ڌار ٿي ويندا ۽ اچي بت پرستن سان گڏجي ويندا.

ان وقت اسلام لاءِ وڏي آزمائش جي گهڙي اچي وئي. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي شهر جي بچاءَ جي بندوبست ڪرڻ ۽ مسلمانن کي منظم ڪرڻ کان مس فرصت ملي هئي تہ مٿان اها مصيبت اچي ڪڙڪي.[1] خود مديني اندر غداري ۽ بغاوت جو ڄار

---

[1] سورت توبہ آيت 13؛ زمخشري (ڪشاف)، حلبي جو انسان العيون، جلد ٻيو.

وچايو پيو هيو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اها ذميواري ٿي وئي تہ پاڻ مسلمانن کي انهي ڊيڄاريندڙ آفت کان بچائڻ لاءِ تڪڙا اپاءُ وٺن جيڪا اندران يا ٻاهران اوچتي حملي جي صورت ۾ مٿن اچي ٿي سگهي. پاڻ رڳو اسلام جا مبلغ ڪونہ هيا، پر پنهنجي امت جي جان و مال ۽ آزادي جا بہ محافظ هيا. پيغمبر جي حيثيت ۾ پاڻ پنهنجن دشمنن طرفان گهٽ وڌ ڳالهائڻ ۽ چٿرن کي تہ درگذر ڪرڻ برداشت ڪري ٿي سگهيا، پر مملڪت جي سربراه جي حيثيت ۾ ۽ گهٽو ڪري "هڪڙي مسلسل لڙائي واري زماني ۾ هڪڙي جرنيل" جي حيثيت ۾ جڏهن مدينو فوجي دفاع واري ۽ هڪڙي فوجي نظم و ضبط واري حالت ۾ گذاري رهيو هيو پاڻ غداري کان منهن موڙنتي ڪري سگهيا. پنهنجي رعيت ڏانهن پنهنجي ذميواري ڪري ٻڌل هيا تہ پاڻ اهڙي ٽولي کي دٻائي ڇڏين، جيڪو محاصرو ڪندڙ فوجن کي شهر جي ڦرلٽ ڪرڻ جي دعوت ڏئي ٿي سگهيو. ان ٽولي اهڙي ڪوشش ڪئي بہ هئي. رياست جي سلامتي غدارن کي ڪن مهٽ ڪرڻ جي گهرجائو هئي، جيڪي يا تہ مديني ۾ بغاوت جو ٻج ڇٽي رهيا هيا يا اهم دشمن کي معلومات پهچائي رهيا هيا. اڌ ڊزن کن ماڻهن کي پڪڙيو ويو ڏوهي قرار ڏنا ويا ۽ انهن کي سزا ڏني وئي. بهرحال اسان انهن سزائن جو حوالو ڏيڻ لاءِ واقعن جي سلسلي جي پيش بندي ڪري رهيا آهيون.

الله تعاليٰ طرفان جڏهن حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي سندن دشمن خلاف لڙائي ڪرڻ جي اجازت ملي تہ قريشي لشڪر اڳئي ميدان ۾ پهچي چڪو هيو.

پاڻ جن پنهنجي زندگي مبارڪ ۾ ڪڏهن بہ هٿيار جو استعمال ڪونہ ڪيو هيو انسان کي اهنجن ۾ ڏسندي جنهن کي سخت تڪليف ٿيندي هئي، ۽ دل ڏک سان ڀرجي ويندي هئي، ۽ جيڪو عربي شجاعت جي مڃيل اُصولن جي خلاف پنهنجن ٻارن جي ۽ پنهنجي ساٿين جي وفات تي بي اختيار روئي پوندو هيو ۽ جنهن جي طبيعت سدائين اهڙي تہ حساس ۽ درد ڀري رهي جو دشمن کي ڪين رن زال[1] سڏي طعنا هڻڻ جو بهانو ملي ويو هيو ـ اهو شخص هاڻي حالتن جي نزاڪت

[1] ڊسو ڊوزي (Dozy) جو ڪتاب "اسپيني مسلمانن جي تاريخ" (Histoire des Musulmans d' Espagne)، جلد پهريون، صفحو 32.

آڏو ۽ پنهنجي ذاتي سياءَ جي خلاف دشمن جي حملي کي هٿيارن جي زور تي پوئتي ڌڪڻ ۽ پنهنجن ساٿين کي پنهنجي بچاءَ ڪرڻ لاءِ منظم ڪرڻ لاءِ ۽ اڪثر اوچتي مارا ماري ۽ دوکيبازي کي اڳوات معلوم ڪرڻ لاءِ مهماتي جٿن کي ٻاهر موڪلڻ لاءِ مجبور ٿي ويو هيو. تنهن وقت تائين عربن جون لڙايون گهڻو ڪري رات پيٽ ۾ يا صبح سويرٽيندڙ قتل گيري ۽ اوچتي ڦرلٽ تي ٻڌل هونديون هيون. آمهون سامهون لڙايون ۽ عام ڇتي ويڙهه تڏهن ٿينديون هيون جڏهن حملو ٽيل ڌر وارن کي حملو ڪندڙ ڌر جي منصوبن جي خبر پئجي ويندي هئي. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم کي پنهنجي قوم جي عادت بابت چڱي ڄاڻ هجڻ ڪري انهن اوچتين مارا مارين جي خلاف جاسوسي ٽولن کي ٻاهر موڪلڻ سان لاڳيتو حفاظت ڪرڻي هئي.

مڪي وارن ۽ انهن جي اتحادين مديني جي بلڪل ويجهڙائي واري پسگردائي ۾ مسلمانن جي کجي جي وڻن کي ڪپڻ ۽ انهن جي جانورن کي ڦري ڪاهي وڃڻ سان حملا ڪرڻ شروع ڪيا. مسلمانن کي تباهه ڪرڻ ۽ پنهنجي هڪڙي جنگي سامان کڻي ايندڙ قافلي جي حفاظت ڪرڻ جي نيت سان هڪ هزار هٿيار بند ماڻهن تي مشتمل هڪڙي لشڪر ابوجهل جي اڳواڻي ۾ مديني تي چڙهائي ڪئي. انهن جي چرپر بابت وقتائتي خبر ملڻ ڪري مسلمانن جي ٽن سون ماڻهن جي هڪڙي جماعت ڪافرن کي روڪڻ لاءَ هڪدم بدر واري ماٿري (وادي) ڏانهن، جنهن طرف ابوجهل وڌي رهيو هيو، دشمن جي حملي کي روڪڻ لاءِ رواني ٿي وئي. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جڏهن ڪافرن جي لشڪر کي وادي ڏانهن آڪڙ سان وڌندي ڏٺو تہ اسرائيل جي پيغبر وانگي آسمان ڏانهن هٿ کڻي مسلمانن جي هن ننڍڙي جماعت جي بچڻ جي دعا گهريائون "اي مالڪ، پنهنجي مدد ڪرڻ وارو واعدو نہ وسار. اي مالڪ، جيڪڏهن اها ننڍڙي جماعت ختم ٿي وئي تہ تنهنجي عبادت ڪرڻ وارو ڪير بہ ڪونہ هوندو."[1]

---

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو.

قريشين مان ٽي ڄڻا انهي کليل ميدان ۾ آيا. جيڪو مسلمانن ۽ بت پرستن جي وچ ۾ هيو. انهن عربن جي دستور مطابق مسلمانن جي قطارن مان ٽن پهلوانن کي للڪارڪئي تہ نڪري اچي هڪ هڪ سان آمهون سامهون مقابلو ڪن. حضرت حمزه رضي الله تعاليٰ عنہ، حضرت عبيده رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت علي عليہ السلام للڪار کي قبول ڪيو ۽ سوپارا ٿي آيا. ان کان پوءِ عام لڙائي شروع ٿي وئي. هڪڙي مهل ميدان جون ڪاميابيون ڏاوان ڏول ٿي ويون پر حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان پنهنجن اصحابن کي همٿائڻ وارين هڪلن لڙائي جي قسمت جو فيصلو مسلمانن جي حق ۾ ڪري ڇڏيو. "اهو سخت سردي وارو ڏينهن هيو. وادي ۾ چوڌاري سخت ٿڌي هوا جي جهڪ لڳي رهي هئي." ائين ٿي لڳو تہ آسمان مان ملائڪ هيٺ اچي مسلمانن طرفان وڙهي رهيا آهن. دراصل حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ سندن اصحابن جي پڪي عقيدي مطابق اوائلي عيسائين وانگر انهن، "نطرت جي سيني نعمتن ۾، زندگي جي هر لاڳاپي ۾، پنهنجن انفرادي يا عمومي معاملن ۾، هر موڙ تي الله تعاليٰ جي قدرت کي ڏٺو. انهن جي نظر ۾ ڏوڙ (واري) ۽ هوا نازڪ موقعي تي آسمان منجهان نازل ٿيل سچي پچي امداد ثابت ٿي، ڇو تہ هوا جي پرن تي سوار ٿيل ملائڪ انهن جي آڏو بي دين بت پرستن کي گهبراهٽ ۾ ڊوڙائي رهيا هيا.[1] مڪي وارا وڏو نقصان کائي پوئتي پڇي ويا، انهن جا ڪيترائي سردار قتل ٿي ويا، ابوجهل پنهنجي بي مهار تڪبر جو شڪار ٿي ڪِريو.[2]

---

[1] سورت انفال آيت 9، آلِ عمران آيت 11 ۽ 121 کان 128. ميور (Muir) جو جلد ٽيون ۾ صفحو 106 پڙهُ ڏسو.

[2] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو. سر وليم ميور لکي ٿو تہ جڏهن حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ ابوجهل جو سر پيش ڪيائون تہ پاڻ فرمايائون "عربستان جي زور ڀلي اٺ جي مقابلي ۾ اهو منهنجي لاءِ وڌيڪ قابل قبول آهي." اهي لفظ مشڪوڪ آهن ڇو تہ اهي ابن هشام، ابن اثير، ابوالفدا يا طبري مان ڪنهن جي بہ ڪتاب ۾ موجود ڪونہ آهن.

دشمنن جو وڏو تعداد مسلمانن هٿان قيد ٿيو پر انهن مان صرف ٻن کي سزا ملي. اهي مسلمانن ڏانهن پنهنجي زهريلي دشمني ڪري مشهور هيا. ۽ عربن منجهه لڙائي جي مروجه قانونن مطابق هاڻي اهي پنهنجي رويي جي سزا حاصل ڪري رهيا هيا.[1]

باقي ٻين قيدين سان عربن جي روايتن ۽ دستورن جي خلاف نهايت وڏي انسانيت وارو ورتاءُ ڪيو ويو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تاڪيد ڪري هدايت ڪئي تہ پنهنجن قيدين جي عزت ڪريو ۽ انهن سان رحم وارو سلوڪ ڪريو. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي جن مسلمانن جي سنڀال هيٺ ڏنو انهن مسلمانن سندن هدايتن کي خوش اسلوبي سان مڃيو. انهن پنهنجو کاڌو قيدين سان ورهايو ٿي. انهن ٻوڙماني يعني خوراڪ جي سٺي نموني وارو کاڌو انهن قيدين کي ڏنو ٿي ۽ پاڻ صرف کَٽَل تي گذارو ڪيائون ٿي.[2]

بهرحال، مالِ غنيمت جي ورهاست مسلمان سپاهين منجهه تيز تڪرار کي اڀاريو. حضرت محمَّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم موقعي تي سيني منجهه هڪجيتري ورهاست ڪري انهن جي تڪرارن کي ماٺ ڪرائي ڇڏيو.[3] پر جيئن تہ عربن جهڙي هڪڙي ٻي لغام قوم منجهه

---

[1] جن ماڻهن جي باري ۾ سورت انفال جي آيت 32 ۾ ذڪر ٿيل آهي. نضر بن حارث. انهن ماڻهن مان هڪ هيو.

[2] ابن هشام، ڪوسين ڊي پرسيول (Caussin de Perceval) جلد ٽيون، صفحو 79. ميور (Muir) جلد ٽئين صفحي 122 تي هيئن لکي ٿو "حضرت محمَّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هدايتن جي مڃتا ۾ مديني جا انصاري ۽ اهي مهاجر جن وٽ پنهنجا گهر هيا. قيدين کي پاڻ سان وٺي ويا ۽ انهن جي تمام گهڻي سٺي خاطر مدارت ڪيائون. انهن قيدين مان هڪڙي ٻوءِ ڪنهن وقت چيو "مديني وارن تي الله پاڪ جي رحمت هجي. انهن اسان کي سواري تي ويهاريو جڏهن تہ پاڻ پيرين پنڌ هلڻ لڳا. اهي اسان کي کڻڪ جي ماني کارائيندا هيا جڏهن تہ اها اٽليي هئي، ۽ پاڻ کارڪن(کٽل) تي گذارو ڪندا هيا.

[3] سيل(Sale) لکي ٿو "اها ڳالهہ ڌيان ڇڪائيندڙ آهي تہ حضرت محمَّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن ۾ بدر جي مال غنيمت تي جيڪو تڪرار ٿيو اهو هڪڙي اهڙي واقعي وانگر آهي جيڪو حضرت دائود عليہ السلام جي سپاهين جي وچ ۾ عمالقين جي مال غنيمت تي ٿيو هيو. جيڪي ماڻهو عملي جنگ ۾ شريڪ ٿيا هيا انهن جو زور هيو تہ انهن ماڻهن جن صرف سامان جي سنڀال ڪئي (ڏسو بقايا)

اهڙن تڪرارن ڪري شرارت جو انديشو هيو. تنهن ڪري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لڙائي ۾ حاصل ٿيندڙ مال غنيمت مٿان مستقبل ۾ ٿيڻ وارن سيني جهڳڙن کي روڪڻ جي خيال سان هڪڙو خصوصي حڪم جاري ڪيو. جيڪو قرآن شريف جي انفال سورت ۾ شامل ٿيل آهي. انهي قانون مطابق مال غنيمت جي ورهاست جماعت جي سردار جي صوابديد تي ڇڏي وئي. غريبن ۽ محتاجن جي مدد ڪرڻ خاطر پنجون حصو بيت المال لاءِ مخصوص ڪيو ويو.[1]

غير معمولي حالتون جيڪي بدر جي فتح جو سبب بڻيون ۽ ان مان نڪتل نتيجي مسلمانن جي ذهن تي گهرو اثر ڇڏيو. انهن پڪي يقين سان مڃيو ٿي تہ ڪافر دشمن جي خلاف انهن جي پاران ملائڪن لڙائي ڪئي هئي.

الله تعاليٰ جي طرفان لڙائي وڙهندڙ ملائڪن جي تصور ۾ شامل شاعراڻي عنصر کي قرآن شريف ۾ ڪجهہ مختصر طور ڏنل اشارن ۾ قلم بند ڪيو ويو آهي جيڪي خوبصورتي ۽ عظمت ۾ زبور جي بليغ ترين عبارتن جو مقابلو ڪن ٿا. دراصل ہنهي ۾ هڪڙوئي شاعراڻو نمونو آهي.[2]

---

(بقايا) هئي انهن جو مال غنيمت ۾ ڪيترو حصو ڪونہ آهي. ہنهي معاملن ۾ ساڳيو فيصلو ڏنو ويو هيو تہ سيئي هڪجيترو حصو ڪڻن. جيڪو هميشه لاءِ قانون ٿي ويو.

[1] سورت انفال آيت 41. توڙي جو ورهاست جي اختيار کي رياست جي سربراهہ جي مرضي (صوابديد) تي ڇڏيو ويو هيو. تڏهن بہ ڪجهہ مروجہ قاعدن تي عمل ڪيو ويندو هيو جيڪي خليفن جي دور ۾ مثالي ثبوت ٿي ويا ۽ ائين قانون کي وڌيڪ مناسب جوڙجڪ ڏنائون. (ڏسو موسيو ڪئيري M. Querry. جي پئرس 1871 ۾ ڇپيل ڪتاب "Droit Mussulman". جو صفحو 335.

[2] (i) زبور باب 18 PS.xviii

(ii) نوٽ: بدر جي لڙائي ۾ ملائڪن جو نازل ٿيڻ صرف تاريخ ۽ روايتن جي طرفداري ڪونہ آهي جو ان کي شاعراڻي بيان جو انداز سمجهيو وڃي. پر ان جو تعلق قرآن جي نص سان آهي. تنهن ڪري سورت انفال جي جنهن آيت جو مٿئين حاشئي ۾ اشارو ڪيو ويو آهي اها هي آهي: "اذ تستغيثون ربكم فاستجاب لكم اني ممدكم بالف من الملائكہ مردفين." جنهن جو صاف مطلب اهو آهي تہ مسلمان بدر جي جنگ ۾ الله تعاليٰ کان غيرمعمولي مدد لاءِ پاڏائي رهيا هيا ۽ الله تعاليٰ انهن جي دعا کي قبول ڪيو ۽ فرمايو تہ مان توهان کي هزار ملائڪن سان (ڏسو بقايا....)

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ ٻين نبين سڳورن وانگر، الله تعاليٰ طرفان انسان ڏانهن جنتي نياپو آڻيندڙ وچ وارين طاقتن جي وجود کي مڃيو ٿي. ملائڪن متان جديد دور وارن جي بي اعتباري ڪوبہ جواز فراهم ڪونہ ٿي ڪري تہ اسان پنهنجن ابن ڏاڏن جي اعتقادن متان ڇٽرون ڪيون. اسان جي بي اعتباري ۽ انهن جي اعتقاد ٻنهي کي وهم ۽ قياس جو نالو ڏئي ٿو سگهجي. فرق صرف اهو آهي تہ هڪڙي ڳالهہ ناڪاري آهي ۽ ٻي هاڪاري، جديد زماني ۾ اسان جن شين کي قدرت جي فطري ڪارج طور ڏسون ٿا. انهن کي ئي اهي ماڻهو ملائڪ يعني جنتي (آسماني) خدمتگار طور تصور ڪندا هيا. جيئن لوڪ (Locke) جو خيال آهي تہ ڇا واقعي الله تعاليٰ ۽ انسان جي وچ ۾ وچواري طاقت جو ڪو وجود آهي، بلڪل ائين جيئن انسان ۽ حيواني مخلوق جي بلڪل ننڍڙي ساهواري جي وچ ۾ وچواريون طاقتون آهن. اهو نهايت ڳوڙهو سوال آهي جيڪو انساني شعور ذريعي ماپڻ ڏکيو آهي.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام وانگر غالبن ڏوهہ جي تت (اصولِ شر) جي وجود کي هڪڙي نجي هستي طور مڃيو ٿي. پر سندن قولن جو تجزيو ڪجي تہ انهي ۾ هڪڙو وڏيڪ عقلي عنصر پڌرو ٿئي ٿو يعني سندن ساٿين جي ذهن نشيني لاءِ مناسب ٻولي ۾ ويڙهيل هڪڙو مقصديت وارو تصور. هڪڙو دفعو جڏهن ڪنهن عرض ڪيو تہ شيطان ڪٿي رهندو آهي تہ پاڻ فرمايائون "انسان جي دل ۾." جڏهن تہ عيسائي روايت ان

---

(بقايا) مدد ڪندس جيڪي سلسلي وار جنگ جي ميدان ۾ نازل ٿيندا. هتي عربي ٻولي جي انداز ۾ ٽي نشانيون اهڙيون آهن جيڪي انِ ڳالهہ جو دليل پيش ٿيون ڪن تہ انهي معاملي جي باري ۾ جيڪو ڪجهہ چيو ويو آهي اهو سچو واقعو آهي، بيان ڪرڻ واري انداز ۾ جادوگري يا شاعري جو رجحان ڪونہ آهي. صرف تاڪيد. لفظ امداد ۽ ملائڪن جي ذڪر کان پوءِ صفت "مردفين" جو اضافو. هتي اها ڳالهہ بہ ذهن ۾ ويهارڻ گهرجي تہ بدر واري لڙائي ڪا معمولي لڙائي ڪونہ هئي پر حق ۽ باطل جي وچم هڪڙي فيصلو ڪندڙ ويڙهہ هئي. يعني اها لڙائي اقتدار جي جنگ هئي، خير ۽ شر جي لڙائي هئي.(اردو مترجم)

فريسي(Pharisee) شخص کي، جنھن حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي آزمائش ۾ وڌو رئيس الجھنم (Prince of Hell) طور پيش ٿي ڪري[1]

ملائڪن ۽ شيطان جي وجود کي مڃڻ، ٻنهي، اسلام ۾ ۽ عيسائيت ۾ کهاڻين جي غير معمولي تعدادکي وڌايو آهي. عيسائين جو عقيدو آهي تہ درويش (اولياء) ۽ آسماني ملائڪ انھن لاءِ جنگ ڪن ٿا. مسلمان صرف زندگي ۾ ٿيندڙ جهادن ۾ ملائڪن طرفان مدد ڪرڻ کي مڃي ٿو.

## چوٿين باب تي نوٽ

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان عقبہ بن ابومعيط جي فرياد تي غير انساني رويي وارو جواب ڏيڻ واري ڳالھ بلڪل ڪوڙي آهي. اھو ٻڌايو ويو آهي تہ عقبہ جي انھي فرياد تي تہ "منھنجن ننڍڙن ٻچڙن جي سنڀال ڪير ڪندو؟" حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو "جھنم جي باھ" اھا آکاڻي پنھنجي وجود ۾ ايتري ڪل جوڳي آهي، ۽ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سيرت پاڪ جي حقي ڪردار جي ايترو تضاد ۾ آهي جو ان جي حقيقت کي ڳولڻ جي جاکوڙ ڪرڻ ٿي اجائي آهي، ڇوتہ سندن اعليٰ گڻن مان هڪڙو گڻ ٻارن سان سندن پيار ڪرڻ هيو. ٻارڻ سدائين

---

[1] شلر مچر(Schleirmacher) جي مڪتبہ فڪر جا سڀئي مفڪر انھي نظرئي جا قائل آهن تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي آزمائش ۾ وجھڻ وارو ماڻھو پادرين جو سربراھ هيو. ملمن (Milman) انھي خيال ۽ ان سان گڏ قرون اوليٰ جي عيسائين ۽ قدامت پرست ڪليسا وارن جي خيال جو بہ ذڪر ڪيو آهي پر مهارت سان انھي ڳالھ کي پڙهندڙ تي ڇڏي ٿو ڏئي تہ اھو جنھن کي پسند ڪري ان جي چونڊ ڪري رِيُوس(Reuss) پنھنجي ڪتاب "هسٽري آف ڪرسچن ٿيالاجي ان دي اپوسٽولڪ ايج" (History of Christian Theology in the Apostolic Age) (انگريزي ترجمو صفحو 401) ۾ ملائڪن جي باري ۾ لکيل هڪڙي باب ۾ جيڪي مفيد حوالا ڏنا آهن، انھن مان صاف طور تي ثابت ٿئي ٿو تہ اوائلي عيسائي يعني حضرت عيسيٰ عليہ السلام جا ويجھڙا حواري، انھي ڳالھ کي پڪي ايمان سان مڃيندا هيا تہ ملائڪن ۽ شيطانن جو شخصي وجود آهي جن ۾ ٿورڙو آسمان جو جوھر شامل آهي پر ھر لحاظ کان ماڻھن وانگر هوندا آهن: ۽ رينن چوي ٿو "يقيني طور حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي انھن حوارين اھو عقيدو پنھنجي نبي سڳوري کان حاصل ڪيو هوندو جيڪو درحقيقت انھن معاملن ۾ پنھنجي زماني جي ماڻھن کان ڏاهپ ۾ مختلف نٿي ٿي سگھيو." ڏسو Vie de Jesus جو صفحو 276(1867 ۾ ڇپيل)

هڪڙي مڪمل ذميواري طور يتيمن جي سنڀال لهڻ ۽ انهن سان پيار ڪرڻ جي هدايت ڏني ڪئي. ڇوته الله تعاليٰ کي به اهو گهڻو وڻندڙ عمل هيو. بهرحال، نڳي ٿو ته عيسائي ليکڪ ان منجهان مزو ٿا وٺن. تنهن ڪري اهو ضروري ٿي وڃي ٿو ته ان جي جانچ ڪجي ته اها ڳالهه ڪيئن شروع ٿي.

غالب گمان آهي ته ان جو بنياد "صبيت النار" (باهه جو اولاد) واري ڇتر (ٽوڪ) وارا لفظ آهن. جنهن نالي سان عقبه جي ٻارن کي سڏيو ويندو هيو. عقبه پاڻ عجلان[1] قبيلي سان تعلق رکندڙ هيو جن جي هڪڙي شاخ صفرا جي ويجهو ڪجهه وادين ۾ آباد هئي، ۽ بنونار (باهه جو اولاد) جي نالي سان مشهور هيا. اها چيڙ (ڇتر) شايد انهي مناسبت ۾ ايجاد ٿي وئي هئي: ۽ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي جواب جي ڪهاڻي به انهي ٽوڪ واري نالي مان گهڙي وئي آهي.

هڪڙي ٻي ڪهاڻي ته حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم مئلن کي پورڻ وقت بت پرستن جي مُڙدن سان سخت لفظن سان مخاطب ٿيا: جي ٿورو ڇنڊجي ته اصل ڳالهه کي ٽوڙي مروڙي پيش ڪيو ويو آهي. انهي بهتان کي جن حالتن هيٺ ڏني، انهن کي طبري هيئن بيان ڪيو آهي "رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم وڏي قبر يا کڏ جي پرسان تشريف کڻي آيا. جيڪا مڙدن لاءِ ٺاهي وئي هئي: ۽ جيئن ئي لاشن کي قبر ۾ هيٺ لاٿو ويو ٿي ته نالا به پڪاريا ٿي ويا. پوءِ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم زبان مبارڪ سان هي لفظ ٿي چيا 'اي توهان، جيڪي منهنجا مائٽ هيا. جڏهن ٻين مون تي ايمان آندو ته توهان مون تي ڪوڙ ڳالهائڻ جو الزام هنيو. توهان مون کي گهر ڇڏڻ تي مجبور ڪيو جڏهن ته ٻين مون کي پليڪار ڇيو. توهان جو ڪهڙو انجام ٿيو آهي! افسوس! الله تعاليٰ جيڪا ڌمڪي ڏني، اها پوري ٿي!'" اهي لفظ جيڪي سڏو سنئون همدردي جو اظهار ڪرڻ جي مقصد وارا هيا، انهن کي سخت ڪلامي ظاهر ڪرڻ لاءِ ٽوڙي مروڙي بيان ڪيو ويو آهي.

---

[1] ڪوسين ڊي پرسيول جي خيال مطابق آغاني قبيلي جو هيو.

باب پنجون

# قريشين جي مديني ڏانهن هلان

## (سن ٻـ هجري مطابق 622ع)

كالزهر في ترف والبدر في شرف
والبحر في كرم والدهر في همم

ڪاميابي سدائين حق جي وڏين ڪسوٽين مان هڪڙي ڪسوٽي رهي آهي. عيسائيت جي اوائلي دور ۾ بـ هڪڙي نيڪ فريسي چيو هيو "انهن کي اڪيلو ڇڏي ڏيو جيڪڏهن اهي ماڻهو ڪوڙ تي هوندا تـ اهي پاڻمرادو ختم ٿي ويندا، نـ تـ توهان پاڻ تباهہ ٿي ويندا." جيڪڏهن قسطنطين (ڪانسٽنٽائين Constantine) آسمانن ۾ مشهور صليب نـ ڏٺو هجي ها، يا ان کي اهو خيال نـ هجي ها تـ ان صليب ڏٺو هيو، جيڪڏهن اهو ان جي مدد جي آسري هيٺ ڪاميابي لاءِ اڳتي نـ وڌي ها، جيڪڏهن اهو تخت ۽ ڪاميابي ڏانهن ان جي رهنمائي هيٺ قدم نـ وڌائي ها تـ اسان مشڪل سان اندازو ڪري سگهون ها تـ عيسائيت جي ڪهڙي حالت هجي ها. اسلام لاءِ بدر واري ڪاميابي ائين هئي جيئن عيسائين لاءِ مِلوِيَن(Milvian) واري پل جي فتح هئي.[1] تڏهن کان ئي ان قيصرن جي تخت تي ويهي حڪمراني ڪئي.

حقيقت ۾ بدر جي ڪاميابي مسلمانن لاءِ نهايت سٺائو واءُ هيو. اها ڪا حيران ڪن ڳالهہ ڪونـ آهي تـ اڳئين دور جي عيسائين يا اسرئيلين وانگر انهن کي بت پرستن مٿان پنهنجي سوڀ ۾ پروردگار جي مدد وارو هٿ نظر آيو. جيڪڏهن مسلمان ناڪام ٿين ها تـ اسان قياس ڪري ٿا سگهون تـ انهن جو ڪهڙو حشر ٿئي ها ـ هڪڙو وڏو قتلام.

---

[1] عيسائي خود قسطنطين هٿان 312ع ۾ ميڪسنٽين(Maxentins) جي شڪست کي پنهنجي دين جي نهايت وڏي سوڀ سمجهن ٿا. گبن (Gibbon) جي جلد ٽئين جو باب ويهون جيڪو تاريخ ۽ طنز سان ڀريل آهي، ظاهر ڪري ٿو تـ عيسائيت جي ڪاميابي ان واقعي کان پوءِ ڪيئن شروع ٿي.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جڏهن انهي جنگي مهم ۾ مصروف هيا تہ سندن نياڻين مان هڪڙي پياري نياڻي وفات ڪري وئي، حضرت رقيہ رضي الله تعاليٰ عنها جيڪا حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهر واري هئي ۽ انهن ٻئي ڏينهن ۾ اهي حبش واري هجرت کان موٽي آيا هيا. پر جنهن بدلي واري باهہ ۾ بت پرست ٻري رهيا هيا ان کين انهي ڳالهہ تي رسمي افسوس ملهائڻ جو وقت ئي ڪونہ ڏنو. جيئن ئي قريشي قيدي پنهنجي گهر پهتا تہ ابوسفيان مڪي مان نڪتو ۽ ٻہ سو گهوڙيسوار ساڻ ڪري مديني ڏانهن هلان ڪري آيو ۽ قسم کنيائين تہ جيستائين محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) يا ان جي ساٿين کان بدلو نہ وٺندو تہ واپس ڪونہ ٿيندو. اهو علائقي کي لتاڙيندو مديني کان ڪجهہ ميلن جي مفاصلي تي بي خبر ماڻهن تي اچي ڪڙڪيو. انهن ماڻهن کي قتل ڪيائين ۽ کجين جي وڻن کي، جيڪي عربن لاءِ کاڌخوراڪ جو وسيلو هيا تباهہ ڪيائين. مڪي وارا هلان ڪري اچڻ واري سفر ۾ کاڌي لاءِ پاڻ سان ستو[1] سان ڀريل ٿيلها کڻي آيا هيا. بهرحال، جيئن ئي مسلمان قتل جو بدلو وٺڻ لاءِ تڪڙو تڪڙو مديني مان نڪري اڳتي وڌيا تہ مڪي وارن گهوڙن جا لغام ڇڪي ڀوڳتي موٽايو ۽ پاڻ تان بار هلڪو ڪرڻ لاءِ ستو جي ٿيلهن کي هيٺ ڪيرائي ڀڄي ويا. جنهن تان مسلمانن ٺٺولي ڪرڻ لاءِ انهي واقعي کي غزوه سويق جو نالو ڏنو.[2]

## 5 ذوالحج پهرين اپريل 624ع

انهي واقعي دوران پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان هڪڙو حادثو پيش آيو جنهن کي واشنگٽن اِروِنگ ( Washington Irving) بيحد سٺي نموني سان بيان ڪيو آهي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هڪڙي ڏينهن پنهنجي جماعت کان ٿورو پري اڪيلا وڻ هيٺيان آرام ڪري رهيا هيا تہ هڪڙي آواز تي سندن اک

---

[1] "سَوِيق" عربن جي هڪڙي پراڻي ۽ جديد خوراڪ جو نالو آهي، جيڪا جَوَن جي داڻن کي ڀُڃي ۽ ڪُٽِي ڪري، ڪتل يا کنڊ سان ملائي ٺاهي ويندي آهي. ۽ مسافري دوران جڏهن کاڌو پچائڻ مشڪل هوندو آهي تہ اها خوراڪ کاڌي ويندي آهي.

[2] جنهن جاءِ تي اهو واقعو پيش آيو هاڻي ان تي "سويقيہ" نالو رکيل آهي. اها جاءِ مديني کان ڏکڻ اولهہ طرف ڪجهہ ڪلاڪن جي پنڌ تي آهي.

ڪلي وئي ۽ ڏنائون تہ دعثور نالي هڪڙو دشمن فوجي هٿ ۾ اگهاڙي تلوار کنيون سندن مٿان بيٺو آهي. ان رڙ ڪري چيو "اي محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) هاڻي توکي ڪير بچائڻ وارو آهي؟" پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو "الله تعاليٰ!" اهو ٻڌي وحشي بدوي کي اوچتو ڏڪڻي وٺي وئي ۽ تلوار هيٺ ڪري پيس. جيڪا هڪدم حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کڻي ورتي. تلوار کي لهرائيندي پاڻ مرڪي فرمايائون "اي دعثور! توکي هاڻي بچائڻ وارو ڪير آهي؟" ويڙهو جواب ڏنو "افسوس! ڪوئي بہ نہ." پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو"تہ پوءِ مون کان رحم ڪرڻ جو سبق سک!" ائين چوندي پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم تلوار ان کي موٽائي ڏني. اعرابي جي دل قابو ٿي وئي. ايمان آندائين ۽ پوءِ وارن ايندڙ سالن ۾ پاڻ کي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفادار پوئلڳن مان هڪڙو ثابت ڪيائين.[1]

پر مسلمانن ۽ بت پرستن جي وچ ۾ اها جهڙپ، ٻين جهڙپن وانگر جيڪي پوءِ پيش آيون، اڳتي جنهن ڪيل جو مظاهرو ٿيڻ وارو هيو صرف ان جي پيش بندي ثابت ٿي.

---

[1] هن سال جي آخري مهيني ۾ بہ اهم واقعا ٿيا. هڪ حضرت عثمان بن محزون رضي الله تعاليٰ عنہ جي وفات ۽ ٻيو حضرت علي عليہ السلام جي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سان شادي ٿي. حضرت عثمان بن محزون رضي الله تعاليٰ عنہ سڀ کان پهرين ايمان آڻڻ وارن مسلمانن مان هيو ۽ مهاجرن مان پهريون شخص هيو جنهن مديني ۾ وفات ڪئي ۽ ان کي مديني جي پرسان جنت البقيع1 واري قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو جنهن ۾ ڪيترائي نالي وارا بزرگ ۽ درويش صفت امتي دفن ٿيل آهن. جن جون "قبرون" اڄ بہ مسلمانن لاءِ زيارت ۽ احترام واري حيثيت رکن ٿيون. {نوٽ: اصل لفظ "ٽامب"(Tomb) آيل آهي جنهن جي معنيٰ مقبرا ٿئي ٿي پر جيئن تہ سعودي حڪومت وارن انهن مقبرن کي شهيد ڪرائي ڇڏيو آهي، ان ڪري سنڌي ترجمي ۾ لفظ "قبرون" استعمال ڪيو ويو آهي.سنڌيڪار.}

بدر واري مهم تي روانو ٿيڻ کان ڪجهہ ڏينهن اڳ حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو مڱڻو ٿي ويو هيو پر شادي جو وهانءُ ٽن مهينن کان پوءِ ڪيو ويو هيو. حضرت علي عليہ السلام ان وقت 25 سال عمر جا هيا جڏهن تہ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پندرهن سالن جي ڄمار جون هيون.

<u>سن 3 هجري مطابق 26 اپريل 624ع کان 15 اپريل 625ع</u>

ڪافر بدلي جي باهه ۾ ٻري رهيا هيا. انهن مسلمانن سان هڪڙي ٻي لڙائي ڪرڻ لاءِ زبردست تياريون ڪيون. انهن جا نمائندا بنوتهامہ ۽ بنوڪنانہ قبيلي وارن کان مدد حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا ۽ انهن جو گڏيل لشڪر جلدئي ٽي هزار هٿياربند ماڻهن جي انگ کي پهتو جن مان ست سو زره پاتل گهوڙيسوار هيا. انهن جون دليون صرف بدلي جي جوش ۾ پريل هيون. اهو لشڪر عربستان جي ڪمزور قبيلن لاءِ ايترو هيبتناڪ هيو جيئن يوناني رياستن ڏانهن ايران جي خشارين (Xerxes) جا گهڻائي ٽي ٻڌل ڪٽڪ هوندا هيا.

ڪنور دل ابوسفيان جي اڳواڻي ۾ پيش قدمي ڪندي ۽ ڪنهن بہ طرف کان مخالفت جو منهن ڏسڻ کان سواءِ، انهن مديني جي اتر اوير طرف سٺي چوندبہ واري هڪڙي جاءِ تي پهچي پڙلاءُ ڪيو. جانثارن واري شهر مديني ۽ انهن جي وچہ ۾ صرف احد جبل ۽ هڪڙي وادي حائل هيا. ڪافر انهي محفوظ ۽ سرسي واري ميدان تان مديني وارن جي پوکن ۽ ميوات جي وڻن کي پامال ڪرڻ لڳا.

پنهنجن اصحابن جي جوش ڪري ۽ انهن جي ملڪيتن جي تباهي تي انهن جي ڪاوڙ کان مجبور ٿي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هڪ هزار ماڻهن سان گڏجي مديني کان ٻاهر نڪري پيش قدمي ڪئي. يهود ين جي دغابازي واري دشمني سبب منافقن جو سردار عبدالله بن ابي پنهنجن ٽن سون ساٿين سان گڏجي وفاداري مٽائي مديني واپس موٽي ويو. انهي بي وفائي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سگهہ کي ستن سون جي هڪڙي ننڍڙي لشڪر ۾ گهٽائي ڇڏيو جن وٽ صرف بہ گهوڙا هيا. تڏهن بہ هي بهادر جماعت ثابت قدمي ۽ تيزي سان اڳتي وڌندي رهي. خاموشي سان ميوات جي وڻن جي جهڳٽن مان اڳتي وڌندي انهن جلدئي احد جبل تي اچي قبضو ڪيو. انهن رات ماٿري ۾ گذاري ۽ فجر جو نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ جيئن ئي اهي مقابلي لاءِ تيار ٿيا تہ ڪليل ميدان ۾ نڪري پيا. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هڪدم ٽڪري جي هيٺيان صف بندي

ڪئي.[1] لشڪر جي پنيان هڪڙي مٿانهين تي ڪجهه تيراندازن کي بيهڻ جي هدايت ڪندي انهن کي سخت تاڪيد ڪيائون تہ ڇا بہ ٿي پوي اهي پنهجي جاءِ تان بلڪل نہ هٽن. پر رڳو دشمن جي لشڪر کي هيسائين ۽ مسلمانن جي جٿن جو بچاءُ ڪندا رهن. ڪافر پنهنجي تعداد تي ياڙيندي پنهنجن ٻٽن کي پنهنجي فوج جي وچ ۾ رکي کليل ميدان ۾ اچي ويا. انهن جي سردارن جو زالون لڙائي کي همٿائڻ وارا گيت ڳائي رهيون هيون ۽ پنهنجا ساز وڄائي رهيون هيون.[2] مسلمانن قريشين

---

[1] برٽن(Burton) انهي جاءِ جو خاڪو هيئن ڏنائي ٿو "اها جاءِ جيڪا اسلامي تاريخي واقعن ۾ گهڻو مشهور آهي، اها احد جبل جي ڏاکڻي حصي جي ويجهو زمين جي هڪڙي لنهواري پٽي آهي. ڪافرن جي فوج پنهنجي جرنيل ابوسفيان ۽ انهن جي ٻتن کي وچ ۾ رکيون، اڌ گول (هلالي) جي شڪل ۾ پيش قدمي ڪري آئي. اها جاءِ مديني کان اتر طرف ۾ اٽڪل ٽن ميلن جي مفاصلي تي آهي. زيارتي کي هتي رڳو سخت پٿريلي زمين ڏسڻ ۾ ايندي جيڪا ڪٿي ڪٿي مختلف رنگن وارين شفاف پٿرين جي ننڍڙن ڍڳن. ڳاڙهن وارياسن پٿرن ۽ چمڪندڙ پٿرن سان ڀري پئي آهي. جيڪي انهي جاءِ جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ رکيل آهن تہ شهيد ڪٿي ڪريا ۽ ڪٿي دفن ڪيا ويا. انهي جاءِ تان مقدس ٽڪري کي ڏسبو تہ پيانڪ لڳندي ان جا سڙيل ۽ ڇهنبدار پاسا ميدان کان لوهن تودن وانگر اڀريل آهن ۽ سخت پٽ (ديوار) ۾ صرف هڪڙو شگاف آهي. هي اهوئي شگاف آهي جنهن ۾ مسلمانن جي لشڪر پناه ورتي هئي جڏهن مال غنيمت لاءِ تڪڙ ڪرڻ ۾ تيراندازن طرفان حڪم عدولي خالد بن وليد کي موقعو فراهم ڪيو تہ اهو مسلمان لشڪر تي پنيان کان حملو ڪري. هر وقت گرمي سان تپندڙ انهي ٽڪري جي مٿاڇري تي هڪڙو بہ سائو ٻوٽو يا وڻ ڪونہ ٿو ڏٽي. نہ وري ان جي غير آباد پٽن تي ڪو پکي يا جانور ڏسڻ ۾ تو اچي، ان جي گنجي ۽ اداس پيشاني تي هلڪو نيرو آسمان گهوريندو رهي ٿو ۽ ان کي اجا وڌيڪ ٻسو بڻائي ٿو ڇڏي(ڏسو برٽن جو ڪتاب "پلگرميج ٽو مڪہ" (Pilgrimage to Mecca) (جلد ٻيو صفحو 236).

[2] انهن جي لڙائي وارن بيتن مان ابن اثير جلد ٻئي ۾ اقتباس پيش ڪيو آهي "ويها بني عبدالدار! ويها حماه الادبار! ضرباً بکل بتار! (همٿ ڪريو! اي عبدالدار جا پٽئو همت ڪريو! اي عورتن جا محافظو همت ڪريو! پنهنجين تلوارن سان ڪاري ضرب هڻو.) هڪڙو ٻيو نظم هيئن آهي "نحن بنات طارق. نمشي علي النمارق. ان تغبلو انعاق او تدبرو انفارق (اسان آسمان جي تارن جون ڌيئرون آهيون. اسان غاليچن تي هلڻ واريون آهيون. دشمن جو دليري سان مقابلو ڪيو تہ اسان توهان کي ڀڪلي لڳائينديونسين ۽ جيڪڏهن قدم پوئتي هٽايا تہ اسان توهان کان الڳ ٿي وينديونسين. ۽ توهان کان نفرت ڪنديوسين.)

جي پهرين زورائتي حملي کي حضرت حمزه رضي الله تعاليٰ عنہ جي اڳواٽي ۾ وڏي بهادري سان پسپا ڪري ڇڏيو جيڪو دشمنن جي بدحواسي جو فائدو وٺندي قريشين جي وچ ۾ ڪاهي پيو ۽ هر طرف کان تباهي مچائي ڇڏيائين. گهڻي تڻي مسلمانن جي فتح ٿي وئي هئي جڏهن تيرانداز رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم طرفان ڪيل تاڪيد کي وساريندي ۽ دشمنن کي ڀڄندو ڏسي مال غنيمت جي ڦرلٽ لاءِ پنهنجي جاءِ ڇڏي ويا.[1] پوءِ واري زماني ۾ جيڪو طورس[2] جي جاءِ تي ٿيو هيو احد وٽ بہ اهوئي ٿيو. قريشين مان خالد بن وليد انهن جي غلطي کي تاڙي ورتو ۽ پنهنجي گهوڙي کي ڊوڙائيندو مسلمانن جي پٺيان اچي حملو ڪيائين.[3] قريشين جا گهوڙيسوار بہ موٽي آيا ۽ مسلمان سپاهي ٻنهي طرفن، اڳيان ۽ پٺيان، کان ڦاسي پيا ۽ انهن کي نئين سر اڪيلو اڪيلو ٿي لڙائي وڙهڻي پئجي وئي. مسلمانن جي لشڪر مان ڪجهہ بهادر سردار لڙائي ۾ شهيد ٿي ويا. حضرت حمزه رضي الله تعاليٰ عنہ جهڙو دلير ٻين ڪيترن مسلمانن سان گڏ شهيد ٿي ويو. حضرت علي عليہ السلام جنهن ڪافرن طرفان لڙائي جي پهرين للڪار کي مڙسي سان جواب ڏنو هيو[4] ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ سخت زخمي ٿي پيا هيا. ڪافرن جي حملي جو

---

[1] انهيءَ نافرماني جو سورت آل عمران آيت 146 ۾ اشارو ٿيل آهي.

[2] فرانس ۾ هڪڙي جاءِ جو نالو جتي 722ع ۾ مسلمانن کي اهڙن ئي سببن ڪري فرنگين جي مقابلي ۾ شڪست ٿي هئي.(اردو مترجم)

[3] ابن اثير جلد ٻيو. حلبي ـ انسان العيون. جلد ٻيو.

[4] طبري لکي ٿو تہ طلحۃ جيڪو ڪافرن جو علمبردار هيو ۽ هڪڙو بهادر جنگجو هيو اهو حضرت علي عليہ السلام جي سامهون آيو ۽ پنهنجي تلوار کي لهرائيندي رڙ ڪري ان کي للڪاريائين "توهان مسلمان اهو چوندا آهيو تہ اسان جا مڙدا جهنم ۾ ويندا آهن ۽ توهان جا بهشت ۾ ويندا آهن، اچوتہ مان ڏسان تہ توهان کي بهشت ۾ موڪلي سگهان ٿو يا نہ." حضرت علي عليہ السلام جواب ڏنو "ائين ئي ٿيڻ کپي!" ۽ انهن مقابلو ڪري طلحۃ کي ميدان تي ڪيرائي ڍير ڪري ڇڏيو. ان رڙ ڪئي "او منهنجي سوٽاڻ (چاچي جي اولاد)، رحم ڪر." حضرت علي عليہ السلام فرمايو "چڱو رحم ئي صحيح، تون دوزخ جي باھ جي بہ لائق ڪونہ آهين."(طبري جلد ٽيون)

مکيہ حذف بہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي پيا جيڪي پنهنجن ساٿين جي جماعت کان پريرو پنهنجن ڪجھ اصحابن جي گهيري ۾ بيٺا هيا. سندن اصحابي بہ تيزي سان شهيد ٿي ڪرڻ لڳا. توڙي جو پاڻ زخمي ٿي پيا ۽ رت ڳاڙي رهيا هيا، پر انهن جي پيار ڪرڻ وارين دلين کي ڪونہ وساريائون، ۽ انهن هٿن لاءِ دعا گهرڻ لڳا جيڪي سندن پيشاني مبارڪ تان وهندڙ رت کي اگهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هيا.[1] بهرحال ڪمڪ ويجهوئي هئي. بهادر جنگجو جيڪي حضرت علي عليہ السلام جي اڳواٽي ۾ دليري سان دشمن جي وچ ۾ وڙهي رهيا هيا، ٽڪري وٽ هڪڙي جاءِ تي پوئتي هٽي پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. اتي اهي دشمن جي حملي کان محفوظ هيا پر دشمن طرفان پنهنجي عظيم اوستاد لاءِ هلايل شهادت جي ڪوڙي خبر ڪري، جيئن انهن محسوس ٿي ڪيو، وڏي صدمي سان پريل هيا. بهرحال، پنهنجن پائرن کي ميدان جي هيٺئي حصي ۾ وڙهندو ڏسي اهي ڪافرن جي وچ ۾ ڪاهي پيا. جتي مسلمانن جو ننڍڙو ٽولو پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو دفاع ڪري رهيو هيو ان جاءِ تي پهتا ۽ اهو ڏسندي تہ پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اڃا زنده سلامت آهن تہ اهي وڏين ڪوشش کان پوءِ ڪاميابي سان پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏجي احد جبل جي چوٽين ڏانهن پوئتي هٽي ويا، جتي انهن بيهر سک جو ساهہ کنيو. حضرت علي عليہ السلام ٽڪري جي هڪڙي گهڙ مان پنهنجي ڍال ۾ پاڻي کڻي آيا. ان انهي پاڻي سان حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چهري مبارڪ ۽ زخمن کي صاف ڪيو. ان کان پوءِ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ سندن اصحابن ٻپهري (ظهر) جي نماز ويهي ادا ڪئي.

---

[1] ابن اثير ۽ ابوالفدا،احد جي لڙائي جي تاريخ ستين شوال، طبري 8 شوال، ابن هشام پنجين شوال ۽ ڪيترا ٻيا 11 شوال ٻڌائين ٿا. ليڪن ڪوسين ڊي پرسيول ڪاٿو لڳايو آهي تہ لڙائي جي صحي تاريخ 11 شوال آهي، چوتہ سيني تاريخدانن جي مطابق اهو ڇنڇر جو ڏينهن هيو ۽ ڇنڇر جو ڏينهن 26 جنوري هجرڻ ڪري شوال جي 11 تاريخ ٿئي ٿي.("هسٽري ڊيس عربس" History des Arabs، جلد ٽيون)

قريشين ۾ هاڻي مديني تي حملو ڪرڻ يا مسلمانن کي احد جي چوٽين تان هيٺ لاهي موقعي مان فائدو حاصل ڪرڻ جي همت ڪونہ هئي. ان ڪري اهي شهيد مسلمانن جي لاشن جي وحشي نموني چيرڦاڙ ڪرڻ کان پوءِ مديني جي حدن کان پري پوئتي هٽي ويا. ابو سفيان جي زال هند جيڪا عتبہ جي ڌيءَ هئي، ٻين قريشي عورتن سان گڏجي انهي شدت واري وحشي ڪم ۾ انتهائي وڏي خونخواري جو مظاهرو ڪيو حضرت حمزه رضي الله تعاليٰ عنہ جي جگر کي چيري ٻاهر ڪڍيائين ۽ شهيدن جي ڪنن ۽ نڪن کي ڪپي انهن جو هار ٺاهيائين.

قريشين طرفان شهيدن جي لاشن سان ڪيل وحشي عمل مسلمانن منجهہ هڪڙي سخت ڪاوڙ جو احساس پيدا ڪري ڇڏيو. ٻهريائين حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بہ انهي جائز ڪاوڙ کان ايترو متاثر ٿيا جو مستقبل ۾ قريشين جي مئلن سان بہ اهڙو ورتاءُ ڪرڻ جو اعلان ڪرڻ لاءِ سوچيائون.[1] پر سندن سياءُ جي خوبي سندن دل جي ڪاوڙ تي سوڀاري ٿي وئي. پاڻ هدايت ڪيائون "برائي کي صبر سان برداشت ڪيو حقيقت اها آهي تہ اها صبر ڪرڻ واري جي لاءِ چڱائي ٿي ويندي"[2] ان ڏيتهن کان چير ڦاڙ جي انهي پوائتي عمل کان، جيڪو آڳاٽي دور جي سيني قومن منجهہ عام هيو مسلمانن کي سختي سان منع ڪئي وئي.[3]

مديني واپس پهچڻ کان پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اصحابن جي هڪڙي ننڍڙي جماعت کي حڪم ڪيو تہ پوئتي ويندڙ دشمن جو پيڇو ڪن، ۽ انهن تي اهو اثر ويهارڻ جي ڪوشش ڪن تہ مسلمانن لڙائي ۾ وڏو نقصان برداشت ڪرڻ کان پوءِ بہ همت

---

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو. طبري جلد ٽيون، حلبي_انسان العيون. جلد ٻيو.

[2] نحل آيت 126 جي مفهوم مطابق، ابن هشام، زمخشري (ڪشاف. مصري ڇاپو)

[3] يهودي، قيدين کي جيئري ساڙيندا هيا ۽ قتل ٿيلن کي وڏي وحشاڻي نموني سان ڳترا ڳترا ڪندا هيا. يوناني، رومي، ۽ فارسي، اهي سيئي بہ اهڙيون وحشاڻيون حرڪتون ڪندا هيا. عيسائيت انهن بڇڙين رسمن ۾ ڪوبہ اصلاحي سڌارو ڪونہ آندو ڇوتہ اسان کي سورهين صدي جي عرصي تائين بہ نهايت وڏين وحشاڻين حرڪتن جي باري ۾ معلومات ملي ٿي.

ڪونہ هاري آهي ۽ ٻيهر حملي خلاف ٻي ڏڙڪ ۽ تمام گهڻو مضبوط آهن. ابوسفيان انهي پيڇي جي خبر پوڻ تي مڪي ڏانهن موٽڻ ۾ تڪڙ ڪئي پر رستي ۾ ملندڙ مديني جي ٻن مسلمانن کي شهيد ڪري ويو. بهرحال، پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن نياپو موڪليائين تہ اهي جلدئي کين ۽ سندن ساٿين کي ختم ڪرڻ لاءِ موٽي ايندا. اڳي وانگر يقين ۽ ايمان سان ڀريل جواب هيو: "اسان لاءِ الله تعاليٰ ڪافي آهي، ۽ اهو سٺو محافظ آهي."[1]

ڀروارن علائقن جا بدوي جيڪي مديني جي حدن مٿان راتاها هڻڻ جي تياري ڪري رهيا هيا انهن تي انهي تباهہ ڪن لڙائي جو اخلاقي اثر ڏسڻ وٽان هيو. انهن مان گهڻا حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي طاقتور قدم ڪري هيسجي ويا هيا. پر دشمن ذهنيت وارن قبيلن مان ڪجهہ ماڻهو دوکو ڏئي مسلمان ايلچين کي اسلام قبول ڪرڻ جي بهاني سان پنهنجي علائقي ۾ وٺي ويندا هيا ۽ پوءِ انهن کي قتل ڪري ڇڏيندا هيا. اهڙي ئي هڪڙي واقعي ۾ بنوسُلَيم جي هشي تي بنوسُلَيم ۽ بنوعامر وارن پنهنجي علائقي اندر بيرمعونہ نالي هڪڙي چشمي جي ڀرسان ستر مسلمانن کي بي دردي سان قتل ڪيو. انهي ڪوس مان بچيل ٻن ماڻهن مان هڪڙو مديني ڏانهن پهچي آيو. اهو رستي ۾ بنوعامر جي ٻن هٿين خالي ماڻهن سان مليو جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان سلامتي جي ضمانت هيٺ سفر ڪري رهيا هيا، ان غلطي مان انهن کي دشمن سمجهندي قتل ڪري ڇڏيو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي جڏهن اها خبر پئي تہ کين ڏاڍو گهڻو ڏک ٿيو. سندن پوئلڳن مان هڪڙي کان ڏوهہ ٿي ويو هيو توڙي جو پل چڪ ۾ تڏهن بہ قتل ٿيل ماڻهن جا مائٽ تدارڪ جا حقدار هيا. تنهن ڪري مسلمانن ۽ ٻين ماڻهن جن معاهدي واري دستاويز کي قبول ڪيو هيو انهن کان قصاص ڏيڻ لاءِ رقم گڏ ڪرڻ جو حڪم ڏنائون.[2] بنونضير، بنوقريظہ ۽ ٻيا يهودي قبيلا مسلمانن سان گڏ

---

[1] سورت آل عمران آيت 173؛ ابن هشام.

[2] ڏسو هن ترجمي جو صفحو 192 (ديت ـ قصاص).

انهي رقم ادا ڪرڻ لاءِ حصو ڏيڻ لاءِ پڌل هيا.[1] حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ ڪجھ اصحابن کي ساڻ ڪري بنونضير وارن ڏانهن ويا ۽ انهن کي پنهنجو حصو ڏيڻ لاءِ چيائون. ظاهري طور انهن رضامندي ڏيکاري ۽ کين ڪجھ دير انتظار ڪرڻ لاءِ عرض ڪيائون. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جڏهن هڪڙي گهر جي پٽ کي ٽيڪ ڏيئون ويٺا هيا تہ رهواسين منجھ مشڪوڪ چرپر جو مشاهدو ڪيائون، جنهن مان کين اندازو ٿيو تہ انهن جي دلين ۾ کين قتل ڪرڻ جي نيت آهي.

يهودين جي دشمني کي وضاحت سان بيان ڪرڻ لاءِ اسان کي لازمي طور واقعن جي سلسلي کي ماضي کان جاچڻو پوندو. اسان کي خبر آهي تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مديني ۾ آمد واري گهڙي کان وٺي اهي ڪيتري شديد دشمني سان سندن پنيان پئجي ويا هيا. انهن پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ مسلمانن جي دل ۾ نفرت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهن پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ سندن اصحابن جي باري ۾ ڪهڙا ڪهڙا بهتان مڙهيا. انهن قرآن شريف جي آيتن کي غلط اچارڻ سان پڙهيو تہ جيئن انهن مان توهين آميز معنيٰ ڪڍي سگهن. پر اهو ئي سڀ ڪجھ ڪونہ هيو. انهن پنهنجي اعليٰ تعليم ۽ بهتر ذهانت جي غرور ڪري ۽ منافقن جي ٽولي سان پنهنجي گٺ جوڙ ڪري ۽ (عربن جي نااتفاقي کان گهڻو مختلف)، انهن منجھ پاڻ ۾ جيڪو عام اتفاق هيو ان ڪري يهودين انهي وفاقي مملڪت اندر جيڪا اسلام جي

---

[1] ابن اثير جلد ٽيون، طبري جلد چوٿون. ميور ۽ اسپرنگر(Sprenger) معاملي جي انهيءَ پهلو کي عجيب نموني سان توڙي مروڙي پيش ڪيو آهي. سر وليم ميور کي ڪوسين ڊي پرسيول جي انهيءَ قول جي لاءِ ڪائي سند ڪونہ ٿي ملي تہ معاهدي جي شرطن مطابق يهودي قصاص جو حصو ڏيڻ لاءِ پابند هيا. جيڪڏهن اهو طبري جو مطالعو ڪري ها تہ انکي هيٺيون بيان ضرور ملي ها "بعد ۾ حڪم ڏنائون تہ رقم گڏ ڪئي وڃي يا مديني جي رهواسين کان ورتي وڃي، ۽ اهو بہ حڪم ڏنائون تہ ان ۾ يهودي قبيلا بہ هڪجيترو حصو ملائين، مثال طور بنونضير، بنوقريظہ ۽ اهي جيڪي فدڪ ۾ رهن ٿا ۽ جن سيني تي معاهدي جي شرطن موجب ذميواري عائد ٿئي ٿي." (زوٽنبرگ وارو طبري جو ترجمو جلد ٽيون ۽ ابن اثير جو جلد ٻيو پڙهو ڏسو.)

اوستاد جي هٿ هيٺ ايري رهي هئي، پاڻ کي هڪڙي خطرناڪ عنصر طور ظاهر ڪيو هيو. جديد دور ۾ پريس کي جيڪو دٻاءُ جو اثر رسوخ حاصل آهي، ماضي ۾ غير ترقي يافته قومن منجھ وري اهو شاعرن کي وڏي حيثيت ۾ حاصل هيو.[1] يهودي شاعر پنهنجي علمي ۽ ثقافتي فضيلت ڪري قدرتي طور مديني وارن منجھ وڏي اثر رسوخ وارا هيا. ۽ ان اثر رسوخ کي اهي خاص طور تي مسلمانن منجھ بغاوت پيدا ڪرڻ، ۽ انهن جي مخالف ڌڙن منجھ وٿين کي وسيع ڪرڻ لاءِ استعمال ڪندا هيا. بدر جي ميدان ۾ ڪافرن جي شڪست کي مڪي وارن سان گڏ يهودين به گهڻو محسوس ڪيو هيو. انهي لڙائي کان هڪدم پوءِ بنونضير قبيلي سان واسطو رکندڙ انهن جي خاندان جو ڪعب بن اشرف نالي وڏي رهائي وارو ماڻهو ڪلم ڪلا ڪافرن جي ناڪامي تي افسوس ڪندي، مڪي ڏانهن روانو ٿيو. اتي ماڻهن کي افسوس ۾ گهيريل ڏسي هن انهن جي همٿ کي وري جيارڻ لاءِ ڪوشش جي ڪاب ڪثر ڪونه ڇڏي. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ۽ سندن پوئلڳن جي خلاف پنهنجي طنزيه شاعري ذريعي، مڪي وارا جيڪي بدر واري لڙائي ۾ مارجي ويا هيا انهن لاءِ ڏک ڀريل مرثين ذريعي، اهو قريشين کي انهي جنوني انتقام جو جوش ڏيارڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو جيڪو احد جي

---

[1] غير ترقي يافته قومن منجھ شاعرن ۽ رجز پڙهڻ وارن کي جيڪو اثر رسوخ حاصل هوندو آهي، ان جو مثال احد جي لڙائي سان تعلق رکندڙ هڪڙي واقعي مان ملي ٿو. جڏهن قريشي انهي مهم جي تياري ڪري رهيا هيا ته انهن ابوعزا نالي هڪڙي شاعر کي فرمائش ڪئي ته اهو ريگستان جي قبيلن منجھ دورا ڪري ۽ انهن کي پنهنجن شعرن ذريعي مسلمانن خلاف ڀڙڪائي ۽ انهن کي آماده ڪري ته اهي محمد (صلي الله تعاليٰ عليه و آله وسلم) ۽ ان جي پوئلڳن کي ختم ڪرڻ لاءِ مڪي وارن جي سرپرستي ۾ ناهيل اتحاد ۾ شامل ٿين. اهو ماڻهو بدر واري لڙائي ۾ مسلمانن هٿان قيد ٿيو هيو پر ان طرفان منٿون ڪرڻ ۽ واعدي ڪرڻ تي ته اهو ٻيهر ڪڏهن به مديني وارن جي خلاف هٿيار ڪونه کڻندو پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليه و آله وسلم فديو وٺڻ کان سواءِ ان کي ڇڏي ڏنو هيو. انهيءَ جي باوجود اهو پنهنجي قول تان ڦرڻ جي لالچ ۾ اچي ويو ۽ قبيلن ۾ دورو ڪيائين ۽ پنهنجن شعرن وسيلي انهن کي هٿيار کڻڻ لاءِ اياريائين. ۽ چيو ويو آهي ته اهو انهي ڪم ۾ گهڻو ڪامياب ويو هيو. احد جي لڙائي کان پوءِ اهو ٻيهر قيد ٿيو هيو ۽ مسلمانن هٿان قتل ٿيو. (ابن هشام)

ميدان ۾ ظاهر ٿيو. پنهنجي مقصد ۾ ڪاميابي ماڻيندي اهو مديني جي پرسان بنونضير جي حلقي ۾ پنهنجي گهر ۾ موٽي پهتو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ مسلمانن تي طنزيہ ۽ گندن شعرن ذريعي حملا جاري رکيائين ۽ مسلمانن جي عورتن کي بہ ڪونہ بخشيائين، ۽ انهن لاءِ واهيات شعر چوندو رهندو هيو. هن جا عمل ڪلم ڪلا ان جماعت جي خلاف هيا جنهن جو اهو پاڻ بہ هڪڙو فرد هيو. هي انهي قبيلي جو ماڻهو هيو جيڪو فيصلي مطابق مسلمانن سان معاهدي ۾ شامل ٿيل هيو ۽ خود بخود علائقي جي اندروني ۽ بيروني حفاظت لاءِ پڻ ناهه ۾ شامل هيو. بنونضير جو هڪڙو ٻيو يهودي ابو رافع سلام بن ابي الحقيق بہ ايتروئي مسلمانن جو مخالف ۽ جاني دشمن هيو. اهو مديني کان اتر اولهہ طرف چئن يا پنجن ڏينهن جي پنڌ تي خيبر جي علائقي ۾ پنهنجي قبيلي جي هڪڙي ڏڙي سان گڏ رهندو هيو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ ٻين مسلمانن سان نفرت ڪندي ان مسلمانن خلاف بنوسُلَيم ۽ بنوغطفان جهڙن ڀاڙيسري عرب قبيلن کي جوش ڏيارڻ لاءِ هر ڪوشش کي ڪم ۾ آندو. مسلمان جماعت لاءِ اهو ممڪن ڪونہ هيو تہ اهي انهن ماڻهن جي انهي ڪلم ڪلا غداري کي درگذر ڪن، جن کي انهن پنهنجي مدد لاءِ نہ، تہ بہ غيرجانبداري حاصل ڪرڻ لاءِ هر ممڪن رعايت ڏني هئي. مسلمان برادري جو وجود داءُ تي لڳل هيو. ۽ سلامتي جي اصول هر طريقي سان گهُر ٿي ڪئي تہ انهي غداري وارن منصوبن کي لازمي طور رازداري سان ختم ڪرڻ گهرجي. خود مديني وارن طرفان انهن مٿان بغاوت جي سزا لاڳو ڪئي وئي. هڪڙي کي اوس قبيلي جي مسلمان قتل ڪيو ۽ ٻئي کي هڪڙي خزرجي مسلمان قتل ڪيو.

عيسائي تڪراري ماڻهن انهن سزائن کي "قتل" چئي بدنام ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. باقي جيڪو مسلمانن کي جنهن سبب ڪري ڳجهي نموني سان انهن مان هرهڪ کي قتل ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو هيو پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خلاف پنهنجي تعصب ڪري اهي عيسائي ڳجهي ۽ تڪڙي سزا جي ضرورت کان پنهنجون اکيون سزا جي حقي هجڻ کان بند ڪري ڇڏين ٿا. ان زماني ۾

انفرادي ڏوهن جي معاملن خلاف ڪاروائي ڪرڻ لاءِ نہ تہ ڪو پوليس ٿاڻو نہ وري ڪا ڪورٽ ڪچهري هئي ۽ نہ عدالتي ويهڪ ٿينديون هيون. جيئن تہ ڪو سرڪاري جلاد ڪونہ هيو ان ڪري حڪومت طرفان ڪنهن فرد کي سزا ڏيڻ جو اختيار ڏئي سگهجي ٿو. انهن ماڻهن پنهنجي ڪيل عهد وپيمان کي ٽوڙيو هيو. انهن کي غير ضروري رتوڇاڻ جي انديشن کان سواءِ ۽ خوني ويڙهہ کي ۽ دائمي تڪرار کي اپارڻ کان سواءِ ماڻهن سامهون گرفتار ڪرڻ يا انهن جي خاندان وارن جي آڏو ظاهري طور سزا ڏيڻ ممڪن ڪونہ هيو. حالتن جي نزاڪت انهي ڳالهہ جي گهر ٿي ڪئي تہ جن ماڻهن کي عام راءِ ڏوهي قرارڏنو هيو ۽ مذمت ڪئي هئي، انهن ماڻهن خلاف جيڪو ڪجهہ ڪرڻو آهي ان کي خاموشي ۽ تيزي سان ڪري ڇڏجي.[1] مملڪت جي بقا ۽ شهر ۾ امن ۽ انتظام کي برقرار رکڻ انهيءَ ڳالهہ تي منحصر هيو تہ ان کان اڳ جو جوابدار پنهنجن خاندان وارن کي پاڻ سان ملائي هنن مٿان چڙهائي ڪرڻ لاءِ آماده ڪن، انهن کي جوڳي سزا ڏيڻ تي تڪڙو عملدارآمد ڪيو وڃي.

## شوال سن ۲ هجري مطابق فبروري 624ع

انهن ٻنهي غدارن جي حشر ۽ انهن جي برادري، بنوقينقاع، وارن جي مديني جي حدن مان نيڪالي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خلاف بنونضير وارن جي دل منجهہ دشمني جو سخت جذبو پيدا ڪري ڇڏيو هيو. بنوقينقاع وارن مٿان لاڳو ڪيل پابندي سان واسطو رکندڙ حالتون تفصيلي ذڪر جون گهرجائو آهن. جڏهن يهودين جا ٻيا قبيلا خاص طور تي زراعت سان وابستہ هيا، اتي بنو قينقاع وارن وٽ مشڪل ڪو ٻني جو ٻارو يا ڪجين جو وڻ هيو. اهي گهڻو ڪري هٿ جي

---

[1] اسان جا عيسائي تاريخدان اهو وساري ٿا ڇڏين تہ خود "ڏاهي" سولن(Solon) پنهنجي ننڍڙي شهر جي حفاظت لاءِ اٿينز جي شهرين تي اها ذميواري عائد ڪئي هئي تہ فسادين جو پيڇو ڪرڻ سان يا عوامي هنگامن دوران ڪنهن بہ هڪڙي ڌر جو پاسو ڪٽي حڪومت طرفان سزا ڏيندڙ تي وڃن. اهي انهيءَ حقيقت کي بہ وساري ٿا ويهن تہ عيسائي انگلنڊ جا قانون بہ هر ماڻهوءَ کي اجازت ٿا ڏين تہ اهو قانون ٽوڙڻ واري جو پيڇو ڪري ۽ ان کي قتل ڪري ڇڏي

هر هنر جو ڌنڌو ڪندڙ ڪاريگر هيا.[1] اهي فسادي ۽ بي لغام هيا. اسڪندريا جي پنهنجن هم مذهب يهودين وانگر جهڳڙي لاءِ سدائين تيار هجڻ ڪري، اهي پنهنجي اخلاقي هلڪڙائپ لاءِ بہ بدنام ٿيل هيا. هڪڙي ڏينهن ٻهراڙي مان هڪڙي نوجوان ڇوڪري انهن جي بازار ۾ کير وڪڻڻ لاءِ آئي. يهودي ڇوڪرن ان جي گهٽي بيعزتي ڪئي. هڪڙي مسلمان واٽهڙو ان ڇوڪريءَ جو پاسو ورتو جيڪو دنگو فساد واقع ٿيو ان ۾ ڇيڙڇاڙ ڪرڻ وارو يهودي ڇوڪرو مري پيو ان تي اتي موجود سيئي يهودي ميڙجي ويا ۽ ان مسلمان کي ڪهي ڇڏيائون. ان ڪان پوءِ هڪڙي خطرناڪ صورتحال پيدا ٿي وئي. مسلمان پنهنجي ساٿي جي قتل تي ڏمرجي پيا. هٿيار ايا تي ويا ۽ تيزي سان رت وهڻ لڳو جنهن ڪري ٻنهي پاسن ڪان ڪيترائي ماڻهو قتل ٿي ويا. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جيئن ئي هنگامي جي خبر ٻڌي تڪڙا تڪڙا جاءِ واردات تي پهتا ۽ پنهنجي موجودگي ڪري پنهنجن اصحابن جي ڪاوڙ واري جوش کي روڪڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. پاڻ هڪدم غور ويچار ڪيائون تہ جيڪڏهن انهن جهڳڙن ۽ بدنظمي کي ڇڙواڳ ڇڏيو ويو تہ انجام ڪهڙو ٿيندو. مدينو دنگي فساد جو گهر ٿي ويندو جنهن ۾ دشمني رکڻ وارا ڏاڍا نقصان جي پرواھ ڪرڻ ڪان سواءِ هڪ ٻئي کي قتل ڪري ڇڏيندا. يهودين پنهنجي طرفان ٿيل معاهدي جي شرطن جي ڄاڻي واڻي ڀڃڪڙي ڪئي هئي. اهو ضروري هيو تہ مضبوط هٿن سان انهيءَ جي روڪٿام ڪجي ورنہ امن ۽ سلامتي جي مڙني اميدن کي الوداع چئجي. تنهن ڪري حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بنوقينقاع وارن جي گهرن ڏانهن تشريف کڻي ويا ۽ انهن کي فرمايائون تہ اهي مڪمل طور تي اسلام قبول ڪري مسلمانن جي جماعت ۾ شامل ٿي وڃن يا مدينو خالي ڪري وڃن. يهودين جو جواب نهايت چڙ ڏيارڻ واري انداز جو هيو. "اي محمّد! تون پنهنجن قريشين مٿان فتح حاصل ڪرڻ ڪري مغرور نہ ٿجان. تنهنجو لڙائي جي مهارت ڪان اڻ ڄاڻ ماڻهن سان واسطو پيو هيو. جيڪڏهن

---

[1] طبري جلد ٽيون.

تون اسان سان مقابلو ڪرڻ گھرين ٿو تہ اسان توکي ڏيکاري ڇڏينداسين تہ اسان مڙس ماڻھو آھيون."[1] پوءِ انھن پاڻ کي مٿي پنھنجن قلعن ۾ بند ڪري ڇڏيو ۽ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي مزاحمتي حالت ۾ آڻي ڇڏيائون. پر انھن کي آڻ مڃائڻ قطعي ضروري ھيو. انھي ڪري وقت وڃائڻ کان سواءِ انھن جي قلعن جو محاصرو ڪيو ويو. پندرھن ڏينھن کان پوءِ انھن آڻ مڃي. پھريائين تہ اھو خيال ڪيو ويو تہ انھن کي ھڪڙي سخت سزا ڏني وڃي، پر حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي طبيعت جي نرمي انصاف جي سخت تقاضائن تي غالب پئجي وئي ۽ بنو قينقاع وارن تي جلاوطني جي معمولي بندش وڌي وئي ھئي.

اھي سيئي واقعا بنونضير جي سينن ۾ ڪنڊن وانگر چُڀي رھيا ھيا. انھن حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ فقط ڪنھن مناسب وجھ جو انتظار ٿي ڪيو. تنھن ڪري پنھنجي وچ ۾ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي موجودگي کي خوش قسمتي سمجھڻ لڳا. پر جيئن اسان اڳ بڌائي آيا آھيون، انھن جا منحوس ارادا پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نظر کان ڳجھا ڪونہ ھيا. پاڻ ھڪدم انھيءَ جاءِ تان اٿي ويا ۽ يھودين جي دل ۾ شڪ ظاھر ڪرڻ کان سواءِ ائين پاڻ کي ۽ پنھنجن ساٿين کي ھڪڙي يقيني تباھي کان بچائي ويا.[2]

---

[1] ابن ھشام. طبري بنوقينقاع وارن جي جواب کي ٿورو مختلف نموني ۾ بيان ٿو ڪري، پر سيئي تاريخدان ان جي گستاخي وارو ۽ توھين آميز ھجڻ تي متفق آھن. مون کي سمجھ ۾ ڪونہ ٿو اچي تہ گبن (Gibbon) اھو انتھائي عاجزي وارو جواب ڪٿان ھٿ ڪيو جيڪو ھو انھن يھودي ماڻھن جي واتان بيان ڪرائي ٿو.

[2] جيئن تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم يا سندن ڪنھن اصحابي طرفان يھودين جي نيت تي شڪ ڪرڻ جو اظھار انھن ماڻھن کي پريشان ڪري ڇڏي ھا ۽ اھي ھڪدم ڪائي اٽڪل ڪري وٺن ھا، انھيءَ ڪري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم پاڻ اڪيلي سر اتان تشريف کڻي ويا ۽ پنھجن اصحابن کي اتي ڇڏي ويا، ان مان يھودين اھو اندازو لڳايو تہ پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم گھڙو پري ڪونہ ويا آھن ۽ جلدئي موٽي ايندا.

جيئن بنوقينقاع وارن ڪيو هيو هاڻي بنونضير وارن بہ پاڻ کي مڪمل طور انهيءَ جاءِ تي آڻي بيهاريو هيو. انهن پنهنجي عمل ذريعي خودبخود پاڻ کي معاهدي جي دائري مان خارج ڪري ڇڏيو هيو تنهن ڪري مديني واپس پهچڻ کان پوءِ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن ڏانهن ساڳي پابندي جو نياپو موڪليو جيڪا بنوقينقاع وارن تي لڳائي وئي هئي. بنونصير وارن منافقن ۽ عبدالله بن ابي جي امداد تي ڀاڙيندي نافرماني وارو جواب موڪليو. بهرحال، عبدالله بن ابي ۽ پنهنجن ڀائرن بنوقريظہ وارن جي مدد واري واعدي کان نااميد ٿيندي پندرنهن ڏينهن[1] جي محاصري کان پوءِ آڻ مڃي انهن شرط قبول ڪرڻ جي حامي ڀري، ساڳي ڀرين آڇ کي ورجايو ويو ۽ انهن پنهنجا وٿاڻ خالي ڪرڻ تي راضپو ڏيکاريو. انهن کي اجازت ڏني وئي تہ هٿيارن کان سواءِ[2] کڻڻ جهڙي ٻي هر شئي ٻلي کڻي وڃن. پنهنجن گهرن کي مسلمانن جي لاءِ رهڻ جي قابل نہ ڇڏڻ جي ارادي سان انهن روانو ٿيڻ کان اڳ سيني گهرن کي ڊاهي ڇڏيو.[3]

## ربيع الاول سن 4 هجري مطابق جون ـ جولاءِ 625ع

انهن جون زمينون ۽ لڙائي جو سامان جيڪو اهي کڻي نہ سگهيا هيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انصارن جي راضپي سان مهاجرن ۾ ورهائي ڇڏيو جيڪي ان وقت تائين مدد لاءِ مڪمل طور تي مديني وارن جي فراخدلي تي ڀاڙيندا هيا. مهاجرن ۽ انصارن جي وچ ۾ جيڪو مضبوط ڀائيچاري وارو پيار موجود هيو ان جي باوجود حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي خبر هئي تہ مديني وارن جي مدد بس گذربسر جو هڪڙو اڻ پوريو ذريعو هئي، ۽ ان تي مستقل طور ڀاڙڻ ممڪن ڪونہ آهي. تنهن ڪري پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انصارن منجهان اهم ماڻهن کي پنهنجي پر ۾ ويهاريائون ۽

---

[1] طبري ٻارهن ڏينهن ٻڌائي ٿو.(جلد ٽيون).

[2] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو، ابوالفدا.

[3] سورت حشر آيت 2.

معلوم ٿيائون تہ پاڻ جيڪڏهن يهودين طرفان هتي ڇڏيل سامان کي انهن غريب پائرن ۾ جيڪي ساڻن مڪي مان گڏ آيا هيا. ورهائين تہ انهن کي اعتراض تہ ڪونہ ٿيندو. انهن هڪ آواز ٿي عرض ڪيو "يهودين جو سڀ سامان اسان جي انهن پائرن کي ڏئي ڇڏيو اسان دل سان عرض ٿا ڪريون تہ اسان جي مال مان بہ انهن کي ڪجهہ حصو ڏيو." انهيءَ کان پوءِ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان مال ملڪيت کي سڀني مهاجرن ۽ ٻن انصارن جيڪي پڻ تمام گهڻو غريب هيا، ۾ ورهائي ڇڏيو.[1]

بنونضير جي نيڪالي هجرت جي چوٿين سال ربيع الاول جي مهيني ۾ عمل ۾ آئي.[2] انهيءَ سال جو باقي عرصو ۽ ايندڙ سال جو شروعاتي حصو مسلمانن خلاف بدوي قبيلن جي ڪڏهن ڪڏهن ٿيندڙ دشمني وارين ڪوششن کي روڪڻ ۽ مديني جي سرحدن تي ڪجهہ قاتلاڻين ڦرلٽ وارين ڪاروائين جي بدلي ۾ سزائون ڏيڻ ۾ گذريو.[3]

---

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو. طبري جلد ٽيون. ان کان پوءِ اهو اصول مقرر ٿيو تہ لڙائي کان سواءِ جيڪڏهن ڪو مال ملڪيت هٿ ايندا تہ اهي مملڪت يا مملڪت جي سربراه جي ملڪيت سمجهيا ويندا. ۽ انهيءَ جي استعمال جو اختيار مملڪت جي سربراه جي مرضي (صوابديد) تي هوندو (ڏسو ايم ڪئيري M. Querry جو "ڊروئٽ مسلمان" Droit Mussalman ). سورت حشر ۾ جن واقعن ڏانهن اشارو ٿيل آهي اهي سڀ جا سڀ بنو نضير جي جلاوطني سان تعلق رکن ٿا.

[2] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو. پر طبري جلد ٽئين ۾ ٻڌائي ٿو تہ اهو صفرجو مهينو هيو.

[3] اهڙي نموني جي هڪڙي مهم دومت الجندل جي عيسائي عربن جي خلاف موڪلي وئي هئي (ابوالفدا جي قول موجب اها جاءِ دمشق کان ڏکڻ طرف ستن ڏينهن جي پنڌ تي آهي) ڇوتہ انهن مديني وارن جي شام ڏانهن اچ وڃ ۾ رڪاوٽ وڌي هئي ۽ مديني تي حملو ڪرڻ جي بہ ڌمڪي ڏني هئائون. بهرحال، مسلمانن جي پيش قدمي تي اهي ڦڏاق ٿي ويا ۽ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم هڪڙي پاڙيسري سردار سان صلح جو معاهدو ڪرڻ کان پوءِ مديني موٽي آيا. پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم ان کي مديني جي چراگاهن ۾ مال چارڻ جي اجازت ڏنائون.(ڪوسين ڊي پرسيول جلد ٽيون)، طبري جلد ٽيون.

## سن 5 هجري مطابق 3 مئي 626ع کان 23 اپريل 627ع

انهي دوران اسلام جا دشمن ڪنهن نہ طريقي سان خاموش ڪونہ هيا. مسلمانن جي خلاف قبيلن کي ڀڙڪائڻ لاءِ ڪافرن هر هنڌ پنهنجا ايلچي موڪلي ڇڏيا هيا. انهن ڪوششن ۾ يهودي وڏيڪ ڦڙت هيا. بنونضير وارن مان ڪجھ ماڻهن خيبر جي ويجهو پنهنجي برادري جي پنيرائي ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي، ۽ اتي بدلي وٺڻ واري اميد جي باھ ۾ ٻرندي مسلمانن جي بربادي لاءِ هڪڙي ٻي جماعت ٺاهڻ جي ڪوشش ۾ جنبي ويا هيا.[1] انهن جون ڪوششون انهن جي اميدن کان بہ وڌيڪ ڪامياب ويون. جلدئي هڪڙو وڏو ناقابل شڪست اتحاد ٺهي ويو ۽ ڏهن هزار ناهوڪن پهلوانن تي مشتمل هڪڙي لشڪر، ڪنوردل ابوسفيان جي اڳواٽي ۾ مديني تي چڙهائي ڪئي. رستي ۾ بغير ڪنهن رڪاوٽ پيش اچڻ جي اهي جلدئي مديني کان ٿورن ميلن جي مفاصلي تي پهتا ۽ احد جبل واري غير محفوظ طرف کان حملي لاءِ ڪليل علائقي ۾ لڏو لاٿائون.

## شوال سن 5 هجري مطابق 2 فبروري 627ع

انهي دشمن لشڪر جو مقابلو ڪرڻ لاءِ مسلمان صرف ٽن هزارن جو لشڪر گڏ ڪري سگهيا.[2] پنهنجي تعداد جي ٿورائي جي اثر هيٺ ۽ پڻ شهر اندر منافقن جي ڌڙابندي واري مخالفت جي ڪري[3] دشمنن تي حملو ڪرڻ جي بجاءِ انهن پاڻ کي رڳو بچاءُ واري حالت ۾ رکڻ لاءِ مديني جي غير محفوظ گهرن جي چوڌاري هڪڙي اونهي نالي (خندق) کوٽي ۽ عورتن ۽ ٻارن کي پنهنجن مضبوط گهرن ۾ ڇڏي اهي پاڻ شهر جي ٻاهران اچي ترسيا. جتي انهن جي آڏو صرف اها هڪڙي خندق ئي بچاءُ جو ذريعو هئي. انهي دوران انهن ٻئي پاسي جي سلامتي لاءِ اهو ڀروسو ڪيوتہ عملي طور ڪا مدد نہ ڪندا تڏهن بہ بنوقريظہ غيرجانبدار رهندا. ذڪر اوپر ۾ ٿوري پنڌ تي بنوقريظہ وارن جا قلعا هيا. ۽

---

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو، طبري جلد ٽيون.

[2] ابن هشام.

[3] سورت احزاب آيت 12 کان 14.

معاهدي ڪري هر حملي خلاف مسلمانن جي مدد ڪرڻ لاءِ بہ ٻڌل هيا. ليڪن ڪافرن انهن يهودين کي پنهنجي واعدي جي انحرافي ڪرڻ ۽ قريشين جو ساٿ ڏيڻ لاءِ راضي ڪري ورتو هو. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم کي جيئن ئي انهن جي وفاداري مٽائڻ جي خبر پئي تہ پاڻ ڪريمن "ٻن سعد نالي" اصحابن يعني حضرت سعد بن معاذ رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت سعد بن عباده رضي الله تعاليٰ عنہ کي نمائندا ڪري موڪليو تہ انهن کي قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن تہ جيئن اهي پنهنجي واعدي تي موٽي اچن. انهن جو جواب سرڪشي وارو ۽ مايوس ڪندڙ هيو: "محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) ڪير ٿيندو آهي، ۽ ڪير آهي الله جو رسول جو اسان ان جو حڪم مڃون؟ ان جي ۽ اسان جي وچ ۾ ڪو معاهدو يا اتحاد ڪونہ آهي."[1]

جيئن تہ اهي يهودي اندرين صورتحال کان گهڻو واقفڪار هيا ۽ شهر جي ڪمزور پهلوئن جي ڄاڻ ذريعي حملي آورن جي مدد ڪري ٿي سگهيا، انهيءَ ڪري مسلمانن منجهہ گهبراهٽ وڌي وئي، جڏهن تہ شهر اندر منافق جماعت جي موجودگي بہ خطري جا جواز وڌائي ڇڏيا هيا.[2]

ڪافر ۽ يهودي جڏهن پنهنجين سمورين ڪوششن جي باوجود مسلمانن کي کليل ميدان ۾ آڻڻ يا يهودي مخبرن جي رهنمائي هيٺ شهر ۾ اوچتو ڪڙڪڻ ۾ ناڪام ٿيا تہ هڪڙي عام حملي ڪرڻ جو فيصلو ڪيائون. گهيراءَ کي اڳيئي ويهہ ڏينهن ٿي ويا هيا. ريگستان جا بي صبرا قبيلا جن مسلمانن لاءِ سولي شڪار هجڻ جي اميد لڳائي قريشين ۽ پنهنجن يهودي ساٿارين سان گڏيل مفاد جو قول ۽ اقرار ڪيو هيو انهيءَ اينگهيل مهم کان بيزار ٿي رهيا هيا. انهي نازڪ گهڙي تي

---

[1] ابن هشام، سر وليم ميور جلد ٽيون.

[2] انهي واقعي جي منظر کي سورت احزاب ۾ خوبصورت نموني ۾ بيان ڪيو ويو آهي، مان هتي ڪجهہ آيتن جو حوالو ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان: "جڏهن انهن ماڻهن توهان تي هر طرف کان چڙهائي ڪئي ۽ توهان جون اکيون کليون رهجي ويون ۽ توهان جو جيئرو وات ۾ اچي ويو ۽ توهان الله جي باري ۾ مختلف ڳالهيون ڪرڻ لڳا، ان وقت مؤمنن جو امتحان ورتو ويو ۽ انهن تي شديد ڏڪڻي طاري هئي، ۽ جڏهن منافق ۽ اهي ماڻهو جن جي دلين ۾ شڪ جو مرض هيو ائين چئي رهيا هيا تہ اسان سان الله ۽ ان جي رسول ڪوڙو واعدو ڪري رکيو آهي."(سورت احزاب آيت 10 کان 12.)

گهيرو ڪندڙ فوج جي اڳواڻن طرفان مسلمانن جي ننڍڙي لشڪر تي ڪڙڪي پوڻ لاءِ خندق ٽپڻ جو وڏيون ڪوششون ڪيون ويون هيون. ليڪن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان اڻٿڪ پهريداري ڪري هر ڪوشش ناڪام بڻائي وئي هئي. ائين پئي لڳو تہ حالتون هاڻي گهيراءُ ڪندڙ فوج جي خلاف گڏ تي رهيون آهن: انهن جا گهوڙا تيزي سان مري رهيا هيا ۽ ڪاڌ خوراڪ جو سامان بہ کٽي رهيو هيو. انهن جي وچ ۾ نااتفاقي چوٽ چڙهي وئي هئي، ۽ ڳوڙهي نظر رکڻ واري مسلمانن جي سردار بيمثال دانائي ڪان ڪم وٺي ان کي حقيقي جدائي ۾ بدلائي ڇڏيو. اوچتو اهو عاليشان لشڪر، جيڪو ائين لڳي رهيو هيو تہ مسلمانن تي اڻٽر تباهي سان مصيبت آڻي ڇڏيندو نظرن کان گم تي ويو. رات جي اونداهي ۾ انڌاري واري طرفان ۽ مينهن ڪري انهن جا خيما پٽجي اڏامي ويا، انهن جون بتيون وسامي ويون، ابوسفيان ۽ ان جي هيبتناڪ لشڪر جي اڪثريت پٺي وئي، ڪجهہ ٽورن بچيل ماڻهن بنوقريظہ وارن وٽ پناه ورتي.[1] حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم رات جوئي پنهنجن اصحابن کي اڳوات ٻڌائي ڇڏيو هيو تہ انهن جا دشمن ڇڙوڇڙ تي ويندا. صبح صادق انهن جي اڳڪٿي کي سچو ثابت ٿيل ڏٺو ۽ مسلمان خوشي مان شهر ڏانهن واپس موٽي آيا.[2]

<u>سن 5 هجري مطابق 28 فبروري 626ع کان 24 مارچ 627ع</u>

پر مسلمانن جي خيال ۾ مڪمل سوڀ حاصل ڪرڻ تي هئي چوتہ بنوقريظہ وارا اجا انهن جي پاڙي ۾ رهندڙ هيا ۽ اسلام جي شهر کي هر وقت انهن کان خطرو لاحق هيو. انهن پاڻ کي هنن جو حلف يافتہ ساٿي هجڻ جي بجاءِ غدار ثابت ڪيو هيو بلڪ هڪڙي موقعي تي مديني تي اوچتو حملو ڪرڻ وارا هيا ـ اهڙو موقعو جيڪو جيڪڏهن ڪامياب تي وڃن ها تہ نتيجي ۾ مسلمانن جو ڪوس تي وڃي ها. تنهن ڪري مسلمانن ان ڳالهہ کي پنهنجي ذميواري سمجهي تہ انهن کي انهيءَ غداري جي وضاحت ڪرڻ لاءِ چوڻ. انهن هوڏ ڪندي وضاحت ڪرڻ کان انڪار ڪيو. نتيجو اهو نڪتو تہ يهودين جو گهيراءُ ڪيو ويو ۽

---

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو.

[2] اسلامي تاريخي واقعن ۾ انهي لڙائي کي "جنگ خندق" سڏيو ويو آهي.

انهن کي مجبور ڪيو ويو تہ پنهنجي مرضي مطابق آڻ مڃين. انهن صرف هڪڙو شرط رکيو تہ انهن جي باري ۾ فيصلو بنواوس جي سردار حضرت سعد بن معاذ رضي الله تعاليٰ عنہ تي ڇڏيو وڃي. اهو اصحابي هڪڙو سخت طبيعت جنگجو هيو ۽ انهيءَ حملي ۾ زخمي ٿي پيو هيو (انهيءَ زخم ڪري ئي پوءِ وفات ڪيائين) يهودين جي غداري واري روش ڪري مڃريل هجڻ ڪري سزا ٻڌايائين تہ جيڪي بہ وڙهڻ جي قابل ماڻهو آهن انهن کي قتل ڪيو وڃي ۽ انهن جي عورتن ۽ ٻارن کي مسلمانن جو غلام بنايو وڃي. تنهن ڪري فيصلي مطابق انهيءَ سزا تي عمل ڪيو ويو.[1] لين پول(Lane Poole) لکي ٿو "اها تمام سخت ۽ خوني سزا هئي, جيڪو البجنز (Albigenses) تي حملو ڪرڻ واري ڪليسائي فوج جي جرنيلن کي سونهندو هيو يا ان جو مثال ڪٽر عيسائين يعني پيوريٽن (Puritans) طرفان آگسٽن (Augustan) دور ۾ کيل ڪارنامن ۾ ملي ٿو. پر اهو ياد رکڻ گهرجي تہ گهيراءَ واري عرصي دوران مملڪت جي خلاف انهن جو ڏوهہ وڏي دغابازي وارو هيو. ۽ اهي ماڻهو جن کي تاريخ کان واقفيت آهي تہ ويلنگٽن (Wellington) جي فوج جنهن رستي کان گذري انهن جي چڙهائي جي نشاندهي ڦرلٽ ڪندڙن ۽ پاڇوڪڙ سپاهين جا وڻن ۾ لٽڪيل لاش ڪندا هيا, تہ پوءِ تنقيد ڪندڙن کي هڪڙي غدار قبيلي کي ڏنل تڪڙي سزا تي حيران نہ ٿيڻ گهرجي.[2]

ميور (Muir), اسپرنجر(Sprenger), وايل (weil) ۽ اوسبرن (Osborn) جهڙن پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عيسائي سيرت نگارن کي بہ مختلف يهودي قبيلن مٿان مڙهيل سزا پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي حملا ڪرڻ جو بهانو مهيا ڪيو آهي. بنوقينقاع ۽ بنونضير وارن کي ڏنل سزا انهن جي ڪرتوتن کان تمام گهٽو گهٽ هئي. صرف بنوقريظہ وارن سان ئي اهڙو سخت ترين رويو اختيار ڪيو ويو هيو.

---

[1] ابن هشام, ابن اثير جلد ٻيو, طبري جلد ٽيون.

[2] ڏسو ڪتاب "سليڪشنس فرام دي قرآن" ( Selections from the Quran_ Introduction)

بهرحال، انساني فطرت اهڙي نهيل آهي جو ڪنهن بہ ماڻهوءَ کان کهڙا بہ ڏوهي عمل تي وچن ٿا. پر جيڪڏهن ان سان سختي جو اهڙو عملي مظاهرو ڪيو وڃي جيڪو اسان جي ذهن کي سخت ۽ ظالماڻو لڳندو هجي تہ احساس جو هڪڙو فطري ردعمل پيدا ٿيندو آهي ۽ اسان جي دلين منجهہ انصاف جي جذباتي احساس جي جاءِ تي همدردي پيدا ٿي ويندي آهي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ اسان جي نقطہ نظر کان بنوقريظہ کي ڏنل سزا سخت ترين هئي. پر اسان ڪيترو بہ افسوس ڪريون تڏهن بہ انهن ويچارن ماڻهن جي قسمت جو فيصلو انهن جي پنهنجي درخواست تي هڪڙي چڙ ڏياريل جنگجو جي هٿ ۾ ڏنو ويو هيو ۽ اسان ڪيترو بہ افسوس ڪريون تہ ان ماڻهوءَ طرفان ٻڌايل سزا تي هڪدم عمل ڪيو ويو پر ان جي باوجود اسان کي همدردي جي جذبي ۾ ان ڏوهہ جي سزا لاءِ انصاف جي ڳوڙهي مسئلي (تقاضا) کي بہ نظرانداز ڪرڻ نہ گهرجي. اسان کي لازمي طور انهيءَ ڏوهہ جي نوعيت کي ذهن ۾ رکڻ گهرجي جنهن جا اهي مرتڪب ٿيا هيا ـ انهن جي غداري، انهن جي کلم کلا دشمني، ۽ انهن جو اهڙي معاهدي کان ڦري وڃڻ جنهن جي پابندي لاءِ انهن حلف کنيو هيو. گڏوگڏ، اسان کي انهن ورغلائڻ وارين هُشين کي بہ نظرانداز نہ ڪرڻ گهرجي جيڪي انهن پاڪ يهودا جي پوڄارين بت پرستي جي عمل کي جاري رکڻ لاءِ مشرڪ عربن کي ڏنيون. ڪجهہ مسلمان قدرتي طور بااخلاق عيسائي جو هم خيال ٿي اهو چوڻ جو ضرور لاڙو ڏيکاريندو: "لچي کي هڪ دفعو نہ پر سو ڀيرا سزا ڏيڻ انهيءَ ڪري بهتر آهي تہ متان اهو جيڪي اجا معصوم آهن انهن کي پنهنجي صحبت اختيار ڪرڻ جي ترغيب ڏئي."[1]

اهي مسلمان ان نصيحت ڪندڙ سان هم خيال ٿي صرف هڪڙي لفظ جي فرق سان ضرور اهو بہ چئي ٿا سگهن: "اسان صرف اهو سوچيون تہ جيڪڏهن عربن[2] جي تلوار پنهنجو ڪم پوري طرح انجام نہ ڏئي ها تہ اسان جو ۽ آسمان جي ڇتي هيٺ رهندڙين قومن جو ڪهڙو حشر ٿئي ها. ڇا عربن جي تلوار پنهنجي انتهائي خوني ڪاروائين ۾ بہ ڌرتي جي سيني ملڪن لاءِ رحم جو اهڙو عملي نشان ڪونہ ڇڏيو آهي جيڪو دنيا جي پڇاڙي تائين قائم رهندو." جيڪڏهن عيسائي جو دليل

---

[1] ڏسو آرنلڊ جا خطبا (Arnold's Sermons): چوٿون خطبو "اسرائيلين جون لڙايون (Wars of the Isrelites)

[2] اصل عبارت ۾ "اسرائيلي" لفظ آهي.

صحي آهي ۽ انسانيت جي خلاف ڪونہ آهي تہ يقيني طور مسلمان جو دليل بہ ٻئي نموني جو ڪونہ ٿو ٿي سگهي. بهرحال ممڪن آهي تہ بنوقريظہ وارن تي مڙهيل انهي خطرناڪ سزا کي ٻيا مسلمان انهي ساڳي مناسبت ۾ ڏسن جنهن سان ڪارلائل (Carlyle)، ڊروگيڊا (Drogheda) جي آئرش رهاڪن لاءِ ڪنهن بہ مت ڀيد کان سواءِ قتلام جي لاءِ ڪرام ويل (Cromwell) طرفان ڏنل حڪم کي ڏسي ٿو: "هڪڙو هٿيار بند سپاهي جيڪو پنهنجي باري ۾ سچي دل سان باشعور آهي تہ اهو حقي خدا جو سپاهي آهي - اهڙو شعور جيڪو لازم آهي تہ سيني سپاهين ۽ سيني انسانن ۾ سدائين هجڻ گهرجي - هڪڙو هٿياربند سپاهي، ملڪ الموت جهڙو خوفناڪ، تقدير جهڙو بي رحم، خدا جي دشمنن کي خدا جي فيصلي مطابق سزا ڏئي ٿو."

بهرحال، اسان انهن يهودين کي ڏنل سزا کي، انهن ٻنهي مان ڪنهن بہ نقطہ نظر سان ڏسڻ لاءِ مائل ڪونہ آهيون. اسان ان کي بس هڪڙي اهڙي عمل طور ڏسون ٿا جيڪو ان وقت دنيا جي قومن منجهہ لڙائي جي مڃيل قانون سان مڪمل طور مطابقت ۾ ڪيو ويو: "انهن ڏينهن ۾ لڙائي جي مڃيل ۽ مروجہ دستورن جي سختي سان عمل درآمد ڪي."[1] انهن ماڻهن پنهنجي مٿان پاڻ مصيبت آندي پر جيڪڏهن انهن کي حضرت سعد رضي الله تعاليٰ عنہ جي فيصلي کان سواءِ ئي موت جي سزا ڏني وڃي ها تہ بہ اها ان زماني ۾ لڙائي جي اصولن سان مڪمل طور ٺهڪندڙ هجي ها. پر انهن پاڻ ئي حضرت سعد رضي الله تعاليٰ عنہ کي پنهنجي قسمت جي باري ۾ قاضي ۽ ٺياڪڙي ڪرڻ وارو چونڊيو هيو. انهن کي خبر هئي تہ حضرت سعد رضي الله تعاليٰ عنہ جو فيصلو قومن طرفان مڃيل اصولن جي بلڪل برخلاف ڪونہ هيو انهيءَ ڪري انهن ان تي ڪابہ چون چرا ڪونہ ڪئي. انهن کي خبر هئي تہ جيڪڏهن اهي پاڻ ڪامياب ٿي وڃن ها تہ اهي بنا ڪنهن پشيماني جي پنهنجن دشمنن جو قتلام ڪن ها. ماڻهو حضرت دائود عليہ السلام طرفان بادشاه جي حيثيت ۾ ڪيل قتلامن کي "ان زماني جي عام راءِ" مطابق سمجهن ٿا.[2] اڳاٽن دورن ۾ عيسائين طرفان ڪيل ڀيانڪ ڪوس کي بہ

---

[1] گروٽ (Grote) جي راءِ. ڏسو "هسٽري آف گريس" (History of Greece)، جلد ڇهون. صفحو 499.

[2] سموئل باب اٺون: "ان مفتوح بني عمون سان اجا وڌيڪ وحشياڻو سلوڪ ڪيو. انهن مان ڪن کي لوهين ڏانداربن، ڪهاڙين ۽ ڪارابن سان وڍيائون ۽ ٽڪرا ٽڪرا ڪيائون: ۽ ٻين کي سِرُن جي ڪورن (ڀٺن) ۾ وجهي ساڙي ڪوئلو (ڏسو بقايا....)

يقينن "عام راءِ" مطابق سمجهيو ويجي ٿو. پوءِ مسلمانن طرفان پنهنجي دفاع ۾ وڌيل اوائلي لڙاين کي اهڙي نقطہ نظر سان ڇو نٿو ڏٺو وڃي؟ پر، ڪهڙو بہ نقطہ نظر هجي هڪڙو غيرجانبدار ۽ تعصب کان خالي ذهن[1] ضرور مڃيندو تہ بنوقريظہ وارن مٿان مڙهيل سزا ڪري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي ڪنهن بہ الزام هڻڻ جي گنجائش ڪونہ آهي.

سزا هيٺ آيل ماڻهن جو ڳاڻاٽو 200 يا 250 کان وڌيڪ ڪونہ هوندو.

اهو ٻڌايو ويو آهي تہ زنده ماڻهن جي ورهاست ۾ ريحانہ نالي واري هڪڙي نوجوان يهودڻ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حصي ۾ آئي هئي. ڪي چون ٿا تہ اها ورهاست کان اڳ ۾ ئي پاڻ ڪريمن لاءِ ڌار ڪئي وئي هئي. عيسائي تاريخدان جيڪي سدائين اهڙي ڳالهہ هٿ ڪرڻ جي تاڙ ۾ هوندا آهن جيڪا انهن جي ذهنيت کي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مٿان الزام تراشي ڪرڻ لاءِ انهن کي جوڳو مواد فراهم ڪري، انهن انهيءَ ڳالهہ مان ڳالهوڙو ٺاهڻ لاءِ وس مان ڪونہ گهٽايو آهي. غلام بنائڻ واري عمل جي سوال جي ڇنڊڇاڻ کي ايندڙ باب لاءِ ڇڏيندي، اسان هتي صرف اهو ٻڌائيندا سين تہ توڙي جيڪڏهن ريحانہ جي ائين ورهاست سچي هجي ها تہ بہ جديد خيالن جي نقطہ نظر کان اسان کي ان ڳالهہ تي نڪتہ چيني ڪرڻ جو ڪو حق ڪونہ آهي، ڇوتہ اها ورهاست انهن ڏينهن ۾ لڙائي جي تسليم ٿيل دستورن سان مڪمل طور تي ٺهڪندڙ هئي. ريحانہ جي باري ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهرواري ٿيڻ واري آڪاٽي هٿ ٺوڪي آهي ڇوتہ انهي واقعي کان پوءِ، اها تواريخ مان گم ٿي وڃي ٿي ۽ اسان کي ان جي ڪائي ڄاڻ ڪونہ ٿي پوي، جڏهن تہ حضورجن جي ٻين گهروارين جي باري ۾ اسان وٽ پوري ۽ تفصيلي معلومات موجود آهي.

---

(بقايا) ڪيائون......" وڌيڪ مطالعي لاءِ ڏسو ميٽلنڊ (Meitland) جو "جيوش لٽريچر اينڊ ماڊرن ايجوڪيشن" (Jewish Literature and Modern Education) صفحو 21 ۽ اسٽينلي جو "ليڪچرس آن جيوش چرچ"، جلد ٻيو، صفحو 99.

[1] يورپين مان مونکي صرف موسيو بار ٿلمي(M. Barthelemy)، سينٽ هليئري (St. Hilaire)، مسٽر جانسن(Mr. Johnson) ۽ مسٽر اسٽينلي لين پول جي خبر آهي تہ اهي تعصب جو شڪار ڪونہ هيا.

# باب ڇهون

## حضرت محمّد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي رحمدلي

دَعَا اِلي الله فَالمُستَمسِڪُون بِہِ
مُستَمسِڪُونَ بِحَبلِ غَيرِ مُنقَصِمِ

<u>سن 6 هجري مطابق23 اپريل 627ع کان 12 اپريل 628ع</u>

مديني جي نئين جماعت کي تباھ ڪرڻ جي مقصد سان يهودين ۽ ڪافرن جيڪو ڏيڍارينڊڙ اتحاد قائم ڪيو هيو اهو مڪمل طور تي ناڪام ٿي ويو هيو جنهن لاءِ مسلمان نيڪ چون ٿا تہ اهو هڪڙو معجزو هيو.[1] پر ريگستان جا پسگردائي وارا وحشي ۽ خطرناڪ قبيلا، مديني جي پرسان قتل ۽ ڦرلٽ ڪندا رهندا هيا. رياست جي بقا گهُر ڪري رهي هئي تہ انهن جي روڪٿام لاءِ پڪن قدمن کڻڻ جو بندوبست ڪيو وڃي. انهن ڦورن خلاف ڪيترائي حملو ڪندڙ جٿا موڪليا ويا پر وٺ ۾ نہ ايندڙ ريگستاني اولاد عام طور تي مسلمانن جي پهچڻ کان اڳ ئي گسائي لڪي ٿي ويا. بنولحيان وارا جن حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي عرض ڪيو هيو تہ انهن کي اسلام جي تعليم ڏيڻ لاءِ پنهنجن ڪجھ اصحابن کي انهن ڏانهن موڪلين ۽ جن ماڻهن انهن نمائندن جي پهچڻ تي ڪجھ کي قتل ڪري ڇڏيو هيو ۽ ڪجھ کي قيد ڪري مڪي وارن هٿ وڪڻي ڇڏيو هيو. انهن کي ان وقت تائين ڪابہ سزا ڪونہ ملي هئي. هاڻي وقت اچي ويو هيو تہ انهيءَ ڏوھ جو بدلو ورتو وڃي. انهيءَ سال جمادي الاول مهيني ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پنهنجي اڳواڻي ۾ هڪڙي فوجي جٿي بنولحيان وارن تي چڙهائي ڪئي. البتہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چڙهائي ڪرڻ جي اڳواٽ خبر ملڻ ڪري

---

[1] ڏسو سورت احزاب آيت 9.

ڦورو جبلن ۾ پيچي ويا ۽ مسلمان پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ کان سواءِ مديني موٽي آيا.[1]

صرف ٿورا ڏينهن گذريا هيا تہ بنو غطفان جي بدوي ٽولن جي هڪڙي شاخ بنوفزاره جو سردار شهر جي پرسان واري علائقي ۾ اوچتو چڙهائي ڪري آيو ۽ اٺن جي هڪڙي وڏي ولر کي ڦري ڪاهي ويو. اهي اٺن جي سنڀاليندڙ کي قتل ڪري ان جي زال کي بہ پاڻ سان گڏ کڻي ويا. مسلمانن جلدئي انهن جو پيڇو ڪيو ۽ ڪجهہ جانور هٿ ڪري ورتائون پر بدوي ڦريل مال جي باقي حصي سان ريگستان ڏانهن پيچي گم ٿي ويا.

اندازن اهو ئي زمانو هيو جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سينائي جبل جي پرسان سينٽ ڪيٿرين(St.Catherine) جي راهب خاني ۾ رهندڙ راهبن ۽ ٻين عيسائين سان اهڙو معاهدو ڪيو جنهن لاءِ بجاطور تي چيو ويو آهي تہ دنيا جي تاريخ جيڪڏهن تعصب کان پاڪ ۽ سهپ جا شاندار ڪارناما پيش ڪري سگهي ٿي تہ اهو انهن مان هڪڙو آهي. اهو مشهور دستاويز جنهن کي اسلامي واقعا لکندڙ تاريخدانن جيئن جو تيئن لکي محفوظ ڪري ڇڏيو آهي، اهو نظرئي جي روشن خيالي ۽ ڪشادي سوچ جو هڪڙو شاندارنمونو آهي. انهيءَ دستاويز وسيلي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم عيسائين لاءِ اهڙين رعايتين ۽ حقن کي يقيني بڻايو جيڪي انهن کي پنهنجي عقيدي وارين حڪومتن اندر بہ نصيب ڪونہ ٿيا هيا. ۽ اعلان ڪيو ويو تہ انهيءَ دستاويز ۾ جيڪو ڪجهہ لکيل آهي ان جي ڪنهن بہ مسلمان طرفان انحرافي يا بدسلوڪي ڪئي ويندي تہ ان مسلمان کي الله تعاليٰ جي معاهدي جي پيڪڙي ڪندڙ الله تعاليٰ جي فرمانن جو انڪاري ۽ ان جي دين جو باغي سمجهيو ويندو. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي طور بہ ۽ پنهنجن اصحابن کي بہ تاڪيد ڪيو تہ عيسائين جو بچاءُ ڪن. عيسائين سان واعدو ڪيو ويوتہ انهن جي گرجاگهرن ۽ انهن جي پادرين جي رهائشن جي حفاظت ڪئي ويندي ۽

---

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو، طبري جلد ٽيون.

انهن کي هر تڪليف کان بچائيو. انهن تي غيرمنصفاڻو محصول ڪونہ مڙهيو ويندو. ڪنهن بہ بشپ کي ان جي بشپ واري عهدي تان ڪونہ هٽايو ويندو. ڪنهن بہ عيسائي تي پنهنجي مذهب کي ترڪ ڪرڻ لاءِ زوربار ڪونہ ڪيو ويندو. ڪنهن بہ راهب کي ان جي ٽاڪ تان ڪونہ ڪڍيو ويندو. ڪنهن بہ زيارتي کي ڪعبت الله شريف جي زيارت ڪرڻ کان ڪڏهن بہ روڪيو ويندو. مسجدون ٺاهڻ لاءِ يا مسلمانن جا گهر ٺاهڻ لاءِ گرجاگهرن کي ڪونہ ڊاهيو ويندو. مسلمان مردن سان پرڻيل عيسائي عورتن کي حق هوندو تہ اهي پنهنجي مذهب تي عمل ڪن ۽ انهيءَ باري ۾ انهن تي ڪنهن بہ قسم جي زبردستي يا ناراضگي ڪونہ ڪئي ويندي. جيڪڏهن عيسائين کي انهن جي گرجاگهرن يا راهبن جي خانقاهن کي مرمت ڪرڻ، يا ڪنهن ٻئي مذهبي معاملي ۾ امداد جي گهرج هوندي تہ مسلمان انهن جي مدد ڪندا. ان ڳالهہ کي انهن جي مذهب ۾ شرڪت ڪرڻ ڪونہ سمجهيو ويندو پر محض انهن جي ضرورت وقت مدد ڪرڻ، الله تعاليٰ ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حڪمن جي اطاعت سمجهيو ويندو جيڪي الله تعاليٰ طرفان عطا ڪيل اختيار ۽ سندن رسالت هيٺ عيسائين جي حق ۾ صادر ڪيا ويا هيا. جيڪڏهن مسلمان ڪنهن ٻاهرين عيسائي طاقت سان دشمني واري ويڙهہ ۾ رڌل هوندا، تہ بہ مسلمانن سان گڏ رهندڙ عيسائين سان انهن جي عقيدي جي بهاني تي نفرت وارو برتاءُ ڪونہ ڪيو ويندو. عيسائين سان ڪابہ غلط روش اختيار ڪرڻ واري مسلمان کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو نافرمان سمجهيو ويندو.

جيڪو شخص برائي جو بدلو برائي سان ڏيڻ جي طاقت رکڻ جي باوجود نہ صرف معاف ڪرڻ جي خدائي اصول جي تبليغ ڪري ٿو پر ان جو عملي مظاهرو بہ ڪري ٿو تہ انسانن جي دل ۾ هميشه ان جي سيرت متعلق عظمت ۽ بزرگي جو خيال پيدا ٿيندو آهي. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انتظامي سربراهہ ۽ ماڻهن جي زندگي ۽ آزادي جي رکوالي جي حيثيت ۾ جڏهن عدل ڪندا هيا تہ انصاف جي حصول لاءِ هر ڏوهي کي ڏوهہ جي جوڳي سزا ڏيندا هيا. پر حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم، هڪڙي پيغمبر ۽ هڪڙي اوستاد جي

حيثيت ۾ پنهنجن جاني دشمنن سان بہ رحم ۽ نرمي وارو سلوڪ ڪندا هيا. سندن شخصيت ۾ اهڙيون اعليٰ خوبيون گڏ ٿيل هيون جن لاءِ انساني ذهن سوچي سگهي ٿو يعني انصاف ۽ احسان.

ريگستان جي سرڪش عربن خلاف هڪڙي مهم دوران بنوحنيفہ قبيلي جو سردار ثمامہ بن اثال مسلمانن هٿان قيد ٿي ويو. ان کي مديني وٺي آيا جتي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مهربانين کان اهو ايترو تہ متاثر ٿيو جو هڪڙي دشمن مان ڦري هڪدم اهو وڏو جانثار اصحابي بڻجي ويو. پنهنجن ماڻهن ۾ واپس پهچي ان يمامہ کان مڪي ڏانهن کاڌخوراڪ جو سامان کڻي ويندڙ قافلن کي روڪي ڇڏيو ۽ ثمامہ طرفان انهي رڪاوٽ مڪي وارن کي سخت مشڪلات ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. بنوحنيفہ وارن کي راضي ڪرڻ ۾ ناڪامي تي قريشين آخرڪار حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي لکيو تہ مهرباني ڪري انهن جي پاران وچ ۾ پون. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دل ۾ رحم پرجي آيو ۽ ثمامہ رضہ کي سفارش ڪيائون تہ مڪي وارن جيڪي گهريو ٿي انهن کي ان جي اجازت ڏئي ڇڏي؛ ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان سفارش ڪرڻ تي قافلن کي وري مڪي پهچڻ جي اجازت ملي.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رحمدلي جا اڻکٽ واقعا بيان ڪري سگهجن ٿا. بهرحال، اسان صرف ہہ واقعا ٻڌائينداسين. سندن هڪڙي نياڻي جيڪا کين ڏاڍي پياري هئي اها حديبيہ واري صلح کان پوءِ مڪي مان نڪري مديني اچي رهي هئي. اها پرئي پيٽ سان هئي، جڏهن اها اٺ تي سوار ٿي رهي هئي تہ هبار(هبراز) نالي هڪڙي قريشي مخصوص وحشيپڻي سان پنهنجي ڀالي جي ڇهنب ان کي وهائي ڪڍي ۽ ان کي پَٽَ تي ڪيرائي وڌو جنهن جي نتيجي ۾ اها فوت ٿي وئي. مڪي جي فتح واري موقعي تي قاتل کي واجب القتل(اشتهاري قاتل) قرار ڏنو ويو هيو. ڪجهہ وقت لڪڻ کان پوءِ اهو سڌو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ پاڻ کي ڏکويل والد جي رحم و ڪرم تي ڇڏيائين. زيادتي وڏي ٿيل هئي؛ ڏوهہ ظالماڻو هيو پر صدمو ذاتي هيو. لڳو پئي تہ اهو ماڻهو پنهنجي ڪئي

تي پشيمان آهي ۽ دين قبولڻ لاءِ مخلص هيو. ان کي غير مشروط معافي ڏني وئي. ائين هڪڙي يهودڻ عورت خيبر ۾ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي زهر وسيلي شهيد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ان کان علاوه عڪرمہ بن ابو جهل جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خلاف پنهنجي دشمني ۾ پنهنجو مثال پاڻ هيو انهن کي کلي دل سان معاف ڪيو ويو.

عيسائي بدوين جو هڪڙو قبيلو بنوڪلب، جيڪو دومةالجندل پرسان رهندو هيو ۽ پنهنجن ڦرلٽن دوران مديني جي حدن ۾ بہ ڪاهي آيا هيا، انهن ڏانهن هڪڙي جٿي کي موڪليو ويو تہ انهن کي اسلام قبولڻ ۽ پنهنجون ناجائز حرڪتون ڇڏڻ لاءِ چوَن. انهي ننڍڙي جٿي جي اڳواڻ کي هدايتون ڏيندي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ الله وآلہ وسلم سدائين ياد رکڻ جهڙا لفظ استعمال ڪيا "ڪنهن بہ حالت ۾ توهان کي دوکيبازي يا واعدي خلافي ناهي ڪرڻي، نہ وري ڪنهن ٻار کي قتل ڪرڻو آهي."[1]

ڦرلٽ ڪندڙ ۽ دشمن قبيلن جي ماڻهن خلاف موڪليل مهمن جي اڳواڻن کي پنهنجين هدايتن وسيلي پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي اٽل نموني سان تاڪيد ڪندا هيا تہ ڪمزور ۽ زخمي کي نہ ستائين. پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن فوجي جٿن کي بازنطين خلاف روانو ڪيو. انهن کي فرمايائون. "اسان کي پهچايل اهنجن جي بدلي ونڻ ۾ مقامي آبادي جي ٻي ضرر ماڻهن کي نہ ستائجو. عورتن کي ڇڏي ڏجو. ننڍڙن ٻارن يا بستري داخل بيمارن کي نقصان نہ پهچائجو. ويڙهہ ۾ شامل نہ ٿيل ماڻهن جي گهرن کي ڊاهڻ کان

---

[1] ابن هشام. رسولِ عربي صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي انهن فرمانن جي، ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عليہ جي انهن تاريخي لفظن، جي جيڪي ان يزيد بن ابوسفيان کي بيزنطين خلاف مهم تي موڪلڻ مهل چيا، اسرائيلي پيغمبر جي هنن لفظن سان ڀيٽ ڪريو "رب الافواج هيئن ٿو فرمائي: ........ هاڻي وڃو ۽ عمالقين کي ماريو ۽ انهن وٽ جيڪوڪجهہ آهي ان کي مڪمل طور تباهہ ڪري ڇڏيو ۽ ڪنهن کي بہ نہ ڇڏيو. مطلب، ٻنهي مردن ۽ عورتن کي قتل ڪريو ننڍن ڇوڪرن ۽ کير پيئندڙ ٻارن، ڍور ڍڳن، رڍن ٻڪرين، اٺن ۽ گهوڙن گڏهن کي پڻ. (سموئل Sam. Xv,3). ڪراڙن ۽ نوجوانن، ٻنهي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين، ۽ ننڍن ٻارن ۽ عورتن کي مڪمل طور قتل ڪري ڇڏيو. (حزقي ايل Ezek, ix_6)"

پاسو ڪجو. انهن جي گذربسر جي وسيلن کي تباهه نہ ڪجو نہ انهن جي باغن کي وڍجو ڪجي جي وڻن کي بہ هٿ نہ لائجو." پنهنجي آقا جي پيروي ڪندي حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ بہ پنهنجي هڪڙي سپهہ سالار کي چيو "اي يزيد، ڪڏهن بہ پنهنجن ماڻهن تي ظلم ۽ ستم نہ ڪجان، نہ انهن کي پريشان ڪجان، بلڪ پنهنجن سيني معاملن ۾ انهن سان مشورو ڪجان، ۽ اهو ڪجان جيڪو حق ۽ انصاف هجي؛ ڇوتہ جيڪي انهي جي برخلاف ڪندا آهن اهي ڪامياب ڪونہ ٿيندا آهن. جڏهن توهان پنهنجن دشمنن جي مقابلي ۾ پهچوتہ مڙس ماڻهو تي بيهجو ۽ پٺي ڏئي نہ ڀڄجو ۽ توهان کي سوڀ حاصل ٿي وڃي تہ ننڍڙن ٻارن کي قتل نہ ڪجو نہ وري ڪراڙن ماڻهن کي، ۽ نہ عورتن کي قتل ڪجو. ڪجي جي وڻن کي برباد نہ ڪجو نہ وري پوک وارين زمينن کي باهہ ڏئي ساڙجو. ڪنهن بہ ميوي واري وڻ کي نہ وڍجو نہ وري جانورن جي ڏٽن سان شرارت ڪجو فقط پنهنجي کاڌ خوراڪ جي ضرورت مطابق ذبح ڪجو. جڏهن توهان ڪو معاهدو يا ناهہ ڪيو تہ ان تي قائم رهجو ۽ پنهنجي واعدي کي پاڙجو. جڏهن توهان اڳيرو ويندا تہ توهان کي ڪجهہ مذهبي ماڻهو ملندا جيڪي راهب خانن ۾ الڳ ٿلڳ زندگي گذاريندڙ هوندا، انهن خدا کي ياد ڪرڻ لاءِ انهي طريقي کي اختيار ڪيو آهي. انهن سان ڇيڙڇاڙ نہ ڪجو پر اڪيلو ڇڏي ڏجو نہ انهن کي قتل ڪجو ۽ نہ انهن جي خانقاهن کي تباهہ ڪجو."[1] عيسائي چاهي اهي ڪيٿولڪ هيا، پروٽيسٽنٽ هيا يا يوناني ڪليسا جا پيروڪار هيا انهن سينٽ ليڪٽانٽس (St.Lactantius) جي زماني کان ڪووينٽس (Covenantus) جي زماني تائين پنهنجن دشمنن مٿان جيڪي لعنتون ملامتون ڪيون انهن ۾ ۽ هنن هدايتن ۾ ڪيترو عجيب فرق آهي.[2] "امن جي شهزادي" (The Prince of Peace)جا پوئلڳ اڄ ڏينهن تائين

---

[1] ڏسو ڪتاب "ملز هسٽري آف محمّدن ازم" ( Mill's History of Muhammadanism) جو صفحو 54 ۽ 64، ۽ ان کان علاوه ڪئگنير (Cagnier) جو "وي ڊي محمّد ان لوڪو" (Vie de Mohamet, in loco).

[2] ويهين صدي ۾ هڪڙي عظيم عيسائي طاقت جي فوجين طرفان مانچوريا (Manchuria) ۾ بلاگو ويسشين (Blagovstchenk) جي جاءِ تي پنج هزار چيني مردن، عورتن ۽ ٻارن جو ڪيل قتلام بيان جو محتاج ڪونہ آهي.

بنا ڊپ جي ۽ بغير ڪنهن پشيماني جي عورتن ۽ مردن، ڪراڙن ۽ نوجوانن کي قتل ڪرڻ ۽ ڦرلٽ ڪرڻ، باهيون لڳائڻ ۽ زوري زنائون ڪرڻ ۾ مشغول رهيا آهن. ڊرتي تي ان جي نائبن، پوپ، پادري، بشپ، ڪليسائن ۽ گرجاگهرن جي اڳواڻن انهن ماڻهن جي ذوهن کي منظور ڪيو ۽ نهايت وڏن مڪروهه گناهن لاءِ آزادي سان معاف هجڻ جي فتوائن جو اعلان ڪندا رهيا آهن.

انهي سال جي شعبان مهيني ۾ (نومبر ڊسمبر 627ع) بنومصطلق وارن خلاف هڪڙي جتي کي چڙهائي ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو. انهن ماڻهن جا هيستائين مسلمانن سان دوستاڻا لاڳاپا هيا پر تازو ئي حارث بن ابوضرار[1] نالي پنهنجي سردار جي ورغلائڻ تي انهن پنهنجي اتحاد واري واعدي کي ختم ڪري ڇڏيو هيو ۽ مديني جي پسگردائي ۾ راتاها هڻڻ شروع ڪري ڇڏيا هيائون. اها مهم مڪمل طور تي ڪامياب وئي ۽ ڪيترن ماڻهن کي قيدي بڻايو ويو. انهن ۾ جويريہ نالي حارث جي ڌي بہ شامل هئي.

ايستائين مڪي مهاجرن کي پنهنجا گهر ۽ وطن ڇڏي ڇهہ سال گذري ويا هيا. جيڪي انهن پنهنجي دين خاطر ۽ ان شخص خاطر ڇڏيا هيا جنهن انهن منجهہ هڪڙو نئون شعور ڦوڪي ڇڏيو هيو. اهڙو شعور جنهن جهڙو انهن اڳ ۾ ڪڏهن محسوس ئي ڪونہ ڪيو هيو ۽ انهن منجهہ ہڏي، پيار ۽ ڀائيچاري جو جذبو سجاڳ ڪري ڇڏيو هئائين. ماڻهو عربستان جي ڪنڊ ڪڙڇ کان انهي حيرت ۾ وجهڻ واري شخص، جنهن اها سڀ ڪاميابي حاصل ڪئي هئي، جي لفظن کي ٻڌڻ لاءِ اچي ميڙاڪو ڪندا هيا. روزمره جي زندگي جي معاملن بابت ان کان صلاح وٺندا هيا. بلڪل اهڙي طرح جيئن قديم زماني ۾ بني اسرائيل وارا پنهنجي نبي حضرت سموئل عليہ السلام کان مشورا وٺندا هيا.[2]

پر انهن بي گهر ٿيل مهاجرن جون دليون اڃا تائين پنهنجي جنم ڀومي لاءِ شدت سان لُڇنديون رهنديون هيون. پنهنجن گهرن مان

---

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو.

[2] ڊسو اسٽينلي: ”ليڪچرس آن دي جيوش چرچ“، جلد پهريون.

ڏِڪجي نڪرڻ ڪان پوءِ انهن هڪڙي اوپري شهر ۾ اجهو حاصل ڪيو هيو. ڪعبت الله شريف جي حرم ڪان پري ڌڪيا ويا هيا جيڪو انهن جي خيالن جي ذهني ڳانڍاپي جو مرڪز هيو ـ هڪڙو مرڪز جنهن جي چوڌاري سندن قوم جي تواريخ اچي گڏ ٿي ٿي. ڇهن سالن ڪان انهن کي پاڪ عبادتگاه جي زيارت ڪان محروم رکيو ويو هيو هڪڙو اهڙو دستور جنهن جي چوڌاري وقت پنهنجين جهونين روايتن پٺيان پوترتا جو دائرو چاڙهي ڇڏيو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پڻ پنهنجي اصل وطن کي ڏسڻ لاءِ وڏي اڪير محسوس ڪري رهيا هيا. ڪعبت الله شريف سموري عرب قوم جي ملڪيت هيو. قريشي بس ان عبادت گاه جا سنڀاليندڙ هيا. جيڪڏهن ڪو دشمني واري ارادي ڪان سواءِ ۽ صرف مذهبي فرائض ادا ڪرڻ جي مقصد جو اعلان ڪري ٿي آيو[1] تہ ملڪ جي عام اصول مطابق انهن کي ڪنهن دشمن کي بہ ان جي زيارت ڪرڻ ڪان روڪڻ جو اختيار حاصل ڪونہ هيو.

حج جو زمانو اچي ويو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهي مطابق مقدس جاين جي زيارت ڪرڻ لاءِ عمرو ڪرڻ جي ارادي جو اعلان ڪيو. ان ئي وقت هڪ هزار آوازن انهي دعوت کي قبول ڪري لبيڪ چيو. تڪڙي تياري ڪئي وئي ۽ پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ الله وآلہ وسلم ست سو مهاجر ۽ انصاري مسلمانن جي جماعت سان گڏجي، جيڪي مڪمل طور تي بنا هٿيارن جي هيا. ڪعبت الله شريف جي زيارت لاءِ روانا ٿي ويا.[2] ليڪن قريشين جي دشمني جو جوش اجا ٺڏو ڪونہ ٿيو هيو. انهن رستي روڪ ڪرڻ لاءِ مڪي ڪان ڪجهہ پنڌ تي ٻاهر نڪري وڏي فوج ٻيهاري ڇڏيہ پر جلدئي شهر ۾ موٽي آيا تہ جيئن شهر جي هر لنگهہ کي مسلمانن لاءِ بند ڪري ڇڏين. انهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن کي ڪعبت الله شريف

---

[1] طبري جلد ٽيون. ڪوسين ڊي پرسيول جلد ٽيون.

[2] ابن هشام. طبري جلد ٽيون. ابن اثير جلد ٻيو. ابوالفدا بيان ڪري ٿو تہ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم سان گڏ ويندڙ اصحابن جو تعداد 1400 هيو.

۾ داخل ٿيڻ جي اجازت نہ ڏيڻ لاءِ حلفيہ قسم کنيو ۽ ڪعبت الله شريف جي زيارت لاءِ اجازت وٺڻ جي نيت سان جيڪو سفير انهن ڏانهن آيو هيو ان سان بہ برو سلوڪ ڪيائون. مڪي وارن جو هڪڙو ٽولو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خيمن ڀرسان انهي مقصد سان چڪر هڻڻ لڳو تہ جيڪو بہ مسلمان ڪئمپ مان ٻاهر نڪري تہ ان کي قتل ڪن. انهن پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي بہ پٿرن ۽ تيرن سان حملو ڪيو.[1] ڪافرن کي هوڏ تي بيٺل ڏسي ۽ قريشين ۽ مسلمانن جي وچ ۾ لڙائي واري حالت کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجي فڪرمندي ڪري حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اعلان ڪيو تہ اهي مڪي وارن طرفان جيڪي بہ شرط لاڳو ڪن انهن کي مڃڻ لاءِ تيار آهن. وڏي مشڪل کان پوءِ صلح ٿيو جنهن مطابق اهو مڃيو ويو تہ ڏهن سالن تائين هر دشمني کي ختم رکيو ويندو. جيڪڏهن قريشين منجهان ڪوبہ پنهنجي وڏي جي اجازت کان سواءِ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن ايندو تہ ان ماڻهوءَ کي واپس ڪافرن جي حوالي ڪيو ويندو جڏهن تہ ڪوبہ ماڻهو مسلمانن کي ڇڏي مڪي وارن سان وڃي ملندو تہ ان کي واپس ڪونہ ڪيو ويندو. ڪوبہ قبيلو مسلمانن ۽ قريشين مان ڪنهن بہ ڊر سان ٻڌي ڪرڻ گهري تہ ان کي بغير ڪنهن رڪاوٽ جي ائين ڪرڻ جي اجازت هوندي؛ هن دفعي مسلمان اڳتي وڌڻ کان سواءِ انهن پيرن تي موٽي ويندا. البت انهن کي ايندڙ سال مڪي اچڻ جي اجازت هوندي ۽ انهن کي اتي پنهنجن سفري

---

[1] جڏهن انهن ماڻهن مان ڪجھ کي پڪڙيو ويو ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي خدمت ۾ پيش ڪيائون تہ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم انهن کي معاف ڪري ڇڏي ڏنو.(ابن هشام). اهو ان موقعي جو واقعو آهي جڏهن مسلمانن گڏجي عهد ڪيو هيو جنهن کي "بيعت رضوان" يا "بيعت شجر" سڏيو ويندو آهي. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ کي قريشين ڏانهن موڪليو ويو هيو تہ وڃي انهن کي اجازت ڏيڻ لاءِ منٿ ڪري پر انهن ان کي پڪڙي اتي روڪي ڇڏيو هيو. مسلمان ان جي قتل ٿيڻ جي انديشي سبب حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي چوڌاري گڏ ٿي ويا ۽ حلفيہ قسم کنيائون تہ ان جي شهادت جو بدلو وٺندا. ابن هشام). سورت فتح آيت 18. ان کان علاوه ميور جو جلد چوٿون پڻ ڏسو.

هٿيارن،[1] مطلب "مياڻن ۾ پيل تلوارون." سوڏو تن ڏينهن تائين رهڻ جي اجازت هوندي.

انهي صلح ڪرڻ لاءِ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جنهن دورانديشي ۽ وچڙائپ جو مظاهرو ڪيو ان ڳالھ سندن اصحابن مان وڏيڪ جذباتين منجهه. جن جي دلين ۾ قريشين طرفان لڳايل زخم ۽ ڪيل ظلم اڃا تائين گهر ڪيون پيا هيا. ڪجھ ارهائپ پيدا ڪئي. صلح جي ٽئين شرط هيٺ. جنهن مطابق مسلمان پڌل هيا تہ جيڪو بہ غير مسلم پنهنجي وڏي يا سردار جي اجازت کان سواءِ انهن جي مذهب ڏانهن ايندو تہ ان کي واپس ڪندا. قريشين پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪيترن اصحابن جي واپسي جو مطالبو ڪيو ۽ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪجھ مسلمانن طرفان اعتراض ڪرڻ جي باوجود هڪدم انهن جو مطالبو پورو ڪيو.[2]

مديني واپس اچي، حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي گهڻ رکي خواهش جي تڪميل لاءِ تہ سندن مذهب سموري انساني لڏي کي پنهنجي پاڪر ۾ آڻي،[3] پاڙيسري ملڪن جي بادشاهن ۽ انهن جي رعيت ڏانهن ڪيترن ايلچين کي روانو ڪيائون تہ مبلغ طرفان دعوت جو آبِ حيات جو اهو پيالو پيش ڪن جنهن جو نالو اسلام آهي. ٻہ نالي وارا اصحابي سڳورا يونان جي بادشاه

---

[1] "سلاح الراقب". ابن هشام، ابنِ اثير جلد ٻيو، مشڪات شريف ۽ بخاري شريف. اهو ان امن واري موقعي جو واقعو آهي جڏهن قريشين جي جنهن ايلچي کي مسلمانن جي خيمن ڏانهن موڪليو ويو هيو اهو حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي اصحابن طرفان ملندڙ تعظيم ۽ محبت کان متاثر ٿي ويو ۽ قريشين ڏانهن موٽي وڃڻ تي انهن کي ٻڌايائين تہ ان خسرو، قيصر ۽ نجاشي جهڙن بادشاهن کي ڏٺو آهي جتي هرطرح جو شاهي شان و شوڪت ۽ دٻدٻو هوندو آهي پر حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جا اصحابي جيتري ان جي عزت ۽ تعظيم ڪن ٿا. ان ڪنهن بہ بادشاه کي ڪونہ ڏٺو آهي تہ اهو پنهنجن رعيتين جي وچ ۾ ويهي اهڙي عزت ۽ مان حاصل ڪندو هجي. (ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو، طبري جلد ٽيون ۽ ابوالفدا.)

[2] جيئن تہ ان صلح واري معاهدي ۾ عورتون شامل ڪونہ ڪيون ويون هيون، انهيءَ ڪري ڪافرن طرفان عورتن کي واپس ڪرڻ جو مطالبو قطعي طور رد ڪيو ويو هيو.

[3] سورت اعراف آيت 157 ۽ 158.

هرقل (هرڪيولس) ۽ فارس جي حاڪم خسرو پرويز ڏانهن روانا ڪيائون. مڪي مان پڄي نڪتل مهاجر طرفان عظيم خسرو کي برابري جي بنياد تي خط لکڻ جي جرئت تي پاڻ کي بادشاهن جو بادشاهه سمجهندڙ خسرو حيران ٿي ويو ۽ خط لکڻ کي گستاخي سمجهندي ڪاوڙ ۾ اچي ان کي ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيائين ۽ نمائندي کي گارگند ڪري پنهنجي دربار مان تڙي ڪڍيائين. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآلہ وسلم کي جڏهن انهي ورتاءَ جي خبر پئي تہ پاڻ آهستي فرمايائون "خسرو جي بادشاهي بہ ائين ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندي"[1] پيغمبري فرمان جو سچو ثابت ٿيڻ تواريخ جي ورقن ۾ نقش ٿيل آهي. هرقل (هرڪيولس)، جيڪو وڌيڪ فضيلت پريو يا وڌيڪ ادب وارو هيو اهو نمائندي سان وڏي عزت سان پيش آيو ۽ سنئو ۽ محتاط جواب موڪيائين. بهرحال شام مان روانو ٿيڻ کان اڳ ڪوشش ڪيائين تہ جنهن شخص ان ڏانهن پيغام موڪليو آهي ان جي ڪردار جي باري ۾ گهٽي کان گهٽي ڄاڻ حاصل ڪري. ڇيو وڃي ٿو تہ انهي ارادي سان ان ڪجهہ عرب واپارين کي جيڪي عربستان مان هڪڙي قافلي سان گڏ غزه ۾ پهتا هيا، پنهنجي دربار ۾ گهرايائين. انهن ۾ نام نهاد ابوسفيان بہ هيو جيڪو ان وقت تائين پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليه وآلہ وسلم جي سخت ترين دشمنن مان هڪ هيو. لڳي ٿو تہ يوناني بادشاهه حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآلہ وسلم جي باري ۾ ان کان ڪجهہ سوال پڇيا هيا ۽ ان جا جواب جيئن حديثن ۾ محفوظ ٿيل آهن، اهي حضرت جعفر رضي الله تعاليٰ عنہ واري بيان سان مڪمل طور ملندڙ آهن، جيڪو ان حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآلہ وسلم جي تعليمات جي باري ۾ نجاشي بادشاهه جي آڏو بيان ڪيو هيو. ابوسفيان کان هرقل (هرڪيولس) پڇيو "اهي ڪهڙا عقيدا آهن جن جي باري ۾ محمّد (صلي الله تعاليٰ عليه وآلہ وسلم) تبليغ ڪري ٿو؟" ابوسفيان جواب ڏنو "اهو اسان کي پنهنجن قديم بتن جي پوڄا ترڪ ڪرڻ ۽ اڪيلي خدا جي عبادت ڪرڻ، خيرات ڏيڻ، سچ ڳالهائڻ ۽ پارسائي جو مظاهرو

---

[1] ابن اثير جلد ٻيو.

ڪرڻ، زنا ۽ بدڪاري کان پرهيز ڪرڻ، ۽ ٻين ٻچڙاين کان پاسو ڪرڻ لاءِ چوي ٿو.“ ان وري پڇيو تہ ڇا ان کي مڃڻ وارا ڏينهون ڏينهن وڌي رهيا آهن يا گهٽجندا وڃن ٿا. جواب مليو ”ان کي مڃڻ وارا لاڳيتو وڌي رهيا آهن ۽ هڪڙو بہ اهڙو ڪونہ آهي جيڪو ان کان ڦري ويو هجي.“

ان کان پوءِ جلدئي هڪڙو ايلچي غساني شهزادي ڏانهن موڪليو ويو جيڪو هرقل (هرڪيولس) جي نائب جي حيثيت ۾ دمشق جي ويجهو بصري ۾ رهندو هيو. ايلچين لاءِ مڃيل عزت ۽ احترام ڏيڻ جي بجاءِ ان ئي ساڳي خاندان جي هڪڙي ٻئي سردار جيڪو بيزنطين جي راڄ ۾ هڪڙي عيسائي قبيلي جو چڱو مڙس هيو ان سفير کي قتل ڪري ڇڏيو. بين الاقوامي آدابن جي خلاف اها بيهودائپ آخرڪار انهيءَ لڙائي جو سبب ٿي جنهن اسلام کي سموري عيسائيت سان تڪرار ۾ ڦاسائي ڇڏيو. پر انهي باري ۾ اسان تفصيل پوءِ بيان ڪنداسين.

## باب ستون

# اسلام جو پکڙجڻ

فَمَا تَطَاوُلَ آمَالَ المَدِيحِ اليٰ
مَا فِيہِ مِن کَرَمِ الأَخلاقِ وَالشِّيَمِ

سن 7 هجري مطابق12 اپريل 628ع کان 1 مئي 629ع

يهودي قبيلا تڪليفون سهڻ جي باوجود پوئتي هٽڻ جي بجاءِ اڳ کان اڳرا هيا ۽ اجا تائين مسلمانن جي تباهي لاءِ سازشي ڪمن ۾ رڌل هيا. مديني کان اوپر اتر طرف ٽن يا چئن ڏينهن جي پنڌ واري مفاصلي تي انهن جي هڪڙي مضبوط وسندي هئي، جيڪا قلعي نما ڪوٽن سان ڳتيل هئي. جن مان مکيہ قلعي کي "القموص" سڏيو ويندو هيو ۽ اهو ڏکي چاڙهي واري ٽڪري تي ٺهيل هيو. انهن قلعن جي وسندي کي گڏيل طور "خيبر" سڏيو ويندو هيو. خيبر لفظ جي معنيٰ آهي قلعي بند جاءِ. خيبر ۾ جيڪا آبادي هئي انهن ۾ بنونضير ۽ بنوقريظہ قبيلن جون ڪجهہ شاخون پڻ شامل هيون، جن اتي پناهہ لاءِ اجهو حاصل ڪيو هيو. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ سندن اصحابن جي خلاف خيبر وارا ڪٽورتا ۽ سخت نفرت رکندڙ هيا. ۽ انهن جي برادري وارن جو مديني مان تڙجي انهن منجهہ اچڻ کان پوءِ اها نفرت اجا گهڻو وڌي وئي هئي. خيبر جي يهودين جو بنوغطفان ۽ ٻين بدوي قبيلن سان هڪڙو قديم اتحاد هيو ۽ اهي هاڻي مسلمانن خلاف هڪڙي ٻئي اتحاد ناهڻ لاءِ تيزي سان سرگرم ٿي ويا هيا.[1] مسلمان ريگستاني قبيلن جي طاقت ۽ انهن هٿان پهچندڙ نقصان جي انديشي کان خبروار هيا. ۽ کين احساس هيوتہ مديني جي خلاف هڪڙي ٻئي نئين اتحاد جي دشمني کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ تڪڙن اپائن وٺڻ جي ضرورت آهي. انهيءَ ڪري ان سال جي محرم مهيني جي شروع ۾ اتڪل چوڏهن

---

[1] ڪوسين ڊي پرسيول، جلد ٽيون.

سَوَن ماڻهن تي مشتمل جٿو خيبر تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. يهودين هاڻي پنهنجن اتحادين کان مدد گهري. بنوفزاره وارا انهن جي مدد لاءِ ڊوڙندا آيا پر انهيءَ خوف کان تہ ڪٿي انهن جي غيرموجودگيءَ ۾ مسلمان رخ ڦيري انهن جي ڏٿن ۽ ماڳن تي اوچتو حملو نہ ڪن، اهي هڪدم پوئتي موٽي ويا. ائين يهودي لڙائي جي باهہ ڪي منهن ڏيڻ لاءِ اڪيلو رهجي ويا. مسلمانن طرفان انهن کي آڻ مڃڻ لاءِ شرط پيش ڪيا ويا، پر انهن انڪار ڪري ڇڏيو. يهودين طرفان زبردست مقابلو ڪرڻ جي باوجود هڪڙي قلعي کان پوءِ ٻئي قلعي وارا آڻ مڃيندا ويا ۽ پنهنجي قلعي جو در کوليندا ويا. آخر ۾ سڀني کان مضبوط قلعي القموص جو وارو آيو. يهودين سرڌڙ جي بازي لڳائي پنهنجو دفاع ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر اهو قلعو بہ مسلمانن جي قبضي ۾ اچي ويو. انهن جي انهي مکيہ قلعي جي قسمت ٻين يهودي وسندين لاءِ اشارو هيو تہ وڌيڪ مقابلو ڪرڻ جي صورت ۾ گهڻي تباهي آهي. انهن معافي ڏيڻ لاءِ منٿ ميڙ ڪئي، جيڪا انهن کي ڏني وئي. سٺي چال چلت جي شرط تي انهن جي زمينن ۽ غيرمتحرڪ (غيرمنقول) ملڪيتن سان گڏ پنهنجي مذهب تي آزادي سان عمل ڪرڻ جي انهن کي ضمانت ڏني وئي. جيئن تہ اهي عام محصول کان آجا هيا. تنهن ڪري پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن تي تحفظ جي بدلي ۾ انهن جي زمين جي پيداوار جو اڌ حصو حڪومت کي ڏيڻ جي ذميواري عائد ڪئي. مسلمان عام لڙائي ۽ گهيراءَ ذريعي قلعي مان جيڪا متحرڪ (منقول) ملڪيت هٿ ڪئي، اها لشڪر جي حق ۾ ضبط ڪئي وئي ۽ مجاهدن منجهہ انهن طرفان ڪنيل جنگي سامان جي آڌار تي ورهائي وئي، مثال طور: ٽي حصا گهوڙيسوار کي ڏنا ويا جڏهن تہ پيادي مجاهد صرف هڪڙو حصو حاصل ڪيو.[1]

---

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو. اها ڳالهہ سراسر ڪوڙي آهي تہ لڪل خزاني جي معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنانہ وارن کي اذيتون ڏنيون ويون هيون.

انهيءَ زماني ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي قتل ڪرڻ لاءِ گهڻيون ڪوششون ڪيون ويون هيون. سندن خيبر پهچڻ کان پوءِ هڪڙي يهودڻ عورت جيڪا پراڻي زماني جي يهودين وانگر بدلي جي ساڙي باهہ سان ڀريل هئي، پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم ۽ سندن اصحابن کي (ڏسو بقايا.....)

هجرت جي ستين سال جي آخر ڏاري حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ سندن اصحابن قريشين سان ڪيل صلح مطابق پنهجين دلين جي تمنا[1] يعني ڪعبت الله شريف جي زيارت ڪرڻ جي سهوليت ماڻي. اسلامي تاريخ ۾ ان سفر کي "عمره اصغر"[2] سڏيو ويندو آهي. اهو 629ع جو مارچ مهينو هيو جڏهن پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ٻن هزار اصحابن سان گڏجي عمري جا رڪن ادا ڪرڻ لاءِ مڪي ڏانهن روانا ٿيا ـ اهي رڪن جيڪي هاڻي هر مسلمان حاجي کي ادا ڪرڻا هوندا آهن. بهرحال، قريشين کي زيارتين کي ڪجهه به چوڻو ڪونہ هيو. تنهن ڪري انهن مسلمانن سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ بہ گوارا ڪونہ ڪئي. تن ڏينهن تائين، جن دوران زيارت ۽ رڪنن جي ادائگي جاري رهي، اهي شهر خالي ڪري ويا هيا ۽ ويجهڙين ٽڪرين جي چوٽين تان مسلمانن کي رڪنن جي ادائگي ڪندي ڏسندا رهيا. ميور(Miur) هڪڙي عجيب جوش سان ٻڌائي ٿو "ان وقت مڪي جي وادي ۾ جيڪو نظارو پيش ٿي رهيو هيو اهو پڪ سان هڪڙو عجيب نظارو هيو. جنهن جو دنيا جي تاريخ ۾ مثال ڪونہ آهي. قديم شهر جا سيئي رهواسي، ڇا امير ڇا غريب. تن ڏينهن لاءِ شهر خالي ڪري ٿا وڃن. هر گهر خالي ٿي ٿو وڃي، هڪڙي پاسي کان جيئن ئي مڪي وارا شهر کان ٻاهر وڃي رهيا آهن تہ ٻئي پاسي کان مهاجر مسلمان جن تي ڪيترن سالن کان پنهجي جنم يومي ۾ اچڻ تي پابندي هئي، پنهنجن

---

(بقايا) دعوت ۾ زهر مليل ڪاڏو پيش ڪيو. انهن مان هڪڙو اصحابي ڪجهه گرانهہ کائڻ کان پوءِ هڪدم شهيد ٿي ويو. نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي حياتي تہ بچي وئي پر زهر سندن مادي ۾ اثر ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم باقي حياتي مبارڪ جي دوران ان جي اثر کان گهڻي تڪليف سٺي ۽ ان جي نتيجي ۾ رحلت فرمايائون. انهيءَ ڏوهہ جي باوجود حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم ان عورت کي معاف ڪري ڇڏيو ۽ ان کي اجازت ڏني وئي تہ اها بنا ڪنهن ڪُنڪي جي پنهنجي قوم ۾ رهي.(طبري جلد ٽيون)، ابن اثير جلد ٻيو.

[1] سورت فتح آيت 27.

[2] عمره القضا.

ساٿين جي وڏي جماعت سان گڏجي پنهنجي پارٽي جي خالي ٿيل گهرن کي پيهر ڏسڻ لاءِ اندر اچن ٿا ۽ انهن کي جيڪو مختصر وقت مليل آهي ان اندر عمري ۽ زيارت جا رڪن ادا ڪن ٿا. گهر خالي ڪري ويل رهواسي چوڌاري ٽڪرين تي چڙهي خيمن ۾ يا پهاڙن ۾ سوڙهن لنگهن ۾ وقتي اجهو حاصل ڪن ٿا. ۽ ابوقبيس جبل جي اڳتي وڌيل چوٽي تي ميڙاڪو ڪري هيٺ زيارتين جي اچ وڃ کي جانچيندا رهن ٿا. جيڪي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اڳواڻي ۾ ڪعبت الله شريف جو طواف ڪري رهيا آهن يا صفا ۽ مروه جي وچ ۾ سعي ڪرڻ لاءِ ٽڪرين وکون کڻي رهيا آهن. اهي مٿي چوٽي تي ويل ماڻهو هيٺ زيارتين مان هر شخص کي بيچيني سان ڏسي رهيا آهن تہ شايد عبادت ڪندڙن منجهہ مدت کان وڇڙيل ڪو دوست يا مائٽ نظر اچي وڃي. اهو نظارو صرف انهن پيڙائن سان ممڪن بڻايو ويو هيو جن اسلام کي هٿي ڏني هئي."[1] صلح جي شرطن جي پابندي ڪندي مسلمان ٽن ڏينهن جي مختصر قيام کان پوءِ مڪي مان واپس روانا ٿي ويا. مسلمانن تمنائن جي جنهن پرامن طريقي سان بجاآوري ڪئي ان جي نتيجي ۾ قريشين منجهان ڪيترا مکيہ ماڻهو اسلام جي دائري ۾ داخل ٿيا. مؤمنن طرفان صلح ۾ ڏنل معاهدي لاءِ پاڻ تي ضبط ۽ اصول واري لحاظ جي مظاهري، اسلام جي دشمنن منجهہ گهرو تاثر پيدا ڪيو. انهن مان گهڻا ماڻهو جيڪي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خلاف پنهنجي دشمني ڪري قريشين منجهہ پرتشدد هيا. جيڪي اثر رسوخ ۽ حيثيت وارا ماڻهو هيا. جن پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خلاف لڙايون ڪيون ۽ ڪين گارگند ڪيو هيو. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دلي همدردي ۽ سياءَ جي عظمت کان. جنهن پنهنجي خلاف ٿيندڙ سيني ڏوهن کي نظرانداز ڪري ڇڏيو هيو متاثر ٿي اسلام قبول ڪيو.[2]

---

[1] ڏسو ميور (Muir) جو ڪتاب "لائف آف محمّد" (Life of Muhammad (P.b.u.h جلد ٽيون.

[2] مثال طور خالد بن وليد جيڪو احد واري لڙائي ۾ قريشن جي گهوڙيسوار لشڪر جو سردار هيو ۽ عمرو بن عاص.

يوناني بادشاهه جي نائب سردار[1] هٿان هڪڙي مسلمان ايلچي جو قتل، هڪڙو اهڙو ڏوهه هيو جنهن کان خاموشي سان اک پوٺ ڪرڻ ۽ سزا نه ڏيڻ جو سوال پيدا ئي نٿي سگهيو. ٽن هزار مجاهدن تي مشتمل هڪڙي جٿي کي غساني شهزادي کان تاوان وٺڻ لاءِ چڙهائي ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو. بازنطيني بادشاهه جي فوجي عملدارن ڏوهي کان لاتعلق رهڻ جي بجاءِ ان جي پنيرائي ڪئي ۽ ائين ويڙهه کي سلطنت جي جنگ قرار ڏنائون. پنهنجن فوجين کي گڏ ڪري موته نالي هڪڙي ڳوٺ وٽ مسلمانن تي حملو ڪيائون، جيڪو شام ۾ بلقا کان ڪجهه پري مسلمان سفير کي قتل ڪرڻ واري جاءِ جي ويجهو هيو. مسلمانن بازنطينين ۽ انهن جي اتحادين کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو پر تعداد جو فرق تمام گهڻو هيو تنهن ڪري مسلمان مديني واپس موٽي آيا.[2]

لڳ ڀڳ اهوئي زمانو هيو جڏهن قريشين پنهنجي ساٿاري قبيلي بنوبڪر وارن سان ملي صلح حديبيه جي شرطن جي ڀڃڪڙي ڪندي بنوخزاعه وارن تي حملو ڪيو جيڪي مسلمانن جا ساٿاري هيا ۽ انهن طرفان حفاظت جي ضمانت ڏنل هين. انهن بنوخزاعه وارن جو قتلام ڪيو ۽ بچي ويلن کي هيڏي هوڏي ڀڄائي ڇڏيو. بنوخزاعه وارا حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي خدمت ۾ دانهن کڻي آيا ۽ انصاف جو مطالبو ڪيائون. مڪي ۾ گهڻي زماني کان بي واجبي ۽ ڏاڍ جو راڄ پئي هليو. مڪي وارن پاڻ امن جي شرطن جي ڀڃڪڙي ڪئي هئي ۽ انهن جي ڪيترن سردارن بنوخزاعه جي قتلام ۾ حصو ورتو هيو. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم هڪدم ڏهه هزار ماڻهن جي ساٿ ۾ ڪافرن جي خلاف چڙهائي ڪئي. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم معمولي مقابلي کي منهن ڏيندي، جيڪو عڪرمه بن

[1] ڪوسين ڊي پرسيول جي راءِ مطابق انهي سردار جو نالو شراهبيل بن عمرو هيو. جلد بيو ۽ ٽيون (نه ڪي عمرو بن شراهبيل جيئن ابوالفدا ڄاڻائي ٿو).

[2] ڪوسين ڊي پرسيول. جلد ٽيون. ابن اثير جلد ٻيو. انهيءَ لڙائي ۾ حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنه جيڪو مسلمان لشڪر جو سپه سالار هيو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو سوٽ حضرت جعفر بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنه ۽ ٻيا ڪيترائي نالي وارا اصحابي شهيد ٿيا هيا.

ابوجهل ۽ صفوان بن اميہ جي اڳواڻي ۾ انهن جي خاندان وارن ڪيو ۽ جنهن ۾ ڪجهہ مسلمان شهيد ٿيا. بنا ڪنهن وڏيڪ رڪاوٽ جي مڪي ۾ داخل ٿي ويا.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم آخرڪار هڪڙي فاتح جي حيثيت ۾ مڪي ۾ داخل ٿيا. پاڻ جنهن سان زياديتون ڪيون ويون هيون ۽ هڪڙي دفعي لڪي نڪتا هيا، هاڻي پنهنجي رسالت کي رحم وارو ثابت ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيا. اهو شهر، جنهن ساڻن وڏي ظلم وارو ورتاءُ ڪيو هيو ڪين ۽ سندن مؤمنن جي جماعت کي ڌارين منجهہ پناهہ وٺڻ لاءِ مجبور ڪيو هيو، جن سندن زندگي مبارڪ ۽ سندن جان نثارن جي حياتين کي ختم ڪرڻ جا قسم کنيا هيا، هاڻي سندن قدمن ۾ هيو. سندن پراڻا ستائيندڙ پٿردل ۽ بي ترس دشمن، جن بي ڏوهي عورتن ۽ مردن سان گڏ مئل ماڻهن تي بہ ظالماڻہ ڪاروايون ڪرڻ سان انسانيت کي شرمسار ڪري ڇڏيو هيو هاڻي مڪمل طور سندن رحم و ڪرم جا محتاج هيا. پر سوڀ جي انهي موقعي تي برداشت ڪيل هر برائي کي وساريو ويو. ڏنل هر زخم کي معاف ڪيو ويو ۽ مڪي جي آبادي لاءِ عام معافي جو اعلان ڪيو ويو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جڏهن پنهنجي سخت ترين دشمنن جي شهر ۾ فاتح جي حيثيت ۾ داخل ٿيا تہ صرف چار ماڻهو "جن سان انصاف ڪابہ رعايت ڪونہ ٿي ڪئي" واجب القتل قرار ڏنا ويا. مجاهدن بہ سندن مثال جي پوئواري ڪئي ۽ شهر ۾ پرامن ۽ بااخلاق طريقي سان داخل ٿيا، ڪنهن بہ گهر مان ڦرلٽ ڪونہ ٿي، ڪنهن بہ عورت جي بي حرمتي ڪانہ ٿي. وڏي سچائي جي دعوا سان اهو ٻڌايو ويو آهي تہ سوين جي سيني تاريخي واقعن دوران ڪڏهن بہ ڪو لشڪر اهڙي فتح تي شهر ۾ ائين داخل ڪونہ ٿيو آهي. باقي عربن جا بت بنا ڪنهن لچڪ جي ڊاهي ڪيرايا ويا. بت پرست چوڌاري افسوس ۾ بيٺا هيا ۽ جن تصويرن جي پوڄا ڪندا هيا انهن کي ڪرندو ڏسي رهيا هيا. پوءِ انهن تي سچ جي حقيقت کلي وئي، جڏهن انهن پراڻو آواز ٻڌو جنهن تي اهي ٺٺول ڪرڻ ۽ چٿر ڪرڻ تي هريل هيا. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيئن ئي بتن کي هيٺ ڪيرايو ٿي تہ

اعلان تي ڪيائون ”حق آيو ۽ باطل متجي ويو بيشڪ باطل ڪي متجڻو ئي هيو.“ (سورت بني اسرائيل آيت 81). انهن ڪافرن جا صنم ڪيترو نہ بيوس ثابت ٿيا!

انهن قديم بتن ڪي ڊاهڻ ۽ شرڪ واري هر شئي ڪي نابود ڪرڻ کان پوءِ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اتي گڏ ٿيل ماڻهن کي هڪڙو خطبو ڏنو. سڀ کان پهريائين پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم قرآن شريف[1] جي لفظن مطابق انساني ڀائيچاري ۽ قدرت طرفان ڏنل برابري جا احڪام بيان ڪيا. پوءِ پاڻ فرمايائون ”اي قريشيو! توهان ڇا ٿا سوچيو تہ مان توهان سان ڪهڙو سلوڪ ڪندس؟“ انهن جواب ڏنو ”اي اسان جا مهربان ڀاءُ ۽ ڀائيٽا، رحم ۽ همدردي وارو سلوڪ.“[2] طبري ٻڌائي ٿو تہ انهن لفظن ٻڌڻ سان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اکين مبارڪن ۾ لڙڪ ڀرجي آيا ۽ پاڻ فرمايائون ”مان توهان کي اها ڳالهہ چوندس جيڪا حضرت يوسف عليہ السلام پنهنجن ڀائرن کي چئي هئي. ”لاَتَثرِيبَ عَلَيڪُمُ اليوم يَغفِرُالله لَڪُم وَهُوَ اَرحَمُ الرَّاحِمِين.“ اڄ توهان تي ڪائي ميار (ملامت) ڪونہ آهي، الله توهان کي معاف فرمائي، اهو وڏو مهربان ۽ ٻاجهارو آهي. (سورت يوسف آيت 92)

هاڻي اهڙو نظارو پيش ٿي رهيو هيو جنهن جو دنيا ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. وفد مٿان وفد اچي رهيا هيا ۽ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو دين قبول ڪري رهيا هيا. صفا جي ٽڪري تي ويهي پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سيني کان عهد ورتو جيڪو مديني وارن کان ورتو هيائون: ”اهي الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن جي بہ پوڄا ڪونہ ڪندا. اهي ڪڏهن بہ چوري، ڇوڪرن سان زنا. يا ٻارن جو قتل ڪونہ ڪندا. اهي ڪڏهن بہ ڪوڙ ڪونہ ڳالهائيندا ۽ نہ وري عورتن تي بهتان مڙهيندا.“[3]

[1] سورت حجرات آيت 10

[2] ابن هشام، طبري جلد ٽيون.

[3] ابن اثير جلد ٻيو. ڪوسين ڊي پرسيول جلد ٽيون.

ائين قرآن شريف ۾ اڳواٽ ٻڌايل ڳالهه سچ ثابت ٿي: "جڏهن الله جي مدد پهچي ۽ فتح ٿي وڃي. ۽ تون ماڻهن کي ٽولن جا ٽولا ٿي اچي الله جي دين ۾ داخل ٿيندي ڏسين. (تہ) پوءِ پنهنجي رب جي تعريف ڪندي ان(الله) جي پاڪائي بيان ڪر ۽ ان کان بخشش گهر. بيشڪ اهو نهايت وڏو(مهربان) توبه قبول ڪرڻ وارو آهي." (سورت نصر۔ اذا جاء)[1] هاڻي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي رسالت جون ذميواريون پوريون ٿيندي ڏٺيون. پنهنجن اڪابر اصحابن کي هر طرف روانو ڪيائون تہ ريگستان جي بدوي قبيلن کي اسلام جي دعوت ڏين، ۽ سخت تاڪيد ڪيائون تہ امن ۽ چڱائي جي تبليغ ڪن. انهن کي صرف وڳوڙي عملن جي حالت ۾ پنهنجو دفاع ڪرڻ لاءِ هٿيار کڻڻ جي اجازت هئي. انهن هدايتن جي هڪڙي موقعي کان سواءِ جتي ڪٿي دل و جان سان بجاآوري ڪئي وئي. نئين مسلمان ۽ خطرناڪ جنگجو خالد بن وليد جي هدايت هيٺ ان جي ساٿين بنوجذيمہ جي بدوي ماڻهن مان ڪجهہ کي ظاهري طور غلطي سان دشمن جا سپاهي سمجهندي قتل ڪيو. پر ٻين مسلمانن مداخلت ڪري وڌيڪ قتلام کي روڪي ورتو. انهي اجائي رتوڇاڻ جي خبر پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي گهڻو صدمو پهچايو. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم آسمان ڏانهن هٿ کڻي ٻاڏايو "اي منهنجا مالڪ! خالد جيڪو ڪجهہ ڪيو آهي مان انهي کان آجو آهيان." پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هڪدم حضرت علي عليہ السلام کي بنوجذيمہ وارن ڏانهن روانو ڪيائون تہ انهن سان ٿيل بي واجبي جو هر ممڪن طريقي سان ازالو ڪن. حضرت علي عليہ السلام جي لاءِ اهو مشن سندن طبيعت سان ٺهڪندڙ هيو ۽ پاڻ ان تي وڏي خلوص سان عملدرآمد ڪيائون. پاڻ وڏي هوشياري سان خالد هٿان مئل ماڻهن جي تعداد، انهن جي حيثيت ۽ انهن جي ڪٽنب وارن کي انهيءَ ڪري پهتل نقصان جي باري ۾ معلومات ورتائون ۽ پورو پورو قصاص (ديت) ڀري ڏنائون. هڪڙو مورخ بيان ڪري ٿو "جڏهن سموري نقصان جي ادائگي

---

[1] ڏسو زمخشري جو "ڪشاف" ڀاڱو ٻيو. اها سورت نائين باب جي منڍ ۾ ڏني وئي آهي.

ٿي وئي ته حضرت علي عليہ السلام باقي بچيل رقم به پنهنجي سخاوت ۽ رحمدلي ڪري متاثر ٿيل ڪٽنبن جي ماڻهن ۽ قبيلن جي ٻين ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏيائون. پاڻ سان سيني ماڻهن طرفان ٿورا مڃڻ ۽ دعائن جون صدائون ڪٺي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن موٽي آيا، جن سندن ساراهه ڪندي ۽ ٿورا مڃيندي آڌرڀاءُ ڪيو.[1]

بنوهوازن، بنوثقيف ۽ ٻيا مختلف جنگجو بدوي قبيلا جيڪي مڪي جي حدن سان ملندڙ علائقن ۾ پنهنجن ڌڻن کي گاهه چاريندا هيا ۽ جن وٽ طائف جهڙا گهڻو مضبوط شهر هيا، بغير ڪنهن مقابلي جي مسلمانن آڏو آڻ مڃڻ لاءِ تيار ڪونه هيا. مسلمانن مٿان ڌاڪ ويهارڻ جي نيت سان انهن هڪڙو اتحاد قائم ڪيو ته جيئن مسلمانن تي اوچتو حملو ڪن ۽ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي انهن جي حملي کي روڪڻ جو موقعو ئي ملي نه سگهي. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سُڄاڻائي، بهرحال، انهن کي مايوس ڪري ڇڏيو. حنين[2] جي ويجهو مڪي کان اوير اتر طرف اٽڪل پندرهن ميلن جي مفاصلي تي هڪڙي سوڙهي ۽ اونهي لنگهه وٽ چڱي نموني سان وڙهيل لڙائي کان پوءِ ڪافرن کي وڏي نقصان سان شڪست ٿي.[3] دشمن جي فوج ٻن ٽولن ۾ ورهائجي وئي، هڪڙي ٽولي جيڪو ثقيف قبيلي وارن تي مشتمل هيو پنهنجي لشڪر کان الڳ ٿي طائف جي شهر ۾ پناهه ورتي، اهو شهر جنهن مان صرف اٺ يا نو سال اڳ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي بي حرمتي ڪري هڪاليو ويو هيو. ٻيو ٽولو وري اوطاس جي ماٿري ۾ هڪڙي محفوظ جاءِ ڏانهن پڇي ويو. انهن جو سختي سان پيڇو ڪيو ويو ۽ هوازن جا ٻار ٻچا، انهن جي سموري دنياوي

---

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو، طبري جلد ٽيون.

[2] ڪوسين ڊي پرسيول جلد ٽيون. قاموس لغت ۾ صرف ايترو ٻڌايو ويو آهي ته حنين مڪي کان طائف ڏانهن ويندڙ سڙڪ تي واقع آهي. مجمع البلدان ۾ مڪي ۽ حنين جي وچ ۾ مفاصلو (ذوالمجاز جي ذڪر ۾) ٽن راتين جو پنڌ ٻڌايو ويو آهي.(جلد ٻيو)

[3] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو. هن لڙائي جو ذڪر سورت توبه جي 25 ۽ 26 آيتن ۾ آيل آهي.

سازوسامان يعني انهن جو مال ملڪيت، مسلمانن جي قبضي ۾ اچي ويا. طائف جو گهيراءُ ڪيو ويو پر ڪجھ ڏينهن کان پوءِ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم گهيراءُ کي ختم ڪرايو ڇوتہ ڪين پلي پت خبر هئي تہ حالتون طائف وارن کي مجبور ڪنديون تہ اهي بغير ڪنهن رتوڇاڻ جي آڻ مڃين. اتان ڪئمپ ڏانهن واپسي تي جتي هوازن جي قيدي ٻارن ٻچن کي حفاظت سان رکيو ويو هيو پاڻ انهي طاقتور قبيلي جي هڪڙي وفد کي ڏٺائون جيڪو سندن واپسي جو انتظار ڪري رهيو هيو تہ جيئن پنهنجن ٻارن ٻچن جي واپسي لاءِ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي منٿ ميڙ ڪن. پنهنجين ملڪيتن لاءِ عربن جي طبيعت واري حساسيت کان باخبر هوندي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بدوين جي وفد جي نمائندن کي چيو تہ پاڻ پنهنجن ماڻهن کي فتح مان حاصل ٿيل سموري لاپ کي واپس ڪرڻ لاءِ زبردستي نٿا ڪري سگهن. تنهن ڪري انهن کي جيڪڏهن ٻار ٻچا کپن تہ ان جي بدلي ۾ انهن کي ڪجھ نہ ڪجھ مال متاع تان هٿ کڻڻو پوندو. ان تي هوازن وارن پاڻ ۾ صلاح ڪئي، ۽ ٻئي ڏينهن جڏهن حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجن اصحابن سان منجهند جو ٻيپهري (ظهر) جي نماز[1] پڙهي رهيا هيا تہ اهي سندن پنيان ميڙ ڪري آيا ۽ عرض ڪي ٻيهر ورجايائون: "اسان محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) کي منٿ ٿا ڪريون تہ اهو پنهنجن ساٿين کي قائل ڪري ۽ سندس ساٿين کي منٿ ٿا ڪريون تہ پنهنجي پيغمبر(صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) کي عرض ڪن تہ اسان کي اسان جون عورتون ۽ ٻار موٽائي ڏنا وڃن." حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم نمائندن کي فرمايو "مان قابو ٿيل ماڻهن مان پنهنجو حصو ۽ بنوعبدالمطلب جو حصو توهان کي هڪدم موٽائي ڏيان ٿو." سندن اصحابن پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي جذبي کي ڏسندي هڪدم سندن مثال جي پوئواري ڪئي ۽ هڪڙي گهڙي ۾ ڇھ هزار ماڻهو آزاد ٿي ويا.[2] انهي فراخدلي ثقيف قبيلي وارن

---

[1] طبري جلد ٽيون جي قول مطابق فجر جي نماز.

[2] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو، طبري جلد ٽيون.

جون دليون کٽي ورتيون ۽ انهن سچي دل سان بيعت ڪئي ۽ تمام بهترين مسلمان ٿي ويا.[1] هوازن جي هٿ آيل مال ملڪيت جي ورهاست کان پوءِ جيڪو واقعو پيش آيو اهو نہ رڳو مديني وارن جي دلين مٿان پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ان ضابطي جي نشاندهي ڪري ٿو جنهن سان پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن ۾ قرباني جو جذبو پيري ڇڏيو هيو پر ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ ڪين پنهنجي رسالت واري سموري دور ۾ ڪڏهن بہ پنهنجن اصحابن کي مادي فائدي ڏيڻ جي سوچ ڪونہ هئي. مال غنيمت جي ورهاست ۾ مديني وارن جي مقابلي ۾ گهٽو حصو مڪي وارن نون مسلمانن جي حصي ۾ آيو. انصارين مان ڪجھ اصحابن انهيءَ عمل کي جانبداري سمجهيو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي جڏهن انهن جي ارهي ٽيڻ جي خبر ملي تہ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي هڪڙي هنڌ گڏ ٿيڻ جي هدايت ڪيائون. پوءِ پاڻ انهن کي هنن لفظن سان مخاطب ٿيا: "اي انصاريو! توهان پاڻ ۾ جيڪا گفتگو ڪئي آهي، مون کي ان جي خبر پئجي وئي آهي. مان جڏهن توهان وٽ پهتو هيس تہ توهان اونداهي ۾ ڀٽڪندڙ هيا. ۽ قادرمطلق توهان کي منهنجي وسيلي سڌو رستو ڏيکاريو. توهان ڏکيا ڏينهن گذاري رهيا هيا ۽ الله تعاليٰ توهان لاءِ خوشي آنديءَ توهان جي پاڻ منجھ دشمني هئي ۽ الله تعاليٰ توهان جي دلين کي ڀائيچاري واري محبت ۽ اتفاق سان سرشار ڪيو. مون کي ٻڌايو تہ ڇا ائين ڪونہ هيو؟" جواب آيو "بيشڪ جيئن توهان فرمايو ائين ئي هيو. الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ

---

[1] طائف ۾ رهندڙ ماڻهن کي ائين سڏيو ويندو هيو. ميور طرفان جلد چوٿين ۾ ٻڌايل ڪهاڻي ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سيرت پاڪ جي هڪڙي انوکي تشريح پيش ڪئي وئي آهي، جيڪو هٿ ٺوڪيل ڪوڙ آهي. پهريائين ذهن ۾ اهو لازم رکڻ گهرجي تہ مال غنيمت جي ورهاست ڪونہ ٿي هئي، انهيءَ ڪري نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان پنهنجي حصي مان ڪجھ سوڪڙي طور ڏيڻ جو سوال ئي پيدا ڪونہ ٿو ٿئي. البت پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن اهو ڪيو هيو تہ ورهاست ڪرڻ کان اڳ وفد وارن سان واعدو ڪيو هئائون تہ هوازن وارن جو مال موٽائي ڏيڻ لاءِ اصحابن کي سفارش ڪندا. ڳالھ ڪوڙتي ٻڌل ۽ ڪنهن بہ صورت ۾ قابل اعتبار ڪونہ آهي.

وآلہ وسلم جون اسان تي گھڻيون مهربانيون ۽ عنايتون آهن.“ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اڳتي فرمايو ”نہ صرف الله تعاليٰ طرفان آهن. پر جيڪڏهن توهان پيو جواب ڏيو ها تہ اهو بہ سچ ئي هجي ها. چوتہ انهيءَ سچ لاءِ مون کي پاڻ کي ئي شاهدي ڏيڻي پوندي. جيڪڏهن توهان چئو ها ’توکي دنيا ڪوڙو قرار ڏنو ۽ ڌڪارجي اسان وٽ آئين. پر اسان توتي ايمان آندو. تون اسان وٽ هڪڙي مجبور بي يارومددگار وانگر آئين ۽ اسان تنهنجي مدد ڪئي، تون اسان وٽ مسڪيني حالت ۾ آئين ۽ بي گهر هئين پر اسان توکي اجهو ڏنو. پريشان حال هئين ۽ اسان توکي آٿت ڏني.‘ اي انصاريو! توهان هن دنيا جي شين لاءِ پنهنجن دلين کي پريشان ڇوٿا ڪريو؟ ڇا توهان انهيءَ تي خوش ڪونہ ٿيندا تہ پيا دنياوي مال ملڪيت وٺن. ۽ اٺ ۽ ٻڪريون ڪاهي وڃن. جڏهن تہ توهان پنهنجن گهرن ڏانهن خدا جي رسول کي ساڻ وٺي وڃو ۽ مان توهان جي وچ ۾ هوندس؟ جنهن پاڪ ذات جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، ان الله پاڪ جو قسم، مان توهان کان ڪڏهن بہ ڌار ڪونہ ٿيندس. جيڪڏهن سڄي دنيا هڪڙي پاسي ٿي وڃي ۽ انصاري ٻئي پاسي تي هجن تہ يقيني طور مان انصارين جي پاسي هوندس. الله تعاليٰ انهن جي مدد ڪري ۽ انهن تي پنهنجون رحمتون قائم ڪري، انهن جي اولاد ۽ اولاد جي اولاد تي رحم فرمائي!“ تاريخدان بيان ڪري ٿوتہ انهن لفظن تي اهي سيئي انصاري روئڻ لڳا. ايستائين جو ڳوڙها انهن جي ڇهرن مان لهي ڏاڙهين ۾ وهڻ لڳا. انهن هڪ آواز تي پڪاريو ”اي الله جا رسول! اسان پنهنجي حصي تي گهڻو سرها آهيون.“ انهيءَ تي اهي خوش ٿي ويا ۽ کل ڀوڳ ڪرڻ لڳا.[1]

پوءِ جلدئي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مديني ڏانهن واپس ٿيا.

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو، ابوالفدا.

## باب انون

# وفدن جو سال

فَاقَ النَّبِيّين فِي خَلق وفِي خُلق
وَلَم يَدَا نُوه فِي عِلمِ وَالكَرَمِ
دَع مَا دَّعتہَ النَّصَارِي فِي نَبِيِّهِم
وَاَحكُم بِما شِئتَ مَدٌحَا فِيہِ وَاحتَكِم

قصيده برده

اِنَّ الرَّسُول لَنُورُ يُستَضاءُ بِہِ
وَصَّارِمُ مِن سُيُوف الله مَسلُول

بانت سعاد

سن 9 هجري مطابق 20 اپريل 630ع کان 9 اپريل 631ع

هجري نائون سال وفدن ڪري مشهور آهي، جيڪي اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان عقيدت جو اظهار ڪرڻ لاءِ مديني ڏانهن ٽولا ڪري ٽي آيا. انهيءَ ڏرتي مٿان جيڪي وحشي دشمني، خاندانن ۾ رتوڇاڻ ۽ ڪفر وارا ڪڪر ڇانيل هيا، اهي هاڻي هميشہ لاءِ ختم ٿي ويا هيا. جاهليت جو دور گذري ويو هيو.

مڪي جي فتح عربستان ۾ بت پرستي جي قسمت جو فيصلو ڪري ڇڏيو. جن مان انهن چنڊ وارين خوبصورت ديوين منات، لات ۽ عزا کي ۽ پنهنجين خاص مذهبي رسمن کي اجا تائين تعظيم جي لائق ٿي سمجهيو انهن جي بت پرستي واري ڪوٽ جي ڍهڻ ڪري اهي عبرت مان اکيون کولي سجاڳ ٿي ويا هيا. مڪي وارن جي فرمانبرداري ريگستان جي ڇڙواڳ رهاڪن منجهہ تمام گهڻو اخلاقي اثر ڪيو. هيل تائين مسلمانن ڏانهن تمام گهڻي دشمني وارو لاڙو رکندڙ قبيلن جا وفد اتحاد ڪرڻ ۽ وفاداري جو وچن ڪرڻ لاءِ سيني علائقن منجهان اچڻ

شروع ٿي ويا.[1] پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هدايت تي سندن خاص اصحابن ۽ مديني جي معزز رهاڪن انهن وفدن کي پنهنجن گهرن ۾ رهايو ٿي ۽ عربن جي روايتي مهمانوازي موجب انهن جي خاطر مدارت ٿي ڪيائون. واپسي تي هميشه انهن کي رستي جو چڱو چوکو خرچ ۽ انهن جي سماجي حيثيت مطابق سوکڙيون پاکڙيون بہ ملنديون هيون. اڪثر قبيلن کي انهن جي حقن ۽ مراعاتن جي باري ۾ معاهدي جي لکت ۾ ضمانت ڏني ويندي هئي، ۽ واپس ويندڙ وفدن سان هڪڙو هڪڙو اوستاد بہ گڏ ويندو هيو تہ جيئن اهو نون مسلمانن کي اسلام جا احڪام سيکاري ۽ ڏسي تہ انهن جي معاشري منجهان بت پرستي جا اهڃاڻ ختم ٿي ويا آهن.

پاڻ جتي ائين عربستان جي قبيلن کي نئين جماعت اندر شامل ڪرڻ ۽ استحڪام پيدا ڪرڻ ۾ مصروف هيا تہ اتي غيب جا وڏاڄاڻوگر انهن خطرن کان بہ خبردار هيا جيڪي نئين مملڪت کي ٻاهرين دنيا منجهان لاحق ٿيڻ وارا هيا.

ان زماني ۾ ائين پئي لڳو تہ بازنطيني وري پراڻا خواب ڏسي رهيا آهن. جن خوابن ان کان اڳ رومي سلطنت جي ٻانيڪارن کي عربستان منجهہ حملي آوار جٿا موڪلڻ لاءِ هرکايو هيو.[2] اهي عربستان کي وري فتح ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويا هيا. ايرانين مٿان سوڀون حاصل ڪرڻ ڪري غرور ۾ ڦونڊيل هرقل (هرڪيولس) پنهنجي ملڪ ۾ موٽي ويو هيو. عربستان ۾ جيڪي حيرت انگيز واقعا پيش اچي رهيا هيا. ان جي سياسي سوچ انهن کان غافل ڪونہ هئي، ۽ ٿوري تعداد وارن عربن هٿان پنهنجي وڏي فوج جي سالارن جي پوئتي ڌڪجڻ کي بہ ان ڪونہ وساريو هيو. شام ۾ رهائش دوران ان پنهنجن نائب سردارن کي حڪم ڏئي ڇڏيو هيو تہ عربستان تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ هڪڙو وڏو لشڪر گڏ ڪن. انهن تيارين جون خبرون جلدئي مديني

---

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو.

[2] منهنجو اشارو آگسٽس(Augustus) جي عهد ۾ ايليس گئلس ( Aelius Gallus) واري حملي ڏانهن آهي.

پهچي ويون ۽ مسلمانن منجهه ڪجهه گهبراهٽ پيدا ڪري ڇڏيائون. جيڪڏهن اطلاع صحيح هيو ته ان جو مطلب اسلامي برادري لاءِ هڪڙو وڏو خطرو پيدا ٿي ويو هيو. انهي حملي کي روڪڻ لاءِ سيني علائقن مان رضاڪارن جي ڀرتي لاءِ پڙهيو ڏياريو ويو. بدقسمتي سان تازو تازو حجاز ۽ نجد کي هڪڙي خطرناڪ ڏڪار وڪوڙي ڇڏيو هيو. ڪجي جون پوکون تباهه ٿي ويون هيون. بار کڻڻ وارا جانور وڏي تعداد ۾ مري ويا هيا. ۽ گهڻا ٿڌا علائقائي ماڻهو انهي صورتحال ۾ پنهنجن ماڳن کان ايترو پري ڪنهن مهم تي وڃڻ لاءِ راضي ڪونه هيا. ڪن ماڻهن عذر پيش ڪيو ته سال جو اهو حصو لڙائي لاءِ موزون ڪونه آهي، جڏهن ته گرمي جي شدت، مسافري جي تڪليفن ۽ بازنطيني حڪومت جي طاقت جي باري ۾ حيران ڪندڙ ڳالهين به بزدل ماڻهن جي انديشن ۾ وڏي پيماني تي اضافو ڪيو. ڪيترن ماڻهن انهي مهم کان آجو ٿيڻ لاءِ درخواستون پيش ڪيون. اهڙا ماڻهو جيڪي تمام ڏبرا هيا، يا پنهنجن گهرن کي ڇڏڻ يا هٿيار حاصل ڪرڻ کان لاچار هيا. يا اهڙا جن جو سندن اڪيلي هجڻ کان سواءِ انهن جي ڪٽنب جي سار سنڀال ڪرڻ وارو ڪوبه ڪونه هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم انهن سيني جي درخواست کي قبول ڪيو.[1]

ٿال مٿول جي گهنتائي کي وري منافقن جي سازشن زور ڏئي پڙڪايو جن ان صورتحال کي بيزاري ۾ بدلائڻ لاءِ هوا ڏيڻ جي ڪنهن به ڪوشش کي هٿان ڪونه وڃايو.[2] بهرحال، اڪابر اصحابن ۽ دين جي

---

[1] انهن ماڻهن کي "البڪائون" سڏيو ويندو هيو ڇوته اهي پنهنجي مجبوري ڪري خطرناڪ دشمن جي خلاف مزاحمت ڪرڻ لاءِ جهاد ۾ شرڪت ڪرڻ کان لاچار هجڻ ڪري آهه و بڪا ڪندا هيا. (ابن هشام، حلبي ـ انسان العيون. جلد ٽيون)

[2] سورت توبه آيت 83 ۾ منافقن جي سازشن جي مذمت ڪئي وئي آهي. انهن لڪل سازشين جي گڏجڻ جو هنڌ جاثوم جي پسگردائي ۾ سُويلم نالي هڪڙي يهودي جو گهر هيو. بعد ۾ ان گهر کي ڊاهي پٽ ڪيو ويو هيو. انهن ئي ڏينهن جي ڳالهه آهي ته حضورجن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پيشن گوئي ڪندي فرمايو هيوته ملت اسلاميه ۾ سدائين منافق موجود هوندا جيڪي پنهنجن ماڻهن جي مفاد لاءِ دين جي سچن پيروڪارن طرفان ٿيندڙ همدرداڻين ڪوششن ۾ رخنو وجهڻ جي سازش ڪندا رهندا.

ٻين مخلص پيروڪارن جي مثال، بزدل ماڻهن جي دلين ۾ همت پيدا ڪري ڇڏي ۽ مجاهدن انڪار ڪندڙن کي شرم ڏياري همت ۾ بدلائي ڇڏيو جيڪا همٿ هڪدم سيني ماڻهن منجهه پکڙجي وئي. هر طرف کان چندي جي پرمار ٿيڻ لڳي. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ انهيءَ مهم جي خرچ لاءِ پنهنجي سموري جمع پونجي پيش ڪئي؛ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي خرچ تي رضاڪارن جو هڪڙو وڏو هٿيار بند جٿو پيش ڪيو ۽ ٻيا مشهور ۽ مالدار مسلمان بہ ايترائي فراخ دل ثابت ٿيا. عورتون پنهنجا ڳهہ ڳِنا ڪٺي آيون ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وسلم کي عرض ڪيائون تہ مملڪت جي ضرورتن لاءِ انهن کي قبول ڪرڻ فرمائين. آخرڪر قابل قدر لشڪر گڏ ٿي ويو[1] ۽ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اڳواڻي ۾ مجاهد سرحد ڏانهن روانو ٿي ويا.

پنهنجي غير حاضري دوران رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي شهر جو امير مقرر ڪري ويا. منافق بہ عبدالله بن ابي سان گڏجي ثِنيَتہ الوداع جبل[2] تائين لشڪر سان گڏ ويا، پر اهي ٿال مٿول سان پوئتي ٻيهي رهيا ۽ واپس شهر ڏانهن موٽي آيا. مديني پهچي انهن اها خبر هلائي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي سوٽ کي پاڻ سان گڏ انهيءَ ڪري ڪونہ وٺي ويا جو انهن کي انهي مهم جي خطرن جو انديشو هيو. انهيءَ خبيث افواه کان ڏکوئجي حضرت علي عليہ السلام هڪدم هٿيار کنيا ۽ تڪڙا تڪڙا لشڪر جي پٺيان وڃڻ لڳا. لشڪر وٽ پهچي جيڪو ٻڌو هئائون اهو پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ٻڌايائون. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اعلان ڪيو تہ اها ڳالهہ بدنيتي تي ٻڌل آهي. "فَقَالَ كَذَبُوا وَلاكِنِي خَلَفتُكَ لَمَا تَرَكتُ وَرائِي فَارجع فَاخلُفنِي فِي اهلِي وَاهلِكَ اَفَلا تَرضيٰ يا عَلِيّ اَن تَكُونَ مِنّي بِمَنزِلَتِ هارُون مِن مُوسيٰ" (فرمايائون اهي ڪوڙ ٿا چون، مون توهان کي پنهنجو نائب مقرر ڪيو آهي ۽ توهان کي پنهنجي جاءِ تي ڇڏيو هيو. توهان

[1] جن ڏکيائين سان اهو لشڪر تيار ڪيو ويو هيو ان جي نسبت سان ان کي "جيش العسره" جو نالو ڏنو ويو هيو.(ابن هشام)

[2] ثنيتہ الوداع ؛ مجمع البلدان، جلد ٻهريون.

پنهنجي جاءِ ڏانهن واپس وڃو ۽ منهنجن ۽ پنهنجن اصحابن مٿان منهنجا نائب ٿي رهو. اي علي! ڇا توهان انهي ۾ خوش ڪونہ آهيو تہ توهان منهنجي لاءِ ائين آهيو جيئن حضرت موسيٰ عليہ السلام لاءِ حضرت هارون عليہ السلام هيا)[1] انهي ڪري حضرت علي عليہ السلام مديني موٽي آيا.

گرمي ۽ اڃ جي ڪري لشڪر وارن جون تڪليفون بيٺيون ٿي ويون. هڪڙي تڪليف واري ۽ ڏکھي پنڌ کان پوءِ اهي مديني ۽ دمشق جي وچ اڌ رستي تي واقع تبوڪ نالي هڪڙي جاءِ تي پهتا[2] ۽ اتي انهن پڙلاءُ ڪيو. اتي پهچڻ کان پوءِ اهو بڏي حيرت ۾ پئجي ويا يا شايد سک جو ساهہ بہ کنيائون تہ يوناني حملي جي خبر بس هوائي خبر هئي، جڏهن تہ بادشاهہ پنهنجي گهر ۾ ئي مسئلن ۾ ڦاٿو پيو هيو. تنهن ڪري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جڏهن ڏٺو تہ مدني برادري جي سلامتي کي ڪوبہ خطرو ڪونہ آهي تہ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مسلمانن کي پوئين پيرين واپس ٿيڻ جي هدايت ڪئي.[3] تبوڪ ۾ ويهن ڏينهن جي مختصر قيام کان پوءِ، جتي انهن کي پنهنجي لاءِ پاڻي، ۽ بک ۾ پاهہ ٿيل بار کڻڻ وارن جانورن لاءِ داڻو چڱي مقدار ۾ هٿ آيو. مسلمان رمضان شريف جي مهيني ۾ مديني ۾ واپس پهتا.[4]

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي مديني ۾ واپسي تي طائف جي سخت دل ۽ سرڪش بت پرستن طرفان هڪڙي وفد جي اچڻ جو اطلاع ڏنو ويو. اهي ئي ساڳيا ماڻهو جن ڪڏهن مسڪين مبلغ کي بي حرمتي ڪري ۽ هنگامو ڪري پنهنجي شهر مان تڙي ڪڍيو

---

[1] ابن هشام. شيعا انهن لفظن جي بنياد تي دعوا ڪن ٿا تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن لفظن ۾ واضح طور اشارو ڪيو هيو تہ کانئن پوءِ حضرت علي عليہ السلام سندن جانشين هوندو.

[2] ڪوسين ڊي پرسيول. جلد ٽيون.

[3] ابن هشام: ابن اثير جلد ٻيو. ابوالفدا.

[4] ڪوسين ڊي پرسيول جي راءِ مطابق 630ع جو ڊسمبر هيو. سورت نساء ۾ انهن واقعن کي کولي بيان ڪيو ويو آهي. تبوڪ ۾ ڪيترن ئي پاڙيسري سردارن اچي نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بيعت ڪئي. (ابن اثير جلد ٻيو).

هيو. طائف جو سردار عروه، جيڪو حديبيہ واري واقعي ۾ قريشين جو نمائندو ٿي آيو هيو ۽ معاهدي ٿيڻ کان پوءِ مڪي موٽي ويو هيو اهو اسلام جي مبلغ جي لفظن ۽ سندن سٺي سڀاءَ کان ايترو تہ متاثر ٿيو هيو جو پنهنجي ڪم جي پڄاڻي کان ڪڪدم پوءِ پيغمبر صلي الله عاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ آيو هيو ۽ سندن دين قبوليو هئائين. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان ان جي پنهنجي شهر جي بت پرستن منجهہ موجود خطرن کان بار بار خبردار ڪرڻ جي باوجود اهو هڪدم طائف ڏانهن موٽيو ۽ پنهنجي بت پرستي کي ترڪ ڪرڻ جو اعلان ڪيائين ۽ پنهنجن ڳوٺاين کي نئين مذهب مان حاصل ٿيندڙ نعمتن مان فائدو وٺڻ جي دعوت ڏنائين. اهو شام جي وقت شهر ۾ پهتو هيو ۽ ماڻهن کي گڏ ڪري پنهنجي مسلمان ٿيڻ جو اعلان ڪيائين ۽ ماڻهن کي دعوت ڏنائين تہ اهي بہ ان سان شامل ٿين. صبح جو ان وري انهن کي خطاب ڪيو. پر ان جي لفظن عزا جي پوڄارين ۽ پروهتن کي ڪاوڙ ۾ پري چڙيو ۽ آخرڪار انهن ڪيس پٿر هڻي هڻي شهيد ڪري موت جي واديءَ ۾ پهچائي ڇڏيو. آخري پساهن دوران ان چيو تہ پنهنجي قوم جي ڀلائي لاءِ ان پنهنجي مالڪ آڏو پنهنجي جان جي قرباني پيش ڪئي آهي، ۽ شهادت ماڻڻ تي الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪيائين ۽ آخري خواهش طور ان پنهنجن دوستن کي وصيت ڪئي تہ ڪيس حنين ۾ شهيد ٿيل مسلمانن جي پاسي ۾ دفن ڪيو وڃي.[1] زندگي دوران ڪيل ڪوشش جي مقابلي ۾ عروه طرفان مرڻ وقت چيل لفظن ان جي ڳوناين تي گهڻو اثر ڪيو. شهيد جي رت ان جي قاتلن جي دلين ۾ ايمان جو ڏيئو روشن ڪري ڇڏيو. اوچتي پڇتاءَ سان جهلجي ۽ شايد ريگستان جي قبيلن سان پنهنجي دشمني مان پڻ بيزار ٿيندي طائف وارن مٿي ذڪر ڪيل وفد کي موڪليو هيو تہ انهن کي معافي ڏني وڃي ۽ اسلام جي دائري ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ڏني وڃي . تاهم انهن پنهنجن بتن جي لاءِ ٿوري مهلت ڏيڻ لاءِ منٿ ڪئي. پهريائين انهن ٻن سالن لاءِ، پوءِ هڪڙي سال لاءِ، ۽ پوءِ ڇهن مهينن لاءِ عرض ڪيو پر اها ڳالهہ منظور ڪونہ ٿي. انهن آخري درخواست طور منٿ ڪئي تہ ڪيئن بہ ڪري هڪڙي مهيني جي مهلت ڏيڻ گهرجي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ

---

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو.

عليہ وآلہ وسلم کا بہ لچڪ ڪونہ ڏيکاري. اسلام ۽ بتن جو گڏ رهڻ ممڪن ڪونہ هيو. انهن پوءِ منٿ ڪئي تہ انهن کي نماز پڙهڻ کان آجو قرار ڏنو وڃي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ عبادت کان سواءِ مذهب جي ڪابہ حيثيت ڪونہ آهي.[1] آخرڪار مايوس ٿي انهن سڀ ڪجهہ مڃيو جنهن جي انهن کان گهر ڪيل هئي. البت انهن تي پنهنجن هٿن سان بت ڊاهڻ لاءِ زور ڪونہ ڪيو ويو پر نام نهاد ابو سفيان بن حرب جيڪو مشهور زمانہ معاويہ جو پيءُ ۽ اسلام سان دغا ڪندڙ هيو انهن ماڻهن مان هڪڙو جن کي مٿين دل سان اسلام قبول ڪرڻ وارن طور نشانبر ڪيو ويو آهي، ڇوتہ انهن اسلام هڪڙي سياسي چال طور قبول ڪيو هيو ۽ عروه جي ڀائٽي مغيره کي انهي ڪم لاءِ چونڊيو ويو. انهن طائف جي عورتن طرفان نااميدي ۽ افسوس مان ڪيل زوردار دانهن دوران پنهنجي ڪاروائي مڪمل ڪئي.[2]

ان وقت بنوطي قبيلي وارن پاڻ کي ضدي ثابت ڪيو ۽ پنهنجن بت پرست پروهتن جي ڀڙڪائڻ تي سرڪشي ڪرڻ لڳا. حضرت علي عليہ السلام جي اڳواڻي ۾ هڪڙي ننڍڙي جٿي کي روانو ڪيو ويو تہ انهن کي آڻ مڃرائي ۽ انهن جي بتن کي تباهہ ڪري. حاتم طائي، جنهن جي سخاوت ۽ درياءَ دلي کي مشرقي دنيا ۾ شاعرن ۽ گداگرن گهڻو ڳايو آهي، جو پٽ عدي انهي قبيلي جو سردار هيو. حضرت علي عليہ السلام جي پهچڻ وقت اهو شام ڏانهن ڀڄي ويو پر ان جي ڀيڻ پنهنجي خاندان وارن مان ڪجهہ اهم ماڻهن سان گڏ مسلمانن هٿان قيد ٿي وئي. انهن کي وڏي عزت ۽ احترام سان مديني آندو ويو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هڪدم حاتم طائي جي ڌي ۽ ان جي ماڻهن کي آزاد ڪري ڇڏيو ۽ انهن کي تمام گهڻيون قيمتي سوکڙيون بہ عطا ڪيائون.

---

[1] ابن اثير جلد ٻيو.

[2] ابن هشام، طبري جلد ٽيون. جيئن تہ 9 هجري ۾ حضورصلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي خدمت ۾ گهڻا وفد اچي حاضر ٿيا تنهن ڪري انهن جي مناسبت سان ان سال تي "عام الوفود" يعني "وفدن وارو سال" جو نالو پئجي ويو. بنو ثقيف وارن طرفان اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ جيڪي مکيہ قبيلا اسلام جي دائري ۾ داخل ٿيا انهن ۾ يمن، مهرا، اومان ۽ بحرين جا حميري شهزادا ۽ يمامہ جي پرسان رهندڙ قبيلن جا سردار شامل هيا.

اها شام ڏانهن وئي ۽ پنهنجي ڀاءُ کي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خوش اخلاقي جو احوال ٻڌايائين. انهي احسانمندي کان متاثر ٿي عدي پاڻ کي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي قدمن ۾ پيش ڪرڻ لاءِ تڪڙو تڪڙو مديني ڏانهن اچي نڪتو ۽ آخرڪار اسلام قبول ڪيائين. پنهنجي قوم ۾ واپس اچڻ سان انهن کي بت پرستي ترڪ ڪرڻ لاءِ آماده ڪيائين ۽ بنوطي وارا جيڪي ڪڏهن بت پرستي جي لعنت ۾ ڦاٿل هيا، ان وقت کان پوءِ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دين جا وڏي خلوص وارا پوئلڳ ٿي ويا.[1]

---

[1] ابن هشام.ابن ايثر جلد ٻيو. حلبي جو انسان العيون، جلد ٽيون. عدي بن حاتم طائي طرفان اسلام قبولڻ وارو واقعو 9هجري جي ربيع الثاني مهيني (جولاء - آگسٽ 630ع) ۾ واقع ٿيو انهي مناسبت سان ان جو ذڪر تبوڪ واري مهم کان پهريان ٿيڻ گهربو هيو. پر مون عرب تاريخدانن طرفان واقعن جي ترتيب تي عمل ڪيو آهي. جڏهن حاتم طائي جي ڌي جنهن جو نالو سفانہ هيو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ آئي تہ اها حضورجن سان هنن لفظن سان مخاطب ٿي "الله جا رسول، منهنجو والد فوت ٿي ويو آهي، منهنجو ڀاءُ جيڪو منهنجو اڪيلو وارث هيو اهو مسلمانن جي پيش قدمي کان ڊڄي جبلن ڏانهن ڀڄي ويو آهي. مان پنهنجو فديو ادا ڪري نہ ٿي سگهان، مان پنهنجي آزادي لاءِ توهان کان رحم وڪرم جي التجا ٿي ڪريان. منهنجو پيءُ وڏي مان وارو انسان هيو پنهنجي قبيلي جو سردار هيو اهڙو انسان هيو جيڪو فديو ڏئي قيدين کي آزاد ڪرائيندو هيو عورتن جي عزت جو رکوالو هيو غريبن جي پرگهور ڪندو هيو ڏکويلن جو پرجهلو ٿيندو هيو ڪنهن جو بہ سوال ڪونہ موٽايائين، مان حاتم طائي جي ڌي سفانہ آهيان ." پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو "توهان جي والد ۾ مسلمانن واريون خوبيون هيون، جيڪڏهن مون کي ڪنهن جي لاءِ، جنهن جي زندگي بت پرستي ۾ گذري، الله تعاليٰ کان مغفرت گهرڻ جي اجازت مليل هجي ها تہ مان خدا کي ٻاڏايان ها تہ حاتم جي روح تي رحم فرمائي." پوءِ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي چوڌاري گڏ ٿيل مسلمانن کي فرمايائون "حاتم جي نياڻي آزاد آهي، سندس پيءُ وڏو سخي ۽ انسان دوست ماڻهو هيو. الله تعاليٰ رحم ڪرڻ وارن ماڻهن سان محبت ڪندو آهي. انهن کي اجر ڏيندو آهي." سفانہ سان گڏ ان جي قوم جي سيني ماڻهن کي آزاد ڪري ڇڏيائون. انهي متاثر ڪندڙ واقعي کي فارسي جي عظيم شاعر شيخ سعدي رحمت الله تعاليٰ عليہ بوستان ۾ خوبصورت انداز ۾ بيان ڪيو آهي:-

کرم کن بر حال من اے محترم، کہ مولائ من بود ز اہل کرم.

بنو طي وارن طرفان مسلمان ٿيڻ وارن ساٿين ڏينهن ۾ هڪڙو بيو معزز ماڻهو بہ اهڙي نموني سان مسلمان ٿيو جيڪو پڻ ذڪر ڪرڻ جي قابل آهي. ڪعب بن زهير جيڪو مزينہ قبيلي جو نالي وارو شاعر هيو ان پاڻ کي مسلمانن خلاف دشمني اڀارڻ لاءِ ڪوششون ڪرڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هيو. ان جو ڀاءُ مسلمان هيو ۽ ان کي ڏاڍي تاڪيد سان هدايت ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين تہ بت پرستي ترڪ ڪري ۽ اسلام قبول ڪري. ڪعب پنهنجي ڀاءُ جي صلاح کي دل ۾ ويهاري لڪ ڇپ ۾ مديني آيو ۽ مسجد شريف ۾ جتي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تبليغ ڪندا هيا اتي اچي نڪتو. اتي ان هڪڙي شخصيت کي عربن جي گهيري ۾ ڏٺو جيڪي ان جي ڳالهين کي وڏي چاھ سان ٻڌي رهيا هيا. ان هڪدم سڃاڻي ورتو تہ اهي ئي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم آهن. مجمعي کي چيريندو اڳتي آيو ۽ وڏي آواز ۾ چيائين: "يا رسول الله، جيڪڏهن مان ڪعب کي توهان جي آڏو هڪڙي مسلمان طور پيش ڪريان تہ ڇا توهان ان کي معاف ڪندا؟" حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو "هائو." "تہ اهو مان پاڻ ئي ڪعب بن زهير آهيان." پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چوڌاري ويٺل ڪيترن اصحابن اٿي ان کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو "متان، متان، مون ان کي امان ڏني آهي." ڪعب پوءِ عرض ڪيو تہ ان کي اجازت ڏني وڃي تہ اهو هڪڙو قصيدو (مولود شريف) پڙهي،[1] ان

---

[1] ان قصيدي کي شروعاتي لفظن جي مناسبت سان "قصيده بانت سعاد" چيو ويندو آهي، جيڪو عام طور تي عربي قصيدن ۾ مروجہ اهڙي ٽلهہ سان شروع ٿئي ٿو. جنهن ۾ شاعر پنهنجي محبوبہ سعاد جي هليو وڃڻ تي پنهنجي ڏک جو قصو بيان ڪيو آهي، اها ان کي ڇڏي وئي آهي، ان جي دل ٻڏندي وڃي ٿي، پريشان ۽ بي حال ٿي زنجيرن ۾ جڪڙيل قيدي وانگر ان جي ڳولا ۾ ان جي پيرن جي نشانن پٺيان هلندو وڃي ٿو. اهو ان جي سونهن، ان جي منڙي ۽ نماڻي آواز، ان جي وٽندڙ ٽهڪن، ۽ ان جي موهيندڙ مرڪ جي تعريف ڪري ٿو. موضوع واري تمهيد ٻڌجڻ کان پوءِ قصيدو هڪدم بدلجي وڃي ٿو ۽ شاعر حضورجن جي مدح ۾ نعت وارا الفاظ چوڻ شروع ڪري ٿو تہ قصيدو عقيدت جي انتها تي پهچي وڃي ٿو. قصيدي جي لفظن ۾ شروع کان آخر تائين هڪڙي اهڙي مانائتي ٻولي جو استعمال ڪيو ويو آهي جيڪا پوءِ واري زماني جي عربي شاعري ۾ نٿي ملي ۽ عقيدت کي آخر تائين وڏي عمدگي سان پيش ڪيو ويو آهي.

قصيدي کي هر دور ۾ عربي شاعري جو هڪڙو شاهڪار مڃيو ويو آهي. جڏهن اهو هن باب جي منڍ ۾ لکيل سٽن[1] تي پهتو ته رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان کي پنهنجو جبو مبارڪ عنايت ڪيو جيڪو پوءِ ان جي ڪٽنب وارن معاويہ کي چاليهہ هزار درهم ۾ وڪيو هيو جيڪو اموين ۽ عباسين جي هٿن مان گذرندو عثماني خليفن جي هٿن ۾ پهتو.[2]

ان وقت تائين مشرڪن کي ڪعبت الله شريف ۾ داخل ٿيڻ يا ان جي پاڪ حدن اندر پنهجين پراڻين بت پرستي وارين رسمن ملهائڻ کان منع ٿيل ڪونہ هئي. هاڻي اهو فيصلو ٿيو تہ انهي متضاد ۽ بي جوڙ حالت کي ختم ڪيو ويو وڃي، ۽ هڪ ئي وقت هميشہ لاءِ انهن ماڻهن طرفان وري بت پرستي منجهہ مبتلا ٿيڻ واري ڪنهن بہ امڪان کي روڪي ڇڏجي، جيڪي ماڻهو اڃا پوري طرح اسلامي رنگ ۾ ڪونہ رنگجي ويا هيا. انهيءَ مطابق ان سال جي آخر ڏاري حج جي مهيني دوران حضرت علي عليہ السلام کي اها ذميواري ڏئي موڪليوويو تہ اهو قرباني واري ڏينهن تي سيني گڏ ٿيل ماڻهن جي آڏو نازل ٿيل وحي پڙهي ٻڌائي، جيڪو اعلان هڪدم بت پرستي ۽ ان سان سلهاڙيل بڇڙاين واري سوچ تي هٿوڙو ٿي لڳو. ”هن سال کان پوءِ ڪوبہ مشرڪ حج تي اچي نہ سگهندو ڪوبہ ماڻهو اگهاڙو ٿي ڪعبت الله شريف جو طواف ڪونہ ڪندو.[3]

[1] پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بيشڪ هڪڙو نور آهن جنهن سڄي دنيا کي روشن ڪري ڇڏيو آهي، پاڻ بي دينن کي تباہ ڪرڻ لاءِ الله تعاليٰ جي تلوار آهن.

[2] جنهن کي ”خرقو شريف“ سڏيو ويندو آهي ۽ نا آگهاني آفتن ۽ وڏن نازڪ حالتن ۾ قومي جهنڊي جي نشاني طور ٻاهر ڪڍي اندو ويندو هيو. قصيدو بانت سعاد جنهن کي قصيدو برده پڻ سڏيو ويندو آهي، اهو ابوعبدالله محمد بن ساعد، جيڪو ملڪ ظاهر واري دور جو شاعر هيو واري قصيده برده شريف کان مختلف آهي. ابوعبدالله وارو قصيده برده شريف هنن سٽن سان شروع ٿئي ٿو: امن تذڪر جيران بذي سلم..........

[3] بت پرست عربن جي هڪڙي بي مانائتي رواج ڏانهن اشارو آهي.

جنهن جو بہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان ڪو معاهدو ٿيل آهي تہ اهو معاهدو پنهنجي مدت پوري ٿيڻ تائين قائم رهندو باقي ٻين لاءِ، هر هڪ کي چئن مهينن جي مهلت ڏجي ٿي تہ اهي پنهنجن پنهنجن علائقن ڏانهن موٽي وڃن. ان کان پوءِ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي سواءِ انهن ماڻهن جي جن سان معاهدا ٿيل آهن ٻئي ڪنهن بہ قسم جي ذميواري ڪونہ رهندي "[1]

اهو "خارج ڪرڻ وارو پڌرنامو (اعلانِ برات)." جيئن ان کي مسلمان ليکڪ عنوان ڏين ٿا، رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان دوانديشي واري ڏاهپ جو هڪڙو واضح ثبوت هيو. ان وقت معاشري جي ۽ عوامي اخلاقيات جي جيڪا حالت هئي، انهن کي نظر ۾ رکندي انهن ڳالهين کي جاري رکڻ ناممڪن هيو جيڪڏهن بت پرستن کي مسلمان حاجين سان سال بسال گڏ ٿي مسلمانن جي اکين آڏو اخلاق کان ڪريل ۽ شهوت پيدا ڪندڙ رسمن کي ادا ڪرڻ جي اجازت ڏجي ها تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي ايڏي محنت سان جيڪو ڪجهہ حاصل ڪيو هيو اها ڳالهہ ان لاءِ کي مليا ميٽ ڪري ڇڏي ها. تاريخ اڳيئي عربن جهڙي ساڳي لڏي جي هڪڙي ٻي باصلاحيت، پر غير مُهذب شاخ کي بت پرستن منجهہ آباد ٿيندي ڏسي چڪي هئي. انهن جي مذهبي پيشوائن يهودا جي پوڄا کي برقرار رکڻ لاءِ بعل جي پوڄارين جو وڏي پيماني تي ڪوس ڪيو هيو. پوءِ بہ اهي پنهنجي مقصد ۾ بري طرح ناڪام ٿيا هيا. اسرائيلي نہ صرف انهن خراب حالتن جو شڪار ٿيا هيا جيڪي انهن کي وڪوڙيون پيون هيون پر جن ماڻهن کي شروع ۾ انهن جي مڪروهہ ۽ قابل نفرت رسمن ڪري اهي حقارت جي نظر سان ڏسندا هيا، اڳتي هلي

---

[1] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو، ابوالفدا.

اسرائيلي خود انهن ماڻهن جي رسمن تي عمل ڪرڻ ۾ انهن کان ٻه گوءِ کڻي ويا هيا. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم محسوس ڪيو تہ شرڪ سان ڪنهن بہ قسم جو ناهہ سندن سڄي ڪم کي ضايع ڪري ڇڏيندو. انهيءَ ڪري پاڻ اهڙا طريقا اختيار ڪيائون جيڪي ظاهري طور ڏسڻ ۾ تہ سخت هيا پر پنهنجي قطعي مقصد واري نتيجي ۾ اهي نهايت فائديمند هيا. انهن وڏن هجومن ۾ گڏ تيل ماڻهن جن حضرت علي عليه السلام جي خطبي کي ٻڌو پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن موٽي ويا. پر ايندڙ سال حج جي مهيني کان اڳ ئي انهن مان اڪثريت مسلمان ٿي وئي.

# باب نائون

## رسالتِ محمّدي جي تڪميل

اِذَا جَآءَ نَصرُاللهِ وَالفَتحُ 0 وَرَاَيتَ النَّاسَ يَدخُلُونَ فِي دِينِ اللهِ
اَفوَاجَا 0 فَسَبِح بِحَمدِ رَبِڪَ وَاستَغفِرهُ اِنَّہٗ ڪَانَ تَوَابَا0

سن 10 هجري مطابق 9 اپريل 631ع کان 29 مارچ 632ع

گذريل سال وانگر ان سال[1] دوران بہ عربستان جي هر علائقي منجهان مختلف وفد پنهنجن قبيلن ۽ پنهنجن سردارن طرفان وفاداري جو وچن ڏيڻ لاءِ مديني ۾ ايندا رهيا. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن اصحابن کي مختلف علائقن ۾ ديني تعليم ڏيڻ لاءِ موڪليندا هيا، انهن کي واضح نموني سان هيٺين هدايت ڏني ڪيائون:

”ماڻهن سان خوش اخلاقي سان پيش اچجو ۽ ڪُهرا نہ ٿجو انهن کي خوش خبري ڏجو ۽ ڊيڄارجو نہ. توهان جي ڪيترن اهل ڪتاب[2] ماڻهن سان ملاقات ٿيندي، اهي توهان کان سوال پڇندا تہ بهشت جي ڪنجي ڪهڙي آهي؟ انهن کي جواب ڏجو تہ بهشت جي ڪنجي الله تعاليٰ جي حقيقت کي تسليم ڪرڻ ۽ سٺا عمل ڪرڻ آهي.“[3]

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت هاڻي ڪاميابي ماڻي ورتي هئي. جهالت ۽ خونريزي ۾ رڌل هڪڙي قوم منجهان هڪڙو پيغمبر ظاهر ٿيو هيو”انهن کي ان (الله) جون آيتون پڙهي ٻڌائي ٿو ۽ انهن کي (گناهن کان) پاڪ ڪري ٿو ۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت جو علم سيکاري ٿو جيڪي اڳ ۾ مڪمل گمراهي ۾ ڦاٿل هيا.“( سورت جمعہ آيت 2) پاڻ انهن کي ذلت، خوني ويڙهہ ۽ وهم پرستي جي عقيدي ۾ ٻڏل ڏٺائون، ۽ انهن جي سيني ۾ حق ۽ سچ

---

[1] سن ڏهہ هجري ۾ يمن ۽ حجاز جي باقي رهيل قبيلن اسلام قبول ڪيو. ان کان پوءِ حضرموت ۽ ڪنده جي قبيلن بہ اسلام قبول ڪيو.

[2] عيسائي، يهودي ۽ زرتشتي.

[3] ابن هشام.

جي اڪيلي خدا وحده لا شريڪ ۾ ايمان جو جذبو پيدا ڪيائون. پاڻ انهن کي ڇڙوڇڙ ۽ هڪٻئي سان اڻ کٽ لڙائي ۾ رڌل ڏٺائون، ۽ انهن کي ڀائيچاري ۽ انسان دوستي جي ٻنڌڻن ۾ ڳنڍائي ڇڏيائون. گهڻو اڳاتي زماني کان عرب جزيرو مڪمل طور اخلاق کان ڪريل ڳالهين ۾ قائل هيو. ديينداري واري روحاني زندگي بلڪل اڻ ڄاتل هئي. عربن جي سوچن تي نه ته يهوديت ۽ نه وري عيسائيت ڪو اثرائتو عمل ڪري سگهي هئي. ماڻهو وهمي عقيدن، ظلم ڪرڻ ۽ بدڪرداري ۾ قائل هيا. رت جي منع ٿيل رشتن(محرمات) سان شادي ڪرڻ ۽ زنانن ٻارن کي قتل ڪرڻ واري شيطاني رسم عام هئي. وڏو پٽ پنهنجي پيءُ جي بيوه زالن (ويڳي ماءُ) کي ٻه باقي مال ملڪيت سان گڏ وراثت ۾ ورتندو هيو. غير انسانيت واري وڏي خرابي اها هئي ته پيئر پنهنجين معصوم نياڻين کي جيئري دفن ڪري ڇڏيندا هيا. ۽ انهي ڏوهه کي جيڪو قريشن ۽ بنوڪنده وارن منجهه وڏي پيماني تي عام هيو جيئن هندو راجپوتن منجهه هيو ائين قريشين ۾ ٻه، وڏماڻهپي جي نشاني سمجهيو ويندو هيو. آخرت جي حياتي (حيات بعدالممات) جو نظريو ۽ انساني عملن جي نتيجي ۾ چڱائي ۽ مٺائي جي بدلي جو تصور اڻ ڄاتل هيا. صرف چند سال اڳ تائين عربستان جي اها حالت هئي. گذريل چند سالن ڪيتري زبردست تبديلي جو مشاهدو ڪيو هيو! اصل ۾ هن ڌرتي مٿان بهشتي ملائڪ (رحمت جو فرشتو) گهمي ويو هيو ۽ هن مهل تائين جيڪي ماڻهو خوني تڪرارن جي قابل نفرت رسمن ۾ مڪمل طور قائل هيا. انهن جي دلين ۾ پيار ۽ همدردي قوڪي ويو هيو. اها ڌرتي جتي ڪڏهن اخلاقي ويراني هئي، جتي سمورن انساني ۽ فطري اصولن کان بغير ڪنهن پڇتاءُ جي نفرت ڪئي ويندي هئي ۽ پيچڪڙي ڪئي ويندي هئي، اها هاڻي مُهذب پڻي ۽ فضيلت جو هڪڙو باغيچو بڻجي وئي هئي. بت پرستي پنهنجين بيشمار ڪراهتن سان گڏ مڪمل طور تي تباهه ٿي وئي هئي. صرف اسلام ئي هڪڙي وڏي مُهذب مذهب هجڻ جو منفرد مثال پيش ٿي ڪيو. جنهن جي ابتدائي تبليغ اهڙي قوم ۾ ڪئي وئي ۽ گهڻو تڻو اهڙن ماڻهن مٿان حڪمراني ڪئي جيڪي ان وقت تائين اوائلي تهذيب جي روشني مان بهره مند ڪونه ٿيا هيا. ۽ اسلام اثرائتي نموني سان پنهنجن مڃيندڙن کي بت پرستي کان روڪڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. انهي عظيم ڪارنامي کي بجاطور اسلام جي هڪڙي وڏي سوڀ

۽ ان جي بانيڪار جي اعليٰ ترين ذهانت جو ڪليل ثبوت مهيو ويو آهي. يهوديت ۽ عيسائيت گهٽي زماني ڪان عرب قبيلن ڪان انهن جي ڳوڙهن وهمي عقيدن، انهن جي غير انساني عملي مظاهرن ۽ انهن جي جنسي بي راه روي جون بداخلاقي واريون عادتون ڇڏائڻ لاءِ ڪوشش ڪنديون رهيون هيون، پر ان وقت تائين اهي ڪوششون ڪامياب ڪونہ ٿيون هيون. پر جڏهن انهن ماڻهن "الله جي چونڊيل رسول" جي "روح ۾ هيجان پيدا ڪرڻ وارن نغمن" کي ٻڌو تڏهن پنهنجي قدرت ۽ رحم سان هن ڪائنات کي هلائيندڙ حق جي خدا جي باري ۾ اهي خبردار ٿيا. تڏهن کان وٺي انهن جي زندگي جو مقصد صرف هن دنيا جي لاءِ پيچ ڏک ڪرڻ ڪونہ رهيو. قبر ڪان اڳتي بہ هڪڙي دنيا آهي - اعليٰ، پاڪ ۽ مقدس. انهن کي سخاوت، چڱائي، انصاف، ۽ عالمي محبت جو عملي مظاهرو ڪرڻ لاءِ دعوت ڏيندڙ الله تعاليٰ، بس اڄ يا سڀاڻي جو ڪاٺ يا پٿر مان تراشيل خدا ڪونہ آهي، پر هن دنيا جو قادر محبت ڪندڙ ۽ رحم ڪندڙ (رحمٰن و رحيم) خالق آهي. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهي نئين سچائي لاءِ خدائي نظام اندر هڪڙو وسيلو هيا يعني روشني جي هڪڙي جهلڪ جنهن مان انهن جي لاءِ دائمي خوشين جي لهر ڦٽي ٿي نڪتي، ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي انهن ماڻهن وڏي ادب ۽ احترام جي پيتا ٿي ڏني. هاڻي انهن سيني جي صرف هڪڙي ئي تمنا هئي، مطلب تہ پاڪائي ۽ سچائي سان الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ، زندگي جي سمورن معاملن ۾ ان الله تعاليٰ جي قانون کي دل و جان سان قبولڻ. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم گذريل ويهن سالن دوران وقت بہ وقت جيڪي اصول، قائدا ۽ نظريا پنهنجن اصحابن تائين پهچايا هيا، اهي انهن جي دلين ۾ گهر ڪري ويا هيا ۽ هر عمل ۾ قانوني اصول ٿي ويا هيا. قانون ۽ اخلاقيات گڏ (متحد) ٿي ويا هيا. "انهن ڏينهن کان وٺي جڏهن ابتدائي عيسائيت دنيا کي ان جي ننڊ مان سجاڳ ڪيو هيو ۽ بي ديني خلاف هڪڙي اخلاقي ويڙهہ شروع ڪئي هئي، انسان هن وقت تائين ڪڏهن بہ روحاني زندگي جي اهڙي سجاڳي ڪونہ ڏٺي هئي يعني اهڙو ايمان جنهن اف ڪرڻ کان سواءِ قربانين جون سختيون برداشت ڪيون ۽

پنهنجي دل جي اطمينان لاءِ مال ملڪيت جي تباهي کي خوشي سان برداشت ڪيو.[1]

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت جو مشن هاڻي تڪميل تي پهچي چڪو هيو. اها حقيقت تہ سمورو ڪم سندن حياتي مبارڪ ۾ ئي مڪمل ٿي ويو ڪين ٻين زمانن ۽ ٻين ملڪن جي پيغمبرن، ڏاهن ۽ فلاسافرن مٿان امتيازي فوقيت ڏئي ٿو. حضرت موسيٰ عليہ السلام، حضرت عيسيٰ عليہ السلام، زرتشت، سڪيامُني (Sakya_Muni)، افلاطون سيني وٽ الله تعاليٰ جي بادشاهت ۽ پنهنجين جمهوريتن جي باري ۾ پنهنجا پنهنجا گمان هيا. جن وسيلي انهن اخلاق کان ڪريل انسانيت کي هڪڙي نئين اخلاقي دنيا منجهہ ترقي وٺرائڻ تي گهريہ ليڪن سيئي پنهنجن خواهشن کي پورو ٿيندو ڏسڻ کان سواءِ ۽ پنهن جا روشن خيال مجرائڻ کان سواءِ هن دنيا منجهان هليا ويا هيا. يا پنهنجن هم عصر ماڻهن کي ترقي وٺرائڻ جي ذميواري پنهنجن بي رحم پوئلڳن يا موروثي شاگردن جي حوالي ڪري ويا هيا.[2] اهو صرف حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جوئي مقدر هيو ۽ انهن لاءِ ئي بچائي رکيل هيو تہ اهي پنهنجي ۽ پاڻ کان اڳ وارن نبين جي مشن کي مڪمل پڄاڻي تائين پهچائين. اهو سندن اڪيلي جي ئي قسمت ۾ لکيل هيو تہ پاڻ سڏاري جي ڪم کي مڪمل ٿيندو ڏسن - ڪوبہ تابعدار اصحابي شاهي فرمانن ذريعي سندن تعليمن کي نافذ ڪرڻ لاءِ سندن مدد لاءِ اڳتي ڪونہ آيو. ڇا مسلمان اهو چوڻ لاءِ حق بجانب ڪونہ آهن تہ سمورو ڪم خود الله تعاليٰ مڪمل ڪيو؟

نماڻو مبلغ جنهن کي هڪ ڏينهن سندس جنم ڀومي مان تڙي ڪڍيو ويو هيو ۽ جنهن کي ٻئي شهر مان جنهن ۾ پاڻ الله تعاليٰ جي احڪامن جي تبليغ ڪرڻ ويا هيا، تہ اتان بہ ڪين پٿر هڻي هڪاليو ويو هيو. اهو نون سالن جي ٿوري عرصي ۾ پنهنجي قوم کي اخلاقي ۽

---

[1] ميور جلد ٻيو. ميور جهڙي اسلام جي ڪلم ڪلا دشمن طرفان اهڙو بيان اچڻ وڏي اهميت وارو آهي.

[2] بني اسرائيل ۾ يشوع، ٻڌمت ۾ اشوڪ، زرتشتن ۾ داريوش ۽ عيسائين ۾ قسطنطين.

روحاني پسماندگي جي اونهي پاتال مان ڪيڏي انصاف ۽ پاڪائي جي بلنديءَ ڏانهن مٿي کڻي ويو.

سندن حياتي مبارڪ هڪڙي عاليشان ڪم کي خلوص ۽ شاندار طريقي سان پايہ تڪميل تي پهچائڻ جو هڪڙو شاندار مثال آهي. پاڻ اونداهي ڪڏ ۾ ڪريل هڪڙي مرده قوم منجهہ ساهہ ڦوڪيائون. پاڻ ويڙهاڪو قبيلن جي انبوهن کي ابدي حياتي جي اميد سان عمل پيرا هڪڙي قوم منجهہ گڏ (متحد) ڪيائون. پاڻ مڙني اڻ پورن ۽ ڇڙوڇڙ ٿيل ڪرٽن کي، جيڪي سدائين انسان جي دل تي الڳ الڳ ٿي ڪرندا هيا، هڪڙي مرڪز منجهہ گڏ ڪيائون. سندن ڪم اهڙوئي هيو جنهن کي پاڻ اهڙي چاهہ ۽ حوصلي سان انجام ڏنائون جنهن ڪڏهن بہ ڪنهن رعايت کي ڪونہ ٿي مڃيو ۽ ڪنهن بہ رڪاوٽ کي ڌيان ۾ ڪونہ ٿي آندو اهڙي حوصلي واري همت سان انجام ڏنائون جنهن ڪنهن بہ مزاحمت جي پرواهہ ڪونہ ٿي ڪئي ۽ نتيجي جو ڪوبہ ڊپ ڪونہ ٿي ڪيو پنهنجي لاءِ سوچڻ کان سواءِ صرف مقصد جي انفراديت جوخيال ٿي ڪيائون. وحدت الاهي واري جنهن دين جي گيليلي جي ڪنارن تي تبليغ ڪئي وئي هئي، اهو بگڙجي مجسم خدا جي پوڄا وارو مذهب ٿي ويو هيو. جن ماڻهن ناصري نبي جي دين جو زباني اقرار ٿي ڪيو انهن منجهہ هڪڙي ديوي جي قديم پوڄا جو رواج وري بحال ٿي ويو هيو. حرا جو خلوت نشين، امي فلاسافر جيڪو ڪٽر بت پرستن جي قوم منجهہ پيدا ٿيو هيو جن قومن هڪ دفعو بہ سندن آواز کي ٻڌو ان آواز انهن ماڻهن جي دلين مٿان الله تعاليٰ جي وحدانيت ۽ انساني برابري جي سبق کي پختي نموني سان ويهاري ڇڏيو هيو. سندن "عوامي آواز" جي گرج حڪمرانن ۽ پروهتن جي ظالماڻہ عملن جي خلاف انساني ذاهپ جي بغاوت جو نغارو هيو. "تڪراري عقيدن ۽ جابراڻہ رواجن جي دنيا" ۾ جڏهن انساني روح سمجهہ کان ٻاهر عقيدن جي بار هيٺ نپوڙجي رهيو هيو ۽ انساني جسم اجاره داري وارن ذاتي مفادن جي ظلمن هيٺ لتاڙجي رهيو هيو. پاڻ ذات پات ۽ امتيازي مراعاتن جي حدبندين کي ٽوڙي ڇڏيائون. خدا ۽ انسان جي وچ ۾ ذاتي مفاد جيڪي ڪوريئڙن جا ڄار اڻي ڇڏيا هيا، پاڻ انهن کي پنهنجي قوت سان پري هٽائي ڇڏيائون. پاڻ انسان ۽ خالق (عبد ۽ معبود) جي وچ

۾ رابطي جي باري ۾ مڙني امتيازي اجاره دارين کي ختم ڪري ڇڏيائون. هن امي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جنهن جو پيغام سيني انسانن لاءِ هيو ان علم سکڻ ۽ ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي اهميت کان سيني ماڻهن کي آگاهه ڪيو. انسان جا عمل قلم سان لکيا ويندا آهن. قلم سان انسان کي پرکڻو آهي. مالڪ جي نظر ۾ قلم ئي انساني عملن جو آخري امين آهي. "اورينٽل رليجنس" (Oriental Religions) نالي ڪتاب جو ليکڪ چوي ٿو"پاڻ انساني عقل ذريعي غور و فڪر ڪرڻ ۽ انسان جي اخلاقي صلاحيت کان ڪم وٺڻ لاءِ جيڪو تاڪيد ڪيائون، ڪرشمن (معجزن) ڏيکارڻ کان سندن انڪار، حڪومتِ الاهي جي باري ۾ سندن مڪمل طور جمهوري تصور، سندن مذهبي خيال جي عالمگيريت، سندن سادو ماڻهپو اهي سموريون خاصيتون کين پاڻ کان اڳ گذريل پيغمبرن کان ممتاز بنائڻ جو ڪم ڪن ٿيون. سيئي ڳالهيون کين جديد دنيا سان ويجهي لاڳاپي ۾ آڻين ٿيون." سندن زندگي مبارڪ ۾ ڪم مام جي پردي ۾ ويڙهيل ڪونہ آهن. نہ وري سندن شخصيت جي چوڌاري ڪا جادوئي آڪاڻي اڻي وئي آهي.

جڏهن عربستان جا وڏا وڏا ڪٽڪ سندن دين ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ولر ڪري اچڻ لڳا تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم محسوس ڪيو تہ سندن ڪم مڪمل ٿي ويو آهي[1] ۽ پنهنجي ظاهري حياتي مبارڪ جي پڄاڻي جو انديشو ڪندي مڪي جو الوداعي حج ڪرڻ جو ارادو ڪيائون. ذوالقعد جي 25 تاريخ 23 فبروري 632ع تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مسلمانن جي هڪڙي وڏي جماعت سان مديني مان روانا ٿيا.[2] مڪي ۾ پهچڻ کان پوءِ ۽ حج جي سيني رڪنن کي پورو ڪرڻ کان اڳ پاڻ 9 ذوالحج مطابق 632ـ 03ـ17ع تي گڏ ٿيل

---

[1] سورت نصر(اذا جاء) ڏانهن اشارو آهي.

[2] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيون. روايت ۾ آهي تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ ويندڙ حاجين جو ڳاڻاٽو 90,000 هزار کان 140,000 هيو. ان حج کي ٽن نالن سان ياد ڪيو ويندو آهي: حجتہ البلاغ، حجتہ الاسلام، حجتہ الوداع.

ميڙاڪي کي عرفات جبل جي چوٽي تان هڪڙو خطبو ارشاد ڪيائون، انهن لفظن ۾ جيڪي هميشہ لاءِ مسلمانن جي دلين ۾ زنده رهندڙ آهن.

"اي ماڻهو! منهنجي ڳالهہ کي ڌيان سان ٻڌو ڇوتہ مون کي خبر ڪونہ آهي تہ هن سال کان پوءِ ڪنهن ٻئي سال مان هن جاءِ تي توهان منجهہ موجود هوندس يا نہ."

"جيئن هي ڏينهن ۽ هي مهينو توهان سڀني لاءِ حرمت وارو آهي، اهڙي طرح جيستائين توهان مالڪ آڏو حاضر ٿيو تيستائين توهان جي جان ۽ مال بہ توهان منجهہ هڪ ٻئي لاءِ حرمت وارا ۽ محفوظ آهن. ياد رکو، هڪڙي ڏينهن توهان کي پنهنجي مالڪ آڏو پيش ٿيڻو آهي، جيڪو توهان کان توهان جي مڙني عملن جو حساب گهرندو.......
اي ماڻهو، توهان جا توهان جي زالن مٿان حق آهن ۽ توهان جي زالن جا توهان جي مٿان حق آهن ....... توهان پنهنجين زالن سان رحم ۽ پيار وارو سلوڪ ڪريو. بيشڪ توهان انهن کي الله تعاليٰ جي ضمانت هيٺ حاصل ڪيو آهي ۽ انهن جي جسمن کي الله تعاليٰ جي حڪم هيٺ پنهنجي لاءِ جائز ڪري ورتو آهي." "توهان ۾ ڪيل اعتبار واري پروسي کي هميشہ قائم رکجو ۽ گناهن کان پرهيز ڪجو. وياج خوري حرام آهي[1] ۽ قرضي صرف اصل رقم موٽائڻ جو پابند آهي؛ ۽ وياج کي ختم ڪرڻ جي شروعات مان پنهنجي چاچي عباس بن عبدالمطلب طرفان ڏنل قرض سان ٿو ڪريان ......[2] اڄ کان پوءِ جهالت جي ڏينهن ۾ ڪيل قتلن جو خون پلاند ختم ٿو ڪجي ۽ سڀني خوني تڪرارن کي ختم ڪجي ٿو ۽ شروعات مان پنهنجي سوٽ ربيعہ بن حارث بن

---

[1] جنس جي صورت ۾ رباء يعني وياج کي ممنوع قرار ڏنوويو هيو پر ڪاروبار يا واپاري مقصد لاءِ ڏنل قرضن تي جائز نفعي وٺڻ کان منع ڪونہ هئي. جيڪو ماڻهو عربن جي معاشي حالتن کان واقف هوندو اهو انهي قانون جي حڪمت ۽ دانائي واري رمز کان انڪار نہ ڪري سگهندو. دراصل جن سببن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي پنهنجي ملڪ ۾ وياج وٺڻ واري رواج کي ممنوع قرار ڏيڻ لاءِ آماده ڪيو انهن ئي سببن عيسائي مذهب جي عالمن کي سترهين عيسوي صدي جي آخر تائين وياج خورن تي لعنت ملامت ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو.

[2] انهي مان ظاهر ٿئي ٿو تہ حضرت عباس رضہ يقينن شاهوڪار ماڻهو هوندو. رباء (وياج) ۽ خوني پلاند وٺڻ خلاف قانون نافذ ڪرڻ ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي جهيڙيڪار قوم لاءِ پنهنجي خاندان جي عملي قرباني سان مثال پيش ڪيو.

عبدالمطلب جي خون کي معاف ڪرڻ سان ڪريان ٿو.[1]

"۽ توهان جا غلام! ڏسو توهان انهن کي اهو ئي کاڌو کارايو جيڪو توهان پاڻ کائو ۽ اهڙا ڪپڙا پارايو جيڪي توهان پاڻ پايو. جيڪڏهن اهي ڪا غلطي ڪن جيڪا توهان معاف ڪرڻ نه گهرو ته انهن کان جدا ٿي وڃو ڇوته اهي الله تعاليٰ جا ٻانها آهن ۽ انهن سان سختي سان پيش ناهي اچڻو."

"اي ڀائرو! منهنجا لفظ غور سان ٻڌو ۽ انهن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو. ڄاڻي وٺو ته سيئي مسلمان هڪ ٻئي جا ڀائر آهن. توهان هڪڙي برادري آهيو. ڪنهن به مسلمان لاءِ ٻئي مسلمان جي ڪابه شئي جيستائين هيو ان کي خوشي سان نه ڏئي ته ان لاءِ حرام آهي. پاڻ کي ناانصافي ڪرڻ کان بچايو."

"هتي جيڪي موجود آهن انهن کي گهرجي ته جيڪي حاضر ڪونه آهن انهن تائين اها ڳالهه پهچائين. ٿي سگهي ٿو جنهن کي ٻڌايو وڃي اهو هتي ٻڌڻ واري کان وڌيڪ چڱي نموني سان ياد رکي."[2]

جبل تي ٻڌايل اهو خطبو جيڪو شاعراڻي نموني ۾ گهٽ خوبصورت آهي ۽ فلسفي سان به ڀريل ڪونه آهي پر اهو هين خطبن جي مقابلي ۾ پنهنجي عملي خاصيت ۽ مضبوط سمجهاڻي ذريعي اعليٰ ذهنن کي گهٽ ڪشش ڪندڙ آهي ۽ ابوجهه طبيعتن جي ماڻهن جي طلب ۽ گنجائش سان پڻ ٺهڪندڙ آهي، جن کي اخلاقي رهنمائي لاءِ مثبت ۽ جامع هدايتن جي ضرورت آهي.

خطبي جي پڄاڻي تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم، جيڪي ماڻهو سندن لفظن ۾ گم هيا انهن جي پرجوش جذبي واري نظاري تان خوش ٿيندي زور سان پڪاريو "اي مالڪ! مون پنهنجو پيغام

---

[1] ربيعه بن حارث پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي سئوٽ کي ٻار ڄڻي ۾ عربي رواج مطابق پلجڻ لاءِ بنوليث وارن جي خاندان حوالي ڪيو ويو هيو. ان ٻارڙي کي بنو هذيل قبيلي جي ماڻهن بي دردي سان ماري ڇڏيو هيو پر انهي وقت تائين ان ٻار جي خون جو پلاند ڪونه ورتو ويو هيو.

[2] هر جملي کان پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ساهي ٿي کنئي ۽ سندن لفظن کي ربيعه بن اميه بن خلف، جيڪو هيٺ بيٺو هيو وڏي آواز ۾ دهرايو ٿي ته جئين پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جيڪو ڪجهه فرمائي رهيا هيا اهو گڏ ٿيل مجمعي جا سيئي ماڻهو ٻڌي سگهن.

پهچائي ڇڏيو آهي ۽ پنهنجو ڪم پورو ڪري ڇڏيو آهي.“ گڏ ٿيل انبوهه جهوميو ۽ هڪ آواز ٿي چيائون ”هائو بيشڪ توهان ائين ڪيو آهي.“ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: ”اي مالڪ! مان توکي عرض ٿو ڪريان تہ تون انهي جو شاهد رهج.“

انهن لفظن سان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجو خطبو پورو ڪيو. جيڪو حدثين مطابق پنهنجي ديگهہ، پنهنجي فصاحت ۽ بلاغت، جوش و خروش ۾ پنهنجو مثال پاڻ هيو. حج جي ضروري رڪنن جي ادائگي کي پورو ڪرڻ کان پوءِ جلدئي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجن اصحابن سان گڏجي مديني ڏانهن موٽيا.[1]

## سن 11 هجري مطابق29 مارچ 632ع کان 18 مارچ 633ع

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ظاهري زندگي جو آخري سال مديني ۾ ئي گذريو. جيڪي علائقا ۽ قبيلا اسلام قبول ڪري اسلامي وفاق جا جزوي حصا ٿي ويا هيا، پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي منظم ڪيائون. دراصل، توڙي جو شام ۽ ميسوپوٽاما ۾ آباد ٿيل عرب قبيلا اسلام منجهہ داخل ڪونہ ٿيا هيا، جن منجهان ڪيترا عيسائي هيا، پر باقي سمورو عربستان اسلامي دين جي حلقي ۾ شامل ٿي ويو هيو. مختلف قبيلن ۽ پرڳڻن ڏانهن ماڻهن کي اسلامي احڪام سيکارڻ، انصاف کي قائم ڪرڻ، ۽ خيرات ۽ زڪوات وصول ڪرڻ لاءِ، امير موڪليا ويا. حضرت معاذ بن جبل رضي الله تعاليٰ عنہ کي يمن ڏانهن موڪليو ويو. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان ان کي روانو ڪرڻ وقت واضح نموني ۾ تاڪيد ڪيو ويو هيو تہ ماڻهن جي معاملن جو انتظام هلائڻ لاءِ جيڪڏهن قرآن

---

[1] منافقن جو سردار عبدالله بن ابي ذوالقعد مهيني (فبروري 631 ع) ۾ فوت ٿيو. حضور جن کي سڪرات دوران آخري پساهن وقت اِن عرض ڪيو تہ پاڻ ڪريم ان جي جنازي نماز پڙهائين. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جنهن ڪڏهن بہ مرندڙ ماڻهوءَ جي خواهش کي رد ڪونہ ڪيو هيو حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ. جيڪو ڪين عبدالله بن ابي جي مخالفت ۾ الزام تراشيون ياد ڏياري رهيو هيو جي احتجاج باوجود ان جي جنازي نماز پڙهائي ۽ ان کي پنهنجن هٿن مبارڪن سان قبر ۾ لاٿائون.

شريف ۾ حل موجود نہ هجي تہ اهو پنهنجي ذاتي راءِ تي انحصار ڪري[1] حضرت علي عليہ السلام کي جڏهن يماما ڏانهن موڪليائون تہ پاڻ فرمايائون "جڏهن توهان وٽ بہ ڌريون انصاف لاءِ اچن تہ ٻنهي کي ٻڌڻ کان اڳ ڪوبہ فيصلو نہ ڪجو."

شام ۾ موڪليل ايلچي جي ٿيل قتل جو ديرينہ بدلو وٺڻ لاءِ هڪڙي جٿي کي حضرت اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي اڳواڻي ۾، جيڪو موتہ جي جنگ ۾ شهيد ٿيل حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ جو پٽ هيو بازنطين خلاف مهم تي روانو ڪرڻ لاءِ تياريون ڪيون ويون هيون. دراصل فوجي جٿا روانو ٿيڻ جي تياري سان اڳيئي شهر کان ٻاهر ترسيل هيا. پر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي خيبر ۾ هڪڙي يهودڻ ڪاڌي ۾ جيڪو زهر ڏنو هيو ۽ جيڪو آهستي آهستي سندن بدن مبارڪ ۾ گهر ڪري ويو هيو ان هاڻي پنهنجو اثر ڏيکارڻ شروع ڪيو ۽ اهڙا آثار پيدا ٿي ويا هياتہ پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم شايد گهڻو وڌيڪ زندہ رهي نہ سگهن. حضرت اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ جي اڳواڻي هيٺ روانو ٿيندڙ جٿو انهي انديشي ڪري اتي رڪجي ويو هيو. انهيءَ بيماري واري خبر ڪري ڏورانهن علائقن ۾ بدانتظامي پيدا ٿي وئي هئي. ٽن ڪوڙن دعويدارن پنهنجين عياشين ۽ ڦرلٽ جي راڄ لاءِ قدرت طرفان نبوت جون ذميواريون ملڻ جي دعوا ڪرڻ شروع ڪري ڇڏي. انهن پاڻ کي نبي ظاهر ڪيو ۽ دوکن (ڌوکن) جي مڙني نمونن سان پنهنجن قبيلن جون همدريون حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيائون. انهن مان هڪڙو جيڪو سڀني مان نهايت گهڻو خطرناڪ هيو ايحالہ بن ڪعب هيو جيڪو الاسود بن ڪعب جي نالي سان مشهور هيو. اهو يمن جو سردار هيو وڏي دولت وارو هوشيار هڪڙو چالاڪ ۽ شاطر قسم جو ماڻهو هيو. پنهنجي قبيلي جي سادن ماڻهن منجهہ ان جن جادوگري وارين چالاڪين جو مظاهرو ڪيو انهن ماڻهن ان جي چالاڪين کي معجزو سمجهيو. اهو جلدئي انهن ماڻهن کي پنهنجو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ انهن جي مدد سان

---

[1] حديث معاذ ۾ قرآن جي لفظ سان گڏ سنت جو لفظ بہ آهي. ڏسو ترمذي ابودائود ۽ دارمي. باب الاقضيہ (اردو مترجم)

پرپاسي وارن علائقن جا ڪيترا شهر پنهنجا تابعدار بڻائي ڇڏيائين. ان شهر(Shahr) کي قتل ڪري ڇڏيو جنهن کي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سندس پيءُ بازان جي جاءِ تي جيڪو تازو ئي فوت ٿيو هيو صنعا جو گورنر مقرر ڪيو هيو. بازان فارس جي خسرو حڪمرانن جي راڄ هيٺ يمن جو وائسراءِ هيو ۽ ان طرفان اسلام قبولڻ کان پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان کي ان عهدي تي برقرار رکيو هيو. ان کي پنهنجي زندگي ۾ نہ صرف يمن ۾ رهندڙ پنهنجن پارسي هم وطنن تي جيڪي ابنا جي نالي سان سڏبا هيا، پر ان علائقي جي عربن تي بہ وڏو اثر رسوخ حاصل هيو. ان جي پوئواري ۾ يمن ۾ رهندڙ سيني پارسي (ايراني) ماڻهن اسلام قبول ڪيو. دوکيباز الاسود شهر (Shahr) کي قتل ڪيو ۽ ان جي بيوه مرزبانا (Marzbana) سان زبردستي شادي ڪيائين. هڪڙي رات جڏهن پنهنجين رنگ رلين ملهائڻ کان پوءِ اهو شراب جي نشي ۾ ڌت پيو هيو تہ هڪڙي ابنا ان کي مرزبانا جي مدد سان قتل ڪري ڇڏيو. ٻيا بہ ڪوڙا دعويدار، طلحہٰ بن خويلد ۽ ابو ثمامہ حران بن حبيب، عام طور تي مسلمہ ڪذاب جي نالي سان مشهور، حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت تي ويهڻ تائين قابو ۾ ڪونہ آيا هيا. مسلمہ ڪذاب هنن لفظن سان پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان مخاطب ٿيڻ جي گستاخي ڪئي هئي: "الله جي پيغمبر مسلمہ طرفان الله جي رسول محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) تي سلام! مان توهان جو جوڙيوال آهيان. اقتدار کي لازمي طور اسان ٻنهي جي وچ ۾ ورهائڻ گهرجي. اڌ زمين منهنجي لاءِ ۽ باقي اڌ دنيا تنهنجن قريشن لاءِ. پر قريشي هٻچي آهن، انصاف پسند ڪونہ آهن." حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان موڪليل جواب پاڻ ڪريمن جي اصلي گڻ کي پڌرو ڪري ٿو: "بسم الله الرحمٰن الرحيم. الله تعاليٰ جي رسول محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) طرفان مسلمہ ڪذاب ڏانهن. سلامتي انهن لاءِ آهي جيڪي سڌي رستي تي هلن ٿا. زمين جو مالڪ خدا آهي؛ اهو ان کي پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي وڻي عطا ڪري ٿو. آخرت جي ڀلائي صرف پرهيزگارن لاءِ آهي."

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا آخري ڏينهن سندن ذهني سڪون ۽ قلبي اطمينان (اطمينانِ قلب) جو ڀرپور مثال هيا. جنهن ڪري، توڙي جو پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هيڻا ۽ ڪمزور هيا. تنهن هوندي بہ سندن وفات کان اڳ آخري ٽن ڏينهن تائين باجماعت نماز جي امامت ڪندا رهيا. هڪڙي رات، اڌ رات جو پاڻ قبرستان (جنت البقيع) ڏانهن ويا جتي سندن گذاري ويل اصحابي موت جي ننڊ ستا پيا هيا. انهن جي قبرن تي روئي انهن جي لاءِ مغفرت جي دعا گهريائون، ۽ امن جي واديءَ ۾ ستل پنهنجن اصحابن لاءِ الله تعاليٰ جي رحمت لاءِ ٻاڏايائون. پاڻ پنهنجي بيماري دوران رهڻ لاءِ حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها جي گهر کي چونڊيائون جيڪو مسجد شريف جي پرسان هيو، ۽ جيستائين سندن همت ساٿ ڏنو پاڻ باجماعت نماز ادا ڪندا رهيا. آخري دفعو جڏهن پاڻ مسجد شريف ۾ تشريف کڻي آيا تہ سندن ٻہ سونٽ حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت فضل بن عباس رضي الله عنہ ڪين سهارو ڏئي وٺي آيا هيا. سندن چهري مبارڪ تي بيان نہ ڪري سگهڻ جهڙي مسڪراهٽ اچي وئي، جنهن کي اصحابي سڀورن بہ جيڪي ڪين وڪوڙيون بيٺا هيا، محسوس ڪيو. معمول مطابق الله تعاليٰ جو حمد ۽ ثنا بيان ڪرڻ کان پوءِ گڏ ٿيل ميڙاڪي کي پاڻ هيئن خطاب ڪيائون: "مسلمانو! جيڪڏهن مون ڪنهن کي ڏکويو آهي تہ ان جو بدلو ڏيڻ لاءِ مان حاضر آهيان. جيڪڏهن مان ڪنهن جو قرضدار آهيان تہ مون وٽ جيڪو ڪجهہ هوندو اهو سڀ توهان جو آهي." اهو ٻڌڻ سان ميڙاڪي مان هڪڙو شخص اٿيو ۽ ٽن درهمن جي دعوا ڪيائين جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سفارش تي ان هڪڙي ماڻهوءَ کي قرض ڏنا هيا. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هڪدم ان کي اهي ادا ڪيا ۽ فرمايائون "آخرت جي مقابلي ۾ هن دنيا ۾ لڄارو ٿيڻ بهتر آهي." پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پوءِ عبادت ڪئي ۽ موجود ماڻهن ۽ انهن لاءِ جيڪي دشمنن جا ظلم سهندي شهيد ٿيا هيا سڀني لاءِ بهشت جون نعمتون عطا ٿيڻ لاءِ ڏڻي در ٻاڏايائون، ۽ سڀني ماڻهن کي ديني فرضن جي بجاآوري ڪرڻ ۽ امن ۽ سڪون واري زندگي گذارڻ جي هدايت ڪيائون، ۽

قرآن شريف جي هنن لفظن سان پڄاڻي ڪيائون "جيڪي زمين ۾ وڏائي ڪون ڪندا آهن ۽ نه فساد (ڪندا آهن) ۽ چڱي پڇاڙي (آخرت جي چڱائي) پرهيزگارن لاءِ آهي." (سورت قصص آيت 83)[1]

ان ڪان پوءِ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ڪڏهن به باجماعت نماز پڙهڻ لاءِ ٻاهر تشريف ڪٽي ڪون آيا. سندن صحت تيزيءَ سان ڪمزور ٿيندي وئي. 12 ربيع الاول 11 هجري مطابق 8 جون 632ع سومر ڏينهن منجهند جو جڏهن پاڻ ڇپن ۾ الله تعاليٰ کي ٻاڏائي رهيا هيا ته عظيم پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو روح مبارڪ قدسي عالم طرف "مٿي پاڪ سنگت" ڏانهن پرواز ڪري ويو.[2]

ائين ڄمڻ کان وفات (شروع کان آخر) تائين الله تعاليٰ جي عبادت ۽ انسان ذات جي خدمت ۾ مشغول رهندڙ وجود جي ظاهري پڄاڻي ٿي. ڇا ڪو ٻيو اهڙو آهي جنهن جي زندگي کي پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي مڙني امتحانن ۽ آزمائشن سان گذاريل زندگي سان ڀيٽي سگهجي؟ ڇا اهڙو ڪو ٻيو آهي جيڪو دنيا جي بڻيءَ ۾ ٻيڻو هجي ۽ ائين سلامت نڪري آيو هجي؟ اهو مسڪين مبلغ، خسرو ۽ قيصر جو همسر ۽ پنهنجي قوم جي مقدرن جو امين، عربستان جو حاڪم ٿي اڀريو هيو پر طبيعت جي ساڳي نماڻائي، دل جي ساڳي پاڪائي، ۽ ساڳيو ذاتي وقار، سلوڪ ڪرڻ جي ساڳي سادگي، احساس جي عمدگي ۽ صفائي، ۽ پنهنجو پاڻ کي جانچڻ جي ڳوڙهي احساس سان ڳنڍيل ذميواري لاءِ پڪي وفاداري جنهن کين امين جو لقب ڏياريو اهي سڀ ڳڻ سندن اخلاقي ڪردار جون هميشه رهڻ واريون امتيازي وصفون آهن. سندن زندگي مبارڪ ۾ هڪڙي دفعي جڏهن پاڻ مڪي جي هڪڙي معزز شهري سان مذهبي گفتگو ڪري رهيا هيا ته پاڻ حق جي متلاشي هڪڙي نابين کي نظرانداز ڪري ويٺا هيا، پاڻ انهي واقعي جو سدائين افسوس سان ذڪر ڪندا هيا ۽ فرمائيندا هيا ته

---

[1] ابن اثير جلد ٻيو. طبري جلد ٽيون.

[2] ابن هشام، ابن اثير جلد ٻيو، ابوالفدا. ڏسو ڪوسين ڊي پريسول جو جلد ٽيون، ۽ پڻ حلبي جو انسان العيون.

الله تعاليٰ سندن انهي عمل تي ناراضگي ڪئي هئي.[1] اهڙي خالص، اهڙي شفيق، ۽ اجا بہ اهڙي سورهيائي واري طبيعت جي شخصيت کي ڏسي نہ صرف احترام پر دل ۾ محبت بہ پيدا ٿي وڃي ٿي. قدرتي ڳالهہ آهي تہ عربستان جا ليکڪ حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ جي ٻچڙي جي شان، مان ۽ دانائي واري قدرتي ذات جي باري ۾ انتهائي فخر واري اطمينان سان تذڪرو ڪن ٿا. وڏن لاءِ سندن تعظيم ۽ خوش اخلاقي، ننڍن سان شفقت وارو ماڻهپو ۽ گستاخين سهڻ لاءِ سندن بردباري، ڪين عالمي احترام ۽ ميتا ڏياري، سندن چهرو مبارڪ سندن دل جي فياضي جو عڪس ظاهر ڪندو هيو. فطرت جي ڪارخاني ۾ ڳوڙهو ويچار ڪندڙ لکڻ پڙهڻ کان اڻڄاڻ هجڻ جي باوجود هڪڙي ڪشادي ذهن جا مالڪ هيا. ڪائنات جي وجود سان ڳوڙهي غور وفڪر ذريعي بلندي تي پهتل هيا. ۽ عالم ماڻهن ۽ اڻ پڙهيلن تي هڪجهڙو اثر ڪرڻ جي طاقت سان نوازيل هيا. سندن چهري مبارڪ ۾ شاندار عظمت هئي ۽ قدرتي ذات جي تازي هوا وسندي هئي. اهي خوبيون ساڻن ملاقاتي ٿيندڙ سيني ماڻهن کي محبت ۽ تعظيم جي احساس سان جوش ۾ ڀري ڇڏيندڀون هيون.[2]

---

[1] ان واقعي سان تعلق رکندڙ سورت کي "عبس" جو عنوان ڏنل آهي ۽ ان ۾ هيئن ذڪر ٿيل آهي:

"پيغمبر ........ تي ويو ۽ توجهہ ڪونہ ڏنائين، ڇوتہ ان وٽ نابين آيو. (اي پيغمبر) توکي ڪهڙي خبر تہ اهو پاڪ ٿي وڃي ها يا نصيحت حاصل ڪري وڃي ها تہ نصيحت ان کي نفعو پهچائي ها. جيڪو شخص دين کان بي پرواهي ڪري ٿو ان ڏانهن تہ تون گهڻو ڏيان ٿو ڏين حالانڪ توتي ڪوئي الزام ڪونہ ٿيندو جيڪڏهن اهو پاڪ صاف نٿو ٿئي ۽ جيڪو شخص خدا کان ڊڄي تو ڏانهن ڊوڙندو ٿو اچي تہ تون ان ڏانهن توجهہ ڪونہ ٿو ڏين. آئنده ائين ڪڏهن بہ نہ ڪجو....."

ان سورت جي نازل ٿيڻ کان پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جڏهن بہ ان نابين شخص (عبدالله بن ام مڪتوم. اردو مترجم) کي ڏسندا هيا تہ پاڻ ڪريم اڳتي وڌي وڃي ان سان ملندا هيا ۽ عزت افزائي ڪندي فرمائيندا هيا "اهو ماڻهو ڀلي ڀلي ڪري آيو جنهن جي ڪري منهنجي مالڪ مون کي تنبيهہ ڪئي" ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بہ دفعا ان کي مديني تي پنهنجو نائب مقرر ڪيو. انهيءَ واقعي بابت ميور جي ڪتاب تي بوسورٿ سمٿ (Bosworth Smith) طرفان ٿيل تبصرو پڙهو.

[2] مشڪوات شريف.

سندن ذهن جي منفرد بلندي، سندن احساس جي نزاڪت ۽ لطافت، سندن پارسائي ۽ سچائي، حديثن جو مستقل موضوع آهن. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ کان گهٽ حيثيت وارن ماڻهن ڏانهن نهايت فراخ دل هيا. سندن نندڙن ملازمن کان جيڪڏهن ڪا غلطي ٿيندي هئي تہ ڪڏهن بہ انهن کي ڇڙٻ ڪونہ ڏيندا هيا. سندن هڪڙي خادم حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي "مان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان سندن خدمت ۾ ڏهہ سال گڏ رهيس، ۽ پاڻ ڪريمن ڪڏهن بہ مون کي "اُف" جيترو معمولي لفظ بہ ڪونہ چيائون."[1] پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجن گهر وارن سان گهڻي محبت ڪندا هيا. سندن هڪڙو ٽيج پياڪ پٽ هڪڙي دائي، جيڪا لوهار جي زال هئي، جي دونهين سان پريل گهر ۾ سندن هٿن مبارڪن ۾ فوت ٿيو. پاڻ ٻارن سان ڏاڍو پيار ڪندا هيا. پاڻ انهن کي گهڻيءَ ۾ پڪڙيندا هيا ۽ انهن جي ڳلن تي هٿ ڦيريندا هيا. پاڻ پنهنجي حياتي مبارڪ ۾ ڪڏهن بہ ڪنهن کي ڪا تڪليف ڪونہ ڏنائون. گفتگو دوران ڪڏهن بہ ڪاوڙ سان سخت اظهار ڪندا هيا تہ فرمائيندا هيا "ان کي ڇا ٿي ويو آهي؟ ڇا ان جي مٿي تي گارو ٿڦيو وڃي!"[2] جڏهن ڪين هڪڙي ماڻهوءَ کي پاراتو ڏيڻ لاءِ عرض ڪيو ويو تہ پاڻ فرمايائون "مون کي پاراتا ڏيڻ لاءِ ڪونہ موڪليو ويو آهي پر انسانذات لاءِ رحمت ڪري موڪليو ويو آهي."

هڪڙي ٻي حديث[3] ۾ واضح طور تي بيان ڪيو ويو آهي تہ پاڻ بيمارن جي مزاج پرسي لاءِ ويندا هيا. جنازي ۾ شريڪ ٿيندا هيا. ڪاڌي لاءِ غلام جي بہ دعوت قبول ڪندا هيا. پنهنجا ڪپڙا پاڻ ڌوئيندا هيا. پنهنجون ٻڪريون ڏهندا هيا. پنهنجا ڪم پاڻ ڪندا هيا. پاڻ هٿ ملائڻ واري کان ڪڏهن بہ پنهنجو هٿ اڳ ۾ ڪونہ ڇڏائيندا هيا، ۽ نہ وري ٻئي جي روانو ٿيڻ کان اڳ هليا ويندا هيا. سندن هٿ مبارڪ ڏاڍو

---

[1] مشڪوات شريف.

[2] بخاري شريف. باقي حاشيو ضميمو نمبر 3 ۾ ڏسو.

[3] مشڪوات شريف.

ڪليل (سخي) هيا. سندن سينو مبارڪ وڏي همٿ وارو هيو. سندن زبان مبارڪ وڏي سچائي واري هئي. جن کي پاڻ پناهه ڏيندا هيا تہ انهن جي وڏي خلوص سان حفاظت ڪندا هيا. گفتگو ڪرڻ ۾ نهايت مٺي زبان وارا ۽ رضامند ٿيڻ لاءِ تيار هوندا هيا. جيڪو بہ ساڻن ملندو هيو تہ ان جي دل هڪدم عزت ۽ احترام سان لبريز ٿي ويندي هئي. جيڪي سندن ويجهو آيا اهي سندن شيدائي ٿي ويا. جيڪي ماڻهو سندن باري ۾ خيالن جو اظهار ڪندا هيا تہ چوندا هيا "مون هنن جهڙو ماڻهو ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺو آهي، نہ اڳ ۾ ۽ نہ وري ساڻن ملڻ کان پوءِ." پاڻ وڏا ماٺيٽا هيا. پاڻ جڏهن ڳالهيندا هيا تہ تاڪيد ۽ احتياط سان ڳالهيندا هيا ۽ پاڻ جيڪو بہ فرمائيندا هيا اهو ڪير بہ ڪڏهن وساري ڪونہ سگهندو هيو. "پاڪدامني ۽ ڀلائي ڪرڻ، صبر، انڪساري ۽ دريادلي واريون صفتون سندن ڪردار مان جهلڪنديون هيون. ۽ سندن چوڌاري موجود ماڻهن جي محبت کي ميخون هڻي ڇڏينديون هيون. ڏکويلن ۽ مسڪينن سان پاڻ رحمدلي سان پيش ايندا هيا. تنگي وارن ڏينهن ۾ بہ پاڻ پنهنجو ڪاڌو ٻين ۾ ورهائيندا هيا ۽ پنهنجي صحبت ۾ رهندڙ هر ماڻهوءَ جي ذاتي سک لاءِ حد کان گهڻو فڪرمند رهندا هيا." مسڪين ماڻهن جا ڏک سور ٻڌڻ لاءِ گهڻين ۾ ٻيهي ويندا هيا. پاڻ غريبن جي گهرن ۾ ڏکويلن کي سهارو ڏيڻ ۽ مايوس ماڻهن کي آٿت ڏيڻ لاءِ ويندا هيا. نهايت مسڪين غلام بہ سندن هٿ پڪڙي پنهنجن مالڪن ڏانهن وٺي ويندا هيا تہ جيئن پاڻ سان ٿيندڙ زيادتين جو ازالو ڪرائين يا غلامي مان ڇوٽڪارو حاصل ڪن.[1] پاڻ اڳ ۾ دعا گهرڻ کان سواءِ ڪڏهن بہ ڪاڌو کائڻ شروع ڪونہ ڪيائون ۽ شڪرانو ادا ڪرڻ کان سواءِ ڪڏهن بہ دسترخوان تان ڪونہ اٿيا. سندن وقت پابندي سان مقرر ٿيل هيو. ڏينهن جي وقت ۾ جڏهن پاڻ عبادت ڪرڻ کان فارغ هوندا هيا تہ ملاقاتين سان ملندا هيا ۽ عوامي معاملن کي سرانجام ڏيندا هيا. رات جو ٿورو سمهندا هيا. گهڻو وقت عبادت ۾ گذريندا هيا. پاڻ غريبن سان پيار ڪندا هيا ۽ انهن جي عزت ڪندا هيا. ۽ ڪيترا اصحابي جن کي

---

[1] حيات القلوب (شيعہ)، روضتہ الاحباب (سني)

پنهنجو گهر يا اجهو ڪونہ هيو اهي رات جو سندن گهر پرسان مسجد شريف ۾ سمهندا هيا. روزانو شام جو سندن معمول هيو تہ پاڻ انهن مان ڪجهہ اصحابن کي پاڻ وٽ دعوت ڏيندا هيا تہ اهي ساڻن گڏجي سندن غريباڻو کاڌو کائين. پيا وري سندن اهم اصحابن جا مهمان هوندا هيا.[1]
پنهنجي جاني دشمن سان بہ سندن ورتاءُ اعليٰ بردباري ۽ رحم دليءَ جي نشاندهي ڪندو هيو. توڙي جو پاڻ مملڪت جي دشمن جو سختي سان محاسبو ڪندا هيا پر پنهنجي ذاتي معاملي ۾ سوڀ واري گهڙيءَ ۾ بہ پاڻ بڇڙي نموني سان چيڀارا ڪيندڙن، گستاخي ڪندڙن، پرتشدد ڪارروايون ڪندڙن، ۽ خود کين ستائيندڙن ڏانهن انساني دل رکندي فيصلي جي گهڙيءَ ۾ رحم جو مظاهرو ڪندي سڀ ڪجهہ وساري دفن ڪري ڇڏيائون ۽ انتهائي پيانڪ ڏوهن جي بہ معافي ڏئي ڇڏيائون.
حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجين عادتن ۾ سادا هيا. سندن زندگي جو طور طريقو سندن ڪپڙا ۽ سامان سڀ هر ڳالهہ ۾ آخر تائين بدوين واري سادگي جو ڪردار رکيون آيا. حضرت ابوهريره رضي الله تعاليٰ عنہ روايت ڪري ٿو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪيترا ويلا بک تي هوندا هيا. عام طور تي کارڪون ۽ پاڻي ئي سندن خوراڪ هوندي هئي. اڪثر ڪري ڪيترن مهينن تائين وسيلن جي قلت ڪري سندن گهر جي چلهہ ۾ باهہ بہ ڪونہ ٻرندي هئي. مسلمان تاريخدان بيان ڪن ٿا تہ الله تعاليٰ سندن آڏو دنيا جي خزانن جون چابيون رکيون هيون پر پاڻ قناعت قبولي هيائون!
انهي قابل احترام اوستاد جو ذهن پنهنجي ڏاهپ ۽ ترقي پسند خيالن ڪري جديد دور واري سانچي ۾ ڍليل هيو. سندن تعليمات ۾ دائمي ”جاڪوڙ“ انسان جي وجود لاءِ لازمي ضرورت هئي. ”لَيسَ لِلانسَان اِليٰ ما سَعيٰ“ (انسان مسلسل جدوجهد کان سواءِ جي نٿو سگهي.) ”اَلسَعيٰ مِنِي وَالاَتمَام مِنَ الله“ (منهنجو ڪم ڪوشش ڪرڻ آهي، ڪاميابي الله پاڪ جي طرفان ايندي) پاڻ فرمايائون تہ هن دنيا جي چڱي نموني سان تخليق ٿي هئي، ڪائنات کي پنهنجي قبضي ۾ رکندڙ

---

[1] ابوالفدا، حلبي جو انسان العيون، جلد ٽيون.

قادرمطلق هستي هن دنيا جو نظام هلائي ٿو. پاڻ فرمايائون "ڪُل اَمرِ مَرهُونُ با وَقاتَها" (هر هڪ شي پنهنجي وقت لاءِ پابند ٿيل آهي.) تاهم انساني سوچ (ارادو) پنهنجي چونڪاري لاءِ ڪم ڪرڻ لاءِ آزاد آهي. سندن رحمدلي عام هئي، ان ڪري کين "رَحمَت لِلعالمين" جو لقب مليو. پاڻ ئي هيا جن سڀني ساهوارن لاءِ خالق جي رحم لاءِ ٻاڏايو. پاڻ ئي هيا جن پڌري پٽ اعلان ڪيو ته هڪڙي انساني جان کي بچائڻ پوري انسانيت کي بچائڻ جي مثل آهي.

سندن سماجي نظريو ٽوڙڦوڙ (تخريبي) وارو نه پر تعميري هيو. پنهنجي نهايت روحاني اوج واري حال ۾ به گهريلو زندگي کي نظرانداز ڪونه ڪيائون. سندن نظر ۾ انسانيت جي خدمت ڪرڻ عبادت جو عظيم عمل هيو. پنهنجن اصحابن کي اها هدايت ڪونه ڪندا هيا ته جن ماڻهن لاءِ انهن تي فرض (ذميواريون) عائد ٿيا هيا انهن کي ڇڏي ڏين، پر سدائين انهن کي اها تعليم ڏنائون ته انهن فرضن (ذميوارين) جي بجا آوري ۾ ثواب ۽ اجر ڪمائين. ٻار الله تعاليٰ جي امانت آهن، سڪ ۽ پيار سان انهن کي پالڻو آهي، والدين جو احترام ڪرڻو آهي ۽ انهن سان محبت سان پيش اچڻو آهي. انهي فرض (ذميواري) جي دائري ۾ ننڍا ٻار، پاڙيسري ۽ غريب ۽ مسڪين ماڻهو "جيڪي ڪاڏي لاءِ محتاج آهن" سڀ شامل آهن.

پاڻ جيڪو پيغام پهچايائون ان کي چوڏهن صديون گذري ويون آهن پر پاڻ ان وسيلي جيڪو قرباني جو جذبو پيدا ڪيائون ان ۾ وقت ڪا به تبديلي آڻي ڪونه سگهيو آهي، ۽ اڄ به اڳي وانگر مؤمنن جي دلين ۾ ۽ چپن تي اهي ياد رکڻ جهڙا لفظ موجود آهن:۔

روحي فداڪ يا رسول الله.

"يا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليڪ و عليٰ آلڪ وسلم منهنجي جان توهان تان قربان ٿئي."

## باب ڏهون

# پيغمبري وارث جي گادي نشيني
# (خلافت جو مسئلو)

## وَاعتَصِمُوا بِحَبلِ الله جَمِيعَا وَّلاتَفَرَّقُوا

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي قوم ۾ جيڪا روحاني زندگي ڦوڪي هئي، اهاسندن ظاهري حياتي جي پڇاڙي سان ختم ڪونہ ٿي وئي. شروع کان ئي اها ايمان جي علامت هئي تہ پاڻ عبادت ڪندڙن سان، انهن طرفان نمازون ادا ڪرڻ وقت روحاني طور گڏ هوندا آهن، ۽ سندن رسالت جا گادي نشين سندن نبوت واري ڪم جو انتظام هلائڻ لاءِ سندن نمائندا هيا. عبادت دوران سرڪار صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي روحاني طور موجدگي جو خيال انسان جي روح ۽ خدا جي هستي جي وچ ۾ رابطو قائم ڪري ٿو. مڙني فرقيوارانہ مخالفتن ۽ خانداني تڪرارن (رقابتن) جي باوجود عبادت ڪرڻ مهل سندن روحاني طور موجود هجڻ جي صوفيانہ تصور دين کي هڪڙي اهڙي سگهہ عطا ڪئي آهي، جنهن جي لاءِ جيترو بہ چئجي اهو گهٽ آهي.[1]

بہ وڏا مذهبي فرقا جن منجهہ اسلام شروعاتي مرحلي ۾ ئي ورهائجي ويو هيو انهيءَ ڳالهہ تي متفق آهن تہ شريعت ذريعي جيڪي فرائض ۽ احڪام مقرر ٿيل آهن، انهن جي ادائگي جو دارومدار رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نمائندي ۽ نائب جي موجودگي تي انحصار ڪري ٿو جيڪو ساڳي وقت دين ۽ ملت جو مذهبي اڳواڻ (امام) هوندو آهي.

اهل بيت گهراڻي جي امامن جي حبدارن (اهلِ تشيع حضرات. سنڌيڪار) پنهنجو هڪڙو الڳ فلسفو اختيار ڪيو آهي جيڪر

---

[1] نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي روح مبارڪ جو نمازن ۾ موجود هجڻ اسلام جو قطعي رڪن ڪونہ آهي. عجب آهي تہ محترم ليکڪ ان کي اسلامي عقيدي جو رڪن ڪيئن قرار ڏنو آهي.(اردو مترجم).

اهل سنت وارن جي عقيدت کان بلڪل مختلف آهي. انهن جي راءِ آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وصيت مطابق سندن روحاني وراثت حضرت علي عليہ السلام کي ملي ۽ ان کان پوءِ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها منجهان انهن جي اولاد کي منتقل ٿي. انهن جو خيال آهي تہ امامت قدرت طرفان تقرري (منصوص بالله) ذريعي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي آل ۾ سلسليوار منتقل ٿيندي آئي آهي. اهي حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ، حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت کي برحق تسليم ڪونہ ٿا ڪن. انهن جو عقيدو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام جنهن کي خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ پنهنجو جانشين چيو هيو اهوئي مؤمنن جو حقي پهريون خليفو ۽ امام هيو ۽ ان جي قتل ذريعي شهادت کان پوءِ روحاني اڳواڻي جي گادي نشيني سندس ۽ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عنها جي نرينہ اولاد جي سلسلي ۾ منتقل ٿيندي رهي، جيستائين اها امام حسن عسڪري تائين پهتي، جيڪو حضرت علي عليہ السلام جي پيڙهي ۾ يارهون امام هيو ۽ عباسي خليفي معتمد جي حڪومت جي ڏينهن ۾ 260 هجري مطابق 874ع ۾ فوت ٿيو. امام حسن عسڪري عليہ السلام جي وفات ڪري امامت ان جي پٽ حضرت محمد ڏانهن منتقل ٿي جنهن کي امام مهدي سڏيو وڃي ٿو جيڪو آخري امام آهي. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي جي انهن امامن جي ڪهاڻي ڏاڍي المناڪ ۽ ڏکوئيندڙ آهي. حضرت حسن عسڪري عليہ السلام جي والد سڳوري کي آمر متوڪل عباسي مديني مان جلاوطن ڪري سامرا (سرمن راءِ) آندو ۽ ان کي مرڻ گهڙي تائين اتي قيد ڪري رکيائين. ساڳي نموني سان متوڪل جي جانشينن جي بُغض ڪري حضرت حسن عسڪري عليہ السلام بہ گهڻو وقت قيد ۾ گذاريو. ان جو معصوم پٽ، جيڪو ان وقت مشڪل سان پنجن سالن جي عمر جو هيو پنهنجي پيءُ لاءِ واجهائيندي ان جي ڳولا ڪندو هڪڙي وڏي غار ۾ داخل ٿيو جيڪو سندن گهر جي ويجهوئي هيو. ٻارڙو انهيءَ غار مان پوءِ ڪڏهن موٽي ڪونہ آيو. انهيءَ ڏکوئيندڙ حادثي جي پيڙا انهيءَ اميد جو سرچشمو ٿي جيڪا سيني شيعن جي دلين ۾ زنده آهي تہ اهو معصوم ٻارڙو گناهن ۾

پريل ۽ پريشانين واري دنيا کي ان جي ڏوهن ۽ ظلم جي بار کان آجو ڪرائڻ لاءِ هڪڙي ڏينهن ضرور موتي ايندو. گهٽو پوءِ چوڏهين عيسوي صدي جي آخر ڌاري جڏهن ابن خلدون پنهنجو عظيم ڪتاب (مقدمہ ابن خلدون) لکي رهيو هيو شيعا حضرات نماشام مهل جو ان غار جي لنگهہ وٽ گڏ ٿي گم ٿيل ٻار کي پاڻ ڏانهن واپس اچڻ لاءِ ايلاز ڪندا هيا. هڪڙي ڊگهي ۽ اڪير واري انتظار کان پوءِ مايوس ۽ اداس ٿي اهي پنهنجن گهرن ڏانهن تڙي پکڙي ويندا هيا. ابن خلدون بيان ڪري ٿو تہ اها انهن جي روزمره جي ماجرا هئي. "جڏهن انهن کي ٻڌايو ويندو هيو تہ اهو ممڪن ڪونہ آهي تہ 'ٻارڙو زنده هجي،' اهي جواب ڏيندا هيا، جيڪڏهن حضرت خضر عليہ السلام[1] زنده آهن تہ پوءِ انهن جو امام پڻ چو زنده نہ هوندو؟" شيعا ان امام کي "امام منتظر"يعني جنهن جي ظهور جو انتظار هجي، "حجت" يعني حق جو ثبوت، ۽ "قائم" يعني زنده جي لقب سان ياد ڪندا آهن.

مذهبن جو ڪوئي فلسفي مزاج شاگرد ضرور محسوس ڪندو تہ شيعن ۽ سُنين جا عقيدا پراڻن عقيدن سان هڪڙي حيرت ۾ وجهندڙ هڪجهڙائي رکن ٿا. زرتشتن منجهہ سيليوقي (Seleucide) حڪمرانن جي ڏاڍ ۽ آزار انهي عقيدي کي جنم ڏنو تہ قدرت طرفان مقرر ٿيل هڪڙو ڇوٽڪارو ڏيندڙ جنهن جو نالو سوسيوش (Sosiosch) آهي، انهن کي ڌارين جي ذلت واري غلامي مان نجات ڏيارڻ لاءِ خراسان کان ظاهر ٿيندو. ساڳي نموني وارن سببن يهودين منجهہ هڪڙي "مسيحا" جي ظهور ٿيڻ واري اميد کي جنم ڏنو. يهودين جو عقيدو آهي تہ ان مسيحا جو اچا ظهور ڪونہ ٿيو آهي، ان وانگر وري سنين جو عقيدو آهي تہ مسلمانن کي ڇوٽڪارو ڏيارڻ وارو يعني امام مهدي اچا تائين پيدا ڪونہ ٿيو آهي. عيسائين جو ايمان آهي تہ مسيح هڪڙو پيرو اچي هليو ويو آهي پر وري ٻيهر ضرور ايندو. اثنا عشري شيعا[2] وري عيسائين وانگر امام مهدي جي ٻئي ظهور جي انتظار ۾ آهن، يعني اهو رهنما جيڪو دنيا کي برائي ۽ ڏاڍ کان پاڪ ڪندو. انهن نظرين جي اصليت ۽ انهن جي

---

[1] ضميمو نمبر 3. (سيد امير علي حاشئي ۾ ضميمي نمبر 3 جو اشارو تہ ڏنو آهي، پر ضميمي نبمر 3 ۾ اهڙو مواد شامل ٿيل ڪونہ آهي. سنڌيڪار)

[2] ڏسو هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي جو باب انون.

تفاوت جا ڪارڻ هڪجهڙن سببن ۾ ملن ٿا. انهي زماني جا ٿيندڙ واقعا جن ۾ حضرت مهدي عليہ السلام جي تصور ٻن مختلف نمونن واري شڪل اختيار ڪئي، انهن واقعن سان ملندڙ جلندڙ هيا جيڪي پراڻن عقيدن جي تاريخ ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. جيئن يهودي ۽ عيسائي دنيا ۾ آهي، ائين اسلام ۾ بہ هڪڙي واعدو ڪيل هادي جي اچڻ ۽ اچي دنيا کي گناهن ۽ مايوسي مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ جون دعائون هر شام مهل مٿي آسمان ۾ گونجنديون آهن.

شيعن جو ايمان آهي تہ انهن جو امام توڙي جو غيبيَت (لڪل) ۾ آهي، تہ بہ پنهنجن مڃيندڙ ماڻهن جي عبادتن ۾ روحاني طور موجود هوندو آهي. دين جا عالم ۽ شريعت جا ڄاڻوگر ڌرتي تي ان (امام) جا نمائندا (نائب) آهن، بلڪ حڪومتي سربراه بہ دنيا جي وقتي معاملن ۾ ان جا نمائندا هوندا آهن. شيعن ۽ سنين جي وچ ۾ اختلاف جي جيڪا هڪڙي ٻي ڳالھ آهي، اها امامت لاءِ گهربل اهليتن جي باري ۾ آهي. شيعن جي عقيدي مطابق امام لازمي طور گناهن کان پاڪ يعني معصوم هجڻ گهرجي، اهڙي خاصيت جيڪا صرف انهن جي ئي امامن ۾ موجود آهي، ۽ ٻيو تہ ان (امام) کي لازمي طور سيني انسانن ۾ وڏي فضيلت وارو (افضل البشر) هجڻ گهرجي.

سني عقيدا، جيڪي اسلامي دنيا جي وڏي اڪثريت جي ڪردار سوچن ۽ زندگي جي وهنوار تي حڪمراني ڪن ٿا، شيعن جي نظرين جي بلڪل ابتڙ آهن. سنين جي فقھ تاڪيد ڪري ٿي تہ مؤمنن جي نماز کي بارگاھ الاهي ۾ مقبول بنائڻ جي مطلب سان امام کي شخصي حالت ۾ ضرور موجود هجڻ گهرجي، پر جيڪڏهن اهو ڪٿي نماز ۾ امامت ڪرڻ لاءِ خود موجود نہ ٿي سگهي تہ اتي ان جي اهڙي نمائندي کي موجود هجڻ گهرجي جيڪو ضروري گهربل اهليتون رکندڙ هجي.

اهي مسئلا فقه ۽ دينيات جي ڪيترن ڪتابن ۾ تفصيل سان بيان ٿيل آهن. خلافت جي لاءِ اها وضاحت ڪئي وڃي ٿي تہ اها رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نائبي آهي؛ اها اسلام جي بقا ۽ ان جي احڪامن ۽ ضابطن جي مسلسل بجاآوري کي برقرار رکڻ لاءِ خدائي قانون مطابق مقرر ڪئي ويندي آهي. تنهن ڪري اسلام جي وجود کي قائم رکڻ لاءِ، هر وقت خليفي جو هجڻ ضروري آهي، يعني رسول الله

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اصل ۾ سڌو سنئون نمائندو. امامت روحاني اڳواڻي آهي پر اهي ٻئي مرتبا هڪٻئي کان ڌار ڪرڻ جا ڪونہ آهن، پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو نائب، جڏهن اهو پاڻ ذاتي طور موجود هجي تہ صرف اهو پاڻ ئي شخصي طور نماز لاءِ امامت ڪرڻ جو حقدار آهي. ٻيو ڪوبہ شخص پاڻمرادو ان جي ذميوارين کي ادا نٿو ڪري سگهي، جيستائين سڌي يا اڻ سڌي طرح خليفي طرفان ان کي مقرر نہ ڪيو وڃي. امام ۽ مامون (يعني جماعت)[1] جي وچ ۾ هڪڙو روحاني ڳانڍاپو آهي، جيڪو انهن کي دين جي اطاعت ۾ هڪ ٻئي سان گڏائي ڇڏي ٿو. انهي قانون ۽ عقيدي ۾ ڪوبہ اختلاف ڪونہ آهي تہ اسلام ۾ پادريائپ جو ڪوبہ طريقو ڪونہ آهي. پنهنجي مالڪ آڏو هر بانهو پنهنجي لاءِ ٻاڏائي ٿو ۽ هر روح ڪنهن بہ ٻئي انسان جي ثياڪڙي کان سواءِ الله تعاليٰ سان رابطو ڪري سگهي ٿو. امام نمازي ماڻهو ۽ اسلام جي ديني اصول جي وچ ۾ هڪڙي ڪڙي آهي. اسلام جو اهو صوفياڻو عنصر ان جي غير معمولي وحدت ۽ سالميت جو بنياد آهي.

مٿيان تبصرا "درالمختار" ۾ آيل ان بيان جي تائيد ڪن ٿا تہ امامت ٻن قسمن جي هوندي آهي، امامت الڪبريٰ ۽ امامت الصغريٰ، يعني اعليٰ درجي واري روحاني اڳواڻي، ۽ نماز ۾ مسلمانن جي امامت ڪرڻ وارو ننڍڙو حق. امام ڪبير يعني اعليٰ رتبي وارو شخص سني دنيا جو خليفو هوندو آهي. ان جي ذات ۾ روحاني ۽ دنياوي اختياريون گڏ هونديون آهن جيڪي ان کي آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نائب هجڻ ڪري مليل هونديون آهن. ان طرفان دنياوي معاملا صلاحڪارن سان صلاح مشوري ڪرڻ سان هلايا ويندا آهن، جيئن چئن خليفن (خلافت راشده) جي وقت ۾ هيو يا جيئن پوءِ وارن زمانن ۾ گڏيل طور يا انفرادي طور مقرر ٿيل نمائندن وسيلي ٿيندو هيو. روحاني ۽ مذهبي معاملن ۾ بہ ائين هوندو هيو پر جيستائين باجماعت نماز جو معاملو آهي تہ جيڪڏهن اهو (خليفو) جسماني طور معذور ڪونہ آهي تہ اهو ذاتي طور جماعت جي امامت ڪرڻ لاءِ ٻڌل آهي.

---

[1] هي اهو اصطلاح آهي جيڪو فتاوا عالمگير ۾ استعمال ڪيو ويو آهي. اڪيلي نمازي کي عام طور تي مقتدي چيو ويندو آهي.

شيعن منجهه جمعي جي نماز ۽ پڻ عيد جون نمازون اڪيلي طور ۽ گهرن ۾ بہ ادا ڪري سگهجن ٿيون. سنين جي عقيدن مطابق جتي مسجدون نهيل آهن يا باجماعت نماز ادا ڪرڻ لاءِ زمين ميسر آهي تہ جماعت سان نماز پڙهڻ واجب آهي، ڪنهن بہ حقي عذر کان سواءِ جماعت مان غيرحاضر رهڻ هڪڙو گناهہ آهي ۽ ڪجهہ ملڪن ۾ بي نمازي ماڻهن تي حڪومت طرفان سختي بہ ڪئي ويندي آهي. نجد ۾ وهابين جي حڪومت طرفان، جن کي اسلام تي سختي سان پابندي ڪرڻ وارو سمجهيو وڃي ٿو سُستي ڪندڙن کي ڏنڪا هڻي مسجد ۾ وٺي ويندا هيا. اڄ بہ ابن سعود جي حڪومت ۾ ان جا پوئلڳ جيڪي پاڻ کي "اخوان" يا "دين جا محافظ" سمجهن ٿا، مذهبي فرضن جي ادائگي کي يقيني بنائڻ لاءِ ساڳي نموني تي عمل ڪن ٿا. جماعت سان نماز جي ادائگي فرض عين هجڻ ڪري فطري طور امام جي موجودگي لازمي ٿي وئي.[1]

سني دعوا ڪن ٿا تہ پنهنجي بيماري سبب ڪمزوري ڪري آخري ڏينهن ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ کي باجماعت نماز لاءِ امام مقرر ڪيو. سندن وفات پڄاڻان، پر ڪين قبر شريف ۾ سمهارڻ کان اڳ، آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان ٿيل مقرري کي "امت" طرفان قبول ڪيو ويو ۽ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ کي مسلمانن جي گڏيل راءِ (اجماع امت) سان خليفو مقرر ڪيو ويو. تڏهن کان سنين ۾ اهو ئي طريقو مڃني مستقل طريقن طور عام عمل ۾ رهيو آهي.

خلافت وارو عهدو حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري اهليتن منجهہ پهريون ۽ نهايت ضروري شرط اهو آهي تہ اهو لازمي طور سني مڪتب فڪر سان واسطو رکندڙ مسلمان هجي، اعليٰ دنياوي اختياري کي استعمال ڪرڻ جي قابل هجي ۽ ٻاهرين مداخلت کان آزاد هجي. سنين وٽ اهو ضروري ڪونہ آهي تہ امام کي "معصوم" هجڻ گهرجي يا اهو انسانذات مان نهايت وڏي فضيلت (افضل البشر) وارو هجي، نہ وري اهي

---

[1] انهن ڳالهين تي سيني سني مذهب وارن ۾ مڪمل اتفاق (اجتماع) آهي. مالڪي فقہ جي عظيم الشان ڪتاب جو ليکڪ علامہ خليل بن اسحاق، شرعي قانونن کي ساڳين اصطلاحن سان بيان ڪري ٿو جئين حنفي ۽ شافعي مسلڪ وارا ڪندا آهن.

انهيءَ تي زور ڏنا ڪن تہ اهو آلِ رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اولاد مان هجي. انهن جي عقيدي مطابق ايترو ڪافي آهي تہ ان کي بغير ڪنهن ذاتي نااهلي جي سٺي اخلاق وارو ماڻهو رياست جا معاملا هلائڻ لاءِ قابليت رکندڙ ۽ خود مختيار حڪران هجڻ گهرجي ۽ نماز ۾ امامت ڪرڻ جي اهليت رکندڙ هجي. اوائلي زماني وارن فقيهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هڪڙي حديث جي سَنَد تي امامت لاءِ هڪڙو واڌو شرط شامل ڪيو آهي، جيڪو حديث جي ان عبارت جي آخر ۾ اچي ٿو جيڪا امام لاءِ ضروري اهليتن سان واسطو رکندڙ موضوع تي حديث جي ڪتابن ۾ ملي ٿي: اُها اِها آهي تہ خليفو ـ امام ـ نسلي طور قريشن مان هجڻ گهرجي. انهيءَ شرط کي شامل ڪرڻ جو ڪلم ڪلا مقصد جيئن "درالمختار" ۽ "ردالمحتار" ۾ بيان ڪيو ويو آهي، اهو هيو تہ شيعن جي انهي دعوا کي ڀنجو ڏجي تہ امامت آلِ رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ يعني حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي اولاد تائين محدود آهي، ۽ ائين ڪرڻ سان پهرين ٽن خليفن، ۽ اموين ۽ عباسي خليفن جي خلافت کي جائز ثابت ڪرڻو هيو. ابن خلدون، جيڪو هڪڙو وڏو تاريخدان ۽ فقيه هيو،[1] اهو تيمورلنگ جو همعصر هيو ۽ 1406ع ۾ وفات ڪيائين، تنهن خلافت عثمانيہ جي وجود ۾ اچڻ کان گهڻو اڳ پنهنجي ڪتاب "مقدمہ ابن خلدون" ۾ انهي شرط تي تفصيلي بحث ڪيو آهي. اهو انهي حديث جي سچائي کان، جنهن تي انهي ڳالھ جو بنياد پيل آهي، انڪار نٿو ڪري پر وضاحت ڪري ٿو تہ اها وقتي حالتن پٽاندر محض هڪڙي عارضي سفارش هئي. اهو ان ڳالھ جي نشاندهي ڪري ٿو تہ جڏهن دنيا ۾ اسلامي سرشتو متعارف ڪرايو ويو تہ ان وقت عربستان ۾ قريشي قبيلي وارا نهايت طاقتور ۽ گهڻو سڏريل هيا. ۽ مسلمانن جي روحاني ۽ دنياوي اڳواڻي سندن پنهنجي قبيلي جي ماڻهوءَ تائين محدود هجڻ لاءِ سفارش ڪرڻ يا خواهش ظاهر ڪرڻ ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي متوقع جانشيني لاءِ مستقل اصول وضع ڪرڻ جي بجاءِ سندن وفات کان هڪدم پوءِ امڪاني حالتن جي باري ۾ سوچي رهيا هيا. ان وقت مسلمانن لاءِ هڪڙو قابل ۽ اهليت وارو حڪمران

---

[1] اهو ڪيترن سالن تائين قاهره ۾ مالڪي مسلڪ جو قاضي القضا رهيو.

صرف قريشين منجهان ئي ملي پئي سگهيو انهن سببن ڪري سفارش ڪيائون تہ خليفو ۽ امام انهن منجهان چونڊيو وڃي. انهي راءِ کي، جيڪا سني ماهر فقيهن مان هڪڙي وڏي ڏاهي طرفان تفصيل سان بيان ڪئي وئي آهي، عام طورتي اڄوڪن عالمن (متاخرين) طرفان مڃيو وڃي ٿو ۽ ان مان اهو نتيجو ڪڍن ٿا تہ شريعت پين سيني شرطن جي پوري هجڻ جي موجودگي ۾ امام جي چونڊ ۾ قبيلي يا نسل جي ڪابہ رڪاوٽ ڪونہ ٿي وجهي. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ وفات کان اڳ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ کي نائب طور پنهنجو جانشين نامزد ڪيو هيو ۽ انهي مقرري کي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي وارن سوڏو مسلمانن جي اڪثريت (جميع المسلمين) قبوليو هيو. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ هڪڙي خطرناڪ زخم ڪري شهادت ماڻي جيڪو ان کي هڪڙي عيسائي يا مجوسي تعصبي هنيو هيو جنهن کي انهي عظيم خليفي جي ڪجهہ حڪمن جي خلاف شڪايت هئي. جانبداري جي مڙني تهمتن کان پاسو ڪندي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي وفات کان اڳ مسلمانن جي جماعت منجهان ڇهن معزز ماڻهن تي مشتمل هڪڙي شوريٰ مقرر ڪئي تہ ان جي جانشين جي چونڊ ڪن. انهن حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي چونڊ ڪئي، جيڪو اموي خاندان منجهان هيو ۽ ان کي امت جي اتفاق راءِ سان خلافت جي مسند تي ويهاريو ويو. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي ڏکوئيندڙ شهادت کان پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سوٽ ۽ نياڻي حضرت علي عليہ السلام لاءِ امام ۽ خليفي جو اعلان ڪيو ويو جيڪو شيعن جي نظرئي مطابق پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات کان پوءِ سندن وارث هجڻ ڪري ان وقت ئي سڌو سنئون جانشين طور امامت جو حقدار هيو. انهي چونڊ وسيلي حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي مڙس موروثي حق کي پنهنجي ذات ۾ گڏ ڪيو. پر سندن طرفان انهن خرابين جي تدارڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري، جيڪي ڪائنس اڳ گذريل عمررسيده خليفي جي خلافت دوران انتظاميہ ۾ گهر ڪري ويون هيون، سندس خلاف تمام گهڻين دشمنين جي لوڏ پيدا ٿي وئي. معاويہ جيڪو اموي خاندان منجهان هيو ۽ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت ۾ شام جو حاڪم هيو

بغاوت جي جهنڊي کي ايو ڪيو. حضرت علي عليہ السلام بغاوت کي ڪچلڻ لاءِ اڳتي وڌيا پر هڪڙي غير فيصلائتي لڙائي کان پوءِ جڏهن عراق جي شهر ڪوفي جي هڪڙي مسجد ۾ عبادت ڪري رهيا هيا تہ هڪڙي قاتل کين حملو ڪري ڪيرائي وڌو. حضرت علي عليہ السلام جي شهادت سان اهو دور ختم ٿيو جنهن کي سني فقيه ۽ ديني عالم "خلافتِ ڪاملہ" يا "خلافت راشده" چون ٿا، ڇوتہ انهن مان هرهڪ جي معاملي ۾ مسلمان امت طرفان عام راءِ (اجماع) سان انهن جي خلافت کي تسليم ڪيو ويو هيو.

حضرت علي عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ ڪوفي ۽ ان جي فرمانبرداري هيٺ علائقن جي ماڻهن يڪراءِ حضرت علي عليہ السلام جي وڏي پُٽ حضرت امام حسن عليہ السلام کي پنهنجو امام چونڊيو پر ان کان اهو وڏو عهدو معاويہ حاصل ڪري ورتو ۽ شام جي ماڻهن بہ ان جي خلافت جي حمايت ڪئي. اهو سڀ 661ع ۾ ٿيو.

اهو ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ ٻئي هاشمي ۽ اموي گهراڻا قريش قبيلي جي هڪڙي ئي لڏي جون ٻہ شاخون هيون. انهن ٻنهي خاندانن جي وچ ۾ وڏي دشمني وارا تڪرار موجود هيا. نبوت جي سموري دور ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وڏي تمنا رهي تہ انهن تڪرارن کي ختم ڪيو وڃي ۽ راضي نامو ڪيو وڃي. هاشمي خاندان وارا پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڀڙڏاڏي هاشم جي نالي پنيان پنهنجي سڃاڻپ رکندا هيا. ان هاشم جي پٽ حضرت عبدالمطلب کي گهڻا پُٽ هيا، انهن مان هڪڙو حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ عباسي خليفن جو وڏو ڏاڏو هيو. هڪڙو ٻيو پُٽ ابو طالب، خليفي ۽ امام حضرت علي عليہ السلام جو والد سڳورو هيو جڏهن تہ سيني مان ننڍو حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو والد سڳورو هيو.

اموي خاندان منجهان معاويہ پهريون خليفو هيو. ان جي پوٽي جي مرڻ کان پوءِ ساڳي خاندان جي حَڪمي شاخ سان تعلق رکندڙ مروان نالي هڪڙو فرد خليفو ٿي ويٺو. ان جي پٽ عبدالملڪ ۽ پوٽي وليد جي حڪمراني دوران سني خلافت تمام گهڻي علائقي ۾ پکڙجي وئي، اها ائٽلانٽڪ (بحرِ اوقيانوس) کان هندي سمنڊ تائين ۽ ٽيگس (Tegus)

درياء کان صحراء اعظم جي پٽن ۽ حبش جي علائقن تائين پکڙجي وئي هئي. 749ع ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چاچي حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ جي اولاد منجهان ابوالعباس عرف سفاح، اموي سلطنت جو تختو اونڌو ڪري انهي خاندان جي آخري سردار مروان ثاني جي جاءِ تي خليفو ٿي وينو ۽ ڪوفي جي جامع مسجد ۾ ماڻهن کان بيعت ورتائين. بيعت کان پوءِ ان ممبر تي بيهي عام خطبو پڙهيو، جيڪو امام يا ان جو نمائندو جمعي جي نماز ادا ڪرڻ وقت اڄا تائين مسجدن ۾ ڏيندو آهي. ان مشهور خطبي جي عبارت، جنهن کي ان جي جانشينن طرفان مذهبي فرض سمجهي جاري رکيو ويو هيو عرب تاريخدان ابن اثير جي ڪتاب ۾ پوري طرح لکيل ڏسي سگهجي ٿو. دراصل ان ۾ وڏن دليلن سان بنوعباس جي خلافت جي حق کي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ٿيل آهي. ان کان پوءِ ابوالعباس سني دنيا جو شرعي حڪمران ۽ سني مذهب جو حقي روحاني اڳواڻ ٿي ويو. ان جا پهريان ڇهه جانشين وڏي قابل فخر اهليت وارا ماڻهو هيا، جيڪي انهن کان پوءِ آيا اهي مختلف اهليت وارا هيا، پرانهن مان بہ ڪي غيرمعمولي قابليت ۽ ڏاهپ جا مالڪ هيا. سفاح جي ڀاءُ منصور، جيڪو ان کان پوءِ خلافت تي وينو ۽ بغداد شهر جو بنياد وڌو. جيڪو انهن جي گادي جو هنڌ ۽ حڪومت جو مرڪز ٿي ويو جنهن کي عام طور تي دارالخلافہ يا دارالسلام يعني "گادي جو هنڌ" ۽ "امن جو هنڌ"سڏيو ويندو هيو. اتان بنوعباس جي خاندان وارا صدين تائين بغير ڪنهن مخالفت جي روحاني ۽ دنياوي اختيار هلائيندا رهيا. انهن جا قاهره وارا سخت مخالف صلاح الدين ايوبي جي زماني ۾ ناس ٿي ويا، ۽ يارهين عيسوي صدي جي پهرين ڏهاڪي ۾ قرطبہ (Corodova) جي وڏي اموي سلطنت جو نالو نشان بہ ختم ٿي ويو. الموحد، المرابط ۽ ٻيا ڪيترائي بربر ۽ عرب خاندان جيڪي المرابط جي تباهي کان پوءِ هڪٻئي پٺيان مراڪش تي حڪمران ٿي آيا، انهن کي سني فرقي جي مذهبي اڳواڻ طور تسليم ڪونہ ڪيو ويندو هيو. سنين جي امامت لاءِ عباسين جو حق ائٽلانٽڪ سمنڊ (بحرِ اوقيانوس) کان گنگا ندي تائين، ۽ ڪاري سمنڊ (بحرِ اسود) ۽ درياء سيحون(جيحون Jaxartes) کان هندي سمنڊ تائين تسليم ٿيل هيو. 493 هجري مطابق 1099ع ۾ يوسف بن تاشقين نالي الموحد فاتح، زلاقہ جي تاريخ ساز لڙائي کان پوءِ، جنهن ۾

عيسائي لشڪرن کي فيصلہ ڪن شڪست ڏني هئي، عباسي خليفي المقتدي طرفان اميرالمسلمين جو هڪڙو رسمي خطاب حاصل ڪيو ۽ ان کان پوءِ مستنظهر خليفي بہ ان جي توثيق ڪئي. انهي ڳالهہ کي چڱي طرح ذهن ۾ ويهارڻ گهرجي تہ نہ قرطبہ جي "خليفن" ۽ نہ وري پوءِ وارن ايندڙ زمانن ۾ مسلمان حاڪمن مان ڪنهن خليفت الرسول هجڻ جي دعوا ڪئي ۽ نہ وري اميرالمؤمنين جو لقب اختيار ڪيو.

پورين پنجن صدين تائين بغداد اسلامي دنيا جي سيني ذهني سرگرمين جو مرڪز رهيو ۽ هتي خلافت ۽ پڙ هين ديني ۽ دنياوي معاملن سان واسطو رکندڙ قانون ۽ ضابطن کي ترتيب ڏئي باقاعده بڻايو ويو. اهو نظريو تہ خليفو ـ امام پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نائب طور قدرت طرفان نامزد ٿيل (مامون من الله) هيو جيئن اڄ آهي، ماڻهن جي مذهبي زندگي ۾ پڪو پختو ٿي ويو. انهي مان اهو معلوم ٿيندو تہ سني مذهبي عقيدي مطابق خليفو صرف دنياوي حاڪم ڪونہ آهي پر اهو ملت ۽ دولت عامہ جو مذهبي اڳواڻ بہ آهي، يعني خدائي حڪومت جو حقي نمائندو.[1]

عباسي خلافت پنهنجي پهرين بنياد پوڻ کان پوءِ پنجن صدين تائين قائم رهي. ان جو خاتمو 1258ع ۾ منگولن هٿان بغداد جي تباهي سان ٿيو. ان زماني ۾ مستعصم بالله خليفو هيو ۽ اهو پنهنجن پُٽن ۽ پنهنجي خاندان جي اهم ماڻهن سان گڏ قتلام جو ڪاج ٿي ويو. عباسي گهراڻي جا صرف اهي ياتي ڪوس مان بچي ويا جيڪي گادي واري شهر مان ٻاهر ويل هيا يا پڪڙجڻ کان پاڻ بچائڻ ۾ ڪامياب ويا.

مستعصم بالله جي قتل کان پوءِ سني دنيا ٻن سالن تائين شدت سان هڪڙي امام ۽ خليفي جي ضرورت محسوس ڪندي رهي، خليفن جي تاريخ لکندڙ هڪڙي عرب تاريخدان[2] وڏي دردناڪ انداز ۾ بيان ڪيو آهي تہ ملتِ اسلاميہ جي روحاني اڳواڻ جي غيرموجودگي ڪري ڪيترو رنج ۽ الم پيدا ٿيو ۽ ماڻهن ڪيڏي شدت سان هڪڙي نائبِ رسول جي ضرورت محسوس ڪئي، جيڪو انهن لاءِ دلي سڪون ۽ دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي جو ذريعو هجي ها. هڪڙي مجيل امام جي موجودگي

[1] سيوطي.

[2] سيوطي.

۾ انهن کي عبادت ۾ جيڪو تاثير حاصل ٿيندو آهي، زنده ماڻهن جون عبادتون انهي مذهبي تاثير کان ڪوڪليون هيون. اهڙي طرح مئلن لاءِ گهريون ويندڙ دعائون بہ بنا خوبي واريون هيون. سموري سني دنيا سان گڏ سلطان بيبرس (Sultan Baibars) بہ هڪڙي خليفي ۽ امام جي سخت ضرورت محسوس ڪئي. پنجن صدين کان خلافت جو حق بغير ڪنهن اعتراض جي بنوعباس جي ملڪيت ٿيل هيو. تنهن ڪري انهي گهراڻي جي هڪڙي فرد، ابوالقاسم احمد، جيڪو منگولن هٿان قتل ٿيڻ کان پاڻ بچائي ڀڄڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هيو خلافت جي مسند تي ويهڻ لاءِ قاهره گهرايو ويو. اهو جڏهن قاهره جي ٻاهران پهتو تہ سلطان رياست جي وڏن آفيسرن ۽ قاضين سان گڏ ان کي پليڪار ڪرڻ لاءِ اڳيرو ويو. خلافت واري مسند تي ويهڻ واري جشن کي وڏي شان ۽ شوڪت سان ملهايو ويو. پهريان وڏي قاضي (قاضي القضا) جي آڏو ان (ابوالقاسم) جو نسبي ثبوت پيش ٿيڻو هيو. ائين ٿيڻ کان پوءِ ان کي مستنصر بالله جي لقب سان ڪرسي تي ويهاريو ويو ۽ خليفي طور مڃتا ڏني وئي. پهريائين خود سلطان بيبرس بيعت ڪئي، ان کان پوءِ وڏو قاضي تاج الدين آيو ۽ پوءِ رياست جا اهم عهديدار ۽ وزير آيا، ۽ آخر ۾ معزز ماڻهو پنهنجي پنهنجي حيثيت آهر ايندا ويا. اهو سڀ 12 مئي 1261ع تي ٿيو. سڪي تي نئين خليفي جو نالو اڪريو ويو ۽ خطبي ۾ ان جو نالو دهرائجڻ لڳو. ايندڙ جمعي تي اهو عباسي خليفن وارو ڪارو چوغو پائي[1] جلوس جي شڪل ۾ مسجد شريف ڏانهن آيو ۽ جمعي جو رسمي خطبو ڏنائين. جيئن تہ ان وقت مسلمانن جي خليفي طور ان جي خلافت تي ويهڻ جي رسم پوري ٿي وئي هئي، تنهن ڪري ان سلطان بيبرس کي جبو ۽ سند عطا ڪرڻ لاءِ قدم کنيو جيڪو بيبرس لاءِ خليفي جي نائب طور قانوني اختيار استعمال ڪرڻ لاءِ مذهبي نقطہ نگاه کان تمام ضروري هيو.

قاهره ۾ اهڙي طرح قائم ڪيل عباسي خلافت اڍائي صدين تائين قائم رهي. انهي عرصي دوران مصر تي جيڪي حڪمران ٿيندا هيا انهن کي تاريخ ۾ مملوڪ سلطان سڏيو ويو آهي. هر سلطان تخت تي ويهڻ وقت خليفي ۽ وقت جي امام (امام الوقت) طرفان سند حاصل

---

[1] ڪارو رنگ عباسين جو نشان هيو سفيد رنگ اموين جو ۽ آلِ محمَد منجهان فاطمين جو نشان سائو رنگ هيو.

ڪندو هيو ۽ اهو پنهنجي اختيار تي خلافت جي ڪارندي ۽ نائب طور عمل پيرا رهڻ جو اقرار ڪندو هيو. مذهبي ڪارندن ۽ عدالتي قاضين جي مقرري خليفي جي باضابطہ منظوري سان ٿيندي هئي. توڙي جو خليفو پنهنجي مڙني دنياوي اختيارن کان الڳ ٿلڳ هيو. تڏهن بہ خلافت جو مذهبي مان مرتبو گهٽو وڌو هيو ۽ سنين جي دلين ۾ انهي وقار جي ضرورت جو احساس ايترو پختو ٿيل هيو جو بغداد جي تباهہ ٿيڻ کان پوءِ بہ هندوستان جي مسلمان بادشاهن بہ دفعا عباسي خليفن کان نمائندگي جون سندون حاصل ڪيون. تغلق آباد جي عاليشان پرنامڪمل شهر جو بنياد وجهندڙ سلطان محمد جوٽا خان تغلق 1343ع ۾ خليفي جي سفير جو جيڪو استقبال ڪيو ان جي يادگيري اسان جي آڏو تعظيم جو هڪڙو تصور پيش ڪري ٿي تہ هندوستان ۾ بہ انهن کي ڪيترو رتبو حاصل هوندو هيو. سو بہ انهن ڏينهن ۾ جڏهن ان زماني ۾ هندوستان مصر کان پورن ڇهن مهينن جي پنڌ تي هيو. ان سفير جي پهچڻ مهل بادشاهہ سادات گهراڻي جي ماڻهن ۽ ٻين معززين سان گڏجي ان جو آڌر ڀاءُ ڪرڻ لاءِ گادي واري شهر مان ٻاهر نڪري اڳيرو ويو ۽ جڏهن خليفي طرفان موڪليل مرتبي جي سند بادشاهہ جي حوالي ڪئي وئي تہ ان اها وڏي ادب ۽ احترام سان ورتي. نمائندگي جي رسمي سند بادشاهہ جي اختيار کي جيڪا هٿي ڏني اهو سچو واقعو بدرالدين چاچ نالي مشهور ۽ هڪڙي ممتاز شاعر طرفان هڪڙي قصيدي ۾ ڳايل آهي جيڪو اڃا تائين سلامت آهي.

پندرهين صدي جي آخر ڌاري حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي خاندان (خاندانِ عثمانيہ) مان سليم پهريون عرف سفاح نالي شخص جو ستارو هن افق تي ابريو. ان طرفان اسلام جي دشمنن مٿان ماڻيل سوين ان کي "دين جو سالار" جو لقب ڏياريو ۽ ڪوبہ مسلمان حاڪم، ايتري تائين جو ان جو وڏو مخالف شاهہ اسماعيل بہ، جيڪو فارس (ايران) ۾ صفوي سلطنت ۽ پهرين شيعہ مذهبي رياست جو خالق هو. ان عثماني سلطان جي طاقت ۽ عظمت ۾ برابري ڪري ڪونہ ٿي سگهيو.

انهي صدي جي آخري ڏهي ۾ مصر جون حالتون ڏاڍيون خراب ٿي ويون هيون ۽ آخري مملوڪ سلطانن جي دور ۾ جيڪا افراتفري پيدا ٿي وئي هئي اها ڪجهہ سالن کان پوءِ پنهنجي انتها تي پهچي وئي. مصري ماڻهن جي هڪڙي گروهہ سليم پهرئين کي دعوت ڏني تہ اهو اچي بدحواسي ۾ ورتل ملڪ

۾ امن ۽ قانون جي حڪمراني قائم ڪري سليم آساني سان نااهل مملوڪن جي حڪومت تي قبضو ڪري ورتو ۽ مصر کي پنهنجي حاڪميت ۾، جيڪا اڳيئي گهڻين رياستن تي مشتمل هئي، شامل ڪري ڇڏيو. انهي زماني ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نائب (خليفت الرسول) طور جيڪو ماڻهو خليفو مقرر ٿيل هيو ان جو رسمي لقب متوڪل علي الله هيو. سني تاريخ مطابق ان خليفي محسوس ڪيوتہ صرف سليم ئي واحد مسلمان حاڪم آهي جيڪو پنهنجي شخصيت ۾ خليفي ۽ امام جي ٻٽي ذميواري نڀائي سگهي ٿو ۽ اسلام جي خلافت کي اصول ۽ سچائي سان وري ٻيهر بحال ڪري سگهي ٿو ۽ انهي عهدي سان لاڳاپيل ذميوارين کي خوش اسلوبي سان بجا آڻي سگهي ٿو. انهي ڪري ان 1517ع ۾ باضابطہ طور خلافت جي ذميوارين کي رسمي دستاويز ذريعي عثماني فاتح جي حوالي ڪيو ۽ پنهنجن ملازمن ۽ معزز شخصن سان گڏ سلطان سليم جي هٿ تي بيعت ڪيائين. ان ساڳي سال ۾ حضرت علي عليہ السلام جي اولاد مان محمد ابوالبرڪات نالي مڪي جي شريف پنهنجي پُٽ ابونومي جي هٿاران ڪعبت الله شريف جون چابيون چاندي جي پليٽ ۾ رکي خراج تحسين پيش ڪرڻ لاءِ سلطان سليم ڏي موڪليون ۽ پنهنجي ان پٽ معرفت وفاداري جو وچن ڏنو. بيعت ذريعي ۽ ذميواري حوالي ٿيڻ ذريعي سليم جي ذات ۾ عباسين جا حق گڏ ٿيڻ سان، ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي جي نمائندي طرفان جيڪو ان وقت حرمين شريفين جو متولي هيو حمايت جو واعدو ڏيڻ سان، عثماني سلطان جي حق ۾ خلافت جي استحقاق جي مهر لڳي وئي. "بلڪل ائين جيئن حضرت علي عليہ السلام جي بيعت پهرين ٽن خليفن جي خلافت کي مڪمل ڪيو هيو." مڪي ۽ مديني ۾ عام خطبن ۾ سلطان جي ذڪر ڪرڻ سان سليم جي حقِ خلافت کي گهربل آخري مهر لڳي وئي. ان ڏينهن کان پوءِ قسطنطنيہ يعني ان جو حڪومتي مرڪز دارالخلافہ ٿي ويو ۽ استنبول (اسلام بول) يعني "اسلام جو شهر" جي نالي سان سڏجڻ لڳو. جلدئي سليم جي ۽ ان جي پٽ سليمان جي خدمت ۾ سني رياستن جي حڪمرانن طرفان وفاداري ظاهرڪرڻ لاءِ وفد اچڻ لڳا. ۽ ائين سنين جي قول مطابق خلافت حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهراڻي جي وراثت ٿي وئي ۽ اهي چئن صدين کان بنا ڪنهن اعتراض ۽ تڪرار جي ان جو مزو ماڻي رهيا آهن.[1]

---

[1] جنهن وقت سيد امير علي هي ڪتاب لکيو ان زماني (1886ع) ۾ ترڪي تي عثماني خليفي جي حڪمراني هئي.(سنڌيڪار)

# پاڱو پيو

## اسلام جو روح

(دي اسپرٽ آف اسلام)

## باب پهريون

# اسلام جو نصب العين

هَلُمَّ اِلَيَّ لا تقصُد سِوائي  انا المنان فَاطَلُبنِي تَجِدُني
التَّذكُرُ ليلَتَ نادِيَت سِرًا  فَلَمْ اَسمَعَکَ فاطَلُبنِي تَجِدُنِي
اِذا المُضطَرُّ قال الا تَرانِي  نَظَرتُ اِليہ فاطَلُبنِي تَجِدُنِي
اِذا عَبدِي عَصانِي لَمْ تَجِدُني  سَرِيع الاخذ فاطَلُبنِي تَجِدُنِي

منهنجي در تي اچ مون کان سواءِ ٻيو ڪو تلاش نہ ڪر، مان ئي آهيان صاحبِ ڪرم و عطا، مون کي ڳوليندين تہ ضرور ملندين؛ توکي اهڙي ڪا رات ياد آهي جو تنهنجي دل ۾ جڏهن منهنجي ياد آئي هجي، ۽ مون تنهنجي صدا نہ ٻڌي، هجي مون کي ڳوليندين تہ ضرور ملندين؛ جڏهن ڪوئي ملول پڪاري "ڇا تو (الله)کي منهنجي ضرورت ڪونہ آهي؟، مان(الله) ان کي ندا ڪندو آهيان تہ مون کي ڳوليندين تہ ضروورت ملندين؛ ڪوئي ٻانهو منهنجي حڪم کان سرڪشي ڪري تہ مون کي پڪار، منهنجي پڪڙ ڏاڍي تيز آهي، مون کي ڳوليندين تہ ضرور ملندين.

......................

حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي مذهب جو نالو عيسائيت آهي جيڪو سندس منصبي نالي عيسيٰ مان نڪتل آهي؛ جڏهن تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ مهاتمابڌ جا مذهب پنهنجن سڪيارين(رهبرن) جي واسطيدار نالن سان ڄاتا وڃن ٿا. اڪيلي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دين کي ئي منفرد سڃاڻپ آهي. اها آهي "اسلام".

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دين کي چڱي نموني ۾ سمجهڻ لاءِ "اسلام" لفظ جي صحيح معنيٰ جي اهميت کي سمجهڻ ضروري آهي. پنهنجي پهرين ترڪيب ۾ لفظ "سَلَم" جي معنيٰ سانتيڪو هجڻ، آرام سان هجڻ، پنهنجي ذميواري ادا ڪرڻ،

فرض ڪان آجو ٿيل، مڪمل سڪون ۽ امن ۾ هجڻ آهي. اهو لفظ پنهنجي ٻي ترڪيبي معنيٰ ۾، پنهنجو پاڻ کي ان هستي(الله) آڏو جهڪائڻ جنهن سان انسان دوستي(آشتي) جو رشتو قائم ڪيو آهي. ان مان نڪتل "اسم" يعني اسلام جي معنيٰ امن، پليڪار، سلامتي، ڇوٽڪارو آهي. جيئن عام طور سمجهيو وڃي ٿو تہ ان لفظ ۾ الله تعاليٰ جي مرضي(مشيتِ ايزدي) آڏو مڪمل طور جهڪڻ جو مفهوم سمايل آهي، پر اهو خيال غلط آهي. البت ان جو مطلب ان جي بجاءِ نيڪيءَ (تقويٰ) پٺيان جدوجهد ڪرڻ آهي.

اسلام ۾ جيڪي اخلاقي اصول شامل ٿيل آهن انهن جو اصل جوهر(لب لباب) قرآن شريف جي ٻيو نمبر سورت ۾ خلاصي نموني سان بيان ٿيل آهي: "الم. اهو (وڏي مرتبي وارو) ڪتاب (قرآن). جنهن ۾ ڪوئي شڪ ڪونہ آهي. ڊپ وارن لاءِ هدايت آهي. جيڪي اڻ ڏٺي تي ايمان آڻين ٿا. ۽ نماز قائم ڪن ٿا. ۽ اسان جي ڏنل (رزق) مان خرچ ڪن ٿا. ۽ جيڪو ڪتاب تو(محمّد) مٿان نازل ٿيو آهي ان تي ۽ انهن ڪتابن تي جيڪي توکان پهريائين نازل ڪيا ويا آهن، ايمان آڻين ٿا ۽ آخرت ۾ يقين رکن ٿا. اهي ئي ماڻهو پنهنجي پالڻهار طرفان هدايت يافتہ آهن.(سورت بقر آيت 1 کان 6).

اسلامي دستور جن اهم بنيادن تي بيٺل آهي، اهي هي آهن:
(1) خالقِ ڪل جي انتهائي گهڻي ٻاجهہ، رحم، قدرت، وحدانيت ۽ ٻي جسم هجڻ ۾ ايمان، (2) انسانذات ۾ ڀائيچارو ۽ فلاح و بهبود، (3) جوش ۽ جذبات کي قابو ۾ رکڻ، (4) سموريون نعمتون عطا ڪندڙ مالڪ ڏانهن شڪر گذاري جو دلي اظهار ۽ (5) آخرت(قيامت) ۾ انساني عملن لاءِ پڇاڻو.

الله تعاليٰ جي ٻاجهہ ۽ قدرت جا جيڪي عظيم ۽ شاندار تصور قرآن شريف بيان ڪيا آهن ان جي مقابلي ۾ دنيا جي ٻي ڪنهن بہ ٻولي ۾ اهڙي ڳالهہ ڪونہ ٿي ملي. الله تعاليٰ جي وحدانيت، ان جي ٻي جسم هجڻ، ان جي عظمت و جبروت، ۽ ان جي رحم ۽ ڪرم جي باري ۾ نهايت فصيح ۽ روح کي جوش ڏياريندڙ جملن جي اڻ کٽ ۽ دائمي سلسلي سان ذڪر ٿيل آهي. ائين ٿو لڳي تہ زندگي، نور ۽ روحانيت جو دريائي وهڪرو آهي جيڪو ڪڏهن بہ ڪونہ ٿو رڪجي ۽ ان ۾ پڇاڙي تائين بيبجا ڪٽرپڻي جي ڪا بہ علامت موجود ڪونہ آهي. هر سورت ۽

آيت ۾ رڳو الهامي مقصد لاءِ انسان جي شعور ۽ وجداني عقل کي خطاب ڪيو ويو آهي.

اچو تہ هاڻي اسان دنيا جي قومن منجھ گذريل زمانن ۾ موجود مذهبي نظرين جو مختصر جائزو وٺون، جڏهن اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجون تبليغون شروع ڪيون. ڪافر عربن منجھ ربوبيت (خدائي) جو تصور فرد يا خاندان جي تمدن مطابق مختلف هيو. ڪن وٽ اهو فطرت کي خدائي لبادو پارائڻ جي حد تائين بلند هيو ڪن منجھ اهو هيٺين درجي واري پوڄا لاءِ ڪنهن معمولي شئي جو نهيل بت هيو مثال طور ڳوهيل اٺي جي پيڙي، سُڪِي ڪاٺي يا پٿر جي پوڄا، ڪن آخرت جي زندگي ۾ اعتبار تي ڪيو پين کي اهڙي ڪنهن بہ ڳالھ جو خيال ڪونہ هيو. اسلام کان اڳ واري زماني جي عربن وٽ سائروفونيقن (Syrophoenicians) وانگر مقدس وڻ (ڪُنج) هيا، ڦالون پڌائيندڙ وڻ هيا، ازغيبي خبرون پڌائڻ واريون پوپيون (ڪاهن عورتون) هيون. انهن وٽ جنسي عضوي جي پوڄا (لِنگ پوڄا) بہ عام هئي، پٿر يا ڪاٺ جي نهيل بتن جي صورت ۾ طاقتور آسماني مخلوق جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. ان زماني ۾ ريگستان جا غيرمُهذب بدوي ماڻهو هاڻي وانگر، سيني علائقن جي مٿان انڌاري واريون هوائون گهلندي ڏسندا هيا ۽ انهن جي نظر رڃ جهڙي وهمي ۽ خوبصورت منظر تي پوندي هئي، جيڪي مسافر کي ڏوڪي سان تباهين طرف وٺي ويندا آهن، تہ اهي انهي ڳالھ کان متاثر ٿيڻ کان رهي ڪونہ سگهندا هيا تہ اهو سڀ ڪجھ ڪنهن غيبي هٿ جي طاقت جو ڪرشمو آهي. ائين عرب دنيا ۾ هڪڙي عظمت واري خدائي طاقت يعني سيني جي مالڪ،[1] جو هڪڙو مبهم ۽ تصوراتي نظريو پکڙجڻ لڳو.

يهودين، جن کي تاريخ ۾ توحيدي عقيدي جو وڏو حامي سمجهيو وڃي ٿو تي سگهي ٿو تہ انهي نظرئي کي قائم ڪرڻ ۾ مدد ڪئي هجي. پر انهن خود پاڻ اهو بہ ڏيکاريو تہ جيڪڏهن ڪنهن قوم جي پنهنجي مذهبي ضابطي ۾ تاريخي ۽ عقلي عنصر موجود نہ هجن تہ

---

[1] شهرستاني: ٽيلي (Tieli) اسلام کان اڳ واري زماني جي عربن جي مذهب کي "روح پرستي وارو شرڪ"(Polydaemonism)سڏي ٿو.

ان قوم جي سوچن منجهہ ڪهڙا رنگ متائڻ واريون عجيب صورتون پيدا ٿي سگهن ٿيون.

يهودي عربستان ۾ مختلف دورن ۾ مختلف حالتن هيٺ داخل ٿيا هيا. ظاهر آهي تہ نون آبادڪارن، پناهگيرن يا لڏپلاڻ ڪندڙن جي مختلف جماعتن جا نظريا بہ هڪٻئي کان گهڻو مختلف هيا. جن ماڻهن کي اشورين (آسارين) ۽ بابل وارن وطن مان تڙي ڪڍيو هيو لازمي هيو تہ خدا جي باري ۾ انهن جي تصور ۾ ۽ خدا لاءِ انهن ماڻهن جي تصور جي مقابلي ۾ جن کي رومي حڪمرانن ويسپازين (Vespasian)، ٽريجن (Trajan) يا هيڊرين (Hadrain) وطن مان تڙي ڪڍيو هيو تشبيهي[1] ۽ جذباتي مماثلت[2] جو عنصر وڌيڪ هجي. بني اسرائيلين کي جن طبعي خاصيتن پنهنجن اصل ماڳن ۾ وري وري بت پرستي جي لعنت ۾ ڦاسايو هيو توڙي جو اتي نيڪ ماڻهو انهن جي گمراهي وارين رَوِشُن کي ننڊڻ لاءِ انهن منجهہ موجود هيا، اهي خاصيتون هاڻي انهن کي انهن جي عرب پاڙن واري ڪافرانہ عمل کان ڪيئن ٿي بچائي سگهيون؟ قدرتي ڳالهہ هئي تہ "حضرت ابراهيم جي خدا" جي تصور ۾ اهي خدا جي هڪڙي مادي تصور کي گڏائين، اهوئي سبب هيو تہ انهن ڪعبت الله شريف اندر حضرت ابراهيم عليہ السلام جي تشبيهہ ڏنل بت ٺاهي رکيو جنهن جي اڏو هڪڙو گهيٽو (دنبو) قرباني لاءِ تيار بيٺو هيو.

بعد ۾ اچڻ وارن يهودين منجهہ شمائين(Shammaites) ۽ غلات (زيلوٽس Zealots) جي گهڻائي هئي. انهن منجهہ ضابطي واري پوڄا بت پرستي ڏانهن لاڙو رکندڙ هئي، ۽ قانون لکندڙن (Scribes) ۽ يهودي عالمن (ربيين Rabbins) پاڻ لاءِ گهڻو ڪري پوڄا ڪرائڻ جي حد تائين احترام جي دعوا ڪئي. اهي عالم ۽ ڪاتب پنهنجو پاڻ کي ماڻهن مٿان چوڪيدار، قانون ۽ روايتن کي بچائيندڙ ۽ خدائي قانون جي ضابطي مطابق زندگي گذارڻ جو مثال ۽ آئينو سمجهندا هيا.[3] اهي پاڻ کي

---

[1] Anthropomorphism يعني غير انساني شين ۽ ماڻهن (خاص ڪري خدا کي) انسان جي جسماني صفتن وارو سمجهڻ.

[2] Anthropopathism يعني غير انساني شين ۽ ماڻهن (خاص طور تي خدا) سان انساني جذبن ۽ احساسن کي منسوب ڪرڻ.

[3] ڊولنجر (Dollinger) جو ڪتاب "دي جينٽائيل ايند دي جيو" جلد پيو.

"قوم جا گل" (زبده امت) سمجهندا هيا ۽ انهن لاءِ عام عقيدو اهو هيوتہ خدا سان لاڳاپن ۾ هجڻ ڪري انهن کي پيشنگوئي ڪرڻ جي ڏات مليل آهي. دراصل اهي بہ پنهنجو پاڻ کي ۽ سندن قوم وارا پڻ انهن کي، الله تعاليٰ جا خاص ٻانها سمجهندا هيا.[1] جوزيفس (Josephus) ٻڌائي ٿو تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام لاءِ يهودين جي دل ۾ ايتري تعظيم هئي جو اهي الله تعاليٰ کان پوءِ ان جي ناليءَ جو احترام ڪندا هيا. ۽ انهن اها تعظيم حضرت عزير عليہ السلام ڏانهن منتقل ڪئي جيڪو ڪنعاني سلطنت جي دور ۾ يهودي قانون ۽ قومي حياتي کي وري بحال ڪرڻ وارو هيو.[2]

ان کان علاوه، گمان آهي تہ يهودي ماڻهن مڪمل طور تي تيرافم(Teraphim) جي پوڄا کي بہ ترڪ ڪونہ ڪيو هيو جيڪو انساني شڪل ۾ ناهيل گهريلو ديوتا جو هڪڙو قسم هيو ۽ گهرو معاملن ۾ سيني موقعن تي ان کان مشورو (شگون) وٺندا هيا. بلڪ رومين جي پينٽس (Penates) وانگر محافظ ديوتا طور وڏيڪ مڃيو ويندو هيو.[3] اها پوڄا پڪ آهي تہ ڪافر عربن سان لهہ وچڙ رکڻ ڪري زور پڪڙي وئي هوندي.

جڏهن يهوديہ (Judea) ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام پنهنجي نبوت جو اعلان ڪيو تہ ٻاجهہ ۽ طاقت سان هن ڪائنات کي پنهنجي ٻاڃي هيٺ رکندڙ هڪڙي عظيم اختيار واري هستي ۽ الله جي هيڪڙائي جي عقيدي کي صرف هڪڙي قوم منجهہ ميڃتا مليل هئي، يعني يهودا (Jehovah) جا پوڄاري. انهن منجهہ بہ مڙني ڪوشش جي باوجود الٽو ذات باري تعاليٰ جو عقيدو يا تہ مشرڪ قومن سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ ڪري بگڙجي ويو هيو يا غيراهل ڪتاب قومن جي فلسفي جي اثر ڪري تبديل ٿي ويو هيو. هڪڙي پاسي ڪلداني مجوسي (Chaldaeo_ Magian) فلسفي يهودي روايتن تي پنهنجي پڪي نموني سان نقش ڪيل نشان ڇڏيا هيا تہ ٻئي پاسي يهودين جي ڏاهن ماڻهن جتي يونانين

---

[1] جوزيفس (Josephus) جو ڪتاب "اينتيڪتيز" (Antiquities) xvii,24. ائين چئجي تہ اهي يهوديت جا برهمڻ هيا.

[2] Ezra vii, 10 et seq

[3] Judges xviii, 14

۽ رومي فلاسافرن منجهه هڪڙي عظيم سببِ اول جي نظرئي کي متعارف ڪرايو هيو اتي انهن پاڻ اسڪندريا جي مدرسن ۾ اهڙا عقيدا ذهن نشين ڪيا هيا جيڪي انهن جي توحيدي مذهب سان هم آهنگ ڪونہ هيا.

ڪٿي هندو پنهنجن لاتعداد ديوين ۽ ديوتائن جي ڪٽڪن سان، ڪٿي مجوسي زرتشتي پنهنجن ٻن مخالف خدائن سان، جيڪي هڪٻئي مٿان غلبو حاصل ڪرڻ لاءِ برسرِپيڪار هيا، ڪٿي يوناني، رومي ۽ مصري پنهنجن پنهنجن معبودن (ديو منڊل Pantheon) سان ڀريل مندرن سان، جن ماڻهن جي اخلاقي صفت پوڄارين واري صفت کان گهٽ هئي ـ جڏهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام پنهنجي تبليغ شروع ڪئي تہ مُهذب دنيا جي اهڙي حالت هئي. پنهنجين مڙني اميدن ۽ امنگن جي باوجود حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو ذهن انهن مڙني دُعائن کان مڪمل طور آجو هيو جيڪي دعائون ان جي جذباتي پيروڪارن ان سان منسوب ڪيون آهن. ان ڪڏهن بہ ”خدا جي جوڙيوال“ هجڻ يا ”خداوند جو مادي حصو“ هجڻ جي دعوا ڪونہ ڪئي.

جديد آدرشي عيسائيت بہ پاڻ کي گذريل زمانن جي ”انساني جسم ۾ پاڪ روح جي ڍلجڻ“ واري نظرئي ذريعي وراثت طور پوئتي ڇڏيل تشبيهيت (Anthropomorphism) واري ورثي کان آزاد ڪرائي ڪونہ سگهي آهي. هر زماني ۾ ان عظيم سڪياري جي تواريخ مان انساني صفت واري هر عنصر کي ميساريو ويو آهي. نتيجي ۾ ان جي شخصيت قصن ڪهاڻين جي انبار ۾ گم ٿي وئي آهي. خود ”نئون انجيل“ بہ هڪ صدي تائين مراقبي ۾ رهڻ باوجود ان عظيم شخصيت جي چهري تان وهمن جي ڏنڏ وارو پردو هٽائي ڪونہ سگهيو آهي. ڏينهون ڏينهن ان جي باري ۾ ”ابديت جي چولي ۾ چاول هڪڙو الوهيت جو مظهر“ وارو پراڻو تصور زور پڪڙيندو ويو تان تہ نيس (Nice) جي ڪائونسل ان خيال کي هڪڙي شڪل ۽ موافقت بخشي ۽ ان کي هڪڙي نام نهاد عقيدي جو روپ ڏنو.

گهڻا ذهن ڪائنات جي پالڻهار جي دوري (ڏُور)ڪري گهبرائجي ڪنهن انساني شخصيت ۾، جنهن کي اهي الوهيت جو درجو ڏين ٿا، وچ واري منزل تلاش ڪندا آهن. هڪڙي ويجهڙي معبود جي گهرج ئي اها ڳالهہ آهي جنهن جديد عيسائيت کي مجبور ڪيو آهي تہ

اهي ڪنهن مثالي شئي کي نظرئي جو نالو ڏئي ان شئي کي گوشت پوست جو لبادو پهرائي ۽ هڪڙي بشر نما خدا طور ان جي پوڄا ڪري.

"جديد عيسائيت جون خاميون"(دي ڊفيڪٽس آف ماڊرن ڪرسچئنٽي The Defects of Modern Christianity ) نالي ڪتاب جي ليکڪ جو خيال آهي تہ ناصري (Nazereth) نبي جنهن تسلسل سان وري وري دعوا ڪئي تہ اهو "خدا جو پٽ آهي" ۽ پنهنجي لاءِ خدا واري ساڳي پوڄا جو مطالبو ڪيائين، اهو خود ان جي الوهيت جو هڪڙو ثبوت آهي. عيسائي راهبن ۽ ان نظرئي جو بچاءُ ڪندڙن، جنهن ذهانت سان اها تشريح ڪئي آهي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام سدائين دعوا ڪئي تہ اهو خدا جو پٽ آهي، اسان ان کي بلڪل ڪونہ ٿا مڃون. ميٿيو آرنلڊ (Mathew Arnold) قطعي طور ثابت ڪيو آهي تہ نئين انجيل ۾ شامل ٿيل ڳالهيون ڪيترن ئي پهلوئن کان مڪمل طور ناقابل اعتبار آهن. جيستائين حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي الوهيت جو معاملو آهي تہ گهٽو ڪري هرڪوئي ان کي هٿ ٺوڪيل ڪهاڻي ئي سمجهي سگهي ٿو. پر فرض ڪجي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام سان جيڪي لفظ منسوب ڪيا ويا آهن، اهي واقعي ان چيا آهن تہ پوءِ بہ ڇا اهي ان مان ثابت ڪندا تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام "خدا جو اڪيلو پٽ" هجڻ جي دعوا ڪئي؟ ڇا ان ڳالھ جو دفاع ڪندڙ عيسائين مشرقي درويش "الحلاج" جي نالي سان مشهور ٿيل شخص جي باري ۾ ڪونہ ٻڌو آهي، جنهن پاڻ لاءِ خدا هجڻ جي دعوا ڪئي؟ ان چيو "اناالحق" "مان خدا آهيان" "مان حق آهيان" ۽ مسلمان عالمن بہ يهودي عالمن(سنهدرين Sanhedrine) وانگر، ان لاءِ ڪفر بڪڻ جي فتوا جاري ڪئي ۽ ان کي ڦاسي تي چاڙهيائون؟ ڪشف ذريعي اوچي مرتبي تي پهتل هڪڙي مسڪين سادڙي دل کي ائين ڏرتي تان متائي ڇڏيائون.

بابي فرقي وارا اڃان تائين اهو عقيدو رکن ٿا تہ انهن جو مرشد "الباب"[1] (يعني ابدي حياتي ڏانهن "وسيلو" - دروازو) قتل ڪونہ ڪيو ويو هيو پر

---

[1] باب ۽ باب جي نظرئي(بابي ازم) جي تفصيل لاءِ ڏسو گوبينو(Gobineau) جو ڪتاب(Les Religions et les Philosophies dans L' Asie Centrale) ۽ پروفيسر اِي - جي برائون (E_G Browne) جو ڪتاب "هسٽري آف دي باب" (History of the Bab)

معجزاتي طريقي سان آسمان ڏانهن کڃي ويو هيو. ڇا ائين چئي سگهجي ٿو تہ جڏهن ابو مغيث الحلاج[1] پاڻ کي "حق"، ۽ باب پاڻ کي "بهشت جو دروازو" سڏيو تہ ڇا انهن جي دعوا جو اهو مطلب هيو تہ اهي خداوند سان شريڪ آهن. جيڪڏهن انهن ائين ڪيو بہ تہ ڇا ائين چئي سگهجي ٿو تہ انهن جي "دعوا" ثبوت جي مترادف آهي؟ پر اسان جيئن اڳ ۾ ٻڌايو اسان ان ڳالهہ کان قطعي انڪار ٿا ڪريون ۽ دعوا سان چئون ٿا تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي خيالن کي ان جي پيروڪارن طرفان چڙهايل قَلَعِي کان پاڪ ڪري ڏسجي تہ، اهو واضح ٿيندو تہ ان جو ڪردار ۽ شخصيت نمايان طور تي ڪنهن وڏائ کان بلڪل خالي هيا. ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڪڏهن بہ اهڙي ڪنهن ڳالهہ جو اظهار ڪونہ ڪيو جيڪي ان جي پيروڪارن ان مٿان ٿاڦي ڇڏيون آهن. الله تعاليٰ لاءِ "پالڻهار" (پي هجڻ) طور جيڪو ان جو نظريو هيو اهو سڄي انسانذات کي گهيرو ڪندڙ هيو. سمورا بني نوع انسان الله تعاليٰ جا ٻار آهن ۽ هي، حضرت عيسيٰ عليہ السلام پاڻ ان ابدي پالڻهار (Eternal Father)[2] طرفان انهن کي هدايت ڪرڻ لاءِ موڪليل هڪڙو هادي هيو. ائين عيسائين آڏو بشري فضيلت جو هڪڙو شاندار نمونو موجود هيو. ناصري نبي جي تعليمات انهن کي خدا جي خالص عقيدي ڏانهن اوچي رتبي تي پهچايو هجي ها. پر ڇِهَن صدين دوران حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي شخصيت چوڌاري اهڙين ڏندڪٿائن کي گهڙيو ويو هيو جن، ان جي پنهنجن ارشادن جي برخلاف، ان کي خدائيت جي ڏيکاءِ منجهہ ورهائي خدا جو اوتار بڻائي ڇڏيو. دنيا پوڄا پاٺ ۾ "مالڪ" جي بدران "ٻانهي" جي پوڄا شروع ڪري ڇڏي، حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي تعليمات، ۽ يهودي يوناني فلاسافي، افلاطوني فلسفي، ۽ جديد فيثاغورسي (Neopythagoreanism) نظرين جي انهي شاندار ملاوٽ کي مڪمل طور سمجهڻ يا پروڙڻ کان قاصر ۽ پٺڪيل ماڻهن،

---

[1] ابو مغيث بن منصور الحلاج ڀوهہ جواني ۾ وفات ڪئي. اهو سٺن اخلاقن، وڏي سادگي وارو ۽ غريب پرور ماڻهو هيو پر پہ پچائيندڙ جوشيلو هيو.

[2] اسلام ۾ خدا جي نسبت "پي" جي لفظ جو استعمال انهي ڪري ڪونہ ڪيو ويو آهي ڇوتہ ان زماني ۾ عيسائين ان (ابوت الاهي) واري تصور کي بگاڙي ڇڏيو هيو.

حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي مجسم خدا طور پوڄڻ شروع ڪيو يا پراڻن تبرڪات جي پوڄا ۾ هڪڙي هار سينگار ڪرائي سجايل ديوي جي اوائلي پوڄا جي نموني تي حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ڪنواري ماءُ کي ويس ڏاريل ديوي بڻائي پوڄڻ لڳا.[1] ڪاليريڊين (Collyridian) وارا جيڪي گهڻو اهم فرقي وارا هيا، ايتري حد تائين اڳتي ويا جو عيسائي گرجا(ديو منڊل) مان خدا جي عبادت کي خارج ڪري حضرت مريم رضي الله تعاليٰ عنها جي پوڄا کي جاءِ ڏنائون ۽ ان کي هڪڙي گول مول قسم جي ڪيڪ جو نذرانو ڏئي ان جي پوڄا ڪرڻ لڳا. ان ڪيڪ کي ڪوليرس (Collyrus) چوندا هيا. ۽ ان ڪيڪ جي نالي پنيان ان فرقي جو نالو ڪاليريڊين (Collyridian) پيو. نيس (Nice) جي ڪائونسل جي گڏجاڻي جي موقعي تي، جنهن ۾ آخرڪار حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي خصوصيت جي باري ۾ فيصلو ڪيو ويو، ڪيتر اهڙا ماڻهو بہ هيا جن دعوا ڪئي تہ "پالڻهار خدا God the Father" کان علاوه ٻيا ٻہ معبود بہ هيا يعني حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ ڪنواري مريم رضي الله تعاليٰ عنها.[2] اهو ٻڌايو وڃي ٿو تہ رومي ڪليسا وارا هاڻي بہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي امڙ کي تثليت (ٽن) جو هڪڙو حصو سمجهن ٿا.

عيسائي ٺوَهَم پرستي جي ڏکهي زماني ۾ ناصري نبي جي تعليمات جي سادگي کان گهڻو پري ڦٽڪي ويا هيا. عيسوي دين ۾ تصويرن، درويشن، ولين ۽ تبرڪات جي پوڄا اَٽُٽ نموني وارو جزو ٿي وئي هئي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جن عملن کي ترڪ ڪرڻ جي هدايت ڪئي هئي، ۽ جن براين کي پاڙ ننديو هئائين، اهي سڀ هڪ هڪ ڪري ان جي مذهب ۾ داخل ڪيون ويون. جنهن مقدس زمين تي عزت ماب اوستاد گهميوڦريو ۽ زندگي گذاري هئي، اها زمين حيرت

---

[1] اسوري(Isaurian) بادشاهن اسلام کان اڻ سڌي طرح متاثر ٿيندي هڪڙي صدي تائين مسلسل عيسائيت جي تنزل خلاف جدوجهد ڪئي ۽ ڪوشش ڪيائون تہ ڪنهن طرح اها پنهنجي عظيم اوستاد(نبي) طرفان ڏسيل واٽ تي ٻيهر موٽي اچي پر ان ڪوشش ۾ ڪامياب ڪونہ ٿيا.

[2] موشيم جي تاريخ ڪليسا، (Ecclesiastical History Vol_I) جلد پهريون.

انگيز ڳالهين ۾ خلافِ عادت چالاڪي وارن نظارن جي ڪڪرن ۾ ڍڪجي وئي هئي ۽ "تقليد ۾ انڌي اعتقاد ڪري عيسائي ذهن جون رڳون سُن ٿي ويو هيون."[1]

اسان مٿي جيڪي سيئي خرابيون بيان ڪيون آهن، انهن کي ختم ڪرڻ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ جو مقصد هيو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم "تبليغي خوش ڪلام جو ماهر". واجبي طور جنهن لقب وارو ڪين سڏيو ۽ سمجهيو ويو آهي، ڪائنات جي خدا سان ڳوڙهي روحاني رابطي ذريعي اتساهيل پنهنجي سچي آواز سان، هڪڙي پاسي عرب قبيلن جي جذباتي بت پرستن ۽ ٻئي پاسي بگڙيل عقيدي واري عيسائيت ۽ يهوديت جي پيروڪارن کي مخاطب ٿيندي ڪڏهن بہ حقيقت پسندي واري عقل جي دائري کان ٻاهر ڪونہ ويا. ۽ انهن سيني کي سدائين انهن جي عقيدن جي خطرناڪ آفتن کان ڊيڄارِيائون. ائين حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم. الله تعاليٰ جي وحدانيت جو عظيم پرچارڪ، تاريخ جي ميدان ۾ ڪائنات جي خالق سان ٻين وجودن کي شريڪ ڪرڻ خلاف انسان جي ابتري واري رجحان سان وڏي همٿ سان مقابلو ڪندي ڏسڻ ۾ اچي ٿو. قرآن شريف ۾ ڪيترين جاين تي چِتيون ۽ خبردار ڪندڙ عبارتون آيل آهن. جيئن هي آهي: "توهان جو معبود (خدا) اڪيلو معبود آهي، ان کان سواءِ ڪوبہ معبود ڪونہ آهي (تحقيق) اهوئي نهايت مهربان ٻاجهارو آهي. بيشڪ آسمانن ۽ زمين جي پيدائش ۽ رات ۽ ڏينهن جو لاڳيتو هڪٻئي پٺيان اچڻ ۽ ٻيڙي جيڪا درياء ۾

---

[1] ڏسو موشيم جو ڪتاب "تاريخ ڪليسا"، جلد پهريون ( Ecclesiastical History Vol_I) . ۽ پڻ ڏسو هيلم(Hallam) جي ڪتاب انگلستان جي آئيني تاريخ ("ڪانسٽيٽيوسنل هسٽري آف انگلنڊ" Constitutinal History of England) جو باب ٻيو. انهن ڪتابن جي عبارت مان اهو ثابت تو ٿئي تہ انهي دعوا ۾ ڪيترو سچ آهي تہ اسلام ۾ جيڪا بہ سٺي ڳالهہ آهي ان اها يهوديت يا عيسائيت مان حاصل ڪئي آهي. ڊوچي(Deutsch) چوي ٿو "اهو عام رواج ٿي ويو آهي تہ اسلام ۾ جيڪا بہ سٺي ڳالهہ هجي ان کي عيسائيت سان منسوب ڪجي. اسان کي محسوس ٿئي ٿو تہ اهو نظريو ايمانداري واري پرک جي نتيجن سان مطابقت نٿو رکي. ڇو تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي زماني ۾ عربستان جي عيسائيت انتهائي قسمپرسي واري حالت ۾ هئي جو ان جي مقابلي ۾ جديد مهري (Amharic) عيسائيت بہ، جنهن جي باري ۾ اسان حيرت انگيز قصا ٻڌا آهن، خالص ۽ اعليٰ لڳي ٿي. (ڏسو ڪوارٽرلي رويو نمبر 954 صفحو 315)

ماڻهن کي فائدي ڏيڻ لاءِ هلندي آهي ۽ (هي ته) الله آسمان مان پاڻي لاهي مئل زمين کي ان سان جياريو ۽ زمين ۾ هر قسم جا جانور پکيڙيائين ۽ هوائن جي گردش. ۽ اهو ڪڪر جيڪو آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ حڪم جو فرمانبردار ٿيل آهي، انهن سيني (شين) ۾ سمجهدار (ماڻهن) لاءِ ضرور (الله جون) نشانيون آهن. ليڪن ڪي ماڻهو الله کان سواءِ ٻين کي پنهنجو معبود (خدا) ناهن ٿا ۽ انهن کي الله وانگر محبوب رکندا آهن."(سورت بقر آيت 163 کان 165). هنن لفظن مان گمراه ماڻهن لاءِ ڪيڏي وڏي همدردي ظاهر ٿئي ٿي!

وري فرمايو وڃي ٿو: "اهو الله آهي جيڪو توهان کي کنوڻ ڏيکاريندو آهي ۽ خوف ۽ اميد (ڏيارڻ) واسطي ڳرا ڪڪر اٿاريندو آهي. ۽ گجگوڙ (رعد) ان جي خوبين جي ۽ ملائڪ ان جي هيبت جي ساراه (تسبيح) ڪندا آهن، ۽ وڄون موڪليندو آهي پوءِ جنهن لاءِ گهرندو آهي انهن تي (اهي وڄون) ڪيرائيندو آهي ۽ اهي (ڪافر) الله جي باري ۾ جهڳڙو ڪندا آهن، حالانڪ اهو سخت عذاب ڪرڻ وارو آهي. ان کي پڪارڻ حق آهي، ۽ جيڪي (ڪافر) ان(الله) کان سواءِ جن ٻين (هستين) کي پڪاريندا آهن سي ڪين ڪنهن به طرح ورندي ڏئي ڪونه سگهندا آهن. ان (پڪاريندڙ) جو مثال ان (ماڻهو) وانگر آهي جيڪو پنهنجو ٻُڪ پاڻي ڏاهن وڌائي ائين سمجهي ته پاڻي پاڻ ئي ان جي وات ۾ هليو ايندو پر اهو پاڻي ان جي وات ۾ پوڻ وارو ڪونه آهي ۽ انهن ڪافرن جو پڪارڻ رڳو گمراهي آهي."( رعد آيت 12 کان 14)

"ان (الله) آسمانن ۽ زمين کي رٿ سان بڻايو آهي، جيڪا شئي ساڻس شريڪ ڪندا آهن تنهن کان اهو مٿانهون آهي. ان (الله) انسان کي هڪڙي معمولي ڦُڙي مان پيدا ڪيو پوءِ تڏهن اهو (انسان) کلم کلا جهيڙيڪار ٿي پيو. ۽ اوهان لاءِ جانور پيدا ڪيائين جن مان (توهان کي) گرم پوشاڪون (حاصل ڪرڻ) ۽ ٻيا فائدا آهن ۽ منجهائن ڪن کي کائيندا آهيو. جنهن مهل اهي (ڍور) چَرڻ لاءِ ڪڍندا آهيو ۽ جنهن مهل (شام جو) واپس گهر وٺي ايندا آهيو (تنهن مهل اهي) توهان جي لاءِ سونهن آهن."(سورت نحل آيت 3 کان 6)

"۽ اوهان لاءِ رات ۽ ڏينهن، سج ۽ چنڊ تابع ڪيائين، ۽ سيئي تارا سندس حڪم سان ٻڌل آهن، بيشڪ ان ۾ عقل وارن لاءِ نشانيون آهن. .....۽ اهو (الله) جنهن درياء کي (توهان جو) هن لاءِ تابع ڪيو ته

اوهين منجهائنس گوشت (يعني مڇي) کائو ...... ۽ منجهس ترندڙ ٻيڙا ڏسندا آهيو انهيءَ لاءِ تہ اوهين سندس فضل ڳوليو ۽ من اوهين شڪرگذار ٿيو ...... ڇا جيڪو پيدا ڪري (ٿو) سو انهي جهڙو آهي جيڪو (ڪجهہ بہ) پيدا نٿو ڪري (سگهي)؟ پوءِ ايترو بہ ڪونہ ٿا سمجهو؟ ۽ جيڪڏهن توهان الله جي نعمتن کي ڳڻڻ گهرو تہ انهن کي ڳڻي ڪونہ سگهندو. بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي. ۽ (توهان) جيڪي لڪائيندا آهيو ۽ جيڪي پڌرو ڪندا آهيو سو الله ڄاڻندو آهي. ۽ (ماڻهو) الله کان سواءِ جن کي سڏيندا آهن سي ڪا شئي خلقي ڪونہ سگهندا آهن ۽ اهي پاڻ خلقيا ويا آهن.“ (نحل آيت 12 کان 20)

”الله (اهو آهي جنهن) کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق ڪونہ آهي، اهو پاڻ زنده ۽ ٻين جهانن کي قائم رکڻ وارو آهي، ان (الله) کي نہ ڏِڪر ايندو آهي ۽ نہ ننڊ ايندي آهي. جيڪي (ڪجهہ) آسمانن ۽ زمين ۾ آهي اهو (سڀ) سندس (ملڪيت) آهي، ڪير آهي جيڪو سندس اجازت کان سواءِ ان جي حضور ۾ سفارش ڪري سگهي؟ جيڪي انهن(مخلوقن) جي اڳيان آهي ۽ جيڪي سندن پوئتان سو (سڀ) ڄاڻندو آهي، ۽ جيڪي گهري تنهن کان سواءِ سندس علم مان ڪنهن ذري کي (اهي) حاصل ڪري ڪونہ سگهندا آهن. سندس(بادشاهي) جي ڪرسيءَ ۾ زمين ۽ آسمان سمايل آهن. ۽ انهن جي سنڀال ڪيس نہ ٿڪائيندي آهي، ۽ اهو (سڀ کان) مٿانهون وڏي وڏائي وارو اهي.“ (سورت بقر آيت 255 - آيت الڪرسي)

”بيشڪ اوهان جو پالڻهار الله آهي جنهن آسمانن ۽ زمين کي ڇهن ڏينهن ۾ خلقيو پوءِ (وري) عرش ڏانهن متوجہ ٿيو رات کي ڏينهن سان ڍڪيندو آهي، پوءِ رات ان جي پٺيان ايندي آهي، ۽ سج ۽ چنڊ ۽ تارا سندس حڪم هيٺ تابع آهن. خبردار پيدا ڪرڻ ۽ حڪم ڪرڻ ان جو (ڪم) آهي، جهانن جو پالڻهار الله وڏي برڪت وارو آهي.“ (سورت اعراف آيت 54)

”(اي محبوب) تون فرماءِ تہ الله اڪيلو آهي. الله بي نياز آهي. نہ ڪي ڪنهن کي ڄڻيائين، ۽ نہ ڪي (ڪنهن مان) ڄائو. ۽ ان جو ڪوئي شريڪ ڪونہ آهي.“(سورت اخلاص ـ قل هوالله)

”سڀ تعريفون (ساراهون) الله جي لاءِ آهن جيڪو جهانن جو پالڻهار (رب) آهي. نهايت ٻاجهارو مهربان آهي. قيامت جي ڏينهن جو

مالڪ آهي. اسان تنهنجي ئي عبادت ڪريون ٿا ۽ توکان ئي مدد گهرون ٿا. اسان کي سڌي واٽ ڏيکار. انهن (ماڻهن) جي واٽ جن تي تو فضل ڪيو نہ انهن جي (واٽ) جن تي تنهنجو ڏمر ٿيل آهي ۽ نہ ڀٽڪيلن جي(واٽ). "(سورت فاتحہ ـ الحمد شريف).

"(اي پيغمبر) تون فرماءِ مان الله جي پناهہ گهران ٿو جيڪو صبح جو پيدا ڪندڙ آهي. ان جي سموري مخلوق جي شر (بڇڙائي) کان. "(سورت فلق آيت 1۽ 2).

"۽ تون (چاهي) ڏاڍيان ڳالهائين بس اهوتہ ڳجهي ۽ آهستي واري ڳالهہ کي بہ ڄاڻندو آهي. " (سورت طٰحہٰ آيت 7)

"(اي پيغمبر) انهن کان پڇا ڪرتہ جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهي سو ڪنهن جو آهي؟ فرماءِ تہ الله جو آهي. جنهن (پاڻهن تي) پاڃهہ (ڪرڻ) پاڻ تي لازم ڪئي آهي. "(سورت انعام آيت 12).

"ان (الله) وٽ ڳجهہ جون ڪنجيون آهن. ان کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ڪونہ ٿو ڄاڻي. ۽ جيڪو (ڪجھ) پَٽَن ۽ دريائن ۾ آهي سوبہ (اهو) ڄاڻندو آهي. ۽ ڪوبہ پن ڪونہ ڪرندو آهي جنهن جي (ڪرڻ جي) ان کي خبر نہ پوي ۽ زمين جي اونداهن تهن ۾ لڪل اهڙو ڪو داڻو ڪونہ آهي ۽ نہ ڪا اهڙي سڪل يا آلي شئي آهي جنهن جو ذڪر ان جي ڪتاب ۾ نہ هجي. ۽ اهو (الله) آهي جيڪو اوهان کي رات جو (جڻ تہ) ماري ٿو ۽ جيڪي اوهان ڏينهن جو ڪمايو ٿا سوبہ ڄاڻندو آهي. وري اوهان کي (ڏينهن جو) ان (ننڊ) مان (جاڳائي) اٿاريندو آهي تہ توهان جي مقرر ڪيل حياتي جو عرصو پورو ٿئي. آخرڪار توهان ان ڏانهن موٽي ويندا. پوءِ جيڪي توهان ڪندا آهيو ان جي اوهان کي سُڌ ڏيندو. "(سورت انعام ايت 59 ۽ 60)

"بيشڪ الله داڻي ۽ ککڙي کي چيريندو آهي. زندهہ کي مئل مان ڪڍندو آهي ۽ مئل کي زندهہ مان ڪڍندو آهي. اهو آهي الله پوءِ توهان ڪيڏانهن ڀٽڪندا ٿا وڃو؟"(سورت انعام آيت 95) "اونداهي (کي) چيري صبح ڪندو آهي. ۽ ان (الله) رات کي سڪون (آرام) لاءِ بڻايو ۽ سج ۽ چنڊ کي حساب جي واسطي پيدا ڪيو اهو بندوبست علم واري جو بندوبست ٿيل آهي. " (سورت انعام آيت96)

"هي آهي الله توهان جو پروردگار ۽ ان کان سواءِ ڪوبہ معبود (خدا) ڪونہ آهي. (اهو) هرشئي جو خالق آهي تنهن ڪري ان جي ئي

بندگي ڪيو اهو هر شئي تي نگهبان آهي. اکيون ان کي گهيري نٿيون سگهن، پر سموريون اکيون سندس گهيري ۾ آهن.“(سورت انعام آيت 102 ۽ 103)

”تون فرماءِ بيشڪ منهنجي نماز ۽ منهنجيون قربانيون ۽ منهنجو جيئڻ ۽ منهنجو مرڻ جهانن جي پالڻهار (الله) جي واسطي آهي.“ (سورت انعام آيت 162)

”ڇا توکي معلوم ڪونہ آهي تہ آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي بہ آهن اهي سڀ الله جي تسبيح بيان ڪن ٿا ۽ اهي پکي بہ جيڪي پر پکيڙي اڏري رهيا آهن؟ سڀني کي معلوم آهي پنهنجي نماز ۽ ان (الله) جي پاڪائي بيان ڪرڻ جو طريقو ۽ الله انهن جي ڪمن کي ڄاڻي ٿو. آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي الله جي ئي واسطي آهي ۽ (سڀني کي) الله ڏانهن ئي موٽڻو آهي.“(سورت نور آيت 41 ۽ 42)

”......آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي ان (الله) جي آهي، ان کان سواءِ ڪوئي معبود(خدا) ڪونہ آهي، اهوئي جياري ۽ ماري ٿو.“ (سورت اعراف آيت 158)

”اهوئي (الله) زنده رهڻ وارو آهي ان کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ڪونہ آهي پوءِ ان جا ٻانها ٿي ڪري ان جي خالص عبادت ڪريو. سموريون ساراهون الله جي واسطي آهن جيڪو ٻنهي جهانن جو پالڻهار آهي.“(سورت مؤمن آيت 65)

”تون فرماءِ بيشڪ منهنجي نماز ۽ منهنجيون قربانيون ۽ منهنجو جيئڻ ۽ منهنجو مرڻ الله جي واسطي آهي جيڪو ٻنهي جهانن جو پالڻهار آهي. ان جو ڪوئي شريڪ ڪونہ آهي.“(سورت انعام آيت 162 ۽ 163)

”اهوئي آهي جنهن توهان کي پيدا ڪيو ۽ توهان کي ڪن، اکيون ۽ دل عطا ڪيائين، ڪيترو تہ ٿورو شڪر ادا ڪريو ٿا! .... اهوئي آهي جنهن توهان کي زمين ۾ پکيڙيو ۽ ان ڏانهن ئي توهان گڏ ٿي موٽندا.“(سورت ملڪ آيت 23 ۽ 24)

”اي منهنجا رب مون کي انهن ظالمن(گناهگار) سان گڏ نہ ڪجان.“ (سورت مؤمنون آيت 94)

”اهوئي آهي جنهن رات کي توهان جي لاءِ پردو بڻايو ۽ ننڊ کي آرام ۽ ڏينهن کي (ننڊ مان اٿي) پکڙجڻ لاءِ.“(سورت فرقان آيت 47)

"ڪير آهي ان کان سواءِ جيڪو مصيبت جي ماريلن جي دانهن ٻڌي تو جڏهن اهي ان کي پڪارين ٿا، ۽ انهن جا مسئلا سلجهائي ٿو ۽ جيڪو ڌرتي مٿان توهان کي پنهنجو نائب مقرر ڪري ٿو." (سورت نمل آيت 62)

"......الله زبردست علم وارو، گناه بخشڻ وارو، توبہ قبول ڪرڻ وارو........." (سورت مؤمن آيت 2 ۽ 3)

"تون فرماءِ، ڇا مان الله کان سواءِ ڪو ٻيو رب ڳوليان حالانڪ اهو هرشئي جو رب آهي، جيڪو (ماڻهو) جو ڪجھ ڪمائي اهو ان جي ذمي آهي، ۽ ڪوبہ بار کڻندڙ ٻئي جو بار ڪونہ کڻندو، آخرڪار توهان کي پنهنجي رب ڏانهن موٽڻو آهي اهو توهان کي ٻڌائيندو جنهن ۾ توهان اختلاف ڪندا هيا." (سورت انعام آيت 164)

"اهو هر ڳجھ ۽ ظاهر جو ڄاڻندڙ ۽ سڀ کان وڏو ۽ بلندي وارو آهي. (ان جي لاءِ) سڀ هڪجهڙا آهن اهي جيڪي آهستي ڳالھ ڪن ۽ جيڪي ڏاڍيان ڳالهائين، (توڙي ڪير) رات جي اونداهي ۾ لڪل هجي يا ڏينهن (جي روشني) ۾ گهمندو هجي." (سورت رعد آيت 9 ۽ 10)

"الله آسمانن ۽ زمين جو نور آهي، ان جي نور جو مثال ائين آهي جيئن هڪڙو طاق هجي ۽ ان تي ڏيئو رکيل هجي، ڏيئو هڪڙي فانوس ۾ هجي ۽ اهو فانوس ڄڻ هڪڙو ستارو آهي موتي وانگر چمڪندڙ جيڪو روشن ٿئي ٿو برڪت واري وڻ (زيتون جي تيل) سان جيڪو نہ اوڀر جو آهي نہ اولھ جو تيل اهڙو ٻرڪي پوندڙ آهي جو ان کي باھ نہ ڇهي تہ بہ ٻري پوي، نور تي نور آهي، الله جنهن کي گهري ان کي پنهنجي نور جي واٽ ڏيکاري ٿو ۽ الله ماڻهن جي هدايت واسطي مثال بيان فرمائيندو آهي، الله سڀ ڪجھ ڄاڻي ٿو." (سورت نور آيت 35)

"اهي اهڙن گهرن ۾ عبادت ڪن ٿا جن کي آباد ڪرڻ جو ۽ جن ۾ پنهنجي ذڪر ڪرڻ جو الله حڪم ڪيو آهي، انهن گهرن ۾ اهي صبح ۽ شام الله جي تسبيح ڪندا آهن." (سورت نور آيت 36)

"جن ماڻهن کي واپار ۽ خريد و فروخت الله جي ياد کان ۽ نماز قائم ڪرڻ کان ۽ زڪوات ڏيڻ کان غافل ڪونہ ٿا ڪن اهي (ماڻهو) ان ڏينهن کان ڊڄن ٿا جنهن ڏينهن تي دليون ۽ اکيون ڦري وينديون. انهن

ماڻهن جو انجام اهو ٿيندوتہ الله انهن کي انهن جي عملن جو تمام سٺو بدلو ڏيندو ۽ پنهنجي فضل سان اجا گهڻو نوازيندو الله جنهن کي گهرندو آهي بي حساب ڏيندو آهي. “ (سورت نور آيت37۽ 38)

”جن ماڻهن ڪفر ڪيو انهن جا عمل ائين آهن جيئن اس ۾ چمڪندڙ واري جي رُج. جنهن کي اڃايل پاڻي سمجهي ان ڏانهن ڊوڙي ۽ جڏهن اتي پهچي تہ ڪجهہ بہ نہ لهي، بلڪ قضاء الاهي کي لهي، پوءِ الله ان جو پورو حساب چڪتو ڪري ڇڏيو ۽ الله کي حساب وٺڻ ۾ دير ڪونہ لڳندي آهي. “ (سورت نور آيت 39)

”يا ان جو مثال ائين آهي جيئن اونهي سمند ۾ لڪل انڌيرو جنهن تي لهر ڇانيل آهي، ان جي مٿان وري ٻي لهر ۽ ان جي مٿان ڪڪر. اونداهيون ئي اونداهيون آهن جو هٿ نہ ڏسي هٿ کي، جنهن کي الله نور نہ بخشي تہ ان کي ڪٿان بہ نور حاصل ڪونہ ٿو ٿي سگهي. “ (سورت نور آيت 40)

”ڇا تو نہ ڏٺو تہ الله جي پاڪائي بيان ڪن ٿا جيڪي بہ آسمانن ۽ زمين ۾ آهن، ۽ پکي جيڪي پر پکيڙيون پيا آهن. سڀني کي معلوم آهي پنهنجي نماز ۽ ان جي پاڪائي بيان ڪرڻ جو طريقو ۽ اهي جيڪو ڪجهہ ڪن ٿا الله انهي کي ڄاڻي ٿو. “ (سورت نور آيت 41)

”ڇا توکي اهو معلوم ڪونہ آهي تہ الله هڪڙي ڪڪر کي هڻي ڪڪر ڏانهن آهستي آهستي هلائي ٿو پوءِ انهن کي تهہ بہ تهہ ملائي مينهن ٺاهي ٿو پوءِ تون ڏسين ٿو تہ انهن ڪڪرن منجهان مينهن جا ڦڙا ڪرن ٿا، ۽ اهو (الله) آسمان منجهان ڳڙن جو مينهن وسائي ٿو پوءِ جنهن تي گهرندو آهي انهن (ڳڙن) کي انهن مٿان ڪيرائيندو آهي ۽ جن لاءِ گهرندو آهي انهن کي بچائيندو آهي، کنوڻ جي چمڪاٽ جو اهو حال آهي جڻ اکيون ڪڍي ڇڏيندي. “ (سورت نور آيت 43)

”رات ۽ ڏينهن جي مٽا سٽا الله ڪري ٿو بيشڪ ان ۾ نظر وارن لاءِ عبرت آهي. “ (سورت نور آيت 44)

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم قرآن شريف جي صورت ۾ فطرت جي مظاهرن مان خدا جي قدرت ۽ حڪمت جون

جيڪي شاهديون پيش ڪيون انهن جي بهترين مثالن مان هڪڙو مثال "الرحمٰن" سورت آهي، جنهن کي مغربي ليکڪن واجبي طور تي اسلام جي "بينيدسي"[1] (Benedicite) چيو آهي:

"سج ۽ چنڊ حساب سان هلن ٿا، ۽ وڻ ٽڻ ان (خدا) کي سجدو ڪن ٿا ۽ (ان ئي) آسمان کي بلند ڪيو (آهي) ۽ هڪڙي تارازي کي مقرر ڪيائين ته جيئن توهان تورماپ ۾ گهٽ وڌائي نه ڪريو ۽ انصاف سان پورو توريو ۽ تور کي گهٽايو نه. (ان ئي) مخلوق جي لاءِ ڌرتي پيدا ڪئي (آهي) جنهن ۾ ميوا آهن ۽ ڪتل جا وڻ آهن جن جي ڦر تي غلاف هوندو آهي ۽ اناج آهي ۽ جنهن ۾ تهه هوندو آهي ۽ خوشبو وارا ٻوٽا به آهن."(سورت رحمٰن آيت 5 کان 12)

"ان (خدا) انسان کي ٺڪري جهڙي ٺڙڪندڙ مٽي مان ٺاهيو ۽ جنن کي نج باهه مان پيدا ڪيائين." (سورت رحمٰن آيت 14 ۽ 15)

"اهو(خدا) ٻنهي اوڀرن(مشرقن) جو رب ۽ ٻنهي اولهن(مغربن) جو مالڪ آهي......" (سورت رحمٰن آيت 17)

"ان (خدا) ٻه سمنڊ جاري ڪيا آهن جيڪي ڏسڻ ۾ گڏ لڳن ٿا (پر) انهن جي وچ ۾ پردو آهي جو هڪٻئي تي وڌي نٿا سگهن." (سورت رحمٰن آيت 19 ۽ 20)

"انهن مان موتي ۽ هيرا نڪرندا آهن(سورت رحمٰن آيت 22)

"ان جائي آهن اهي جهاز جيڪي سمنڊ ۾ جبلن وانگر بلند بيٺل نظر ايندا آهن." (سورت رحمٰن آيت 24)

"زمين تي رهندڙن مان هرهڪ فاني آهي ۽ صرف توهان جي عظمت ۽ احسان واري خدا جي ذات باقي آهي." (رحمٰن آيت 26 ۽ 27)

"سيئي آسمانن وارا ۽ زمين وارا ان آڏو سوالي آهن. اهو روزانو هڪڙو نئون ڪم ڪندو آهي." (سورت رحمٰن آيت 29)

"تنهنجي رب جو نالو وڏي برڪت وارو آهي جيڪو عظمت ۽ بزرگي وارو آهي." (سورت رحمٰن آيت 78)

"هر انسان جي تقدير جي تختي اسان ان جي ڳچي ۾ لٽڪائي ڇڏي آهي ۽ قيامت جي ڏينهن اسان ان کي ان جو اعمال نامو

---

[1] عهد نامه عتيق جي باب "سليمان جي غزل الغزات" جي هڪڙي مناجات.(اردو مترجم)

ڏيکاريندا سين، جنهن کي اهو کليل ڪتاب وانگر ڏسندو." (سورت بني اسرائيل آيت 13)

"قسم آهي انسان جي روح جو ۽ ان ذات جو جنهن ان کي نيڪ بڻايو ۽ ان کي بدڪرداري ۽ پرهيزگاري ٻنهي جي تميز بخشيائين. يقينن اهو شخص مراد ماڻيندو جنهن پنهنجي روح کي پاڪ ڪيو ۽ نامراد رهندو اهو شخص جنهن ان (روح) کي نافرماني ۾ ملائي ڇڏيو."(سورت شمس آيت 7 کان10)

"ان (الله) ست آسمان بڻايا طبقن جي صورت ۾ ڇا توهان کي خدائي رحمٰن جي ٺاهيل منڊل ۾ ڪو خلل ڏسن ۾ اچي ٿو؟ ٻيهر نظر ڊوڙاءِ. ڪاٿي به ڪوئي نقص ڏسڻ ۾ اچي ٿو؟ هڪڙو دفعو ٻيهر نظر ڊوڙاءِ. تنهنجي نظر عيب ڪڍڻ ۾ ناڪام ٿي ۽ ٿڪجي واپس موٽي ايندي....."(سورت ملڪ آيت 3۽ 4)

"..... اهو (الله) مئل زمين کي ٻيهر حياتي بخشيندو آهي. ائين توهان به ٻيهر جيئرو ڪيا ويندا."(سورت روم آيت 19)

"..... هي آسمان ۽ زمين ان جي حڪم سان قائم آهن. آخرڪار جڏهن اهو توهان کي سڏيندو ته توهان زمين جي اندران اٿي نڪري پوندا."(سورت روم آيت 25)

"جڏهن سج کي ته ڪيو ويندو جڏهن تارا ڪري پوندا، جڏهن جبل هلڻ لڳندا. جڏهن ڏاچيون بنا مهار جي ڦرنديون رهنديون، جڏهن جهنگلي جانورن ۾ هلچل مچي ويندي، جڏهن سمنڊ اٿلڻ لڳندا، جڏهن ساهوارن جا جوڙا ٺاهيا ويندا. جڏهن جيئري قبر ۾ پوريل (نياڻين) کان پڇيو ويندو ته انهن کي ڪهڙي ڏوهه جي سزا ۾ ماريو ويو هيو جڏهن اعمال نامن جا ورق کوليا ويندا. جڏهن آسمان کل وانگر لاٿو ويندو، جڏهن دوزخ جي باهه کي ڀڙڪايو ويندو ۽ جڏهن بهشت ويجهو اچي ويندو ان وقت هر ساهواري کي خبر لڳي ويندي ته اهي پاڻ سان ڇا وٺي آيا آهن.(سورت تڪوير آيت 1 کان 14)

"(اي محمّد) توکان قيامت بابت پڇن ٿا ته اها ڪيترن ڏينهن لاءِ ترسيل آهي. توکي ان جي بيان (ڪرڻ) سان ڪهڙو واسطو. ان جو علم صرف تنهنجي خدا کي ئي آهي، تنهنجو ڪم ته صرف انهن کي ڊيڄارڻ آهي جيڪي ڊڄن.(النّٰزعٰت آيت 42 کان 45)

"توکي ڪهڙي خبر تہ اها ٽيڻ واري شئي ڇا آهي؟ ثمود ۽ عاد ان ڪڙڪي واري شئي کي ڪوڙو قرار ڏنو. پوءِ ثمود تہ هڪڙي زوردار آواز سان هلاڪ ڪيا ويا ۽ عاد هڪڙي تکي ۽ سخت هوا سان برباد ٿي ويا.(سورت الحاقہ آيت 3کان 6)

پوءِ بہ ان قدرت ۽ جبروت جي باوجود ان جي ربوبيت ۽ رحمت همہ گير آهي:

"قسم آهي ڪچڙي منجهند جو ۽ چانئجندڙ رات جو. تنهن جي رب نہ تنهنجو ساٿ ڇڏيو ۽ نہ توکان بيزار ٿيو. يقينن تنهنجو مستقبل ماضي کان گهڻو بهتر آهي. آخرڪار تنهنجو رب توکي ايترو ڏيندو جو تنهنجي دل خوش ٿي ويندي. ڇا ان توکي يتيمي ۾ ڪونہ ڏٺو. ۽ پوءِ توکي نڪاڻو ڏٺائين توکي پنهنجي محبت ۾ بي اختيار ڏٺائين ۽ پوءِ توکي پنهنجي طرف واٽ ڏنائين. توکي تنگدست ڏٺائين ۽ پوءِ توکي مالدار ڪيائين. پوءِ (ان جي شڪرگذاري ۾) يتيم تي سختي نہ ڪر ۽ سائل کي ڇڙٻ نہ ڏي ۽ خدا جي احسانن جو ذڪر ڪندو رهہ" (سورت الضحٰي)

"پوءِ ڇا توهان اهو خيال ڪيو آهي تہ اسان توهان کي ائين ئي بيڪار پيدا ڪيو آهي ۽ توهان کي اسان ڏانهن واپس ڪونہ اچڻو آهي."(سورت مؤمنون آيت 115)

"اي اسان جا رب جيڪڏهن اسان وساريون يا غلطي ڪري ويهون تہ اسان جي پڪڙ نہ ڪر. ...... اسان کي معاف ڪر ۽ بخش ڪر......"(سورت بقر آيت 286)

"اي منهنجا رب. مون کي معاف ڪر ۽ رحم ڪر. ڇوتہ تون سڀني رحم ڪرڻ وارن کان وڌيڪ سٺو رحم ڪرڻ وارو آهين." (سورت مؤمنون آيت 118)

"...... ڪوئي بہ ماڻهو ٻئي جي گناهن جو بار ڪونہ کڻندو آهي. ۽ اسان ڪڏهن بہ سزا ڪونہ ڏيندا آهيون جيستائين ڪنهن رسول کي نہ موڪليندا آهيون(سورت بني اسرائيل آيت 15)

"قسم آهي هن ڪليل ڪتاب جو تہ اسان ان کي هڪڙي ڀلاري رات ۾ نازل ڪيو. بيشڪ اسان آگاهہ ڪرڻ وارا آهيون." (سورت دخان آيت 2۽3)

"(اي محبوب) اسان قرآن توتي انهيءَ لاءِ نازل ڪونہ ڪيو آهي تہ تنهنجي لاءِ تڪليف جو سبب ٿئي." (سورت طٰہٰ آيت 2)

اهو مقدس ڪتاب انسان جي مانائتن احساسن کي هدايت ڪرڻ، ان جي اندر جي احساس ۽ ان جي اخلاقي سوچ کي سجاڳ ڪرڻ ۽ بت پرستي وارن عقيدن جي خرابين کي ثابت ڪرڻ ۽ پڌرو ڪرڻ لاءِ اهڙين ڳالهين سان ڀريو پيو آهي. قرآن شريف جي ڪائي سورت اهڙي ڪونہ آهي جنهن ۾ الله تعاليٰ جي وحدانيت، رحم، قدرت، جي باري ۾ ڪجھ ڏيان ڇڪائيندڙ آيتون شامل نہ هجن. قادرمطلق جي باري ۾ اسلامي نظرئي کي عيسائي ليڪڪن غلط سمجهيو آهي. عيسائي ماڻهو مسلمانن جي خدا(الله) کي گهٽو ڪري ائين پيش ڪيو آهي "هڪڙو بي رحم ۽ جابر حاڪم، جيڪو انسانذات سان شطرنج جي راند ڪيڏي رهيو آهي ۽ مُهرن جي قربانين جو لحاظ ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي راند کي پورو ڪري ٿو." اچوتہ اسان غور ڪريون تہ ڇا اهو خاڪو ٺيڪ آهي. مسلمانن جو خدا سموري قدرت رکندڙ (قادر مطلق)، سموري ڄاڻ رکندڙ (عالمِ ڪل)، ۽ مڪمل انصاف وارو (عادل ڪامل)، ٻنهي جهانن جو مالڪ (رب العالمين)، زمين ۽ آسمانن جو پيدا ڪندڙ زندگي ۽ موت جو خالق، جنهن جي قدرت ۾ اختيار ۽ اڻ کٽ قوت آهي؛ عظمت واري ڪرسي(عرشي معليٰ) جو مالڪ ۽ سيني ساهوارن ۽ غيرجاندارن تي قدرت رکندڙ آهي. الله تعاليٰ قوي، اوچي شان وارو پيدا ڪندڙ (خلاق)، جوڙون جوڙيندڙ مصور، ڏاهو منصف، حق، حساب ڪتاب رکڻ ۾ تيز ۽ انسان جيڪو ڪجھ ڪري ٿو ان جي چڱائي ۽ مٺائي جي ذري پرزي کان واقف آهي، مؤمن جنهن انعام جا حقدار آهن، ان جي ذري کان بہ اهو انهن کي محروم نٿو ڪري. قادرمطلق، عقل ڪل هجڻ سان گڏ بادشاهہ پاڪ هستي، امن قائم رکڻ وارو، همدرد، پنهنجن ٻانهن جو نگهبان، يتيمن جو پرجهلو خطاڪارن کي سڏي واٽ ڏيکاريندڙ مصيبتن کان ڇوٽڪارو ڏيندڙ ڏکويل جو دوست، تڪليف ۾ گذاريندڙن کي آٿت ڏيندڙ آهي؛ ڀلائي سندس قدرت ۾ آهي ۽ اهو بيغرض مالڪ آهي، ٻاجهارو ٻڌندڙ دانهن ورنائيندڙ قساس ڪرڻ وارو،

رحم ڪرڻ وارو بخشڻ وارو آهي، ۽ ان جو انسان لاءِ پيار ماءُ جي پنهنجي ٻار لاءِ پيار جي مقابلي ۾ گهڻو نرم آهي.

قادرمطلق جو رحم قرآن شريف جي نهايت اعليٰ موضوعن مان هڪ موضوع آهي. اهو لقب (الرحمٰن) جنهن سان هر سورت جي شروعات ٿئي ٿي، ۽ جنهن نالي سان ان کي وري وري ٻاڏايو ويندو آهي، اهو انهيءَ عظيم رحم ۽ مڪمل طور اثرانداز ٿيندڙ انهيءَ پيار جو ثبوت آهي جنهن ۾ الله تعاليٰ پنهنجي مخلوق کي پنهنجي رحمت جي دامن ۾ سمائي رکيو آهي.[1]

اڳين ٻن شريعتن جي پوئلڳن جي اخلاقي خرابي کي ڏسي معلمِ اسلام جي دل ڏکوئجي ٿي وئي، پوءِ انهن پنهنجي پيغمبرن جي تنبيهن جي نافرماني ڪندي پنهنجي مذهب ۾ جيڪي ٿوهم پرستي واريون رسمون رائج ڪيون هيون، ان تي يهودين ۽ عيسائين جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪيائون. مذهبي جذبي جي اها باهه جيڪا اشعياه عليه السلام ۽ يرمياه (جرمياه Jeremiah) عليه السلام جي سينن ۾ ٻرندي هئي، اها هڪڙي ٻئي ۽ وڏي عظيم ماڻهوءَ جي سيني ۾ ڀيهر ڀڙڪي پئي هئي. ان واويلا ڪرڻ جي بجاءِ خبردار ڪيو ۽ انسانذات جي پسماندگي تي پيڙا مان انهن جي منهن مان جيڪا دانهن نڪتي اها اميد جي صدا ٿي وئي.

قرآن شريف يهودين کي اڳ بيان ڪيل انهن جي "ڪوڙن معبودن ۽ بتن جي پوڄا"، ۽ اڳ ذڪر ڪيل تيرافم پوڄا کان، ۽ حضرت عُزيز عليه السلام (عزرا Ezra) جي وڏاءُ تي ٻڌل تعظيم تي تنبيهه ڪري ٿو. عيسائين کي حضرت عيسيٰ عليه السلام ۽ ان جي امڙ جي پوڄا واري عبادت کان ملامت ڪري ٿو:

"ڇا تو انهن ماڻهن جو حال ڪونه ڏٺو جن کي ڪتاب جي علم مان ٿورو حصو ڏنو ويو. اهي بتن ۽ طاغوت (شيطان) تي ايمان آڻين ٿا ۽ ڪافرن کي چوندا آهن ته اهي ايمان وارن جي مقابلي ۾ زياده صحيح رستي تي آهن.(سورت نساء آيت 51)

---

[1] سورت آل عمران آيت 124, فرقان آيت 50, قصص آيت 73, شوريٰ آيت 3.

"يهودي چون ٿا تہ عزير الله جو پٽ آهي ۽ نصارا چون ٿا تہ مسيح الله جو پٽ آهي. اهي بي بنياد ڳالهيون آهن جيڪي اهي ماڻهو اڳين مُنڪرن جي تقليد ڪندي زبان مان ڪڍن ٿا .... انهن پنهنجن پادرين ۽ راهبن کي الله کان سواءِ پنهنجو رب ٺاهي جڏيو آهي..... اهي ماڻهو گهرن ٿا تہ الله جي نور کي ڦوڪن سان وسائين....."(سورت توبہ آيت 30 کان 32)

"يهودي ۽ عيسائي چون ٿا تہ اسان الله جا پٽ آهيون ۽ ان جا پيارا آهيون.(سورت المائده آيت 18)

"انهن اهلِ ڪتاب ماڻهن[1] مان گهڻا گهرندا آهن تہ توهان کي ايمان آڻڻ کان پوءِ وري ڪفر ڏانهن موٽائين .....نماز قائم ڪيو ۽ زڪوات ڏيندا رهو ۽ توهان جيڪي بہ نيڪ ڪم پنهنجي ڀلائي جي لاءِ پنهنجي اڳيان موڪليندا انهن کي الله وٽ پهچي ڏسندا." (سورت البقر آيت 109۽110)

" اهي (يهودي ۽ نصارا) چون ٿا تہ يهودين ۽ نصارن کان سواءِ ڪيرب جنت ۾ داخل ڪونہ ٿيندو. .... انهن کي چئوتہ جيڪڏهن اهي سچا آهن تہ ان تي پنهنجو دليل ڏين. حق اهو آهي تہ جنهن بہ شخص الله جي لاءِ پنهنجو منهن جهڪايو ۽ نيڪ ڪم بہ ڪري ٿو تہ ان جي رب وٽ ان لاءِ اجر آهي." (سورت بقر آيت 111۽112)

"اي اهلِ ڪتاب. پنهنجي دين ۾ گڙٻڙ نہ ڪريو ۽ الله ڏانهن حق کان سواءِ ٻي ڪابہ ڳالهہ منسوب نہ ڪريو. مسيح عيسيٰ بن مريم ٻيو ڪجهہ نہ پر الله جو رسول آهي ۽ ان (الله) جو ڪلام (يعني حڪم) ....... لهٰذا توهان الله ۽ ان جي رسولن تي ايمان آڻيو ۽ ائين نہ چئوتہ ٽي(خدا) آهن. ان ڳالهہ کان مڙي وڃو..... مسيح ان ڳالهہ کي ڪڏهن بہ خراب ڪونہ سمجهيو تہ ان کي الله جو هڪڙو ٻانهو سمجهيو وڃي."(سورت نساء آيت 171۽ 172)

"ڪنهن بہ انسان جو اهو حق ڪونہ آهي تہ الله ان کي ڪتاب، حڪمت ۽ نبوت جو شرف عطا ڪري ۽ اهو ماڻهن کي چوي تہ الله کي ڇڏي توهان منهنجا ٻانها ٿي وڃو. اهو تہ اهو چوندوتہ توهان مڪمل طور تي الله جا ٿي وڃو جيئن هي ڪتاب سيکاري ٿو جنهن کي توهان پڙهندا ۽ پڙهائيندا آهيو." (سورت آل عمران آيت 79)

---

[1] يعني يهودي، عيسائي ۽ زرتشتي.

هيٺين عبارتن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ اهڙن خيالن جي باري ۾ قرآن جو ڪهڙو خيال آهي:

"اهي چون ٿا تہ الله کي پٽ ٿيو آهي. اها وڏي بيهودي ڳالهہ آهي جيڪا توهان ماڻهن ڦهلائي آهي. ويجهو آهي تہ آسمان ٽٽي پوي، زمين ڦاٽي پوي ۽ جبل ڏري پون، انهي ڳالهہ تي تہ ماڻهو رحمٰن سان اولاد منسوب ڪن ٿا. رحمٰن جي شايان شان ڪونہ آهي تہ ان کي پٽ هجي. زمين ۽ آسمانن ۾ ڪوئي اهڙو موجود ڪونہ آهي جيڪو ٻانهي جي حيثيت ۾ ان جي حضور پيش ٿيڻ وارو ڪونہ آهي. اهو سيني جي ڳڻپ ڄاڻي ٿو." (سورت مريم آيت 88کان 94)

پر اهو پرخلوص اوستاد جيڪو حق جي تبليغ ڪرڻ لاءِ مبعوث ٿي آيو بري ۽ ڀلي کي هڪجهڙو نٿو سمجهي.

"ليڪن سيئي اهلِ ڪتاب هڪجهڙا ڪونہ آهن. انهن ۾ ڪجهہ ماڻهو اهڙا بہ آهن جيڪي سڌي رستي تي هلندڙ آهن. اهي رات جو الله جو ڪلام پڙهندا آهن. ان جي اڳيان سر سجدي ۾ رکندا آهن. الله ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکن ٿا. نيڪي جي تلقين ڪن ٿا ۽ برائي کان روڪين ٿا. ۽ نيڪ ڪمن ۾ سرگرم رهن ٿا. انهن ماڻهن جو شمار صالحين ۾ ٿئي ٿو." (سورت آل عمران آيت 113۽ 114)

يهودين ۽ عيسائين جي باهمي ۽ ٻرندڙ نفرت. نسطورين ۽ مونوفيزين (Monophysites) جي وچ ۾ خونخوار لڙاين. فرقن جي وچ ۾ اجاين تڪرارن. بازنطيني پادرين جي ڪنور ۽ هيان ڏاريندڙ لفظي جهڳڙن. هيٺ ٻڌايل ڦتڪارن کي دعوت ڏني ٿي:

"عيسيٰ بن مريم کي روشن نشانيون عطا ڪيون........ جيڪڏهن الله گهري ها تہ انهي کان پوءِ وارا نہ وڙهن ها..... ليڪن الله کي جيڪو وڻي اهو ڪندو آهي."(سورت بقر آيت 253)

"(هڪڙي زماني ۾) سيئي انسان هڪڙي ئي طريقي تي هيا. پوءِ الله پنهنجا پيغمبر موڪليا. جيڪي خوش خبريون بہ ڏيندا هيا ۽ ڊيڄاريندا بہ هيا ۽ هر هڪ سان گڏ هڪڙو حق جو ڪتاب نازل ڪيو تہ جيئن ماڻهن جي وچ ۾ جيڪي اختلاف ٿين ان جو فيصلو ڪن. پر انهن ماڻهن جن کي اهي ڪتاب عطا ڪيا ويا انهن(ڪتابن) ۾ اختلاف ڪيا. محض انهي ڪري تہ انهن ۾ باهمي ضد هيو......"(سورت بقر آيت 213)

"اي اهلِ ڪتاب، توهان ابراهيم جي باري ۾ جهڳڙو ڇوٽا ڪريو؟ ........ اهڙي ڳالهہ تي جهڳڙو ڇوٽا ڪريو جنهن جو توهان کي ڪوبہ علم ڪونہ آهي؟" (سورت آل عمران آيت 65 ۽ 66)

نئين مذهب جو بنيادي مقصد اهو هيوتہ انساني لڏي جي دل ۾ ان حقيقت ۽ صداقت جو هڪڙو جيئرو جاڳندو ادراڪ پيدا ڪري يا زندگي جي گڏيل ڪاروهنوار ۾ ان کي نئين سر جياري. هڪڙي مشهور ليکڪ جي لفظن کي ورجايون تا "هن نئين آسماني صحيفي جو اخلاقي مقصد ذميواري جي گڏيل احساس ۽ باهمي شفقت ۽ محبت جي چاتل سچاتل طريقن ۾ مقرر ڪيو ويو آهي."

"اها هڪڙي امت[1] آهي جيڪا گذري چڪي، انهن لاءِ اهو آهي جيڪو انهن ڪمايو، جيڪو توهان ڪمائيندا اهو توهان جو هوندو انهن جي ڪمن جي توهان کان پڇا ڪونہ ٿيندي" ( بقر آيت 134)

"الله ڪنهن جان تي ان جي برداشت کان وڌيڪ بار ڪونہ وجهندو آهي نيڪي وارن کي نيڪيءَ جو ڦل ۽ برائي واري کي پنهنجي گناهہ جي سزا ملندي آهي." (سورت بقر آيت 286)

"وڏو پرهيزگار آهي (اهو) جيڪو پنهنجو مال ڏئي توتہ پاڪ صاف ٿئي. ۽ ڪنهن جوبہ ان تي ڪو احسان ڪونہ آهي جنهن جو بدلو ڏنو وڃي فقط پنهنجي رب جي رضا ڳولي تو جيڪو سڀ کان بلند آهي." (سورت واليل آيت 18 کان 20)

"۽ اهي کاڌو کارائين ٿا ان (الله) جي محبت ۾ مسڪين، يتيم ۽ قيدي کي. انهن کي چون ٿاتہ اسان توهان کي فقط الله جي رضا واسطي کاڌو کارايو آهي، توهان کان ڪوبہ بدلو يا شڪرگذاري ڪونہ ٿا گهرون." (سورت دهر آيت 8 ۽ 9)

"الله جي ئي پوڄا ڪريو ماءُ پيءُ سان ڀلائي ڪريو ۽ مائٽن، يتيمن ۽ مسڪينن سان پڻ ڀلائي ڪريو ماڻهن کي چڱي ڳالهہ چئو نماز قائم ڪريو ۽ زڪوات ڏيو." (سورت بقر آيت 83)

---

[1] يعني حضرت ابراهيم عليہ السلام، حضرت اسماعيل عليہ السلام ۽ حضرت اسحاق عليہ السلام ۽ ٻيا قبيلا.

"..... ماءُ پيءُ سان چڱو سلوڪ ڪريو....... انهن سان تعظيم ۽ نرم دلي سان ڳالهايو..... عرض ڪر اي منهنجا رب تون انهن ٻنهي تي رحم ڪر جيئن انهن ٻنهي مون تي ننڍپڻ ۾ رحم ڪري پاليو." (سورت بني اسرائيل آيت 23 ۽ 24)

"پراڻيون دشمنيون، خوني تڪرار ۽ ٻارن جو قتل ترڪ ڪريو ۽ پاڻ ۾ ائين ٻڌي ڪريو جيئن هڪڙو جسم.(حديث شريف)

"جيڪڏهن توهان خيرات ظاهر ڪري ڏيو ته به سٺو آهي پر جيڪڏهن فقيرن کي لڪائي ڏيو ته اهو توهان جي واسطي سڀ کان ڀلو آهي." (سورت بقر آيت 271)

"توهان کي جيڪو ڏنو ويو آهي ان مان ٻين کي به ڏيو ان کان اڳ جو اهو ڏينهن اچي وڃي جنهن ۾ نه خريد و فروخت آهي، نه دوستي ڪم ايندي نه ڪا سفارش." (سورت بقر آيت 254)

"ڇا توهان کي خبر آهي ته اهو لڪ ڇا آهي. ڪنهن ٻانهي کي آزاد ڪرائڻ، ڪنهن يتيم، مٽ مائٽ يا مسڪين کي ڪاڙو ڪارائڻ. ائين ڪندڙ انهن مان آهي جن ايمان آندو ۽ انهن پاڻ ۾ صبر جي وصيت ڪئي ۽ رحم جي تلقين ڪئي." (سورت بلد آيت 11 کان 17)

."حيف آهي انهن ماڻهن تي جيڪي ڏيکاءُ جو مظاهرو ڪن ٿا ۽ محتاجن جي مدد کان انڪار ڪن ٿا." (سورت ماعون آيت 6)

"چڱي ڳالهه چوڻ ۽ درگذر ڪرڻ ان خيرات کان ڀلو آهي جنهن پٺيان ستايو وڃي...... اي ايمان وارو پنهنجن صدقن کي ٿورو ٽڪڻ سان ۽ تڪليف ڏيڻ سان ضايع نه ڪريو." (سورت بقر آيت 263۽ 264)

"اي ايمان وارو الله کان ڊڄو ۽ وياج وٺڻ ڇڏي ڏيو......" (سورت بقر آيت 278)

"...... جيڪو پنهنجو مال ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ خرچ ڪري ...... ان جو مثال ائين آهي جيئن هڪڙي ٽڪري هجي ۽ ان تي مٽي هجي جڏهن ان تي زور سان پاڻي پوي ته سموري مٽي وهي وڃي ۽ رڳو پٿريلي ٽڪري رهجي وڃي ..... جيڪي ماڻهو پنهنجو مال الله جي رضا لاءِ خرچ ڪندا آهن ۽ پنهنجي دل ثابت رکندا آهن انهن جو مثال ان باغ

وانگر آهي جيڪو مٿانهين تي هجي ان تي زور سان پاڻي وسيو تہ ٻيڻو ميوو جهليائين......" (سورت بقر آيت 264ع 265)

"..... ماڻهن تي عدل ۽ انصاف سان حڪومت ڪر پنهنجين خواهشن جو پوئلڳ نہ ٿي ورنہ الله جي راه کان ڀٽڪي ويندين." (سورت ص آيت 26)

"ان جي سَڌَ نہ ڪريو جنهن سان الله توهان مان هڪڙي کي ٻئي تي فضيلت ڏني ......" (سورت نساء آيت 32)

"اصل چڱائي ان ۾ ڪونہ آهي تہ اوهان پنهنجا منهن اوڀر (مشرق) ڏانهن ڪيو يا اولهہ (مغرب) ڏانهن. اصل چڱائي ان ۾ آهي تہ ايمان آڻيو الله تي ...... ۽ سٺا عمل ڪريو......" (سورت بقر آيت 177)

"(اي محبوب) معاف ڪرڻ اختيار ڪر ۽ ڀلائي جو حڪم ڏي ۽ جاهلن کان پاسو ڪر ...... جيڪڏهن شيطان توکي ڀلائي تہ الله کان پناه گهر." (سورت اعراف آيت 199ع 200)

"يتيم جي مال جي ويجهو نہ وڃو...... پنهنجا واعدا پاڙيو...... ۽ زمين ۾ آڪڙ ڪري نہ هلو...." (سورت بني اسرائيل آيت 34کان 37)

"انهن مان ڪنهن کي ڌي ڄمڻ جي خوشخبري ڏني وڃي تہ سارو ڏينهن ان جو منهن ڪارو رهي ٿو....." (سورت نحل آيت 58)

"پنهنجي اولاد کي سڃائي جي خوف کان قتل نہ ڪريو اسان انهن کي بہ روزي ڏينداسين ۽ توهان کي بہ ڏينداسين. بيشڪ انهن جو قتل وڏو گناه آهي." (بني اسرائيل آيت 31)

"توهان جي واسطي توهان جي ئي جنس مان جوڙا ناهيائين جيئن انهن مان سک حاصل ڪريو ۽ توهان جي درميان هڪٻئي ۾ محبت پيدا ڪيائين." (سورت روم آيت 21)

"....... الله کان ڊڄو ....... ۽ رشتن جو لحاظ رکو......" (سورت نساء آيت 1)

"بدڪاري جي ويجهو نہ وڃو بيشڪ اها بي حيائي آهي ۽ نهايت ئي بري وات." (سورت بني اسرائيل آيت 32)

"مؤمن مردن کي حڪم ڏي تہ پنهنجي نظر جهڪائي رکن ...... مؤمنياڻين عورتن کي حڪم ڏي تہ پنهنجون نظرون هيٺ رکن ....... محرمن کان سواءِ ٻين آڏو هار سينگار ظاهر نہ ڪن...." ( نور آيت 31)

"يقين ڪريو تہ دنيا جي زندگي تہ فقط راند روند ئي آهي ....... مال ۽ دولت جي خواهش ڪرڻ ان برسات وانگر آهي جنهن جي جمايل ساوڪ هارين کي وڻي پر پوءِ سڪي وڃي ۽ تون ان کي ڦڪو ۽ لتاڙيل ڏسين ۽ آخرت ۾ سخت عذاب آهي ۽ الله جي طرفان بخشش ۽ ان جي رضا آهي." (سورت الحديد آيت 20)

"ڇڏي ڏيو ڪليل گناهہ ۽ لڪل گناهہ بيشڪ جيڪي گناهہ ڪندا آهن عنقريب پنهنجي ڪمائي جي سزا لهندا." (سورت انعام آيت 120)

"اهي جيڪي بيهودين خواهشن کان پاسو ڪندا آهن، اهي جيڪي زڪوات ڏيندا آهن ...... نماز قائم ڪندا آهن ...... اهي جيڪي پنهنجين امانتن ۽ واعدن جو پاس رکندڙ آهن ..... اهي ئي آهن جيڪي فردوس جا وارث ٿيندا." (سورت مؤمنون 3کان 11)

"ماءُ پيءُ سان چڱو سلوڪ ڪريو، جيڪڏهن انهن مان هڪڙو يا ٻئي پوڙهائپ کي پهچي وڃن تہ انهن کي اف بہ نہ چئو ۽ انهن کي ڇڙب نہ ڏيو پر انهن سان تعظيم ۽ پيار سان ڳالهايو." (سورت بني اسرائيل آيت 23)

"۽ مائٽن کي سندن حق ڏيو ۽ مسڪين ۽ مسافر کي (پڻ) ۽ اجايو خرچ نہ ڪريو." (سورت بني اسرائيل آيت 26)

"پنهنجو هٿ پنهنجي ڳچي سان ٻڌي نہ رکو ۽ نہ ئي پوري طرح سان ايترو کوليو جو توهان پاڻ فقير ۽ محتاج ٿي وڃو." (سورت بني اسرائيل آيت 29)

"منهنجن ٻانهن کي فرماءِ اها ڳالهہ چون جيڪا سڀ کان چڱي هجي." (سورت بني اسرائيل آيت 53)

"بري (ڳالهہ) کي بهتر چڱائي سان دفع ڪر." (سورت مؤمنون آيت 96)

"قيامت جي ڏينهن انصاف جون تارازيون رکنداسين پوءِ ڪنهن ساهہ تي ظلم ڪونہ ٿيندو ۽ جيڪڏهن ڪا شئي سرنهن جي داڻي جيتري هوندي تہ اها بہ اسان آڻينداسين ۽ اسان حساب جا پڪا آهيون." (سورت الانبياء آيت 47)

"پنهنجي رب کان معافي وٺو پوءِ ان ڏانهن رجوع ڪريو بيشڪ منهنجو رب مهربان محبت ڪرڻ وارو آهي." (سورت هود آيت 90)

"توهان جي رب فرمايو مون کان دعا گهرو تہ مان قبول ڪندس." (سورت مؤمن آيت 60)

"تو فرماءِ اي منهنجا ٻانهو جن پنهنجو پاڻ تي زيادتي ڪئي الله جي مهرباني کان نااميد نہ ٿيو بيشڪ الله سمورا گناهہ بخشي ٿو بيشڪ اهو مهربان بخشڻهار آهي." (سورت زمر آيت 53)

"انهيءَ جي طرف چڙهي ٿو پاڪ ڪلام ۽ جيڪو نيڪ ڪم آهي ان کي اهو بلند ڪري ٿو." (سورت فاطر آيت 10)

"تو فرماءِ منهنجي رب تہ بي حيائيون حرام ڪيون آهن چاهي ظاهر هجن چاهي لڪل، ۽ گناهہ ۽ ناحق زيادتي (ڪي پڻ)." (سورت اعراف آيت 33)

"پنهنجي رب کان عاجزي سان ۽ آهستي دعا گهرو بيشڪ حد لنگهندڙ ان کي پسند ڪونہ آهن ۽ زمين ۾ فساد نہ ڦهلائيو ان ۾ سڌارو اچڻ بعد ۽ ان کان دعا گهرو ڊڄندي ۽ اميد رکندي بيشڪ الله جي رحمت نيڪن کي ويجهڙو آهي." (سورت اعراف آيت 55ء56)

"۽ اسان انسان کي حڪم ڪيو تہ پنهنجي ماءُ پيءُ سان ڀلائي ڪري سندس ماءُ کيس پيٽ ۾ رکيو تڪليف سان ۽ کيس ڄڻيائين تڪليف سان ...... ان عرض ڪيو اي منهنجا رب منهنجي دل ۾ همٿ ڏي تہ مان تنهنجي نعمت جو شڪر ادا ڪريان جيڪا تو مون تي ۽ منهنجي ماءُ پيءُ تي ڪئي ۽ مان اهي ڪم ڪريان جيڪي توکي وڻن ۽ بهتري ڪر منهنجي واسطي منهنجي اولاد ۾ بيشڪ مان تنهنجي طرف رجوع ڪيم." ( احقاف آيت 15)

"انهن لاءِ انهن جي رب وٽ هڪڙو سلامتي وارو گهر آهي، انهي صحيح طرز واري عمل جي ڪري جيڪو انهن اختيار ڪيو اهو (الله) انهن جو سرپرست آهي." (سورت انعام آيت 127)

"يقينن اهي ماڻهو بدبخت آهن جن ناداني ۽ جهالت ڪري پنهنجي اولاد کي قتل ڪيو ۽ الله انهن کي جيڪو رزق ڏنو هيو ان لاءِ الله تي ڪوڙ هڻي ان کي حرام ڪري ڇڏيائون، اهي ماڻهو ڀٽڪي ويا ۽ سڌي رستي تي نہ هليا." (سورت انعام آيت 140)

”جيڪي پنهنجو مال الله جي واٽ ۾ خرچ ڪندا آهن انهن جو مثال ان داڻي وانگر آهي جنهن مان ست سنگ ڦٽا هر سنگ ۾ سَوَ داڻا . الله ان کان بہ زيادہ وڌائي ٿو جنهن لاءِ گهري، ۽ الله وسعت وارو علم وارو آهي. جيڪي ماڻهو پنهنجو مال الله جي واٽ ۾ خرچ ڪندا آهن ۽ ڏني پٺيان نہ ٿورو جتائين ۽ نہ تڪليف ڏين انهن جو اجورو سندن رب وٽ آهي ۽ انهن کي نہ ڪو ڊپ آهي ۽ نہ غم. چڱي ڳالهہ چوڻ ۽ درگذر ڪرڻ ان خيرات کان ڀلو آهي جنهن پٺيان ستائڻ هجي.“ (سورت بقر آيت 261کان263)

”الله ڪنهن جان تي سندس طاقت کان وڌيڪ بار ڪونہ رکندو آهي، سندس ڀلو آهي جي چڱو ڪيائين ۽ سندس نقصان آهي جي برائي ڪيائين، اي اسان جا رب اسان جي پڪڙ نہ ڪر، جيڪڏهن اسان وساريون يا غلط ڪري ويهون، اي اسان جا رب اسان تي ڳرو بار نہ رک جهڙو(يا جيئن) تو اسان کان اڳين تي رکيو هو اي اسان جا رب اسان تي اهو بار نہ وجهہ جنهن جي اسان کي طاقت نہ هجي ۽ اسان کي معاف فرماءِ، ۽ بخش ڪر، ۽ اسان تي مهر فرماءِ.“ (سورت بقر آيت 286)

”اهي صبر وارا سچار ادب وارا ۽ خدا جي راهہ ۾ خرچ ڪرڻ وارا آهن جيڪي رات جي پوئين پهر ۾ معافي گهرندا آهن.“ (سورت آل عمران آيت 17)

”جيڪي الله ڪارڻ ڏک سک ۾ خرچ ڪندا آهن ۽ ڪاوڙ کائي ويندا آهن ۽ ماڻهن جي ڏوهہ کي معاف ڪندا آهن، اهي ڀلارا ٻانها الله کي پيارا آهن.“ (سورت آل عمران آيت 134)

”..... اي اسان جا پالڻهار تون اسان جا گناهہ بخش ۽ اسان جون مدايون ميٽ ۽ ڀلارن سان اسان جو موت ڪر.“ (آل عمران آيت 193)

"پوءِ انهن جي پالڻهار سندن دعا قبول ڪئي تہ آءُ اوهان مان عمل ڪندڙ مرد يا عورت جي محنت ڪونہ وڃائيندو آهيان. اوهان پاڻ ۾ هڪ ٻيو." (سورت آل عمران آيت 195)

"انسانو پنهنجي رب کان ڊڄو جنهن جو واسطو ڏئي توهان هڪٻئي کان پنهنجا حق گهرندا آهيو ۽ رشتن جو لحاظ رکو." (سورت نساء آيت 1)

"انهن عورتن سان نڪاح نہ ڪريو جيڪي توهان جي پيءُ جي نڪاح ۾ رهيون هجن ...... بيشڪ اهو بي حيائي ۽ ڏمر جو ڪم آهي." (سورت نساء آيت 22)

"...... الله توهان مان ڪنهن کي گهڻو ڏنو آهي تہ ان جي سَڌَ نہ ڪريو." (سورت نساء آيت 32)

"ماءُ پيءُ سان ڀلائي ڪريو ۽ مائٽن، ۽ يتيمن ۽ محتاجن ۽ ويجهي پاڙي وارن سان ۽ پري پاڙي وارن سان ۽ پاسي جي ساٿي ۽ مسافر سان ۽ پنهنجي ٻانهي ۽ غلام سان پڻ ڀلائي ڪريو بيشڪ الله کي پاڻ پڏائيندڙ ۽ وڏائي ڪندڙ پسند ڪونہ آهي." (سورت نساء آيت 36)

"جيڪو چڱي سفارش ڪندو ان جي واسطي ڀلائي جو حصو ۽ جيڪو برائي جي سفارش ڪندو اهو برائي جو حصو لهندو الله هر شئي تي قادر آهي." (سورت نساء آيت 85)

"اي ايمان وارو انصاف تي قائم رهو ۽ خدا ڪارڻ سچي شاهدي ڏيو چاهي ان ۾ توهان جو يا توهان جي پيءُ ماءُ جو يا مائٽ جو نقصان هجي، دولتمند هجي يا مسڪين. بهرحال الله کي ان بابت سڀ کان وڌيڪ اختيار آهي تنهن ڪري سَڌُن پٺيان نہ لڳو ورنہ حق جي راهہ کان ڀٽڪي ويندا." (سورت نساء آيت 135)

ڇا رڻ پٽ واري علائقي ۾ جاول انهي نبيءَ جون تبليغون جيڪو هڪڙي گهڻي وسيع دنيا ۽ زيادہ ترقي يافتہ انساني لڏي

سان مخاطب هيو پنهنجي ڳالهائڻ جي اخلاقي انداز ۾ سچائي، نيڪي ۽ پاڪائي لاءِ پنهنجي جاکوڙ ۽ آرزو ۾ حضرت اشعياه (Isaiah) عليہ السلام جي تنبيهن يا "حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي دل ڏوڏيندڙ التجائن" کان گهٽ وزندار هيون؟

پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ علہ وآلہ وسلم غريب ۽ يتيم هيا. ڏرتي تي مسڪيني حال ۾ گذاريندڙ ماڻهو هيا. شروع حياتي ۾ ئي پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي شفقت کان محروم ٿي ويا هيا. انهن انسانن کي ڏسي هميشه سندن دل کي جهڄو ايندو هيو. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم وري وري اهو اعلان ڪندا هياتہ يتيمن ۽ غريبن جي مدد ڪرڻ ۽ قيدين ۽ غلامن کي آزاد ڪرائڻ ئي خدا کي راضي ڪرڻ جو رستو آهي. سندن همدردي ۽ محبت صرف پنهنجي جنس وارن انسانن تائين محدود ڪونہ هئي، پر ٻيا ساهوارا بہ انهي همدردي ۽ رحمدلي ۾ شريڪ هيا.

"هڪڙي ڏينهن هڪڙو ماڻهو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ آچي حاضر ٿيو. ان وٽ هڪڙي ڳنڙي هئي. عرض ڪيائين 'يا رسول الله مان هڪڙي وڻ وٽان گذريس تہ ننڍڙن پکين جو آواز ٻڌو مون انهن کي کڻي پنهنجي هڙ ۾ بند ڪيو ۽ انهن جي ماءُ منهنجي مٿان لامارا ڏيندي پنيان لڳي پئي اچي.' رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو 'انهن کي ڪيڍي ٻاهر ڪر.' جڏهن ان ماڻهوءَ ٻچن کي ڪيڍي ٻاهر رکيوتہ ماءُ هڪدم اچي انهن ٻچن سان ملي. پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو 'ماءُ کي پنهنجن انهن ٻچن سان جيڪا محبت آهي، ڇا توکي اهو ڏسي عبرت ٿئي ٿي؟ مون کي ان مالڪ جو قسم آهي جنهن مون کي هتي رسول ڪري موڪليو آهي، تہ جيتري محبت ماءُ کي پنهنجن انهن ٻچن سان آهي ان جي مقابلي ۾ الله تعاليٰ کي پنهنجن ٻانهن سان تمام گهڻي محبت آهي. انهن ٻچن کي جتان

ڪٽي آيو آهين اتي واپس ڇڏي اچ.“ حضورجن هدايت ڪيس ”جانورن جي باري ۾ خدا جو خوف ڪندو ڪر. يقين ڪريوتہ گگدام جانورن کي ڪاڏو ڪارائڻ ۽ انهن کي پاڻي پيارڻ جي بدلي اسان لاءِ خدا جا انعام آهن. انهن تي صرف ان وقت سواري ڪريو جڏهن سواري جي قابل هجن. جڏهن ٿڪل هجن تہ انهن جي پٺي تان لهي پئو.“

قرآن شريف ۾ آيو آهي تہ الله تعاليٰ جي نظر ۾ حيواني زندگي جوبہ اهڙو قدر آهي جيترو انساني زندگي جو آهي. قرآن شريف هدايت ڪري ٿو:”زمين تي هلندڙ ڪي بہ چوپايا ۽ هوا ۾ اڏامندڙ ڪي بہ پکي اهڙا ڪونہ آهن جيڪي توهان وانگر هڪڙي امت نہ هجن, اهي سڀ پنهنجي خدا ڏانهن موٽندا.“ (انعام آيت 38)

عيسائي دنيا کي پاڻ ۾ جانورن لاءِ احساس همدردي پيدا ڪرڻ ۾ صديون لڳيون. عيسائي قومن ۾ جانورن سان نرمي ۽ انسانيت وارو سلوڪ ڪرڻ جو خيال پيدا ٿيڻ کان گهڻو زمانو اڳ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پرزور لفظن ۾ انهن فرضن جو اعلان ڪيو جيڪي انسانن تي پنهنجن گگدام جانورن ۽ بيوس خدمتگارن جي باري ۾ عائد آهن. مذهبي عقيدي ۾ نرمي وارن ۽ پيار ۽ محبت سان پريل انهن هدايتن تي اسلامي دنيا ۾ روزمره واري زندگي ۾ وڏي خلوص سان عمل ڪيو ويندو آهي.

باب ٻيو

# اسلام جو مذهبي روح

قُل لِمَن مَا فِي السَّموات وَالأرضِ قُل لله ڪَتَبَ عَلىٰ نَفسِهِ الرَّحمةَ
(اي پيغمبر ڪائنن پڇا ڪر تہ جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهي سو ڪنهن جو آهي؟ چئوتہ الله جو آهي جنهن پاڻ تي رحم ڪرڻ پاڻ لاءِ لازمي ڪري ڇڏيو آهي. سورت انعام آيت 12)

.............................................

قُل تَعَالوا أتلُ مَا حَرَّمَ رَبُّڪُم عَلَيڪُم ألا تُشرِڪُوا بِہِ شيئا وَبِالوالِدين اِحسَانا وَلا تَقتُلُوا اَولادَڪُم مِّن اِملاق نَحن نَرزُقُڪُم وَاِيّاهُم وَلا تَقرَبُوا الفَوَاحِشَ مَا ظَهر مِنهَا وَمَا بَطَنَ وَلا تَقتُلُوا النَّفسَ لَتِي حَرَّمَ اللهُ اِلا بِالحَق ذالِڪُم وَصٰڪُم بِہِ لَعَلَّڪُم تَعقِلُون 0 وَلا تَقرَبُوا مَالَ اليَتِيم اِلا بِالَّتِي هِيَ اَحسَنُ حَتيٰ يَبلُغَ اَشُدَّهٗ وَاَوفُوا الڪَيل وَالمِيزان بِالقِسط لانُڪَلِفُ نَفسا اِلا وُسعَهَا وَاِذا قُلتُم فَاعدِلُوا وَلَوڪَانَ ذا قُربيٰ وَبِعَهدِالله اَوفُوا ذالِڪُم وَصٰڪُم بِہِ لَعَلَّڪُم تَذَڪَّرُون0[1]

.............................................

سچي مذهبي روح کي برقرار رکڻ لاءِ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجن فرمانن ذريعي ڪجهہ عملي فرضن جي نشاندهي ڪئي، جن مان هي مکيہ آهن (1) نماز پڙهڻ (2) روزا رکڻ (3) خيرات/ زڪوات ڏيڻ (4) حج ڪرڻ.

انسان جي اندر ۾ هڪڙي عظيم هستي، قادر مطلق، جي باري ۾ جيڪو شعور آهي، فطرت سان دائمي تڪرار ۾ ان کي پنهنجي بي وسي جو جيڪو احساس آهي، ان جي دل ۾ خدا جي احسانن جو جيڪو احساس آهي، انهن سيني ڳالهين انسان جي پنهنجي دل ۾ اڏما ڏيندڙ جذبن کي محبت ۽ شڪرگذاري جي لفظن ۾ ظاهر ڪرڻ ۽ "احد"

---

[1] سورت انعام آيت 152 ۽ 153. هنن آيتن جي معنيٰ متن ۾ صفحي 349تي ڏسو.

جيڪو هر وقت سجاڳ ۽ ٻاجهارو آهي، جي آڏو توبهه ڪرڻ ۽ التجا ڪرڻ لاءِ رهنمائي ڪئي. عبادتون صرف انهن جذبن جي احساس جو عملي اظهار آهن جيڪي انسان جي دل ۾ پريا پيا آهن. ليڪن، اهي سيئي جذبا، انسان جي ارتقا جي اعليٰ مرحلي جي پيداوار آهن. جيڪڏهن التجا ۽ دعائن سان مطلب پورو ڪونه ٿو ٿئي ته جاهل ماڻهو پنهنجي معبود بت تي چوهه ڇنڊڻ لڳي ٿو پر هر ان مذهبي دستور ۾ جنهن ۾ ٿورو به فطري عنصر موجود آهي، ته ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ عبادت جي تاثير کي تسليم ڪيو ويو آهي. ليڪن گهڻن مذهبن ۾ اعجازي اوصاف اخلاقي اوصاف مٿان غالب رهي ٿو. ڪن حالتن ۾ ته اخلاق جو خيال ئي اڻ لڀ هوندو آهي.

هندن جي ابتدائي پوڄا ٻن عملن واري نموني تي مشتمل هئي، يعني هڪڙي پرارٿنا(پوڄا پاٺ) ۽ ٻي قرباني ڪرڻ ۽ خير خيرات ڪرڻ. مذهبي سوچ جي شروعاتي مرحلي ۾ ديوتائن لاءِ اهو عقيدو هوندو آهي ته انهن ۾ انسانن وانگر ساڳيون شهوتي خواهشون ۽ جذبا هوندا آهن؛ تنهن ڪري جڏهن انسان کي مادي فائدي جي ضرورت آهي ته ديوتائن کي به خوش ڪرڻ لاءِ نذرنياز جي ضرورت هوندي آهي. ان عقيدي جو اظهار رگويد جي ٻراٿن، ڀُڄنن ۽ حمديه ترانن ۾ وري وري ڪيو ويو آهي. مذهبي نظرين جي اوسر سان گڏ اهو امڪان آهي ته گهٽ ۾ گهٽ وڏيڪ مُهذب ۽ سمجهو ذهن جي ماڻهن ۾ قرباني ۽ نذرنياز پيش ڪرڻ جي مطلب ۽ مقصد ۾ گهڻي تبديلي ٿي وئي هوندي پر جيئن جيئن مذهبي پروهتن جو ٽولو جنهن وراثت ۾ وڏن کان منتقل ٿيندڙ "ڳجهي خاصيت" رکڻ جي دعوا ٿي ڪئي، پنهنجي اثررسوخ ذريعي ماڻهن جي ذهنن کي قابو ڪندو ويو ائين برهمڻيت هڪڙي اهڙي ڏرم جي قطعي شڪل اختيار ڪندي وئي جنهن جو بنيادي عمل قرباني ڪرڻ هيو. سخت ۽ نه بدلجندڙ قاعدي موجب قرباني صرف مذهبي پيشوا يعني پنڊت جي هٿاران پيش ٿي پئي سگهي؛ جڏهن پنڊت منتر پڙهندو هيو ۽ مذهبي رسمن کي بغير ڪنهن مذهبي احساس يا جذبي جي هڪڙي مشيني انداز ۾ انجام ڏيندو هيو ته قرباني پيش ڪرڻ وارو پوڄاري پرسان بيهي پنهنجي پاران پيش ٿيندڙ قرباني جو خاموشي سان تماشو ڏسندو رهندو هيو. پوڄا پاٺ جي منترن ۾ يا

رسمي طريقي ۾ معمولي غلطي بہ ٿي ويندي هئي تہ سمورو عمل( قرباني ۔پوڄا) ضايع ٿي ويندو هيو. بهرحال گمان آهي تہ مذهبي عقيدت ضرور موجود هئي ورنہ ڀڳونت گيتا جي ترتيب ڪونہ ٿي سگهي ها. پر مجموعي طور تي ماڻهن لاءِ عبادت صرف نذرنياز ۽ ٻليدان پيش ڪرڻ جو هڪڙو ڪليل دستور ٿي وئي هئي، جنهن جو انحصار پوڄاري جي انفرادي اخلاقي معيار تي ڪونہ هيو جيترو پنڊت جي اهليت تي هيو. پوڄاري لاءِ صرف ايترو ضروري هيو تہ اهو مذهبي رسمن کي مجي ۽ ڌرم جي لحاظ ۾ دلي طور صاف هجي.

مجوسي زرتشت ۽ صابئي عبادت جي ماحول ۾ زندگي گذريندا هيا. زرتشت ڇڪ (نيچ) اچڻ وقت، پنهنجا ننهن يا وار ڪترائڻ وقت، ڏينهن ۾ يا رات جو ڪاڏو پچائڻ وقت، ۽ بتيون ٻارڻ وقت ڪانہ ڪا دعا يا وضيفو پڙهندا رهندا هيا. پهريائين تہ ارمزد (هرمزد) کي ٻاڪاريندا هيا ۽ پوءِ نہ صرف آسمان، زمين، قدرتي شيون ۽ تارا، پر وڻ ٽڻ، خاص طور تي سوم[1] نالي سان سڏجندڙ وڻ، جانورن ۽ پکين کي بہ دعائن ۾ مخاطب ٿيندا هيا. مقرر ٿيل وضيفن مان ڪجھ اهڙا هيا جن کي ٻارهن سو دفعا ورجايو ويندو هيو.[2] ڪجھ سٺن ماڻهن جو اخلاقي خيال ڪيترو بہ معياري ڇونہ هجي پر عام ماڻهن جي ذهنن مان مڪمل طور نڪري ويو هيو. بلڪ سچ تہ اهو آهي تہ غير معمولي ذهن رکندڙ ماڻهن کي جيڪا روحاني زندگي نصيب هئي ان تي بہ مذهبي انتظاميہ وارن طرفان اجاراداري قائم هئي. خصوصي تقدس جي ديوارن ڪري جن مذهبي پيشوائن کي عام ماڻهن کان الڳ ٿي رکيو عام ماڻهو سيني اعليٰ

---

[1] سنسڪرت ۾ ان کي سوم (سوما) ۽ زيند (Zend) ٻولي ۾ ان کي هوم (هوما) يا هئوما (هائوما) سڏيو وڃي ٿو.

[2] ڏسو ڊولنجر (Dollinger) جو ڪتاب "دي جينٽائيل اينڊ دي جيو" ( The Gentile and the Jew) جلد پهريون. زينڊ اويستا خود دعائن، حمديہ ترانن، ۽ مناجاتن وغيره جو هڪ وڏو خزانو آهي، جن جو خطاب لا تعداد خدائن ڏانهن آهي، جن منجهان ارمزد (هرمزد) پهرين درجي تي آهي. دراصل اهو عام عبادتي دعائن جو هڪڙو ڪتاب آهي. ان کان علاوه ڪلئرڪ(Clarke) جو ڪتاب "ڏھ عظيم مذهب"(Ten Great Relegions) پڙ ڏسو.

نمونيِ وارين روحاني خوشين کان محروم هيا. اوفچين (اوفسي Ophici) وانگر مجوسين جي عبادت جا به نمونا هيا يا اجان به ائين چئجي ته پوڄا جي شين کي سمجهڻ جا به طريقا هيا، هڪڙو باطني جيڪو خاص طور تي مذهبي پيشوائن جي جماعت لاءِ مخصوص هيو ۽ ٻيو ظاهري يا عوامي جنهن ۾ عام ماڻهو به شامل ٿي سگهندا هيا.[1]

موسوي شريعت ۾ دعا جي باري ۾ ڪي ضابطا شامل ڪونه هيا، مناجات، حمد ۽ ثنا جا ڪي قاعدا هيا ته صرف پادرين کي ڪمائي جو ڏهون حصو ادا ڪرڻ جي باري ۾، ۽ پهريني اولاد جي آڇڻ جي جيڪا مقامي رسم مقرر هئي ان جي باري ۾. گهر جو وڏو شريعتي احڪامن جي فرمانبرداري ۾ پنهنجي ٻار کي پيش ڪرڻ جي بدلي ۾ اجر لاءِ يهودا (Jehovah) کان بني اسرائيل جي حق ۾ برڪت ۽ رحمت جي التجا ڪندو هيو ان (يهودا) جنهن جو واعدو انهن جي وڏن سان ڪيو هيو.[2] پر جڏهن آهستي آهستي عوام ۽ اوستادن جي ذهن منجهه خدا جي باري ۾ وڌيڪ روحاني تصور ايرڻ لڳو ۽ تشبيهيت (Anthropomorphism) يعني مجسم خدا واري عقيدي جي شدت ۾ گهٽتائي اچڻ لڳي ته ماڻهن کي خدا ۽ انسان جي وچ ۾ رابطو پيدا ڪندڙ ذريعي طور عبادت جي حقيقي خاصيت سمجهه ۾ اچڻ شروع ٿي وئي. ڊولنجر (Dollinger) جي چوڻ مطابق "شريعت ذريعي اظهار جي ڪنهن به ضابطي جي غير موجودگي ۾ ريتن ۽ رسمن آخرڪار يهودين کي عبادت ڪرڻ واري قوم بڻائي ڇڏيو."[3] روزانو ٽي ڪلاڪ (مطلب نوين بجي، ٻارهين بجي ۽ ٽين بجي) عبادت جي مشقن لاءِ مخصوص ڪيا ويا. ليڪن، پادرين جي ضرورت ۽ خود صاحبِ شريعت جي ڪنهن مثبت عملي مثال جي غير موجودگي، انهن ٻنهي ڳالهين گڏجي عبادت کي ڪيترن معاملن ۾ ماڻهن جي اڪثريت ۾ بس هڪڙي رسمي رجحان وارو عمل ڪري ڇڏيو. حضرت عيسيٰ عليه السلام جي زماني ۾ يهودين ۾ جزوان (چمڙي

---

[1] ڊسو ريلنڊ (Reland) جو ڪتاب "ڊيزرٽيشن مسليني" ( Dessertationes Miscellanae) جلد پهريون. شهرستاني.

[2] ديوٽيرونامي (Deuteronomy. Xxvi, 12_15).

[3] ڊولنجر (Dollinger) جلد ٻيو صفحو 372.

۾ بند ٿيل تعويذن) جو عام استعمال هيو انهن تعويذن ۾ توريت ۽ زبور جون عبارتون لکيل هونديون هيون. جن کي يهودي عبادت ڪرڻ وقت پيشاني تي يا ڏوري ۾ ٻڌندا هيا. انهن تعويذن جي خريد و فروخت عام هئي. تنهن ڪري قرآن شريف"الله تعاليٰ جون آيتون وِڪڻ" ڪري يهودين جي سخت لفظن ۾ نندا ڪري ٿو: "...... منهنجي آيتن جي بدلي ٿورو ملهه نـ وٺو ۽ مون کان ئي ڊڄو." (سورت بقر آيت 41)

حضرت عيسيٰ عليہ السلام جون تعليمات جيڪي انسان جي مذهبي لياقتن جي اوسر جي هڪڙي بعد واري مرحلي جي نمائندگي ڪن ٿيون، عبادت جي صحي طريقي کي پيش ڪن ٿيون. ان پنهنجي ذاتي مثال سان عبادت جي ادائگي کي سنجيدو بڻايو.[1] ان جي اوائلي حوارين پنهنجي نبي جي تعليم ۾ ساڳي جوش سان الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪرڻ ۽ دلي عبادت ڪرڻ جي عادت تي گهڻو زور ڏنو.[2] پر وقت جي وهڪري ۾ ماڻهن جي رهنمائي لاءِ ڪنهن پڌري طور مقرر ٿيل ضابطي جي کوٽ انهن کي مذهبي عملن ۽ وضائف جي معاملي ۾ ڇڙواڳ ڪري ڇڏيو ۽ اهي پادرين جي ڳيجهپي هيٺ اچي ويا. جن عبادتن جي اصلاحات، ديگهه ۽ تعداد جي ضابطي کي پنهنجي اجاراداري ڪري ڇڏيو هيو. تنهن ڪري نتيجي ۾ دعائن جا ڪتاب، عام عبادت جا طريقا، دين جي فقرن جي صحي ۽ غلط معاملن کي نبيرڻ لاءِ ڪائونسلن جون گڏجاڻيون ۽ عام جلسا منعقد ٿيا، راهب طرفان مشيني انداز واري سُر سان پڙهجندڙ وضيفا ۽ هفتي ۾ هڪڙي ڏينهن تي چيپل (Chappel) ۽ گرجائن ۾ هفتيوار ميڙاڪو جڏهن اهو هفتي جي باقي ڏينهن جي روحاني بُک جو پورائو ڪندو هجي، ان کان علاوه اهو "بزرگ پادري" (پريسبيٽر Presbyter) جيڪو شروع ۾ تہ محض هڪڙو "خادم" هوندو هيو[3] پر آهستي آهستي پاڻ کي حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي "روحاني ورثي جو مالڪ" سمجهڻ لڳو اهي سڀ ان جو نتيجو آهن.

---

[1] لوقا باب 9( Luke ix,1_4

[2] ڏسو Eph vi, 18; Col.i, 12 et seq

[3] موشيم(Mosheim) جلد پهريون، صفحو 99.

جڏهن رسولِ عربي صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ستين عيسوي صدي ۾ هڪڙي اصلاحي مذهب جي تبليغ ڪرڻ شروع ڪئي تہ اهي سڀ خرابيون پنهنجي عروج تي پهچي ويون هيون. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم نماز جي عملن کي قائم ڪندي انهي ڳالھ جو اعتراف ڪيوتہ انساني دل ۾ خدا آڏو پنهنجي محبت ۽ شڪرگذاري جو اظهار ڪرڻ لاءِ بيتاب تمنا هوندي آهي. نماز جا وقت مقرر ڪرڻ سان پاڻ عبادت جي ادائگي واري عمل تي نظم وضبط جو اهڙو ڪردار ڇنيائون جيڪو سوچن کي مادي دنيا[1] ۾ ڀٽڪڻ کان پري ٿو رکي. پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي سنت ۽ مثال جي ذريعي جيڪي قاعدا قائم ڪيا انهن هڪ طرف اسلامي دنيا کي عبادت جي طور طريقن جي باري ۾ بحث ۽ مناظرا ڪرڻ کان بچايوتہ ٻئي طرف فرد لاءِ قادرمطلق آڏو خشوع ۽ خضوع سان سر جهڪائڻ جي پوري گنجائش ڇڏي

دل جي پاڪائي ۽ اخلاقي بلندي جي وسيلن طور نماز جي اهميت کي قرآن شريف ۾ چٽي نموني بيان ڪيو ويو آهي.

"تلاوت ڪيو ان ڪتاب جي جيڪو توهان(محمّد) تي وحي ذريعي نازل ڪيو ويو آهي ۽ نماز قائم ڪر. يقينن نماز خراب ۽ بڇڙن ڪمن کان روڪي ٿي ۽ بيشڪ الله جو ذڪر سڀ کان وڏي ڳالھ آهي." (سورت عنڪبوت آيت 45)

پيغمبرصلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت ۽ مثال ذريعي جيڪي دعائون ۽ ورد وضيفا روايت ٿيل آهن انهن جي خوبصورتي قرآني تعليمات جي اخلاقي عنصر جي خوبصورتي جو آئينو آهي.

"اَللّٰهُمَ اِنّي اَسئَلُڪَ الثّباتَ فِي الأمرِ والعَزِيمَتِ علي الرّشدِ وَاَسئَلُڪَ شُڪر نِعمَتِڪَ وحُسنِ عِبادَتِڪَ وَاَسئَلُڪَ قَلبًا سَلِيمًا وّلِسَانًا صَادِقًا وَاَسئَلُڪَ مِن خَيرِ مَا تَعلَمُ وَاَعُوذُبِڪَ مِن شَرِّ مَا تَعلَمُ وَاَستَغفِرُڪَ لِما تَعلَمO" اي الله مان توکان دين ۾ ثابت قدمي گهران ٿو ۽ توکان هدايت وٺڻ جو ارادو رکان ٿو ۽ توکان تنهنجين نعمتن جو شڪر ادا

[1] اولسنر(Oelsner) جو ڪتاب "ڊيس افيٽس ڊي لا رليجن ڊي محمّد" ( Des Effets de la Religion de Muhammad)، صفحو 6

ڪرڻ جي توفيق ۽ سٺي عبادت جي تمنا ڪريان ٿو ۽ توکان سالم دل(قلب) ۽ سچي زبان جو سوال ڪريان ٿو ۽ توکان اها ڀلائي گهران ٿو جنهن کي تون ڄاڻين ٿو ۽ ان برائي کان پناهہ گهران ٿو جيڪا توکي معلوم آهي ۽ معافي گهران ٿو انهن گناهن کان جن جي توکي خبر آهي. (مشڪوات شريف)

"اَللّٰهُمَ اَعِنِّي عليٰ ذِڪرِڪَ وَشُڪرِڪَ وَحُسنِ عِبادَتِڪَ0" "اي مالڪ پنهنجي ذڪر، پنهنجي شڪر، ۽ پنهنجي بهترين عبادت ۾ منهنجي مدد فرماءِ. (مشڪوات شريف)

"اَللّٰهُمَ اِنِّي ظَلَمتُ نَفسِي ظُلمًا ڪَثيرًا وَّلا يَغفِرُ الذُّنُوبَ اِلا اَنتَ فَاغفِرلِي مَغفِرتَ مِن عِندِڪَ وَارحَمنِي اِنَّڪَ اَنتَ الغَفُورُ الرَّحِيم0" اي الله مون پنهنجي نفس تي ظلم ڪيو وڏو ظلم ۽ توکان سواءِ گناهن کي بخشڻ وارو ڪوئي نہ آهي، تون مون کي بخش ڪر ۽ مون تي رحم ڪر، تون بخشڻ وارو ۽ رحم ڪرڻ وارو آهين."

هڪڙي ٻي روايت ڪيل دعا جيڪا دعاءِ دائودي جي نالي سان مشهور آهي، اها هي آهي: "اي الله مون کي توفيق عطا ڪر تہ مان توسان محبت ڪريان ۽ انهن سان محبت ڪريان جيڪي توسان محبت ڪندا آهن، مون کي ان جي توفيق عطا ڪر تہ مان اهڙا ڪم ڪريان جيڪي توکي پسند آهن ۽ تنهنجي محبت کي پنهنجي جان، گهرٻار، مٽن مائٽن، مال دولت جي محبت کان وڌيڪ قيمتي سمجهان." (تفسير جلالي)

خليفي حضرت علي عليہ السلام جون هيٺيون ٻہ دعائون پاڻ ارپڻ واري عبادت ۾ انتهائي اوچي روحاني ڪيفيت کي پڌرو ڪن ٿيون.

"منهنجي مالڪ جو شڪر آهي؛ اهوئي عبادت جي لائق آهي، ۽ فقط ان جي عبادت ڪرڻي آهي. منهنجو مالڪ، ازلي، ابدي، سدائين رهڻوارو، ٻاجهارو، حقي حاڪم، جنهن جو رحم ۽ قدرت ڪائنات تي ڇانيل آهن؛ دنيا جو نگهبان ۽ ڪائنات جي روشني آهي. اسان ان جي بندگي ڪريون ٿا، سيئي عبادتون ان کي سونهن ٿيون. اهو هر شي کان اڳ موجود هيو ۽ هر شي جي فنا ٿيڻ کان پوءِ بہ اهوئي موجود هوندو. منهنجا مولا، تون ئي معبود آهين. تون ئي مالڪ آهين. ٻاجهہ ڪندڙ ۽ معاف ڪندڙ آهين. جنهن کي وڻي تون طاقت ۽ عزت ڏين ٿو تون جنهن

ڪي وقار بخشين ان کي ڪير بہ ذليل ڪري نٿو سگهي، ۽ جنهن کي تون خوار ڪرين ان کي ڪير بہ مانائتو ڪري نٿو سگهي. منهنجا مالڪ، تون ابدي، سڀني جو خالق، عقلِ ڪل، قادر مطلق آهين، توکي هرشئي جي ڄاڻ آهي، تنهنجي رحمت سڀني لاءِ عام آهي، تنهنجو رحم ۽ بخشش سڀني کي گهيرو ڪندڙ آهن. اي منهنجا مالڪ، تون ئي ڏکويلن جو مددگار، ڏکن کي دور ڪندڙ ۽ مايوس دلين جو سهارو آهين. تون پنهنجي ٻانهن جي مدد لاءِ هر هنڌ حاضر آهين. تون سڀني رازن ۽ سڀني ارادن جو ڄاڻيندڙ آهين، هر محفل ۾ موجود آهين، تون اسان جي سڀني حاجتن کي پورو ڪندڙ سڀئي نعمتون بخشيندڙ ۽ تون ئي مسڪين ۽ محتاج جو ساٿي آهين، منهنجا مالڪ، تون ئي منهنجو سهارو آهين، جيڪي توکي مدد لاءِ ٻاڏائين ٿا تون انهن سڀني جو پرجهلو آهين. تون ئي ڪمزور جو آسرو آهين، تون ئي سچي ۽ پرهيزگار جو هڏوڙوڪي آهين. اي منهنجا مالڪ، تون منهنجو پرجهلو، منهنجو مددگار ۽ اهي سڀئي جيڪي توکي ٻاڏائين ٿا، انهن جو مدد گار آهين. .......... اي منهنجا مالڪ، تون ئي خالق آهين، مان هڪڙي ڪمزور مخلوق آهيان، تون ئي منهنجو آقا آهين، مان تہ بس تنهنجو هڪڙو ٻانهو آهيان، تون مدد ڪندڙ ۽ مان ليلائيندڙ آهيان. منهنجا مالڪ، تون ئي منهنجي پناهہ آهين، تون ئي بخشڻهار آهين، مان گناهگار آهيان، منهنجا مالڪ، تون رحمان و رحيم، سڀ ڪجهہ ڄاڻندڙ (عليم)، ۽ وڏو ٻاجهارو آهين، مان اونداهي ۾ هٿوراڙيون هڻندڙ آهيان، مان تنهنجي رحم ۽ هدايت جو طلبگار آهيان. منهنجا مالڪ، مون تي هدايت، ٻاجهہ ۽ رحم جي پالوٽ ڪر، منهنجا مالڪ، منهنجون خطائون بخش: ۽ منهنجا مالڪ، مون کي تون پاڻ ڏانهن رجوع ڪرڻ لاءِ رهنمائي ڪر."

"اي منهنجا مالڪ، تون سدائين ساراهيو ويندڙ (سبحان)، ۽ حاضر و ناظر آهين، هرهنڌ موجود، سدائين ويجهڙو ۽ سڀ ڪجهہ ڄاڻيندڙ آهين. تون جتي ڪٿي هر دل ۾ ۽ هر روح ۾ وسين ٿو هر ذهن ۾ تنهنجو علم پختو ٿيل آهي." ......... "ان جي ڪابہ شبيهہ ڪونہ آهي، ان جو ڪوئي همسر ڪونہ آهي، اهو اڪيلو ۽ ابدي آهي: ان مالڪ جو شڪر آهي جنهن جي رحمت هر گناهگار کي بہ ملي ٿي. جيڪي ان کي

ڪونہ ٿا مچين انهن کي بہ روزي ڏيندڙ آهي. اهوئي اول ڪان آهي ۽ آخر تائين رهندو. اهوئي سمورا علم ۽ دلين ۾ لڪل راز بہ ڄاڻي ٿو. ان کي ڪڏهن بہ ننڊ جو جهوٽو ڪونہ ٿو اچي، سدائين سچاگ آهي ۽ سدائين انصاف ڪندو آهي. اهو پنهنجي ٻاجه سان اسان جا وڏا وڏا گناه بہ بخشي ٿو ڇڏي ـ سموري مخلوق سان پيار ڪري ٿو. مان پنهنجي مالڪ جي پاڪائي تي، ان جي رسول جي پيغام جي سچائي تي، ان جي رسول تي ۽ ان جي اولاد ۽ ان جي اصحابن تي عطا ٿيل نعمتن جي شاهدي ڏيان ٿو."[1]

هڪڙو انگريز ليکڪ بيان ڪري ٿو "اها اسلام جي هڪڙي خوبي آهي تہ عبادت صرف هٿن سان ٺاهيل عمارتن ۾ نہ پر الله تعاليٰ جي بندگي ان جي ڌرتي مٿان ۽ آسمان هيٺ ڪٿي بہ ڪري سگهجي ٿي."[2] هر اها جاءِ جتي قادرمطلق جي خلوص دل سان عبادت ڪئي وڃي اها اوتري ئي مقدس آهي. مسلمان گهر ۾ هجي يا ٻاهر، جڏهن بہ نماز جو وقت ٿئي ٿو تہ اهو چند مختصر ليڪن سنجيده تعظيم ۽ نيزاري سان پريل مناجاتي ڪلمن ۾ پنهنجي روح کي کولي خدا جي حضور ۾ پيش ڪري ٿو. ان جي نماز ايتري ڊگهي ڪونہ هوندي آهي جو اهو بيزار ٿي پوي، ان جي دعائن جو موضوع سدائين خودانڪساري وارو ۽ سڀئي ٻلايون عطا ڪندڙ خدا جي حمد ۽ ثناء، ۽ ان جي رحم تي ڀروسي جو

[1] صحيفہ ڪاملہ.

نوٽ: سيد امير علي مٿين دعائن کي خليفي حضرت علي عليہ السلام ڏانهن منسوب ڪيو آهي ۽ "صحيفہ ڪاملہ" جو حوالو ڏنو آهي. صحيفہ ڪاملہ خليفي حضرت علي عليہ السلام جو نہ پر سندن پوٽي حضرت علي (زين العابدين) بن امام حسين عليہ السلام جي دعائن جو مجموعو آهي. انهن دعائن جي عبارت کي سيد امير علي صحيفہ ڪاملہ جي ڪنهن مخصوص حصي تان بہ نقل ڪونہ ڪيو آهي پر مختلف دعائن جا لفظ چونڊي انهن کي ٻن دعائن جو روپ ڏنو آهي. مون ان طرفان لکيل عبارتن جو ئي ترجمو پيش ڪيو آهي. اردو مترجم {نوٽ: لڳي ٿوتہ انگريزي ڪتاب ۾ صفحو 163 تي "Ali" علي عليہ السلام آڏو ڏنگين ۾ لفظ "Caliph" يعني خليفو غلطي سان اچي ويو آهي. اصل ۾ سيد امير علي جو اشارو امام علي (زين العابدين) ڏانهن ئي هوندو. سنڌيڪار.}

[2] ڊسو هنٽر (Hunter) جو ڪتاب "آوَر انڊين مسلمانس" ( Our Indian Musalmans)، صفحو 179

اظهار هوندو آهي.[1] دينِ محمدي ۾ پاڻ ارپڻ واري عبادت جو جيڪو جذبو محفوظ ٿيل آهي، عيسائي دنيا ان جي پوري شدت جو احساس ڪونہ ڪيو آهي. روايت جيڪا ماضي جو مخلص مورخ آهي ۽ جنهن جي تصديق سوين تائيد ڪندڙ شاهدين سان ٿيندي آهي، بيان ڪري ٿي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم نماز جي دوران پنهنجن جذبن جي جوش سان ڪيئن روئيندا هيا. ۽ ڪيئن انهن جو معزز سوٽ ۽ نياڻو (حضرت علي عليہ السلام) پڻ عبادت ۾ ايترو گم ٿي ويندو هيو جو سندن بدن پنڊ پاهڻ وانگر ٿي ويندو هيو.

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اسلام مذهبي ماڻهن جي ڪنهن بہ پيشيور طريقي کي تسليم نٿو ڪري، انسان ۽ ان جي خدا (عبد ۽ معبود) جي وچ ۾ مداخلت ڪرڻ لاءِ روحاني ڄاڻ جي ڪنهن بہ اجاره داري (هڪ هٽي) يا خصوصي معتبرائپ (امتياز) جي اجازت نٿو ڏئي. هر روح ڪنهن بہ پادري، پنڊت، پروهت، ملان، مولوي يا مذهبي وڪيل جي مداخلت کان سواءِ پنهنجي خالق ڏانهن رجوع ڪري سگهي ٿو. هڪڙي بيتاب دل کي پنهنجي خالق جي قربت حاصل ڪرڻ لاءِ مفاد پرستن طرفان ايجاد ڪيل ڪنهن بہ قرباني،[2] ۽ ڏيک ويک جي ڪنهن بہ طريقي جي ضرورت ڪونہ آهي. هر انسان پنهنجي لاءِ پاڻ وڪيل آهي: حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دين ۾ ڪوبہ ماڻهو هڪڙي انسان جي حيثيت ۾ ڪنهن ٻئي ماڻهو کان مٿانهون ڪونہ آهي.

دليل جي قائل يورپين، اسلامي عبادتن تي پيچيده ۽ مشڪل هجڻ جو الزام لڳايو آهي، پر حقيقت اها آهي تہ قرآن شريف جو مقرر ڪيل ضابطو پنهنجي سادگي ۽ شائستگي ۾ حيرت انگيز آهي. ان ۾ ايمان جا ضروري عمل يعني ايماني ڪلمن جو پڙهڻ، نماز زڪوات، روزا رکڻ ۽ حج ڪرڻ جهڙا دين جا ضروري عمل شامل آهن. پر انهن

---

[1] سورت بقر آيت 127 ۽ 239، سورت اعراف آيت 204 ۽ 205، سورت بني اسرائيل آيت 79، سورت طٰهٰ آيت 130، سورت روم آيت 17 ۽ 18. ان کان علاوه ڪتاب "المستطرف" پڻ ڏسو.

[2] حج جي موقعي تي جيڪا قرباني ڪئي ويندي آهي، ۽ عيد ملهائڻ، بس هڪڙي يادگار رسم آهي.

عملن جي ادائگي لاءِ قانون مقرر ٿيل ڪونہ آهي. "نماز جي يادگيري (نگهباني) ڪريو خاص ڪري وچين (ٽيپهري) نماز جي ۽ الله جي حضور ۾ ادب سان بيهو." (سورت بقر آيت 238) "اي ايمان وارو! صبر ۽ تقوا سان مدد طلب ڪريو بيشڪ الله صبر ڪرڻ وارن سان گڏ آهي."(سورت بقر آيت 153)

پر ڪهڙي طريقي سان نماز ادا ڪرڻي آهي، ان بابت ڪجھ بہ ٻڌايل ڪونہ آهي. قرآن شريف ۾ آيل آهي: "جڏهن توهان زمين ۾ سفر ڪري رهيا هجو ۽ توهان کي ان ڳالھ جو خطرو هجي تہ ڪافر توهان تي حملو ڪري وجهندا تہ توهان لاءِ نماز قضا ڪرڻ ۾ ڪوئي گناھ ڪونہ آهي." (سورت نساء آيت 101) "خدا هر شئي کي معاف ڪري ڇڏيندو آهي سواءِ ان جي تہ ڪنهن کي ان سان شريڪ ڪيو وڃي." (سورت نساء آيت 116)

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت، بهرحال نمازن جي ادائگي جا ضروري دستور ۽ رسمي طريقا واضح طور ڄاڻائي ڇڏيا. ساڳي وقت صفا چٽي نموني ۾ ان ڳالھ جي بہ نشاندهي ڪيل آهي تہ اها سوچ ۽ دل جي يڪسوئي واري حالت ئي آهي جنهن کي اندر جو پارکو ڏسي ٿو "نہ قرباني جي جانور جو گوشت، نہ انهن جو رت الله کي پهچي ٿو پر صرف توهان جي تقوا." (سورت حج آيت 37)

وري فرمايو ويو "نيڪي اها ڪونہ آهي تہ توهان پنهنجا منهن اوڀر(مشرق) ڏانهن ڦيري ڇڏيا يا اولھ (مغرب) ڏانهن، پر نيڪي اها آهي تہ انسان الله تي، قيامت جي ڏينهن تي، ملائڪن تي ۽ الله جي ڪتاب تي ايمان آڻي ۽ الله جي محبت ۾ پنهنجو مال مائٽن، يتيمن، محتاجن، مسافرن ۽ فقيرن کي ڏئي ۽ غلامن کي آزاد ڪرائڻ لاءِ خرچ ڪري، نماز قائم ڪري ۽ زڪوات ڏئي، اهي ماڻهو جيڪي واعدو ڪن ٿا تہ ان کي پورو ڪن ٿا ۽ جيڪي سختي ۽ مصيبت جي وقت ۽ جنگ ۽ جدل جي زماني ۾ صبر ڪندا آهن، اهي ئي سچا ماڻهو آهن. (سورت بقر آيت 177)

اهو بہ کولي بيان ڪيو ويو تہ "دل جي حضوري" کان سواءِ عبادت ڪنهن ڪم جي ڪونہ آهي ۽ الله تعاليٰ جي ڪلام کي، جيڪو سموري انسانذات کي مخاطب آهي نہ ڪي ڪنهن هڪڙي قوم کي، مڪمل طورتي دل ۽ چپن جي هم آهنگي سان پڙهڻو آهي. حضرت علي

عليہ السلام جو قول آهي تہ بغير سمجهہ جي ادا ڪيل نماز بيڪار اهي ۽ ثواب جي حقدار ڪونہ آهي.[1] امام غزالي رحمت الله تعاليٰ عليہ جي فتوا آهي تہ قرآن شريف جي تلاوت ڪرڻ وقت دل ۽ ذهن لازمي طور بئي گڏ ڪم ڪندا هجن، چپ صرف لفظن کي اچاريندا آهن. ذهن انهن جي معنيٰ کي سمجهڻ ۾ مدد ڏئي ٿو ۽ دل شريعت جي فرمانن ڏانهن تابعداري پيش ڪري ٿي.[2] رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو "الله کي ڪنهن ٻانهي جي عبادت جو نہ ڇهون حصو نہ ڏهون حصو قبول آهي، پر اوتروئي حصو جيڪو اهو سمجهي سوچي ۽ بندگي جي خشوع خضوع واري انداز ۾ الله جي حضور ۾ پيش ڪري"[3]

عيسائي مذهب ۾ پاڪ ٿيڻ لاءِ مذهبي غسل (بپتسمہ Bapticism) جي رسم، ۽ مصرين، يهودين يا اوير ۽ اولهہ جي ڪافرائن(غير اهل ڪتاب) مذهبن جي مذهبي پيشوائن مذهبي رسمن جي ادائگي يا عبادت جي عملي بجاآوري کان اڳ رياضت يا قرباني ذريعي جنهن پاڪائي جي اولين گهر ٿي ڪئي ان مان ظاهر آهي تہ ٻاهرين پاڪائي سان ان جو ڪيترو تقدس لاڳاپيل هيو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي عملي مثال سان، انهي قديم ۽ فائديمند رسم کي جاري رکيو. پاڻ الله تعاليٰ جي بندگي ڪرڻ ۽ عبادت کان اڳ صفائي ۽ پاڪائي کي بنيادي ضرورت قرار ڏنائون.[4] ساڳي وقت پاڻ خاص طور تي اهو بہ واضح ڪيائون تہ محض ٻاهرين يا جسماني صفائي حقي يڪسوئي (تقوا) واري عبادت لاءِ ڪافي ڪونہ آهي. پاڻ وضاحت سان فرمايائون تہ انسان لاءِ ضروري آهي تہ قادرمطلق ڏانهن

---

[1] الدرر والغرر في المحاضرات.

[2] ڪتاب المستطرف باب پهريون.

[3] روايت حضرت معاذ بن جبل رضي الله تعاليٰ عنہ. (ابن حنبل، دائود ۽ نسائي.)

[4] سورت المآئده آيت 6. قرآن شريف ۾ همہ گير دستور جي حيثيت ۾ وضو ڪرڻ جي باري ۾ ذڪر ٿيل آهي پر جتي پاڻي اڻلڀ هجي تہ اهو صفائي جي ڪنهن متبادل طريقي جي اجازت ڏئي ٿو.البت قرآن شريف ۾ وضو جا ڪليل تفصيل ڪٿي بہ بيان ٿيل ڪونہ آهن. تنهن ڪري سنت نبوي مطابق وضو يا پاڪائي حاصل ڪرڻ جي طريقي جي باري ۾ ديني عالمن جو پاڻ ۾ اختلاف آهي ۽ ان موضوع تي گهڻو بحث ڪيو ويو آهي.

روح جي عاجزي ۽ پاڪائي سان ٿي رجوع ٿئي.[1] امام غزالي رحمت الله تعاليٰ عليہ، انهن ماڻهن جي برخلاف، جيڪي صرف ٻاهرين پاڪائي تي گهڻو ڌيان ڏيندڙ آهن ۽ جن جون دليون غرور ۽ رياڪاري سان ڀريل آهن، چئني نموني سان بيان ڪري ٿو تہ الله تعاليٰ جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ دل جو سمورين خراب خواهشن ۽ اخلاقي ڪمزورين، ۽ ذهن جو سمورن بڇڙن خيالن ۽ سوچن کان، جيڪي ڌيان کي الله تعاليٰ جي طرف کان هٽائين، پاڪ هجڻ ئي نهايت اهم پاڪائي آهي.[2]

اسلام جي جنم ڀومي جي ياد کي اسلامي دنيا ۾ زنده رکڻ لاءِ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم قرآن شريف جي روشني ۾ هدايت ڪئي تہ هر مسلمان کي عبادت ڪرڻ وقت پنهنجو منهن مڪي ڏانهن ڪرڻ گهرجي، ڇوتہ مڪو اهو عظيم مرڪز آهي جتان وري زنده ٿيندڙ حق جي روشني جا ڪرڻا ڦهليا هئا ڦُٽا.[3] هڪڙي ڀيغمبر جي سچي فطري صفت سان پاڻ اڳواٽ پرکي ورتائون تہ هڪڙي مرڪزي جاءِ کي مقرر ڪجي جيڪا هر زماني ۾ سندن امت جي مذهبي جذبن جو مرڪز رهي ۽ پاڻ انهي مطابق فيصلو ڪيائون تہ مسلمان دنيا جي گولي تي جتي بہ هجن، ڪعبت الله شريف ڏانهن منهن ڪري نماز ادا ڪن. ”مسلمانن لاءِ مڪي جي اهڙي حيثيت آهي جهڙي يهودين وٽ جيروسلم(يروشلم) جي. مڪي سان مسلمانن جا صدين کان جيڪي لاڳاپا جاري آهن، انهن ڪري مڪو مسلمانن تي خاص اثر رکي ٿو. اهو مسلمانن کي سندن دين جي ٻالڪپڻ جي ياد ڏياري ٿو سندن ڀيغمبر جي ٻارڀڻي ڏانهن وٺي وڃي ٿو اهو مسلمانن کي نئين ۽ پراڻي عقيدي جي وچ ۾ تڪرار ٻتن جي خاتمي، ۽ اڪيلي خدا جي عبادت جو قائم ٿيڻ ياد ڏياري ٿو. ۽ سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ اهو مسلمان کي ياد ڏياري ٿو تہ ان جا سيئي مسلمان ڀائر هڪڙي ئي مقدس جاءِ ڏانهن مُنهن ڪري عبادت ڪن ٿا. ۽ اهو پاڻ بہ مسلمانن جي عظيم جماعت

---

[1] سورت اعراف آيت 206

[2] ڏسو ڪتاب المستطرف جو باب ڀهريون.

[3] سورت بقر آيت 144.

مان هڪڙو فرد آهي، جيڪو هڪڙي ديني رشتي ذريعي انهن سان ڳنڍيل آهي، ساڳين اميدن سان پريل آهي، ساڳين شين جي تعظيم ڪري ٿو. هڪڙي خدا جي عبادت ڪري ٿو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اسلام جي عبادتگاهه (حرمِ ڪعبہ) جي تقدس کي محفوظ ڪري اهو ثابت ڪيوتہ پاڻ انسانن جي مذهبي جذبات کي سمجهڻ جي ڪيتري قابليت رکن ٿا."[1] پر مٿي حوالي طور آيل قرآن شريف جي آيتن مان پڌرو آهي تہ صرف قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ئي الله تعاليٰ جي عبادت لاءِ ڪافي ڪونہ آهي.[2]

روزي رکڻ وارو عمل ٿورو ڪي گهڻو سيني قومن منجهہ مروج رهيو آهي. پر اهو چئي سگهجي ٿوتہ قديم دنيا ۾ جتي ڪٿي ان سان پرهيزگاري ۽ تقوا حاصل ڪرڻ جي بجاءِ گناهن جي ڪفاري طور توبه ڪرڻ وارو خيال وڌيڪ لاڳاپيل هيو. يهودين ۾ پڻ روزي رکڻ ذريعي خوداحتسابي ڪرڻ ۽ پنهنجي نفس ڪُشي ڪرڻ جو تصور آخري زماني جي پيداوار آهي. قديم يهودين (اسينين Essenian) جو فيثاغورسين سان ۽ انهن ذريعي ڏورانهين اوڀر جي ويراڳين سان جيڪو واسطو پيو ان موجب اهي يهودين منجهان پهريان ماڻهو هيا جن روزي رکڻ جي اصول ۾ انهي اخلاقي عنصر کي سمجهيو. گهڻو ڪري حضرت عيسيٰ عليہ السلام بہ ہين نظرين وانگر انهي خيال کي انهن کان حاصل ڪيو هوندو.

حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ذاتي مثال انهي رواج کي ڪليسا ۾ تقدس ڏياريو. پر عام طور تي روزن سان واسطو رکندڙ خيال جيڪو عيسائيت ۾ گهڻو مچيل آهي، اهو توبه ڪرڻ يا گناهه جو ڪفارو ڏيڻ وارو خيال آهي؛[3] ۽ صرف ظاهري حد تائين حضرت عيسيٰ عليہ

---

[1] استينلي لين پول(Stanely Lane Poole) جي ڪتاب "انٽروڊڪشن ٽو دي سليڪشنس فرام دي قرآن( Introduction to the Selections from the (Koraan

[2] سورت بقر جي آيت نمبر 177 "لَيسَ البِرَّ اَن تُوَلُّوا وُجُوهَڪُم قِبَلَ المَشرِقِ وَالمَغرِب...." ڏانهن اشارو آهي. (اردو مترجم)

[3] موشيم(Mosheim) جلد پهريون، صفحو 131. موشيم وضاحت سان چوي ٿوتہ روزي جي باري ۾ شروعات ۾ ئي اهو خيال پيدا ٿي ويو هيو تہ اهو بدروحن جي قوت کي روڪڻ ۽ انهن جي تدبيرن کي شڪست ڏيڻ ۽ خدا جي غيض و غضب کي رفع ڪرڻ جو موثر ترين وسيلو آهي.

السلام جي سنت جي پوئواري آهي.[1] ٻين مذهبن وانگر عيسائي ڪليسا ۾ بہ رضا ڪارانہ طور جسماني نفس ڪشي وارو عمل عام رهيو آهي، پر اهڙن نفس ڪش عملن جو نتيجو اڻ مٽ نموني سان جسماني ۽ اخلاقي قوتن جي تباهي ۽ هڪڙي روڳي نفس ڪشي جي پالنا رهيو آهي. ان جي برخلاف اسلام ۾ روزي رکڻ وارو عمل هڪڙي محدود ۽ مقرر وقت لاءِ حواسن جي سيني مزن کان پاسو ڪرڻ ۽ حيواني جذبن جي وهڪري کي هڪڙي صحت مند ڏس ۾ ڦيرائيندي، ڏهاڙي (روزاني) پرهيز ذريعي جذبات کي قابو ۾ رکڻ جو هڪڙو شرعي مقصد رکي ٿو. جسماني اذيت ذريعي اجائي ۽ غيرضروري نفس ڪشي ناقابل قبول، منع ڪيل ۽ ننديل آهي. روزو صحتمند ۽ سگهن ماڻهن تي فرض آهي، تہ جيئن جسم تي هڪڙي رڪاوٽ رکڻ ذريعي اندر اجارڻ جو ڪم ڪن. ڪمزورن، بيمارن، مسافرن، شاگردن (جيڪي علم جي حصول جي ڪوشش ۾ رڌل آهن - جنهن کي جهاد اڪبر سڏيو ويجي ٿو)، دين تي حملو ڪندڙن خلاف الله جي راهہ ۾ لڙائي ڪندڙ سپاهين، ۽ پنهجن مخصوص ڏينهن وارين عورتن کي، روزي کان منع ٿيل آهي. اهي ماڻهو جيڪي يونانين، رومين، پارسين، ۽ اسلام کان اڳ جي دور وارن عربن جي گهٽي ڪائڻ واري هيچ ۽ انهن جي زناڪاري ۽ انهن جي عيش عشرت وارين عادتن کان واقف آهن، اهي انهي ضابطي جي عمل کي داد ڏيندا، ۽ محسوس ڪندا تہ اهو انسان جي حيواني لاڙن کي هٿ وس رکڻ لاءِ، خاص طور تي گهٽ مُهذب خاندانن منجهہ ڪيترو شاندار نموني سان فائدي وارو آهي.

قرآن شريف ۾ ڄاڻايل قانون جي ڏاهپ تي غور ڪيو: "اي ايمان وارو! اوهان تي روزا فرض ڪيا ويا آهن ...... تہ جيئن توهان پرهيزگار ٿيو. ڳڻيل ڏينهن(جا روزا) آهن. پر اوهان مان جيڪو بيمار يا

---

[1] نيندر(Neander) چوي ٿو"عيسائين جي هفتيوار ۽ ساليانہ تقريبن جو اصل بنياد بہ اهي ساڳيا خيال آهن ....... يعني صليب تي چڙهايل ۽ ان کان پوءِ ٻيهر زندهہ ٿي قبر مان اٿي آيل مسيح جي تقليد جو خيال." اهو وڌيڪ چوي ٿو"عيسائين وٽ جيڪي پنهنجي اجتماعي فرض کي هڪڙي لڙائي، هڪڙي مسيحي جهاد( Militia Christ) جي نالي سان سڏيندا هيا، عبادتن سان گڏيل اهڙن روزن کي چوڪيون(استيشنس Stations) سڏيندا هيا، جڏ اهي حضرت مسيح عليہ السلام جي سپاهين (عيسائي جهادين) جي پهري ڏيڻ واريون چوڪيون هيون.(ڏسو نيندر جو ڪتاب "چرچ هسٽري"Church History جلد پهريون)

سفر ۾ هجي تہ اوترا روزا ٻين ڏينهن ۾ رکي ۽ جن کي روزن رکڻ جي طاقت نہ هجي، اهو هڪ مسڪين جو کاڌو فديئي ۾ ڏئي ...... پر ڀاڻ روزا رکي تہ اڃا وڌيڪ ڀلو آهي........ الله اوهان تي آساني ڪرڻ گهري ٿو ۽ ڏکيائي ڪرڻ ڪونہ ٿو گهري" (سورت بقر آيت 183 کان 185)

پرهيز وارو اهو قانون ڏينهن جي وقت لاءِ پابندي ڪري ٿو. رات جو عبادت ۽ رياضت کان واندڪائي جي وقت ۾ مسلمانن کي اجازت آهي، بلڪ تاڪيد ڪيل آهي تہ کاڌي پيتي جي شين جي واجبي استعمال ۾ حصو وٺڻ سان هاظمي جي سرشتي کي تازو رکن ۽ حق ادائي بہ ڪن. اوستاد جي ارشادن جي حقي جذبي کي سمجهندي فقيهن انهي قانون کي چٽو ڪري ٻڌايو تہ روزي دوران جسماني پرهيز وانگر سيني خراب سوچن کان ذهن کي بچائڻ بہ ايتروئي ضروري آهي.[1]

اسلام کان اڳ دنيا جي ڪنهن بہ مذهب خيرات ڏيڻ ۽ بيوهہ يتيم ۽ محتاج جي مدد ڪرڻ وارن ضابطن کي دين جي مثبت قانوني شڪل منجهہ داخل ڪرڻ ذريعي باضابطہ مقدس فرض جي حيثيت ڪونہ بخشي هئي.

اوائلي عيسائين منجهہ اگاپي (Agapae) يا خيرخيرات جون دعوتون ماڻهن جي پنهنجي مرضي تي دارومدار رکنديون هيون: تنهن ڪري انهن جو اثر بي قاعدو ۽ بي تربيتي وارو هيو. اها تاريخي حقيقت آهي تہ اها بي قاعدگي ئي انهن "خيراتي دعوتن" يا "محبت وارين دعوتن" جي شروع ٿيڻ کان فقط ٿورو وقت پوءِ انهن جي خاتمي جو سبب بڻي.[2]

---

[1] ڪتاب المستطرت باب پهريون.

[2] نيندر جو ڪتاب، جلد پهريون، صفحو 450. موشيم جلد ٻيو صفحو 56.. منهنجي چوڻ جو اهو مطلب ڪونہ آهي تہ اهي ضيافتون عيسائين وٽ خيرات جو واحد طريقو هيون. جيئن اسلام ۾ آهي ائين بيواهن، غريبن ۽ يتيمن جي مدد ڪرڻ لاءِ عيسائيت ۾ بہ گهڻو تاڪيد ڪيل هيو. پر اها خيرات في سبيل الله بہ جنهن جي حضرت عيسيٰ عليہ السلام تلقين ڪئي هئي، ان جي حوارين جي هٿن ۾ اڇي خصوصيت جي رنگ ۾ رنگجي وئي هئي. ڪنهن بہ بيوهہ لاءِ خيرات مان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري هيو تہ اها سٺ سالن جي هجي، صرف هڪڙي ماڻهوءَ جي زال رهي هجي، ۽ ٻارن جي تربيت ۽ پالنا ڪري چڪي هجي، وغيره وغيره. ڏسو بلنٽ(Blunt) جو ڪتاب "هسٽري آف ڪرسچن چرچ ( History of Christian Church)، صفحو 27

اسلامي شريعت موجب هر ماڻهوءَ لاءِ لازمي آهي تہ پنهنجي غريب پاڙيسري جي خوشحالي ۽ مدد لاءِ پنهنجي آمدني جو ڪجهہ حصو ملائڻ ذريعي بهرو وٺي. اهو حصو اڪثر ڪري مال جي قيمت، متحرڪ ملڪيت، سالانہ آمدني، واپار مان ٿيل منافعي، ڪاروباري ڏنڊو وغيره تي چاليهون حصو يا ادائي سيڪڙو آهي. پر زڪوات تڏهن واجب آهي جڏهن ملڪيت مقرر مقدار تائين پهچي[1] ۽ ماڻهوءَ وٽ سڄو سال قبضي ۾ رهي هجي، جنهن ۾ بار کڻڻ لاءِ يا هر ڪاهڻ لاءِ ڪم ايندڙ جانور شامل ڪونہ آهن. ان کان علاوه، رمضان شريف جي پڄاڻي تي ۽ عيدالفطر واري ڏينهن گهر جي هر وڏي جي ذميواري آهي تہ اهو پنهجي لاءِ ۽ گهرجي هرياتي لاءِ ۽ پڻ مهمان لاءِ جيڪو ان ڏينهن ان وٽ ترسيل هجي، فطرو ادا ڪري، جيڪو ڪڻڪ، جَوَ کارڪن، ڪشمش، ڊاک، چانور يا ڪنهن بہ جنس جي مقرر مقدار يا ان جي ملهہ جي صورت ۾ ادا ڪرڻو آهي.

حضرت محمّد صلي الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جي ارشاد ۽ سندن اصحابن جي عمل مطابق زڪوات وٺڻ جا حقدار هي آهن: (1)غريب ۽ محتاج (2) اهي ملازم جيڪي زڪوات وٺڻ ۽ ورهائڻ لاءِ مقرر ٿيل آهن. (3) اهي غلام جيڪي پنهنجي آزادي خريدڻ گهرن ٿا پر وٽن وسيلا ڪونہ آهن. (4) اهي قرضي ماڻهو جيڪي پنهنجي قرض ادا ڪرڻ کان لاچار آهن (5)مسافر، ۽ ڏاريا (غير مسلم) ماڻهو.[2] قرآن شريف ۾ عام خيرات بابت نهايت زوردار نموني ۾ بيان ٿيل آهي.[3] پر اسلام جي عظمت اها آهي تہ ان حضرت عيسىٰ عليہ السلام جي خوبصورت جذبي[4] کي مقرر ٿيل قانونن جي شڪل ڏني.

اسلامي رڪنن منجهہ ڪعبت الله شريف ۽ مڪي جي ساليانی زيارت يعني حج واري پراڻي رواج کي شامل ڪرڻ ۾ جيڪا

---

[1] مثال طور ڪنهن ماڻهوءَ وٽ ويهہ اٺ نہ هجن تہ ان تي زڪوات فرض ڪونہ آهي.

[2] جامع ترمذي باب زڪوات، جامع عباسي، ڪئيري (Querry) جو ڪتاب "ڊروئٽ مسلمان" (Droit Musulman)، ۽ مبسوط (Mabsut)

[3] سورت توبہ آيت 60.

[4] متي باب 25 (Matt xxv, 35and 36)

حڪمت آهي تنهن فرقيوارانہ اختلافن جي باوجود حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي امت ۾ ديني ڀائيچاري ۽ عالمي ڀائيچاري جو روح ڦوڪي ڇڏيو آهي. سموري اسلامي دنيا جون نظرون انهي مرڪزي جاء تي کپڻ ڪري مسلمان جي سيني ۾ آسماني نور جي ان جهلڪ کي زنده رکن ٿيون جنهن ان وقت جي اونداهي دور ۾ ڌرتي کي روشن ڪري ڇڏيو هو. هتي وري عملي ڳالهين جي اخلاقي طور پابندي ڪرڻ سان يعني اهي شرط جن کي پورو ڪرڻ حج جي فرض هجڻ ۽ ادائگي لاءِ لازم آهي، صاحبِ شريعت جي ڌاهپ پڌري ٿي پوي ٿي. اهي شرط هي آهن: (1) صورتحال کي منهن ڏيڻ جي صلاحيت ۽ سمجهہ جي پختگي، (2) مڪمل آزادي ۽ خود مختياري (3) سفردوران گذربسر جي وسيلي ۽ سواري جي ذريعي جو موجود هجڻ (4) سندس غير حاضري دوران حاجي جي گهروارن وٽ گذربسر جو مناسب بندوبست هجڻ (5)مسافري جي صورت ۾ سفر جو ممڪن ۽ عمل جوڳو هجڻ.[1]

ڪاڌي جي مختلف قسمن جي جائز ۽ ناجائز هجڻ بابت ڪافر عربن منجهہ تفصيلي قاعدا هيا. جيڪي ايترائي سخت هيا جيترا برهمڻن جا ذات پات وارا ٿاهيل قاعدا هيا. اسلام جي اوستاد پنهنجن امتين کي انهن قاعدن جي وروڪڙن مان آجو ڪرڻ لاءِ واضح نموني سان آگاهہ ڪيو هيو تہ ڪجهہ شين کان سواءِ سڀئي ڪاڌا جائز آهن. "الله توهان کي جيڪا حلال ۽ پاڪ روزي ڏني اها کائو الله کان ڊڄو جنهن تي توهان ايمان آندو آهي." (سورت مائده آيت 88)

قرآن شريف هدايت ڪري ٿو "تون فرماءِ مون تي جيڪا وحي موڪلي وئي ان ۾ کائيندڙ لاءِ ڪابہ شئي حرام ڪونہ آهي سواءِ ان جي (جيڪڏهن) اهو مردار هجي يا وهندڙ رت هجي يا سوئر جو گوشت جيڪو ناپاڪ آهي، يا اهو جانور جيڪو الله جي نالي (وِٽڻ) کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي نالي (وِٽڻ) سان ڪٺو ويو هجي." (انعام آيت 146)

اهو پنجين سورت ۾ کولي بيان ڪيل آهي جيڪا ڪافر عربن جي مختلف جهنگلي ۽ بت پرستي وارن عملن جي مذمت ۾ نازل ٿيل آهي. "توهان تي حرام آهي مئل (جو گوشت) ۽ رت ۽ سوئر جو گوشت ۽

---

[1] ردالمحتار باب حج، ڪئيري (Querry) جو ڪتاب "دروئٽ مسلمان" ( Droit Musulman) جلد پهريون، ۽ مبسوط (Mabsut)

اهو جنهن کي ذبح ڪرڻ لاءِ الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي جو نالو ورتو ويو هجي[1] ۽ جيڪو گهُٽي ذٿي ماريو وڃي يا مُڏي ڪاتي سان ماريو ويو هجي،[2] پاڻ ڪِري مئو هجي يا ڪنهن جانور جي سنڱ لڳڻ ڪري مئو هجي يا جنهن کي ڪو ڦاڙيندڙ جانور کائي ويو هجي (سواءِ ان حالت جي ته اهو زنده هجي) پر توهان ان کي ذبح ڪري ورتو هجي ..... يا اهو جانور جيڪو ڪنهن بت خاني تي ذبح ڪيو ويو هجي،[3] ۽ تير (ذريعي ڦال وجهي) ورهاست ڪرڻ گناه جو ڪم آهي." (سورت مائده آيت 3)

"اي ايمان وارو اسان جون ڏنل پاڪ شيون کائو ۽ الله جو شڪر ادا ڪريو." (سورت بقر آيت 172)[4]

---

[1] ڪافر عرب جڏهن کائڻ لاءِ ڪنهن جانور کي ذبح ڪندا هيا ته انهن تي پنهنجن ديوتائن ۽ ديوين جا نالا وٺندا هيا.

[2] بت پرست عربن منجهه جانور کي ذبح ڪرڻ جا مختلف وحشياڻا طريقا هيا. هن منع ۾ انهن بي رحمي وارن طريقن ڏانهن اشارو آهي.

[3] ڪعبت الله شريف جي حرم جي چوڌاري ۽ ڪافر عربن جي گهرن جي چوڪٺ وٽ پٿر لڳل هوندا هيا ۽ انهن تي نذر نياز پيش ڪيو ويندو هيو.( نوٽ: قرآن شريف ۾ لفظ "نصب" استعمال ڪيو ويو آهي، ان مان مراد نذر نياز پيش ڪرڻ جون جايون آهن.اردو مترجم)

[4] اهي شيون جيڪي انسان لاءِ پنهنجي خاصيت ڪري مڪروه آهن، جيئن گوشت کائيندڙ جانور، شڪاري پکي، نانگ بلائون وغيره. انهن لاءِ ڪنهن خاص منع جي ضرورت ڪونه هئي. هندوستان ۾ جيڪو اهو عام خيال آهي، ۽ جيڪو هندن کان نقل ڪري ورتو ويو آهي ته مسلمانن لاءِ عيسائين سان گڏجي کائڻ پيئڻ جائز ڪونه آهي، اهو بلڪل غلط ۽ قرآن شريف جي هيٺين عبارت ۾ شامل هدايت جي بلڪل برخلاف آهي:

"اڄ توهان لاءِ سموريون شيون حلال ڪيون ويون، اهل ڪتاب جو کاڌو توهان لاءِ حلال آهي، ۽ توهان جو کاڌو انهن لاءِ (سورت مائده آيت 5).

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه و آله وسلم کائڻ پيئڻ ۽ رهڻي ڪرڻي سان واسطو رکندڙ اسراف (حد کان وڌيڪ استعمال) جي باري ۾ جيڪي قاعدا، قانون، نظريا ۽ منع ناما جاري ڪيا، انهن جي باري ۾ اهو لازمي ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته اهي وقت ۽ ماڻهن جي عارضي حالتن جي تقاضا مطابق هيا. انهن حالتن جي ختم ٿيڻ سان انهن قانونن جي ضرورت به ختم ٿي وئي. تنهن ڪري اهو سمجهڻ ته هر اسلامي قاعدو لازمي طور مستقل يعني تبديل نه ٿيڻ جوڳو آهي، ته اهو ڄڻ انساني ذاهپ جي اوسر ۽ تاريخ سان ناانصافي ڪرڻ برابر آهي. انهي باري ۾ ابن خلدون طرفان چيل لفظ اسان جي سنجيده غور جا حقدار آهن. "اهو صرف ڏيان (ڏسو بقايا)

شراب پيئڻ ۽ جوا کيڏڻ کان. جيڪي عيسائي جماعتن جون عام عادتون هيون ۽ سيني غير مُهذب ۽ بداخلاقي وارين عادتن جو بنياد آهن. ۽ هر قسم جي فضول خرچي کان سختي سان منع ٿيل هئي.

عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ اسلم جي تعليمات جي مقابلي ۾ ہي ڪابہ تعليم سادي سولي ۽ انساني سمجهہ جي ترقي سان مطابقت رکندڙ ڪونہ ٿي ٿي سگهي. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مذهبي ڳالهين جي ادائگي لاءِ جيڪي ڪجهہ قانون ترتيب ڏنائون اهي مکيہ طور يڪسانيت ۽ نظم وضبط کي قائم ڪرڻ جي مقصد لاءِ هيا. جيڪي معاشري جي ڪجهہ حالتن ۾ ضروري هوندا آهن. پر اهي قاعدا ڪنهن بہ پهلو کان لچڪ کان خالي(غير لچڪدار) ڪونہ هيا. بلڪ بيماري يا ٻئي ڪنهن جائز سبب ڪري انهن جي پابندين کي ٽوڙڻ لاءِ پاڻ اجازت ڏنائون. قرآن شريف ۾ بيان ٿيل آهي: ”خدا توهان لاءِ آسانيون پيدا ڪرڻ گهري ٿو ۽ انسان کي ڪمزور ناهيو ويو.“ (سورت نساء آيت 28)

رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪي شرعي اصول بيان ڪيا اهي ياتہ سندن آڏو مديني جي وڏي قاضي جي حيثيت ۾ پيش ڪيل سوالن جا جواب هيا يا مخصوص خرابين کي ٺيڪ ڪرڻ يا ختم ڪرڻ لاءِ سندن طرفان ارشاد ڪيا ويا هيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دين ۾ اهڙي ڪابہ مذهبي رسم ڪونہ هئي جيڪا انساني ذهن کي اڪيلي خدا جي تصور کان ڦيرائڻ جو سبب ٿئي. ترقي پذير انسانيت جي ضمير کي مندڙ واري ڪنهن بہ قانون لاءِ گنجائش ڪونہ هئي.

---

(بقايا) سان پرکڻ ۽ محنت ۽ جاکوڙ جي نتيجي ۾ ممڪن ٿيندو تہ اسان حق کي ڳولي سگهنداسين ۽ پاڻ کي غلطين ۽ ڀل چڪ کان بچائي سگهنداسين. دراصل جيڪڏهن اسان تجربي جي ذريعي پيش ڪيل قاعدن، حڪومت جي ڍانچي جي بنيادي اصولن، ماحول ۽ پڙ مخصوص تهذيب يا اهي حالتون جيڪي انساني معاشري کي نمايان خاصيت ڏين ٿيون. کي جاچڻ کان سواءِ محض خبرن ۽ روايتن ذريعي پهتل رڪارڊ کي دهرائڻ ذريعي پاڻ کي مطمئن ڪنداسين. جيڪڏهن اسان انهن ضرورتن جو جيڪي مختلف زمانن ۾ ظاهر ٿيون. اسان جي اکين آڏو ظاهر ٿيندڙ ضرورتن سان اندازو نہ لڳائينداسين. ۽ جيڪڏهن ماضي کي حال سان نہ ڀيٽينداسين تہ اسان غلطين ۾ ڦاسڻ ۽ حق جو رستو وڃائڻ کان بچي ڪونہ سگهنداسين.

ائين اسلام جو اخلاقيات سان واسطو رکندڙ ضابطو ڇهين سورت ۾ مختصرطور بيان ٿيل آهي. ”توهان فرمايو اچوته مان توهان کي پڙهي ٻڌايان جيڪي توهان جي رب توهان تي حرام ڪيو ڪنهن کي به ان جو شريڪ نه ناهيو ۽ ماءُ پيءُ سان چڱائي ڪريو ۽ پنهنجي اولاد کي سڃائي سبب قتل نه ڪريو اسان ئي توهان کي ۽ انهن سڀني کي رزق ڏيندا سين. بي حيائين جي ويجهو نه وڃو توڙي (جيڪا) ظاهر هجي ۽ لڪل هجي، ۽ جنهن ساه جي الله عزت رکي آهي ان کي ناحق قتل نه ڪريو ...... ۽ يتيمن جي مال جي ويجهو نه وڃو پر نهايت چڱي طريقي سان (پلائي لاءِ) ....... ماپ ۽ تور انصاف سان پوري طرح ڪريو ...... جڏهن ڳالهايو (فيصلو ڪريو) ته انصاف سان ڪريو جيتوڻيڪ مائٽ جو معاملو هجي ۽ الله جوئي عهد پاڙيو توهان کي اهو تاڪيد فرمايائين ....... اهائي منهنجي سڌي واٽ آهي پوءِ ان تي هلو.“ (سورت انعام آيت 152 کان 154)

قرآن شريف ۾ وري اچي ٿو: ”بيشڪ مراد کي اهي ايمان وارا پهتا جيڪي نماز ۾ عاجزي ۽ زاري ڪن ٿا. ..... ۽ اهي جيڪي زڪوات ڏيندڙ آهن ۽ اهي جيڪي پنهنجي پاڪدامني جي حفاظت ڪندا آهن ....... ۽ اهي جيڪي پنهنجين امانتن ۽ واعدن جو پاس رکندا آهن........“ (مؤمنون آيت 1کان 8)

”بيشڪ الله حڪم فرمائي ٿو انصاف ۽ چڱائي (ڪرڻ جو) ۽ مائٽن کي ڏيڻ جو ۽ منع فرمائي ٿو بي حيائي کان ۽ بري ڳالهه کان ۽ سرڪشي کان .......“ (سورت نحل آيت 90)

عيسائي مورخ جو قول آهي ”ڪنهن امت جي نشو نما جي شروعاتي مرحلن ۾ جڏهن ان جي عقيدن جو اثر رسوخ ڪمال واري درجي تي پهتل ڪونه هوندو آهي ته ظاهري رسمون ۽ باقاعده ادرا عام خلق جي سيني ۾ مذهبي جذبي کي زنده رکڻ لاءِ ضروري هوندا آهن ۽ انهن ۾ ايمان ۽ احسان سان ڪوبه تضاد وارو پهلو ڪونه هوندو آهي.“[1] تنهن ڪري انساني لڏي جي گهٽائي کي هڪڙو چٽو ۽ سمجهه لائق دين جو تصور پهچائڻ لاءِ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پنهنجي تعليمات ۾ ڪجهه آداب ۽ رسمون شامل ڪري ڇڏيون. پيا ته ڇڏيو پر خود حضرت عيسيٰ عليه السلام به به مذهبي رسمون قائم

[1] موشيم جلد پهريون، صفحو 124

ڪيون هيون: مذهبي غسل(بپتسمہ Bapticism) ۽ "رات وارو پاڪ کاڌو(عشاءِ رباني Holy Supper)."[1] تي سگهي ٿو جيڪڏهن اهو دنيا ۾ اڃا وڌيڪ رهي ها تہ اڃا وڌيڪ رسمن کي شامل ڪري وجي ها. پر هڪڙي ڳالهہ يقيني آهي تہ جيڪڏهن ان کي وڏي مدت واري حياتي عطا ٿئي ها تہ اهو پنهنجي تعليمات کي وڌيڪ منظم بنيادن تي رکي وجي ها. دراصل، عيسائيت ۾ جيڪا اها بنيادي گهٽتائي رهجي وئي ان جي ڪري ئي عقيدن ۽ مذهبي شقن کي قائم ڪرڻ لاءِ ڪليسائي مذاڪرا ۽ جماعتي گڏجاڻيون (Convocations of Councils) ضروري ٿي ويون تہ جيئن ديني ارڪان ۽ ايماني مسئلا مقرر ڪيا وڃن. پر جڏهن اهي مقرر ٿياتہ اهڙا نڪتا جو عقل ۽ فڪر جي آزادي جي معمولي دباء تي ٽٽي الڳ حصن ۾ ورهائجي وڃن ٿا. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو ڪم نامڪمل رهجي ويو هيو. اهو اخلاقيات جي قانونن کي منظم ڪرڻ وارو ڪم هڪڙي ٻئي اوستاد جي حصي ۾ اچڻو هيو.

پنهنجي خالق سان اسان جا جيڪي لاڳاپا آهن اهي ضمير جا حساس معاملا آهن: پر پنهنجن هم جنسن سان اسان جا لاڳاپا لازمي طور مثبت اصولن وارا هجڻ گهرجن. حقي ڳالهہ ڪجي تہ انسان جون انسان سان واسطو رکندڙ ذميوارين جي عمل درآمدگي لاءِ مذهبي پذيرائي، يعني شرعي حڪمن جي پابندي، ڪان وڌيڪ ڪهڙي اوچي ضمانت ٿي سگهي ٿي؟ مذهب کي رڳو "چوندہ مبلغن" طرفان سٽيين ۽ جوشيلين تقريرن لاءِ يا خواب لهندڙ ذهنن جي مخصوص خوشي لاءِ ڪنهن عجيب نظرئي طور سمجهڻ نہ گهرجي. مذهب کي زندگي جو ضابطو يعني آئينِ زندگي هجڻ گهرجي، ان جو عظيم مقصد انسانيت جي انهي ڪمال ڏانهن ترقي هجڻ گهرجي جيڪا اسان جي وجود جي منزل مقصود آهي. تنهن ڪري اهو مذهب احترام ۽ مجتا جو سڀ ڪان وڏو حقدار آهي جيڪو انساني ذميوارين ۽ سماجي احساسن کي قاعدي ۾ رکندي اخلاقيات جي مڪيہ اصولن کي باضابطہ بنيادن تي بيهاري ٿو ۽ جيڪو پنهنجي مطابقت ذريعي اسان کي سمجهہ جي نهايت اعليٰ اوسر سان سداڪامل هستي جي گهڻو ويجهو ڪندو وڃي ٿو. جنهن اسلام جي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تعليم ڏني، ان جي انفرادي خوبي اها آهي تہ اهو سيني مذهبن ۾ موجود، چاهي اهي خاص

---

[1] موشيم جلد پهريون، صفحو 124

خاص قومن لاءِ آيا هجن يا سموري انساني لڏي لاءِ آيا هجن.[1] نهايت سٺن ۽ اوچن خاصيتن کي يعني اهڙا اوصاف جيڪي انساني عقل ۽ اخلاقي وجدان سان موافقت رکن ٿا. پنهنجي پاڻ ۾ گڏ رکي ٿو. اهو رڳو انساني ترقي جي حقي نظرئي تي ٻڌل مثبت اخلاقي ضابطن جو نظام ڪونہ آهي پر اهو تبديل ٿيندڙ تڪڙين گهرجن مطابق ضمير کي مهل ۽ موقعي جي مناسبت سان جيڪي اپاءَ وٺڻا آهن انهن مطابق طئي ٿيل چند اصولن جو قيام آهي، طئي ٿيل سياءِ جو نفاذ آهي، ذهن جي خاص حالت جي آبياري جو ذريعو آهي. اسلام جي اوستاد عالمگير محبت ۽ ياٿيچاري کي الله تعاليٰ جي محبت جي نشاني طور پيش ڪري هزارين مختلف نمونن سان تبليغ ڪئي. "ڇا توهان کي خبر آهي تہ توهان جڏهن الله تعاليٰ جي آڏو پيش ٿيندا تہ اهو توهان کي ڪهڙي نشاني سان سڃاڻندو؟ اها نشاني اها محبت آهي جيڪا توهان کي توهان جي ٻارن سان، توهان کي پنهنجن مائٽن سان، توهان کي پنهنجن پاڙيسرين سان، ۽ توهان کي پاڻ سان گڏ رهندڙ مخلوق سان هئي؟"[2]

"ڇا توهان پنهنجي خالق، الله تعاليٰ سان محبت ڪرڻ گهرو ٿا؟ تہ پوءِ پهريائين پاڻ سان گڏ رهندڙ ساهوارن سان پيار ڪريو."[3] "ڇا توهان پنهنجي مالڪ جي رضا حاصل ڪرڻ گهرو ٿا؟ تہ پوءِ ان جي مخلوق سان محبت ڪريو جيڪو توهان کي پاڻ لاءِ پسند آهي انهن لاءِ بہ اهو پسند ڪريو. جيڪو توهان کي پنهنجي لاءِ پسند ڪونہ آهي، انهن لاءِ بہ اهو پسند نہ ڪريو. انهن سان ائين پيش اچو جيڪو پنهنجي لاءِ گهرو تہ پيو توهان سان ائين پيش اچي." پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بداخلاقي واري گفتگو سازشي طريقن ۽ خود فريبي واري بي ديني جي سخت لفظن ۾ ننداکيائون. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سچ، سخاوت ۽ ياٿيي واري پيار جي سٺائي کي صفا چٽي انداز ۾ کولي بيان ڪيائون.

---

[1] انهن لفظن جي استعمال لاءِ ڏسو ڪلئرڪ (Clarke) جو ڪتاب "ڏهہ عظيم مذهب (Ten Great Religions) باب پهريون.

[2] مشڪات شريف.

[3] ڏسو صحيح بخاري تي قسطلاني جي لکيل شرح حصو پهريون، صفحو 70.

هر زماني ۽ هر قوم جي حالتن مطابق اسلامي اصولن ۾ جيڪا حيرت انگيز مناسبت آهي؛ عقل جي روشني سان انهن جو مڪمل اتفاق: ان ۾ ڪي اهڙا مخفي ۽ پراسرار مسئلا ڪونہ آهن جيڪي انساني سيني ۾ پوڪيل ازلي حقيقتن جي چوڏاري ڪنهن جذباتي جهالت جو پاڇو وجهن. اهي سيئي ڳالهيون ثابت ڪن ٿيون تہ اسلام انسان جي فطرت لاءِ مذهبي شعبن جي جديد ترين ترقي جي ترجماني ڪري ٿو. جن ماڻهن اسلام جي ڪجهہ هدايتن جي تاريخي اهميت کي نظرانداز ڪيو آهي، انهن پنهنجي ان رَوَش ڪري اهو سمجهيو آهي تہ انهن هدايتن جي ظاهري سختي يا سوچ جي موجوده طريقي سان انهن جي اڻ موافقت، اسلام جي انهي دعوا کي تہ اهو عالمگير مذهب آهي، ناقابل قبول بڻائي ٿي ڇڏي، پر جيڪڏهن انهن ضابطن ۽ هدايتن جي تاريخي اهميت جي معمولي تحقيق ڪئي وڃي، ۽ حقيقتن کي جانچڻ ۾ ٿوري وڏيڪ انصاف پسندي کان ڪم ورتو وڃي تہ ظاهر ٿي ويندو تہ اهڙا اسلامي قانون جيڪي جديد زماني جي گهرجن يا تعصبن سان هم آهنگ نٿا ٿين، اهي عارضي ۽ وقتي حيثيت رکندا هيا. اسلام جي عالمگيريت، ان جي واڌ ويجهہ ۽ سيني اخلاقي اصولن ڏانهن ان جي فراخ دلي کي ياتہ مخالف مذهبن جي تعصب صحي ڪونہ سمجهيو آهي يا ڄاڻي واڻي بگاڙيو ويو يا لڪايو ويو آهي.

قران شريف ۾ ڄاڻايل آهي "بيشڪ اهي جيڪي مسلمان آهن، ۽ يهودي ۽ ستارا پرست ۽ نصارا انهن مان جن سچي دل سان الله ۽ قيامت تي ايمان آندو ۽ چڱا ڪم ڪياتہ انهن لاءِ نہ ڪو ڊپ آهي ۽ نہ وري غم." (سورت مائده آيت 69).[1]

پنجين سورت ۾ انهي مضمون کي ساڳين لفظن ۾ وري وري دهرايو ويو آهي، ۽ بيون سوين عبارتون ثابت ڪن ٿيون تہ اسلام "چوتڪاري" کي صرف حضرت محمد صلي الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جي امت تائين محدود نٿو رکي. "... اسان توهان سمورن لاءِ هڪ شريعت ۽ رستو مقرر ڪيو ۽ الله گهري هاتہ توهان سمورن کي هڪ ئي امت ڪري ها مگر مرضي اها آهي تہ جيڪو توهان کي ڏنائين انهيءَ ۾ توهان کي آزمائي، ڀلائي جي ڪم ۾ هڪٻئي کان اڳرائي ڪريو توهان

---

[1] انهن تعليمات جي جوهر کي اٿيعيزين(Athanasian) عقيدي سان پيٺ ڪريو.

سمورن جو موٽڻ الله ڏانهن آهي، اهو توهان کي (ان بابت) ٻڌائيندو جنهن ڳالهه ۾ توهان جهڳڙو ڪندا هيا.“ (سورت مائده آيت 48).[1]

دنيا جي سيني مذهبن منجهان جن انساني ضمير تي حڪومت ڪئي آهي، حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو پيش ڪيل اسلام اڪيلو مذهب آهي جيڪو ٻنهي نظرين کي پاڻ ۾ سمائي ٿو جيڪي مختلف زمانن ۾ انساني ڪردار جا بنيادي محرڪ رهيا آهن يعني انساني مان مرتبي جي جاڳرتا جنهن کي قديم فلسفن ۾ وڏي اهميت حاصل آهي، ۽ انساني گناهن جو احساس جيڪو عيسائي عقيدن جي بچاءُ ڪندڙن کي گهڻو عزيز آهي. اهو عقيدو تہ آخرت ۾ انسان کان صرف سندس اعمالن جو حساب ٿيندو اهو عقيدو مسلمانن کي عالمي انساني دوستي ۽ من مارڻ واري مشغولي جي ترغيب ڏئي ٿو. الله تعاليٰ جي وحدانيت، پيار ۽ رحم ۾ پروسو ۽ الله تعاليٰ جي رازق هجڻ ۾ ايمان، ان کي قادرمطلق جي آڏو خود انڪساري ڪرڻ سيکاري ٿو ۽ انهن اعليٰ گڻن جي عمل ڪرڻ لاءِ رهنمائي ڪري ٿو جن تي غيرن الزام هنيو تہ اسلام جا اهي گڻ يعني شڪر ڪرڻ، صبر ڪرڻ، راضي رهڻ ۽ زندگي جي وهنوار ۾ پختگي وارا عمل غير ذميوارانا عمل آهن.[2] اهو ايمان ڪيس مجبور ڪري ٿو تہ پنهنجي ضمير سان فڪرمندي واري بيچيني سان سوال جواب (بازپرس) ڪندو رهي، جيڪي رجحان ڪيس عمل لاءِ پڙڪائين ٿا[3] انهن تي محتاط طريقي سان ڌيان ڏئي غور ڪندو رهي، ۽ سٺي ۽ خراب جي وچ ۾ تڪرار جي صورت ۾ پنهنجي طاقت تي ڀروسو نہ ڪري پر سيني کان ڀاجهاري قادرمطلق جي مدد تي ڀاڙي.

ڪجهہ مذهبن ۾ اهي فرمان جن ذميوارين لاءِ تاڪيد ڪيو اهي عملي طور بجاآوري کان مڪمل طور تي ناقابل عمل، انساني سياءَ جي ڄاڻ کان ايترو ناقص آهن، ۽ جوشيلن ماڻهن جي خيال پرستي سان

---

[1] وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو سورت عنڪبوت آيت 46، سورت سجده آيت 23 ۽ 24، سورت زمر آيت 41، سورت مؤمن آيت 13.

[2] ڏسو ڪلئرڪ (Clarke) جو ڪتاب ”ڏهہ عظيم مذهب“ (Ten Great Religions)

[3] اخلاص جي موضوع تي حسين واعظ جي ڪتاب ”اخلاق“ ۾ لکيل ڀهرين اخلاقي ڪهاڻي ڏسو.

ايترو گهٽو پريل آهن جو زندگي جي حقي جدوجهدن ۾ بلڪل بيڪار ٿي وڃن ٿا.[1] ڪنهن مذهب جي عالمگيريت کي پرکڻ لاءِ ان جو عملي ڪردار انسانذات جي مشترڪ لاڳاپن تي ان جو جٽادار اثر، روزمره جي زندگي جي وهنوارن ۾ عام ماڻهن تي ان جو اثر رسوخ، حقي ڪسوٽي آهن. ڪنهن مذهب جي خاصيت کي تسليم ڪرڻ لاءِ اسان کي غيرمعمولي ذهن ڏانهن ڏسڻو ڪونه آهي پر اسان کي ان جي صحي ڪردار کي سمجهڻ لاءِ عام ماڻهن منجهه ڳولا ڪرڻي پوندي آهي. ڇا اهو انهن مٿان اثرانداز ٿيڻ جي وڏي طاقت رکي ٿو؟ ڇا اهو انهن کي ترقي وٺرائي ٿو؟ ڇا اهو انهن جي ذميوارين ۽ حقن جي اصول کي ضابطي ۾ رکي ٿو؟ ڇا جيڪڏهن ان کي ڏاکڻي سمنڊ جي جزيري جي رهاڪن ڏانهن کڻي وڃجي يا ڪافرستان جي رهاڪن ۾ تبليغ ڪجي ته انهن ۾ سڌارو آڻيندو يا مورڳو انهن جي حالت کي خراب ڪندو؟ هي اهڙا سوال آهن جيڪي قدرتي طور اسان جي دل ۾ پيدا ٿين ٿا. اسلام ۾ هڪڙي بلند نظر مقصديت کي هڪڙي معقول عمليت سان گڏ ڪيو ويو آهي. ان انساني طبيعت کي نظرانداز ڪونه ڪيو. ان پاڻ کي ڪڏهن به وروڪڙ پيچرن ۾ ڪونه ڦاسايو جيڪي حقيقي ۽ اصلي دائرن کان ٻاهر هجن. ٻين مذهبي دستورن وانگر ان جو مقصد به اهو هيو ته انسانذات کي ڪماليت جي اوچي درجي جي ترقي واري مثالي معراج ڏانهن کڻي وڃي پر اهو ان مقصد کي حاصل يا حاصل ڪرڻ جي ڪوشش انهيءَ سوچ سان ڪري ٿو ته هن مادي زندگي ۾ انسان جي فطرت اڻپوري آهي. اسلام ائين ڪونه چيو "جيڪڏهن ڪو ماڻهو تنهنجي ڳل تي لپاٽ (چماٽ) هڻي ته تون ٻيو ڳل پڻ ان ڏانهن ڦيراءِ" پر اسلام ڪنهن شرارتي ڏوهي کي ان جي ڪيل ڏوهه مطابق سزا ڏيڻ جي اجازت ڏني[2] ته ان سان گڏوگڏ اسلام پرجوش لفظن ۾ مختلف ڪوششن

---

[1] موسيو ارنيسٽ هارويٽ(M. Ernest Harvet) جا اهي قول ڏسو جيڪي ان پنهنجي قيمتي ۽ معتبر ڪتاب "لي ڪرسچئنزم ايٽ سيس اوريجنس ( Le Chriatianisme et ses Origines) ۾ پيش ڪيا آهن.

[2] سورت حج آيت 39. ٿونيزن(Thonissen) جو اهو قول ياد رکڻ جي قابل آهي جنهن ۾ ان چيو آهي ته حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه و آله وسلم ڇاٽي واٽي برايون ڪرڻ وارن کي سزا ڏيڻ جي اجازت انهي مقصد ڪري ڏني ته جيئن انهن کي سنگين ڏوهن کان روڪي سگهجي. ڏسو ڪتاب "هسٽري ڊي ڊروئٽ (ڏسو بقايا...)

سان برائي جي بدلي چڱائي ڪرڻ، معاف ڪرڻ ۽ ڀلائي ڪرڻ جو عمل پڻ سيکاريو. قرآن شريف ۾ آهي "ان ڪان وڌيڪ ڪنهن جي ڳالهه چڱي ٿي سگهي ٿي جيڪو الله ڏانهن سڏي ...... نيڪي ۽ برائي برابر ڪونه ٿينديون ....... برائي کي ڀلائي سان ٽاريو." (حٰم سجده آيت 33 ۽ 34) وري هڪ جاءِ تي بهشت بابت ذڪر ڪندي قرآن شريف ڄاڻائي ٿو "اهي جيڪي گناهن ۽ بي حيائين کان پاسو ڪندا آهن ۽ جڏهن ڪاوڙ اچي ته معاف ڪري ڇڏيندا آهن، اهي (آهن) جن پنهنجي رب جو حڪم مڃيو." (سورت شوريٰ آيت 37 ۽ 38).

انهن اعليٰ اصولن جي عملي بجاآوري ڪوڙڙي جذباتيت جي منجهيل حالت ۾ سانڍي رکيل ڪونه آهي پر اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي سچي پوئلڳي ذريعي زندگي جا عملي اصول قائم ڪن ٿا. ٻين مذهبن جي پوئلڳن تڪليفن اندر جيڪي صبر جا مثال پيش ڪيا تاريخ انهن کي محفوظ ڪري ڇڏيو آهي ته جيئن آئنده نسل خراج تحسين ادا ڪن. پر ڪاميابي واري حالت جي مقابلي ۾ ٻي وسي جي حالت ۾ جڏهن انسان وٽ ٻي واجبي ڪندڙ کي سزا ڏيڻ لاءِ طاقت ڪونه هوندي آهي ته صبر واري معافي جي خوبي جو مظاهرو آسان هوندو آهي. ڪربلا جي عظيم شهيد حضرت امام حسين عليه السلام جي باري ۾ بيان ڪيو ويو آهي ته هڪڙو دفعو جڏهن پاڻ رات جي ماني کائڻ لاءِ ويٺا ته هڪڙي غلام گرم ٻوڙ جي پيالي انهن مٿان هاري وڌي ۽ پوءِ سندن قدمن ۾ ڪري قرآن شريف جي هي آيت پڙهڻ لڳو "جنت انهن لاءِ آهي جيڪي ڪاوڙ کائي وڃن ٿا" امام حسين عليه السلام فرمايو "مون کي توتي ڪاوڙ ڪونه آهي." غلام اڳتي پڙهڻ لڳو "۽ انهن لاءِ به جيڪي انسانن جي خطائن کي درگذر ڪندا آهن." امام عليه السلام فرمايو "مون توکي معاف ڪيو." بهرحال غلام آيت پڙهي پوري ڪئي "ڇوته الله احسان ڪندڙ سان محبت ڪري ٿو." (سورت آل عمران آيت 134) امام حسين عليه السلام فرمايو "مون توکي غلامي مان آزاد ڪيو ۽ چار سو درهم به ڏيان ٿو."[1]

---

(بقايا) ڪرمنل ڊيس پيپلس اينشنٽ (History du Droit Criminel des peoples anciens) جلد ٻيو صفحو 67

[1] سيل (Sale) به پنهنجي طرفان قرآن شريف جي ڪيل ترجمي جي ٽئين باب تي لکيل تبصري ۾ هن واقعي کي بيان ڪيو آهي. گبن (Gibbon) به (ڏسو بقايا.....)

”ڪشاف“ جو ليکڪ (زمخشري) اسلامي تعليمات جو خلاصو هيئن پيش ڪري ٿو: جيڪو توکي ڏڪاري ان سان پنهنجائپ جو مظاهرو ڪر. جيڪو توکان ڪجهه وٺي ان کي اجان به وڌيڪ ڏي، جيڪو توکي تڪليف پهچائي انکي معاف ڪر،[1] ڇو ته الله تعاليٰ کي اها ڳالهه پياري آهي ته تون ان جي صفتن جي پاڙن کي پنهنجي روح جي گهرائين ۾ مضبوط ڪرين.[2]

ڇا ڀي ڪابه عبارت پنهنجي جذبي جي سچائي ۾ هيٺ ڏنل قرآني عبارت جي مقابلي ۾ وڌيڪ خوبصورت ٿي سگهي ٿي:

”رحمٰن جا اهي ٻانها جيڪي زمين تي آهستي هلندا آهن ۽ جڏهن جاهل انهن سان ڳالهائيندا آهن ته چوندا آهن بس سلام. ۽ جيڪي پنهنجي رب جي واسطي قيام ۾ ۽ سجدي ۾ رات گذاريندا آهن ...... ۽ اهي جڏهن خرچ ڪندا آهن ته نه حد ٽپندا آهن ۽ نه تنگي ڪندا آهن پر انهن ٻنهي جي وچ ۾ اعتدال سان رهندا آهن ۽ اهي جيڪي الله سان گڏ ڪنهن ٻئي معبود جي پوڄا ڪونه ڪندا آهن ۽ ناحق قتل ڪونه ڪندا آهن ....... ۽ بدڪاري ڪونه ڪندا آهن ....... ۽ جيڪي ڪوڙي شاهدي نٿا ڏين ۽ جڏهن بيهودگي وٽان لنگهندا آهن ته پنهنجي عزت سنڀالي لنگهي ويندا آهن ....... ۽ اهي جيڪي عرض ڪندا آهن ته اي اسان جا رب اسان کي اسان جي زالن ۽ اولاد مان راحت ڏي ۽ اسان کي پرهيزگارن جو اڳواڻ بڻاءِ. انهن کي جنت جو سڀ کان اوچو گهر انعام ۾ ملندو...... اتي (بهشت ۾) سندن ڪيڪار ۽ سلام سان استقبال ٿيندو سدائين ان ۾ رهندا (اها) ڪهڙي نه سٺي رهڻ ۽ ٽڪڻ جي جاءِ آهي.“ (سورت فرقان آيت 63 کان 76).

---

(بقايا) پنهنجي تاريخ (زوالِ روما) ۾ بيان ڪيو آهي. پر پل ۾ ٻنهي ان کي امام حسن عليه السلام ڏانهن منسوب ڪيو آهي. ڏسو تفسير حسيني، ڇاپو ميرٺ، صفحو 199.

[1] انهي ڳالهه جي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه و آله وسلم جي انهي ارشاد سان پيٺ ڪريو جيڪو ابو درداء مشڪات (ڪتاب 4، باب پهريون، فصل 2) ۾ روايت ڪيو آهي ۽ مستطرف ۾ ”معاني ـ عفو“ تي آيل سموري باب (باب ڇٽيهون) ۾ بيان ڪيو آهي.

[2] زمخشري جو ڪشاف حصو پهريون، صفحو 280. مصري ڇاپو.

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو پيش ڪيل دين، اسلام اهو آهي. اهو ڪو محض هڪڙو عقيدو ڪونہ آهي پر اهو زماني ۾ گذاري ويندڙ حياتي جو هڪڙو طريقو آهي. احسان ڪرڻ، سٺي سوچ رکڻ ۽ سچ ڳالهائڻ وارو هڪڙو مذهب آهي جنهن جو بنياد حبِ الاهي، عالمي انسان دوستي ۽ الله جي نظر ۾ سڀني انسانن جي برابري تي رکيل آهي. توڙي جو اسلام جي گهٽن جديد عالمن مان ڪيترن پنهنجي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عظيم ڪارنامي کي ڏنڊلائي ڇڏيو آهي ( جديد اسلامي مذهب جي خامين تي پڻ هڪڙو داستان لکي سگهجي ٿو). پوءِ بہ اهو مذهب جيڪو ديانتداري ۽ "عمل جي نيت"[1] سان واڳيل آهي اهو انسانيت سان پيار ڪندڙن جي ميجتا جو حقدار آهي.

**مي تواني ازرہ آسان شدن بر آسمان**

**راست باش وراست روڪہ آنجا نہ باشد ڪاستي.**

(جيڪڏهن تون گهرين ٿوتہ الله تعاليٰ کي ويجهڙو ٿيڻ لاءِ آسمان جي بلندين تائين پهچڻ آسان ٿئي، تہ پارسا ٿي ۽ پارسائي جي رستي تي هل، ڇوتہ اتي بيائي ڪونہ ٿي هلي.)

جلال الدين رومي رحمت الله تعاليٰ عليہ فرمائي ٿو:

**ازبهايم بهره داري وز ملائڪ نيز هم**

**بگذر ازبهايم تا از ملائڪ هم بگذري**

(جيڪڏهن جانورن کان معتبر ٿيڻ ٿو گهرين ۽ پڻ ملائڪن کان بہ اتاهون تہ جانورن واريون خصلتون ختم ڪر تہ ملائڪن کان بہ اتاهون ٿي ويندين)

موجوده حياتي آخرت واري حياتي جي پوک آهي. انساني ڀلائي لاءِ نفس جي ڪامل انڪساري سان ڪم ڪرڻ ۽ ڪامل اڪمل جي ڪماليت ڏانهن رسائي لاءِ سموري سگهہ سان جاکوڙڻ اسلام جو مکيہ اصول آهي. سچو مسلمان ساڳي وقت سچو عيسائي بہ آهي، ڇوتہ اهو حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي نبوت کي مڃي ٿو ۽ ان طرفان تبليغ ڪيل اخلاق تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. پوءِ سچو عيسائي عظيم مبلغ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي، جنهن ڀهرين نبين جي

---

[1] ڪاٽر موريسن (Cotter Morrison) پنهنجي "سروسز آف مئن" (Services of Man) نالي ڪتاب ۾ مخالف نظرئي کي انساني اخلاق لاءِ هاڃيڪار چيو ٿو.

ڪم ڪي پڄاڻي تي پهچايو ڇو مهت نہ ٿو ڏئي؟ ڇا پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم دنيا جي پتڪيل ماڻهن کي سڏاري جي واٽ ڏانهن موٽي اچڻ جي دعوت ڪونہ ڏني؟

حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي باري ۾ خدا جو پٽ هجڻ جي نظرئي تي اختلاف هجڻ کان سواءِ اسلام ۽ عيسائيت جي وچ ۾ ڪو بہ بنيادي فرق ڪونہ آهي. پنهنجي جوهر ۾ اهي ٻئي هڪ ۽ ساڳيا آهن: اهي ٻئي انسانيت ۾ ڪم ڪندڙ ساڳين روحاني طاقتن جي پيداوار آهن. عيسائيت رومين ۽ يهودين جي بي حسي واري مادي پرستي خلاف هڪڙو احتجاج هئي. جڏهن تہ اسلام عربن جي ذلت واري بت پرستي، انهن جي پرتشدد روايتن ۽ دستورن جي خلاف جنگ جو اعلان هيو. عيسائيت جي هڪڙي منظم حڪومت جي تابع رهندڙ وڌيڪ مُهذب ۽ سڌريل رعيتي ماڻهن منجهہ تبليغ ڪئي وئي جنهن ڪي نسبتن معمولي ڏکيائن سان مقابلو ڪرڻو تي پيو. جڏهن تہ اسلام جي تبليغ جهڳڙالو قبيلن ۽ خاندانن منجهہ ٿي ۽ ان ڪي ذاتي مفادن جي مڙني رجحانن ۽ قديم ٿوهم پرستين خلاف وڙهڻو تي پيو. عيسائيت جيڪا مشرق ڏانهن وڌي رهي هئي ان کي هڪڙي مُهذب پر نرالي ڪردار واري ماڻهوءَ روڪي ڇڏيو جيڪو توڙي جو نسلي طور يهودي هيو پر تعليم ذريعي اسڪندريا جو هڪڙو يوناني هيو تنهن ڪري عيسائيت روم ۽ يونان ڏانهن وڃي نڪتي ۽ اتي پهچي ان صدين واري ڪافراڻي تهذيب کي پاڻ ۾ سمائي نون خيالن ۽ عقيدن کي پيدا ڪيو. عيسائيت ان گهڙي کان جڏهن ان پنهنجي جنم ڀومي مان لڏپلاڻ ڪئي تہ ساڳي عيسائيت ڪونہ رهي. بلڪ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي دين جي بجاءِ اها پال حواري جو مذهب ٿي وئي. قديم ڪفر جا ديوتائي مندر پنهنجي زوال ڪري ڏڏڻ لڳا هيا. يونان ۽ اسڪندريائي فلسفي رومي دنيا کي ذهني طور هڪڙي مجسم خدا يعني نيم خدا (ڊميورجس Demiurgus) ـ هڪڙو آسماني وجود. ابديت جي سنگت ۾ جاول هڪڙو الوهي مظهر ـ تي ايمان آڻڻ لاءِ تيار ڪري ڇڏيو هيو پر اهو تصور پال جي سيڪاريل عيسائيت ۾ جذب ٿي ويو. جديد زماني جي مثاليت پرست عيسائيت جيڪا حقيقي مذهب جي بجاءِ هڪڙو فلسفو وڌيڪ آهي، اها عيسائيت کان اڳ ۽ عيسائيت کان پوءِ وارين صدين جي تهذيب جي پيداوار آهي. اسلام مڪمل طور تي بگڙيل سماجي ۽ بگڙيل اخلاقي

حالتن دوران هڪڙي قوم منجهه مختلف نموني سان تبليغ ڪيو ويو هيو. مرتبي ۾ گهٽيل عيسائيت طرفان پنهنجي خلاف بيهاريل رڪاوٽ کي جيڪڏهن اهو ڪيرائڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي ها ۽ ڏرتي جي سڌريل قومن منجهه پنهنجو رستو ٺاهي وڃي ها ته ان جي ترقي ۽ ان جي ڪردار جو نقشو ان کان مڪمل طور تي مختلف هجي ها جيڪو اهو هاڻي گهٽ مُهذب مسلمان برادرين منجهه ڏسڻ ۾ اچي ٿو. مختلف علائقن منجهان وهندڙ ندين وانگر انهن ٻنهي مذهبن جنهن ماحول منجهان پنهنجي واٽ لڌي آهي ان جي خصوصيت مطابق مختلف نتيجا پيش ڪيا آهن. ميڪسيڪو جو اهو رهاڪو جيڪو مذهبي رياضت لاءِ پاڻ کي ٿوهر جي ٿارين سان اذيت ڏئي ٿو ڏکڻ آمريڪا جو بت پرست، بلڪ عيسائي قومن جو گهٽ درجي وارو طبقو ڪنهن به طريقي ۾ عيسائي ڪونہ آهن. انهن ۽ جديد عيسائي فڪر جي اڳواڻن جي وچ ۾ ويڪري خليج بيٺل آهي. اسلام جتي بہ مُهذب پٽي واري ۽ ترقي پذير قومن منجهه پنهنجي واٽ لڌي آهي تہ اتي پاڻ کي مڪمل طور ترقي پذير لاڙن سان هم آهنگ ثابت ڪيو آهي. ان سپيتا کي هٿي ڏني آهي، ۽ مذهب کي مثالي بڻايو آهي.[1]

ڪوبہ مذهب، غيرمُهذب ۽ اڻ ڄاڻ ماڻهن تي هڪڙي جتادار فائدي واري اثر جو عملي مظارو تڏهن ڪري سگهندو جڏهن ان جا "احڪام ۽ ممنوعات" (امر و نواحي) نمايان طور تي مثبت ۽ قطعي هجن. اعليٰ ۽ وڌيڪ روحانيت سان سرشار ذهن اڪثر ڪري ٻاهرين هدايتن ڏانهن توجهه ڪرڻ کان سواءِ بہ پنهنجن هم عصر مخلوقات ڏانهن واسطو رکندڙ ذميواري جي حدن کي پنهنجين دلين جي سنداڻ تي ڍالڻ جي قابل هوندا آهن. اهي مراقبي ذريعي الله تعاليٰ سان بہ رابطي ۾ هوندا آهن، ۽ انهن کي چڱي ۽ بري، سچ ۽ پاڪائي ۾ تميز ڪرڻ جو شعور فطري طور عطا ٿي ويندو آهي جيڪو انهن جي زندگي سان گڏ

---

[1] اهو مذهب جنهن حضرت علي عليہ السلام جي غازيانہ وفاداريءَ امام جعفر صادق عليہ السلام جي حلم ۽ نرم مزاجي، امام موسيٰ ڪاظم عليہ السلام جي صبر ۽ تقوا، حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي ازلي پاڪدامني، حضرت رابعہ بصري رضي الله تعاليٰ عنها جي پارسائي کي جنم ڏنو اهو مذهب جنهن ابن سينا، البيروني، ابن خلدون، سنائي، جلال الدين رومي، فريدالدين عطار، ابراهيم ادهم جهڙن ۽ اهڙن ٻين ڪيترن ماڻهن کي پيدا ڪيو اهو مذهب يقيني طور پاڻ ۾ اهڙيون خصلتون رکي ٿو جن مان فلاح و بهبود جي اميد ڪري سگهجي ٿي.

وڏندو رهندو آهي. افلاطون ۽ ارسطو جن کي ڪڏهن بہ الهامي دينن جو نور نصيب ڪونہ ٿيو ان جي باوجود انهن دنيا کي اخلاقيات جي اعليٰ اصولن بابت اهڙي منفرد وضاحت سان ٻڌايو هيو جيئن وڏن پيغمبرن تلقين ڪئي هئي. انهن کي پڻ اها صلاحيت الله تعاليٰ جي ڪرم سان حاصل ٿي هئي ۽ انهن جي پنهنجن سوچن انهن جي رهنمائي ڪري انهن کي حق جي ويجهو پهچائي ڇڏيو هيو.

بهرحال، انسانذات جو عام لڏو جيڪو اڻ ڇاٽائي ۾ يا اڻ شانائتي انداز ۾ ٻڌل آهي، يا اهڙا ماڻهو جيڪي غيرمُهذب ۽ خراب عادتن جو شڪار آهن، انهن لاءِ اخلاقي هدايتون ڪابہ معنيٰ ڪونہ ٿيون رکن، جيستائين انهن کي چڱي نموني سان قانوني انداز سان ۽ سزا ۽ جزا سان گڏائي پيش نہ ڪيو وڃي. نہ مذهب جو اخلاقيات سان واسطو رکندڙ پهلو انهن جي احساسن ۽ جذبن کي حرڪت ۾ ثو آڻي؛ ۽ نہ وري فلسفاڻا نظريا انهن جي ذهنن، انهن جي روزمره واري هلت يا انهن جي حياتين جي طورطريقن تي اثرانداز عمل ڪن ٿا.

منجهيل اصولن تي خطبن ڏيڻ جي مقابلي ۾ ڪنهن مثال ۽ چاڻ ڏيڻ ذريعي انهن جي دلين تي وڌيڪ جلدي اثر ٿيندو آهي. انهن کي نہ صرف پنهنجي هم عصر مخلوقات ڏانهن پنهنجن لاڳاپن کي ضابطي ۾ رکڻ لاءِ پر خالق سان تعلق رکڻ لاءِ پڻ، واضح هدايتن جي گهرج هوندي آهي، ورنہ اهي اهڙن قانونن جي غير موجودگي ۾ انسان تہ ڇا پر پنهنجي مالڪ کي بہ وساري ويهندا آهن.

ستين عيسوي صدي ۾ اسلام کي جيڪا ڪاميابي ملي ۽ جنهن تيزي ۽ شاندار طريقي سان اهو دنيا ۾ پکڙيو هيو اهو انهي حقيقت ڪري هيو تہ ان انساني سياء جي انهي لازمي ضرورت کي تسليم ڪيو. تڪراري فرقن ۽ عقيدن جي هڪڙي اهڙي دنيا ۾ جنهن لاءِ عمل جي بجاءِ لفظ تمام گهڻي اهميت وارا هيا، ان هڪڙي ڪامل طاقت طرفان مليل مثبت هدايت جي صورت ۾ خطاب ڪيو. توڙي جو اسلام اخلاقي ۽ سماجي بگاڙ واري ماحول ۾ جنم ورتو پر ان جو مقصد اهو هيو تہ هڪڙي ازلي ذات جي پوڄا جي تڪميل ڪرائي ۽ ائين انسانذات جو توجهہ فرضن جي بجاآوري ڏانهن ڇڪائي جيڪو روحاني ترقي جو واحد طريقو آهي. اخلاقي طور ڪريل نسلن کي سماجي اخلاقيات جي هڪڙي اعليٰ درجي تائين مٿي ڪڻڻ ۾ پنهنجي

ڪاميابي ذريعي ان دنيا تي هڪڙي مثبت دستور جي ضرورت کي ثابت ڪيو. ان پرهيزگاري، سنجيدگي، سخاوت، انصاف ۽ برابري کي الله تعاليٰ جي فرمانن جي حيثيت ۾ پيش ڪري انهن کي اهڙن اوصافن جي تعليم ڏنائين. ان انساني برابري (مساوات) وارو جيڪو اصول قائم ڪيو ۽ ان ۾ جيڪو اشتراڪيت سان ملندڙ جلندڙ لاڙو هيو اهو انساني فڪر جي ان سوچ جي نمائندگي ٿو ڪري جنهن جو اظهار گيليلي جي ڪنارن تي ٿيو هيو. پر پنهنجي نهايت فخر واري حالت ۾ بہ اسلام جي عظيم سڪياري انفرادي صلاحيت جي انهن حدن کي ڪونہ وساريو جيڪي معاشي اڻ برابرين جو سبب ٿينديون آهن.

اسلام جي هاڻوڪن عالمن تي افسوس آهي ! قدامت پسنديءَ (Patristicism) جي ناسور پاڻ اربڻ واري حقي جذبي ۽ سچي مذهب جي روح کي تباه ڪري ڇڏيو آهي.

هڪڙي عيسائي مبلغ دين ۽ ديني علم جي وچ ۾ تفاوت کي ۽ انهن خرابين کي جيڪي انهن ٻنهي جي گڏيل مونجهاري منجهان عيسائي ڪليسا ۾ گهر ڪري ويون آهن، وڏي شدمد سان بيان ڪيو آهي.[1] جيڪو ڪجهه عيسائيت ۾ ٿي چڪو آهي، اهوئي اسلام سان بہ ٿي رهيو آهي. عمل جي جاءِ تي زباني اقرار جي ڍونگ جاءِ ورتي آهي. نيڪي ۽ خلوص وارن ڪمن يعني نيڪي ڪرڻ خاطر ۽ الله تعاليٰ جي رضا لاءِ انسانذات سان ڀلائي ڪرڻ وارو ڪم، جي جاءِ ظاهري رسمي طريقن والاري آهي. جذبو ختم ٿي ويو آهي، ۽ الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول سان وفاداري بي معنيٰ لفظ ٿي ويا آهن. اهو جوش ۽ جذبو جنهن ڪان سواءِ انساني وجود وحشي مخلوق ڪان ڪو وڌيڪ سٺو ڪونہ آهي، يعني ڀلائي ڪرڻ ۽ سٺو سوچڻ جو جذبو گم ٿي ويو آهي. اڄوڪن مسلمانن لفظن جي اجائي محبت ۾ حقيقت (معنيٰ) کي نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي. آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان تبليغ ڪيل اصول مطابق زندگي گذارڻ جي بجاءِ، "سنن عملن" ۾ اڳيرائي ڪرڻ جي جدوجهد ڪرڻ جي بجاءِ، "پرهيزگار" ٿيڻ جي بجاءِ الله تعاليٰ جي فرمانبرداري ڪرڻ ۽ ان جي رضا حاصل ڪرڻ خاطر ان جي مخلوق

---

[1] ڏسو پروفيسر موميري(Prof. Momerie) جو "ڊفيڪٽس آف ماڊرن ڪرسچئنٽي"(Defects of Modern Christianity) نالي ڪتاب.

سان پيار ڪرڻ جي بجاءِ، مسلمانن پاڻ کي ٻاهرين ڏيک ويک ۽ موقعي پرستي جو غلام بڻائي ڇڏيو آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اوائلي اصحابن جي دل ۾ پنهنجي اوستاد لاءِ جيڪا تعظيم ۽ احترام هيو قدرتي طور ان جي تقاضا هئي تہ اهي پاڻ کي مڪمل طور ان جي رنگ ۾ رنگي ڇڏين ها. ان جي زندگي جي عام رواجي طريقي جو نمونو ثابت ٿين ها. ان جي روزمره جي حياتي ۾ گذريل واقعن کي آئينو بڻائين ها. هڪڙي شروعاتي مرحلي واري معاشري ۾ وقت جي عام ضرورت مطابق بيان ڪيل فرمانن، قانونن ۽ ضابطن کي دل سان هنڊائين ها. پر ائين فرض ڪري وٺڻ تہ نهايت عظيم سماج سڌارڪ جنهن جهڙو دنيا ڪڏهن ڪو پيدا ڪونہ ڪيو آهي، جيڪو دليل جي حڪمراني جو عظيم حمايتي هو هڪڙو انسان جنهن دعوا ڪئي تہ ڪائنات جو انتظام قانون ۽ ضابطي ذريعي هلايو وڃي ٿو ۽ رهنمائي ڪئي وڃي ٿي، ۽ ٻڌايائين تہ فطرت جي قانون جو مطلب دائمي ارتقا آهي، ان ڪڏهن اهو سوچيو هوندو تہ اهي احڪام بہ جيڪي گهٽ مُهذب قوم جي وقتي ضرورتن مطابق پڌرا ڪيا ويا هيا اهي دنيا جي پڇاڙي تائين ائين جو ائين اڻ بدلجندڙ ئي رهندا تہ اها ڳالهہ اسلام جي پيغمبر سان ناانصافي ڪرڻ برابر آهي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مقابلي ۾ ٻئي ڪنهن بہ شخص کي ان ڳالهہ جو وڌيڪ احساس وارو ادراڪ ڪونہ هيو تہ هن ترقي پزير دنيا ۾ جنهن جا سماجي ۽ اخلاقي اصول سدائين بدلجندا رهن ٿا، نيون نيون ضرورتون پيدا ٿينديون رهنديون ۽ اهو ممڪن آهي تہ پاڻ ڪريمن ڏانهن وحي ذريعي نازل ٿيندڙ آيتون بہ ايندڙ واقعن تي پورو لهي نہ سگهن. جڏهن حضرت معاذ رضي الله تعاليٰ عنہ کي يمن جو گورنر مقرر ڪيو ويو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان کي فرمايو تہ اهو انهي صوبي جو انتظام هلائڻ ۾ ڪهڙي قانون تي عمل درآمد ڪندو. حضرت معاذ رضي الله تعاليٰ عنہ عرض ڪيو "قرآن شريف جي احڪامن مطابق." رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو"پر جيڪڏهن تون ان ۾ ڪا چٽي رهنمائي نہ لهين؟" حضرت معاذ رضي الله تعاليٰ عنہ عرض ڪيو"تہ پوءِ مان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت جي مثال مطابق عمل

ڪندس.“ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم وري فرمايو”پر جي ان ۾ بہ ناڪامي ٿئي؟“ حضرت معاذ رضي الله تعاليٰ عنہ جواب ڏنو”تہ پوءِ مان پنهنجي سمجهہ مطابق عمل (اجتهاد) ڪندس.“ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي اصحابي جي جواب کي تمام گھڻو سٺو سمجهيو ۽ ٻين وفدن کي بہ ان مطابق عمل ڪرڻ جي هدايت ڪيائون.

اهي عظيم مبلغ پنهنجي زماني جي ضرورتن کان، ۽ جن ماڻهن سان ڪين وهنوار ڪرڻو هيو يعني اهڙا ماڻهو جيڪي سماجي ۽ اخلاقي مايوسي جي ڌٻڻ ۾ ڦاٿل هيا. جي گھرجن کان مڪمل طور تي خبروار هيا ۽ پنهنجي دوانديشي ۽ خيالن جي ڪشادگي ذريعي سمجهي ويا. بلڪ ائين چئي سگهجي ٿو تہ اڳڪٿي ڪندي نشاندهي ڪيائون، تہ اهڙو وقت بہ ايندو جڏهن اتفاقي ۽ عارضي ضابطن ۽ عام ۽ مستقل ضابطن ۾ فرق ڪرڻ ضروري ٿي پوندو. ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي: قال رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اِنَّكُم فِي زَمَانٍ مَن تَرَكَ مِنكُم عُشرَ مَا أُمِرَبِهٖ هَلَكَ ثُمَّ يَاتِي زَمَانٌ مَن عَمِلَ مِنهُم عُشرَ مَا أُمِرَبِهٖ نَجا (ترمذي ـ مشڪواة) ”توهان هڪڙي اهڙي زماني ۾ رهو ٿا جنهن ۾ جيڪڏهن توهان پاڻ کي ڏنل حڪم کان ڏهين حصي جيتري بہ غفلت ڪندا تہ تباهہ ٿي ويندا. ان کان پوءِ وري اهڙو زمانو ايندو جو ان ۾ رڳو ڏهين حصي تي عمل ڪندڙ کي بہ ڇوٽڪارو نصيب ٿي ويندو.“

جيئن اسان اڳيئي ٻڌايو آهي تہ هن وقت مسلمان قومن تي جيڪا مصيبت نازل ٿي آهي، اها آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات جو نتيجو ڪونہ آهي. اسلام جي مقابلي ۾ دنيا جي ڪنهن بہ مذهب وٽ ترقي جو ايترو مادو ڪونہ هيو. ڪوبہ مذهب ايترو خالص يا انسانذات جي ترقي پذير گھرجن سان وڌيڪ مطابقت رکندڙ ڪونہ هيو.

مسلمان جماعتن ۾ اچوڪي رڪاوٽ (جمود) جو خاص سبب انهي غلط گمان ڪري آهي، جنهن مسلمانن جي گھڻائي جي ذهنن تي قبضو ڪري ڇڏيو آهي تہ شخصي راءِ (اجتهاد) جي اظهار جو حق اوائلي فقيهن تي ختم ٿي ويو ۽ جديد زماني ۾ ان جو اظهار ڏوهہ آهي. ان

مان هڪڙو شرط اهو آهي تہ هڪڙي مسلمان کي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو پڪو امتي ميجرائڻ لاءِ لازمي طور اسلام جي ديني عالمن طرفان مقرر ڪيل هڪڙي يا ٻئي مذهب سان واسطو رکڻو پوندو ۽ پنهنجي راءِ کي مڪمل طور انهن ماڻهن جي تشريح آڏو ترڪ ڪرڻو پوندو جيڪي نائين صدي ۾ رهندا هيا، ۽ ويهين صدي جي ضرورتن مطابق سوچڻ جو تصور بہ ڪونہ ٿي ڪري سگهيا.

سني فرقي وارن منجهہ اهو عام عقيدو آهي تہ چئن فقهي امامن[1] کان پوءِ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شريعت جي تشريح ڪرڻ لاءِ ڪوبہ اهل ماڻهو پيدا ڪونہ ٿيو آهي. مسلمان هاڻي جن تبديل ٿيل حالتن ۾ رهن ٿا انهن ڏانهن ڪوبہ ڌيان ڪونہ ٿو ڏنو وڃي. اهي معزز فقيهہ ڪيترين صديون اڳ جن نتيجن تي پهتا هيا، انهن نتيجن کي موجوده حالتن تي بہ اهڙي ئي نموني سان موزون سمجهيو وڃي ٿو. شيعا فرقي وارن منجهہ اخباري گروهہ وارو پنهنجي راءِ کي ”شريعت جي تشريح ڪندڙن“ جي فتوائن کان هڪ قدم بہ اڳتي وڌڻ جي اجازت ڪونہ ٿو ڏئي. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم دليل (فڪر) کي انساني ڏاهپ جي اعليٰ ۽ اتم شغل طور ذهن نشين ڪرايو هيو. اسان جي مدرسائي عالمن ۽ انهن جي خوشامدڙين پوئلڳن ان جي اظهار کي ڏوهہ ۽ گناهہ قرار ڏنو آهي.

جيڪو ڪجهہ عيسائين ۾ ٿيو اهو مسلمانن منجهہ بہ ٿي رهيو آهي. اڄوڪي دور ۾ مسلمانن جي وڏي تعداد جو ڪردار ۽ زندگي جو طورطريقو آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات ۽ فرمانن جي سانچي ۾ نٿو ڍاليو وڃي، پر ان جي بجاءِ مجتهدن ۽ فقهي امامن جي خيالن ۽ نظرين تي وڌيڪ عمل ڪيو ٿو وڃي، . جن مان هرهڪ، نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن وحي ذريعي نازل ٿيل آيتن کي پنهنجي سمجهہ مطابق تشريح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهن ترجمانن جوتہ مثال ائين هيوتہ ڄڻ اهي هڪڙي ميڙاڪي ۾ ويهي هڪڙي مبلغ جو خطبو ٻڌي رهيا هيا جيڪو هڪڙي اوچي جاءِ تان ماڻهن جي هڪڙي وڏي ميڙاڪي کي مخاطب هيو ۽ مٿاهين هنڌ تان ڪشادي علائقي کي ڏنائين ٿي، پر ان جي نظر صرف انهن ماڻهن تائين

---

[1] امام ابو حنيفہ، امام مالڪ، امام شافعي ۽ امام احمد بن حنبل.

محدود هئي جيڪي انهن جي پرسان بيٺل هيا. تنهن ڪري اهي ماڻهو مبلغ جي لفظن جي ڳوڙهي معنيٰ کي يا انهي ڳالهه کي تہ اهو ڪهڙي قسم جي ماڻهن کي مخاطب هيو، سمجهي ڪونہ سگهيا. جنهن جو نتيجو اهو ٿيو تہ انهن ان جي لفظن جو مطلب پنهنجي محدود نظر واري دائري اندر يعني انهن جي پنهنجن ذهنن ۾ انساني ضرورتن ۽ انساني ترقيءَ جو جيڪو محدود تصور هيو ان مطابق ڪڍيو. نہ انهن کي آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات جي عالمگيريت جو ادراڪ هيو ۽ نہ انهن ۾ ان جهڙو روحاني جذبو هيو. نہ انهن کي ان جهڙو الهام حاصل هيو. نتيجي ۾ انهن وساري ڇڏيو تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي ذهانت جي اصول هيٺ سموري انسانذات کي خطاب ڪيو هيو. انهن عارضي ڳالهين کي مستقل ڳالهين سان ۽ اصولي کي فروعي سان، ۽ جزوي کي ڪُلي سان ملائي ڇڏيو. عيسائي ڪليسائي پادرين وانگر انهن فقهي عالمن مان ڪيترائي آمر حڪمرانن ۽ بادشاهن جا ملازم هيا. جن جا مطالبا آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فرمانن سان ٺهڪندڙ ڪونہ هيا. تنهن ڪري نوان قانون ايجاد ڪيا ويا، نوان نظريا گهڙيا ويا، نيون حديثون هٿ ڪيون ويون ۽ اسلام جي معلم جي قولن تي پردا چاڙهيا ويا، ۽ اهڙيون معنائون ڪيون ويون جيڪي پنهنجي اصل جوهر کان هٽيل هيون. اهو ان جوئي نتيجو آهي تہ هاڻي دين جي پيروڪارن (مسلمانن) جي ضمير تي جيڪي قانون ۽ ضابطا حڪمراني ڪن ٿا اهي قرآن شريف جي مثبت فرمانن ۽ وضاحتن مان نڪتل ڪونہ آهن، پر گهڻو ڪري فقه ۽ دينيات جي انهن ڪتابن منجهان ورتل آهن جن جي ٻوڏ اسلامي دنيا ۾ بعد وارين صدين دوران آئي.

هڪڙو انگريز ليکڪ ٺيڪ طرح اندازو ڪري ٿو "بلڪل ائين جئين عبراني عهدِ عتيق جي ڪتابن کي نظرانداز ڪري تلمود کي اختيار ڪيو ويو هيو ائين مسلمانن قرآن شريف کي هڪ پاسي تي رکي پنهنجن فقيهن جي فيصلن ۽ روايتن کي پنهنجو رهبر بڻائي ڇڏيو آهي." اهو وڌيڪ لکي ٿو "اسان جي چوڻ جو اهو مطلب ڪونہ آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن بہ مسلمان کان پڇيو وڃي تہ ان جو مذهبي ڪتاب ڪهڙو آهي تہ اهو قرآن شريف کان سواءِ ڪنهن ٻئي ڪتاب لاءِ جواب ڏيندو پر اسان جي چوڻ جو مطلب اهو آهي تہ عملي طور ان جي عقيدي

يا عمل جي رهنمائي قرآن شريف ذريعي ڪونہ ٿي ڪئي وڃي. عيسائيت جي وچولن زمانن (قرونِ وسطيٰ) ۾ نئون عهدنامون نہ پر ٿامس اڪيناس (Thomas Aquinas) جي سماٿيولاجيڪا ( Summa Theologica) يعني "جامع دينيات" عيسائي عقيدن جي ثواب ۽ خطا جي سوالن جو فيصلو ٿي ڪيو. ۽ موجوده دور ۾ ڇا ڪوئي عيسائي پادري عام طور تي مقدس انجيل تي ذاتي غور و فڪر ڪرڻ سان حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي تعليمات مطابق پنهنجا عقيدا حاصل ڪري ٿو؟ غالبن جيڪڏهن اهو ڪنهن دستاويز مان رهنمائي وٺي ٿو تہ اهو صرف چرچ واري مذهبي ڪتاب (سوال ۽ جواب نامو) کي ئي نظر مان ڪيدي ٿو ۽ اهوئي ان لاءِ ڪافي هوندو آهي. يا جيڪڏهن اهو معلومات ڪرڻ واري ڪنهن خاص طبيعت جو لاڙو رکندڙ هوندو آهي تہ 39 شقن جو مطالعو ان جي مڙني ڏکيائين کي حل ڪري ڇڏيندو آهي. تڏهن بہ جيڪڏهن ان کان پڇيو وڃي تہ اهو پڻ ائين چوندو تہ ان جو مذهبي عقيدو انجيل مان نڪتل آهي ۽ انهن ڳالهين کي ڪونہ مڃيندو جن طريقن سان ان ۾ ردبدل ڪئي وئي آهي. ٿلهي ليکي چئجي تہ جديد مسلماني بہ اهڙن طريقن سان ٿاهيل آهي، ۽ هن وقت مسلمان جيڪو گهڻو تڻو عمل ڪن ٿا يا عقيدي طور مڃين ٿا اهو قرآن شريف ۾ ڪونہ ٿو ملي سگهي.

اڃا بہ هر طريقو هر مڪتب فڪر، پاڻ ۾ ترقي جا جيوڙا سمائي ٿو ۽ هاڻي جيڪڏهن ان جي ترقي رڪيل آهي تہ اهو صرف فقيهن جو ڏوهہ ڪونہ آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ ماڻهو آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ارشادن جي اصل جذبي کان ويڳاڻا ٿي ويا آهن. بلڪ سچ پچوتہ پهرين مذهبي اڳواڻن (علماء سلف) جي قولن کي بہ سمجهي ڪونہ سگهيا آهن.[1]

---

[1] محمد امين شامي جو "ردالمحتار" ۽ شيخ زاده جو "مجمع الانهار". هدايہ ۽ ماتڪ ڪتابن کان گهڻو تفصيلي آهن. جيئن ڪوڪ(Coke) يا بلئڪ اسٽون( Black Stone) ۾ جاٿايل خيالن مٿان ايلڊن (Eldon) ۽ مئنسفيلڊ (Mansfield) جا تبصرا. شيخ مرتضيٰ جا رايا پنهنجي فراخ دلي ۽ روشن خيال بڻائڻ وارن لاڙن ڪري تنگ نظر ۽ پنهنجي راءِ تي ياڙڻ وارن محققن کان گهڻو مٿانهان آهن. پر خوشامدڙيو "اخباري" شيخ مرتضيٰ جي خيالن جي مقابلي ۾ بين جي پيروي ڪري ٿو.

مغربي دنيا ۾ مذهبي اصلاح (Reformation) جو پيش خيمو ثقافت جي نشاتِ ثانيہ (Renaissance) هئي ۽ يورپ جي ترقي تڏهن شروع ٿي جڏهن ان ڪليسائي پابندين کي ٽوڙي ڦٽو ڪيو. اسلام ۾ پڻ روشن خيالي ئي سڌاري جو پيش خيمو ٿيندي، ۽ ان کان اڳ جو مذهبي زندگي جي نئين سر سجاوٽ ٿئي، ماڻهن جي ذهن کي انهن پابندين کان لازمي طور جان ڇڏائڻي پوندي جيڪا لفظي تشريح ۽ "روايتي ورثاء" (تقليد) جي عقيدي ان تي صدين کان مڙهي ڇڏي آهي. اهڙي روايت پسندي (ظاهريت) کي، جيڪا عبادتگذار جي دل ۾ ڪشش پيدا نہ ڪري، لازمي طور ترڪ ڪرڻو پوندو. ٻاهرين ڏيکاءُ کي لازمي طور اندر جي احساس جي تابع ڪرڻو پوندو. ۽ اخلاقيات جي سبقن کي لازمي طور ذهن جي کوپري ۾ پڪو ڪرڻو پوندو. صرف ان کان پوءِ ئي اسان اميد ڪري سگهنداسين تہ اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان هدايت ڪيل ذميواري جي اصولن لاءِ نئين سر ذوق ۽ شوق پيدا ٿيندو. اسلامي دنيا ۾ سڌارو تڏهن شروع ٿيندو جڏهن هڪ دفعو اهو تسليم ڪيو ويجي تہ ڪلامِ الاهي ڪنهن بہ ٻولي ۾ ترجمو ٿيل هجي تہ ڪلامِ الاهي ئي هوندو آهي ۽ پنهنجو قدرتي اثر برقرار رکندو آهي ۽ خدا جو ذڪر ڪنهن بہ زبان ۾ ڪيو ويجي تہ الله تعاليٰ قبول ڪندو آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خود پنهنجن ڌارين ٻولين وارن امتين کي انهن جي پنهنجين ٻولين ۾ نماز ادا ڪرڻ جي اجازت ڏني هئي.[1] پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ٻين امتين کي بہ واضح نموني سان اجازت ڏني هئي تہ اهي پنهنجن لهجن موجب قرآن شريف جي تلاوت ڪن، ۽ پاڻ اعلان ڪيائون تہ قرآن شريف ستن لهجن ۾ نازل ٿيو آهي.

اسلام جي اوائلي دورن ۾ انهي ڳالهہ تي اتفاق هيو تہ سمجهڻ سوچڻ کان سواءِ عبادت ڪنهن بہ ڪم جي ڪونہ آهي، امام ابوحنيفہ نماز ۽ خطبي جو ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ پڙهڻ کي ٺيڪ ۽ جائز قرار ڏنو.[2] امام ابوحنيفہ جي شاگردن امام ابويوسف ۽ امام ابومحمّد پنهنجي اوستاد جي راءِ کي ڪجهہ

---

[1] حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنہ جنهن جي حياتي حضرت علي عليہ السلام هڪڙي ٻبر شينهن کان بچائي هئي، پهريون شخص هيو جنهن کي اها اجازت ڏني وئي هئي.

[2] جواهرالاخلاط درالمختار (باب صلوات). اها راءِ "تجنيس" ۾ پڻ ظاهر ڪئي وئي آهي. تحتاوي چوي ٿو تہ امام جي راءِ مُستَنَد آهي ۽ ان جي پيروي واجب آهي. درالمختار جو شارح پڻ فارسي ۾ نمازون ادا ڪرڻ کي جائز مڃي ٿو.

فرق سان مجيو آهي. انهن جو چوڻ آهي تہ انهيءَ صورت ۾ جڏهن ڪو ماڻهو عربي ٻولي نٿو ڄاڻي تہ پوءِ اهو ڪنهن بہ ٻولي ۾ نماز ادا ڪري سگهي ٿو.[1]

بهرحال هڪڙو وڏو ۽ معقول سبب آهي جنهن ڪري جتي بہ ممڪن ۽ قابل عمل هجي اتي نماز جي ادائگي ۾ عربي ٻولي کي بحال رکيو وڃي. اهو سبب انهيءَ ڪري ڪونہ آهي تہ عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻولي آهي پر انهي ڪري جو اها اسلام جي ٻولي ٿي وئي آهي ۽ هڪڙو اهڙو وسيلو آهي جيڪو سموري اسلامي دنيا منجهہ ٻڌي جو جذباتي احساس برقرار رکي ٿو ۽ ٻڌي جي مقابلي ۾ پلا وڏيڪ طاقت ڪنهن ۾ سمايل آهي؟

# نوٽ

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم اسراف جي خلاف جيڪي احڪام جاري ڪيا، انهن کي ٻن قسمن ۾ ڪٽائي سگهجي ٿو: خاصيت جي لحاظ وارا ۽ مقدار جي لحاظ وارا. کائڻ پيئڻ ۽ اهڙين ٻين ڳالهين ۾ اسراف يا فضول وڌاء خلاف منع، ٻئي قسم يعني مقداري سان واسطو رکي ٿي. اها منع ڪنهن حد تائين انهيءَ لاءِ ضروري سمجهي وئي تہ اخلاقي روين کان هيٺ ڪريل شامين ۽ پارسين سان ميل جول ڪري عربن ۾ هڪڙي گهٽ مُهذب قسم جي لذت پرستي پکڙجي وئي هئي، ۽ ڪجهہ اهڙين حالتن ڪري جن جون جهلڪيون اسان کي قرآن شريف ۾ ڏيکاريون ويون آهن. جيستائين سوئر جي گوشت جو تعلق آهي تہ ان جي منع جيڪا خاصيت واري قسم جي هئي، اها ان جو صحت لاءِ نقصانڪار هجڻ ڪري ڪئي وئي هئي ۽ اها منع ايستائين بنا ڪنهن تبديلي جي قائم رهندي جيستائين ان جانور جي فطرت ۽ ان جي گوشت کائڻ ڪري جيڪا بيماري پيدا ٿئي ٿي، اهيَ موجود رهن ٿا. ناچ جي خلاف منع خاص ڪري چڙواڳي ۽ بيهودن ناچن جي خلاف هئي جنهن جي ذريعي مشرڪ عرب پنهنجن سامي ۽ فونيقي ديوتائن ۽ ديوين يعني عشتورث (Ashtoreth)، مولوخ (Molock) ۽ بعل (Boal) جي پوڄا ڪندا هيا.

---

[1] موجوده زماني جا عالم ان جي تاويل ائين ڪن ٿا تہ ڪنهن ٻي زبان ۾ نماز پڙهڻ جي اجازت تڏهن آهي جڏهن نمازي عربي لفظ اچارڻ جي قابل نہ هجي! انهي وضاحت(تاويل) جي ڪمزوري واضح آهي.

## باب ٽيون

# اسلام ۾ آخرت جي زندگي جو تصور

نوٽ: هن باب کي پڙهڻ کان اڳ ڪجهه ڳالهين جو سمجهڻ ضروري آهي.(اردو مترجم)

1. ليڪڪ موت کان پوءِ وارين حالتن جي جنهن انداز ۾ تشريح ڪئي آهي، اهو ان جو پنهنجو بيان ڪرڻ جو انداز آهي.

2. قرآن شريف اها هرگز دعوا ڪونه آهي ته ان ۾ آخرت جي باري ۾ جن حقيقتن ڏانهن ظاهري اشارو ڪيو ويو آهي، اهي بلڪل نيون ۽ اڇوتيون آهن; يا انهن تي دنيا جي مختلف علائقن ۾ غور وفڪر ڪونه ٿيو آهي ۽ انساني فڪر انهي معاملي ۾ ڪوئي ارتقائي قدم ڪونه کنيو آهي. قرآن شريف جي بس اها منشا آهي ته جيڪي ماڻهو هن دنيا ۾ ان جي مادي ۽ حِسي لذت جا غلام ٿي ويا آهن انهن کي يقين ڏياري ته جيڪڏهن توهان هن دنيا ۾ ايمان ۽ عمل جي تقاضائن کي پورو ڪندا ته توهان کي آخرت ۾ ان کان به وڌيڪ، بلڪ مڪمل زندگي عطا ڪئي ويندي.

3. جنت ۽ ان جي نعمتن جي باري ۾ تاويل ۽ تعبير جا به مسلمه اصول رائج آهن. هڪڙي گروهه انهن لذتن ۽ احوال کي انهي بنياد تي حقيقي قرار ڏنو آهي ۽ ظاهر تي محمول ڪيو آهي ته انساني "انا" ۾ زندگيءَ جا اهي ٻئي رخ موجود آهن; ۽ حِسي ۽ معنوي ٻئي پهلو ان "انا" جا اهڙا ترڪيبي جزا آهن جن کي تجريد جي ڪنهن به مرحلي ۾ هڪڙي کي ٻئي کان جدا نٿو ڪري سگهجي. اهو محدثن ۽ اڳين(سلف) جو تصور آهي. عقليت پسند گروهه ان کي اهڙي معنيٰ سان تعبير ڪيو آهي ته انهن ڳالهين کي صرف سمجهائڻ جي لاءِ حِسي اصطلاحن ۾ بيان ڪيو ويو آهي. ٻئي گروهه انهي ڳالهه تي متفق آهن ته اصل مقصد الله جي رضا حاصل ڪرڻ آهي ۽ اهائي سڀ کان وڏي نعمت آهي جنهن کان ايمان وارا جنت ۾ بهرمند ٿيندا.

4. اها ڳالهه صحي ڪونه آهي ته جن سورتن ۾ جنت جي حِسي لذتن جو ذڪر ٿيو آهي اهي صرف مڪي سورتون آهن ۽ اهي سورتون ان وقت نازل ٿيون جڏهن نبوي شعور پڪوپختو ڪونه ٿيل هيو. البت

اهو درست آهي تہ قرآن شريف ۾ امت جي شعوري ارتقا جو برابر خيال رکيو ويو آهي جنهن کي اسان درجي بدرجي تسهيل بہ چئي سگهون ٿا. ليڪن ان جو تعلق احڪام ۽ شوريٰ جي نفاذ سان آهي باقي اصول ۽ عقيدن سان ڪونہ آهي. اصول ۽ عقيدا ان کان سواءِ واضح ڪيا ويا آهن ۽ انهن ۾ شروع کان آخر تائين جهول يا اجمال ڪونہ ٿو ملي. تنهن ڪري جيئن مڪي سورتن ۾ جنت جي نعمتن جو ذڪر آهي بلڪل ائين مدني سورتن ۾ بہ ان جو بيان آهي.

5. نبوت جي باري ۾ انهيءَ حقيقت کي چڱي نموني سمجهڻ کپي تہ ان جي معنيٰ اها ڪونہ آهي تہ ڪجھ حساس ۽ پارسا هستيون پنهنجي وجدان ۽ اثرن کي ديانتداري سان گڏ وحي جي روپ ۾ ڏسنديون آهن ۽ پنهنجي زماني جي سچائين کي پنهنجي سوچ ۽ فڪر سان گڏائي هڪڙي مقرر ڪيل دعوت جي سِڪن ۾ ڍاليندي‌ون آهن، جيئن هڪڙي مڪتبِ فڪر وارا چون ٿا. اسلامي نقطہ نظر کان نبين سڳورن جي بعثت الله تعاليٰ جي خدائي نظام جو ڪرشمو آهي. الله تعاليٰ ئي انهن ماڻهن کي اصلاح لاءِ چونڊيندو آهي. اهوئي انهن جي قلب (دل) ۽ ذهن جي پرورش جو اهتمام ڪندو آهي ۽ اهوئي رشدوهدايت جي سهوليت بہ عطا ڪندو آهي. انهن جي دل الله تعاليٰ جي وحي جو مهبط ٿي ويندو آهي ۽ زبان حق جي ترجمان ٿي ويندي آهي. انهن کي اهو قطعي اختيار ڪونہ هوندو آهي تہ پنهنجي طرفان ڪا ڳالھ چون. اهي پنهنجي زماني جي اجتماعي ۽ فڪري سچائين جي باري ۾ بنا شڪ ۽ شبهي جي هڪڙو مقرر موقف رکندا آهن. پر ان ۾ انهن جي ذاتي انتخاب کي دخل ڪونہ هوندو آهي. خود ربوبيت جي اها تقاضا آهي تہ نبي سڳورا پنهنجي دور جي مڙني سچائين جي تصديق ڪن ۽ انهن کي هڪڙي سني امتزاج جي شڪل ۾ پيش ڪن.(اردو مترجم)

=======================

يَاايَّتُهَاالنَّفسُ المُطمَئِنَة 0 اِرجِعِيِ الِيٰ رِبَّكِ راضِيَتَ مَرضِيَّة0 فَادخُلِي فِي عِبَادِي0 وَادخُلِي جَنَّتِي0[1]

آخرت جي حياتيءَ جو تصور يعني اسان جي جسماني حصي مان اسان جي فطرتي جاندار مادي (روح) جي الڳ ٿيڻ کان پوءِ وارو وجود، انساني نسلن ۾ جيڪي توڙي جو ٻين ڳالهين ۾ هڪ ٻئي کان مڪمل طور مختلف آهن، ايترو عام ۽ مشترڪ رهيو آهي جو ان انهيءَ حقيقت کي مڃڻ لاءِ ترغيب ڏني آهي تہ اهو وجود لازمي طور اسان جي زندگي جي پهرين ترڪيبي جزن مان هڪ هوندو. پر جڏهن اسان مختلف نسلن ۽ قبيلن جي اوائلي مرحلي سان سلهاڙيل حقيقتن جي وڌيڪ ڏيان سان چند ڇاڻ ڪريون ٿا تہ اسان انهي نتيجي تي پهچون ٿا تہ آخرت جي حياتي وارو خيال انساني ذهن جي فطري اوسر جو نتيجو آهي.

جهنگلي انسان ڌرتي تي جيڪا زندگي گذاري ٿو ان کي ان کان ڪنهن الڳ ۽ امتيازي زندگي جو ڪو خيال بہ ڪونہ هوندو آهي. اهو موت کي صرف وجود جو خاتمو سمجهي ٿو. ان کان پوءِ وري هڪڙو اهڙو مرحلو اچي ٿو جڏهن انسان پنهنجي جهنگلي حالت مان نڪري چڪو هوندو آهي، هاڻي ان جون اميدون ۽ خواهشون گهڻو تڻو دنياوي موت ڪري ختم ڪونہ ٿيون ٿي وڃن، بلڪ ان کي هتان واري زندگي جي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ هڪڙي ٻي زندگي جي اميد هوندي آهي. پر انهيءَ مرحلي ۾ بہ جنهن قسم جي امرتا جو تصور انسان جي ذهن ۾ هوندو آهي اهو ان جي روزمره واري حياتي جي معمولن کان مختلف ڪونہ هوندو آهي، پر موت کان پوءِ واري حياتي بس دنياوي حياتي جو هڪڙو تسلسل هوندو آهي. قبر کان اڳتي واري انهي لاڳيتي حياتيءَ جو تصور يقيني طور انساني روح جي هڪڙي وڌيڪ ڪشادي فضا لاءِ لاشعوري تمنا منجهان اپريو آهي، جتي پيارن دوستن ۽ مائٽن جي جدائي، جيڪا ٻنهي جهنگلي ۽ مُهذب انسانن لاءِ هڪجيترو ڏکوئيندڙ هوندي آهي، انهن سان ٻيهر ملاقات ۾ تبديل ٿي وڃي.

[1] هنن آيتن جو ترجمو باب جي آخر ۾ ڏسو.

ايندڙ مرحلو جلد اچي ويجي ٿو انسان مجبڙ لڳي ٿو ته ان جي زندگي جا موجوده خوشي ۽ ڏک، نه ته سڀ ڪجهه آهن ۽ نه تي سگهن ٿا، ۽ ان جي وجود جو مڪمل خاتمو ڪري ڪونه ٿا سگهن، پر اجا ڪا ٻي حياتي هوندي، يعني موت کان پوءِ ٻي حياتي آهي، جتي اهو پنهنجين چڱاين ۽ مٺاين جي مقدار مطابق خوشين ۽ ڏکن ۾ گذاريندو.

هاڻي اسان هڪڙي اصول ۽ قانون تي پهتا آهيون.

انسان جو ذهن مستقبل جي وجود جي خيال جي اوسر کان اڳتي ڪونه ٿو وڃي. عدم جو قائل فلاسافر ڪوبه نئون انڪشاف (کوجنا) ڪونه ٿو ڪري، ڪا به نئين ڪيفيت بيان ڪونه ٿو ڪري، اهو صرف اسان جي جهنگلي ابن ڏاڏن جي نقش قدم تي هلڻ جي ڪوشش ڪري ٿو جن جي سوچ جو دائرو رڳو هن زندگي تائين محدود هيو.

بهرحال، اها تسليم ٿيل حقيقت آهي ته اهي مڙئي خيال جيڪي موت کان پوءِ واري حياتي جي باري ۾ انساني ذهن جي مختلف مرحلن جي نمائندگي ڪن ٿا، انفرادي نقطہ نگاهه کان، نه صرف ساڳي وقت مختلف قومن منجهه پر ساڳي قوم منجهه به انفرادي ذاهپ مطابق مختلف جوڙجڪ ۾ موجود هوندا آهن.

مصرين لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهي پهريان ماڻهو هيا جن موت کان پوءِ واري حياتي جي نظرئي کي تسليم ڪيو يا گهٽ ۾ گهٽ انساني رويي جي اصولن کي اهڙي عقيدي تي بيهاريائون،[1] انهن جوڻ متائڻ جي نظرئي ۽ آخرت واري زندگي ۾ جزا ۽ سزا واري نظرئي کي هڪٻئي ۾ ملائي ڇڏيو. انهن جو عقيدو هيوته قبر ۾ پوريل انسان وري بيهر جيئرو ٿي ويندو آهي. بيهر زنده ٿيڻ پڄاڻان اهو نئين حياتي ۾ داخل ٿئي ٿو سچ جي سنگت ۾، جيڪو تخليق (تڪوين) جو بنيادي اصول آهي، ۽ سيني وجودن لاءِ پاڻمرادي وجود (قائم بالذات) جو سبب آهي. انسان جي روح کي سچ وانگر لافاني ۽ ان جهڙن ساڳين ڏگهن سفرن جون منزلون طئي ڪندڙ سمجهيو ٿي ويو. سمورا جسم هيٺين دنيا (عالم سفلي) ۾ داخل ٿي ويا پر انهن سيني کي وري جيئرو ٿيڻ جي پڪ ڏنل ڪونه هئي. فوتي ماڻهن جي نصيب جي باري ۾ فيصلو اوسيرس (Osiris) ۽ ان

---

[1] ڏسو رالنسن (Rawlinson) جو "هسٽري آف اينشنٽ اجپٽ" جلد ٻيو (History of Ancient Egypt, Vol_II).

جي بائيتاليهه مشيرن جي هٿ ۾ هيو. فنا جي سزا صرف انهن روحن کي ملندي هئي جن کي ڏوهي قرار ڏنو ويندو هيو. پرهيزگار ۽ معمولي ڪوتاهين کان بہ بچيل روح هر طرح سان مڪمل خوشي ۾ داخل ٿي ويندا هيا ۽ اوسيرس پنهنجي ساٿين طور انهن کي مزيدار ڪاڏا ڪارائيندو هيو.[1]

اسان قدرتي طور اهو سمجهندا هونداسين تہ اسرائيلين گهٽي عرصي تائين مصر ۾ رهائش اختيار ڪرڻ دوران مصرين کان مرڻ کان پوءِ واري حياتي (حيات بعد الممات) جو تصور ۽ انهن جي جزا ۽ سزا سان لاڳاپيل انهن جي خيالن کي اپنايو هوندو. پر خالص موسويت (يا اهي تعليمات جيڪي انهي نالي هيٺ ڏنل آهن) موجوده زندگي کان مختلف ڪنهن زندگي کي تسليم نٿي ڪري. موسوي شريعت جو سمورو سرشتو جنهن محور تي ڦري ٿو اهو دنياوي جزا ۽ سزا جي احساس تي مشتمل آهي.[2] ان شريعت جو زور هڪڙي تمام ننڍڙي دائري اندر محدود آهي.

مرڻ کان پوءِ وري زنده ٿيڻ (حشرِ اجساد) وارو عقيدو ۽ ان منجهان ايرندڙ خيال جيڪي پوءِ واري يهوديت ۾ ملن ٿا ـ خاص طور تي دانيال ۽ حزقي ايل (Ezekiel) جي لکڻين ۾ ـ اهي چٽي طرح زرتشتي ذريعن منجهان نڪتل ڏاري پئداوار جو ڦل آهن. شئول (Sheol) جي باري ۾ بيان ڪيل تفصيل، يعني اها جاءِ (عالم برزخ) جتي دنيا مان پرواز ڪري ويل روحن کي، پرهيزگارن جا هجن يا گناهگارن جا، ڪجهه وقت تائين ترسايو ويندو آهي، توڙي جو اوائلي لکڻين مان هڏايا وڃن ٿا پر انهن کي جنهن انداز سان بيان ڪيو ويو آهي اهو اصلي عبراني ٻولي جي جوهر مان نٿو لڳي. شئول ۾ نہ انسان الله تعالىٰ جو حمد ڪري ٿو

---

[1] ڏسو لينورمنٽ(Lenormant) جو ڪتاب "اينشنٽ هسٽري آف دي ايسٽ" جلد پهريون (Ancient History of the East,Vol-I)؛ ۽ الگر(الجر) جو ڪتاب "هسٽري آف دي ڊاڪٽرائن آف اي فيوچر لائف" (History of the Doctrine of a Future Life).

[2] ڏسو الگر(الجر) جو ڪتاب "هسٽري آف دي ڊاڪٽرائن آف اي فيوچر لائف"(History of the Doctrine of a Future Life) ۽ ملمن(Milman) جو ڪتاب "هسٽري آف ڪرسچئنٽي" جلد پهريون(History of Christianity,Vol-I).

سگهي ۽ نہ ان جي محبت ۽ ٻاجهہ کي ياد ڪري ٿو سگهي.[1] اها هڪڙي تصوراتي دنيا آهي، يعني بي دينن(غير اهل ڪتاب) جي عالم اسفل (Hades) جو نقل ٿيل يهودي جوڙجيس(ثاني). جنهن ۾ روح اداس، سست، ۽ بي آرامي واري وجود جي زندگي گذارين ٿا. ڌرتي تي جيڪي انهن جا پيارا هيا انهن بابت ڪجهہ بہ ڪونہ ڄاڻندا آهن. رات ڏينهن صرف پنهنجي حالت تي ئي ماتم ڪندا رهندا آهن.[2]

هاڻوڪي يهوديت آخرت واري حياتي ۾ مضبوط عقيدي سان پريل آهي. روايت مزا وني روحاني سڪون وارن نڪاڻن جي نعمتن يا عذابن جون پوڳنائون سهندڙ روحن جي روئداد بيان تي ڪري[3] ائين زرتشتي مذهب يهودي نسل(عبراني قوم) تي ٻٽي نموني سان اثر ڪيو. ان نہ صرف انهن ۾ مرڻ کان پوءِ واري حياتي جي خالص ۽ اچا وڌيڪ جذبي وارو نظريو پيدا ڪيو پر هاڻوڪي مجوسي زرتشتيت ( Mago Zorastrianism). جيڪا خود ڪلدانيت (Chaldaeism) جي پيداوار آهي، يهودي ربانين جي عقيدي کي آخرت جي جزا ۽ سزا جي مادي خيالن سان مضبوطي سان رنگين ڪري ڇڏيو.[4] بهرحال، اهو امتياز اوير جي آريائي قومن کي حاصل آهي جن ظاهري موت کان پوءِ واري حياتي جو چٽي ۽ واضح نموني سان تصور پيش ڪيو. ان تصور آريائي خاندان جي هڪڙي شاخ ۾ يا تہ جم ۽ موت جي نہ ڪٽندڙ ڦيري وارو دائمي جوڻ متائڻ جي صورت يا هڪڙي طويل آزمائشي مدي کان پوءِ مطلق لامحدوديت يا ماپي نہ سگهڻ واري اڻکٽ خلا (وسعت مڪاني) يا

---

[1] زبور باب 6( Ps. vi,5).

[2] ايوب باب 14( Job. xiv,22). ڊولنجر(Dollinger) جلد ٻيو ۽ الگر(الجر) جو ڪتاب "هسٽري اف دي ڊاڪٽرائن آف اي فيوچر لائف"( History of the Doctrine of a Future Life).

[3] ڏسو ملمن(Milman) جو ڪتاب "هسٽري آف ڪرسچئنٽي" ( History of Christianity) جلد پهريون.

[4] الگر(الجر) جي ڪتاب جو اهو باب ڏسوجنهن ۾ ان قرون اخريٰ جي يهوديت تي پارسي نظام جي اثرن بابت بحث ڪيو آهي.

ڪجهہ بہ نہ (عدم محض) ۾ جذب ٿيڻ جي صورت اختيار ڪئي.[1] ہي شاخ ۾ اهو عقيدو جزا ۽ سزا جي انصاف واري تارازي جي صورت ۾ ويڙهيل هيو اهڙي نموني ۾ جنهن ۾ جديد عيسائيت ۽ اسلام ۾ اهو تسليم ٿيل آهي تہ هر انسان پنهنجن عملن جو جوابدهہ آهي. ڇا مجوسي زرتشتيت شروع کان ئي جسماني طور ٻيهر حياتي ماڻڻ جو عقيدو رکيو ٿي، اهو هڪڙو اهڙو سوال آهي جنهن جي باري ۾ ڏاها ورهايل آهن. ڊولنجر، برنوف (Burnouf) ۽ ٻين محققن جو خيال آهي تہ اهو تصور اصل ۾ زرتشتي ڪونہ هيو پر اهو جيڪڏهن عبرانين مان نڪتل ڪونہ آهي تہ بہ بعد ۾ پيدا ٿيل آهي.[2]

بهرحال، حقيقت اها آهي تہ عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زماني ۾ ايران وارا مستقبل جي حياتي ۾ پختو ۽ مضبوط عقيدو رکندا هيا. زينڊ اوستا (Zend Avesta) جون جيڪي نشانيون اسان وٽ پهتيون آهن، انهن ۾ مسقبل جي جزا ۽ سزا جو عقيدو واضح طور تي تسليم ٿيل آهي. اويستا جي عقيدن تي ڦهليل ويندي‌داد (Vendidad) ۽ بنديهش (Bundehesh) جي زرتشتيت ۾ اهو خيال ملي ٿو تہ انسان جي مرڻ کان پوءِ ان جي جسم کي جن ڀوت (Demon) ڪٺي وڃن ٿا ۽ ان جي ٽن ڏينهن کان پوءِ هوش حواس واپس اچي ٿو. جيڪي روح پنهنجي حياتي واري زماني ۾ گناهہ واري گمراهي ۾ ڦاٿل رهيا هوندا آهن اهي چنيواد (Chinevad) جي خوفناڪ پل (پلسراط) تان پار تي ڪونہ سگهندا، جنهن تان انهن کي انهن جي مرڻ کان پوءِ ٽين رات تي

---

[1] برهمڻ پروهتن دوزخ جي عذابن ۽ بهشت جي مزن جو نقشو هڪڙي بيمار تخيل جي تصوراتي وضاحت سان چٽيو. عربي ڄاڻندڙ کي شهرستاني جي ڪتاب ۾ ہِڏمت جي عقيدن جي (جيئن عام طور آهي ائين آخرت واري حياتي بابت گهٽو نہ) مطالعي جي دعوت ڏني وڃي ٿي.

[2] الگر(الجر) انهي گمان جي حق ۾ مضبوط دليل پيش ڪيا آهن تہ ابتدائي زرتشتي حشر ڏينهن جسماني طور زنده ٿيڻ ۾ اعتقاد رکندا هيا. زرتشتي مجوسي لاشن کي جنهن ڪراهت سان ڏسندا هيا اها آخرت واري پڇاڻي کي رد ڪرڻ لاءِ بهانو ڪونہ هئي. گهٽو گمان آهي تہ اها ڪراهت ماني(Mani) جي نظرين جي اثر ڪري پيدا ٿي هوندي ڏسو الگر(الجر) جو ڪتاب صفحو 138. ان کان علاوه رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم جي زماني ۾ عجمين کي لاشن کان جيڪا ڪراهت هئي ان جي باري ۾ ڏسو ڊولنجر جي ڪتاب جو جلد ٻيو صفحو 409.

گذرڻ جو حڪم ڪيو ويندو آهي. نيڪ روح ان پل تان ڪاميابيءَ سان لنگهي ويندا ۽ "نيرت" يزتاس (Yazatas)(جديد فارسيءَ ۾ ازد Izad) جي رهنمائيءَ ۾ سڪون واري واديءَ جيڪا ارمزد (Ormuzd) ۽ امشسپندن (Amshaspands) جو ٺڪاڻو آهي، ۾ داخل ٿي انهن سان گڏجي ويندا آهن. جتي سونن پلنگن تي ويهي اهي خوبصورت حورن(حوران بهشت) جي صحبت ۽ طرح طرح جي نعمتن جا مزا ماڻيندا آهن. گناهگار پل تان ڪري پوندا آهن يا انهن کي دوزخ جي اندر گهليو ويندو آهي، جتي انهن کي داروغن هٿان عذاب ڏنا ويندا آهن. انهي عذاب جو مدو ارمزد (هرمزد) مقرر ڪندو آهي يا ڪجهه روحن کي سنڌن مائٽن ۽ دوستن طرفان دعائون ڪرڻ يا شفاعت لاءِ ٻاڏائڻ ذريعي ڇوٽڪارو ملندو آهي. دنيا جي پڇاڙيءَ ٿيڻ وقت هڪڙو نبي ظاهر ٿيڻو آهي، جيڪو ڌرتيءَ کي گناهن ۽ ناانصافيءَ کان ڇوٽڪارو ڏياريندو ۽ خوشيءَ جو راڄ قائم ڪندو اهو آهي زرتشتين جو بهشت ۽ ارمزد (هرمزد) جي خدائي بادشاهت.[1] ان کان پوءِ عالمگير حشر برپا ٿي ويندو ۽ ٻيهر زنده ٿيڻ جو عمل شروع ٿي ويندو ۽ وڇڙيل دوست ۽ مٽ مائٽ پاڻ ۾ وري ملندا. هڪٻئي کي سڃاڻڻ ۽ مختصر ڪل خوشين کان پوءِ نيڪوڪارن کي گنهگارن کان ڌار ڪيو ويندو. گناهگارن کي جيڪو عذاب ملندو اهو ڀيانڪ هوندو. اهرمن (Ahriman) ذهني پيڙا ۽ بيقراريءَ مان هيڏي هوڏي چنيواد (Chinevad) يعني پلسراط تي ڀوڙندو رهندو. ڌرتيءَ جي گوليءَ مٿان هڪڙو واڪا ڪري ٻرندڙ گولو(دُمدار تارو) ڪرندو ۽ دنيا کي تهس نهس ڪري ڇڏيندو. جبل پاڻيائي ڌاتُ وانگر ڳرندا ۽ وهندا رهندا. سموري انسانذات، نيڪ ۽ بد ساڳي نموني، انهي ڇوليون هڻندڙ ٻوڏ منجهان گذرندا، ۽ ڌوپجي ٻاهر ايندا. اهرمن پڻ ڌوپجي تبديل ٿي ويندو ۽ دوزخ بہ ڌوپجي ويندو. انهيءَ کان پوءِ خرابي(برائي) مڪمل طور ختم ٿي ويندي ۽ سموري انسانذات ناقابل بيان راحت ۽ خوشين جي مزن ۾ زندگي گذاريندي.

---

[1] شهرستاني انهي پيغمبر کي اشيزربيڪا(Ushizerbeka) نالي سڏي ٿو (ڏسو ڪيورٽنCureton جو ڇاپو صفحو 188) پر مغربي ليکڪن جي قول مطابق ان جو نالو ڇيو ويچي ٿوتہ سوسيوش(Sosiosch) هيو جنهن کان اڳ بہ ٻيا پيغمبر آيا جن جا نالا اوشيدر بامي(Oscheder Bami) ۽ اوشيدرماه(Oschedermah) هيا(ٻولنجر جلد ٻيو). ڊي ساسي(De Sacy) ان کي پاشوتن(Pashoutan) سڏي ٿو. ڏسو ڪتاب(Sur Div Ani de la Perse).

اهو مذهب جنهن سامي (Semitic) عقيدن ۽ خاص طورتي حضرت محمدّ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چونديل دين کي چٽي نموني سان متاثر ڪيو آهي، ان جي اهڙي مختصر روداد آهي.

جنهن زماني ۾ ناصري نبي جو ظهور ٿيو ان وقت فونيقي (فوئنيشن Phoenician) ۽ اشوري (آسارين Assyrian) ختم ٿي چڪا هيا ۽ يونان جو مقلد روم دنيا تي راڄ ڪري رهيو هيو البت اوير ۾ مجوسي زرتشتيت جي سوين ۽ عروج ان جي پکڙجڻ کي روڪي ڇڏيو هيو.

يهودي هميشہ لاءِ پنهنجي آزادي ۽ خودمختياري وڃائي ويٺا هيا. حضرت دائود عليہ السلام جي سلطنت تي هڪڙو ذليل چاپلوس قابض هيو. سيليوقي يونانين(سيليوسائيڊ Seleucidae) جي طاقت کان بہ وڌيڪ مضبوط طاقت انهن جي سرڪشي واري جذبي کي تابعدار ڪري ڇڏيو هيو. جيئن جيئن يهودين جي قسمت خراب کان خراب تر ٿيندي وئي تيئن تيئن اهي هر ان قوم وانگر جنهن کي پنهنجي ملڪ، مذهب ۽ پنهنجي انفراديت (شخصيت) سان پيار هوندو آهي، انهي اميد کي پنهنجي سيني ۾ پڪو ڪندا وياتہ گيدين (Gideon) يا ميڪابس (Meccabeus) جهڙو ڪو آسمان مان نازل ٿيل مددگار(مبعوث من الله) انهن جي وڃايل مان شان کي وري جيئاريندو ۽ انهن کي پنهنجن ڪيترن ئي ستائيندڙن جي نڙين تي لت رکڻ جي قابل ڪندو.[1] سندن سمورن محب وطنن يعني يهودي شاعرن حضرت مسيح عليہ السلام جي ظهور جي باري ۾ جيڪو نقشو چٽيو هيو اهو هڪڙي وڏي اميد تي ٻڌل هيو يعني اسرائيل عليہ السلام جي بادشاهت جي وري بحالي. اوير ۾ مجوسي زرتشين ۽ ڪلدانين جي اثر هيٺ ۽ اولهہ ۾ فلسفي جي يوناني اسڪولن جي اثر هيٺ معاشري جي ڪجهہ طبقن منجهہ (خاص طور تي انهن منجهہ جن کي هيروڊ Herod جي يونانيت نوازي اسرائيلي برادري مان ڪڍي ڇڏيو هيو) هڪڙي شخص مسيحا جي ذات ۾ عقيدو يا تہ ڏنڊلو ۽ مبهم هيو يا موڙگو آواره ماڻهن جي خيالن جو پڙاڏو هيو. پر

---

[1] اهو ضروري ڪونہ آهي تہ جيئن الجر سمجهي ٿو تہ يهودي انهن قومي مقصدن جي تڪميل خاطر پاڻ منجهہ ايلياهہ (Elijah) يا ڪنهن ٻئي نبي جي ظهور لاءِ منتظر هيا تنهن ڪري اسان کي بہ لازمي طور اهو نتيجو ڪڍڻو آهي تہ اهي جوڻ متائي اچڻ جا قائل هيا.

جيئن ملمن (Milman) چڱي طرح اندازو لڳايو آهي، فلسطيني يهودين ان زماني ۾ مختلف عنصرن منجهان، هڪڙي مسيح جي ظهور جو سيني شين جو هڪ ئي وقت وري پيدا ٿيڻ (نشات ثانيہ) جو مئلن جي وري جيئرو ٿيڻ جو ۽ سموري ڌرتي تي مسيحا جي بادشاهي قائم ٿيڻ جو هڪڙو شاندار پر ڪجهہ ڏنڌلو تصور ٺاهي ورتو هيو. انهن جو عقيدو هيوتہ اهي سيئي واقعا هڪدم ٿيڻا هيا يا هڪٻئي پٺيان جلد جلد ظاهر ٿيڻا هيا.[1] مسيح لازمي طور حضرت دائود عليہ السلام جي نسل مان هوندو اهو سيني قبيلن جي ڇڙ وڇڙ شاخن کي گڏ ڪندو ۽ انهن جي قابل نفرت غيرملڪي دشمنن کي ترڙيندو ۽ تباه ڪري ڇڏيندو. مسيحا جي هٿ هيٺ نئون حشر(وري جيئرو ٿيڻ جو عمل) برپا ٿيندو پر ان ۾ صرف انهن (بني اسرائيل) جي نسل جا پارسا ماڻهو ئي وري جيئرو ٿي اٿندا.[2]

انهي سچي شوق ۽ مبهم تمنائن جي هنگامي ۾ دائمي حياتي(حياتِ جاوداني) ۽ آخرت جي سڪون(سعادتِ آئنده) جون اميدون عجيب نموني سان رلمل ٿي ويون هيون. مايوسين جون انتهائون ۽ ٻاهرين امداد جي پرجوش آرزو ماڻهن ۾ هميشہ اهڙي ذهني حالت (ڪيفيت) پيدا ڪنديون آهن. هڪڙو طبقو هڪڙي آسماني بادشاهي

---

[1] ڊسو ملمن جي ڪتاب "هسٽري آف ڪرسچئنٽي" جو جلد پهريون.

[2] زرتشتن وٽ هڪڙي آزادي ڏيارڻ واري ۽ روءِ زمين تي مذهب ۽ امن و امان کي نئين سر جاري ڪرڻ واري جي باري ۾ جيڪو تصور آهي ۽ يهودين ۾ جيڪو مسيحائي جو تصور آهي، انهن ٻنهي جي پاڻ ۾ هڪجهڙائي حيرت انگيز آهي. اهو يقيني آهي تہ يهودين اهو تصور زرتشتن کان ورتو ۽ پنهنجين بدنصيبين ۽ تڪليفن دوران ان تي وڌيڪ ڳوڙهن رنگن جي ليپا پوتي ڪيائون. پر منهنجو پڪو گمان آهي تہ ايرانين ۾ جيڪو هڪڙي سوسيوش(Sosiosch) جو تصور هيو ان ۾ پيغمبري جو ڪوئي مفهوم هجي يا نہ هجي، اهو انهن اندر تڏهن پيدا ٿيو جڏهن اهي ڌارين ماڻهن جي غلامي جي ڳٽ هيٺ هيا. اهو چوڻ مشڪل آهي تہ آيا اها غلامي سامي نسل جي اشورين(Assyrians) جي هئي يا يوناني مقدونين ( Greek Macedonians) جي هئي. اهو ملڪ جنهن ۾ سوسيوش جو ظهور ٿيڻو هيو ڊي ساسي (De Sacy) جي خيال مطابق اهو خراسان ۾ ڪانگيديز (Kanguedez) جو علائقو هيو جڏهن تہ ڊولنجر جي خيال ۾ ڪنسويا (Consoya) هيو. ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ پارسي پنهنجين پيڙائن دوران مدد ۽ ڇوٽڪاري لاءِ اوير ڏانهن، خاص طور تي سج جي ڌرتي (Land of the Sun) ڏانهن واجهائي رهيا هيا.

لاءِ واجهائيندو نظر ايندو آهي، مطلب خدائي رهنمائي هيٺ هڪڙي قانون ۽ امن واري حڪومت. جنهن جي وسيلي وحشي طاقت جي آزاريندڙ ڳٽ کان ڇوٽڪارو نصيب ٿيندو. هئي طبقي جي دل ۾ اها اميد هوندي آهي ته اهو ڌارين ۽ بي دينن کي قتل ڪري آسماني بادشاهت حاصل ڪندو.[1]

حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ارشادن جي باري ۾ جيڪي روايتون محفوظ ڪيون ويون آهن اهي چونڊ ۽ ڪاٽ ڪوٽ جي اهڙي عمل مان گذريل آهن جو موجوده وقت ۾ اهو چوڻ مشڪل آهي ته انهن مان يقيني طور ڪهڙا ارشاد ان جا اصلي آهن ۽ ڪهڙا ان جا ڪونہ آهن.[2] پر اهي جنهن بہ صورت ۾ آهن جيڪڏهن انهن کي ائين قبول ڪريون ۽ ساڳئي ئي نموني سان جائزو وٺون جيئن اسان ٻين مذهبي دستاويزن کي تنقيدي نظر سان ڏسندا آهيون، (انهن جي حقيقي جوهر کي نظرانداز ڪرڻ کان سواءِ، بلڪ سچي مومن وانگر انهن ۾ ڳجهين

---

[1] ان جو مثال ڪرستاڊيلفين(Christadelphians) جي جديد فرقي وانگر آهي، جيڪو غير معروف آهي.

[2] ملمن(Milman) پاڻ اقرار ڪري ٿو تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي قولن ۽ فعلن جي باري ۾ جيڪي روايتون عيسائي جماعتن ۾ رائج آهن اهي گهٽي قدر ٻي صدي جي پهرين اڌ جي آخر تائين بہ پنهنجي موجوده گماڙيتي ۾ رائج ڪونہ هيون. (هسٽري آف ڪرچئنٽي جلد پهريون). تنهن ڪري ظاهر آهي تہ ملمن عيسائي انجيل جي قديم مُرتبن ۽ موئلفن يا جيئن ملمن انهن کي سڌو سادو مورخ سمجهي ٿو روايتن کي رد ڪرڻ ۽ قبول ڪرڻ ۾ پنهنجي ذاتي راءِ تي ڀاڙيو هوندو. انهن لازمي طور هر شئي جو فيصلو ڪٽر نظرياتي بنيادن تي ڪيو هوندو. "جيڪڏهن ڪو واقعو يا لکت پنهنجي لب و لهجي ۾ انهن جي خيالن جي موافق هئي تہ انهن ناقص ۽ خارجي شهادتن کي بہ ڪافي ٿي سمجهيو. جيڪڏهن اهو موافقت ۾ نہ هيو تہ مُستنَد کان مُستنَد شهادت کي بہ غلط فهمي تي مبني هجڻ وارو چئي ڪري رد ڪري ڇڏيائون." تنهن ڪري حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي قولن ۽ فعلن جي باري ۾ غيرشعوري طور ئي سهي پر ڪيترا اضافا ڪيا ويا. انهيءَ نقطي تي سيلسس(Selsus) جي اها شهادت لازمي طور ڪنهن بہ مبالغي کان سواءِ فيصلائتي سمجهي ويندي، جڏهن اهو ائين چوي ٿو تہ عيسائي پنهنجين روايتن ۾ ملاوٽ ۽ گهٽ وڌايون ڪرڻ جا عادي هيا. اهي ڳالهيون سر وليم مور(Sir Willim Muir) پنهنجي ڪتاب "سيرت محمدؐ"(Life of Mahomet) جلد پهريون" ۾ بہ ڄاڻايون آهن.

معنائن ڳولڻ کان سواءِ) اسان کي خبر پوندي تہ انهن محفوظ ٿيل سمورين روايتي ڳالهين ۾ شين جي هڪڙي نئين نظام(نظامِ اشيا) يعني "خدائي بادشاهت" جي هڪدم ظاهر ٿيڻ جو گمان حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ذهن ۾ ايترو تہ چانيل آهي جو اهو ٻين مڙني خيالن کي ڍڪي ڇڏي ٿو. آدم جي پٽ (ابن آدم) جو ظهور ٿي چڪو آهي، الله تعاليٰ جي بادشاهت قائم ٿيڻ واري آهي؛ هر اميد افزا لفظ جو اهڙو مطلب آهي.[1] اها بادشاهت انهي معاشري ۾ ان حڪومت جو نعم البدل هئي جيڪا ناصري نبي جي آڏو موجود هئي ۽ جنهن کي ان گهٽو ناقص ۽ بڇڙو سمجهيو هيو. ڪڏهن ڪڏهن سندس حواري ان جي لفظن جو اهو نتيجو ڪيندا هيا تہ اوستاد فقط غريبن ۽ ڏتڙيلن کي خوشحالي ۽ مان مرتبي ڏيارڻ لاءِ آيو آهي؛ يعني جنهن خدائي سلطنت جي اهو اميد ڏياري ٿو ان اندر اهي ئي ماٺهو "نوازيل" هوندا. ۽ ٻين مٿان غلبي ۽ اقتدار جا مالڪ هوندا. ڇوتہ اهو شاهوڪارن ۽ دولت ميڙيندڙن جي خلاف مذمت وارن لفظن ۾ رنج ۽ غم جون خوفناڪ پيشنگويون ڪندو هيو.[2] ٻين موقعن تي خدائي حڪومت ائين ٿي سمجهجي جڻ الهامي تصورن جي يا واعدو ڪيل مسيحا جي ظهور سان لاڳاپيل خوابن جي لغوي تعبير هجي. پر ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿو لڳي تہ خدائي بادشاهت روحن جي هڪڙي ولايت آهي، ۽ اچڻ وارو ڇوٽڪارو محض هن دنياوي وجود جي قيد مان روحاني آزادي جو نالو آهي. ائين ٿو لڳي تہ هڪڙو وقت اهڙو هيو جڏهن سمورا ويچار حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ذهن ۾ گڏوگڏ موجود هيا.[3] پر رومي باز جي طاقت ۽ حڪومتي طبقي جي ڪٽرپڻي ۽ سختي ڪنهن بہ تڪڙي سماجي تبديلي کي ناممڪن بڻائي ڇڏيو. جيئن ئي حالتن جي تڪڙي سڌاري جي اميدن دم ٽوڙي ڇڏيو تيئن تيئن روشن مستقبل جون اميدون ۽ خواهشون دل تي قبضو ڪنديون ويون. حضرت عيسيٰ عليہ السلام محسوس ڪيو تہ

---

[1] متي باب 4 ۽ 10( Matt. iv,17 & x,7)

[2] لوقا باب 7(Luke vii,20 et seq). متي ۾ "حيثيت ۾ غريب" ڄاڻايل آهن. پر لوقا وارو سادو بيان مڙني صورتحالن جي مقابلي ۾ وڌيڪ معتبر لڳي ٿو.

[3] ڏسو رينن(Renan) جو ڪتاب "وز دي جيسس" (Vis de Jesus) صفحو 282

وقتي حالتون گهڻو دير تائين قائم ڪونہ رهي سگهنديون ۽ اهوتہ انسانذات جي وري جاڳي پوڻ جو وقت اچڻ وارو آهي.[1] جڏهن اهو پاڻ نوراني پوشاڪون پهري، هڪڙي شاهي تخت تي ويٺل، آڪاش جي ڪڪرن ۾ ظاهر ٿيندو.[2] ملائڪن ۽ پنهنجي چونڊيل حوارين جي جهرمٽ سان وڪوڙيل هوندو. مئل ماڻهو پنهنجين قبرن مان اٿندا[3] ۽ مسيحا انصاف جي ڪرسي تي رونق افروز ٿيندو. ملائڪ ان طرفان ٻڌايل فتوائن تي عمل درآمد ڪرائيندا. اهو نيڪوڪارن کي دنيا جي شروعات ۾ ٺهيل هڪڙي شاندار رهائش ڏانهن موڪليندو ۽ خطاڪارن کي "شيطان ۽ ان جي ساٿين لاءِ ٻاريل دائمي باهہ"[4] ۾ موڪليندو جتي خطاڪار رڳو روڄ راڙو ۽ ڏندن جي ڪرٽ ڪرٽاڻ

---

[1] متي باب 19(Matt xix,18). انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام خود جسماني طور وري زندهہ ٿيڻ ۾ ايمان رکندو هيو ۽ آخرت ۾ محسوس ٿيندڙ جزا ۽ سزا کي مڃيندو هيو. اهو اڪثر ڪري سعادتمند ماڻهن جو ذڪر ائين ڪندو هيو تہ اهي نعمتن واري دنيا ۾ پنهنجي ميز تي ويهي کائي پي رهيا آهن. جڏهن تہ ابتدائي روايتن ۾ جيڪي ان جي چئن وڏن حوارين سان منسوب آهن، موت کان پوءِ واري حياتي جي باري ۾ محتاط ڪاٽ ڪوٽ جي ڪري روايتون گهڻو مختصر آهن. ليڪن بعد وارين روايتن جنت ۽ جهنم جي تعريف بيان ڪرڻ ۾ گهڻو رنگ ڀريو ۽ مزا وٺي عجيب ۽غريب خيالن جو اظهار ڪيو جن کي مڪاشفن(ڪشف) جو نالو ڏنو ويو آهي. جيتري قدر ٽڙپائي جو سوال آهي تہ عيسائي راوي ٻين مذهبن جي راوين کان پوئتي ڪونہ آهن. ارينيوس(Irenaeus) حضرت يوحنا عليہ السلام جي سند سان روايت ڪئي آهي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام هيئن چيو "اهڙا ڏينهن ايندا جن ۾ انگور جون وليون هونديون ۽ هر ول ۾ ڏهہ هزار شاخون هونديون ۽ انهن مان هرهڪ شاخ ۾ وري ڏهہ هزار ننڍيون شاخون هونديون ۽ انهن ننڍين شاخن مان هرهڪ ۾ انگورن جا ڏهہ هزار ڇڳا هوندا ۽ انهن ڇڳن مان هرهڪ ۾ ڏهہ هزار انگور هوندا ۽ انهن مان هرهڪ انگور کي نپوڙيو تہ ان مان ٻہ هزار پنجهتر گيلن شراب نڪرندو. جڏهن ڪو ماڻهو انهن پاڪ ڇڳن مان هڪڙي کي پٽيندو تہ ٻيو ڇڳو رڙ ڪري چوندو تہ مان اڃا وڌيڪ سٺو ڇڳو آهيان ۽ منهنجا انگور چونڊ ۽ مون سان پروردگار جي ساراهہ بيان ڪر." وغيره.

[2] متي باب 16، 24 ۽ 25 (Matt, xvi,27 _ xxiv 30,31 _ xxv 31et seq)

[3] يوحنا عارف جو مڪاشفو باب 20 ( Rev. xx 12,13). انهن خيالن جي زرتشتي عقيدن سان پيٺ ڪريو.

[4] متي باب 25 ( Matt. xxv,41).

ڪندا رهندا. نيڪوڪارن کي، جيڪي ڳاٽاٽي ۾ ٿورا هوندا.[1] هڪڙي روشن محل ڏانهن نيو ويندو جتي اهي اسرائيلي نسل جي ابي طرفان انتظام ڪيل شاهي دعوتن ۾ حصو وٺندا. جنهن ۾ معززين ۽ پيا سيئي پيغمبر سڳورا عليهم السلام حصو وٺندا.[2] ۽ خود حضرت عيسيٰ عليه السلام به ان ۾ شريڪ هوندو.[3]

اهو سمجهيو ٿي ويو ته حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ٻيهر ظهور ۽ ان سان نئين سلطنت جو قيام ۽ انساني نسل جو مئل حالت مان ٻيهر زنده ٿيڻ ۾ ڪا گهٽي دير ڪونه آهي ۽ اها ڳالهه حضرت عيسيٰ عليه السلام جي انهن ارشادات مان آشڪار آهي جيڪي ان هڪڙي مجمعي جي سامهون چيا ته الله تعاليٰ جي بادشاهي قائم ٿيڻ واري آهي ۽ دنياوي حياتي جي گهرجن ۽ مصروفيتن لاءِ ذخيرا اندوزي ڪرڻ بيڪار آهي.[4]

ان زماني جي حالتن سان پيدا ٿيل ذهني لاڙي سان هم آهنگي ۾ عمل ڪندي حضرت عيسيٰ عليه السلام جا لفظ سندس حوارين جي دلين ۾ گهرائي سان ويهي ويا هيا.[5] تنهن ڪري حضرت عيسيٰ عليه السلام جي سلطنت سان واسطو رکندڙ انهن سيني ڳالهين جي تعبير هڪڙو اهڙو نقشو تيار ڪري رکيو هيو جنهن جو انساني عقيدن جي تاريخ ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي.

"جيڪڏهن اولين عيسائين جي دل ۾ ڪو ڳوڙهو ۽ مستقل عقيدو هيو ته اُهو اِهو هيو ته دنيا پنهنجي پڇاڙي ڏانهن وڌي رهي آهي ۽

---

[1] لوقا باب 13 ( Luke. Xiii,23).

[2] متي باب 8( Matt. viii,11), لوقا باب 13 ۽ 22(Luke. xiii,28_ xxi,30).

[3] متي باب 26(Matt. xxvi,29).

[4] متي باب 6, 8, 10(Matt. vi 25_34, viii 22, x 23), مرقس باب 13 (Mark. xiii,30), لوقا باب 13(Luke. xiii 35).

[5] حضرت عيسيٰ عليه السلام پنهنجي زماني جي ماڻهن (هممصرن) لاءِ جيڪي تلخ لفظ استعمال ڪيا انهن کي ڌيان ۾ رکي غور ڪريو.

مسيح جو عظيم "ظهور" جلدي ٿيڻ وارو آهي".[1] جڏهن عيسائي ڪليسا جي مستقل تنظيم ٿي وئي تہ پوءِ ئي حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي پيروڪارن پنهنجن خيالن ۽ فڪر کي يهودي دنيا جي پابند ٿيل ليڪ کان اڳتي پکيڙيو ۽ پنهنجي هزار سالن واري سلطنت جي خواب کي وساريندي اهي رومي ۽ يوناني معاشري ۾ داخل ٿي ويا؛ ۽ پنهنجي مذهبي عقيدي جي سلطنت کي اڻ ڳڻين وحشي لشڪرن ۽ بربرن مٿان مسلط ڪيائون، جيڪي جهنگلن مان نوان ٻاهر آيا هيا ۽ جن جي لاءِ ٻئي، حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ ان جي امڙ، سندن قديم دور وارن ديوتائن اوڊن (Odin) ۽ ان جي ماءُ فريا (Freya) جو مثال ۽ جوڙجيس هيا، جن جي پوڄا اهي پنهنجي قديم گهرن ۾ ڪندا هيا.

پر ناصري نبي جي غيبي نموني سان ظهور ٿيڻ سان هزار سالن واري حڪومت جي شديد اميد ۽ سخت اتساهہ جي جوش ڪري عيسائي دنيا ۾ جڏهن ڪڏهن هنگامو برپا رهيو آهي. بهرحال، الله تعاليٰ جي بادشاهت جو خيال، زمانن جي گذرڻ ۽ انساني سوچ جي اوسر سان، يا تہ روحاني شڪل اختيار ڪئي آهي يا ذهن مان مڪمل طور تي ميسارجي ويو آهي، يا جتي اهو موجود آهي تہ ان پنهنجن مڃيندڙن جي اوسي پاسي واري ماحول جو رنگ حاصل ڪري ورتو آهي. يهودي، مجوسي زرتشت ۽ عيسائي سڀني جسماني طور ٻيهر زندهہ ٿيڻ جي عقيدي کي مڃيو ٿي. اوائلي موسويت (Mosaim) ۾ جيڪي سڌا سادا ۽ اڻ پختا خيال هيا، انهن جي جاءِ وڌيڪ پختن خيالن والاري، جيڪي خاص ڪري ڪلداني زردشتي نظرين مان نڪتل هيا. اسان کي خبر آهي تہ پارسين منجهہ قديم پهاڙي طرز واري پوڄا، ۽ پهرين اوستادن جا سولا سادا اصول، ڪيئن بابلي جادوگرن جي طلسماتي ڪرشمن ڪري جزائن ۽ سزائن جي منجهيل سرشتي ۾ تبديل ٿي ويا، ۽ ڪلداني فلسفو ڪيئن مجوسي زردشتي جي اندر جذب ٿي ويو هيو. ابتدائي عيسائيت جيڪا مسيح جي مادي بادشاهت جي تڪڙي قيام تي مبني هئي، ڪلداني، مجوسي زردشتي ۽اسڪندريائي ذريعن منجهان نڪتل

---

[1] رينن جو ڪتاب "وي ڊي جيسس" (Vie de Jesus)، صفحو 287 ۽ ملمن جو ڪتاب "هسٽري آف ڪرسچئنٽي" جلد پهريون، صفحو 378 پڻ ڏسو.

گمانن کي ذهن ۾ ويهاري ڇڏيو هيو جن پراڻن نظرين کي وڏي پيماني تي تبديل ڪري ڇڏيو هيو. يهودين، عيسائين ۽ زردشتن سڀني کي ٿورو ڪي گهڻو يقين هيو ته آخرت واري وجود ۾ مادي جزائون ۽ سزائون ملنديون.

ڪنهن زماني ۾ عيسائيت ۾ ڪليسائيت طرفان مشهور ڪرايل اهو خيال عام هيو ته حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم عورتن ۾ روح هجڻ کان انڪار ٿي ڪيو. اسان کي يقين آهي ته ان الزام جو ڪوڙ اڄ جي زماني ۾ پڌرو ٿي ويو آهي. اهو اسلام خلاف نفرت پيدا ڪرڻ لاءِ هڪڙو بدنيتي تي ٻڌل منصوبو هيو. باقي اهو خيال اجاتائين قائم آهي ته عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پنهنجن اصحابن سان جسماني گهرجن کي پورو ڪرڻ وارين حورن سان ڀريل جنت ۾ عيش عشرت جي مختلف درجن جو واعدو ڪيو هيو. اهو خيال به ڀهرين الزام وانگر قديم انتها پسندي ۽ جهالت جو نتيجو آهي. انهي ۾ ڪوبه شڪ ڪونه آهي ته وچين دور وارين قرآني سورتن ۾ جڏهن عظيم اوستاد جي ذهن اڃا مذهبي آگاهي جو ڪمال حاصل ڪونه ڪيو هيو ۽ جڏهن ريگستان جي عام ماڻهوءَ کي سمجهائڻ لاءِ ضروري هيو ته آخرت جي جزا ۽ سزا جي تصورن لاءِ اهڙي ٻولي جو استعمال ڪجي، جيڪا انهن کي سمجهه ۾ اچي، ان وقت بهشت ۽ دوزخ جي باري ۾ زرتشتين، صابين ۽ تلمودي يهودين جي گردش ڪندڙ قياس آرائين تي مبني مشهور خاڪن هڪڙي مددي تصوير طور ڏيان ڇڪائڻ لاءِ ڪشش پيدا ٿي ڪئي: ان کان پوءِ وارين سورتن ۽ آيتن ۾ اصل جوهر اچي ٿو يعني سڪ ۽ عاجزي سان الله تعاليٰ جي عبادت. حورون اصل ۾ زرتشت عقيدي جي پيداوار آهن ۽ ائين بهشت[1] به. جڏهن ته دوزخ پنهنجي سزا واري سختي ۾ تلمودي تخليق آهي. بياني خاڪا مجڻ جهڙا آهن، ڪتني ته گهڻو ڪري لذت پيدا ڪندڙ آهن: پر ائين چوڻ ته اهي جسماني گهرجن کي پورو ڪندڙ آهن. يا اهو ته حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پاڻ يا سندن اصحابن مان ڪنهن،

[1] فارسي ٻولي ۾ فردوس.

لفظن جي انتهائي معنيٰ تي ياڙيندڙن ٻ. ڪو انهن ڳالهين کي لذت پرستي جو نمونو سمجهي ائين قبوليو ٿي، اهو بدنيتي تي ٻڌل الزام آهي. شراب "جيڪو مدهوش نہ ڪري" ۽ ساقي ۽ حورون "جيڪي ويجهو ڪونہ اچن" انهن لاءِ مشڪل سان چئبو تہ اهي جسماني گهرجن جي پورائي جو مزو ماڻڻ لاءِ ڪا نمائندگي ڪندا!

اسلام ۾ آخرت واري حياتي سان واسطو رکندڙ جيڪو مکيہ تصور آهي اهو انهي عقيدي تي ٻڌل آهي تہ آخرت واري وجود ۾ هر انسان کي هن دنيا ۾ ڪيل پنهنجي هر عمل جو حساب ڪتاب ڏيڻو پوندو ۽ اهو تہ هر انسان جي خوشي ۽ تڪليف انهي حالت تي منحصر هوندي جنهن نموني ۾ انهن دنيا ۾ پنهنجي خالق جي حڪمن جي بجاآوري ڪئي هوندي. تاهم خدا جي رحمت ۽ ٻاجهہ اڻ ڪٿ آهي ۽ ان جي هر ٻانهي جي شامل حال هوندي. اهوئي محور آهي جنهن تي اسلام ۾ آخرت واري حياتي جو سڄو مذهبي عقيدو ڦري ٿو ۽ اهوئي مذهبي عقيدي جو واحد نقطو آهي جيڪو هر انسان کي مڃڻو ۽ قبولڻو آهي. ٻيا سمورا قصا جيڪي مختلف قومن ۽ قبيلن جي عام روايتن مان ورتا ۽ ڦهلايا ويا آهن، بس هڪڙو اضافو آهن. آخرت جي جزائن ۽ سزائن يعني مرڻ کان پوءِ واري حياتي جي مڙني خيالن ۾ جيڪو داخلي عنصر آهي ان کي نظرانداز ڪندي اسان کي ياد رکڻ گهرجي تہ اهي خيال اهڙو مضبوط هٿيار آهن جن کي دنيا ۾ اخلاقيات جي سيني اوستادن قومن ۽ فردن جي اخلاق ۽ هلت تي اثر انداز ٿيڻ لاءِ استعمال ڪيو آهي. پر توڙي جو هر مذهب ۾ آخرت جي انهي حساب ڪتاب جو اصول ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين مختلف حالت ۾ ضرور موجود آهي، پوءِ بہ اسلام کان سواءِ ٻيا سيئي مذهب انهي اصول کي ماڻهن جي واڌاري لاءِ هڪڙي مسلسل وسيلي طور استعمال ڪرڻ لاءِ ڪارگر سمجهڻ کان مڪمل طور قاصر رهيا آهن. اهڙي نيڪي جيڪا صرف ڀلائي ڪرڻ جي نيت سان ڪئي وڃي، اها اهڙي شئي آهي جيڪا فقط اوچي منزل وارن ذهنن جي سمجهہ ۾ اچي ٿي سگهي، باقي رواجي عقل وارن لاءِ ۽ اڻ پڙهلين لاءِ جزا ۽ سزا جا ڏورو کي گهٽو سمجهہ لائق ضابطا سدائين وقت جي ضرورت هوندا آهن.

اڇوتہ هاڻي جزا ۽ سزا جي نوعيت تي غور ڪريون. ان لاءِ اهو ذهن ۾ ويهارڻو پوندو تہ انسانذات جي عام لڏي جي ذهنن ۾ روحاني سڪون يا روحاني پيڙا جي تصور کي ان وقت تائين منتقل ڪري ڪونہ سگهبو جيستائين سڪون ۽ اذيت کي جيئرو جاڳندين شخصيتن جو حوالو ڏئي سولائي سان سمجهہ ۾ ايندڙ ڳالهين جي صورت ۾ بيان نہ ڪيو وڃي. فلسفو صدين کان منجهيل لفظن جي بحث مٿان تڪرار ڪندو رهيو آهي، جن جو اندازِ بيان سمجهہ لائق ڪونہ آهي. اهڙن قسمن جا بيان ۽ نظريا وقت بہ وقت رائج ٿيا آهن، وڌيا ويجهيا ۽ ختم ٿي ويا آهن. خواب ڏسندڙن جي هڪڙي محدود حلقي کان ٻاهر انهن جو ڪوئي اثر محسوس ڪونہ ڪيو ويو آهي ۽ انهن جي غائب ٿيڻ سان انهن جو بہ نالو نشان ڪونہ رهيو آهي.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم صرف ان وقت جي وڏن مفڪرن جي ترقي يافتہ ذهنن کي خطاب ڪونہ ٿي ڪيو پر پنهنجي چوڌاري ڪشادي دنيا کي خطاب ٿي ڪيو جيڪا هر قسم جي ماده پرستي ۾ قائل هئي. کين سيني جي سمجهہ سان هم آهنگ اندازِ بيان اختيار ڪرڻو هيو. وحشي ۽ بکايل عرب لاءِ آلودگين کان پاڪ صاف پاڻي يا کير ۽ ماکي جي نهرن جي مقابلي ۾ ڪهڙي شئي وڌيڪ دل هرڪائيندڙ هجي ها يا ڪهڙي شئي بهشت لاءِ ان جي تصور سان وڌيڪ ٺهڪندڙ هجي ها، يا بي انداز ميوات، مزيدار ٻاجين ۽ لازوال زرخيز زمين جي مقابلي ۾ ڪهڙي شئي ان لاءِ وڌيڪ قابل قبول هجي ها؟ انهن ظاهري لذتن وارين خوشين کان سواءِ ڪنهن بہ آرام ۽ سڪون جي خيال کي اهو ذهن ۾ آڻي ڪونہ سگهي ها. مسلمان ڏاهن جو هڪڙو طبقو سنائي ۽ غزالي جنهن جا اڳواڻ آهن، دعوا ڪري ٿو تہ سهڻن ساقين سان سجيل خوبصورت محلات ۽ نهرن ۽ وڻن جهڙين شين سان مادي خوشي جي جيڪا منظر ڪشي ڪئي وئي آهي ان جي پٺيان ڳوڙهي معنيٰ سمايل آهي؛ ۽ سيني خوشين کان وڏي خوشي جيڪا بهشتين کي نصيب ٿيندي اها ديدارِ الاهي جي سعادت آهي، جڏهن اهو پردو جيڪو انسان ۽ ان جي خالق جي وچ ۾ حائل آهي، هٽي ويندو؛ ۽ روح پنجن حواسن واري بوتي مان نڪري باري تعاليٰ جي جلوي کي

روبرو ڏسندو. ان ڳالھ جي قرآن شريف جي آيتن ۾ پڻ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مُستَنَد ارشادات ۾ تصديق ٿيل آهي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "الله تعاليٰ جو گهڻو پيارو ٻانهو اهو هوندو جيڪو رات ڏينهن پنهنجي مالڪ جي عظمت جو ديدار ڪندو. اها اهڙي سرهائي آهي جيڪا بدن جي سمورين خوشين کان ائين وڏي آهي جيئن سمنڊ ماڪ جي ڦڙي کان وڏو آهي." هڪڙي ڏينهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي اصحابي حضرت ابوهريره رضي الله تعاليٰ عنہ سان گفتگو ڪندي فرمايو "الله تعاليٰ پنهنجن نيڪ ٻانهن لاءِ اهڙيون نعمتون تيار ڪيون آهن جيڪي نہ ڪنهن اک ڏٺيون آهن، نہ ڪن ٻڌيون آهن. نہ ڪنهن جي دل ۾ انهن جي خواهش آئي آهي." ۽ پوءِ قرآن شريف جي هي آيت تلاوت فرمايائون: "ڪنهن بہ شخص (ساهہ) کي معلوم ڪونہ آهي تہ سندس عملن جي انعام ۾ ان لاءِ ڪهڙيون اکيون ٺارينڌڙ نعمتون لڪائي رکيون ويون آهن." (سورت سجده آيت 17)

هڪڙي حديث[1] ۾ آيل آهي تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو تہ نيڪ ٻانهي کي الله تعاليٰ جو ديدار نصيب ٿيندو. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ ان جو قرآن شريف جي هن آيت شريف ۾ حوالو ڏنل آهي. "الله توهان کي سلامتي جي گهر ڏانهن سڏي ٿو ........ چڱائي ڪرڻ وارن جي واسطي ڀلائي آهي ۽ ان کان (بہ) زيادهہ" (يونس آيت 25 ۽ 26)[2]

قرآن شريف ۾ آيل بيانن جي تمثيلي حالت جي حوالي ۾ مفڪرن جي هي جماعت پنهنجي مضبوط عقيدي کي مقدس ڪتاب جي هيٺين مضمون تي قائم ڪيو آهي "اهوئي آهي جنهن توتي ڪتاب لاٿو ان جون ڪجھ آيتون واضح معنيٰ رکن ٿيون اهي ڪتاب

---

[1] اها حديث حضرت صهيب رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت ٿيل آهي.

[2] تفصيل لاءِ زمخشري جي ڪتاب "ڪشاف" ياڳو پهريون جو مطالعو ڪريو. اهو مختلف فقيهن ۽ مڪتبِ فڪر وارن جي خيالن جا ڪيترائي حوالا ڏئي ٿو ۽ خاص ڪري "مشهبين. ۽ "جبرين" جي عقيدن جو ذڪر ڪري ٿو.

جو اصل آهن، ٻيون اهي آهن جن جون معنائون مشابهات آهن.“ (سورت آل عمران آيت 7)

هڪڙو ٻيو فرقو آخرت جي خوشين ۽ پيڙائن کي مڪمل طور تي ذهني (داخلي) ٿو سمجهي. اهو دعوا ڪري ٿو تہ جيئن انتهائي ذهني پيڙا جسماني پيڙا کان تمام گهڻي وڌيڪ ايذائيندڙ هوندي آهي، ائين اعليٰ ترين خوشي بہ هر قسم جي لذت ڏيندڙ خوشي جي مقابلي ۾ گهڻي وڌيڪ پرڪيف هوندي آهي. جيئن تہ قرآن شريف جي بيان مطابق جسماني موت کان پوءِ فرد جو روح عالمِ ارواح ڏانهن موٽي ويندو آهي، انهيءَ ڪري ماڻهن کي حق جي ڳالهہ کي سمجهائڻ لاءِ مانواري اوستاد جن خوشين ۽ پيڙائن جا نقشا شوخ رنگن ۾ پيش ڪيا آهن اهي سڀ خوشيون ۽ غم ذهني ۽ جسماني هوندا. هن فرقي جي سنگت اندر اسلامي دنيا جا ڪجهہ عظيم ڏاها ۽ صوفي شامل آهن.

بهرحال، هڪڙو ٻيو گروهہ جيڪو گهڻو ڪري انهن کان وڌو طبقو آهي، ان جو اهو عقيدو آهي تہ قرآن شريف ۾ بهشت ۽ دوزخ جي جيڪا حقيقت بيان ڪئي وئي آهي، اها حقيقي طور ائين ئي پيش ايندي.

انهن مختلف گمانن تي ڪنهن راءِ ڏيڻ لاءِ جوکم کڻڻ کان سواءِ هن موقعي تي آخرت جي جزائن ۽ سزائن لاءِ قرآني نظرئي جي باري ۾ اسان جو جيڪو پنهنجو عقيدو آهي ان کي بيان ڪنداسين.

قرآن شريف جي ڏيان سان تلاوت انهي ڳالهہ کي ثابت ڪري ٿي تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ذهن مذهبي شعور جي ساڳين مرحلن مان گذريو جن مرحلن مان حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو ذهن گذريو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام دنيا جا فقط اهڙا بہ اوستاد آهن جيڪي هڪڙي خاص تاريخي اهميت رکن ٿا. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي مذهبي اوسر دوران ان جي فڪري انداز ۾ جيڪا عظيم تبديلي آئي، اها نہ صرف آسماني بادشاهت جي ان مثالي تصور مان ظاهر آهي جيڪو ان دنياوي زندگي جي آخري ڏينهن ۾ پيش ڪيو پر ان جي لهجي ۾ غير اسرائيلين لاءِ جيڪا تبديلي آئي ان منجهان پڻ ان تبديلي جو پتو پوي

ٿو. شروعات ۾ ان جي تبليغ صرف اسرائيلين تائين محدود هئي[1] پر جيئن جيئن ان جي مذهبي شعور ۾ واڌارو آيو تہ ان جي دل ۾ همدردين لاءِ ڪشادگي اچي وئي.[2]

جئين حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو هيو تيئن حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مذهبي ارتقا جو حال بہ ائين هيو.

قرآن شريف جون مختلف سورتون جن ۾ بهشت جي سينگار وارا بياني خاڪا شامل آهن، آيا علامتي (تمثيلي) آهن يا معنوي طور حقيقي آهن. اهي سورتون سڀ جون سڀيون يا ٽڪرن ٽڪرن ۾ مڪي ۾ نازل ٿيون هيون. غالبن پنهنجي مذهبي سوجھ ٻوجھ جي اوائلي مرحلي ۾ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ ان زماني جي ڪن ڪن روايتي ڳالهين کي مڃيو ٿي، جيڪي سندن چوڌاري گردش ڪندڙ هيون. پر روح جي وڌيڪ ڪليل جاڳرتا سان ۽ ڪائنات جي خالق سان ڳوڙهي ڪشف واري رابطي سان سندن اهي خيال جيڪي شروعات ۾ مادي نقطہ نظر وارا هيا، اهي مڪمل طور تي روحانيت ۾ ڍلجي ويا. اوستاد جي ذهن نہ فقط وقت جي گذرڻ ۽ سندس مذهبي سوجھ ٻوجھ جي اوسر سان پر روحاني نظرين جي مشاهدي ۾ سندن اصحابين جي واڌاري سان پڻ سڌارو حاصل ڪيو. ان ڪري اسان کي بعد ۾ نازل ٿيل سورتن ۾ مادي پهلو تي روحاني پهلو ۽ جسم تي روح جو غلبو ڏسڻ ۾ ايندو. سرسبز ۽ شاداب باغيچا جن کي ندين ذريعي پاڻي ملي ٿو، دائمي ڇانوَ[3] سُک، آرام ۽ پرسڪونيت، اهي سڀ شيون سڀي، سڪل، بنا ڇانوَ واري ۽ بناپاڻي واري ريگستان جي ڏتڙيل رهاڪو لاءِ، جيڪو پنهنجو پاڻ سان ۽ پنهنجي چوڌاري رهندڙ سيني رهاڪن سان دائمي ويڙھ ۾ رڌل هيو، خوبصورت تشبيهن ڪري گهٽو

---

[1] متي باب 10 ۽ 15(Matt. x,5 and xv,22_26).

[2] متي باب 28(Matt. xxviii, 19). استراس (Strauss) جي ڪتاب "نيو لائف آف جيسس" (New Life of Jesus Ed: 1865) جي جلد نمبر پهريون جو صفحو 296 پڻ ڏسو.

[3] سورت انفال، سورت محمّد، سورت توبہ، سورت يونس ۽ سورت ابراهيم بہ ڏسو.

قابل قبول نعمتون هيون. پر بهشت وارن کي جيڪا خوشي ملندي اها سندن خالق جي حضور ۾ سڪون ۽ اطمينان، ۽ دائمي امن جي صورت ۾ ڏيکاري وئي آهي. قرآن شريف ۾ آهي "بيشڪ پرهيزگار باغن ۾ رهندا جتي چشما آهن. انهن کي چيو ويندو انهن ۾ سلامتي سان داخل ٿيو ۽ امن سان رهو. انهن جي سيني مان سيئي ڪدورتون ڪڍيون وينديون. اهي ڀائرن وانگر تخت تي آمهون سامهون ويهندا. نہ انهن کي ڪا تڪليف هوندي نہ اتان ڪڍيا ويندا." (سورت حجر آيت 45 کان 48).

هيٺين آيتن جي عبارت جي مقابلي ۾ ٻي ڪهڙي ڳالهہ پنهنجي خيال يا تشبيهہ ۾ شاندار يا انتهائي اهم ٿي سگهي ٿي؟ جيڪا پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عقيدي جو بهترين خلاصو آهي، جڏهن پاڻ آخري خطبي ۾ دنياوي حياتي ۽ آخرت واري حياتي جي باري ۾ هي آيت تلاوت ڪري فرمايائون: "اهوئي آهي جيڪو توهان کي بحري ۽ خشڪي رستي سير ڪرائي ٿو ايستائين جو توهان ٻيڙن ۾ سوار ٿي هوا جي آسري تي خوش خوش سفر ڪريو ٿا. انهن تي طوفان جو جهلڪو اچي ٿو ۽ هرطرف کان موجن جي گهيري ۾ اچي وڃن ٿا. اهي محسوس ڪن ٿا تہ طوفان جي گهيري ۾ آهيون تہ الله کي پڪارين ٿا سچن ٻانهن وانگر. دعا گهرن ٿا تہ (اي الله) جيڪڏهن تون اسان کي بچائيندين تہ تنهنجا شڪرگذار ٿينداسين. پر جڏهن اسان انهن کي بچايون ٿا تہ وري زمين ۾ ناحق سرڪشي ڪرڻ لڳندا آهن. اي انسانو! توهان جي سرڪشي توهان جي لاءِ وبال آهي پلي دنيا جا مزا ماڻيو آخر اسان ڏانهن موٽي ايندا ان وقت توهان کي ٻڌائينداسين تہ توهان جا ڪهڙا ڪرتوت هيا. دنيا جي زندگي جو مثال تہ ان پاڻي وانگر آهي جيڪو آسمان مان وسايو ويو ان ڪري زمين مان پيدا ٿيندڙ شين کي انسان ۽ جانور کائين ٿا ايستائين جو جڏهن زمين سينگارجڻ لڳي ۽ ان جا مالڪ سمجهي ويٺا تہ هاڻي اهو سمورو اسان جي وس ۾ اچي ويو تہ اسان جو حڪم ان تي اچي ويو رات ۾ ۽ ڏينهن ۾، ۽ اسان ان کي اهڙو ڪري ڇڏيو ڄڻ ڪالهہ اتي ڪجهہ هيوئي ڪونہ. ائين اسان سمجهہ وارن کي نشانيون ڏيکاريندا آهيون. الله توهان کي سلامتي واري گهر

ڏانهن سڏي ٿو ۽ جنهن کي وڻيس سڌي واٽ هلائي ٿو.[1] نيڪي ڪرڻ وارن واسطي ڀلائي آهي ۽ ان کان به زيادہ آهي، انهن جي منهن تي ڪارنهن ۽ خواري ڪونه چڙهندي، اهي جنتي آهن ۽ سدائين بهشت ۾ رهندا. باقي جن برا ڪم ڪيا ته انهن لاءِ برائي جهڙوئي بدلو آهي ۽ انهن تي خواري چڙهندي[2] انهن کي الله کان بچائڻ وارو ڪوئي به ڪونه هوندو. ڄڻ ته سندن منهن تي اونداهي رات جا ٽڪرا چاڙهيا ويا هجن." (سورت يونس آيت 22 کان 27).

يا هيٺين آيت جي عبارت کان ئي ڪهڙي عبارت پنهنجين اکيرن ۾ وڌيڪ خالص ٿي سگهي ٿي:

"جيڪي الله سان ڪيل واعدو پورو ڪندا آهن ۽ ڦرندا ڪونه آهن. الله جن سان ڳنڍڻ جو حڪم ڪيو آهي ان سان ڳنڍيندا آهن ۽ الله کان ڊڄندا آهن ۽ بري حساب کان خوف رکندا آهن. جيڪي الله جي رضا لاءِ صبر ڪندا آهن،[3] نماز قائم ڪندا آهن، اسان جي ڏني مان خرچ ڪندا آهن، برائي جي بدلي ڀلائي ڪندا آهن. هي اهي ماڻهو آهن جن لاءِ آخرت وارو گهر آهي يعني اهڙا باغ جيڪي انهن جي ابدي رهائش هوندا. اهي پاڻ به انهن ۾ داخل ٿيندا ۽ انهن جي ابن ڏاڏن ۽ ٻارن ٻچن مان جيڪي صالح هوندا اهي به انهن سان گڏ ويندا. فرشتا هر دروازي تي اٿين چوندي انهن جو استقبال ڪندا ته توهان تي سلامتي هجي، توهان دنيا ۾ جيڪو صبر ڪيو هي آخرت وارو گهر ان جو بدلو آهي." (سورت رعد آيت 20 کان 24).[4]

---

[1] بيضاوي "يهدي من يشاء" جو مطلب "اهي ماڻهو جيڪي توبه تائب ٿين ٿا" وٺي ٿو. زمخشري جو ڪتاب ڪشاف به ڏسو.

[2] ڏيان طلب ڳالهه اها آهي ته نيڪي جو بدلو عمل جي مقدار سان محدود ڪونه هوندو پر ان کان زيادہ هوندو. پر گناهہ جو بدلو اوترو هوندو جيترو گناهہ هوندو.

[3] ان کي هيئن به ترجمو ڪري ٿو سگهجي "پنهنجي مالڪ جي ديدار جي خواهش ڪري".

[4] هن عبارت سان ڀيٽ ڪرڻ لاءِ زمخشري جي ڪتاب "ڪشاف" جو پڻ مطالعو ڪريو.

اسان مٿي جيڪو بيان ڪيو آهي اهو انهي نظرئي کي مڪمل طور ڪوڙو ثابت ڪرڻ لاءِ گهڻو ڪافي آهي جنهن موجب الزام هنيو ٿو وڃي تہ آخرت واري حياتي جي باري ۾ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان پيش ڪيل سڀ جا سڀ خاڪا احساس(حسي) تي ٻڌل آهن. اسان اسلام ۾ روحانيت جي گهرائي ۽ اميدن ۽ خواهشن جي پاڪائي کي ڏيکارڻ لاءِ، جنهن تي اهو پنهنجي حياتي جو ضابطو مقرر ڪري ٿو هن باب جي پڇاڙي قرآن شريف جي هن عبارت سان ڪنداسين:

يآاَيَتُّهَاالنَّفسُ المُطمَئِنهٓ0 اِرجِعِي اِليٰ رَبِّڪِ رَاضِيَةً مَّرضِيةً0 فَادخُلِي فِي عِبَادِي0 وَادخُلِي جَنَّتِي0 "اي اطمينان وارا نفس تون پنهنجي رب ڏانهن موٽي هل، تون ان کان راضي آهين ۽ اهو توکان راضي آهي. پوءِ منهنجن خاص ٻانهن جي (ٽولي ۾) شامل ٿي. ۽ منهنجي بهشت ۾ داخل ٿي وڃ." (سورت فجر آيت 27 کان 30).

## باب چوٿون

# اسلام جو تبليغي جهاد

لا اِڪراهَ فِي الدِّين. (دين ۾ ڪائي زبردستي ڪانہ آهي)

(بقر آيت 256)

اِن الَّذِينَ آمَنُو وَالَّذِينَ هادُو والصَّابِئُون و النَّصارىٰ مَن آمَنَ بِاللهِ وَاليومِ الآخِر وَعَمِلَ صالِحًا فَلا خوفٌ عَلَيهِم وَلا هُم يَحزَنُون0

"بيشڪ اهي جيڪي ايمان وارا آهن، ۽ اهي يهودي، صابئي، ۽ عيسائي(نصارا) جيڪي الله تي ايمان آڻيندا ۽ آخرت تي(پڻ) ۽ چڱا عمل ڪندا (تہ) انهن لاءِ نہ خوف آهي ۽ نہ ڪوئي غم." (مائده آيت 69)[1]

عربي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو مذهب ڌرتي جي گولي تي جنهن غير معمولي تيزي سان پکڙيو اهو مذهبن جي تاريخ جي نهايت شاندار واقعن مان هڪڙو واقعو آهي. عيسائيت صدين تائين پاڻ کي پيچرن ۽ ڪُنڊن ۾ لڪائيندي رهي، جيستائين ان بي دينن(غير اهلِ ڪتاب) جي عقيدن کي پنهنجي اندر جذب ڪونہ ڪيو ۽ انهن سان هڪجهڙائي پيدا ڪونہ ڪئي، جيستائين ڪافر(غير اهل ڪتاب) حاڪم فرمانن ۽ منشورن ذريعي ان جي مدد ڪونہ ڪئي، ان وقت تائين اها دنيا جي مذهبي لڏن منجهہ پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪرڻ جي قابل ڪونہ هئي. اسلام پنهنجي مبلغ جي لاڏاڻي ڪرڻ کان پوءِ 30 سالن جي اندر ڪروڙين ماڻهن جي دلين ۾ پنهنجي جاءِ ٺاهي ورتي هئي. هڪ صدي بہ ڪونہ گذري هئي تہ حرا جي خلوت نشين جو آواز ٽن کنڊن کي پار ڪري چوڌاري گردش ڪري عالمي فضا ۾ گونجي ويو هيو. قيصر ۽ ڪسريٰ جي لشڪر جن عربستان ۾ پرچار ٽيندڙ نئين

---

[1] ان عبارت کي اٿينزين عقيدي (Athanasian Creed) جي ضابطن سان پيٽيو جيڪي منڪرن کي ڪنوڻ جي ڪڙڪاٽن سان آخرت جي عذاب جو خوف ڏيارين ٿا.

جمهوريت جي ڦهلجڻ کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي، اهي ريگستان جي رهاڪن هتاران ٽڪرن ٽڪرن ۾ ورهائجي تباهه ٿي ويا. ماڻهن جي دلين مٿان ان جي غير معمولي حڪومت ۽ اسلام جي شاندار ڪاميابي انهي الزام کي جنم ڏنو تہ اسلام دنيا جي مذهب طور تلوار ذريعي پکيڙيو ويو هيو ۽ تلوار ذريعي قائم ٿيو. تنهن ڪري اهو ڏسڻ لاءِ تہ آيا انهيءَ ڳالهہ ۾ ڪا سچائي آهي، اسان اسلام جي ڪاميابي سان تعلق رکندڙ حقيقتن ۽ وقتي حالتن کي غور سان جاچڻ جي تجويز ڏيون ٿا.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مديني ۾ تشريف آوري وقت اوس ۽ خزرج جا بہ قبيلا جيڪي سالن کان پاڻ ۾ خوني ويڙهہ ۾ رڌل هيا. انهن بس زباني امن ذريعي وقتي طور پنهنجي ويڙهہ ختم ڪئي هئي. گهڻو امڪان موجود هيو تہ اها لڙائي اڳ کان بہ وڌيڪ خوفناڪ دشمنيءَ سان وري چڙي پوندي. يهودين، جبالا (Jabala) واري ڪاهہ کان پوءِ مديني وارن عربن وٽ ڏن ڀرڻ جو ناهہ تہ ڪيو هيو پر اهي تيزي سان وري طاقت وٺي رهيا هيا ۽ کلم کلا پنهنجن هم وطن مشرڪن کي واعدو ڏنل مسيح (مسيحا موعود) جي مدد سان قتل ڪرڻ جون ڌمڪيون ڏيندا هيا. جنهن جي ظهور جي انهن کي هر گهڙي توقع هئي. پسگردائي ۾ رهندڙ قبيلا جن تي قريشن جو اثر رسوخ گهڻو هيو اهي پنهنجي سموري ريگستاني وحشي پڻي سان مديني وارن مٿان اوچتو ٽٽي پوڻ لاءِ تيار بيٺا هيا. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مديني پهچڻ سان ئي اهي خطرا جيڪي نئين دين کي درپيش هيا، ظاهر ٿي ويا. مڪي وارا اصحابي جن اڳ ۾ موت جو مڙسي سان مقابلو ڪيو هيو ۽ هاڻي پنهنجي آقا ۽ ان نور خاطر جيڪو پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن جي دلين ۾ روشن ڪيو هيو جلا وطني ۾ غربت ۽ ويچارگي جو مقابلو ڪري رهيا هيا. اهي ٿورا ۽ ڪمزور هيا. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا مديني وارا اصحابي بہ ڪو گهڻا ڪونہ هيا، جيڪي هيا اهي بہ قبيلائي رقابتن ڪري مختلف ٽولن ۾ ورهايل هيا. انهن مان هڪڙو اهم ڌڙو جنهن جي اڳواڻي هڪڙو بااثر سردار ڪري رهو هيو ۽ مديني جي بادشاهت جو خواهشمند هيو اهو ڳجهي نموني سان ڪافرن جي مدد لاءِ شهر ۾

سرگرم هيو.[1] يهودي، جيڪي مضبوط ۽ متحد هيا. ساڙ وچان ۽ بي رحمي سان، اڏنگي نموني ۽ دوکيبازي سان، هر طرف کان پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مخالفت ڪري رهيا هيا. پر اها دل جيڪا جڏهن قريشين کين جان کان مارڻ جون ڌمڪيون ڏنيون تہ ڪونہ گهبرائي هئي، جڏهن ٻين جون حياتيون بہ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حياتي مبارڪ سان سلهاڙيل هيون، تہ ان وقت بہ اها دل ڪونہ گهبرائي. پاڻ هڪدم انهن انيڪ ماڻهن کي، جن کين الله تعاليٰ جو نائب سمجهي پاڻ کي سندن چوڌاري گڏ ڪري ڇڏيو هيو هڪڙي سماجي طاقت ۾ منظم ڪرڻ جي مهم ۾ مصروف ٿي ويا. پاڻ قبيلن منجهہ قصاص جي پراڻن طريقن جي جاءِ تي باهمي جهڳڙن کي طئي ڪرڻ لاءِ ٽياڪڙ (امين) مقرر ڪيائون؛ اوس ۽ خزرج جي باهمي اختلافن کي ختم ڪيائون، پنهنجي ننڍڙي جماعت ۾ عيسائين ۽ يهودين کي بہ شامل ڪيائون، ۽ سڀني مسلمانن ۾ دوستي ۽ ڀائپي جا تعلقات قائم ڪيائون. پاڻ اعلان ڪيائون تہ چاهي ڪير بہ هجي يهودي، صابئي يا عيسائي، جيڪو بہ الله تعاليٰ ۾ ۽ آخرت تي ايمان رکي ٿو ۽ نيڪي وارا ڪم ڪري ٿو ان کي ڪوبہ خوف خطرو ڪونہ آهي. اهڙي قوم منجهہ جيڪا انتهائي خراب حالت واري شرڪ ۾ ڦاٿل هئي، اهڙي نسل کي جن وٽ رتوڇاڻ جڻ هڪڙي ٻي فطري خوبي هئي، پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حق ۽ سچ، ضبطِ نفس، انسان دوستي ۽ پنهنجي نوعيت جي هڪڙي محبت جو جذبو پيدا ڪيائون. پاڻ انهن کي فرمايائون "جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي بدلي وٺڻ واري حق(قصاص) تان هٿ کڻندو تہ اهو عمل الله تعاليٰ جي حضور ۾ توبه ڪرڻ برابر هوندو." قرآن شريف ۾ آهي"جيڪو شخص چڱائي جي سفارش ڪندو ان کي سنوا اجر ملندو جيڪو برائي جي سفارش ڪندو ان کي برائي جو حصو ملندو." (سورت نساء آيت 85).

جڏهن پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي قوم کي سڌارڻ، انهن کي اخلاقي بگاڙ جي پاتال مان ٻاهر ڪڍڻ، انهن کي نفرتن

---

[1] هن لاءِ ڏسو ياڱي ٻهرين جو باب چوٿون، صفحو190.

ڪان پاڪ ڪرڻ جي هن مقدس ڪم ۾ رڌل هيا، تڏهن پنهنجي انتقام جي باهه ۾ پريل سندن ڪنور ۽ اورچ دشمن سندن مٿان حملا ڪرڻ جا منصوبا ٺاهي رهيا هيا. انهن کين جان کان مارڻ ۽ سندن دين کي نابود ڪرڻ جو قسم کنيو هيو. قريشي پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي ۽ سندن اصحابن کي پنهنجن ابن ڏاڏن جي مذهب کان ڦريل(مرتد) سمجهندا هيا ۽ انهن جي دل ۾ هروقت اها ڳالهه کٽڪندي رهندي هئي ته حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ۽ ان جي پيروڪارن انقلابي مذهب جا جيوڙا پوکڻ لاءِ مخالف شهر ۾ پناهه ورتي هئي. انهن جي نظر ۾ متحد عربستان جو فرض هيو ته انهن سرڦرين جوشيلن کي لازمي تباهه ڪرڻو پوندو جن هڪڙي اڻ ڏٺل خدا لاءِ گهرگهاٽ ۽ ملڪيت کي ترڪ ڪيو هيو ۽ جيڪي ان جي عبادت ۾ گهڻو مست، عمل ۽ سوچ جي پاڪائي تي محبت، انسان دوستي ۽ همدردي ڪرڻ جي گڏيل ذميوارين تي اٽل هيا. مديني ۾ تشريف کڻي اچڻ واري گهڙي کان ئي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي قسمت، خاص طور تي سندن ماڻهن جي تقدير، انهن ماڻهن جي تقدير سان گڏجي وئي هئي جن کين پنهنجي وچ ۾ اچڻ جي دعوت ڏني هئي ۽ پليڪار ڪيو هيو. سندن بربادي معنيٰ انهن ماڻهن جي جماعت جي بربادي جيڪي کين الله تعاليٰ جو نائب سمجهي سندن چوڌاري گڏ ٿي ويا هيا. پاڻ دشمنن ۽ دغابازن ۾ وڪوڙيل هيا. سڄو عربستان قريشين جي سڏ کي موٽ ڏئي رهيو هيو ڇوته اهي قومي ديوتائن جا قديم ٻانها هيا، ۽ انهن معبودن جي بچاءُ لاءِ مسلمانن جي قتلام لاءِ اڳتي وڌندا ٿي آيا. ان وقت سندن پوئلڳ جيڪڏهن هٿن ۾ تلوار نه کڻن ها ته يقيني طور تباهه ٿي وڃن ها. اهو به تڏهن ٿيو جڏهن انهن جا دشمن انهن مٿان ڪاهي آيا ۽ پوءِ ان جو اعلان ٿيو. ”مؤمنن جي معاملي ۾ ڪافر نه رت جي رشتي جو ۽ نه وري واعدي اقرار جو خيال ڪن ٿا. جڏهن اهي ٺاهه جي واعدي جي خلافي ڪن ۽ توهان تي حملو ڪن ته توهان پنهنجو دفاع ڪريو.“ قرآن شريف ۾ حڪم آيو:

”جيڪي اوهان سان وڙهن ته توهان به انهن سان الله جي واٽ ۾ وڙهو پر حد کان نه لنگهو بيشڪ الله حد کان لنگهندڙن کي پسند ڪونه ڪندو آهي.“ (سورت بقر آيت 190)

مسلمانن لاءِ پنهنجو دفاع ڪرڻ سندن زندگي ۽ موت جو سوال ٿي ويو هيو. انهن کي يا تہ قتلام ٿيڻ لاءِ پيش پوڻو هيو يا جڏهن انهن تي حملو ٿئي تہ ويڙهہ ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌڻو هيو. انهن پوئين متبادل طريقي کي چونڊيو ۽ وڏي جاکوڙ کان پوءِ پنهنجن دشمنن کي مات ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيا.

يهودين جي ڪٽر دشمني، قسم تي ٿيل ڪيترن ئاهن جي انهن طرفان وري وري ٽيندڙ ڀڃڪڙي، انهن جي مسلسل شرانگيزي، ۽ انهن طرفان بت پرستن لاءِ مسلمانن سان غداري ڪرڻ جون هرهر ٿيندڙ ڪوششن، مسلمانن کي مجبور ڪيو تہ انهن کي سخت سزا ڏين. بهرحال، اهي انتقامي سزائون ڪونہ هيون پر مسلمانن جي ڪمزور ۽ ننڍڙي جماعت جي سلامتي لاءِ هڪڙي تدبير طور تنبيهہ هيون.

اسان کي اهو فرض ڪري وٺڻ جو ڪوبہ حق ڪونہ آهي تہ جيئن تہ ڌرتي تي وقت بہ وقت جيڪي رهبر آيا انهن منجهان ڪيترن مخالف حالتن کان مادي طور هار کائي شهادت حاصل ڪئي، جڏهن تہ ڪجهہ ٻين پنهنجن ذهنن ۾ حاصل نہ ٿي سگهڻ جهڙين مثالي دنيائن جا نقشا تيار ڪيا، جيئن تہ خواب لهندڙن جوبہ دنيا ۾ وجود رهيو آهي، ۽ ڪجهہ پرجوش ماڻهن تڪليفون بہ سَٺيون آهن، تنهن ڪري حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو بہ فرض هيو تہ انهن جي مثال تي عمل ڪري ها، ۽ پنهنجي مشن جي تڪميل کان اڳ هن دنيا مان موڪلائي وڃن ها. سندن مثان اهو ڪنهن بہ صورت ۾ لازمي ڪونہ هيو تہ پاڻ کي ۽ سچي جماعت کي جنهن مٿان ڪين منتظم جي حيثيت ۾ ڪم ڪرڻ جي هدايت ڪئي وئي هئي، هڪڙي اهڙي قرباني جي نذر ڪن جنهن کي موجوده زماني ۾ هڪڙو "آدرش" (آئيڊيا Idea) يا هڪڙو اندازِ فڪر چئي ٿو سگهجي.

اچو تہ اسان مسلمانن طرفان پنهنجي دفاع ۽ پنهنجي حفاظت لاءِ ڪيل جدوجهد کي انهن خوفناڪ لڙاين سان ڀيٽيون جيڪي يهودين ۽ عيسائين، بلڪ نرم طبيعت پارسين بہ پنهنجن پنهنجن مذهبن جي پرچار لاءِ وڙهيون. يهودين جي معاملي ۾ تہ اڳرائي ڪرڻ، هلان ڪرڻ ۽ نابود ڪرڻ جا عمل مذهبي فرض قرار ڏنل هيا. پنهنجي

مخالف جي جان بخشي ڪرڻ جي صورت ۾ انهن تي لعنت ملامت ڪئي ويندي هئي.

اوائلي عيسائين جي معاملي ۾ ناصري (نذرت Nazareth) نبي عليہ السلام طرفان پرچار ڪيل نرم مزاجي ۽ انڪساري وارو مذهبي نظريو جلدئي طاقت جي غرور ۾ وساريو ويو هيو. ان گهڙي کان جڏهن عيسائيت هڪڙي تسليم ٿيل طاقت ٿي وئي يعني هڪڙي جماعت جي اڪثريت جو مذهب ٿي وئي، ان وقت کان اها ڏاڍائي ڪندڙ ۽ اهنج پهچائيندڙ مذهب ٿي وئي. مختلف ليڪڪن حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي وچ ۾ ڀيٽ ڪئي آهي. انهن مان جن جي دل ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي الوهيت جو مضبوط عقيدو هيو انهن "دنياوي" وسيلن کي، جيڪي عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي امت جي ترقي ۽ اصلاح لاءِ اختيار ڪيا، سمجهيو آهي تہ اهي "شيطاني ترغيبن" جو نتيجو آهن. جڏهن تہ ناصري نبي طرفان اهڙن وسيلن کي استعمال نہ ڪرڻ واري ڳالهہ کي (شايد انهن کي استعمال ڪرڻ جو موقعو نہ ملڻ ڪري) ان جي خدائي (الوهيت) جو ثبوت سمجهيو آهي. اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ اهڙيون تشبيهون نامناسب آهن اسان دليل پيش ڪنداسين ۽ ثابت ڪنداسين تہ اهي اهڙين ڳالهين جي بنياد تي ٻڌل آهن جيڪي نہ صرف تاريخ جي نظر ۾ ڪوڙيون آهن پر انساني خصلت مطابق بہ ڪوڙيون آهن.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي زندگين جون حالتون مڪمل طور تي مختلف هيون. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو اثر رسوخ سندس مختصر نبوت جي دوران پوئلڳن جي هڪڙي ننڍڙي جماعت تائين محدود رهيو جيڪي خاص طور تي هيٺئين ۽ اڻ پڙهيل طبقن سان واسطو رکندڙ هيا. انهي کان اڳ جو سندس پوئلڳ ڳاڻاٽي ۾ گهڻا ٿين ها، يا پنهنجي رهنمائي لاءِ عملي قاعدن جي ضرورت محسوس ڪن ها، انهي کان اڳ جو اهي يا تہ روحاني تعليم جي مقصد خاطر يا حڪمرانن جي مذهبي ڏاڍاين کان بچڻ لاءِ حفاظت طور ڪا تنظيم ٺاهين ها، حضرت عيسيٰ عليہ السلام پنهنجين چڙ ڏياريندڙ تنقيدن ذريعي پادري طبقن جي

بيجان مشائخي خلاف جيڪي جذبا پيدا ڪيا هيا يعني هڪڙي بي رحم نسل جي دائمي نفرت. پاڻ انهن جو شڪار ٿي ويو.[1] جيئن تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جا پيروڪار هڪڙي اهڙي جماعت جا فرد هيا جيڪا اڳ ئي باضابطہ قانونن هيٺ زندگي گذاري رهي هئي ۽ جن جي بجا آوري لاءِ روما (روم) جي حڪمران طبقي طرفان ضمانت ڏنل هئي، ان ڪري انهن کي ضرورت ئي محسوس ڪونہ ٿي تہ اهي پاڻ کي هڪڙي منظم جماعت ۾ شامل ڪن؛ نہ وري اوستاد کي ئي ضرورت محسوس ٿي تہ مثبت عملي اخلاقي قانون واضح ڪري. ضرورت تڏهن محسوس ٿي جڏهن جماعت وڏيڪ ڦهلجي وئي ۽ هڪڙي اهڙي مذهبي عالم جيڪو جديدافلاطوني (Neo Platonic) علم ۾ چڱي ڄاڻ رکندڙ هيو ان اوستاد جي تعليمات جي سادگي ۽ انفراديت کي تباه ڪري ڇڏيو.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي بہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام وانگر هڪڙي مبلغ ۽ سماج سڌارڪ طور پنهنجي منصب جي شروع ٿيڻ کان ئي پنهجن ماڻهن جي مخالفت ۽ ساڙ جو منهن ڏسڻو پيو هيو. شروعات ۾ سندن پوئلڳ پڻ ٿورڙا ۽ غيراهم ماڻهو هيا. سندن پيشرو (اڳ گذريل نبي سڳورا) بہ اهڙا ماڻهو هيا جن بت پرستي جي بندڻ کي ٽوڙيو هيو ۽ پنهنجي اندر مان زندگي جي اظهارن کي پڌو هيو. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پڻ محبت، انسان دوستي ۽ مروت جي پرچار ڪئي.

پر حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ظهور اهڙي قوم ۾ ٿيو جيڪا لڙائي جهڳڙن ڪرڻ ۾ اُيي ٿيل هئي، جن لڙائي کي زندگي جو مقصد ٿي سمجهيو اها هڪڙي اهڙي قوم هئي جيڪا رومين ۽ يونانين جي مادي اثرن ۽ تذليل ڪندڙ اثر رسوخن جي عملي

---

[1] مغربي محققن منجهہ عام طور ان باري ۾ جيڪو خيال آهي مان ان مطابق لکان ٿو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي زندگي مبارڪ ۾ مروجہ روايتن موجب انهيءَ ڳالهہ کي مڃيو ٿي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام صليب تي وفات ڪونہ پاتي پر معجزاتي نموني غائب ٿي ويو. توڙي جو انهيءَ نظرئي کي مشڪوڪ غناسطي روايت چيو وڃي ٿو ۽ اها عام عيسائي روايتن سان نٿي ٺهڪي، ليڪن تاريخي اعتبار کان انهن ٻنهي نظرين جي سچائي جو هڪجيترو امڪان آهي.

پهچ ڪان بہ گهٽو پري تہ انهن جي انسان بنائڻ وارن اثر رسوخن ڪان بہ گهٽو پري هئي. شروعات ۾ سندن تبليغ واري دعوت ڪري نفرت پيدا ٿي وئي، ۽ پوءِ انتقامي جوش ايريو. بهرحال، سندن اصحابي ڳاٽاٽي ۽ سگهہ ۾ وڌندا ويا ۽ آخرڪار مديني وارن طرفان ساٿ ڏيڻ لاءِ آيل دعوت سندن عظيم ڪم کي ڪاميابيءَ جو تاج پارايو. ان گهڙي ڪان جڏهن پاڻ وڏي عزت ڀرئي نموني سان پيش ڪيل اجهي کي قبول ڪيائون، ان گهڙي ڪان جڏهن انهن جو روحاني اڳواڻ ۽ وڏو قاضي ٿيڻ جي دعوت کي قبول ڪيائون، سندن قسمت انهن جي قسمت سان سلهاڙجي وئي؛ ان وقت ڪان مسلمانن کي بت پرستن ۽ انهن جي ساٿارين جي دشمنين تي ڪڙي نظر رکڻ جي ضرورت محسوس ٿي. مديني جي اڪيلي شهر کي عربستان جي اڻ ڳڻين قبيلن جي گڏيل حملن خلاف مقابلو ڪرڻو هيو. انهن حالتن ۾ اسلامي جماعت جي وجود کي برقرار رکڻ لاءِ اڪثر ڪري ٺوس قدمن کڻڻ جي ضرورت محسوس ٿيندي هئي. جڏهن زباني طور سمجهائي قائل ڪرڻ جو عمل ڪامياب نہ ٿيو تہ قوت سان دبائڻ ضروري ٿي ويو.

پنهنجو بچاءَ ڪرڻ واري ان ساڳي فطري صفت موجب، جنهن ناصري نبي عليہ السلام سان سندس اندر مان گرم جوشي سان ڳالهايو هيو[1] ۽ ان پنهنجن حوارين کي هدايت ڪئي هئي تہ پاڻ کي بچاءَ وارن هٿيارن سان ليس ڪن، ان ئي صفت پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي اتساهيو تہ پنهجن پوئلڳن کي مشورو ڏين تہ اهي بچاءَ جي تدبيرن تي ڌيان ڏين، تنهن پڇاڻان ستايل مسمانن لاءِ سبب پيدا ٿيو تہ جڏهن انهن جا بي رحم دشمن انهن تي حملو ڪن تہ اهي بہ هٿيار کڻي اٿن.

آهستي آهستي، نماڻائي، پلائي ۽ محنت سان عربي قبيلن جا سمورا ڇڙوڇڙ ڌڙا حقي خدا جي عبادت ڪرڻ ۾ هڪبئي سان گڏجي ويا. ۽ پوءِ ڌرتي تي امن قائم ٿي ويو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڌرتي جي نهايت متوالي قوم جي ماڻهن منجهہ ڄاوا هيا، جيڪي طبيعت ۾ هروقت جوشيلا ۽ ابهرا هيا. ان وقت بہ جبلتن ۾ ايترا

---

[1] لوقا باب 22 (Luke xxii,256).

جذباتي ۽ هيجاني هيا جيترا اڄ آهن. پنهنجي ريگستاني سج وانگر ٻرندڙ جذبا رکندڙ هيا. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن ماڻهن ۾ پاڻ تي قابو پائڻ ۽ نفس ڪُشي جون اهڙيون عادتون پيدا ڪيائون جيڪي تاريخ جي ورقن ۾ اڳ ڪڏهن بہ ظاهر ڪونہ ٿيون آهن.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ظهور وقت بين الاقوامي مروت ۽ لحاظ جو ڪو تصور موجود ڪونہ هيو. قومون ۽ قبيلا جڏهن هڪٻئي سان لڙائي ڪندا هيا تہ اڪثر نتيجو چڱن ڀلن ماڻهن جي قتلام، معصوم ماڻهن کي غلام بنائڻ ۽ گهريلو سازو سامان جي ڦرلٽ ۾ نڪرندو هيو.

روم وارن قانوني ضابطن جو هڪڙو نظام ناهڻ ۾ تيرهن صديون لڳايون. جيڪو ايترو جامع هيو جيترو اهو خيال ۾ اعليٰ سطح وارو هيو.[1] پر انهن بہ ڪڏهن بين الاقوامي انساني يا اخلاقي ذميوارين جو ادراڪ ڪونہ ڪيو. انهن پسگردائي وارين قومن کي غلام بنائڻ جي واحد مقصد هيٺ لڙايون ڇيڙيون. جتي جتي اهي ڪامياب ٿيا تہ اتي انهن مفتوح ماڻهن مٿان مڪمل طور تي پنهنجي مرضي مڙهي. معاهدن جي حرمت جو ڪو احساس ڪونہ هيو. بس سهوليت جي مناسبت سان ناهہ ڪيا ويندا هيا ۽ ضرورت وقت ٽوڙيا ويندا هيا. ٻين قومن جي آزادي روم وارن جي ڪاٽي ۾ معمولي اهميت جي بہ ڪونہ هوندي هئي.[2] عيسائيت جي اچڻ سان بہ روم جي ڏاهن ماڻهن جي ذهن ۾ بين الاقوامي ذميوارين سان واسطو رکندڙ خيالن ۾ ياتہ ڪا بہ تبديلي ڪونہ آئي يا معمولي تبديلي پيدا ٿي. لڙائي اڳي وانگر غيرانساني ۽ تباهي واري طريقي سان ورهي ٿي وئي، فاتح طرفان بغير ڪنهن ندامت جي ماڻهن کي غلام بڻايو ٿي ويو. ڪنهن مڪار سردار جي مطلب کي پورو ڪرڻ لاءِ ناهہ ڪيا

---

[1] سامي نسل وارن سان انصاف ڪندي مان اهو ضرور چوندس تہ گهڻو ڪري روم جا سيئي وڏا قانون ساز سامي نسل جا هيا. اهي فونيقي(Phoenicians)، شامي(سوري Syrian) يا قرطاجيني (Carthaginians) هيا.

[2] انهيءَ موضوع تي تفصيل لاءِ ڊولنجر جي ڪتاب "دي جينتائيل اينڊ دي جيو" (The Gentile and the Jew) جو مطالعو ڪريو.

ويندا هيا ۽ ٽوڙيا ويندا هيا. عيسائيت جو بين الاقوامي اخلاقيات جا معاملا سڌارڻ سان ڪو واسطو ڪونه هيو. تنهن ڪري ان پنهنجن پوئلڳن کي اونداهي ۾ هٿوراڙيون هڻڻ لاءِ ڇڏي ڏنو.

عيسائي سرشتي ۾ حقيقي کوٽ کي محڻ جي بجاءِ جيڪو قدرتي طور انهي نظام جو باني مڪمل ڪري ڪونه سگهيو هيو جديد مفڪرن ان نظام جي خرابين کي صحيح قرار ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيڪا انساني ذاهب جي هڪڙي عجيب گمراهي آهي! هڪڙوئي ڪم ڪو فرد ڪري ته صحيح آهي پر اهو ڪم جماعت ڪري ته غلط آهي، ساڳي نموني جماعت ڪو ڪم ڪري ته صحي آهي پر اهو ڪم فرد ڪري ته غلط آهي. مذهب ۽ اخلاقيات به متبادل اصطلاح، قانون جي دائري کان الڳ رکيا ويا آهن. مذهب جيڪو فردن جي لاڳاپن کي قاعدي ۾ رکڻ جي دعوا ڪري ٿو اهو انساني لڏي جي مختلف گروهن جي هڪٻئي ۾ لاڳاپن کان پاڻ کي آجو سمجهي ٿو. ائين مذهب بس جذباتيت جو نالو ٿي ويو آهي، يعني جوش وارن جذبن کي پچائڻ جي ديڳڙي، يا مناظرو ڪندڙ ٽولن ۾ رسمي بحث ڪرڻ جو موضوع. البت ڪڏهن ڪڏهن فلسفاڻي اخلاقيات جو رتبو به حاصل ڪري وٺي ٿو.

بين الاقوامي ذميوارين جو بنياد قومن کي فردن جي حيثيت سان تسليم ڪرڻ ۾ سمايل آهي، ۽ انهي حقيقت کي تسليم ڪرڻ ته فردن لاءِ هڪڙو ته قومن لاءِ ڪو ٻيو معيار ڪونه آهي; ڇوته جيئن فرد ملي قوم ٺاهيندا آهن ائين قومون ملي انساني لڏو ٺاهينديون آهن; ۽ قومن جا حق ۽ انهن جون هڪٻئي ڏانهن جيڪي ذميواريون آهن، فردن جي وچ ۾ هڪٻئي ڏانهن موجود ذميوارين کان ڪنهن به طرح سان مختلف ڪونه آهن.[1]

اهو سچ آهي ته مغرب ۾ لاطيني ڪليسا جي قائم ٿيڻ سان ۽ روم جي بشپن جي اختيار ۾ ضروري اضافي سان لاطيني عيسائين جي

---

[1] پيٽ ڪرڻ لاءِ ڏسو ڊيوڊ ارقات (ارڪرٽ) (David Urquhart) جو مضمون "انيفڪٽس آف دي ڪنٽيمپٽ آف انٽرنيشنل لا" (Effects of the Contempt of International Law) تي لکيل مضمون، ايسٽ اينڊ ويسٽ (East and West) اداري طرفان فبروري 1867ع ۾ ٻيهر ڇپرايل.

دنيا ۾ بين الاقوامي ذميواري جي هڪ طئي ٿيل حد متعارف ٿي وئي. پر اها مڪمل طور رومي ڪليسا کي مڃيندڙ پوئلڳن تائين محدود هئي، يا ڪڏهن ڪڏهن يوناني عيسائين کي به ان مان فائدو ملندو هيو. باقي سموري دنيا انهي ذميواري جي لاڳ کان قطعي طور خارج ٿيل هئي. "مذهب جي نالي کي ڪمزور قومن مٿان ڏاڍ ڪرڻ لاء جواز ۽ بهانو مهيا ڪرڻ جو سبب سمجهيو ويندو هيو ۽ ان کي انهن جي ڦرلٽ ڪرڻ ۽ غلام بنائڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو هيو." بگاڙ جو هر عمل ڪليسا طرفان جائز قرار ڏنل هيو ۽ نهايت گهٽي زيادتي جي صورت ۾ ڪليسا طرفان معافي جو پروانو ڏوهين لاءِ نجات جو رستو سڌو ڪرڻ لاءِ ڪافي هيو. چرچ جي مڪمل منظوري سان شارليمان (چارلمگني Charlmagni) طرفان ڪيل پهرين قتلام کان وٺي آمريڪا جي اصلي ۽ بيڏوهي خاندانن جي غلامي ۽ قتلام تائين، بين الاقوامي ذميوارين جي پيچڪڙي ۽ انساني حقن جي پائمالي جا اڻ ڪٽ سلسلا آهن. انهي انسان دوستي جي پهرين اصول جي کلم کلا انحرافي حضرت عيسيٰ عليه السلام جي انهن پوئلڳن کي ستائڻ جو پڻ سبب بڻي جن ڪليسا جي سوچ کان مختلف انداز ۾ سوچڻ جي همت ڪئي.[1]

پروٽيسٽنٽ فرقي جي اوسر سان به فرق پيدا ڪونه ٿيو. مختلف عيسائي فرقن جي وچ ۾ جيڪي لڙايون ٿيون ۽ انهن هڪٻئي تي جيڪي ظلم ڪيا اهي خود هڪڙي تاريخ ٺاهين ٿا. هيلم (Hallam) چوي ٿو "ڏاڍ ڪرڻ سڌاريل ڪليسا جو سڀ کان وڏو فطري گناه آهي، چوته ان جي انهي خاصيت ڪري هر ايماندار ماڻهوءَ جي دل ۾ جيئن ئي ان جو مطالعو وڌيڪ گهرو ٿيندو وڃي ٿو، ان جي تناسب ۾ ان جي حمايت جو جوش ٺڏو ٿي وڃي ٿو.[2]

---

[1] پيٽ ڪرڻ لاءِ ڏسو ملمن جو ڪتاب "لئٽن ڪرسچئنٽي" (Latin Christianity) جلد پهريون، ۽ ليڪي(Lecky) جي ڪتاب "هسٽري آف ريشنلزم ان يورپ"(History of Rationalism in Europe) ۾ "ڏاڍ"(Persecution) جي موضوع تي لکيل باب پڻ ڏسو.

[2] ڏسو هيلم(Hallam) جو ڪتاب "انگلنڊ جي آئيني تاريخ"(ڪانسٽيٽيوشنل هسٽري آف انگلنڊ Constitutional History of England) جلد پهريون باب ٻيو. ليڪي (Lecky) پنهنجي ڪتاب "هسٽرس آف ريشنلزم ان يورپ" ( بقايا....)

بهرحال، گھٽين نين پيدا ٿيل ڪليسائن جو ديني علم يا ايماني ڳالهين تي پاڻ منجهه يا رومي ڪليسا سان يلي ڪيترو بہ اختلاف هجي پر اهي عيسائيت جي دائري کان ٻاهر قومن جي حقن ۽ مفادن جي باري ۾ سموري اشتراڪ کان انڪار ڪرڻ واري عمل ۾ هڪ ٻئي سان پوري طرح سهڪاري هيا.[1]

ان جي ابتڙ اسلام جو جذبو علحدگي ۽ نرالائي واري بي تعلقي جي خلاف آهي. نسبتن هڪڙي غيرمُهذب زماني ۾ جڏهن دنيا سماجي ۽ اخلاقي اونداهي ۾ غرق ٿيل هئي، حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم برابري جي انهن اصولن جي تعليم ڏني جيڪي هين مذهبي عقيدن ۾ گهٽ تسليم ٿيل آهن. ۽ اهڙا ضابطا لاڳو ڪيائين جيڪي پنهنجي خيال جي وقار ۽ ڦهلاءُ لاءِ ڪنهن بہ مذهب جي عقيدي سان مقابلو ڪري سگهن ٿا. هڪڙو قابل ليکڪ بيان ڪري ٿو "اسلام پنهنجو مذهب پيش ڪيو پر ان کي هين تي ڪڏهن بہ ٿاڦيائين ڪونہ ۽ انهي مذهب ۾ شموليت ڪرڻ واري کي فاتح ڌر سان هڪجهڙن حقن ملڻ جي پڪ ڏني ويندي هئي، ۽ اسلام فتح ڪيل رياستن کي انهن حالتن کان ڇوٽڪارو ڏياريو جيڪي دنيا جي وجود ۾ اچڻ کان وٺي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زماني تائين هر فاتح هميشه لاڳو ڪندو آيو."

---

(بقايا) جلد ٻئي، ۾ لکي ٿو تہ جڏهن ڪالون (Calvin) سرويٽس(Servetus) کي ان جي تثليث وارن ملحدائڻ خيالن ڪري باهہ ۾ ساڙايو تہ ان ڪارروائي کي پروٽيسٽن جي سڀني فرقن طرفان ساراهيو ويو هيو. ميلنڪٿن (Melanchthon)، بُلنجر(Bullinger) ۽ فاريل(Farel) انهي ڏوهہ جي دلي حمايت ظاهر ڪرڻ لاءِ مضمون لکيا. بيزا (Beza) هڪڙي تفصيلي ليک ۾ انهيءَ جو دفاع ڪيو. ڏسو ليڪي(Lecky) جو ڪتاب "هسٽري آف ريشنلزم ان يورپ"(History of Rationalism in Europe) جلد ٻيو، صفحو 49. انگلستان ۾ ڪئٿولڪن، غير مقلدن. ۽ اختلاف ڪندڙن (بدعتين) جي خلاف جيڪي تعزيراتي قانون هيا جيڪڏهن ڪو سچو ماڻهو انهن جو مطالعو ڪري تہ ان جي دل ۽ دماغ کي صدمو پهچندو.

[1] گروٽس(Grotius) جيڪو شايد يورپ ۾ بين الاقوامي قانون جو خالق هيو ان مسلمانن کي يوربي قومن سان سڀني معاشرتي حقن ماڻڻ کان باضابط طور خارج ڪري ڇڏيو.

اسلامي قانونن ذريعي اسلامي راڄ اندر رهندڙ هر هئي مذهبي عقيدي جي پوئلڳن لاءِ عبادت جي آزادي ۽ ضمير جي آزادي جي اجازت ۽ ضمانت ڏنل هئي. قرآن شريف ۾ آيل آيت ”لا اڪراه في دين“ دين ۾ ڪابہ زور زبردستي ڪونہ آهي(سورت بقر آيت 256) اسلام ذريعي ذهن نشين ڪرايل انسان دوستي ۽ رواداري جي نشاندهي ڪري ٿي. ”جيڪڏهن تنهنجو رب گهري ها تہ زمين ۾ رهندڙ سڀ ماڻهو ايمان آڻي چڏين ها، پوءِ ڇا تون ماڻهن کي مجبور ڪندين ايستائين جو اهي مؤمن ٿي وڃن؟ ڪوبہ نفس الله جي حڪم کان سواءِ ايمان نٿو آڻي سگهي.“ (سورت يونس آيت 99 ۽ 100) ”انهن تي محنت ڪر جيڪي توکي اڻ ڀڏو ڪن. پنهنجي دل سان سچو رهہ جيڪو توسان برائي ڪري ان سان بہ چڱائي ڪر.“ (حديث شريف)

هي انهيءَ مبلغ جا قول آهن جنهن تي مذهبي تعصب ۽ ڪٽرپڻي جا الزام لڳايا ويا آهن. اهو ياد رکڻ گهرجي تہ اهي ڪنهن مخالف طاقتن جي اثر سان بيوس ٿيل فلسفياڻيون سوچون پچائيندڙ يا ڪمزور جذباتي ماڻهو جا گفتا ڪونہ آهن، اهي اهڙي انسان جا قول آهن جيڪو پنهنجي طاقت جي اوج ۾ هڪڙي چڱي نموني سان منظم ۽ گهڻي مضبوط ٿيل رياست جو سربراه هيو ۽ پنهنجي مانائتي تلوار جي ڏار سان بہ پنهنجن نظرين کي نافذ ڪرڻ جي قابل هيو.

سياست وانگر مذهب ۾ بہ فردن ۽ گروهن رواداري جي پرچار ڪئي آهي ۽ ان جي عملي مظاهري کي صرف ايستائين يقيني بڻايو آهي جڏهن اهي ڪمزور ۽ هيڻا هوندا آهن. پر جن طاقتن کي اهي پنهنجي قابو ۾ آڻڻ گهرندا آهن ۽ انهن سان وڙهڻ لاءِ جڏهن چڱي سگهہ حاصل ڪري وٺندا آهن تہ ان گهڙي کان رواداري جي جاءِ تي ڏاڍ پنهنجو رستو اختيار ڪندو آهي. جڏهن قسطنطين (ڪانسٽنٽائن) روم جي قيصرن جي سلطنت تي وينوتہ عيسائيت هٿ چراند ڪرڻ کان آجي هئي. پر ان جي دور کان وٺي ظالماڻي عمل ۽ مذهبي ڏاڍ جو هڪڙو منظم سلسلو شروع ٿي ويو جنهن جي صرف يهودين طرفان ڪيل ظلمن سان ڀيٽ ڪري سگهجي ٿي. ليڪي (Lecky) چوي ٿو ”ان ئي گهڙي کان جڏهن ڪليسا کي ڪانسٽنٽائن(قسطنطين) جي حڪومت

۾ شهري اختيار حاصل ٿيا. يهودين، ٻي دينن ۽ مشرڪن جي خلاف ڏنڊي جي سرڪار وارو عام اصول منظور ڪيو ويو ۽ عمل پيرا ٿي ويو."[1] انهن کي ظلم جي هر طريقي سان ايذاء پهچايا ويندا هيا. انهن کي هلڪي ٻرندڙ باهه ۾ ساڙيو ويو تہ جيئن انهن کي عيسوي ڪليسا جي ماڻهپي ۽ انسان دوستي جي باري ۾ سوچڻ جو موقعو ملي سگهي. هڪڙي پادري پنهنجي پيو پادري مذهبي ڏاڍ جي فضيلت جي باري ۾ فتوا ڏيندو هيو. ڪليسا جي نهايت وڏن درويشن مان هڪڙي - "گهڻو حساس ۽ اعليٰ خدا پرستي وارو هڪڙو درويش"- نهايت وحشي ايذاء ڏيڻ جي حمايت ۾ دليل پيش ڪيا. اٺويهين صدي جي شروعات ۾ يورپ جن وڏين جنگين جو ميدان ٿيو انهن ڌاڙن کان سواءِ، عيسائي ڪليسا حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي حوارين کان اختيار حاصل هجڻ جو ڍونگ ڪندي، ڪڏهن بہ لڙائي کي همٿائڻ کان ڪونہ نٽايو[2] يا مذهب جي نالي ۾ ۽ "حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي عقيدت" جي نالي ۾ ٻي دينن(غير اهل ڪتاب) ۽ مشرڪن جي خلاف تباهي وارين مهمن لاءِ منظوري ڏيڻ کان ڪڏهن بہ ڪا هٻڪ محسوس ڪونہ ڪئي. انهن ماڻهن کي عيسائي انسان نوازي يا قومن جي آئين مٿان ڪوبہ حق حاصل ڪونہ هيو نہ وري هن وقت مسڪين ڪاري نسل جي خاندانن کي آهي! پندرهين صدي ۾ روم جي پوپ هڪڙو خاص پڌرنامو جاري ڪيو جنهن ذريعي غيرعيسائي دنيا کي پورچوگيزن ۽ اسپين وارن منجهہ هڪجيترن حصن ۾ ورهايو ويو ۽ انهن کي مڪمل اختيار ڏنو ويو تہ جنهن بہ طريقي سان وٽين اتي جي رهاڪن کي عيسائي بڻائين! تاريخ شاهد آهي تہ انهن پورچوگيزن ۽ اسپين وارن ان اجازت جي ڪيئن

---

[1] ڊسو هيلم(Hallam) جو ڪتاب "انگلنڊ جي آئيني تاريخ" (ڪانسٽيٽيوشنل هسٽري آف انگلنڊ Constitutional History of England) جلد پهريون، باب ٽيون، صفحو 98.

[2] ويهين صدي جي عظيم ۽ تباهہ ڪن جنگ ۾، جنهن ۾ سيئي وڏيون عيسائي قومون ملوث هيون(يعني پهرين مهاڀاري لڙائي.اردو مترجم) ٻنهي طرفن جي مذهبي اختياري رکندڙ عهديدارن لڙائي جي باهہ ڀڙڪائڻ ۾ وڏي جوش وخروش سان حصو ورتو.

آزادانہ طور تشريح ڪئي. افسوس اهو آهي تہ غيرعيسائين سان ٿيندڙ سلوڪ ۽ آزار واري هلت جي باري ۾ جيڪي ظالمانا عقيدا آهن، اهي عيسيٰ عليہ السلام جا قول ٻڌائي ان جي مٿان ٿاڦيا ٿا وڃن. ان ائين ڪونہ چيو "انهن کي شامل ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو."

پنهنجي عظيم سوڀ واري گهڙي ۾ جڏهن عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مڪي ۾ ڪعبت الله شريف ۾ داخل ٿيا ۽ بتن کي ڊاهيائون تہ اهو ڪو انتقامي ڪارروائي يا مذهبي تعصب ڪري ڪونہ هيو پر همدردي ۾ هيو. جڏهن پاڻ فرمايائون "حق اچي ويو ۽ باطل ڀڄي ويو." غريب ۽ ڪمزور جي تحفظ لاءِ هدايت ڪندي ۽ انصاف کان ڇرڪندڙ قيدين کي آزاد ڪندي ذري گهٽ سڀني لاءِ عام معافي جو اعلان ڪيائون.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم رواداري لاءِ رڳو تبليغ ڪونہ ڪئي پر ان کي قانوني شڪل ۾ آندائون. پاڻ سڀني مفتوح قومن کي مذهبي عبادت ڪرڻ جي آزادي ڏنائون. پنهنجي مذهب کي قائم رکڻ ۽ ان جي بجاآوري جي عيوضي طور انهن کي فقط معمولي ڏن جي رقم ڀرڻي پوندي هئي. جڏهن غيرمسلم سان هڪڙو پيرو ڏن يا خراج تي راضي ناموتي ويندو هيو تہ انهن جي مذهب ۾ يا ضمير جي آزادي سان ڪنهن بہ قسم جي مداخلت کي اسلامي قانون جي سڌي ڀڃڪڙي سمجهيو ويندو هيو.[1] ڇا ٻين مذهبن وارن جي باري ۾ ائين چئي سگهجي ٿو؟ تلوار ذريعي مذهب تبديل ڪرائڻ وارو عمل مڪمل طور تي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فطري صفتن جي خلاف هيو ۽ مذهبي عقيدن سان ڇيڙڇاڙ ڪرڻ کان کين نفرت هئي. پاڻ وري وري ارشاد فرمايائون "انهن ڳالهين تي تڪرار ڇوٿا ڪريو جنهن جي توهان کي خبر ڪونہ آهي؛ سٺن ڪمن ۾ سرسي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو. جڏهن توهان الله تعاليٰ جي حضور ۾ پيش ٿيندا تہ اهو توهان کي ان بابت ٻڌائيندو جنهن جي باري ۾ توهان اختلاف ڪري رهيا آهيو."

---

[1] تفصيل لاءِ ڏسو هن ڪتاب ۾ "اسلام جو سياسي روح" وارو باب.

اچوتہ هاڻي اسان پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لڙاين جو جائزو وٺون. اسان کي خبر آهي تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اڳواڻي ۾ مسلمانن جون پاڙيسري قبيلن سان مختلف جنگيون، بت پرستن جي اڳرائي ۽ بي رحمي واري دشمني کري واقع ٿيون ۽ پنهنجي بچاء لاءِ ضروري هيون.

موتہ واري لڙائي ۽ تبوڪ ڏانهن چڙهائي جيڪي هڪڙي ڌاري رياست خلاف پهريون ڪارروايون هيون، انهي ڪري ضروري هيون جو يونانين هڪڙي مسلمان ايلچي کي قتل ڪيو هيو. جيڪڏهن انهي قتل جي بدلي ۾ مسلمان اوپرندي وارن علائقن جي عيسائين کي سيڪت نہ ڏين ها تہ شايد اسان تلوار ذريعي اسلام جي نافذ ٿيڻ بابت ڪونہ ٻڌون ها. موتہ واري لڙائي غيرفيصلائتي هئي جڏهن تہ تبوڪ واري چڙهائي جيڪا پنهنجي اصل ۾ مڪمل طور بچاء واري نوعيت جي هئي يعني هرقل(هرڪيولس Herculus) جي لشڪر کي گڏ ٿيڻ کان روڪڻ واري عمل ۾ ٿي هئي. جيئن تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حياتي دوران اهو ايلچي کي قتل ڪرڻ وارو بين الاقوامي ڏوھ يونانين کي بنا سزا ڏيڻ جي رهجي ويو هيو پر سندن جانشينن انهي کي ڪونہ وساريو ۽ ان جو وڏو ڏنڊ وصول ڪيائون.

يوناني سلطنت جي ايڏي پکيڙ هئي جو مسلمان عيسائي دنيا جي تمام وڏي علائقي سان لڙائي واري حالت ۾ اچي ويا. ان کان علاوه، بازنطيني بادشاهت جي زوال پذير اقتدار ۾ مختلف صوبن جا حاڪم اهڙا خودمختيار ٿي ويا هيا جو انهن مان ڪنهن هڪ سان بہ ٺاھ ڪري مسلمان انهيءَ صورتحال جو علاج ڪري نٿي سگهيا. انهيءَ کان اڳ جو ڪنهن هڪڙي کي مات ڪجي ۽ ٺاھ جي شرط تي آڻجي، ٻيو دشمني جو ڪونہ ڪو عمل ڪرڻ لاءِ مٿو اپو ڪندو هيو ۽ مسلمانن کي مجبور ڪندو هيو تہ کيس سزا ڏين. تنهن ڪري مسلمان هڪڙو دفعو جو يونانين سان ان ڦڏي ۾ داخل ٿي ويا[1] تہ اهي اتڪل سموري عيسائي دنيا سان لڙائي واري حالت ۾ ڦاسي ويا.

---

[1] ڏسو ارقات(Urquhart) جو ڪتاب "اسلام ائز اي پوليٽيڪل سسٽم" (Islam as a Political System). منهنجي بيان ڪرڻ جو اهو مطلب ڪونہ آهي تہ مسلمان ڪو جارحيت ڪرڻ يا لالچ جي اثر کان آجا هيا. اهڙي ڳالھ ڪرڻ انساني جبلت کان مڪمل طور اڻ ڄاڻائي جو اظهار ٿيندو. اهو بلڪل ممڪن (ڏسو بقايا.......)

عيسائين وانگر مسلمانن ۾ بہ بدنيت سردارن اڪثر ڪري مذهب کي پنهنجي مقصد لاءِ وسيلو ۽ بهانو ناهيو آهي. جيئن عيسائي فقيهن ۽ ديني عالمن دنيا کي ٻن حصن ۾ ورهاريو آهي، يعني هڪڙي عيسائي دنيا ۽ ٻي ڪفر جي دنيا. ائين مسلمان دليل بازن (سوفسطائين) بہ دنيا کي ٻن علائقن ۾ ورهايو آهي ـ دارالحرب ۽ دارالسلام. بهرحال، مسلمان رياستن جا غيرمسلم ملڪن سان باهمي تعلقات جن اصولن تي ٻڌل هيا، ۽ بين الاقوامي قانون جي موضوع تي عيسائي ليکڪن جي تحريرن جي پرک ڪئي وڃي تہ ظاهر ٿيندو تہ مسلمانن طرفان مقرر ڪيل اصول عيسائي ليکڪن جي لکڻين کان وڌيڪ فراخدلي ۽ خوبي وارا آهن. اهو صرف ويجهڙائي واري زماني ۾ ۽ سوبہ حالتن جي دٻاء هيٺ ٿيو آهي جو غيرعيسائي رياستن کي "قومن جي برادري" ۾ داخل ڪيو ويو آهي. ان جي برخلاف مسلمان فقيهن امن ۽ لڙائي واري حالت جي وچ ۾ فرق ڪيو. دارالحرب واري اصطلاح مطابق ان ۾ صرف اهي ملڪ شامل آهن جن سان مسلمان لڙائي واري حالت ۾ آهن; جڏهن تہ اهي رياستون جن سان صلح ڪري پُرامن حالت ۾ رهندڙ آهن، اهي علائقا دارالامن (دارالسلام) آهن. حربي کي يعني دارالحرب جو رهاڪو صاف ۽ سادي نموني ڌاريو يعني غيرملڪي تصور ڪيو ويندو آهي. ان کي واضح اجازت کان سواءِ اسلامي رياستن اندر اچڻ جو ڪوبہ حق

(بقايا) ڪونہ هيو تہ مسلمانن پنهنجن دشمنن ۽ حملي آورن جي مقابلي ۾ جيڪا بي مثال ڪاميابي حاصل ڪئي هئي ۽ پنهنجي چوڌاري رهندڙ قومن جي ڪمزوري کان جيترو واقف ٿيا، ان کان پوءِ بہ اهي پنهنجي امن پسندي کي قائم رکن ها ۽ پاڻ کي قانون جي حدن اندر رکن ها. مان انهيءَ حقيقت کان بہ اکيون بند ڪونہ ٿو ڪريان تہ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن جي وچ ۾ بہ لڙايون ٿيون آهن، بلڪ اهڙيون وحشتناڪ لڙايون ٿيون آهن جهڙيون عيسائين منجھ ٿيون آهن. پر اهي لڙايون سدائين خانداني جنگيون رهيون آهن. مسلمانن جي مختلف فرقن بہ هڪٻئي سان جيڪي ڏاڍايون ڪيون اهي بہ گهٽو ڪري انهيءَ سبب ڪري ٿيون آهن. مثال طور حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اولاد يعني حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي ٻچڙن سان اموين جيڪي ڦهر ڪيا(جن جي باري ۾ مان اڳتي هلي ذڪر ڪندس) انهن ظلمن جو بنياد بہ قريشن جي اها پراڻي دشمني ۽ نفرت هئي جيڪا انهن کي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ ٻين هاشمين سان هئي.

ڪونہ هوندو آهي. پر هڪڙو پيرو جڏهن هڪڙو تمام مسڪين مسلمان بہ ان کي امان ڏئي يعني ان جي سلامتي جو ذميوار ٿئي تہ اهو غير ملڪي هڪڙي سال جي عرصي لاءِ هٿچراند کان يقيني طور محفوظ ٿي ويندو آهي. انهي مدي جي گذرڻ تي اهو ملڪ مان نڪري وڃڻ لاءِ ٻڌل هوندو آهي. دارالامن جو رهاڪو "مُستَمِن" آهي. سدائين لاءِ رهي ٿو يا محدود عرصي لاءِ، ٻنهي حالتن ۾ "مُستَمِن" سان ان جي ملڪ سان ٿيل صلح نامي جي شرطن موجب ورتاء ٿيڻو آهي.[1] "مُستَمِن" تي سندن پنهنجي ملڪ جا قانون لاڳو رهندا هيا، ڏن ڀرڻ کان آجا هوندا هيا ۽ انهن کي ٻيون رعايتون بہ ڏنيون وينديون هيون.

جنهن قانوني ضابطي بين الاقوامي آئين کي شرعي احڪامن جو حصو بڻائي ڇڏيو هيو ان ۾ جارحيت جو گمان بہ نٿي ٿي سگهيو. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اصحابي پنهنجي اقتدار جي عروج ۾ بہ پنهنجن دشمنن کي اهو چوڻ لاءِ سدائين تيار هوندا هيا "اسان خلاف سموريون دشمنيون ختم ڪريو ۽ اسان سان ٻڌي ڪريو تہ اسان توهان جا خيرخواهہ رهنداسين. يا ڏن ڀريو تہ اسان توهان جي سمورن حقن جو تحفظ ڪنداسين ۽ يقيني بڻائينداسين؛ يا اسان جو مذهب اختيار ڪيو تہ توهان هر اهو حق ماڻي سگهندا جيڪو اسان کي پاڻ کي حاصل آهي."

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اهم فرمان جن تي لڙائي بابت اسلامي قانون ٻڌل آهن. اها ڏاهپ ۽ ماڻهپو ڏيکارين ٿا جنهن اسلامي سرشتي کي زندهہ دلي وارو ڪري ڇڏيو. "الله جي راهہ ۾ انهن ماڻهن سان وڙهو جيڪي توهان سان لڙائي ڪن، پر زيادتي نہ ڪريو ڇوتہ الله زيادتي ڪرڻ واري کي پسند ڪونہ ڪندو آهي ...... جيڪي اوهان سان وڙهن انهن کي قتل ڪريو...... پوءِ جيڪي باز اچن تہ ظالمن کان سواءِ ٻين سان ڪابہ دشمني ڪونہ آهي." (سورت بقر آيت 190 کان 193).

ايران خلاف پنهنجا هٿيار کڻڻ لاءِ مسلمان وقتي حالتن ڪري مجبور ٿيا هيا. منذري (Munziri)، جيڪي عرب گاڏڙ نسل جي بادشاهن

---

[1] انهن امانن مشروط آڻ ميجڻ جو بنياد پيدا ڪيو.

جو حڪمران گهراڻو هيو ۽ فارس جي بادشاهت جي مدد سان حڪومت ڪندا هيا. اهي سياسي مخالفت جي باوجود عقيدي ۽ مفادن جي هڪجهڙائي ڪري بيزنطين وارن سان گڏيل هيا. مسلمانن جي يونانين سان جيڪا پهرين چپقلش ٿي ان جو ردعمل حيره (Hirites) وارن تي به ٿيو جيڪي مُنذِرين (بنومنذر) جا ڏن پريندڙ هيا. حيره وارن جون سرحدون علائقي جي هڪڙي وڏي خطي تي پکڙيل هيون. فرات ندي جي ڪنارن کان اولهه طرف عراق جي سموري ريگستان کي سمائيندي ۽ گهٽو ڪري غساني عربن جي چراگاه تائين پهتل هيون. جيڪي بيزنطين وارن جا ڏن پريندڙ هيا.

فارس وارن جي هٿ هيٺ حيره جي حيثيت اهائي هئي جيڪا روم جي قيصر آگستس (Augutus) يا طبريا (ٿائي بيرس Tiberias) جي هٿ هيٺ يهوديه (Judaea) جي هئي. مسلمانن جي فتح وقت ان خطي تي پارسين جو مقرر ٿيل هڪڙو سردار حڪمران هيو. پر ڪسريٰ بي اعتباري ڪري هڪڙي ايراني کي مرزبان (وائسراءِ) جي حيثيت سان منذر جي جانشين مٿان نگران مقرر ڪري رکيو هيو. جنهن جا رعيتي ان وقت به ايترا سرڦريا هيا جيترو هاڻي انهن جو اولاد آهي. اهي پرپاسي وارن قبيلن تي ڦرلٽ ڪرڻ لاءِ حملا ڪندا رهندا هيا ۽ انهن حملن ڪري ئي حيره وارا مسلمانن سان دشمني ۾ ملوث ٿي ويا هيا. اسلامي حڪومت ان وقت اڪيلي حڪمران يعني خليفي جي رهنمائي هيٺ مضبوط ٿي چڪي هئي، ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاڏاڻي ڪري بدوين طرفان ڪيل بغاوتن کي ڪچلڻ کان پوءِ ان جي طاقت ٻيڻي ٿي وئي هئي. مسلمانن لاءِ اهو ناممڪن هيو تہ هڪڙي لوڌن ۾ پيل سلطنت جي خسيس ماڻهن طرفان ٿيندڙ بي عزتي وارن عملن کي خاموشي سان برداشت ڪندا رهن. تنهن ڪري هڪڙي اسلامي لشڪر کي حيره ڏانهن چڙهائي ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو ويو. مرزبان ايراني حڪومت جي تخت گاه مدائن ڏانهن ڀڄي ويو ۽ عرب سردار ڪنهن به قسم جي ويڙهه ڪرڻ کان سواءِ آڻ مڃي مسلمانن جي سپهه سالار خالد بن وليد جي اڳواڻي ۾ آيل مسلمانن آڏو پيش پيو.

حيره جي فتح مسلمانن کي خسرو وارن جي راڄن جي چاڻنٽ تي آڻي بيهاريو. گهرو لڙائي واري هڪڙي ڊگهي عرصي کان پوءِ جنهن ۾ ظالماڻن عملن، نفرت پيدا ڪندڙ فعلن ۽ رتوڇاڻ جو مظاهرو ٿيو. فارس

ڪي يزدگرد جي شخصيت ۾ هڪڙو باهمت حڪمران نصيب ٿيو هيو. انهي حڪمران جي هدايتن هيٺ هڪڙو پارسي جرنيل هڪڙو عاليشان لشڪر وٺي مسلمانن جي مقابلي لاءِ آيو. حضرت عمررضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو ان وقت مديني ۾ خليفو هيو ان للڪار جو مقابلو ڪرڻ کان اڳ پنهنجن نمائندن ذريعي يزدگرد کي عام شرط آڇيا تہ جيئن لڙائي کان بچي سگهجي. شرط هي هيا:

اسلام قبولڻ، جنهن جو مطلب انهن سياسي خرابين جو سڌارو هيو جن ساساني سلطنت جي حالت ايترو حقير ڪري ڇڏي هئي، انهن مڙني ڳرن محصولن ۽ اجاين نوازشن جا خرچ گهٽائڻ،[1] جن قوم جو رت ست نپوڙي ڇڏيو هيو، ۽ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ضابطي (آئينِ محمّدي) مطابق عدل ۽ انصاف واري انتظاميہ جنهن ۾ سڀني انسانن کي عهدي ۽ حيثيت جي فرق کان سواءِ قانون جي نظر ۾ هڪجهڙو سمجهيو ويندو آهي. متبادل آڇ اها هئي تہ اهي پنهنجي تحفظ جي ضمانت جي بدلي ۾ ڏن ڀرين. ايراني بادشاهہ نفرت سان انهن شرطن کي رد ڪري ڇڏيو ۽ نتيجي ۾ قادسيہ وارا ڏينهن ڏسڻا پيا. مدائن (طيسفون) جي فتح کان پوءِ خليفي اٽل احڪامات جاري ڪيا تہ مسلمان ڪنهن بہ حالت ۾ اوير طرف دجلہ (تگرس Tigris) ندي پار ڪري اڳتي نہ وڌن، ۽ اهو تہ اها ندي هميشہ لاءِ مسلم رياستن ۽ عجمين (پارسين) جي وچ ۾ سرحدي حد هوندي، انهي بنياد تي امن جو ناهہ ٿيو. پر اير کي ميسوپوٽاما مان نڪرڻ ڪري گهڻو مڇرجي ويو هيو ۽ پارسين طرفان ويساهہ جي لڳاتار ڀڃڪڙين ڪري نهاوند جو واقعو پيش آيو. ڪسريٰ جي طاقت وري ڪڏهن بہ بحال نہ ٿيڻ واري حالت تائين تباهہ ٿي وئي، ان جا ڪيترائي معززين ۽ پادري سردار، جن جو مفاد اهو هيو تہ ڏاڍ ۽ بدانتظامي کي هٿي ڏيندا رهن، ان کان ڊار ٿي ويا ۽ اهو پاڻ پنهنجي پيشرو داريوش (Darius) وانگر پناهہ گير ٿي ويو. ايراني ماڻهن وڏي پيماني تي مسلمانن کي پنهنجي لاءِ آزادي ڏيارينڌڙ سمجهي

---

[1] زمين جي عشر ۽ زڪوات کان سواءِ، باقي سموري آمدني جي ورهاست خود بادشاهہ ۽ ان جي آفيسرن جي مرضي تي ڇڏي وئي هئي.

استقبال ڪيو.[1] مسلمانن دجلہ (تگرس) کان وٺي البرز (Elburz) تائين ۽ البرز کان ماوراءِ نهر (ٽرانسوخيانا Transoxiana) تائين جيڪا پيش قدمي ڪئي، اها هندوستان ۾ برطانيا وارن طرفان ٿيل پيش قدمي کان مختلف ڪونہ هئي ۽ ساڳين سببن ڪري هئي.

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دين لاءِ پارسين جي عمومي قبوليت ۽ مجموعي طور مسلمان ٿي وڃڻ واري عمل کي اڪثر ڪري اسلام جي تعصبي ڪردار جي ثبوت طور پيش ڪيو وڃي ٿو. افسوس تہ انتهاپسندي جي انڌ ۾ اسڪالر بہ انهن حالتن کي وساري ويهن ٿا. جن هيث مسلمان ان ملڪ اندر داخل ٿيا. ايرانين منجهہ مذهبي زندگي جو هر اهڃاڻ اٿلپ ٿي ويو هيو. عام خلق خرابي جي اهڙي چڪي ۾ پيسجي رهي هئي جنهن کان وڏي خرابي ڪنهن بہ ملڪ ۾ ٿي نٿي سگهي، يعني اجارادارين وارين بچڙاين ۾ پريل مذهبي جماعت ۽ عياش ۽ شهوت پرست حڪمران طبقو. دين کان ڦريل مزدڪ ۽ ماني (مانو) طرفان ڦهلايل ڪفر معاشري جي هر ڳانداپي کي ڪمزور ڪري ڇڏيو هيو. ڪسريٰ نوشيروان معاشري جي عام رخني کي فقط ٿوري وقت لاءِ ٽاري سگهيو هيو.

نتيجو اهو ٿيو تہ مسلمان جيئن ئي نظم وضبط کي بحال ڪرڻ لاءِ امن جي نگهبان طور ملڪ ۾ داخل ٿيا تہ مذهب تبديل ڪرڻ جو عام عمل واقع ٿيو ۽ سمورو فارس هميشہ لاءِ اسلام سان وابستہ ٿي ويو.[2]

حقيقتن جي غير جانبدارنہ ڇنڊڇاڻ ڪرڻ وارو ماڻهو پنهنجو پاڻ فيصلو ڪرڻ جي قابل ٿيندو تہ ميور (Muir) جي هيٺين راءِ ۾

---

[1] ڊاروش (Darius) وانگر يزدگرد بہ پنهنجن ماڻهن هٿان قتل ٿيو هيو. ڏسو ڪتاب "اسلام جي مختصر تاريخ" (دي شارٽ هسٽري آف دي ساراشينس The Short History of the Saracens)، (مئڪملن Macmillan جو 1921 وارو ڇاپو).

[2] جنهن جذبي مسلمانن کي همٿايو هيو ان جي ثبوت ۾ اسان گبن (Gibbon) جون هيٺيون سٽون پيش ڪريون ٿا "فارس جي انتظام جو بنياد ماڻهن، جانورن ۽ زمين جي پيداوارن جي باقاعدي جائزي وٺڻ سان رکيو ويو هيو. ۽ اهو عظيم الشان مثال جيڪو خليفن جي ذهني سجاڳي جو شاهد آهي، ان هر زماني جي فلاسافرن لاءِ سبق مهيا ڪيو. (ڏسو "رومي سلطنت جو زوال ۽ تباهي" ڊڪلائين اينڊ فال آف رومن ايمپائر Decline and Fall of Roman Empire، جلد پنجون، صفحو 97). سيوطي جو ڪتاب "تاريخ الخلفاء" پڻ ڏسو.

ڪيتري سچائي آهي: "اسلام جي بقا لاءِ اهو لازمي هيو تہ ان جو مهم جوئي وارو طريقو لاڳيتو جاري رکيو وڃي، ۽ اهو تہ ان جي عالمگير قبوليت يا گهٽ ۾ گهٽ عالمي برتري جي دعوا کي تلوار جي ڌار ذريعي تسليم ڪرايو وڃي."[1] هر مذهب پنهنجي ترقي واري عمل ۾ ڪنهن نہ ڪنهن مرحلي تي پنهنجي پيروڪارن جي رجحانن مطابق جارحيت پسند رهيو آهي. اسلام جي معاملي ۾ بہ ائين رهيو آهي، پر اسان انهن ڳالهين کي مڃڻ کان قطعي طور انڪار ڪيون ٿا تہ اسلام هميشہ ڪو طاقت ذريعي مذهب تبديل ڪرائڻ واري عمل تي نظر رکي يا ان ٻين مذهبن جي مقابلي ۾ وڌيڪ جارحيت جو ثبوت پيش ڪيو.[2]

اسلام صرف پنهنجي بچاء ۾ تلوار کي پڪڙيو ۽ صرف پنهنجي بچاء لاءِ هٿ ۾ کنيو. اسلام ائين سدائين ڪندو رهندو. پر اسلام ڪڏهن بہ ڪنهن باخلاق مذهب جي ديني اصولن سان هٿ چراند ڪونہ ڪئي، نہ ڪڏهن ستايو نہ وري ڪڏهن پڇا ڳاڇا (مواخذي)واري عمل کي قائم ڪيو. ان ڪڏهن بہ راءِ جي اختلاف کي دٻائڻ يا انساني ضمير جي آزادي تي پابندي لڳائڻ يا مذهب جي مخالف عقيدن کي ناس ڪرڻ لاءِ شڪنجي يا ٽوٽي کي ڪم ۾ ڪونہ آندو. جنهن شخص کي بہ تاريخ جي صحي ڄاڻ آهي اهو انهيءَ ڳالهہ کان انڪار ڪري ڪونہ سگهندو تہ عيسائي ڪليسا ڊنگ تہ وڏي معصوم هجڻ جو رچايو پر "انساني لڏي منجهہ هميشہ کان وجود رکندڙ ڪنهن بہ ٻئي اداري جي مقابلي ۾ ٻي ڏوهي خون کي گهٽو وهايو" جڏهن بہ ڪنهن مرد يا عورت ڪليسا کي ترڪ ڪيو يا ڪنهن ٻئي مذهب کي عيسائيت تي ترجيح ڏيڻ جو اظهار ڪيو تہ ان کي اهڙي سزا ملي جيڪا موت نہ تہ بہ موت کان گهٽ ڪونہ هئي.[3] چارلس پنجين 1521ع

---

[1] ڏسو ميور(Muir) جو ڪتاب سيرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم("لائف آف محمّد" Life of Mahomet) جلد ٻيو صفحو 251.

[2] ڏسو نيبهر(Niebuhr) جا سندس ڪتاب "ڊسڪرپشن ڊي عربي"(Discription de l' Arabie) ۾ پيش ڪيل خيال.

[3] بيان ڪيو وڃي ٿو تہ سترهين صدي ۾ هڪڙي نوجوان کي انهي ڪري ڦاسي ڏني وئي جو ان چيو تہ مان حضرت محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) کي خراب ماڻهو نٿو سمجهان.

۾ سيني بدعتي ماڻهن[1] لاءِ موت ۽ ملڪيت جي ضبتگي جو فرمان جاري ڪيو. ڪٽر عيسائي فرقو اختيار ڪرڻ ۽ عشاء رباني واري دعوت ۾ شرڪت کان انڪار ڪرڻ جي صورت ۾ باهه ۾ جيئري ساڙڻ ۽ ڦاهي ڏيڻ، زبان ڇيرڻ ۽ ڇڪي ڪڍڻ عام سزائون هيون. جڏهن انگلنڊ پروٽيسٽنٽ مذهب اختيار ڪيو تہ هڪڙي کان پنيان ٻئي حڪمران جي دور ۾ پريسبيٽيرين (Presbyterian)، يعني پادرين جي انتظام هيٺ هلندڙ ڪليسائن جي عملي کي قيد ڪيو ويو، ڏنڀ ڏنا ويا، عضوا ڇڪيا ويا، ڦٽڪا هنيا ويا ۽ شڪنجي ۾ چوڪنيا جڪڙيا ويا. اسڪاٽلنڊ ۾ انهن کي عادي ڌوهارين وانگر ڳولي ڳولي پڪڙي جبلن مٿان ڪٺو ويو. انهن جي ڪنن کي پاڙون ڪڍيو ويو. انهن کي گرم شيخن سان ڏنڀ ڏنا ويا، انهن جي آڱرين کي آڪڙن ۾ دٻائي چچريو ويو. انهن جي ٽنگن جي هڏن کي ڪارين ۾ جڪڙي چيتيون چيتيون ڪيو ويو. عورتن کي گهٽين ۾ کهلي سرِعام ڪوڙا هنيا ويا. ڪيٿولڪ فرقي وارن کي ايذاء ڏنا ويا ۽ ڦاهن تي ٽنگيو ويو. انابپٽسين (Anabaptistas) ۽ ايرين(Arians) کي جيئري ساڙيو ويو. اهوتہ عيسائي فرقن جي وچ ۾ باهمي سلوڪ هيو باقي جيترو غيرعيسائين جو معاملو هيو تہ ڪيٿولڪ ۽ پروٽسٽنٽ، قدامت پسند ۽ اعتدال پسند، سيئي عيسائي پاڻ ۾ مڪمل ٻڌي ۾ هيا. مسلمان ۽ يهودي، عيسائي دنيا جي وهنوار يعني انسانيت جي دائري کان ٻاهر نڪتل هيا. انگلنڊ ۾ يهودين کي ايذاء پهچايا ويا ۽ ٽنگيو ويو. اسپين ۾ مسلمانن کي جيئرو ساڙيو ويو. عيسائين ۽ يهودين جي وچ ۾، عيسائين ۽ "ڪافرن"(مسلمان[2] ۽ ٻيا غير اهل ڪتاب) جي وچ ۾ شاديون غيرقانوني هيون، بلڪ اصل ۾ خوفناڪ ۽ نفرت انگيز سزائن هيٺ ممنوع هيون. هاڻي بہ عيسائي آمريڪا ۾ سفيدفام عيسائي عورت سان شادي ڪندڙ ڪاري عيسائي نينگرو کي زنده ساڙيو وڃي ٿو! عيسائيت ذريعي اهڙوئي تاثر پيدا ڪيو ويو آهي.

---

[1] يعني پادري لڏي طرفان مجيل عام عملن کان هٽي عمل ڪندڙ ماڻهو.(سنڌيڪار)

[2] عيسائي مسلمانن کي بہ غير اهل ڪتابن وانگر ڪافر سڏيندا هيا.(سنڌيڪار)

اڄ ڏينهن تائين جتي بہ سائنسي سوچ نئون روح ڪونہ ڦوڪيو آهي، جتي بہ صحي تمدن سگهہ حاصل ڪونہ ڪئي آهي، اتي مسلمانن کي ڌڪي خارج ڪرڻ ۽ تعصب جو پراڻو جذبو اسلام خلاف پراڻو ڪليسائي بغض پنهنجو پاڻ کي لکڻين ۾ اخباري حملن ۾ خانگي ڪچهرين ۾ ۽ عوامي ميڙاڪن ۾ پڌرو ڪري ٿو. ستائڻ وارو جذبو اڄ بہ عيسائين ۾ موجود آهي پر اهو لڪل آهي ۽ ڪنهن انتها پسند تعصب جي چهاء سان شعلن ۾ پڙڪڻ لاءِ هر وقت تيار پيو آهي.

اچوتہ اسان انهي منظر کان نظر هٽائي اسلامي دنيا ڏانهن رخ ڪريون. جڏهن قدامت پسند عيسائي يهودين ۽ نسطورين کي ظلم ۽ ڏاڍ جو نشانو بڻائي رهيا هيا. چوتہ عيسائين انهن کي انهن ماڻهن جو اولاد سمجهيو ٿي جن ماڻهن انهن جي مجسم خدا(جسماني شڪل واري خدا) يعني حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي صليب تي لٽڪايو هيو ۽ جن ان جي ماء جي پوڄا ڪرڻ کان انڪار ڪيو هيو. ان وقت اسلام انهن بنهي قومن کي، پنهي، تحفظ ۽ ٺڪاڻو مهيا ڪيو. جڏهن عيسائي يورپ جادوگرڻين ۽ بدعت جو ڏوهہ ڪرڻ وارن کي جيئري ساڙي رهيو هيو. يهودين ۽ ”ڪافرن“ جو قتلام ڪري رهيو هيو. تڏهن مسلمان حڪمران پنهنجن غيرمسلم رعيتن سان رواداري ۽ احساس وارو ورتاء ڪري رهيا هيا. اهي غيرمسلم ماڻهو مسلم رياست جا معزز رهواسي ۽ مجلس شوريٰ جا رڪن هيا. مسلمانن سان گڏ انهن کي بہ هر دنياوي آفيس جي هر عهدي لاءِ حقدار سمجهيو ويندو هيو. اسلام جي اوستاد پاڻ مسلمانن کي عيسائي، يهودي يا زرتشت عورتن سان شادي ڪرڻ جي اجازت ڏني هئي. البت ڪجهہ ظاهري سياسي سببن ڪري مسلمان عورتن کي غيرمسلم مرد سان شادي ڪرڻ جي اجازت ڪونہ هئي. ترڪي ۽ ايران جي مسلمان حڪمرانن پنهنجن خارجي مفادن جي ذميواري پنهنجن عيسائي رهاڪن جي حوالي ڪئي هئي. عيسائي دنيا ۾ عقيدي جو اختلاف هڪڙو ڏوهہ قرار ڏنل آهي؛ اسلام ۾ اهو هڪڙو اتفاقي حادثو آهي. اڪرٽ (Urquhart) چوي ٿو ”عيسائين وٽ مذهب جو اختلاف دراصل لڙائي لاءِ هڪڙو جائز بنياد هيو ۽ اهو رڳو مذهبي تعصبين منجهہ ۽ جهالت واري زماني ۾ ڪونہ هيو پر شارليمان (چارلمگني Charlemagne) مذهب جي نالي ۾ سيخسون (Saxons)، فريزين (Frisians) ۽ ٻين جرمن قبيلن جو جيڪو قتلام ڪيو. هزارين

بي گناهه مردن ۽ عورتن کي جنهن بي دردي سان جيئري باهه ۾ اڇلايو ويو ايرين(Arians)، پاليشين (Paulicians)، البجنز (Albigenese) ۽ هيوجناٽ (هيوگناٽ Huguenots) جنهن ڀيانڪ ڪوس مان گذريا، روم ۽ مئگڊبرگ (Magdeburg) کي جنهن نموني سان تباهه و برباد ڪيو ويو، "ٽيهن سالن" واري لڙائي ۾ جيڪي ڀيانڪ خونريزيون ٿيون، انهن سيني کان شروع ٿي لٿر(Lutheran) جي پيروڪار انگلنڊ ۽ ڪالون (Calvinistic) جي پيروڪار اسڪاٽلنڊ جي ظالماڻن اهنجن تائين تعصب، ڪٽرپڻي، انتهاپسندي جو هڪڙو اڻ ڪٽ سلسلو آهي. ڇا حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي نالي ۾ آمريڪا جي اصل ۽ پرامن خاندانن کي جنهن ٿوڳ جي حساب سان برباد ڪيو ويو ان جي مقابلي ۾ ڪا ٻي شئي وڏيڪ دل ڏاريندڙ ٿي سگهي ٿي؟

اهو ڇيو ويو آهي ته وچين دور (قرون وسطيٰ) واري عيسائيت لڙائي وارو جذبو اسلام جي جارحيت مان حاصل ڪيو! جڏهن ته مذهب جي نالي ۾ جستينن (Justinian) جيڪي قتلام ڪيا ۽ عيسائي ڪلووس (Clovis) جيڪي ڀيانڪ لڙايون ڪيون، اهي واقعا حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ظهور کان گهڻو اڳ واقع ٿي چڪا هيا.

اچوته صليبي لڙايون وڙهندڙ عيسائين جي ڪردار جي مسلمان مجاهدن جي ڪردار سان ڀيهر ڀيٽ ڪريون. "جڏهن حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ 637ع ۾ بيت المقدس (يروشلم ـ جيروسليم) فتح ڪيو ته اهو سوفرونس (Sophronius) نالي هڪڙي بطريق (پادرين جو سردار) سان شهر جي تاريخي يادگارن بابت گفتگو ڪندو گڏوگڏ هلندو اچي شهر ۾ داخل ٿيو. نماز جي وقت اتفاق سان اهو "قيامت واري جاء" سڏجندڙ چرچ ۾ موجود هيو پر اتي نماز پڙهڻ کان انڪار ڪيائين ۽ قسطنطين (ڪانسٽنٽائن) واري چرچ جي ڏاڪڻين وٽ نماز ادا ڪيائين، جنهن لاءِ ان بطريق کي ٻڌايو "جيڪڏهن مان ائين ڪيان ها ته ايندڙ زماني ۾ منهنجي مثال جي نقل واري تاثر ۾ مسلمانن طرفان ٺاهه کي ٽوڙڻ جو انديشو هيو."[1] پر جڏهن صليبي لڙاڪن جيروسليم فتح ڪيو ته انهن نوجوان ڇوڪرن کي پيتين سان ٽڪر هٽايا، معصوم ٻارڙن

---

[1] ڏسو ضميمو نمبر 3.

کي مورچن جي پٺين کان ٻاهر اڇلايو. مردن کي ٻاهه مٿان رکي پچائي کوئلو ڪيو ڪن جي پيٽ کي اهو ڏسڻ لاءِ چيريو ويو تہ آيا انهن سون تہ ڪونہ ڳهي ڇڏيو آهي، يهودين کي انهن جي عبادتگاهہ ۾ ڏڪي واڙيو ۽ اتي ساڙيو ويو. اٽڪل ستر هزار ماڻهن جو قتلام ٿيو. ۽ ڪاميابي جي خوشي ۾ پوپ جي هڪڙي نمائندي انهي قتلام جي جشن ۾ حصو ورتو.[1] جڏهن صلاح الدين ايوبي شهر کي ٻيهر فتح ڪيو تہ انتقام وٺڻ جي بجاءِ ان سيني عيسائين کي آزاد ڪري ڇڏيو انهن کي ڪاڏو ۽ ڏوڪڙ ڏنائين. ۽ انهن کي راهداري وارو پروانو ڏئي اجازت ڏنائين تہ سلامتي سان هليا وڃن.[2]

اسلام تلوار کي پنهنجي بچاء ۾ پڪڙيو. جڏهن تہ عيسائيت ان کي عقيدي جي خود مختياري ۽ سوچ جي آزادي کي گهٽو ڏيڻ لاءِ پڪڙيو. قسطنطين(ڪانسٽنٽائن) جڏهن عيسائي مذهب اختيار ڪيو تہ عيسائيت مغربي دنيا جو بالادست مذهب ٿي وئي. تڏهن کان پوءِ ان کي پنهنجن دشمنن کان خوف کائڻ جي ڪائي ڳالهہ ڪونہ هئي، پر جنهن گهڙي ان غلبو حاصل ڪيو. ان يڪتا هئڻ واري خصلت يعني علحدگي ۽ ٻين سان نفرت ڪرڻ واري اصل ڪردار کي حرڪت ۾ آندو. جتي بہ عيسائيت جو غلبو ٿيو تہ اتي ٻئي ڪنهن بہ مذهب جو پيروڪار هٿ چراند کان محفوظ ڪونہ رهيو. ٻئي پاسي مسلمان ٻين ماڻهن کان امن ۽ دوستي جي سادي سودي ضمانت گهرندا هيا. تحفظ جي بدلي ۾ ڏن ڀرڻ يا اسلام جي قبوليت جي شرط تي مڪمل برابري - برابري وارن حقن ۽ فائدي جي حاصلات.

---

[1] ڊسو ڊرئپر(Draper) جو ڪتاب "هسٽري آف دي انٽيليڪچوئل ڊولپمينٽ آف يورپ" (History of the Intellectual Development of Europe, Vol_II).

[2] مڪمل تفصيل لاءِ ڏسو ڪتاب اسلام جي مختصر تاريخ ( "هسٽري آف ساراشينس" The Short History of Saracens)، صفحو 356.

## باب پنجون

# اسلام ۾ عورتن جي حيثيت

### اَلجَنَت تَحتِ اَقدامُ الأُمَهات0

(جنت مائرن جي پيرن هيٺان آهي. حديث)

سماجي ترقي جي هڪڙي مرحلي ۾، گهڻيون شاديون ڪرڻ يا وڌيڪ ٺيڪ طرح سان چئجي ته گهڻيون زالون رکڻ يعني هڪڙي مرد جو ڪيترين ئي عورتن سان ٻڌڻ، هڪڙي اٽلتر صورتحال هوندي آهي. قديم زماني ۾ هرهر واقع ٿيندڙ قبيلائي لڙايون ۽ نتيجي طور مرد آبادي جو قتلام ۽ عورتن جي ڳاڻاٽي ۾ گهٽائي، ان سان گڏ قبيلائي سردارن طرفان هٿ وس ڪيل مطلق اختيار اهڙي رواج کي وجود ۾ آندو جنهن کي اسان جي ترقي يافته زماني ۾ بجاطور تي هڪڙي ناقابل برداشت بڇڙائي سمجهيو وڃي ٿو.

اڳاتي دور جي سيني مشرقي قومن منجهه گهڻيون شاديون ڪرڻ هڪڙو تسليم ٿيل رواج هيو. بادشاه طرفان، جنهن کي هرهنڌ خدائي حيثيت جي علامت سمجهيو ويندو هيو، ان جي عملي مظاهري ڪري ماڻهن جي نظر ۾ اهو رواج مقدس ٿي ويو. هندن ۾ گهڻيون شاديون ڪرڻ جو رواج پنهنجن ٻنهي رخن ۾ اوائلي زمانن کان ئي موجود هيو. ظاهري طورتي قديم ميدين (ميد Medes)، بابلين، اشورين (آسارين Assyyrian) ۽ پارسين وانگر هندن ۾ به هڪڙي مرد کي ڪيتريون زالون رکڻ گهرجن جي ڪا به پابندي ڪونه هئي. جديد زماني ۾ به اوچي ذات واري برهمڻ کي حق آهي ته اهو جيتريون وڻيس اوتريون زالون پرڻجي سگهي ٿو. حضرت موسيٰ عليہ السلام جي زماني کان اڳ اسرائلين ۾ به گهڻيون شاديون ڪرڻ جو رواج موجود هيو جنهن پڻ بغير ڪنهن حد مقرر ڪرڻ جي ته هڪڙو يهودي مڙس ڪيتريون زالون پرڻجي سگهي ٿو ان رواج کي جاري رکيو. پوءِ واري زماني ۾ جيروسليم واري تلمود ذريعي پابندي لڳائي وئي ته هڪڙو مرد صرف ايترين عورتن سان شادي ڪري سگهي ٿو جيترين جي سنڀال سڙي ڪرڻ جي اهل هجي. توڙي جو يهودي عالمن (ربينس Rabbins)

جي اها هدايت هئي تہ مرد کي چئن زالن کان وڌيڪ نہ رکڻ گهرجن، پر قرائنن (ڪاريٽ Karaites) کي انهن سان اختلاف هيو ۽ ڪنهن حدبندي جي حقيقت کي تسليم ڪونہ ڪيائون.

پارسين جي مذهب زالن جي گهڻائي کي انعام جي قابل قرار ڏنو.[1]

سوري فونيقي(سائرو فونيشن Syro Phoenician) قومن منجهہ جن کي اسرائيلين هڪالي ڪڍيو فتح ڪيو يا تباه ڪيو گهڻيون شاديون ڪرڻ جو رواج غير انساني سلوڪ جي حدتائين ڪريل هيو.[2]

يورپ ۽ مغربي ايشيا جي مختلف حصن ۾ آباد ٿيل ٿريشن(Thracian)، ليڊيا(Lydian) ۽ پيلسجين (Palasgian) قومن منجهہ شادين جي گهڻائي جو دستور غير رواجي حدتائين وڌيل هيو جو ٻي ڪابہ قوم انهي ڳالهہ ۾ انهن جو مقابلو نٿي ڪري سگهي.[3]

اٿينس (Athenians) وارن منجهہ جيڪي آڳاٽي دور جي سمورين قومن کان گهڻو مُهذب ۽ گهڻو سڌريل هيا. زال فقط حرڪت ڪندڙ ملڪيت وانگر وڪري جوڳي ۽ ٻين ڏانهن منتقل ٿيڻ جوڳي شئي هئي، ۽ وصيت ذريعي بہ منتقل ٿيڻ جي شئي هئي. ان کي هڪڙي ٻچڙي شئي هجڻ جي تاثر ۾ ڏنو ويندو هيو ۽ صرف ٻارن جي پيدائش ۽ گهرٻار کي سنڀالڻ لاءِ ضروري هوندي هئي. اٿينس وارن کي ڪيتريون بہ زالون رکڻ جي اجازت هئي: ڊيموسٿينز (Demosthenes) فخر سان بيان ڪري ٿو تہ ان جي قوم ۾ ٽن طبقن واريون عورتون هيون. جن مان ٻہ طبقا قانوني (نڪاحي) ۽ جزوي قانوني(نيم نڪاحي) عورتون مهيا ڪندا هيا.[4]

اسپارٽا (Spartan) وارن منجهہ خصوصي حالتن کان سواءِ مردن کي هڪ کان وڌيڪ زالون رکڻ جي اجازت ڪونہ هوندي هئي. پر

---

[1] ڊولنجر جو ڪتاب "دي جينٽائيل اينڊ دي جيو" صفحو 405ءِ406

[2] احبار باب 18(Lev. xviii,24)

[3] ڏسو "انسائڪلوپيڊي يونيورسيلي آرٽ ميريج" ( Encyclopedie Universelle,art. Mariage) ۽ ڊولنجر جو ڪتاب "دي جينٽائيل اينڊ دي جيو." جلد ٻيو.

[4] ڏسو ڊولنجر جو ڪتاب "دي جينٽائيل اينڊ دي جيو." جلد ٻيو.

عورتون هڪ ئي وقت هڪ کان وڌيڪ مڙس رکي سگهنديون هيون، بلڪ گهڻو ڪري سدائين هڪ کان وڌيڪ مڙس هوندا هين.[1]

جن خاص حالتن هيٺ رومي سلطنت جو بنياد وڌو ويو هيو انهن حالتن غالبن انهي ڳالهه جي اجازت ڪونہ ڏني تہ شروع ۾ گهڻين شادين ڪرڻ کي قانوني طور جائز قرار ڏنو وڃي. جيتري قدر سبائي (Sabines) عورتن سان زوري زنا واري قصي جي تاريخي حقيقت ڇاب هجي پر ان قصي جو موجود هجڻ ئي انهن سببن جو ثبوت آهي جن وهانء شادي جي معاملي تي رومين کي اوائلي قانون ناهڻ ۾ مدد ڪئي. عام طور پسگردائي وارين رياستن ۾ ۽ خاص طورتي ايٽرسڪنن (Etruscans) منجهہ شادي جي گهڻائي هڪڙو اهڙو رواج هيو جنهن سان ڪجهہ رعايتون(مراعات) وابسطہ هيون. رومين کي اٽلي جي ٻين قومن سان جيڪو واسطو ٿيو ۽ صدين تائين جن لڙاين ۽ سوين ۾ مشغول رهيا، عيش عشرت جي انهن عادتن سان ملي جيڪي ڪاميابين ۽ خوشحالي ڪري پيدا ٿيون هيون، آخرڪار انهن ڳالهين رومين منجهہ شادي جي تقدس کي محض هڪڙي چوٽي (اصطلاح) بڻائي ڇڏيو. دراصل گهڻيون شاديون ڪرڻ جائز تہ ڪونہ هيو پر "پيونڪ (Punic) وارين سوين کان پوء روم جي عورتن جي دل ۾ هڪڙي آزاد ۽ شاهوڪار مملڪت جي عام فائدن مان مزا ماڻڻ جون خواهشون پيدا ٿيون، ۽ انهن جون خواهشون انهن جي مڙسن ۽ عاشقن جي نفس پرستي پوريون ڪري ڇڏيون."[2] شادي جلدئي جنسي لاڳاپن لاء سنگتياٽي رکڻ جي معمولي عمل وانگر ٿي وئي. رياستي قانون جي تائيد ذريعي سنگتياٽي رکڻ جو عمل اهڙو رواج ٿي ويو جيڪو خاص رعايتن جو حقدار هيو. عورتن جي آزادي، انهي ٻنڌڻ جي ڊرائي جنهن انهن کي مردن ڏانهن پابند ٿي ڪيو زالن جي بي تحاشا تبديلي يا ٻئي ڏانهن منتقل ڪرڻ، اهي سڀ ڳالهيون گهڻين زالن رکڻ واري رواج جو ثبوت آهن، پر انهيء لاء طريقو مختلف اختيار ڪيو ويو.

---

[1] ڏسو گروٽ (Grote) جو ڪتاب "هسٽري آف گريس." (History of Greece) جلد ڇهون.

[2] ڏسو گبن(Gibbon) جو ڪتاب "ڊڪلائين اينڊ دي فال آف رومن ايمپائر." جلد ٻيو (Decline and Fall of the Roman Empire, Vol_II).

انهي عرصي دوران گئليلي جي سمنڊ ڪنارن تي جنهن ابتدائي عيسائيت جي تبليغ ڪئي وئي هئي، ان سموري رومي دنيا کي متاثر ڪرڻ شروع ڪيو. قديم يهودين(ايسيني Essenes) جي اثررسوخ. جن جو واضح ثبوت حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي تعليمات ۾ ملي ٿو انهن جي انهي پڪي اميد سان ملي ٿہ خدائي بادشاهي قائم ٿيڻ واري آهي، ان ناصري نبي کي عمومي طور وهان شادي کي گهٽائڻ جي هدايت ڪرڻ لاءِ سوچڻ تي مجبور ڪيو. توڙي جو ان ڪڏهن بہ ۽ ڪنهن بہ نموني ۾ ان عمل کي ڪونہ روڪيو ۽ نہ صاف طور تي منع ڪيائين.

گهڻين شاين ڪرڻ جو رواج ٿوري يا گهڻي حد تائين هڪڙي نمايان صورت ۾ موجود رهيو. جيستائين جسٽينن (Justinian) جي قانون ذريعي ان کي ممنوع قرار ڏنو ويو. پر شهري حقن واري انهي قانون ۾ شامل ٿيل منع بہ ماڻهن جي اخلاقي خيالن ۾ ڪابہ تبديلي ڪونہ آندي ۽ جيستائين جديد معاشري جي راءِ ان کي ڪونہ نِنديو ايستائين گهڻين شادين جو رواج عملي طور جاري رهيو. پهريائين پرڻجي آيل زال کان سواءِ ٻيون زالون شديد مجبورين وارين حالتن ۾ گذاريندڙيون هيون. پهرين زال جي فائدي ۾ قانون جيڪي حق ۽ رعايتون مهيا ٿي ڪيون، ٻيون زالون انهن حقن کان محروم رهنديون. پنهجن مڙسن جي هر جوجڪي ۽ ريچڪ جون ٻانهيون هونديون هيون. انهن جي ٻارن کي حرامي چئي ذليل ڪيو ويندو هيو اهي ٻار پنهنجن پيئرن جي ورثي ۾ سموري حصي کان محروم هوندا هيا. ۽ معاشري ۾ انهن کي ڪمي ڪاسبي وانگر سمجهيو ويندو هيو.

ٻي جوڙ ۽ منجهيل شاديون اميراڻي طبقي تائين محدود ڪونہ هيون. اوچي طبقي جي مردن جون گهٽ طبقي وارين عورتن سان انهيءَ شرط تي شاديون تہ ان عورت ۽ ان مان پيدا ٿيل اولاد کي ورثي جي حصيداري ۾ ڪوبہ حق ڪونہ هوندو جو عام رواج هيو. اهڙين شادين ۾ انهي ڳالهہ جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ گهوٽ شادي مهل پنهنجو کاٻو هٿ زال جي هٿ ۾ ڏيندو هيو. جنهن مان خبر پوندي هئي تہ اها ڪهڙي قسم جي شادي آهي، ۽ ائين اهو اعلان هوندو هيوتہ هن شادي مان زال ۽ ان مان پيدا ٿيندڙ ٻارن کي ورثي ۾ ڪوبہ حق ڪونہ هوندو. ڪليسا وارا بہ اڪثر ڪري ڪنوارپ کي قائم رکڻ واري پنهنجي حلف کي

وساريندي، هڪ کان وڌيڪ جائز يا ناجائز شاديون ڪندا هيا. تاريخ قطعي طور ثابت ڪري ٿي تہ تمام ويجهڙائي واري زماني تائين بہ گهڻيون شاديون ڪرڻ کي ايترو ملامت جوڳو ڪونہ سمجهيو ويندو هيو جيترو اهو هاڻي آهي. لڳي ٿو تہ خود سينٽ آگسٽين (St. Augustine)[1] کي بہ ان ۾ ڪا حقيقي بداخلاقي يا گناهگاري ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿي آئي. انهيءَ ڪري اعلان ڪيائين تہ جنهن ملڪ ۾ اها ڳالھ اڳيئي قانوني طور مروجہ آهي تہ اتي گهڻيون شاديون ڪرڻ ڪو ڏوھ ڪونہ آهي. جرمن سماج سڌارڪن بہ، جيئن هيلم(Hallam) نشاندهي ڪري ٿو ايترو دير سان جو هاڻي سورهين صديءَ ۾ انهي راءِ جو اظهار ڪيو تہ پهرين شادي مان اولاد نہ ٿيڻ جي صورت ۾ يا ڪنهن اهڙي ئي مجبوري ڪري ٻي ۽ ٽين شادي کي قانوني مڃيو وڃي.

ڪجھ محقق اهو مڃيندي تہ زالن جي گهڻائي ۾ ڪا بہ حقيقي بداخلاقي ڪونہ آهي، ۽ اهو تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام مڪمل طورتي يا ڪليل نموني انهي رواج جي منع ڪونہ ڪئي هئي، دعوا ڪن ٿا تہ هڪڙي شادي وارو موجوده دستور جيڪو اڄ ڪلھ سڄي يورپ ۾ عام آهي اهو عيسائيت ۾ ياتہ جرمني يا يوناني ۽ رومي رواجن جي اثر پوڻ جو نتيجو آهي.[2] پويون خيال واضح طور تي تاريخي واقعن ۽ حقيقت جي برخلاف آهي ۽ قابل قبول ڪونہ آهي. جيستائين جرمن جي اثر جو معاملو آهي تہ انهن جي هڪڙي شادي وارين عادتن ۽ ريتن جي ثابتي هڪ يا ٻن رومين جي غير تصديق ٿيل شاهدي مٿان ٻڌل آهي جن تي اعتبار نٿو ڪري سگهجي ڇوتہ رومي جيڪي سيني ماڻهن مان نهايت ناقابل اعتبار ماڻهو هيا. جڏهن ڪنهن حقيقت کي لڪائڻ انهن جي مفاد ۾ هوندو هيو تہ اهي ائين ڪرڻ کان ڪونہ ڪيٻائيندا هيا. ان کان علاوہ. اسان کي انهي مقصد کي ياد رکڻ گهرجي جنهن سان ٽيسيٽس(Tacitus) پنهنجو "جرمنن جا طورطريقا"(مئنرس آف دي جرمنس Manners of the Germans) نالي ڪتاب لکيو. اهو ڪتاب

---

[1] St.Augustine, Lib.ii Cont, Faust.ch. xlvii

[2] لڳي ٿو تہ ايم بارٿليمي سينٽ هليري (M. Barthelemy St. Hilaire) انهيءَ خيال جو هيو تہ عيسائين هڪڙي زال رکڻ وارو رواج. يونانين ۽ رومين کان حاصل ڪيو هيو.

خود ان جي طرفان پنهنجن ماڻهن جي شهوت پرستي مٿان انوکو حملو هيو ۽ ان جو مقصد اهو هيوتہ بربرن جي خيالي خوبين سان رومين جي اخلاقي پستي جي پيٽ ڪرڻ ذريعي روم منجهہ وڏيڪ سٺن خيالن کي متعارف ڪرائجي. وري جي فرض ڪريون تہ ٽيسيٽس (Tacitus) صحي هيوتہ پوءِ اٺويهين صدي تائين بہ جرمنن جي مٿانهن طبقن ۾ گهڻين شادين ڪرڻ وارين عادتن جي موجودگي لاءِ ڪهڙو سبب پيش ڪنداسين؟[1]

اوائلي زمانن ۾ رومين وٽ ڪهڙو بہ رواج رهيو هجي، پر اهو عالم آشڪار آهي تہ سلطنت جي شروعات ۽ جمهوريہ جي آخري ڏينهن ۾ گهڻيون شاديون ڪرڻ يقيني طور هڪڙو تسليم ٿيل رواج هوندو يا گهٽ ۾ گهٽ ناجائز ڪونہ سمجهيو ويندو هوندو. جنهن فرمان ذريعي ان جي عموميت کي محدود ڪيو ويو ان مان ان رواج جي موجودگي ثابت آهي، ۽ ان جو عمل تسليم ٿيل آهي. اهو فرمان ان بچڙائي کي درست ڪرڻ ۾ يا عام ماڻهوءَ جي راءِ جي گردش جو رخ مٽائڻ ۾ ڪيترو ڪامياب ويو ان جو پول ان ڳالهہ مان پڌرو آهي تہ چوٿين صدي جي آخر ڌاري آرڪيڊيس (Arcadius) ۽ اونورس (Honorius) بادشاهن جي شاهي فرمانن ذريعي ان رواج کي نئين سر جاري ڪيو ويو. ۽ قسطنطين(ڪانسٽنٽائين) ۽ ان جي پٽ جو ظاهري عمل بہ آهي، جن مان پنهي وٽ ڪيتريون ئي زالون هيون. بادشاه ويلنٽين ٻئي (Valantinian_II) هڪڙي نئين فرمان ذريعي سلطنت جي سموري رعيت کي اجازت ڏني تہ جيڪڏهن اهي گهرن تہ ڪيتريون بہ زالون پرڻجي سگهن ٿا: ان زماني جي ڪليسائي تاريخ مان بہ اهو ظاهر ڪونہ ٿو ٿئي تہ ڪڏهن بشپ يا چرچ جي سربراهن مان ڪنهن انهي قانون جي خلاف ڪو اعتراض ڪيو هجي.[2] ويلنٽين کان پوءِ بہ جيڪي شهنشاه آيا اهي سيئي بادشاه گهڻيون شاديون ڪرڻ واري رواج تي

---

[1] ڏسو "انسائڪلوپيڊي يونيورسيلي آرٽ ميريج" ( Encyclopedie Universelle,art. Mariage)

[2] ڏسو انسائڪلوپيڊي يونيورسيلي آرٽ. ميريج( Encyclopedie Universelle,art. Mariage). ۽ ڊيوينپرٽ(Davenport) جو "اپولوجي فار محمدؐ"(Apology for Mahomet).

عمل پيرا رهيا ۽ عام ماڻهن بہ انهن جي مثال جي تقليد(پوئواري) ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪونہ ڪئي.

قانون جي اها حالت شهنشاهہ جسٽينن جي زماني تائين جاري رهي، جڏهن زندگي جي مهارتن ۾ واڌاري ۽ سڌاري جي تيرهن صدين واري گڏ ٿيل تجربي پاڻ کي اهڙن قانونن جي نفاذ ۾ ظاهر ڪيو جن ان شهنشاهہ جي بدنام تسلط تي ڪوڙ تي ٻڌل ناموري جو پاڇو چاڙهي ڇڏيو. پر انهن قانونن ڪنهن حد تائين عيسائيت کي ڪو فائدو ڪونہ پهچايو. جسٽينن جو سيني ڪان وڏو صلاحڪار هڪڙو ڪافر ۽ بي دين هيو. جسٽينن طرفان گهٽين شادين تي وِڌل بندش بہ زماني جي لاڙن کي روڪڻ ۾ ناڪام وئي. قانون فڪري ترقي جي نمائندگي ٿي ڪئي، ان جو اثر رسوخ مفڪرن جي ٿورڙائي تائين محدود هيو پر عام ماڻهن لاءِ اهو مڪمل طور تي بي جان قاعدو هيو.

يورپ جي اولهندي علائقي ۾ بربرن جي حد کان گهٽي پونچال ۽ مقامي ماڻهن منجهہ سندن اخلاقي خيالن جي گڏجڻ جو اهو نتيجو ٿيوتہ مرد ۽ زال جي وچم باهمي تعلقات خراب ٿي ويا. ڪجهہ بربرن جي قانوني ضابطن ۾ گهٽين شادين جي باري ۾ پابنديون هيون.[1] پر قول جي مقابلي ۾ عمل وڏيڪ سگهارو هيو ۽ حاڪمن طرفان زالن جي گهڻائي جي ريت کي قائم ڪرڻ ڪري ماڻهو جلدئي انهن جي تقليد ڪندا هيا.[2] هيو تہ ڇڏيو پر ڪليسا طرفان دائمي ڪنوارو رهڻ وارين هدايت ڪيل سفارشن جي باوجود پادري لڏو بہ پنهنجي بشپ يا لاٽ پادري(Diocese) کان معمولي اجازت نامو حاصل ڪرڻ ذريعي نيم منڪوحہ زالون رکڻ جي سهوليت ماڻيندا هيا.[3]

---

[1] ٿيوڊورڪ (Theodoric) جي قانون وانگر. پر اهي ترقي يافتہ بيزنطيني خيالن تي ٻڌل هيا.

[2] ميروونجن (Merovingian) ۽ ڪارلو ونجن(Carlovingian) حڪمرانن ۾ گهٽين شادين جي رواج بابت ڏسو ڪتاب اسلام جي مختصر تاريخ("دي شارٽ هسٽري آف ساراشينس" The Short History of the Saracens).

[3] ڏسو هيلم(Hallam) جو ڪتاب انگلنڊ جي آئيني تاريخ ("ڪانسٽيٽيوشنل هسٽري آف انگلنڊ" Constitutional History of England) جلد پهريون، صفحو 87 ۽ نوٽ. ان کان علاوه "مڊل ايجز"(Middle Ages)، صفحو 353.

عيسائي ليڪڪن طرفان نهايت وڏي ۽ گهٽي ملامت ڪرڻ جوڳي غلطي اهو فرض ڪري ورتڻ آهي تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم گهڻين شادين ڪرڻ واري رواج کي يا تہ اختيار ڪيو يا جائز قرار ڏنو. نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي باري ۾ اهو خيال تہ حضورجن انهي رواج کي ايجاد ڪيو محض جهالت جو ثبوت ۽ نتيجو آهي ۽ موجوده زماني ۾ ان ڪوڙي الزام جو پول پڌرو ٿي چڪو آهي. باقي عيسائي دنيا جي عام خلق ۽ گڏوگڏ ڪيترن تعليم يافتہ ماڻهن جي ذهن ۾ اهو خام خيال اجاتائين موجود آهي تہ پاڻ ڪريمن ان رواج کي اختيار ڪيو ۽ ان کي جائز قرار ڏنائون. ڪوبہ گمان انهي کان وڌيڪ ڪوڙو نٿو ٿي سگهي.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم گهڻين شادين ڪرڻ واري رواج کي نہ صرف سندن پنهنجن ماڻهن منجهہ پر پاڙيسري علائقن جي ماڻهن منجهہ بہ عملي صورت ۾ موجود ڏٺو جتي اهو رواج پنهنجن نهايت تذليل وارن پهلوئن تي پهتل هيو. دراصل عيسائي بادشاهت جي قانونن ان بچڙائي کي نيڪ ڪرڻ جي ڪوشش ورتي هئي پر ان ۾ ڪامياب ڪونہ ٿيا هيا. گهڻين شادين وارو رواج بنا روڪ ٽوڪ جي جاري رهيو ۽ پهرين زال کان سواءِ جنهن کي وقتي طور تي ترجيح حاصل هوندي هئي، باقي ٻيون بدنصيب عورتون سخت مجبورين هيٺ تڪليف واري زندگي گذاريندڙيون هيون.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زماني ۾ ايران ۾ اخلاقي خرابي افسوسناڪ صورت اختيار ڪري چڪي هئي. اتي شادي جي باري ۾ ڪوبہ تسليم ٿيل قانون ڪونہ هيو يا جيڪڏهن ڪو هيو تہ بہ اهو مڪمل طور تي نظرانداز ٿيل هيو. جيئن تہ زيند اويستا (Zend Avesta) ۾ زالن جي حد مقرر ٿيل ڪونہ هئي تہ هڪڙو مرد ڪيتريون زالون رکي ٿو سگهي، تنهن ڪري پارسين وٽ نہ صرف گهڻيون زالون هونديون هيون پر ان کان علاوه ڪيتريون ويهاريل سنگتياڻيون بہ هونديون هيون.[1]

قديم عربن ۽ يهودين منجهہ زالن جي گهڻائي جي دستور کان علاوه شادي جي مشروط يا عارضي معاهدي ۾ شامل ٿيڻ جو رواج بہ

[1] ڊسو ڊولنجر جو ڪتاب ”دي جينٽائيل اينڊ دي جيو.“ جلد پهريون، صفحو 406.

موجود هيو. اخلاقيات جي انهن ڪمزور رواجي خيالن انهي ريگستاني جزيري اندر معاشري جي جوڙجڪ تي تباهه ڪُن اثر ڪيو.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان نافذ ڪيل سڌارن ڪري عورتن جي حيثيت گهٽي سني ۽ قابل ذڪر ٿي وئي. ٻنهي، يهودين ۽ غيربدوي(شهري) عربن منجهه عورت جي حالت نهايت خراب هئي. ڪنواري يهودي ڇوڪري پنهنجي پيءُ جي گهر ۾ بہ هڪڙي نوڪرياڻي جي حيثيت ۾ هوندي هئي؛ ان جي پيءُ کي اختيار هوندو هيوتہ اهو ڪيس ٻارپڻي ۾ ئي وڪڻي ڇڏي. پيءُ جي وفات جي صورت ۾ پٽن(ڇوڪرِي جا ڀائر). کي اهو اختيار هوندو هيوتہ اهي پنهنجي مرضي ۽ منشا موجب ان کي وڪڻي ڇڏين. مرد وارثن جي نہ هجڻ واري صورت کان سواءِ ڌي کي ورثي ۾ ڪجهه بہ ڪونہ ملندو هيو.[1]

شهري عرب ڪافرن منجهه جيڪي گهٽي حدتائين پاڙيسري حڪومتن جي خراب ۽ ناڪاره تهذيب کان متاثر ٿيل هيا، عورت کي بس هڪڙي هٿ کان ٻئي هٿ ۾ وڃي سگهندڙ ملڪيت سمجهيو ويندو هيو. اها پنهنجي پيءُ يا مڙس جي ملڪيت جو اڻوٽ حصو هوندي هئي؛ ۽ فوتي شخص جون بيوهه زالون ان جي ڇڏيل ورثي جي ڪنهن بہ ٻئي حصي وانگر ان جي پٽ يا پٽن کي ورثي ۾ ملنديون هيون. ان ڪري ويڳڻ پٽن ۽ ويڳين مائرن جي وچ ۾ بي روڪ جنسي لاڳاپا(شاديون) جن کي پوءِ اسلام نڪاح المقت (شرمناڪ يا مڪروهه نڪاح) جي نالي سان بدنام ڪري ممنوع قرار ڏنو بہ عام هيا. يمن جي نيم گاڏڙ يهودي ۽ نيم گاڏڙ صابئي قبيلن ۾ تہ عورت طرفان هڪ کان وڌيڪ مڙس رکڻ جو رواج پڻ موجود هيو.[2]

اسلام کانُ اڳ واري زماني جي عربن کي عورتن لاءِ ايتري حد تائين نفرت هئي جو اهي پنهنجن نياڻي ٻارن کي جيئرو پورڻ ذريعي پنهنجي نفرت جو اظهار ڪندا هيا. انهي پوائتي رسم جي، جيڪا قريشن ۽ ڪِنده قبيلن منجهه سيني کان گهڻو رائج هئي، حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سخت لفظن ۾ مذمت ڪئي ۽ سخت

---

[1] ڳڻپ باب 30 (Num. xxx,17).

[2] ڊسو لينرمنٽ (lenormant) جو ڪتاب "اينشنٽ هسٽري آف دي ايسٽ" جلد ٻيو (Ancient History of the East,Vol_II).

سزائون مقرر ڪري ان رسم جو اهڙي طريقي سان تدارڪ ڪيائون جيئن ديوتائن آڏو ٻارن جي قرباني پيش ڪرڻ واري غير انساني عمل جي پاڙ پٽيائون. جنهن تي قريشي ۽ ڪنده قبيلي وارا قديم زماني جي ڪيترين قومن وانگر عمل ڪندا هيا.

پارسي ۽ بازنطيني، ٻنهي بادشاهين ۾ عورتن ڪي سماجي لحاظ ۾ نهايت گهٽ حيثيت مليل هئي. ڪٽر جوشيلا مذهبي جن ڪي بعد واري زماني ۾ عيسائي دنيا "ولي" جو رتبو ڏئي درويش(سينٽ) قرار ڏنو اهو وساريندي تہ انهن ڪي عورتن منجهہ جيڪي برايون ڏسڻ ۾ تي آيون اهي خود انهن جي پنهنجي يرقان ورتل ذهنن جا اولڙا آهن. عورتن جي خلاف واعظ ڪندا هيا ۽ انهن جون خرابيون بيان ڪندا هيا. اهڙي وقت ۾ جڏهن هر طرف کان سماجي ڍانچو ٽڪرن ۾ ختم ٿي رهيو هيو جڏهن اهي سڀ رشتا جن هيستائين معاشري کي گڏائي رکيو هيو پنهنجي پڪڙ ڍري ڪري رهيا هيا. جڏهن هر طرف کان دانهن ٿيڻ لڳي تہ سڀني پراڻن دستورن کي تجربي جي پيماني ۾ پرکيو ويو آهي پر انهن کي غيرمعياري محسوس ڪيو ويو آهي، تڏهن اهڙي وقت حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم عورتن جي حق ۾ سڌارا متعارف ڪرايا. جيڪي عورت لڏي لاءِ رحمت ثابت ٿيا.

اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم "عورتن لاءِ احترام" کي پنهنجي مذهبي عقيدي جي ضروري تعليمات مان هڪ عنصر طور نافذ ڪيو. سندن پاڪ دامن نياڻي لاءِ سندن اصحابن جي دل ۾ جيڪو احترام ۽ تعظيم هئي، ان ڪري انهن اصحابن سائنن سڀوري کي "خاتونِ جنت" ۽ "فاطمہ الزهرا" جو خطاب ڏنو. انهن سڀني شين جو جيڪي عورت ذات ۾ مقدس آهن ۽ انهن مڙني ڳالهين جو جيڪي سندس جنس ۾ پاڪ، حقيقي ۽ خالص آهن. فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها انهن جو مجسم وجود هيون. انساني تصور جو شاندار مثال هيون. عورتن جي هڪڙي ڊگهي سلسلي ان جي نقش قدم جي پيروي ڪئي آهي، جن پنهنجن پاڪدامني وارن اخلاقن ذريعي پنهنجي جنس کي نيڪ نام ڪري ڇڏيو آهي. بيبي رابعہ بصري رضي الله تعاليٰ عنها ۽ ان جهڙين ٻين هزارين عورتن بابت ڪنهن نہ ٻڌو آهي؟

عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪي شرعي قانون نافذ ڪيا انهن ۾ پاڻ ڪريمن مشروط شادين جي رسم جي سختي

سان منع ڪئي. ۽ توڙي جو شروع ۾ ڪنهن مصلحت سبب عارضي شادين جي اجازت هئي پر هجري ٽئين سال ۾ انهي کان بہ منع ڪئي وئي.[1] حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي شريعت ۾ عورتن لاءِ انهن حقن کي يقيني بڻائڻو جيڪي ان کان اڳ انهن کي مليل ڪونہ هيا. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي اهڙيون رعايتون ڏياريون جن جي اهميت کي زماني گذرڻ سان اجا گهڻو وڌيڪ ساراهيو ويندو. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم عورتن کي سمورن قانوني اختيارن ۽ ڪم ڪارين جي عملي مظاهري ۾ مردن سان مڪمل برابري واري جاء تي بيهاريو. پاڻ ڪريمن زالن جي تعداد لاءِ شرعي حد مقرر ڪندي مردن تي سيني زالن جي سموري حق ادائگي لاءِ مڪمل طور تي برابري قائم رکڻ جي هدايت ڪندي گهڻين شادين واري رواج تي پابندي لڳائي. اها ڏيان ۾ رکڻ جي ڳالھ آهي تہ قرآن شريف ۾ آيل آيت جنهن ۾ هڪ ئي وقت چار زالون رکڻ جي اجازت وارو جُز شامل آهي, ان ۾ هڪدم پوءِ ان سان گڏ هڪڙو اهڙو جملو آيل آهي جيڪو اڳ واري عبارت جي مطلب کي ۽ ان جي مناسب ۽ جائز رخن کي چٽو ڪري ٿو. اها آيت هيئن آهي "توهان بہ. تي يا چار زالون پرڻجي سگهو ٿا پر وڌيڪ نہ." اڳتي ايندڙ سٽون پڙهو ڪن ٿيون "پر جيڪڏهن توهان سيني سان عدل ۽ انصاف سان پيش نہ اچي سگهو تہ توهان کي صرف هڪ شادي ڪرڻ کپي."(سورت نساء آيت 3) انهي ٽڪري جي نهايت ڳوڙهي اهميت, خاص طور تي ذهن ۾ پيدا ٿيندڙ اها معنيٰ جيڪا قرآن شريف جي تعليمات ۾ لفظ "عدل" سان لاڳاپيل آهي, اسلامي دنيا جي عظيم مفڪرن جي نظر کان اوجهل ڪونہ رهي آهي. لفظ "عدل" نہ رڳو رهائش, ڪپڙن لٽن, ۽ ٻين گهرو ضروريات جي معاملي ۾ ورتاء جي برابري جي نشاندهي ڪري ٿو پر پيار اڪير ۽ احترام ۾ مڪمل برابري لاءِ پڻ. جيئن تہ احساس جي معاملن ۾ مڪمل

---

[1] شيعن جو هڪڙو فرقو اڃا تائين عارضي شادي (متو-متعہ) کي جائز سمجهي ٿو. پر جن مجتهدن انهيءَ راءِ جو اظهار ڪيو آهي, انهن جو پورو احترام ڪندي مان انهيءَ ڳالھ کان انڪار ڪري نٿو سگهان تہ اهڙي راء وقتي لذتن يا انهن حڪمرانن کي خوش ڪرڻ لاءِ ظاهر ڪئي وئي هئي جن حڪمرانن جي دور ۾ اهي نقيہ رهندا هيا. انهن مجتهدن جي ڪيترن بيانن ۾ ذاتي لاڙن وارن اثرن جي هجڻ کان ڪوبہ نظر چورائي نٿو سگهي.

انصاف ناممڪن آهي. تنهنڪري قرآن شريف جي هدايت حقيقت ۾ (اڻ سڌي طرح) منع جو مفهوم رکي ٿي. اهو تفسير هاڻي جو نہ پر ٽين صدي هجري جي شروعات ڌاري پيش ڪيو ويو.[1] مامون رشيد جي دورخلافت ۾ پهرين معتزلي عالمن تعليم ڏني تہ قرآن شريف جا ترقي يافتہ قانون هڪ شادي جو تاڪيد ڪن ٿا. توڙي جو انتها پسند "متوڪل" جي جنوني تعصب ۽ ظالماڻہ اهنجن انهن جي تعليمات جي عام ڦهلاءِ کي روڪيو. تاهم سيني ترقي يافتہ مسلمان برادرين ۾ اهو عقيدو آهستي آهستي پاڙ کي پختو ڪندو وڃي ٿو تہ گهڻين شادين ڪرڻ جو رواج حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات جي ايترو گهڻو برخلاف آهي جيترو اهو حقيقي ثقافت ۽ مُهذب معاشري جي عمومي واڌاري لاءِ خراب آهي.[2]

انهن حقيقتن کي لازمي طور ذهن ۾ رکڻو پوندو تہ گهڻين شادين ڪرڻ جو وجود حالتن تي منحصر آهي. ڪجهہ وقتن تي ۽ معاشري جي مخصوص حالتن ۾ مڪمل بدحالي يا فاقہ ڪشي کان عورتن کي بچائڻ لاءِ اهو عمل بلڪل ضروري ٿي ويندو آهي. جيڪڏهن رپورٽون، اخباري اطلاع ۽ ڳٽپ سچ ٿيون ڀڏائين تہ مغرب جي تهذيب يافتہ مرڪزن ۾ موجوده بداخلاقي جي تعداد جو تمام وڏو تناسب مڪمل طور تي غربت ۽ بدحالي جو نتيجو آهي. ايبي هُڪ (Abbe Huc) ۽ ليڊي ڊف گورڊن (Lady duff Gordon) ٻنهي، نشاندهي ڪئي آهي تہ حالتن جي عموميت ۾ مشرق ۾ محض حالتن جو دٻاءُ ماڻهن کي گهڻين شادين ڪرڻ واري مشق لاءِ مجبور ڪري ٿو.

---

[1] ردالمحتار ڪتاب ۾ چٽي نموني بيان ڪيو ويو آهي "ڪجهہ عالم (معتزلي) انهيءَ خيال جا آهن تہ عدل ۾ محبت ۽ شفقت جي مساوات شامل آهي، پر اسان جا امام انهيءَ خيال سان اختلاف رکن ٿا ۽ عدل کي خرچ پکي (نان نفقہ) جي معاملي ۾ مساوي سلوڪ سان محدود خيال ڪن ٿا. شريعت جي زبان ۾ جنهن جو مطلب ڪاڌو ڪپڙو ۽ رهائش آهن."

[2] انهيءَ موضوع تي مولوي چراغ علي جا رايا پڙهو جيڪي ان "آر دي رفارمس پاسيبل ان محمڊن اسٽيٽس؟" (Are the Reforms Possible in the Mohammeden States?) جي عنوان سان لکيل پنهنجي هڪڙي مقالي ۾ پيش ڪيا آهن.

سوچ جي واڌاري سان ۽ هن دنيا جي جڏهن ڪڏهن بدلجندڙ حالتن ڪري، گهڻين شادين ڪرڻ جي ضرورت جو وجود ختم ٿي رهيو آهي، ۽ ان جو عملي مظاهرو واضح طور تي منع ٿيل يا غيراعلانيہ طور ترڪ ٿيل آهي. اهوئي سبب آهي تہ انهن مسلمان ملڪن ۾ جتي اهي حالتون ختم ٿيندڙيون وڃن ٿيون جن شروع ۾ انهي عمل کي ضروري قرار ڏنو اتي زالن جي گهڻائي کي هڪڙي خرابي ۽ انهي رواج کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات جي مخالف رواج سمجهيو وڃي ٿو. جڏهن تہ انهن ملڪن ۾ جتي معاشري جون حالتون بدليل آهن، يا جتي عورتن کي اهي ذريعا ميسر ڪونہ آهن جيڪي ترقي يافتہ برادرين ۾ عورتن کي پنهنجي مدد ڪرڻ جي قابل بڻائين ٿا. يا ذريعا اڻ پورا آهن تہ اتي گهڻين شادين جو رواج لازمي طور ضرورت ڪري موجود رهندو. شايد اهو اعتراض ڪيو وڃي تہ جيئن تہ تشريح ڪرڻ جي آزادي دليل بازي وارن تفاوتن لاءِ گنجائش رکي ٿي تنهن ڪري گهڻين شادين واري رواج جو مڪمل طور خاتمو اهم ڏکيائي واري ذميواري ثابت ٿيندي، اسان انهي اعتراض جي اهميت کي مڃون ٿا جيڪو انهن سيني مسلمانن جي سنجيده غور جو گهرجائو آهي، جيڪي اسلامي تعليمات کي انهي الزام کان آجو ڪرڻ گهرن ٿا جيڪو هيستائين انهن سان چنبڙيو پيو آهي، ۽ ترقي پذير تهذيب سان گڏ هلڻ گهرن ٿا. پر اهو لازمي ياد رکڻ گهرجي تہ قانونن جو لچڪدار هجڻ انهن جي فائديمند هجڻ ۽ سٺائي جو نهايت وڏو معيار آهي. گهڻين زالن جي موضوع تي قرآن شريف جي ان فقري جي اهائي خوبي آهي. اهو حڪم گهڻو مُهذب معاشري جي قبوليت لاءِ ۽ گهٽ مُهذبيڻي واري معاشري جي گهرجن لاءِ ساڳئي نموني قابل قبول آهي. اهو ترقي پذير ماڻهن جي گهرجن کي بہ نظرانداز نٿو ڪري ۽ نہ وري اهو وساري ٿو تہ ڌرتي تي ڪيترائي خاندان ۽ برادريون اهڙا آهن جن منجهہ هڪڙي شادي جو رواج خوفناڪ بڇڙائي ثابت ٿي سگهي ٿو. بهرحال، گهڻين شادين ڪرڻ جي رواج کي ختم ڪرڻ واري ذميواري ايتري ڏکي ڪونہ آهي جيترو ان کي سمجهيو وڃي ٿو. مسلمان قومن مٿان جيڪا مصيبت ڪڙڪي آهي، اها ديني عالمن جي مذهبي عقيديت (قدماء پرستي) ڪري آئي آهي جن ذاتي ڏاهپ موجب راءِ جي اظهار يعني اجتهاد لاءِ منع ڪيو آهي. اهو ڏينهن پري ڪونہ آهي جڏهن آقا صلي

الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فرمانن ڏانهن ڏيان ڏيڻ(رجوع ڪرڻ) ان مسئلي جو فيصلو ڪري ڇڏيندو تہ آيا مسلمان حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پيروي ڪندا يا مدرسي جي مُلن جي، جن پنهنجي نبي سڳوري جي نالي کي انهن جي پنهنجن انوکن خيالن لاءِ غلط استعمال ڪيو آهي، يا انهن خليفن ۽ سلطانن جي گمان تي ٻڌل فرمانن جي جن جا اهي عالم خوشامدڙيا نوڪر هيا. يورپ خود انهي عمل مان گذريو آهي تنهن ڪري ان کي گهرجي تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شريعت تي ٽيڪاٽپڻي ڪرڻ جي بجاء نئين سر جياريل اسلام جي انهن ڪوشش جو همدردي ۽ صبر سان مشاهدو ڪري جيڪي اسلام پاڻ کي ملائيپ (قدماء پرستي) واري قيد مان ڪيڏڻ لاءِ ڪري رهيو آهي. هڪڙو دفعو جڏهن پراڻن خيالن جي ڄار مان آزادي حاصل ٿي وئي تہ هر مسلمان رياست جي فقيهن لاءِ اهو ممڪن ٿي ويندو تہ هڪڙي مُستَنَد فتوا جي ذريعي گهڻين شادين واري رواج کي پنهنجي پنهنجي رياست جي اندر ممنوع قرار ڏين. پر اهو تڏهن ممڪن ٿيندو جڏهن حقيقتن کي سمجهڻ واري خيال ۾ عام سڌارو ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات کي چڱي نموني سمجهڻ ۾ عام ترقي ٿيندي، جنهن نئين روشن خيالي هيٺ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فرمانن تي غورو ويچار ٿي رهيو آهي ان پٽاندڙ گهڻين شادين جو رواج ختم ٿي رهيو آهي يا جلد ختم ٿي ويندو.

جيئن اڳيئي ٻڌايو ويو آهي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شريعت جي ترقي جي هر مرحلي سان موافقت پنهنجي بانيڪار جي ڏاهپ کي ثابت ڪري ٿي. غيرترقي يافتہ برادين منجهہ جيڪڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان لاڳو ڪيل مڙني پابندين جو لحاظ رکيو وڃي تہ گهڻين شادين جو رواج ڪنهن بہ نموني سان اهڙي برائي ڪونہ آهي جنهن تي افسوس ڪجي. گهٽ ۾ گهٽ اهو رواج گهڻا مڙس رکڻ وارين ريتن، عادتن ۽ طريقن کان گهڻو ترجيح واري ڳالهہ آهي، جن ضابطہ نفس پيدا ڪرڻ وارن مڙني اخلاقي عملن کي مڪمل طور ترڪ ڪرڻ ڏانهن لاڙي ڇڏيو آهي. جيئن ئي معاشرو ترقي ڪندو آهي تہ گهڻين شادين ڪرڻ جي نتيجي ۾ ظاهر ٿيندڙ خرابين جي حقيقت جو چڱي نموني اندازو ٿي ويندو آهي ۽ ان

جي ممانعت جي معنيٰ بہ چڱي نموني سان سمجهہ ۾ اچي ويندي آهي.
اسان ڪنهن بہ حالت ۾ اهو چوڻ لاءِ تيار ڪونہ آهيون تہ هندوستان جي مسلمانن برهمڻ خاندانن سان، جن منجهہ عصمت فروشي هڪڙو قانوني رواج هيو باهمي شاديون ڪري ڪو گهڻو فائدو حاصل ڪيو آهي. سچ اهو آهي تہ انهي ملاپ ڪري انهن جا اخلاقي خيال سُست ٿي ويا آهن، انساني وقار ۽ روحاني پاڪائي جو تصور ذلت آميز ٿي ويو آهي. انهن منجهہ طوائف عورتن وارو طبقو ايترو مقبول ٿي ويو آهي جيترو انهن جي غيرمسلم پاڙيسرين وٽ هيو. تڏهن بہ اجا اهڙيون نشانيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون جيڪي اسان کي پراميد ڪن ٿيون تہ عربستان کي ستين عيسوي صدي ۾ جنهن نور روشن ڪيو هيو اهو نور انهن جي دلين ۾ بہ پنهنجو جلوو ڏيکاريندو ۽ انهن کي انهي اونداهي مان ڪڍي ٻاهر ڪندو جنهن ۾ اهي هن وقت ڦاٿل آهن. معتزلي پنهنجي مضبوط عقيدي ڪري هڪ وقت صرف هڪ شادي جا حامي هيا، انهن جي عقيدي مطابق شريعت اڳ ٿيل نڪاح واري عورت جي موجودگي دوران ٻين شادين کان منع ڪري ٿي. ٻين لفظن ۾ معتزلين جي قانون مطابق شادي ٻين مڙني ڳالهين کان منهن موڙيندي هر پهلو کان "هڪ مرد جي هڪڙي عورت سان سڄي زندگي لاءِ رضاڪارانہ شادي" طور هڪ وقت صرف هڪ شادي جي گهرجن کي پورو ڪري ٿي.

قدامت پرست فرقن منجهہ بہ اڪثريت ۽ اثررسوخ وارو طبقو گهڻين شادين کي ناجائز قرار ڏئي ٿو ڇوتہ اوائلي دورن ۾ جن حالتن ان کي جائز قرار ڏنو هيو يا تہ اهي حالتون هاڻي تبديل ٿي ويون آهن يا اڄوڪي زماني ۾ بلڪل موجود ڪونہ آهن.

حقيقت اها آهي تہ گهڻين شادين واري رواج جي مخالفت هڪڙو اخلاقي جذبو نہ، تہ بہ، هڪڙو مضبوط سماجي جذبو ضرور ٿي ويو آهي، ۽ اهو وڌندڙ جذبو ڪيترين خارجي حالتن سان ملي هندوستان جي مسلمانن منجهان انهي رواج جون پاڙون پٽڻ جو عملي ڪم ڪري رهيو آهي. مسلمان برادرين جي سيني طبقن منجهہ شادي جي نڪاح نامي ۾ هڪڙو فڪرو داخل ڪرڻ جو عام رواج ٿي ويو آهي، جنهن مطابق ٿيڻ وارو مڙس رسمي طور تي پهرين زال جي جيئري هوندي ٻيو نڪاح ڪرڻ جي جائز ڪيل حق تان هٿ کڻڻ جو اقرار ڪري ٿو. موجوده وقت ۾ هندوستاني مسلمانن مان پنجانوي سيڪڙو مرد يا تہ دلي

طور قائل ٿيڻ ڪري يا مجبوري ڪري هڪڙي زال وارا آهن. پڙهيل لکيل طبقن منجهه جيڪي ابن ڏاڏن جي تاريخ کان چڱي نموني باخبر آهن ۽ ان کي ٻين قومن جي رڪارڊ سان ڀيٽڻ جي قابل آهن. انهي رواج کي ناپسنديدگي سان ڏٺو ويجي ٿو. ايران ۾ آبادي جو فقط ننڍڙو انگ زالن جي گهٽائي جي غير يقيني مزي کي ماڻي ٿو.[1] سنجيدگي سان ان جي اميد ڪري سگهجي ٿي تہ تمام جلد مسلمان عالمن جي عام برادري اعلانيہ طور پڌرو ڪندي تہ غلامي وانگر گهڻين شادين ڪرڻ جو رواج بہ اسلامي قانون جي برخلاف آهي.

هاڻي اسان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شادين جي موضوع ڏانهن اچون ٿا. جنهن کي ڪيترن ذهنن جيڪي ياتہ حقيقت کان ناآشنا هيا يا واقعن جو ايمانداري سان جائزو وٺڻ جي صلاحيت ڪونہ ٿي رکيائون. اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خلاف گهٽ وڌ ڳالهائڻ جو چڱو بهانو بڻايو آهي. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي الزام تراشي ڪرڻ وارا عيسائي مخالف اها دعوا ڪن ٿا تہ پاڻ ڪريمن ذاتي طور اهڙين خاص روايتن مان فائدو ورتو جيڪي شريعت مطابق جائز ڪونہ هيون. ۽ ائين ڪرڻ سان پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پيغمبري منصب سان گهٽ ٺهڪندڙ ڪردار جي ڪمزوري جو مظاهرو ڪيائون. پر جيڪڏهن تاريخ جو صحي مطالعو ڪيو ويجي ۽ واقعن جو تعصب کان خالي ذهن سان جائزو ورتو ويجي تہ ثابت ٿي ويندو تہ عيش پرست هجڻ تہ پري جي ڳالهہ آهي پر پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم غريبي ۽ بغير ڪنهن سرمائي واري حالت ۾ بہ پراڻي قبائلي رواج مطابق بي آسرا عورتن سان شادي ڪري، ۽ پاڻ کي انهن جي کاڌخوراڪ (نان نفقہ) جو ذميوار بڻائي، ڪردار جي هلڪڙائي نہ پر پاڻ قربان ڪرڻ واري عمل جو مظاهرو ڪيو. اسان کي يقين آهي تہ جيڪڏهن ماڻهپي واري موقف وسيلي نيتن جي حتمي ڇنڊ ڇاڻ ڪئي ويجي تہ ان "عظيم عرب" مٿان لڳايل الزامن جي ڪوڙائپ ۽ بي هودائپ پڌري ٿي ويندي. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنجويهن سالن جي ڀرپور جواني ۾، حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها سان شادي ڪيائون جيڪا

---

[1] ڪرنل مئڪگريگر (Col. Macgregor) جي قول مطابق صرف بہ سيڪڙو.

چاليهن ورهن جي هجڻ ڪري ڪانئن عمر ۾ گهٽي وڏي هئي. پنجويهن سالن تائين سندن حياتي مبارڪ ان سان خوشي ۽ خلوص جي بنارندڪ واري سچ جي ڪرٽي وانگر گذرندي رهي. سندن مٿان بُت پرستن طرفان ٿيندڙ هر بدسلوڪي ۽ شرمناڪ ڳالهين جي دوران ۽ هر ڏاڍ جي دوران حضرت خديجه رضي الله تعاليٰ عنها پاڻ ڪريمن جي اڪيلي مددگار ۽ ساٿياڻي هئي. حضرت خديجه رضي الله تعاليٰ عنها جي لاڏاڻي وقت حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ٽيونجاهه سالن ڪان مٿي عمر جي ڄمار جا هيا. پاڻ ڪريمن جا دشمن به انهيءَ ڪان انڪار نٿا ڪري سگهن. بلڪ اهو مڃڻ تي مجبور آهن ته انهي ڊگهي عرصي دوران پاڻ ڪريمن جي اخلاقي ڪردار ۾ انهن تر جيتري به ڪمزوري ڪونه ڏٺي. انهيءَ جي باوجود ته جيڪڏهن پاڻ گهُرن ها ته سندن ماڻهن جي عام راءِ به ڪين ٻي شادي ڪرڻ جي اجازت ڏئي ها. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم حضرت خديجه رضي الله تعاليٰ عنها جي حياتي ۾ ٻي ڪنهن به عورت سان شادي ڪونه ڪئي.

حضرت خديجه رضي الله تعاليٰ عنها جي وفات ڪان ڪيترا مهينا پوءِ ۽ طائف وارن طرفان ستائڻ ڪري ٻي وسي ۾ موٽڻ ڪان پوءِ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم حضرت سوده رضي الله تعاليٰ عنها سان شادي ڪئي، جيڪا پڻ سڪران نالي هڪڙي اصحابي جي بيوهه هئي. جنهن اسلام قبول ڪيو هيو ۽ بُت پرستن جي آزارن ڪان بچڻ لاءِ حبش ڏانهن هجرت ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي ويو هيو. حضرت سڪران رضي الله تعاليٰ عنه جلاوطني دوران فوت ٿي ويو ۽ پنهنجي زال کي مڪمل طور بي سهارو ڪري ويو. علائقائي روايتن مطابق شادي ئي هڪڙو اهڙو وسيلو هيو جنهن ذريعي نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پنهنجي مؤمن اصحابي جي بيوهه جي مدد ۽ حفاظت ڪري ٿي سگهيا. ماڻهپي ۽ درياهه دلي جو هر اصول حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي مجبور ڪري رهيو هيو ته پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پنهنجو هٿ مبارڪ ان ڏانهن وڌائين. ان بيوهه زال جي مڙس نئين دين جي مقصد لاءِ پنهنجي حياتي ڏني هئي، ان پنهنجو گهر ۽ وطن پنهنجي مذهب ڪري ڇڏيو هيو. ان جي زال جلاوطني ۾ ان سان گڏ گذاريو هيو ۽ هاڻي اها مڪي ڏانهن محتاجي واري حالت ۾ موٽي آئي هئي. توڙي جو حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم

خود روزمره جي گذرمعاش لاءِ تنگي واري حالت ۾ هيا. تڏهن بہ غريب عورت کي مدد ڪرڻ جي واحد وسيلي طور حضرت سوده رضي الله تعاليٰ عنها سان شادي ڪيائون.

عثمان عرف ابوقحافہ جو پُٽ عبدالله جيڪو پوءِ اسلامي تاريخ ۾ ابوبڪر جي نالي سان مشهور ٿيو حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نهايت جان قربان ڪرڻ وارن اصحابين مان هڪ هيو. اهو پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دين کي مڃڻ وارن اولين مسلمانن مان هيو ۽ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان مخلصي، سپاجهڙائپ ۽ بي مثال عقيدت جي ڪري ان جي گهڻو ڪري حضرت علي عليہ السلام سان ڀيٽ ڪري سگهجي ٿي.

حضرت ابوبڪررضي الله تعاليٰ کي عائشہ نالي هڪڙي ننڍڙي نياڻي هئي، اِن جي زندگي جي اها تمنا هئي تہ پنهنجي نياڻي کي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نڪاح ۾ ڏئي انهي لاڳاپي کي مضبوط ڪري جيڪو ان جي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وچ ۾ هيو جنهن شرڪ جي اونداهي مان ڪڍڻ لاءِ ان جي رهنمائي ڪئي هئي. ڇوڪري صرف ستن سالن جي ڄمار جي هئي پر علائقائي رواج انهي عمر ۾ منٿي ماٽڻي ڪرڻ جي اجازت ڏني ٿي. پنهنجي اصحابي جي پُرخلوص عرض پٽاندڙ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ننڍڙي ڪنوار کي پنهنجي زال ڪري قبول ڪيو.

مڪي مهاجرن جي مديني ۾ پهچڻ کان پوءِ هڪڙو واقعو پيش آيو جنهن مان ان وقت جي عربن منجهہ زندگي جي حالتن تي قابل ذڪر روشني پوي ٿي. اهي ماڻهو جيڪي عربن جي خاصيتن ۽ عادتن يعني غرور، جهڳڙالو طبيعت، عزت جو هڪڙو خاص ماڻ، ۽ انتقام وٺڻ لاءِ انتهائي درجي جي اُبهرائي ۽ بي صبري کان واقف آهن، اهي ماڻهو واقعي جي پوري حقيقت کي سمجهي سگهندا. برٽن(Burton) عربن جي باري ۾ چوي ٿو "هاڻي بہ فردن جي وچ ۾ اڪثر ڪري گفتا گهٽ برداشت ٿيندا آهن، ان ڪري بدوين منجهہ خانداني دشمنيون شروع ٿي وينديون آهن." حضرت عمربن خطاب رضي الله تعاليٰ عنہ کي، جيڪو بعد ۾ اسلام جو ٻيو خليفو ٿيو حفصہ نالي هڪڙي ڌي هئي. ويچاري انهي عورت جو مڙس بدر جي لڙائي ۾ شهيد ٿي ويو ۽ جيئن تہ اها پنهنجي پيءُ وانگر کُهري طبيعت جي هئي تنهن ڪري تڏهن کان وٺي مڙس کان

محروم رهي، ڇوته شادي جي خواهش رکندڙ اصحابي ان جي طبيعت کان ڇرڪيا ٿي. پي لاءِ گهڻو ڪري اها وڏي ڏک جي ڳالهه هئي. انهي شرمندگي مان جان ڇڏائڻ لاءِ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي ڌي جو سنگ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه کي آڇيو ۽ ان جي انڪار ڪرڻ کان پوءِ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه کي آڇيائين. پر ان به آڇ قبولڻ کان انڪار ڪيو. اها ڳالهه سڌو سنئون بي عزتي کان ڪا گهٽ ڪونه هئي ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه تمام وڏي ڪاوڙ ۾ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ڏانهن ويو ته نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم وٽ پنهنجي شڪايت پيش ڪري ته جيئن ڪنهن به طريقي سان عزت جي معاملي کي ان جي حق ۾ نبيريو وڃي. پر نه حضرت ابوبڪر رضه ۽ نه حضرت عثمان رضه ئي حضرت حفصه رضه جي طبيعت کي برداشت ڪرڻ جي حامي ڀري. اسان جي نقطه نظر کان پنهنجي پري ۾ اهو هڪڙو ڪل جوڳو تڪرار هوندو پر ان وقت مؤمنن جي ننڍڙي جماعت کي مونجهاري ۾ وجهڻ لاءِ ڪافي حد تائين نازڪ هيو. انهي نازڪ صورتحال ۾ مسلمانن جي رهبر پاڻ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي ڌي سان شادي ڪرڻ جي وسيلي ڪاوڙيل پي کي خوش ڪيو. عام ماڻهن نه صرف ان کي منظور ڪيو پر ان تي خوش به ٿيا.[1]

---

[1] نجاشي طرفان پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي گهرو ڪم ڪار لاءِ پيش ڪيل هڪڙي قطبي ڇوڪري سان واسطو رکندڙ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ۽ حضرت حفصه رضي الله تعاليٰ عنها جي وچ ۾ گهرو اٿڀٽت جي باري ۾ ميور(Muir)، اسپرنگر (Sprenger) ۽ اوسبرن (Osborn) طرفان ڪجهه ريس واري انداز سان ٻڌايل ڪهاڻي مڪمل طور ڪوڙي ۽ بدنيتي تي ٻڌل آهي. اهڙي حديث جنهن کي قرآن شريف جي سيني معتبر مفسرن مڃڻ کان انڪار ڪيو آهي جنهن کي يقيني طور ڪنهن اموي يا عباسي ڪميٽي جي دور ۾ ڪنهن ڪمزور ثبوت تي ايجاد ڪيو ويو هوندو، ان کي انهن تنقيد نگارن رسولِ الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي توهين ڪرڻ جي لالچ ۾ ڳنڍ ۾ ٻڌي ڇڏيو آهي. قرآن شريف جي جنهن آيت کي انهيءَ ڪهاڻي جي حوالي لاءِ پيش ڪيو ويو آهي اها حقيقت ۾ مڪمل طور هڪڙي ٻي مختلف صورتحال جي حوالي ۾ آيل آهي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پنهنجي ٻاراڻي عمر ۾ جڏهن پنهنجي چاچي جي رڍن کي چاريندا هيا ته کين ماکي لاءِ شوق پيدا ٿي ويو هيو جيڪا اڪثر ڪري حضرت زينب رضي الله تعاليٰ عنها سندن خدمت ۾ پيش ڪندي هئي. حضرت حفصه رضي الله تعاليٰ عنها ۽ حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ (ڏسو بقايا...)

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جون ٻيون تي زالون هِنده عُرف اُمِ سلميٰ رضي الله تعاليٰ عنها، اُمِ حبيبہ رضي الله تعاليٰ عنها ۽ زينب عرف اُم المساڪين رضي الله تعاليٰ عنها پڻ بيوه هيون، جن کي بُت پرستن جي دشمني پنهنجن فطري ساٿين کان محروم ڪري ڇڏيو هيو ۽ سندن مٽ مائٽ يا تہ انهن جي امداد ڪرڻ جي قابل ڪونہ هيا يا آماده ڪونہ هيا.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي خادم ۽ آزاد ڪيل غلام حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ جي شادي وڏي مان مرتبي واري عورت، عربستان جي ٻن نهايت اعليٰ خاندانن جي اولاد پنهنجي پڦات حضرت زينب رضي الله تعاليٰ عنها سان ڪئي هئي. پنهنجي نسلي فخر ڪري ۽ شايد پنهنجي خوبصورتي ڪري پڻ، هڪڙي آزاد ڪيل ماڻهوءَ سان سندس شادي سندس اندر ۾ هورا ڪورا ڪري رهي هئي. آخرڪار زال مڙس ۾ اڻبڻت ٿيڻ لڳي ۽ باهمي نفرت انتها تي پهچي وئي. گهڻو ڪري مڙس طرفان اها ناراضگي حضرت زينب رضي الله تعاليٰ عنها طرفان انهن لفظن کي وري وري دهرائڻ جي ڪري وڌي وئي جيڪي لفظ هڪڙو دفعو حضرت زينب رضي الله تعاليٰ عنها کي ڏسڻ سان حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چپن مان نڪتا هيا ۽ جيڪو صرف عورتون ئي ڄاڻن ٿيون تہ ان کي ڇاجي لاءِ ادا ڪبو آهي. ڳالهہ هيئن آهي تہ پاڻ ڪريم هڪڙي ڏينهن حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهر تشريف کڻي آيا هيا ۽ اتي حضرت زينب رضي الله تعاليٰ عنہ جي چهري کي پردي کان سواءِ سامهون ڏسي عجب مان هي لفظ چيا هيا: سبحان الله مقلب القلوب "الله تعاليٰ کي تعريف سونهين ٿي جيڪو دلين جو مالڪ آهي!" اهي اهڙا

---

(بقايا) عنها ڪنهن بهاني سان ڪين ماکي کان نفرت ڏيارڻ جي اٽڪل ڪئي ۽ انهيءَ ڳالهہ ۾ ڪامياب ويون، جنهن تي پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم قسم کنيو تہ ڪڏهن بہ ماکي ڪونہ چکيندا. پر انهن سان قسم کڻڻ کان پوءِ پاڻ ڪريمن کي احساس ٿيو تہ هڪڙي اهڙي شئي کي ناجائز يا پاڻ تي حرام قرار ڏين ٿا جنهن ۾ ان ڳالهہ لاءِ ڪابہ خرابي ڪونہ آهي، پر محض سندن گهروارين کي خوش ڪرڻ جي ڳالهہ آهي. سندن اندر جي احساس ڪري پاڻ ڪريمن کي ارمان ٿيو ۽ پوءِ هي آيت سڳوري نازل ٿي: "يآيها النبي لم تحرم ما احل الله لك تبتغي مرضات ازواجك ...." سورت تحريم آيت 1 (ڏسو زمخشري جو ڪتاب "ڪشاف").

لفظ هيا جيئن اڄ ڪو مسلمان ڪنهن خوبصورت تصوير يا مجسمي کي ڏسي واکاڻ ڪرڻ لاءِ اوچتو زبان سان چئي وجهندو آهي.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان فطري حيرت ۾ ادا ڪيل لفظن کي اڪثر ڪري حضرت زينب رضي الله تعاليٰ عنها وري وري پنهنجي مڙس آڏو اهو باور ڪرائڻ لاءِ ورجائيندي رهندي هئي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بہ ان جي سونهن جي ڪيئن واکاڻ ڪئي ۽ نتيجي ۾ پنهنجي مڙس جي ناراضگي ۾ اضافو ڪندي وئي. آخرڪار حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ انهي فيصلي تي پهتو تہ هاڻي ان سان وڌيڪ گڏ نہ رهي ۽ انهي پڪي ارادي سان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ آيو ۽ طلاق ڏيڻ واري پنهنجي ارادي جو اظهار ڪيائين. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو "ڇو ڇا تو ان ۾ ڪا خرابي ڏٺي آهي؟" حضرت زيد رضہ جواب ڏنو "نہ، پر مان ان سان وڌيڪ نباھ نٿو ڪري سگهان." پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم قطعي حڪم ڏيندي فرمايو "وڃ، ۽ پنهنجي زال جو خيال رک، ان کي سنڀال ۽ خدا جو خوف ڪر. ڇوتہ الله تعاليٰ جو فرمان آهي تہ پنهنجين زالن جو خيال رکو ۽ ربَ پاڪ جو خوف ڪريو!" پر حضرت زيد رضہ پنهنجي ارادي کان ڪونہ هٽيو ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي منع جي باوجود ان حضرت زينب رضہ کي طلاق ڏئي ڇڏي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت زيد رضہ جي انهي رويي ڪري ڏاڍو ڏکوئجي ويا. خاص طور انهي ڪري وڌيڪ جو انهن ٻنهي ٻي جوڙ روحن جي شادي پاڻ ڪريمن جي ڪوشش سان ٿي هئي.

حضرت زينب رضي الله تعاليٰ عنها جڏهن حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ کانِ طلاق حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي تہ ان کان پوءِ ان حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ساڻس شادي ڪرڻ لاءِ منٿون ڪرڻ شروع ڪيون ۽ تيستائين مطمئن ڪونہ رهي جيستائين ان پاڻ لاءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهروارين مان هڪ هجڻ جو اعزاز حاصل ڪونہ ڪيو.[1]

---

[1] طبري (زوٽن برگ Zotenberg جو ترجمو) جلد ٽيون، صفحو 58. انهيءَ شادي ڪري بت پرستن منجھ هڪڙو ڇرڪائيندڙ احساس پيدا ٿيو جيڪي توڙي جو پنهنجي ويڳي ماءُ ۽ سس سان تہ شادي ڪندا هيا پر هڪڙي پٽ ٻڌايل (ڏسو بقايا...)

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هڪڙي ٻي گهرواري جويريہ رضي الله تعاليٰ عنها هئي. اها بنومصطلق جي سردار حارث جي ڌي هئي ۽ انهن جي سرڪشي کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪيل هڪڙي چڙهائي دوران هڪڙي مسلمان هٿان قيد ٿي آئي هئي. ان پنهنجي قابض مالڪ سان هڪڙي مخصوص رقم جي ادائگيءِ عيوض پنهنجي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ٺاهه ڪيو هيو. ان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ان رقم لاءِ عرض ڪيو. جيڪا پاڻ ڪريمن هڪدم ان کي ڏئي ڇڏي. انهي مهرباني جي ميٽا ۾ ۽ پنهنجي آزادي جي شڪر گذاري ۾ ان حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن شادي لاءِ پنهنجو هٿ وڌايو ۽ انهن جي شادي ٿي وئي. مسلمانن جيئن ئي انهي ٻنڌڻ جي باري ۾ ٻڌو تہ انهن پاڻ ۾ گفتگو ڪرڻ شروع ڪئي تہ بنومصطلق وارا هاڻي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا مائٽ آهن ۽ اسان کي لازمي طور انهن سان اهڙو ورتاءُ ڪرڻ گهرجي. انهي تي هر مسلمان انهي چڙهائي دوران جنهن کي بہ پنهنجي قبضي ۾ ورتو هيو ان کي هڪدم آزاد ڪري ڇڏيائون. ائين اٽڪل هڪ سو خاندان ٻيهر آزادي ماڻيندي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان حضرت جويريہ رضي الله تعاليٰ عنها جي شادي کي پاڻ لاءِ برڪت ڀريو سمجهيو.[1]

صفيہ نالي هڪڙي يهودڻ بہ خيبر تي چڙهائي دوران هڪڙي مسلمان هٿاران قيدياڻي ٿي هئي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ

---

(بقايا) شخص جي طلاق ڏنل زال سان ٻي ٻڌيل شخص طرفان شادي ڪرڻ کي جائز ڪونہ سمجهندا هيا.(چوتہ حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ کي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو پٽ ٻڌايل شخص سمجهيو ويندو هيو.) ماڻهن جي دلين مان انهيءَ گمان کي ڪيڻ جي مطلب سان تہ زباني طور سڏيل پٽ سان ڪو حقيقي رت جو رشتو ڪونہ ٿو جڙي وڃي. سورت احزاب جون ڪجهہ آيتون نازل ٿيون. جنهن مطابق زباني طور ڪنهن کي پيءُ، ماءُ يا ڀيڻ ۽ ڀاءُ ٻڌائڻ سان ازدواجي تعلقات قائم ڪرڻ کي هميشه لاءِ حرام قرار ڏيڻ واري جيڪ جاهلاڻي رسم هئي ان کي ختم ڪيو ويو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پاڪيزگي جي عظيم ثبوتن مان اهو هڪ مثال آهي تہ حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي آقا لاءِ دل ۾ وينل عقيدت ۾ ڪڏهن بہ گهٽتائي ڪونہ آندي

[1] ابن هشام

وآلہ وسلم ان کي پڻ فراخدلي سان فديو ڏئي آزاد ڪرايو هيو ۽ ان جي درخواست تي پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان کي بہ پنهنجي حرم ۾ شامل ڪرڻ جي عزت بخشي هئي.

حضرت ميمونہ رضي الله تعاليٰ عنها جنهن سان حضرت محمدّ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مڪي ۾ شادي ڪئي هئي اها سندن قبيلي منجهان هئي ۽ شادي وقت ان جي عمر پنجاهہ سالن جي جمار کان مٿي هئي. حضرت محمدّ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان سان شادي ڪري هڪڙي غريب مائٽياڻي لاءِ مدد جو وسيلو فراهم ڪرڻ کان علاوه اسلام جي حمايت لاءِ ٻن مشهور ماڻهن جو ساٿ بہ حاصل ڪيو هڪڙو عبدالله بن عباس، ۽ ٻيو خالد بن وليد جيڪو احد جي تباهہ ڪن لڙائي ۾ قريش جي لشڪر جو اڳواڻ هيو ۽ پوءِ واري زماني ۾ مسلمانن طرفان يونان جو فاتح ٿيو.

حضرت محمدّ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شادين جو معاملو ائين هيو. تي سگهي ٿو تہ انهن مان ڪي پٽاڻي اولاد جي خواهش ڪري ٿيون هجن. پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ديوتا ڪونہ هيا، تي سگهي ٿو تہ پنهنجي پنيان پٽاڻو اولاد ڇڏي وڃڻ جي فطري خواهش محسوس ڪئي هجين. تي سگهي ٿو تہ پاڻ ڪريمن انهي ٽوڪ واري نالي کان بچڻ جي خواهش ڪري بہ ائين ڪيو هجين، جيڪو "ري پٽيتو" هجڻ ڪري سندن دشمنن ساڙ وچان ساڻن منسوب ڪيو هيو.[1] پر حقيقتن تي معمولي غور ڪرڻ سان بہ خبر پوي ٿي تہ

[1] رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي آخري پٽ جي وفات تي سندن دشمن گستاخي ڪندي سندن شان ۾ "ابتر" جو لفظ استعمال ڪندا هيا. انهيءَ لفظ جي لغوي معنيٰ آهي "اهو جنهن جو پڇ ڪٽيل هجي" (يعني جنهن جو والي وارث نہ هجي جنهن مان ان جو نسل وڌي سنڌيڪار). قديم عربن منجهہ جيئن هندن ۾ بہ آهي، پٽ جي اولاد لاءِ اهو سمجهيو ويندو هيو تہ ان جي ڪري ديوتائن جون برڪتون جاري رهن ٿيون ۽ جيڪو ماڻهو پنهنجي پنيان پٽاڻو اولاد ڪونہ ڇڏيندو هيو تہ ان کي وڏو بدنصيب سمجهيو ويندو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شان ۾ اهڙو سخت غيرموزون لفظ استعمال ڪرڻ جو اهوئي مطلب هيو. ڏسو سورت ڪوثر ۽ پڻ ڪتاب ڪشاف. اهوئي سبب هيو جو بت پرست عرب پنهنجين نياڻين کي جيئرو پوري ڇڏيندا هيا. جنهن جي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سخت لفظن ۾ مذمت ڪئي. ڏسو سورت بني اسرائيل آيت 31.

انهن شادين پنهنجي نتيجي ۾ جهيڙيڪار قبيلن کي گڏ ڪرڻ ۽ انهن کي ڪنهن حد تائين دوستاڻن لاڳاپن ڏانهن آڻڻ جو ڪم ڪيو.

ڪافر عربن منجهه "ثار" يعني وير پاڙڻ جي عادت موجود هئي: خانداني لڙاين قبيلن کي تباهه ڪري ڇڏيو هيو. اهڙو ڪوبه خاندان ڪونه هيو جنهن جي ٻئي خاندان سان پيڙهين کان هلندڙ دشمني نه هجي. انهن خوني تڪرارن ۾ مرد ماڻهو وڏي پيماني تي قتل ٿي ويندا هيا ۽ عورتن ۽ ٻارن کي غلام بڻايو ويندو هيو. حضرت موسيٰ عليه السلام جي زماني ۾ بني اسرائيل انهي لعنت ۾ مبتلا هيا. جيئن ترقي جي مرحلن دوران ڪنهن حد تائين اهو رجحان سيني قومن منجهه موجود هوندو آهي، پر حضرت موسيٰ عليه السلام ان کي ختم ڪرڻ ۾ ڪامياب ڪونه ٿيو ۽ مجبورن "پاڪ پناهه گاهه" (حرمِ القدسِ) جو قاعدو رائج ڪرڻ سان ان کي قانوني حيثيت ڏنائين. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم وٽ ان مرض جو سٺو نسخو هيو. انهي ڪري تدارڪ ڪري سگهڻ جي ڳوڙهي سوچ پٽاندڙ هڪ ٻئي سان مقابلو ڪندڙ مختلف خاندانن ۽ طاقتور قبيلن کي هڪ ٻئي منجهان شاديون ڪرڻ ۽ خود پاڻ به شادين جي ٻنڌڻن ذريعي، انهن کي پاڻ ۾ ڳنڍائي ڇڏيو. پنهنجي نبوت جي آخري ڏينهن ۾ عرفات جبل تي بيهي پاڻ صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم اعلان ڪرڻ فرمايو ته ان ڏينهن کان سيئي خوني تڪرار ختم ٿي ويا.

ساڙيلن ۽ بي ايمان دشمنن جي بدخواهي، پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي انهن دلي خواهشن کي ملياميٽ ڪري ڇڏيو آهي جن قديم زمانن جي آبائي رواجن جي پيروي ۾ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي مجبور ڪيو ته بي آسرا ۽ بيوه عورتن سان شادي ڪري انهن کي گذرمعاش جو وسيلو فراهم ڪن. پنهنجي ڪٽنب ۾ شامل ڪرڻ جي واحد طريقي سان جيڪو ان وقت جي حالتن ۽ قوم جو دستور هيو حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم انهن بيوهه عورتن کي سهارو مهيا ڪيو.

مغرب ۾ ماڻهو گهڻين شادين کي هڪڙي پئدائشي بڇڙائي ۽ ان جي عملي مظاهري کي نه صرف ناجائز پر ڇڙواڳي ۽ شهوت پرستي جو نتيجو سمجهڻ جو لاڙو رکندڙ آهن. پر اهي اهو وساري ٿا ڇڏين ته اهڙا سمورا رواج حالتن ۽ وقت جي ضرورتن جي پيداوار هوندا آهن. اهي

اهويہ وساري ٿا ڇڏين تہ عبراني نسل جا وڏا سردار جن کي سامي (Semitic) مذهبن جا پوئلڳ اخلاقي عظمت جا مثالي ماڻهو سمجهن ٿا. انهن پڻ گهڻين شادين ڪرڻ جي عمل کي ايتري حد تائين اپنايو هيو جيڪو اسان جي جديد خيالن مطابق جائز قرار ڏنل ڇڙواڳي جي انتها لڳي ٿو. انهي وقار جي باوجود جنهن جو پردو زماني جي مجيل روايت انهن مٿان وجهي ڇڏيو آهي، اسان کي حق ٿو پهچي تہ انهن جي عمل ۽ ڪردار کي بنا چون چران جي درگذر نہ ڪريون. پر عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي معاملي ۾ لازمي آهي تہ اسان سندن عملن جي خاصيت ۽ تاريخي اهميت کي پنهنجي ذهن ۾ ويهاريون.

غالبن اهو چيو ويندو تہ چاهي ڪهڙي بہ مجبوري هئي پر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي گهڻين شادين واري خراب رواج جي اجازت ڏيڻ يا ان تي عمل ڪرڻ نہ گهربو هيو ۽ کين کپندو هيو تہ ان کي مڪمل طور ممنوع قرار ڏين ها. جڏهن تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ان کي مڪمل طور تي رد ڪري ڇڏيو هيو. پر اصل معاملو اهو آهي تہ اهو رواج بين گهڻن رواجن وانگر مڪمل طور تي خراب ڪونہ آهي. خرابي هڪڙو لاڳاپيل اصطلاح آهي. تي سگهي ٿو تہ ڪوبہ عمل يا واهپو پنهنجي شروعات ۾ فردن ۽ معاشرن جي اخلاقي قدرن سان بلڪل مطابقت رکندڙ هجي؛ پر خيالن ۾ سڌارو يا ڪنهن قوم جي حالتن ۾ تبديلي ان کي ان جي رجحان ۾ خراب ڪري ڇڏين ۽ هڪڙو وقت اچي جو حڪومت ان کي ناجائز قرار ڏئي ڇڏي، اها ڳالهہ تہ خيال تبديل ٿيندا رهندا آهن هڪڙي مڃيل حقيقت آهي؛ پر مٿاڇري سوچ رکندڙ ماڻهو انهي حقيقت کي نظرانداز ڪري ٿا ڇڏين تہ دستورن ۽ رواجن جو دارومدار خيالن جي ترقي تي هوندو آهي ۽ حالتن پٽاندڙ يا انهي معيار جي مطابق تہ ماڻهن جو ضمير قبول ڪري ٿو يا نہ. (جنهن کي "زماني جو مزاج" چوندا آهن) خراب يا سٺا هوندا آهن.

عيسائيت جي شروعاتي تاريخ ۾ نهايت گهڻو غيرمعمولي ڳالهين مان هڪڙي اها ڳالهہ آهي تہ ان گهرآباد ڪرڻ جي مذمت ڪئي. ازدواجي زندگي کي هڪڙي ڪمتري واري حالت ۽ ٻارن جي پئدائش کي هڪڙي خرابي سمجهيو ويندو هيو. رهبانيت نهايت ڪارائتن ذهنن کي دنيا کان الڳ ٿلڳ ڪري ڇڏيو هيو. ڪليسا سان واسطو رکندڙ ڪارندن کي تہ ڇڏيو پر انهن مذهبي مبلغن کي بہ جيڪي

ڪليسا جا عهديدار ڪون هيا. شادي نہ ڪرڻ جي هدايت يا صرف هڪڙو دفعو شادي ڪرڻ جي اجازت هوندي هئي. اها روڳي صورتحال ڪجھ تہ نبي سڳوري (حضرت عيسيٰ عليہ السلام) جي مثال ڪري هئي ۽ ڪجھ انهن حالتن جي گوناگوني جو نتيجو هئي جن شروعاتي عيسوي ملت تي دٻاءُ وجهي رکيو هيو.

ناصري نبي کي قديم يهودي (اسيسيEssence) راهبن سان جيڪو گهَرو تعلق هيو ان جي اها پڪي اميد تہ خدا جي بادشاهي جلد قائم ٿيڻ واري هئي جنهن ۾ سمورا سماجي ٻنڌڻ ختم ٿي ويندا. ۽ ان جو پنهنجي نبوت جي ڪم جي تڪميل کان پهريائين دنيا مان هليو وڃڻ. انهن سيني ڳالهين مان اندازو ٿئي ٿو تہ اهو ازدواجي زندگي جو مخالف هيو ۽ شايد انهن سببن ڪري گهرٻار واري زندگي اختيار ڪون ڪيائين. اصطباغي (Baptist) سان جيڪو هڪڙو اسيني (Essene) هيو ان جو تعلق سندس مختصر پر نهايت ڏک واري حياتي جي ڪهاڻي مثان روشني وجهي ٿو. پال (Paul) کي عورت ذات سان جيڪا سخت ۽ ڳوڙهي نفرت هئي ان نفرت حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي لفظن سان شامل ٿي ڪليسا ۾ قديم يهودي عقيدي (Essence) کي سگهارو ڪيو تہ ٻنڌڻن جي حرمت ۾ مرد ۽ عورت جو ملاپ هڪڙو ڏوهہ وارو عمل آهي. ۽ هڪڙي اهڙي خرابي آهي جنهن کان جيترو گهٽو ممڪن ٿي سگهي بچڻ جي ڪوشش ڪجي. شادي کي ٻارن پيدا ڪرڻ وارو اڪيلو مقصد ۽ "انسان جي جنسي مزن" جي خوشي جو پورائو ڪرڻ سمجهيو ٿي ويو. تنهن ڪري اڄ تائين گهڻين عيسائي چرچن طرفان شادي جون رسمون انجام ڏيڻ لاءِ جن عبارتن جي تلاوت ڪئي ويندي آهي انهن تي انهن جاهلاڻن تصورن جو ٺپو لڳل آهي. انهن اثرن جي نتيجي ڪري عيسائيت تي انهن خيالن کي غلبو حاصل ٿي ويو تہ جنهن ماڻهو شادي ڪون ڪئي آهي اهو ان ماڻهوءَ کان تمام گهڻو معتبر آهي جنهن شادي ڪري پاڻ کي آلوده ڪري ڇڏيو آهي. انهي سوچ پاڻ کي عيسائين مٿان ٿاڦي ڇڏيو جيڪا اڃا تائين اتي پنهنجو غلبو قائم رکيون پئي اچي، جتي انسان دوستي واري ڏاهپ ذريعي ان کي هڪاليو نہ ويو آهي. هندوستان جا مٿي ۾ پيوت ٿيل روڳي، پاڻ کي زنجير ۽ تالا هڻندڙ مشرق جا ويراڳي، ۽ عام طور تي ٻڌمت جا سنياسي سڀ ڪنوارا هوندا هيا. انهن جو عقيدو هيو "گهرٻار

۽ ڪتنب جي سمورن محبتي لاڳاپن کي جدا ڪرڻ کان سواءِ معرفت حاصل ٿيڻ ناممڪن آهي، ۽ ڇڙائپ (مجرد) واري زندگي گذارڻ کان سواءِ محسوسات جي انتها تي پهچڻ ناممڪن آهي.“ ڪنوارو رهڻ واري عادت مشرقي مراقبي ۽ زهد کان شروع ٿي مختلف طريقن وسيلي عيسائيت منجهه شامل ٿي وئي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ”معصوميت“ کي ڪن ماڻهن ان جي الوهيت جوثبوت تہ ٻين وري دنيا جي باقي سمورن اوستادن مٿان ان جي اڻ مٽي مٿڀرائپ جو اهڃاڻ سمجهيو آهي. اسان جي سوچ مطابق حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي وچم جيڪا ڀيٽ يا مقابلو ڪيو ٿو وڃي اهو مڪمل طور تي غلط تصور ۽ اخلاقي اقدارن جي غلط ڪٽ مٿان ٻيٺل آهي. جيڪڏهن ڪڏهن بہ شادي نہ ڪرڻ وارو عمل ماڻهوءَ کي هڪڙو مثالي انسان قرار ٿو ڏئي تہ پوءِ سيئي جوڳي، ويراڳي ۽ سنياسي فقير ڪامل انسان هوندا. پوءِ مڪمل طور صحي حياتي اها هوندي جيڪا سمورن گهريلو تعلقاتن کي مڪمل طور ترڪ ڪرڻ سان گذاري وڃي. يقيني طور اهو خيال فطرت جي برخلاف ۽ انسانيت لاءِ تباه ڪُن نتيجن وارو هوندو. پر حقيقت ائين ڪونہ آهي تہ پوءِ اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خلاف، جنهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ڪم کي تڪميل تي پهچايو، اهڙي بد قدري ڇو؟ ڇا اهو انهيءَ ڪري ڪيو وڃي ٿو جو انهن هڪ کان وڌيڪ زالن سان شادي ڪئي؟ اسان مٿي ٻڌائي چڪا آهيون تہ انهن شادين پنيان ڪهڙو مقصد هيو. اسان گهٽ ۾ گهٽ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ انهن شادين ۾ جن کي پاڻ ڪريمن خلاف الزام تراشي ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي، پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو خود قرباني وارو ۽ خدا ترسي وارو جذبو شامل هيو.

پر اچو تہ اسان هڪڙي گهڙيءَ لاءِ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شادين تي هڪڙي خيالي نقطہ نظر کان غور ڪريون. حضرت موسيٰ عليہ السلام هڪ کان وڌيڪ زالون ڇو پرڻيو؟ ڇا ائين ڪرڻ ڪري اهو نيڪ سيرت هيو يا شهوتي ماڻهو هيو؟ حضرت دائود عليہ السلام جنهن کي قديم انجيل ”محبوبِ خدا“ چوي ٿو، ڇو غيرمحدود شادين ڪرڻ ۾ رڌل رهيو؟ جواب سادو آهي ــ هرزماني جا پنهنجا پنهنجا معيار هوندا آهن. هڪڙي زماني ۾ جيڪو

نيڪ هوندو آهي اهو ٻئي زماني لاءِ مناسب ڪونہ هوندو آهي، تنهن ڪري گذريل زماني جي ڳالهين کي اسان لازمي طور موجوده زماني جي معيارن سان ڪونہ پرکيندا‌سين. پنهنجي زماني جي معيار مطابق ايمانداري ۽ سچائي سان عمل پيرا رهيل اسان جون اهي معزز هستيون ان عمل ڪري پنهنجي مٿيرائپ ۽ عظمت ڪونہ ٿيون وڃائين. ڇا اسان حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي هڪڙو بيڪار پورپچائيندڙ ناتجربيڪار سڌڙيو يا حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ حضرت دائود عليہ السلام کي بيرحم شهوت پرست سڏڻ ۾ حق بجانب هونداسين. ڇوتہ انهن مان هڪڙي جو ذهن متوقع خدائي بادشاهي جي مبهم تصوراتن سان ڀريل هيو۽ ٻين جون حياتيون گهڻيون شاديون ڪرڻ ڪري ويهين صدي جي نقطہ نظر کان گهڻو اعتراض جوڳيون هيون؟ ٻنهي معاملن ۾ اسان مڪمل طور غلط هونداسين: هڪڙي جون امنگون ۽ ٻين جا ڪارناما، پنهنجي زماني جي مطابقت ۾ هيا، ۽ سيئي تاريخي حقيقتون آهن. ڪنهن نبي سڳوري جي اها سچي نشاني آهي تہ اهو پنهنجي نهايت اوج واري حالت ۾ بہ جيڪو ڪجهہ اجا پيدا ڪونہ ٿيو آهي، ان جو تصور ڪرڻ وقت جيڪو موجود هوندو آهي ان کي ڪونہ وساريندو آهي. اهو پنهنجي وجود ۾ انسانذات جي ترقي ۽ واڌ جي نمائندگي ڪندو آهي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام يا حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي وقت جي سماج کي هڪدم بدلائي يا سيني قومي ۽ سياسي رواجن کي ختم ڪري نئي سگهيا. حضرت عيسيٰ عليہ السلام وانگر حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بہ انهي تي اڪتفا ڪيوتہ پنهنجن اصحابن جي دلين ۾ اهي اصول نقش ڪن جيڪي مناسب وقت اچڻ تي انهن رواجن کي خود بہ خود ختم ڪي ڇڏيندا. البت موقعي مهل جي گهرجن کي پورو ڪرڻ لاءِ جتي جتي ضابطن کي قائم ڪرڻ ضروري هيو اتي پاڻ قاعدن کي واضح نموني سان مقرر ڪيائون.

جيستائين انهي ڳالهہ جو تعلق آهي تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي لاءِ اهڙيون رعايتون حاصل ڪري رکيون جن کان ان پنهنجن امتين کي محروم رکيو بس ان باري ۾ ايتروئي چوڻ گهڻو هوندو تہ اها ڳالهہ اڻ ڄاڻائي جي نتيجي ۾ غلط اندازو لڳائڻ جو نتيجو آهي. گهڻين شادين جي رواج تي تعداد جي حدبندي جو حڪم

مديني ۾ هجرت ڪرڻ جي ڪيترن سالن کان پوءِ نازل ٿيو هيو ۽ ان حڪم پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي جيڪو عمل لازمي قرار ڏنو هيو اهو هڪڙي عياش طور حق رکڻ جي بجاء ذميواري جو هڪڙو بار هيو جيڪو پاڻ کان آگاهه ۽ خود احتسابي ڪندڙ انسان شعوري طور تي قبول ڪيو. پاڻ ڪريمن جون سيئي شاديون, گهٽين شادين کي حد اندر رکڻ واري آيت نازل ٿيڻ کان اڳ ٿيل هيون: ۽ ان آيت سان گڏ هڪڙي ٻي آيت نازل ٿي جنهن پاڻ ڪريمن جا سيئي استحقاق ختم ڪري ڇڏيا. سندن امتين کي تہ شريعت طرفان لڳايل شرطن جي حدن اندر چار شاديون ڪرڻ جي آزادي هئي ۽ طلاق جي حق کي استعمال ڪرڻ سان, جنهن جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان نفرت جي اظهار ڪرڻ جي باوجود عملي مظاهرو ڪندا هيا, اهي شادي جي نون بندڻن ۾ شامل ٿي سگهيا ٿي، جڏهن تہ پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجين زالن مان, جن جي سنڀال جو پاڻ ذمو کنيو هئائون, نہ تہ ڪنهن کي ڌار ڪري ٿي سگهيا ۽ نہ وري ڪا نئين شادي ڪري ٿي سگهيا. ڇا ان کي رعايت يا استحقاق چئي سگهجي ٿو؟ ڇا جيڪي عورتون اڳئي سندن ساٿ ۾ هيون اهو حڪم انهن لاءِ انساني سهارو ۽ خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ, سندن پيغمبري ذميواري ۾ مڪمل طور پنهنجي نفس کي مارڻ جو حڪم ڪونہ هيو؟

طلاق ڏيڻ وارو موضوع بحثن ۽ غلط فهمين لاءِ چڱو چوکو ذريعو ثابت ٿيو آهي, پر انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونہ آهي تہ طلاق ڏنل عورت سان ورتاء ڪرڻ جي باري ۾ قرآني احڪامات ۾ ڪنهن بہ ٻئي ڪتابي مذهب جي مقابلي ۾ انصاف ۽ انسانيت جو پهلو وڌيڪ آهي.

قديم زماني جي سيني قومن منجهہ طلاق ڏيڻ جو حق شادي جي قانون جو هڪڙو ضروري حصو سمجهيل هيو. پر اهو حق چند خصوصي حالتن کان سواءِ امتيازي طور تي طاقتور جنس يعني مرد جي فائدي لاءِ مخصوص هيو. زال کي ڪنهن بہ حالت ۾ طلاق وٺڻ جو حق ڪونہ هيو.

تهذيب جي ارتقا ۽ خيالن جي ترقي عورتن جي حالت ۾ جزوي سُڌاري ڏانهن رهنمائي ڪئي. انهن(عورتن) کي ٻڻ طلاق وٺڻ جو حق ڏنو ويو جنهن کي اهي آزادانہ طور استعمال ڪرڻ جي جرئت ڪرڻ لڳيون,

ايستائين جو رومي بادشاهن جي دور ۾ جنهن آساني سان شاديون ڪيون يا ختم ڪيون وينديون هيون، انهن جو هر زبان تي چرچو هوندو هيو.

قديم عبراني شريعت مطابق مڙس کي حق هيوتہ ڪنهن بہ سبب ڪري جيڪڏهن ان کي عورت نہ وڻي تہ ان کي طلاق ڏئي ڇڏي ۽ انهي حق جي ريچڪي ۽ ڇڙواڳ استعمال مٿان ياتہ معمولي يا ڪي بہ پابنديون ڪونہ هيون. ڪٿي ڪهڙو بہ سبب هجي پر عورتن کي پنهنجن مڙسن کان طلاق وٺڻ جو حق ڪونہ هيو.[1]

بعد وارن زمانن ۾ ڪنهن حد تائين شمائين (Shammaites) طلاق جي دستور ۾ ترميمون ڪري ان مٿان ڪجهہ پابنديون مڙهيون. پر هِليل (Hillel) جي مذهب قانون کي ان جي اوائلي سختي سان بحال رکيو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ظهور وقت عربستان جي قبائلي يهودين منجهہ هِليلي (Hillelite) عقيدا گهڻو رائج هيا، ۽ مڙس طرفان طلاق ڏئي واسطو ختم ڪرڻ انهن منجهہ ائين عام هيو جيئن عرب ڪافرن منجهہ هيو.

يونانين منجهہ مرد کي زال کي طلاق ڏئي واسطو ختم ڪرڻ وارو جيڪو اختيار هيو اهو ايترو بنا روڪ ٽوڪ وارو ۽ غيرمحدود هيو جيترو قديم اسرائيلين منجهہ هيو.

رومين منجهہ اوائلي زمانن کان وٺي طلاق ڏيڻ واري عمل کي قانوني سمجهيو ويندو هيو. ٻارهن تختين وارن قانونن ( Lawas of the Twelve Tables) طلاق کي جائز قرار ڏنو. جيڪڏهن رومين، جيئن انهن جي چاهيندڙن (حمايتن)طرفان ٻڌايو ويو آهي، پنهنجي شهر جي بنياد پوڻ کان پوءِ پنج سَوَ سالن تائين انهي قانون مان فائدو حاصل ڪونہ ڪيوتہ اهو انهي ڪري ڪونہ هيوتہ ڪو اهي ٻين قومن جي مقابلي ۾ خصلتن ۽ عادتن ۾ سٺا هيا، پر انهي ڪري هيوتہ ڪنهن بہ عورت تي مڙس کي زهر ڏيڻ، شراب پيئڻ يا ناجائز ٻار کي گود وٺڻ جو الزام هڻڻ جي بهاني سان مڙس پنهنجي زال کي ڪنهن بہ وقت زندگي کان محروم

[1] خروج باب 21 (Ex. Xxi,2) ۽ استثنا باب 21 ۽ 24 ( Deut. xxi,14 & xxiv,1). ڊولنجر جو ڪتاب "دي جينٽائيل اينڊ دي جيو" جلد ٻيو صفحو339 ۽ 340. ۽ سيلڊن (Selden) جو ڪتاب Uxor Hebroica پڙهي ڏسو.

ڪرڻ جو حق رکيو ٿي. پر زال کي طلاق وٺڻ لاءِ منٿ ڪرڻ جو بہ حق ڪونہ هيو.[1] ۽ جيڪڏهن ان الڳ ٿيڻ گهريو ٿي تہ بہ ان جي اهڙي اجائي جرئت تي ان کي موت جي سزا جو حقدار سمجهيو ويو ٿي. پر پوءِ واري زماني جي حڪومت ۾ طلاق جو ڪثرت ۾ واقع ٿيڻ هڪ ٿئي وقت اخلاقيات جي تڪڙي بگاڙ جي نشاني، سبب ۽ نتيجو هيو.

اسان قديم زماني جي ٻن نهايت مشهور قومن جو تذڪرو ڪيو آهي جن جي سوچ جي طريقن، جديد زماني جي سوچ، ۽ رسم و رواج تي ڳوڙهو اثر ڪيو آهي. طلاق جي متعلق رومين جيڪي قانون ٺاهيا اهي هڪڙي ترقي پذير جذبي وارا هيا ۽ انهن جو رجحان عورتن جي حالت جي سڌاري ۽ انهن کي مردن سان برابري وارو درجو ڏيڻ واري سوچ ڏانهن هيو. اهو انساني تصورن جي ترقي پذيري جو نتيجو هيو. اهڙي طرح جيئن ڪنهن خارجي سبب جو.

”جن مبهم لفظن ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو هدايت نامو درج ڪيو ويو آهي، اهي لفظ هر ان تشريح کي قبول ڪن ٿا جنهن جي تقاضا قانون سازن جي ڏاهپ ڪري سگهي.“[2] اسان واجبي طور اندازو ڪري سگهون ٿا تہ جنهن وقت حضرت عيسيٰ عليہ السلام هي الفاظ دهرايا ”الله تعاليٰ جيڪو عقد ڪيو آهي ماڻهوءَ کي اهو ڏار ڪرڻ نہ گهرجي“ ان وقت ان جو ٻيو ڪوبہ خيال ڪونہ هيو سواءِ ان جي تہ اخلاقي بگاڙ جي وهڪري کي اڳتي وڌڻ کان روڪجي، ۽ ان پنهنجن لفظن جي لاءِ اهو غور ڪونہ ڪيو تہ انهن لفظن جي اڳتي هلي ڪهڙي معنيٰ ڪڍي ويندي. بعد ۾ جيڪو قانون ٺاهيو ويو تہ زناڪاري[3] طلاق جي جواز جو بنيادي سبب آهي، ان مان گهٽ ثابت ٿو ٿئي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام اهڙي هنگامي حالت جو احساس هيو.[4] پر پوءِ وارن

---

[1] ڊولنجر جو ڪتاب ”دي جينٽائيل اينڊ دي جيو“ جلد ٻيو صفحو 255.

[2] گبن جو ڪتاب ”ڊڪلائين اينڊ فال آف دي رومن ايمپائر“ جلد چوٿون(ٻيو ڇاپو).

[3] متي باب 29 (Matt. Xxix,9)

[4] عيسائين جي انجيلن مان ٻن ۾ انهيءَ سبب جي وضاحت ٿيل ڪونہ آهي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام پنهنجن حوارين کي ڇو اجازت ڏني تہ اهي پنهنجن زالن کي ڏار ڪري ڇڏين {مرقس باب 10(Mark. x,11) ۽ لوقا باب 16 (Luke. xvi,18)} جيڪڏهن انهن ٻن انجيلن ۾ درج ٿيل روايتن کي (ڏسو بقايا......)

قانون سازن جي "ڏاهپ" پاڻ کي ان قانون جي حد اندر پابند ڪونہ ڪيوتہ اهڙي قانون جي اکيون ٻوٽي تقليد ڪن جيڪو گهڙو ڪري نئين اسرجندڙ جماعت جي گهرج سان ٺهڪڻ لاءِ جاري ڪيو ويو هيو ۽ جنهن جو اعلان صرف زباني طور ڪيو ويو هيو. اهو قانون بيشڪ هڪڙي سني جذبي جي تلقين ڪري ٿو. پر عيسائي ملڪن بعد ۾ طلاق جا جيڪي حد ڪان وڌيڪ نمونن جا قانون ناهيا انهن کي نظر ۾ رکندي اسان اهو ڪونہ ٿا چئي سگهون تہ اهو طلاق جي باري ۾ عيسوي دين جو امتيازي ۽ بنيادي قانون آهي.

عربن منجهہ مڙس کي طلاق ڏيڻ جو لامحدود حق حاصل هيو. عرب پنهنجين زالن سان سلوڪ ڪرڻ جي باري ۾ ڪنهن بہ انصاف يا انسانيت جي قاعدي کي تسليم ڪونہ ڪندا هيا. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طلاق واري رواج کي نهايت گهري ناپسندي سان ڏسندا هيا ۽ ان جي عملي مظاهري کي معاشري جي بنيادن کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ هڪڙي بيماري ٿي سمجهيائون.[1] پاڻ وري وري اعلان ڪرڻ فرمايائون تہ الله تعاليٰ وٽ غلامن کي آزادي ڏيارڻ کان وڌيڪ ٻي ڪا ڳالهہ مقبول ڪونہ آهي ۽ پروردگار وٽ طلاق کان وڌيڪ ٻي ڪا ڳالهہ اڻ وڻندڙ ڪونہ آهي. بهرحال معاشري جي وقتي حالتن پٺاندڙ ان رواج کي مڪمل طور ختم ڪرڻ ممڪن ڪونہ هيو. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي هڪڙي غيرمُهذب ۽ نيم وحشي جماعت جي ذهن کي اوچي معيار ڏانهن موڙڻو هيو تہ جيئن وقت جي وهڪري ۾

(بقايا) ميٿيو(Matthew) ڏانهن منسوب ٿيل روايتن جي مقابلي ۾ وڌيڪ مُستَنَد سمجهيو وڃي تہ پوءِ اسان جي راءِ اها آهي تہ سنن جذبن جي تعليم ڏيندي ۽ اوچن ڳڻن کي ذهن نشين ڪرائڻ دوران حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي اها منشا ڪونہ هئي تہ سندس قولن کي "نہ بدلجندڙ"(ناقابل تغير) ۽ مثبت قانون سمجهيو ويندو نہ وري بداخلاقي جي لهر ۾ بي ديني کي ٻنجو ڏيڻ کان سواءِ ڪو سندس ٻيو خيال هيو. سيلڊن جو خيال آهي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام مبهم جواب ڏيڻ ذريعي گهريو ٿي تہ اهو شمائي(Shammai) يا هِليل(Hillel) مڪتبِ فڪر جي ماڻهن کي مڇرائڻ کان پاسو ڪري (ڏسو Uxor Hebraica,I. iii c.18-22,28,31)، ان کان علاوه يوناني لفظ "roprela" (انگريزي ٻولي ۾ "fornication" يعني زناڪاري) لاءِ گبن جي بيان ڪيل تشريح پڙهو(جلدٻيو ڇاپوٻيو) صفحو 209.

[1] سورت بقر آيت 226 ڪان 229.

سندن روحاني سبق انسانذات جي دلين ۾ گهر ڪري وڃن. طلاق جو رواج هڪڙي گڏوچڙ خرابي هيو تنهن ڪري پاڻ ڪريمن ڪجهه مخصوص شرطن هيٺ مڙسن کي طلاق جو حق استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني. پاڻ ڪريمن طلاقيل جوڙن کي ٽن مختلف ۽ الڳ عرصن جي اجازت ڏني، جنهن دوران اهي پاڻ ۾ ٺاهه ڪري ٻيهر گڏجڻ جي ڪوشش ڪن ۽ پنهنجي ازدواجي تعلقات کي وري شروع ڪن، پر جيڪڏهن ٺاهه ڪرڻ جون سموريون ڪوششون ناڪام ثابت ٿين ته پوءِ ٽين حد، جنهن مطابق حتمي علحدگي جي باري ۾ فيصلو ٻڌايل آهي، جو مدو پورو ٿيڻ کان پوءِ مڪمل علحدگي حائل ٿي وڃي ٿي. زال مڙس جي جهڳڙن جي معاملي ۾ پاڻ ڪريمن ٻنهي تڪراري ڌرين طرفان چونڊيل ثالث (ٺياڪڙي ڪندڙ) جي ذريعي معاملي کي حل ڪرڻ جي هدايت ڪئي.

موسيو سيڊيليٽ (M. Sedillot) جنهن کان وڌيڪ ڪنهن به مغربي ليکڪ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي قانونن جو بهتر تجزيو ڪونه ڪيو آهي، انهي موضوع تي هينئين راءِ رکي ٿو:-

"طلاق جي اجازت هئي پر ڪجهه مقرر شرطن اندر هئي، (بلڪ ائين چئجي ته سفارش ٿي ڪئي) جيڪڏهن تڪڙ ۾ يا بغير سوچڻ سمجهڻ جي فيصلو ڪيو ويو هجي ته رد ڪري سگهجي. ان کي رد نه ٿي سگهڻ جهڙو بنائڻ جي مقصد لاءِ هڪڙي مهيني جي وٿي سان طلاق جا هڪ ٻئي پٺيان ٽي اعلان ضروري هيا."[1]

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي سڌارن قانون ٺاهڻ واري مشرقي تاريخ ۾ هڪڙي نئين قدم ڏانهن وک وڌائي. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم مڙسن طرفان طلاق جي حاصل ڪيل حق کي پابندي هيٺ رکيو ۽ پاڻ ڪريمن عورتن کي جائز سببن جي بنياد تي علحدگي (خلع) حاصل ڪرڻ جو حق به ڏنو. ۽ پنهنجي حياتي جي آخري ڏينهن ۾ عملي طور ايتري حد تائين ويا جو ڪنهن قاضي يا ٺياڪڙ جي مداخلت کان سواءِ مردن طرفان طلاق جي عملي مظاهري کي منع ڪيائون. پاڻ ڪريمن اعلان ڪيو "الله تعاليٰ

---

[1] ڏسو سيڊيليٽ (Sedillot) جو ڪتاب "هستوري ديس عربيس" جلد پهريون (Histoire des Arabes, Vol_I.)، صفحو 85.

جي نظر ۾ سيني جائز قرار ڏنل شين مان طلاق نهايت اڻ وڻندڙ ڳالهه آهي. ” ڇوتہ اها ازدواجي خوشي کي روڪي ٿي ۽ ٻارن جي چڱي نموني سان پالنا واري عمل ۾ رنڊڪ ٿي پيدا ڪري. تنهن ڪري توڙي جو قرآن شريف طلاق جي اجازت ڏني آهي ۽ پراڻن رواجن جي ڪنهن حد تائين تائيد ڪئي آهي، تاهم ان جو تفسير آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ارشادن ۽ هدايتن جي روشني ۾ ڪرڻو آهي. جڏهن اهو ذهن نشين ڪيو وڃي تہ اسلامي سرشتي ۾ قانون ۽ مذهب ڪيئن هم آهنگي ۾ هڪٻئي سان ڳنڍيل آهن تہ طلاق جي رواج تي پاڻ ڪريمن جي ارشاد جي اصل مقصد کي سمجهڻ آسان ٿي ويندو.

قدرتي طور تي مختلف فقهي مذهبن منجهہ مڙس طرفان پنهنجي مرضي طور يا قاضي جي مداخلت کان سواءِ طلاق جي حق کي استعمال ڪرڻ جي باري ۾ وڏو اختلاف موجود آهي. عالمن جي هڪڙي وڏي ۽ با اثر جماعت مڙس طرفان مجبوري واري حالت کان سواءِ، مثال طور عورت بدڪاري ڪئي آهي، طلاق ڏيڻ کي حقيقي طور منع ٿي ڪري. هڪڙو ٻيو فرقو جيڪو گهڻو ڪري معتزلين تي مشتمل آهي، اهو طلاق کي شرعي حاڪم جي منظوري کان سواءِ جائز يا قانوني نٿو سمجهي. اهي دعوا ڪن ٿا تہ اهڙي معاملي ۾ علحدگي کي جائز قرار ڏيڻ لاءِ يا طلاق کي ممنوع حالت مان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ مسئلو هڪڙي غيرجانبدار ٽياڪڙ آڏو پيش ڪيو وڃي. اهي پنهنجي انهي عقيدي جي حمايت ۾ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي انهن ارشادات جو حوالو ڏين ٿا جيڪي اسان اڳئي بيان ڪيا آهن ۽ پاڻ ڪريمن جي انهي هدايت کي سند ٿا وٺن تہ شادي شده ڌرين جي وچ ۾ تڪرارن جي صورت ۾ انهن جي اختلافن کي نبيرڻ لاءِ ٽياڪڙي ڪندڙ مقرر ڪرڻ گهرجي.

حنفي، مالڪي، شافعي ۽ شيعن جي گهڻائي طلاق کي جائز قرار ڏين ٿا. توڙي جو اهي بغير ڪنهن سبب جي انهي حق جي استعمال ڪرڻ کي ناجائز سمجهن ٿا.

ردالمحتار (Rad_ul_Muhtaar) ۾ ”طلاق ناجائز آهي“ واري بحث خلاف دليل بيان ڪرڻ کان پوءِ آيل آهي ”بيشڪ اها ڳالهہ ممنوع آهي پر ڪجهہ خارجي مجبورين ڪري مباح ٿي وڃي ٿي، جيڪي عالم ان کي ممنوع قرار ڏين ٿا انهن عالمن جو اهوئي مقصد آهي.“

توڙي جو ديني عالمن عارضي اجازت کي مثبت قاعدو تصور ڪيو آهي ۽ پنهنجي آقا طرفان تاڪيد ڪيل عدل جي ڪيترن اصولن کي نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي، پوءِ به عالمن عورتن جي باري ۾ جيڪي قاعدا مرتب ڪيا آهن، اهي انهن رومي قانونن جي مقابلي ۾ جن جي ترتيب عيسائي ڪليسا جي سرپرستي ۾ ٿي، تمام گهڻو وڌيڪ پلا ۽ انصاف وارا آهن.[1] عالمن جي راءِ ۾ زال پڻ خراب سلوڪ، پيٽ گذر جي تنگي ۽ ٻين مختلف سببن جي بنياد تي علحدگي جو مطالبو ڪرڻ جي حقدار آهي، پر جيستائين عورت علحدگي اختيار ڪرڻ جي مطالبي جي ثبوت ۾ پڪا پختا ۽ تمام حقي سبب ظاهر نٿي ڪري ته اها پنهنجي ڏاج جي حق کان محروم ٿي ويجي ٿي. هرصورت ۾ جڏهن مرد پنهنجي مرضي سان طلاق ڏئي ته (ڪليل دغابازي جي معاملن کان سواءِ) مڙس هر اها شئي جيڪا عورت سان شادي ڪرڻ وقت ان کي ڏئي چڪو آهي يا طئي ڪئي هئي، ان مان ڪجهه به واپس نٿو وٺي سگهي.[2]

قرآن شريف ۾ علحدگي اختيار ڪرڻ خلاف وري وري آيل تنبيهون، ۽ جهڳڙن کي خانگي طور راضي نامو ڪرڻ ذريعي ٻنجو ڏيڻ لاءِ هرهر ڪيل تاڪيد عربي قانونساز جي نظر ۾ شادي جي ٻنڌڻ جي نهايت ڳوڙهي تقدس کي ظاهر ڪن ٿيون:

"جيڪڏهن ڪا عورت پنهنجي مڙس طرفان بدسلوڪي يا بي رخي محسوس ڪري ته ان ۾ ڪائي خرابي ڪونه آهي ته اهي پاڻ ۾ راضي نامو ڪن، ڇوته راضي نامو سٺي ڳالهه آهي. انسانن جا نفس حرص ڏانهن جلدي مائل ٿي ويندا آهن. ليڪن جيڪڏهن توهان احسان سان پيش اچو ۽ خداترسي کان ڪم وٺو ته يقين ڪريو ته الله توهان جي انهي عمل کان بي خبر ڪونه هوندو. زالن سان هڪجهڙو سلوڪ ڪرڻ توهان جي وس ۾ ڪونه آهي، توهان گهرو ته به ائين ڪري ڪونه ٿا سگهو.[3] پر ائين به نه ٿئي ته هڪڙي زال ڏانهن گهڻو مائل

---

[1] ڏسو ملمن جو ڪتاب "لئٽن ڪرسچئنٽي" (Latin Christianity)، جلد پهريون، صفحو 368 ۽ 369.

[2] هي حاشيو ضميمو نمبر 3 ۾ ڏسو.

[3] اهو انهن مسلمانن خلاف هڪڙو ٻيو دليل مهيا ڪري ٿو جيڪي دعوا ڪن ٿا ته اسلام جا ترقي يافته قانون هڪ کان وڌيڪ زالن جي اجازت ڏين ٿا. (ڏسو بقايا......)

تي وجوءِ ۾ ڏي نهاريو بہ نہ. جيڪڏهن توهان پنهنجي رويي کي درست رکو ۽ الله کان ڊڄندا رهو تہ الله بخشڻ وارو مهربان آهي.“(سورت نساء آيت 128 ۽ 129)

۽ ان کان اڳ آيل هڪڙي آيت ۾ پڌرو ڪيل آهي:

”جيڪڏهن توهان کي زال ۽ مڙس جي تعلقات جي بگڙڻ جو انديشو هجي تہ هڪڙو امين مرد جي مائٽن مان ۽ هڪڙو امين عورت جي مائٽن مان مقرر ڪيو. جيڪڏهن ٻئي راضي ناموڪرائڻ گهرندا تہ الله راضي نامي جي صورت پيدا ڪندو الله سڀ ڪجهہ ڄاڻندڙ ۽ خبروار آهي.“ (سورت نساء آيت 35)

اسلامي سرشتي ۾ نڪاح جي قانون کي جيڪو تقدس حاصل آهي ان کي ڌارين ماڻهن ياتہ ڪونہ سمجهيوآهي يا ان کي چڱي نموني ڪونہ ساراهيو آهي. ”اشباہ والنظائر“ ۾ آهي ”شادي هڪڙو باقاعدي مقرر ڪيل رواج آهي جيڪو معاشري جي تحفظ لاءِ ۽ انهي مقصد لاءِ لازمي ڪيو ويو آهي تہ انسان پاڻ کي بي قاعدگي ۽ برائي کان سنڀالين.“ ”نڪاح هڪڙي مقدس رسم آهي ايتري قدر جو هن دنيا ۾ اها عبادت يا پوڄا جو هڪڙو عمل آهي، ڇوتہ اها پليتائي کان آجو رکڻ لاءِ انسانذات جي حفاظت ڪري ٿي.“ ..... ”اها انساني نسل منجهہ فطري ضابطي ذريعي مقرر ٿيل آهي.“ ”شادي کي جڏهن هڪڙو معاهدو سمجهيو وڃي ٿوتہ اها اهڙي مرد ۽ عورت طرفان باهمي رضامندي جي بنياد تي دائمي تعلق آهي جن جي وچ ۾ نڪاح ڪرڻ لاءِ شرعي پابندي نہ هجي.“

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسل جي باري ۾ وري وري اهو چيوويو آهي تہ انهن پنهنجن امتين کي، چئن شرعي زالن کان علاوه، ڪيترين بہ عورت ٻانهيون رکڻ جي اجازت ڏني. انهي موضوع تي جيڪو حڪم آهي اهو خود اهو ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي تہ اهو گمان اسلام جي حقي هدايتن جي ڪيترو خلاف آهي. ”توهان منجهان جنهن کي آزاد مؤمن عورت سان شادي ڪرڻ لاءِ وسيلا ڪونہ آهن تہ پوءِ

---

(بقايا) اها مڃيل حقيقت آهي تہ ”مساوات“ کي برقرار رکڻ انساني وس کان ٻاهر آهي. تنهن ڪري اسان فطري طور اهو نتيجو ڪيندا سين تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذهن ۾ هڪڙي ننڍي قاعدي کي وڏي قاعدي ۾ ضم ڪرڻ وارا خيال هيا. ۽ هڪڙي رواج کي ختم ڪرڻو هيو جيڪو توڙي جو معاشري جي ڪن حالتن ۾ ضروري هيو پر سوچ ۽ اخلاقيات جي تازي ترقي جي برخلاف آهي.

ان کي کپي تہ توهان جي انهن ٻانهين مان ڪنهن ٻانهي سان شادي ڪري جيڪي جائز نموني سان توهان جي هٿ هيٺ آهن ۽ جيڪي مؤمنياڻيون آهن.“ (سورت نساء آيت 25) انهيءَ ڳالهه جي ان ماڻهوءَ کي اجازت آهي جيڪو گناهه ڪرڻ جي انديشي کان ڊنل آهي: پر جيڪڏهن ٻانهن کي ٻانهين سان گڏجڻ کان پري رکي تہ اهو ان جي لاءِ وڌيڪ سنو هوندو.

انهي ڪمزور بنياد تي ۽ شايد اسلامي مملڪت جي شروعاتي اوسر سان واسطو رکندڙ ڪجهه عارضي ۽ حادثاتي حالتن ڪري اسان جي فقيهن قبضي ۾ آيل عورت (ٻانهي) سان اهڙو واهپورڪڻ تي انحصار ڪيو آهي. توڙي جو اهو آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حقيقي هدايتن جي خلاف آهي، پر ان جي باوجود اهو رواج مخالف مذهبن جي ماڻهن جي شديد نڪتہ چيني جو موضوع ٿي ويو آهي.

وهان شادي جي منظوري کان سواءِ ٻانهي ڪري ويهارڻ، مالڪ ۽ غلام جي حيثيت ۾ هڪ ٻئي سان نڪاح کان سواءِ جنسي ميل ميلاپ اهڙو رواج هيو جيڪو عربن، يهودين، عيسائين ۽ سمورين پاڙيسري قومن منجهه موجود هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم شروع ۾ انهي رواج تي ملامت ڪونہ ڪئي پر پنهنجي رسالت جي آخري ڏينهن ۾ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جي چٽي نموني سان منع ڪيائون.

”..... مسلمان پرهيزگار عورتون بہ توهان جي لاءِ حلال آهن، ۽ اهي پرهيزگار عورتون جيڪي انهن قومن مان هجن جن کي توهان کان پهريائين ڪتاب ڏنو ويو آهي، انهي شرط تي تہ انهن کي حق مهر ڏئي انهن کي نڪاح ۾ آڻيو نہ ائين تہ توهان انهن سان زور زبردستي سان ميل ملاپ ڪريو يا لڪي ڇپي عشق ڪريو.“ ( سورت مائده آيت 5)

انهي خدائي حڪم واري آيت جي پهرين حصي جي جيڪا منشا آهي، ان جي روح جي عيسائي ڪليسائيت جي خلاصي حيثيت سان پيٽ ڪريو جنهن ڪنهن عيسائي جي غيرعيسائي سان شادي کي جائز يا صحيح تسليم ڪونہ ڪيو. جنهن بہ غير عيسائي، عيسائي سان شادي ڪرڻ جي جرئت ٿي ڪئي تہ هر وقت ”ڪافر“ هجڻ جو ٺپو رنڊڪ بڻجي ٿي آيو. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو قانون ماڻهپي ۾ هڪڙو منفرد سڏارو هيو.

مسلمان عورتن جي غيرمسلم مردن سان شادي ڪرڻ خلاف مڙهيل پابندي، جنهن اسلام مخالفن کي الزام تراشي لاءِ هڪڙو بهانو مهيا ڪيو آهي، شروعاتي (اسرنڌڙ) جماعت جي گهرجن ۽ حڪمت عملي جي سببن ڪري هئي.

انهيءَ کان انڪار نٿو ڪري سگهجي ته ڪيترا رواج جيڪي مسلمانن اسلام کان اڳ واري زماني (جهالت وارا ڏينهن) جي عربن کان حاصل ڪيا ۽ جيڪي پراڻي نظام جي ڪيترين بقاياجات وانگر معمول مطابق جاري آهن. اهي مسلمان قومن جي ترقي ۾ رڪاوٽ ثابت ٿيا آهن. انهن منجهان هڪڙو عورتن جو مردن کان الڳ پردي ۾ رهڻ جو دستور آهي. اهو رواج به شروع زمانن کان قديم دور جي گهڻين قومن منجهه عمل پذير هيو. يونان وارن منجهه گائنيڪونائٽس (Gynaikonites) يعني حرم سراءِ (کدڙن ذريعي چوڪيداري) هڪڙو مشهور رواج هيو. ۽ يوناني حويلي ۾ رهندڙ عورتن کي عام ماڻهن جي نظر پوڻ کان اهڙي انداز ۾ لڪايو ويندو هيو جيئن ان زماني ۾ ايراني گهراڻن جي عورتن کي لڪايو ويندو هيو يا موجوده زماني ۾ هندوستاني گهراڻن جي عورتن کي لڪايو ويندو آهي. گائنيڪونومي (Gynaikonomi) يعني کدڙا چوڪيدار پنهنجن مشرقي هممصرن وانگر عورتن جي پردي داري واري زندگي جا پروَسي جوڳا چوڪيدار هوندا هيا ۽ يوناني عورتن جي سخت چوڪسي ڪندا هيا. عورتن جي پردي ۾ الڳ ٿلڳ رهڻ ڪري قدرتي طور هيتيرائي (Hetairai) يعني لڪيل پڙهيل رنڍين وارو طبقو وجود ۾ اچي ويو. جنهن جي مختلف ميمبرن يوناني تاريخ ۾ گهڻواهم ڪردار ادا ڪيو. بازنطيني سلطنت ۾ جيڪو غيرمعمولي ۽ ناقابل وضاحت منظر ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ جيڪو هاڻي يورپ ۽ آمريڪا ۾ به ڏسڻ ۾ اچي ٿو جيڪڏهن اهو اسان جي اکين جي آڏو نه هجي ها ته اسان اهو چئون ها ته، ڪنهن اهڙي معاشري ۾ جنهن تهذيب يافته زندگي جي حرفتن ۾ توري به ترقي ڪئي آهي، انهن بدنصيب عورتن جو وجود جيڪو انسانيت جي چهري تي بدنامي جو داغ ۽ تهذيب لاءِ هڪڙي شرمساري آهي، ان ڳالهه جو نتيجو آهي ته عورتون مردن جي زندگي کان الڳ ٿلڳ رهڻ ڪري مردن جي ذهن مٿان اهو شرافت وارو صاف سترو رکندڙ ۽ انسان بنائڻ وارو اثر نٿيون ڪري سگهن جيڪو انهن جوئي خاصو آهي. انساني ذهن آڏو جڏهن پاڪ

شيون ڪونہ هونديون آهن تہ اهو آلودگي ڏانهن واجهائي ٿو. بابل وارا، ايٽريوسڪن(Etruscans)، يوناني ۽ اسلام کان اڳ وارا عرب قديم زمانن ۾ انهي حقيقت جو نهايت نمايان مثال پيش ڪن ٿا. ليڪن جديد زمانن ۾ قومن جي جياپي کي اندران اندران جيڪو ناسور کائي رهيو آهي ۽ انهن جي رڳن ۾ زهر پکيڙي رهيو آهي اهو هڪڙي بي دين ماده پرستي جي ڦهلاء جو نتيجو آهي جنهن مٿان مذهب جو تهہ چڙهيل آهي، چاهي اهو عيسائي مذهب هجي، اسلام هجي، يا ڪو ٻيو مذهب هجي.
حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي شروع حياتي ۾ مڪي وارن منجهہ موجود اخلاقي بگاڙ کي ڏسي ڏک ۽ تڪليف سان پرجي ويندا هيا. تنهن ڪري پاڻ ڪريمن انهي خرابي جون پاڙون پٽڻ لاءِ اهو طريقو اختيار ڪيو جيڪو ان زماني ۾ ماڻهن جي حالتن سان ٺهڪندڙ ۽ نهايت اثرائتو هيو. مسٽر بوسورت سمٿ ( Mr. Boswoth Smith) جي معنيٰ سان ڀرپور لفظن مطابق "ڦهريائين ڦهريائين پنهنجن سخت قانونن ذريعي ۽ ان کان پوءِ انهن قانونن جيڪو قومي اخلاقي جذبو پيدا ڪيو ان جي ذريعي پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اڄوڪي ڏينهن تائين اسلامي ملڪن کي، يعني انهن ملڪن کي جن ۾ اهڙن غيرملڪي اثرن جي ويا ڪونہ پکڙي آهي، انهن بدنصيب ۽ بدنام عورتن کان پاڪ ڪرڻ ۾ ڪامياب رهيا. جن جي جيئڻ جو دارومدار گندي ڌنڌي تي هوندو آهي ۽ جن جو معاشري ۾ هڪڙي الڳ چاتل سڃاتل طبقي جي حيثيت ۾ موجود هجڻ معاشري جي هر فرد لاءِ جنهن معاشري جون اهي پاڻ بہ هڪڙو فرد هونديون آهن هڪڙي مستقل بدنامي آهي، ۽ ان ڪاميابي جو ڪو مثال ڪونہ آهي."
عورتن کي پردي ۾ رکڻ وارو دستور بنا ڪنهن شڪ جي غيرمُهذب ۽ لاڏائو برادرين جي سماجي خوشحالي لاءِ ڪيترن ئي فائدن وارو آهي; ۽ انهن ملڪن ۾ بہ جتي تمدن ۽ اخلاقي ويچارن جو تفاوت گهٽ آهي اتي عورتن جو پردي ۾ رهڻ واري ڪا تبديل ٿيل صورت مڪمل طور فائدي کان خالي ڪونہ هوندي آهي. موجوده زماني ۾ بہ اهو گهٽ يا وڌ سختي سان اهڙين قومن منجهہ مروجہ آهي جيڪي اسلامي اثرن کان گهٽو پري آهن. جنهن لاءِ هندوستان ۽ ٻين مشرقي ملڪن ۾ انهي ريت جو موجود هجڻ بيان ڪري سگهجي ٿو. ڪوريا ۾ عورتن جو پردي ۾ الڳ ٿلڳ رهڻ بيهودگي جي انتها تي پهتل آهي. چين ۾ ۽

ذڪرڻ آمريڪا جي اسپيني نوآبادين (بينڪن) منجهہ جيڪي سڏو سنئون يورپي تهذيب جي ترت اثر اندر ڪونہ آهن. اجا تائين پردي جو خاص خيال رکيو ويندو آهي. اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو رواج پارسي ۽ بين مشرقي قومن منجهہ موجود ڏٺو. پاڻ ڪريمن ان جي فائدن کي محسوس ڪيو ۽ اهو بہ ممڪن آهي تہ عربن جي سيني طبقن منجهہ اخلاقيات جي وڏي پيماني تي ڪمزوري کي نظر ۾ رکندي پاڻ ڪريمن عورتن کي پردي جوخاص خيال رکڻ جي تلقين ڪئي هجي. پر اهو سمجهڻ غلط آهي تہ پاڻ ڪريمن جو ڪو اهو ارادو هيو جنهن سختي سان پردو اڄ ڪلهہ موجود آهي، يا اهو تہ پاڻ ڪريمن عورتن کي مڪمل علحدگي سان پردي ۾ رهڻ لاءِ تاڪيد ڪيائون. اهو سندن سڌارن جي جوهر جي مڪمل طور خلاف آهي. قرآن شريف ۾ خود انهي ڳالهہ جي گنجائش لاءِ ڪوبہ ثبوت ڪونہ آهي تہ عورتن جو پردي ۾ رهڻ ڪو اسلامي دين جو حصو آهي.

"اي نبي، پنهنجين عورتن، پنهنجين ڌيئرن، ۽ مسلمانن جي عورتن کي چئوتہ اهي پنهنجين چادرن جو هڪ حصو منهن تي رکن، ائين ڪرڻ سان اهي آساني سان سڃاڻبيون ۽ ڪير انهن جي توهين ڪونہ ڪندو. الله بخشڻ وارو ۽ مهربان آهي."(سورت احزاب آيت 59)

"۽ اي نبي، مؤمن عورتن کي چئوتہ اهي پنهنجين نظرن کي بچائي رکن ۽ پنهنجي پردي جي حفاظت ڪن ۽ پنهنجو هارسينگار ظاهر نہ ڪن، سواءِ ان جي جيڪو خود بخود ظاهر هجي ۽ پنهنجن سينن تي پنهنجن رون جا پلاند ڪولي وجهن."(سورت نور آيت 31)

ان سماجي ۽ اخلاقي انتشار کي نظر ۾ رکندي[1] جنهن ۾ پاڻ الله تعاليٰ جي رهنمائي هيٺ هڪڙو نظام پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هيا، اهي هدايتون آساني سان سمجهہ ۾ اچي وڃن ٿيون. اهي دانائي ۽ فائدي واريون هدايتون هيون جن جو مقصد عورتن منجهہ حياء کي ترقي وٺرائڻ، انهن جي پوشاڪ ۽ سياء ۾ بهتري آڻڻ هيو. ۽ انهن کي

[1] انهن ماڻهن جن يورپي ٽيل مصر ۽ ليونٽ(Levant) ۾ گهمي ڦري ڏٺو آهي، اهي سمجهي ويندا تہ انهن ڏينهن ۾ اهي هدايتون ڪيتريون ضروري هيون.

بيمانو ٿيڻ کان تحفظ مهيا ڪرڻ جو مقصد رکندڙ هيون.[1] تنهن ڪري اهو سمجهڻ غلط آهي تہ شريعت ۾ ڪو اهڙو حڪم آهي جيڪو انهي رسم کي پڪو ڪرڻ جو مقصد ٿو رکي. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم عورتن جي پردي جي باري ۾ جيڪي هدايتون ڏيڻ فرمايون انهن جو حقيقي مفهوم گهٽي حد تائين انهي ڳالهہ مان واضح ٿئي ٿو تہ خود سندن پنهنجي خاندان جي عورتن تي ڪابہ سخت پابندي ڪونہ هئي. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي نياڻي حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها، جنهن جو حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جي وفات کان پوءِ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان پرڻو ٿيو ان ذاتي طور تي حضرت علي عليہ السلام جي خلاف فسادي تحريڪ هلائي. ان جنگ جمل واري مشهور لڙائي ۾ پنهنجي لشڪر جي اڳواڻي ڪئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي حضرت فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها بہ خلافت جي جانشيني جي باري ۾ بحث مباحثي ۾ اڪثر ڪري حصو ورتو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڏوهٽيِ ۽ حضرت امام حسين عليہ السلام جي ڀيڻ حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڪربلا جي ڪوس کان پوءِ پنهنجي نوجوان ڀائٽي جو دفاع ڪري ان کي اموين کان بچايو. سندس پاڻ قربان ڪرڻ واري جذبي کان وحشي عبيدالله بن زياد (ابن زياد) ۽ بي رحم يزيد ڏچي ويا.

---

[1] "هدايہ" جو مترجم هملٽن(Hamilton) "بوڪ آف ايبومينيشن" ( Book of Abominations) سان واسطو رکندڙ پنهنجي شروعاتي بحث ۾ هيئن چوي ٿو:"اهو هڪڙو اهڙو موضوع آهي جنهن ۾ وڏي نازڪ معاملي جو وسيع بحث شامل آهي، جنهن تي اصل ۾ حسن اخلاق ۽ شائستگي واري مقالي جي روشني ۾ غوروفڪر ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ۾ خاص طور تي زناني پاڪدامني تي وڏي احتياط سان ڌيان ڇڪايو ويو آهي، ۽ هر اهڙي عمل کان پاسو ڪرڻ جيڪو سوچ ۾ بہ انهي ڳالهہ کان انحراف ڪرڻ جو ڏيک ڏئي. بهرحال اها ڳالهہ قابل غور آهي تہ انهيءَ مان عورتن جي انهي علحدگي جو مطلب ڪونہ آهي جيڪو ڪجهہ ليکڪن طرفان سمجهيو ويو آهي. دراصل اها علحدگي ڪنهن شرعي حڪم جو نہ پر ساڙ ۽ غرور جو نتيجو آهي، جيئن هدايہ جي هن عبارت ۽ ڪيترن ٻين حصن مان ظاهر ٿئي ٿو. اسلامي ملڪن ۾ اهو گڏيل طور تي عام رواج ۾ آيل دستور ڪونہ آهي. مرڊسن(Marsden) پنهنجن سفرنامن ۾ بيان ڪري ٿو"جاوا ۾ رهندڙ عرب انهي رواج تي عمل ڪونہ ڪندا آهن ۽ جاوا ۾ رهندڙ مسلمان عورتن کي پنهنجين ڏچ پينرن واري هڪجيتري آزادي حاصل آهي."

اخلاقيات جو بگاڙ جنهن اسلام کان اڳ وارن عربن منجهه ۽ گڏوگڏ يهودين ۽ عيسائين منجهه معاشري جي بنيادن کي کوکلو ڪري ڇڏيو هيو اهو ڪنهن تڪڙي سڌاري جو گهرجائو هيو. عورتن جي پردي جي باري ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪي هدايتون ڏنيون انهن بناشڪ جي بداخلاقي جي لاڙن کي روڪڻ ۽ عورت طرفان گهٽا مڙس رکڻ واري قابل نفرت رسم کي پنهنجي امت ۾ پکڙجڻ کان روڪڻ جو ڪم ڪيو. ڇوتہ ان وقت تائين ڪافر عربن منجهه اهو دستور پڌري پٽ موجود هيو.

فان همير(وان همير Van Hammer) مطابق "پردي وارو گهر هڪڙي پاڪ جاءِ آهي: اتي ڌارين کي اچڻ کان جيڪا منع آهي، اها انهيءَ ڪري ڪونہ آهي تہ عورتن کي ناقابل اعتبار سمجهيو ويندو آهي پر انهيءَ تقدس جي ڪري آهي جيڪو رسم و رواج عورتن کي بخشيو آهي. يورپ ۽ سموري ايشيا ۾ اسلامي برادرين منجهه عورتن کي جيڪو احترام ڏنو ويندو آهي اهوانتهائي هاڪاري معاملي جي شهادت آهي."

عورت ذات لاءِ شاندار تصور رکڻ سمورن اوچن اوصافن جي هڪڙي فطري خاصيت آهي. پرقومي غرور ۽ مذهبي انتها پسندي جديد عيسائيت جي تهذيب يافتہ طبقن منجهه عورتن جي سماجي متيرائي بابت ٻن اختلافي رُخ وارن نظرين کي اياريو آهي. هڪڙي نظرئي ان کي حضرت مريم رضي الله تعاليٰ عنها جي پوڄا جو نتيجو تہ ٻئي ان کي قرون وسطيٰ جي ان دستور جو نتيجو قرار ڏنو آهي جنهن ۾ عورت جي حمايت ۽ حفاظت ڪرڻ کي بهادري سمجهيو ويندو هيو جنهن کي ٽيوٽونڪ (Teutonic) (جرمني نسل وارا) رواجن جو هڪڙو نمونو سمجهيو ٿو وڃي. عورت ذات جي باري ۾ عيسائيت جو جيڪو نقطہ نظر آهي ان جي باري ۾ ٿورو ڇوڻ ئي بهتر آهي. شروعاتي زماني ۾ جڏهن امير ۽ غريب، جاهل ۽ پڙهيل ماڻهن جو مذهب صرف حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي امڙ جي پوڄا تي مشتمل هيو تڏهن بہ عيسوي ڪليسا ان جنس کي نياڳو قرار ڏئي ڇڏيو هيو. پادري هڪٻئي پٺيان عورتن جي واهياتپڻي، انهن جي بڇڙن لاڙن، انهن جي سمجهہ ۾ نہ ايندڙ چاهند مثان لکندا رهندا هيا. ترٽيولن(Tertullion) هڪڙي ڪتاب ۾ ان عام احساس جي نمائندگي ڪئي جنهن ۾ ان عورت لاءِ بيان ڪيو"شيطان جي اچڻ جو دروازو منع ڪيل وڻ جي مهر کوليندڙ خدائي حڪم جي

انحرافي ڪندڙ خدا جي تشبيه ـ انسان ـ کي تباهه ڪندڙ.“ هڪڙي بي شخصيت هڪڙي نفرت واري ڪند ذهنيت سان اعلان ڪيو ”مون عورتن منجهه ڪنوارپڻي جي تلاش ڪئي پر هڪڙي ۾ به ڪونه مليو.“ ليڪي(Lecky) چوي ٿو ”ڪريسوستم (Chrysostom) جنهن کي هڪڙو بلندپائي جو بزرگ سمجهيو ويو آهي، جڏهن عورت جي باري ۾ هيئن چيوته اها هڪڙي اڻ ٽر بچڙائي، هڪڙي فطري رغبت، هڪڙي وڻندڙ آفت، هڪڙوگوڙهو جوکو هڪڙي هاڃيڪار دلڪشي، هڪڙي خوبصورت بڇايل خرابي هوندي آهي، ته اهو ائين چوڻ سان پادرين جي عام راءِ جي ترجماني ڪري رهيو هيو.“ قدامت پسند چرچ عورتن کي سواءِ گهٽ درجي وارين مذهبي تقريبن جي ٻين سڀني مذهبي تقريبن ملهائڻ جي عمل کان خارج ڪري ڇڏيو. اهي معاشري مان به مڪمل طورنڪتل هيون: اهي عام جام ٻاهر اچي وڃي نه سگهنديون هيون. انهن کي دعوتن تي وڃڻ يا ڏڻ ملهائڻ لاءِ شرڪت ڪرڻ کان منع ٿيل هئي. انهن کي پردي اندر رهڻ، خاموشي اختيارڪرڻ، پنهنجن مڙسن جو حڪم مڃڻ ۽ پاڻ کي ٿوڀو ٿلهو ڏيڻ، سٽ ڪٽڻ، ۽ رڌپچاءُ جي ڪم ڪرڻ ۾ رڌل رهڻ جي هدايت ٿيل هئي. جيڪڏهن اهي ٻاهر وينديون هيون ته انهن کي پاڻ کي مٿي کان پيرن تائين ڪپڙن ۾ ويڙهڻو هوندو هيو. عيسائين ۾ عورتن جي ان وقت اها حالت هئي جڏهن حضرت مريم رضي الله تعاليٰ عنها جي پوڄا ڪرڻ سڀني طبقن طرفان تسليم ٿيل ۽ عملي طور موجود هئي. پوءِ وارن زمانن ۾ ۽ خاص ڪري ڏک واري ان وٿي ۾ جيڪا مغربي سلطنت جي زوال ۽ يورپ ۾ جديد معاشري جي اڀار جي وچ ۾ گذري، يعني اهو دور جنهن کي ڦرلٽ، ڪوڙ نڱي، ظلميت، جنسي خواهش ۽ وڳوڙ وارو دور ڄاڻايو ويو آهي، عيسائيت خانقاهن ۽ راهب گهرن جو رواج شروع ڪرڻ ذريعي ڪنهن حدتائين عورتن جي قسمت کي سڌارڻ جو ڪم ڪيو. بهرحال هي غير يقيني سڌارو صرف هڪڙي دور جي لاءِ موزون هيو جڏهن عورتن کي اغوا ڪرڻ روزمره جي ڪرت ٿي وئي هئي ۽ اخلاقي بدڪاريون ايتريون هيون جو صورتحال کي روڪڻ مشڪل هيو. پر راهب گهر به پاڪدامني ۽ پرهيزگاري جا ماڳ ڪونه هيا. ۽ ڪنوارو رهڻ وارو تاڪيد به پارسائي جو انتهائي يقيني تحفظ ثابت ڪونه ٿيندو هيو. آرچ بشپ رگاڊ (Archbishop Rigaud) جي معمول جي دورن جي داخلا واري رجسٽر( The Registrum

Visitationem) ۾ لکيل تاثرات، عقيدي جي اوج واري نهايت شاندار عهد دوران اخلاقي حالت ۽ عورتن جي حيثيت تي خصوصي روشني وجهن ٿا. پروٽيسٽنٽ فرقي جي عملي جنم بہ عورتن جي حيثيت جي باري ۾ قانوندانن جو جيڪو نظريو هيو ان ۾ يا سماجي حالتن ۾ ڪوبہ فرق پيدا ڪونہ ڪيو. جتي حضرت عيسيٰ عليہ السلام عورت سان انسانيت واري ماٺيپي سان سلوڪ ڪيو اتي سندس پيروڪارن ان کي انصاف جي دائري کان ئي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو.

جنهن ٻئي نظرئي ڏانهن اسان ڌيان ڇڪايو آهي، اهو يورپ جي رومانس نويسي ۾ مقبول آهي. انهن وچن زمانن (قرون وسطيٰ) جي هر شخص جو خاڪو ائين پيش ڪيو آهي ڄڻ اهو ڪو بايارڊ (Bayard)[1] يا ڪرڪٽن (Crichton)[2] هجي. عام طور سمجهيو وڃي ٿو تہ سورمائي (شِوَلريChivalry) يعني نيڪي ڪرڻ واري جوانمردانگي جو زمانو ائين عيسوي صدي جي شروع کان چوڏهين عيسوي صدي جي پڇاڙي تائين پکڙيل آهي. اهو ياد رکڻ گهرجي تہ اسپين ۾ عرب مسلمانن جي اقتدار جوبہ گهڻو ڪري اهوزمانو هيو. پر انهي عرصي دوران ان علامتي دائري جي باوجود جيڪو شاعري ۽ رومانس معاشري جي حالتن جي چوڌاري گهڙي ڇڏيو آهي، عورتون زيادتي جوعام نشانو هيون. ان وقت بہ ڏاڍ ۽ فريب عيسائي سورمائي (شولري) جي سنهري زماني جون نراليون خاصيتون هيون. جيستائين مغرب جو مشرقي تهذيب ۽ ثقافت سان واسطو ڪونہ پيو ان وقت تائين آرٿر(Arthur)[3] ۽ رولنڊ (Roland)[4] ديومالائي شخصيتون هيا. سورمائي(شِوَلري) واري خوبي اسڪئنڊي نيويا (Scandinavia) جي جهنگلن يا جرمني جي گهاٽن ٻيلن جي پيداوار ڪونہ هئي، نبوت وانگر سورمائي(شِوَلري) بہ ريگستان جي

---

[1] فرانس جو پاڪ سيرت بهادر ۽ جنگجو(1524ـ1473ع).اردو مترجم.

[2] دنيا جو هڪڙو مشهور ڪردار جيڪو عورتن جو حامي ۽ محافظ هيو.(اردو مترجم)

[3] انگلستان جو تاريخي يا افسانوي بادشاه جيڪو پنهنجي گول ميز (يعني بهادرن جي حلقي) سان گڏ بهادري ۽ نيڪي جي ڪارنامن لاءِ مشهور آهي.(اردو مترجم)

[4] فرانس جي حماسہ "شانسان و رولان"(رولان جو گيت) جو هيرو جيڪو قوت، شجاعت ۽ نيڪي ۾ مشهور هيو.(اردو مترجم)

پيداوار هئي. ريگستان مان ئي حضرت موسيٰ عليہ السلام، حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جلوه گر ٿيا، ۽ ريگستان مان ئي حضرت عنتره رضي الله تعاليٰ عنہ، حضرت حمزه رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت علي عليہ السلام پيدا ٿيا.

ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهندڙ عربن جن شامين، پارسين، ۽ رومين جي اخلاقي ڪمزورين کي اپنايو هيو جيئن اسان اڳيئي ٻڌائي چڪا آهيون، انهن وٽ عورتن جي حالت نهايت پسماندگي واري ۽ خراب هئي. البت ڪجھ بدوين منجھ عورتن کي گهٽي آزادي حاصل هئي ۽ اهي پنهنجن قبيلن جي مقدرن مٿان گهڻو اثررسوخ رکندڙ هيون. پيرن (Perron) چوي ٿو "اهي يوناني عورتن وانگر بري حال واري مخلوق ڪونہ هيون." اهي مردن سان لڙائي وڙهڻ لاءِ گڏ وينديون هيون ۽ انهن کي سورهيائي جو مظاهرو ڪرڻ لاءِ همٿائينديون هيون: ارڏا سپاهي پيڻ، زال يا عورت جي پيار جا گيت ڳائيندا ويڙھ ۾ ڪاهي پوندا هيا. سندن سرفروشي جو وڏو انعام انهن عورتن طرفان سندن بهادري جي باري ۾ ٿيندڙ ساراه هئي. پاڪدامني عورتن جو زيور جڏهن تہ دليري ۽ فراخ دلي مردن جا اوچا گڻ هيا. قبيلي جي ڪنهن عورت جي بي عزتي جزيري جي هڪڙي ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين ريگستاني قبيلن کي باه جي شعلن وانگر پڙڪائي ڇڏيندي هئي. "ناپاڪ لڙايون"(حرب الفجار) جيڪي چاليهن سالن تائين جاري رهيون ۽ جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ختم ڪرايون هيون، انهن جي شروع ٿيڻ جو بنيادي سبب عڪاظ جي ميلي ۾ هڪڙي نوجوان ڇوڪري کي بي عزت ڪرڻ جي ڪري هيو.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم وقت بہ وقت واقع ٿيڻ واري انهي جذباتي دستور کي مستقل مذهبي عقيدي جي صورت بخشي ۽ عورتن جي احترام کي پنهنجين هدايتن ذريعي مستقل شڪل ڏنائون. ڪيترين هدايتن سان گڏ جيڪي ان زماني جي وحشي ۽ سرداري معاشري جي سادگي جي نشاندهي ڪن ٿيون، اڳين معلمن (مبلغن) جي تعليمات جي ڀيٽ ۾ سندن هدايتن ۾ عورت لاءِ وڏيڪ مردانگي وارو جذبو ڦوڪيل آهي. اسلام بہ عيسائيت وانگر مختلف فردن سان ۽ مختلف زمانن ۾ بدلجندڙ لاڙو رکندڙ آهي پرعام طور تي

ڪنهن بئي مذهب يا سماجي دستور جي مقابلي ۾ حقي سورمائي واري خوبي حقيقي اسلام ۾ وڌيڪ لڳاءُ سان شامل ٿيل آهي.

اسلام جو هيرو حلف الفضول جي باني جو سچو پوئلڳ (حضرت علي عليہ السلام). ستايل ۽ ڪمزورسان ٿيل زيادتي جو تدارڪ ڪرڻ لاءِ هر وقت ائين تيار هوندو هيو جيئن الله تعاليٰ جي دشمنن سان تلوار ۽ نيزي ذريعي جهاد ڪرڻ لاءِ تيار هوندو هيو. چاهي عراق جي ميدان ۾ هجي يا ڳوٺ جي ويجهو ڪڏهن بہ ائين ڪونہ ٿيوتہ مشڪلات ۾ قاتل جي دانهن ٻڌي، زره پاتل غازيءَ مجبور ۽ مصيبت زده جي مدد ڪرڻ لاءِ پهچڻ کان ڪيبايو هجي. سندس ڪارنامن داستانن جي صورت ۾ لڙائي جي ميدان کان محلات تائين پهچي، ايندڙ زمانن جي نسلن کي بهادري جا سبق سيکاريا. وقت جو هڪڙو بيو خليفو پنهنجي شاهي دعوت خاني جي دسترخوان تي ويٺو آهي تہ ان کي اهو ٻڌايو ٿو وڃي تہ رومين هٿاران پڪڙي قيد ڪيل هڪڙي عرب ڇوڪري دانهن ڪئي آهي. "عبدالملڪ منهنجي مدد لاءِ ڇو ڪونہ ٿو اچي؟" پنهنجو اڌ پيتل پيالو هيٺ رکي ڇڏي ٿو ۽ عهد ٿو ڪري تہ جيستائين اهو ان نوجوان ڇوڪري کي قيد مان آزاد نٿو ڪرائي ايستائين سندس چپ پاڻي يا شربت ڪونہ چکيندا. اهو هڪدم پنهنجن لشڪري جٿن کي رومي ڪميٽن مٿان چاڙهي وڃي ٿو ۽ فقط ان وقت جڏهن ان ڇوڪري کي آزادي حاصل ٿئي ٿي تڏهن اهو پنهنجي قسم کان آجو ٿئي ٿو. هڪڙي مغل بادشاهہ پنهنجن ارڏن دشمنن کان جان بچائي ڪنهن اجهي جي تلاش ۾ پنهنجي سرحد ڏانهن وڃي رهيو آهي تہ ان کي هڪڙي ڌارئي مذهب جي راڻي جو ڪنگڻ پهچايو ٿو وڃي جيڪا ان ڳالهہ جي نشاني آهي تہ اها راڻي ان مغل بادشاهہ جي ڀيڻ سڏيل آهي ۽ پاءُ کي مدد لاءِ سڏي رهي آهي، ان جي جواب ۾ اهو پنهنجون سڀ مصيبتون ۽ مصروفيتون وساري موٽي پوي ٿو ان جي دشمنن کي شڪست ڏئي ٿو ۽ ان کان پوءِ پنهنجو پنڌ وٺي ٿو.[1]

---

[1] شهنشاهہ همايون جڏهن پنهنجن افغان دشمنن کان جان بچائي ڪابل ڏانهن وڃي رهيو هيوتہ مسافري دوران ان کي رستي ۾ جوڌپور جي راڻي طرفان موڪليل هڪڙو ڪنگڻ مليو ۽ اهو هڪدم ان جي مدد لاءِ هليو آيو. مون مسلمانن جي بهادري جا بہ واقعا بيان ڪيا آهن پر سوين مثال پيش ڪري سگهجن ٿا.

اولسنر(Oelsner) حضرت عنتره رضي الله تعاليٰ عنہ کي ”شِوَلري“ يعني ”مردانگي“ جو ابو سڏي ٿو. حضرت علي عليہ السلام مڙسي جو شاندار مثال هيا يعني شجاعت جو بهادري جو درياهہ دلي جو مجسمو پاڪدامن. نماڻو ۽ عالم ”بي ڊپو ۽ بي داغ.“ ان دنيا ۾ ڪردار جي بهادرانہ شان وشوڪت جو شاندار مثال قائم ڪيو. سندس سيرت جيڪا سيرتِ نبوي جو خالص عڪس هئي، اسلامي دنيا تي پنهنجي ڇاپ ڇڏي ۽ ايندڙ زمانن جي زندگي جو روح ٿي وئي. صليبي لڙاين ظالم يورپين کي اسلامي مشرق جي تهذيب سان لهہ وچڙ ۾ آندو ۽ مسلمانن جي شان وشوڪت ۽ سڌارن کي ڏسي ان جون اکيون کلي ويون. پر جنهن ڳالهہ خاص طور تي يورپ کي ”شِوَلري“ يعني مردانگي سان آشنا ڪرايو اها اسلامي اندلس جو اهو اثر هيو جيڪو ان جي پاڙيسري عيسائي علائقن تي پيو. درباري شاعر ۽ ڏکڻ فرانس جا داستان گو ۽ جرمني جا رومانوي گيتڪار جن لڙاين ۾ شجاعت ۽ غيرت جا گيت ڳايا، اهي قرطبہ (Corodova)، غرناطہ (Granada) ۽ ملاگا (Malaga) جي رومانس نويس شاعرن جا سڌا پوئلڳ هيا. پيٽرارڪ (Petrarch)،[1] ۽ بوڪاشو (Boccacio)،[2] تاسو (Tasso)[3] ۽ چاسر(Chacer)[4] پڻ اسلامي سرچشمي مان فيض حاصل ڪيو. پر يورپ جي وحشي ڪتڪن جي بي ماناٺين عادتن ۽ گندين سوچن سورمائي(شولري) واري خالص خوبي کي بڇرائي ۽ غلاضت سان آلودو ڪري ڇڏيو.

اسلام جي اوائلي صدين ۾ مشرق ۾ اسلامي حڪومت جي خاتمي تائين عورتن کي اهڙي مٿيرائپ واري حيثيت حاصل ٿيل هئي جيئن جديد معاشري ۾ آهي. هارون الرشيد جي زال زبيده ان زماني جي

---

[1] اطالوي شاعر (1374 ـ 1304ع)، اردو مترجم.

[2] اطالوي افسانہ نويس (1375 ـ 1313ع)، اردو مترجم.

[3] اطالوي حماسہ نويس (1595 ـ 1544ع)، اردو مترجم.

[4] انگريز شاعر (1400 ـ 1340ع)، اردو مترجم.

تاريخ ۾ غير معمولي ڪردار ادا ڪيو ۽ پنهنجي پاڪدامني ڪري ۽ گڏوگڏ پنهنجين ڪاميابين ڪري ايندڙ نسل لاءِ هڪڙو قابل احترام نالو ڇڏي ويئي. فرخ نالي مديني جي هڪڙي شهري جي زال حميده ڪيترن سالن تائين، پنهنجي مڙس جي غيرحاضري ۾، جيڪو ويهن سالن تائين جنگي مهمن ۾ مصروف هيو پنهنجي معصوم ٻار جي اڪيلي سر سنڀال ۽ تربيت ڪيائين ۽ ان کي تعليم ڏياري وقت جي نهايت مشهور فقيهن جي صف ۾ داخل ڪيائين.[1] امام حسين عليہ السلام[2] جي نياڻي ۽ حضرت علي عليہ السلام جي پوٽي حضرت سڪينہ رضي الله تعاليٰ عنها پنهنجي زماني جي عورتن کان گهڻو پارسا، نهايت گهڻي ذهين، ۽ وڏي سمجهدار هئي. پيرن (Perron) ان جي شان ۾ هيئن چوي ٿو "پنهنجي زماني جي عورتن جي عورت (خاتونِ خواتين)، سڀني کان سهڻي، سڀني کان سٻاجهي طبيعت واري، سڀني کان وڌيڪ سٺين خصلتن واري هئي." هوءَ پاڻ ڪا معمولي ڏاهي ڪونہ هئي، ان عالم ۾ الله لوڪ ماڻهن جي گفتگو مان ڏات حاصل ڪئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي جون عورتون پنهنجي علم، پنهنجين پاڪدامنين، ۽ پنهنجي ڪردار جي سگهہ ڪري نمايان هيون. خليفي مامون الرشيد جي زال بوران، مامون جي ڀيڻ ام الفضل جنهن جي حضرت علي عليہ السلام جي گهراڻي جي اٺين امام سان شادي ٿي، ۽ مامون جي ڌي ام الحبيب، سيئي پنهنجي علمي ڏاهپ ڪري مشهور هيون. پنجين هجري صدي ۾ شيخہ شهده جنهن جو فخرالنساء لقب هيو بغداد جي جامع مسجد ۾ عوامي ميڙاڪن جي وڏين مجلسن کي ادبيات، خطابت ۽ تحرير جي فن ۽ شاعري جي باري ۾ خطاب ڪندي هئي. اسلامي تاريخ ۾ ان کي نهايت وڏن مشهور عالمن سان براري واري حيثيت جو درجو مليل آهي. جيڪڏهن اها سينٽ

---

[1] فرخ 27 سالن تائين گهر کان پري خراسان ۾ لڙاين ۾ مصروف هيو. ان جي پٽ جو نالو ربيعتہ الري هيو.

[2] امام حسين عليہ السلام جي فارس جي آخري ساساني بادشاهہ يزدگرد جي هڪڙي نياڻي سان شادي ٿيل هئي.

سائرل (St. Cyril) جي مذهب وارن منجهه هجي ها تہ ان جو حشر ڪهڙو ٿئي ها. اهڙي ڳالهه جو اندازو هائي پيشا (Hypatia) جي قسمت مان لڳائي سگهجي ٿو. ممڪن آهي تہ جذباتي عيسائي ان ڪي چيري ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا نہ ڪن ها پر يقيني طور ان کي هڪڙي جادوگرياڻي وانگر جيئرو باهہ ۾ ساڙيو وڃي ها. ذات الهيما, يعني "شينهن جي دل واري", جنهن جي نالي کي بگاڙي ذمہ (Zemma) سڏيو ويندو آهي, ڪيترين لڙاين جي هيروئن هئي ۽ وڏن بهادر جوڌن سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي وڙهندي هئي.[1]

عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان عورتن جي معاملي ۾ آندل سڌارن کي سيني غيرجانبدار ليکڪن طرفان ساراهيو ويو آهي, توڙي جو تعصب جي بنياد تي اختلاف ڪندڙن جي اجا تائين ائين چوڻ جي عادت آهي تہ اسلامي سرشتي عورتن جي حيثيت کي گهٽائي ڇڏيو. ائين چوڻ سان عظيم رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي ان کان وڏيڪ ڪوڙ جي تهمت ڪونہ لڳائي وئي آهي. هڪڙي قديم تر تهذيب جي ورثي سان عمل پيرا ترقي جي واڌاري وارين اوٽويهہ صدين, نهايت مددگار نسلي ۽ موسمي حالتن هيٺ عيسائيت جي اڪثر ملڪن ۾ عورت کي مرد جي مقابلي ۾ مٿانهين سماجي سطح تي رکڻ جولاڙو رکيو آهي. طور طريقي جي هڪڙي اهڙي ضابطي جو بنيادرکيو آهي, جيڪوگهٽ ۾ گهٽ ظاهري طور عورت جي مٿانهين سماجي احترام واري حق کي تسليم ڪري ٿو. پرعيسائين جي نهايت ترقي يافتہ برادرين ۾ بہ عورتن جي قانوني حيثيت ڪهڙي آهي؟ ماضي قريب تائين انگلستان ۾ بہ ڪنهن پرڻيل عورت کي پنهنجي مڙس وانگر خود مختياري جو ڪو بہ حق حاصل ڪونہ هيو. جيڪڏهن مسلمان عورت ايندڙ سَوَ سالن ۾ پنهنجي يوربي ڀيڻ جي برابر سماجي حيثيت حاصل نہ ڪئي تہ اسلامي نظام خلاف جوشيليون تقريرون حق

---

[1] اسلام ۾ جيڪي وڏي شان واريون عورتون ٿي گذريون آهن انهن جي مڪمل تفصيل لاءِ ڏسو "نائنٽينٿ سينچري"(Nineteenth Century) رسالي جي مئي 1899 واري پرچي ۾ ڇپيل مقالو ۽ اسلام جي مختصر تاريخ "شارٽ هسٽري آف ساراشينس" نالي ڪتاب.

بجانب هونديون. پر جنهن معلم اهڙي زماني ۾ جڏهن ڪنهن به ملڪ، ڪنهن به نظام، ڪنهن به جماعت، ڪنهن به عورت کي چاهي ڪنواري هجي يا پرڻيل، ماءُ هجي يا زال، ڪوبه حق ڪونه ٿي ڏنو جنهن اهڙي ملڪ ۾ جتي نياڻي جي ڄمڻ کي نياڳ سمجهيو ويندو هيو عورتن کي اهڙا حق ڏنا جيڪي ويهين صدي ۾ تهذيب يافته قومون به انهن کي فقط بي دلي سان ۽ دٻاءَ هيٺ ڏئي رهيون آهن، اهي معلم(رسول الله) انساني لڏي طرفان ٿورو مڃڻ جا حقدار آهن. جيڪڏهن حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم گهٽ ڪجھ نه ڪيو هجي ها ته به ڪين انسانذات جي سهائتا ڪندڙ (محسنِ انسانيت) چورائڻ جو غيرتڪراري حق هجي ها. فقه جي ڪتابن ۾ لکيل قانونن کي جيئن اهي ڪتابن ۾ موجود آهن اج به ائين قبول ڪيو وڃي ته مسلمان عورتن جي قانوني حيثيت يورپي عورتن واري حيثيت کان گهٽ بهتر ٿي ويندي، اسان انهيءَ موضوع تي هڪڙي ہي جاء تي چڱي نموني سان بحث ڪيو آهي. اسان هتي عورتن سان واسطو رکندڙ اسلامي ضابطن جي شقن تي غور ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪجھ به ڪونه ڪنداسين. جيستائين اها غير شادي شده آهي ته والدين جي پاڇي هيٺ رهندي آهي، ۽ جيستائين اها پنهنجي بلوغت کي نٿي پهچي ته اها ڪنهن نه ڪنهن حد تائين پيءُ يا ان جي نمائندي جي اختيار هيٺ هوندي آهي. ليڪن جيئن ئي اها بلوغت جي عمر کي پهچي ٿي ته شريعت ان کي اهي سڀ حق ڏياري ٿي جيڪي هڪڙي خودمختيار انسان جي حيثيت ۾ ان جا پيدائشي حق آهن. اها ٻنهنجن ڀائرن سان گڏ پنهنجي والدين جي وراثت ۾ حصو ونڻ جي حقدار آهي، توڙي جو ڀاڱي جو مقدار مختلف آهي، جيڪو تفاوت ڀاءُ ۽ ڀيڻ جي مائٽاڻي حيثيت تي رکيل آهي. جيڪا عورت آزاد ۽ خودمختيار، عاقل ۽ بالغ آهي ان کي سندس واضح رضامندي کان سواءِ ڪنهن به صورت ۾ پرڻائي نٿو سگهجي، "حڪمران طرفان به نه".[1] شاديءَ کانپوءِ اها پنهنجي انفرادي حيثيت به

[1] مسلمان فقيهن طرفان انهن قانونن جاري ڪرڻ جي صدين کان پوءِ تائين به عيسائي حڪمران ۽ سردار عورتن کي زبردستي پنهنجن نوڪرن چاڪرن سان شادي ڪرائڻ جا عادي هيا.

ڪونہ ٿي وڃائي، بلڪ معاشري ۾ ان جي الڳ ميمبر هجڻ واري حيثيت بہ ختم ڪونہ ٿي ٿئي.

ازدواجي حيثيت کان اڳواٽ مڙس طرفان زال کي حق مهر ڏيڻ هڪڙو لازمي شرط آهي، ۽ ان طرفان حق مهر ڏيڻ جي ناڪامي تي شريعت ان زال جي سماجي حيثيت مطابق حق مهر مقرر ڪندي آهي. اسلامي طريقي وارو نڪاح هڪڙو معاشرتي دستور آهي، ملان جو هجڻ ضروري ڪونہ آهي، ڪا بہ وڏي تقريب ملهائڻ بہ ضروري ڪونہ آهي. شادي وارو بندڻ مڙس کي عورت جي ذات مٿان ۽ ان جي سامان ۽ ملڪيت مٿان شريعت طرفان واضح ڪيل حد کان وڌيڪ ڪوبہ اختيار ڪونہ ٿو ڏئي، ان جا ماءُ هجڻ وارا جيڪي حق آهن اهي پنهنجي ميڄتا لاءِ قاضين جي من ماني وارن راين مٿان ڪونہ ٿا ياڙين. فضول خرچ مڙس کي حق ڪونہ آهي تہ زال جي ذاتي محنت سان حاصل ڪيل ڪمائي کي ضايع ڪري، نہ وري ڪنهن ظالم مڙس کي حق آهي تہ زال سان بي پرواهي واروخراب سلوڪ ڪري. جيڪڏهن آزاد ۽ خودمختيار، عاقل ۽ بالغ آهي تہ عورت سيني معاملن ۾ جيڪي ان جي ذات سان يا ان جي پنهنجي انفرادي حق ۾ آيل سندس ملڪيت سان واسطو رکندڙ آهن، پيءُ يا مڙس جي مداخلت کان سواءِ قدم کڻي سگهي ٿي. اها پنهنجن قرضين خلاف ڪنهن مائٽ کي ساٿي بنائڻ يا پنهنجي مڙس جي نالي جي واسطي کان سواءِ ڪليل ڪورٽن ۾ پاڻ دعوا داخل ڪري سگهي ٿي. جڏهن اها پيءُ جو گهر ڇڏي مڙس جي گهر ۾ اچي ٿي تہ ان کان پوءِ بہ ان کي اهي سمورا حق استعمال ڪرڻ جو اختيار هوندو آهي جيڪي حق شريعت انسانن کي ڏنا آهن. اهي سموريون خصوصي رعايتون جيڪي ان کي عورت ۽ زال هجڻ جي حيثيت ۾ مليل آهن اهي معاشري جي رسم و رواج طور رعايتي نہ پر شريعت جي ڪتاب ۾ موجود اصل متن ذريعي مقرر ٿيل آهن. مجموعي طور تي ڏسجي تہ سندس رتبو ڪيترين يورپي عورتن

واري رتبي جي مقابلي ۾ گهٽ فائدي وارو ڪونہ آهي، بلڪ ڪيترن معاملن ۾ ان کي حتمي طور تي ستي حيثيت حاصل آهي. انهيءَ جي باوجود جيڪڏهن ان جي حالت عام طور تي پنتي پيل آهي تہ ان جو سبب اسلامي قانونن ۾ ڪنهن خاص حصي جي ڪمزوري نہ پر اسلامي برادرين منجهہ تهذيب ۽ شائستگي جي کوٽ آهي.

## باب ڇهون

# ٻانهپ (غلامي)

”جيستائين توهان جي غلامن جو تعلق آهي، انهن کي اهو کاڌو کارايو جيڪو توهان پاڻ کائيندا آهيو ۽ اهڙا ڪپڙا پارايو جهڙا توهان پاڻ پائيندا آهيو.“ (رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد.)

ٻانهپ کي ڪجھ خاصيتن جي ڪري بجاطور گھٽين شادين ڪرڻ واري رواج سان ڀيٽيو ويو آهي. گھٽين شادين ڪرڻ واري رواج وانگر اها رسم بہ سمورين قومن منجھ موجود رهي آهي ۽ انساني سوچ جي سڌاري ۽ انسانذات منجھ انصاف جي احساس جي واڌ سان اها رسم ختم ٿيندي وئي آهي. گھٽين شادين ڪرڻ واري رواج وانگر اها رسم بہ جوش ۽ غرور جي فطري پيداوار هئي. تنهنڪري انفرادي ۽ اجتمائي ترقي جي طئي ٿيل مرحلن ۾ مضبوطي سان نشانبر هئي. پر گھٽين شادين ڪرڻ واري رواج جي برخلاف غلامي پنهنجي ابتدا کان ذاتي ناانصافي واري لعنت ۾ مبتلا هئي.

شروعاتي مرحلن ۾ خلق جڏهن انسانن جون هڪٻئي لاءِ ذميوارين ۽ حقن جي مڪمل آگاهي کان با شعور ڪونہ هوندي آهي؛ جڏهن قانون اڪثريت جي مٿان هڪڙي جا يا چند شخصن جا حڪم هوندا آهن، جڏهن ڏاڍي جي مرضي زندگي جو قانون ۽ انتظام لاءِ رهنما هدايت هوندي آهي، تہ پوءِ ان وقت انساني نسل منجھ فطرتي طور پيدا ٿيل سماجي، جسماني يا ذهني اڻ برابري اڻ مٽ نموني سان ٻانهپ (غلامي) جو روپ ڌاريندي آهي، ۽ نتيجي ۾ اهڙو نظام وجود ۾ اچي ويندو آهي جيڪو ڏاڍي کي هيٺي مٿان مڪمل اختيار ڏيندو آهي.[1] ڏاڍي جي اڳيان هيٺي طرفان انهي مڪمل تابعداري انسان مٿان ٿاڦيل ان روايتي ڦتڪار کان جان ڇڏائڻ لاءِ ڏاڍي جي مدد ڪئي آهي، جيڪا انجيل ۾ آيل آهي ”جيستائين تون مٽي ۾ وڃي ملين ايستائين توکي

---

[1] ڀيٽ ڪرڻ لاءِ ڏسو L'Influence des Croisades Sur, L'Etat dest Peuples de L'Europe By Maxime de Choiseul D' Aillecourt, Paris, 1809.

پيشاني جو پگھر وھائي روزي ڪمائڻي آھي.“ ۽ ائين انھي بھاني سان انھن کي جيڪا فرصت ملي، اھا فرصت وٽندڙ مشغلن ۾ صرف ڪن. قديم آئين (”اينشنٽ لا“ Ancient Law) جو ليکڪ چوي ٿو ”ڪنھن ماڻھوءَ طرفان پنھنجي خوشي ۽ سھوليت جو خيال رکڻ لاءِ ڪنھن ٻئي شخص جي جسماني طاقت کي ذريعي طور استعمال ڪرڻ جي سولي سادي خواھش ئي بنا شڪ جي غلامي جو بنياد آھي ۽ اھا خواھش ايتري پراڻي آھي جيتري انساني فطرت پراڻي آھي.“[1]

غلامي جي ريت انساني لڏي جي ھم عمر آھي. تاريخي اعتبار کان ان جا اھڃاڻ ھر زماني ۽ ھر قوم ۾ ڏسڻ ۾ ايندڙ آھن. لڙ جو ٻج تڏھن پيو جڏھن انساني معاشرو وحشت واري مرحلي ۾ ھيو ۽ اھو رواج ان وقت بہ پلجندو ۽ وڌندو رھيو جڏھن مادي تھذيب جي ترقي ان جي ضرورت کي ختم ڪري ڇڏيو.

يھودي، يوناني، رومي ۽ قديم جرمن(الماني)[2] قومن، جن جي قانوني ۽ سماجي رواجن جديد زماني جي رسم، رَوِيَن ۽ ريتن کي گھڻو متاثر ڪيو آھي، ٻنھي قسمن جي غلامي تي عمل ڪيو ٿي ۽ ان کي تسليم ڪيو ٿي، يعني پوکي راھي ڪندڙ غلام ۽ گھريلو ڪم ڪار ڪندڙ غلام.

عبرانين منجھہ ھڪڙي قوم (ملت) جي حيثيت ۾ وجود ۾ اچڻ جي شروعات کان ئي ٻن نمونن جي غلامي رائج ھئي. اھڙا اسرائيلي جيڪي قرض جي ادائگي جي بدلي ۾ يا ڪنھن ڏوھ جي سزا ۾ غلام ٿيندا ھيا، انھن کي غيراسرائيلي نسل جي غلامن جي مقابلي ۾ چڱي حالت حاصل ھوندي ھئي. قانون مطابق اھو اسرائيلي غلام ڇھن سالن جي خدمت کان پوءِ آزاد ٿي ويندو ھيو. البت ان کي اھو اختيار ھوندو ھيوتہ ان حق مان فائدو حاصل ڪري يا انڪار ڪري. پر ڌاريا غلام چاھي انھن ماڻھن مان ھجن جن کي اسرائيلين لڙائي جي ڪنھن ظالمانہ طريقي ذريعي غلامي جي زنجير ۾ جڪڙي مجبور ڪيو ھوندو

---

[1] ڏسو ميني (Maine) جو”اينشنٽ لا“ (Ancient Law)، صفحو 104.

[2] قيصر(سيزرCaeser) جو ڊي بيل گال لب (De Bell. Gall Lib vi)، تيسيٽس (Tacitus) جو ”ڊي موريبس جرمن“ (De Moribus German, cap, 24,25) ۽ پوٿيئر (Pothier) جو ”ڊي اسٽيٽ سرور اپيڊ جرمن( De Stat. Servor, apud Germ, Lib i). اھي سڀ جرمن غلامي جي سختي تي شاھد آھن.

هيو يا اهي جن کي خريداري ذريعي حاصل ڪيو ويندو هيو يا دوکيبازي وارن حملن ذريعي قبضي ۾ ڪيو ويندو هيو. ڪنهن بہ صورت ۾ آزادي حاصل ڪرڻ جي حق کان محروم هوندا هيا. اهو امتياز يهودين جي خصوصي علحدگي پسندي ۽ قومي جانبداري واري جذبي جو نتيجو هيو.[1] چاهي اهي زمين ۾ ڪم ڪندڙ زرعي غلام هجن يا گهر ۾ ڪم ڪندڙ ٻانها. انهن سان نفرت ڪئي ويندي هئي، انهن کي حقير سمجهيو ويندو هيو ۽ اهي پنهنجن ظالم مالڪن جي خدمت ۾ دائمي بيگار واري زندگي گذاريندا هيا. انهن ٻانهن ۽ ٻانهين جو نصيب نسورين تڪليفن مان هڪ هيو.

عيسائيت نہ هڪڙي معاشرتي ۽ نہ هڪڙي مذهبي نظام جي حيثيت سان غلامي جي خلاف ڪو احتجاج جو آواز بلند ڪيو. نہ وري ان کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪو قانون لاڳو ڪيائين. انهي خرابي کي گهٽائڻ لاءِ ڪو اصول بہ ذهن نشين ڪونہ ڪرايائين. غلامن طرفان نافرماني بابت چند جملن[2] ۽ مالڪن کي سندن غلامن کي انهن جا حق ڏيڻ لاءِ ڪيل عام نصيحت کان سواءِ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي تعليمات ۾، جيئن عيسائي روايتن ۾ منظر ڪشي ٿيل آهي، ٻانهپ خلاف ڪا بہ ناپسنديدگي شامل ٿيل ڪونہ آهي. ان جي برخلاف عيسائيت غلامن ۽ ٻانهين کي پنهنجي مالڪ يا مالڪياڻي جي مرضي آڏو مڪمل فرمانبرداري ڪرڻ جي تلقين ڪئي. ان غلامي کي سلطنت جو تسليم ٿيل رواج ٻڌايو. ان انهي جي هاڃيڪار پهلو کي گهٽائڻ، يا ان کي هوريان هوريان ترڪ ڪرڻ لاءِ آماده ڪرڻ يا غلامن جي حالت کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪرڻ جي بجاءِ، ان دستور کي پنهنجو ڪري ڇڏيو. ملڪي قانونن موجب غلام بس هڪ هٿ کان ٻئي هٿ ۾ منتقل ٿيڻ جهڙي ملڪيت هيا. عيسائي اقتدار اندر بہ انهن جي حالت ائين رهي. رومين منجهہ غلامي تمام گهڻو اوائلي وقتن کان هلندي پئي آئي. غلامن کي، جيڪي چاهي ڏيهين جو اولاد هيا يا ڌارين جو اولاد هيا. آيا لڙائي ذريعي يا خريد ڪري حاصل ڪيل هيا، منقولہ ملڪيت وانگر سمجهيو ويندو هيو. انهن جي مالڪن کي انهن مٿان انهن جي زندگي ۽

---

[1] احبار باب 25 (Lev. xxv,44_45).

[2] نئون عهد نامو تيمتيس اول، باب چوٿون (1Tim, iv,1_2).

موت جو اختيار حاصل هيو. بهرحال، اها درجي بدرجي آندل ترقي جنهن پارهن ڦرهين (The Twelve tables) جي آڳاٽن قانونن کي هيڊرين (Hadrain) واري جامع ضابطي جي حيثيت ڏياري هئي، غلامن جي حالت ۾ ڪجهه سڌارو اچي ويو. ليڪن انهن تبديلين جي باوجود، جيڪي رومي بادشاهن جي ڏاهپ يا ماڻهپ پراڻن قانونن ۾ داخل ڪيون هيون، غلام جي ذات (وجود) مڪمل طور مالڪ جي مرضي جي تابع هئي. سلطنت جي هر امير ماڻهوءَ وٽ هزارين غلام هوندا هيا. جن کي نهايت معمولي غلطين جي ڳالهين تي بہ ڪوڙا هنيا ويندا هيا يا ايذاء ڏنا ويندا هيا.

يورپ منجهہ انسانن کي جيڪا صرف خريدوفروخت ٿيڻ واري شئي جي حيثيت حاصل هئي، عيسائيت جي اچڻ ڪري ان ۾ ڪا تبديلي آئي تہ اها صرف ڪليسائي منصب داري جي دائري اندر آئي. هڪڙو غلام، جيڪڏهن ٽن سالن اندر ان جي مالڪي جي ڪو دعوا نہ ڪري تہ راهبيت اختيار ڪرڻ سان آزاد ٿي سگهندو هيو.[1] پر ٻين معاملن ۾ غلامي ايتري انداز ۾ ۽ اهڙن مختلف نمونن ۾ وڌندي ويجهندي رهي جيئن مشرڪن جي دور ۾ هيو. هڪڙي عيسائي بادشاهہ جي حڪمراني ۾ جن قانونن کي ترتيب ملي، ان اعلان ڪيو تہ غلامي قدرت جي قانون جو هڪڙو دستور آهي؛ ۽ رومي قانون غلامن جي سندن ڏنڊن مطابق قيمت مقرر ڪئي، جنهن جي مطلب لاءِ انهن کي حاصل ڪيو ويندو هيو. غلام ۽ پاڻهي جي وچ ۾ شادين کي ناجائز سمجهيو ويندو هيو ۽ غلام ۽ آزاد جي وچ ۾ شادين جي يعني غلام مرد جي آزاد عورت سان يا آزاد مرد جي غلام عورت سان شادي، بلڪل سختي سان منع ٿيل هئي، ۽ ائين ڪرڻ جي صورت ۾ سخت سزائن جو حقدار سمجهيا ويندا هيا.[2] فطري نتيجو اهو ٿيو تہ پاڻهين کي سنگتياڻيون ڪري ويهارڻ جو رواج

---

[1] ڏسو ملمن جو ڪتاب "لئٽن ڪرسچئنٽي،" جلد پهريون.

[2] سزائن مان هڪڙي سزا اها هئي تہ جيڪڏهن ڪا آزاد عورت ڪنهن غلام مرد سان شادي ڪندي هئي تہ ان عورت کي ماري ڇڏيندا هيا ۽ غلام مرد کي جيئري باهہ ۾ وجهي ساڙي ڇڏيندا هيا. ملمن پنهنجي ڪتاب "لئٽن ڪرسچئنٽي" جلد ٻيو ۾ ان موضوع تي شاندار باب لکيو آهي، توڙي جو اهو معاني طلب هجڻ جي باوجود پڙهڻ جي قابل آهي.

عام ٿي ويو جنهن کي ڪليسا وارن بہ تسليم ڪيو ۽ ان جو عملي مظاهرو بہ ڪيو.[1]

قديم دنيا جي ڄاتل قانونن جي نهايت ترقي يافتہ سرشتي اندر غلامن جي اها حالت هئي. اهي قانون تيرهن صدين جي ڏاهپ جو ثمر (آئينہ دار) هيا. ۽ پنهنجي ترقي جي آخري دور ۾ دنيا جي نهايت وڏن اخلاقي سرواڻن منجهان هڪڙي جي تعليمات جا ڪجھ اڻ ڇٽا نقش بہ ان تي ڇٽجي ويا هيا.

رومي سلطنت جي کنڊرات تي جڏهن اولهندي ۽ اترين بربرن جي حڪومت قائم ٿي تہ ذاتي (انفرادي) غلامي کان علاوه، علائقائي غلامي بہ جنهن کان رومي اڻ واقف هيا. سمورين نين آبادين ۾ عام ٿي وئي. امير مالڪن کي سندن زمينون کيڙيندڙ ٻانهن ۽ غلامن مٿان جيڪي اختيار حاصل هيا، اهي اخلاقي پسماندگي ۽ تذليل جو نفرت انگيز نقشو پيش ڪندا هيا.[2] رومي ضابطن وانگر بربرن جا ضابطا بہ غلامي کي انسانذات جي هڪڙي عام رواجي حالت تصور ڪندا هيا; ۽ جيڪڏهن غلام کي ڪو تحفظ حاصل هيو تہ اهو گهٽو ڪري سندس مالڪ جي ملڪيت جي حيثيت وارو هيو جيڪو حڪومت کان علاوه ان غلام جي زندگي ۽ موت جو اڪيلو مختيار هوندو هيو.

عيسائيت غلامي کي ختم ڪرڻ يا ان جي خرابين کي سڌارڻ ۾ مڪمل طور ناڪام وئي هئي. خود چرچ ۾ بہ غلام رکيل هوندا هيا ۽ ڪليسا انهي خطرناڪ رواج کي ڇٽين وضاحتن ڪرڻ سان قانوني تسليم تي ڪيو. ان جي اثر رسوخ هيٺ يورپ جي اهم ترين شهرين بہ

---

[1] ڏسو ملمن جو ڪتاب "لئٽن ڪرسچئنٽي" جلد ٻيو صفحو 369 ۽ ڊيوڪئنج (Du Cange) جو ڪنڪيوبينا (Concubina).

[2] ڏسو ڊي چوزيئل (De Choiseul). ۽ انهيءَ موضوع تي تفصيل لاءِ ڏسو اسٽيفن (Stephen) جي ڪتاب "ڪمينٽريز آن دي لاز آف انگلنڊ" بوڪ نمبر 2 ياڳو پهريون جو باب ٻيو (Commentaries on the Laws of England). زمين جي مالڪ کي برطانيہ ۾ جيڪي قابل نفرت خصوصي حق حاصل هيا انهن مان هڪڙي جو نالو "ڪليج" (Culiage) هيو جنهن کي بعد ۾ ڏنڊ ۾ تبديل ڪيو ويو. جيئن ٺيڪ سمجهيو ويو آهي، ڪجھ انگريز ملڪن ۾ ايراضي جي وراثت جو جيڪو قانون آهي ۽ جنهن کي بورانگلش (Borough English) چوندا آهن ان جو بنياد انهي "ڪليج" واري رواج تي آهي.

غلامي جي حمايت ڪئي هئي ۽ اصرار ڪيو هيو تہ اها(غلامي) چوري ۽ معذوري جي روڪٿام لاءِ هڪڙو مفيد وسيلو آهي.[1] ان ساڳي اثر ڪري هيو جو اتر آمريڪا جي ڏاکڻين رياستن جي انتهائي مُهذب عيسائين انهن بدنصيب انسانن سان، جن کي انهن غلام بڻايو انتهائي ظالماڻين ۽ غيرانساني حرڪتن وارو سلوڪ تي ڪيو - ڪيترا تہ انهن جي پنهنجي نسل وارا هيا - ۽ غلامي جي لعنت کي قائم رکڻ لاءِ پنهنجي چوڏاري رت جا ريلا وهاياائون. جيڪڏهن ڪنهن شخص ۾ گهٽ حيثيت واري خاندان جي رت جو معمولي شڪ بہ ٿيندو هين، پوءِ ڀلي ان جو ڪو نشان ۽ ثبوت نہ هجي، تہ بہ اها ڳالھ بدنصيب انسان کي غلامي جي سمورين تڪليفن ڏيڻ جو بهانو ٿي ويندي هئي. سفيد فام عيسائي پنهنجي سياه فام غلام عورت مان ناجائز لاڳاپن ڪري پيدا ٿيل اولاد جو پيءُ هجڻ جي باوجود انهن کي اولاد تسليم ڪرائي ڪونہ سگهندو هيو. سفيد فام مرد ان سياه فام ٻانهي سان شادي ڪري ڪونہ سگهندو هيو. ان جي ناجائز ٻارن جي ماءُ کيٰ ۽ خود ٻارن کي بہ ان جي قانوني (سفيد فام) زال، غير واسطيدار هجڻ جي باوجود ڪنهن بہ وقت وڪڻي سگهندي هئي. عيسائيت پنهنجي نبي سڳوري جي انهن تعليمات جي جوهر کي تہ الله جي نظر ۾ سڀ انسان برابر آهن سمجهڻ ۾ ناڪام وئي هئي.

اسلام رنگ ۽ نسل جي ڪنهن بہ امتياز کي تسليم ڪونہ ٿو ڪري. ڪارو يا ڀورو، شهري يا واهڻي، حڪمران يا رعيتي، اسلام جي نظر ۾ اهي نہ صرف چوڻ جي حد تائين پر عملي طور پڻ مڪمل برابر آهن. ميدانِ جنگ ۾ يا مهمان خاني ۾، جهوپڙي ۾ يا محلات ۾، مسجد ۾ يا بازار ۾، هر جاءِ تي مسلمان بغير ڪنهن وڏائي ۽ بغير ڪنهن ڏڪار جي هڪٻئي سان ملندا آهن. اسلام جو پهريون بانگو نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ علہ وآلہ وسلم جو جانثار رفيق ۽ مانوارو اصحابي، هڪڙو حبشي غلام هيو. سفيد فام عيسائي لاءِ سندس سياه فام هم مذهب ٿي سگهي ٿو تہ آسماني بادشاهي ۾ ان سان برابر هجي تہ هجي باقي يقيني طور هن دنيا جي بادشاهي ۾ برابر ڪونہ آهي؛ شايد عيسيٰ عليہ السلام

---

[1] Pufendorif, Law of nature and Nations, bk, vi, c, 3,s.IO; Ulricus Huberus, Praelect Jur. Civ, I.i.tit. 4, s.6; Pothier, De Statu Servorum; and Grotius, De Jure Bell, I.ii,c.5,s.27.

جي راڄ ۾ هجي ته هجي، باقي مسيحيت جي راڄ ۾ بلڪل ڪونه آهي. ممڪن آهي قانون ان کي مجبور ڪري يا رت جي ريلن ۾ وهي آيل هڪڙو وسيع تر انسانيت جو تصور ان کي پنهنجي سياه فام ڀاءُ کي شهري حق ڏيڻ لاءِ مجبور ڪري، باقي رنگ ۽ نسل جو غرور ڪنهن به برابري جو اعتراف ڪونه ٿو ڪري. پيوته چڏيو پر خدا جي گهر(عبادت خاني) ۾ به مڪمل سنڌو رکيو ويندو آهي ۽ سفيد فام ۽ سياه فام هڪٻئي کان الڳ هوندا آهن.

اسلامي تعليمات غلامي جي رواج کي هڪڙي مصيبت سمجهيو جيڪڏهن پاڙيسري قومن منجهه ان جون پاڙون گهڻو مضبوط نه هجن ها ۽ انساني فطرت ۾ ڏنگائپ نه هجي ها ته جنهن پيڙهي وارن ۾ ان جو عملي رواج هيو انهن جي گذاري وڃڻ سان اهو رواج هڪدم مڪمل طور تي ختم ٿي وڃي ها.

اهو جائز طور تي چيو ويو آهي ته جيئن ته اسلامي قانونن، نظرين ۽ تعليمات جي نفاذ کي ويهن سالن جو عرصو لڳو انهيءَ ڪري قدرتي طور تي جهالت جي دور وارا ڪيترائي رواج جيڪي آخرڪار ختم ڪيا ويا، شروعات ۾ يا ته ماٺ ڪرڻ ڪري جاري رهيا يا واضح طور تي تسليم ڪيا ويا هيا.[1] انهن درجه بندين مان هڪ غلامي جو رواج به هيو. جنهن قوم منجهه حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پلجي وڏا ٿيا هيا، اها خرابي انهن جي ڳوڙهن لاڳاپن ۾ گهڻو ڳتيل هئي. ان جي نيڪالي صرف شفقت ۽ سياڻپ وارن قانونن جي مسلسل انتظام ذريعي آهستي آهستي حاصل ٿي پئي سگهي ۽ نه ڪي ان وقت موجود غلامن کي اوچتي ۽ مڪمل آزادي ڏيڻ سان، جيڪو اخلاقي طور ۽ معاشي طور ناممڪن هيو. انهيءَ ڪري درجي وار آزادي کي هٿي ڏيڻ ۽ ڪامياب ڪرڻ جي مطلب سان ڪيتريون ئي ڳالهيون، مثبت ۽ گڏوگڏ منفي، جاري رکيون ويون هيون. ورنه ڪابه ابتڙ حڪمت عملي نئين پيدا ٿيل جماعت جي مڪمل بربادي جو سبب ٿي وڃي ها.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم غلام کي خدا جي نالي ۾ آزاد ڪرڻ لاءِ پنهنجن اصحابن کي وري وري تلقين ڪندا رهيا. "انهيءَ جي مقابلي ۾ ٻيو ڪوبه عمل الله تعاليٰ وٽ وڌيڪ وڻندڙ عمل

---

[1] ڏسو تهذيب الاخلاق، 15 رجب 1288 جو پرچو صفحو 118.

ڪونہ آهي.“ پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم قانون لاڳو ڪيو تہ اگر ڪوئي شخص غلامن جي حقن ۾ غفلت ڪري تہ ان جي سزا اها هجي تہ غلامن کي آزاد ڪري ڇڏجي. پاڻ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو بہ حڪم ڏنو تہ غلام پنهنجي خدمتن جي مزدوري واري رقم جي عيوض آزادي خريد ڪري سگهندا. ۽ انهيءَ صورت ۾ جيڪڏهن ڪنهن بدنصيب غلام وٽ فديي جي رقم نہ هجي تہ انهيءَ مقصد لاءِ ڪنهن بہ جاءِ تي ملازمت مان ڪمائي ڪري فديي جي رقم ڏيڻ جو خواهشمند هوندو تہ ان جي مالڪ کي گهرجي تہ معاهدي ذريعي ان کي انهي ڳالهہ جي اجازت ڏئي.[1] پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو بندوبست بہ ڪيو تہ غلامن کي پنهنجي آزادي خريد ڪرڻ لاءِ بيت المال مان رقم ڏني وڃي. ڪجهہ حالتن ۾ اهو حڪم ٿيل هيو تہ مالڪ جي مداخلت کان سواءِ بلڪ ضروري هجي تہ ان جي مرضي جي خلاف بہ غلام کي آزاد ڪري ڇڏجي. ٺيڪي يا معاهدي کي بہ جنهن ۾ معمولي رقم جي تقاضا ٿيل هوندي هئي، غلام جي مفادن ۾ نهايت گهٽي فائدي طور ترتيب ڏنو ويندو هيو ۽ مالڪ جي طرفان زباني واعدو بہ آزادي جي مطلب لاءِ قابل عمل قرار ڏنل هوندو هيو. پاڻ ڪريمن ”مائٽ ۽ پاڙيسرين، گڏ سفر ڪرڻ وارن ۽ مسافرن“ جي حقن سان گڏ ساڳين لاڳاپن ۾ غلامن سان شفقت سان پيش اچڻ جي ذميواري لاڳو ڪئي. مفت جي حد تائين بہ غلام کي آزاد ڪرڻ لاءِ همٿاياٺون ۽ ان سان گڏو گڏ اهابہ هدايت ڪيائون ”الله تعاليٰ توهان کي جيڪا دولت ڏني آهي ان جو ڪجهہ حصو“ انهن کي سوکڙي طور ڏيو. مالڪن طرفان غلامن مٿان ٿيندڙ جنسي تشدد کان منع ڪرڻ فرماياٺون ۽ واعدو ياد ڏيارياٺون تہ زيادتي ٿيل تي الله تعاليٰ رحم ڪندو. ڪنهن مؤمن کي غلطي سان قتل ڪرڻ يا گناهن جي ڪجهہ قسمن جو ڪفارو غلام کي آزاد ڪرڻ هيو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات جو مطلب ۽ منشا اها هئي تہ غلامن کي دائمي خريد و فروخت واري شئي سمجهڻ يا ذات پات جي فرق کي ناممڪن بڻائي ڇڏجي. انگريزي طريقي ۾ ”سليوريSlavery“ يعني ”غلامي“ جو لفظ جنهن معنيٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو ان معنيٰ ۾ اسلامي شريعت موجب ان جو اطلاق ڪنهن شخص جي حيثيت تي نٿو ٿي سگهي.

---

[1] سورت نور آيت 33.

شريعت جي صاحب (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) حڪم ڏنو تہ ڪوبہ پناهگير اسلامي سرحدن ۾ پناهہ وٺي تہ اهوان جي سرحدن ۾ قدم رکڻ سان هڪدم غلامي مان آزاد سمجهيو ويندو. غلام عورت جو ٻار پنهنجي پيءُ جي سماجي حيثيت مطابق هوندو جڏهن تہ ماءُ ان ٻار جي پيءُ جي مرڻ کان پوءِ غلامي مان آزاد سمجهي ويندي هئي. ڪوبہ غلام پنهنجي آزادي لاءِ پنهنجي مالڪ سان معاهدو ڪري سگهندو. زڪوات جو ڪجهہ حصو غلامن کي آزاد ڪرائڻ جي بدلي ۾ فديي لاءِ استعمال ڪيو ويجي. مالڪن کي منع ٿيل هئي تہ غلامن کان طاقت ۽ حيثيت کان وڌيڪ ڪم نہ وٺن. انهن کي هدايت ٿيل هئي تہ ڪڏهن بہ پنهنجن مرد يا عورت غلامن سان بي عزتي وارن لقبن سان مخاطب نہ ٿين, بلڪ وڌيڪ عزت وارن نالن سان جيئن "منهنجا پُٽ" يا "منهجي ٻچڙي" جهڙن لفظن سان سڏجي. انهيءَ ڳالهہ جو بہ تاڪيد ڪيل هيو تہ غلامن کي بلڪل اهي ڪپڙا پارايا وڃن, اهو کاڌو کارايو وڃي جيڪو انهن جا مالڪ يا مالڪياڻيون پنهنجي لاءِ پسند ڪندا هجن. ان کان وڌيڪ انهيءَ ڳالهہ جوحڪم ڏنل هيو تہ ڪنهن بہ حالت ۾ ماءُ کي ٻار کان, نہ وري ڀاءُ کي ڀاءُ کان, نہ پيءُ کي پُٽ کان, نہ مڙس کي زال کان,[1] نہ ڪڏهن هڪڙي مائٽ کي ٻئي عزيز کان دار ڪرڻ گهرجي.

عربي آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم غلامن سان سلوڪ ڪرڻ جي باري ۾ جيڪي اخلاقي قانون مقرر ڪيا انهن ۾ مالڪ ۽ غلام جون هڪ ٻئي ڏانهن ذميوارين کي هڪ طرفو مقرر ڪونہ ڪيو ويو جيئن ٻين مذهبي عقيدن ۾ اڪثر ڏسڻ ۾ اچي ٿو.[2] انساني سياء جي حقي ۽ ڳوڙهي جاڻ سان پاڻ ڪريمن ڏٺو تہ ڏاڍن جي آڏو هيٺن جون ذميواريون مقرر ڪرڻ ايترو ضروري ڪونہ آهي جيترو هيٺن آڏو ڏاڍن جون ذميواريون واضح ڪرڻ ضروري آهن. اسلام ۾ غلام هجڻ ڪا

---

[1] انهن ڳالهين لاءِ مان ڪنهن ثبوت پيش ڪرڻ جي ضرورت محسوس نٿو ڪريان ڇوتہ اهي مجيل حقيقتون آهن. پر مان پڙهڻ ۾ دلچسپي رکڻ وارن کي مشورو ڏيندس تہ اهي مشڪات شريف, صحيح بخاري ۽ بحارالانوار ۾ جمع ڪيل حديثن جو مطالعو ڪن. بحارالانوار ۾ اهل بيتِ نبي صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ اسلم جي فياضي ۽ جود و سخا جا عاليشان مثال شامل آهن.

[2] ڏسو نئون عهدنامو. ڪليسا وارن ڏانهن خط باب 3 (Col.iii,22) ۽ تيمٿس جي نالي پهريون خط باب 6 (Tim. vi,1).

خراب ڳالھ ڪونہ آهي، غلام هجڻ هڪڙو اتفاقي حادثو آهي ۽ نہ ڪي ”قدرت جو دستور“جيئن ملڪي قانون ۽ قديم عيسائيت ۾ آهي. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان آزاد ڪيل غلام حضرت زيد رضي الله تعاليٰ عنہ کي اڪثر لشڪرن جي اڳواڻي سونپي ويندي هئي ۽ وڏي مرتبي وارا سالار بہ ڪنهن اعتراض کان سواءِ ان جي نائبي ۾ خدمتون انجام ڏيندا هيا، ۽ ان جي پٽ حضرت اسامہ رضي الله تعاليٰ عنہ کي حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ يونانين جي خلاف چڙهائي ڪري ويندڙ دستي جي اڳواڻي سونپي هئي. دهلي جو بادشاهہ ۽ هندستان ۾ مسلمان سلطنت جو اصل بانيڪار قطب الدين ايبڪ بہ هڪڙو غلام هيو. اسلام ۾ جنهن غلامي کي منظوري مليل هئي، حقيقت ۾ ان جو جديد زماني تائين واري عيسائيت ۾ موجود غلامي سان يا آمريڪي غلامي سان، جيڪا 1865ع تائين موجود هئي ۽ جنهن لعنت کي هڪڙي مذهبي لڙائي ختم ڪيو ڪوبہ ويجهو لاڳاپو ڪونہ هيو.

اسلام ۾ اڄ جو غلام سڀاڻي جو وڏو حاڪم هوندو آهي. اهو بغير ڪنهن شڪ ڪرڻ جي پنهنجي مالڪ جي ڌي سان شادي ڪري سگهي ٿو ۽ ڪٽنب جو سربراهہ ٿي سگهي ٿو. غلامن سلطنتن تي حڪمراني ڪئي آهي ۽ سلطنتن جا بنياد وڌا اٿن. محمود غزنوي جو پيءُ غلام هيو. ڇا عيسائيت انهي جهڙي مثال جي نشاندهي ڪري ٿي سگهي؟ ڇا عيسائيت تاريخ جي ورقن ۾ غلامن سان پنهنجي ورتاءُ جي باري ۾ اهڙو صاف ۽ اهڙو ماٺيڇو وارو مثال پيش ڪري ٿي سگهي؟

اسان جيڪو ڪجھ بيان ڪيو آهي ان مان وڏي پيماني تي اهو واضح آهي تہ صاحبِ شريعت پاڻ انهي رسم کي ان جي خاصيت ڪري عارضي رواج سمجهيو هيو ۽ ڪين يقين هيو تہ خيالن جي سُڌاري ۽ حالتن جي تبديلي سان هڪڙي ڏينهن ان جو خاتمو ٿي ويندو. قرآن شريف هميشه غلامن جي باري ۾ هيئن ٿو چوي ”اهي جن کي توهان جائز طريقي سان حاصل ڪيو آهي.“ قرآن شريف مطابق غلام مرد ۽ غلام عورت کي حاصل ڪرڻ جو فقط اهوئي طريقو آهي. حقيقت ۾ ان فقط هڪڙي نموني واري غلامي کي جائز ڪيو ـ بنا دوکي واري قانوني لڙائي(شرعي جهاد) ۾ پڪڙيل ماڻهن جي غلامي. سيني وحشي قومن منجھ جنگ ۾ پڪڙيل ماڻهن جي جان بخشي صرف خودغرضي وارن

مقصدن هيٺ ڪئي ويندي هئي[1] يعني انهن کي وڪڻڻ ذريعي حاصل ٿيندڙ رقم يا انهن کان مزدوري ڪرائڻ ذريعي انفرادي قابض جي يا گڏيل قومي دولت ۾ اضافو ڪرڻ واري لالچ خاطر.[2] ٻين قديم قومن وانگر اسلام کان اڳ واري دور جو عرب به پنهنجي ٻاندين جي جان بخشي انهن ذريعي فائدو حاصل ڪرڻ جي مطلب لاءِ ڪندو هيو. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهي رواج کي پنهنجي قوم منجهه موجود ڏٺو. نظرئي سازي يا غيررواجي مبهم ڳالهين ۾ وهنوار ڪرڻ جي بجاءِ پاڻ ڪريمن انهن جي رهنمائي لاءِ سخت قانون مقرر ڪيا ۽ تاڪيد ڪيائون تہ صرف انهن ماڻهن کي ٻانهپ ۾ حاصل ڪري ٿو سگهجي جيڪي بنا دوکي جي جائز لڙائي ۾ پڪڙيا ويا هجن. اهويہ ان وقت تائين جيستائين انهن کي فديو ڏئي ڇڏايو نہ وڃي يا مرد ۽ عورت قيدي پنهنجي مزدوري ذريعي پنهنجي آزادي خريد نہ ڪن. پر جڏهن اهي طريقا بہ ناڪام ٿي ويندا هياتہ مسلمانن جي خدا ترسي وارن احساسن کي پڙڪائيندا هيا ۽ انهن غلامن جي مالڪن کي پاري ذميواريون ياد ڏياريندا هيا. نتيجي ۾ آخرڪار مالڪ غلامن کي آزاد ڪري ڇڏيندا هيا. يهودين طرفان جائز قرار ڏنل ۽ عيسائي تسلط طرفان سهائتا ڪيل برده اندوزي ۽ برده فروشي[3] يعني اغوا ڪري غلام بڻائڻ يا

---

[1] ڏسو ملمن جو ڪتاب "لئٽن ڪرسچئنٽي" جلد ٻيو صفحو 387. قديم قانون سازن قيدي کي غلام بڻائڻ وارو حق ان کي قتل ڪرڻ واري اڳيئي مليل حق جي بنياد تي مقرر ڪيو. انهي باري ۾ البيريڪس جينٽلس(Albericus Gentilis) پنهنجي ڪتاب (De Jur Gent. Cap, de Servitude) ۾ ۽ گروٽس(Grotius) ۽ پفينڊرف(Pufendorif) انهن جي حمايت ڪئي آهي. درحقيقت مونٽيسڪيو(Montesquieu) پهريون ماڻهو هيو جنهن پنهنجي بچاءَ لاءِ يا انتهائي مجبوري کان سواءِ قيدي کي قتل ڪرڻ واري انهي نام نهاد حق کان انڪار ڪيو. اسپرٽ آف لاز (Spirit of Laws) جي انهي ليکڪ اهو انڪار بہ انهي ڪري ڪيو جو اهو چرچ جي غلامي کان آزاد هيو.

[2] ڏسو ملمن جو ڪتاب "هسٽري آف جيوز". جلد ٽيون. صفحو 48.

[3] ڪرام ويل(Cromwell) هٿاران ڊروهيڊا (Drogheda) جي قتلام ۽ آئرلينڊ ۾ اپريل واري بغاوت کي ڪچلڻ کان پوءِ انگريز پروٽيسٽن آئرلينڊ جي مردن ۽ عورتن کي ورجينا، پينسلووينيہ ۽ ٻين جاين ۾ نوآبادڪارن کي ٽولن جي صورت ۾ وڪڻي ڏنو. مونمائوٿ(Monmouth) جي هٿياربند بغاوت کان پوءِ بہ ساڳي ڪاروائي ڪئي وئي هئي.

اغوا ڪري ان کي ٻانهو ڪري وڪڻڻ مڪمل طور تي گناهه قرار ڏنل ۽ ننديل عمل هيا. جيڪو ماڻهو غلامن جو ڪاروبار ڪندو هيو ان کي انسانذات مان خارج سمجهيو ويندو هيو. غلام کي غلامي مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ کي نيڪيءَ جو سنو عمل سڏيو ويو.[1] ڪنهن بہ مسلمان کي غلام بنائڻ کان قطعي طور منع ٿيل هئي. بهرحال، اها شرم جي ڳالهہ آهي تہ مسلماني جي دعوا ڪندڙن جي اڪثريت اسلامي قانونن جي ظاهري بجا آوري ڪئي يا بجاآوري لاءِ ڪوشش تہ ڪئي پر انهن پنهنجي نبي سڳوري جي هدايتن جي جوهر کان مڪمل طور ڪن لاتار ڪئي ۽ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هدايتن جي سڌي مخالفت ۾ غلامي جي گرم بازاري کي خريد و فروخت يا ٻئي طريقي سان برقرار رکيائون. قرآن شريف جي احڪامن مطابق غلام کي هٿ وس رکڻ جو بنيادي شرط اهو هيوتہ اهو اهڙي لڙائي ۾ هٿ آيو هجي جيڪا بت پرستي وارين ڏاڍاين ۽ ڪافرن جي خلاف پنهنجي بچاءَ ۾ بنا دوکي واري جدوجهد سان وڙهي وئي هجي ۽ ان جي اجازت انهي مقصد سان ڏني وئي هئي تہ ان سان جنگي قيدين جي حفاظت ۽ سلامتي جي ضمانت رهي. پاڙيسري قومن ۽ قبيلن جي دشمني ڪري شروع کان مسلمان جماعت لڙائي جي جنهن حالت ۾ هئي، ان حالت جي تبديلي خود بخود غلامي جو خاتمو ڪري ڇڏي ها، ڇو تہ مستقبل ۾ ڪنهن کي غلام بنائڻ جو عمل رڪجي وڃي ها ۽ جيڪي غلام موجود هيا اهي آهستي آهستي غلامي مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري وڃن ها. بهرحال، ياتہ مشرق ۽ مغرب جي بي همت قومن ۽ اتر جي جهنگلي خاندانن سان مقابلي ۾ اچڻ ڪري، يا انهي حقيقت جي ڪري تہ اهو خطرناڪ رواج معاشري جي سيني طبقن منجهہ گهر ڪري ويو هيو يهودين ۽ عيسائين وانگر ڪيترن مسلمانن بہ غلامي جي رسم کي جائز سمجهيو ۽ ڪنهن حد تائين اڄ بہ ائين سمجهن ٿا. پر وحشي ترڪمان ۽ آفريڪي عرب جيڪو غلام رکڻ تي فخر محسوس ڪري ٿو اهو اسلام جو نمائندو ڪونہ آهي بلڪ ڏکڻ آفريڪا جي ويران چراگاهن ۾ ڏڪا ٿاٻا کائيندڙ

---

[1] امام جعفر صادق عليہ السلام طرفان روايت ڪيل هڪڙي مشهور ۽ مستند حديث جيڪا بحارالانوار ۾ ذڪر ڪيل آهي.

عيسائيت جي نمائندي وحشي گائچو (Guacho) وانگر آهي.[1] گهٽين شادين جي رواج وانگر غلامي جو رواج بہ جيڪو انساني لڏي جي نشونما سان گڏ هڪڙي يا ٻي حالت ۾ هر قوم ۾ موجود رهيو آهي، هاڻي گهٽ ۾ گهٽ انهن قومن منجهہ جيڪي پنهنجي لاءِ مُهذب هجڻ جي دعوا ڪن ٿيون، غير ضروري ٿي ويو آهي، ڇوتہ جن مقصدن لاءِ اهو رواج وجود ۾ آيو اهي ختم ٿي ويا آهن ۽ لازمي طور جلد يا دير اهو رواج بہ ختم ٿي ويندو. تنهن ڪري اهو ڏنو ويندو تہ جيئن بدنيتي وچان دعوا ڪئي وڃي ٿي، ائين اسلام غلامي کي "ستو عمل " قرار ڪونہ ڏنو پر نهايت گهٽ انگ جي حدن ۾ رکڻ لاءِ حدبندي ڪندي هر طريقي سان ان جي نيڪالي يا خاتمي لاءِ اهتمام ڪيائين. اسلام انهي اهم مسئلي کي ڪنهن بيقاعدگي واري طريقي سان سلجهائڻ جي ڪوشش ڪونہ ڪئي. اسلام جڏهن انسانن جي قدرتي برابري لاءِ نهايت اثرائتي انداز ۾ اعلان ڪيوتہ ان وقت نتيجن جي پرواهہ ڪرڻ کان سواءِ پانهنجي ۾ موجود مردن يا عورتن کي غلامي مان آزاد ڪرڻ جو اعلان ڪونہ ڪيو ڇو تہ ائين ڪرڻ سان اهڙي سماج ۾ جيڪو اڃا اخلاقي، دانشوري ۽ انساني آزادي کي هضم ڪرڻ جي قابل ڪونہ ٿيو هيو خرابي پيدا ٿي پوي ها.

---

[1] ترڪمان (جيڪو پاڻ هڪڙو ڪٽر سني هيو) پنهنجي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فرمانن جي لفظي خلاف ورزي کان بچڻ لاءِ پنهنجن قيدين کي (چاهي اهو سني هجي يا شيعو هجي) مجبور ڪندو هيو تہ اهو خود پنهنجي ڪافر هجڻ جو اقرار ڪري ائين ئي غير مسلم حبشين کي قتلام ڪرڻ لاءِ هنيل چاپن کي آفريڪي عرب جهاد سڏين ٿا. مشهور آفريڪي سياح مسٽر جوزف ٿامسن (Mr.Joseph Thompson) 14 نومبر 1887ع واري لنڊن ٽائيمز جي پرچي ۾ ڇپيل خط ۾ اوير آفريڪا ۾ غلامي جي موضوع تي هيئن لکي ٿو: "مان بنا ڪنهن هٻڪ جي تصديق ٿو ڪريان ۽ توهان جي ٻئي ڪنهن بہ نمائندي جي مقابلي ۾ مشرقي مرڪزي آفريڪا جو گهڻو وڌيڪ تجربو رکڻ جي بنياد تي چوان ٿوتہ جيڪڏهن انهن علائقن ۾ غلامن جو ڪاروبار جاري آهي تہ اهو انهي ڪري آهي جو اتي اسلام جي تبليغ ڪونہ ٿي آهي، ۽ سيني کان وڌيڪ مضبوط ڳالهہ اها آهي تہ اسلام جي پکڙجڻ جو اهو نتيجو ٿئي ها تہ غلامن جو ڪاروبار لازمي طور ختم ٿي وڃي ها." جن "پرامن ۽ غير متوقع" طريقن سان مرڪزي سوڊان ۽ اولهہ آفريڪا ۾ اسلام پکڙيو آهي، مسٽر ٿامپسن (Mr. Thompsan) انهن ڳالهين جو جيڪو تفصيل بيان ڪيو آهي، اهو هر پڙهندڙ جي ڌيان جو حقدار آهي. اهو چوي ٿو "هتي اسلام هڪ زندهہ ۽ عملي طاقت آهي، شاندار ڪاميابي سان ڀرپور جيڪا ان جي ابتدائي ڏينهن جي ياد تازي ڪري ڇڏي ٿي."

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انساني جسم کي بگاڙڻ کان پڻ چٽي ريت منع ڪئي ۽ ان رواج جي، جيڪو فارس ۽ بازنطين جي پنهي بادشاهين ۾ رائج هيو سخت طريقي سان مذمت ڪيائون. پهرين چئن خليفن(خلفاء راشدين) جي خلافت دوران غلامن جي خريد وفروخت جو دستور ڪونہ هيو. گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو بہ تصديق ٿيل ثبوت ڪونہ آهي تہ انهن جي خلافت دوران ڪنهن شخص کي خريد ڪري غلام بڻايو ويو هجي. پر اموين جي غاصب گهراڻي طرفان اقتدار تي قبضو ڪرڻ سان اسلام جي روح ۾ تبديلي اچي وئي. معاويہ مسلمانن جو پهريون حاڪم هيو جنهن خريداري وسيلي غلام حاصل ڪرڻ جي عمل کي اسلامي معاشري ۾ جاري ڪيو. اهوئي پهريون ماڻهو هيو جنهن ڪدڙن ذريعي پنهنجين عورتن جي چوڪيداري ڪرائڻ واري بازنطيني رسم کي اپنايو. پهرين عباسي حڪمرانن جي حڪومت دوران شيعن جي امام حضرت جعفر صادق عليہ السلام غلامي خلاف تبليغ شروع ڪئي.

هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ انسانذات کي وڏي پئماني تي غلامي جي خلاف پنهنجو آواز اٿارڻ کپي، چاهي غلامي ڪهڙي بہ نموني ۾ هجي يا ڪهڙي بہ قسم جو لبادو اوڍيل هجي. خاص طور تي مسلمانن کي گهرجي تہ پنهنجي عظيم پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عظمت خاطر، پنهنجي تاريخ مان انهي ڪاري پني کي ميٽڻ جي لاءِ ڪوشش ڪن ـ اهو پنو جيڪو ڪڏهن بہ لکيو نہ وڃي ها. پر مسلمانن طرفان پنهنجن قانونن جي جوهر ۾ اختلافن ڪري ٿيو. چاهي اهو مخالف مذهبي عقيدن جي خوفناڪ دستاويزن جي مقابلي ۾ ڪيترو بہ روشن ڏسڻ ۾ ڇو نہ اچي، وقت اچي ويو آهي جڏهن اهو آواز جنهن سموري انساني لڏي جي آزادي، برابري ۽ سموري انساني لڏي ۾ عالمي ڀائيچاري جو اعلان ڪيو هيو چوڏهن صدين جي روحاني زندگي ۽ روحاني اثرن کان حاصل ڪيل تازي سگهہ سان ٻيهر ٻڌو ويندو. اهو مسلمانن تي ڇڏيل آهي تہ اهي واضح اندازن ۾ اعلان ڪن تہ انهن جي مذهب ۾ غلامي جي مذمت ۽ سندن قانوني ضابطي ۾ ان جي منع ٿيل آهي، ۽ اهڙي طرح پنهنجي عظيم ۽ فضيلت واري رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سيرت پاڪ تي لڳايل الزامن جي ڪوڙ کي پڌرو ڪن.

## باب ستون

# اسلام جو سياسي روح

"ذمي ماڻهوءَ جو خون مسلمانن جي خون جهڙوئي آهي."

(حضرت علي عليہ السلام)

عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات تي اسان هن مهل تائين رڳو هڪڙي نقطہ نگاهہ کان غور ڪيو آهي، يعني تہ اهي تعليمات انساني ڪردار جي لاءِ ڪيترو ضابطو ۽ انسان جون پنهنجي خالق ڏانهن ۽ پاڻ جهڙي مخلوق ڏانهن ذميوارين جي باري ۾ ڪيتريون هدايتون مهيا ڪن ٿيون. اسان هاڻي انهي ڳالهہ جو جائزو وٺنداسين تہ اسلام انسانذات تي مجموعي طور تي ڪهڙو اثر ڪيو آهي، يعني رڳو فردن تي نہ پر قومن تي بہ. مختصر چئجي تہ، مجموعي طور تي سموري انسانذات جي مقدر تي.

ان ڳالهہ کي ست صديون گذري ويون هيون جڏهن ناصري نبي غريبن ۽ مسڪينن ڏانهن آسماني بادشاهت جو پيغام کڻي آيو هيو. نبوت جي تبليغ اجا شروع ٿي هئي تہ خوبصورت زندگي جو خاتمو ٿي ويو. هاڻي دنياوي بادشاهتن ۽ سلطنتن مٿان ناقابل بيان اجاڙپڻو ديرو ڄمايون پيو هيو خدائي مخلوق سخت پريشاني ۾ واعدي ڪيل پيغمبر (نجاتِ موعود) لاءِ وڏي فڪر مندي سان انتظار ڪري رهي هئي، جنهن اچڻ ۾ دير ڪئي هئي.

مشرق وانگر مغرب ۾ بہ ماڻهن جي حالت ايتري رحم جوڳي هئي جنهن کي بيان ڪرڻ ڏکيو آهي. انهن کي نہ تہ ڪو شهري حق حاصل هيو ۽ نہ وري سياسي استحقاق حاصل هيو. بلڪ اهي ڳالهيون شاهوڪارن ۽ ڏاڍن جون يا پادرين سان تعلق رکندڙ طبقن جون هڪ هٿيون هيون. هيٺي ۽ ڏاڍي لاءِ ساڳيو قانون ڪونہ هيو. ساساني فارس ۾ پادري ۽ زمين جا مالڪ، جن کي ڳوناٺا (واهٽي) سڏيو ويندو هيو سڄي اختيار ۽ اثر رسوخ تي قبضو ڄمايون پيا هيا، ۽ ملڪ جي سموري دولت انهن جي هٿن ۾ هئي. هارپو ڪندڙ ماڻهو ۽ غريب طبقو عام طور تي لاقانونيت واري آمريت هيٺ ڏتڙيل هيا. بازنطيني بادشاهت ۾ ڪليسا

وارا ۽ وڏا رئيس، ڪسبياڻيون عورتون، ۽ قيصر، گونر ۽ انهن جا لاڙيا سموري دولت، اختيار ۽ اثررسوخ جا چالاڪ مالڪ هيا. بربرن جي بادشاهين ۾ دراصل جتي جتي بہ جاگيرداري نظام رائج هيو اتي گهٽي حد تائين آبادي جو تمام گهڻو ياڱو يا تہ غلام هيا يا هاري ڪنڌڙ ٻيلي هيا.

پوکي راهي ڪنڌڙماڻهن جي عام حيثيت خانگي غلام يا زرعي غلام واري هئي. شروع شروع ۾ خانگي غلامي ۽ زرعي غلامي جي وچ ۾ تمام ٿورو تفاوت هيو. غلامن جا اهي ٻئي طبقا پنهنجن ٻارن ٻچن ۽ پنهنجي سامان ۽ مال ملڪيت سان گڏ پنهنجي زميندار جي ملڪيت ۾ شامل هوندا هيا. جيڪو انهن سان پنهنجي آزاد مرضي ۽ خوشي مطابق جيئن وڻي اهو سلوڪ ڪري سگهندو هيو.[1] پوءِ واري زماني ۾ زرعي غلام يا هاري ڪنڌڙ ٻانها يا تہ جاگير ۾ شامل ٿي ويا ۽ انهي زمين سان خريد يا وڪرو ڪيا ويندا هيا جنهن کي اهي آباد ڪندا هيا. يا پنهنجي مالڪ جي ذات سان ٻڌل هوندا هيا ۽ هڪڙي مالڪ کان ٻئي مالڪ ڏانهن منتقل ٿيندا رهندا هيا. اهي پنهنجي مالڪ جي اجازت کان سواءِ ان کي ڇڏي ڪونہ سگهندا هيا، جيڪڏهن اهي ڀاڄ پئجي ويندا هيا يا ڪير مالڪ کان چوري اغوا ڪري ويندو هين تہ ڀور ڏڳن يا ٻين مال ملڪتين وانگر انهن لاءِ دعوا ڪئي ويندي هئي ۽ قانوني مدد سان ڳولي هٿ ڪيا ويندا هيا. انهن کي پنهنجي يا پنهنجن ٻار ٻچن جي گذاري لاءِ ٿوري زمين ضرور هوندي هئي پر اهو خاص طور تي مالڪ جي مرضي تي هوندو هيو جيڪو جڏهن وڻي تہ انهن کي ان کان محروم بہ ڪري سگهندو هيو. زرعي غلام زمين يا سامان جي صورت ۾ ملڪيت رکي ڪونہ سگهندو هيو. پر جيڪڏهن اهو ڪا بہ زمين يا شئي خريد ڪندو هيو تہ مالڪ انهن جي مٿان پهچي ويندو هيو ۽ ان غلام کان کسي وٺندو هيو. ان مال ملڪيت کي پنهنجي استعمال لاءِ قبضي ۾ آڻي ڇڏيندو هيو.

---

[1] ڪليسا وارا پنهنجن غلامن کي تمام گهٽي عرصي تائين پنهنجي قبضي ۾ ڀاڄ وٺ رکندا هيا. سر ٿامس سمٿ (Sir Thomas Smith) پنهنجي ڪتاب "ڪامن ويلٿ"(Common_Wealth) ۾ پادرين جي رياڪاري جو وڏي تلخ انداز ۾ ذڪر ڪيو آهي.

ٻنهي، خانگي غلام ۽ زرعي غلام جي سڃاڻپ جي نشاني لاءِ انهن جي ڳچي ۾ لوهو پٽو پيل هوندو هيو. غلامن کي ٽولن جي شڪل ۾ هڪڙي هنڌ کان ٻئي هنڌ وٺي ويندا هيا. جانورن وانگر ڪاڏو ملندو هين ۽ جانورن کان بدتر رهائش هوندي هين. هٿن ۾ هٿڪڙيون ۽ پيرن ۾ سنگهر لڳل، ڳچيءَ ۾ طوق، هڪڙي زنجير سان جڪڙيل، جيڪو هڪڙي جي ڳچي واري پٽي کان ٻئي جي ڳچي واري پٽي ۾ ٻڌل هوندو هيو. انساني گوشت جو واپاري پنهنجن هٿن ۾ ڳرو ڪوڙو کنيون، گهوڙي تي سوار ٿي انهن سان هلندو وتندو هيو. ٿڪل ۽ لڙڪڙائيندڙ غلام کي ڪوڙي جي ڏڪن سان هوشيار ڪندو هيو. جڏهن اهو ڪوڙو بدن تي لڳندو هيو تہ چرڪائي ڇڏيندو هيو ۽ جنهن کي لڳندو هيو تہ ان جي جسم جو ماس ڪوري وٺندو هيو. مردن، عورتن ۽ ٻارن ٻچن کي، جن جي جسم تي ڪپڙا ليڙون ٿيل، انهن جا مرا قتيل ۽ انهن جا اگهاڙا پير قاتل هوندا هيا، ملڪ ۾ ائين ڏڪيندا رهندا هيا. جيڪڏهن مصيبت جي ماريلن مان ڪو ٿيڙ ڪائيندو هيو يا ڪري پوندو هيو تہ انهن کي زمين تي ليٽائي ايترا ڪوڙا هنيا ويندا هيا جو انهن جي ڪل اڌڙي ويندي هئي ۽ اهي مرڻ هارڪا ٿي ويندا هيا. جڏهن اسلام جو نفاذ ٿيو تہ ان زماني ۾ ۽ يڪو پندرهين صدي جي پڇاڙي تائين وچين عرصي ( The Middle Passage) جي هولناڪ واقعن، ۽ غلامن کي آزادي ڏيارڻ واري لڙائي کان اڳ اتر آمريڪا جي ڏاکڻين رياستن ۾ وبچارن ڪاري چمڙي (نينگروز) وارن جيڪي سختيون برداشت ڪيون، غلامن جو واپار ڪندڙ سوداڳين جيڪي غلامن تي ظلم جا پهاڙ ڪيرايا، انهن سيني ڳالهين مان اسان چڱي نموني سان اندازو لڳائي سگهون ٿا تہ غلامن کي عيسائي اقتدار ۾ ڪهڙيون خوفناڪ پيڙائون برداشت ڪرڻيون ٿي پيون.[1] اڄ بہ جڏهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي بادشاهي کي ٻن هزارن سالن جو عرصو گذري چڪو آهي، مُهذب دنيا جي نهايت طاقتور سلطنتن مان هڪڙي سلطنت ۾ عيسائي مجبور عورتن کي ڪوڙا هڻي مرڻ ڪنڌي تائين

---

[1] برطانيہ جي پارلياماني لڙائي ۾ ٻئي ڌريون پنهنجن مخالفن کي غلام بڻائي نوآبادڪارن وٽ وڪڻندا هيا. ڊيوڪ آف مانموٿ(Duke of Monmouth) جي بغاوت کي ڪچلڻ کان پوءِ ان جي سيني حمايتين کي غلام بڻائي وڪيو ويو هيو. نين آبادين ۾ "مذهبي ابن" (پلگرم فادرسPilgrim Fathers ) ۽ انهن جي اولاد طرفان غلامن سان ڪيل ورتاءَ هتي ذڪر ڪرڻ جي قابل ڪونہ آهي.

پهچائي ڇڏين ٿا ۽ ڪنهن واقعي يا شڪ جي بنياد تي سياسي ڏوهن ۾ قيد ڪن ٿا.[1]

انهن نام نهاد طور آزاد ڪيل غلام ماڻهن جي حالت ڪنهن به صورت ۾ عام زرعي غلامن جي مقابلي ۾ وڌيڪ سٺي ڪونه هئي. جيڪڏهن اهي پنهنجي زمين سان گڏ مالڪ کان ڌار ٿيڻ گهرندا هيا ته انهن کي لازمي طور جاگير جي مالڪ کي معاوضو ڏيڻو پوندو هيو. جيڪڏهن اهي ڪا زمين خريد ڪرڻ گهرندا هيا، ته به پهريائين مالڪ کي ڪجھ ڏنڊ ڏيڻو پوندو هين. جيستائين اهي ڳرو محصول ڪونه ڀريندا هيا ته ورثي ۾ ڪابه ملڪيت حاصل ڪري ڪونه سگهندا هيا. اهي مالڪ کي حصو ادا ڪرڻ کان سواءِ پنهنجا ان داڻا پيهي يا پنهنجو ڪاڏو تيار ڪري ڪونه سگهندا هيا. جيستائين چرچ وارا پنهنجو ڏهون حصو بادشاهه پنهنجو ويهون حصو ۽ دربان پنهنجي لاءِ ٿورا ٿورا حصا مخصوص ڪونه ڪندا هيا ته اهي پنهنجي فصل ۾ لابارو به ڪونه ڪري سگهندا هيا. مالڪ جي اجازت کان سواءِ پنهنجا گهر ڇڏي ڪونه سگهندا هيا ۽ هر وقت اهي ان آڏو مفت ۾ بيگار وهڻ لاءِ پڌل هوندا هيا. جيڪڏهن مالڪ جي پٽ يا ڌي جي شادي ٿيندي هئي ته انهن کي لازمي طور ان خوشي ۾ پنهنجو حصو ادا ڪرڻو هوندو هيو. پر جڏهن آزاد ڪيل شخص جي ڌي جي شادي ٿيندي هئي ته پهريائين لازمي طور ان کي شرمناڪ ڪم لاءِ ان مالڪ جي آڏو پيش ٿيڻو هوندو هيو. ۽ حضرت عيسيٰ جو خادم بشپ به يا ڪو ٻيو ڪليسائي عهديدار به، جيڪڏهن جاگير جو مالڪ هوندو هيو ته، بربريت جي انهي بڇڙي استحقاق تان هٿ ڪونه ڪڻندو هيو. ظلم جي ستايل انهن بدنصيبن کي موت به ڇوٽڪارو ڏياري ڪونه سگهندو هيو. اهي غلام جيئري ته انسان جي غيرانساني سلوڪن جي ضد ۾ هوندا هيا، پر مرڻ تي به اهي دائمي عذاب جو مقدر بڻايا ويندا هيا. ڇوته خودڪشي ڪندڙ شخص کي ملعون ترين گناهگارن ۾ شمار ڪيو ويندو هيو ان ڪري ان جي لاش لاءِ پاڪ ڌرتي ۾ ڪابه جاءِ ڪونه ملندي هئي، ان کي صرف رات جي اونداهي ۾ ڳجهي نموني سان پري ڪٽي ويندا هيا ۽ ان جي لاش ۾

---

[1] هي عبارت روس جي رومانوف (Romanoffs) خاندان جي زوال کان اڳ لکي وئي هئي.

ڀين لاءِ هڪڙي تنبيهه طور، هڪڙي ڪاني ڪپائي ڪنهن ناپاڪ جاءِ ۾ پوري ڇڏيندا هيا.

ان زماني ۾ ماڻهن جو اهڙو شديد بروحال هيو! پر امير پنهنجي گهر ۾، بشپ پنهنجي محلات ۾، راهب پنهنجي مڙهي ۾، ماڻهن جي پيڙائن کان بي پرواهه ستا پيا هوندا هيا. يورپ ۽ آفريڪا جي پرڪشش علائقن مٿان اونداها پاڇا ڇانئجي ويا هيا. هر جاءِ تي ڏاڍي جي مرضي ئي قانون ۽ حق جو ماپو هيو. ڪليسا ستايلن ۽ ڏتڙيلن جي ڪا بہ مدد ڪونہ ڪندي هئي. ان جون تعليمات بہ انساني نسل کي وحشي طاقت جي چنبي مان آزادي ڏيڻ جي خلاف هيون. اولين پادرين اختياري رکندڙن خلاف مزاحمت ڪرڻ کي هڪڙو خطرناڪ ڏوهہ قرار ڏنو هيو. انهن جي نظر ۾ انسانذات مٿان ڪوبہ ظلم، ڪوبہ ڏاڍ، ڪي بہ پرتشدد ڪاروايون رعيت کي انهي ڳالهہ جو حق ڪونہ ٿيون ڏين تہ اهي پنهنجن حاڪمن جي ناانصافي خلاف پاڻ کي بچائڻ لاءِ طاقت جو استعمال ڪن. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جن شاهوڪار ۽ طاقتور آمرن کي نِنديو هيو ان جي خادمن وري انهن سان پنهنجو گڏيل مفاد وابستہ ڪري ڳٺ جوڙ ڪري ڇڏيو هيو. انهن پاڻ کي جاگيرداري جو حمايتي بڻائي ڇڏيو هيو ۽ اهي ان جي سيني رعايتن جا مزا ماڻيندا هيا، جيڪي زميندار، امير ۽ شهزادا ماڻيندا هيا.

غير عيسائي يعني يهودي، دهريا ۽ مشرڪ، عيسائي تسلط هيٺ غيريقيني واري زندگي گذاريندا هيا. اهو قسمت جو معاملو هوندو هيو تہ آيا انهن جو قتلام ڪيو ويندو يا غلام بڻايا ويندا. حق تہ انهن کي ڪوبہ ڪونہ هوندو هيو. باقي اهوئي ڪافي هوندو هيو جيڪڏهن انهن کي جيئرو ڇڏيو وڃي. جيڪڏهن ڪو عيسائي ڪنهن غيرعيسائي سان ناجائز لاڳاپا رکندو هيو ــ ڇوتہ قانوني ٻنڌڻ جوتہ سوال ئي ڪونہ هيو ــ ان کي ساڙي ماريو ويندو هيو. يهودي ساڳي ميز تي عيسائي سان گڏ کائي، پي ۽ ويهي ڪونہ سگهندا هيا، نہ وري انهن کي هڪجهڙا ڪپڙا پائڻ جي اجازت هئي. امير يا بشپ، يا مچريل عوام جي مرضي تي انهن جي ٻارن جون ٻانهون ڇڪي ڌار ڪيون ويندون هيون، انهن جو سامان زبردستي ڦريو ويندو هيو. ۽ معاملن جي اها صورتحال سترهين صدي جي پڇاڙي تائين جاري رهي.

جيستائين حرا جي خلوت نشين آزادي جي اهميت جو اعلان

ڪونہ ڪيو جيستائين پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انسانذات جي عملي برابري (مساوات) جو اعلان ڪونہ ڪيو جيستائين پاڻ اوچي ذات جي خانداني رعايتن کي ختم ڪونہ ڪيائون ۽ پورهيت کي ڇوٽڪارو نہ ڏياريائون، تيستائين اهي زنجيرون ٽڪرا ٽڪرا ڪونہ ٿيون. جن دنيا جي قومن کي قيدي بڻائي ڇڏيو هيو. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو ساڳيو پيغام کڻي آيا جيڪو ڪائنٽن اڳ ۾ آيل نبين سڳورن آندو هيو ۽ پاڻ انهن جي پيغام کي پايہ تڪميل تي پهچاياڻون.

اسلام جي سياسي ڪردار جو جوهر انهي لکت مان ڏسي سگهجي ٿو جيڪا لکت رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مديني ۾ اچڻ کان پوءِ يهودين کي ڏني هئي، ۽ انهن معياري پيغامن منجهان جيڪي جزيري ۾ باقاعده اسلامي حڪومت قائم ٿيڻ کان پوءِ نجران جي عيسائين ۽ پاڙيسري علائقن ڏانهن موڪليا ويا هيا. انهي آخري دستاويز گهڻي حد تائين سيني مسلمان حاڪمن لاءِ پنهنجي غيرمسلم رعيت سان سلوڪ ڪرڻ جي باري ۾ رهنما اصول مهيا ڪيو آهي، ۽ جيڪڏهن ڪنهن حڪمران ان کان منهن موڙڪئي آهي تہ ان جو سبب ان واسطيدار حڪمران جي شخصي ڪردار ۾ ڳولڻو آهي. جيڪڏهن اسان سياسي ضرورت کي، جيڪا هميشه مذهب جي نالي ۾ بڏائي وئي آهي ۽ عمل پيرا رهي آهي، هڪ پاسي تي رکون تہ پوءِ اسلام جي مقابلي ۾ بئي ڪنهن بہ مذهب ۾ بين مذهبن جي پوئلڳن لاءِ وڌيڪ سهپوارو جذبو ڪونہ آهي.[1] "رياستي منطق" ڪٿي ڪٿي ڪنهن حڪومت کي اڻ سهنڌائپ جي خاص حد جو اظهار ڪرڻ يا عقيدن جي معاملي ۾ وحدت تي زور ڀرڻ لاءِ مجبور ڪيو آهي. پر خود اسلامي دستور سدائين نهايت مڪمل سهپ جو مظاهرو ڪيو آهي. يهودين ۽ عيسائين کي سندن مذهب جي پيروي ڪرڻ کان روڪڻ يا پنهنجو عقيدو تبديل ڪرڻ لاءِ ڪڏهن بہ زوربار ڪرڻ وسيلي پريشان ڪونہ ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن انهن تي ڪنهن خاص ڏن کي مڙهيو ويو آهي تہ اهو فوجي خدمتن جي بدلي ۾ آهي، ۽ انهن تي بہ اهو بلڪل واجبي

---

[1] ڏسو گوبينو جو ڪتاب "ليز رليجنس ايٽ ليز فلاسافيز ڊئنس ايشيا سينٽرل" (Les Religions et les Philosophies dans L' Asie Centrale)

آهي تہ اهي رياست طرفان جيڪي تحفظ ماڻين ٿا انهن جي بدلي عوامي خرچ ۾ ڪنهن نموني سان حصو ملائڻ گهرجي. بُت پرستن ڏانهن اصول ۾ وڌيڪ زياده سختي ضرور هئي پر عملي طور قانون سيني لاءِ هڪجهڙو روشن خيال هيو. جيڪڏهن انهن سان ڪنهن وقت سختي وارو رويو اختيار ڪيو ويو هيو تہ ان جي سبب ڪي حاڪم جي يا مسلم آبادي جي ذاتي جذبي ۾ ڏسڻو پوندو. مذهبي عنصر ڪي رڳو بهاني طور استعمال ڪيو ويندو هيو.

انهن اجاين دعوائن جي حمايت ۾ تہ اسلامي رياستن جا غيرمسلم رعيتي[1] نهايت سخت ڏکيائين ۾ زندگي گذارين ٿا. ۽ اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم غيرمسلمن کي چڱو ڪونہ سمجهندا هيا ۽ پنهنجن اصحابن ۽ انهن جي وچ ۾ دوستاڻن تعلقاتن تي اعتراض ڪندا هيا.[2] مخالف نہ صرف اسلام جي فقيهن ۽ پوءِ وارن عيسائي قانوندانن جي تنگ نظرين جو پر قرآن شريف جي ڪجهہ آيتن جو بہ حوالو ڏين ٿا. انهيءَ موضوع تي ڳالهائڻ وقت اسان کي اهو وسارڻ نہ گهرجي تہ جنهن وقت اهي آيتون نازل ٿيون تہ ان وقت اسلام موت ۽ زندگي جي ڪشمڪش واري شدت ۽ دباءِ ۾ قاتل هيو ۽ اهوبہ وسارڻ نہ گهرجي تہ مسلمانن کي نئين مذهب کان برغلائڻ ۽ بدظن ڪرڻ لاءِ اڪثر ڪري مشرڪ ۽ ان سان گڏوگڏ يهودي ۽ عيسائي ڪهڙا ڪهڙا ظالماڻا طريقا اختيار ڪندا هيا. اهڙي وقت رسول ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي لازمي ٿي ٿيو تہ اهي پنهنجن اصحابن کي مخالف ماڻهن جي فريبن ۽ عياري کان خبردار ڪن. ۽ تقابلي تاريخ جو ڪوبہ شاگرد پاڻ ڪريمن کي پنهنجي ننڍڙي جماعت کي دشمنن ۽ ڏارين جي دغابازي کان بچائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ تي الزام هڻي ڪونہ سگهندو. پر اسان جڏهن پاڻ ڪريمن طرفان غيرمسلم رعيت سان ڪيل عام سلوڪ تي نظر ٿا وجهون تہ اسان کي ان ۾ فراخدلي واري همدردي ۽ سهپ جي شاهدي ملي ٿي.

---

[1] اسلامي دستور مطابق مسلمان ملڪن ۾ رهندڙ غير مسلمن کي اهل الذمہ يا ذمي سڏيو ويندو آهي يعني "ضمانت هيٺ رهندڙ ماڻهو."

[2] ڏسو سيل (Sell) جا اسلام تي لکيل مضمون (Sell's Essays on Islam).

چا ڪنهن بہ فاتح قبيلي يا مذهب پنهنجين رعيتي قومن کي انهي کان وڌيڪ بهتر ضمانت ڏني آهي جيڪا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هينين لفظن ۾ ڏسجي ٿي؟ "نجران جي عيسائين ۽ پاڙيسري علائقن وارن کي سندن حياتين، سندن ملڪتين ۽ سندن مذهب لاءِ الله تعاليٰ جي پناهہ ۽ ان جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان واعدو ڏنو وڃي ٿو - سيني لاءِ جيڪي حاضر آهن، ۽ ان سان گڏ جيڪي غيرحاضر آهن ۽ ان کان علاوه ٻيا، انهن طرفان سندن مذهب تي عمل ڪرڻ ۽ سندن عبادتن ڪرڻ ۾ ڪا بہ مداخلت ڪونہ ڪئي ويندي، نهن جي حقن ۽ مليل رعايتن ۾ ڪا بہ تبديلي ڪونہ ڪئي ويندي، ڪنهن بہ بشپ کي ان جي عهدي تان ڪونہ هٽايو ويندو، نہ وري ڪنهن گوشہ نشين راهب کي سندس خانقاهہ مان ڪڍيو ويندو، نہ ڪنهن پادريءَ کي ان جي پادريائپ واري عهدي تان هٽايو ويندو، اهي هر ننڍي وڏي شئي مان ائين فائدو حاصل ڪندا رهندا جيئن هينئر تائين ڪندا هيا، ڪنهن نقش يا مجسمي کي تباهہ ڪونہ ڪبو، نہ اهي زيادتي ڪندا ۽ نہ انهن سان زيادتي ٿيندي، البت جهالت جي ڏينهن وانگر خوني تڪرارن جي بدلي واري رسم تي عمل ڪري ڪونہ سگهندا، انهن تي ڪوبہ محصول ڪونہ لڳايو ويندو ۽ نہ وري اهي لشڪر لاءِ ڪاڏ خوراڪ مهيا ڪرڻ لاءِ ٻڌل هوندا.[1]

حيره جي سوڀ کان پوءِ جيئن ئي ماڻهن وفاداري جو قسم کڻي بس ڪئي تہ خالد بن وليد اعلان ڪرايو جنهن ذريعي ان عيسائين کي جانين، آزادي ۽ ملڪيت جي ضمانت ڏني ۽ پڌرو ڪيو "انهن کي ناقوس[2] وڄائڻ ۽ مذهبي ميڙن جي موقعن تي صليب کڻي ٻاهر نڪرڻ کان ڪونہ روڪيو ويندو." امام ابويوسف[3] ٻڌائي ٿو "انهي پڌرنامي کي

---

[1] مطلب تہ فوجين کي انهن ماڻهن جي گهرن يا ڳوٺن ۾ نہ رهايو وڃي. ڏسو بلاذري جو فتوح البلدان، امام يوسف جو ڪتاب الخراج. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي انهي ضمانت کي ميور(Muir) پنهنجي ڪتاب جي جلد ٻئي، صفحي 299 تي خوبصورت انداز ۾ بيان ڪيو آهي. ضميمو نمبر 3 بہ ڏسو.

[2] گهنڊ جي جاءِ تي مشرقي عيسائي گرجاگهرن ۾ استعمال ٿيندڙ ڪاٺي جو ٽڪرو.

[3] هارون رشيد جو قاضي القضا(وڏو قاضي).

خليفي[1] ۽ ان جي صلاحڪاري جماعت (مجلس شوريٰ)[2] طرفان قبول ۽ منظور ڪيو ويو هيو."

غيرمسلم رعيتن کي نوان گرجاگهر يا گردوارا اڏڻ کان روڪيو ڪونہ ويو. باقي جتي جتي رڳو مسلمان رهائش پذير هيا اتي ٿوري نظرياتي پابندي هئي. حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ[3] جي مشوري مطابق لکت ۾ هي قانون موجود هيو "جنهن شهر ۾ رڳو مسلمان رهائش پذير آهن ان ۾ نئون گرجاگهر يا گردوارو قائم ڪري نہ سگهبو پر ٻين جاين تي جتي اڳ کان ئي ذمي ماڻهو رهندڙ آهن اتي اسان کي لازمي طور انهن سان ڪيل معاهدي مطابق پابندي ڪرڻي پوندي."[4] بهرحال عملي طور اها پابندي نظرانداز ڪئي وئي هئي. مامون رشيد جي دور حڪومت ۾ سلطنت اندر عيسائين جي ٻارهن هزار گرجاگهرن کان علاوه يهودين جون سَوين صومعي (سائناگوگس Synagogues) ۽ زردشتين جا بيشمار آتش ڪده هيا. انهي روشن خيال حاڪم، جنهن کي عيسائين جو سخت دشمن ٻڌايو ويو آهي، پنهنجي درٻار(مجلس شوريٰ) ۾سيني محڪوم برادرين جا نمائندا شامل ڪيا هيا. مسلمان، يهودي، عيسائي، صابئي ۽ زرتشت، جڏهن تہ عيسائي ڪليسا جي عهديدارن جي سمورن حقن ۽ رعايتن جي خبرداري سان ضمانت ڏنل هئي.

اها قابل تحسين ڳالھ آهي، جنهن جو مثال جديد تاريخ ۾ بہ ڪونہ ٿو ملي، تہ مصر جي فتح کان پوءِ خليفي حضرت عمررضي الله تعاليٰ عنہ پوري ديانتداري سان عيسائي چرچن لاءِ وقف ٿيل ملڪيت کي جيئن جو تئين محفوظ رکيو ۽ پادرين جي مدد لاءِ پهرين حڪومت طرفان مقرر ڪيل وضيفن کي جاري رکيو (مقريزي).

---

[1] حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ

[2] حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ. حضرت علي عليہ السلام ۽ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻين اڪابر اصحابن تي مشتمل هئي. (ڏسو ڪتاب الخراج)

[3] پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو سوٽ ۽ مڃيل حيثيت وارو مفسر.

[4] ڪتاب الخراج

شروعاتي مسلمان حڪومتن جنهن رواداري جو سهڻو مثال پيش ڪيو خود عيسائين ان جي شاهدي ڏني آهي. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت دوران مرو (مروه Merv) جي عيسائي بطريق فارس جي شمعون نالي بشپ کي هيٺئين مضمون جو خط لکيو: "عرب، جن کي الله تعاليٰ زمين تي بادشاهي عطا ڪئي آهي، اهي عيسائي دين تي حملو ڪونہ ٿا ڪن، بلڪ ان جي بجاء اهي اسان جي مذهب ۾ اسان جي مدد ڪن ٿا، اهي اسان جي خدا ۽ اسان جي درويشن(اوليائن) جو احترام ڪن ٿا ۽ اسان جي گرجاگهرن ۽ راهب خانن لاءِ مالي سوڪڙيون موڪلڻ جي مهرباني ڪندا آهن."

ڏاڍائي جي معمولي جهلڪ ڪان بہ پاسو ڪرڻ جي مطلب هيٺ ڪنهن بہ مسلمان کي اجازت ڪونہ هئي تہ ڪنهن ذمي کان زمين خريد ڪري، "نہ امام ۽ نہ سلطان کي اختيار هيو تہ ڪنهن ذمي جي ملڪيت تي قبضو ڪري."

قانون جي نظر ۾ مسلمان ۽ ذمي مڪمل طور تي برابر هيا. حضرت علي عليہ السلام فرمايو "انهن جو خون اسان جي خون جهڙو آهي." ڪيترين ئي جديد حڪومتن، جن مان نهايت مُهذب حڪومتون بہ آجيون ڪونہ آهن، اسلامي نظام کي پنهنجي لاء نمونو بڻائي سگهن ٿيون. ڏوهہ جي سزا لاءِ حڪمران ۽ محڪوم ماڻهن جي وچ ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ هيو. اسلام جو قانون اهو آهي تہ جيڪڏهن ڪو ذمي ماڻهو مسلمان هٿان قتل ٿئي ٿو تہ مسلمان کي بہ اهائي ساڳي سزا ملندي جيڪا ان جي مخالف صورت ۾ آهي.[1]

بغداد جي خليفن کي، قرطبہ وارن پنهنجن مخالف خليفن وانگر غيرمسلم رعيت جي ڀلائي لاءِ ايترو خيال هيو جو ذمين جي بچاء ۽ انهن جي مفادن جي تحفظ لاءِ هڪڙو خاص کاتو قائم ڪيو هئائون.

---

[1] زيلعي پنهنجي ڪتاب "تخريج الهدايہ" ۾ هڪڙي مقدمي جي باري ۾ بيان ڪري جيڪو حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي عدالت ۾ پيش ڪيو ويو. بڪر بن وائل نالي مسلمان، حيروت نالي هڪڙي عيسائي کي قتل ڪيو. خليفي حڪم ڏنو "قاتل کي مقتول جي وارثن حوالي ڪيو وڃي". تنهن ڪري ملزم کي حيروت جي حنين نالي هڪڙي وارث حوالي ڪيو ويو جنهن ان کي قتل ڪيو. (صفحو 388 دهلي جو ڇاپو) ائين ئي عمر بن عبدالعزيز جي دور ۾ بہ اهڙي ساڳئي واقعي لاءِ بيان ڪيو ويو آهي.

انهي ڪاتي جي سربراهہ کي بغداد ۾ "ڪاتب الجهبذه " ۽ اسپين ۾ "ڪاتب الذمام" سڏيو ويندو هيو.

متوڪل جنهن امام الشهداء امام حسين عليہ السلام جي روضي مبارڪ کي شهيد ڪرائي پٽ ڪيو ۽ انهي مقدس جاءِ جي زيارت تي پابندي لڳائي هئائين. جيئن ان معتزلي مسلمانن کي خارج ڪيو هيو ائين غير مسلمن کي بہ رياستي ملازمت مان خارج ڪري انهن کي ڪيترن حقن کان محروم ڪري ڇڏيو. انهي ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ بعد واري زماني جي فقهي ڪتابن ۾ جيڪي ان وقت لکيا ويا هيا، جڏهن اسلام ۽ عيسائيت جي وچ ۾ هڪ پاسي پنهنجي بقا لاءِ تہ ٻئي پاسي وحشي تسلط لاءِ وڏو مهاڏو اٽڪيل هيو اهڙا فقرا موجود آهن جيڪي انهي الزام کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ مدد ڪن ٿا تہ اسلام ۾ ذِمِيُن جو ڪوبہ احترام ڪونہ هيو. پر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم يا سندن قريبي ساٿين ۽ خليفن(خلفاء راشدين) طرفان ذهن نشين ڪرايل اصولن ۾ اهڙي ڪابہ ڳالھ موجود ڪونہ آهي جنهن مان انهي الزام کي هٿي ملي. بهرحال اهو بہ ضرور چئبو تہ پوءِ واري زماني جي فقيهن جي تعصبي خيالن تي ڪڏهن بہ عمل ڪونہ ڪيو ويو. ۽ غير مسلمن سان جنهن رواداري ۽ دريادلي وارو سلوڪ ڪيو ويندو هيو انهي حقيقت جي شاهدي انهي ثبوت مان ملي ٿي تہ ذمين کي اڪثر ڪري مسلمانن جي وصيتن تي عمل درآمد ڪرائڻ وارن عملدارن طور نامزد ڪيو ويندو هيو. اهي اڪثر ڪري اسلامي يونيورسٽين ۽ تعليمي ادارن جا سربراهہ مقرر ٿيل هوندا هيا ۽ توڙي جو اهي مذهبي ذميواريون ادا ڪري نہ سگهندا هيا تہ بہ مسلمانن جي بيت المال جا رکوالا هوندا هيا. جڏهن ڪو قابل ۽ لياقت وارو غير مسلم فوت ٿيندو هيو تہ مسلمان جماعت جي صورت ۾ ان جي تدفين ۾ شرڪت ڪندا هيا.

شروع ۾ ڪن مخصوص سببن ڪري غير مسلمن کي فوج جي اڳواڻي ڪونہ سونپي ويندي هئي، پر پيا سمورا عهدا ۽ ذميواريون مسلمانن سان برابري ۾ انهن لاءِ کليل هيون. اها برابري رڳو خيالي ڪونہ هئي ڇو تہ پهرين صدي هجري کان اسان ڏسون ٿا تہ رياست جا اهم عهدا عيسائين، يهودين ۽ مجوسين وٽ هوندا هيا. عباسين ورلي ڪڏهن اعتراض ڪندي، مذهب جي بنياد تي پنهنجي رعيت ۾ ڪنهن بہ امتيازي فرق کي تسليم ڪونہ ڪيو. جن حڪمران گهراڻن انهن کان

حڪومتي اختيار حاصل ڪيا. انهن بہ انهن جي مثال جي پوري ديانتداري سان پوئواري ڪئي.

اسلامي ملڪن ۾ غير مسلمن سان ٿيندڙ سلوڪ کي جيڪڏهن يورپي حڪومتن ۾ غير عيسائين يا مسلمانن سان ٿيندڙ سلوڪ سان ڀيٽيو وڃي تہ عام طور تي اهو چئي سگهبو ۽ ڏٺو ويندو تہ ماڻهپي ۽ درياء دلي جو پلڙو اسلام جي حق ۾ جهڪيل آهي. دهلي جي مغل بادشاهي هيٺ هندو فوج جا سپهہ سالار هوندا هيا، صوبن جا حاڪم هوندا هيا ۽ بادشاهي دربار جي ڪچهرين ۾ ويهندا هيا. ڇا موجوده زماني ۾ بہ ڪنهن غير يورپي سلطنت لاءِ جنهن جي رعيت مختلف مذهبن وارن ماڻهن تي مشتمل هجي، چئي سگهجي ٿو تہ اهي نسل، رنگ يا مذهبي عقيدي جي بنياد تي ڪو تفاوت ڪونہ ٿيون رکن؟

اسلام ۾ گهٽي اهميت واري ڳالهہ ۽ مکيہ مقصد اهو هيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انساني برابري ۽ فطري ڀڏي جي جنهن اصول جي تعليم ڏني هئي ان کي انسانذات منجهہ ذهن نشين ڪرايو وڃي. الله تعاليٰ جي هيڪڙائي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي ايمان جي حد اندر اسلام انساني ضمير کي گهٽي ڪليل آزادي ڏئي ٿو. انهي ڳالهہ جو نتيجو آهي تہ مسلمان سپاهہ جتي جتي بہ قدم رکيو اتي ڏتڙيل ماڻهن ۽ ڪفر طرفان ستايل ماڻهن پنهنجي لاءِ انهن کي اذيتناڪ ٻانهپ کان نجات ڏياريندڙ ۽ آزادي جو پڙهو گهمائيندڙ سمجهي ڀليڪار ڪيو. اسلام انهن جي لاءِ قانوني مساوات ۽ واجبي محصولن جي خوشخبري ڏني.

جنين يرموڪ (Yermuk) ۽ اجنادن (Ajnaadin) واريون لڙايون شامين، يونانين ۽ مصرين لاءِ نجات جو پيغام هيون. ائين قادسيہ واري لڙائي بہ جنهن سان ايران مسلمانن جي قبضي ۾ اچي ويو ايرانين جي اڪثريت لاءِ آزادي جو نشان هئي. يهودي جن جو زرتشتين وقت بہ وقت قتلام ڪيو هيو ۽ جن عيسائين کي هڪ هنڌ کان ٻي هنڌ ڳولي ڳولي ماريو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اختياري هيٺ، جنهن جي دين جو اصل نعرو انساني ڀائيچارو هيو، آزادي ۽ سک جو ساهہ کنيو. جتي ڪٿي ماڻهن مسلمانن کي پنهنجو آزادي ڏياريندڙ سمجهي استقبال ڪيو. پر جيڪڏهن ڪٿي ڪا مدافعت ٿي تہ اها پادري برادري ۽ مراعات يافتہ طبقي طرفان هئي. عام طور تي عام خلق ۽

پورهيت طبقا، جيڪي زردشتن جي پابندي هيٺ هيا. انهن پاڻ کي مسلمان فاتحن جي قطار ۾ بيهاريو. سدائين قائم رهڻ واري حق جي ميتا انهن کي پنهنجن مسلمان ڇوٽڪارو ڏيارينڌڙن سان ساڳي حيثيت ۾ بيهارڻ لاءِ ڪافي هئي.

ڳوٺن ۽ قبيلن جي سردارن کي جاگيرداري نظام ۾ جيڪي حق هيا، انهن جي انهن حقن، اعزازن ۽ مقامي اثر کي برقرار رکيو ويو. گوبينو(Gobineau) چوي ٿو "اسان جي سوچڻ کان به وڌيڪ، ڇو ته مسلمانن جي باري ۾ ڏاڍايون ڪرڻ ۽ آزارڻ کي تمام گهڻي مبالغي سان بيان ڪيو ويو آهي."

آفريڪا ۽ اسپين جي سوڀ به ساڳيو نتيجو پيش ڪيو. ايرين(Arian)، پيلاجين(Pelagian) ۽ ٻيا بدعتي ماڻهو جيڪي ان وقت تائين قدامت پسندي واري تشدد ۽ نفرت جا ستايل هيا ۽ وڏي پيماني تي اهي ماڻهو به جن کي بي قانون فوجين ۽ اجان وڌيڪ بي قانون پادري برادري طرفان پيانڪ نموني سان ظلم جو نشانو بڻايو ويو هيو اسلام اندر امن ۽ سلامتي جي زندگي گذارڻ لڳا. قسمت جو کيل ڏسو اهڙو کيل جنهن کي ڏسي قديم زماني جي مڪافاتِ عمل واري عقيدي تي يقين اچي ٿو وڃي، ته مسلمان يهودين جا بهترين محافظ ثابت ٿيا. حالانڪ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان يهودين جي دشمني اسلامي جماعت کي ذري گهٽ تباهي ڪنڌي تي پهچائي ڇڏيو هيو. "سمورين عيسائي قومن ته انهن کي بي عزت ڪيو هيو لتيو ڦريو هيو ڌڪاريو ۽ نفرت ڪئي هئي." پر اسلام ۾ انهن اها پناه لڌي ۽ انهن کي غيرانساني سلوڪ خلاف اهو تحفظ مليو جنهن حق ڏيڻ کان عيسائيت بي رحمي وچان انڪار ڪيو هيو.

اسلام ماڻهن کي اهڙو ضابطو ڏنو جيڪو توڙي پنهنجي سادگي ۾ پراڻي انداز وارو هيو پر مادي تهذيب جي ترقي سان مطابقت ۾ تمام وڏي سڌاري جو اهل هيو. ان رياست کي انساني ذميواري ۽ انساني حقن جي حقي ميتا تي ٻڌل هڪڙو لچڪدار آئين عطا ڪيو. ان محصول لڳائڻ واري عمل کي محدود ڪيو ان انسانن کي قانون جي نظر ۾ برابر بڻايو ان خوداختياري اصولن کي سنجيدو بڻايو. ان انتظامي اختيارين کي قانون - اهڙو قانون جيڪو مذهبي منظوري ۽ اخلاقي فرض شناسي تي ٻڌل هيو - آڏو جوابده بنائڻ ذريعي حڪومتي طاقت مٿان ڪنٽرول

قائم ڪيو. ارقاط (ارڪرٽ Urquhart) چوي ٿو "انهن اصولن مان هرهڪ جي اثرائتي حالت ۽ فوقيت اهڙي هئي جو هرهڪ پنهنجي بانيڪار کي لازوال شهرت ڏيارڻ لاءِ ڪافي هيو. انهن جي عمدگي ۽ اثر باقي قانونن کي اهميت بخشي؛ ۽ سيني قانونن گڏجي پنهنجي طاقت ۽ سگهه سان اهڙو نظام ڻاهيو جيڪو ڪنهن بئي سياسي سرشتي ۾ ڪونه ٿو ملي. توڙي جو اهو قانون جهنگلي، جاهل ۽ غيراهم ماڻهن جي قوم ۾ رائج ڪيو ويو پر هڪڙي ئي انسان جي زندگي ۾ اهو رومي سلطنت جي مقابلي ۾ تمام گهٽي وڌي علائقي مٿان پکڙجي ويو. جيستائين ان جون ابتدائي خاصيتون برقرار رهيون، اهو ناقابل شڪست قوت رهيو."[1]

حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت جو مختصر دور ريگستاني قبيلن منجهه امن امان قائم ڪرڻ جي جدوجهد ۾ گذري ويو. تنهن ڪري ان کي صوبن جي باقاعدي تنظيم ڪرڻ جي مهلت ڪونہ ملي. پر حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت ۾ - جيڪو واقعي عظيم ماڻهو هيو - رعيتي قومن جي ڀلائي لاءِ اهڙي چاڪ وچوبند نظرداري شروع ٿي وئي جنهن اوائلي مسلمان حڪومتن کي مثالي خوبين وارو بڻائي ڇڏيو.

پهرين خليفن جي دورن ۾ مسلمانن جي سياسي حالت جي ڇنڊ ڇاڻ ڪجي تہ هڪڙي مقبول حڪومت جو نقشو ذهن ۾ ڦري اچي ٿو جنهن جو انتظام چونڊيل اڳواڻ طرفان محدود اختيارن سان هلايو ويندو هيو. رياست جي سربراهہ جا اختياري حق انتظامي ۽ عمل ڪرائڻ وارن معاملن تائين محدود هيا، جيئن پوليس جي نگراني، فوج جو ڪنٽرول، پرڏيهي معاملن جو ڪاروهنوار، خزاني جي ورهاست وغيره. پر اهو مجيل قانون کان هٽي ڪري ڪڏهن بہ ڪو بيو ڪم ڪري سگهڻ جو مجاز ڪونہ هوندو هيو.

عدالتون حڪومت جي زير تسلط ڪونہ هيون. انهن جا فيصلا آخري فيصلا هوندا هيا ۽ پَهرِيَن خليفن کي اهو اختيار ڪونہ هوندو هيو تہ اهي باضابطہ مقرر ٿيل قاضي طرفان ڪنهن ڏوهي قرار ڏنل ماڻهو کي معافي ڏئي ڇڏين. جيڪو امير لاءِ قانون هيو غريب لاءِ بہ ساڳيو قانون

---

[1] ڏسو ارقاط (ارڪرٽ Urquhart) جي ڪتاب "اسپرٽ آف دي ايسٽ" جلد پهريون جو تعارف( Spirit of the East, vol_I,Introd.).

هيو حڪومتي ڪارندن لاءِ بہ ائين جيئن زمين ۾ پورهيو ڪندڙ لاءِ هيو.

جيئن جيئن وقت اڳتي وڌندو ويو تہ ان نظام جي سختي ۾ نرمي ايندي وئي، پرعام ڍانچو سدائين برقرار رهيو. غاصبن بہ جن بغير ڪنهن حق جي، بي ايماني ۽ خون خرابي ذريعي حڪومت جون واڳون سنڀاليون ۽ جيڪي پنهنجي ذات ۾ ڪفر وارن ذهنن جي انهي اقتدار جا نمائندا هيا، جنهن کي اسلام جي تعليمات ذريعي هڪالي ڪڍيو ويو هيو تن بہ ٿورو ڪي گهٽو هڪڙي نمائنده حڪومتؒ جي قانون جي تابعداري ڪندڙ انتظامي سربراهن جي ظاهري ڏيک واري هڪجهڙائي جي بجاآوري ڪئي. بعد واري زماني اندر حڪمران جڏهن اڪثر ڪري چڙواڳ اختيار جون لامحدود حدون اورانگهيندا هيا تہ فقهي عالمن جي عام جماعت جي فيصلي ذريعي روڪيا ويندا هيا. جيڪا جماعت مڙني مسلمان رياستن ۾ حڪومت مٿان آئيني چڪاس جو ڪم ڪندي هئي. بهرحال شروعاتي ڏينهن ۾ آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اصحابي ائين گڏ هوندا هيا جڻ اهي رياست جي مجلس شوريٰ هجن. ”پيغمبر جو اصحابي“ جي لقب سان لاڳاپيل احترام وارو احساس خيمي ۾ بہ ايترو عظيم هيو جيترو شهر ۾. انهن کي جيڪو طاقتور اثر حاصل هيو اهو مسلمانن جي سوڀن ،سان وڌندو ويو. اهو لقب رکندڙ شخص جڏهن ڪنهن مهم تي هوندو هيو تہ ماڻهن جو انبوهہ ان جي پاسي ولر ڪري ايندو هيو ۽ ان جي اڳواٽي ۾ پيروي ڪندو هيو. پهرين درجي واري حيثيت ۾ اهي اصحابي هيا جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان مڪي مان گڏجي آيا يعني مهاجر، ۽ پوءِ اهي انصاري جن کين جانثاري سان مديني ۾ ڀليڪار ڪيو هيو ۽ دين جي بچاءِ ۾ بدر ۽ احد واريون لڙايون وڙهيون هيون. آخر ۾ اهي جن کي پاڻ ڪريمن ڪو ڪم سونپيو هيو يا اهي جن سندن صحبت ۾ گذاريو هيو کين ڏنو هيو ۽ ٻڌو هيو. سڀ کان آخري درجي ۾ اهي ٿي آيا جن اصحابن مان ڪنهن هڪ جي هٿ هيٺ خدمتون انجام ڏنيون هيون ۽ ائين اڻ سڌي طرح آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مقناطيسي اثر جي دائري ۾ آيا.

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي دورِ خلافت ۾ هڪڙو واقعو پيش آيو جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ اسلام ۾ سڀني انسانن لاءِ ڪهڙي مڪمل برابري هئي. غساني بادشاهہ جبالا (Jabala) اسلام قبولڻ کان پوءِ

مؤمنن جي سالار کي پنهنجي عقيدت پيش ڪرڻ لاءِ مديني ڏانهن روانو ٿيو. اهو شهر ۾ وڏي ڌام ڌوم سان داخل ٿيو ۽ ان جو گهڻي عزت سان آڌرڀاءُ ڪيو ويو. جڏهن اهو ڪعبت الله شريف جو طواف ڪري رهيو هيو تہ اتفاق سان هڪڙي ٻئي غريب حاجي، جيڪو ساڳي مقدس ڪم ۾ مشغول هيو جي احرام جو هڪڙو پلو بادشاهہ جي ڪلهي تي ڪري پيو. جبالا ڪاوڙ مان موٽيو ۽ ان حاجي کي منهن تي هڪڙو ڌڪ هنيائين جنهن ڪري غريب ماڻهوءَ جو ڏند ڀڄي پيو. واقعي جو باقي حصو شام ۾ اسلامي لشڪرن جي سپهہ سالار حضرت ابوعبيده رضي الله تعاليٰ عنہ ڏانهن حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ طرفان لکيل خط ۾ چيل يادگار لفظن ۾ ٻڌائڻ ضروري آهي. خليفو لکي ٿو: ”غريب حاجي مون وٽ آيو ۽ سندس تدارڪ ڪرڻ لاءِ عرض ڪيائين. مون جبالا کي گهرايو ۽ اهو جڏهن منهنجي آڏو آيو تہ مون ان کان پڇيو تہ ان هڪڙي مسلمان ڀاءُ سان اهڙو خراب سلوڪ ڇو اختيار ڪيو هيو. ان جواب ڏنو تہ ان ماڻهوءَ سندس بي عزتي ڪئي هئي ۽ اهو چيائين تہ جيڪڏهن ان کي ڪعبت الله شريف جي حُرمت جو خيال نہ هجي ها تہ ان مهل ئي ان ماڻهوءَ کي قتل ڪري ڇڏي ها. مون ان کي ٻڌايو تہ ان جا اهي لفظ ان طرفان ڪيل ڏوهہ جي سنگيني کي اڃا وڌائين ٿا ۽ جيستائين اهو زخمي شخص کان معافي حاصل نٿو ڪري تہ پاڻ کي شريعت جي عام سزا لاءِ پيش ڪرڻو پوندس. جبالا جواب ڏنو تہ مان هڪڙو بادشاهہ آهيان ۽ ٻيو هڪڙو عام ماڻهو آهي.“ ”بادشاهہ يا غريب، توهان ٻئي مسلمان آهيو ۽ شريعت جي نظر ۾ توهان ٻئي برابر آهيو.“ ان چيو تہ سزا کي ٻئي ڏينهن تائين روڪيو وڃي؛ ۽ زخمي جي راضپي سان مون دير ڪرڻ جي اجازت ڏني. جبالا رات جي وڳڙي ۾ ڀڄي ويو ۽ هاڻي عيسائي ڪُتي سان ملي ويو آهي.[1] پر الله تعاليٰ توکي ان ۽ ان جهڙن گهڻن مٿان سوڀ ڏياريندو......“

حضرت ابو عبيده رضي الله تعاليٰ عنہ اهو خط پنهنجن لشڪرين جي آڏو پڙهي ٻڌايو. لڳي ٿو تہ پهرين خليفن جي دور ۾ اهڙن پيغامن جو رواج عام هيو. شهر ۾ يا واهڻ ۾ ڪنهن بہ ماڻهو کي عوامي معاملن کان بي خبر ڪونہ رکيو ويندو هيو. هر جمعي تي عبادت ڪرڻ

---

[1] ابتدائي مسلمان بازنطيني بادشاهہ کي اهڙي لقب سان سڏيندا هيا.

کان پوءِ مؤمنن جو سالار گڏ ٿيل جماعت آڏو روزمره جي مکيہ واقعن ۽ ڪارگذارين جو ذڪر ڪندو هيو. ٻين علائقن ۾ مقرر ٿيل حاڪم ان جي مثال جي پيروي ۾ عمل ڪندا هيا. انهن عام گڏجاڻين ۾ هر مسلمان کي شرڪت ڪرڻ جو حق هيو. اهو پنهنجي نهايت سٺي نموني ۾ جمهوريت جو راڄ هيو. اسلامي سربراهہ مؤمنن جو سالار ڪنهن بہ الوهيت جي چوغي ۾ ويڙهيل ڪونہ هيو. اهو رياست جي انتظام بابت رعيت آڏو جوابده هوندو هيو. خلفاء راشدين جنهن پابندي سان پاڻ کي ماڻهن جي خوشحالي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هيو ۽ جنهن سادگي سان اهي زندگي گذاريندا هيا، اها آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت جي پوري پوري تقليد هئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم وانگر اهي مسجد شريف ۾ عبادت ڪندا هيا، ۽ واعظ ڪندا هيا. غريبن ۽ ڏکويلن کي پنهنجي گهر مهمان ڪندا هيا ۽ معمولي ماڻهو ڏي بہ ڌيان ڏيڻ کان ڪونہ ڪيٻائيندا هيا. جلسن جلوسن کان سواءِ، ڊام ڊوم يا تقريبن سجائڻ کان سواءِ، انهن پنهنجي ڪردار جي طاقت سان ماڻهن جي دلين تي حڪمراني ڪئي. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ بيت المقدس (جيروسليم Jerusalem) وارن طرفان بناشرط جي آڻ مڃڻ کي قبوليت ڏيڻ لاءِ اڪيلي غلام سان گڏجي شام ڏانهن سفر ڪيو. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ لاڏاڻي وقت پنهنجن وارثن لاءِ فقط ڪپڙن جو هڪڙو وڳو هڪڙو اٺ ۽ هڪڙو غلام ڇڏيو. حضرت علي عليہ السلام هر جمعي تي قومي خزاني مان پنهنجي گذاري لاءِ ملندڙ رقم کي مسڪينن ۽ ڏکويلن ۾ ورهائي ڇڏيندا هيا، ۽ عام عدالتن لاءِ پنهنجي احترام ذريعي ماڻهن لاءِ اعليٰ مثال قائم ڪيائون. جيستائين اسلامي جمهوريت قائم رهي خليفن مان ڪوبہ انصاف لاءِ مقرر ٿيل عدالتن جي فتوا جي نہ تہ ابتڙ قدم کڻي سگهندو هيو ۽ نہ وري انهن ۾ ردبدل ڪري سگهندو هيو.[1]

ڪنهن نئين حڪومت لاءِ جنهن هٿيارن جي زور وسيلي اقتدار حاصل ڪيو هجي، فطري طور ماڻهن جي محبت کَٽڻ ڏکيو هوندو آهي.

---

[1] معاويہ جي ئي دور ۾ پهريون ڀيرو اهو ٿيو جو قاضي جي عدالت طرفان ڏنل سزا تي عملدرآمد ڪونہ ٿيو قاضي طرفان ڏوهي قرار ڏنل ماڻهوءَ کي صرف انهي ڪري معافي ڏني وئي تہ ڏوهي ماڻهو ان غاصب (معاويہ) جي شان ۾ قصيدو پڙهيو.

ڀهرين عرب مسلمانن مفتوح قومن کي انتهائي وڏي پروسي ۽ عقيدت واري وابستگي لاءِ بامقصد سبب مهيا ڪيا. حضرت ابوعبيده رضي الله تعاليٰ عنہ جي امن پسندي ۽ مروت جي سرواڻين ذريعي جنهن خالد بن وليد جهڙن سپاهين جي سخت مزاجي ۽ ڪاوڙ کي ضابطي ۾ رکيو انهن پنهنجي رعيت جي شهري حقن جو مڪمل تحفظ ڪيو. انهن سيني مفتوح قومن کي نهايت مڪمل مذهبي آزادي ڏني. انهن جو رويو ۽ ڪردار جديد زمانن جي ڪيترين مُهذب حڪومتن لاءِ شهري ۽ مذهبي رواداري جو نهايت شاندار مثال پيش ڪري ٿو. نہ تہ انهن عورتن کي ڪوڙا هڻي موت ڪنڌي تائين پهچايو. نہ وري انهن معصوم عورتن کي پنهنجي رکوالن هٿان سائبيريا جي ڪاٽين ۾ ظلم جو نشانو ٿيڻ لاءِ مصيبت ۾ ڌڪيو. انهن ۾ ايتري ڏاهپ هئي جو فتح ڪيل ملڪن ۾ موجود سماجي ادارن جي ڪم ۾ جيڪي انهن جي مذهب سان مخالفت ۾ ڪونہ هيا، ڪڏهن بہ مداخلت ڪونہ ڪئي.

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ عوام جي زرعي خوشحالي جي حاصلات لاءِ جيڪي ڪوششون ورتيون انهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ان کي عوام جي مفادن ۽ خوشحالي کي ترقي ونرائڻ جو ڪيترو خيال هيو. زمين تي جيڪا ڍل مقرر ڪئي وئي اها انصاف پري ۽ وچٽري بنياد مطابق مقرر ڪئي وئي هئي. مملڪت جي هر علائقي ۾ نهرون ۽ ناليون کوٽڻ لاءِ حڪم ڏنو ويو هيو. جاگيرداري زماني کان جن محصولن ڌرتي جي آبادگارن کي پيڙي ڇڏيو هيو اهي سڀ مڪمل طور تي ختم ڪيا ويا ۽ ڪڙمت ڪرڻ وارن کي صدين جي ٻانهپ واري بار کان آزاد ڪيو ويو. انهي نرالي ماڻهوءَ جي هڪڙي قاتل هٿاران شهادت اسلامي مملڪت لاءِ بيشڪ هڪڙو ناقابل تلافي نقصان هيو. ان جو ڪردار جنهن ۾ سختي سان گڏ عدل جو عنصر بہ هيو ان جي انسان شناسي ۽ ساڃاهہ جنهن ڪري اهو خاص طور تي اموي خاندان وارن جي اقتدار لاءِ آرزوئن جي منصوباسازي تي نظر رکڻ ۽ دٻائي رکڻ لاءِ نمايان طور تي موزون هيو. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ حياتي جي آخري گهڙين ۾ ڇهن ماڻهن کي پاڻ مان سندس جانشين چوندڻ جو ڪم سونپيو. حضرت علي عليہ السلام بن حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ کي خلافت جي آڇ ڪئي وئي هئي پر اموي سازشن ڪري انهي آڇ سان هڪڙو شرط لاڳو ڪيو ويو هيو جنهن لاءِ انهن کي پڪ هئي تہ حضرت

علي عليہ السلام اهو شرط ڪونہ مڃيندو. ان ڪان مطالبو ڪيو ويو تہ اهو نہ صرف شرعي قانونن، ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان ڇڏيل رهنما نمونن(سنت) ذريعي حڪومت هلائيندو پر انهن مثالن جي بہ پيروي ڪندو جيڪي ان ڪان اڳ گذريل ٻن خليفن مقرر ڪيا هيا. پنهنجي انفرادي ڪردار ڪري حضرت علي عليہ السلام پنهنجي ساڃاهہ کي ائين قابو ۾ رکڻ جي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪيو. پوءِ خلافت اموين جي اميدن مطابق انهن جي خاندان جي فرد حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ کي آڇي وئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نائب طور انهي بزرگ سردار طرفان خلافت سنڀالڻ واري عمل کي بعد ۾ ظاهر ٿيل نتيجن اسلامي جماعت لاءِ گهربل تجربو نہ رکندڙ هاجو ثابت ڪيو. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ هڪڙي اهڙي خاندان جو فرد هيو جنهن سدائين هاشمي خاندان سان ڳوڙهي دشمني رکي هئي. انهن پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي سخت نفرت واري ڏڪار سان ستايو هيو ۽ ان کي پنهنجي گهر مان هجرت ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو هيو. انهن دين کي ان جي اوائلي مرحلي ۾ ئي ختم ڪرڻ لاءِ سخت جدوجهد ڪئي هئي، ان خلاف آخرتائين لڙايون ڪيون هيون. انهن جو پاڻ ۾ مضبوط اتحاد ٿيل هيو بنومضر جي سيني قبيلن منجهہ، جنهن جا اهي مشهور رڪن هيا. وڏو اثر رسوخ رکندڙ هيا، پراڻي اختيار ۽ وقار کي پنهنجن هٿن مان نڪرندو ڏسي اموي دل ۾ لڪل ساڙ ۽ حسد کان ٻري رهيا هيا. مڪي جي فتح کان پوءِ انهن اڻ ٽيٽي کي قبول ڪيو هيو پر حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ جي ٻچڙي جيڪا بربادي انهن مٿان آندي هئي ان ڪري انهن هاشمي گهراڻي ۽ اسلام کي ڪڏهن بہ معاف ڪو نہ ڪيو. جيستائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ظاهري حياتي ۾ هيا تہ سندن عظيم شخصيت انهن سيني غدارن تي ڇانئي رهي. انهن مان ڪيترن ذاتي مفاد ڪري[1] ۽ مسلمانن جي سوڀ ڪري اسلامي جماعت کي جيڪي دنياوي ملڪيتون ملنديون هيون انهن کي حاصل ڪرڻ جي لالچ هيٺ، نالي ماتر دين قبولڻ جو اقرار ڪيو هيو. پر حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جنهن جمهوريت جو اعلان ڪيو هيو ان سان

---

[1] انهيءَ ڪري انهن کي "مؤلفت القلوب" چوندا هيا.

انهن ڪڏهن بہ نفرت ڪرڻ ختم ڪونہ ڪئي هئي. اهي ماڻهو عياش ۽ فضول خرچ، ظالم، مفادپرست ۽ دلي طور اندر ۾ ڪافر هيا، انهن برابري جا حق ڏيارڻ واري مذهب تي زخم لڳايا. اهو مذهب جنهن اخلاقي ذميوارين ۽ ذاتي پارسائي جي سخت بجاآوري کي زور ونرايو. انهن شروع کان ئي جنهن حڪومت سان اتحاد ڪرڻ جو قسم کنيو هيو ۽ ان جمهوريت جنهن انسان تي ياڙيو تي، اموين پاڻ کي ان جون پاڙون کوٽڻ ۽ برباد ڪرڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پهرين ٻن خليفن انهن جي خواهش کي پابندين اندر رکيو ۽ انهن جي سازشي ۽ دغابازي وارين رٿائن کي دٻائي رکيو. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي خليفي ٿيڻ سان اهي ڳجهن وانگر شڪار جي بوءِ سنگهندي مديني ڏانهن ولر ڪري آيا. ان جي خليفي ٿيڻ سان نفرت جي طوفان جو اهو لاوو ڦاٽي پيو جيڪو اموين جي دل ۾ نفس پرستي ڪري ٻري رهيو هيو. جنهن اسلامي دنيا کي ان جي نهايت اندرين ڳر مان جنجهوڙي ڇڏيو ۽ ان جي نهايت قيمتي ۽ عاليشان زندگين کي تباھ ڪري ڇڏيو.

حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت ۾ ان کان اڳ گذريل ٻن خليفن طرفان قائم ڪيل پاليسي ۽ انتظام مڪمل طور تبديل ٿي ويو. جڏهن تہ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ انهن جي فيصلن تي پيروي ڪرڻ جي حامي ٻري هئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پَهرِيَن اصحابن ۽ ساٿين مان کنيل سيني سپھ سالارن ۽ گورنرن کي عهدن تان هٽايو ويو. اهليت ۽ مخلصي واري خدمت پوري طرح نظرانداز ٿيل هيون. فائدي وارن ۽ ذميواريون نيائڻ وارن سمورن عهدن تي اموين قبضو ڪري ورتو هيو. علائقن جون گورنريون اهڙن ماڻهن جي حوالي ڪيون ويون هيون جن پاڻ کي اسلام جو نهايت وڏو دشمن ثابت ڪيوهيو ۽ خزاني کي انهن جي فائدي لاءِ خالي ڪيو ويو. جڏهن اسان حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نظام ۾ اختلافن جي باري ۾ ذڪر ٿا ڪريون تہ اسان کي بعد ۾ آيل واقعن جو ڪجھ تفصيل سان بيان ڪرڻو پوندو. هتي اهو چوڻ ڪافي آهي تہ انتظاميہ جي بدعنواني، اڳ مقرر ڪيل سمورن مثالن کان مڪمل طور انحراف، ڪراڙي خليفي طرفان پنهنجي خاندان وارن جي حمايت ۾ انتهائي طرفداري، ۽ ڪنهن بہ شڪايت ٻڌڻ کان ان جي

لاچاري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پراڻن اصحابن ۽ مسلمانن جي عام جماعت ۾ سخت ناراضپي کي اڀاريو. جنهن جي پڄاڻي بغاوت جي صورت ۾ ٿي جنهن ۾ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي حياتي وڃائي. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي دردناڪ شهادت کان پوءِ ماڻهن گڏيل رضامندي سان حضرت علي عليہ السلام کي خالي ٿيل جاءِ تي خليفو چونڊيو. ان کان پوءِ خليفي خلاف جيڪي هٿياربند بغاوتون شروع ٿيون اهي تاريخي حقيقتون آهن. اولسنر(Oelsner) چوي ٿو "جيڪڏهن علي (عليہ السلام)کي پر امن طريقي سان خلافت هلائڻ ڏني وڃي ها تہ ان جون خوبيون، ان جي پختگي، ۽ ان جي ڪردار جي برتري ڪري پراڻي جمهوريت کي ۽ ان جي سادن طريقن کي هميشہ لاء استقلال(دوام) ملي وڃي ها."[1] ياڙيتو قاتل جي خنجر اسلام جي اميدن کي پائمال ڪري ڇڏيو. ميجر اوسبرن (Major Osborn) چوي ٿو "ان سان گڏ نهايت سچي دل وارو ۽ گهٽو پلو مسلمان شهيد ٿي ويو. اسلامي تاريخ جنهن جي يادن کي محفوظ ڪري ڇڏيو آهي." حضرت علي عليہ السلام جيڪڏهن پنهنجي زماني کان ست صديون اڳ دنيا ۾ اچي ها تہ انهي شاندار ماڻهوءَ کي ديوتا جو درجو ڏنو وڃي ها، ۽ تيرهن صديون پوءِ پيدا ٿئي ها تہ ان جي ذهانت ۽ قابليت، ان جي اخلاقي اوچاين ۽ ان جي دليري، مُهذب دنيا طرفان واکاڻ ڪئي وڃي ها. هڪڙي حڪمران جي حيثيت ۾ اهو پنهنجي وقت کان اڳ اچي ويو. گهٽو ڪري حق خلاف سرچاء نہ ڪرڻ واري پنهنجي محبت ڪري، پنهنجي شرافت ڪري، ۽ پنهنجي رحمدلي واري طبيعت ڪري اموين جي دغابازي ۽ فريب سان مقابلو ڪرڻ ان جي وس جي ڳالهہ ڪونہ هئي.

معاويہ طرفان هڪڙي بادشاهي طرز واري حڪومت قائم ڪرڻ سان اسلام جو سياسي روح وڏي تبديلي مان گذريو. هاڻي اڳ وانگر حڪمران جمهوريت جا اڳواڻ ڪونہ هيا جيڪي ماڻهن جي مرضي ۽ ووٽ جي حق ذريعي چونڊبا هيا. ۽ جيڪي صرف دين جي عظمت ۽ پنهنجي رعيت جي ڀلائي لاءِ انتظام هلائيندا هيا. معاويہ جي زماني کان وٺي حڪومت ڪندڙ خليفو پنهنجو جانشين پاڻ نامزد ڪندو رهيو ۽

[1] ڏسو اولسنر(Oelsner) جو ڪتاب "ڊيس افيڪٽس ڊي لي رليجن ڊي محمّد (Des Effects de la Religion de Mohammed)

ان جي موجودگي ۾ ماڻهن کان ان سان وفاداري ڪرڻ جو حلف ورتو ويندو هيو يا ان جي وڪالت ڪرڻ جي نموني ۾ ان جي نامزدگي جي رسمي منظوري ڏني ويندي هئي. انهي دستور ۾ ڪنهن جي بہ فائدي کان سواءِ رعيتي راڄ ۽ آمريت واري راڄ جون خرابيون گڏيل هيون. جمهوريت اندر نہ رڳو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن جي هڪڙي جماعت خليفن جي رهنمائي لاءِ مدد ڪندي هئي پر علائقائي گورنرن وٽ بہ ساڳيون صلاحڪاري جماعتون هونديون هيون. اموي راڄ جي دوران حڪومت خاص طور تي بدوي عربن ۽ ڄاڻو ماڻهن يا دبدبي وارن طرفان حاصل ڪيل تقرير جي آزادي ذريعي مخصوص مزاج سان شهنشاهي طرز واري هئي. اهي ماڻهو اڪثر پنهنجي گفتي يا قرآن شريف مان ڪا آيت تلاوت ڪري يا شاعرن جا بيت پڙهي خليفن جي طبيعت جي رجحان کي بدلائيندا هيا. پهرين پنجن عباسي خليفن جي زماني ۾ توڙي جو ڪاتن جا وزير ۽ بنوعباس جا نالي وارا ماڻهو گڏجي هڪڙي غير رسمي صلاحڪاري جماعت جون ذمواريون نڀائيندا هيا پر ٿوري يا گهڻي شهنشاهي طرز واري حڪومت جاري رهي. خليفي سان وفاداري رکندڙ برادرين جي اڳواڻ نمائندن تي ٻڌل هڪڙي باضابطہ مشاورتي جماعت پهريون دفعو مامون اعظم جي دور خلافت ۾ قائم ٿي هئي. بوويدن، سامانين، سلجوقن ۽ ايوبين سيني جي زماني ۾ بہ پنهنجون مشاورتي جماعتون هيون جن ۾ ٿورو گهڻو عوام جي نمائندگي هوندي هئي.

پر پهرين عباسي خليفن جي دور ۾ شخصي حڪومت مسلمان قومن جي مادي خوشحالي ۽ دانشوراڻي ترقي ۾ مدد ڪئي. پنهنجي اختيار جي سگهہ ۾ ۽ جنهن پختگي سان انهن حڪومت جون واڳون سنڀاليون ٿي، انهن کي انگلستان جي ٽيوڊر(Tudor) حڪمرانن سان ڀيٽي سگهجي ٿو. عباسي خلافت جو سياسي ۽ انتظامي ڍانچو جيڪو ايندڙ وقت ۾ وارثي حاصل ڪندڙ حڪمران گهراڻن طرفان پنهنجو ڪري لاڳو ڪيو ويو اهو اصل ۾ بغداد جو بنياد وجهندڙ منصور جي ذهانت جي پيداوار هيو. پنهنجي ڪم جي اثرائتي ورهاست ڪري ۽ تفصيلن کي ضابطي ۾ رکڻ ڪري اهو جديد دورن جي نهايت چڱي نموني سان منظم ڪيل دستورن جي قطار ۾ بيهي ٿو.

عباسين پنهنجي حڪومت جي شروعات ۾ ئي جيڪا ڪيترين صدين تائين جاري رهي، هڪڙو مالياتي ڪاتو ۽ رياست جو عملداري ڍانچو قائم ڪيو، پهرين ڪي محصولن جي وصولي ۽ سلطنت جي خرچ پکي جي ادائگي جون ذميواريون سونپيل هيون، ۽ ٻئي ڪي عملدارن جي حڪمن تي قانوني حيثيت جو ٺپو هڻڻ جي ذميواري سونپيل هئي. ان کان پوءِ ڪم جي سنئي ورهاست لاءِ رياست جا ٻيا نوان ڪاتا (جن کي ديوان سڏيو ويندو هيو) کوليا ويا جن منجهان هي مکيہ آهن :ـ ديوان الخراج (ڍل يا محصولن جي مرڪزي آفيس) يا مالياتي ڪاتو، ديوان الضياع سلطانيہ (سرڪاري ملڪتين جي آفيس)؛ ديوان الزمام (آڊٽ يا اڪائونٽس آفيس)؛ ديوان الجند (دفاع جو ڪاتو)؛ ديوان الموالي والغلمان (غلامن ۽ مملوڪن جو ڪاتو) جتي خليفي جي غلامن ۽ ملازمن جي حاضري جو رجسٽر رکيل هوندو هيو ۽ انهن جي ڪاڌ خوراڪ ۽ سنڀال جو انتظام ڪيو ويندو هيو. ديوان البريد (ٽپال ڪاتو ـ پوسٽ آفيس)؛ ديوان الزمام والنفاقات (شاهي گهراڻي جي خرچ پکي جي آفيس)؛ ديوان الرسائل (لکپڙه ڪرڻ واري آفيس)؛ ديوان التوقيہ (درخواستون وصول ڪرڻ واري آفيس)؛ ديوان النظرفي المظالم (شڪايتون ٻڌڻ واري آفيس)؛ ديوان الاحداس والشرطہ ـ (مليشيا ۽ پوليس آفيس)؛ ۽ ديوان العطاء ( امداد ۽ پگهار ڏيڻ واري آفيس) ڪنهن لحاظ کان وڏي خزاني واري آفيس جهڙي، جنهن کي مستقل بنياد تي مقرر ٿيل سپاهه کي پگهارون ڏيڻ جي ذميواري سونپيل هئي.[1] غير مسلم ماڻهن جي مفادن جي تحفظ جي ذميواري هڪ خاص آفيس کي سونپيل هئي جنهن جي سربراهه کي ڪاتب الجهبذه سڏيو ويندو هيو.

هر هڪ سرڪاري آفيس هڪڙي انتظامي سربراهه جي اختياري هيٺ هوندي هئي جنهن جي عهدي کي رئيس يا صدر چيو ويندو هيو ۽ نظرداري ڪرڻ ۽ عملي ڪم کي ضابطي ۾ رکڻ لاءِ انسپيڪٽر رکيل هوندا هيا جن کي ”مشرف“ يا ”ناظر“سڏيو ويندو هيو.[2]

---

[1] آخري عباسي خليفن جي دور ۾ وڌيڪ ٽي ديوان يا ڪاتا کوليا ويا:ـ ديوان القضا (وزارتِ عدل)، ديوان العرضي (پگهارن ورهائڻ وارو دفتر) ۽ ديوان الطغراز (اهو دفتر جتي شاهي مهرون رکيل هيون ۽ دستاويزن جي جانچ پڙتال ٿيندي هئي.)

[2] عباسين جي سياسي ۽ انتظامي بندوبست جي باري ۾ مڪمل تفصيل لاءِ ڏسو اسلام جي مختصر تاريخ ”دي شارٽ هسٽري آف ساراسينس.“

عباسي خليفن انهي انتظامي ڍانچي لاءِ حاجب جي عهدي سان هڪڙي آفيسر جو اضافو ڪيو جنهن جو ڪم ٻاهرين ملڪن جي سفيرن جو تعارف ڪرائڻ ۽ قاضين جي فتوائن خلاف اپيل ٻڌڻ لاءِ ڪورٽ جي حيثيت ۾ ڪم ڪرڻ هيو. انهن وزير اعظم جي آفيس به قائم ڪئي جنهن جي ذميواري اها هوندي هئي ته حاڪم جي خدمت ۾ ان جي غور ڪرڻ لاءِ اهڙن معاملن کي پيش ڪري جيڪي حاڪم طرفان فيصلو ڪرڻ جا گهرجائو هجن. انهن علائقائي (صوبائي) انتظام کي باقاعدي بڻايو ۽ صوبن کان گهربل ڍل کي مقرر ڪيل پڪي رقم جي صورت ۾ لاڳو ڪيو. انهن بغداد کان مڪي تائين رستي سان گڏ تلاءَ ۽ حوض ٺهرايا، ۽ مسافر خانا تعمير ڪرايا. رستي سان گڏ وڻ پوکرايا ۽ هر هنڌ رستن جي ڪنارن تي مسافرن ۽ حج جي پانڌيئڙن جي ساهي پٽڻ لاءِ انتظار گاهه ٺهرايائون. انهن مديني ۽ مڪي جي وچ ۾ رستو ٺهرايو ۽ حجاز ۽ يمن جي ٻنهي صوبن وچ ۾ اچ وڃ جي سهوليت خاطر اُٺن ۽ گهوڙن واريون ٽپالي چوڪيون مقرر ڪيائون. انهن ٽپال جي ترسيل (پهچ) لاءِ هر شهر ۾ ٽپالي قاصد مقرر ڪيا. انهن سلطنت جي دستاويزن جي سنڀال ۽ حفاظت لاءِ گادي واري شهر ۾ مرڪزي آفيس قائم ڪئي، ۽ پنهنجي حڪمراني واري علائقي جي هر حصي ۾ باصلاحيت پوليس مقرر ڪئي. انهن واپارين جي هڪڙي تنظيم ٺاهي جنهن کي ڪاروباري ڏيتي ليتي مٿان نظرداري رکڻ، واپاري ماڻهن جي وچ ۾ پيدا ٿيندڙ تڪرارن جو فيصلو ڪرڻ ۽ ٺڳي کي دٻائڻ جي ذميواري سونپيل هئي. نه صرف هر واپاري مرڪز ۾ واپارين جي هڪڙي باقاعده انجمن هئي، پر گهڻن اهم شهرن ۾ به مڪاني جماعتون هونديون هيون. انهن هڪڙو محتسب مقرر ڪيو جيڪو روزانو واپارين جي وٽن ۽ تارازين کي جانچڻ لاءِ گشت ڪندو رهندو هيو. انهن خود انتظامي کي هٿي وٺرائي ۽ بلدياتي ادارن کي تحفظ ڏنائون ۽ همٿايائون. زراعت کي هاريو ڪندڙن جي مفاد وٽان ترقي وٺرائي وئي. ملڪ جي حالت ۽ عوام جي خوشحالي جي باري ۾ علائقائي آفيسرن کان وقت به وقت رپورٽون گهرايون وينديون هيون. عباسي حڪمرانن مان ڪيترن پنهنجي رعب تاب ۽ شان و شوڪت جي باوجود جمهوري خوبي جو نمونو قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهن طرفان لکيل ڪتاب، انهن طرفان ٺاهيل

ٺوڪريون مارڪيٽ ۾ وڪرو ڪيون وينديون هيون ۽ انهن مان ٿيل آمدني خليفن جي ذاتي خرچ پکي جو پورائو ڪرڻ لاءِ هوندي هئي.

انهن پنهنجي رعيت جي فلاح و بهبود لاءِ جيڪي ڪوششون ڪيون ان سان انهن جي ظلمن جي ڪنهن حد تائين تلافي ٿي وڃي ٿي جيڪي انهن آلِ علي عليہ السلام سان ڪيا. مامون رشيد ۽ ان کان پوءِ سندس پٽيان لاڳيتن ٽن جانشينن جي دور ۾ عباسي سلطنت پنهنجي عروج تي پهچي وئي.

اسلام جو سياسي ڪردار ڪيترو ڪليل ذهن جو آهي، اهو پاڻ کي معاشري جي مڙني حالتن ۽ نمونن سان ڪيترو هم آهنگ بڻائي سگهي ٿو ان جو بهترين مثال اسپين آهي. بربرن جي ڪٽڪن هٿاران انهي ملڪ نهايت گهڻو نقصان سٺو هيو جن پنهنجي آڏو موجود هر اداري کي ملياميٽ ڪندي ڌرتي مٿان ٻهارو ڦيري ڇڏيو هيو. رومي سلطنت جي ڪنڊرات مٿان انهن جيڪي بادشاهتون قائم ڪيون هيون، تن سياسي ترقي جي گونچن کي ڪوماٽي ڇڏيو هيو. رعيت تي جاگيرداري اهنجن جو ايترو بار پيل هيو جو رعيت ان بار هيٺ دٻجي وئي هئي. وسيع ايراضيون آبادي کان مڪمل طور خالي ٿي ويون هيون. اسلامي ضابطي جي نفاذ ماڻهن کي ۽ ان سان گڏوگڏ ڌرتي کي جاگيرداري واري ٻانهپ جي غلامي کان آزاد ڪرايو. رڻ پٽ باغ بهار ٿي ويو هر طرف کان آباد ٿيندڙ شهر تيزي سان وڌڻ لڳا ۽ چڙواڳي بدران قانون جي عملداري جاءِ والاري. عرب مسلمانن اسپين جي زمين تي اچڻ کان هڪدم پوءِ رعيتي خاندانن کي ڪنهن بہ نسل يا مذهبي عقيدي جي فرق کان سواءِ، نهايت وڏي پيماني واري آزادي جو يقين ڏيارڻ لاءِ هڪڙو فرمان ڇپرائي ورهايو جنهن تحت سوئوي (Suevi)، گوٿ (Goth)، وندل (Vandal)، رومي ۽ يهودي سيني کي مسلمانن سان برابري واري حيثيت ۾ رکيو ويو هيو. يهودين ۽ عيسائين، ٻنهي کي پنهنجن مذهبن تي پوري طرح عمل ڪرڻ، پنهنجن عبادت گهرن کي آزادي سان استعمال ڪرڻ ۽ جان و مال جي مڪمل تحفظ جي ضمانت ڏني وئي. ان کان علاوه مقرر ڪيل حدن اندر انهن کي پنهنجن قانونن تي عمل ڪرڻ ۽ فوج ۾ نوڪري ڪرڻ سان گڏ ٻين عوامي آفيسن ۾ ڪم ڪرڻ جي بہ اجازت ڏني. انهن جي عورتن کي فاتحن سان شاديون ڪرڻ جي اجازت هئي. ڇا عربن طرفان اسپين ۾ ادا ڪيل ڪردار ڪيترين يورپي قومن طرفان، موجوده زماني ۾ بہ، مفتوح قومن سان ڪيل سلوڪ جي مقابلي ۾ حيرت انگيز فرق ظاهر نٿو ڪري؟ جيڪڏهن عرب حڪمراني کي انگلستان ۾ نورمن (Norman) واري حڪومت يا صليبي لڙاين دوران شام ۾ عيسائين جي ڪردار سان ڀيٽ ڪنداسين تہ ائين ڪرڻ سان جڙ اسان

انسانذات ۽ ساڃاهه جي تذليل ڪندا هونداسين. ڪنهن بہ قسم جي فرق ڪان سواءِ پنهنجن واعدن کي پورو ڪرڻ لاءِ عربن جي فرض شناسي، سيني طبقن کي انهن جيڪو هڪجهڙو انصاف مهيا ڪيو ان ڪين ماڻهن جو اعتماد ڏياريو. نہ صرف انهن معاملن ۾ پر ذهني قابليت ۽ رويي جي پرڪشش خوبي ۾ ۽ پنهنجين روايتن جي پاسداري ۾ پڻ عرب ان زماني جي سيني قومن ڪان امتيازي فرق وارا هيا.[1] بربرن جي حڪومت ۾ عيسائي پادرين جي اثر رسوخ ڪري يهودين تمام گهٽو ڏکيائي ۾ گذاريو هيو. عربن وسيلي حڪومت جي تبديلي ڪري انهن کي گهڻو فائدو رسيو. اسپين جي وڏي رتبي وارين عورتن جن منجهان پيلاجيس (Pelagius) جي پيڻ ۽ راڊرڪ (Roderick) جي ڌي "زنديقن" (يعني مسلمانن) سان شاديون ڪيون (قدامت پرست جين ماريانا Jean mariana مسلمانن لاءِ اهو "زنديق" لفظ استعمال ڪيو آهي). انهن کي سيئي حق ۽ رعايتون حاصل هيون جيڪي سندن رتبي انهن کي ضمير جي مڪمل آزادي سان ڏنيون ٿي. زمين جي جن مالڪن راڊرڪ جي زيادتين ڪان بچڻ لاءِ جبلن ۾ پناهه ورتي هئي، مسلمانن انهن سيني کي پنهنجي ياڄ ترڪ ڪري موٽي اچڻ جي دعوت ڏني. بدقسمتي سان انهن علائقن مان تمام گهڻن ماڻهن جي لڏپلاڻ ڪري ويراني ايتري هئي جو گهرج مطابق انهن کي وري آباد ڪرڻ ۾ ڪامياب ڪونہ ٿيا. انهيءَ ڪري مسلمانن انهن پوڪي راهي ڪندڙ ڏارين ماڻهن کي جيڪي پاڻ کي جزيري ۾ آباد ڪرڻ جا خواهشمند هيا، نهايت وڏين سهولتين جون آڇون ڪيون. انهن آڇن جي ڪري ايشيا ۽ آفريڪا منجهان پورهيت ماڻهو وڏي تعداد ۾ اسپين اچي ويا. هڪڙي ئي لڏي (ڪيپ) ۾ پنجاهه هزار يهودي پنهنجن ٻارن ٻچن کي ساڻ ڪري اندلس ۾ اچي آباد ٿيا.

ستن صدين تائين مسلمانن اسپين تي راڄ ڪيو ۽ اندروني جهڳڙن ۽ شاهي گهراڻي جي تڪرارن جي با وجود انهن جا دشمن بہ انهي ڳالهہ جا شاهد آهن تہ انهن جي حڪومت اسپين لاءِ رحمت هئي. اسپيني عرب ثقافت جي جنهن بلندي تي وڃي پهتا ان لاءِ ڪڏهن ڪڏهن اهو سمجهيو ويو آهي تہ اهو سڀ مسلمانن ۽ عيسائين جي وچ ۾ گهٽي پيماني تي ٿيل شادين جي ڪري ٿيو. بنا شڪ جي انهن شادين اسپيني مسلمانن جي سڌاري لاءِ گهٽو اثر ڇڏيو ۽ انهن جي حيرت انگيز تهذيب جنهن سان جديد يورپ علم ۽ هنر

---

[1] ڏسو ڪونڊي (Conde) جو ڪتاب "هسٽري آف اسپينش مورس" ٣ History of (Spanish Moors

جي ترقي ۾ واڌارو حاصل ڪيو اهي عربن جا احسانمند آهن.[1] جيڪو ڪجهه اسپين ۾ ٿيو اهو ٻين ملڪن ۾ بہ ٿيو. جتي جتي بہ مسلمان پهتا اتي انهن علائقن جي حالت بدلجي وئي: لاقانونيت جي جاء تي قانون اچي ويو ۽ ڌرتي تي امن ۽ خوشحالي مرڪز لڳا. جيئن سپاهہ گيري ڪنهن بہ هڪ طبقي جو مخصوص ڌنڌو ڪونہ هيو ائين پورهيو بہ ڪنهن لاءِ تذليل جي نشاني ڪونہ هيو. پوکي راهي ڪرڻ جو ڌنڌو سڀني طبقن منجهہ ايترو مقبول هيو جيترو هٿيارن سان ويڙهہ ڪرڻ.[2]

اسلام پنهنجي رعيت ڏانهن حڪمرانن جي ذميواري جي جيڪا اهميت ڏيکاري ٿو ۽ جنهن طريقي سان اهو ماڻهن جي برابري ۽ آزادي کي هٿي وٺرائي ٿو ۽ انهن جي سندن حڪمرانن جي ڏاڍ کان حفاظت ڪري ٿو اهو رعيت ۽ حڪمرانن جا هڪٻئي ڏانهن حقن جي باري لکيل ڪتاب ۾ بيان ڪيل آهي،[3] جنهن جو ليکڪ صفي الدين محمد بن علي بن طباطبائي آهي، جيڪو عام طور تي ابن طقطقي جي نالي سان مشهور آهي. اهو ڪتاب 701 ھ (2-1301ع) ۾ سهيڙيو ويو هيو ۽ موصل جي امير فخرالدين عيسيٰ بن ابراهيم ڏانهن منسوب ٿيل آهي.

ڪتاب جو پهريون حصو ان جي باري ۾ آهي تہ حڪمرانن جون پنهنجي رعيت ڏانهن ڪهڙيون ذميواريون آهن ۽ معاشي مسئلن کي ڪيئن حل ڪجي ۽ عوامي معاملن جي انتظام لاءِ ڪهڙا قانون هجن. ليکڪ هڪڙي حاڪم ۾ هنن خاصيتن جو ضروري هجڻ بيان ڪري ٿو: ڏاهپ، انصاف،[4] پنهنجي عوام جي خواهش ۽ گهرجن جي ڄاڻ، ۽ خدا جو خوف: ۽ اهو پرزور نموني سان ٻڌائي ٿو تہ اها خوف خدا واري آخري خاصيت مڙني چڱاين جو بنياد آهي ۽ سڀني برڪتن جي ڪنجي آهي "هاذِهِ خَصلَتُ هِيَ اصلُ ڪُل خير و مِفتاحُ ڪُل برڪت اِنَّ المَلِڪ من خافَ الله آمِنَہٗ عِبادَالله."

---

[1] ڏسو رينن(Renan) جو ڪتاب "اويروز ايٽ ايويروئزم" ( Averroes et Averroisme)

[2] اولسنر (Oelsner)

[3] انهي ڪتاب کي عام طور تي "ڪتاب تاريخ الدول" (سلطنتن جي تاريخ) سڏيو ويندو آهي: پر ان جو اصل عنوان آهي "ڪتاب الفخرِ في الآداب السلطنيت ودولت الاسلاميہ (اسلامي حڪمرانن ۽ سلطنتن جي ڪردار جي باري ۾ فخري جو ڪتاب): ديرنبرگ (Derenbourg) جو ڇاپو. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو ضميمو نمبر 3.

[4] ڏسو ضميمو نمبر 3.

(جڏهن بادشاهه کي خدا جي حاضر ناظر هجڻ تي ايمان هوندو ته الله تعاليٰ جا ٻانها ان جي بادشاهي ۾ تحفظ ۽ امن جون برڪتون ماڻيندا هوندا.) حاڪم کي لازمي طور رحم ڪرڻ - اَلعَفوعَنِ الذُنُوب - جي خصلت وارو هجڻ گهرجي ۽ "اها مڙني سٺين خاصيتن مان اعليٰ خوبي آهي." اهو هروقت پنهنجي رعيت کي سک پهچائڻ جي خواهش رکندڙ هجي، ۽ انهن کان سندن گهرجن بابت معلوم ڪندو رهڻ وارو هجي؛ جو ته رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سدائين پنهجن اصحابن سان صلاح مشورو ڪندا هيا. ۽ الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي "انهن (ماڻهن) سان هر معاملي بابت صلاح مشورو ڪر." (سورت آل عمران آيت 159) عوامي معاملن جي انتظام لاءِ اها حاڪم جي ذميواري آهي ته اهو عوامي آمدني جي نگهباني ڪري، پنهنجي رعيت جي جان ۽ مال جي حفاظت ڪري، امن قائم ڪري، ڏوهي ماڻهن تي نظر رکي، ۽ رعيت کي هر نقصان کان بچائڻ جي تدبيرڪري. اهو هميشہ پنهنجي واعدي تي قائم رهي." ۽ پوءِ ليکڪ معنيٰ واري انداز ۾ بيان ٿو ڪري "رعيت جي ذميواري آهي تابعداري ڪرڻ پر ڪوبہ رعيتي ڪنهن آمر جي تابعداري ڪرڻ لاءِ ٻڌل ڪونہ آهي." ابن رشد جو قول آهي "آمر حاڪم اهو آهي جيڪو رعيت لاءِ نہ پر پنهنجي مفاد لاءِ حڪومت ڪري ٿو."

مسلمانن جا قانون جيڪي انصاف جي اصولن تي ٻڌل آهن ۽ پنهنجي سادگي ۽ صحيح هجڻ ڪري ڏيان لائق آهن، ڪنهن اهڙي قسم جي تابعداري جو مطالبو ڪونہ ٿا ڪن جيڪا عمل ڪرڻ ۾ ڏکي هجي يا انساني سوچ سان اڻ ٺهڪندڙ هجي. مسلمانن جتي جتي بہ حڪومت ڪئي، اهي ملڪ جاگيرداري ضابطي ۽ جاگيرداري سرشتي جي تباهه ڪُن نتيجن کان آجا رهيا."[1] ڪنهن بہ رعايتي حق ۽ ذاتي حيثيت کي تسليم نہ ڪندي انهن جي قانون سازي بہ وڏا نتيجا ڏنا - هڪڙو ڌرتي کي غير مُهذب قانونن ذريعي مڙهيل هترادو بوجهن کان آجو ڪرائڻ وارو ۽ ٻيو هر فرد کي حقن جي مڪمل برابري ۽ يقين ڏهاني وارو.[2]

---

[1] ڪورسيڪا(Corsica)، ساردينيا(Sardinia)، سسلي (Siclly)، ۽ جنوبي اٽلي (Lower Italy) مان عربن جي نيڪالي کان پوءِ جاگيرداراڻو نظام رائج ڪيو ويو هيو.

[2] اولسنر (Oelsner)

## باب اٺون

# اسلام جون مذهبي ۽ سياسي فرقي بنديون

جنگ هفتاد و دو ملت همہ را عذر بنہ
چون نديدند حقيقت رہِ افسانہ زدند
حافظ.

مذهبن جي تاريخ جو فلسفاڻو مطالعو ڪندڙ هر شاگرد لاءِ هن باب جو عنوان جيڪڏهن تڪليف جو نہ تہ بہ حيراني جو سبب ضرور ٿيندو. پنهنجي دين جي بانيڪار سان محبت ڪندڙ هر مسلمان کي لازمي طور شرم ۽ ڏک جو احساس ٿيندو. افسوس! اسلام انسانيت ۽ عالمي ڀائيچاري جو مذهب بہ اندروني اٿبٽت ۽ هاڃيڪار تڪرارن جي لعنت کان بچي ڪونہ سگهيو اهو دين جنهن کي بدحواس دنيا ۾ امن ۽ سڪون آڻڻو هيو اهو خود اقتدار حاصل ڪندڙن جي چسڪي ۽ ڀڙڪيل جذبن ذريعي ٽڪڙن ۾ ورهائجي ويو. اسان عيسائيت ۾ جن خرابين کي قابلِ ملامت سمجهيو ان جو سبب عيسوي نظام جو نامڪمل هجڻ ۽ ان جو انساني ضرورتن جي موافق نہ هجڻ هيو اسلام ۾ جن خرابين کي اسان کي ميڙڻو پوندو اهي دنياوي ترقي جي لالچ جو نتيجو ۽ اهڙن بي صبرن فردن ۽ طبقن جي انقلابي جبلتن ڪري پيدا ٿيون جن کي اخلاقي نظم و ضبط راس نہ آيو.

عربي رسول صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي غيرمعمولي صلاحيت سندن شاندار شخصيت ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪا مذهبي هڏي ۽ عالمي شهريت جي دعوت ڏني، ان جي اثرانگيزي جو ڪليل ثبوت اها عالمي تحريڪ آهي جنهن جا پاڻ صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم رهبر هيا ۽ جيڪا تحريڪ اندروني خانداني لڙاين جي باوجود سندن امت کي ڌرتي جي گولي جي هڪڙي ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي ڏانهن فتح جي لهري چاڙهہ تي ڪٽي وئي. عربستان جيڪو ان وقت تائين مختلف ويڙهو قبيلن ۽ خاندانن جي ويڙهہ جو ڳڙهہ هيو جن مان هرهڪ پنهنجي صدين واري خوني تڪرار ۾ مشغول هيو اهو اوچتو گڏيل مقصد جي جذبي سان سرهو ٿي ويو. ان وقت تائين عربن جي باهمي لڙاين ۽ انهن جي باهمي اتحادن، انهن جي گڏن ۽ انهن جي

اوگڻن، آزادي لاءِ انهن جي محبت ۽ انهن جي قبيلائي احساس، عملي سرگرمي جي گڏيل اتحاد ۾ رڪاوٽ وڌي هئي. هاڻي ڌنارن جي هڪڙي جماعت اوچتو بادشاهن جي هڪڙي قوم ۾ تبديل ٿي وئي، نيم خانہ بدوشن جو هڪڙو نسل "هڪڙي عالمي مذهب جو پيشوا ۽ هڪڙي ضابطي" جو امين ٿي ويو. بيمثال قوت ۽ خودضابطگي واري جانثاري سان ٿن ڪنڊن جي وچ ۾ پکڙيل لاڏائو ڪٽنبن جي انبوهن ايمان جي جهنڊي کي کنيو ۽ ان کي ڌرتي جي هر علائقي ۾ بلند ڪري ڇڏيو. "توهان کي سيني انساني نسلن ڏانهن رحم جو پيغام کڻي وڃڻ لاءِ ۽ فطري ٻڌي جي اعلان ڪرڻ لاءِ، چونڊيو ويو آهي." اها دعوت هئي جيڪا انهن کي ٻڌائي وئي، ۽ انهن ماڻهن ان کي اهڙي عزم سان مُهت ڏني جنهن کنهن بہ رنڊڪ کي ڪونہ ٿي قبوليو. مضبوط عقيدي جي تمام گهڻي سگهہ جنهن سان اهي مخالف مذهبن، عقيدن ۽ نسلن جي رڪاوٽن منجهان پار ٿيندا دنيا جي هڪڙي ڇيڙي کان ٻئي ڇيڙي تائين وڃي پهتا، ان پراسرار انقلاب جي ڪنجي آهي جيڪو انهن برپا ڪيو!

حق ازلي ۽ ابدي آهي: حضرت محمّد صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جو پيغام ڪو نئون ڪونہ هيو. ان پيغام جي اڳ ۾ بہ پرچار ڪئي وئي هئي پر ماڻهن جون دليون ڪني ڪونہ سگهيو هيو. پاڻ ڪريمن جي آواز مڙدن ۾ زندگي جو روح ڦوڪي ڇڏيو مرندڙن کي جاڳائي ڇڏيو ۽ انسانيت جي نبض کي زمانن جي گڏ ٿيل طاقت سان ڌڙڪڻ جي قابل ڪيو. انهي عظيم سگهہ هيٺ عرب مسلمانن جي لڏپلاڻ، ان پيغام جي ڪشش ۽ ان جا دور رس اثر جديد زمانن جو نهايت شاندار واقعو ٿا ڏاهين. عرب پنهنجي ريگستاني پناهہ گاهن منجهان انساني لڏي جي سرواڻ طور نڪتا. ٽيهن سالن اندر ـ حقي خلافت لاءِ پيشن گوئي ڪيل مدو ـ اهي پنهنجو پيغام پهچائڻ لاءِ هندوڪش جبل کان ائٽلانٽڪ سمنڊ جي ڪنارن تائين هر قوم جي دروازي تي پهچي ويا هيا. وقت جي ٿوري عرصي ۾، جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاڏاڻي کان پوءِ ۽ خلافت راشده جي پڄاڻي تائين گذريو انهن هڪڙي اهڙي سلطنت قائم ڪري ورتي جيڪا پنهنجي پکيڙ ۾ رومين طرفان تيرهن صديون لڳاتار ڦهلاءَ ذريعي حاصل ڪيل ڪاميابي کان بہ گهڻو وڏيڪ هئي. ابن اثير، طبري، يا ابوالفدا جا ورق اٿلايو توهان اڳتي وڌندڙ هڪڙي لهر جي سلسلي کي ڏسندا، جيڪا جنهن بہ علائقي مان

گذري ان کي سرسبز بڻايائين. جيڪا بہ سٺي ڳالهہ هئي ان کي پنهنجي دستور ۾ جذب ڪيائين.

بهرحال ساڳين سببن جن رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي ظهور کان اڳ تائين عربن کي هڪڙي قوم منجهہ هڪ ٿيڻ کان روڪي رکيو هيو يعني ساڳيون قبائلي نفرتون، ساڳيون خانداني مخالفتون، جنهن جا نشان اڃا تائين سڄي مسلم دنيا منجهہ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، آخرڪار نہ صرف جمهوريت (خلافت راشده) جي تباهي پر اسلامي سلطنت جي خاتمي جو بہ سبب ٿيا. ڊي اوهسن (de'Ohsson) چوي ٿو "جيڪڏهن حضرت محمّد صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جا امتي پنهنجي رسول جي واٽ تي هلن ها ۽ پهرين خليفن جي ڪردار کي اپنائين ها تہ انهن جي سلطنت اڃا تائين رومين جي سلطنت کان وڌيڪ پائيدار ۽ وڌيڪ ڪشادي ٿي وئي هجي ها." پر اموين جو حرص، عربن جي سرڪشي، ۽ انهن جي انفراديت واري خود غرضي وارو جذبو جيڪو گڏيل دشمنن خلاف صف بندي وقت بہ پاڻ کي نشانبر ڪندو هيو ان عظيم الشان عمارت جي زوال جو سبب بڻيو جنهن کي شروعاتي مسلمانن جي جانثاري ۽ سورهيائي وسيلي قائم ڪيو ويو هيو. انهي سبب ڪري ئي هيو جو جڏهن فرانس جو شهر طورس (Tours) مسلمانن جي قبضي ۾ اچڻ واروئي هيو تہ فتح شڪست ۾ تبديل ٿي وئي; انهن کي اسپين مان بہ انهي ڪري هڪالي ڪڍيو ويو چو تہ اهي پنهنجي پراڻي ريگستاني رقابت کي وساري ڪونہ سگهيا هيا ۽ دشمن جي خلاف گڏيل مقصد ڪونہ ٿي رکيائون.

توڙي جو حڪومت ختم ٿي ۽ شاهي لٺ عرب مسلمانن جي هٿن مان ڪسجي وئي، پر اسلام زنده رهيو. اهو ارتقا جي دورن جو نتيجو هيو. ان انسان جي مذهبي ترقي لاءِ آخري مرحلي جي نمائندگي ٿي ڪئي; انهيءَ ڪري ان پنهنجي بقا ۽ واڌ ويجهہ لاءِ انسانن جي بقا يا سلطنتن جي قيام تي ڪونہ ٿي ياڙيو. اهو جيئن جيئن پکڙجندو ويو ۽ لايائتو ٿيندو ويو تيئن هر نسل ۽ هر دور جي ماڻهن ان جي تعليمات مان پنهنجين روحاني ضرورتن ۽ دانشوراڻي سمجهہ مطابق فائدو حاصل ڪيو!

حضرت محمّد صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي امت حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي حوارين وانگر اندروني اختلافن ۽

تڪرارن ڪري اٿيٺت واري حالت ۾ رهي آهي. انساني سمجھ جي دائري اندر معاملن تي معمولي اختلافن جي مقابلي ۾ منجهيل موضوعن تي راءِ جي اختلاف، جن بابت هڪڙي محدود دائري ۾ ڪوبہ يقيني فيصلو ممڪن ڪونہ آهي، سدائين نهايت گھٽي تڪرار ۽ هڪڙي خوفناڪ دشمني کي اياريو آهي. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي اصليت جي باري ۾ تڪرارن ڌرتي کي ڪروڙين ماڻهن جي رت سان ٻوڙي ڇڏيو. انسان خودمختيار آهي يا مجبور، انهي سوال اسلام ۾ ساڳي رتوڇاڻ نہ ڪئي آهي تہ بہ ايترا فساد ضرور برپا ڪيا آهن. روم جي وڏي پادري (پاپاءِ روم) طرفان معصوميت جي دعوا عيسائي دنيا کي ان جي اندر مان جهنجهوڙي ڇڏيو. اجماع امت ۽ فقهي امامن جو غلطي کان مبرا هجڻ وارو نظريو اسلام ۾ قيمتي حياتين جي تباهي لاءِ آلہ ڪار ثابت ٿيو.

حضرت محمّد صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي امت ۾ جيڪي فرقا آهن، انهن جو بنيادي سبب سياسي ۽ خانداني اختلاف آهن يعني پراڻن قبيلائي جهڳڙن ۽ ساڙ جي سخت احساس ڪري، جيڪو هاشمي گهراڻي جي خلاف ٻين قريشين پنهنجي اندر ۾ پاليو ٿي. عام طور تي اهو سمجهيو ويو آهي تہ رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم واضح طور تي ڪنهن کي بہ اسلام جي دنياوي حڪومت ۽ روحاني پيشوائي لاءِ پنهنجو جانشين نامزد ڪونہ ڪيو هيو. پر اهو گمان حقيقتن جي غلط مطلب جي بنياد تي ٻڌل آهي، ڇو تہ ان لاءِ گهڻائي ثبوت موجود آهن تہ رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم ڪيترا دفعا پنهنجي نائبي لاءِ حضرت علي عليہ السلام ڏانهن اشارو ڪيو هيو. خاص طور تي ”حجہ الوداع“ جي ادائگي کان واپسي واري مسافري جي موقعي تي، خم نالي جاءِ تي ڏاڍوڪرڻ دوران پاڻ ڪريمن ساڻن گڏ سفر ڪندڙ ماڻهن جي جماعت کي گڏ ڪيو هيو ۽ اهڙن لفظن جي ادائگي ڪرڻ فرمايائون جن منجهان جانشيني بابت سندن ارادي طور معمولي شڪ بہ نٿو ڪري سگهجي. پاڻ فرمايائون ”حضرت علي عليہ السلام مون لاءِ ائين آهي جيئن حضرت موسيٰ عليہ السلام لاءِ حضرت هارون عليہ السلام هيا. الله تعاليٰ! هن جي دوستن کي دوست رک ۽ هن جي دشمنن جو دشمن ٿجان: انهن جي مدد ڪر جيڪي هن جي مدد ڪن ۽ انهن جي اميدن کي برباد ڪر جيڪي هن سان غداري

ڪن!"[1] ٻئي پاسي پيغمبر صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي بيماري دوران نماز جي امامت ڪرڻ لاءِ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي نامزدگي هڪڙي مختلف مرضي جي نشاندهي ڪري ٿي. پاڻ ڪريمن جي وفات پڄاڻان جڏهن اهوضروري ٿي پيو تہ اسلام جو ڪو اڳواڻ چونڊجي تہ اهو بحث ڪرڻ ۾ طئي ڪرڻ لاءِ معاملو پيدا ٿيو. هاشمين دعوا ڪئي تہ نائبي جو عهدو تقرري سان گڏوگڏ وراثت طور حضرت علي عليہ السلام جو حق آهي. ٻين قريشين چونڊ ذريعي ڪاروائي ڪرڻ لاءِ ضد ڪيو. جڏهن حضرت محمّد صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي وارا سندن ڪفن دفن ۾ مشغول هيا تہ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ کي قريشين ۽ ڪجھ مدني انصارن جي ووٽ ذريعي خليفو چونڊيو ويو. چونڊ جي تڪڙي اڀرائپ جي وضاحت ڪندي اهو چيو ٿو وڃي تہ رياست جي سربراهہ جي تڪڙي مقرري لازمي هئي. رسول الله جي اصحابن منجھ معمولي اٽبٽت ڪان بہ پاسو ڪرڻ ۽ ٻڌي لاءِ پوري ديانتداري سان فڪرمند هجڻ ڪري پنهنجي عام بلند نظري ۽ دين لاءِ جانثاري ڪري حضرت علي عليہ السلام هڪدم حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ کي پنهنجي وفاداري پيش ڪئي. ٽن موقعن تي حضرت علي عليہ السلام کي خلافت کان پاسيرو رکيو ويو ۽ هر موقعي تي پاڻ چونڊ ڪندڙن جي خواهش کي بغير ڪنهن اعتراض جي قبول ڪيائون. پاڻ خود ڪڏهن بہ چونڊيندڙن جي ووٽن لاءِ اميدوار طور ڪونہ بيٺا هيا ۽ سندن حمايتن جا ڪهڙا بہ احساس ۽ جذبا ٿيا هجن. پاڻ ڪڏهن بہ امت تي حڪمراني ڪرڻ لاءِ پهرين ٻن خليفن جي مدد ڪرڻ ۽ مشورو ڏيڻ کان ڪونہ ڪيٻايو هئائون. انهن ٻن خليفن بہ پنهنجي طرفان سدائين حضرت علي عليہ السلام جي صلاحن ۽ رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات جي سندس طرفان ڪيل تشريح کان اختلاف ڪونہ

---

[1] ڏسو ابن خلڪان جي ڪتاب جو جلد پهريون، صفحو 383. ابن خلڪان چوي ٿو "الحازمي جي قول مطابق "خم" هڪڙي واديءَ جو نالو آهي جيڪا مديني ۽ مڪي جي وچ ۾ التحفہ جي ڀرپاسي ۾ واقع آهي. اتي هڪڙو تلاءُ (غدير) آهي جنهن جي ڀرسان رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهي لفظ فرمايا." اها ڳالھ 18 ذوالحج تي واقع ٿي، چوتہ ابن خلڪان جي چوڻ مطابق انهي مهيني جي 18 تاريخ "جشن غدير" (عيد غدير) جي ياد(سالگرہ) آهي، جيڪو ساڳيو آهي جنهن کي "غدير خم" بہ چوندا آهن.

ڪيو. اسان اڳيئي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ طرفان خلافت حاصل ڪرڻ جي باري ۾ واسطو رکندڙ حالتن جو حوالو ڏئي آيا آهيون. اسان هتي افسوسناڪ مذهبي اختلاف جي تاريخ جي وضاحت ڪرڻ لاءِ انهن واقعن کي ڳولينداسين جيڪي ان طرفان خلافت سنڀالڻ کان پوءِ ظاهر ٿيا. جن هيستائين مسلم دنيا کي ٻن فرقن منجھ ورهائي رکيو آهي. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ ۾ نہ تہ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ واري سياڻپ هئي ۽ نہ وري حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ واري دانشوراڻي طاقت يا اخلاقي جرئت هئي. ان جي هردلعزيزي ۽ سادي نرم طبيعت ان کي سندس گھراڻي جي ماڻهن جي هٿن ۾ رانديڪو بڻائي ڇڏيو. بزرگ خليفو پنهنجن ٻُڪِيَن مائٽن ۾ گھيريل هيو. علائقا تڪليفن جي ازالي لاءِ دانهون ڪندا ٿي رهيا، ۽ مسلمانن جو عام لڏو رياست جي سربراهہ جي ڪارگذراين کي مايوسي سان ڏسي رهيو هيو. اهو سڀ انهي زماني جي ڏکوئيندڙ پر جاڻ ڏيندڙ حالت جي تصوير پيش ڪري ٿو. ڊوزي (Dozy) طرفان انهي فريب ڏنل سردار جي ڪردار کي حقيقت پسنداڻي نموني ۾ چٽيو ويو آهي. "حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي شخصيت خلافت لاءِ سندس چونڊ سان ٺهڪندڙ ڪونہ هئي. اهو سچ آهي تہ اهو شاهوڪار ۽ سَخي هيو. حضرت محمّد صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم ۽ اسلام جي مالي قربانين ذريعي مدد ڪئي هئائين. ۽ اهو اڪثر ڪري روزي سان هوندو هيو ۽ عبادت ڪندو رهندو هيو ۽ نرم طبيعت ۽ هردلعزيزي وارو ماڻهو هيو. تنهن هوندي بہ اهو جوش ۽ همت وارو ماڻهو ڪونہ هيو ۽ گھٽو ڪري وڏي عمر ڪري ڪراڙپ ۾ هيو. ايترو شرميلو هيو جو جڏهن ڪيس ممبر تي ويهاريو ويندو هيو تہ ڪيس خبر ڪونہ هوندي هئي تہ پنهنجو خطبو ڪيئن پيش ڪري؛ ۽ گھڻي دير تائين خطبو شروع ڪري ڪونہ سگھندو هيو. هن بيڙي جي بدقسمتي اها هئي تہ ان کي پنهنجن مائٽن سان غير رواجي چاهت هئي، جيڪي مڪي واري اميراڻي راڄ جا فرد هيا، ۽ جن ويهن سالن تائين حضرت محمّد صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم کي ستايو هيو پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان وڙهيا هيا ۽ گستاخيون ڪيون هئائون. اهي جلدئي هن تي قابض ٿي ويا. عملي طور ان جو چاچو هشام ۽ خاص طورتي هشام جو پٽ مروان، ملڪ تي حڪومت ڪندا هيا. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ صرف نالي ۾

خليفو هيو ۽ انهن طرفان نهايت آزادي سان ڪنيل قدمن جي ذميواري هن مٿان پوندي هئي، جن جي گهٽو ڪري حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ کي بلڪل خبر ئي ڪونہ هوندي هئي. انهن ۾نهي ماڻهن جو خاص ڪري پي جي ڪٽرپڻي ڪري، ايمان وڏي پيماني تي مشڪوڪ هيو. هشام صرف ان وقت مسلمانن جي ٽولي ۾ شامل ٿيو هيو جڏهن مڪو فتح ٿيو. حڪومتي رازن سان غداري ڪرڻ ڪري ان کي ٻي مانو ڪيو ويو هيو ۽ ڏيهہ نيڪالي ڏني وئي هئي. رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم طرفان جاري ڪيل انهي حڪم جي حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ پوئواري ڪئي هئي. ان جي ابتڙ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ نہ صرف هشام کي ملڪ نيڪالي مان واپس گهرايو پر ان جي واپس پهچڻ تي ان کي بيت المال مان هڪ لک اشرفيون ڏنائين ۽ رياستي زمين مان ڪجهہ ايراضي بہ ان جي حوالي ڪيائين. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ مروان کي پنهنجو صلاحڪار ۽ نائب مقرر ڪيو ۽ ان کي پنهنجي هڪڙي ڌي پرڻائي ڏنائين ۽ آفريڪا مان آيل مال غنيمت ڏئي انکي شاهوڪار بڻايائين.[1] حضرت محمّد صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي خلاف احد ۾ وحشي پڻي سان وڙهندڙ ابوسفيان ۽ هند جي پٽ معاويہ کي شام جو گورنر مقرر ڪيائين; ۽ ان جي ماٽيلي ڀاء عبدالله بن سعد بن سوراهہ کي مصر جو امير مقرر ڪيائين. هي اهوئي عبدالله آهي جيڪو ڪنهن زماني ۾ رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جو سيڪريٽري هيو ۽ جڏهن رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم نازل ٿيل وحي ان کي لکرائيندا هيا تہ اهو لفظن کي تبديل ڪري لکندو هيو ۽ انهن جي معنيٰ جي "خاصيت" بدلائيندو هيو. پنهنجي بد ديانتي ظاهر ٿيڻ تي اهو ڀڄي ويو هيو ۽ ٻيهر بت پرستي ۾ مبتلا ٿي ويو هيو. ٻيڙي خليفي پنهنجي مائٽي ڀاء وليد کي ڪوفي جو گورنر بڻايو هيو. ان جو پي سدائين حضرت محمّد صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي بي ادبي ڪندو رهيو هيو ۽ هڪڙي دفعي تہ پاڻ ڪريمن کي ذري گهٽ گهٽو ڏئي ماريو هئائين. اهو وليد، هڪڙو ڇڙواڳ زاني، بدڪردار ۽ شرابي هيو. ان جي

---

[1] ڊسو ڊوزي (Dozy) جو ڪتاب "هسٽري ڊيس مسلمانس ڊنس اسپگني" جلد پهريون، صفحو 44 (Hist. des Mussulmans dans L' Espagne, Vol_I).

زندگي مسلمانن لاءِ هڪڙي خواري جو سبب هئي. هڪڙي دفعي فجر جي نماز مهل اهوشراب پي مدهوشي واري حالت ۾ مسجد شريف ۾ آيو جيئن ئي امامت ڪرڻ شروع ڪيائين تہ ڌڙهہ تي زمين تي ڪري پيو ۽ جڏهن نمازين اڳتي وڌي ان کي اٿاري بيهارڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ڪتي وانگر سهڪندي ۽ هبڪندڙ آواز ۾ وڏيڪ شراب جو مطالبو ڪندي انهن کي صدمو ڏئي ڇڏيائين. هي اهي ماڻهو هيا جن جي خليفي پاسداري ڪئي! اهي صوبن متان بکايل جوئرن وانگر چنبڙي ويا. بي رحمانہ لٽ مار جي طريقن سان دولت جا انبار لڳائي ڇڏيائون. سلطنت جي هر پاسي کان مسلسل مديني ۾ شڪايتون پهچڻ لڳيون. پر شڪايتن کي سدائين سخت لفظن ۾ گارگند ڪرڻ سان رد ڪيو ويندو هيو.[1] آخرڪار ٻارهن هزار ماڻهن جو هڪڙو وفد، محمّد بن ابوبڪر جي اڳواڻي ۾ گادي واري شهر ڏانهن آيو تہ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ آڏو ماڻهن جون تڪليفون پيش ڪن ۽ انهن جو تدارڪ ڪرائين. انصاف لاءِ پنهنجن مطالبن تي اهي شدت سان زور ڏيڻ لڳا. ان تي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي (سئوٽ)، حضرت علي عليہ السلام کي مداخلت ڪري مدد ڪرڻ لاءِ منٿ ڪئي. هيستائين جنهن جي مشورن کي ٻڌڻ کان لاڳيتو اهو ڪن لاتار ڪندو رهيو هيو. حضرت علي عليہ السلام واعدو ڏئي وفد وارن کي پنهنجن گهرن ڏانهن موٽي وڃڻ لاءِ قائل ڪيو تہ انهن جون شڪايتون دور ڪيون وينديون. پنهنجي واپسي واري رستي ۾ مشڪل سان مديني کان هڪڙي ڏينهن جي مسافري تي انهن حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي سيڪريٽري طرفان لکيل هڪڙو خط پڪڙي ورتو جنهن تي خليفي جي پنهنجي مهر لڳل هئي، جنهن ۾ انهن ماڻهن کي گڏيل طور قتل ڪرڻ لاءِ معاويہ کي هدايت ڏنل هئي. انهي دغابازي ڪري اهي ماڻهو ڪاوڙ ۾ يرجي مديني ڏانهن موٽي آيا ۽ ٻيڙي خليفي جي گهر ۾ ڪاهي پيا ۽ ان کي قتل ڪري وڌائون. ان جي شهادت امويين لاءِ اهو بهانو مهيا ڪيو جنهن لاءِ اهي گهڻي وقت کان تمنا ڪيون ويٺا هيا. يعني اسلام، ان جي جمهوريت، ان جي برابري وارن حقن ۽ اخلاقيات بابت ان جي سخت قانون خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ

---

[1] ابن اثير جلد ٽيون، صفحو 125.

هڪڙو بهانو. ان ڳالهه مڪي وارن ۽ انهن جي اتحادين لاءِ بهانو مهيا ڪيو تہ اهي مديني وارن خلاف، جن سان انهن سخت نفرت ٿي ڪئي، هڪڙي سازش کي منظم ڪن. حضرت علي عليہ السلام حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ کي بچائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي هئي، پهريائين ان کي صلاحون ڏيڻ ذريعي تہ اهو پاڻ کي مڪمل طور پنهنجن بي اصول ماڻهن جي هٿن ۾ بيوس نہ ڪري ۽ آخري هنگامن وقت خود پاڻ کي مڇريل ماڻهن جي آڏو رڪاوٽ ٿي بيهندي ۽ انهن کي بزرگ سردار لاءِ توڙي جو اهو ڀلايل هيو ڪجهہ سوچ ويچار ڪرڻ لاءِ چوندي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ کي بچائڻ لاءِ پنهنجين ڪوششن ذريعي اهو ذري گهٽ پنهنجن ٻن پٽن جي قرباني ڏئي وينو هيو. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي شهادت کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام کي ماڻهن طرفان گڏيل راءِ سان خليفو مقرر ڪيو ويو. رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي وفات کان ئي توڙي جو رياست جي گڏجاڻين ۾ شموليت کان ڪڏهن بہ ڪونہ نٽايو هئائون، تڏهن بہ حضرت علي عليہ السلام سدائين ڪردار جي هڪڙي انفرادي خاصيت ۽ هڪڙي مانائتي تحفظ کي قائم رکيو هيو. پنهنجي نويڪلائي ۾ ان گهڻو ڪري پاڻ کي گهريلو زندگي جي پرامن ڏنڌن ۽ مطالعي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هيو. رياست جي انتظام سنڀالڻ جي دعوت ملڻ تي پنهنجي عام سادگي سان پنهنجي اطاعت لاءِ بيعت ورتائون ۽ اعلان بہ ڪيائون تہ ڪنهن ٻئي وڌيڪ سني ماڻهو جي حق ۾ خلافت تان هٿ کڻڻ لاءِ هر وقت تيار آهن.

سيديليٽ (Sedillot) لکي ٿو "جيڪڏهن موروثي جانشيني جي اصول کي (حضرت علي جي حق ۾) ابتدا ۾ تسليم ڪيو وڃي ها تہ اها ڳالهه انهن تباهہ ڪن بهاتن جي اپار کي روڪي رکي ها جن اسلام کي مسلمانن جي رت سان وڪوڙي ڇڏيو ......... ڇوتہ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي وَرَ کي، رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي قانوني وارث طور ۽ ان سان گڏوگڏ چونڊ وسيلي بہ پنهنجي ذات ۾ جانشيني جو حق هيو. اميد هئي تہ سيئي پاڻ کي ان جي عظمت آڏو تابعداري لاءِ پيش ڪندا جيڪو حد کان وڌيڪ پاڪدامن ۽ حد کان وڌيڪ معزز هيو. پر اهو ٿي ڪونہ سگهيو." زبير ۽ طلحہٰ پهريان ماڻهو هيا جن بغاوت جو جهنڊو اپو ڪيو. انهن کي اميد هئي تہ

خلافت لاءِ ماڻهن جي دلچسپي انهن مان ڪنهن هڪ لاءِ هوندي، ۽ پنهنجين پرعزم رٿائن ۾ ڍنيرا ٿيل هيا. نئين خليفي طرفان ڪين ڪوفي ۽ بصري جون گورنريون عطا ڪرڻ کان انڪار ڪرڻ ڪري اهي مچرجي ويا. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي نياڻي يعني ام المؤمنين حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها انهن کي هٿ همراهي ڪرائي جن خلافت لاءِ اڳين چونڊن ۾ فيصلائتو ڪردار ادا ڪيو هيو. هن ام المؤمنين کي هميشہ حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جي نياڻي (حضرت علي عليہ السلام) ڏانهن پڪي ناپسنديدگي رهي هئي ۽ هاڻي اهو احساس اصل ۾ نفرت ۾ تبديل ٿي ويو هيو. اها فتني جي روح روان هئي ۽ پنهنجي سر اٺ تي سوار ٿي جنگ جي ميدان ۾ باغي جٿن سان گڏ وئي. حضرت علي عليہ السلام خونريزي خلاف پنهنجي امتيازي گڻ واري نفرت ڪري پنهنجي سوٽ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ کي موڪليو تہ فسادين کي دين جي هر فرض شناسي جي ذريعي هدايت ڪن تہ اهي لڙائي جي فيصلي کان پاسوڪن. پر ڪوشش مان ڪو فائدو ڪونہ ٿيو. زبير ۽ طلحہٰ خريبيہ نالي جاءِ تي لڙائي ڪئي ۽ ڪين شڪست ٿي ۽ قتل ٿي ويا.[1] حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها کي قيدي بڻايو ويو. ساڻس شانائتو ۽ خيال رکڻ وارو سلوڪ ڪيو ويو ۽ ڪيس هر طرح جي مان شان سان مديني روانو ڪيو ويو. انهي بغاوت تي مشڪل سان قابو پاتو ويو هيو جڏهن حضرت علي عليہ السلام کي اطلاع مليو تہ شام ۾ معاويہ بغاوت ڪري ڇڏي آهي. ابوسفيان جي پٽ پنهنجن ڪيترن ماڻهن وانگر، جن کي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ مختلف پرڳڻن جو گورنر مقرر ڪيو هيو، شام جي دولت ۽ مرحوم خليفي طرفان مٿس سون جي ٿيل فراواني سان مفاد پرستن جي هڪڙي وڏي گروهہ کي پنهنجي چوڌاري گڏ ڪري ڇڏيو هيو. حضرت علي عليہ السلام کي پنهنجن ڪيترن صلاحڪارن مشورو ڏنو هيو تہ جيستائين پاڻ سيني دشمنن جي خلاف مقابلي لاءِ مضبوط ٿي وڃن ايستائين مرحوم خليفي طرفان مقرر ڪيل بدعنوان گورنرن کي

---

[1] عربي ۾ اٺ کي "جمل" چوندا آهن. انهي مناسبت سان تہ حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها اٺ تي سوار ٿي انهيءَ لڙائي ۾ شرڪت ڪئي، انهي لڙائي کي "جنگ جمل" سڏيو ويندو آهي. اصل ۾ جنهن جاءِ تي اها لڙائي وڙهي وئي ۽ جتي اهي ماڻهو ماريا ويا ان کي "وادي السَبّع" (شينهن جي ماڙي) چيو ويندو آهي.

عهدن تان هٽائڻ واري فيصلي کي ملتوي ڪري "اسلام جي بهادر بايارڊ[1] (Bayard)، هيرو بي ڊپي ۽ بي ڏڙڪي انسان"[2] ڪنهن به بيائي جو مرتڪب ٿيڻ يا ناانصافي سان ناهه ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ سيني ماڻهن کي عهدن تان هٽائڻ جو حڪم جاري ٿيو جن کي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه اقتدار ۾ رکيو هيو ۽ جن عوامي ويساهه سان وڏي پيماني تي دغا ڪئي هئي. معاويه هڪدم بغاوت جي جهنڊي کي بلند ڪيو. صفين جي ميدان تي لاڳيتن حملن ڪري شڪست کائيندي آخري ڏينهن تي جڏهن معاويه جا فوجي جٿا حضرت مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنه جي بي روڪ ٽوڪ حملي جي آڏو ڪُتِر تي رهيا هيا ته ان پنهنجن ماڻهن کي ڪڙڪندڙ تباهي کان بچائڻ لاءِ هڪڙي ترڪيب سوچي. ان پنهنجن سپاهين کي چيو ته اهي قرآن شريف کي پنهنجن نيزن ۾ ٽنبي اپو ڪن ۽ اهي مسلمانن جي لشڪر ڏانهن رڙيون ڪندا وڃن "اچو ته مؤمنن جي رت وهڻ کي روڪيون: جيڪڏهن شامي فوج تباهه ٿي ويندي ته پوءِ يونانين جي حملن کان سرحدن جي حفاظت ڪير ڪندو؟ جيڪڏهن عراقي فوج برباد ٿي ويندي ته پوءِ ترڪن ۽ فارسين جي حملن خلاف سرحدن جي حفاظت ڪير ڪندو؟ ڇڏيو ته الله تعاليٰ جو پاڪ ڪتاب اسان جي وچ ۾ فيصلو ڪري" حضرت علي عليه السلام، جيڪو باغين جي ساٿي ۽ سازشي عمرو بن عاص جي ڪردار کان چڱي طرح واقف هيو، دوراند‌يشي واري نظر ڪندي ان ٺڳي خلاف پنهنجن ماڻهن جون اکيون کولڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سندس فوجي جٿن جي اڪثريت وڌيڪ لڙائي کان انڪار ڪيو ۽ مطالبو ڪيائون ته تڪراري معاملي کي ثالثي ڪندڙن (تحڪيم) جي آڏو پيش ڪرڻ گهرجي. حضرت علي عليه السلام طرفان يقين ڏهاني ڪرائڻ تي ته ابوسفيان جو پٽ پاڻ کي موت جي منهن کان بچائڻ لاءِ قرآن شريف کي صرف هڪڙي هٿيار طور استعمال ڪري رهيو هيو انهن ضدي جوانن وفاداري مٽائڻ جي ڪليل

---

[1] بايارڊ (Bayard) فرانس جو هڪڙو مشهور جنگجو آهي، جنهن کي بي ڊپو ۽ هوشيار جنگجو جي لقبن سان ياد ڪيو ويندو آهي. (اردو مترجم).

[2] هي اهي خطاب آهن جيڪي حضرت علي عليه السلام جي باري ۾ ميجر اوسبرن (Major Osborn) استعمال ڪيا آهن.

ڏمڪي ڏني.[1] حضرت مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ کي واپس گهرايو ويو لڙائي کي روڪيو ويو ۽ اڳيئي ڪتيل سوڀ جو ڦل ٻيهر هٿ نہ اچڻ لاءِ وڃائجي ويو.[2] ٽياڪڙ ڪندڙ هڪڙي امين جو بندوبست ڪيو ويو. انهن انتها پسندن، جن حضرت علي عليہ السلام کي فتح جي گهڙي تي تلوار کي واپس مياڻ ۾ رکڻ لاءِ مجبور ڪيو هيو تن سندس پنهنجي مرضي ۽ خواهش جي برخلاف زور زبردستي سان ابو موسيٰ اشعري کي حضرت محمد صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي جي نمائندي طور ان مٿان ٺاڦيو. اهو ماڻهو جيڪو اندروني طور حضرت علي عليہ السلام سان بُغض رکندڙهيو ان سان گڏوگڏ پنهنجي ناقابليت ۽ ڪجهہ ابوجهہ طبيعت ڪري شاطر ۽ مفاد پرست عمرو بِن عاص سان، جيڪو معاويہ جي نمائندگي ڪري رهيو هيو. پڇڻ جي اهل ڪونہ هيو. اهو جلدئي عمرو بن عاص طرفان وڇايل ڪوڙڪي ۾ ڦاسي ويو. عمرو ابوموسيٰ کي يقين ڏياريو تہ ٻنهي حضرت علي عليہ السلام ۽ معاويہ جي برطرفي (هڪڙي جي خلافت تان ۽ ٻئي جي شام جي گورنري تان) ۽ اسلام جي رهبر طور هڪڙي ٽئين ماڻهو جي نامزدگي مسلمانن جي عام ڀلائي لاءِ ضروري آهي. چالاڪي واري ٺڳي ڪامياب ٿي وئي؛ ابو موسيٰ ممبر تي چڙهي ويو ۽ خليفي طور حضرت علي عليہ السلام کي برطرف ڪرڻ جو اعلان ڪيائين. انهي اعلان ڪرڻ کان پوءِ اهو انهي جذبي ۽ احساس سان هيٺ لٿو تہ ان مقدس ذميواري کي انجام ڏنو آهي. پوءِ عمرو مرڪندي حضرت علي عليہ السلام جي نمائندي ابو موسيٰ طرفان خالي ڪيل ممبر تي چڙهيو ۽ اعلان ڪيائين تہ اهو حضرت علي عليہ السلام جي برطرفي کي مڃي ٿو ۽ معاويہ کي ان جي جاءِ تي نامزد ڪري ٿو. ويچارو ابو موسيٰ سڪتي ۾ اچي ويو. پر دوکيبازي صاف سڌي هئي ۽ فاطمين فيصلي کي ڪارگر مڃڻ کان انڪار ڪيو.[3] اهو واقعو

---

[1] شهرستاني حصو پهريون، صفحو 85.

[2] شهرستاني حصو پهريون، صفحو 85.

[3] اهي ئي ماڻهو جن خليفي (حضرت علي عليہ السلام) کي ٽياڪڙي قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ۽ اهي ئي ماڻهو بعد ۾ ان ڳالهہ تان ڦري ويا. ۽ ٽياڪڙي فيصلي کي رد ڪيائون ۽ حضرت علي عليہ السلام جي خلاف بغاوت ڪري اٿي پيا تہ ان انهن جي مطالبي کي ڇو مڃيو. اهي پهريان خارجي هيا. جيڪي پوءِ اسلام ۾ دشمني جو هڪڙو وڏو فتنو ۽ فسادي ٿي ويا.

دومت الجندل واري جاءِ تي پيش آيو. اموين جي بي ايماني فاطمين کي ميڙائي ڇڏيو ۽ ٻئي ڌريون هڪٻئي خلاف ختم نہ ٿيندڙ نفرت سان الڳ ٿيون. پوءِ جلد ئي حضرت علي عليہ السلام کي جڏهن ڪوفي جي مسجد شريف ۾ نماز پڙهڻ ۾ مشغول هيا تہ حملو ڪري شهيد ڪيو ويو.[1] انهن جي شهادت ڪري ابوسفيان جو پٽ، ٻنهي، حجاز ۽ شام ۾ پنهنجي طاقت کي مضبوط ڪرڻ جي قابل ٿي ويو. حضرت علي عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ سندن وڏي پٽ حضرت امام حسن عليہ السلام کي خليفو مقرر ڪيو ويو. ڇڪتاڻ کان پاسو ڪرڻ ۽ امن پسندي سان چاهہ هجڻ ڪري ان پنهنجي گهراڻي جي دشمن سان امن جو ٺاهہ ڪرڻ ۾ تڪڙ ڪئي ۽ خانگي زندگي گذارڻ لاءِ خلافت تان هٿ ڪڍي ويو. پر اموين جي دشمني اتي بہ سندس پيڇو ڪونہ ڇڏيو ۽ گهڻو وقت ڪونہ گذريو تہ ان کي زهر ڏئي شهيد ڪيو ويو. هاڻي هند جي پٽ جو ستارو مٿي چڙهي رهيو هيو ۽ مڪي جو بادشاهہ ٿيڻ واري ابوسفيان جي تمنا کي معاويہ طرفان وڏي پيماني تي پورو ڪيو ويو هيو. ائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي انهن نهايت ڪٺوردل ٻن وڏن دشمنن جو پٽ، تاريخ ۾ محفوظ ٿيل قسمت جي نهايت عجيب کيل ذريعي خلافت جي گادي تي ويهي ويو. متان اهو سمجهيو وڃي تہ اسان طرفان معاويہ جي ڪردار جو ڪاٺو جانبداري ذريعي لڳايو ويو آهي، اسان هڪڙي تاريخدان جي لفظن جو حوالو ڏيون ٿا جنهن تي ڪنهن بہ ڊرجو پاسو ڪڻڻ جي تعصب وارو الزام نٿو هڻي سگهجي. اوسبرن (Osborn) لکي ٿو "اموين جي پهرين خليفي، چالاڪي، بي رحمي ۽ مفاد پرستي ڪري پنهنجي اقتدار کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ضروري ڪنهن بہ ڏوهہ کان ٻڌپ ڪونہ تي ڪيو. منهن زور مخالفن کي قتل ذريعي رستي تان هٽائڻ ان جو عام رواجي طريقو هيو. پيغمبر صلي الله تعالي عليہ وآلہ

[1] پنهنجي امتيازي عالي ظرفي جي ڪري حضرت علي عليہ السلام پنهنجن غدار دشمنن خلاف لڙائي ۾ بہ پنهنجن لشڪرين کي حڪم ڏئي ڇڏيو هيو تہ دشمن تي حملو ڪرڻ جي اڳرائي نہ ڪن، پر انتظار ڪن، آڻ ميڙ وارن کي ڇڏي ڏين ۽ قيدين سان سٺو سلوڪ ڪن، ۽ ڪڏهن بہ عورتن جي بي حرمتي نہ ڪن. پنهنجن آخري پساهن وقت بہ پنهنجن پٽن کي وصيت ڪيائون تہ انهي ڳالهہ جو خيال ڪن تہ سندن قاتل کي تلوار جي هڪ ڌڪ سان ماريو وڃي ۽ ان کي هروڀرو ايذاء نہ پهچايا وڃن.

وسلم جي ڏوهٽي کي زهر ڏياري شهيد ڪرايائين. حضرت مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ کي، جيڪو حضرت علي عليہ السلام جو بهادر سپہ سالار هيو بہ ساڳي طريقي سان ختم ڪرايائين. پنهنجي پٽ يزيد جي جانشيني کي يقيني بنائڻ لاءِ حضرت علي عليہ السلام جي زنده پٽ حضرت امام حسين عليہ السلام کي واعدي ذريعي ڏنل وچن کان انحرافي ڪرڻ کان بہ معاويہ ڪونہ هٻڪيو. انهن ڳالهين هوندي بہ هن محتاط هوشيار ۽ مڪمل طور لادين عرب اسلامي علائقن مٿان حڪومت ڪئي ۽ شاهي لٺ انتڪل هڪ سو ۽ ويهہ سالن جي عرصي تائين ان جي اولاد وٽ موجود رهي. انهي بي قاعدگي جي وضاحت ۾ن صورتحالن ۾ ڏسي سگهجي ٿي جن ڏانهن مون هڪ کان وڌيڪ دفعا ڏيان ڇڪايو آهي. هڪڙي صورتحال اها آهي تہ سچي، ديندار ۽ پڪي مسلمان اهو خيال ٿي ڪيوتہ ان دنياوي معاملن کان پاڻ کي لاتعلق بنائڻ ذريعي پنهنجي مذهب کي نهايت اثرائتي نموني سان قائم رکيو آهي. ٻي صورتحال عربن جو قبائلي جذبو آهي. ايشيا جا، اتر آفريڪا جا، اسپين جا فاتح عرب پنهنجي اصليت کان مٿي ڪڏهن بہ ڪونہ وڌيا. انهن مٿان عظمت مڙهي وئي هئي، پر پنهنجي جاهہ و جلال جي درميان انهن ريگستان جي حقير نفرت، جذبن ۽ مخالفتن کي پنهنجي سموري اڳين طاقت ۽ شدت ۾ موجود رکيو. اهي رڳو وسيع علائقي تي قبضو ڪرڻ لاءِ ٿي وڙهيا يعني عربن جون اسلام کان اڳ (جهالت) واريون لڙايون."

معاويہ جي ڪاميابي سان ڪفر وارن زمانن جي حڪمران لڏي واري دستور اسلام جي جمهوري اصول کي مٿائي ڇڏيو. ڪفر پنهنجي سموري لاڳاپيل بداخلاقي سان وري زنده ٿي ويو. اموي حاڪم ۽ شاهي سپاهہ جتي بہ ويندا هيا اتي بچڙائي ۽ زناڪاري کي گڏ کڻي ويندا هيا. حجاز ۽ عراق غاصب جي حاڪميت هيٺ ڪيهون ڪرڻ لڳا. پر اسلام جي نڙي تي ان جي پڪڙ ايتري مضبوط هئي جو جان ڇڏائڻ لاءِ ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ ڏکيو هيو. پنهنجي رعيت کان بي رحمي سان ان جيڪا دولت ميڙي، اها ان پنهنجن دلالن تي فراواني سان خرچ ڪئي جن موٽ ۾ سمورين چہ مي گوين کي دٻائڻ لاءِ ان جي مدد ڪئي. پنهنجي مرڻ کان اڳ ان پنهنجي فوج جي سيني وڏن عهديدارن کي گڏ ڪيو ۽ انهن کان پنهنجي پٽ يزيد جي تابعداري ڪرڻ جو قسم

ورتائين، جنهن کي ان پنهنجي تخت جو وارث نامزد ڪيو هيو. خلافت تي اهو يزيد جو حق هيو! معاويہ جي مرڻ تي اموي گهراڻي جو آمر پنهنجي پيءُ طرفان ٺڳي ۽ بي ايماني ذريعي قائم ڪيل تخت تي ويٺو. معاويہ وانگر ظالم ۽ بي ايمان پر ان کي پنهنجي پيءُ وانگر پنهنجن ظلمن کي لڪل حڪمت عملين جي لبادي ۾ ويڙهڻ جي اهليت ڪونہ هئي. ان جي بگڙيل عادت ڪنهن بہ انصاف ۽ رحم کي ڪونہ ٿي ڄاتو. ان انساني پيڙائن مان خوشي حاصل ڪرڻ لاءِ قتل ڪرايا ۽ ماڻهن کي ايذاء ڏياريا. وڏي پيماني تي شراب جو عادي ۽ ان جا آواره ساٿي ٻنهي جنسن (ڇوڪرا ۽ عورتون) جا نهايت گهٽو متوالا هيا. هي اهو ماڻهو هيو جيڪو وقت جو خليفو ۽ مؤمنن جو سالار هيو! حضرت علي عليہ السلام جي ٻئي نمبر پٽ حضرت امام حسين عليہ السلام پنهنجي پيءُ جي بهادري واري طبيعت ۽ گڻ ورثي ۾ حاصل ڪيا هيا. ڪانسٽنٽينوپل (قُسطنطنيہ ـ استنبول) جي محاصري دوران عيسائين خلاف ان وڏي بهادري ۽ جنگي جوهر ڏيکاريا هيا. رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي ڏوهٽي جي حيثيت سان ان پنهنجي ذات ۾ علي عليہ السلام جي نسلي پيڙهي جو حق رکيو ٿي. حضرت امام حسن عليہ السلام طرفان معاويہ سان لکت وارن امن جي شرطن موجب خلافت لاءِ حضرت امام حسين عليہ السلام جي حق کي واضح طور تي محفوظ رکيو ويو هيو. حضرت حسين عليہ السلام ڪڏهن بہ دمشق جي آمر يزيد جي، جنهن جي بڇڙاين کان پاڻ نفرت ٿي ڪيائون ۽ جنهن جي اخلاق کي پاڻ سخت نفرت سان ٿي ڏٺائون، خلافت جي دعوا کي قبول ڪونہ ڪيو هيو. تنهن ڪري جڏهن ڪوفي جي مسلمانن اموين جي حاڪميت جي لعنت کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ حضرت امام حسين عليہ السلام کي مدد ڪرڻ لاءِ منٿ ڪئي تہ عراقين طرفان ڇوٽڪاري ڏيارڻ واري درخواست کي مُهت ڏيڻ پنهنجي ذميواري سمجهيائون. ڪوفين کين پڪ ڏياري هئي تہ سندن اتي پهچڻ سان سڄو عراق ظالم کي ان جي تخت تان لاهڻ لاءِ اٿي پوندو. انهن تي اعتبار ڪري پاڻ پنهنجي خاندان وارن سان ڪوفي ڏانهن روانو ٿي ويا. پاڻ پنهنجي ڀاء عباس عليہ السلام ۽ ڪجهہ جانثار اصحابين جي همراهي ۽ عورتن ۽ ٻارن جي هڪڙي ننڍل جماعت سان گڏجي عربستان جي ريگستان مان بغير ڪنهن پريشاني جي سفر جاري رکيائون؛ پر پاڻ جيئن عراق جي سرحدن وٽ پهتا تہ کين

علائقي جي ويراني ۽ اباڻڪي حالت، ۽ امڪاني دغابازي سان گڏ اموين جي طاقت کان خبردار ڪيو ويو. پاڻ فرات جي الهندي ڪناري ويجهو ڪربلا جي جاءِ تي پنهنجي ننڍڙي جماعت کي لڏو لاهڻ جو حڪم ڪيائون. ان جاءِ تي جيڪي واقعا پيش آيا تاريخ جو ڪوبہ واقعو انهي هنڌ تي واقع ٿيل وارتائن جي تڪليفن جي احساس کان گوءِ ڪونہ ٿو کڻي سگهي. امام حسين عليہ السلام جي دل ۾ ساڻن ٿيڻ واري دغابازي جا گمان پوري طرح سچ ثابت ٿيڻ لڳا. وحشي ۽ ظالم عبيدالله بن زياد (ابن زياد) جي اڳواڻي هيٺ اموي فوج هٿاران انهن کي گهيري ۾ آندو ويو. ڪجهہ ڏينهن تائين انهن جي تنبوئن کي چوڌاري گهيرو ڪري ويٺا. ۽ جڏهن بزدل گروهہ وارا حضرت علي عليہ السلام جي پٽ جي تلوار جو مقابلو ڪرڻ جي همت ساري نہ سگهيا تہ انهن مصيبت ۾ ڦاٿل ماڻهن تي دجلہ مان پاڻي کڻڻ بند ڪري ڇڏيو. جانثارن جي ننڍڙي جماعت جون پيڙائون بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهن. امام حسين عليہ السلام هڪڙي گڏجاڻي ۾ دشمن فوج جي سردار کي مرضي وارن ٽن عزت ڀريل اختيارن جي تجويز ڏني: هڪ تہ سندن رستا روڪ ختم ڪئي وڃي تہ جيئن اهي مديني ڏانهن موٽي وڃن، يا ٻيو تہ انهن کي ترڪن جي خلاف وڙهڻ لاءِ سرحدي علائقي ۾ ڪنهن چوڪي تي موڪليو وڃي، يا ٽيون تہ انهن کي سلامتي سان يزيد وٽ پهچايو وڃي.[1] پر اموي ظالم طرفان مليل حڪم گهڻو سخت ۽ بي رحمي وارا هيا تہ حسين (عليہ السلام) ۽ ان جي جماعت سان ڪنهن بہ قسم جي رعايت نہ ڪئي وڃي، بلڪ انهن کي لازمي طور "خليفي جي دربار ۾ عام ڏوهين وانگر پيش ڪيو وڃي تہ جيئن انهن سان انصاف لاءِ اموي سوچ مطابق ڪاروهنوار ڪيو وڃي. حضرت امام حسين عليہ السلام تدبير ڪندي انهن شيطانن کي

---

[1] روضتہ الصفا جو ليکڪ مٿيون ذڪر ڪرڻ کان پوءِ اڳتي لکي ٿو تہ حضرت امام حسين عليہ السلام جو هڪڙو خادم جيڪو اتفاق سان ڪربلا واري انهيءَ ڪوس مان بچي ويو هيو انهي ڳالهہ کان انڪار ڪندي چيو تہ جيستائين ان کي خبر آهي تہ امام حسين عليہ السلام ڪڏهن بہ اموي لشڪر جي سردار جي آڏو اهڙا شرط پيش ڪونہ ڪيا هيا. بهرحال اهو ممڪن آهي تہ اهڙن شرطن پيش ڪرڻ واري ڳالهہ کان انڪار اهو ڏيکارڻ لاءِ ڪيو ويو هجي تہ امام حسين عليہ السلام پنهنجي دشمن آڏو صلح ڪرڻ لاءِ هيٺاهين ڪونہ ڏيکاري، البت منهنجي راءِ مطابق اموين آڏو اهڙا شرط پيش ڪرڻ سان امام حسين عليہ السلام جي ڪردار جي عظمت جي ڪنهن بہ صورت ۾ گهٽتائي ڪونہ ٿي ٿئي.

منٿ ڪئي تہ اهي بيوس عورتن ۽ ٻارن جي مٿان لڙائي نہ مڙهين پر ڪيس قتل ڪرڻ لاءِ جيڪو وٽين سو ڪن. پر انهن ڪنهن بہ رحم کي ڪونہ ٿي ڄاتو. ٻارڻ پنهنجن اصحابن تي زور پريائون تہ اهي موقعو وٺي هليو وڃڻ سان پنهنجي سلامتي جي لاءِ ويچارين. پر انهن هڪ آواز ٿي ڪين ڇڏي وڃڻ يا پنهنجي پياري آقا کان سواءِ جيئرو رهڻ کان انڪار ڪيو. دشمن جي سپهہ سالارن مان هڪڙو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڏوهٽي خلاف وڙهڻ واري بي ادبي جي خوف کان متاثر ٿيندي انهن سان گڏ شهيد ٿيڻ جي حصيداري جي لاءِ ٽيهن ساٿين کي ساڻ ڪري امام عليہ السلام جي جماعت ۾ اچي شامل ٿيو. انفرادي ويڙهہ ۽ دوبدو لڙائي ۾ فاطمين جي سورهائي ناقابل شڪست هئي. تنهن ڪري دشمن جا تيرانداز انهن کي پري کان نشانو بنائڻ لڳا. هڪ هڪ ٿي مجاهد شهيد ٿيڻ لڳا، جڏهن آخر ۾ ڪو بہ نہ. صرف رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڏوهٽو باقي بچيو. ماندو ۽ ساٿو ٿيل، اهو پاڻي ڍُڪ پيئڻ لاءِ ندي ڪناري ڳِلبو ويو پر دشمنن کيس تير هٽي پوئتي ڌڪي ڇڏيو. پاڻ جڏهن واپس تنبوءَ ۾ آيا تہ پنهنجي معصوم پُٽڙي کي ٻانهن تي کنيائون، دشمنن ان جي نڙي ۾ تير کپائي ڇڏيو. صدمن سان چُور ٿيل پيءُ نماٽائي مان آسمان ڏانهن مُنهن ڪري رب جي رضا کي قبول ڪرڻ جو اظهار ڪيو. پنهنجي ظالم دشمن جي سامهون اٽي بيهڻ کان لاچار اڪيلو ۽ ساٿو ٿيل امام عليہ السلام پنهنجي تنبوءَ جي در وٽ ٽيڪ ڏئي ويهي رهيو. هڪڙي عورت سندس اڃ ختم ڪرڻ لاءِ ڪين پاڻي جو هڪڙو پيالو ڏنو پاڻ جيئن ئي پيالي کي چپن جي پرسان آندائون تہ هڪڙو تير اچي سندن منهن ۾ لڳو. ان جو پُٽ ۽ ڀائٽيو سندس ٻانهن ۾ شهيد ٿي ويا. ان پنهنجن هٿن کي آسمان ڏانهن کنيو ـ اهي رت سان ڀريل هيا ـ ۽ پاڻ جيئرن ۽ شهيد ٿيلن لاءِ دعا گهريائون. هڪڙي ڀرپور حملي ڪرڻ لاءِ پاڻ کي تيار ڪري امام عليہ السلام اٽي اموين منجهہ ڪاهي پيو جيڪي هر طرف کان ڪرڻ لڳا. پر گهٽي رت وهڻ ڪري ۽ ماندو ٿيل هجڻ ڪري اهو جلدئي ميدان تي لڙهڪي پيو ۽ پوءِ قاتل جٿو ساهہ وڃائيندڙ هيرو مٿان ڌوڪي آيو. انهن لعنتين سندس سرمبارڪ کپي بدن کان ڌار ڪيو ان جي جسم کي لتاڙيائون، ۽ ان سان هند واري پراڻي جوش ۾ هر شرمناڪ سلوڪ ڪيائون. فوجي شهيدن جا سر کپي ڪوفي جي

درٻار ۾ ڪٺي ويا ۽ انسانيت ڪان عاري عبيدالله (ابن زياد) لَڪُڻ سان امام عليہ السلام جي ڏندن تي ڏڪ هڻڻ لڳو. هڪڙي ٻڍڙي اصحابي دانهن ڪري چيو "افسوس! مون خدا جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي پنهنجن چپن سان انهن چپڙن کي چمندي ڏٺو آهي." گبن (Gibbon) دعوا سان لکي ٿو "مستقبل جي هڪڙي دور ۾ موسم ۾ امام حسين عليہ السلام جي شهادت وارو دردناڪ واقعو سخت ڪان سخت دل ماڻهوءَ جي دل ۾ بہ همدردي جي جذبي کي جاڳائي ڇڏيندو." اسان ان ڳالهہ سان متفق هجون يا نہ پر حسين عليہ السلام جي شهادت جي ياد ۾ حضرت علي عليہ السلام جا ۽ ان جي اولاد جا مڃيندڙ هر سال جنهن جذبي سان ماتم ۽ ڏک جو اظهار ڪندا آهن. ان ذريعي اسان لاءِ جائز ڪاوڙ ۽ ڏک جي پيڙا کي سمجهڻ آسان ٿي وڃي ٿو.

ائين ان زماني جي هڪڙي پاڪ هستي هن دنيا ڪان وڇڙي وئي ۽ ان سان گڏ ان جي خاندان جا سيئي مرد حضرات ـ ڪُراڙا توڙي جوان ـ بيدردي سان شهيد ٿي ويا. صرف هڪڙو بيمار ٻار بچيو جنهن کي حسين عليہ السلام جي ڀيڻ حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها ڪسجڻ ڪان بچايو. ان تي بہ علي نالو رکيل هيو ۽ باقي حياتي ۾ "زين العابدين" جي عظمت واري لقب سان مشهور ٿيو. امام حسين عليہ السلام جو اهو پٽ فارس جي آخري ساساني بادشاهہ يزدگرد جي نياڻي منجهان هيو ۽ ان پٽ ذريعي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو نسل قائم رهيو. اهو پنهنجي ماءُ جي وارث هجڻ ڪري ساسانين طرفان ايران جي تخت جي دعوا ڪرڻ جو پڻ حقدار هيو.

امام حسين عليہ السلام ۽ ان جي اولاد جي دردناڪ قسمت اسلام منجهہ هڪڙي ڏُک جي لهر ڊوڙائي ڇڏي ۽ ان ڪري جذباتي شدت جو جيڪو احساس پيدا ٿيو اهو آخرڪار دين جي لاءِ ڇوٽڪارو ثابت ٿيو. ان بداخلاقي جي انهي لهر کي روڪي ورتو جيڪا دمشق جي اموي درٻار مان پکڙي هئي. ان مسلمانن جي اڪثريت کي سوچڻ تي مجبور ڪيو تہ سندن نبي سڳوري جا سيڪاريو هيو ۽ ان جي دشمنن جو اولاد اسلام تي ڪهڙا زخم هڻي رهيو هيو. بهرحال اموي هڪ سو سال تائين تلوار ۽ زهر جي آزاد استعمال ذريعي حڪمراني ڪندا رهيا. انهن مديني ۾ ڦرلٽ ڪئي ۽ اصحابن جي اولاد کي ڏورانهن علائقن ۾ جلاوطن ٿيڻ لاءِ تڙي ڪڍيائون. اهو شهر جنهن رسول الله صلي الله تعاليٰ

عليہ وآلہ وسلم کي بُت پرستن جي آزار کان اجهو ڏنو هيو ۽ جنهن کي پاڻ وڏي پاهوه سان پيار ڪندا هيا. جنهن مقدس ڌرتي تي پاڻ ڪريمن پنهنجي زندگي مبارڪ ۾ قدم گهمايا هيا. ۽ جنهن جو هڪڙو هڪڙو انچ پاڻ ڪريمن جي مقدس ڪم ذريعي ۽ جماعت طرفان پاڪ صاف بڻايو ويو هيو ان جي هر غلط نموني سان بي حرمتي ڪئي وئي: ۽ جيڪي ماڻهو ضرورت جي وقت پاڻ ڪريمن سان پانهن هيلي تي بينا هيا ۽ پاڻ ڪريمن جي دين جي عمارت اڏڻ ۾ مدد ڪئي هئائون. انهن کي نهايت خوفناڪ ۽ نفرت انگيز ظالماڻن عملن جو نشانو بڻايو ويو. جنهن جو مثال صرف فرانس جي ڪانستيبل (Constable) جي فوجين يا جارج فرنڊ سبرگ (George Frund Sberg) جي هٽ هيٺ روم جي ڦرلٽ دوران لتر(Luther) جي پيروڪارن جي قتلام وارين ڪارگذارين مان ملي سگهي ٿو. مردن جو قتلام ڪيو ويو. عورتن سان شرمناڪ عمل ڪيو ويو پارن کي غلام بڻايو ويو. مسجد نبوي کي گهوڙن جي بيهارڻ لاءِ اسطنبل بڻايو ويو مزارن کي انهن مان قيمتي شيون ڪيڊڻ لاءِ شهيد ڪيو ويو. اموين جي حاڪميت جي سموري عرصي دوران مديني جو مقدس شهر وحشي درندن جو نڪاڻو بڻيو رهيو.[1] مڪي جو ڪفر هڪڙو پيرو پيهر ڪامياب ٿي ويو. ڊوزي(Dozy) چوي ٿو "اموين جو اسلام خلاف ردعمل ظالماڻو پوائنتو ۽ نفرت وارو هيو." اموين ۽ مڪي وارن اسلام جي سوڀ وقت ساڻن پيش آيل رحم دلي ۽ بردباري جو ائين بدلو ڏنو! اموين ۾ ڪجهہ پارسا ۽ خدا ترستي وارا عظيم ماڻهو بہ پيدا ٿيا. جن منجهان خاص طورتي عمر بِن عبدالعزيز جو نالو آشڪار آهي، جيڪو عربن جو مارڪوس اوريلس[2] (Marcus Aurelius). هڪڙو پارسا حاڪم، هڪڙو عادل انسان، ۽ هڪڙو خوفِ خدا رکندڙ مسلمان هيو جنهن پنهنجي زندگي کي پنهنجي نالي پائي بئي نمبر خليفي جو نمونو بڻائي رکيو. ان کي ڇڏي باقي بيا اموي حاڪم بي شرم هيا ۽ جنهن مذهب جا مجيندڙ هيا ان جي نظم و ضبط ۽ قانونن جي خلاف ورزي ڪرڻ جا شوقين هيا.

---

[1] عبدالملڪ بن مروان تہ ايتري حد ڪري ڇڏي جو ان حاجين تي مديني شريف وڃي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي روضي پاڪ جي زيارت ڪرڻ کان منع ڪري ڇڏڻ جو حڪم جاري ڪيو.

[2] روم جو فلسفي بادشاه(121ع کان 180ع).اردو مترجم.

اهلبيت جي اصحابن جن حضرت علي عليہ السلام جي لاءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو وارث هجڻ جي دعوا تي ڪئي ۽ انهن ماڻهن. جن روحاني اڳواڻ ۽ گڏوگڏ دنياوي حڪمرانن کي چونڊڻ لاءِ عوام جي حق جي حمايت تي ڪئي، جي وچم اموين جي باري ۾ اختلاف ڪڏهن بہ ايترو مذهبي ڦوٽ وارو ڪونہ ٿي وڃي ها. حضرت علي عليہ السلام طرفان خلافت سنڀالڻ کان پوءِ اهو اختلاف گڏيل اتفاق يا راضي نامو ڪرڻ جي صورت ۾ پڄاڻي تي پهچي وڃي ها پر اموي خاندان وارن جي دغابازي ۽ وڳوڙ ان ڳالھ کي ناممڪن بڻائي ڇڏيو. جيئن تہ بنواميہ اڻ ڳڻين ڏوهن ۽ رت جي ندين وهائڻ ذريعي تخت تي پهتا هيا. ان ڪري انهن لاءِ اهو ضروري هيو تہ خلافت جي عهدي لاءِ پنهنجي مسند نشيني کي قانوني ويس پارائين. تنهن ڪري چونڊ جي حق ذريعي انهن اميرالمؤمنين جو لقب رکڻ جي دعوا تي ڪئي. توڙي جو اها چونڊ انهن جا پنهنجا پاڙيتو ماڻهو ۽ بي دين حمايتي ئي ڪندا هيا. مديني جي ڦرلٽ ۽ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان وارن جي، مهاجرن جي ۽ انصارن جي مارجڻ يا هيڏي هوڏي تڙي پکڙي وڃڻ کان پوءِ خلافت راشده منجهان مثالي بهانا پيش ڪرڻ . جي ان ۾ ناڪامي ٿئي تہ حديثون گهڙڻ وارو ڪم آسان ٿي ويو هيو. پنهنجي لاءِ اميرالمؤمنين لقب مخصوص ڪرڻ ڪو ڏکيو ڪم ڪونہ هيو جنهن کي خلفاء راشدين گهرن هاتہ اختيار ڪري ٿي سگهيا پر انهن ان کان پاسو ڪيو انهيءَ ڪري جو اهي ماڻهن جي اجتماعيت جي حق جا قائل هيا. اڪابر ماڻهن مان ڪيترا. جن جمهوريت کي قائم ڪيو هيو اهي يا تہ فوت ٿي ويا هيا يا شهيد ڪيا ويا هيا. انهن جا ٻار ٻچا ڏورانهن علائقن ڏانهن پڄي پناهگير ٿي ويا هيا يا غلامي جي زنجيرن ۾ جڪڙجي ويا هيا. اهڙي نموني واري مهارت سان غصب ڪيل لقب خلاف اعتراض ڪرڻ وارو ڪير هيو؟ اموين کان پوءِ جيڪو خاندان اقتدار تي قابض ٿيو انهن بہ انهي حڪمت عمليءَ کي جاري رکيو. اهو ساڳيو پرتشدد بغض جنهن سان بني فاطمہ وارن کي بنواميہ وارن ستايو ۽ ڇيڙايو هيو حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اولاد لاءِ بنوعباس جي ڪردار جي سڃاڻپ ٿي ويو. انهن کي پنهنجي لاءِ خلافت جي دعوا ڪرڻ جو ڪو حق ڪونہ هيو انهيءَ ڪري انهن پنهنجي ڪاميابي جي ذريعي طور حضرت فاطمہ الزهرا

سلام الله تعاليٰ عليها جي اولاد (آلِ فاطمہ) لاءِ ماڻهن جي محبت کي وسيلو بڻايو جڏهن اهي پنهنجو مقصد ماڻي ويا تہ ان جو بدلو انهن فاطمين کي سخت اهنج ۽ تڪليف رسائڻ سان ڏنو. انهن جو اقتدار پڻ اهڙي چونڊ ذريعي قائم ٿيو هيو ۽ اموين وانگر انهن قدرتي طور انهن سيني ماڻهن کي تڪليفون ڏنيون ۽ ڳولي ڳولي قتل ڪيائون جن کي انهن جي اهڙي دعوا تي اعتراض هيو يا جن امامت جي درجي بدرجي وارثي جي حق کي قطعي لاڳاپي ۾ آلِ نبي جو حق مڃيو ٿي. اختلاف جي هر راءِ کي سختي سان دٻايو ٿي ويو. وقت جا قاضي يا فقهي امام بہ جيڪڏهن اهڙن خيالن جو اظهار ڪرڻ جي جرئت ڪندا هيا، جيڪي حڪومت ڪندڙن جي حمايت ۾ ڪونہ هوندا هيا تہ انهن کي بہ سزائون ڏنيون وينديون هيون.[1] جيڪڏهن اسان انهن حالتن کي جن اوچتو ۽ غير متوقع طور عباسين جي ڪاميابي لاءِ راهہ هموار ڪئي هئي، ذهن ۾ نہ رکندا سين تہ اسان ان کي فطري اصول سمجهڻ جي غلطي ڪري ويهنداسين. حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي اولاد تي اموين طرفان جيڪي ڀيانڪ ظلم ٿيا هيا، ۽ انهن جنهن بلند ڪرداري واري صبر سان پنهنجين پيڙائن ۽ انهن جي ناحقن کي برداشت ڪيو هيو انهن ڳالهين آمرن خلاف نفرت جي عالمي احساس کي اڀاري ڇڏيو هيو ۽ مظلومن کي سندن اصحابن ۽ پوئلڳن جي اکين ۾ عظمت جي هڪڙي نوراني دائري سان روشن ڪري ڇڏيو هيو. پر تشدد آزار پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ ۾ سدائين ناڪام رهيو آهي؛ ڪنهن بہ فرقي يا جماعت جي جانثاري يا عقيدت کي نابود ڪرڻ جي بجاءِ ڏک ۽ پيڙائون ان فرقي ۽ جماعت کي نون لاڙن ڏانهن رُخ موڙائڻ ۽ ان کي وڌيڪ طاقتور سگهہ ڏيڻ جو سبب ٿيا آهن. عيسائيت وانگر اسلام ۾ بہ جنگي ميدان جي خطرن ۽ اهنجن جي تڪليفن دنياوي شان مان ڪان وڌيڪ انهن مقصدن کي هٿي ڏني آهي جن لاءِ اهي اهنج برداشت ڪيا ويا. حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جو اولاد(آلِ فاطمہ) ، جيڪي ديندار هيا ۽ ماڻهن جي ناانصافي ڪري پاسيرو ٿي ويا هيا ۽ پاڻ کي مذهب جي عملي جاڻ ۽ دانشوراڻين دلچسپين لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هيو بغير

---

[1] امام مالڪ بن انس، جيڪو سني مذهبي فرقي جو ٽيون مجتهد آهي، کي اهڙي جرئت جي هڪڙي ڏوهہ جي سرِعام سزا ڏني وئي.

هٿيارن، بغير خزانن، ۽ بغير رعيت جي پنهنجن پوئلڳن جي دلين تي وڏيڪ مضبوطي سان حڪمراني ڪئي، ۽ لشڪرن جي مالڪ ۽ پنهنجي محلات ۾ ويٺل خليفي جي مقابلي ۾ ماڻهن طرفان انهن کي وڏي پيماني واري تعظيم حاصل هئي. اموي بدڪرداري حد کان لنگهي وئي هئي ۽ ماڻهو پنهنجين دلين جي پيڙائن ۾ وڏيون دانهون ڪري رهيا هيا. اي مالڪ، اچا ڪيستائين! ڳوڙن خليفن جي بدانتظامي ۽ شيطاني هلت ڪري هر طرف کان ڪاوڙ ۽ جذبات جي شديد خواهش پلجي رهي هئي تہ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان وارن کي سندن حق واپس ڏنا وڃن. اهي ماڻهو آسائتي نموني سان امامن سڳورن ڏانهن نهاري رهيا هيا تہ من ڪنهن ڳالهہ جو اشارو ڪن پر انهن ديندارن پاڻ کي دنيا کان لاتعلق ڪري ڇڏيو هيو هاڻي دنيا جي راڄڌاني سان سندن ڪو واسطو ڪونہ هيو. انهن سان ناحق ڪندڙن کان انتقام وٺندڙ هڪبئي پنيان هٿيار کڻي اٿي پيا هيا[1] ۽ پنهنجن شامي دشمنن جي قطارن ۾ ڪاهي پيا. ماڻهو خدا طرفان مقرر ڪيل مؤمنن جي رهبرن طرفان اجازت لاءِ انتظار ڪرڻ لڳا پر انهن طاقت جي استعمال کي رد ڪري ڇڏيو. ڇا ڪرڻ کپندو هيو؟ اهلِ بيت جا ڪجهہ نوجوان صلاح مشورو ڪرڻ جي بجاءِ ۽ خاندان جي وڏن جي اجازت کان سواءِ بنواميہ خلاف اٿي کڙا ٿيا، پر اهي پنهنجي اولي العزمي ۽ پنهنجي مذهبي جذبي جي قربان گاهہ تي قربان ٿي ويا. انهي موڙ تي، بي چيني جي انهي مهل تي جڏهن مسلمان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي طرفان ڪنهن ڳالهہ جي اشاري لاءِ واجهائي رهيا هيا تہ بنوعباس سامهون اچي ظاهر ٿيا. بنوعباس، پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چاچي حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ جو اولاد هيا. حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ سدائين اسلام جي واڌاري لاءِ ڳوڙهي دلچسپي ورتي هئي، اهو ان وقت حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ هيو جڏهن عقبہ جي جاءِ تي مديني وارن اهو حلف کنيو هيو جيڪو "بيعت النساء" جي نالي سان مشهور آهي.[2]

---

[1] سليمان بن سراد، المختار ثقفي ۽ يزيد بن مهلب.

[2] بيعت النساء کي بيعت عقبہ اوليٰ بہ چوندا آهن. ڪجهہ تاريخدانن جو خيال آهي تہ حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ (ڏسو بقايا....)

پر طبيعت جي ڪنهن ڪمزوري ڪري يا ڪنهن حڪمت عملي ڪري مڪي جي فتح ٿيڻ کان ڪجهه وقت اڳ تائين ان ظاهري طور اسلام قبولڻ جو اعلان ڪونہ ڪيو هيو. بهرحال، حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هميشہ ان سان همدردي ۽ نهايت گهڻي محبت وارو سلوڪ ڪندا هيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي انهي مثال کي حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ، حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ قائم رکيو. اهي حضرات جڏهن بہ حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ کي پنڌ ويندي ڏسندا هيا تہ سواري تان لهي پوندا هيا، ۽ اڪثر ڪري ان جي رهائش تائين ان سان گڏ ويندا هيا.[1] ان سن 32 ھ ۾ وفات ڪئي ـ ڪن روايتن مطابق ہہ سال پوءِ. پنهنجي پٺيان چار پُٽ، عبدالله (ابوالعباس ـ عبدالله بِن عباس) فضل، عبيدالله ۽ قيثم ڇڏيائين. حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو تاريخ ۽ حديث ۾ ابن عباس جي نالي سان مشهور آهي، هجرت کان ٽي سال اڳ مڪي ۾ 619ع ۾ ڄائو هيو. حضرت علي عليہ السلام پنهنجي سر ان کي قرآن شريف ۽ ديني علم جي تعليم ڏني هئي. خليفي پاران فيصلا ڪرڻ ۽ قرآن شريف جي مفسر ۽ ڄاڻونگر طور ان جي ساک ايتري گهڻي مشهور ٿي وئي جو هر طرف کان ماڻهن جا ٽولا سندس درسي خطبا ٻڌڻ لاءِ ولر ڪري ايندا هيا. اهو هفتي ۾ هڪڙو ڏينهن قرآن شريف جو تفسير بيان ڪرڻ لاءِ عوامي ميڙ کي درس ڏيندو هيو. ٻئي ڏينهن فقه جي باري ۾، ٽئين ڏينهن گرامر(صرف ۽ نحو) تي، چوٿين ڏينهن عربن جي تاريخ تي، ۽ پنجين ڏينهن شاعري تي درس ڏيندو هيو. قرآن شريف جي ذڪين ۽ رمز ڀرين آيتن جي وضاحت ڪرڻ ۽ کولي سمجهائڻ لاءِ اهو وري وري قديم شاعرن جي بيتن مان مثال پيش ڪندو هيو. ائين اسلام کان اڳ واري عربي ادب ۽ تاريخ جي مطالعي ۽ تحفظ کي فروغ حاصل ٿيو. اهو اڪثر ائين چوندو هيو "جڏهن توهان کي قرآن شريف کي سمجهڻ ۾ ڏکيائي محسوس ٿئي تہ عربن جي بيتن

---

(بقايا) وآلہ وسلم سان ان بيعت وقت گڏ ڪونہ هيا پر بيعت عقبہ ثاني (يعني بيعت الحرب) وقت موجود هيا.(اردو مترجم)

[1] حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ کي اسلامي تاريخ جو جان آف گانٽ ( John of Gaunt) سڏي سگهجي ٿو.

۾ ان جو مثالي حل ڳوليو ڇوتہ اهي عرب قوم جا رجسٽر آهن."[1] حضرت علي عليہ السلام ڏانهن ابن عباس ۽ ان جي پائرن جي پڪي ۽ اٽمٽ جانثاري مثالي هئي. سڀ. چارئي ڀائر. جنگ جمل ۽ صفين واري لڙائي ۾ موجود هيا. ابن عباس جيڪو هڪڙي اسڪالر کان سواءِ هڪڙو ماهر جنگي سپاهي بہ هيو. حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر جو سپهہ سالار هيو. ان ڪيترا ڀيرا خليفي جي ايلچي جي حيثيت ۾ ڪم سرانجام ڏنا ۽ هي ئي اهو شخص هيو جنهن کي حضرت علي عليہ السلام حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي جو نمائندو مقرر ڪرڻ تي گهريو[2] جڏهن سندس نافرمان لشڪرين سندس ۽ معاويہ جي وچ ۾ پيدا ٿيل تڪرار کي ٺياڪڙ ڪندڙ امينن جي حوالي ڪرڻ لاءِ زوربار ڪيو. ابن عباس ستر سالن جي ڄمار ۾ 67 ھ ۾ امام حسين عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ دلي صدمي ڪري طائف ۾ وفات ڪئي. ان جي پٽ کي بہ، جنهن تي عظيم خليفي جي نسبت سان علي نالو رکيو ويو هيو. پنهنجي پيءُ وانگر آلِ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سان جذباتي لڳاءُ هيو. ان 117 هجري ۾ وفات ڪئي ۽ پنهنجي گهر جي وڏي طور پنهنجي پٽ محمّد کي وارث ڇڏيائين.

ان زماني ۾ فارس، عراق ۽ حجاز جن بنواُميہ وارن جي ظلمن ڪري گهٽو ٻوسٽيو هيو ان قابل نفرت خاندان کي تڙي ڪڍڻ لاءِ ڳجهين تنظيمن ذريعي ماناري وانگر هڪ تي ويا هيا. بنوعباس وارا ظالم حاڪميت کي برباد ڪرڻ جي تحريڪ ۾ گهٽو سرگرم هيا. پهريائين شايد فاطمين کي سندن اصل حق واپس ڏيارڻ لاءِ خلوص واري نيت ڪري پر بعد ۾ پنهنجي مفاد ڪري عبدالله بن عباس جو پوٽو محمّد بن علي پهريون ماڻهو هيو جنهن خلافت کي پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ واري منصوبي کي خيال ۾ آندو. اهو وڏي صلاحيت ۽ لامحدود امنگ وارو ماڻهو هيو. ظاهري طور فاطمين جي لاءِ مهم هلائڻ جي دوران آهستي آهستي ان پنهنجي خاندان جي حقن کي قائم ڪرڻ جو بندوبست

---

[1] هڪڙي دفعي حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ کان پڇيو ويو تہ ان ايترو شاندار علم ڪيئن حاصل ڪيو. ان جو جواب هيو "پڇڻ واري زبان ۽ سمجهڻ واري دل جي ذريعي."

[2] شهرستاني حصو پهريون، صفحو 86.

ڪيو. ان امامت لاءِ پنهنجي خاندان جي دعوائن کي حق بجانب قرار ڏيارڻ لاءِ هڪڙو نئون نظريو ايجاد ڪيو ته ڪربلا ۾ امام حسين عليہ السلام جي شهادت تي اسلام جي روحاني اڳواڻي ان جي باقي جيئرو بچيل پٽ علي (زين العابدين) ڏانهن منتقل ڪونه ٿي هئي پر خليفي حضرت علي عليہ السلام جي ٻئي پٽ محمد بن حنفيہ ڏانهن منتقل ٿي هئي جيڪو ٻي ماءُ مان ڄائو هيو جيڪا حنيفہ قبيلي سان تعلق رکندڙ هئي ۽ حضرت علي عليہ السلام ان سان حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي وفات کان پوءِ شادي ڪئي هئي. تنهن ڪري محمد بن حنفيہ جي وفات کان پوءِ اهو عهدو ان جي پٽ هاشم جي وراثت ۾ ويو جنهن رسمي طور تي انهي اعزاز کي بنو عباس جي محمد جي حوالي ڪيو هيو. ڪجهہ علائقن ۾ انهي ڳالهہ تي ماڻهو اعتبار ڪرڻ لڳا پر ٻين ماڻهن جي اڪثريت کي جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اولاد سان عقيدت رکندڙ هيا. عباسين جي ڇاڙتن(داعي) پڪ ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اهي اهل بيت حضرات لاءِ مهم هلائي رهيا آهن. هيستائين عباسي، آلِ فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي لاءِ وڏي جانثاري ظاهر ڪنداٗ ٿي رهيا ۽ پنهنجن سمورن منصوبن ۽ تحريڪن کي ماڻهن آڏو ائين پيش ڪيائون تہ ان جو مقصد حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اولاد کي حق ڏيارڻ آهي. اهل بيت حضرات جي نمائندن ۽ حامين انهن اتڪلن پنيان لڪل دغابازين کان اڻ ڄاڻائي ڪري محمد بن علي ۽ ان جي جماعت جي مدد ۽ حمايت ڪري، ان کي پنهنجي مهم کي پختي ڪرڻ لاءِ اها سند مهيا ڪئي جنهن جي ان کي گهڻي ضرورت هئي. پارسين (ايراني) کي فاطمين جي مقصد لاءِ جيڪا عقيدت هئي، ان جا سبب تاريخي ۽ قومي ڳانڍاپي وارا هيا. فاطمي پنهنجي شخصيت ۾ يزدگرد جي نياڻي جو اولاد هجڻ ڪري ايراني سلطنت جا وارث هيا. اسلامي تبليغن جي شروعات کان ئي حضرت علي عليہ السلام ايراني مسلمانن سان تمام گهڻي دوستي ۽ همدردي وارو سلوڪ اختيار ڪيو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نهايت معزز اصحابن مان هڪڙو سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنہ حضرت علي عليہ السلام جو گهرو دوست ۽ حمايتي هيو. قادسيہ واري لڙائي کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام جو اهو دستور هيو تہ مالِ غنيمت مان پنهنجي حصي جي سموري رقم باندين

کي آزاد ڪرائڻ لاءِ خرچ ڪندا هيا ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه کي صلاح ڏيندا هيا ته رعيت مٿان محصول جو بار هلڪو ڪري. انِ جي اولاد لاءِ ايرانين جي جانثاري واري محبت عالم آشڪار هئي. محمد بن علي ايرانين کي انهن جي عرب جابرن جي نفرت انگيز حاڪميت کان نجات ڏيارڻ وارين پنهنجن ڪوششن جي پرچار ذريعي فريب ڏنو. خراسان، فارس ۽ ايران جي ٻين علائقن ۾ آباد ٿيل يمني ماڻهن کي به اهل بيت سان ايتري محبت هئي ۽ انهن مٿان ٿيندڙ ظلمن انهن جي دلين ۾ انهن جي پراڻن دشمنن يعني بنومُضر جي خلاف نفرت جي باهه کي وڌيڪ ڀڙڪائي ڇڏيو هيو. محمد بن علي انهن کي ٻڌايو ته اهو صرف ۽ صرف آلِ رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي امام ڀاران مهم هلائي رهيو آهي. اهو ابو مسلم کي جيڪو پنهنجي وقت جو ماهر سپهه سالار هيو ۽ هيستائين حضرت علي عليه السلام جي اولاد جو هڪڙو جانثار حمايتي هيو پنهنجي پاسي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. محمد بن علي پنهنجي موت کان اڳ جيڪو 125هه ۾ واقع ٿيو پنهجن پٽن ابراهيم، عبدالله، ابو العباس (عرف سفاح)،عبدالله ابو جعفر(عرف المنصور) کي هڪٻئي پٺيان پنهنجو جانشين نامزد ڪيو.

خراسان ۾ يمنين ۽ مُضرِيَن جي وچ ۾ انين عيسوي صدي جي وچ ڌاري جيڪا ڇتي جنگ شروع ٿي ان موقعي جو فائدو وٺي عباسين بارودي سرنگهه کي جيڪا مدت کان تيار ڪري رهيا هيا باهه لڳائي ڇڏي. ابو مسلم علائقي جي هر ڳوٺ ۽ شهر ۾ پنهنجن حمايتين ڏانهن نياپو ڪيو ته اهي هڪدم انقلاب جي جهنڊي کي بلند ڪن. جدوجهد جو مقصد اهو ظاهر ڪيائون ته غاصب اموين کان اهلبيت کي سندن حق ڏيارڻ آهي. ٿورو وقت اڳ امام علي (زين العابدين) عليه السلام جي پوٽي حضرت يحيٰ انقلاب آڻڻ جي ڪوشش ڪئي هئي پر شهيد ٿي ويو هيو ۽ مروان جي حڪم تي ان جي لاش کي سولي تي لٽڪايو ويو هيو. ابو مسلم حڪم ڏنو ته نوجوان سردار جي لاش کي سولي تان هيٺ لاهي وڏي احترام سان دفنايو وڃي، ۽ ابومسلم جي ساٿين حضرت يحيٰ جي شهادت جو بدلو وٺڻ لاءِ عزم ڪندي ۽ پنهنجي غم جي اظهار جي نشاني طور ڪارو لباس پاتو. ان ڏينهن کان ڪارو رنگ عباسين جي حامين جي سڃاڻپ جو نشان ٿي ويو. ماڻهن کي جڏهن غاصبن خلاف هٿيارکڻي نڪري پوڻ جي ڪوٺ ڏني وئي ته ڪارو ويس پاتل انبوهه

حذف وارين جاين ڏانهن ولر ڪري نڪري پيو. انهن انقلاب جي وڏي ڪردار ۽ سگهه جو مظاهرو ڪيو. ميڙاڪو 25 رمضان سن 127ھ جي رات تي ٿيڻو هيو. ماڻهن کي ٽڪرين جي چوٽين تي باھ جي ٻاريل وڏن پنيڻن جي نشاني وسيلي ان جي ڪوٺ ڏيڻي هئي. هر پاسي کان اڻ ڳڻين ماڻهن جا هجوم مرو(مروه) ڏانهن ڊوڙندا آيا جتي ان وقت ابومسلم رهندو هيو. ابراهيم جيڪو محمّد بن علي جي موت کان پوءِ عباسين جو سردار هيو اهو مروان جي قبضي ۾ اچي ويو ۽ قتل ٿي ويو. پر محمد بن علي مرڻ کان اڳ پنهنجي ٻئي پاءُ ابوالعباس کي پنهنجي پيءُ جي وصيت مطابق، اختيار ان جي حوالي ڪرڻ جو دستاويز پهچائڻ جو بندوبست ڪري ورتو. ابومسلم جلدئي سڄي خراسان تي قبضو ڪري ورتو ۽ پنهنجن فاتح جٿن کي عراق ڏانهن چڙهائي ڪرڻ لاءِ وٺي ويو. اجا تائين تحريڪ جي اصل مقصد جو راز فاش ڪونہ ٿيو هيو. اهل بيت جي حمايت ئي انهن جو نعرو هيو. جنهن ماڻهن جي سيني طبقن کي ڪاري جهنڊي جي چوڌاري گڏ ٿي رکيو. ڪوفو هڪدم آڻ مڃي پيش پيو. ابومسلم جو سپه سالار حسن بن قحطبہ پنهنجن جٿن جي اڳواڻي ڪندي شهر ۾ داخل ٿيو ۽ جلدئي ابوسلمہ جعفر بن سليمان الخلال بہ ساڻس اچي مليو. روضتہ الصفا جي ليکڪ مطابق "اهو آلِ محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو وزير نامزد ٿيل هيو. ظاهري طور تي ان شخص خاندانِ نبوت جي سربراھ جي نائب طور ڏيک ڏنو. عباسين جي جرنيل طرفان وڏي ڏامر ڏومر سان ان جو استقبال ٿيو جنهن ان جا هٿ چميا ۽ ان کي عزت پرئي مقام تي ويهاريائين ۽ ان کي ٻڌايائين تہ ابومسلم طرفان سندس هر هڪ ڪم کي مڃڻ جي هدايت ٿيل آهي.[1] ابو سلمہ ڦوندڙ ۾ آڪڙجي ويو پر اهو اجا تائين عباسين جي اصل منصوبي کان بي خبر هيو. ابو سلمہ ۽ حسن بن قحطبہ جي گڏيل نالي ۾ پڙهو ڏياريو ويو تہ ڪوفي جا سڀ رهواسي ٻئي ڏينهن تي جامع مسجد ۾ اچي گڏ ٿين. ماڻهو ڪنهن اعلان جي اميد ۾ مسجد شريف ڏانهن ولر ڪري آيا. پر منصوبو اجا پڪو ڪونہ ٿيو هيو انهيءَ ڪري حسن ۽ عباسين جي ٻين حمايتين پنهنجي منصوبي جو اعلان ڪرڻ لاءِ انهي موقعي کي مناسب ڪونہ سمجهيو. انهيءَ دوران ابوالعباس ۽ ان جو

---

[1] روضتہ الصفا، ۽ ابن اثير جلد پنجون، صفحو 312.

ياءُ ابوجعفر گڏجي اموي محافظن کي ڪاميابي سان ڏوڪو ڏئي ڪوفي ۾ پهچي ويا، جتي اهي ڪنهن جاءِ تي لڪي ويا ۽ کيل جي پٺي تماشي جو انتظار ڪرڻ لڳا. ابوسلمہ پنهنجن اصل آقائن سان اجا تائين وفادار هيو. ان خدمت ڪرڻ جي غرض سان ڳجهي نموني امام جعفرصادق عليہ السلام ڏانهن نياپو ڪيو تہ اچي پنهنجو حق حاصل ڪن. امام عليہ السلام جيئن تہ عراقين جي خط و ڪتابت جي خاصيت کان پلي پت واقف هيا، تنهن ڪري لفافي کي بنا کولڻ جي ساڙي ڇڏيائون. پر انهيءَ کان اڳ جو ابوسلمہ وٽ ڪائي ورندي پهچي سگهي، ان ابوالعباس کي اڳيئي خليفو قبولي ورتو هيو. پوءِ ان ظاهري طور اجا تائين اهلبيت جي نالي ۾ ڪم ڪندي پڙهو ڏياريو تہ ڪوفي جا سيئي رهواسي هڪئي وقت بئي ڏينهن تي جيڪو جمعي جو ڏينهن هيو، خليفي جي چونڊ ڪرڻ لاءِ مسجد ۾ گڏ ٿين. ان ڏينهن ڪوفو عجيب و غريب منظر پيش ڪري رهيو هيو. ماڻهن جا وڏا انبوهہ بنوعباس وارن جي ڪاري ماتمي پوشاڪ پهري گهڻي وقت کان ملتوي ٿيل اعلان ٻڌڻ لاءِ هر پاسي کان جامع مسجد ڏانهن تڪڙا تڪڙا اچي رهيا هيا. ابوسلمہ مقرر وقت تي عجيب نموني سان ساڳي ڪاري لباس ۾ ماڻهن آڏو ظاهر ٿيو. ابوالعباس جي حمايتين کان سواءِ ڪنهن کي بہ خبر ڪونہ هئي تہ اهو ڪيئن پاڻ کي عباسين جي مقصد لاءِ وڪڻڻ آيو آهي. ان کي پنهنجن اصل آقائن جي مفاد کان وڌيڪ پنهنجي جان پياري هئي. نماز جي امامت ڪرائڻ کان پوءِ ان جماعت کي گڏ ٿيڻ جي مقصد کان آگاهہ ڪيو. ان چيو "ابومسلم دين جو دفاع ڪندڙ ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان جي حق جي حفاظت ڪندڙ آهي. ابوسلمہ ظالم اموين جو صفايو ڪري ڇڏيو آهي؛ هاڻي اهو ضروري آهي تہ امام ۽ خليفي جي چونڊ ڪجي. انهي عهدي لاءِ گهربل اهلبيت، خداترسي، ۽ سمورن گڻن مطابق ابوالعباس کان وڌيڪ ٻيو ڪو بہ اهڙي خصوصيت وارو ڪونہ آهي؛ مان اوهان کي دعوت ٿو ڏيان تہ ان کي مؤمنن جو خليفو ڪري چونڊيو." ان مهل تائين ابوسلمہ ۽ عباسين کي يقين ڪونہ هيو تہ ماڻهن تي ان اعلان جو ڪهڙو اثر ٿيندو. اهي ڊڄي رهيا هيا تہ ڪٿي ڪوفي بہ هاڻي آلِ علي عليہ السلام خلاف انهن جي دغابازي کي قابل اعتراض خيال نہ ڪن. پر عراقين جي مثالي هيرا ڦيري ثابت ٿي وئي هئي. اهي وري وري فاطمين جي مقصد جي حمايت ۾ هٿيار کڻي اٿي پيا

هيا ۽ سدائين وانگر جن سان پاڻمرادو مدد ڪرڻ جي ضمانت ڏني هئائون يا جن جي مدد لاءِ منٿون ڪيون هئائون انهن سان دوکو ڪيو هئائون. وقت جي گذرندڙ لهر سان جهڪاءُ رکندڙانهن هميشه وانگر پاڻ کي حق جو دفاع ڪندڙ جي بجاءِ دوکيباز ظاهر ڪيو هيو. ڪربلا جي کهرام کان پوءِ اهي ضمير جي ملامت کان ايترا تہ متاثر ٿي ويا هيا جو انهن مان ويهہ هزار ماڻهو امام حسين عليہ السلام جي روضي پاڪ تي هڪڙي رات رهي معافي لاءِ ٻاڏائيندي يزيد جي گڏ ٿيل لشڪرن خلاف ڏوڙيو لائي ڏيڻ لاءِ نڪري پيا هيا. پر ضمير جي ملامت انهن تي جٽاءُ ڪونہ ڪيو هيو. انهن ڦرٽن گرٽن ۾ فتني بازن، بي ايمان ۽ بي اعتبارن کي حجاج بن يوسف اڪيلي ئي ضابطي ۾ رکيو هيو. ابوالعباس کي خليفي طور قبولڻ اڳيان پيش ڪرڻ لاءِ ابوسلمہ جي وات مان نڪتل جملن کي گهٽي دير ئي ڪونہ ٿي هئي تہ اهي پنهنجي منظوري ڏيڻ جي نشاني طور وڏي واڪ تڪبير جا نعرا هڻندا اڳيان وڌڻ لڳا. تڪڙ ۾ هڪڙي قاصد کي موڪليو ويو تہ اهو ڳجهي جاءِ تان ابوالعباس کي وٺي اچي، ۽ جڏهن اهو مسجد شريف ۾ پهتو تہ ان جو هٿ پڪڙي وفاداري جو وچن ڏيڻ لاءِ هنبوڇي هڻندڙ ماڻهو ڳاهٽ ٿي ويا. ائين چونڊ مڪمل ٿي وئي. اهو ممبر تي چڙهي ويو، خطبو ڏنائين ۽ ان مهل کان پوءِ اهو مسلمانن جو خليفو ۽ امام ٿي ويو.[1] ائين آلِ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي مقبوليت جو سهارو وٺي عباسي اقتدار ۾ اچي ويا، جنهن جو بدلو انهن بني فاطمہ کي مختلف انداز ۾ ڏنو. دنياوي اقتدار جي لالچ، خواهشن جي خراب ترين شڪل آهي. انساني خواهشن جي ڪنهن بہ ظاهري ڳالهہ جي مقابلي ۾ ان خواهش انسانذات لاءِ نهايت گهڻيون تباهيون آنديون آهن. پنهنجي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن بہ طريقي جي چونڊ ڪرڻ کان ان ڪونہ گهبرايو آهي: اها بغير ڪنهن فرق جي بنهي پاپ ۽ گڻ کي استعمال ڪندي آهي، هڪڙي پنهنجي اصليت کي لڪائڻ لاءِ ۽ ٻي پنهنجي ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ. ان مذهب کي بہ پنهنجي مفاد ۾ استعمال ڪيو آهي. مذهبي لبادي ۾ ويڙهيل خواهش انسان ذات لاءِ خوفناڪ آفتون پيدا ڪندي رهي آهي. روم جي پوپن پنهنجي دنياوي اختيار کي قائم رکڻ لاءِ پنهنجي لڳاتار

---

[1] تفصيل معلوم ڪرڻ لاءِ ڏسو اسلام جي مختصر تاريخ "شارٽ هسٽري آف ساراشينس."

ڪوشش ۾ مُهذب دنيا ڪي انساني رت ۾ ٻوڙي ڇڏيو. روحاني ۽ دنياوي اعليٰ عهدي لاءِ خوشامندي ماڻهن ذريعي ڏاهيل دعوائن ڪي عباسين، مصري فاطمين، ۽ اموي حڪمرانن وڏي شوق سان اپنايو ۽ رعيت جي مڪمل اطاعت حاصل ڪرڻ لاءِ عالم اسلام ڪي خوني جهڳڙن ۾ ڦاسائي ڇڏيو.

پهريان عباسي خليفا وڏي اهليت وارا ماڻهو هيا، ۽ وڏي دورانديشي واري نظر ۽ سياسي بصيرت حاصل هين. ڪوفي جي ماڻهن جي نعرن سان خلافت تي ويهڻ واري گهڙي کان وٺي انهن پنهنجي سموري سگهه ڪي ان ڪم تي لڳائي ڇڏيو تہ سموري روحاني ۽ دنياوي اختيار ڪي پنهنجن هٿن ۾ گڏ رکن ۽ من پسند چونڊ ڪي خدائي منظوري جي عقيدي جو روپ ۽ تسلسل ڏين. تڏهن کان اها ڳالهه پيغمبري وارث ذريعي خلافت جي جانشيني واري اصول کان انڪار ڪرڻ جي مکيہ اهميت وارو نقطو تي وئي ۽ گهڻو تڻو رسمي طور ماڻهن ذريعي چونڊ ڪرائڻ ڪي ائين سمجهيو ويو ڄڻ مقدس فريضو هجي.

سفاح[1] جي حڪومت دوران ابومسلم ڪي ظاهري طور ڪجهه اثر رسوخ حاصل هيو پر فاطمين ڏانهن سندس لاڙي رکڻ ڪري، انهي بادشاه گر ڪي مشڪوڪ نظرن سان ڏٺو ويندو هيو ۽ ساڻس ڳجهي نموني ۾ نفرت ڪئي ويندي هئي. سفاح جي جانشين جي زماني ۾ ان تي دين کان گمراه (ملحد هجڻ) تي وجڻ جو الزام لڳايو ويو ۽ زنديق جو ذلت آميز خطاب ڏئي قتل ڪيائونس. آلِ محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي قابل احترام پاتين جون پاڪ ۽ بي عيب حياتيون ۽ نهايت گهڻي عقيدت جنهن سان ماڻهو انهن جو احترام ڪندا هيا، اهي ڳالهيون عباسين جي ساڙ ڪي هرهر پڌرو ڪري وجهنديون هيون. ان ساڙ ڪري آلِ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها ڪي عباسي وقت بہ وقت سخت تڪليفون ڏيندا رهندا هيا. صرف ۽ صرف فاطمين سان سازش ڪرڻ جي شڪ تي هارون رشيد برمڪين ڪي تباه ۽ برباد ڪري ڇڏيو جيڪي ان جي سلطنت جا محافظ هيا ۽ ان لاءِ ناماچاري پيدا ڪئي هئائون، جيڪا گهڻي زماني تائين ان ڪي حاصل رهي هئي. اها

---

[1] "سفاح" جي معنيٰ آهي خونخوار. ابوالعباس عبدالله ڪي سفاح جو لقب انهيءَ ڪري مليو جو اهو پنهنجن دشمنن ڪي تلوار ذريعي ختم ڪرڻ کان ڪونہ هٻڪندو هيو. ان کان پوءِ ان جي پونئرن مان هڪڙي، معتضد بالله، ڪي بہ سفاح ثاني جو لقب مليو ۽ عثماني سلطان سليم پهرين ڪي بہ ساڳيو خطاب مليو هيو.

صورتحال عبدالله المامون پاران حڪومت سنڀالڻ تائين جاري رهي، جيڪو عباسي گهراڻي جو وڏو مانائتو خليفو هيو ان خلافت تي ويهڻ کان پوءِ آلِ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها کي سندن جائز حق واپس ڪرڻ جو ارادو ڪيو. انهي ڪري آلِ فاطمہ جي اٺين امام حضرت امام علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليہ السلام کي پنهنجو جانشين نامزد ڪيائين ۽ پنهنجي ڌيءُ ام الفضل کي ان شهزادي سان پرڻايائين. ان عباسين جي ڪاري رنگ کي ترڪ ڪري سائي رنگ جو لباس اختيار ڪيو جيڪو فاطمين جي جهنڊي جو رنگ هيو.[1] امام علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليہ السلام کي مچريل عباسين زهر ڏئي شهيد ڪيو ۽ مامون رشيد کي زوربار ڪيائون تہ اهو ڪاري رنگ کي پنهنجي گهراڻي جي نشان طور واپس بحال ڪري، ان طرفان فاطمين سان ڏيکاريل رواداري ان کان پوءِ هڪبئي پٺيان آيل سندس جانشينن، معتصم ۽ واثق،[2] طرفان بہ جاري رکي وئي. ليڪن متوڪل جي تخت نشين ٿيڻ سان فاطمين تي هڪڙي نئين ۽ پوائتي ڏاڍ جو دور شروع ٿي ويو. اهو ڏاڍ ان جي راڄ جي سمورن پندرهن سالن دوران جاري رهيو جيڪو وڏي ظلم ۽ عياشي جو دور هيو. ان کان پوءِ ان جو پٽ مستنصر خلافت تي ويٺو جنهن جي پهرين ترجيح اها هئي تہ متوڪل طرفان حضرت علي عليہ السلام ۽ امام حسين عليہ السلام جي شهيد ڪرايل پاڪ روضن کي وري ٺهرائي، ۽ انهن جي ياد جي تقدس کي وري بحال ڪري، جنهن سان سندس پي جي شرارتن ذريعي خراب سلوڪ ڪيو ويو هيو. هن خليفي جي ڏاهپ کي ان کان پوءِ ايندڙ ان جي جانشينن بہ اپنائي رکيو ۽ ڪنهن حد تائين شيعن سان بہ رواداري جو سلوڪ ٿيڻ لڳو. 334هہ (945ع) ۾ بويہ گهراڻي (آلِ بويہ) جو هڪڙو فرد معزالدولہ ديلمي بغداد جي محلات جو ناظم ٿيو. اهو فاطمين جو پُرجوش حمايتي هيو. هڪڙو ڀيرو ان جي ذهن ۾ خيال آيو تہ عباسي خليفي مطيع الله کي تخت تان لاهي حضرت علي عليہ السلام جي ڪنهن ٻچڙي کي ان جي پاران خلافت جي مسند تي ويهاري،

---

[1] فاطمين پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پسنديده سائي رنگ کي پنهنجي نشاني طور اختيار ڪيو جڏهن تہ بنو اميہ وارن سفيد رنگ ۽ عباسين ڪاري رنگ کي نشاني طور اپنايو هيو.

[2] معتصم بالله (محمد) ۽ واثق بالله (هارون).

پر پنهنجي منصوبي کي ڪنهن حڪمت عملي جي ڪري عملي جامو پهرائي نہ سگهيو. معزالدولہ عاشوري جو ڏينهن ملهائڻ يعني ڪربلا جي ميدان تي امام حسين عليہ السلام ۽ ان جي اهل بيت جي شهادت جي ياد ۾ ڏهين محرم تي ماتم ڪرڻ جو جو رواج وڌو. سن 645 هه (1247 ع) ۾ جڏهن معتصم بالله جو دور هيوتہ شيعن خلاف هڪڙو بيو خوفناڪ ڏاڍ شروع ٿي ويو جنهن جي نتيجي جي انت ۾ اسلامي تهذيب جي تباهي ٿي، ۽ مغربي ايشيا ۾ هڪڙي وڏي پيماني واري تباهي پکيڙي ڇڏيائين. پنهنجي چوڌاري ويٺل تعصبين جي نمڪ حرامي وارين صلاحن کان مجبور ٿي سُني جماعت جي انهي بيوقوف سردار شيعن جي سمورن مردن کي قتل ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو. انهي خوفناڪ حڪم سان جيڪو اسان کي البجينز (Albigenes) ۽ هيوجناٽن (هيوگناٽن Huguenots) جي قسمت ياد ڏياري ٿو ڇڏي، ان سنين کي سامان ڦرڻ، گهر ڊاهڻ، پوکن کي برباد ڪرڻ ۽ شيعن جي عورتن ۽ ٻارن کي غلام بنائڻ جي اجازت ڏني. انهي وحشيائي سلوڪ جي پاداش ۾ چنگيزخان جو پوٽو هلاڪوخان قهرالاهي جي صورت ۾ هٿيار کڻي بغداد جي مصيبت زده شهر مٿان اچي ڪڙڪيو. تاتارين جي سردار ٽن ڏينهن تائين شهر ۾ ڪوس ۽ ڦرلُٽ جي بازار کي گرم رکيو. ٽئين ڏينهن تي عباسي گهراڻي جي 37هين خليفي کي انتهائي ذلت سان موت جي حوالي ڪيو ويو. ۽ ائين عباسي حڪمراني جو راڄ پڄاڻي تي پهتو.[1]

معاويہ جي وقت تائين اهل بيت[2] جي گهراڻي سان وابستہ حضراتن نہ تہ ڪو منفرد مشهور لقب حاصل ڪيو ۽ نہ وري ڪو پاڻ

---

[1] بنو عباس مان هڪڙو شخص فرار ٿي مصر ۾ آيو ۽ اتي نالي ماتر خلافت قائم رهي تان تہ عثماني سلطان سليم پهرين عباسين جي آخري خليفي کان پنهنجي حق ۾ دستبرداري جو اعلان ڪرايو.

[2] اهل بيت (اهل بيت النبيؐ) خاص طور تي حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ۽ حضرت علي عليہ السلام مان انهن جي پٽن حضرت امام حسن عليہ السلام ۽ حضرت امام حسين عليہ السلام ۽ انهن جي اولاد کي چيو ويندو آهي. هي اهوئي نالو آهي جو ابن خلدون هر جاءِ تي انهن ۽ انهن جي پوئلڳن ۽ معتقدن (يعني شيعا يا محبانِ آلِ رسول) جو ذڪر ان نالي سان ڪري ٿو. آلِ رسول جي لاءِ ماڻهن جي دلين ۾ جيڪا قدر ۽ منزلت آهي، انهن احساسات کي سنائي هيٺين بيتن ۾ ظاهر ڪري ٿو.

جز ڪتاب الله وعترت ز احمد مرسل نماند
يادگاري کو توان تا روزِ محشر داشتن

مرادو اختيار ڪيو. اهي عام طور تي بنو هاشم طور سڃاتا ويندا هيا. آلِ فاطمہ ۽ بنوعباس ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ هيو. اهي سيئي رت جي ويجهن رشتن ڪري هڪبئي سان گڏيل هيا. معاويہ طرفان اقتدار تي قبضو ڪرڻ کان پوءِ آلِ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پوئلڳن پاڻ کي شيعہ سڏائڻ شروع ڪيو ۽ انهن جا دشمن يا تہ نواصب (باغي) يا خارجي[1] (فسادي ۽ پڳوڙا) سڏبا هيا. اموي پاڻ کي بنواميہ (اميہ جو اولاد) چورائيندا هيا. ان وقت تائين اهل سنت والجماعت وارو نالو اڻ ڄاتل هيو. منصور ۽ هارون جي زماني ۾ پهريون دفعو اهو نالو وجود ۾ آيو. ڏهين عيسوي صدي ۾ حضرت علي عليہ السلام جي اولاد مان هڪڙي فرد عباسين کان مصر جي حڪومت کسي ورتي ۽ هڪڙي نئين حڪمران گهراڻي جو بنياد قائم ڪيائين. جنهن صلاح الدين ايوبي طرفان چڙهائي ڪرڻ تائين مصر ۽ شام ملڪن مٿان حڪومت ڪئي. بغداد ۽ مصر جا خليفا هڪ ٻئي تي جيڪي لعنتون ۽ تبرا موڪليندا هيا. هڪبئي جي دعوائن کي ختم ڪرڻ لاءِ جيڪي اڻ ڳڻيون حديثون گهڙيائون. ٻنهي خلافتن جي قاضين طرفان جيڪي فتوائون جاري ڪيون ويون. انهن ڳالهين ٻنهي ڌرين جي حمائتين جي ڪوڙاڻ ۽ جهيڙي کي زور وٺرايو. صلاح الدين مصر ۾ فاطمي شاهي گهراڻي جو تختو اونڌو ڪيو ۽ اوپر آفريڪا ۾ سُني فرقي جي بالادستي کي وري بحال ڪيو. پر بني فاطمہ جي ڪجهہ ٻين شاخن وارا. ٻن ڪنڊن جي مختلف علائقن ۾ پنهنجي خاندان جي برتري قائم رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا.[2] پاڪ امامن جا اڪيلا پوئلڳ اثناعشري جن طاقت جي استعمال کي خراب سمجهيو ۽ جن صرف هڪڙي روحاني اختيار جي دعوا ڪئي ۽ عمل ڪيو تن مڪمل طور دنياوي مفادن کان منهن موڙڻ وارو رويو

---

[1] خاص طور تي خارجين جو نالو انهن لشڪرين کي ڏنو ويو هيو جيڪي دومت الجندل واري جاءِ تي حضرت علي عليہ السلام جو ساٿ ڇڏي الڳ ٿي ويا ۽ اسلام جي خلاف دشمناڻو اتحاد قائم ڪيائون. ۽ ان کان پوءِ انهن ماڻهن جي لاءِ لاڳو ڪيو ويو هيو جن انهن خارجين جي هاڃيڪار عقيدن کي اختيار ڪيو.

[2] مصر جي فاطمين کان علاوه بني فاطمہ جي ٻين شاخن بہ مسلمان دنيا جي مختلف علائقن تي، امير، امام، شريف ۽ خليفي جي مختلف حاڪماڻن لقبن هيٺ، حڪومت ڪئي آهي، مثال طور مڪي ۾ بنو اخيضر، بنو موسيٰ، ۽ بنو قتاده، اتر يمن ۾ بنو طباطبا، ڏکڻ يمن ۾ بنو زياد ۽ مراڪش ۾ بنو ادريس.

اختيار ڪيو اهو رويو ايستائين برقرار رهيو جڏهن هڪڙي عظيم صفوي سلطان شاهه اسماعيل اثناعشريت کي فارس جو رياستي مذهب قرار ڏنو. ان صوفي منش ۽ فلسفي مزاج بادشاهه جيڪو خود به خاندانِ نبوي مان هيو، محسوس ڪيو ته ماڻهن کي جيڪا آلِ رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم سان محبت ۽ عقيدت آهي ان کي قومي سجاڳي ۽ استحڪام جو وسيلو بنائڻ گهرجي. انهيءَ ڪري اثناعشريت کي فارس (ايران) جو قومي مذهب قرار ڏنائين جيڪو اڄ تائين ايران جو سرڪاري مذهب آهي.

ڏکڻ هندوستان جا بهمڻي (Bahmani) ۽ عادل شاهي گهراڻا جن کي اورنگزيب شڪست ڏني، ۽ ائين ڦورو مرهٽن جي زور وٺڻ لاءِ رستو ٺاهيائين جن کي بهمڻي حاڪمن لوهن هٿن سان نظر هيٺ رکيو هيو اهي امامن جي مذهبي عقيدن سان لاڳاپيل هيا. اها آهي فاطمي خاندان جي سياسي سرگذشت جنهن جا عڪس ان مذهب جي نظرين تي به چٽا ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

اسلام جي روحاني ۽ دنياوي اڳواڻي لاءِ بنو عباس جي دعوا جو بنياد اها بيعت هئي جيڪا هڪڙي نام نهاد ۽ رسمي چونڊ هئي. سفاح جي تخت نشيني کان وٺي عباسي خليفا پنهنجن نامزد ٿيل جانشينن لاءِ اهو احتياط ڪندا هيا ته پنهنجي حياتي دوران ئي مسلمان سردارن کان وفاداري جو حلف وٺي ڇڏيندا هيا. تنهن ڪري اهو ضروري ٿي ويو ته چونڊ جي عمل کي اڳواڻ ٿيل مثالن جي بنياد تي حقي واجبي قرار ڏنو وڃي. مصر ۾ فاطمين جي ڪاميابي ۽ بغداد جي خليفن کان مشرقي علائقن جي حڪومت کسڻ لاءِ انهن جي مسلسل ڪوشش عباسين لاءِ انهي ڳالهه کي ضروري ڪري ڇڏيو ته آلِ فاطمه سلام الله تعاليٰ عليها جي دعوائن جي مخالفت ڪئي وڃي ۽ انهن نظرين، جن مطابق عباسي خليفن کي اسلام جا روحاني اڳواڻ تسليم ڪيو ٿي ويو هڪڙي تسلسل ۽ جوڙجڪ ڏيڻ جي ضرورت کي هيٺو ڪري ڇڏيو.[1]

---

[1] ارسلانُ البساسيري جيڪو عباسين جي فوج جو هڪڙو وڏو جرنيل هيو پر مصري فاطمين جو معتقد هيو بغداد ۾ وقت جي حاڪم قائم بامرالله کي شهر مان ڀڄائي ڪڍيو ۽ ان کي مجبور ڪيائين ته اهو عربن جي اميرالعرب (جيڪو فارس جي ايل خاني جهڙو هڪڙو لقب هيو) وٽ پناهه وٺي. آخرڪار ارپ ارسلان جي پي طغرل، جيڪو سلجوقي حڪمران گهراڻي جو باني هيو ان کي پيهر آڻي تخت تي ويهاريو. انهي سڄي عرصي دوران بغداد ۾ خطبو فاطمي خليفي جي نالي ۾ (ڏسو بقايا....)

عباسي گھراڻي جي حق جي حمايت جي تاعيد ڪرڻ وارين روايتن کي عراق ۽ حجاز جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ تلاش ڪيو ويو. فقه جي ڄاڻوگر عالمن کي هدايت ڪئي وئي تہ عقيدي جا اصول باضابط طور ۽ چٽن لفظن ۾ جوڙين: ۽ ائين آهستي آهستي سني فرقي جو انتهائي اهم ڍانچو عباسين جي ذاتي مفاد جي محدود پيڙهہ تي رکيو ويو. سني مذهب جي ترقي ۽ واڌاري ۾ جن عالمن ۽ فقيهن مدد ڪئي انهن جي ڪاميابي ۾ مصري فاطمين جي فڪر کي بہ دخل هيو. انهن جي نظرين جي هڪڙي خاصيت اها هئي تہ اهي، ٻنهي، شيعا امامن ۽ سني فقيهن جي تعليم سان اڻ ٺهڪندڙ هيا: ٻيو حسن بن صباح (شيخ الجبل) جي هشي تي سٽن ماڻهن کي قتل ڪرڻ وارو عمل: ٽيون دين کان گمراهہ ٿيل ماڻهن جا بگڙيل اخلاق (ملحداڻہ خيال) جيڪي قديم ڪلداني مجوسيت جي اثر رسوخ هيٺ مختلف علائقن ۾ رائج ٿي ويا. ۽ جيڪي سموري اسلامي نظام ۽ اخلاقي اصول کان وانجهيل هيا ـ انهن مڙني ڳالهين گڏجي هڪڙي دستور جي سگهہ کي وڏي پيماني تي هٿي ڏني، جنهن عوام الناس جي خيال موجب اسلام جي دشمن خلاف بچاءُ جو بند ٻڌو. شيعا امامن سختي سان ماني ۽ مزدڪ جي ملحداڻن ۽ اشتراڪيت وارن مخالفاڻن نظرين کي رد ڪيو پر فڪري هڪجهڙائي نافذ ڪرڻ يا ديني گمراهي کي دٻائڻ لاءِ، جيڪڏهن طاقت استعمال ڪرڻ گھُريائون تي تہ بہ، ان طاقت جيءِ وٽن ڪوٺ هئي. سنيت، جيڪا عباسي خلافت جيٰ دنياوي اختيار سان گڏيل هئي، وٽ ذريعا هيا ۽ انهن کي استعمال تي ڪيائون ۽ ائين انهن ماڻهن جي همدردي ۽ مچتا ڪٽي ٿي ورتائين جن کي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي جانشين واري پيچيده سوال تي تڪرارن جي باري ۾ گھٽي خبر ڪونہ هئي.

---

(ٻقايا) پڙهيو ويندو هيو. خطبو انهي واعظ جو نالو آهي جيڪو سيني مسلمان ملڪن ۾ جمعي جي ڏينهن جامع مسجدن ۾ ممبر تان ڏنو ويندو آهي. الله تعاليٰ جي حمد ۽ وحدانيت بيان ڪرڻ سان ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جي خاندان ۽ ان جي جانشينن تي الله تعاليٰ جي ٿيندڙ نعمتن جي ذڪر ۽ درود شريف پڙهڻ سان ان جي شروعات ٿيندي آهي. ۽ ان کان پوءِ وقت جي خليفي ۽ سربراهہ مملڪت جي حق ۾ دعا ڪئي ويندي آهي. خطبي ۾ نالو وٺي ذڪر ڪرڻ ۽ نالي وارو سڪو جاري ڪرڻ مکيہ مراعاتن مان بہ حق آهن جيڪي وقت جي خليفي يا بادشاهہ کي حاصل هوندا آهن ۽ ان جي قانوني حڪمراني جون خاص نشانيون هونديون آهن.

عباسي گهراڻي جي بالادستي تائين انهن ماڻهن جيڪي خلافت جي باري ۾ اهلِ بيت لاءِ موروثي حق جا حامي هيا ۽ اهي ماڻهو جيڪي انهي خيال جا هياتہ عوام الناس(جمهور) کي پنهنجا دنياوي يا روحاني پيشوا چونڊڻ جو حق آهي، جي وچ۾ يا تہ ڪو فرق ڪونہ هيو يا جي هيو تہ ڪو معمولي هيو. حجاز جا ماڻهو ۽ خاص طور تي مديني جا انصاري جن کي اموين طرفان بي رحمي وچان برباد ڪيو ويو هيو. ظاهري طور تہ چونڊ جي اصول تي قائم هيا پر آلِ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها سان ٿيل ناانصافي کي نفرت سان ٿي ڏٺائون. امام حسين عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ اسلام جي اندر مان هيبت واري احساس جي دانهن نڪري وئي هئي ۽ ٻنهي مقدس شهرن جا ماڻهو غاصب جي خلاف هٿيار کڻي نڪري پيا هيا، جنهن جي انهن تمام گهڻي سزا ڀوڳي هئي. اهلِ بيت جا حبدار ۽ پهرين ٽن خليفن جا پوئلگ بہ ساڳي وقت مشترڪ دين جي مقصد لاءِ وڏن ظلمن مان گذريا. پر شاهي گهراڻي جي مفاد لاءِ جڏهن ٻنهي ڌرين ۾ ويڇا پيدا ڪرڻ ضروري ٿي ويو تہ ٻنهي طرفن کان اختلاف پيدا ڪندڙ ماڻهو هٿي ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويا. انهن ۾ جيڪي ڪٽر عقيدي جا ۽ فقهي اختلاف هيا. انهن اختلافن ان وقت اها صورت ۽ شدت اختيار ڪئي جيڪا موجوده زماني ۾ ڏٺي وڃي ٿي.

مامون ۽ ان کان بعد وارن ٻن جانشينن جي حڪمراني دوران جڏهن انساني سائنس ۽ فلسفي معاشري جي سيني طبقن جي نظرين کي متاثر ڪيو هيو تڏهن سُني فرقي جي ترقي ۾ ڪجهہ رڪاوٽ آئي. انهن حڪومتي دورن کي ڇڏي ڪري عباسي خلافت جو سمورو اقتداري دور[1] سني مذهب جي عقيدن کي مضبوط ڪرڻ ۾ صرف ٿيو. دين ۽ دنيا کي گڏيل نظام ۾ ڳنڍيو ويو. خليفو امام بہ هيو يعني - دنياوي سردار سان گڏوگڏ روحاني اڳواڻ. شريعت ۽ فقه جا قاضي ان جا ملازم هيا. اهو انهن جي مذهبي مباحثن جي عام گڏجاڻين جي صدارت ڪندو هيو ۽ انهن جي فيصلن لاءِ هدايتون ڏيندڙ هيو. سُني مذهب جي سالميت جو اهو راز آهي. سني مذهب شروع ۾ جن فرقن ۾ ورهايل هيو[2] ان مان

[1] 750ع کان 1252ع تائين.

[2] دبستان ۾ آيل آهي تہ امام جعفر طوسي جي قول موجب سني اصل ۾ پنجهٽ فرقن ۾ ورهايل هيا.

ڪيترائي فرقا آهستي آهستي گم ٿي ويا آهن، پر اهو اجا تائين چئڻ مڪيہ فرقن منجهہ ورهايل آهي جيڪي ديني اصول ۽ رسمي عقيدن جي سوال تي هڪٻئي سان اختلاف رکندڙ آهن. انهن جي اختلافن کي شايد انهن اختلافن سان ڀيٽي سگهجي ٿو جيڪي يونانين ۽ رومن ڪئٿولڪ ڪليسائن، ۽ آرمينائي ۽ شامي ڪليسائن ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

ٻئي پاسي شيعت ۾ دين ۽ مملڪت هڪٻئي کان الڳ ٿي ويا آهن، ۽ "فقه جي تشريح ڪندڙن". گهٽ ۾ گهٽ هڪڙي طبقي اهوئي اقتدار ۽ اختيار حاصل ڪري ورتو آهي جيڪو عيسائيت ۾ ڪليسائي عهديدارن کي حاصل آهي. تنهن ڪري جيئن پروٽيسٽنٽ مذهب ۾ راءِ جي آزادي هڪ سو آسي فرقا پيدا ڪري ڇڏيا آهن، ائين ان شيعت کي بہ اڻ ڳڻين فرقن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي. شيعا مذهب جي اندر عقيدن ۽ نظرين جو جيڪو اختلاف نظر ٿو اچي اهو انهي ڳالهہ جو نتيجو آهي تہ ڪائي اهڙي سياسي اختيار رکندڙ طاقت موجود ڪونہ هئي جيڪا تلوار جي زور تي وحدت ۽ يڪسانيت قائم ڪري ها.

تڏهن کان امامت[1] وارو سوال، يعني مسلمان امت جو روحاني

---

[1] ڊاڪٽر پرسي بيجر (Dr. Percy Badger) لفظ "امام" جي تمام سٺي وصف بيان ڪئي آهي. "لفظ 'امام' هڪڙي عربي مادي مان نڪتل آهي جنهن جو مطلب آهي مقصود ناهڻ تقليد ڪرڻ. ان مادي جا جيترا بہ اشتقاق آهن اهي سيئي گهٽ وڌ انهي مفهوم وارا آهن. تنهن ڪري "امام" معنيٰ سچو پچو مثالي شخص يا اهڙي شخصيت جنهن جي مثال جي پيروي ڪرڻ ضروري هجي. انهيءَ لحاظ کان ان جو اطلاق حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي ٿئي ٿو ڇوتہ پاڻ ڪريم مسلمانن جا دنياوي ۽ ديني معاملن ۾ سربراهہ ۽ اڳواڻ هيا. ائين خليفن يا سندن حقي وارثن تي پڻ ان جو اطلاق ٿئي ٿو ڇوتہ اهي ٻنهي حيثيتن ۾ دين و دنيا ۾ سندن نمائندا هيا. خاص طور تي مذهبي معنيٰ ۾ اهو لفظ چار فقهي مذهبي فرقن يعني حنفي، شافعي، مالڪي ۽ حنبلي، جي اڳواڻن جي لاءِ بہ استعمال ٿيندو آهي؛ ۽ ان کان بہ وڌيڪ محدود لحاظ کان اهو لفظ مسجد شريف جي عام ڪارندي لاءِ بہ استعمال ٿيندو آهي جيڪو روزاني باجماعت نمازن ۾ امامت ڪندو آهي. اهو عهدو عام طور تي انهن ماڻهن کي ڏنو ويندو آهي جيڪي دينداري ڪري مشهور هوندا آهن. جن کي متولي يا عام مختار انهي عهدي تان هٽائي سگهندو آهي ۽ اهي نوڪري ۽ پگهار سان گڏ "امام" جي انهي خطاب يا لقب کان بہ محروم ٿي ويندا آهن.

انهي اصطلاح کي قرآن شريف ۾ ڪنهن قوم جي ڪتاب، صحيفي يا دستاويز لاءِ پڻ استعمال ڪيو ويو آهي؛ ۽ ڪنهن ديني عالم جي باري ۾ پڻ استعمال ٿيو آهي. تنهن ڪري گمان غالب آهي تہ مسلمانن پوئين ڳالهہ واري انداز ۾ ان لفظ کي قرآن شريف مان ئي اخذ ڪيو آهي "جڏهن الله تعاليٰ ڪجهہ (ڏسو بقايا.....)

اڳواڻ، ٻنهي فرقن منجهه لڙائي جو ميدان ٿي ويو آهي.[1] شيعن جي عقيدو آهي تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وصيت مطابق روحاني ورثو حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي نسبت ۾ ان جي اولاد ڏانهن منتقل ٿيو. اهي جماعت طرفان روحاني اڳواڻ چونڊڻ واري حق کي مڪمل طور مڃڻ کان انڪار ڪن ٿا، ڇوتہ ائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي طرفان جائز وارث هجڻ واري حق تي ڇڙهت ٿي ٿئي. تنهن ڪري شيعن جو عقيدو آهي تہ امامت قدرتي نامزدگي يعني منصوص بالله ذريعي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نسبي لَڙِي ۾ منتقل ٿي ٿئي. هڪڙي امام لاءِ آلِ رسول صلي

---

(بقايا) ڪلما چئي حضرت ابراهيم عليہ السلام کي آزمايو جنهن ۾ اهو پورو لٿو تہ الله تعاليٰ فرمايو "مون توکي قوم جو "امام" بڻايو آهي." وري ٻئي هنڌ حضرت ابراهيم عليہ السلام، حضرت اسحاق عليہ السلام ۽ حضرت يعقوب عليہ السلام جي حوالي ۾ آيو "اسان انهن کي "امام" بڻايو تہ جيئن اسان جي حڪم مطابق ٻين کي هدايت ڪن." وري ٻيهر آيو "اسان موسيٰ تي ڪتاب نازل ڪيو تنهن ڪري انهي باري ۾ شڪ نہ ڪريو تہ ان کي ڪتاب مليو ۽ اسان اعلان ڪيو تہ اسرائيل جي اولاد (بني اسرائيل) لاءِ اهو ڪتاب "صحيفہ هدايت" آهي. ۽ اسان انهن مان ڪن کي "امام" مقرر ڪيو تہ ماڻهن کي اسان جي حڪم مطابق هدايت ڪن." ڏسو ڊاڪٽر بيجر جي ڪتاب عمان جا امام ۽ سادات ۾ ضميمو الف (Dr. badger's Imams and Sayyids of Oman, Appendix_A)

[1] مسعودي چوي ٿو "امامت جو مسئلو مختلف فرقن جي وچم تڪراري بحث جو موضوع رهيو آهي، خاص طور تي انهن جيڪي مقرري واري عقيدي (قاعلون بالنص) جا مڃيندڙ آهن ۽ اهي جيڪي چونڊ واري عقيدي (اصحاب الاختيار) جا حامي آهن، جي وچم. مقرري واري عقيدي (منصوص بالله) جا حامي اماميہ يا اهل الامامت سڏبا آهن جيڪي، حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي پاڪ اولاد جيڪا حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها منجهان پيدا ٿي، انهن جي شيعن جو هڪڙو طبقو آهي. انهن جو عقيدو آهي تہ الله تعاليٰ هر زماني ۾ انسانن جي رهنمائي لاءِ هڪڙو اهڙو شخص مبعوث ڪيو هوندو آهي جيڪو انهن جي امام جي حيثيت ۾ الله تعاليٰ جي دين جي حفاظت ڪندو آهي. اهڙيون شخصيتون ياتہ پيغمبر (رسول) يا انهن جا حقي وارث (وصي) هوندا آهن. چونڊ جي عقيدي جا حامي هڪڙا خارجي آهن، ۽ ٻيا مرجيہ. اهل سنت جيڪي حديثن ۽ عام ٻڌل ڳالهين کي قبول ڪن ٿا، ڪجهه معتزلي عقيدي وارا، ۽ زيدين جو هڪڙو فرقو. اهي انهي عقيدي جا آهن تہ اها خدا ۽ رسول جي منشا آهي تہ قوم (امت) پاڻ منجهان هڪڙو ماڻهو چونڊي ۽ ان کي پنهنجو امام بڻائي، ڇوتہ اهڙا وقت بہ ايندا آهن جڏهن الله تعاليٰ پنهنجو وصي ڪونہ موڪليندو آهي. شيعا اهڙن امامن کي امامت جي منصب تي قبضو ڪندڙ (غاصب) سمجهن ٿا." (ڪتاب مروج الذهب).

الله تعاليٰ عليه وآله وسلم هجڻ کان علاوه، ڪجھه مقرر ٿيل خاصيتن جو حامل هجڻ به ضروري آهي يعني اهو لازمي طور معصوم يعني گناهن کان پاڪ هجي، نهايت بي داغ ۽ پارسائي وارو ڪردار رکندڙ هجي، ۽ لازمي طور پوترتا ۽ حق لاءِ ٻين سڀني انسانن کان وڌيڪ معزز هجي. اهي دليل ٿا ڏين ته اهو مناسب ڪونه آهي ۽ نه وري اها الله تعاليٰ جي مرضي هوندي ته جنهن انسان جو ڪردار بي داغ نه هجي ان کي انسانن جي رهبري لاءِ مقرر ڪيو وڃي. جيئن انساني لڏي جي تاريخ مان ثابت ٿيل آهي ته انساني پسند غلطي ڪندڙ آهي، ڇوته ماڻهن اڪثر ڪري نهايت خراب انسانن کي به پنهنجو اڳواڻ ڪري مڃيو آهي. الله تعاليٰ ڪڏهن به انسان جي مذهبي ضرورتن کي انسان جي بي يارومددگار صلاحيت تي ڇڏڻ وارو ڪونه آهي. جيڪڏهن ڪنهن امام جي ضرورت هوندي ته لازمي طور اهو اهڙو شخص هوندو جنهن کي انساني ضمير به لازمي قبوليندو هوندو. انهيءَ مطابق شيعا دعوا ڪن ٿا ته جيڪڏهن امام جي پسند جماعت تي ڇڏي ڏبي ته اها سمورن اخلاقي اصولن جي ابتڙ هوندي، جنهن جي ڪري ئي انساني لڏي جي روحاني رهبري کي قدرت طرفان نامزد ٿيل شخصيت جي حوالي ڪيو ويو آهي.[1]

---

[1] ابن خلدون چوي ٿو ”نه بادشاه جي ذاتي سونهن، نه ان جي علمي فضيلت، تيز فهمي، يا ڪا ٻي ذاتي قابليت ان جي رعيت جي حق ۾ مفيد ثابت ٿيندا آهن....... بادشاه پنهنجي رعيت جي فلاح و بهبود ڪرڻ لاءِ هوندو آهي.“ اهو مشهور ليکڪ، جنهن جي مشاهدي جي گهوڙهائي ايتري هئي جيتري ان جي گهڻ رخي ڄاڻ، اڳتي لکي ٿو ”هڪڙي حڪمران جي ضرورت انهيءَ ڪري پيش ايندي آهي ته انسانن کي گڏجي رهڻو آهي ۽ جيستائين ڪو انتظام سنڀاليندڙ ماڻهو ڪونه هوندو ته معاشرو ٽڪرن ۾ ورهائجي ويندو. دنياوي حاڪم صرف انهن قانونن تي عمل درآمد ڪرائيندو آهي جيڪي انسان جا ناهيل هوندا آهن، پر قدرت طرفان نوازيل قانوندان طرفان ناهيل قانون ٻن مقصدن واري رخ جا هوندا آهن - انسانذات جي اخلاقي ۽ سماجي اصلاح ۽ فلاح. خليفو نبي سڳوري جو نائب ۽ قائم مقام هوندو آهي. اهو دنياوي حاڪم کان وڌيڪ روحاني قائد هوندو آهي. انهي ڪري خليفي کي امام جو لقب ڏنو ويندو آهي. ان جي حيثيت بلڪل ساڳي هوندي آهي جيڪا باجماعت نماز ادا ڪرڻ وقت جماعت کي نماز پڙهائيندڙ امام جي هوندي آهي.“

ابن خلدون اڳتي چوي ٿو ”امام جي اها مقرري هڪڙو ذميواري جو معاملو آهي. جنهن قانون تحت ان جي مقرري ضروري سمجهي وڃي ٿي اهو رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي اصحابن جي عام اجماع تي مبني آهي. امام هڪڙو روحاني اڳواڻ آهي جڏهن ته خليفو يا سلطان دنياوي اختيار جي نمائندگي ڪري ٿو.

سُنين جو عقيدو آهي تہ امامت آلِ رسولِ صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ پابند ٿيل(منصوص بالله) ڪونہ آهي. امام جو پنهنجي زندگي ۾ نيڪ، پاڪدامن، يا معصوم (گناهن کان پاڪ) هجڻ بہ ضروري ڪونہ آهي، نہ وري ان جو پنهنجي زماني ۾ نهايت غيرمعمولي قابليت وارو يا ناليوارو انسان (افضل الناس) هجڻ ضروري آهي؛ جيستائين اهو آزاد، بالغ ۽ سالم دماغ آهي ۽ رياست جي عام ڪاروهنوار ڪي هلائڻ جي صلاحيت رکندڙ آهي تہ اهو خليفي چونڊجڻ لاءِ اهل آهي. انهن جو پيو نظريو جنهن ۾ اهي رومي چرچ سان متفق آهن، اسلامي دنيا جي لاءِ وڏن اهم نتيجن جو سرچشمو ثابت ٿيو. اهو عقيدو اهو آهي تہ نہ امام جون بداخلاقيون ۽ نہ وري ان جي مطلق العنانيت (آمراڻو رويو) ان کي عهدي تان هٽائڻ جو جواز مهيا ڪن ٿا.[1] نہ امام جو يا اهي جيڪي نماز ۾ مسلمانن جي امامت ڪن ٿا جو خراب ڪردار يا بداعماليون مسلمانن جي نماز جي ادائگي کي ناڪاره ٿا بڻائين.[2] سنين جو اهو بہ عقيدو آهي تہ امامت ورهائجڻ جي شئي ڪونہ آهي ۽ هڪڙي ساڳي وقت تي ٻن امامن جو هجڻ جائز ڪونہ آهي. جيئن عيسائيت ۾ صرف هڪڙي پوپ جي آڏو تابعداري پيش ڪري ٿي سگهجي، ائين اسلامي دنيا ۾ بہ صرف هڪڙي خليفي جي بيعت ٿي سگهي ٿي. پر جيئن اڪثر ٽن ٽن پوپن پاپائي تاجن جي دعوا ڪئي آهي، ائين ٽن ٽن مسلمان اميرن(حاڪمن) بہ هڪ وقت وڏي اختيار

---

[1] انهي عقيدي جي باوجود جيڪو انهن جابر خليفن جي حڪم تي ايجاد ڪيو ويو هيو تہ جيئن اهي پنهنجي طرفان ڪيل ڏاڍ جي سزا کان محفوظ رهن، ماڻهن ان کي جيئن جو تيئن ڪڏهن بہ منظور ڪونہ ڪيو آهي. اموي خليفي وليد جي دور ۾ جيڪو پنهنجين بدڪارين ڪري فاسق سڏيو ويندو هيو رعيت بغاوت ڪري اٿي ۽ ان کي تخت تان هٽائي ڇڏيائون. اهڙي طرح جڏهن متوڪل عباسي جون زيادتيون برداشت جي حد کان وڌي ويون تہ ان کي پنهنجي پٽ منتصر تخت تان هٽائي ڇڏيو. عثماني ترڪن جي تاريخ ۾ بہ اهڙا ڪيترا مثال ملن ٿا جو ماڻهو ڪنهن ظالم يا نااهل سلطان جي خلاف بغاوت ڪري اٿيا. اهڙي قسم جو آخري واقعو نالائق ۽ نامراد عبدالعزيز جي زماني ۾ پيش آيو.

[2] انهي عقيدي جي خلاف هاڻي سني فرقي واري جماعت ۾ بغاوت پکڙيل آهي؛ غير مقلد(جن جي باري ۾ اسان بعد ۾ بحث ڪنداسين) اها دعوا ڪن ٿا تہ جيڪڏهن امام پنهنجي زندگي ۾ پارسا ڪونہ آهي تہ جماعت جي نماز فاسد(فسخ) ٿي وڃي ٿي.

(حاڪميتِ اعليٰ) جي دعوا ڪئي آهي. جڏهن ايشيا ۾ اموين جو زوال ٿيو تہ ان خاندان جي هڪڙي ماڻهو اسپين ۾ خودمختيار رياست قائم ڪئي. جڏهن تہ ان ئي زماني ۾ عباسي گهراڻو دجلہ جي علائقن تي ۽ فاطمي نيل جي وادي تي حڪمران هيا. اها حقيقت تہ مختلف وقتن تي ٻن يا ٽن حڪمرانن هڪئي وقت خليفت المسلمين جو لقب اختيار ڪيو آهي، ان هڪڙي خيال کي هٿي ڏني آهي تہ ورهائجي نہ سگهڻ وارو اصول صرف هڪڙي ۽ ساڳي ملڪ تي لاڳو ٿئي ٿو يا ٻن ملڪن تي جيڪي هڪٻئي جي پير ۾ آهن؛ پر جيڪڏهن ملڪ ايترو پري پري آهن جو هڪڙي امام جو اختيار ٻئي تي هلي نٿو سگهي تہ اهو جائز آهي تہ ٻئي امام جي چونڊ ڪجي. امام سمورن مسلمانن جي سهائتا ڪندڙ ۽ منتظم آهي ۽ دنيا و آخرت ۾ انهن جي مفادن (فلاح) جي حفاظت ڪندڙ آهي. ان ڪي مسلمانن جي منظوري جي شرط تي پنهنجا جانشين نامزد ڪرڻ جو اختيار هوندو آهي. جيئن تہ عهدو جماعت جي دنياوي ۽ روحاني ڀلائي لاءِ آهي تنهن ڪري مسلمانن جي رضامندي ضروري سمجهي وڃي ٿي.[1]

اها اميد ڪئي وئي هئي تہ ڏاڍ وارو سلوڪ شيعن کي پاڻ ۾ متحد رکندو. پر توڙي جو سڀئي شيعا انهي ڳالهہ تي متفق هيا تہ اسلام جو معزز ترين سردار(خليفو ـ امام) رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نسل تائين پابند ڪيل آهي، تڏهن بہ انهن مان ڪيترا شيعا خاندانِ نبوي جي تسليم ٿيل بزرگن کان منهن موڙي ويا ۽ پاڻ کي مطلب يا طبعي لاڙي جي ڪري ان گهراڻي جي ٻين فردن سان واڳاپي چڏياڻون. جڏهن تہ حقيقي امام ۽ انهن جي پوئلڳن ڊپ واري زندگي گذاري ۽ ٻين ماڻهن گهرو جهڳڙن لاءِ پنهنجي اڻ لاڳاپيل دشمنين جي وچہ اطمينان لڌو. اهل بيت واعظ ڪندا رهيا، مباحثا بہ ڪندا رهيا ۽ تڪليفون بہ سهندا رهيا.

شهرستاني شيعن کي پنجن فرقن ۾ ورهائي ٿو. مثال طور: زيديہ، اسماعيلي، اثناعشري يا اماميہ، ڪيسانيہ، غالي يا غلات. بهرحال جيئن اسان اڳتي ٻڌائيندا سين، حقيقت اها آهي تہ انهن فرقن مان ڪن جو ۽ خاص طورتي اهي جن شاخن ۾ ورهائجي ويا، حضرت علي عليہ السلام

[1] ابن خلدون، ۽ پڻ ڏسو هن ڪتاب جي پهرين ڀاڱي جو باب ڏهون.

سان ٿوري يا گهڻي مبالغي واري محبت کان سواءِ انهن جو اصلي شيعت سان ڪوبہ گڏيل واسطو ڪونہ هيو. ان جي برخلاف انهن پنهنجي اصليت اسلام جي بجاءِ ٻين ذريعن کان ورتي.

شهرستاني ٻڌائي ٿو تہ زيديہ حضرت علي (امام زين العابدين) بن امام حسين عليہ السلام جي پٽ زيد جا پوئلڳ آهن. اهي دعوا ڪن ٿا تہ امامت حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام کان ان جي وڏي پٽ حضرت امام حسن عليہ السلام ڏانهن منتقل ٿي ۽ پوءِ امام حسين عليہ السلام ڏانهن وئي، امام حسين عليہ السلام کان اها علي المعرف امام زين العابدين جي ورثي ۾ آئي، ان کان پوءِ اها جيئن اثناعشري بلڪ اصل ۾ اڪثر مسلمان مڃين ٿا، ائين حضرت امام محمّد باقر ڏانهن نہ پر ان(امام زين العابدين) جي پُٽ زيد ڏانهن منتقل ٿي. اهي پنهنجي نظرئي ۾ اهلِ سنت وارن سان گهڻي هڪجهڙائي رکن ٿا. انهن جي دعوا آهي تا ماڻهن کي اختيار آهي تہ اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اولاد مان ڪنهن کي بہ پنهنجو روحاني اڳواڻ چونڊين، ائين اهي چونڊ واري انِ اصول کي انهي اصول سان گڏائين ٿا جيڪو امامت کي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان تائين پابند ڪري ٿو. اهي انهيءَ ڳالھ جا بہ قائل آهن تہ افضل ماڻهوءَ جي موجودگي ۾ گهٽ فضيلت واري ماڻهو کي چونڊڻ بہ جائز آهي. انهي اصول جي نتيجي ۾ اهي پهرين ٽن خليفن جي امامت کي بہ مڃين ٿا. جن جي سرداري عام طور تي ٻين شيعن طرفان رد ڪيل آهي. اهي مڃين ٿا تہ توڙي جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سيني اصحابن ۾ حضرت علي عليہ السلام وڌيڪ ڀلارو هيو ۽ وارث هجڻ جي حق ڪري ۽ گڏوگڏ پنهنجين وصفن ڪري امامت جي اهل هيو پر تڏهن بہ حڪمت عملي جي مجبورين ڪري ۽ انهن بدنظمين کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات ڪري پيدا ٿي ويون هيون، ماڻهن جي ذهن کي ٿانيڪو ڪرڻ ۽ قبيلن منجھ اختلافن کي گهٽائڻ لاءِ انهي عهدي کي پرڻ لاءِ هڪڙي وڏي عمر واري ماڻهوءَ جو خليفو هجڻ ضروري هيو. ان کان علاوه دين جي دفاع ۾ حضرت علي عليہ السلام جيڪا جاکوڙ ڪئي هئي ان کي نظر ۾ رکندي انهن ماڻهن جي اندر ۾ بدلي وٺڻ جو جوش گهڻو ايريل هيو جن اسلام جي خلاف لڙايون ڪيون هيون ۽ تازوتازو آڻ مڃي تابعداري ڪئي

هئي. اهي ماڻهو دلي طور حضرت علي عليہ السلام جي شان و شوڪت آڏو ڪنڌ ڪونہ جهڪائين ها. اهي دعوا تا ڪن تہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي چونڊ تي بہ ساڳيا سبب لاڳو ٿين ٿا.[1] پهرين ٻن خليفن جي امامت کي قبول ڪرڻ ڪري ٻين شيعن طرفان زيديہ فرقي وارن تي "رافضي" نالو پئجي ويو. زيدين جو هڪڙو ٻيو نظريو بہ ڌيان طلبي لاءِ گهڻو اهم آهي. انهن جي دعوا آهي تہ جماعتي عهدي لاءِ اصل شيعن طرفان گهربل پارسائي، سچائي، ۽ جاڻ ۽ معصوميت يا گناهن کان پاڪ هجڻ وارين خاصيتن سان گڏ امام کي لازمي طور پنهنجي امامت جي حق کي هٿيارن جي زور تي مڃرائڻ لاءِ بهادري ۽ اهليت حاصل هجي. امام محمّد باقر عليہ السلام جيڪو پنهنجي والد امام علي (زين العابدين) عليہ السلام کان پوءِ جانشين ٿيو هيو ان جو چوڻ هيو تہ طاقت جو استعمال سنو ڪونہ آهي. زيد پنهنجي ڀاءُ سان انهي ڳالهہ تي اختلاف ڪيو. تنهن ڪري اهو هشام بن عبدالملڪ (اموي) جي حڪومت ۾ ظالمن خلاف هٿيار کڻي نڪري پيو ۽ ڪوفي جي ويجهو قتل ٿي ويو. ان جو پٽ يحيٰ ان جو جانشين ٿيو جيڪو پنهنجي پيءُ جي نقش قدم تي هليو ۽ امام جعفر صادق عليہ السلام جي مشوري جي خلاف هٿيارن جي زور سان پنهنجو حق مڃرائڻ لاءِ اٿي وڌيو. ان خراسان ۾ گهڻا پوئلڳ گڏ ڪيا پر ڪيس هشام جي هڪڙي جرنيل هٿاران شڪست ملي ۽ قتل ٿي ويو.

زيديہ فرقي وارن جو چوڻ آهي تہ حضرت يحيٰ جي وفات کان پوءِ خلافت ان خاندان جي هڪڙي ٻئي ڀاتي محمّد بن عبدالله عرف النفس زڪيہ ڏانهن منتقل ٿي. محمّد پنهنجي لاءِ مهدي جو لقب اپنايو ۽ عباسي خليفي منصور خلاف حجاز ۾ هٿيار کڻي نڪري پيو. ان کي منصور جي ڀائٽي عيسيٰ هٿاران شڪست ٿي ۽ مديني جي ڀرسان قتل ٿي ويو. سندس ڀاءُ ابراهيم ان جو جانشين ٿيو ۽ ساڳئي نموني ۾ عباسين جي خلاف اڻ پوري جدوجهد ڪندي حياتي وڃايائين. ان جو ٻيو ڀاءُ عيسيٰ جنهن پڻ هٿيارن جي زور تي پنهنجين دعوائن کي مڃرائڻ جي ڪوشش ڪئي. منصور هٿان گرفتار ٿيو ۽ سڄي عمر لاءِ قيد ڪيو ويو. انهن حقيقتن کي بيان ڪرڻ کان پوءِ شهرستاني اڳتي چوي ٿو

[1] شهرستاني حصو پهريون صفحو 115.

"جيڪو ڪجھ انهن سان وهيو واپريو ان جي اڳڪٿي حضرت جعفر صادق عليہ السلام ڪئي هئي، جنهن جو چوڻ هيو تہ دنياوي حڪمراني انهن جي خاندان لاءِ ڪونہ آهي، باقي امامت کي عباسين جي هٿن ۾ رانديڪو ٿيڻو هيو."

زيديہ فرقي وارن جي هڪڙي شاخ جي دعوا آهي تہ امامت ابراهيم کان ادريس ڏانهن منتقل ٿي جيڪو مغرب الاقصيٰ (ماريطانيہ) ۾ ادريسي سلطنت جو ۽ فاس (فيض Faiz) شهر جو بنياد وجهندڙ هيو. ادريسين جي زوال کان پوءِ زيديہ فرقي وارا غير منظم ٿي ويا پر ان فرقي جا پوئلڳ اڄا تائين آفريڪا ۽ ايشيا جي مختلف علائقن ۾ ملن ٿا. زيديہ فرقي جي هڪڙي شاخ گهڻي عرصي تائين طبرستان تي حڪمراني ڪئي ۽ اتر يمن ۾ اڄا تائين هڪڙو زيديہ فرقي جو امام آهي. شهرستاني جي قول مطابق زيديہ فرقي وارا ٽئن ننڍين فرقن ۾ ورهايل هيا. مثال طور: جاروديہ، سليمانيہ، طبريہ ۽ صالحيہ. اهي زيد جي پوٽي کان پوءِ امامت جي منتقلي جي باري ۾ هڪٻئي سان اختلاف ڪندڙ آهن. جاروديہ جيڪي عيسيٰ جي مقابلي ۾ محمد نفس زڪيہ جا حامي هيا، انهن منصور جي حڪومت ۾ تمام گهڻو ڀوڳيو. سليمانين جي سڃاڻپ پنهنجي بانيڪار سليمان بن جرير جي نالي پٽيان هئي، جنهن اعلان ڪيو تہ امامت ماڻهن جي راضپي سان ٻڌل آهي: "امامت جو اهو مقصد ڪونہ آهي تہ دين جي تنظيم ڪئي وڃي، يا خدائي جي ڄاڻ جي حاصلات، يا الله تعاليٰ جي وحدانيت يا اهي قانون جيڪي الله تعاليٰ دنياوي حڪومت لاءِ ٺاهيا آهن انهن جو علم حاصل ڪيو وڃي، ڇوتہ اهي ڳالهيون عقل ذريعي حاصل ٿينديون آهن. امامت جو مقصد روءِ زمين تي حڪومت ڪرڻ، ڏوهين کي سزائون ڏيڻ، انصاف قائم ڪرڻ ۽ رياست جو دفاع ڪرڻ آهي. اهو ضروري ڪونہ آهي تہ امام گهڻو پڙهيل هجي." "اهل سنت وارن جو هڪڙو فرقو بہ ساڳي خيال جو آهي ڇوتہ اهي چون ٿا تہ امام لاءِ اهو ضروري ڪونہ آهي تہ اهو وڏو عالم يا هڪڙو مجتهد هجي، صرف ايترو ضروري آهي تہ اهو عقلمند هجي ۽ ان جو هڪڙو اهڙو صلاحڪار هجي جيڪو شريعت جي تشريح ڪرڻ جي اهل هجي."[1] سليماني ۽ صالحي فرقي وارا پهرين ٻن خليفن جي

---

[1] شهرستاني حصو پهريون صفحو 119 ۽ 120.

امامت کي قبولڻ تي متفق آهن. اهي اها دعوا ڪن ٿا تہ جڏهن حضرت علي عليہ السلام پاڻ حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي حق ۾ پنهنجي ترجيحي دعوا تان هٿ کڻي ويو تہ ماڻهن کي ڪو بہ حق ڪونہ آهي تہ انهن جي امامت تي اعتراض ڪن. باقي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي باري ۾ انهن کي شڪ آهي، ڇوتہ انهن جو چوڻ آهي تہ "جڏهن اسان ڏسون ٿا تہ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ بنو اميہ وارن جي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترا سخت ڪشالا ڪيا تہ اسان کي ان جو ڪردار ٻين اصحابن کان مختلف ٿو لڳي."

اسماعيلي، جيڪي ڪنهن وقت سبعون(ستن وارا)[1] بہ سڏبا هيا، پنهنجي سڃاڻپ حضرت جعفر صادق عليہ السلام جي پٽ اسماعيل جي نالي پٺيان رکن ٿا جيڪو پنهنجي پيءُ کان اڳ فوت ٿيو هيو. انهن جي دعوا آهي تہ حضرت جعفر صادق عليہ السلام جي وفات کان پوءِ امامت اسماعيل جي پٽ محمدّ عرف المڪتوم[2] (يعني لڪل يا ظاهر نہ ڪيل) ڏانهن منتقل ٿي ۽ نہ ڪي حضرت جعفر صادق عليہ السلام جي پُٽ موسيٰ ڪاظم ڏانهن، جيئن اثناعشري ۽ عام طور ٻين مسلمانن طرفان مڃيو وڃي ٿو. اسماعيلي فرقي وارن جي مطابق محمد المڪتوم جو جانشين جعفر المصدق ٿيو جنهن جو پُٽ محمدّ الحبيب آخري امام مڪتوم هيو.

---

[1] انهي ڪري جو اهي صرف ستن امامن کي مڃين ٿا. (1) حضرت علي عليہ السلام (2) حضرت امام حسن عليہ السلام (3) حضرت امام حسين عليہ السلام (4) حضرت امام علي زين العابدين عليہ السلام (5) حضرت امام محمد باقر عليہ السلام (6) حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام (7) حضرت اسماعيل رضي الله تعاليٰ عنہ

[2] مقريزي چوي ٿو تہ ان کي اهو لقب ان ڪري ڏنو ويو جو ان جي پيروڪارن کيس عباسين جي ظلم ۽ ستم کان بچائڻ لاءِ "لڪائي" ڇڏيو هيو. حضرت اسماعيل رضي الله تعاليٰ عنہ حضرت جعفر صادق عليہ السلام جو وڏو پٽ هيو. نهايت نرم طبيعت ۽ پرڪشش شخصيت جو مالڪ هيو. مقريزي جي قول مطابق يمن، قطامہ ۽ آفريڪي علائقن ۾ ان جا گهڻا معتقد هيا. شهرستاني لکي ٿو تہ حضرت اسماعيل رضي الله تعاليٰ عنہ جي امڙ سائڻ جي حياتي ۾ حضرت جعفر صادق عليہ السلام ڪڏهن بہ ٻي شادي ڪونہ ڪئي، "جيئن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ و آلہ وسلم حضرت خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها ۽ حضرت علي عليہ السلام حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي زندگي ۾ ٻي شادي ڪونہ ڪئي."

امام محمد الحبيب جو پُٽ ابومحمّد عبدالله فاطمي سلطنت جو بنياد وجھندڙ ھيو جنھن اُتر آفريڪا تي ٻن صديون حڪمراني ڪئي. ان کي عباسي خليفي معتضدباالله سفاح ثاني قيد ڪيو ھيو پر ان پنھنجي سجلماسہ واري قيد مان ڀڄي بربري ۾ خروج ڪيو جتي ان عبيدالله ۽ مھدي (واعدو ڪيل رھبر) جا خطاب اختيار ڪيا. ان جا پوئلڳ ھر طرف کان اچي ان جي چوڌاري گڏ ٿيا ۽ ان جلدئي ھڪڙي صوفي جي مدد سان اغلبين کي جيڪي بغداد جي خليفي جي نالي تي آفريڪي علائقن تي حڪومت ڪري رھيا ھيا، ڀڄائي ڪڍيو ۽ ھڪڙي نئين سلطنت جو بنياد وڌائين جيڪا مغرب الاقصيٰ(ماريطانيہ) کان مصر جي سرحدن تائين پکڙيل ھئي. ان جي جانشينن مان ھڪڙي المعيزالدين الله (معد ابو تميم) عباسين کان مصر ۽ شام جو ڪجھ حصو کسي ورتو. معز پنھنجي خاندان جي دشمن مٿان سوڀ جي خوشي ۾ قاھره (سوڀارو شھر) جو بنياد وڌو ۽ عبيدالله المھدي ھٿان قيروان جي ڀرسان مھديہ ۾ قائم ڪيل تخت گاھ کي ان نئين اڏيل شھر ۾ ڪڻي آيو. ان وقت سموري اُتر آفريڪا کان علاوه ان جي سلطنت جا علائقا سارڊينيا ۽ سسلي جي ٻيٽن تي مشتمل ھيا. ان قاھره ۾ مسجدالازھر جو بنياد رکرايو ھڪڙي وڏي عوامي لئبريري ۽ ڪيترائي درسگاھ ٺھرايائين ۽ انھن جي لاءِ وڏي ملڪيت وقف ڪيائين. انھن درسگاھن ۾ شاگرد گرامر(صرف ۽ نحو)، ادب، قرآن شريف جي تفسير، حديث فقھ، طب، رياضي ۽ تواريخ جي تعليم حاصل ڪندا ھيا. ھڪڙو تاريخدان چوي ٿو"انصاف ۽ امن پسندي انھن جي حڪمراني جي امتيازي وصف ھئي."[1]

اسان کي مصري فاطمين جي جن ڪارنامن جي خبر آھي، اھي سڀ اسان تائين مخالف ذريعن وٽان پھتل آھن. معز جي جرنيل جوھر ھٿاران بغداد جي عباسي خليفن کان شام ۽ مصر فتح ڪرڻ کان وٺي ٻنھي خلافتن جي وچ ۾ خلافت جي حق واري مسئلي تي جنگ ۽ جدل جو ھڪڙو اڻ کٽ سلسلو شروع ٿي ويو. فاطمين طرفان اھا دعوا تہ اھي

---

[1] مارسل(Marcel). سني العقيده جمال الدين بن طغري بردي پنھنجي ڪتاب "مورداللطافت" ۾ لکي ٿو "توڙي جو معز اھل افتراق ھيو پر اھو عقلمند، علم وارو سخي ۽ پنھنجي رعيت لاءِ عادل ھيو (وڪان المعز افصاليا الا انہ ڪان فاضلا عاقلا اديبا حازما جواد امہ حافيہ عدل الرعيا). فاطمي سلطنت جي تفصيل لاءِ اسلام جي مختصر تاريخ "شارٽ ھسٽري آف ساراشينس" نالي ڪتاب جو مطالعو ڪيو.

حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اولاد مان هجڻ ڪري ماڻهن مٿان فوقيت رکن ٿا. ان ڳالھ عباسين جي دلين ۾ هڪڙي اڻ کٽ خواهش کي اڀاريو تہ اهي ڪيئن بہ ڪري پنهنجن مخالفن جي شجري جي اصليت کي مشڪوڪ بنائين ۽ دنيا تي انهن جي اسلام مخالف عقيدن واري ڪردار کي واڪو ڪن. قادرباالله جي حڪمراني ۾ خوفزده خليفي طرفان بغداد ۾ شريعت جي ماهرن جي هڪڙي مخفي گڏجاڻي گهرائي وئي تہ جيئن اهي فاطمين خلاف هڪڙي فتوا جاري ڪن ۽ اعلان ڪن تہ اهي حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جا حقي وارث ڪونہ آهن. فاطمين پنهنجي حق ۾ قاهره جي ناميارن قاضين طرفان جن منجھ ڪيترائي مالڪي ۽ شافعي مسلڪ سان واسطو رکندڙ هيا، صحي ٿيل جوابي فتوا جي ذريعي پنهنجو دفاع ڪيو. بهرحال عباسي قاضين طرفان انهن جي حسب نسب مٿان مڙهيل شڪن جي باوجود مقريزي، ابن خلدون ۽ ابوالفدا جهڙن عظيم تاريخدانن فاطمين طرفان دعوا ڪيل شجري کي مڃيو آهي.

مقريزي انهي موضوع تي وڏي بيباڪي سان ڳالهايو آهي ۽ بنوعباس جي حامين تي صاف طور تي جعلسازي ڪرڻ ۽ غلط طريقي سان ڳالھ پيش ڪرڻ جو الزام هنيو آهي. عباسين جي انهي بيان تہ عبيدالله المهدي آلِ محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مان ڪونہ هيو جي باري ۾ اهو چوي ٿو "حقيقتن جي معمولي پرک بہ ثابت ڪندي تہ اها ڳالھ من گهڙت آهي." ان زماني ۾ حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام جي نسلي اولاد مان ڪيترائي ماڻهو موجود هيا ۽ شيعا انهن کي وڏي تعظيم جي نگاهہ سان ڏسندا هيا. پوءِ اها ڪهڙي ڳالھ هئي جيڪا اهل بيت جي حمايتن کي هرڪائي ها تہ اهي آلِ رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڇڏي ڪنهن اهڙي شخص کي امام مڃين جيڪو مجوسي الاصل ۽ يهودي النسل هجي؟ ڪوبہ ماڻهو جيڪڏهن عقل کان وانجهو ڪونہ آهي تہ ائين ڪونہ ڪندو. اها ڳالھ تہ عبيدالله المهدي نسلي طور تي هڪڙو مجوسي يا يهودي هيو بنيادي طور تي ڪمزور عباسي بادشاهن جي نڳين جو نتيجو آهي، جن کي خبر ڪونہ هئي تہ اهي پاڻ کي فاطمين کان ڪيئن ڇڏائين، ڇوتہ فاطمين جي حڪمراني بغير ڪنهن مداخلت جي 270 سالن کان جاري هئي، ۽ انهن عباسين کي آفريڪا، مصر، شام، دياربڪر ۽ ٻن مقدس شهرن (مڪو ۽ مدينو) ۽

يمن کان محروم ڪري ڇڏيو هيو. ٻيو تہ ڇڏيو پر چاليهن هفتن تائين بغداد ۾ بہ فاطمين جي نالي ۾ خطبو پڙهيو ويو. عباسي فوجون انهن خلاف چڙهائي ڪونہ ٿي ڪري سگهيون، تنهنڪري ماڻهن کي فاطمين جي خلاف نفرت سان جوش ڏيارڻ لاءِ انهن جي اصليت جي باري ۾ بدنيتي تي ٻڌل بيان هلايائون. عباسي امير ۽ ڪارندا جيڪي فاطمين سان ڪامياب مقابلو ڪري نٿي سگهيا، انهن خوشي سان انهن تهمتن کي بدلي وٺڻ جي ذريعي طور اختيار ڪيو. جن قاضين قادربالله جي حڪم هيٺ گڏيل عالمن جي فتوا جي تصديق ڪئي، انهن صرف خليفي جي حڪم جي ميجتا ۾ ۽ صرف ٻڌل ڳالهہ جي مطابق عمل ڪيو. افسوس تہ تڏهن کان تاريخدان لاپرواهي سان ۽ بنا سوچڻ سمجهڻ جي عباسين طرفان ايجاد ڪيل انهي تهمت کي ورجائيندا رهيا آهن."

مقريزي هڪڙو تنقيدنگار تاريخدان ۽ مشهور فقيه آهي، جنهن جو مرتبو سيني مشرقي عالمن منجهہ مٿاهين مقام تي آهي،[1] ان جي انهي بيان جي مقابلي ۾ ڪا بہ ڳالهہ وڌيڪ واضح ٿي نٿي سگهي.

گهٽو ڪري مصري فاطمين طرفان قبوليل مذهبي نظرين کي بہ بدنيتي تي ٻڌل بيان بازي جي ساڳي طريقي سان بگاڙيو ويو هوندو. تڏهن بہ انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ انهن وڏي پيماني تي عبدالله بن ميمون عرف قداح جي مام ۾ لڪل مذهبي عقيدن کي وڏي پيماني تي اختيار ڪيو ۽ ان ڳجهن داعين جو جيڪو طريقو رائج ڪيو ان کي سياسي تبليغ لاءِ ڪتب آندائون.

دنياوي اقتدار جي حوس مان جيڪي خرابيون پيدا ٿين ٿيون ان جو ڪجهہ اندازو اسان کي عيسائي تاريخ جي ڪجهہ واقعن مان ٿئي ٿو. مثال طور عيسائي دنيا جي سربراهي لاءِ بادشاهہ ۽ پوپ جي وچ ۾ اينگهيل ڪشمڪش جنهن انسانن لاءِ اڻ ڳڻيون مصيبتون آنديون ۽ فرانس جي هيوجناٽن (هيوگناٽن Huguenots) تي جيڪي ظلم ڪيا

---

[1] مقريزي 845ع ۾ فوت ٿيو. جمال الدين ابوالمحاسن يوسف بن طغري بردي پنهنجي ڪتاب "نجوم الزاهرت في ملوڪ مصر و قاهره" ۾ مقريزي لاءِ لکي ٿو "توفي الشيخ الامام العالم المحدث المقنن عمده المورخين وراس المحدثين تقي الدين احمد بن علي بن عبدالقادر بن محمد بن ابراهيم بن محمد بن تميم بن عبدالصمد البعلبڪي الاصل المصري المولد" (هن سال هڪڙو معزز ماڻهو ۽ عالم فقيه، ۽ ناليوارو تاريخدان ۽ محدث فوت ٿيو يعني تقي الدين احمد ولد علي.....)

ويا، صرف مذهبي ڪٽرپڻي ڪري نہ پر خانداني اقتدار جي لالچ ڪري ٿيو. اسلام ۾ بہ اهو ساڳيو حال رهيو آهي. عباسين پهريائين اموين سان وڙهندي ۽ پوءِ مصري فاطمين سان سالن تائين جيڪا جنگ جاري رکي، ان ساڳيا تباهہ ڪُن نتيجا پيدا ڪيا.

انهي زماني ۾ قديم فارس جا ايرندي طرف وارا علائقا ملندڙ جلندڙ جذبن جي هڪڙي نموني جو گهر هيا. اتي نہ صرف اسلامي لهر جي آڏو پڇندڙ ميگوزرتشت پر هندوستان جي مختلف فرقن جا نمائندا پڻ گڏ ٿيا هيا. جيڪي پاڻ سان پنهجن جوڙ متائڻ (آواگون) وارن خيالن، وشنو جو اوتار آسماني ڪرشنا جو آڪاش مان لهي اچڻ ۽ پنهنجين گوپين ۽ پريم جي ليلا سان دل وندرائڻ جا عقيدا ۽ قصا بہ کڻي آيا هيا. اهي انقلابي خيال ۽ بدعتون جن آخري ساساني بادشاهن جي دور ۾ عبادت گهرن ۽ شاهي محلاتن جا بنياد لوڏي ڇڏيا هيا ۽ جن کي سيکت ڏيڻ لاءِ ڪسرا نوشيروان تلوار ذريعي ڪوشش ڪئي هئي، اڃا تائين موجود هيون. گهٽ ۾ گهٽ انهن مختلف شڪلين ۽ نمونن ۾ پيهر اسلام ۾ ظاهر ٿيڻ لاءِ چڱي خاصي سگهہ رکي ٿي.

راوندي يعني هندي مجوسين جو هڪڙو فرقو جيڪي روحن جو جوڙ متائي اچڻ واري عقيدي جا مڃيندڙ هيا، ۽ سفيد جامگان[1] جن جو بنياد رکندڙ بدنام زمانہ حاڪم بن هاشم المعروف مقنع[2] هيو پنهي خراسان ۾ سورش برپا ڪيو ۽ خليفي المهدي هٿاران شڪست کاڌائون. مقنع اها تعليم ٿي ڏني تہ الله تعاليٰ انساني شڪل اختيار ڪئي هئي، انهي ڪري ان (الله تعاليٰ) ملائڪن کي پهرين انسان(آدم) جي تعظيم ڪرڻ جو حڪم ڏنو هيو. تنهن ڪري انهيءَ وقت کان وٺي

---

[1] انهن کي اهو نالو ان ڪري ڏنو ويو جو اهي يورپي ٽبورين (Taborides) وانگر سفيد لباس پائيندا هيا.

[2] هي اهوئي پهروپيو ننگ آهي جنهن کي موري (Moore) "خراسان جو نقاب پوش پيغمبر" طور مشهور ڪيو. ان کي مقنع انهيءَ ڪري چيو ويندو هيو جو يا تہ اهو پنهنجي بدصورتي کي لڪائڻ لاءِ يا پنهنجي پيروڪارن کي متاثر ڪرڻ لاءِ هر وقت منهن تي ڪپڙو ويڙهي هلندو هيو. ان کي "سازنده ماه" بہ چوندا هيا. چوتہ هڪڙي موقعي تي ان نخشب ۾ جادوئي زور تي ماڻهن کي هڪڙي اهڙي شئي ناهي ڏيکاري جيڪا چنڊ وانگر ڏسجڻ ۾ پئي آئي.

قدرتي خاصيت (فطرتِ الاهي) هڪڙي نبي کان ٻئي نبي ۾ حلول ڪندي رهي هئي ۽ آخرڪار اها خود ان (مقنع) ۾ منتقل ٿي وئي آهي.[1]

ان ساڳي زماني ۾ مزدڪيت جنهن اڍائي صديون اڳ خسرو جي سلطنت کي هڪڙي عام تباهي ۾ ڦاسائي ڇڏيو هيو ۽ جنهن کي نوشيروان اعظم سختي سان دٻائي ڇڏيو هيو. خليفن جي سهاري وري ڪنڌ کڻڻ شروع ڪيو. اهو نانگ فقط اڌمئو ٿيل هيو. بابڪ عرف خرمي ( پنهنجي ڄمڻ واري هنڌ خرم جي نسبت سان) پنهنجي مزدڪ پيشرو وانگر ساڳين فاني عقيدن (عدميت ۽ انڪاريت) جي پرچار ڪرڻ لڳو. مثال طور، عورتون ۽ مال ملڪيت سماج جو گڏيل ورثو آهن، ۽ سمورن انساني عملن ۾ نہ خير جو پهلو آهي نہ شر جو. ويهن سالن جي عرصي تائين اهو خلافت جي سموري علائقي کي رتوڇاڻ ۽ تباهي سان ڀريندو رهيو. آخرڪار معتصم بالله جي حڪمراني دوران ان کي شڪست ٿي ۽ قيد ڪيو ويو ۽ خليفي جي سامهون ان کي قتل ڪيو ويو. اهو پراڻي آڪاٽي کي وري دهرائڻ وارو عمل هيو. اسلام کي انهن ساڳين آزمائشن مان گذرڻو پيو جن مان عيسائيت گذري هئي. ٻي صدي جي شروعات کان نائين صدي جي آخر تائين عيسائيت انهن قديم مذهبن سان اٽڪٽ تڪرار ۾ رڌل رهي جيڪي نوان نوان روپ ڌاري انهن سمورن ملڪن ۾ ظاهر ٿي رهيا هيا جن ملڪن عيسائي مذهب قبول ڪري ورتو هيو. انهن تڪرارن جي ختم ٿيڻ کان پوءِ عيسائيت مٿان هڪڙو خطرناڪ احساس ڇانئجي ويو. تقليد پرستي نہ صرف انقلاب پسند مونتانين (Montanists) ۽ مانوي پالين (Manichaean Paulicians) کي پر عقليت پسند ايرين (Arian) کي بہ پامال ڪري ڇڏيو. تنهن ڪري عام سڌارن (Reformation) اچڻ تائين ڪليسائن ۽ قدامت پسندي انساني ذهن کي غلامي جي ڦندي ۾ جڪڙي ڇڏيو. اسلام کي بہ ساڳين سخت آزمائشن مان گذرڻو پيو پر ان ۾ سڌارن وارو عمل (Reformation) بس هاڻي شروع ٿي رهيو آهي.

اسلام پنهنجن پيروڪارن کان هڪڙي دائمي حق جي سادي مڃتا ۽ ڪجهہ اخلاقي ذميوارين جي بجا آوري جي گهر ڪئي. ٻين معاملن ۾ ان انهن کي فيصلي ڪرڻ جو ڪليل حق ڏنو. ان قدرتي ٻڌي

[1] تاريخ ابن خلدون. ڪتاب العبر (مصري ڇاپو) جلد ٽيون، صفحو 306.

(وحدت الله) جي نالي ۾ سيني مذهبن ۽ فرقن کي جمهوري برابري قائم ڪرڻ جي راهه ڏيکاري. نتيجي ۾ قدرتي طور هر مذهب جا ستايل غيرمسلم ماڻهو رسول الله صلي الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جي جهنڊي جي چوڌاري گڏ ٿيڻ لڳا، جيڪو انساني ضمير کي پروهتن جي غلامي کان نجات ڏيارڻ جو ضامن هيو. اويستائي اهلِ ڪتاب، آزاد خيال زرتشت، ماني جا پيروڪار عيسائي، يهودي ۽ مجوسي سيني انهي نئين شريعتي نظام جي حقيقت کي پليڪار ڪيو جيڪو انهن جي مذهبي ايڪي (وحدت) جي خواب جي تعبير هيو. غناسطي فرقن جا اهي انبوهه جن ٻي صدي کان ڇهين صدي تائين عيسائي ڪليسا کي پريشان ڪري رکيو هيو اهي يا تہ حضرت محمّد صلي الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جي جماعت ۾ شامل ٿي ويا هيا يا خليفن طرفان وڌي رواداري واري مظاهري هيٺ ڪيٿولڪ يا قدامت پسند يونانين طرفان پريشان ٿيڻ کان محفوظ ٿي امنِ و امان جي زندگي بسر ڪري رهيا هيا. انهن غناسطين حضرت محمّد صلي الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جي دين کي تہ اختيار ڪيو هيو پر پنهنجن اوائلي عقيدن کي بہ قائم رکيو هئائون. انهي لاڙي اسلام جي انهن روح پرست (مرده پرست Docetic[1]) فرقن کي جنم ڏنو جنهن جو اسان بعد ۾ ذڪر ڪنداسون.

ڪنهن قوم جون جبلتي خصوصيتون، جن موسمي حالتن ۾ اهي رهن ٿا، ملڪ جون قدرتي بيهڪون جن ۾ اهي زندگي گذارين ٿا، ۽ پراڻن مذهبن جا اثر. اهي سيئي ڳالهيون انهن جي عقيدن ۽ نظرين کي هڪڙو رنگ ۽ ڍنگ ڏين ٿيون. اسلام ۽ عيسائيت، ٻنهي ۾ اها ساڳي ڳالهه ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ايران غناسطي عقيدي (غناسطيت) واري سوچ کي جنم ڏنو اتان ئي روح پرست نظريا نڪتا جن رومي دنيا کي ڳاري ڇڏيو ۽ يهودي الاصل عيسائيت جي اوائلي عقيدي مٿان هڪڙي اهڙي نظرئي کي ٿاڦيائون جيڪو ڌرتي تي انساني لڏي سان ميل جول رکندڙ هيو. ماني وارو نظريو جيڪو فلاسافي ۽ وهمن جو عجيب مرڪب هيو. جنهن مان عيسائيت بغير ڪنهن اعتراف ڪرڻ جي گهڻوڪجهه حاصل ڪيو

---

[1] عيسائين جو هڪڙو فرقو جن جو اهو عقيدو آهي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو جسم انساني ڪونہ هيو پر ڪنهن آسماني جوهر جو مرڪب هيو يعني خالص روح هيو.(اردو مترجم)

آهي، اهو زرتشتن ۽ عيسائين جي ڏاڍ باوجود ختم ڪونہ ٿيو پر اڃا تائين قائم آهي. ڇا هڪڙي نرالي ذهنيت رکڻ واري شخص جي اها تخليق، هڪڙي قوم جي خصوصيت جي اها پيداوار ڪڏهن بہ فنا ڪونہ ٿيندي؟ ديني علمن جا عالم پلي ڪيتري بہ ڪوشش ڪن پر ان کي ڪڏهن بہ ختم ڪري ڪونہ سگهندا. سُني مذهب جي اڪابرن جي ذهني روڳ ايران ۾ تصوراتي فلاسافي کي جاءِ ڏني. حضرت علي عليہ السلام جي شخصيت مانويت جي نظرئي کي هٿي ڏني. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي شخصيت وانگر اهوبہ ماڻهن جي تصور ۾ آسماني جوهر ٿي ويو. انسان کي معبود (خدا) بنائڻ وارو اهو عمل حضرت علي عليہ السلام تائين محدود ڪونہ هيو. ان جي جانشينن کي بہ ان وانگر معبود (خدا) جو درجو ڏنو ويو. تنهن ڪري سُني مسلڪ وانگر شيعا مسلڪ جا بہ ہہ رخ آهن. هڪڙي تہ اها خالص شيعيت آهي جيڪا حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اولين اولاد جو مسلڪ هيو جن جي باري ۾ اسان ٿورو پوءِ بيان ڪندا سين. ٻي اها روح پرست شيعيت آهي، جيڪا ٿوَهم پرستي جو مجموعو آهي، جن ماڻهن منجهہ اها پکڙي انهن جي پهرين عقيدن جي اثر ڪري اصل شيعيت جي بگاڙيل صورت آهي. انتها پسندي واري شيعيت وري روح پرستي واري شيعيت کان ايتري مختلف آهي جيئن انتها پسندي وارو سني مسلڪ يا نواصبيت روح پرستي واري سني مسلڪ کان مختلف آهي. تنگ نظري واري خود پسندي ڪنهن بہ هڪ دين يا مذهب جي خصوصيت ڪونہ آهي، نہ وري يوناني مسلڪ جا دڏڪا عيسائيت تائين محدود آهن. اسلام ۾ پڻ (ڪجهہ کي ڇڏي باقين لاءِ چئي سگهجي ٿو) هر فرقو ٻين کي دوزخي سمجهندي نندي ٿو هميشه لاءِ تہ نہ (جيئن ڪٽر عيسائي ڪندا آهن) پر پوءِ بہ ايتري مدت تائين ضرور تہ انهن تي عقيدي جي اختلاف جون خرابيون پوري طرح واضح ٿي وڃن. بهرحال، جهنم جي باهہ ۾ پڙڪندڙ شعلن جي پٺ پاراتن جي باوجود، جيڪي تڪراري فرقا ۾ ڏريون هڪ ٻئي کي ڏيندا آهن، اسلام جي عالمگيريت ڪنهن فلسفي مزاج شاگرد جي نظر کان ڳجهي رهي نٿي سگهي.

ستين عيسوي صدي جي وچ ڌاري ڪانسٽنٽائن سلوانوس (Constantine Sylvanus) پال جي پيروڪارن جي مانوي فرقي جو بنياد وڌو جن پنهنجي سجاڳپ سينٽ پال جي نالي پنيان مقرر ڪئي ۽ انهن

پاڻ کي ان جا پوئلڳ ٿي سمجهيو. پال جي پيروڪارن پنهنجي لاءِ ماني جا پيروڪار وارو لقب رد ڪيو. پر انهن جا مذهبي عقيدا ماني طرفان تعليم ڏنل عقيدن سان تمام گهڻي ويجهڙائي واري مشابهت رکندڙ آهن. ۽ سيئي عيسائي ليکڪ، سواءِ ملنر (Milner) جي، پنهنجي اصليت کي ماني جي تصورن کي مڃيندڙن ڏانهن منسوب ڪن ٿا. پال جا پيروڪار يورپ جي سڌاريل چرچن جا حقيقي جنم داتا هيا. انهن کي تبرڪ پرستي ۽ بت پرستي کان جيڪا نفرت هئي، اها گهڻو ڪري اسلامي اثرن جو نتيجو هئي. اهي مريم پرستي ۽ پير(اولياء)پرستي کان پنهنجي نفرت ۽ پوڄا جي سمورن ظاهري شين کان پاسو ڪرڻ واري عمل ۾ مسلمانن سان ويجهڙائي رکن ٿا. پر ماني وانگر انهن جوبہ اهو عقيدو هيو تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام هڪڙو پاڪ روح هيو جيڪو ڌرتي تي صرف هڪڙي جسماني شڪل ۾ آيو هيو ۽ ان جوسولي تي چڙهڻ وارو عمل محض هڪڙو نظر جو ڌوکو هيو. انهن مادي جي قدامت ۽ ابديت کي مڃيوٿي، جيڪو هڪڙي اهڙي عملي وجود جي بنيادي حصي جو اصل آهي جنهن هن ظاهري ڏيک واري دنيا کي پيدا ڪيو آهي ۽ موت ۽ ڏوهہ جي خاتمي تائين پنهنجي دنياوي حڪومت کي هلائيندو رهندو. نئين عهدنامي وارن چئن عيسائي ڪتابن(عيسائي انجيل) جي تفسير جي باري ۾ اهي تشبيهن ۽ علامتن ۾ ملوث ٿي وڃن ٿا ۽ ماني وانگر لفظن جي معنائن ۾ ڳجهي ڄاڻ جي دعوا ڪن ٿا. اهي ڪنهن مصلحت ڪري ڪنهن ٻئي مذهب جو ظاهري اقرار ڪرڻ کي جائز سمجهن ٿا جيڪو جديد ايران ۾ ڪِتمان يا تقيہ جي نالي سان مشهور آهي.

يوناني ڪليسا ۽ بازنطيني دربار پال جي پيروڪارن تي ڀيانڪ تشدد ڪيو ۽ اٽڪل ٻہ سو سالن تائين اهي اُتر آرمينيا ۽ ڪيپڊوشيا (Cappadocia) ۾ بازنطين جي مذهبي ديوانن ۽ ظالم حڪمرانن سان ڄمي مقابلو ڪندا رهيا جنهن ۾ ٻنهي ڌرين هڪٻئي تي نهايت خراب ۽ هيبتناڪ ظلم ڪيا.[1] آخرڪار اهي هڪڙي وڏي

---

[1] چيو وڃي ٿو تہ مينوئل (Manuel) جي ماءُ ٿيودورا (Theodora) جي حڪم تي پال جي هڪ لک پيروڪارن کي تلوار ذريعي قتل ڪري، سوليءَ تي چاڙهي يا باهہ ۾ ساڙي تباهہ ڪيو ويو هيو.

طاقت جي آڏو هار کائي ويا، پر توڙي جو انهن جي قلعن کي ڊاهي پٽ ڪيو ويو ۽ انهن جي شهرن کي برباد ڪيو ويو انهن جو مذهبي فرقو زنده رهيو. ان پنهنجا مذهبي عقيدا بلغارين منجهه منتقل ڪيا جن کي قدامت پسند ڪليسائن سدائين ناپسنديدگي سان ڏٺو آهي. پال جا پيروڪار ايشيا ۾ پنهنجي تباهي کان پوءِ تيرهين صدي ۾ نئين سر سيواءِ (Savoy) ۽ ڏاکڻي پرووينس (South Provence) ۾ ظاهر ٿيا. انهن ملڪن ۾ انهن سان ٿيل ويڌن جي باري ۾ يورپي تاريخ جو هر شاگرد باخبر آهي. انهن کي تلوار ۽ باهه ذريعي نابود ڪيو ويو - عورتن ۽ ٻارن کي به معاف ڪونه ڪيو ويو هيو. جيڪي عورتون ۽ ٻار زنده بچي ويا انهن کي غلام بنايو ويو. پر پال جو نظريو(پاليت) ختم ڪونه ٿيو. اهو انگلستان ۾ ظاهر ٿيو جتي ان جي پيروڪارن، جن کي لولرڊ (Lollard) جي نالي سان سڏيو ويندو هيو، اهي ئي تڪليفون سنيون جيڪي انهن کان اڳ وارن(پيشروئن) ايشيا، سيواءِ ۽ پرووِنس ۾ سنيون هيون. پوءِ اهي هس (Huss) جي مدد سان بوهيميا ۾ وري ظاهر ٿيا ۽ آخرڪار لٿر (Luther) ۽ ڪالوِن (Calvin) جي ساٿ سان پنهنجن تعصب پرست مخالفن مٿان غلبو حاصل ڪيائون. اجاتائين اسان انهي عجيب فرقي جي قسمت جي باري ۾ انهي ڪري ذڪر ٿا ڪريون جو ان زماني ۾ عالم اسلام جي اندر جيڪي مذهبي ۽ سياسي تحريڪون برويڪار هيون انهن تي ان پنهنجي اصل وطن ۾ گهڻو نمايان اثر ڪيو.

ان طوفاني دور ۾ جڏهن پال جو پيروڪار ڪائروسير (Chyroseir) بازنطيني علائقن جي ايرندي حصي ۾ تباهي مچائي رهيو هيو ۽ ايشياماڻنر جي شهرن کي رتوڇاڻ ۽ تباهي سان ڀري ڇڏيو هئائين. فارس جي شهر اهواز ۾ هڪڙو اهڙو ماڻهو رهندو هيو جيڪو پنهنجي ذهانت وارين صلاحتين ۾، پنهنجي معلومات جي خاصيت ۾ ۽ پنهنجي ڄاڻ جي گهرائي ۾ ماني (مانو) جي هم پلئي هيو ۽ جنهن کي مذهب جي تاريخ ۾ گهڻو ڪري ماني جيترو ڪردار ادا ڪرڻو هيو. انهي عبدالله بن ميمون القداح نالي ماڻهوءَ کي ان جا دشمن پئدائشي طور مجوسي نسل وارو چون ٿا جڏهن ته ان جا پوئلڳ ان کي حضرت علي عليہ السلام جي اولاد مانِ سمجهن ٿا. بهرحال جيئن به هجي اهو پڏرو آهي ته اهو حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي جو جانثار حمايتي هيو. ان جي تعليمات مان سڏو يا اڻ سڌي طرح

جيڪي تباھ ڪن نتيجا نڪتا آھن. انھن تي غور ڪندي ابنِ خلدون جھڙي تاريخدان لاءِ بہ اھو ممڪن ڪونہ ھيو تہ اھو ان ماڻھوءَ ۾ ان جي مذھبي عقيدن کي تعصب واري اک کان سواءِ ڏسي. انھن جو خيال آھي تہ عبدالله بن ميمون انھن ساڳين فريبي طريقن سان اسلامي راڄ کي تاراج ڪرڻ جي خواهش سان پريل ھيو جيڪي ان کان اڳ ساڳي واٽ تي ھلندڙ ماڻھن عيسائيت خلاف اختيار ڪيا ھيا. ان کي انھي ڳالھ جو احساس ھيو تہ جيستائين ماڻھن جو ضمير ۾ سياسي طاقت اسلام جي پٺڀرائي ڪندڙ آھن تيستائين ان جي خلاف کليل لڙائي ھڪڙي خطرناڪ مھم آھي. ان ڪري ان ماني وانگر ڳجھ ڳوھ ۾ ڪم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ان پنھنجي طور طريقي کي مام جي پردي ۾ ويڙھي رکيو ۽ مذھب جي مثبت اختيار کي برباد ڪرڻ جي مقصد سان ان پنھنجن پوئلڳن کي فيثاغورسين (Phythagorean) وانگر ستن درجن ۾ ورھايو. آخري درجي ۾ اھي ماڻھو ھيا جيڪي مذھب کي بلڪل بيڪار سمجھندا ھيا ۽ انساني عملن کي خير ۽ شر کان آزاد سمجھندا ھيا. انھن جي نظر ۾ نہ ھن دنيا ۾ ۽ نہ آخرت ۾ عملن جي ڪا جزا ۽ سزا ھئي. ان ايلچي مقرر ڪيا جن کي مختلف علائقن ۾ موڪليائين تہ مريدن کي ان جي حلقي ۾ داخل ڪن ۽ انھن جي صلاحيت مطابق انھن کي ڪنھن نہ ڪنھن درجن جي سڪيا ڏئي تيار ڪن. ابن اسماعيل جي دعوائن کي انھن ماڻھن سياسي بھاني طور استعمال ڪيو. اھي ظاھر ۾ تہ ان لاءِ ڪم ڪري رھيا ھيا پر خفيہ طور بلڪ حقيقت ۾ اھي بي عقيدگي(بد عقيدتي) جا مبلغ ھيا.[1]

بھرحال انھي فرقي جي عقيدن جي باري ۾ شھرستاني جو خيال وڏيڪ فلسفياڻي انداز وارو آھي؛[2] جڏھن تہ دبستان ۾ محسن فاني جو بيان ڪيل انداز ان فرقي جي ماڻھن مان ورتل ھجڻ ڪري ٿورو گلابي رنگ سان رنگيل آھي. پر انھن ٻنھي کي ڏيان سان پڙھجي تہ اھي پڪ ڏيارين ٿا تہ عبدالله بن ميمون ھڪڙو ماده پرست بہ ھيو ۽ خداپرست بہ ھيو ۽ ماني وانگر ان جي دلي تمنا ھئي تہ اھو ھڪڙو فطرت پرستي وارو

---

[1] نويري (Nuwairi). جرنل ايشياٽڪ (Journal Asiatique). جلد چوٿون. صفحو 298.

[2] شھرستاني حصو پھريون.

مذهب ايجاد ڪري، جنهن ۾ مختلف مذهبن جون سٺيون ڳالهيون گڏ ٿيل هجن ۽ فلسفي ۽ اثباتي دين جي باهمي تضاد کي ختم ڪري ڇڏي. ان جي پيروڪارن جا شروعاتي سڪيا وارا درجا صوفين جي عارفاڻن درجن سان ملندڙ جلندڙ هيا. اهائي ثابتي آهي جنهن جي ڪري ميرخوند بيان ٿو ڪري تہ مصري فاطمين پنهنجا ڪيترائي صوفياڻا عقيدا عبدالله بن ميمون کان حاصل ڪيا.[1]

عبدالله اهواز کان بصري ڏانهن هليو ويو ۽ اتان شام ملڪ ڏانهن ويو جتي ان سالميہ (Salemiya) ۾ رهائش اختيار ڪئي. مسافرين دوران ان جون پال جي پيروڪارن سان ملاقاتون ٿيون ۽ انهن جي ڪيترن نظرين کي پنهنجو ڪيائين. پال جي پيروڪارن بازنطين وارن سان جيڪا ڊگهي زماني تائين ويڙهہ جاري رکي ۽ مذهب تبديل ڪرائڻ وارين ڪوششن ۾ انهن کي جيڪا آخرڪار ڪاميابي نصيب ٿي، ان جي بنياد تي ان پنهنجو مذهبي منصوبو تيار ڪيو. ان پنهنجن نظرين کي ڪجهہ ماني طرفان تعليم ڏنل نظرين ۽ ڪجهہ مسلمان صوفين جي نظرين جي سانچي ۾ ڍاليو. ماني جو نظريو خود همہ اوست جي هڪڙي شڪل هئي، جيڪو فيثاغورسي فلسفي، زرتشتيت ۽ عيسائيت جي ٽيڪ تي بيٺل هيو. عبدالله جي پوئلڳن کي انهي بنياد تي تہ اهي اثباتي دين جي حڪمن جي ڳجهي معنيٰ جي ڄاڻ جي دعوا ڪن ٿا، "باطنيہ" يعني "ڳجهہ پروڙيندڙ" وارو خطاب ڏنو ويو. ماني جي پيروڪارن ۽ پال جي پيروڪارن بہ ساڳي دعوا ڪئي آهي.

لڳي ٿو تہ عبدالله بن ميمون مادي جي غيرفاني هجڻ کي مڃيو آهي. ان وڌيڪ وضاحت ڪئي "الله تعاليٰ جو پنهجي ظاهري اظهار(شهود) کان الڳ ڪو وجود ڪونہ آهي: آزادي سان ان جي باري ۾ دعوا سان اهو چئي نٿو سگهجي تہ اهو موجود آهي يا غيرموجود آهي، سڀ ڪجهہ ڄاڻندڙ(عالم ڪل) آهي يا نہ. ڇو تہ ان جي باري ۾ انهن

---

[1] مصري فاطمي، اسماعيلين جي عام جماعت کان هڪڙي ڳالهہ ۾ مختلف هيا: اسماعيلين جو اهو عقيدو هيو تہ انهن جو آخري امام حضرت اسماعيل رضي الله تعاليٰ عنہ صرف نظرن کان اوجهل ٿي ويا آهن يعني غيب جي پردي ۾ لڪي ويا آهن. ۽ اهي ٻيهر ان وقت منظر عام تي ايندا جڏهن "آسماني بادشاهت" قائم ٿيندي، جڏهن تہ مصري فاطمي اهو چوندا هيا تہ اهو (امام اسماعيل) عبيدالله المهدي ۽ ان جي جانشينن جي شڪل ۾ وري ظاهر ٿي چڪو آهي.

ڳالهين مان ڪا ڳالهه چوڻ جو مطلب اهو آهي تہ ان (الله) ۽ ان جي مخلوق ۾ ڪا هڪجهڙائي (مشابهت) آهي. پهرين مقصد(علت الاول) هڪڙي سادي حڪم (امرواحد) يا ارادي جي محض هڪڙي عمل ذريعي هڪڙي اصول کي وجود ۾ آندو جيڪو ابديت ۾ گهيريل هيو جنهن کي عقل سڏيو ٿو وڃي، ۽ انهي اصول هڪڙي ماتحت اصول کي ٺاهيو جنهن کي نفس چئجي ٿو جنهن جو پهرين اصول سان اهوئي رشتو آهي جيڪو ٻار کي پيءُ سان هوندو آهي. انهي اصول جي لازمي صفت زندگي آهي جيئن عقل جي لازمي صفت علم آهي. انهي ٻئي اصول پهريائين تہ ازلي(قديم الوجود) مادي کي شڪل ڏني، جنهن جي لازمي صفت غيرمتحرڪ پڻو(انفعاليت) آهي ۽ ان کان پوءِ زمان ومڪان، چار عنصر، سيارا ۽ ستارا ۽ ڪائنات جا ٻيا سمورا تخليقي ماده پيدا ڪيائين. جيئن تہ ٻئي اصول جي اندر انهي ڳالهه جي دائمي خواهش آهي تہ پاڻ کي پيدا ٿيل پهرين اصول جي سطح تائين مٿي کڻي وڃي، انهي ڪري ان پاڻ کي انساني شڪل جي هڪڙي ڍانچي ۾ پڌرو ڪيو. سيني انساني نفسن يا روحن جو مول متو اهو آهي تہ پئدائشي اصول (اصولِ خلق) يعني عقل جي بلندي تي پهچن. سيئي نبي سڳورا بنا ڪنهن خامي جي انهي اصول خلق جو جسماني وجود يا مظهر آهن، جن جو مقصد اهو آهي تہ انسان کي مادي سان مجاهدو ڪرڻ ۾ مدد ڪن. تنهن ڪري پيغمبرن کي ناطق يعني ڳالهائيندڙ اڳواڻ سڏيو ويندو آهي. سيارن وانگر اهي بہ ڳاڻاٽي ۾ ست آهن. دنيا مختلف مرحلن جي هڪڙي سلسلي ۾ گردش ڪري رهي آهي ۽ آخري مرحلي ۾ قيامت واقع ٿيندي، جڏهن اثباتي دين ۽ قانون جون پابنديون ختم (منسوخ) ٿي وينديون ڇو تہ آسمانن جو تحرڪ(گردشِ افلاڪ) ۽ ديني حڪمن جي تعميل انهي مقصد لاءِ آهي تہ روح ڪماليت حاصل ڪري ۽ روح جو ڪمال ان حقيقت ۾ آهي تہ عقل جو درجو حاصل ڪري ۽ ان ۾ ضم يا مدغم ٿي وڃي. وڏي قيامت (قيامت ڪبرا) ۾ سيئي شيون، آسمان، عنصر، ۽ حياتي ماڻيندڙ مخلوقون هستي تان مٽجي وينديون. ۽ ڌرتي بدلجي ويندي ۽ آسمان هڪڙي ڪتاب جي ورقن وانگر بند ٿي ويندا ۽ نيڪي کي بدِي کان ۽ فرمانبردار ٻانهي کي سرڪش ٻانهي کان الڳ ڪيو ويندو ۽ حق (نيڪي) عالمي روح (نفسِ ڪل) ۾ ضم ٿي ويندو، جڏهن تہ باطل (بدي) برائي جي اصول يعني شيطان سان وڃي گڏبو.

ائين عبدالله بِن ميمون جي عقيدي مطابق حرڪت جي شروعات ڪان وٺي ان جي ختم ٿيڻ تائين ابتدائي مرحلو يعني مبدا آهي ۽ حرڪت يا سرگرمي واري عمل جي ختم ٿيڻ ڪان وٺي انتها سان رلجڻ تائين ڪماليت جو درجو آهي.[1] ديني حڪمن ۽ قانون جي لاءِ پنهنجا ماڻ آهن. "....... "هر اکر ۽ لفظ جون ٻه معنائون هونديون آهن ڇو ته هر وحي (تنزيل) جي هڪڙي تشريح (تاويل) هوندي آهي ۽ ڏسڻ ۾ اچڻ واري هر شئي کي ڳجهي (غيبي) جهان ۾ پنهنجو ٻيو وجود (ٻهروپ) هوندو آهي. حق جي ڄاڻ عقل سان حاصل نٿي ڪري سگهجي پر رهنمائي ذريعي حاصل ٿيندي آهي."

عبدالله بِن ميمون جي پيروڪارن ان جي مذهبي نظرين کي اڃا گهڻو اڳتي وڌايو ۽ دعوا ڪيائون ته قيامت جي معنيٰ آهي امام جو ظهور يا نزول ۽ خدائي سلطنت جو قيام. جنهن ۾ دين ۽ شرعي قانونن جون سختيون ختم ٿي وينديون. انهن جو عقيدو آهي ته مذهب ۾ ٺڳي جي اجازت آهي. قرآن شريف جي سمورن احڪامن جون ڳجهيون معنائون ٻه آهن. مذهب صرف ظاهري ڳالهين جي بجا آوري تي نه پر اندر جي احساس ۽ سوچ تي مشتمل آهي. هر اهو عمل يا ڳالهه جيڪي نقصانڪار ڪونه آهن ته اهي جائز آهن. روزو امام جي غيبيت واري راز کي محفوظ رکڻ کان سواءِ ڪجهه به نه آهي. زناڪاري خلاف پابندي انهي ڪري آهي ته جيئن پيروڪار مذهب جي رازن کي ظاهر نه ڪري سگهن. زڪوات جو مطلب معصوم امام کي پنهنجي آمدني جو ڏهون حصو ڏيڻ آهي. اهڙن عقيدن جو اهو نظام ڪيترن فلسفن ۽ مذهبن جي

---

[1] ڪما تحرڪت الافلاڪ بنهريڪ النفس والعقل والطبائع ڪزالڪ تحرڪ النفوس والاشخاص بالشرائع بتحريڪ النبي والوصي في ڪل زمان دائرا عليٰ سبعت سبعت حتيٰ ينتهي الي الدور الاخير ويدخل زمان القيامت وترفع التڪاليف وتضمحل السنن والشرائع وانما هذه الحرڪات الفلڪيت والسنن الشرعيت لتبلغ النفس اليٰ حال ڪمالها وڪمالها بلوغها اليٰ درجہ العقل واتحادهابہ و وصولها اليٰ مرتبت نعلا وذالڪ هوالقيامت الڪبريٰ فتنحل تراڪيب الافلاڪ والعناصر والمرڪبات وينشق السماء تتناثر الڪوڪب وتبدل الارض غيرالارض وتطوي السموات ڪطي السجل لڪتاب المرقوم فيہ ويحاسب الخلق ويتميزالخير عن الشر والمطيع عن العاصي ويتصل جزويات الحق بالنفس الڪل وجزويات الباطل بالشيطان المبطل(شهرستاني، حصو پهريون).

عجيب ۽ انوکي ڪچٽي آهي، ۽ ان جي رجحان ۾ قانون ۽ اخلاقيات جي بربادي آهي.

عبدالله بِن ميمون شام ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي جيڪو عيسائي غناسطيت جو گهر هيو جتي ان پنهنجن مذهبي عقيدن کي اڳا وڌيڪ وڌايو. هتي ان همدان وارن کي جيڪو قرمط بہ سڏيو ويندو هيو، پنهنجي عقيدي جو پيروڪار بڻايو. ان شهر جو نالو اسلامي واقعن ۾ بدنام ٿيل آهي.

عبدالله بِن ميمون جي پيروڪارن ماڻهن کي مريد بڻائڻ وارو جيڪو طريقو اختيار ڪيو اهو ساڳيوئي ماني(مانو) جي نظرئي جي پيروڪارن وارو هيو يعني سيڪڙات کي مڪاري وارن سوالن ۽ مشڪوڪ جوابن سان گمان جي اوڙاهه ۾ اڇلائڻ وارو طريقو. محسن فاني کي انهي ڳالهہ جو جنهن داعي اطلاع ڏنو ان جو چوڻ هيو "ان عمل جو مقصد خراب ڪونہ هيو پر رڳو حق ۽ حڪمت جي ڳولائو کي يقين جي منزل تائين پهچائڻ جو نمونو."[1] جنهن ماڻهوءَ کي اهي پنهنجي عقيدي تي آڻڻ جي ڪوشش ڪندا هيا تہ ان شخص جي مذهبي جاڻ مطابق طريقو بہ تبديل ڪندا هيا. دعوت ڏيندڙ (داعي) پهريائين تہ نئين مريد جي عقيدي کي بغير ڪنهن اعتراض جي تسليم ڪندو هيو ۽ پوءِ عام طور تي اٽڪلي اشاري سان مريد جي دل ۾ شڪ پيدا ڪري ان جي ذهن کي پريشان ڪري ڇڏيندو هيو ۽ آخر ۾ ان کي صرف باطني طريقي جي نيارن اصولن ۾ حل هجڻ جي صلاح ڏيندو هيو. مثال طور جيڪڏهن داعي ڪنهن شيعي کي پنهنجو معتقد ڪندو هيو تہ اهو پاڻ کي اهل بيت جي جان نثار حمايتي طور ظاهر ڪندو هيو. انهن سان جنهن ظلم ۽ ناانصافي وارو رويو اختيار ڪيو ويو هيو حضرت امام حسين عليہ السلام جي شهادت ۽ ڪربلا جو ڪوس، انهن واقعن تي تفصيل سان ڳالهائيندو هيو. ائين راهہ رسم پيدا ڪرڻ کان پوءِ اهو صلاح قبولڻ لاءِ تازي ذهن منجهہ باطنين جا مخفي عقيدا اوتڻ شروع ڪندو هيو. جيڪڏهن داعي جو واسطو ڪنهن يهودي سان پوندو هيو تہ اهو مسلمانن ۽ عيسائين جي باري ۾ الزام تراشي ڪرڻ سان ڳالهہ شروع ڪندو هيو ۽ پنهنجي ان شاگرد سان واعدي ڪيل مسيحا

[1] دبستان صفحو 356.

(مسيحا موعود) جي مسئلي تي اتفاق ڪندو هيو ۽ آهستي آهستي ان اناڙي کي باور ڪرائيندو هيو تہ اهو واعدو ڪيل مسيحا يعني مسيحا موعود پيو ڪير نہ پر امام اسماعيل آهي. جيڪڏهن داعي ڪنهن عيسائي کي هم خيال بڻائيندو هيو ۽ ان کي پنهنجو ڪرڻ گهرندو هيو تہ اهو مسلمانن جي جهالت ۽ يهودين جي سرڪشي تي گهڻي ڊيگهہ ڏئي ڳالهائيندو هيو اهو عيسائي مذهب جي سمورين مکيہ ڳالهين سان هم خيالي جو اظهار ڪندي انهن تي ٺيڪاٺپڻي بہ ڪندو هيو تہ اهي سمورا علامتي هيا ۽ انهن جي ڳوڙهي معنيٰ تائين رسائي صرف باطني نظام جي وسيلي ممڪن آهي. جڏهن ان اناڙي جو ذهن تمام گهڻو متاثر ٿي ويندو هيو تہ اهو ان مريد کي ٻڌائيندو هيوتہ عيسائين شفا ڏيندڙ مقدس روح (فارقليط) جي نظرئي جي باري ۾ غلط اندازو لڳايو آهي، ۽ اسماعيلي امام ئي حقي شفا ڏيندڙ مقدس روح (فارقليط) آهي.[1] عبدالله بِن ميمون تقيہ جي نظرئي کي پڻ مختصر نموني ۾ مقرر ڪيو يعني ڪنهن مخالف مذهب جي عقيدي ۽ ان جي بجا آوري سان ظاهري ڏيک واري هم خيالي. اهو نظريو ماني کي مڃيندڙ سيني فرقن منجهہ مروجہ هيو ۽ پال جا پيروڪار بہ ان کان بچيل ڪونہ هيا. عبدالله بِن ميمون ان کي ٻين مقصدن, ڪجهہ ڏاڍاين جي تڪليفن کان بچڻ لاءِ, ۽ ڪجهہ معتقد بنائڻ واري ڪم کي سهنجو بنائڻ جي مقصد ڪري, وري متعارف ڪرايو. تقيو ڏاڍائي ڪندڙ خلاف ڪمزور ۽ متاثر ماڻهوءَ لاءِ قدرتي دفاع آهي. سيني ماڻهن ۾ شهيد ٿيڻ جي همٿ ڪونہ هوندي آهي; ۽ انهن مان گهڻائي جتي پڇي نہ سگهندي آهي تہ آڻ مڃي وٺندي آهي. اوائلي عيسائين کي بہ تقيہ تي عمل ڪرڻو پئجي ويو هيو. اسماعيلين يعني باطنين لاءِ نهايت ضروري هيوتہ عباسي خلافت جي اثررسوخ اندر سيني ملڪن ۾ پنهنجن مذهبي خيالن کي لڪائن; ۽ اها گهڻي زماني کان لاڳو رهندڙ عادت آخرڪار انهن جي ٻي فطرت (فطرت ثاني) ٿي وئي. انهن وٽان وري خاص شيعن ان تقيي جي عادت کي پنهنجو ڪري ورتو. جيستائين ترڪي ۽ ايران پرامن رهڻ جي باهمي لاڳاپن ۾ داخل ڪونہ ٿيا هيا. ان وقت تائين ڪو بہ شيعو جيستائين سني عقيدي وارن ارڪانن جي بجا آوري نہ ڪندو هيو تہ حج بہ ڪري

---

[1] دراصل ماني خود شفا ڏيندڙ مقدس روح (فارقليط) هجڻ جي دعوا ٿي ڪئي.

ڪونہ سگھندو هيو اهڙن معاملن ۾ هڪڙي مذهبي شيعي لاءِ جيڪو مقدس جاين جي زيارت ڪرڻ جي تمنا رکندو هيو. تقيي جو سهارو وٺڻ نهايت ضروري ٿي ويندو هيو. پر تقيو "جيڪو خوف ۽ ڏاڍ جي فطري پيداوار هئي" ايرانين جي طبيعت ۾ تمام گهڻو شامل ٿي ويو آهي جو جڏهن ان جي ڪائي ضرورت ڪونہ هوندي آهي تہ بہ اهي انهن حالتن ۾ بہ انهي ڪي پڪڙيون پيا هوندا آهن. اهي ڪنهن بہ مذهب واري ماڻهو جي احساس ۽ جذبات کي مجروح ڪرڻ کان بچڻ لاءِ تقيي جو عمل اختيار ڪندا آهن، بلڪل ائين جيئن جديد پروٽيسٽنٽ فرقي وارا ڪيٿولڪ ملڪن ۾ رومي رسمن جو ظاهري احترام ڪندا آهن.

همدان، جنهن جو پيو نالو قرمط آهي، پنهنجي پير ومرشد کان ڌار ٿي ويو هيو ۽ پنهنجو الڳ فرقو ناهيو هئائين. عبدالله بن ميمون پنهنجي عقيدي جي پرچار ۾ طاقت جي استعمال کان انڪار ڪيو هيو. قرمط ان کي پنهنجي عقيدي جو بنيادي رڪن بڻايو. ٿي سگهي ٿو ڪائروسير (Chyrosier) وانگر اهو بہ تعصبي ماڻهن جي ڏاڍ ڪري ائين ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيو هجي. ان بحرين ۽ العثا ۾ بغاوت پيدا ڪري ڇڏي خليفي جي لشڪر جي هيٺائي ڪري ان کي سوڀ حاصل ٿي. تمام گهڻا پيروڪار گڏ ڪري اهو بحرين مان ڪاھ ڪري نڪتو ۽ پال جي پيروڪار ڪائروسير وانگر قتلام ۽ تباهي ڪندو اڳتي وڌندو ويو. قرمطين جا بحرين ۽ العثا ۾ جيڪي قلعا هيا انهن ۾ مورچابند ٿي انهن اٽڪل هڪ سو سال تائين بغداد جي خليفي سان خوني ويڙھ جاري رکي. انهن مڪي کي پڻ تاراج ڪيو ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي قديم يادگار جي نشاني وارو مقدس پٿر(حجر اسود) بہ کڻي ويا. جيئن 900 سئو سال پوءِ وهابين بہ ائين ڪيو. اها بي ادبي انهن پاڻ جهڙن عادي پال جي مڃيندڙن پالين (Paulians) جي مثال جي تقليد ۾ ڪئي، جن افيسس (Ephesus) ۾ ڦرلٽ ڪئي هئي، سينٽ جان جي مقبري کي ڊاهي پٽ ڪيو هيو ۽ ان جي گرجا کي گهوڙن ۽ خچرن جي اصطبل ۾ تبديل ڪري ڇڏيو هيو. آخرڪار انهن قرمطين کي خليفي معتضدبالله برباد ڪيو.

قرمطين جي تباهي کان پوءِ اسماعيلي فرقي تي پابندي وڌي وئي، ان جي شيدائين کي پابندي هيٺ رکيو ويو ۽ ڳولي ڳولي ڪوئن وانگر ماريو ويندو هيو. اسماعيلين کي پاڻ کي هر پاسي لڪائڻو پئجي

ويو هيو جيستائين عبيدالله المهدي آفريڪا کي عباسين کان کسي ورتو.

مصر جا فاطمي سائنس ۽ هنري تعليم جا وڏا حامي هيا. پنهنجي رعيت منجهه علم کي عام ڪرڻ جي خواهش سان گڏ اهي عبدالله بن ميمون طرفان شروع ڪيل تبليغ ذريعي ڪين ٿيندڙ فائدن کان بہ غافل ڪونہ هيا. انهي ڪري انهن ان جي ڳجهن ۽ مانوي نظرين کي ڪنهن حد تائين پنهنجي مفاد لاءِ اختيار ڪيو. انهن ڪاليج، عوامي لئبريريون، ۽ سائنسي ادارا (دارالحڪمت) قائم ڪيا. انهن ۾ ڪتاب ۽ رياضي جو سامان وڏي پيماني تي مهيا ڪيائون، ۽ انهن ۾ نالي وارا اوستاد ۽ عملو پرتي ڪيائون. ڪتب خانن ۾ موجود ادبي خزانن کي پڙهڻ ۽ استعمال ڪرڻ جي عام اجازت هئي ۽ لکڻ جو سامان مفت مهيا ڪيو ويندو هيو.[1] خليفا وقت بہ وقت علمي بحث مباحثا ڪرائيندا هيا جنهن ۾ انهن درسگاهن جا اوستاد حصو وٺندا هيا ۽ مختلف ادارن مطابق ورهايل هوندا هيا ـ هنرمند، رياضي دان، فقيه ۽ سائنسدان جيڪي پنهنجي مخصوص پوشاڪ (خلعت) ۾ هوندا هيا. انگلستان جي يونيورسٽين وارو چوغو (گائون) گهٽي حد تائين انهي عربي خلعت جي نموني جهڙو آهي.

اوستادن ۽ عملي جي ٻين ملازمن جي پگهارن لاءِ، تعليم جي گهربل سامان لاءِ، ۽ عوامي سائنس جي چاڻ وارين ٻين شين جي خرچ جي پورائي لاءِ، باضابطہ طور مقرر ڪيل محصول ذريعي حاصل ٿيل آمدني مان بہ لک ستونجهاهه هزار اشرفين جي رقم انهن ادارن جي ساليانی خرچ لاءِ مقرر ٿيل هئي. انهن ادارن ۾ انساني ڄاڻ جي هر علم جي تعليم ڏني ويندي هئي. مرڪزي دارالحڪمت ۾ هڪڙو وڏو درس گاهه نهيل هيو جتي اسماعيلي مسلڪ جي مخفي (باطني) نظرين منجهه دلچسپي رکندڙ شاگردن کي ان عقيدي جي مضمونن ۾ تعليم ڏني ويندي هئي. هفتي ۾ بہ دفعا، سومر ۽ اربع ڏينهن تي درسگاهه جو سربراهه (داعي الدعات) گڏجاڻيون منعقد ڪندو هيو جنهن ۾ سفيد ڪپڙن ۾ ملبوس ٿيل مرد ۽ عورتون الڳ الڳ جايون سنڀالي شرڪت ڪندا هيا.

---

[1] مقريزي ۽ دي ساسي (De Sacy) جو "ڪرستوميتي عرب" (Chrestomathie Arabe) جلد پهريون، صفحو 158

انهن گڏجاڻين کي مجلس الحڪمت سڏيو ويندو هيو. ڪاروائي شروع ڪرڻ کان اڳ درسگاهه جو سرپرست خليفي جي اچڻ جو انتظار ڪندو هيو جيڪو درسگاهه جو سرپرست اعليٰ هوندو هيو. درسگاهه جو سربراهه ان کي اهو خطبو پڙهي ٻڌائيندو هيو جيڪو اهو نون سيڪڙات طالبن آڏو پيش ڪرڻ گهرندو هيو ۽ خليفي کان پوءِ انهي لکيل مسودي تي صحي ڪرائيندو هيو.[1] سڪيا واري انهي تقرير( ليڪچر) کان پوءِ شاگرد درسگاهه جي سربراهه جا هٿ چمي ان سان ملندا هيا ۽ سرپرست اعليٰ جي صحيح کي تعظيم سان پيشاني تي رکندا هيا. مقريزي طرفان هن درسگاهه ۾ اختيار ڪيل شروعاتي مختلف درجن جو تفصيل، عالمي ياائيچاري جي تنظيم جي هڪڙي بي بها چاڻ جي حيثيت رکي ٿو. دراصل قاهره واري درسگاهه ان کان پوءِ عيسائي دنيا ۾ قائم ڪيل سيني علمي ادارن جي لاءِ هڪڙو نمونو (ماڊل) ٿي وئي. عبدالله بن ميمون شروعاتي ست درجا قائم ڪيا. ڇوته ست هڪڙو پلارو انگ هيو. ڪائنات ۾ ست سيارا آهن، هفتي ۾ ست ڏينهن آهن، ۽ ست امام آهن. قاهره ۾ اهو ٿيوته قديم مصر ۾ اهو قاعدو هيوته مندر جو وڏو پوڄاري ماڻهن کي مذهب جا اسرار ٻڌائيندو هيو اهو قاعدو هاڻي مانو جي نظرين جي بنياد تي تبديل ٿي وڌيڪ سگهه سان لاڳو ٿي ويو ۽ درجن جي انگ کي نون تائين وڌايو ويو.[2] پهرين درجي وارو مرحلو سيني کان گهڻو ڏکيو هيو ۽ سيڪڙات جي ذهن کي موڙڻ لاءِ ۽ ان قسم ڪٽڻ لاءِ جنهن ذريعي اهو پاڻ کي انڌي اعتقاد ۽ غير مشروط فرمانبرداري سان ڳجهي نظرئي سان ٻڌل رکندو، راضي ڪرڻ لاءِ تمام گهڻو وقت درڪار هوندو هيو. ان کان پوءِ معاملو سولو ٿي ويندو هيو. نئين مريد کان آهستي آهستي سيئي نظريا تسليم ڪرايا ويندا هيا ۽ ان کي فرقي جو مان مٿانهون رکڻ واري عزم جو آله ڪار بڻجڻ لاءِ تيار ڪيو ويندو هيو.

مهديه جا ۽ ان کان پوءِ قاهره جا وڏا درسگاهه ائين تمام گهڻي ۽ پري پري تائين پهچندڙ سياسي تشريح جا مرڪز ٿي ويا. پر اهي جن نظرين جي تعليم تي زور ڏيندا هيا اها ٿورن ماڻهن تائين محدود هئي.

---

[1] مقري.

[2] هي حاشيو ضميمو نمبر 3 ۾ ڏسو.

ايليوسس (Eleusis)[1] جي پراسرار رسمن يا ٽيمپلر (Templar)[2]، اليومناتي (Illuminati)[3] ۽ فرانس جي انقلابين جي ڪجهن نظرين وانگر باطني نظريا صرف سمجهو ۽ چونڊيل ماڻهن کي مختصر طور يا پوري انداز ۾ ٻڌايا ويندا هيا. مڪمل طور صرف انهن ماڻهن کي ٻڌائيندا هيا جن کي اهي پنهنجن دشمنن جي طاقت کي کوکلو ڪرڻ جي مقصد لاءِ استعمال ڪرڻ جو ارادو رکندا هيا. عام ماڻهن ۾ ارڻ لاڳاپيل ماڻهن لاءِ سرڪاري مذهب اسلام هيو ۽ اسلام جي اخلاقي حڪمن ۽ شرعي حدن جي سختي سان پابندي ڪرائي ويندي هئي. گهڻائي خليفا، خاص طور تي مُعِز پنهنجين حياتين ۾ عمل ۾ سخت مذهبي، متقي ۽ شرعي قانون جا گهڻو پابند هيا.[4] انهن جي ماتحت جيڪي شرعي قاضي ۽ رياست

---

[1] قديم يونان جي هڪڙي جاءِ جتي هر سال دميتر ديوتا ۽ پرسيفوني ديوي جي اعزاز ۾ مخفي مذهبي رسمون ادا ڪيون ويندڀون هيون.(اردو مترجم)

[2] فري ميسنن (خدائي خدمتگارن) جي هڪڙي جماعت.(اردو مترجم)

[3] عيسائين جو هڪڙو فرقو جيڪو خاص ذهني ۽ روحاني قوتن جي دعوا ڪندو آهي.(اردو مترجم)

[4] محسن فاني لکي ٿو "ائمہ اسماعيليہ مغرب همہ مقيد بامور شرعي بودند"(مغرب جا سيئي اسماعيلي امام ظاهري شريعت جا مڪمل طور پابند هوندا هيا). چيو ويندو آهي تہ قاهره جو ڇهون فاطمي خليفو حاڪم بامرالله کي، جنهن کي دروزي (اسماعيلين جي شاخ) اجوڪي دور ۾ بہ خدا جو اوتار تصور ڪن ٿا، "سنگدلي جو مجسمو" هو. ان جي شخصيت عجيب متضاد ڪردار واري هئي، ۽ جيئن مقريزي صحي طور سمجهي ٿو، گهڻو ڪري ان جو دماغ مائوف ٿي ويو هيو. اهو هڪڙي وقت وڏو ظالم جابر ٿي ويندو هيو تہ ڪنهن وقت داناءُ ۽ خداترس حڪمران. ان پنهنجي راڄ ۾ نسل ۽ مذهب جا سيئي امتيازي فرق ختم ڪري ڇڏيا، واٽهڙن جي حفاظت ۽ سهوليت لاءِ ان قاهره جي گهٽين ۾ روشني جا فانوس لڳرايا، ان پوليس جو نظام قائم ڪيو. ان ڏوهن جي روڪٿام ڪئي. حاڪم بامرالله جي باري ۾ تفصيل معلوم ڪرڻ لاءِ ڏسو ڪتاب اسلام جي مختصر تاريخ "شارٽ هسٽري آف ساراشين". اهو هڪڙو عجيب اتفاق آهي تہ خطرناڪ آئيون (Ivan) کي بہ، جنهن کي بلڪل اهڙو ئي شيطاني مجسمو ٻڌايو ويو آهي، ان جي زماني جا عام روسي هڪڙو قابليت ۽ مضبوط ڪردار جو واحد حڪمران سمجهندا هيا. حقيقت اها آهي تہ گاليزوماريا سفورزا (Galeazzo Maria Sforza)، سسلي جي نارمن سردار جيڪو پنهنجن مخالفن کي چيرائي انهن جا آنڊا ٻاهر ڪيدرائي ڇڏيندو هيو پوپ پال ۽ پوپ اليگزينڊر ڇهين، انگلنڊ جي بادشاهن رچرڊ ۽ جان (John) ۾ بين ماڻهن جيڪي ظلم ڪيا صرف اهو ڏيکارين ٿا تہ جڏهن غير ذميوار قوت ۽ (ڏسو بقايا........)

جا آفيسر هيا. اهي بہ ديندار ۽ پرهيزگار مسلمان هيا. انهيءَ جي باوجود اها ڳالهہ تہ هڪڙي ڳجهي جماعت پرسرار طريقن سان سلطنت جي ڪمن ۾ مداخلت ڪري رهي هئي، ان معاشرتي ٻنڌڻن ڪي ڪمزور ڪري ڇڏيو. ڳجهن جاسوسن جي تنظيم هڪ طرف عباسين جي قبضي کي تہ ڪمزور ڪري ڇڏيو پر ٻئي طرف نہ فاطمين جي قبضي کي مضبوط ڪيو نہ وري انهن جي دنياوي اختيار کي طاقت ونرائي.

مصر جي فاطمين کي حسن بن محمد صباح همياٽي، عام طور تي حسن صباح سڏيو ويندڙ جي پوئلڳن کان امتيازي فرق ڪرڻ لاءِ مغربي اسماعيلي سڏيو ويو آهي. حسن صباح اهو ماڻهو آهي جيڪو مغربي تواريخ ۾ حشيشين فرقي[1] جي باني جي حيثيت سان بدنام ٿيل آهي، پر ان جا پوئلڳ ان کي "سيّدنا" جي لقب سان ياد ڪندا آهن. ان جي پيروڪارن کي ڪڏهن مشرقي اسماعيلي يا الموتي يا ڪوهستان جا ملحد ( يمني ڪوهستان وارا فاسق بي دين) سڏيو ويندو آهي.

حسن، جئين ان جو نالو ظاهر ڪري ٿو ايران جي خوئي شهر ۾ رهندڙ عرب نسل منجهان هڪڙي نالي واري شيعي عالم جو پٽ هيو. ان پنهنجي زماني جي سيني علمن منجهہ چڱي خاصي تعليم حاصل ڪئي هئي. اهو چيو وڃي ٿو تہ ڪنهن زماني ۾ اهو نظام الملڪ جيڪو بعد ۾ مشرق جي ٻن عظيم سلجوق حڪمرانن الپ ارسلان جو ۽ ملڪ شاهہ جو وزير ٿيو ۽ مشهور صوفي شاعر عمر خيام جو ساٿي شاگرد هيو.

---

(بقايا) پيدائشي ظالماڻي فطرت گڏ ٿي وڃن ٿيون تہ ملڪ ۽ مذهب جي فرق کان سواءِ نتيجو ساڳيو هوندو آهي.

[1] سالويسٽر ڊي ساس (Sylvestre de Sacy) جو خيال آهي تہ اهو نالو لفظ "حشيش" (هندوستاني ڀنگ) مان نڪتل (ورتو ويو) آهي، حسن صباح جا پيروڪار خود جنهن جو نشو ڪندا هيا ۽ انهيءَ ڳالهہ کي هاڻي عام طور تي تسليم ڪيو ويو آهي. ڏسو پرفيسر برائون (Professor Browne) جو ڪتاب تاريخ ادبياتِ ايران ("لٽريري هسٽري آف پرشيا" Literary History of Persia) جلد ٻيو صفحو 204. محسن فاني انهي شخص جي زندگي ۽ عقيدن جي باري ۾ خود اسماعيلين جي خيال مطابق هيئن ٻڌائي ٿو "جڏهن تہ هيستائين ان جي زندگي جي باري ۾ تعصب جي قلم سان لکيو ويو هيو "چون احوال او در تواريخ باقلام تعصب نگارش يافتہ لا جرم بہ تحرير آن چنانچہ نزد اسماعليہ است مبادرت مي نمايد". ضميمو 3 پڻ ڏسو.

پر اها ڳالھ هاڻي ناقابل اعتبار ثابت ٿي وئي آهي.[1] ملڪ شاھ جي درٻار ۾ پنهجين خواهشن جي ناڪامي تي اهو قاهره جي شاهي درٻار ڏانهن روانو ٿي ويو. اتي کيس قاهره جي اسماعيلي درسگاھ جي پراسرار رازن وارن درجن ۾ داخل ڪيو ويو. ايران ان زماني ۾ ڪٽر سُنين جي نهايت مضبوط هٿن ۾ هيو جتان جا سلجوق سلطان اشعريت جي سخت ترين روايتن جا حامي هيا. حسن مصر منجهان ايشيا ڏانهن موٽي آيو ۽ ڪجھ طاقت جي زور تي ۽ ڪجھ ٺڳي سان هڪڙي فتح نہ ڪري سگھڻ جهڙي قلعي تي قبضو حاصل ڪيائين، جنهن کي قديم فارسي يا پهلوي ٻولي ۾ الموت[2] يا نشيمن (عقابن جو آکيرو) سڏيو ويندو هيو جيڪو فارس جي پهاڙي علائقي جي نهايت بي پهچ مٿانهين تي ٺهيل هيو.[3] پنجٽيهن سالن دوران جن ۾ ان کي ان جاءِ جو قبضو حاصل رهيو ان اتان اوير يورپ، آفريڪا ۽ ايشيا جي سڄي علائقي ۾ دهشتگردي جي هڪڙي نظام کي منظم ڪيو[4] جتان ان جا فدائي تلوار جو مقابلو خنجر سان ڪندا هيا ۽ ڏاڍ جو بدلو قتل سان وٺندا هيا. اهو پاڻ مذهبي اصولن جو سخت پابند هيو ۽ پنهنجي اختيار هيٺ آيل علائقي جي دائري ۾ ڪڏهن بہ شراب واپرائڻ يا ناچ گانن جي اجازت ڪونہ ڏيندو هيو. ان جي باطنيت مغربي اسماعيلين جي باطنيت کان مختلف ٿي لڳي. شهرستاني ۽ محسن فاني ان جي عقيدن کي تفصيل سان بيان ڪيو آهي، پر انهن مان ٻئي ان جو ذڪر ڪجھ ڊپ سان ڪن ٿا، جيڪو انهي گمان کي ظاهر ڪري ٿو تہ اهي ان جي فدائين جي خنجر کان بلڪل بي فڪر ڪونہ هيا.[5] ان جي نظرين جي صوفياڻي پهلو کان

---

[1] پروفيسر اِي جي برائون جو ڪتاب "لٽريري هسٽري آف پرشيا"،جلد ٻيو. ضميمو 3 پڙ ڏسو.

[2] وصاف لکي ٿو: "قلعہ الموت يعني آن آشيانہ عقابست." مطلب موت جو قلعو يعني اهو عقابن جو آکيرو آهي.

[3] قزون جي پرسان.

[4] وصاف لکي ٿو: واز قتل وهتڪ ونهڪ وفتڪِ ملاحده امن و امان از ميانِ مسلمانان مرفوع شد.

[5] امام فخرالدين رازي سان واسطو رکندڙ هيئين قصي مان ثابت ٿيندو تہ انهن جا انديشا بي سبب ڪونہ هيا . اهو معزز امام پنهنجي اباڻي شهر ري ۾ اصول فقه (بقايا)

هتي ڪري اهو چئي سگهجي ٿو تہ ان شروعات جا فقط چار درجا مقرر ڪيا. پهرين ٽن درجن ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ وارن کي ترتيب وار فدائي، رفيق ۽ داعي جو نالو ڏنو ويندو هيو يعني جانثار، ساٿي ۽ سالار. جيڪڏهن ڪنهن سرشتي سان لاڳاپو ڏيکارجي جنهن سان حسن جو ادارو ويجهي هڪجهڙائي رکندڙ آهي تہ اهو ٽيمپلر (Templar) وارو نظام آهي. توڙي جو اهو سدائين مصري خليفن سان رسمي عقيدت جو اظهار ڪندو هيو پر انهيءَ اداري جو اهو پهريون سرپرست اعليٰ هيو. الموت واري درسگاهہ جي چوٿين سرپرست اعليٰ حسن بن محمد جنهن پنهنجن ارادن جي تڪميل لاءِ قاهره جي خليفي مستنصر بالله جي پٽ نزار جو اولاد هجڻ جي دعوا ڪرڻ کان بہ ڪونہ گهبرايو سيني مذهبي پابندين کي ختم ڪري ڇڏيو. ان جي دعوا هئي تہ قيامت اچي وئي هئي، ان جي شخصيت ۾ امام جو ظهور ٿي ويو آهي، ۽ آسماني سلطنت اخلاقي قانون جي رسمي بندش کان آزادي ۽ اجازت نامي سان قائم ٿي وئي هئي.[1] اهو پاڳل انقلابي ماڻهو الموتين جي تاريخ ۾ "عليٰ ذڪره

---

(بقايا) تي درس ڏيندو هيو. هڪڙي دفعي درس ڏيندي ان اسماعيلين جي مذمت ڪئي. انهي جسارت جي خبر قلعہ الموت (عقابن جي آکيري) پهتي ۽ هڪدم هڪڙي فدائي کي روانو ڪيو ويو تہ اهو انهيءَ بي پرواهہ عالم کي سيڪت ڏئي. فدائي ري ۾ پهچڻ کان پوءِ امام جي مدرسي ۾ هڪڙي شاگرد طور داخلا ورتي. سٺن مهينن تائين اهو پنهنجي منصوبي کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ موقعي جو انتظار ڪندو رهيو. آخرڪار ان هڪڙي ڏينهن امام صاحب کي پنهنجي حجري ۾ اڪيلو ويٺل ڏٺو. ان دروازو بند ڪري امام صاحب کي هيٺ فرش تي ڪيرايو ۽ ان جي نڙي تي خنجر رکيائين. ڊنل اوستاد پڇيو "مون کي ڇو ٿو قتل ڪرين؟" فدائي جواب ڏنو "انهي ڪري جو تون اسماعيلين تي لعنت ملامت ڪئي آهي." امام صاحب قسم کڻي واعدو ڪيو تہ اهو ڪڏهن بہ انهي جماعت کي گهٽ وڌ ڪونہ ڳالهائيندو. فدائي امام صاحب جي قسم تي اعتبار ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ مطالبو ڪيو تہ اهو سندن آقاء اعظم کان وضيفو وٺڻ منظور ڪري ۽ پاڻ کي ان جو نمڪ خوار بڻائي.

[1] حسن صباح 508 هجري ۾ فوت ٿيو. وصاف، هلاڪو خان جي وزير ۽ جهان ڪشا ڪتاب جي ليکڪ جويني جي حوالي سان اسماعيلين جو نهايت تلخ پر منصفاڻي انداز ۾ تفصيل بيان ڪري ٿو:

"چون امام غشوم بمنبر بر آمد چون مرغ شوم بر درخت زقوم نشست واز تحميدي فراخور معتقد مزموم فارغ شده مژده داد کہ ابواب رحمت بمفتاح هدايت کشاده است و قيامت موعود منقود شده و قبيح بن مذمم اعنيٰ حسن بن محمد امام بحق و خليفہ مطلق است و مولانا فاها بفهم ايشانرا بخداي رسانيد و انواع (ڏسو بقايا)

السلام" جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو ـ جيڪو "ذڪرالسلام" طور تبديل ٿي ويو. ان وقت کان الموت جي تباهي تائين حسن نالي انهن پنهي ماڻهن جي پوئلڳن شهري معاشري سان هڪڙي بي شرمي واري ويڙهه جاري رکي، جنهن ۾ ڪنهن به ڏر هٿيار ڦٽي ڪندڙ کي ڪائي امان ڪونه ڏني. حقيقت ۾ اهي اسلام جا نهلسٽ (Nihilists) يعني مذهب ۽ اخلاق جا انڪاري هيا. انهن جي ڏاردار خنجرن هيٺ مسلمانن ۽ عيسائين، پنهي پوڄيو. آخرڪار هلاڪوخان انهن تي هلان ڪري آيو ۽ انهن جي جابلو قلعن کي تباهه ڪري انهن کي مختلف علائقن ۾ ٽڙي ڇڏيو ۽ زيان خور جانورن وانگر ڳولي ڳولي قتل ڪيو.[1]

اسماعيلين کان صليبين اهو نظريو ورتو جنهن يورپ جي مذهبي ٽوڙي غير مذهبي سيني ڳجهين جماعتن جي ناهڻ لاءِ رهنمائي ڪئي. ٽيمپلر (Templar) ۽ هاسپٽلر (Hospitaller) وارن جا ادارا ۽ اگنيشس لويولا (Ignatius Loyola) طرفان قائم ڪيل سوسائٽي آف يسوع (Society of Jesus)، جيڪي اهڙن ماڻهن تي مشتمل هيون جن جي پنهنجي مقصد لاءِ جانثاري ۽ پاڻ ارپڻ واري جذبي کان اسان جي وقت ۾ گوءِ ڪڍڻ مشڪل آهي، وحشي ڊومينيڪن (Dominican)، ۽ نرم مزاج فرانسسڪن (Franciscan) انهن سيني جو نمونو قاهره يا الموت ۾ مليو ٿو. خاص طور تي نائيٽ ٽيپلر (Knight Teplers) جن وٽ پنهنجن اعليٰ سرپرستن (Grand Masters)، وڏن پادرين (Grand Priors)، مذهبي شيدائين ۽ شروعاتي درجن جو هڪڙو باقاعده نظام موجود آهي،

---

(بقايا) تڪليف برداشت و چون از منبر نزول ڪ وساط عيد گستردو آنرا عيد قيام خواند و بشرب خمور و نشر لهو و سرور اشتغال نمود و ابن حسن را باصطلاح بي استصلاح عليٰ ذڪره السلام گفتندي"

[1] الموتين ۽ انهن جي انسانيت سوز ڏوهن جي تفصيل لاءِ ڏسو فان (وان) هيمر (Von Hammer) جو ڪتاب "هسٽري آف اسيسنس" (History of the Assassins) جنهن جو وڊ (Wood) انگريزي ۾ ترجمو ڪيو آهي. عيسائي حڪمران به پنهنجن دشمنن کي ختم ڪرڻ لاءِ الموتي قاتلن جون خدمتون حاصل ڪندا هيا. انگلنڊ جي بادشاهه رچرڊ به مونفرٽ (Montferrat) جي ڪنراڊ (Conrad) کي الموتي فدائي هٿان قتل ڪرايو هيو. هڪڙي پوپ به فريڊرڪ باربروسا (Frederick Barbarossa) کي ختم ڪرائڻ لاءِ هڪڙي فدائي کي ڀڄيو هيو پر اهو ڪامياب ڪونه ٿيو. الموت، رُدبار ۽ قاتلن جي ٻين قلعن جي بربادي کان پوءِ تاتارين الموتين جو بي تحاشا قتلام ڪيو.

اهي مشرقي اسماعيلين سان گهري هڪجهڙائي رکندڙ آهن. مغربي اسماعلين جا ننڍڙا ننڍڙا فرقا اجاتائين يمن، مصر ۽ بربري ۾ موجود آهن، جتي انهن ۾ ۽ مسلمانن جي عام جماعت ۾ فرق ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. پر هندوستان جي اولهندي سامونڊي ڪناري سان هڪڙي وڏي جماعت موجود آهي جنهن جي ماڻهن کي خوجا سڏيو ويندو آهي. جيڪي اصلي مشرقي اسماعلين سان سڌو تعلق رکندڙ آهن. اهي اصل ۾ نسلي طور هندو هيا پر يارهين يا ٻارهين عيسوي صدي ۾ پير صدرالدين نالي هڪڙي اسماعيلي داعي جي هٿ تي مذهب مٽائي اسماعيلي فرقي ۾ شامل ٿيا. ان جون تعليمات انهن جي پنهنجي مذهبي نظرين سان ٺهڪندڙ هيون ڇو تہ پراڻي هندو ڌرم جون ڪجهہ ڳالهيون اسماعيلي عقيدن ۾ شامل ڪيو ويون آهن.[1]

ڪيسانيہ ۽ هاشميہ ٻئي پنهنجي ڪردار ۾ سياسي هيا. پر انهن تي مجوسيت جو رنگ چڙهيل هيو هاڻي اهي فرقا مڪمل طور تي اُٽليپ آهن. ان ڪري انهن جي باري ۾ وڌيڪ ذڪر ڪرڻ غير ضروري آهي.

غاليہ يا غلات (يعني مبالغو ڪرڻ وارا) جن کي ابن خلدون ۽ شهرستاني شيعا فرقي وارن مان ڳڻايو آهي، حقيقت ۾ پراڻن غناسطين جا جانشين آهن ۽ انهن جو اسلام صرف انهي تي مشتمل آهي تہ انهن حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت علي عليہ السلام بلڪ خاص طور تي حضرت علي عليہ السلام کي حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو قائم مقام ٺاهي ڇڏيو. اصل ۾ اسلام ۾ انهن جي اها حيثيت آهي جيڪا عيسائيت ۾ روح پرستي وارن يعني ڊوسيٽن Docetics جي آهي. نصيري جيڪي حضرت علي عليہ السلام جي الوهيت جا قائل آهن، اسحاقيہ، نعمانيہ، خطابيہ ۽ ڪجهہ ٻيا جيڪي مجسميت جا حامي آهن يا جوڙ مٽائي اچڻ ۽ اوتارن کي مڃين ٿا، اهي سڀ اهڙن گمانن جي نمائندگي ڪن ٿا جيڪي مارشيون (Marcionites)، ويلنٽينن (Valentinians) ۽ ٻين روح پرست عيسائين منجهہ رائج هيا. انهن مان ڪن عيسائي ٺمورتي (خدا، مريم ۽ عيسيٰ) کي تخميس (پنجن تنن) ۾ بدلايو آهي. انهن جو ايمان آهي تہ حضرت

---

[1] گلگت ۽ حنزا جي پهاڙي علائقن ۾ بہ اسماعيلين جون جماعتون موجود آهن.

محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ، حضرت علي عليہ السلام حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها، حضرت حسن عليہ السلام ۽ حضرت حسين عليہ السلام گڏيل طور خدائي جو رتبو رکن ٿا. سنين ۾ پڻ روح پرستي وارو هڪڙو نمونو رواج ۾ آهي. ڪردستان جي پهاڙن ۾ هڪڙي سُني درويش (ولي الله)[1] کي گهڻو ڪري مشهور عقيدي مطابق اهو ساڳيو رتبو حاصل آهي جيڪو حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي غناسطين (روح پرستن) منجهہ آهي.

روشنيہ. جيئن انهن جي نالي مان ظاهر آهي، عيسائي دنيا جي اليومناتي (Illuminati) جو ٻيو روپ آهي. اڪبر بادشاهہ جي هندوستان جي تخت تي ويهڻ کان پهريائين سورش، بدامني ۽ خونخواري جو جيڪو دور هيو ان دور ۾ اهو فرقو افغانستان ۾ ظاهر ٿيو. انهن جو اڳواڻ بايزيد،[2] جيڪو افغانستان ۾ ڄائو پر نسلن عرب هيو. ائين ٿو لڳي تہ وڏين فطري صلاحيتن ۽ اعليٰ درجي جي ذهانت وارو ماڻهو هيو. پنهنجي نوجواني واري عمر ۾ ان اسماعيلين کان ماني واري سوچ جي نظرئي جو هڪڙو اثر ورتو جيڪي ان وقت تائين خراسان جي پهاڙي علائقن ۾ چڱي خاصي تعداد ۾ رهندا هيا. جن نظرين جي ان شروع ۾ پرچار ڪئي اهي صوفين وارن خيالن کان گهڻو مختلف ڪونہ هيا. پر آهستي آهستي اهو اسلام جي روايتي دائري کان پري ٿيندو ويو. ان جو فرقو جيئن ماڻهن جي تعداد ۽ طاقت ۾ وڌيو تہ ان مذهب سان گڏوگڏ مخصوص سياسي رُخ حاصول ڪري ورتو ۽ جلدئي ايتري تيزي سان ترقي ڪيائين جو اتڪل سموري افغانستان کي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيائين.

بايزيد جن نظرين جي تعليم ڏني، انهن نظرين جو تنقيدي جائزو وٺجي ٿوتہ ائين لڳي ٿوتہ اهو تصوف ۽ وحدت الوجودي جو اهڙو

---

[1] شيخ عبدالقادر جيلاني. ڪجهہ سني حضرات انهيءَ بزرگ جي حد کان وڌيڪ بلڪ پوڄا جي حد تائين تعظيم ڪندا آهن. اهو بزرگ پنهنجن مريدن ۽ معتقدن ۾ "غوث الاعظم"، "محبوب سبحاني"، "قطب رباني" جي لقبن سان مشهور آهي. (ڏسو گلدستہ ڪرامت) شيخ عبدالقادر هڪڙو صوفي بزرگ هيو ۽ نسلن فاطمي هيو. صوفين ۽ اولياء الله بزرگن ۾ ان کي تمام وڏو مقام حاصل آهي. (تفصيل لاءِ ڏسو هن ڪتاب جو باب يارهون)

[2] بعد ۾ اهو ميان روشن بايزيد جي نالي سان مشهور ٿيو.

ڊانچو هيو جيڪو اسماعيليت جي بنياد تي بيهاريو ويو هو. ليڪن ڳوڙهي نظر واري شاگرد کي اهو اندازو ٿي ويندو تہ ان جي تعليمات ۽ عملي زندگي ۾، ۽ فقير ماڻهن جي برادري جي اصولن ۾ هڪڙي عجيب و غريب هڪجهڙائي آهي. ان تعليم ڏني تہ الله تعاليٰ هر هنڌ حاضر وناظر آهي ۽ سيئي موجود شيون خدا پاڪ جون مختلف صورتون آهن. ۽ پيرمرشد ۽ مذهبي عالم خدا جون عظيم جهلڪيون (پرتو) آهن. نيڪي ۽ بدي جو معيار اهو آهي تہ پيرومرشد جي ڏيکاريل رستي تي هلجي جيڪو خدا جو نمائندو آهي. شريعت جي سمورن احڪامن ۾ صوفياڻي معنيٰ بہ لڪل آهي ۽ اهي صرف دين ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ لاءِ هڪڙي ذريعي طور مقرر ڪيل آهن. شريعت جي صوفياڻين معنائن جي ڄاڻ صرف مذهبي مشق(عبادت ۽ وضائف) ۽ پيرومرشد جي رهنمائي هيٺ ممڪن آهي. اهو مذهبي ڪماليت حاصل ڪرڻ جو طريقو آهي ۽ جڏهن اها ڪماليت حاصل ٿي وڃي ٿي تہ شرعي احڪامن جون ظاهري پابنديون ضروري ڪونہ رهنديون آهن بلڪ ختم ٿي وينديون آهن.

باطني، اسماعيلي ۽ انهن سان سمورا ملندڙ جلندڙ فرقا مسلمانن جي عام جماعت کان انهيءَ ڳالهہ ۾ مختلف آهن تہ انهن جي نظرين جو بنيادي اصول ايمان آهي. ان معاملي ۾ اهي عيسائي دنيا جي سڏاريل ڪليسائن مان گهٽن سان ويجهو لاڳاپو رکندڙ آهن. لٿر (Luther) وانگر انهن جو عقيدو آهي تہ ايمان نجات جو اصل ذريعو آهي. لٿر زور ڏئي ذهن نشين ڪرايو تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۾ ايمان رکڻ سيني گناهگارن کي گناهن جي سزا کان بچائيندو. باطنيہ ۽ اسماعيلين ۽ انهن جي پنهنجين سمورين شاخن ايمان کي، يعني رباني امام تي پڪو پروسو پنهنجي مذهب جو لازمي جُزا(رڪن رڪين) بڻايو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ايمان سان نوازيل آهي تہ ان جي ظاهري اعمال کي ڪا بہ اهميت ڪونہ آهي.

هاڻي اسان خاص شيعن ڏانهن ٿا اچون جيڪي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي جي امامن جا پوئلڳ آهن، جن کي عام طور اثناعشري سڏيو وڃي ٿو، انهي نالي ڪري جو اهي ٻارهن امامن جي اڳواڻي کي مڃين ٿا. اثناعشرين جو ايمان آهي تہ امامت منصوص باالله جي بنياد تي هيٺين ترتيب تي مشتمل آهي:ـ

(1)حضرت امام علي عليہ السلام جيڪو چوٿون خليفو بہ هيو ۽ عام طور تي "المرتضيٰ"، "اسدالله الغالب" جي لقب سان مشهور آهي. (شهادت 40 هجري مطابق 661ع).

(2)حضرت امام حسن عليہ السلام سيدالمجتبيٰ (شهادت 44 هجري مطابق 664ع).

(3) حضرت امام حسين عليہ السلام شهيدِ ڪربلا (شهادت 60 هجري مطابق 679 ع)

(4) حضرت امام علي ثاني (امام زين العابدين) عليہ السلام جيڪي پنهنجي پارسائي ۽ عبادت گذاري جي ڪري "زين العابدين" جي لقب سان مشهور آهن (شهادت 94 هجري مطابق 713 ع)

(5)حضرت امام محمّد باقر عليہ السلام (رازن کي کولي بيان ڪندڙ) جيڪو وڏي علمي لياقت وارو ۽ متقي انسان هيو. (ڄم 57 هجري مطابق 676ع ۽ شهادت 113 هجري مطابق 731ع).

(6) حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام جيڪو حضرت محمّد باقر عليہ السلام جو وڏو پُٽ هيو. حضرت جعفر عليہ السلام مديني ۾ سن 80 هجري ۾ ڄائو هيو. سيني مسلمان فرقن منجھ هڪڙي عالم، هڪڙي اديب ۽ هڪڙي فقيه طور سندس مرتبو مڃانهون آهي. ان جي علمي فضيلت ۽ ان جون اخلاقي اوچايون، ان جي شخصي ڪردار جي اعليٰ سچائي ۽ پوترتا، ان لاءِ ان جي خانوادي جي دشمنن کان بہ داد وصول ڪيو. ان وڏي عمر ۾ ٻئي عباسي خليفي جعفرالمنصور جي حڪمراني دوران 148 هجري مطابق 765ع ۾ پنهنجي جنم يومي ۾ وفات ڪئي.

(7) ابوالحسن. امام موسيٰ ڪاظم عليہ السلام جيڪو حضرت جعفر صادق عليہ السلام جو پُٽ هيو. ان کي سندس پارسائي ۽ خدا کي راضي ڪرڻ لاءِ عبادتون ڪرڻ جي بنياد تي "عبدصالح" جي لقب سان پڙ سڏيو ويندو هيو. اهو مديني ۾ 129 هجري مطابق 47-746ع ۾ ڄائو. اَن 25 رجب 183 هجري مطابق پهرين سيپٽمبر 799ع تي بغداد جي قيد ۾ شهادت ماڻي، جتي ان کي هارون ڪيترن سالن کان قيد ڪري رکيو هيو. چوتہ امام عليہ السلام کي حجاز ۾ جيڪا تعظيم ملندي هئي، هارون ان کان گھڻو ساڙ کائيندو هيو. ڊيساسي (De Sacy) لکي ٿو "حضرت موسيٰ ڪاظم عليہ السلام کي قيد ۾ هارون جي حڪم تي ڳجهي نموني سان شهيد ڪيو ويو هيو. ان طرفان برداشت ڪيل

تڪليفن ۽ ان جي خالص ۽ همٿائيندڙ ڪردار ماڻهن جي سيني طبقن ۾ ان کي عظمت وارو بڻائي ڇڏيو ۽ کين "ڪاظم" يعني درد کي برداشت ڪندڙ جو لقب ڏياريو."

(8) حضرت امام علي ٽيون. ابوالحسن علي رضا عليہ السلام جنهن تي پنهنجي ڪردار جي سچائي ڪري "الرضا" يعني اعتبار جوڳو وارو لقب پيو. اهو پهرين صف جو هڪڙو داناء، شاعر ۽ فلاسافر هيو. اهو مديني ۾ 153 ھ مطابق 770ع ۾ ڄائو ۽ 202 ھ مطابق 817ع ۾ خراسان ۾ طوس شهر ۾ وفات ڪيائين. ان ام الفضل نالي مامون جي ڌيءُ سان شادي ڪئي.

(9) ابو جعفر امام محمّد عليہ السلام. اهو پنهنجي سخاوت ۽ درياءِ دلي ڪري "الجواد" ۽ پنهنجي پارسائي ڪري "تقي" جي لقب سان مشهور هيو. اهو مامون جو ناٺيجو هيو ۽ ان جي زال ام الحبيب مامون جي ڌي هئي. ان کي مامون جي زماني ۾ ۽ ان جي جانشين معتصم جي زماني ۾ وڏي عزت وارو مقام حاصل هيو. اهو 195 ھ مطابق 811ع ۾ ڄائو ۽ 220 ھ مطابق 835ع ۾ وفات ڪيائين.

(10) حضرت امام علي چوٿون. جنهن جو "نقي" يعني "پاڪ" لقب هيو. ان 250 ھ مطابق 868ع ۾ وفات ڪئي.

(11) ابو محمّد امام حسن بِن علي نقي عسڪري. ان جو "الهادي" يعني "رهنمائي ڪندڙ" لقب هيو. ان کي گهڻي مدت تائين سامرا (سرمن راءِ)[1] ۾ متوڪل جي نظر بندي هيٺ رهڻ ڪري عسڪري جي نالي سان مشهوري ملي، ڇوته ان هنڌ کي "العسڪر" يعني "خيمن واري جاءِ" جي نالي سان پڻ سڏيو ويندو هيو. اهو زهد ۽ تقوا ۾ ممتاز ۽ وڏي اخلاقي فضيلت وارو انسان هيو ۽ منفرد حيثيت وارو شاعر ۽ ادبي ليکڪ هيو. اهو مديني ۾ 231 هجري مطابق 46_845ع ۾ ڄائو ۽ العسڪر ۾ 260 ھ مطابق 874ع ۾ شهادت ماڻيائين. ان لاءِ چيو وڃي ٿو ته کيس متوڪل طرفان زهر ڏياريو ويو هيو.

(12) امام محمّد (امام مهدي) جنم 265ھ مطابق 79_878ع. شيعن جي عقيدي مطابق اهو آخري امام پنهنجي عمر جي پنجين سال ۾

---

[1] اهو ماڳ بغداد کان اتر اولهه طرف ڪجهه ڏينهن جي پنڌ تي آهي.

سامرا (سرمن راءِ) پرسان هڪڙي غار ۾ غائب ٿي ويو.[1] ان کي اجاتائين جيئرو مڃيو وڃي ٿو. شيعا شدت سان ان جي ٻيهر ظاهر ٿيڻ جو انتظار ڪري رهيا آهن ته اچي عالمگير خلافت کي ٻيهر قائم ڪري ۽ انساني نسل جي پارسائي کي ٻيهر بحال ڪري ان کي "امام غائب"، "منتظر"، ۽ "القائم" جي لقبن سان ياد ڪيو ويندو آهي.[2]

اثناعشري جن کي هاڻي اُتم درجي وارا شيعا يا اماميه سڏيو وڃي ٿو ٻن گروهن ۾ ورهايل آهن - اصولي (اصولن جا پوئلڳ) ۽ اخباري (روائتين جا پوئلڳ). انهن جي وچ ۾ امامت يا آخري امام تائين ان جي وارثي جي سوال تي ڪوبه اختلاف ڪونه آهي. پر اهي پاڻ ۾ ان ڳالهه ۾ اختلاف رکندڙ آهن ته مجتهدن جي تشريحن کي، جيڪي پاڻ کي امام جو نمائندو ظاهر ڪندا آهن، ڪيتري حد تائين مُستَنَد مڃيو وڃي. اصولي ٽولي وارو شيعو اهو چوي ٿو ته شريعت جي تشريح ڪندڙن کي اهو اختيار ڪونه آهي ته انفرادي راءِ تي پابندي مڙهين. اهو دليل ٿو ڏئي ته شريعت چٽي آهي، ۽ هاڻي اها هر شخص جي پنهنجي ذميواري آهي ته ان جي انساني ڏاهپ جي اوسر ۽ منطق جي روشني سان پنهنجي لاءِ تشريح ڪري ۽ پنهنجي فيصلي ۾ اهڙن ماڻهن جي صلاح مان رهنمائي نه وٺي جيڪي ان جهڙائي غلطي جا پتلا آهن ۽ جن جو ذاتي مفاد دنيا کي جهالت ۾ رکڻ آهي. اهو (اصولي) سمجهي ٿو ته الله تعاليٰ طرفان نازل ٿيندڙ آيتن جو اهو مقصد ڪونه هيو ته الله تعاليٰ جي منشا کي سمجهڻ کان ڏکين لفظن ۾ لڪايو وڃي. انهن آيتن کي پيغمبر وسيلي انسانذات کي مخاطب ڪيو ويو هيو ته جيئن اهي سمجهن ۽ عمل ڪن. تنهن ڪري الله تعاليٰ طرفان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي وسيلي انسانذات کي جيڪي احڪام پهچايا ويا آهن، اهي ڪنهن به مُلان يا مولوي جي تشريح جا محتاج

---

[1] انهي المناڪ واقعي جي تفصيل لاءِ ڏسو ياڱي پهرين جو باب ڏهون) ۽ اسلام جي مختصر تاريخ ("شارٽ هسٽري آف ساراشينس.") نالي ڪتاب.

[2] انهي عقيدي جي خاص ڪري ڪرستاڊلفين (Christadelphians) فرقي وارن سان ڀيٽ ڪريو جن جو عقيدو آهي ته حضرت عيسيٰ عليه السلام دنياوي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ ٻيهر ظاهر ٿيندا.

ڪونہ آهن. ٻئي پاسي اخباري شيعا وري مجتهدن جي تشريح کي غلامن وانگر مڃين ٿا ۽ انڌي تقليد ڪن ٿا.

اصولي شيعن جي نظرين مطابق رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا زباني ارشادات پنهنجي خصوصيت ۾ قرآني احڪامات جي اضافي شرح آهن ۽ انهن تي پابندي ڪرڻ جو انحصار انهن ارشادن ۽ قرآني تعليمات وچ ۾ موجود هم آهنگي جي حدن تي آهي. تنهن ڪري اهڙيون حديثون جيڪي ڏسڻ ۾ قرآني هدايتن جي روح کان تضاد واريون هونديون تہ انهن کي ناقابل اعتبار سمجهڻو آهي. ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ جو طريقو تسليم ٿيل اصولن جي مثان مقرر ڪرڻو آهي. جيڪي حقيقت تي ٻڌل قاعدن ۽ بلڪل ٺيڪ معلومات پٽاندڙ موجود ڪيل هجن. انهن قاعدن معتزلہ وارن منجهہ هڪڙي نرالي حالت حاصل ڪئي آهي. انهن قاعدن جي مدد سان معتزلين ڪجهہ اهڙين حديثن کي حديثِ قدسي مان خارج ڪيو آهي جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن منسوب ٿيل آهن پر پاڻ ڪريمن جي انهن آشڪار ٿيل تعليمات جي هم آهنگي ڪان ٻاهر آهن، ۽ ان جي آل جي نفيهن ۽ عالمن طرفان ٻڌايل تفسير ۽ وضاحت سان بيان ڪيل مثالن سان اڻ ٺهڪندڙ آهن.

اصولي گروهہ وارا شيعا حديثن کي چئن عنوانن ۾ ورهائين ٿا مثلن :-

(الف) صحيح يعني تصديق ٿيل (ب) حسن يعني سٺي (ت) موثق يعني مضبوط (ث) ضعيف يعني ڪمزور.

صحيح حديث يعني تصديق ٿيل حديث اها آهي جنهن جي روايت جو سلسلو قطعي طور تي ڪنهن عادل امام جي روايت مطابق معصوم امامن تائين پهچندڙ هجي. جنهن جي سچائپ جي باري ۾ حديث جي عالمن (ارباب حديث) منجهہ اتفاق راءِ آهي. روايت جو سلسلو لازمي طور تي اهڙي عادل تي مشتمل هجي. حسن حديث يعني سٺي حديث اها آهي جنهن جي روايت جو سلسلو صحيح حديث وانگر امام معصوم تائين پهتل هجي پر اهڙي معزز امام جي روايتي سلسلي ۾ توڙي جو حديث جي روايت ڪندڙ (راوي) جي باري ۾ تاريخدانن ثقہ ۽ عادل جا لفظ استعمال ڪونہ ڪيا آهن. پوءِ بہ انهن ان جي سٺن لفظن ۾ تعريف ڪئي آهي. موثق حديث يعني مضبوط حديث اها آهي جيڪا

اهڙن ماڻهن جي روايتي سلسلي سان بيان ٿيل هجي جن کي تاريخدانن ثقہ يا عادل "پارسا ۽ منصف" تسليم ڪيو هجي. پر روايت جي سلسلي ۾ انهن مان ڪجھ يا سيئي روايت ڪندڙ اماميہ يعني حضرت علي عليہ السلام جا پوئلڳ نہ هجن. ضعيف حديث يعني ڪمزور حديث اها آهي جيڪا مٿي ڄاڻايل شرطن تي پورو لهندڙ نہ هجي. اصولي شيعا صرف انهن پهرين ٽن قسمن جي حديثن کي مڃيندا آهن ۽ پروسو ڪندا آهن.

انهي کان علاوه صرف اهڙين حديثن کي مڃيو ويندو آهي جيڪي لازمي طور روايت ڪندڙن جي مڪمل ترتيب وار سلسلي سان پهتل هجن. ڪابہ حديث مڪمل ترتيب واري سلسلي واري تڏهن آهي جڏهن ماڻهن جي گهٽائي هر زماني دوران ساڳي روايت بيان ڪئي هجي، جيستائين ان جو روايتي سلسلو ڪنهن معصوم امام تائين پهچي. انهي ۾ بہ اهو شرط آهي تہ هر زماني ۾ روايت ڪندڙن جو ڳاڻاٽو ايترو گهٽو هجي جو انهن طرفان ڪوڙ ملائي روايت ڪرڻ جو امڪان موجود نہ هجي. جيڪڏهن روايت ڪندڙن جو تعداد ڪنهن هڪڙي زماني ۾ يا سيني زمانن ۾ مجموعي طور تي ايترو گهٽو ڪونہ آهي تہ ان حديث کي غير معتبر سمجهيو ويندو آهي. اهڙي قسم جي حديث کي ماهرن جي خاص اصطلاح ۾ "ڪنهن جي معلومات" سڏيو ويندو آهي.

اصولي گروهہ وارو قانون جي تشريح ۾ ۽ حديثن کي قبول ڪرڻ، تعميل ڪرڻ ۽ تفسير ۾ پنهنجي ذاتي پرک تي عمل ڪندو آهي. جيڪڏهن ان جو ضمير ۽ پرک ان کي اهو ٻڌائين تہ مجتهد طرفان ڪيل تشريح الهامي شريعت، فطري قانون يا انصاف يا دليل جي خلاف آهن تہ اهو پاڻ کي ڪنهن مجتهد طرفان ڪيل اهڙي تشريح جو پابند ڪونہ سمجهندو آهي. اهي اخبارين طرفان بغير ڪنهن ڇنڊڇاڻ يا تفسير جي اصولن کي جاچڻ کان سواءِ قبوليل حديثن جي حد کان وڌيڪ ڳاڻاٽي جي خلاف احتجاج ڪن ٿا. ائين چئجي تہ عيسائيت ۾ جيڪا براڊ چرچ (Broad Church) کي حيثيت حاصل آهي اهائي حيثيت اسلام ۾ يا گهٽ ۾ گهٽ شيعن جي اڪثريتي جماعت ۾ اصولين جي آهي.

دبستان واري ليکڪ جي قول مطابق اخباري پنهنجي نالي جي سڃاڻپ انهي ڳالهہ مان وٺن ٿا تہ اهي مڪمل طور اخبار (خبرون) يعني حديثن جي روايتن تي ياڙين ٿا ۽ اجتهاد کي رد ڪن ٿا چو تہ اهي انهي

عمل کي امامن جي سنت جي برخلاف سمجهن ٿا. اهي هر انهي گردش ڪندڙ حديث کي جيڪا ڪنهن امام يا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نالي سان منسوب ٿيل آهي صحيح مڃين ٿا. انهن وٽ ايتروئي ڪافي آهي تہ ان روايت کي هڪڙي حديث چيو وڃي ٿو. اها انهن جي نظرن ۾ جيئن جو تيئن معتبر ٿي وڃي ٿي[1] ۽ اها ڪتان ڪان شروع ٿي، ان جي وڏيڪ جاچ ڪرڻ جي ضرورت ڪونہ آهي. انهي چوڻ جي ضرورت ڪونہ آهي تہ انهي آسان اصول جي رنگ ۾ اڻ ڳڻيون حديثون ۽ ڳالهيون اسلامي تعليمات ۾ شامل ٿي ويون آهن جن جو انهن تعليمات سان ڪنهن بہ قسم جو تعلق ڪونہ آهي. عام ماڻهن جي دلين مان اڃا قديم عقيدا ختم ڪونہ ٿيا هيا ۽ اهو ناممڪن هيو تہ مسلم امت جي وڏڻ سان پراڻا خيال هڪڙي نئين ويس ۾ موٽي نہ اچن. گوبينو (Gobineau) ڪجهہ تلخ نموني پر ڪنهن حدتائين جائز طور تي انتهائي قسم جي اخباريت وارن تي الزام لڳايو آهي تہ انهن اسلام جي عظيم باني کي آرمزد (هرمزد) منجهہ ۽ ان جي پوئٽرن کي امشسپندن (Amshaspands) منجهہ تبديل ڪري ڇڏيو.

اخباريت اڻ پڙهيلن جو جن کي پنهنجي رهنمائي لاءِ هڪڙي راهہ ڏيکاريندڙ قطار گهرجي، يا گهٽ پڙهيل مُلن جو پسنديده مذهب آهي. اصوليت نهايت ذاهن طبقن ۽ ديني عالمن مان نهايت قابل ماڻهن منجهہ مقبول آهي. ويجهڙي زماني جي اصولي نظرين جي نهايت وڏن حامي عالمن مان هڪڙو ملان صدره[2] (محمَد بِن ابراهيم) هيو جيڪو شيراز جو رهاڪو ۽ گهٽي قدر پنهنجي زماني جو نهايت قابل ترين عالم ۽ منطقي ماڻهو هيو. انِ ايرانين منجهہ فلسفي ۽ انساني سائنس جي علم کي متعارف ڪرايو. آلِ بويہ وارن جي زوال کان وٺي صفوين جي غلبي تائين ايران تي هڪڙو اونداهي وارو دور ڇانيل رهيو. ڪٽرپڻي واري نسل پرستي فلسفي ۽ سائنسي علم کي ممنوع قرار ڏئي ڇڏيو هيو. ايستائين جو بوعلي سينا جي نالي کان بہ ماڻهن کي نفرت هئي ۽ ان جي ڪتابن کي سرعام ساڙيو ويو. نتيجو اهو نڪتو تہ انهيءَ عرصي دوران

---

[1] ان کي ادلہ قطعي يعني قطعي ثبوت چون ٿا. مطلب اهڙو فيصلو جنهن تي ڪوبہ اعتراض نٿو ڪري سگهجي ۽ ڪنهن بہ تبصري کان بالاتر آهي.

[2] ملان صدره شاهہ عباس ثاني جي دور حڪومت ۾ رهندو هيو.

ڪيترين مزدڪي روايتن جيڪي اسلام جي لبادي ۾ ويڙهيل هيون، اڻ پڙهيل ماڻهن منجهه مڃتا ماڻي ورتي هئي. اصل فاطمي عالم گوشہ نشين ٿي ويا هيا ۽ مُلن جي هڪڙي جماعت وجود ۾ اچي وئي هئي، جيڪا قومي رجحانن ۽ تعصب سان گهڻو ڀريل هئي، جنهن جو مقصد صرف ماڻهن کي جهالت ۾ رکڻ هيو. تنهن ڪري ملان صدره کي اهڙن ڪٽر ملن جي جماعت سان مقابلو ڪرڻو پئجي ويو جيڪي عيسائي پادرين وانگر پنهنجن حقن لاءِ سخت مضبوط هيا ۽ پنهنجي قدامت پسندي واري اجاره داري تي حملي جي معمولي ڪڙڪ پوڻ تي بہ بدلي وٺڻ لاءِ حملو ڪرڻ لاءِ تيار هوندا هيا. پر ملان صدره خداداد صلاحيت ۽ حڪمت سان نوازيل هيو ۽ گهڻي ذڪيائي کان پوءِ فلسفي ۽ سائنس جي تعليم کي وري شروع ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. ائين اصوليت هڪ دفعو وري اڳتي اچي وئي. معتزليت جيڪا ان جي مد مقابل فلاسافي آهي بغير ڪنهن اعتراض جي اسلام جي سڀ کان وڌيڪ عقليت پسند ۽ روشن خيال مسلڪ آهي. پنهجي روشن خيالي ۾ ۽ انساني سوچن جي سيني مرحلن سان همدردي ۾ پنهنجي انتهائي پر اميدي ۽ ڦهلاء ۾ اها آلِ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عالمن جي خيالن جي نمائندگي ڪري ٿي جن آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خيالن کي ظاهري طور پيش ڪيو.

اهي سياسي ڏڙابنديون، جن شيعن کي اجاتائين پاڻ منجهه ورهائي رکيو هيو اهي ختم ٿي رهيون آهن ۽ باقي سيئي ڏڙا تيزي سان اثناعشريت ۾ ضم ٿيڻ لڳا آهن. ايران، عربستان، اولهہ آفريڪا ۽ هندوستان جا شيعا گهڻي قدر انهي مذهبي فرقي سان تعلق رکن ٿا. ائين اثناعشريت شيعت جو بيو نالو ٿي وئي آهي.

اخباريت وارن وانگر سُني بہ پنهنجن نظرين کي حديثن جي ڪُليت تي رکن ٿا. پر سني انهن کان انهي ڳالهہ ۾ مختلف آهن تہ اهي صرف اهڙين حديثن کي مڃين ٿا جيڪي انهن جي مذهبي مڪتب فڪر طرفان چندڇاڻ جي خصوصي اصولن تي پوريون لهندڙ هجن. انهي ڳالهہ ۾ وري اهي اصولي ٽولي وارن سان ويجهڙائپ رکن ٿا. انهن جو خيال آهي تہ خليفن ۽ عام جماعت (اجماع الامت) جا متفق فيصلا قرآني احڪامات ۽ ضابطن کي سمجهڻ لاءِ تشريح آهن ۽ گهڻو ڪري انهن جيتري اهميت رکن ٿا.

سُني ڪيترن ڌڙن ۾ ورهايل آهن، هر ڪو ٻئي کان مذهبي عقيدي ۽ اصولن جي مختلف مقصدن ۾ اختلاف رکي ٿو. انهن ننڍڙن گروهي اختلافن اڪثر ڪري سخت نفرتن ۽ ڏاڍاين کي جنم ڏنو آهي. بهرحال بنيادي طور تي اهي پنهنجن مذهبي عقيدن ۽ شريعت جي ضروري اصولن تي متفق آهن. جن کي اهي چئن اُمت ذريعن مان حاصل ڪن ٿا. (1) قرآن شريف (2) حديث يا سُنت (يعني اهي روايتون جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن منسوب آهن) (3) اجماع اُمت (يعني امتين ۾ اتفاق راءِ) ۽ (4) قياس (يعني ذاتي راءِ).

حديثون هنن ڳالهين تي مشتمل آهن (الف) رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا قول، ارشادات ۽ هدايتون (قولي سنت) (ب) سندن اعمال، سندن افعال، ۽ روزمره واري زندگي جا معمول(طور طريقا يعني فعلي سنت) (ت) سندن خاموشي يعني پنهنجن اصحابن سڳورن طرفان انفرادي طور ڪيل ڪنهن بہ ڪم تي پاڻ خاموشي اختيار ڪيائون(سنت تقريري).

انهن مددگاري ذريعن وسيلي نڪتل قاعدا انهن سان لاڳاپيل معلومات جي سند جي معاملي ۾ گهڻي قدر مختلف آهن. جيڪڏهن اهي قاعدا يا روايت ٿيل قول عام ۽ سيني ماڻهن ۾ مشهور آهن (متواتر حديثون) تہ انهن کي مڪمل طور صحيح ۽ فيصلہ ڪُن سمجهيو ويندو آهي. جيڪڏهن اهي حديثون ماڻهن جي گهڻائي ۾ تہ عام ڄاتل آهن پر سيني ماڻهن منجهہ مشهوري واري خاصيت نٿيون رکن تہ انهن کي مشهور حديثون سمجهيو ويندو آهي ۽ متواتر حديثن کان پوءِ واري درجي جي حيثيت رکن ٿيون. جڏهن تہ خبر واحد جيڪي پنهنجي سند لاءِ صرف هڪڙي ماڻهوءَ جي روايت تي انحصار رکندڙ هونديون آهن انهن کي تمام گهٽ يا نہ برابر وقعت ڏني ويندي آهي. تنهن ڪري هر اها حديث جيڪا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن يا ان زماني جي مسلمانن طرفان روايت ڪئي وئي آهي تہ، انهي ڳالهہ کان هٽي ڪري تہ انهن ماڻهن جي خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان ڪهڙي نسبت هئي، اهڙين حديثن کي صحيح ۽ مستند سمجهيو ويندو آهي، تنهن هوندي بہ حديث جي پرک وارا جيڪي اصول مقرر ٿيل آهن انهن تي پورو لهڻ ضروري هوندو آهي. اجماع اُمت واري علامت ۾ مسلمانن جو عام اتفاق هجڻ وارو نقطو رکيل

آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا تاهيل سمورا قانون، ۽ اڪابر اصحابن خاص طور تي پهرين چئن خليفن (خلفاء راشدين) ديني مسئلن، دنياوي معاملن ۽ امرونهي جي باري ۾ جيڪي تفسير بيان ڪيا، تشريحون ڪيون ۽ فيصلا ڪيا، اهي سڀ ان ۾ شامل آهن.

بهرحال اٺين عيسوي صدي کان شريعت ۽ مذهبي عقيدي جا اهي سڀئي معلوماتي ذريعا وساري ڇڏڻ جي حدتائين بي ڌياني جي نذر ٿي ويا آهن. هر فرقو مذهبي عقيدن جي وضاحت ۽ شريعت جي تشريح ۾ اڪيون ہوتي پنهنجن فقهي امامن جي پيروي ڪري ٿو جنهن کي تقليد سڏيو وڃي ٿو. جيستائين ڪوبہ ماڻهو فقهي امامن مان ڪنهن هڪ جي مذهبي عقيدن سان سهمت نٿو ٿئي ايستائين ان کي ڪٽر مذهبي يا صحي عقيدي وارو نٿو سمجهيو وڃي.

سُنين منجهہ چار مکيہ مسلڪ يا مذهبي فرقا آهن[1] جيڪي پنهنجن بانيڪارن جي نالي پٺيان حنفي، مالڪي، شافعي ۽ حنبلي سڏيا وڃن ٿا.

امام ابوحنيفہ[2] جنهن پهريائين مذهبي فرقي تي پنهنجو نالو ڏنو اهو عبدالملڪ بِن مروان جي حڪومت دوران 80 ھ ۾ ڄائو هيو. ان شيعہ مڪتب فڪر جي درسگاهہ ۾ تعليم حاصل ڪئي هئي ۽ فقهي علم جي پهرين تعليم امام جعفر صادق عليہ السلام کان حاصل ڪيائين؛ ۽ حديثون ابوعبدالله بِن مبارڪ ۽ حامد بِن سليمان کان پڙهائين. ابوحنيفہ اڪثر ڪري ان عظيم شيعہ امام کي پنهنجو اوستاد پڙهايو آهي. پنهنجي اباڻي شهر ڪوفي ۾ واپس اچي اهو پهريان وانگر آلِ علي عليہ السلام جو پُرجوش ۽ پڪو حمايتي رهيو پر پوءِ اهو شريعت جي شيعہ مڪتب فڪر کان ڌار ٿي ويو ۽ شيعہ مذهبي عقيدن کان ڪيترين مکيہ ڳالهين ۾ مڪمل طور اختلاف ڪندي پنهنجو مڪتب فڪر قائم ڪيائين. تڏهن بہ ہنهي جي خيالن ۽ شرعي مسئلن جي تفسير ۽ تشريح ۾ تمام گهٽي ويجهرائپ آهي ۽ انهي ڳالهہ ۾ شڪ ڪرڻ جي ڪا بہ گنجائش ڪونہ آهي تہ امام ابوحنيفہ شيعا مڪتبِ فڪر مان فيض حاصل ڪيو آهي. شرعي مسئلن جي تشريح ڪرڻ لاءِ

---

[1] انهن کي مذاهبِ اربع يعني چار مذهب سڏيو ويندو آهي.

[2] امام ابوحنيفہ نعمان بن ثابت (699ع کان 769ع)

اهو جنهن ذاتي راءِ جي آزادي کي اهميت ڏئي ٿو اهو بغير ڪنهن اعتراض جي لڳي ٿو تہ فاطمي مڪتب فڪر وارن عالمن جي خيالن جو عڪس آهي. ان کي ان جا پوئلڳ "امام اعظم" سڏيندا آهن. ان 150ھ ۾ وفات ڪئي. ان جون فقهي تعليمات هندوستاني مسلمانن جي اڪثريتي لڏي منجهہ افغانستان، ترڪمان، گهڻو ڪري وچ ايشيا جي سمورن مسلمانن، تُرڪن ۽ مصرين منجهہ رائج آهن. ٻين مذهبن جي مقابلي ۾ ان جي مڪتب فڪر سان نهايت گهڻا ماڻهو وابستہ آهن.

ٻئي مڪتب فڪر (مسلڪ) جو باني ڪار ابوعبدالله مالڪ بِن انس رضي الله تعاليٰ عنہ هيو جيڪو هارون رشيد جي خلافت ۾ 179ھ ۾ فوت ٿيو.

امام شافعي ٽئين مڪتب فڪر (مسلڪ) جو باني ڪار هيو. اهو ان ساڳي سال ۾ جنهن ۾ امام ابو حنيفہ وفات ڪئي شام ملڪ جي غزا شهر ۾ ڄائو هيو. ان مامون رشيد جي خلافت دوران 204ھ (180ع) ۾ مصر ۾ وفات ڪئي. اهو امام علي بِن موسيٰ الرضا جي ساڳي زماني (هم عصر) ۾ هيو. عام طور شافعي جا مذهبي عقيدا اُتر آفريڪا ۾، مصر جي ڪجهہ حصي ۾، ڏکڻ عربستان ۾ ۽ ملايا (ملائيشيا) جي جزيري ۾ ۽ سُلون (سري لنڪا) جي مسلمانن منجهہ رائج آهن. بمبئي جي بوهري جماعت[1] ۾ پڻ ان جي عقيدي کي مڃيندڙ ملن ٿا.

چوٿين مڪتب فڪر (مسلڪ) جو باني ڪار ابن حنبل هيو. ان پنهنجي حياتي جا ڏينهن مامون جي ۽ ان جي جانشين معتصم بالله جي حڪمراني دوران گذاريا. اهي ٻئي خليفا معتزلي هيا. امام احمد بن حنبل جي شديد ڪٽرپڻي ۽ ثابت قدمي جنهن سان ان حڪمرانن خلاف عام ماڻهن جي مذهبي تعصب کي پڙڪائڻ جي ڪوشش ڪئي، ان کيس حڪمرانن سان جهڳڙي ۾ ڦاسائي ڇڏيو. ان 241ھ ۾ وڏي پارسائي واري زندگي ۾ وفات ڪئي. سڄي سلطنت ۾ معتزلي مذهبي عقيدن کي متعارف ڪرائڻ ۾ مامون جي ناڪامي لاءِ ۽ ان طرفان ڏاڍ جي لاڳيتن واقعن لاءِ جن اسلامي دنيا کي مسلمانن جي رت سان ٻوڙي ڇڏيو ان جو وڏو سبب امام احمد ابن حنبل جي مخالفت هئي.

---

[1] بمبئي جا ڪجهہ بوهري شافعي مسلڪ جا آهن تہ ڪجهہ مصري قسم جا اسماعيلي.

مون هڪڙي ٻي جاءِ تي[1] ڪجھ سُني مسلڪن جي فقهي اختلافن کي بيان ڪيو آهي: انهن جي ظاهري اختلاف ۾ نماز پڙهڻ جا طريقا بہ شامل آهن. جيئن تہ هي ڪتاب عام پڙهندڙن جي لاءِ آهي تنهن ڪري انهن جو هتي تفصيل بيان ڪرڻ غير ضروري آهي. بهرحال اهو چئي ٿو سگھجي تہ حنبلي نهايت نمايان طور تي تشبيهي هيا. انهن لاءِ خدا آسمان ۾ تخت تي ويهاريل ماڻهوءَ سان مشابهت رکندڙ هڪڙي هستي هيو. ٻين فرقن منجھ ماڻهن ۾ زماني جي مطابق تصور وڏي پئماني تي بدليل هيا. بهرحال مشابهت وارو تصور غالب عنصر هيو. ان ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ انهن فرقن مان گھڻو روشن خيال حنفي فرقو هيو جڏهن تہ ٻيئي شافعي ۽ مالڪي، پنهنجن خيالن ۽ همدردين ۾ سخت ۽ محدود هيا. زماني جي ترقي سان، جيئن جيئن آمريت پاڻ کي ماڻهن جي رسمن ۽ عادتن تي مسلط ڪندي وئي، ۽ خليفو يا حڪمران قاضين ۽ فقيهن طرفان ڪنهن بہ مداخلت ڪرڻ يا جاچ کان سواءِ ماڻهن جي قسمتن جو مالڪ ٿي ويو تہ ملائيت معاشري جي سيني طبقن جي ماڻهن جي ذهنن مٿان قبضوڪري وئي. باباءِ ڪليسا جي اعلانن وانگر اسلامي فقه جي ابن جي حڪمن بہ قانوني حيثيت اختيار ڪئي. حنفي جيڪي پاڻ کي اهل راءِ والقياس سڏيندا هيا ۽ انهن جي مخالف مسلڪ وارا بہ کين ائين سڏيندا هيا. جڏهن تہ انهن جي مقابلي ۾ ٻيا فرقا اهلِ حديث سڏائيندا هيا. پر گھڻي زماني کان حنفين بہ مذهبي عقيدن يا شرعي مسئلن ۾ ذاتي راءِ کان ڪم وٺڻ ڇڏي ڏنو آهي. انهن جو چوڻ آهي تہ وڏن فقيهن جيڪو ڪجھ مقرر ڪري ٻڌايو آهي اهو بدلجڻ جھڙو ڪونہ آهي ۽ تيڪاٽپڻي ڪرڻ کان مٿانهون آهي. اسلام اسڪيمو جي علائقي ۾ وڃي ٿوتہ وڃي پر اهو لازمي طور انهن قانونن کي پاڻ سان گڏ کڻي ويندو جيڪي عراقين جي رهنمائي لاءِ ٺاهيا ويا هيا!

ائين فقهي امامن جي جيئن جو تيئن پيروي سُني حلقي ۾ ترقي جي مڙني اميدن کي تباهہ ڪري ڇڏيو آهي. پر عمل پيرائي ۽ دين جي يڪسانيت کي يقيني بڻائڻ لاءِ سُني مذهب جيڪي ڪوششون ڪيون آهن. اهي گذريل هڪ سئو سالن دوران سُني جماعت جي سنگت اندر

---

[1] محمدن لا(Muhammadan Law) يعني اسلامي شريعت.

ٻن خاص بغاوتن جو سبب ٿيون آهن. وهابيت جيڪا اٺويهين صدي جي شروعات ۾ ظاهر ٿيڻ لڳي، ان پنهجو وجود عرب ريگستان مان حاصل ڪيو. غير مقلديت، جيڪا برسرِ اقتدار مذهب جي حد کان وڌيڪ سخت پابندين کان فرار ٿيڻ جو رستو ڳوليندي آهي انساني دل جي بلڪل اندرين خانن مان ظاهر ٿي. غيرمقلدن کي غلطي سان بي واجبي طور وهابين سان ملايو ويو آهي، پر اهي ڪنهن سان بہ متفق ڪونہ آهن. البت اهي بنا شڪ جي ٻين سُني مسلڪن جي پوئلڳن جي مقابلي ۾ وڌيڪ باشعور ۽ عقليت پسند آهن. انهي ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ غيرمقلد پنهنجي عملي دائري ۾ تنگ نظر، محدود ۽ غيرهمدرد آهن، پر انهيءَ جي باوجود غيرمقلديت سُني مذهب ۾ واحد تحريڪ آهي جنهن سان مستقبل جون وڏيون اميدون وابستہ ڪري سگهجن ٿيون.

اهو تڪرار جيڪو يورپ ۾ سڌارن (Reformations) جو پيش خيمو ثابت ٿيو اهو حنفين منجهہ بہ شروع ٿي ويو آهي ۽ يقين آهي تہ تمام جلد مسلمانن جي سيني فرقن ۽ مسلڪن کي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيندو. ڇا قرآن شريف جو ترجمو اهڙي ساڳي جوڙ جڪ وارو رتبو رکي ٿو جيئن عربي قرآن آهي: ڇا ڪنهن مقامي ٻولي ۾، يعني عربي زبان کان اڻ واقف نمازي جي پنهنجي ٻولي ۾، ادا ڪيل نمازون حجازي (عربي) ٻولي ۾ ادا ڪيل نمازن جي ثواب جيتري ثواب جون حقدار هونديون؟ اهي اهڙا سوال آهن جيڪي موجوده وقت ۾ هندوستان جي مسلمان لڏي ۾ بيقراري پيدا ڪري رهيا آهن. خيالن جو تضاد اڳيئي گهڻي تلخي پيدا ڪرڻ ۽ تعصبي ملن طرفان ڪجهہ ڪفر جون فتوائون جاري ڪرڻ جو سبب ٿيو آهي، تنهن ڪري سڌارا آڻيندڙن جي چڱي طرح پليڪار ڪئي ويندي، شرط اهو آهي تہ انهن طرفان جيڪا تحريڪ هٿ ۾ ڪنئي وئي آهي ان کي ڪنهن غير جانبدار حڪومت جي سهڪار سان هلايو وڃي. پراڻي عذر، جنهن ۾ ذاتي مفاد سلهاڙيل هيا، سدائين هر نئين ايجاد جي خلاف وڪالت ڪئي آهي، تنهن ڪري سڌارن آڻڻ جا خواهشمند اهو پڇندي جواب ڏين ٿا تہ ڇا عربي ئي اڪيلي ٻولي آهي جنهن کي الله تعاليٰ سمجهي ٿو؟ جيڪڏهن نہ، تہ پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جنهن نماز جي تلقين ڪئي ۽ شروعات ڪئي ان جو ڪهڙو مقصد آهي؟ جيڪڏهن اها نماز

نمازي کي الله تعاليٰ جي قربت ۾ پهچائڻ لاءِ ۽ پنهنجي دل کي پاڪ ڪرڻ ۽ ماناڻتو بنائڻ لاءِ آهي تہ پوءِ اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ نمازي اهڙن لفظن کي ادا ڪرڻ سان جن جي مطلب کي اهو سمجهي ئي ڪون تو پنهنجي طبيعت ۾ اها بلندي ڪيئن محسوس ڪري سگهندو جيڪا عبادت وسيلي پيدا ٿيڻي آهي؟ دليل طور اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو مثال پيش ڪن ٿا. جنهن مطابق پاڻ ڪريمن پنهنجن پارسي مسلمانن کي پنهنجي زبان ۾ نمازون ادا ڪرڻ جي اجازت ڏني هئي.[1] اها تحريڪ، جنهن کان اڄاتائين يورپ جا ماڻهو بہ بي خبر آهن، پنهنجي اندر وڏي ترقي جا امڪان رکي ٿي. اسلام ۾ اها سڌارن (Reformations) جي شروعات آهي. هيستائين، وچين دور (قرونِ وسطيٰ) جي عيسائي پادرين وانگر، مسلمان عالم هڪڙي اهڙي ٻولي جو علم رکڻ ڪري جنهن کان عام خلق ۽ حڪمران واقف ڪون آهن، معاشري تي پنهنجو اثر رسوخ قائم رکيو اچن ۽ ان تي ڇانيل آهن. سڌارن آڻڻ جا خواهشمند جنهن اصول لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهن جيڪڏهن هڪڙو دفعو ان کي تسليم ڪيو ويو تہ نائين ۽ ڏهين عيسوي صدين ۾ رهندڙ ماڻهن لاءِ ناهيل قانون، جن ماڻهن کي موجوده زماني جي تهذيب ۽ ثقافت سان ڪو لاڳاپو ئي ڪونہ هيو اهي هزار سالن جي روشني ۾ سمجهيا ويندا ۽ سمجهايا ويندا.

خارجيت کي توڙي جو حقيقت ۾ اها سُني مذهب جي بنياد رکجڻ کان گهڻو اڳ وجود ۾ اچي وئي هئي، اڪثر ڪري سُنيت جي شاخ سمجهيو ويو آهي. جن نافرمان لشڪرين صفين جي ڪتيل لڙائي جو لاڀ حاصل ڪرڻ تان هٿ ڪڍڻ لاءِ خليفي حضرت علي عليہ السلام تي گهڻو دٻاءُ وڌو هيو ۽ جيڪي پوءِ ان جي ئي خلاف نهروان وٽ هٿيار کڻي نڪري پيا هيا، اهي پهريان ماڻهو هيا جن تي خارجين جو نالو پيو. شهرستاني انهي فتني جو واضح انداز ۾ تفصيل پيش ڪيو آهي. هي اهي ئي ماڻهو هيا جيڪي حضرت علي عليہ السلام سان اولين باغي معاويہ جي تڪرار کي ٿياڪڙ ڪندڙ امينن جي آڏو پيش ڪرڻ لاءِ ضد ڪري رهيا هيا. انهن پنهنجي سردار حضرت علي عليہ السلام کي سندس پنهنجي راءِ جي خلاف ابوموسيٰ اشعري کي زبردستي آلِ محمد

---

[1] ڏسو هن ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي جي باب ٻيو جو آخري صفحو.

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٽياڪڙ (امين) طور مجڻ لاءِ مجبور ڪيو هيو پر اجا شرط مس طئي ٿيا هيا تہ اهي مذهبي سپاهي، اسلام جا اهي ٺيڪيدار پنهنجو پاڻ ۾ انهي ڳالهہ تي سخت اختلاف ۾ ڦاسي پيا تہ آيا ڪنهن ديني معاملي کي انساني فيصلي لاءِ پيش ڪرڻ جائز هيو يا ناجائز. دشمن جي آڏو مسلمانن طرفان هڪٻئي کي قتلام ڪرڻ واري تماشي کي روڪڻ جي ارادي سان حضرت علي عليہ السلام پنهنجي فوج جو وڏو انگ ساڻ ڪري ڪوفي هليا ويا ۽ هڪڙي ننڍي جٿي کي دومت الجندل ۾ ٽياڪڙ ڪندڙ امينن جي فيصلي جو انتظار ڪرڻ لاءِ ڇڏي ويا. ڪوفي پهچڻ سان ئي ٻارهن هزار باغي حضرت علي عليہ السلام جو ساٿ ڇڏي ويا ۽ نهروان ۾ گڏ ٿي خليفي خلاف هڪڙو خطرناڪ مورچو ٺاهيائون. جيئن تہ حضرت علي عليہ السلام جي سياء ۾ هميشہ خون خرابي کان پاسو ڪرڻ وارو امتيازي شان رهيو هيو ان باغين کي وري وري هدايت ڪئي تہ اهي اتحاد کي قائم ڪرڻ لاءِ موٽي اچن. ان جي جواب ۾ حضرت علي عليہ السلام کي باغين طرفان قتل جون ڌمڪيون مليون. انساني صبر انهي هوڏ کي گهڻي دير تائين برداشت نٿي ڪري سگهيو. تنهن ڪري حضرت علي عليہ السلام جي صبر جو پيالو لبريز ٿي ويو انهن باغين سان لڙائي ڪري ٻن لڳاتار حملن ذريعي انهن کي شڪست ڏني. شهرستاني ٻڌائي ٿو تہ ٿورا باغي بچي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيا. ۽ بحرين جي بندرگاهہ ۾ گڏ ٿيا. جيڪو ان وقت اسلام کان ڇڙواڳ سيني ماڻهن جي پناهہ گاهہ هيو. انهن سامونڊي پٽي جي ابوجهہ ماڻهن ۾ پنهنجا زهريلا عقيدا ڦهلايا. عبدالملڪ جي زماني ۾ انهن ٻيهر سرڪشي ڪئي، جنهن انهن کي واپس سندن بحرين ۽ احسا وارين پناهہ گاهن ڏانهن ڀڄائي ڇڏيو. اهي مروان ثاني جي زماني ۾ وري طاقتور ٿي ويا ۽ عراق، حجاز ۽ يمن ۾ پکڙجي ويا. انهن تي حملو ڪري شڪست ڏني وئي ۽ کين اومان ۾ پناهہ وٺڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو. تڏهن کان وٺي اهي اتي آباد آهن. عباسي خليفن جي زماني ۾ انهن پنهنجن مذهبي عقيدن جي آفريڪا جي بربر قوم منجهہ تبليغ ڪئي ۽ بربرن کي بغداد جي راڄڌاني تي وري وري حملو ڪرڻ لاءِ همٿايو. خارجين کي اسلام جا شدت پسند (ڪيليونسٽ Caluinist) چوڻ کپي. انهن جا مذهبي عقيدا اونداهان، ڪُهرا، سخت ۽ تعصبي آهن. اهي ڪٽر قسم جا جبريہ (تقدير تي سخت قسم جو اعتقاد رکڻ وارا) آهن. اهي

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ کان پوءِ ڪنهن بہ خليفي جي امامت کي ڪونہ ٿا مڃين ۽ پنهنجي سوچ مطابق اهي پنهنجن سردارن کي ئي حقي امام سمجهن ٿا. اهي ٻين سُنين کان انهي ڳالهہ ۾ مختلف آهن تہ اهي ڪنهن بہ شخص لاءِ مسلمانن جو امام چونڊجڻ لاءِ آزاد يا قريشي هجڻ جي شرط کي ضروري ڪونہ ٿا سمجهن. اهي غلام ۽ غيرقريشي کي امامت جي اهليت لاءِ آزاد ماڻهن ۽ قريشين سان برابر جو شريڪ سمجهن ٿا. شهرستاني جي قول مطابق خارجي ڇهن گروهن منجهہ ورهايل آهن. جن مان مکيہ هي آهن :ـ ازارقيا (ابوراشد نافع بِن ازرق جا پوئلڳ)، اباضيہ (عبدالله بِن اباض جا پوئلڳ جيڪو آخري اموي خليفي مروان ثاني جي حڪمراني ۾ ظاهر ٿيو)، نجدت عذاريہ (نجدت بِن عامر جا پوئلڳ)، عجارده (عبدالڪريم بِن عجرد جا پوئلڳ)، ۽ صفرت الزياديہ.

انهن منجهان ازارقہ وارا گهڻو ڪٽر، نرلا ۽ تنگ نظر آهن. انهن جو عقيدو آهي تہ انهن جي پنهنجي فرقي کان سواءِ ٻيا سڀ فرقا دوزخي آهن، تنهن ڪري يا تہ انهن کي زبردستي سان عقيدو تبديل ڪرائجي يا بي رحمي سان تباهہ وبرباد ڪري ڇڏجي. ڪنهن بہ ملحد يعني مشرڪ سان ڪنهن بہ قسم جي رحم جو مظاهرو ناهي ڪرڻو(مشرڪ جي اصطلاح کي اهي وسيع معنيٰ ۾ استعمال ڪن ٿا جنهن ۾ اهي باقي مسلمانن، عيسائين ۽ يهودين کي شامل ڪن ٿا). انهن جي عقيدي مطابق هر گناهہ جو هڪڙو درجو آهي: قتل، زنا، نشو تماڪ ڇڪڻ، اهي سيئي انهن جي مذهب ۾ سزا لائق ڏوهہ آهن. ٻيا مسلمان، سُني ۽ گڏوگڏ شيعا، انهي عقيدي جا آهن تہ هن دنيا ۾ هر ٻار اسلامي دين تي ڄمندو آهي[1] ۽ جيستائين تربيت ذريعي غلط عقيدي وارو نٿو ٿئي ايستائين اهو مسلمان ئي هوندو آهي. جڏهن تہ ازارقي دعوا ڪري ٿو تہ ڪافر جو ٻار ڪافر آهي. جيئن قدامت پسند عيسائي جو اهو عقيدو آهي تہ هر ٻار جنهن کي عيسائي بنائڻ واري رسم مان نٿو گذاريو وڃي يعني بپتسمہ نہ ڪرايو ويو هجي تہ اهو دوزخي آهي؛ عيسائين وانگر خارجي بہ دعوا ڪن ٿا تہ هر ٻار جنهن دين جو ڪلمو ڪونہ پڙهيو آهي اهو ڇوتڪاري جي دائري کان ٻاهر آهي. ازارقي حجاج بِن يوسف هٿان تباهہ تہ ٿي ويا، پر انهن جي

[1] ڪل مولود يولد عليٰ فطرت اسلام.

بي رحمي، تشدد ۽ سنگدلي وارا مذهبي عقيدا نون صدين کان پوءِ وهابيت جي صورت ۾ ظاهر ٿيا.

اباضيہ بهرحال، گهڻ تعصبي هيا. اهي گهڻو ڪري اومان ۾ رهائش پذير هيا ۽ اڄاتائين مسقط جي راڄڌاني ۾ موجود آهن. ازارقيہ جن پوءِ وهابيت جي شڪل اختيار ڪئي، اهي اباضين سان خطرناڪ نموني سان خوني جهيڙي ۾ رُڌل هيا.

اباضيہ جي عقيدي مطابق مسلمانن جي اڪثريت ملحد تہ آهي پر مشرڪ (بُت پرست) ڪونہ آهن. تنهن ڪري اهي هڪ ٻئي منجهان شادي ڪري سگهن ٿا. ازارقين کان اهي انهي ڳالهہ ۽ ٻين معاملن ۾ مختلف آهن. اهي پنهجن ماڻهن خلاف ٻين فرقن جي مسلمانن جي شاهدي کي قبول ڪن ٿا، اهو بہ قبولين ٿا تہ لڙائي جي حالت کان سواءِ مسلمانن جي مال ملڪيت تي قبضو ڪرڻ جائز ڪونہ آهي. شهرستاني ٻڌائي ٿو "بُت پرستن جي ٻارن کي ڪافر چوڻ لاءِ ڪنهن بہ راءِ جو اظهار ڪونہ ٿا ڪن،" پر اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اڪابر اصحابين تي تبرا ڪرڻ ۽ گِلا ڪرڻ ۾ پنهنجن ازارقي پائرن سان متفق آهن.

اباضيہ وارا اڄاتائين اومان ۾ آباد آهن. وهابين طرفان زبردست دٻاءَ وجهڻ جي باوجود اهي مشرقي عربستان جي ساموندي ڪناري تي پنهنجو اقتدار قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ويا آهن. پر لڳي ٿو تہ اهي تيزي سان سُني مسلمانن جي عام جماعت ۾ گڏجندا پيا وڃن. مسٽر پلگريو (Mr.Palgrave) "ٽريولس ان سينٽرل عربيہ" (Travels in Central Arabia) نالي پنهنجي ڪتاب ۾ ڪنهن حدتائين وهابين جي باري ۾ ڪليل انداز ۾ بيان ڪيو آهي، پر حقيقت ۾ اهي سڌوسنئون انهن ازارقين جا جانشين آهن جن حجاج بِن يوسف طرفان شڪست کائڻ کان پوءِ وچ عربستان جي لڪل علائقن ۾ پناهہ ورتي هئي. عبدالوهاب جا مذهبي عقيدا ۽ نظريا نافع بِن ازرق جي پوئلڳن جي عقيدن ۽ نظرين سان تمام گهڻي مشابهت رکندڙ آهن. ازارقين وانگر وهابي بہ ٻين سني مسلمانن کي بدعتي (مشرڪ) سڏين ٿا ۽ انهن کي قرڻ لٽڻ ۽ غلام بنائڻ جي اجازت ڏين ٿا. بهرحال اڄوڪن مسلمانن منجهہ مروجہ قبرپرستي جي خلاف انهن جي نفرت ڪيتري بہ ساراهہ لائق هجي پر نجد جي موجوده اخوان وانگر انهن جا مذهب ۽ خدائي حڪومت جي باري ۾

خيال نهايت چڙ ڏيارينڊڙ ۽ سخت شدت پسندي وارا آهن. انهن ۾ ڪالون (Calvin) جي پيروڪارن جي خيالن واري سختي آهي ۽ مڪمل طور ترقي ۽ واڌ ويجهه جي ٽڪراءِ ۾ آهن.

بابيت جيڪا اُڻويهين صدي جي شروعات ۾ ايران ۾ ظاهر ٿي، ان کي وڏي پئماني تي مختلف رنگن ۾ پيش ڪيو ويو آهي. مسلمان ڏاهن جي خيال مطابق اها ڪا شئي نه پر مزدڪيت جو نئون خاڪو آهي، يعني هڪڙي قسم جي مشرقي سماج وادي اشتراڪيت (ڪميونزم). بابين جون مردن ۽ عورتن واريون مليل جليل گڏجاڻيون ان ساڳي نظر سان ڏٺيون وينديون آهن جيئن پراڻن مذهبن جي پوئلڳن طرفان اوائلي عيسائين جي قديم عشقيه دعوتن (اگاپي Agapae) کي ڏٺو ويندو هيو. پٺي پاسي تحقيق ۽ علم جو هڪڙو يورپي ڏاهو[1] جنهن بابين جي مذهبي ڪتابن جو مطالعو ڪيو آهي ۽ انهن سان گهڻي واسطيداري ۾ گذاريو آهي، اهو بابين جي باري ۾ چوي ٿو ته ايرانين جي سرشت ۾ جيڪو وحدت الوجودي وارو سياويڪ آهي، ان مان ڦٽندڙ هڪڙي چوندې نظرئي جو هڪڙو تازو اظهار آهي.

اهو ليڪڪ ٻڌائي ٿو ته محمّد شاهه[2] جي حڪومت دوران مُلن ۽ مذهبي عالمن جي رياڪاري ۽ بچڙايون ايتري حد تائين پهچي ويون هيون جو تبديلي اٽتر ٿي وئي هئي. ماڻهن جي سماجي ۽ سياسي حالت ڏاڍي خراب هئي. انهي صورتحال ۾ شيراز جي هڪڙي نوجوان مُلان ميرزا علي محمّد، جنهن کي فاطمي خيالن وارو سمجهيو وڃي ٿو جنهن گهڻي تعليم حاصل ڪئي هئي ۽ گهڻائي سير سفر ڪيا هيا ۽ حرمين شريفين جي زيارت ۽ حج به ڪيو هئائين، ۽ ڪيترن سالن تائين شام ۽ عربستان ۾ زندگي گذاري هئائين. ان ايران ۾ سماجي ۽ اخلاقي سڌارن جي هڪڙي تحريڪ شروع ڪئي. ان عام مُلن جي رياڪاري ۽ اسلام طرفان رد ڪيل عملن کي جائز قرار ڏيڻ لاءِ انهن مُلن طرفان قبوليل حديثن جي مذمت ڪئي. ان جي ڳالهين انهن ماڻهن جي ذهنن ۾ جيڪي اهڙن خيالن کي حاصل ڪرڻ لاءِ اڳئي تيار هيا، هڪڙي جذبو

---

[1] گوبينو (Gobineau).

[2] فارس جو ٽيون قاچار بادشاهه جيڪو پنهنجي ڏاڏي فتح علي شاهه جي وفات کان پوءِ تخت تي ويٺو.

ڏيارينڌڙ سوچ پيدا ڪري ڇڏي ۽ غير معمولي دلچسپي تازي ڪري ڇڏي ان تمام گھڻا پوئلڳ پيدا ڪيا جن منجھ قزوين جي هڪڙي نوجوان عورت بہ هئي، ان عورت جي علم ۽ فصاحت و بلاغت هن جي تحريڪ کي هڪڙي مضبوط مدد مهيا ڪئي. ان کي اڄ قرت العين جي لقب سان ياد ڪيو وڃي ٿو. ميرزا علي محمد يا تہ پنهجن پوئلڳن جي جوش ڪري رستي تان ٿڙي ويو يا خود پنهنجو مان شان ڏسي تڪبر ۾ اچي ويو. ٿيو ائين تہ هم اوست جي چرپائپ واري دوري ۾ پنهنجو پاڻ کي ”باب حضرت اعليٰ“ جو خطاب ڏنائين ۽ پنهنجي لاءِ خدا جي هڪڙي جزي هجڻ جو ڍنگ ڪيائين. ان جا پوئلڳ حڪومتي اختيارين خلاف هٿيار کڻي نڪري پيا ۽ ناڪام ٿي ويا. ملن جي تعصب ۽ سياسي مصلحت اهڙي ڏاڍ کي هٿي ڏني جنهن لاءِ گوبينو (Gobinuea) چوي ٿو تہ ان جا بنيادي ذميوار بابي هيا. باب پنهنجن ڪيترن اهم پوئلڳن سان گڏ قتل ٿي ويو. پر ان جا خيال زنده رهيا. گوبينو ٻڌائي ٿو تہ ان جا سماجي نظريا مروجہ مذهبي نظرين کان گھڻو ترقي يافتہ هيا. ان شادي وارن بندڻن کي گھڻي اهميت ڏني ۽ پهرين شادي جي هوندي اهو ٻي زال پرڻجڻ جي اجازت فقط سخت شرطن هيٺ ڏيندو هيو. ان سنگتياڻي رکڻ کان مڪمل طور منع ڪئي، طلاق ڏيڻ کان جھليو ۽ عورتن کي بازار ۾ اچڻ وڃڻ جي اجازت ڏني. گوبينو ٺيڪ ٿو چوي تہ پردي جي رسم گھڻيون خرابيون پيدا ٿي ڪري ۽ ٻارن جي شروعاتي تعليم تي هڪڙي هاڃيڪار اثر جو عملي مظاهرو ڪري ٿي. خود اها رسم بہ ڪنهن ديني حڪم تي ٻڌل ڪونہ آهي، بلڪ اها هڪڙي سهوليت جي غرض سان وجود ۾ آئي آهي. ايران جا قديم بادشاهہ ان رسم تي جاهہ و جلال جي هڪڙي نشاني طور عمل ڪندا هيا. مسلمان حڪمرانن ۽ سردارن انهن جي مثال جي تقليد ڪندي ان رسم کي اختيار ڪيو. عربن منجھ قبيلن جون عورتون پنهنجي مرضي مطابق جتي وڻين اچڻ وڃڻ لاءِ آزاد هيون. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان جون عورتون اصحابن سان گفتگو ڪنديون هيون، ۽ انهن کي پنهنجي گھر ۾ اچڻ ڏينديون هيون، بلڪ مردن سان گڏ ويهي کاڌو کائينديون هيون. گوبينو ٻڌائي ٿو تہ ميرزا علي محمد طرفان انهي عجيب رسم جي غلامي کان عورتن کي آزاد ڪرائڻ لاءِ ورتل ڪوشش ۾ ڪا نئين ڳالهہ يا بدعت ڪونہ هئي. ان جا مذهبي

عقيدا مڪمل طور وحدت الوجودي آهن. البت اخلاقيات جي باري ۾ ان جو ضابطو ڪنهن بہ نرمي کان سواءِ سخت ۽ مضبوط آهي.[1]

ڪجھ مسلمان ليڪن اسلامي فرقن کي ٻن جامع ٽولن ۾ ورهايو آهي. مثال طور اهلِ الباطِن يعني شرعي احڪامن جي ڳوڙهي مطلب کي ڏسندڙ ۽ اهلِ الظاهِر يعني اهي جيڪي احڪامن جي ظاهري معنيٰ کي ڏسندا آهن ۽ صرف لفظي معنيٰ جي سمجھ تي نظر رکندا آهن. اهلِ الباطِن کي بهرحال باطني فرقي وارن سان گڏ منجهائڻ نہ گھرجي. اهلِ الباطِن مان مُراد وجداني حالت وارا صوفي، متڪلمين ۽ عام مفڪر آهن. زمخشري جي تبصري وارن لفظن کي استعمال ڪجي تہ "اهي سيئي جيڪي پنهنجين دلين ۾ فطري ڪماليت جي پاڙن کي پُختو ڪرڻ لاءِ جاکوڙيندا آهن"، جيڪي انساني عظمت جي اوچي حد تي پهچڻ لاءِ جدوجهد ۽ جاکوڙ ڪندا آهن، ۽ جيڪي شريعت جي احڪامن جي پابندي ڪندي انسانذات ۾ ڀلائي ۽ امن، ڌرتي تي رهندڙ نسلن منجھ هم آهنگي ۽ اتفاق پيدا ڪرڻ لاءِ انهن احڪامن ۾ ربَ جي رضا کي ڳوليندا آهن.[2]

---

[1] بابي عقيدي وارن جي نقطہ نگاھ کان انهي مشهور مذهبي تحريڪ جي تازه ترين روداد پروفيسر اِي ـ جي ـ برائون جي ڪتاب "نيو هسٽري آف دي باب" (New History of the Baab) ۾ ڏسي سگھجي ٿي، لڳي ٿو تہ اهو ڪتاب بابي تصنيف "جديد تاريخ" جو ترجمو آهي. پروفيسر برائون جيڪو مقدمو لکيو آهي اهو ڏاڍو دلچسپ آهي. "تاريخ جديد" ۾ قرت العين جي دلفريب شخصيت جو نهايت عمدو نقشو چٽيو ويو آهي. انهي عظيم اسڪالر پنهنجي نئين تصنيف جي صورت ۾ جنهن کي "مٽيريلس فار دي اسٽڊي آف بابي رليجنس" (Materials for the Study of the Baabi Religion) سڏيو ويجي ٿو دنيا کي انهي مذهب جي واڌ ويجھ جي باري ۾ قابل قدر مواد مهيا ڪيو آهي. بهائيت، جيڪا ان جي تازه ترين صورت آهي، جيڪا گھڻو ڪري آمريڪا ۾ مروج آهي، لڳي ٿو تہ ان وڏي پيماني تي عيسائي سائنس (Christian Science) جي نظرين کي اپنايو آهي.(وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو ضميمو نمبر 3.)

[2] هن لاءِ ڏسو باب يارهون.

## باب نائون

# اسلام جو ادبي ۽ سائنسي روح

تعلموا العلم فان تعلمہ للہ حسنہ و دراستہ تسبیح والبحث عنہ جهاد و طلبہ عبادت و تعلیمیہ صدقہ و بذلہ لاهلہ قربہ.[1]

حديثِ رسول الله

اسان اڳئي عربي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي علم ۽ ڄاڻ (سائنس) لاءِ دلچسپي جو ذڪر ڪري آيا آهيون. جيڪا پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ٻين سيني نبين سڳورن کان شان وارو ڏيکاري ٿي ۽ پاڻ ڪريمن کي سوچ جي نئين دنيا سان ويجهي ناتي ۾ آڻي ٿي. مدينو اسلام جي خدائي جمهوري حڪومت جي گادي جو هنڌ. مڪي جي فتح کان پوءِ نہ صرف عربستان مان ايندڙ مهمانن پر ڏارين علائقن کان ايندڙ حق جي ڳولائن لاءِ پڻ ڪشش جو مرڪز ٿي ويو هيو. هتي اُتر ۽ اولهہ کان مختلف قوميتن ۽ رنگن جا ـ پارسي، يوناني، شامي ۽ عراقي ماڻهو تولا ڪري ٿي آيا. ڪوشڪ نہ آهي تہ ڪجهہ هورا ڪورا جي ڪري ٿي آيا تہ ڏسن تہ مديني ۾ ڇا ٿي رهيو آهي، پر گهڻا ماڻهو علم حاصل ڪرڻ ۽ اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خطبن کي ٻڌڻ لاءِ ايندا هيا. پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم علم جي اهميت جي باري ۾ تبليغ ڪندا هيا: "علم حاصل ڪريو ڇو تہ جيڪو ان کي الله جي رضا لاءِ حاصل ڪري ٿو تہ اهو هڪڙو سعادتمندي وارو عمل ڪري ٿو. جيڪو ان بابت ڳالهائي ٿو اهو ڄڻ الله جي تعريف ڪري ٿو. جيڪو ان جي طلب ۽ جستجو ڪري ٿو تہ اهو ڄڻ الله جي عبادت ڪري ٿو. جيڪو ان جي تعليم ڏئي ٿو اهو ڄڻ خيرات ڪري ٿو. ۽ جيڪو ان جي مقصدن کي نيڪ طرح بيان ڪري ٿو تہ اهو ڄڻ الله جي عبادت وارو ڪو عمل ٿو ڪري. علم پنهنجي ڄاڻوگر کي امر ونهي ۽ جائز و ناجائز ۾ فرق (تميز) ڪرڻ جو اهل بڻائي ٿو. اهو انسان لاءِ آسمان جو رستو روشن ڪري ٿو.

---

[1] هن حديث جو ترجمو متن ۾ اچي ويو آهي.

اهو ريگستان ۾ اسان جو دوست آهي، اڪيلائپ ۾ اسان جو همدرد ساٿي آهي، جڏهن دوستن کان محروم هوندا آهيون تہ اسان جو ساٿي هوندو آهي؛ اهو خوشين لاءِ اسان جي رهنمائي ڪندو آهي؛ اهو پريشاني ۾ اسان کي حوصلو ڏيندو آهي؛ دوستن جي محفل ۾ اهو اسان جو زيور هوندو آهي؛ اهو اسان جي دشمنن جي خلاف هٿيار جو ڪم ڪندو آهي. الله جو ٻانهو علم جي زيور سان خوبي جي بلندين ۽ اعليٰ مقام تي پهچندو آهي، علم انسان کي هن دنيا ۾ حڪمرانن جي صحبت ۾ ويهاريندو آهي ۽ آخرت ۾ ابدي سعادتون حاصل ڪرائيندو آهي."[1]

پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اڪثر فرمائيندا هيا "عالم جي قلم جي مس شهيد جي رت کان وڌيڪ مقدس آهي"; ۽ پنهنجن اصحابن کي علم حاصل ڪرڻ جي ضرورت جي باري ۾ گهڻو تاڪيد ڪندا هيا، "چين تائين بہ علم حاصل ڪرڻ لاءِ وڃو."[2] "هر اهو ماڻهو جيڪو علم جي ڳولا ۾ پنهنجو گهر ڇڏي ٿو تہ اهو ڄڻ الله تعاليٰ جي راهہ ۾ سفر ڪري ٿو". "اهو ماڻهو جيڪو علم جي ڳولا ۾ مسافري ٿو ڪري تہ الله تعاليٰ ان کي بهشت جو رستو ڏيکاري ٿو".[3]

قرآن شريف پڻ سائنس ۽ علم جي اعليٰ اهميت جو شاهد آهي. زمخشري سورت علق (اقراء باسم) جو تفسير ڪنديءَ قرآن شريف جي لفظن جي منشا ۽ معنيٰ هيئن بيان ڪري ٿو "الله تعاليٰ ماڻهن کي اهو سيکاريو جيڪو اهي ڪونہ ڄاڻندا هيا. ۽ اها (ڳالهہ) ان (الله تعاليٰ) جي رحمت جي وڏي نشاني آهي تہ ان پنهنجن ٻانهن کي اها ڄاڻ بخشي جنهن کان اهي بيخبر هيا. الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن کي جهالت جي انڌيري مان ڪڍي علم جي روشني عطا ڪئي، ۽ انهن کي لکڻ جي ذات جي بيش بها برڪتن جي آگاهي عطا ڪيائين، ڇوتہ ان مان وڏا فائدا حاصل ٿيندا آهن جيڪي صرف الله تعاليٰ کي معلوم آهن; لکڻ واري

---

[1] هي حديث ملان باقر بن محمد تقي مجلسي جي ڪتاب "بحارالانوار" (جلد پهريون باب علم) تان ورتي وئي آهي ۽ حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام طرفان روايت ٿيل آهي; ان کان علاوه ڪتاب مستطرف جي باب چوٿين ۾ حضرت معاذ بن جبل رضي الله تعاليٰ عنہ جي روايت سان آيل آهي، ۽ حاجي خليفي جي ڪتاب "ڪشف الظنون" ۾ بہ آيل آهي، (Fluegel's Edition Page 44).

[2] مصباح الشريعت.

[3] جامع الاخبار.

لياقت کان سواءِ نہ تہ ڪو هيو علم پرائي سگهبو نہ وري سائنسي علمن کي احاطي ۾ آڻي سگهبو نہ وري قديم عالمن جي تاريخ مان ڄاڻ حاصل ڪري سگهبي، نہ وري انهن جي قولن کي هڪ هنڌ گڏ ڪري سگهبو ۽ نہ وري ڪنهن آسماني ڪتاب کي لکت ۾ آڻي سگهبو. ۽ جيڪڏهن اهڙو علم موجود نہ هجي ها تہ دين ۽ دنيا جا معاملا (امورِ دين و دنيا)، ضابطي اندر هلائي ڪونہ سگهجن ها."

اسلامي تعليمات جي زماني اچڻ تائين ان خطي جنهن کي عرب دنيا سڏيو وڃي ٿو جيڪا عربستان جي جزيري ۽ ڪجهہ اُتر اوڀر ۽ اُتر اولهہ وارن ڏورانهن علائقن تي مشتمل هيو علم ۽ دانش جي ڪا بہ نشاني ڪونہ ڏني هئي. شاعري، زباني خطابت ۽ ڪنهن فيصلي لاءِ قارون وجهڻ واريون ڪِرتُون جهالت واري زماني جي عربن منجهہ پسنديده ڳالهيون هيون. سائنس ۽ ادب ۾ دلچسپي وٺڻ وارو ڪوبہ ڪونہ هيو. پر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ارشادن ان وقت جي عرب قوم جي ستل شعوري قوتن ۾ نئين جان وڌي، پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ ۾ ئي هڪڙي تعليمي درسگاهہ جو ڍانچو ٺهي چڪو هيو جنهن جي بنياد تي ايندڙ سالن ۾ بغداد، سالرنو، قاهره ۽ قرطبہ جون يونيورسٽيون قائم ٿيون. مديني واري درسگاهہ ۾ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بنفس نفيس (ذاتي طور تي) قلب جي صفائي ۽ روح جي پاڪائي جي تعليم ڏيندا هيا: "ديننداري واري جذبي سان خالق حقيقي جي قدرت تي هڪ ڪلاڪ لاءِ غور و فڪر ڪرڻ ستر سالن جي عبادت کان وڌيڪ سٺو آهي".[1] "هڪ ڪلاڪ تائين علم ۽ حڪمت جون ڳالهيون ٻڌڻ هزار شهيدن جي تدفين ۾ شرڪت ڪرڻ کان وڌيڪ ثواب وارو ڪم آهي ـ هزار راتيون جاڳي عبادت ڪرڻ کان وڌيڪ ثواب وارو ڪم." "جيڪو شاگرد علم جي تلاش ۾ نڪري ٿو تہ الله تعاليٰ ان کي جنت الماويٰ ۾ اوچو مقام ڏيندو، اهو جيڪا بہ وِک کڻندو اها برڪت واري هوندي ۽ ان کي هر سبق جو ثواب ملندو". "علم جي طلب ڪرڻ واري کي ملائڪ بهشت جي دروازي تي ڀليڪار چئي استقبال ڪندا". "ڪنهن عالم جي تقرير ٻڌڻ ۽ حڪمت وارين ڳالهين کي دل ۾ ويهارڻ مذهبي

[1] جامع الاخبار.

رياضتن کان وڌيڪ بهتر آهي ...... سوَ غلامن کي غلامي مان آزاد ڪرائڻ کان بہ بهتر.“ ”جيڪو علم ۽ عالمن جي تعظيم ڪندو تہ آخرت ۾ الله تعاليٰ ان سان ڀلايون ڪندو“. ”جيڪو عالم جي عزت ڪري ٿو تہ جڻ اهو منهنجي تعظيم ڪري ٿو“. حضرت علي عليہ السلام نئين ايرندڙ جمهوريت جي گُهرجن سان گهٽ ٺهڪندڙ علم جي شعبن تي درس ڏيندا هيا. سندس روايت ڪيل ارشادن مان ڪجھ هي آهن: ”علم ۽ حڪمت ۾ مٿانهون مقام ماڻڻ سڀ کان وڏي عزت آهي“؛ ”جيڪو شخص علم کي جياري ٿو اهو ڪونہ مرندو“؛ ”علمي فضيلت ئي انسان جو سڀ کان قيمتي زيور آهي“.

قدرتي طور تي اسلام جي عظيم اوستاد جي زبان مبارڪ مان ۽ ان جي شاگردن جي سردار طرفان نڪتل خيالن وڏي سوچ واري حڪمت عملي کي جنم ڏنو ۽ مسلمانن جي سيني طبقن منجھ علم حاصل ڪرڻ جي خواهش پيدا ٿي وئي. ڪوفي صورتخطي جي فن، جيڪو هڪڙي اصحابي سڳوري تازوتازو حيره ۾ سکيو هيو، مسلمانن جي ابتدائي سکيا ۾ گهٽي مدد ڏياري. بهرحال، افضل طور تي، اهو بي مقصد ۽ بيڪار فلسفي جي خلاف روح جي سچاڳي سان نشانبر ايمان ۽ سنجيدگي وارو زمانو هيو. مذهب تي عمل ڪرڻ، عبادت گذار روح جي حفاظت ڪرڻ، ۽ علم جي انهن شعبن جو خصوصي سڌارو جيڪي روزمره جي هر معاملي ۾ علمي اهميت جا حامل هيا، اهي مسلمانن جي ڌيان جا اولين مقصد هيا.

غوروفڪر ڪرڻ جو زمانو جلد شروع ٿيڻ وارو هيو. ان جون بنيادي ڳالهيون آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مثبت فرمانن ۾ شامل هيون: بلڪ جڏهن پاڻ ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهيءَ ڪم ۾ مصروف هوندا هيا تہ سندن مانوارو شاگرد غوروفڪر ۾ مشغول هوندو هيو. آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پاڻ ارشاد فرمايو هيو تہ جنهن کي بہ سندن تعليمات کي سمجھڻ جي ضرورت پوي تہ ان کي لازمي طور سندن مانواري شاگرد ڏانهن رجوع ڪرڻ گهرجي.[1] حضرت علي عليہ السلام جيڪو سندن پيارو شاگرد، پروسي وارو ساٿي، جانثار سئوٽ ۽ نياٽو هيو، ان جي مقابلي ۾ آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ارشادن جي معنيٰ کي وڌيڪ سمجھڻ جي اهليت ڀلا ڪنهن

[1] انا مدينت العلم و علي بابها (مان علم جو شهر آهيان ۽ علي ان جو دروازو آهي).

۾ ٿي سگهي ٿي؟. ابتدائي حياتي ۾ پُرسڪون ۽ فهميدي انداز ۾ جيڪا تعليم جوان ذهن منجهه ويهاري وئي هئي، اها لاپ ڏئي رهي هئي.

پهرين خليفن جي خلافت دوران عرب قوم ۾ آيل ڀونچال جي باوجود اسلام جي اهم شهر مديني ۾ ادب ۽ فن کي ڪنهن بہ نموني سان نظرانداز نٿي ڪيو ويو. حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جو سئوٽ عبدالله بِن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما شعروشاعري، گرامر(صرف ۽ نحو)، تواريخ، ۽ رياضي تي ماڻهن کي درس ڏيندا هيا. ٻيا اصحابي وري تلاوت ڪرڻ، خطاب ڪرڻ جو ڍنگ يا فصاحت سيکاريندا هيا. جڏهن تہ ڪجهہ وري خطاطي، جيڪو قديم زماني ۾ علم جي بي بها شاخ هيو سيکاريندا هيا.

حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي ڏکوئيندڙ شهادت کان پوءِ ماڻهن جي خواهش پٽاندڙ حضرت علي عليہ السلام کي دعوت ڏني وئي تہ اچي خلافت جي واڳ سنڀالين. پنهنجي نويڪلائي دوران حضرت علي عليہ السلام پاڻ کي آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فرمانن جو عقل جي روشني ۾ مطالعو ڪرڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هيو. هڪڙي فرانسسي تاريخدان جي لکت موجب "جيڪڏهن ان کي شهيد نہ ڪيو وڃي ها تہ اسلامي دنيا پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات جي حقيقت پسندي کي شريعت سان عقل جي حقيقي آميزش ۾ ۽ اصل فلسفي جي اولين اصولن کي مثبت عمل ۾ ويس ڏاريندي ڏسي ها". علم ۽ حڪمت لاءِ ساڳيو جذبو جنهن حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي امتيازي شان وارو ٿي بڻايو اهو سندن مانواري شاگرد جي هر لفظ ۾ پريل هيو. ان جي ذهني صلاحيت ايتري روشن خيال هئي جيڪا پنهنجي زماني کان گهڻو اڳتي نڪتل هئي، ۽ دين جي سنجيدگي ۽ جذبي جي مخلص پارسائي سان گڏيل هئي. ان جا خطبا، جيڪي سندس پوئلڳن مان هڪڙي اصحابي وڏي خلوص سان گڏ ڪيا، ۽ ان جون دعائون يا مناجاتون جيڪي سيني پلاين جي مالڪ ڏانهن التجا ڪرڻ لاءِ هيون، انسانذات ۾ ڪامل ايمان جو هڪڙو جيئرو جاڳندو نظارو پيش ڪن ٿيون. اسلام جي حاڪميت تي اموين جي قبضي وارو عمل اسلامي دنيا ۾ علم جي ترقي ۽ فڪر جي آزادي لاءِ هڪڙو جهٽڪو هيو. انهن جي طوفاني حڪومتي دورن مسلمان اُمت کي سائنس ۽ علم جي سنجيده جُستجو لاءِ ڪوشش

ڪرڻ جي مهلت ئي ڪونہ ڏني. وڏي مصيبت اها هئي تہ سيئي اموي حڪمران ماضي جا پوڄاري هيا. انهن کي لڙائي ۽ سياست کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ دلچسپي ڪونہ هئي. تقريبن هڪڙي صدي جي ڊگهي حڪمراني دوران اُموي گهراڻي صرف هڪڙو اهڙو ماڻهو پيدا ڪيو جنهن کي علم ۽ ادب جي آبياري ڪرڻ جو شوق هيو. اهو شخص ابوهاشم خالد بِن يزيد (حڪيم بن مروان) هيو[1] جيڪو "مروان جي خاندان جو فلاسافر" جي لقب سان مشهور هيو جنهن کي سندس علمي فضيلت ڪري جانشيني کان محروم ڪيو ويو هو.

ابوسفيان ۽ هِند جي اولاد جي اٽڪ بغض ۽ ساڙيلي دشمني رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وارثن کي غريباڻي ۽ گوشہ نشيني واري زندگي گذارڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو هيو. "ڏک ۽ پيڙا جي تڪليف" ۾ انهن پنهنجن وڏڙن جي فرمانن تي خلوص ۽ سچائي سان عمل ڪيو ۽ دانائي وارين مشغولين ۾ سڪون حاصل ڪيائون. جيئن تہ سندن نگاهون شريعت جي عام تشريحن جي لفظي نوعيت کان بلندتر حقائق تي ڄميل هيون، انهيءَ ڪري علم لاءِ سندن والهانہ محبت ۽ انسانذات جي ڀلائي لاءِ سندن پُرجوش حمايت مان اسلام جي روحانيت ۽ وُسعت ظاهر ٿئي ٿي.[2] حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام طرفان علم يا سائنس جي جيڪا وصف بيان ڪئي وئي آهي اها انسان جي ترقي لاءِ سندن ايمان جي قوت کي نروار ڪري ٿي: "دِل جي روشني ان جو جوهر آهي؛ حق ان جو مکيہ مقصد؛ الهام ان جو رهبر؛ عقل ان جو مڃيندڙ؛ الله تعاليٰ ان جو اتساهيندڙ ۽ انسان جا لفظ ان جو اظهاري عمل آهن."[3]

---

[1] ڏسو "مآخذالعلوم" از مولوي سيد ڪرامت علي. هي وڏي فضيلت وارو عالم اٽڪل چاليهن سالن تائين هگلي (Houghly) جي امام بارگاهہ جو منتظم ۽ مهتمم هيو.

[2] ڏسو بحارالانوار ۾ مفضل بن عمر جوفي طرفان ذڪر ڪيل امام علي بن موسيٰ رضا (علي رضا بن موسيٰ ڪاظم) عليہ السلام جي روايت ڪيل "حديث اهلاج".

[3] ڏسو جمال الدين القفطي جي "تاريخ الحڪماء" جيڪا شهاب الدين سهروردي جي ساڳي نالي واري هڪڙي ٻئي ڪتاب تان ڪنيل آهي. شهاب الدين سهروردي هڪڙو افلاطوني (يعني اشراقي) مطلب تہ آدرشي ماڻهو هيو ۽ صلاح الدين ايوبي جي پٽ جي دور حڪومت ۾ قدامت پرست عالمن ان جي مخالفت (ڏسو بقايا......)

جن ماڻهن کي سندن صبر سان پيار انسيت ۽ همدردي هئي، اهي سندن چوڌاري گڏ ٿي کين وڪوڙي ويندا هيا. قدرتي طور رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اولين وارث بہ پنهنجن پوئلڳن جي گونا گون خيالن کان متاثر ٿيندا هيا. تڏهن بہ انهن جو فلسفو بنا جان ۽ بنا سنجيدگي واري لفظي لڙائي ۾ قائل ڪونہ هيو، جيئن بطليموسي خاندان جي هٺ هيٺ اسڪندريہ يا اٿينس جي درسگاهن ۾ هيو.

توڙي جو حڪمران ادب ۽ فلسفي کان غافل بلڪ ان جا مخالف هيا، پوءِ بہ اهل بيت امامن جيڪي مثال قائم ڪيا، انهن عربن ۽ عجمي نسلن جي ذهني سرگرمين تي گهڻو اثر ڪيو. جتي اُموين پرامن ذهني جستجو جي همت شڪني ڪئي اتي آلِ فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها غيرمعمولي فراخدلي سان علم جي حمايت ڪئي. اهي ماضي جا غلام ڪونہ هيا ـ سلف انهن جو اڪيلو رهنما ڪونہ هيو. پنهنجي واٽ کي روشن ڪرڻ لاءِ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فرمانن کي وسيلو بڻائي انهن انسانذات جي ترقي کي ذهن ۾ رکيو ۽ پاڻ کي علم ۽ حڪمت جي مڙني شاخن جي آبياري ڪرڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ پهرين خليفن (خلفاءِ راشدين) وانگر " آلِ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فلاسافرن" انهن دانشور ماڻهن کي پليڪار ڇيو جن کي جسٽينن (Justinian) جي جانشينن جي تعصبي ڏاڍ ۽ تشدد ڏارين علائقن ۾ پناه وٺڻ لاءِ پڇڻ تي مجبور ڪيو هيو.[1] نسطورين جيڪي اديسہ (Edessa) ۽ نسيبس (Nisibis) ۾ طب ۽ فلسفي جا درسگاه قائم ڪيا هيا اهي ختم ٿي ويا هيا. اتان جا اوستاد ۽ شاگرد ايران ۽ عربستان ۾ پناهگير ٿي ويا هيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ خليفي ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي زماني ۾ جيئن انهن ماڻهن جي وڏن اڳڀر ڪيو هيو ائين ڪيترائي پنهنجو پاڻ مديني هليا آيا. جيڪو شهر اُموين طرفان تاراج ٿيڻ کان پوءِ وري علم جو مرڪز ٿي ويو هيو ۽ اتي حضرت جعفر صادق عليہ السلام جي چوڌاري ذهين دانشورن جو جمُرمٽ گڏ ٿي ويو هيو.

---

(بقايا) ڪئي ۽ ان کي قتل ڪيو ويو. پيٽ ڪرڻ لاء ڏسو نهج البلاغہ جو پهريون خطبو ۽ بحارالانوار ۾ علم جي باري ۾ آيل حديثون.

[1] مآخذالعلوم.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شهر (مدينت النبي) ۾ مختلف ۽ انيڪ ذهنن جي ميڙاڪن مسلمانن منجهہ ادب ۽ سائنس جي علم سکڻ جو شوق پيدا ڪيو. مديني منجهان دمشق ڏانهن غير معمولي دانائي واري سرگرمي جو هڪڙو درياء وهي هليو. عربي ريگستان جي اترين سرحد ۽ شام ڏانهن مڪي ۽ مديني وارن جي واپاري رستي تي واقع دمشق، آڳاٽي زماني کان اموين سان وابستہ رهندو آيو هيو. ۽ شامي عرب ان خاندان سان متي ماٽي ۽ مفادن ۾ گڏيل هيا، جنهن ڪري انهن اموين سان اسلام جي حڪمراني حاصل ڪرڻ لاءِ مدد ڪئي هئي. تنهن ڪري قدرتي طور اموين دمشق کي پنهنجي سلطنت جي گادي جو هنڌ مقرر ڪيو هو. توڙي جو ديندار مسلمان ڊپ ڪري ان شهر کان ڪناره ڪشي ڪندا هيا تہ بہ گادي واري شهر هجڻ ڪري اهو شهر مختلف قومن جي نمائندن لاءِ، جيڪي اسلامي دائري اندر اچي ويون هيون، گڏجڻ جو مرڪز تي ويو. يونانين ۽ عربن منجهہ جيڪي مذهبي مناظرا ٿيڻ لڳا، اهي يوناني فلسفي ۽ منطقي علم جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مضبوط محرڪ ثابت ٿيا. اعرابون (زير زبرون) ڏيڻ، ۽ سُر ڪيڻ وارن نقطن جي ايجاد، ٻولي ۽ گرامر(صرف ۽ نحو) کي ترقي ڏني. ان زماني ۾ وڏي پيماني جا بہ عيسائي ليکڪ منظر عام تي آيا، جن پنهنجن قدامت پسند هم مذهبن جي ڏاڍ کان بچي دمشق ۾ اچي اجهو حاصل ڪيو هيو. اهي جوهانز دمشقي (Johannes Damascenus) ۽ ٿيوڊورس ابوڪارا (Theodorus Abucara) هيا. انهن مسلمانن خلاف جيڪي مناظراتي ڪتاب لکيا هيا ۽ پنهنجيَ قدامت پرست برادري سان انهن جيڪي منطقي ۽ عقلي بحث مباحثا ڪيا، انهن مدني درسگاهہ سان ٻانهہ ٻيلي تي، جيڪا ان وقت حضرت محمّد باقر عليہ السلام ۽ حضرت جعفر صادق عليہ السلام جي نگهباني هيٺ عروج تي پهتل هئي، جلدئي عربن منجهہ فلسفاڻن لاڙن جي ترقي لاءِ رهنمائي ڪئي. صدين کان پارسي ۽ عرب يوناني فلسفي کان واقف ٿيندا پئي آيا. جستينن جي راڄ جي شروعات کان ئي نسطورين پاڙ کي خسرو جي حڪمراني واري علائقي ۾ پکيڙي ڇڏيو هيو پر جيستائين اسلام مڙني مختلف عنصرن کي گڏائي هڪڙي مجموعي نظام ۾ ڪونہ آندو تيستائين يوناني سائنس ۽ ثقافت مغربي ايشيا جي ذهني اوسر تي ڪو حقيقي اثر ڪونہ ڪيو هيو. اهو اموي گهراڻي جي حڪمراني جو آخري

زمانو هيو جڏهن ڪيترائي مسلمان مفڪر ميدان ۾ اچي ويا جن اهڙن مسئلن کي بحث جو موضوع بڻايو جيڪو ان وقت جي ذهنن کي گهڻو متاثر ڪندڙ موضوع هيو. انهن مفڪرن جي خيالن ۽ تصورن ايندڙ نسل جي سوچن تي گهرو اثر ڪيو.

بهرحال، اها ئي هجري صدي هئي جڏهن مسلمانن جي ادبي ۽ سائنسي مشغولي سنجيدگي سان شروع ٿي ۽ عربن طرفان شهرن ۾ رهائش اختيار ڪرڻ جو عمل ان جو اهم محرڪ بڻيو. هيستائين اهي انهن قومن کان جن کي محڪوم بڻايو هئائون، الڳ ٿلڳ خيمن ۾ رهندا هيا. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه انهن تي فتح ڪيل ملڪن ۾ ملڪيتون خريد ڪرڻ يا رعيتي قومن سان شادي وهان ڪرڻ تي پابندي هنئي هئي. ان حڪمت عملي جو مقصد صاف ظاهر هيو. قديم زماني ۽ جديد زماني ۾ سيني فاتح قومن جي تاريخ ۾ اهڙو مثال موجود آهي. برطانوي هندوستان ۾ ۽ فرانسسي الجزائر ۾ ان تي عمل ٿيندو رهيو آهي. اموي پنهنجي حڪمراني جي سموري عرصي دوران عرب معاشري جو بالادست طبقو رهيا يعني محڪوم قومن جي وچ ۾ شاهي لشڪري ٽولو. انهن منجهان اڪثريت جنگي حالتن ۾ قاتل هئي. علم ۽ حڪمت جا شريفاڻي دلچسپي وارا ڪم هاشمين ۽ انصارن جي اولاد لاءِ ڇڏيا ويا هيا. يعني حضرت علي عليه السلام، حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي پونئرن لاءِ. جيئن رومين منجهه قديم زماني ۾ موجود هيو. ائين عرب به پاڻ سان گڏ عربستان مان ڏورانهن علائقن ۾ موجود ڪمي ڪاسبي وارو سرشتو ڪٺي آيا هيا. محڪومن کي ڪمي ڪاسبي واري حيثيت ڪري تحفظ ۽ رعايت جي سهوليت ملي ويندي هئي، جڏهن ته فاتحن کي وڏيڪ ماڻهن ڪري واڌو اُپت حاصل ٿي ويندي هئي. ائين ئي اوير ۽ اولهه ۾ سرڪرده مقامي ڪٽنبن خود بخود ناليوارن بدوي قبيلن سان تعلقات پيدا ڪيا ۽ ائين مفتوح ”مولا“ يا پورهيت بڻجي ويا. نه ڪي پنهنجن فاتحن جا آزاد ڪيل غلام جيئن غلط سمجهيو ويو آهي. اموي حڪمراني دوران علمي فضيلت ۽ علم ۽ هنر جي آبياري هاشمين ۽ ٻين مهاجرن ۽ انصارن جي اولاد مان، جيڪي مديني جي قُرلُٽ کان پوءِ پڇي وڃڻ ڪري بچي ويا هيا. انهن پورهيتن جي حصي ۾ آئي. عباسين جي اقتدار ۾ اچڻ سان هڪڙي نئين دور جو آغاز ٿيو. عباسي فارس وارن

جي مدد سان اقتدار ۾ آيا هيا، اهي پنهنجي حڪمراني برقرار رکڻ لاءِ عربستان مان آيل فوجي نوآبادڪارن جي ناقابل اعتبار دوستي جي مقابلي ۾ گهٽ ڪري پنهنجي رعيت جي عام جماعت جي وفاداري ۽ خيرخواهي تي ڀروسو ڪندا هيا. ابوالعباس سفاح جي هٿ ۾ حڪومت جون واڳون صرف ٻن سالن لاءِ رهيون. منصور جيڪو ان جو ڀاءُ ۽ جانشين هيو توڙي جو آلِ فاطمہ سان سندس سلوڪ ظالماڻو هيو پر وڏي پائي جو سياستدان هيو. ان حڪومت کي منظم ڪيو هڪڙو مستقل لشڪر ۽ پوليس جو عملو مقرر ڪيائين. انتظامي سرشتي کي مستحڪم ۽ مضبوط بڻايائين. عربن، خاص طور تي، هيستائين پاڻ کي هٿيارن جي ڏنڌي سان لاڳاپيل رکيو هيو پر منصور طرفان اختيار ڪيل حڪومتي طريقي انهن جي صلاحيت کي هڪڙو نئون رُخ ڏنو. انهن شهرن ۾ رهائش اختيار ڪئي، جاگيرون خريد ڪيائون، جنهن ذوق ۽ شوق سان پهريائين اهي جنگي سرگرمين ۾ حصو وٺندا هيا، انهي ساڳي گرمجوشي سان ادب جي آبياري ڪرڻ لاءِ پاڻ کي وقف ڪري ڇڏيائون.

فرات جي شاهوڪار ۽ زرخيز ماٿري جنهن کي اولهہ ايشيا جون ٻہ نديون پاڻي سان سيراب ڪنديون آهن، قديم زمانن کان تهذيب جو مرڪز ۽ سلطنت جي گادي جو هنڌ رهندي آئي آهي. هي اهوئي علائقو آهي جتي بابُل، مدائن (طيسفون Ctesiphon)، ۽ سلوشيہ (Seleucia) جون تهذيبون ڪاميابي سان ابريون هيون. ان دور ۾ اتي بصري ۽ ڪوفي جا شهر پنهنجن بي لغام ۽ تيز طبع رهاڪن سان آباد هيا. مسلمانن جي پهرين فتح کان وٺي بصرو ۽ ڪوفو تجارتي سرگرمين جا مکيہ مرڪز تي ويا هيا. ڪوفو ڪنهن زماني ۾ حڪومت جي گادي جو هنڌ بہ هيو. بصري ۽ ڪوفي ۾ اوير جا سمورا جوشيلا ماڻهو اچي گڏ تي ويا هيا. جيڪي ياتہ اُموين جي بگڙيل گادي واري هنڌ ڏانهن وڃي ڪونہ سگهندا هيا يا وڃڻ ڪونہ گهرندا هيا. عباسين جي دِل ۾ دمشق لاءِ نہ صرف ڪائي ڪشش ڪونہ هئي پر اها خطري جي جاءِ هئي: باقي بصري ۽ ڪوفي جي ماڻهن جي بي ڀروسي ۽ ڦرڻي گهرڻي طبيعت، انهن شهرن کي حڪومت جي گادي جو هنڌ هجڻ لاءِ غيرمناسب ڪري ڇڏيو هيو. منصور کي پنهنجي گادي جي هنڌ لاءِ ڪنهن جاءِ جي ڳولا هئي ۽ آخرڪار انهي علائقي تي نظر پيس جتي هاڻي بغداد موجود آهي، جيڪو بصري کان ندي رستي ڇهن ڏينهن جو پنڌ آهي.

چيو وڃي ٿو تہ بغداد جو علائقو فارس جي مشهور بادشاھ ڪسرا نوشيروان جو اونهاري لاءِ تفريحي ماڳ هيو ۽ ان جي عادل حڪمران طور عزت پٽيان ان تي " باغِ داد " يعني عدل جو باغ نالو پيو. پارسي بادشاهت جي خاتمي سان اهو مشهور باغ بہ اُجڙي ويو جتي ايشيا جو شهنشاھ پنهنجي رعيت کي انصاف فراهم ڪندو هيو. بهرحال روايت ان جي نالي کي زنده رکيو. اهو خوبصورت ماڳ جيڪو مرڪزي بہ هيو تہ صحت بخش بہ. منصور جي اکين کي وڻي ويو ۽ ان وقت جي تعميراتي ماهرن جي جادوئي لٺ جي هڪڙي ڌڪ سان خليفن جو شاندار شهر ائين ڌرتي جي مٿاڇري تي وجود ۾ اچي ويو جيئن چوپيٽر ديوتا جي حڪم سان سامونڊي ديوي وينس اوچتو سمنڊ جي لهرن مان نڪري آئي هئي.

منصور وارو بغداد 145ھ ۾ دجلہ جي اولهندي ڪناري تي آباد ڪيو ويو هيو. ڪجھ عرصي کان پوءِ هڪڙو ٻيو شهر ـ نئون بغداد ـ خلافت جي شاهي شهزادي يعني ولي عهد جي سهڪار سان، جنهن خليفي ٿيڻ کان پوءِ "المهدي" جو لقب اختيار ڪيو دريا جي اوڀرندي ڪناري تي آباد ٿيو. اهو نئون شهر پنهجين اڏاوتن ۽ عمارتن واري شان مان ۾ منصور واري شهر جي خوبصورتي ۽ شان و شوڪت جو مقابلو هيو. اولھ ايشيا کي لتاڙيندڙ چنگيزخان جي تباھ ڪُن ڪٽڪن، جن عربي تهذيب جي هر نشاني کي تباھ ۽ برباد ڪري ڇڏيو هيو. کان اڳ بغداد هڪڙو خوبصورت ۽ پُرڪشش ڏيک ڏيندو هيو ۽ مسلمان خليفن لاءِ هڪڙو مناسب گاديءَ جو هنڌ هيو.[1]

منگولن هٿاران تاراج ٿيڻ کان اڳ بغداد شهر جي سونهن ۽ شان وشوڪت کي شاعر "انواري" جيڪو قصيده گو شاعرن جو بادشاھ آهي، هيٺين شاندار سٽن ۾ لازوال بڻائي ڇڏيو آهي:

خوشا نواحي بغداد جاءِ فضل و هنر
کہ کس نشان ندهد درجهان چنان ڪشور
سوادِ او بمثل چون سپهر مينا رنگ
هواي او بصفت چون نسيم جان پرور

---

[1] عباسي خليفن جي دور ۾ بغداد جي تفصيل جي باري ۾ ڏسو ڪتاب اسلام جي مختصر تاريخ "شارٽ هسٽري آف ساراشينس."

نجاصيت همہ سنگش عقيقِ لُولُوبار
بمنفعت همہ خاڪش عبيرِ غاليہ بر
صبا سرشتہ نجاڪش طراوت طوبيٰ
هوا نهفتہ در آبش حلاوتِ ڪوثر
ڪنارِ دجلہ ز ترڪانِ سيتمن خلخ[1]
ميانِ رحبہ ز خوبانِ ماه رخ ڪشمر
هزار زورقِ خورشيد شڪل بر سرِ آب
بدان صفت ڪہ پراگنده بر سپهر شرر

بغداد کي دارالسلام"سانت جو شهر" وارو جيڪو نالو ڏنو ويو اهو هڪڙي پيشنگوئي مان ورتو ويو هيو. جيڪا شاهي نجومي نوبخت ڪئي هئي تہ خليفن مان ڪنهن جي بہ ان شهر جي چوديوارن اندر وفات ڪونہ ٿيندي، ۽ اها پيشنگوئي عجيب نموني سان 37 خليفن جي معاملي ۾ صحيح نڪتي. اولياء الله مان گهڻا ماڻهو جن جون قبرون ان شهر اندر يا ڀرپاسي ۾ آهن ۽ جن جون مزارون سيني مسلمانن لاءِ تعظيم جون جايون آهن. انهن بغداد کي حصن الاوليا "روحانيت جو چپر ڇانء" جو لقب ڏياريو. هن شهر ۾ وڏن اڪابر امامن ۽ ديندار مشائخن جا روضا آهن. هتي حضرت امام موسيٰ ڪاظم عليہ السلام ابدي آرام ۾ آهن، ۽ هتي حضرت عبدالقادر جيلاني رحمت الله تعاليٰ عليہ، امام ابوحنيفہ رحمت الله تعاليٰ عليہ، حضرت جنيد بغدادي رحمت الله تعاليٰ عليہ ۽ مولانا شبلي رحمت الله تعاليٰ عليہ جهڙن ڪامل عارفن جا مقبرا آهن.

امامن سڳورن ۽ مشائخ عظام جي مزارن جي وچ ۾ خليفن ۽ انهن جي زالن جون قبرون هيون. شهر ۾ بي شمار مدرسن، ڪاليجن ۽ اسڪولن منجهان بہ درسگاهون پنهنجي علمي درجي ۽ شاگردن جي تعداد ڪري اهميت ۾ ٻين سيني مٿان سرسي رکندڙ هيون. اهي "مدرسہ نظاميہ" ۽ "مدرسہ مستنصر" واريون درسگاهون هيون، جن مان پهرين پنجين هجري صدي جي پهرين اڌ ۾ سلجوقي سلطان ملڪ شاه جي وزير نظام الملڪ پاران قائم ڪئي وئي هئي ۽ ٻي ان کان ٻہ صديون پوءِ خليفي مستنصربالله پاران قائم ڪئي وئي هئي.

---

[1] ڪٿئي (Cathay) ملڪ جو هڪڙو شهر جيڪو اتان جي عورتن جي حسن ڪري مشهور آهي.

خليفن جي زماني جي تهذيب وتمدن جو هڪڙو تاريخدان ٻڌائي ٿو "اها مجيل حقيقت آهي تہ جنهن حڪمران جي اخلاقي ۽ ذهني صلاحيتن ان جي فطرت جي ڪجهہ اونداهن پهلوئن کي وساري ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ان ئي وڏي دانائي ۽ فڪري تحريڪ کي سگهہ ڏني، جنهن جوان وقت اسلامي دنيا ۾ آغاز ٿيو."[1]

اهو منصور جي هدايت تي ٿيو تہ ٻين ملڪن جي ٻولين ۾ علم ۽ ادب جو لکيل مواد پهريون ڀيرو عربي ٻولي ۾ ترجمو ٿيو. پاڻ بہ وڏو داناء ۽ رياضيدان هيو. ونس هندوستاني ڪهاڻين جا مشهور مجموعا "هت اپديشي" (Hitopadesa)، علم فلڪيات تي هندوستان جو مشهور ڪتاب سڌانتا (Sidhanat)، ارسطو جا ڪيترا ڪتاب، ڪلاڊيوس بطلومي (Claudius Ptolemy) جو علم نجوم تي لکيل ڪتاب المجسطي (الماگيت Almagest)، اقليداس (يوڪلڊ Euclid) جا ڪتاب، ان سان گڏوگڏ ٻيا يوناني، بازنطيني، فارسي ۽ شامي ڪتاب جيڪي عربي ٻولي ۾ ترجمو ڪرايل هيا، موجود هيا. مسعودي بيان ڪري ٿو تہ جيئن ئي اهي ترجما ڇپجي پڌرا ٿيا تہ ماڻهو انهن کي تمام گهڻي ذوق شوق سان پڙهڻ لڳا. منصور جا جانشين نہ صرف عالمن جا گرم جوش سرپرست هيا، جيڪي هر طرف کان گادي واري شهر ڏانهن تولا ڪري ايندا هيا، پر خود پاڻ بہ علم جي هر شاخ ۾ محنت ڪندا هيا. انهن جي زماني ۾ عربن، ٻين لفظن ۾ وسيع سلطنت جي انهن گهڻين قومن، جيڪي خلافت جي دائري ۾ شامل هيون، حيران ڪن تيزي سان علمي ترقي ڪئي.

دنيا جي هر عظيم قوم جو پنهنجو سونهري دور گذريو آهي. اٿينس لاءِ پيرڪلين (Periclean) وارو دور هيو ۽ روم لاءِ آگسٽن (Augustan) وارو زمانو ائين اسلامي دنيا جو پڻ پنهنجي شان شوڪت جو هڪڙو دور هيو. اسان انصاف ڪندي صرف متوڪل جي زماني ۾ ٿيل مختصر رڪاوٽ کي ڇڏي، انهي دور ڏانهن ڏسي سگهون ٿا جيڪو منصور جي گادي نشيني کان وٺي معتضد بالله جي وفات تائين گذريو. اهو دور وڏيڪ عظمت ۽ شان و شوڪت وارو نہ، تہ بہ ملندڙ جلندڙ ذڪر

---

[1] ڏسو ڪرمر (Kermer) جو ڪتاب Culturgeschichte des Orients under den Chalifen جلد ٻيو صفحو 412.

لائق زماني وارو دور هيو. پهرين ڇهن عباسي خليفن جي زماني ۾ بلڪ خاص طور تي مامون رشيد جي زماني ۾ مسلمان تهذيب جو هڪڙو سرواڻ جڙيو هيا. هڪ طرف خاتمي کي ويجهو پهتل يونان ۽ روم جا بيش بها خزانا هيا ته ٻئي پاسي فارس جا، ۽ زمانن کان پنهنجي ننڍ ۾ ستل گهٽو پرانهان ملڪ چين ۽ هندوستان. عرب قوم پنهنجي مخصوص لچڪدار ذهانت ڪري ۽ ان سان گڏوگڏ پنهنجي مرڪزي حيثيت ڪري ترجيحي طور انسانذات جا رهبر ٿيڻ جا اهل هيا. عظيم پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہٖ وسلم، جنهن کين هڪڙي قوميت ۽ ضابطو عطا ڪيو هيو. طرفان اتساهه پيدا ڪرائيندڙ هدايتن هيٺ، ۽ پنهنجن حڪمرانن طرفان همتائڻ ڪري عربن اوير ۽ اولهه وارن ملڪن کان دانائي جا خزانا حاصل ڪيا ۽ انهن کي آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہٖ وسلم جي تعليمات ۾ شامل ڪيائون ۽ سپاهين جي قوم منجهان عالمن جي قوم ٿيڻ شروع ڪيائون. همبولٽ (Humboldt) ٻڌائي ٿو ”عرب خوش قسمتي سان فرات کان وٺي وادي الڪبير ۽ وچ آفريڪا جي قومن تي اثرانداز ٿيڻ ۽ انهن جي وچ ۾ رابطي جو ڪردار ادا ڪرڻ واري خاص حيثيت رکندڙ هيا. انهن جي بي مثال ذهانت واري سرگرمي دنيا جي تاريخ ۾ هڪڙو منفرد نشان رکي ٿي.“

اُموين جي زماني ۾ اسان کي ائين ٿو لڳي ته مسلمانن لاءِ وڏي آزمائش جو دور هيو جنهن ۾ اهي ان عظيم ڪم جي لاءِ جنهن جي کين ذميواري ڏني وئي هئي، پاڻ کي تيار ڪري رهيا هيا. عباسين جي دور ۾ اهي دنيا جي علم ۽ حڪمت جي خزانن سان مالامال ٿي ويا. خليفن جي ايلچين آڳاٽي دور جي گڏ ٿيل علمي خزانن لاءِ ڌرتي جي چپي چپي ۾ ڳولا ڪئي; اهي علمي خزانا گادي واري شهر ۾ ڪٺي آيا ۽ علم جي شوقين ۽ قدردان ماڻهن آڏو کولي رکيائون. هر ڏسا ۾ اسڪول ۽ درسگاهون کُلي ويون; هر شهر ۾ ايندڙ ويندڙ ماڻهوءَ لاءِ بنا في وارا عوامي ڪتب خانا کُلي ويا; قرآن شريف جي تلاوت سان گڏ قديم زماني جي عظيم دانائن جي ڪتابن جو مطالعو ٿيڻ لڳو. جالينوس (Galen)، ڊايوسڪورائڊيز (Dioscorides)، ٿيمسٽيس (Themistius)، ارسطو (Aristotle)، افلاطون (Plato)، اقليدس (يوڪلڊ Euclid)، بطليموس (Ptolemy) ۽ اپولونيس (Apollonius) سيني کي مناسب خراج

تحسين پيش ڪيو ويو. حڪمران پاڻ پنهنجي سر ادبي گڏجاڻين ۽ فلسفاڻن مذاڪرن ۾ شرڪت ڪندا هيا. انسانذات جي تاريخ ۾ پهريون دفعو مذهبي ۽ دنياوي حڪومت کي پنهنجين ڪاميابين ۾ تياري ڪندي ۽ شرڪت ڪندي، ۽ پنهنجو پاڻ کي فلاسافي سان سهمت ٿيندي ڏٺو ويو.

سلطنت جو هر شهر علم و هُنر جي آبياري ڪرڻ ۾ ٻئي شهر کان گوءِ کٽڻ ۾ ڪوشان هوندو هو. گورنر ۽ علائقائي حاڪم بادشاهه جي مثال تي هلڻ جي ڪوشش ڪندا هيا. آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فرمان مطابق، علم جي ڳولا ۾ سفر ڪرڻ هڪڙي مقدس ذميواري هئي. ڌرتي جي هر ڪنڊ ڪڙڇ کان شاگرد ۽ اوستاد مسلمان عالمن جا درس ٻڌڻ لاءِ قرطبہ (Corodova)، بغداد ۽ قاهره ڏانهن تولا ٿي ايندا هيا. عيسائي پڻ يورپ جي ڏورانهن علائقن کان اسلامي درسگاهه ۾ پڙهڻ لاءِ ايندا هيا. ڪيترا ماڻهو جيڪي بعد ۾ عيسائي چرچ جا سربراهه ٿيا، انهن پنهنجي علمي فضيلت مسلمان اوستادن کان حاصل ڪئي.[1] معيزالدين الله جي زماني ۾ قاهره جي اوج عباسي ۽ فاطمي گهراڻن جي خليفن جي وچهر علم جي سرپرستي لاءِ مقابلي جو جوش پيدا ڪيو. المعز جڻ مغرب جو مامون هيو يا ائين چئجي تہ مسلم آفريڪا جو ميسيناس (Maecenas)[2] هيو. اهو مسلم آفريڪا جيڪو ان زماني ۾ اتڪل سڄي ڪنڊ تي يعني مصر جي اوڀرندي سرحد کان ائٽلانٽڪ سمنڊ (بحرِ اوقيانوس) جي ڪناري ۽ صحرا جي ڪناري تائين پکڙيل هيو. معز ۽ ان جي پهرين ٽن جانشينن جي زماني ۾ علم ۽ هُنر حڪمرانن جي خصوصي ۽ دلچسپي واري سرپرستي هيٺ ترقي ماڻيندا رهيا. معز قاهره ۾ جيڪا وڏي درسگاهه (يونيورسٽي)۔ دارلحڪمت ـ يعني "سائنسي ادارو" قائم ڪيو اهو هڪڙو اهڙو ادارو هيو جنهن جو تصور بہ يورپ جي ذهن ۾ ان وقت تائين پيدا ڪونہ ٿيو

---

[1] مثال طور جربرٽ (گربرٽ Gerbert) جيڪو بعد ۾ پوپ سالوسٽر ٻيو (Pope Sylvester II) ٿيو ان قرطبہ ۾ تعليم حاصل ڪئي هئي.

[2] ميسيناس روم جو هڪڙو سياسي مدبر هيو. يورپ ۾ علم جي سرپرستي لاءِ ان جو نالو مثالي چوٽي ٿيل آهي.(اردو مترجم)

جيستائين بيڪن (Bacon) ڪيترين صديون پوءِ هڪ مثالي يونيورسٽي جو خاڪو پيش ڪيو. فاس (فيضFaiz ) جا ادريسي ۽ اسپين ۾ موري (Moorish) حڪمران ادب ۽ فن جي سرپرستي ڪرڻ لاءِ هڪٻئي سان مقابلي ۾ هيا. اٽلانٽڪ (بحرِ اوقيانوس) جي سامونڊي ڪناري ڪان اوپر طرف هندي سمنڊ تائين. بلڪ پئسفڪ (بحرالڪاهل) جي ڏوراهن علائقن تائين مسلمانن جي رهنمائي ۽ حمايت هيٺ علم ۽ حڪمت جو آواز بلند هيو. جڏهن عباسي گهراڻو مشرقي سلطنت وڃائي ويٺو تہ اهي حاڪم جيڪي انهن علائقن ۾ حڪومت جون واڳون سنڀاليون ويٺا هيا. جيڪي ڪنهن زماني ۾ خليفن جي گڏيل دنياوي حڪمراني هيٺ هيا. انهن پنهنجن سردارن وانگر جن ڪان حڪومت ملڻ جي دعوا رکيون پئي آيا. علم ۽ ادب کي ساڳيو تحفظ مهيا ڪيائون. ملائيت طرفان اقتدار تي قبضي. علم دشمني ۽ حڪمت آزاري جي باوجود. اهو شاندار دور تاتاري ڪتڪن هٿان بغداد جي تباهي ۽ بربادي تائين جاري رهيو. پر مزي جي ڳالھ اها آهي تہ انهن چڱڙواڳ جهنگلين. جن خلافت جو تختو اونڌو ڪيو هيو ۽ تهذيب کي برباد ڪيو هيو. جيئن ئي اسلام کي پنهنجو مذهب اختيار ڪيو تہ هڪدم علم ۽ حڪمت جا پرجوش محافظ ٿي ويا!

انهي دور ۾ عيسائي دنيا ۾ علم ۽ حڪمت جي ڪهڙي حالت هئي؟ قسطنطين(ڪانٽنسٽائين) ۽ ان جي قدامت پرست جانشينن جي دور ۾ طب ۽ حڪمت جا ادارا هميشہ لاءِ بند ڪيا ويا هيا. غير اهلِ ڪتاب بادشاهن جي دلچسپي سان جيڪي عوامي ڪتب خانا قائم ڪيا ويا هيا انهن کي تباھ و برباد ڪيو ويو هيو. علم ۽ حڪمت کي "جادو وانگر حرام يا بغاوت واري سزا جو مستحق" قرار ڏنو ويو هيو. علم(سائنس) ۽ ادب جي پاڙ پٽي ڇڏي هئائون. دنياوي علمن خلاف ڪليسا وارن کي جيڪا نفرت هئي ان عيسائي عالمن جي انهيءَ چوٽي "جهالت عقيدت جي ماءُ آهي" ۾ پنهنجي اظهار جو رستو ڳولي لڌو. ۽ پوپ گريگوري اعظم (Pope Gregory the Great) جيڪو ڪليسا جي بالادستي جو بانيڪار هيو. ان روم مان مڙني سائنسي اڀياسن کي نيڪالي ڏياري ڇڏي ۽ آگسٽس سيزر (Augustus Caesar) پاران قائم ڪيل شاهي ڪتب خاني کي ساڙائي ڇڏيائين. ۽ ائين علم ۽ ترقي

دشمن نظرئي کي هٿي وٺرايائين. ان يوناني ۽ روم جي قديم ليکڪن جي ڪتابن کي پڙهڻ کان منع ڪئي. ان جي جاءِ تي ان ديومالائي (صفياتي) عيسائيت کي جائز قرار ڏئي رائج ڪيو جيڪا درويش ماڻهن جي باقيات ۽ تبرڪات کي پوڄڻ واري عقيدي سان يورپ جي ٻين مذهبن مٿان فوقيت رکندڙ مذهب طور صدين تائين جاري رهي. قدامت پرست عيسائيت طرفان ادب ۽ سائنس تي پابندي پيل هئي ۽ اهي پاڻ کي صرف ان وقت پابندي مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ ۾ ڪامياب ٿيا جڏهن فڪر جي آزادي انساني ڏاهپ جي ترقي خلاف قدامت پرستي طرفان بيهاريل رنڊڪون ٽوڙي ڇڏيون.

عبدالله مامون کي واجبي طور عربن جي آگسٽس جو خطاب ڏنو ويو آهي. "اهو انهيءَ حقيقت کان بي خبر ڪونه هيو ته جن ماڻهن جون زندگيون پنهنجي عقلي صلاحيتن جي ترقي لاءِ وقف ٿيل آهن اهي الله تعاليٰ جا چونڊيل، ان جا بهترين ۽ نهايت ڪارائتا ٻانها آهن..... ڇو ته علم ۽ حڪمت جا اوستاد دنيا جا حقي قانون ساز ۽ روشني جا مينار آهن.[1]

مامون کان پوءِ ڪيترائي ذهين شهزادا ان جا جانشين ٿيا، جن ان جي ڪم کي جاري رکيو. مامون ۽ ان جي جانشينن جي زماني ۾ بغداد جي درسگاه جي اهم امتيازي وصف، حقي ۽ نمايان انداز وارو سائنسي مزاج هيو جنهن ان جي مڙني ڪاميابين مٿان سبقت ٿي رکي. وندڙ ۽ ڪٽ (Deductive) جو طريقو جنهن کي هيستائين يورپ وارن فخر سان جديد يورپ جي انفرادي اجاداري ۽ ايجاد سمجهيو ٿي، مسلمان ان کان اڳيئي پوري طرح واقف هيا. ڄاتل کان اڻ ڄاتل (معروف کان مجهول) ڏانهن قدم وڌائيندي بغداد جي درسگاه اثر کان سبب (معلول کان علت) جي معلومات حاصل ڪرڻ خاطر قدرتي نظارن (مَظاهر) جي اصل حقيقت سمجهڻ جو پتو لڳايو ۽ صرف اهڙين شين کي تسليم ڪيو جن جو ثبوت تجربي مان حاصل ٿي سگهي ٿو. اهي ئي اصول هيا جيڪي مسلمان اوستادن طرفان پڙهايا ويندا هيا." جنهن ليکڪ جي راءِ جو اسان حوالو ڏئي رهيا آهيون اهو اڳتي ٻڌائي ٿو "نائين هجري صدي جا عرب اهڙي ڪارائتي اصول جي ڄاڻ رکندڙ هيا

---

[1] ابوالفرج.

جيڪو گهڻي زماني کان پوءِ جديد زماني جي محققن جي هٿن ۾ اچي انهن جي نهايت خوبصورت انڪشافن جو وسيلو ثابت ٿيو هيو.“

انهي زماني ۾ جيڪي سائنسدان ۽ علمي ماهر رهندا هيا، انهن جي ڳاڻاٽي کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪيترن جلدن لکڻ جي ضرورت پوندي، جن مان سيني، ڪنهن نہ ڪنهن نموني ۾ انساني ترقي جي تاريخ تي پنهنجا نشان ڇڏيا. نهايت پراڻن فلڪياتي ماهر(هيئت دان) عربن مان ماشاءالله ۽ احمد النهاوندي منصور جي دور ۾ رهندا هيا. احمد بن حنبل جنهن کي ابوالفرج پنهنجي زماني جو فوئنخس (Phoenix) سڏيو آهي، ان سج، چنڊ ۽ فلڪي سيارن ۽ قدرتي شين جي خاصيت ۽ ڇُرپُر کي پرکڻ ۽ سمجهڻ جي باري ۾ ڪيترائي قيمتي رسالا لکيا. اهڙو ڪم جيڪو اڄاتائين سائنسدانن طرفان داد وصول ڪرڻ جو حقدار آهي. احمد نهاوندي پنهنجي مشاهدي جي بنياد تي ستارن بابت ”المستمل“ نالي هڪڙي جدول(زيج) ٺاهي جيڪا يونانين ۽ هندن، ٻنهي جي خيالن مٿان هڪڙو فيصلہ ڪُن اضافو هئي. مامون جي دور ۾ بطليموس جي ڪتاب المجسطي (الماگيث Almagest) جو ٻيهر ترجمو ٿيو ۽ سيند بن علي (Send bin Ali)، يحيٰ بن علي منصور، خالد بن عبدالملڪ جهڙن مشهور فلڪياتي ماهرن طرفان تصديق ٿيل جدولون (ازياج) ٺاهيون ويون. ڏينهن رات جي ننڍ وڏائي، سج ۽ چنڊ گرهڻ، پڇڙتارن جو ظاهر ٿيڻ ۽ ٻي فلڪياتي دنيا جي باري ۾ انهن جا مشاهدا وڏي اهميت وارا هيا ۽ انساني علم ۾ گهڻو اضافو ڪيائون.

محمد بن موسيٰ خوارزمي مامون جي هدايتن پٽاندڙ سُڌنتا (سڌانت) يعني هندوستاني جدولن(زيج هنديٰ) جو حاشين ۽ تبصرن سان نئون ترجمو ڪيو. الڪِندي مختلف موضوعن مثلاً رياضي، جاميٽري، فلاسافي، فلڪيات، طِب ۽ بينائي (ڏسڻ ـ بصارت) تي ٻہ سئو رسالا لکيا. يوناني ٻولين جو ڄاڻوگر هجڻ ڪري ان اٿينس ۽ اسڪندريہ جي اسڪولن مان ڪجهہ معلومات کي سهيڙيو جنهن کي ان پنهنجي قيمتي رسالن ۾ شامل ڪيو. سيديلٽ (Sedillot) ٻڌائي ٿو ”ان جون لکڻيون دلچسپ ۽ عجيب معلومات سان ڀريل آهن.“ ابومعشر، جنهن جي نالي کي وچين دور(قرونِ اسطيٰ) جي يورپين بگاڙي ”ابومزر“ (Abumazar) ٻڌائي ڇڏيو فلڪياتي دنيا کي پنهنجي تحقيق جو خصوصي موضوع بڻايو ۽ ”زيج ابي معشر“ يعني ابو معشر جي جدول اڄ

تائين فلڪياتي علم جي مکيہ ذريعن مان هڪ رهي آهي. موسيٰ بِن شاڪر جي پٽن، محمد، احمد ۽ حسن، جيڪي مامون ۽ ان جي پهرين ٻن جانشينن جي دور ۾ رهندا هيا، طرفان خاص طور تي سج ۽ ٻين فلڪياتي سيارن جي سراسري چُرپُر جي پرک جي باري ۾ پيش ڪيل معلوماتون ايترو مڪمل طور تي ٺيڪ آهن جيترو يورپ جون تازيون معلوماتون. انهن وٽ جيڪي معمولي اوزار هيا ان تي غور ڪندي چئي ٿو سگهجي تہ انهن هڪڙي عجيب طريقي جي تحقيق سان سج ۽ ڌرتي جي مدار واري گردش کي ڳولي لڌو ۽ پهريون دفعو چنڊ جي اوچاين ۾ ٿيندڙ ڦيرگهير جي نشاندهي ڪيائون. ڏينهن جي گهٽ وڌ ٿيڻ واري نظام جي تسلسل ۽ سج جي بلغدي جي حرڪتن (جن کان يوناني مڪمل طور اڻ واقف هيا) جو انهن ڪمال درستگي سان مشاهدو ڪيو ۽ انهن جو تعين ڪيائون. انهن ڳاڙهي سمنڊ جي ڪناري تي هڪڙي درجي جي ماپ ڪري ڌرتي جي وزن جو اندازو لڳايو. اهو ڪارنامو ان وقت ٿيو جڏهن عيسائي يورپ شدمد سان دعوا ڪري رهيو هيو تہ ڌرتي سنئين سڌي آهي. ابوالحسن ٽيلسڪوپ (دوربين) ايجاد ڪئي، جنهن جي وصف اهو هيئن ڪري ٿو "هڪڙي نلڪي جنهن جي ٻنهي چيڙن تي نظر جا شيشا لڳل آهن" اهي "نلڪيون" بعد ۾ سڌاريون ويون ۽ قاهره ۽ مراغہ (Maragha) جي فلڪي تجربيگاهن(رسدگاهن) ۾ وڏي ڪاميابي سان استعمال ڪيون ويون. موسيٰ بِنِ شاڪر جي پٽن[1] جي عظيم ڪم کي النيريزي (Al_Nairezi) ۽ محمد بِن عيسيٰ ابوعبدالله جاري رکيو. البتاني جي اچڻ کان اڳيئي مسلمان قديم ماهرن جي فلڪياتي علم جي ڪچي جاڻ مان هڪڙي باضابطہ ۽ ترتيب ڏنل سائنس جي جوڙجڪ ڪري چڪا هيا. توڙي جو بعد ۾ اچڻ وارا فلڪياتي ماهر البتاني[2] کان گوءِ کٽي ويا پر پوءِ بہ اهو فلڪياتي علم جي اوستادن ۾ اوچو مقام رکي ٿو. هڪڙو باصلاحيت ليکڪ اعلان ڪندي چوي ٿو تہ ان عربن منجهہ ساڳيوئي ڪردار ادا ڪيو جيڪو

---

[1] انهن جا نالا مٿي اچي ويا آهن. محمد بن موسيٰ بن شاڪر 259 هجري(873ع) ۾ فوت ٿيو.

[2] ابوعبدالله محمد بن جابر بن سنان البتاني، حران جو رهاڪو هيو. ان جي وفات 317هه(30_929ع) ۾ ٿي.

يونانين منجھ بطليموس ادا ڪيو هيو. ان جون فلڪياتي جدولون جيڪي لاطيني ٻولي ۾ ترجمو ٿيون. ڪيترين صدين تائين يورپ ۾ فلڪياتي علم لاءِ ابتدائي ڪم جو بنياد مهيا ڪنديون رهيون. بهرحال ان کي گھڻي شهرت رياضي جي دنيا ۾ ملي، انهيءَ ڪري جو ان فلڪياتي سيارن جي هيئت معلوم ڪرڻ ۽ ٽڪنڊن (ٽرگناميٽري) جي ماپ معلوم ڪرڻ لاءِ سڌي ليڪ جي بجاءِ سائن (Sine) ۽ ڪوسائن (Cosine) کي متعارف ڪرايو.

ڏهين عيسوي صدي جي آخر ۾ بغداد ۾ جيڪي لاتعداد فلڪياتي ماهر رهندا هيا انهن ۾ ٻه ماڻهو سڀني کان گھڻو نامور هيا: اهي علي بن اماجور ۽ ابوالحسن علي بن اماجور هيا جيڪي عام طور تي بنواباجور طور سڃاتا وڃن ٿا. اهي چنڊ جي حرڪتن جو حساب لڳائڻ واري ڏاهپ ڪري مشهور آهن.

سال بسال مرڪزي حڪومت جي ڪمزوري ڪري ڏورانهن علائقن ۾ خلافت جي اثر رسوخ کي قائم ڪرڻ مشڪل ٿيندو پئي ويو تنهن ڪري ڏهين عيسوي صدي جي آخر ڌاري سلطنت جي سرحدي علائقن ۾ ڪيترائي نيم خودمختيار سردار اٿي کڙا ٿيا. اسپين ته عباسين جي هٿ مان انهن جي حڪمراني شروع ٿيڻ سان ئي نڪري ويو هيو. ان ئي زماني ۾ بنو ادريس وارن فاس ۾، بنو رستم وارن تاهرت ۾، ۽ بنو اغلب وارن آفريڪا جي قيروان ۾ پنهنجون پنهنجون سلطنتون قائم ڪيون. بهرحال، جلدئي انهيءَ ڪنڊ جو سڄو اتريون علائقو بني فاطمہ وارن جي سرپرستي ۾ اچي ويو ۽ پوءِ ادب ۽ هنر جو هڪڙو بيو شاندار دور شروع ٿي ويو. فاس، مڪناسا، سجلماسہ، تاهرت، تلمستان، قيروان ۽ انهن سڀني کان وڌيڪ قاهره علم ۽ تهذيب جا مرڪز ٿي ويا. خراسان ۾ طاهرين، ماوراءِ نهر(ترانسوخيانا) ۾ سامانين، بويدن پهريائين طبرستان ۾ ۽ پوءِ ايران ۽ بغداد ۾ خلافتي محلات جي انتظام سنڀاليندڙ طور سائنسدانن ۽ عالمن جي وڏي مالي سهائتا ڪئي. ان زماني جي نهايت وڏن ذهين طبعي ماهرن مان هڪڙو عبدالرحمٰن صوفي هيو. جيڪو بويد امير عضدالدولہ جو گهرو دوست هيو جنهن کي بجا طور تي عربن جو آگسٽس ثاني سڏيو وڃي ٿو. عبدالرحمان ستارن جي

روشني ماپڻ واري شرستي ۾ سڌارو آندو. عضدالدولہ (فناخسرو)[1] جيڪو پاڻ بہ علمي ماهر ۽ رياضيدان هيو ڊرتي جي هر پاسي کان ٽولا ڪري ايندڙ دانشور ماڻهن کي پنهنجي محلات ۾ معزز مهمان طور پليڪار ڪندو هيو ۽ انهن جي سائنسي موضوعن تي بحث مباحثي ۾ حصو وٺندو هيو. خليفي مڪتفي بالله جو پٽ جعفر پوچڙ تارن جي بي قاعده ڇُرپُر جي باري ۾ اهم مشاهدا ڪيا ۽ انهن تي هڪڙو رسالو لکيائين. بيا شهزادا بہ پنهنجن رعيتي ماڻهن سان گڏهوگڏهي ۾ ملائي سائنسي علمن جو مطالعو ۽ تحقيق ڪندا هيا.

بويدن(آلِ بويہ) جي سهڪار سان فلڪياتي ماهرن، طبعي ماهرن ۽ رياضيدانن جي هڪڙي جماعت پيدا ٿي، جنهن منجهان هتي صرف ٻن ماڻهن، الڪوهي ۽ ابوالوفا جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. الڪوهي سيارن جي گردش جي باري ۾ مطالعو ڪيو ۽ ان تي رسالو لکيائين. اونهاري ۽ خزان ۾ سج جي گردش (شمسي چڪر) يعني راس جدي ۽ راس السرطان سان واسطو رکندڙ ان جي انڪشافن انساني ڄاڻ جي خزاني ۾ سٺو اضافو ڪيو. ابوالوفا خراسان جي بزجان شهر ۾ 939ع ۾ ڄائو.[2] ان 959ع کان بغداد ۾ رهائش اختيار ڪئي، جتي ان پاڻ کي رياضي جي علم ۽ فلڪيات جي تحقيق ۾ مصروف ڪري ڇڏيو. ان جي "زيج الشامل" يعني مستحڪم يا عام جدول، ذات جو هڪڙو شاهڪار ۽ مشاهدي جي اعتبار کان عجيب تصنيف آهي. ان فلڪياتي مشاهدن ۽ ٽڪنڊن (Trignometary) ۾ ڪٽيندڙ (قاطع) ليڪ ۽ ڇهندڙ (مماس) ليڪ جي استعمال کي متعارف ڪرايو. موسيو سيڊليٽ (M. Sedillot) چوي ٿو: "پر اهوئي سڀ ڪجھ ڪونہ هيو. بطليموس جي قمري نظرئي جي اڻپوري حالت کي محسوس ڪندي ان پراڻن مشاهداتي راين جي پرک ڪئي، ۽ مرڪز ۽ اخراج جي مساوات کان هٽي ڪري، هڪڙي نئين عدم مساوات ڳولي لڌائين، جيڪا ٻي نہ

---

[1] عضدوالدولہ (ملڪ فناخسرو) بغداد ۾ ڪيترين ئي اسپتالون ۽ يتيم گهر ٺهرايا. ان حضرت علي عليہ السلام ۽ امام حسين عليہ السلام جا نجف ۽ ڪربلا ۾ شاندار روضہ مبارڪ ٺهرايا. شيراز جي ڀرسان جيڪو درياء وهي ٿو ان تي بند ٻڌرائي، جيڪو بندِ امير جي نالي سان مشهور آهي، درياء کي جهازراني جي لاءِ قابل بڻايائين.

[2] ابوالوفا 387 هجري (997ع) ۾ فوت ٿيو.

پر اها ساڳي ڦير گهير آهي جيڪا ڇهه صديون پوءِ ٽيڪو براهه[1] (Tycho Brahe) طرفان پڌري ڪئي وئي.

مصري فاطمين جي زماني ۾ قاهره علم، ادب ۽ سائنس جو نئون مرڪز ٿي ويو هيو. عزيزبالله[2] ۽ حاڪم بامرالله جي دور ۾ ان زماني جي اعليٰ ذهانت وارن ماڻهن مان هڪڙو اِبن يونس[3] رهندو هيو جيڪو لُڏڻي (Pendulum) جو ايجاد ڪندڙ ۽ ان جي جهولڻ ذريعي وقت جو اندازو لڳائڻ جو خالق هيو. بهرحال ان جي شهرت جو سبب "زيج الاڪبرالحاڪمي" نالي ڪتاب وارو عظيم ڪارنامو آهي، جنهن جو عنوان ان پنهنجي سرپرست ۽ حاڪم(حاڪم بامرالله) جي نالي تي رکيو. ان ڪتاب جلدئي ڪلاڊيس بطلومي (Claudius Ptolemy) جي تصنيف جي جاءِ والاري، ان تصنيف کي هيئت دان شاعر عمر خيام (1079) پارسين منجهه روشناس ڪرايو. يونانين ۾ ان کي ڪريسوڪوڪا (Chrysococca) جي ڪتاب سينٽخس (Syntax) ۾ شامل ڪيو ويو منگولن ۾ ان کي نصيرالدين طوسي پنهنجي زيج الخاني جي ذريعي متعارف ڪرايو ۽ چين ۾ 1280ع ۾ ان جو تتبع ڪوچيو ڪنگ (Co_Cheou King) جي فلڪيات جي صورت ۾ ٿيو. ۽ ائين اهو علم جنهن کي چينين جي قديم تهذيب سان منسوب ڪيو وڃي ٿو، اهو تہ بس مسلمانن کان اڌار ورتل روشني آهي.[4]

اِبن يونس 1009ع ۾ وفات ڪئي ۽ ان جي انڪشافات کي ابن نَبدِي جيڪو 1040ع ۾ قاهره ۾ رهندو هيو ۽ حسن بِن هيثم، جيڪو يورپ ۾ عام طورتي "الهزن" جي نالي سان مشهور آهي ۽ جيڪو

---

[1] ڊنمارڪ جو مشهور ماهر فلڪيات(1546 کان 1601ع).اردو مترجم.

[2] عزيزبالله مصر جي عظيم ترين حڪمرانن مان هڪ هيو. اهو پنهنجي رعيت سان محبت ڪندو هيو ۽ رعيت ان سان محبت ڪندي هئي. ان هڪڙي عيسائي عورت سان شادي ڪئي جنهن جي ڀائرن مان هڪڙو جرمياه (Jeremiah) يروشلم جو بطريق ۽ ٻيو آروينس (Arvenius) اسڪندريہ جو بطريق هيو. ٻئي راسخ العقيده ميلڪي (Melkite) فرقي سان تعلق رکندڙ هيا.

[3] ڏسو ضميمو نمبر 3.

[4] سيڊيليٽ (Sedillot) . وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو ضميمو نمبر 3.

وايومنڊل ۾ روشني جي ڪرڻن جي عڪس جو پتو لڳائڻ ڪري مشهور هيو طرفان جاري رکيو ويو. اهو يارهين صدي جي آخر تائين زنده هيو ۽ هڪڙو ممتاز هئيت دان ۽ بينائي (اکين جي نظر) جو ڄاڻوگر هيو. اهو اسپين ۾ ڄائو پر گهڻو ڪري مصر ۾ زندگي گذاريائين. اهو يورپ ۾ بينائي بابت لکيل پنهنجن ڪتابن ڪري گهڻو ڄاتل سڃاتل آهي، جن مان هڪڙو ڪتاب رنزر (Rinser) لاطيني ٻولي ۾ ترجمو ڪيو آهي. ان بينائي جي باري ۾ يونانين جي غلط اندازي کي ٺيڪ ڪيو ۽ پهريون پيرو ثابت ڪيائين ته روشني جا ڪرڻا اکين مان نڪري ٻاهرين شين سان ڪونه ٿا ٽڪرائين پر ٻاهرين شين کان ئي آکين ۾ اندر اچن ٿا. ان اکين جي اندرئين تنتي پردي کي نظر جو مرڪز ڄاڻايو ۽ اهو ثابت ڪيائين ته ان پردي تي جيڪي نقش پون ٿا اهي بينائي جي نسن ذريعي دماغ ڏانهن منتقل ٿيندا آهن. بينائي جو هڪ هجڻ جي باري ۾ ان وضاحت ڪئي ته ان جو سبب ٻن تنتي پردن جي واسطيدار حصن تي بينائي جا عڪس نهڻ ذريعي ٿئي ٿو. ان اهوبه انڪشاف ڪيو ته روشني جي ڪرڻن جو عڪس موسم جي حالت پٽاندڙ مختلف هجي ٿو ۽ موسم جي حالت وري اوچائي مطابق مختلف ٿئي ٿي. ان مڪمل طور تي ٺيڪ ۽ چٽائي سان ظاهر ڪري ٻڌايو ته ڪرڻن جي انهي عڪس جي نتيجي ۾ ڪائنات جون شيون پنهنجي مڪمل طور ظاهر ٿيڻ کان اڳ ۽ گم ٿيڻ کان پوءِ به چاجي ڪري ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. ۽ ثابت ڪري ڏيکاريائين ته شفق جو خوبصورت نظارو روشني جي ڪرڻن جي وهڪري مٿان هوا جي موٽائيندڙ عمل سان گڏيل روشني جي فضائي موٽ جي اثر ڪري پيدا ٿئي ٿو. ان "ميزان الحڪمت" نالي پنهنجي ڪتاب ۾ حرڪت پيدا ڪندڙ انهن قوتن جي نظرئي جي باري ۾ بحث ڪيو آهي، جيڪي عام طور تي جديد سائنس جي هڪ هٿي سمجهيون وڃن ٿيون. اهو هوا جي وزن ۽ ان جي اصل حالت جي وچهر تعلق کي تفصيل سان بيان ڪري ٿو ۽ اهو ٻڌائي ٿوته مادي شيون صاف فضا ۽ گرد غباروراي فضا ۾ وزن ۾ ڪيئن مختلف هونديون آهن. اهو ترندڙ جسمن جي ٻڏڻ جي باري ۾ ٻڌائي ٿو ۽ جڏهن انهن کي ڪنهن هلڪي يا گهاٽي پاڻياٺ ۾ ٻوڙجي ته اهي کهڙي عمل جي ڪري سطح تي مٿي نڪري اچن ٿيون. اهو ڪشش ثقل جي اصول کي مڪمل طور تي سمجهي ٿو ۽ ڪشش ثقل کي هڪڙي قوت مڃي ٿو. اهو ڪرندڙ شين

جي رفتار، فاصلي ۽ وقت کي ٺيڪ طرح ڄاڻي ٿو ۽ ان کي رت جي نسن ۾ ٿيندڙ عمل جي باري ۾ انفرادي خيال آهن.[1]

اسپين ۾ ساڳي ذهني سرگرمي پائرينيز (جبل البرقات) کان آبناء جبل طارق تائين هئي. اشبيلہ (Seville)، قرطبہ (Corodova)، غرناطہ (Granada)، مرسيہ (Murcia)، طيطلہ(توليدو Toledo) ۽ ٻين شهرن ۾ عوامي ڪُتب خانہ (لئبريريون) ۽ ڪاليج هيا، جتي سائنس ۽ ادب جي مفت تعليم ڏني ويندي هئي. قرطبہ جي باري ۾ هڪڙو انگريز ليکڪ هيئن چوي ٿو "رڳو قرطبہ جا محلات ۽ باغيچا خوبصورت ڪونہ هيا، پر ان شهر جو اعليٰ تعليمي معيار بہ تعريف جي قابل هيو. ان جو باطن ايتروئي حسين هيو جيترو ان جو ظاهر. اتان جي پروفيسرن ۽ اوستادن ان کي يورپي ثقافت جو مرڪز بڻائي ڇڏيو هيو. يورپ جي ڏورانهن علائقن جا شاگرد اتان جي مشهور عالمن وٽ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ايندا هيا. روزويدا (Hroswithe) راهبہ بہ جڏهن سيخسن (Saxon) جي ڏورانهين شهر گوڊرزهام (Gaudhersheim) جي راهب خاني ۾ يولجس (Eulogius) جي شهادت جو داستان بيان ڪيو تہ قرطبہ جي واڪاڻ جا گيت ڳائڻ کان رهي ڪونہ سگهي. اها ان کي دنيا جي شاندار نظارن مان وڏيڪ شاندار چوي ٿي. اتي سائنس سان واسطو رکندڙ هر علم سنجيدگي سان پڙهيو ۽ پڙهايو ويندو هيو ۽ جالينوس جي زماني بعد طب، گذريل ايترين صدين دوران جيڪا ترقي حاصل ڪئي هئي ان جي مقابلي ۾ اندلس وارن حڪمين ۽ جراحن طرفان خوجنائن ذريعي وڏيڪ ۽ ڪارگر اضافو ڪيو ويو....... علم فلڪيات، جاگرافي، ڪيميا، طبعي تاريخ، سيئي علم قرطبہ ۾ وڏي ذوق ۽ شوق سان پڙهيا ۽ پڙهايا ويندا هيا. باقي جيڪو ادب جي سهائتا جو معاملو آهي تہ يورپ ۾ ڪڏهن بہ اهڙو وقت ڪونہ گذريو هيو جو شاعري هر

[1] تاريخدان عيني ٻڌائي ٿو تہ انهي زماني ۾ قاهره جي عوامي ڪتب خاني ۾ ويهن لکن کان مٿي ڪتاب هيا، جن مان ڇهہ هزار صرف رياضي ۽ فلڪياتي علم جي باري ۾ هيا. جڏهن اسلام جو سائنسي روح پنهنجي عروج تي هيو ان زماني ۾ هزارين رياضيدان ۽ ماهر طبعيات پيدا ٿيا جن مان مون صرف چند ماڻهن جو ذڪر ڪيو آهي.

ماڻهوءَ جي روزمره جي زبان تي وئي هجي ـ جڏهن تہ قرطبہ ۾ سيني طبقن جي ماڻهن اهڙا عربي بيت ڳاهيا جيڪي شايد اسپيني منگتن (منسترل[1] Minstrel) ۽ جنوبي فرانس (پرووينس Provence) ۽ اٽلي جي روماني گيتڪارن (تروبدورس[2] Troubadours) جي افسانوي گيتن (بيلڊ[3] Ballads) ۽ ڏوهيڙن (ڪنزونيٽس[4] Canzonettes) لاءِ نمونا ٿي پيا. ڪابہ گفتگو يا تقرير مقرر طرفان موقعي مناسبت سان نہ پهہ چيل شعر يا ڪنهن مشهور شاعر جي ياد ڪيل بيتن مان حوالي طور بيت پڙهڻ کان سواءِ مڪمل ڪونہ هوندي هئي."[5] انهن ڳالهين جي حمايت ۾ اسان رينن (Renan) جي لفظن جو اضافو ڪيون ٿا "دنيا جي انهي قابل رشڪ خطي ۾ ڏهين عيسوي صدي تائين سائنس ۽ ادب جي ذوق اهڙي رواداري پيدا ڪري ڇڏي هئي جنهن جو جديد دنيا اسان کي مثال پيش ئي نٿي ڪري سگهي. عيسائي، يهودي ۽ مسلمان ساڳي ٻولي ڳالهائيندا هيا. ساڳيا گيت ڳائيندا هيا. ساڳين ادبي ۽ سائنسي علمن جي مطالعي ۾ ڀرو وٺندا هيا. مختلف قومن کي جن رڪاوٽن الڳ رهڻ تي مجبور ٿي ڪيو اهي ختم ڪيو ويون هيون؛ سيئي هڪڙي گڏيل تهذيب جي ترقي ۾ هڪڙي مقصد سان ڪم ڪندا هيا. قرطبہ جون

---

[1] "منسترل" قرونِ وسطيٰ ۾ يورپ جا گوِيا شاعر جيڪي بربط يا عود وڄائيندي ۽ غنائي شعر ڳائيندي شهر شهر ڦرندا رهندا هيا. اردو مترجم.

[2] يارهين، ٻارهين ۽ تيرهين صدي عيسوي ۾ جنوبي فرانس ۽ اٽلي ۾ رهڻ وارا شاعر جيڪي رزميہ ۽ عشقيہ شعر چوندا هيا. اردو مترجم.

[3] افسانوي ۽ جذباتي نظم جن ۾ محبت يا بهادري جي ڪائي مشهور ڪهاڻي بيان ڪئي ويندي هئي. اردو مترجم.

[4] اٽلي ۽ جنوبي فرانس (پرووينس) جي شروعاتي دورن جا غنائيہ نظم جيڪي ڳائي ٻڌايا ويندا هيا. اردو مترجم.

[5] ڏسو اسٽينلي لين پول جو ڪتاب "دي مورس ان اسپين" (The Moors in Spain). قرطبہ جي باري ۾ تفصيلي بيان لاءِ ڏسو اسلام جي مختصر تاريخ "شارٽ هسٽري آف ساراشينس."

مسجدون جتي هزارين شاگرد موجود هوندا هيا. فلسفي ۽ سائنسي علمن جي تعليم جا ڪارآمد مرڪز ٿي ويا“.[1]

يورپ ۾ فلڪي شين لاءِ پهرين رسدگاهه عربن ٺاهي هئي. اشبيلہ (سِولي) جو ٽاور (جيرالده Giralde) 1190ع ۾ عظيم رياضيدان جابر بِن افلح جي نگراني هيٺ فلڪي مشاهدن لاءِ ٺاهيو ويو هيو. ان جو جيڪو حشر ٿيو اهو ڪو معمولي واقعو ڪونہ هيو. مسلمانن کي هڪالي ڪڍڻ کان پوءِ ان کي هڪڙي گهنٽا گهر ۾ تبديل ڪيو ويو، چوتہ اسپين وارن کي خبرئي ڪونہ هئي تہ ان جو ڇا ڪجي.

عمر بِن خلدون، يعقوب بِن طارق، ۽ مشهور زمانہ ايويروز (ابن رشد - ابوالوليد محمد بِن رشد) انهن طبعي سائنسدانن منجهان آهن جن کي اسان هتي ڳڻائي سگهون ٿا. انهي دور ۾ مغربي آفريڪا بہ علمي سرگرمي کان خالي ڪونہ هيو. سيوطہ (Ceuta)، طنجر (Tangier)، فاس(فيض Fez) ۽ مراڪش ان وقت قرطبہ، اشبيلہ ۽ غرناطہ جي مقابلي جا هيا. اتان جي ڪاليجن مان بہ قابل پروفيسر پيدا ٿيا، جن جا لاتعداد علمي ڪتاب، علم جي سڀني شعبن ۾ مسلمانن جي ذهن ۽ اڻٿڪ ڪوشش جو ثبوت پيش ڪن ٿا.

يارهين عيسوي صدي جي شروعات وچ ايشيا جي سياسي حالتن ۾ وڏي تبديلي کي ڏٺو. عظيم غزنوي فاتح يمين الدين دولہ ۽ امين الملت محمود[2] جي ڪاهہ ماوراء النهر(ترانسوخيانا)، افغانستان، ۽ فارس کي غزني سلطنت جي قبضي ۾ آڻي ڇڏيو. محمود پنهنجي ڪچهري ۾ عالمن ۽ اديبن جي هڪڙي اهڙي جماعت کي گڏ رکيو، جنهن ان جي

---

[1] ڊسو رينن جو ڪتاب "ايويروز ايٽ ايويرِوازم" Averroes et Averroism صفحو 4. اسپين ۾ ادب ۽ علم جو سونهري زمانو حاڪم مستنصربالله جو دور حڪومت هيو جيڪو 976ع ۾ فوت ٿيو. ان جي ڪتب خاني ۾ موجود ڪتابن جي فهرست چوئيتاليهہ جلدن ۾ هئي. ان دنيا جي هر علائقي ۾ پنهنجا ماڻهو مقرر ڪري ڇڏيا هيا تہ اهي ڪيتري بہ قيمت هجي ان لاءِ جديد ۽ قديم سائنسي علم جا ڪتاب خريد ڪن. ان ابوالفرج اصفهاني کي ان جي مشهور ڪتاب "ڪتاب الاغاني" جي هڪڙي ڪاپي لاءِ هڪ هزار سونا دينار ڏنا.

[2] 996ع کان 1030ع تائين.

باصلاحيت حڪومت کي چارچنڊ لڳائي ڇڏيا. اهو ضرور آهي تہ اهو اشعري جي نون سڌاريل عقيدن سان وابستہ هيو ۽ ان جي نتيجي ۾ مفڪرن جي عقليت پسند لڏي جو پڪو مخالف هيو. ائين بہ ٿيو تہ جن شاعرن ان جي نالي کي دنيا جي تاريخ ۾ مشهور ڪيو ان انهن جي همت افزائي جو حق ادا ڪونہ ڪيو. هٺ ڇوٽ کان محتاط هجڻ جي باوجود. پوءِ بہ ان ابوريحان محمد بن احمد البيروني جهڙي فلاسافر. رياضيدان ۽ جاگرافيدان ماڻهوءَ جي اهليت کي داد ڏيڻ کان ڪونہ گهٽايو. شاعرن جي بادشاه فردوسي ۽ دقيقي ۽ "عنصري" جهڙن ذاهن جي قدرداني ڪيائين. البيروني جو ذهن جامع العلوم (انسائڪلوپيڊيائي) هيو. فلڪياتي علم تي لکيل سندس ڪتاب جنهن کي ان پنهنجي سرپرست سلطان مسعود[1] جي نالي پٺيان "قانون مسعودي" جو عنوان ڏنو اهو هڪڙي علمي ۽ تجرباتي يادگار تصنيف آهي. ان هندوستان جو سير سفر ڪيو ۽ هندن جي ٻولي سکيائين. انهن جي فلسفي، ادب ۽ سائنسي علم جو مطالعو ڪيائين ۽ پنهنجن مشاهدن کي هڪڙي ڪتاب ۾ قلم بند ڪيائين. جيڪو تازو اسان کي انگريزي جي لبادي ۾ ويڙهي ڏنو ويو آهي. ڇوڻ لاءِ همدرداڻو نہ پر جيڪو فلسفاڻو ۽ سائنسي جذبو البيروني پنهنجي موضوع جي بحث ۾ ڇيڙي ٿو اهو مغربي قومن منجهہ اڃا تائين مروجہ طريقي کان گهڻو مختلف آهي ۽ اسلام جي علمي ڪردار لاءِ هڪڙي اهڃاڻ جو ڪم ڪري ٿو. البيروني جي تاريخ الهند[2] نالي ڪتاب مان معلوم ٿئي ٿو تہ مسلمانن يونان جي علمي خزانن کي ڪيتري حدتائين استعمال ڪيو هيو ۽ انهن کي ڪيترو بامقصد بڻايو هئائون. انهن ٻن عظيم ڪتابن کان علاوه البيروني رياضي، تواريخي واقعن جون تاريخون، رياضياتي جاگرافي، طبيعات ۽ ڪيميا تي بہ ڪتاب لکيا.

---

[1] محمود فاتح جو پٽ ۽ جانشين.

[2] "في التحقيق مال الهند". ڏسو "شارٽ هسٽري آف ساراشينس" (مئڪملن جو ڇاپو). ان جو ٻيو عاليشان ڪتاب آثارالباقيہ (ماضي جا يادگار) آهي. جنهن جو ڊاڪٽر ساچو (Dr. Sachau) انگريزي ۾ ترجمو ڪيو آهي.

البيروني هندن کان جيڪي خيال ۽ معلومات حاصل ڪئي انهن جي بدلي ۾ ان انهن کي بغدادي درسگاهه جي علمن کان واقف ڪيو. هن انهن منجهه يوناني سائنس جا گر ڏنا، جيڪي عيسائي دور جي اوائلي صدين ۾ هندوستان پهتا هيا يا شايد اڃا به اڳ ۾ يوناني باختري خاندان جي راڄ ۾. لڳي ٿو ته هندن وٽ پنهنجو ڪو ترقي يافته فلڪياتي علم ڪونه هيو. ڇوته جيڪڏهن ائين نه هجي هاته اسان يقيني طور انهي بابت ٻڌون ها، جيئن سيديلت ٺيڪ طرح چوي ٿوته سڪندراعظم جي ۽ سيليوسي (Seleucidae) جي زماني وارين يوناني لکڻين ۾ انهن جو تذڪرو ضرور هجي ها. انهن چيني ماڻهن وانگر پنهنجا ڪيترائي سائنسي خيال ڌارين ذريعن منجهان حاصل ڪيا ۽ انهن ۾ پنهنجن قومي خصوصيتن مطابق ردبدل ڪيائون.

محمود غزنوي جي جانشينن جي زماني ۾ علم ۽ ادب کي وڏي پيماني تي فروغ حاصل ٿيو. سلجوقن جي ڪامراني، ۽ سائنس ۽ علم و ادب لاءِ انهن جي دريا دلي عباسي حڪومت جي سونهري زماني جو مقابلو ٿي ڪيو. طغرل، الپ ارسلان ملڪ شاهه ۽ سنجر نه صرف پنهنجي اقتداري عظمت ڪري نرالا هيا، جنهن جي وڏي پڪيڙ سندن رعيت جي بهبود تي قائم هئي، پر علم ۽ ادب جي دلچسپي ۾ پنهنجن ذهني ڪمالات ۽ سرگرم شوق ڪري پڻ ايترا ممتاز هيا. جلال الدين ملڪ شاهه[1] ۽ ان جي وزير خواجه حسن (نظام الملڪ) پنهنجي چوڌاري چوٽي جي هئيت دانن، شاعرن، عالمن ۽ تاريخدانن جي جهرمٽ کي گڏ ڪيو. ان جي حڪمراني دوران عمر خيام ۽ عبدالرحمان الحازني جي سربراهي ۾ ماڻهن جي هڪڙي جماعت اهڙا فلڪياتي مشاهدا ڪيا جن جنتري جي سڌارن لاءِ رهنمائي ڪئي، جيڪا گريگوري واري جنتري (ڪئلينڊر) کان ڇهه سئو سال اڳ ۾ وجود ۾ آئي ۽ ان کي هڪڙي ڏاهي ماڻهو[2] گريگوري واري جنتري کان اڃا به وڌيڪ صحيح قرار ڏنو آهي. انهن مشاهدن جي بنياد تي جنهن دور جي شروعات ڪئي وئي ان کي ملڪ شاهه جي نالي پٺيان، جلال الدين وارو دور سڏيو ويو.

---

[1] 1073ع کان 1092ع.

[2] سيديليت (Sedillot)

عيسائي ڦورن جن پاڻ کي صليبي مجاهد ٿي سڏايو، مغربي ايشيا ۽ اُتر آفريڪا تي جيڪي تباهي وارا حملا ڪيا، اهي سائنس ۽ علم و ادب جي معاملي ۾ وڏي نقصان وارا ثابت ٿيا. اهي وحشي ۽ ظالم ماڻهو هيا جن کي جنوني پادرين ڪوس ۽ ڦُرلُٽ لاءِ مچرايو هيو نہ انهن ۾ ايتري انسانيت هئي تہ ڪنهن عورت، ٻار يا پوڙهي ماڻهوءَ جو لحاظ ڪن ۽ نہ وري انهن کي علم ۽ فن جي اهميت جو قدر هيو. انهن بغير ڪنهن پڇتاءُ جي طرابلس (ترپولي) واري عظيم الشان ڪتب خاني کي تباهہ ڪري ڇڏيو. انهن اسلامي ثقافت ۽ فن جي ڪيترن مرڪزن کي خاڪ جا ڍير بڻائي ڇڏيو. عيسائي يورپ اسڪندريا جي لئبريري لاءِ مسلمانن هٿان مشڪوڪ تباهي جي تہ مذمت ڪندو رهيو آهي جيڪا جولس سيزر (Julius Caesar) جي زماني ۾ اڳيئي سڙي وئي هئي، پر پنج سو سال پوءِ پنهنجن صليبي ڀائرن طرفان ڪيل ڌوهن جي مذمت ڪرڻ لاءِ وٽن هڪ لفظ بہ ڪونہ آهي. صليبي ويڙهاڪن هٿاران مڙهيل آفتون پنهنجي اثر ۾ گهڻو ديرپا ثابت ٿيون. شام جي علمي ۽ ادبي زندگي وري بحال ڪرڻ لاءِ صلاح الدين ايوبي ۽ ان جي پٽن طرفان ورتل ڪوشش جي باوجود اهو علائقو ان ڌڪ کان وٺي اڄ تائين پُسو لڳو پيو آهي.

محمود جي عروج ۽ بغداد جي زوال جي وچ ۾ جيڪو عرصو گذريو انهي دوران ڪيترا سائنسدان ۽ فلاسفر پيدا ٿيا. جن منجهان ابن سينا[1] (ابوعلي حسين ابن سينا)، فتح بن نابغہ خاقاني،[2] مبشر بن احمد[3] ۽ ان جو پٽ محمد[4] چمڪندڙ ستارا آهن.

اسلامي دنيا جي مٿان منگولن جي چڙهت اُتر وارن بربرن ذريعي رومي سلطنت مٿان ڪيل ڪاهہ وانگر ڪونہ هئي. اهي روم ڏانهن آهستي آهستي اڳتي وڌندا آيا هيا ۽ سلطنت جي مرڪز ڏانهن

---

[1] ابن سينا (Avicenna) 1037ع ۾ فوت ٿيو.

[2] خاقاني 1082ع ۾ فوت ٿيو.

[3] مبشر 1135ع ۾ فوت ٿيو.

[4] محمد 1193ع ۾ فوت ٿيو.

پنهنجي هوريان هوريان ٿيندڙ اڳيرائي ۾ اهي جزوي طور تي نرم ٿي ويا هيا. ۽ ڪنهن حد تائين پنهنجي قديم وحشي پڻي کي ختم ڪري ڇڏيو هئائون. تباهي مچائيندڙ چنگيز خان جي ڪٽڪن جو معاملو ٻئي نموني جو هيو. انهن جابلو ندي وانگر طوفان برپا ڪندي مغربي ايشيا جي مٿان تباهي ۽ بربادي ڪندڙ ٻوڏ وارو ٻهارو ڦيرايو. اهي جتي به ويا اتي بدحالي ۽ ويراني ڪري ڇڏيائون.[1] انهن جي وحشي مهمن ۾ انهن جي بي رحمي وارن قتلامن ڪجهه وقت لاءِ ايشيا جي علمي ترقي جي پڇاڙي ڪري ڇڏي، پر جنهن گهڙي انهن جهنگلي انسانن عربستان جي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جو دين قبول ڪيو ته انهن ۾ خاص تبديلي اچي وئي. علم ۽ هُنر لاءِ تباهي آڻيندڙن منجهان اهي درسگاهن جا بانيڪار ۽ عالمن جا سرپرستي ڪندڙ ٿي ويا. سلطان خدابنده (الجيتو خان Uljaitu Khan)، جيڪو چنگيز خان جو ڇهين پيڙهي ۾ وارث هيو. پنهنجن ڪارنامن ۽ سائنس لاءِ پنهنجي پٺڀرائي ڪرڻ ڪري امتيازي حيثيت رکندڙ هيو. پر بربرن شهرن جي مُهذب ۽ ٽانيڪي آبادي منجهه جيڪو ڀيانڪ ڪوس ڪيو هيو ان ۾ ڪيترا دانا ۽ ڏاها ماڻهو قتل ٿي ويا هيا. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو ته توڙي جو بخارا ۽ سمرقند جهڙا عظيم شهر ٻيهر شان و شوڪت ۾ اڀري آيا. پر اتي جيڪي علمي ۽ ثقافتي روايتون قائم ٿيون اهي محدود قسم جون هيون. بلڪ دينياتي علمن جي بحثن ۽ دليل بازين جا مرڪز ٿي ويا. تاهم منگولن نصيرالدين طوسي، موبدالدين العرضي (دمشقي)، فخرالدين المراغي، محي الدين المغربي، علي شاهه بخاري جهڙن ۽ ٻين ڪيترن فلاسفرن جي سرپرستي ڪئي. هلاڪو خان جي پوٽئرن اهڙي نموني سان اسلام کي اهو وري بحال ڪري ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪو ڪجهه انهن جي وڏن تباهه ڪيو هيو. جڏهن منگول ايران اندر تهذيب ۾ ڪجهه تبديليون آڻڻ ۾ رُڌل هيا ان وقت قبلائي خان عربن جي ڏاهپ کي چين ڏانهن منتقل ڪيو. 1280ع ۾ ڪوچيوڪنگ،

[1] تاتارين هٿان ٿيل تباهي ۽ بربادي جي مڪمل تفصيل معلوم ڪرڻ لاءِ ڏسو اسلام جي مختصر تاريخ "شارٽ هسٽري آف ساراشينس."

جمال الدين طرفان ابن يونس جون جدولون حاصل ڪيون ۽ انهن کي چيني مقصدن لاءِ موزون بڻايائين.

ابن شاٽر جيڪو مصر جي مملوڪ سلطان محمّد بن قلائون جي دور ۾ رهندو هيو ان رياضي ۽ فلڪياتي علمن کي اڃا وڌيڪ ترقي وٺرائي. ان وقت مشرقي اُفق تي هڪڙي مانواري شخصيت اُڀري جيڪو تيمور جي نالي سان مشهور آهي. چوڏهين صدي جي ان عظيم شخصيت ثمرقند کان نڪري هڪڙي اهڙي عظيم سلطنت قائم ڪئي جيڪا اڳ ۾ ڪڏهن بہ ايشيا ۾ ڪونہ ڏٺي وئي هئي. ان جي ناقابل شڪست ارادي جي آڏو ايران ۽ توران (طوران) جي قديم دشمني ختم ٿيڻ لڳي". اهو علم ۽ ادب جو سرپرستي ڪندڙ هيو. پنهنجي زماني جي هُنرمندن ۽ عالمن جي صحبت جو شوقين، خود پاڻ بہ هڪڙو وڏو اديب ۽ وڏي پائي جو قانوندان هيو.[1] انهي نرالي ماڻهوءَ جيڪي شاندار ڪاليج، عظيم الشان مسجدون، وڏا ڪتب خانا، ٺهرايا، اهي ان جي علمي ذوق جا شاهد آهن. ان جي نوآبادڪاري واري وسيع نظام مشرقي ايشيا جي وڏن شهرن کي آبادي سان پري ڇڏيو. خاص طور تي ثمرقند کي مغرب جي مڙني مشهور علمن ۽ هُنرن جي شان مان سان پري ڇڏيائين. اسپين ۾ اُموي ۽ عربستان ۾ پهرين عباسي خليفن جيڪي سلطنتون قائم ڪيون، انهن کان پوءِ اسلامي تاريخ جي سڀ کان وڏي سلطنت اها هئي جيڪا تيمور قائم ڪئي. علمن جو ماهر جامي، پلپي (Pilpay) جو مترجم سُهيلي (Suhaili) ۽ علي شير امير انهن ماڻهن مان ڪجهہ آهن جن ان جي جانشينن جي حڪومتن لاءِ ناموري پيدا ڪئي. ان جي راڻي بيبي خانم پنهنجي نالي پٺيان جيڪا درسگاهہ قائم ڪئي، ان جي عمارت اڄ تائين ڏسندڙن تي اسلامي فنِ تعميرات جي نهايت وڻندڙ ۽ نهايت خوبصورت اڏاوتن مان هڪ جو تاثر ڇڏي ٿي. تيمور جي پٽ شاهہ رُخ مرزا علم ۽ هُنر جي سرپرستي ۽ آبياري ۾ پنهنجي پيءُ جي تقليد ڪئي. تقريبن اڌ صدي وارو ان جو پرامن دورِ حڪومت اعليٰ ذهانت واري ثقافتي ۽ سائنسي تعليم لاءِ مشهور هيو. جڏهن اهو پنهنجي حڪومت جي گادي جو هنڌ سمرقند مان هرات کڻي ويوتہ پوءِ

---

[1] "ملفوضات تيموري" جيڪا پراڻن اشوري (آسارين Assyrian) ۽ ڪياني (Kyaanian) بادشاهن جي بيان واري انداز ۾ تحرير ٿيل آهي.

بہ سمرقند جي شان وشوڪت ۾ ڪا بہ گهٽتائي ڪونہ آئي. ان جي پٽ الغ بيگ جنهن کي ماوراءِ نهر(ترانسوخيانا Transoxina) جون انتظامي واڳون سونپيل هيون. ان سمرقند جي علمي ۽ سائنسي مرتبي کي قائم رکيو. اهو خود علم فلڪيات جو وڏو ڄاڻوگر هيو. ان اهڙن مشاهدن جي اڳواٽي ڪئي جن ان جي نالي کي لافاني بڻائي ڇڏيو آهي. جن جدولن ۾ اهي مشاهدا درج ڪيا ويا، اهي عربي فڪر جي دائري کي مڪمل ڪن ٿا. الغ بيگ ۽ جديد فلڪيات جي باني ڪپلر (Kepler) جي وچ ۾ صرف ڏيڍ صدي جي وٿي آهي.

بهرحال، رڳو فلڪياتي علم ڪونہ هيو جنهن جي مسلمانن آبياري ڪئي ۽ ترقي وٺرائي، پر اعليٰ رياضي جي هر شاخ انهن جي دلچسپي جو ثبوت رکي ٿي. يونانين لاءِ چيو وڃي ٿو تہ انهن آلجبرا ايجاد ڪئي پر جيئن اولسنر (Oelsner) ٺيڪ طرح سان نشاندهي ڪئي آهي، انهن ان کان صرف گردش جام جي پيمائشي راندين لاءِ ”وندر مهيا ڪرڻ“ جو ڪم ورتو. مسلمانن ان کي وڏن مقصدن لاءِ ڪم ۾ آندو ۽ ان کي ان وقت تائين اڻ ڄاتل اهميت جي نئين قدر ۽ قيمت ڏني. مامون جي دور ۾ اهي ٻي درجي واري مساوات ڳولي چڪا هيا. جلدئي پوءِ انهن ٻہ درجي مساوات جو نظريو ۽ بہ رقمي جي قاعدي جي اصول کي ايجاد ڪيو. نہ صرف آجبرا، جاميٽري ۽ رياضي پر مسلمانن جي هٿاران نظر جي عينڪن ۽ ٻي مشينري پڻ قابل ذڪر ترقي حاصل ڪئي. انهن فلڪياتي دائري جي ترگناميٽري ايجاد ڪئي، اهي جاميٽري ۾ ورڇ ڪرڻ واري ليڪ کي متعارف ڪرائڻ لاءِ آلجبرا کي استعمال ڪرڻ ۽ ترگناميٽري جي ڳڻپن ۾ ڏنگي ليڪ کي سائن (Sine) ۾ بدلائڻ وارا پهريان ماڻهو هيا. رياضياتي جاگرافي ۾ بہ انهن جي ترقي گهٽ نمايان ڪونہ هئي. ابن حوقل، مقريزي، اصطخري مسعودي، البيروني، الڪومي، الادريسي، ڪزويني، ابن الوردي ۽ ابوالفدا جي ڪتابن مان خبر ٿي پوي تہ مسلمانن سائنس جي شعبي ۾ جنهن کي اهي ”رسم الارض“ چوندا هيا، ڪيتري قابليت حاصل ڪئي هئي. ان وقت جڏهن يورپ وارن ڌرتي جو سڌو سنئون هجڻ تي پورو يقين ٿي رکيو ۽ جنهن ماڻهوءَ ان کان علاوه ڪا ٻي تعليم ٿي ڏني تہ اهڙي جرئت ڪرڻ واري شخص کي باھ ۾ ساڙيائون ٿي، عرب جاگرافي جي تعليم ڌرتي جي گول هجڻ واري نظرئي مطابق ڏيندا هيا.

طبعي علمن جي بہ اهڙي نموني سان آبياري ڪئي وئي. نظرياتي لکڻين جي جاءِ تي تجربن ڪرڻ جي عمل کي لاڳو ڪيو ويو ۽ اڳين ماڻهن جي اڻ پورن خيالن کي مثبت علمن ۾ ترقي وٺرائي وئي.[1] بين علمن سان گڏ ڪيمسٽري، باٽني، جيالاجي، طبعي تاريخ قابل ماڻهن جي ڌيان جو مرڪز هيا ۽ دماغي ڪاوشن جو موضوع رهيا.

ڪيمسٽري، هڪڙي سائنسي علم طور، بغير ڪنهن هيل و حُجت جي مسلمانن جي ايجاد آهي. ابوموسيٰ جابر (جنهن کي عيسائي ليکڪ جيبر Geber لکن ٿا)[2] جديد ڪيمسٽري جو حقي ابو آهي. "علم ڪيميا ۾ ان جو نالو ياد رکڻ جهڙو آهي ڇوتہ ان سان علم جي ارتقا جو اهڙو دور منسوب آهي جيڪو پريسٽلي (Priestly) ۽ ليووزيئر (Lavoisier) جي زماني سان برابري واري اهميت جي حيثيت رکي ٿو." بين ڪيترن ان جي پيروي ڪئي، جن جي اصليت ۽ سرگرمي، علم جي گهرائي، ۽ مشاهدي جي چاهت کي شاگرد حيراني مان ڏسن ٿا ۽ اڄوڪي زماني جي مسلمانن جي ذهني موڳائي تي افسوس ڪرڻ کان سواءِ رهي نٿا سگهن.

طب جو علم ۽ جراحي(ٽکن ڏيڻ وارو ڏانءُ) جيڪي ڪنهن قوم جي ذهانت جي بهترين ڪسوٽي ۽ ڪنهن مذهب جي عقليت پسندانہ مزاج جو هڪڙو امتحان آهن، وڏي پيماني تي ترقي وٺرايا ويا هيا. انهي ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ يونانيين طب ۾ انتهائي اعليٰ درجي جي مهارت حاصل ڪئي هئي، پر عرب ان کي ان درجي کان گهڻو اڳتي کڻي ويا. جنهن درجي ۾ انهن جي پيشروئن تهذيب جي ڪم ۾ ان کي ڇڏي ڏنو هيو ۽ ان کي جديد زماني جي معيار جي ويجهو آندائون. عربن صدين تائين انساني علم جي انهي شعبي جي جيڪا خدمت ڪئي ۽

---

[1] هيمبولٽ (Humboldt) چوي ٿو تہ طبعي سائنسن جا اصل موجد عرب هيا.

[2] ابو موسيٰ جابر بن حيان، طرطوس جو رهاڪو هيو. ابن خلڪان چوي ٿو "جابر بن حيان ٻن هزارن صفحن جو هڪڙو ڪتاب لکيو جنهن ۾ ان پنهنجي اوستاد امام جعفر صادق عليہ السلام جا مسئلا سهيڙيا جيڪي پنج سو رسالن تي مشتمل هيا. وڌيڪ معلومات لاءِ ڏسو تاريخ الحڪماء.

طبعي سائنس جي ترقي ۾ جيڪي ڪارناما ڪيائون اسان هتي انهن جو صرف سرسري طور ذڪر ڪري سگهون ٿا.

دوائن جي خاصيتن جو مطالعو جنهن جو خيال اسڪندريائي اسڪول جي هڪڙي حڪيم ڊايوسڪورائيڊز (Dioscorides) جي ذهن ۾ پيدا ٿيو اهو پنهنجي سائنسي شڪل ۾ عربن جي تخليق آهي. عرب مسلمان انهن ڪيميائي طريقن سان دوائن ٺاهڻ جا خالق (موجد) ۽ انهن ادارن جا اولين بانيڪار هيا جن کي اڄوڪي زماني ۾ ڊسپينسريون يا دواخانا چيو وڃي ٿو.[1] انهن هر شهر ۾ عوامي اسپتالون قائم ڪيون جن کي دارالشفا يا "مريض الستان" يا "بيمارستان" چيو ويندو هيو ۽ انهن کي رياست جي خرچ تي هلائيندا هيا. ابواصيبا جي "طبقات الاطباء"(طبيبن واري لُغت) جو هڪڙو جلد عرب طبيبن جي نالن سان ڀريل آهي. ابوبڪرمحمد بِن زڪريا الرازي جيڪو قرونِ وسطيٰ جي يورپ ۾ رازز (Rhazes) جي نالي سان مشهور هيو ڏهين عيسوي صدي جي شروع زماني جي شخصيت هيو[2] علي ابن عباس،[3]

---

[1] دواخانا هلائيندڙ شخص حڪومت جي نگراني ۾ هوندا هيا. دوائن جي معيار ۽ قيمت جي سختي سان چڪاس ڪئي ويندي هئي. سرڪاري طور بہ ڪافي دواخانا قائم ٿيل هيا. طبيبن ۽ دواسازن کان باقاعده امتحان ورتا ويندا هيا ۽ امتحان ۾ ڪامياب ٿيل اميدوارن کي سندون ۽ اجازت ناما(لائسنس) ڏنا ويندا هيا. جن کي لائسنس مليل هوندا هيا، صرف اهي ئي طب جو ڌنڌو اختيار ڪندا هيا. ڏسو ڪرمر (Kermer) ۽ سيڊيليٽ(Sedillo) جا ڪتاب.

[2] اهو عظيم طبيب، جنهن کي پنهنجي جنم ڀومي جي نسبت سان الرازي جو لقب مليل هيو ان جي ڳوٺ جو قديم نالو "ري" آهي. اهو هڪ ٻئي ڀنيان ري، جندشاپور ۽ بغداد جي سرڪاري شفاخانن (اسپتالن) جو سربراه رهيو. ان "حاوي" نالي ڪتاب لکيو جنهن کي سيڊيليٽ "طبي معلومات جو نهايت ڪارائتو ذخيرو" سڏي ٿو. ان ماتا جي بيماري ۽ خسري جي بيماريَ تي جيڪي رسالا لکيا، انهن مان سيني ملڪن جي طبيبن لاڀ پرايو آهي. ان منورٽيوز (Minoratives) جو استعمال ڪرڻ متعارف ڪرايو. ان زخم ڪشا ڏور ايجاد ڪئي، ۽ نڙگهت واري رڳ ڳولي لڌائين. ان بہ سو طبي رسالا لکيا جن مان ڪجهه 1510ع ۾ وينس ۾ ڇپيا هيا. الرازي 311 هجري(24_923ع) ۾ وفات ڪئي.

[3] علي بن عباس جو زمانو الرازي کان پنجاه سال پوءِ وارو آهي. ان طب جي نظري ۽ عملي پهلوئن تي ويهن جلدن تي مشتمل هڪڙو ڪتاب لکيو جنهن جو انتساب ان بويد امير عضدوالدولہ جي نالي ڪيو. اهو ڪتاب 1227ع ۾ لاطيني ٻولي ۾ (بقايا)

ابن سينا (ابو علي حسين ابن سينا)، البڪاسس (ابوالقاسم خلف بن عباس) ابن زهر (ابو مروان بن عبدالملڪ ابن زهر)،[1] ايويروز (ابن رشد۔ عبدالله ابوالوليد محمد ابن رشد)[2] ۽ ان کان علاوه ابن بيطار (عبدالله بن احمد بن علي البيطار)،[3] جيڪو جانورن جو حڪيم هيو اهي سڀ نهايت ذاهن ۽ نهايت امتيازي حيثيت رکڻ وارن طبيبن مان ڪجھ آهن، جن سوچ جي دنيا تي هميشہ قائم رهندڙ ڇاپ وارو اثر ڇڏيو آهي. ابوالقاسم (البڪاسس Albucasis)نہ صرف هڪڙو حڪيم هيو پر صف اول جو جراح بہ هيو. ان نہ صرف پنهنجي طبي شعبي ۾ پر دائپي(ٻار ڄڻائڻ) واري شعبي ۾ پڻ وڏا ذڪيا آپريشن ڪيا. اهو بيان

---

(بقايا) ترجمو ٿيو ۽ 1523ع ۾ مشل ڪپيلا (Michel Capella) ان کي ليئنس (Lyons) مان ڇپرائي پڌرو ڪيو. علي بن عباس، بقراط (Hippocrates) ۽ جالينوس(Galen) جي ڪيترين غلطين کي ٺيڪ ڪيو.

[1] ابن زهر (ايون زورAven Zoar) انهي زماني جو نهايت قابل ترين طبيب هيو. اهو پينافلر (Penaflor) ۾ ڄائو ۽ پنهنجي طبي ۽ سائنسي علمن جي تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ اهو آفريڪا جي مشهور المرابطي(Almoravide) سلطان يوسف بن تاشقين جي ملازمت ۾ داخل ٿيو جنهن ان طبيب جي گهڻي عزت ۽ قدر ڪيو. ابوالقاسم (Albucasis) وانگر ابن زهر بہ طب جو پيشو جراحي سان گڏ اختيار ڪيو. اهو پهريون شخص هيو جنهن نڙگهٽ کي چيريو ۽ ان عمل ۾ جيڪي هڏيون پٽجي پيون انهن جو نقشو چڱي نموني سان ذهن ۾ ويهاريائين. ان عمل ذريعي ڪيترين ئي اهم بيمارين ۽ انهن جو علاج دريافت ڪيائين. ان جو پٽ ان جي نقش قدم تي هليو ۽ يوسف بن تاشقين جي فوج جو وڏو طبيب ۽ جراح هيو.

[2] ابن رشد (Averroes) مغرب جو ابن سينا (Avicenna) هيو. رينن (Renan) ان جي سيرت ۽ لکڻين کي دنيا آڏو پيش ڪيو آهي. اهو ابن زهر (Aven Zoar)، ابن باجہ ۽ ابن طفيل جو همعصر هيو. ابن رشد ۽ ان جي همعصرن جو ذڪر اسان ايندڙ باب ۾ ڪنداسين. انهن کان علاوه الاماني(المليحي Almalihi) جو ليڪڪ ابوالحسن بن تلميذ، ابو جعفر احمد بن محمد الطالب جنهن ذات الجنب (سيني ۾ ساهہ جي تڪليف Pleurisy) تي رسالا لکيا، ۽ هيبت الله نالي وارا ۽ قابل انسان هيا.

[3] البيطار جڙي ٻوٽيون ڳولڻ لاءِ سڄي مشرق جو سفر ڪيو ۽ انهن تي هڪڙو جامع رسالو لکيائين. عرب طبيبن ريوند، دالچيني، ڪمال پٽ، ڪافور ۽ ڪنوار ٻوٽي جي ڳر کي دوائن ۾ استعمال ڪرڻ جو رواج وڌو.

ڪري ٿوتہ جيئن تہ عورتن جي آپريشن ۾ شرم ۽ حيا جو لحاظ رکڻو پوندو هيو تنهن ڪري چڱي نموني سان سکيا ورتل عورتون ان جون مددگار هونديون هيون. ان جي زماني ۾ جراحي ۾ جيڪي اوزار استعمال ٿيندا هيا، انهن جو ان تفصيل سان بيان ڪيو آهي، ان مان ان ڳالهہ جو اندازو ٿئي ٿوتہ عربن منجهہ جراحي جي عمل ڪيتري ترقي ڪئي هئي.[1] ابن سينا، بيشڪ پنهنجي زماني جو نهايت وڏين صلاحيتن واري شخصيت هيو. اهو پاڻ بہ پنهنجي ذهانت ۾ علمن جي کاڻ (جامع العلوم) هيو ۽ پنهنجين لکڻين ۾ بہ اهو گهڻي معلومات جو ڀنڊار آهي. اهو هڪڙو فلاسافر، رياضيدان، ماهر فلڪيات، شاعر ۽ وڏو طبيب هيو. ان ٻن وڏن ڪنڊن تي پنهنجي عملي اثر رسوخ جي ڇاپ ڇڏي آهي، اهو مشرق جي ارسطو هجڻ جو لقب ماڻڻ جو حقدار آهي. قدامت پرستي جي ساڙ جي باوجود ان جي ماهراڻن خيالن مشرق جي درسگاهن سان گڏ يورپ ۾ بہ ڪيترين صدين تائين غيرتڪراري اثررسوخ جو عملي مظاهرو ڪيو. ابن سينا ايشيا ۾ عام طور تي شيخ الرئيس جي لقب سان مشهور آهي. اهو ماوراءِ نهر(ٽرانسوخيانا) واري علائقي جي افشانا نالي ڳوٺ ۾ 980ع ۾ پيدا ٿيو. ان جو پيءُ ان علائقي جو گورنو هيو. ان پنهنجي طبي تعليم ارڙهن سالن جي عمر ۾ بخارا ۾ مڪمل ڪئي، ۽ ان کان پوءِ غيرمعمولي سياسي ۽ فلسفاڻي زندگي شروع ڪيائين. محمود فاتح جي فراخدلي وارين پيشڪشن کي قبول ڪرڻ کان مسلسل انڪار ڪرڻ تي ان کي غزنوي سلطنت جي علائقن مان نيڪالي ڏني وئي. پر پوءِ جلدئي اهو همدان جي امير شمس الدولہ ۽ ان کان پوءِ اصفهان جي اميرعلاؤالدولہ جو وزير ٿيو. اصفهان ۾ ان پنهنجون سائنسي ۽ فلسفياڻيون تعليمات جاري رکيون ۽ "قانون" ۽ "ارجوزه" نالي مشهور ڪتاب لکيائين، جيڪي اڳتي هلي سمورن طبي علمن جو بڻ بنياد ثابت ٿيا.

يونانين کي بدني علم(تشريح الاعضا) جي تمام گهٽ ڄاڻ حاصل هئي ۽ انهن جو دواسازي وارو علم بہ تمام ننڍڙي دائري ۾ محدود

---

[1] تڪو ڏئي (Lithotomy) مثاني جي پٿري ڪيڍڻ ۾ اهو اجوڪن بهترين سرجن ڊاڪٽرن جي هم پلي هيو.

هيو. مسلمانن بدني علم (تشريح الاعضا) ۽ دوا سازي، ٻنهي کي ڪارگر علمن ۾ ترقي وٺرائي. اسلامي سلطنت جي وڏي ڦهليل علائقي جي ڪري تحقيق ڪندڙن ۽ کوجنائون ڪندڙن لاءِ ڌرتي جي گولي جي هر ڪنڊ ۾ پهچڻ آسان ٿي ويو جنهن جو نتيجو اهو نڪتو ته انهن پاڻ وٽ موجود طبي ۽ دوا سازي جي ذخيري کي اڻ ڳڻين ۽ قيمتي واڌارن سان مالا مال ڪري ڇڏيو. علم نباتاب کي ڊايوسڪورائيڊز (Dioscorides) وارن جنهن حالت ۾ ڇڏيو هيو، هنن ان کي ان کان تمام گهڻو وڌيڪ ترقي وٺرائي ۽ يونانين جي جڙي ٻوٽين واري علم ۾ ٻه هزار ٻوٽن جي واڌاري سان اضافو ڪيائون. شاگردن جي تعليم لاءِ قرطبه ۽ بغداد، قاهره ۽ فاس ۾ باقاعده باغ رکيل هيا جتي سائنسي علم جا وڏا ماهر تقريرن وسيلي سبق ڏيندا هيا.

محمدالدميري جانورن جي باري ۾ جيڪا تاريخ لکي ان جي ڪري اسلامي دنيا ۾ مشهور آهي، اهو اهڙو ڪارنامو آهي جيڪو ست سئو سالن تائين بفان (Buffon) جي تصنيفات تي مقدم رهيو.

ڌرتي جي علم (جيالاجي) کي عرب علم تشريح الارض يعني ”ڌرتي جي هئيت جو علم“ چوندا هيا، ان علم جي به آبياري ڪيائون.

تعميراتي هنر ۾ مسلمانن جي بالادستي ڪنهن به راءِ جي محتاج ڪونه آهي ڇو ته مشرق ۽ مغرب ۾ جيڪي اسلامي عمارتون يا انهن جا عاليشان يادگار موجود آهن، اهي اڄ به جديد دنيا کان خراج تحسين وصول ڪري رهيا آهن. انهن جي مذهب تي مصوري ۽ مجسمي سازي خلاف ڪند ذهني جو الزام هنيو ويو آهي، ليڪن اها ڳالهه ذهن ۾ رکڻ لازمي آهي ته ان باري ۾ قرآن شريف ۾ آيل ممانعت اهائي ساڳي آهي جيڪا عهدنامه عتيق جي ڪتاب احبار ۾ ڪئي وئي آهي. اها ڪا نئين ڳالهه نه پر موسوي شريعت جو تسلسل آهي، جنهن يهودين منجهه ”مجسمه سازي“ جي عمل کي اثرائتي نموني سان دٻائي رکيو هيو ۽ ان جو جواز اسلام کان اڳ وارن عربن جي پراڻي بُت پرستي واري رسم مان واضح آهي. تنهن ڪري اوائلي مسلمان مصوري ۽ مجسمه سازي کي مشرڪاڻي علامت جي تصور ۾ قابل نفرت ۽ ناجائز سمجهندا هيا ۽ گهرائي سان دل ۾ ويٺل بُت شڪني واري انهي سوچ انهن کي ٻين قومن جي بت پرستي واري عادت ۾ مبتلا ٿيڻ کان بچايو. پر مسلمانن جو

معاشرو هوريان هوريان جيئن هڪڙي تهذيب يافته ۽ تمدن واري سلطنت ۾ تبديل ٿيو ۽ اهي علم ۽ ڏاهپ جي برتري سان ممانعت جي اصليت کي سمجهي ويا ته لفظي تشريح جي پابندين کي ٽوڙي ڇڏيائون. انهي ۾ ڪو شڪ ڪونه آهي ته عباسي ۽ اسپيني خليفن فنون لطيفه جي جيڪا همت افزائي ڪئي ان جو حقيقي سبب، حقيقت پسندي وارو اهو جذبو هيو جنهن انهن تي ايترو گهرو اثر ڪيو. انهي ڪري سڄي اسلامي دنيا ۾ ادب ۽ سائنس سان گڏ و گڏ مصوري ۽ مجسمه سازي جو ذوق به عام ٿي ويو. خليفن جا محلات، انهن حڪمرانن جا محل جيڪي انهن جي قدم تي هلڻ لڳا، ۽ امير و امرا جون رهائشون تصويرن ۽ مجسمن سان سينگاريا ويندا هيا.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم مسجدن ۾ مصوري ڪرڻ ۽ بُت ڇتڻ کان جيڪا منع ڪئي، دنيا عربن جي ان فن نقاشي جي ٿورائتي آهي جيڪا مشرقي عمارتن کي عجيب و غريب دلڪشي بخشي ٿي ۽ جنهن جو يورپ تمام گهڻو نقل ڪيو آهي. ٻين قومن جي فني مهارتن سان لهه وچڙ ذريعي مسلمانن درجي بدرجي روشن خيالي سان، جانور ۽ گل ٻوٽا، پکي ۽ ميوات به عربي فن ۾ داخل ڪيا، پر مسجدن جي زيب ۽ زينت لاءِ جانورن ۽ انسانن جو شڪليون هميشهه هميشهه لاءِ ممنوع رهيون. گهاڙيتي جي صفائي ۽ خاڪي جي سادگي ۾، نموني جي شائستگي ۽ جوڙجڪ جي ڪماليت ۾، هر جزي جي هم آهنگي ۾، دستڪاري جي عمدگي ۽ تخيل جي بلندي ۾ مسلمانن جو فنِ تعمير دنيا ۾ ڪنهن به ٻئي فنِ تعمير جي مقابلي ۾ گهٽ ڪونه آهي، خاص طور تي جنهن نزاڪت ۽ خوش اسلوبي سان مسلمانن جي ڪيترين ئي وڏين يادگار عمارتن کي سينگاريو ويو آهي اهو اهڙي ذوق ۽ ثقافتي نفاست جي نشاندهي ڪري ٿو جنهن جو مثال قديم يونان يا جديد يورپ جون عاليشان عماتون پيش ڪري نٿيون سگهن. مسلمانن جي تزئين ۽ آرائش ڪرڻ وارين مهارتن مان هڪڙي مهارت خطاطي "لکڻ وارو فن" آهي، جيڪو مسجدن، مقبرن ۽ محلاتن جي سنيگار (آرائش) لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي، جتي قرآن شريف جون پوريون سورتون گنبذن، مينارن، ٿنڀن، محرابن ۽ دروازن تي اڪر ڪري لکيون وينديون آهن يا جڙائي ڪري لڳايون وينديون آهن. جيڪو ان ساڳي مذهبي جوش جو نمونو آهي جيڪو عيسائي ڪليسائن منجهه اولياء ۽

شهيدن جي تصويرن چٽڻ سان واسطو رکندڙ هيو، پر مسلمانن جو جذبو مڪمل طور تي موحداڻو آهي.

اسلامي قانون نافذ ٿيڻ کان اڳ موسيقي جو ڌنڌو شام ۽ ايران مان آندل ٻانهين ۽ غلامن تائين محدود هيو يا طوائفن واري لڏي سان وابستہ هيو جن کي "قيان" چوندا هيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪجھ ظاهري اخلاقي سببن ڪري انهن گهٽ عزت وارين عورتن جي ناچ گانن کي نامنظور ڪيو هيو. پر عباسين ۽ اسپيني عرب حڪمرانن جي دور ۾ جڏهن موسيقي کي علم جو درجو ونرايو ويو ۽ ان جي مشق کي هڪڙي فن طور تسليم ڪيو ويو معاشري جي سيني طبقن منجهہ موسيقي لاءِ چاهت وڌي وئي. انهيءَ موضوع تي ڪيترا ڪتاب لکيا ويا، گيت گڏ ڪيا ويا ۽ انهن کي راڳڻين ۽ سُرن مطابق مرتب ڪيو ويو. موسيقي جي قديم زماني وارن سازن ۾ سڌارو آندو ويو ۽ نوان ساز ايجاد ڪيا ويا. عقليت ۽ ملائيت، ۽ لفظ پرستي ۽ معنويت جي وچ ٻارهين عيسوي صدي جي وچ ڌاري جيڪو سخت ٽڪراءُ پيدا ٿيو ان انهي فن کي وري خوشامدڙين طبقن جي ڪمائي جو ذريعو يا درويشن (اوليائن) جي درگاهن جو مجرائي بڻائي ڇڏيو.

تجارت، زراعت، هٿ جي هُنر ۽ صنعتي ڪاريگري، جنهن ۾ چيني ٽانون کان ونئي لڙائي جي وڏن هٿيارن تائين بيشمار شيون شامل هيون، جي موضوع تي تمام گهڻو لکيو ويو.

تاريخي تحقيق ۾ بہ مسلمان جديد يا قديم زماني جي ڪنهن بہ ٻي قوم کان پٺتي ڪونہ رهيا آهن. خاص ڪري پهريائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سيرت پاڪ ڏانهن ڌيان ڏنو ويو پر پوءِ پهرين خيال کي وسيع سوچ منجهہ ڪشادو ڪيو ويو. آثار قديمہ (Archaeology)جي علم، جاگرافي، ۽ علم الاقوام (Ethnology) کي تاريخ ۾ شامل ڪيو ويو ۽ وڏن ذهين ماڻهن پاڻ کي تعليم جي انهي من موهيندڙ شاخ جي جستجو ۾ مصروف ڪري ڇڏيو. ابن اسحاق جي سولي سادي تصنيف ۽ ابن خلدون جي عالمي تاريخ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي، پر ٻنهي جي وچ وارو دور ليکڪن جي جماعت سان ڀريو پيو آهي جن جي ڪاوشن جي نتيجي ۾ لکيل ڪتابن مان انهي ڳالهہ جو

اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اسلام جي اتساهيندڙ رهنمائي هيٺ مسلمانن ڪهڙا ڪارناما انجام ڏنا.

بلازري جيڪو 279هه (892ع) ۾ فوت ٿيو بغداد ۾ جائو هيو ۽ اتي ئي زندگي گذاريائين ۽ ڪتاب لکيائين. ان جو "فتوح البلدان" نالي ڪتاب نهايت دلڪش نموني ۾ لکيل آهي ۽ تاريخي جذبي جي امتيازي ترقي جي نشاندهي ڪري ٿو.

همداني جنهن ٽين هجري صدي جي آخر ۽ چوٿين صدي جي شروعات ۾ زندگي گذاري، ان دنيا کي ذڪرِ عربستان جي هڪڙي مفصل تاريخ مهيا ڪئي، جنهن ۾ ان خطي جي قبيلن جو احوال، انهن جي دلچسپ قديم آثارن جو تفصيل (انهن جي ڪتبن جي شرحن سان گڏ) ۽ ان سان گڏوگڏ يمن جي جاگرافي ۽ اتي رهندڙ ماڻهن جون نسلي خاصيتون وڏي وضاحت سان کولي بيان ڪيون. پر جن ڪتابن منجهان مسلمانن جي تاريخ نويسي واري ڏاهپ پوري عروج سان ظاهر ٿي ٿئي، اهي مسعودي، البيروني، ابن اثير، طبري، ابن خلدون جنهن کي موهل (Mohl) اسلام جو مونٽيڪيو (Montesquieu) سڏي ٿو، مقريزي، مقري، ابوالفدا، نويري ۽ ميرخوند جا لکيل آهن. اهي ماڻهو صرف پنهنجي فن جا خاص ماهر ڪونه هيا پر اهي علم (چارڻ) جا پنڊار (جامع العلوم) هيا. فلاسافر، رياضيدان، جاگرافيدان، ان سان گڏوگڏ تاريخدان به هيا. مسعودي بغداد جو رهاڪو هيو پر نسلي طور اتر واري عرب نسل مان هيو. جنهن پنهنجي ڀرپور جواني ۾ سير سفر ڪيا ۽ اسلامي دنيا جو گهڻو علائقو گهمي ڏٺو. اهو ڀيريائين هندوستان ويو جتي ملتان ۽ منصوره گهمي ڏٺائين. پوءِ اهو ايران ۽ ڪرمان جي علائقن ۾ گهمندو رهيو. اتان وري هندوستان موٽي ويو ۽ ڪجهه وقت ڪمباجا (Kombaja) ۽ دڪن[1] (Deccan) ۾ گذاريائين، وري پوءِ سلون ويو ۽ اتان سمنڊ ذريعي ڪمبالو (مدگاسڪر Madagscar) تائين سفر ڪيائين. ۽ اتان اومان ڏانهن ويو ۽ شايد اندوچائنا جزيري ۽ چين تائين به پهتو. ان وچ ايشيا ۾ ڏورانهن علائقن تائين سفر ڪيو هيو ۽ بحيره خزر

[1] حيدرآباد دکن. (سنڌيڪار)

(ڪئسپين سمنڊ) تائين وڃي پهتو. سير و سفر ختم ڪرڻ کان پوءِ اهو ڪجهه وقت تائين طبريہ ۽ انطاڪيہ (Antoich) ۾ رهيو ۽ ان کان پوءِ بصري ۾ اجهو حاصل ڪيائين. جتي ان پهريائين "مروجہ الذهب" نالي پنهنجو عظيم ڪتاب ڇپرايو. ان کان پوءِ اهو فسطاط (پراڻو قاهره) ڏانهن لڏي ويو جتي پهريائين ان "ڪتاب التنبيه" نالي مسودو ڇپرايو ۽ ان کان پوءِ "مرات الزمان" يعني زمانن جو آئينو نالي ڪتاب ڇپرايو. مرات الزمان وڏو ضخيم مسودو هيو ۽ هن وقت ان جو رڳو ٿورو حصو محفوظ آهي.[1] "مروج الذهب" نالي ڪتاب ۾ اهو پنهنجن ڳوڙهن تجربن کي هڪڙي اهڙي ماڻهوءَ جي دوستاڻي ۽ دلنشين انداز ۾ بيان ڪري ٿو جنهن ڪيترائي ملڪ گهمي ڏٺا آهن ۽ زندگي جا سڀ رنگ ڏٺا آهن. ۽ جيڪو پنهنجي پڙهندڙ کي نہ صرف سبق ڏيڻ ۾ دلچسپي ٿو رکي پر ان کي تفريح جو سامان بہ مهيا ڪري ٿو. واسطيدار اختيارين جي نالن سان اسان جي مٿان بار وجهڻ کان سواءِ ۽ اسان کي غير ضروري ڏگهن تفصيلن ۾ ڦاسائڻ کان سواءِ. اهو اهڙين ڳالهين کي نمايان طور تي ظاهر ڪري ٿو جيڪي ان کي عجيب و غريب، غير معمولي ۽ وڻندڙ لڳن ٿيون ۽ ماڻهن ۽ انهن جي طور طريقن جو وڏي اختصار ۾ داستان گوئي واري ڪماليت سان نقشو چٽي ٿو.

طبري (ابوجعفر محمد بن جرير) جنهن کي عربن جو لِوِي (Livy) هجڻ جو خطاب ڏنو ويو آهي، اهو 922ع ۾ بغداد ۾ فوت ٿيو. ان جيڪو تاريخ تي ڪتاب لکيو ان کي 320هه (914ع) جي زماني تائين ڪٽي آيو. ان کان پوءِ المڪين (Elmacin) ان ۾ ٻارهين عيسوي صدي جي آخر واري زماني تائين جي تاريخ جو اضافو ڪيو. ابن اثير جنهن جو لقب عزالدين يعني "دين جو شان" هيو، عراق جي جزيره بني عمر جو رهاڪو هيو پر گهڻو وقت موصل ۾ گذاريائين جتي ان جو گهر زماني جي ممتاز ترين عالمن ۽ فاضلن لاءِ آسائش جي جاءِ هيو. ان جو

---

[1] مون کي معلوم ٿيو آهي تہ ويانا(Vienna) جي لئبريري ۾ انهي ليکڪ جو هڪڙو تاريخي ڪتاب آهي، جيڪو ٽيهن جلدن تي مشتمل آهي ۽ ان جو نالو "اخبارالزمان" آهي. منهنجي خيال ۾ گهڻو ڪري اهو ساڳيو ڪتاب آهي، جنهن کي "مرآت الزمان" بہ سڏيو وڃي ٿو.

"الڪامل" نالي عالمي تاريخ تي لکيل ڄاتل سڃاتل ڪتاب، جنهن ۾ 1231ع تائين جا واقعا شامل آهن. جديد يورپ جي سٺن تاريخي ڪتابن جو مقابلو ڪري ٿو.

مقريزي (تقي الدين احمد) جيڪو 1442ع ۾ فوت ٿيو ابن خلدون واري زماني جو يعني ان جو همعصر هيو. مصر جي باري ۾ ان جو لکيل ڪتاب ان ملڪ جي سياسي، مذهبي، سماجي، تجارتي، قديم آثارن، ۽ انتظامي حالت جي هڪڙي واضح تصوير پيش ڪري ٿو.

ابوالفدا جنهن جو ذڪر اسان اڳيئي جاگرافيدان جي حيثيت ۾ ڪري آيا آهيون، اهو چوڏهين عيسوي صدي جي شروعات ۾ حمات جو شهزادو هيو. اهو هٿيارن هلائڻ ۾ ايترو ماهر هيو جيترو علم ۽ ادب ۾. اهو پنهنجين خداداد صلاحيتن ڪري مشرق جي عالمن ۽ سائنسدانن ۾ وڏو مقام رکي ٿو. ان جي عظيم ڪتاب جو اهو حصو جيڪو اسلام جي علم و ادب جي تاريخ ۽ ائين صدي کان ٻارهين صدي تائين اسلام جي بازنطين سان تعلقات جي باري ۾ آهي، نهايت گھڻو قيمتي آهي.

ابن خلدون چوڏهين عيسوي صدي جي زماني جو رهاڪو هيو. اهو 1332ع ۾ تيونس ۾ پيدا ٿيو ۽ آفريڪا جن انقلابن جو چوڏهين عيسوي صدي ۾ مرڪز رهيو هن انهن جي وچ ۾ زندگي گذاري. ان جو عظيم الشان تاريخي ڪتاب "مقدمو ابن خلدون" پنهنجي نموني ۾ معلومات ۽ فلسفاڻن بحثن جو قيمتي ذخيرو آهي. "مقدمي" ۾ اهو معاشري جي ابتدا(بڻ بنياد) جو سراغ لڳائي ٿو تهذيب جي اوسر جا مرحلا بيان ڪري ٿو ۽ سلطنتن ۽ خاندانن جي عروج ۽ زوال جا سبب بيان ڪري ٿو ۽ ٻين معاملن سان گڏ ڪنهن قوم جي ڪردار جي جوڙجڪ تي آب و هوا جي پوندڙ اثرن تي بہ بحث ڪري ٿو. اهو 1406ع ۾ فوت ٿيو.

عربن ساموندي مسافرن لاءِ قطب نما ايجاد ڪيو ۽ علم جي تلاش يا واپاري جاکوڙ ۾ دنيا جي سمورن علائقن جو سير ڪيائون. انهن آفريڪا ۾ ڏور ڏکڻ ۾ هندي سمنڊ جي ڀيٽن تي، هندوستان جي ساموندي ڪناري تي ۽ ملايا (ملائيشيا) جي جزيري تي نيون آباديون قائم ڪيون. چين پڻ پنهنجا هميشه کان بند ٿيل دروازا مسلمان

آبادڪارن ۽ واپارين لاءِ کولي ڇڏيا. انهن پرتگال جي مغرب ۾ "ازور" (Azores) جا جزيره ڳولي لڌا ۽ اهو اندازو ڪيو وڃي ٿو ته گهٽ ۾ گهٽ آمريڪا جهڙي ڏورانهين علائقي تائين به وڃي پهتا. قديم ڪنڌن جي سرحدن اندر انهن هر طرح جي انساني محنت ۽ مشقت کي اهڙي طريقي سان هٿي وٺرائي جنهن جو اڳيئ مثال ڪونه ٿو ملي ۽ نه وري ان سان مقابلو ڪري سگهجي ٿو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم محنت کي هڪڙو فرض قرار ڏئي ان جو تاڪيد ڪيو هيو. پاڻ ڪريمن صنعت ۽ حرفت کي هڪڙو مقدس مشغلو ٻڌايو هيو. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم واپار ۽ زراعت لاءِ مالڪ حقيقي جي نظر ۾ وڏي قدر وارا ڏنڏا هجڻ جي تلقين ڪئي هئي. انهن هدايتن جا فطري نتيجا نڪتا هيا: واپارين، دوڪاندارن، ۽ عام طور تي هٿ جو پورهيو ڪندڙ ماڻهن جي معاشري ۾ عزت ڪئي ويندي هئي؛ ۽ علائقن جا عملدار، فوج جا وڏا عهديدار ۽ عالم ۽ فاضل ماڻهو پاڻ کي پنهنجن ڏنڌن وارن لقبن سان سڏرائڻ ۾ عار محسوس ڪونه ڪندا هيا. امن ۽ سلامتي سان واپاري جتا سلطنت جي هر علائقي ۾ سفر ڪندا رهندا هيا: رستن جي پوري طرح حفاظت، پاڻي جا حوض، ٽانڪيون ۽ تلاءَ، ۽ مسافرخانه جيڪي واٽهڙو رستن سان جتي ڪٿي موجود هوندا هيا ـ انهن مڙني واپار ۽ دوڪانداري، هنرن ۽ هٿ جي پورهئي جي صنعت کي تڪڙي ترقي وٺرائي.

عرب جتي به آباد ٿيا، انهن ملڪن ۾ هر هنڌ نهرون کوٽايائون. اسپين ۾ انهن آبپاشي جو اهڙو نظام جاري ڪيو جيڪو پمپن، چرخين ۽ ٻوڏ وارن بندن تي مشتمل هيو. زمين جا اهي سموارا علائقا جيڪي هاڻي غير آباد ۽ بيڪار پيا آهن، اهي ان زماني ۾ زيتون جي وڻن سان پريا پيا هوندا هيا. اسلامي حڪومت جي دور ۾ اڪيلي اشبيله جي پسگردائي ۾ تيل پيڙڻ جا هزارين گهاڻا موجود هيا. ڪيترن اهم ٻوٽن جيئن سُنڊ، زعفران ۽ ڪونئر سان گڏ انهن چانور، ڪنڊ(ڪمند)، ڪپهه کان علاوه تقريبن مڙني سنن باغن ۽ واڙين وارن ميون جون جنسون به متعارف ڪرايون. انهن ٿامي، گندرف، پاري ۽ لوهه جون کاڻيون کوٽرايون. انهن ريشمي ڪپڙي، ڪاغذ جي تياري ۽ ڪيترن نمونن جي

سوٽي ڪپڙي ٺاهڻ جو رواج قائم ڪيو. چيني جي ٿانون، مٽي جي ٿانون، لوهہ رُڪ ۽ چمڙي جون صنعتون قائم ڪيون. قرطبہ جا گلن وارا ڪپڙا، مرسيہ(مريشا Muricia) جا اوني ڪپڙا، غرناطہ، الميريہ (Almeria) ۽ اشبيلہ جو ريشمي ڪپڙو طيطلہ (توليڊو) جون سون ۽ اسٽيل مان ٺهيل شيون ۽ صليبہ (Salibah) جو ڪاغذ، سڄي دنيا جي ضرورت جون شيون هيون. مالقہ(ملاگا)، قرطاجينہ (Carthagenea)، بارسلونہ ۽ قادز (Qadiz) جا بندرگاهہ درآمد ۽ برآمد لاءِ وڏيون واپاري منڊيون هونديون هيون. پنهنجي عروج واري زماني ۾ اسپيني عربن وٽ هڪ هزار جهازن کان وڌيڪ واپاري سامونڊي ٻيڙا هيا. دانيوب (Danube) ندي جي ڪناري تي انهن جا ڪارخانا ۽ واپاري نمائندا هيا. قُسطنطنيہ (استنبول) سان انهن جو وڏو واپار هلندڙ هيو جيڪو ڪاري سمنڊ ۽ يونوچ سمنڊ جي اوپر وارن ڪنارن کان وٺي ايشيا جي اندرين علائقن تائين پکڙيل هيو ۽ هڪ طرف اهو هندوستان ۽ چين جي بندرگاهن تائين پهتل هيو تہ ٻئي طرف آفريڪي سامونڊي ڪناري سان مڊگاسڪر جي ڏورانهين علائقي تائين پهتل هيو. "ڏهين عيسوي صدي جي وچ ڌاري جڏهن يورپ انهي ساڳي حالت ۾ هيو جيڪا موجوده زماني ۾ ڪيفريريا (Caffraria) جي آهي، ان وقت ابوالقاسم جهڙا مُور خاندان جا ياتي واپار ۽ سوداگري جي اصولن تي رسالا لکي رهيا هيا. واپاري مهم جوئن جي حوصلہ افزائي ڪرڻ خاطر ۽ سيروسياحت جي شوق کي وڌيڪ ترقي وٺرائڻ خاطر، حڪومت جي هدايتن هيٺ جاگرافيائي رجسٽر، مختلف علائقن جون فهرستون ۽ رستن جا تفصيل ڇاپيا ويندا هيا. جن منجهہ مسافرن جي سهوليت لاءِ انهن ۾ جاٽايل جاين جي مڪمل چارٽ ۽ رستن ۽ ٻين ضروري ڳالهين جو تفصيل شامل ڪري بيان ڪيو ويندو هيو. ابن بطوطہ جهڙن سياحن چارٽ جي جستجو ۾ ڌاريا علائقا گهمي ڏٺا ۽ انهن ملڪن جي ماڻهن ۽ انهن جي جانورن ۽ ٻوٽن، انهن جي آبهوا ۽ طبعي خصوصيت تي مشاهدي جي گهرائي ۽ حيرت انگيز تيزفهمي سان وڏا تفصيلي ڪتاب لکيائون.

علم و ادب جو شوق صرف مردن جي جنس تائين محدود ڪونہ هيو. مردن سان گڏ عورتون بہ علمي ۽ ثقافتي سرگرمين ۾ مصروف

رهنديون هيون ۽ مردن وانگر علم و ادب جي جُستجو ۾ يا سائنس ڏانهن گهرو لاڙو رکنديون هيون. انهن جا پنهنجا الڳ درسگاهه هيا.[1] اهي طب ۽ فقه جي تعليم حاصل ڪنديون هيون: فصاحت ۽ بلاغت تي، اخلاقي قدرن تي ۽ ادبي صنفن تي درس ڏينديون هيون ۽ هڪڙي شاندار تهذيب جي ڪارنامن ۾ مردن واري سگهاري جنس سان ڪُلهو ڪُلهي ۾ ملائي شريڪ ٿينديون هيون. اميرن ۽ حڪمرانن جون زالون ۽ ڌيئرون پنهنجي دولت کي درسگاهون قائم ڪرڻ، يونيورسٽين کي عطيہ ڏيڻ، بيمارن لاءِ اسپتالون قائم ڪرڻ، بي گهرن، يتيمن ۽ بيواهن لاءِ اجها ٺاهڻ ۾ خرچ ڪنديون هيون.[2]

عرب قبيلن جي باهمي مخالفتن ۽ رقابتن توڙي جو انهن جي انيڪ مقامي ٻولين کي هڪٻئي ۾ ملي هڪڙي ٻولي ٿيڻ ڪونہ ڏنو. تڏهن بہ حجاز ۾ ڳالهائي ويندڙ قومي ٻولي کي لفظن جي خزاني سان مالامال ڪرڻ جو ڪردار ادا ڪيو - عڪاظ ۾ جيڪو ساليانو ميلو لڳندو هيو جنهن ۾ شاعر هڪٻئي سان مقابلو ڪندا هيا. ان بہ حجاز جي ٻولي کي باضابطگي ۽ عمدگي بخشي. پر حقيقت ۾ اهو قرآن شريف ئي هيو جنهن عربي ٻولي کي پنهنجي اصلي ۽ خالص صورت ۾ برقرار رکيو. "قرآن شريف ئي اهو ڪتاب آهي جنهن جي مدد سان

---

[1] انهيءَ قسم جو هڪڙو مشهور ادارو قاهره ۾ مملوڪ سلطان ملڪ طاهر جي ڌي 684 هجري ۾ قائم ڪيو هيو.

[2] هارون رشيد جي زال زبيده اهڙا ڪيترائي دارالامان قائم ڪيا. عضدالدولہ جي زال جيڪو شفاخانو(اسپتال) ٺهرايو اهو ان جي مڙس طرفان ٺهرايل شفاخاني جي مقابلي جو هيو. ملڪ اشرف جي ڌي جيڪا "خاتون" جي نالي سان مشهور هئي، دمشق ۾ هڪڙي شاندار ڪاليج جو بنياد رکيو. هامہ (حمص Hems) جي سلطان ناصرالدولہ جي زال زمرد خاتون بہ حمص ۾ هڪڙي ٻئي ڪاليج جو بنياد رکيو هيو.

ڪيترين مسلمان عورتن شعروشاعري ۾ بہ نالو پيدا ڪيو. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ اسلم جي نياڻي حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها عرب شاعرن منجهہ وڏو مقام رکن ٿيون. اورنگزيب جي ڌي زيب النساء جنهن جو "مخفي" تخلص هيو بہ انهي قطار ۾ شامل آهي. ارقاط (ارڪرٽ Urquhart) جڏهن ترڪي جو سير ڪيو تہ ان وقت تي عورتون وقت جي وڏن عظيم ۽ زندهہ شاعرن مان هيون ۽ انهن مان هڪڙي پريشڪ خانم (Perishek Khaanum) سلطان مصطفيٰ جي پرائويٽ سيڪريٽري هئي.

عربن سڪندر اعظم واري دنيا کان به وسيع تر دنيا فتح ڪئي ۽ رومي سلطنت کان به وڏي سلطنت قائم ڪئي، ۽ اهو به ڏهاڪن سالن ۾ جڏهن ته رومين پنهنجن سوين کي برقرار رکڻ لاءِ سوين سال لڳايا هيا. قرآن شريف جي ئي فيض سان انهن کي شرف حاصل ٿيو ته اهي سيني سامي قومن مان پهريان ماڻهو هيا جيڪي يورپ ۾ حڪمرانن وانگر داخل ٿيا. جڏهن ته فونيقي (Phoenician) اوڏانهن واپاري، ۽ يهودي پناهگير يا قيدي ٿي آيا هيا. اهي يورپ ڏانهن انهن پناه گيرن سان گڏ انسانيت جي ماڻهپي کي برقرار رکڻ لاءِ آيا. جڏهن چئني طرفن ۾ اونداهي پکڙيل هئي ته اهي موت جي دروازي تي پهتل يونانين جي علم وحڪمت کي وري جيارڻ، مشرق وانگر مغرب کي به فلسفو، طب، فلڪياتي علم ۽ موسيقي جو سونهري ڏانءُ سيکارڻ، جديد سائنس جي پينگهي کي سهارو ڏيڻ، ۽ جنهن ڏينهن غرناطه انهن جي قبضي مان نڪري ويو ته اسان بعد ۾ اچڻ وارن ماڻهن کي ان ڏينهن جو ماتم ڪرائڻ لاءِ آيا.[1] هي ئي اهو مقدس ڪتاب آهي جنهن عربي ٻولي کي ان جي سموري خالص ۽ٽي ۾ محفوظ ڪيو ۽ قائم رکيو. ان جي اسلوب جي سادي شان و شوڪت، ان جي انداز جي سادي نزاڪت، ان جي تشبيهن ۽ استعارن جي گوناگوني، روشني جي تجلين وانگر تکيون تبديليون، جيڪي اخلاقيات جي عالم کي درس ڏينديون، فلاسفر کي پنهنجو نظريو پيش ڪنديون، ڪنهن ڏکويل محب وطن کي سندس قوم جي بداخلاقين ۽ ذلتن تي چٽن لفظن ۾ ڇوھ ڇنڊينديون ۽ ڪٿي خود خداء غفوررحيم پنهنجي نبي جي ذريعي پنهنجن پتڪيل ٻانهن کي سڌي رستي تي اچڻ لاءِ سڏينديون - اهي مڙئي ڳالهيون قرآن شريف لاءِ ديني صحيفن ۾ هڪڙي بي مثال ڪتاب هجڻ جي نشاندهي ڪن ٿيون. ان جي تعليمات کي ٻڌي زماني جي شاعرن جي دل ۾ جنهن احساس ۽ تعظيم جو جذبو پيدا ٿيو اهو ان ڳالهه جي پڌرائي ٿو ڪري ته ان عام ماڻهن جي دل ۾ ڪيترو گهرائي سان اثر ڪيو هوندو. مختلف وقتن تي نازل ٿيل - ڪڏهن ڏاڍ ۽ پيڙائن وارين گهڙين ۾، ڪڏهن پرجوش سرگرمين ۾، ڪڏهن ماڻهن جي عملي رهبري جي مقصدن لاءِ

[1] ڊوئچ (Deutsch)

بياني انداز ۾، کهڙي به ڪيفيت ۾ نازل ٿيو. تڏهن به هر لفظ ۾ سنجيدگي، سگهه ۽ تاثير آهي جيڪو ان کي ٻين مڙني آسماني ڪتابن کان مختلف بڻائي ٿو.

متان اهو سمجهيو وڃي ته اسان پنهنجي راءِ ۾ جانبدار آهيون، اسان هڪڙي عظيم مشرقي ڏاهي جي لفظن کي پيش ڪريون ٿا، جنهن جا حوالا اسان اڳ ۾ به پيش ڪري آيا آهيون: ”خوشي ۽ غم، پيار ۽ همت ۽ جذبي جي اظهار جا اهي عظيم نمونا جن جو هاڻي فقط هلڪو پڙاڏو اسان جي ڪنن سان ٽڪرائي ٿو اهي حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ ۾ نازل ٿيڻ وقت پنهنجي پوري عروج تي هيا. ۽ پاڻ ڪريمن کي نہ رڳو مشهور خطيبن جي ناماچاري سان مقابلو ڪرڻو هيو پر پنهنجي نبوت جي هر ثبوت ۽ نشان طور پاڻ جيڪو ڪجهہ فرمايائون تي ۽ سُر سان بيان تي ڪيائون ان جي فضيلت کي مڃائڻ لاءِ انهن تي سبقت بہ حاصل ڪرڻي هئي. ....... پاڻ ڪريمن کان اڳ واري زماني جي شاعرن عشق ۽ محبت کي ڳايو هيو ......... عنتر جيڪو خود هڪڙي مشهور داستان جو هيرو آهي پنهنجي محبوبہ عبلہ جي مڪان جي بربادي جا مرثيہ ڳائي ٿو ان جا خيال ان گهر جي کنڊرن جي چوڌاري ڦرندا رهن ٿا پر ان جي محبوبہ عبلہ ان کان هميشه لاءِ وڇڙي وئي آهي ۽ ان جي کنڊرات بڻيل گهر کي ان جي ڪا بہ خبر ڪونہ آهي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهڙي ڪنهن ڳالهہ کي ڪونہ ڳايو. قرآن شريف ۾ اهڙا داستان ڪونہ آهن. قرآن شريف عشقيہ شاعري ڪونہ آهي، هن دنيا جا ڪِل پوڳ، تلوار بازي، اُٺ جي سواري، ساڙ ڪرڻ ۽ انساني انتقام، قبيلي يا ابن ڏاڏن جون ساراهون ڪرڻ، انسان جي بي معنيٰ ۽ چند ڏينهن جي حياتي، پاڻ ڪريمن تي نازل ٿيل قرآن شريف جا موضوع ڪونہ هيا. پاڻ ڪريمن اسلام جي پرچار ڪئي. پاڻ ڪريمن مٿي آسمانن ۾ شق ڪرڻ ۽ هيٺ زمين کي چيري، آسمان ۽ زمين مان شهادتون پيش ڪري، جيئرن ۽ مئلن کان قسم کڻائڻ جا معجزا ڏيکاري حق جي تبليغ ڪئي.“

هڪڙو ٻيو عظيم ليکڪ قرآن شريف جي باري ۾ هيئن چوي ٿو: ”جيڪڏهن اهو شاعري ڪونہ آهي ـ ۽ اهو چوڻ بہ مشڪل آهي تہ

شاعري آهي يا نه ـ اهو شاعري کان وڏيڪ سٺو آهي. نه اهو تاريخ آهي ۽ نه سوانح نگاري، حضرت عيسيٰ عليه السلام جي پهاڙي واعظ وانگر اهو ڪهاڻين جو مجموعو به ڪونه آهي؛ نه وري ٻڌمت جي سوترن وانگر ڪو فلسفاڻو بحث آهي؛ نه وري داناء ۽ نادان اوستادن سان افلاطون جي ڪيل بحث مباحثن وانگر شان و شوڪت وارو تبليغي فن آهي. اهو هڪڙي پيغمبر سچوري جي پڪار آهي، هڪڙي سامي پيغمبر جي پڪار، اهڙي عالمگير معنيٰ واري ۽ اهڙي وقتائتي جو زماني جا سمورا آواز ان کي خوشي سان يا مجبوري کان پنهنجو ڪن ٿا. تان ته اها پڪار بيابانن ۽ محلاتن مٿان، شهرن ۽ سلطنتن مٿان گونجي ٿي، پهريائين دنيا جي فتح لاءِ پاڳ وارين دلين ۾ روشني پيدا ڪري ٿي ۽ پوءِ اها پاڻ تعميري قوت ٿي وڃي ٿي ته جيئن يونان ۽ ايشيا جي سموري تخليقي روشني، عيسائي يورپ جي گهري اونداهي جو پردو ڦاڙي ان ۾ داخل ٿي وڃي، جو ته ان وقت عيسائيت رات جي راڻي هئي."[1]

انساني ڏاهپ جي هر پهلو کي گهيريندڙ صنفن ۾ مثال طور، اخلاقيات، مابعدالطبيعات، منطق، فصاحت وبلاغت، ۽ عام ادب، سوين مسلمان ليکن جا نالا ڳڻائي سگهجن ٿا. شاعري ۾ اجاتائين ڪنهن به مسلمان شاعرن جي تخليقي صلاحيت کان گوءِ ڪونه کنئي آهي. عربن جي شاعر "مُتنبي" کان وٺي (پيغمبرِ اسلام جي زماني ۾ گذاريندڙ شاعرن کان هٿي ڪري) هندوستان جي "حالي" تائين شاعرن جي سلسلي جي هڪڙي اڻ کُٽ قطار آهي. مُتنبي نائين عيسوي صدي جي دور جو شاعر هيو ۽ ان کي امير سيف الدوله (ابوالحسن علي بن همدان) جي سرپرستي حاصل هئي. ان کان پوءِ ابن دريد،(933ع ۾ فوت ٿيو) ابوالعلا،(1057ع ۾ فوت ٿيو) ابن فارض،(1255ع ۾ فوت ٿيو) طنطراني،(1092ع ۾ فوت ٿيو) ۽ ٻيا ڪيترائي شاعر پيدا ٿيا. اسپيني عرب فطرت جا شاعر هيا؛ انهن شاعري جا مختلف قسم(صنفون) ايجاد ڪيا جن کي بعد ۾ ذڪرڻ يورپ جي عيسائي شاعرن پنهنجو ڪري اختيار ڪيو. اسپين ۾ رهندڙ وڏن شاعرن منجهان احمد بن محمد (ابوعمر، 569 هه – 1175ع ) جو نالو تمام گهڻو مشهور آهي. محمود جي

---

[1] جانسن (Johnson)

دربار ۾ جيڪي شاعر موجود هيا انهن جو تذڪرو اسان اڳيئي مٿي بيان ڪري آيا آهيون. انهن ۾ فردوسي جنهن ايران جي مري ويل قومي هيرن کي ڳائي نئين زندگي بخشي، اهو شهرت ۾ محمود جو حريف آهي، جنهن جي پهريائين ان تعريف ڪئي ۽ بعد ۾ ان تي طنز ڪيائين.

بعد وارن غزنوي ۽ سلجوقي حڪمرانن جي دور ۾ بہ ڪجھ وڏا شاعر پيدا ٿيا. مثال طور: طواط (رشيد طواط)، ۽ سوزني (573 هـ–1177ع) جيڪو فارسي شاعري جي بحر وزن جو خالق هيو. قصيدي گو شاعر انوري[1] خاقاني (582 هـ ـ 1186ع) ۽ ظهير فاريابي؛ (598هـ – 1201ع) وڏا صوفي شاعر جن مان سنائي (576هـ – 1180ع) جنهن جو "حديقہ" فارسي شاعري جو مايہ ناز ديوان آهي ۽ جتي بہ فارسي ٻولي ڄاتي ۽ سڃاتي وڃي ٿي اُتي قدر جي نگاھ سان ڏٺو وڃي ٿو ۽ فريدالدين عطار (586هـ – 1190ع) ۽ رومانوي شاعر نظامي جنهن مثنوي جي انداز ۾ خسرو ۽ شيرين جي محبت واري داستان ۽ سڪندر جي ڪارنامن کي شاعري ۾ بيان ڪيو. اتابڪن جي دور ۾ جيڪي سلجوقين جي زوال کان پوءِ حڪمران طاقت تي ايريا. صوفي شاعر شيخ سعدي ۽ صوفي شاعر جلاالدين رومي پيد ٿيا. تيمور جي زماني ۾ شيرين زبان شاعر حافظ شمس الدين پيدا ٿيو جنهن کي فارس جو انيڪريت (Anacreon) سڏيو وڃي ٿو. شاعري جي بادشاهي لڏي ۾ مشهور شاعرن مان اهي بس ڪجھ نالا آهن. مسلمانن شاعري ۾ جيڪي ڪمال ڪري ڏيکاريا، انهن کي ابن خلڪان ۽ لطف علي آذر[2] ان کان وڌيڪ تفصيل سان بيان ڪيو آهي.

علم ۽ ادب جي ميدان ۾ مسلمانن جون اهڙيون شاندار ڪاميابيون هيون؛ ۽ اهو سڀ هڪڙي عظيم انسان(معلم الانسان) جي تعليمات جي ڪري ٿيو. ان جي آواز انهن کي وحشت ۽ جهالت جي ان

---

[1] انوري جيڪو سلطان سنجر جي باري ۾ قصيدو پڙهيو اهو فارسي زبان جي نهايت عمدن قصيدن ۾ شمار ٿئي ٿو. هندوستاني شاعر سودا (Sauda) جيڪو اوڌ جي نواب آصف الدولہ جي شان ۾ قصيدو لکيو ان ۾ ان وڏي ڪاميابي سان انوري جهڙو انداز بيان پيش ڪيو.

[2] لطف علي آذر جي "آتشڪده" نالي ڪتاب ۾ قديم زماني کان وٺي فارسي شاعرن جو سندن شاعري جي نمونن سان زندگين جو احوال ڏنل آهي.

پاتال مان ڪڍيو جنهن ۾ اهي حال ۾ مستقبل جي ڪنهن بہ اميد کان سواءِ زندگي گذاري رهيا هيا. ۽ جڏهن اهي نڪتا تہ ماڻهن کي مُهذب بڻائڻ ۽ اخلاقي سطح کي بلند ڪرڻ لاءِ دنيا ۾ ڇانئجي ويا. پيڙائن ۾ ورتل انسانذات نئين زندگي منجهہ جاڳي پئي. جڏهن يورپ جا وحشي بربر، جن هڪڙي سَنڌ ٽيل سلطنت جو تختو اونڌو ڪيو هيو جهالت ۾ وحشي پڻي جي اونداهي ۾ هٿوراڙيون هڻي رهيا هيا، تڏهن مسلمان هڪڙي عظيم تهذيب کي مضبوط ڪري رهيا هيا. يورپ ۾ اخلاقي ۽ ذهني اجاڙپڻي جي صدين دوران اسلام ترقي جي هر اول دستي جي اڳواڻي ڪئي. عيسائيت پاڻ کي "قيصرن" جي تخت تي تہ ڄمائي رکيو هيو پر اها ڌرتي جي گولي تي رهندڙ قومن کي نئين زندگي بخشي ڪونہ سگهي هئي. چوٿين عيسوي صدي کان وٺي ٻارهين صدي تائين جنهن انڌيري يورپ کي وڪوڙي رکيو هيو اهو گهري کان گهرو ٿيندو ويو. شديد تعصب جي انهن دورن ۾ ڪليسائيت پهچ جي سمورن ذريعن تي، جن وسيلي علم، انسانيت يا تهذيب جي روشني داخل ٿي سگهي ٿي، بندش وجهي ڇڏي هئي. پر انهي تعصب واري ڌرتي تان روڪيندڙ ساڙن منجهان بہ، وقت بہ وقت اسلامي تهذيب جي فيض پهچائيندڙ اثرن پاڻ کي عيسائي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ محسوس ڪرايو. سالرنو (Salerno)، بغداد، دمشق، قرطبہ، غرناطہ ۽ مالقہ (ملاگا) جي درسگاهن مان مسلمان دنيا کي فلسفي جا مشفقاڻا سبق ۽ مُستَنَد سائنس جون عملي سکيائون ڏيندا هيا.[1]

مغرب ۾ عقليت پسندي جا پهريان ڪرڻا ان پرڳڻي ۾ ظاهر ٿيا، جيڪو اسلامي تهذيب جي گهڻي اثر هيٺ رهيو. ڪليسائيت انهي سٺي گل کي باهہ ۽ تلوار سان ڇيپاڻي ڇڏيو ۽ دنيا جي ترقي کي صديون پوئتي ڌڪي ڇڏيو. پر فڪر جي آزادي جا اصول جيڪي اسلام جو

[1] اسلام انسانذات جي ذهني ارتقا کي جيڪو تحرڪ ڏنو انهي حقيقت مان ثابت آهي تہ اهڙيون قومون بہ عربن سان ترقي جي ڊوڙ ۾ شامل ٿي ويون جيڪي ان وقت تائين مڪمل جهالت جي ننڊ ۾ ستل هيون. اسلام انسانذات جي رڳن ۾ ساهہ وجهي ڇڏيو ۽ جيڪي برادريون مئل هيون يا مرڻ ڪنڌي تي پهتل هيون انهن ۾ زندگي جي لهر ڊوڙائي ڇڏيائين. وڌيڪ تفصيل لاءِ ضميمو 3 پڙ ڏسو. (نوٽ: ليکڪ حاشئي ۾ ضميمي 3 لاءِ اشارو ڏنو آهي پر ضميمي ۾ اهڙو مواد شامل ڪونہ آهي. (سنڌيڪار)

اصل اساس آهن، انهن پنهنجي سگهه ذريعي عيسائي يورپ ۾ نئون روح ڦوڪي ڇڏيو هيو. ابيلارڊ (Abelard)[1] ابن رشد جي تعليمات کي، جيڪا سموري مغربي دنيا تي پکڙجي رهي هئي، محسوس ڪيو هيو. ابيلارڊ فڪر جي آزادي لاءِ مهم هلائي، جنهن جي نتيجي ۾ عيسائي دنيا کي ڪليسائيت جي غلامي کان ڇوٽڪارو مليو. ابن ماجہ ۽ ابن رشد، ديسڪارٽ (Descartes)[2] هابز (Hobbes)[3] ۽ لوڪ (Locke)[4] جا پيشرو هيا.

ابيلارڊ (Abelard) ۽ ان جي مڪتب فڪر جا خيال جلدئي انگلستان ۾ داخل ٿي ويا. وڪلف (Wycliffe)[5] جي فڪر جي جدت ۽ جذبي جي آزادي اڳ گذريل مفڪرن جي جرئت وارن نظرين منجهان پنهنجي سگهه حاصل ڪئي. بعد ۾ اچڻ وارن جرمن سماج سڌارڪن، پنهنجا خيال هڪ طرف قسطنطنيہ (ڪانسٽنٽينوپل هاڻي استنبول) جي بُت شڪنن کان تہ ٻئي طرف البجينز (Albigenes)[6] ۽ وڪلفين (Wycliffes) کان حاصل ڪيا. انهن انهي اصلاحي ڪم کي پايہ تڪميل تي پهچايو، جيڪو ٻين طرفان غير ملڪي عقليت پسندي واري اثر هيٺ شروع ڪيو ويو هيو.

---

[1] پيري ابيلارڊ (Pierre Abelard) 1079ع کان 1142ع، فرانسيسي فلسفي ۽ دينيات جو عالم. (اردو مترجم)

[2] ريني ديسڪارٽ (Rene Descartes) 1566ع کان 1650ع، فرانسسي فلسفي ۽ رياضيدان. (اردو مترجم).

[3] ٿامس هابز (Thomas Hobbes) 1588ع کان 1679ع، انگريز فلسفي.(ا. م)

[4] جان لوڪ (John Locke) 1632ع کان 1704ع، انگريز تجربي فلسفي.(ا. م).

[5] جان وڪلف (John Wycliffe) 1320ع کان 1384ع، انگريز مذهبي مصلح جنهن انجيل جو انگريزي ۾ ترجمو ڪيو.(اردو مترجم)

[6] البجنز (The Albbignses) جنوبي فرانس جو هڪڙو مذهبي فرقو جيڪو 1020ع کان 1250ع تائين قائم رهيو جنهن کي الحاد جي ڪري ختم ڪيو ويو.(اردو مترجم)

جڏهن عيسائي يورپ علم و دانش کي ڏاڍ جي پابندي هيٺ رکيو هيو. جڏهن حضرت عيسىٰ عليہ السلام جي نائب (خليفت المسيح) فڪري آزادي جي ڪير پياڪ ۽ ٻاتي ٻولي ڳالهائيندڙ ٻارڙن کي ٻوساتي مارڻ وارو مثال قائم ڪيو هيو جڏهن پادري هزارين ٻي ڏوهي انسانن کي صرف عقلي گمراهي ڪري باهہ ۾ ڏڪي شعلن جو ٻارڻ بڻائڻ لاءِ سڀ کان اڳيرو هيا. جڏهن عيسائي يورپ ٽوڻن ڦيٽڻ ذريعي جِن ڪڍي رهيو هيو ۽ هڏن ۽ ڇيچڙن جي پوڄا ڪري رهيو هيو انهي زماني ۾ مسلمان حڪمرانن جي سرپرستي هيٺ علم و ادب وڏي ويجهي رهيا هيا. ۽ اهڙي عزت ۽ احترام مليل هين جيڪو اڳ ڪڏهن بہ حاصل ڪونہ ٿيو هين. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خليفن پاڻ کي تهذيب جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ وقف ڪري ڇڏيو اهڙي فڪر جي آزادي ۽ آزاد تحقيق جي واڌ ويجهہ لاءِ مدد ڪيائون جن جي خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن پاڻ شروعات ڪئي هئي ۽ پنهنجي قول ۽ فعل سان ان کي تقدس بخشيو هئائون. انهن مذهب ڪارڻ ڪڏهن بہ ڏاڍ کان ڪم ڪونہ ورتو هيو. حڪمرانن جو سياسي ڪردار ڪهڙو بہ هيو پر انهن سيني عقيدن ۽ مذهبن سان جيڪا حقيقي رواداري ۽ غير جانبداري ڏيکاري، دنيا ان کان وڌيڪ سٺا مثال ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺا آهن. طبعي سائنسن جي آبياري - جيڪا ڪنهن قوم جي ذهني آزادي جي وڏي نشاني آهي - مسلمانن جو هڪڙو پسنديده مشغلو هيو.

عربن کي ٽيل ٻن ناڪامين، هڪڙي قسطنطنيہ جي محاذ تي ۽ ٻي فرانس ۾، دنيا جي ترقي کي گهٽي وقت تائين روڪي ڇڏيو ۽ وقت جي رفتار کي صدين لاءِ پوئتي ڏڪي ڇڏو. جيڪڏهن عرب مال غنيمت ميڙڻ پٺيان نہ لڳن ها ۽ پاڻ منجهہ ٽولن ۾ نہ ورهائجن ها. جيڪڏهن چارلس مارٽل[1] (Charles Martel) جي وحشي فوجي جٿن کي پنهنجي اڳيان وڌڻ کان روڪڻ ۾ ڪامياب ٿين ها. تہ دنيا جي واقعن ۾ ايتري

---

[1] فرنگين (فرينڪن Franks) جو بادشاهہ جنهن مسلمانن کي طورس (Tours) جي جاءِ تي 732ع ۾ شڪست ڏني ۽ انهن کي يورپ فتح ڪرڻ کان روڪي ڇڏيائين(715ع کان 741ع).اردو مترجم.

اونداهي دور جي تاريخ ڪونہ لکي وڃي ها. ست سئو سال اڳ نئين جاڳرتا (احياءالعلوم)، تهذيب جي ترقي، عقل ۽ فڪر جي آزادي جو واڌارو گهٽي تيزي سان جاري رهي ها. البجنيز (Albignese) ۽ هيوجناٽن (هيوگيوناٽن Huguenots) جي قتلام يا ٽيوڊر (Tudor) بادشاهن ۽ پروٽيڪٽورن (Protectorates) جي زماني ۾ انگريز پروٽيسٽنٽ عيسائين هٿان آئرلئنڊ جي ڪيٿولڪ عيسائين جي هيبتناڪ ڪوس جا داستان پڙهي اسان جون دليون نہ ڏڪن ها. اسان کي ڪنهن برونو (Bruno)[1] يا ڪنهن سرويٽس[2] (Servetus) جو ماتم ڪرڻو نہ پوي ها، جيڪي اهڙن ماڻهن هٿاران قتل ٿيا، جن پنهنجي مادر چرچ خلاف بغاوت ڪئي هئي. اوتودافي[3] (Autodafe) جو هيانءِ ڏاريندڙ داستان، انڪوئزيشن (Inquisition) وارن طرفان پيانڪ قتلن جي روئداد، ازٽڪن[4] (Aztecs) ۽ انڪن[5] (Incas) جي ڪوس جا اڻ ڳڻين پيڙائن وارا قصا، ٽيهن سالن واري لڙائي ۽ ان ڪري نازل ٿيل مصيبتن جي دل ڏاريندڙ ڪهاڻي - انهن مان ڪنهن جي بہ لکڻ ۽ دنيا کي ٻڌائڻ جي ضرورت نہ پوي ها. سڀ کان وڏي ڳالهہ اها آهي تہ اسپين جيڪو ڪنهن

---

[1] برونو (Bruno) 1548ع کان 1600ع، اطالوي فلسفي جنهن ڪوپرنيڪس جي فلڪياتي نظرئي جي تائيد ڪئي ۽ انهي ڏوهہ جي سزا ۾ انڪوئي زيشن (The Inquisition) جي حڪم سان ان کي جيئرو ساڙيو ويو.(اردو مترجم)

[2] اسپين جو طبيب ۽ طبيعيات دان (1511ع کان 1553ع) جنهن کي الحاد جي الزام ڪري باهہ ۾ ساڙيو ويو.(اردو مترجم)

[3] اوتودافي (Auto_da_fe) پرتگالي زبان جي هڪڙي ترڪيب آهي جنهن جي معنيٰ آهي "ايماني عمل". انڪوئي زيشن (Inquisition) جي حڪمن تحت بدعتين تي مقدمو هلائڻ، انهن کي سزا جو حڪم ٻڌائڻ ۽ پوءِ انهن کي جيئرو ساڙڻ وارن سيني عملن تي انهي ترڪيب جو اصطلاحن اطلاق ٿيندو هيو.(اردو مترجم)

[4] ازٽڪ (Aztecs) ميڪسيڪو جا قديم رهاڪو هيا، جن هڪڙي قديم ۽ ترقي يافتہ تهذيب قائم ڪئي هئي. اسپين وارن جي اچڻ کان اڳ اهي اتي حڪمران هيا.(ا. مترجم)

[5] انڪ (Incas) پيرُو جا قديم رهاڪو هيا، جيڪي اسپين وارن جي فتح کان اڳ اتي آباد هيا ۽ هڪڙي اعليٰ تهذيب جا مالڪ هيا.(اردو مترجم)

زماني ۾ علم و ادب ۽ هنر جو ماڳ هيو اهو اڄ صدين جي قيمتي ميراث کان محروم ٿي ۽ ڏاهپ کان وانجهو ٿي ذهني اعتبار کان ايترو ويران ڪونہ هجي ها جيترو اهو هاڻي آهي. ڪير آهي جنهن انهي وڏي ظرف واري قوم (مسلمان) جي انجام جو احوال پڙهي ماتم نہ ڪيو هجي، جنهن کي عيسائي حڪمرانن جي جنوني تعصب انهي وطن مان نيڪالي ڏني جنهن کي انهن دنيا جي قومن منجهہ مشهور ڪري ڇڏيو هيو. ڪنهن، انصاف واري سوچ سان چيو آهي "اها هڪڙي منحوس گهڙي هئي جڏهن غرناطہ جي مينارن تي هلالي نشان جي جاءِ تي صليب جي نشان جاءِ والاري" افسوس! ابن رشد، ابن باجہ (Avenpace)، والاديہ (Waalaadeh)، ۽ عائشہ ۽ ٻين بزرگ مرحومين جا روح پنهنجي قوم جي ناهيل عاليشان عمارتن جي کنڊرات ۾ وينا روئي رهيا هوندا ـ کنڊرات جيڪي هاڻي ڳائڻ وڄائڻ جي آوازن، گهوڙي سواري جي ڪرتبن، علم و ادب ۽ هنر کان بي جان لڳا پيا آهن ـ صرف جنوني مذهبي مناظرن ۽ سياسي مخالفت وارن بحثن جا پڙاڏا گونجن ٿا. عيسائين انهن اندلسي مسلمانن جي اولاد کي نيڪالي ڏئي رڻ پٽ ڏانهن ڌڪي ڇڏيو خوبصورت اسپين منجهان جياپي جي هر عنصر کي نپوڙي ڇڏيائون."[1]

جيڪڏهن مسلم قسطنطنيہ (استنبول) کي فتح ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي ها، جيڪو قدامت پسند عقيدي جي پرجوش حامي ۽ پنهنجي سڳي پٽ جي ظالم قاتلہ ملڪ آئرين (Irene) جو تخت گاهہ هيو. تہ اهي سياهہ ڪارناما جن سان اسورين (Isaurian)، ڪومنينن (Comneni)، پيليولوگن (Palaeologi)[2] جي تاريخ جا صفحا داغدار لڳا پيا آهن، اهي دهشتناڪ نتيجا جيڪي لاطينين طرفان بازنطين تي قبضي ڪري پيد ٿيا، سڀ کان وڌيڪ تہ انهن ناپاڪ لڙاين جو ڀوائتي

---

[1] اسپين جي اقتصادي حالت ۽ عربن جي دور ۾ علم وهنر جي حالت لاءِ ڏسو ڪتاب اسلام جي مختصر تاريخ "شارٽ هسٽري آف ساراسينش".

[2] اسوري (Asaurian)، ڪومنيني (Comneni)، ۽ پيليولوگي (Palaeologi) بازنطيني سلطنت جا ٽي حڪمران خاندان.(اردو مترجم)

نموني سان چڙهڻ جن ۾ عيسائي يورپ ايشيائي قومن جو گلو دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي، ڪڏهن بہ واقع ڪونہ ٿين ها. سيني واقعن موجب هڪڙي ڳالهہ يقيني آهي تہ جيڪڏهن قسطنطنيہ مسلمانن جي قبضي ۾ اچي وڃي ها تہ بُت شڪني جي تحريڪ ڪڏهن بہ مڪمل طور ناڪام ثابت ڪونہ ٿئي ها. ۽ عيسائي چرچ جي اصلاح صديون اڳ مڪمل ٿي وڃي ها. پر مشيتِ ايزدي کي ڪجهہ ٻيو منظور هيو. فڪري آزادي جي اها لهر جيڪا اسلامي علائقن کان وڏي اسورين (Isaurian) بادشاهن جي مملڪتن ۾ پهچي، جهالت، توَهم پرستي، ۽ تعصب جي پهاڙن سان متو ٽڪرائيندي رهجي وئي. فڪر جي آزادي جي قوت ايستائين محسوس ڪونہ ڪئي وئي جيستائين سالير نو (Salerno) ۽ قرطبہ جي درسگاهن جو گڏيل عمل يعني ابن رشد جي تعليمات ۽ اسلامي سرچشمي مان علم و ادب جو فيض حاصل ڪيل ڪجهہ يونانين جي مجموعي اثر رسوخ ڪليسائيت جي قلعي کي ڊاهي پٽ نہ ڪيو.

اسلام ذهني آزادي جو راڄ قائم ڪيو. اهو صحيح طور تي چيو ويو آهي تہ جيستائين اسلام پنهنجي خالص ڪردار کي قائم رکيو ان وقت تائين اهو علم ۽ تهذيب جو پرجوش حامي ۽ سرپرست ۽ ذهني آزادي جو سرگرم معاون ثابت ٿيو. جنهن مهل خارجي عنصرن پاڻ کي ان منجهہ گڏايو تہ ان گهڙي کان اهو ترقي جي ڊوڙ ۾ پوئتي ڌڪبو ويو.

پر موجوده زماني ۾ مسلمانن تي جيڪو جمود طاري آهي ان کي بيان ڪرڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ اسان هڪڙي گهڙي لاءِ انهن واقعن تي پوئتي نهاريون جيڪي اسپين ۾، آفريڪا ۽ ايشيا ۾ ٻارهين ۽ سترهين عيسوي صدي جي وچ ۾ واقع ٿيا. ٻارهين صدي ۾ عيسائين ماڻهن جي ذهني زندگي تباهہ ڪري ڇڏي، مسلمانن اسپين کي هڪڙي باغيچي ۾ تبديل ڪري ڇڏيو هيو. عيسائين ان کي رڻ پٽ ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. مسلمانن ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ اسڪول ۽ ڪاليج قائم ڪيا هيا، عيسائين انهن کي نيڪ ماڻهن (اوليائن) ۽ تصويرن جي پوڄا لاءِ گرجا گهر ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. مسلمان حڪمرانن علم و ادب ۽ سائنس جا جيڪي ذخيرا گڏ ڪيا هيا، عيسائين انهن کي باهہ جي شعلن جي حوالي ڪري ڇڏيو. مسلمان مردن، عورتن ۽ ٻارن کي ٻي

رحمي سان ڪُنو ويو يا جيئري ڪاٺين جي باهه جي آڙاهه ۾ ساڙيو ويو. جيڪي ٿورا گهڻا بچي ويا انهن کي غلام بڻايو ويو. جيڪي بچي پچي ويا اهي آفريڪا جي ساموندي ڪناري تي مجبور پينو فقيرن وانگر زندگي گذارڻ لڳا. اندلسي مسلمانن تي اسپيني عيسائين جيڪي ظلم ڪيا، انهن کي معاف ڪرڻ يا ويسارڻ لاءِ مسلمانن کي حضرت عيسيٰ عليه السلام ۽ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ٻنهي جو معاف ۽ درگذر ڪرڻ وارو گڏيل رحم اختيار ڪرڻو پوندو. پر سزا کي اچڻ ۾ دير ڪونه لڳي. دنيا ۾ هڪڙي صدي به ڪونه گذري هئي تہ اسپين جي باهه خاڪ جي ڍير ۾ تڏي تي وئي.

مغربي آفريڪا ۾ تئين الموحد حڪمران[1] جي دور ۾ ملائيت جيڪو زور پڪڙيو ۽ بربرن جيڪو مذهبي جوش ڏيکاريو انهن ترقي جي لهر جو رخ پوئتي ڌڪي ڇڏيو صدين کان اڳتي وڌندڙ تهذيب جا قدم روڪي ڇڏيائون، ۽ علم و ادب ۽ هنر وارن شهرن کي جهالت ۽ تعصب جو مرڪز بڻايائون. بربري جي ساموندي ڪناري ڪورسيئرن (Corsairs) جي آبادڪاري ۽ آخري مملوڪ حڪمران جي دور ۾ مصر ۾ جيڪا لاقانونيت واري چڙواڳي پکڙي، ان پُرامن علمي ڪاروائين جي حوصلہ شڪني ڪئي. ايشيا ۾ تيموري سلطنت جي زوال، ۽ جهنگلي ۽ تعصب پرست اُزبڪن جو اوچتو پکڙجڻ، ۽ تيمور جي گادي تي انهن جي قابض ٿيڻ، ماڻهن جي ذهني سگهہ کي تباهه ڪري ڇڏيو. صفوي[2] حڪمرانن جي سرپرستي هيٺ ايران ۾ ادب ۽ سائنس هڪڙو دفعو ٻيهر

---

[1] مغربي آفريڪا ۾ فاطمي اقتدار جي زوال کان پوءِ ان ملڪ جي هڪڙي مقامي مرابط درويش جي اولاد مان حڪمران گهراڻو پيدا ٿيو جن کي المرابطيہ (Almoravides) سڏيو ويجي ٿو. ابن زهر جو سرپرست يوسف بن تاشقين انهي خاندان مان هيو. ان جي پٽ ۽ جانشين کي الموحدين (Almohades) گهراڻي جي باني عبدالمؤمن هٿاران شڪست آئي ۽ قتل ٿيو جنهن پوءِ مراڪش ۽ فاس(فيض) کي تاراج ڪيو. اهي الموحدين (Almohades) مرڪزي عربستان جي اخوان ۽ وهابين سان ويجهڙائپ رکندڙ هيا ۽ لبيا جي مهدين کان بہ گهڻو مختلف ڪونہ هيا. انهي خاندان جا پهريان بہ حڪمران عبدالمؤمن ۽ يوسف تعليم ۽ هنر جي همت افزائي ڪئي، پر تئين الموحد بادشاهه يعقوب المنصور جي دور ۾ تعصب زور ورتو.

[2] ڏسو ضميمو نمبر 3.

ساھ کڻڻ شروع ڪيو، پر اھا نئين جاگرتا عارضي ثابت ٿي، وحشي غزين (Ghihzais) جي ڪاھ سان ايران جي نئين سڌاريل زندگي جلدي پڄاڻي تي پھتي. وچ ايشيا مٿان موت واري اُداسي ڇانئجي وئي جيڪا اجا تائين انھن بدقسمت ملڪن مٿان مضبوطي سان لٽڪي پئي آھي، البت افغانستان ۾ آھستي آھستي ختم ٿي رھي آھي.[1]

عثماني سلطنتن ۾ سليم پھرين، سليمان ۽ مراد ناليً وارن ڀن حڪمرانن جي دورن ۾ علم و ادب کي ھٿي ملي، پر عثماني مجموعي طور تي فوجي ماڻھو ھيا. پھريائين تہ فاتحانہ عزم پورا ڪرڻ ڪري ۽ ان کان پوءِ وقت جي سخت ضرورت ڪري ۽ پنھنجي حڪومت برقرار رکڻ لاءِ اھي ھڪڙي بي رحم دشمن سان جنگ ۾ ڦاسي ويا. جنھن جي فتني جي ڪا بہ حد ڪونہ ھئي، جنھن جي ارادي جي ڪائي پروڙ نٿي لڳي سگھي. اھو دشمن ھاڻي گم ٿي چڪو آھي پر ترڪ قوم کي پنھنجي بقا جي ويڙھ ڪرڻي آھي. اھڙين حالتن ھيٺ علم و ادب ۽ ھنر جو وڌڻ ويجھڻ مشڪل ھوندو آھي. اڪثر ڪري اسلام تي جيڪو رجعت پسندي جو الزام ھنيو ويندو آھي ان تي بحث ڪندي گوبينو (Gobineau) ھيٺيون پُر معنيٰ تبصرو ڪري ٿو: "جھڙي ترڪي ۾ حالت رھي آھي، يورپ جي ڪنھن بہ ملڪ ۾ ايڏائي سئو سالن تائين اھڙي قسم جي فوجي ۽ سياسي آمريت جو تصور ڪريو. اھڙي قسم جو جنگي رجحان خيال ۾ آڻيو جھڙو غير ملڪي غلامن۔سرڪاشين (Circassian) گرجستانين (جارجين Georgian) ترڪن ۽ البانين ـ جي زير اقتدار مصر ۾ رھيو آھي. 1730ع کان پوءِ افغانستان جيڪي ايران تي چڙھايون ڪيون، ۽ نادر شاھ طرفان طاقت جي ظالمانہ استعمال، ظلمن ۽ تباھين جو نقشو ذھن ۾ ويھاريو جيڪي قاچارن جي تخت نشيني وقت ظاھر ٿيون ـ انھن مڙني واقعن کي انھن جي فطري طور لاڳاپيل سببن سان گڏ ڪيو تہ پوءِ اوھان کي سمجھ ۾ اچي ويندو تہ جيڪڏھن اھوسڀ ڪجھ ڪنھن يورپي ملڪ ۾ ٿئي ھا تہ ان جو يورپي

---

[1] اھا صورتحال ان وقت جي آھي جڏھن سيد امير علي ھي ڪتاب لکيو ھيو پر افسوس تہ ھن وقت صورتحال بلڪل ابتڙ آھي. ايران تہ خوشحالي ۽ اصلاح جي واٽ تي ھلي رھيو آھي، جڏھن تہ افغانستان مسلمانن ۽ مغربي طاقتن جي مھربانين سان ڏينھون ڏينھن تباھي جي ڪنڌي ڏانھن وڌندو پيو وڃي. (سنڌيڪار)

ملڪ هجڻ جي باوجود ڪھڙو حشر ٿئي ها، ۽ ان پچاڻان اوهان ڪي مشرقي ملڪن جي تباهي جا ڪارڻ معلوم ڪرڻ لاءِ وڏيڪ جاکوڙ ڪرڻ جي ضرورت ڪونہ پوندي، نہ وري اسلام تي ڪنهن غير منصفاڻي ذميواري جو الزام هڻڻو پوندو.“

ستين عيسوي صدي ۾ پنهنجي ظهور جي وقت کان وٺي سترهين صدي جي آخر تائين (پوءِ وارين صدين کان قطع نظر)، اسلام علم و ادب ۽ سائنس جي اهڙي جذبي سان پريل هيو ۽ ايتري صلاحيت ۽ سگهہ وارو هيو جنهن جو مظاهرو اجوڪي زماني ۾ يورپ ڪري رهيو آهي. ان مسلمانن کي ترقي جي لهر تي کڻي اڳتي وڌائي ڇڏيو ۽ انهن کي مادي خوشحالي ۽ ذهني ترقي جي اعليٰ درجي کي حاصل ڪرڻ جي قابل بڻايائين. جرمني جي گوٿ (Goth) ۽ وندل (Vandal) قبيلن جي فتني جي ختم ٿيڻ کان پوءِ يورپ جي ترقي جو سلسلو جاري رهندو پيو اچي. جڏهن اٽيلا (Attila) فرانس کان واپس ويو تڏهن کان وٺي اج تائين عيسائي يورپ کي اهڙي آفت سان منهن ڏيڻو ڪونہ پيو آهي جهڙي آفت ازبڪن ۽ تاتارين جي صورت ۾ ايشيا تي نازل ٿي. ان (عيسائيت) جيڪي جنگيون وڙهيون اهي شديد هيون ۽ خونريزي واريون هيون، پوائتيون ۽ غير انساني هيون، پر اهي انسانيت يا عدم انسانيت جي مساوي شرطن تي وڙهيون ويون. ڪئٿولڪن ۽ پروٽيسٽن بيشڪ هڪ ٻئي کي زنده باھ ۾ ساڙيو آهي، پر غريب اندلسي مسلمانن جي ٻڌي ليکي قتلام کان وٺي اج تائين يورپ سان ڪو اهڙو حادثو پيش ڪونہ آيو آهي جنهن جو مقابلو انهي قتلام يا رتوڇاڻ سان ڪري سگهجي جيڪو تاتارين تهذيب ۽ ثقافت جي سمورن مرڪزن ۾ ڪيو، جنهن ۾ اهي وڏا اڪابر طبقا پيڙجي تباھ ٿي ويا جيڪي مسلم امت لاءِ ريڙھ جي هڏي واري حيثيت رکندڙ هيا.[1]

۽ هاڻي،

پرده داري مے ڪند در قصرِ قيصر عنڪبوت
بوم نوبت مے زند بر گنبذِ افراسياب

---

[1] هي حاشيو ۽ ان جو ضميمو ڏسو ضميمو نمبر 3 ۾.

## باب ڏهون

# اسلام جو عقلياتي ۽ فسفاڻو روح

اِنَّ اللہ لا يُغَيِّرُ مَا بِقَومٍ حَتيٰ يُغَيِّرُوا مَابِاَنفُسِهِم0

(بيشڪ الله ڪنهن قوم جي حالت کونه بدليندو آهي جيستائين اهي پاڻ پنهنجي حالت نه مٽائين. سورت رعد آيت 11)

پراڻي زماني جي ٻين سڀني قومن وانگر اسلام کان اڳ جي دور وارا عرب سخت تقديرپرست هيا. انهن جي قديم شاعري جو جيڪو حصو اڄاتائين محفوظ آهي، جيڪو پراڻي عرب سوچ ۽ رويي جو لکت ۾ واحد يادگار آهي، ظاهر ڪري ٿو ته اسلام جي نفاذ کان اڳ عرب جزيري جي سڀني ماڻهن مڪمل طور تي هڪڙي عقيدي جي آڏو هٿيار ڦٽي ڪري ڇڏيا هيا ته هڪڙي اٽل ۽ اڻ ڏٺل (ڏسڻ ۾ نه ايندڙ) قوت هن دنيا جو ڪارخانو هلائي رهي آهي. انسان بس ان جي هٿن ۾ هڪڙو رانديڪو آهي. انهيءَ سوچ جو نتيجو هيو جو انهن جي دل ۾ نه موت جو خوف هيو ۽ نه انساني زندگيءَ جي ڪا وقعت هئي. اسلامي تعليمات عربن جي ذهن ۾ هڪڙو انقلاب پيدا ڪيو. ڪائنات تي هڪڙي افضل ۽ اعليٰ عقل جي حڪمراني سان گڏ انهن جي ذهن ۾ انساني ارادي جي آزادي جي بنياد تي بدّل اخلاقي ذميواري ۽ پاڻ تي ڀاڙڻ وارو ادراڪ به پيدا ڪيو. قرآن شريف جي نمايان اوصاف مان هڪڙي وصف اهو عجيب و غريب طريقو آهي جنهن سان اهو اهڙن ٻن نظرين کي گڏ ڪري ٿو جيڪي ظاهري طور پاڻ ۾ متضاد معلوم ٿين ٿا. يعني هڪ طرف قدرت جي منشا جو موجود هجڻ جيڪا نه صرف سڀني شين جو بندوبست ٿي ڪري پر انسانن تي سڌوسنئون اثر انداز ٿي انهن جي خيالن تي اختيار رکي ٿي، ٻئي طرف انسان جي عمل جي آزادي ۽ فڪر جي آزادي جي دعوا. ائين ڪونه آهي ته ڪو اها وصف رڳو مسلمانن جي مقدس ڪتاب لاءِ مخصوص آهي؛ ساڳي وصف انجيل ۾ به ملي ٿي. پر قرآن شريف ۾ انساني ذميواري تي ايترو گهڻو زور ڏنو ويو آهي جو قدرتي طور ذهن ۾ سوال پيدا ٿئي ٿو ته اهي ٻئي خيال هڪٻئي سان ڪيئن مطابقت رکندا؟ ظاهري نظر ۾ ته اها ڳالهه تضاد واري لڳي ٿي ته جڏهن انسان جا سمورا عمل هڪڙي ڪامل قدرت رکندڙ هستي جي

اختيار هيٺ آهن تہ پوءِ انسان سان سندس عملن مطابق جزا ۽ سزا جو فيصلو ڪيئن ڪيو ويندو يعني اهڙو عقيدو جيڪو اسلامي اخلاقيات جو بنيادي اصول آهي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو هڪڙي هميشہ زنده (حي ولايموت) رهڻ واري فعال هستي ۾ جيڪو پختو ويساهہ (ايمان) هيو ۽ ڪين انسان جي ترقي ۾ جيڪو اعتماد هيو اهي ٻئي ڳالهيون گڏجي انهي پراسرار معمي کي کولڻ لاءِ چاٻي مهيا ڪن ٿيون. مان پنهنجي مطلب کي واضح ڪرڻ لاءِ قرآن شريف مان ٻن قسمن جي ڪجهہ آيتن جا حوالا پيش ڪريان ٿو يعني هڪڙيون اهي آيتون جيڪي قدرت جي منشا جي مطلقيت کي بيان ڪن ٿيون ۽ ٻيون اهي آيتون جيڪي انساني ارادي جي آزادي جي دعوا ڪن ٿيون:-

"خدا جو قانون هڪڙي قاعدي مطابق ـــــــــ سج پنهنجي منزل ڏانهن هلي ٿو تہ اهو ان (الله) زبردست علم واري جو ٺاهيل آهي." (سورت يٰس آيت 38)

"۽ ان جي نشانين مان آسمان ۽ زمين جي پيدائش آهي ۽ جيڪي هلندڙ (جانور) ان ۾ پکيڙيائين ۽ اهو انهن جي گڏ ڪرڻ تي بہ جڏهن چاهي تہ قادر آهي." (سورت شوريٰ آيت 29)

""ڇا انهن نہ ڏٺو تہ الله جنهن آسمانن ۽ زمين کي ٺاهيو انهن جي پيدا ڪرڻ ۾ ڪونہ ٿڪو مٿل کي جيئرو ڪرڻ تي قادر آهي، بيشڪ اهو سڀ ڪجهہ ڪري سگهي ٿو." (سورت احقاف آيت 33)

"ٻي (فتح - شئي) توهان جي وس ۾ ڪونہ آهي اها الله جي قدرت ۾ آهي، ۽ الله هر شئي تي قدرت رکي ٿو." (سورت فتح آيت 21)

"۽ اسان وٽ هر شئي جا خزانا آهن ۽ اسان ان کي هڪڙي معمول(موجب) اندازي (رٿ) سان لاهيندا آهيون." (حجر آيت 21)

"آسمانن ۽ زمين ۾ لڪل شيون الله جون ئي آهن ........ بيشڪ الله سڀ ڪجهہ ڪري سگهي ٿو." (سورت نحل آيت 77)

"۽ انهي جي اڳيان دنيا جي زندگي جو مثال بيان ڪر جيئن اسان پاڻي آسمان مان لاٿو پوءِ ان سان زمين تي ساوڪ اپري آئي، پوءِ اوچتو سڪل گاهہ ٿي ويو جنهن کي هوائون اُڏائين (ٿيون) ۽ الله هر شئي تي قدرت وارو آهي." (سورت ڪهف آيت 45)

"انهن جي مدد ڪرڻ الله جي قدرت ۾ آهي." (حج آيت 40)

"الله جيڪو گهرندو آهي اهو پيدا ڪندو آهي." (نُور آيت 45)

"ان هر شئي پيدا ڪري ٺيڪ اندازي (مقرر تقدير) تي رکي."
(سورت فُرقان آيت 2)

"تنهنجو رب وڏي قدرت وارو آهي." (سورت فُرقان آيت 54)

"پوءِ الله جي رحمت جا اثر ڏس زمين کي مرڻ کان پوءِ ڪيئن جياري ٿو بيشڪ مئلن کي جيارينديو ۽ اهو سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿو." (سورت روم آيت 50)

"جيڪو ڪجهه آسمانن ۽ زمين ۾ آهي اهو الله جو آهي، جيڪو توهان جي دل ۾ آهي اهو ظاهر ڪيو يا لڪايو الله توهان کان ان جو حساب وٺندو، جنهن کي گهرندو معاف فرمائيندو ۽ جنهن کي گهري عذاب ڏيندو ۽ الله هر شئي تي قادر آهي." (سورت بقر آيت 284)

"هيئن عرض ڪر، اي الله ملڪ جا مالڪ تون جنهن کي گهرين بادشاهي ڏين ۽ جنهن کان گهرين بادشاهي کسي وٺين ۽ جنهن کي گهرين عزت ڏين ۽ جنهن کي گهرين ذليل ڪرين، سموري ڀلائي تنهنجي ئي هٿ ۾ آهي بيشڪ تون سڀ ڪجهه ڪري سگهين ٿو."
(سورت آل عمران آيت 26)

"الله مخلوقات مان جنهن کي وڻيس بخشي ٿو ۽ جنهن کي گهري سزا ڏئي ٿو." (سورت مائده آيت 18)

"آسمان ۽ زمين ۽ انهن ۾ جيڪو ڪجهه آهي الله جي بادشاهي آهي ۽ اهو هر شئي تي قادر آهي." ( سورت مائده آيت 120)

"بيشڪ الله پنهنجو ڪم پورو ڪرڻ وارو آهي، بيشڪ الله هر شئي جو اندازو(تقدير) مقرر ڪيو آهي." ( سورت طلاق آيت 3)

"الله رات ۽ ڏينهن جو اندازو(ماپ) ڪري ٿو." ( مزمل آيت 20)

"پنهنجي رب الاعليٰ جي پاڪائي بيان ڪر جنهن (هر شئي کي) ٺيڪ طرح سان خلقيو ۽ صورت بخشيائين ۽ اندازو (تقدير) مقرر ڪيائين ۽ پوءِ راهه ڏيکاري" (سورت اعليٰ آيت 1 کان 3)

"بيشڪ اهي جن ڪفر ڪيو انهن کي ڊيڄارين يا نه ڊيڄارين انهن لاءِ هڪجهڙو آهي، اهي ايمان ڪونه آڻيندا. الله انهن جي دلين تي ۽ ڪنن تي مهر هڻي آهي ۽ انهن جي اکين تي پردو وجهي ڇڏيو آهي."
(سورت بقر آيت 6 ۽ 7)

"الله گهري هاته سمورن انسانن کي هدايت ڪري ڇڏي ها."
(سورت رعد آيت 31)

"بيشڪ الله ڪنهن قوم جي حالت ڪونہ بدليندو آهي جيستائين اهي پاڻ پنهنجي حالت نہ مٽائين." (سورت رعد آيت 11)

"تون فرماءِ بيشڪ الله جنهن کي گهري گمراهہ ڪندو آهي ۽ پنهنجي راهہ ان کي ڏسيندو آهي جيڪو ان ڏانهن رجوع ڪري" (سورت رعد آيت 27).

اهو ڏسڻ ۾ ايندو تہ انهن آيتن مان ڪيترين ۾ "الله جي تقدير" مان صاف طور تي مراد فطرت جو قانون آهي. ستارن ۽ سيارن مان هر هڪ جو مدار مقرر ٿيل آهي؛ ائين ئي ڪائنات جي هرشئي جو هڪڙو مقرر دستور آهي. آسماني شين جي چُرپُر، قدرتي نظارا، زندگي ۽ موت، سيئي هڪڙي قانون جي تابع آهن. بيون آيتون بناڪنهن شڪ ۽ شُبهي جي انساني ارادي جي فاعليت ڏانهن اشارو ڪن ٿيون: پر انهن آيتن جي وري بين آيتن سان تشريح ڪئي وئي آهي جن ۾ اهو ٻڌايو ويو آهي تہ خدا جي فاعليت جو انحصار انساني ارادي تي آهي. الله تعاليٰ صرف انهن ماڻهن جي مدد ڪندو آهي جيڪي ان کان مدد گهراندا آهن. اهو ٻانهن جي پنهنجي دل مٿان آهي، الله تعاليٰ صرف ان ماڻهوءَ کي سعادت بخشيندو آهي جيڪو پنهنجي روح کي ناپاڪ خواهشن کان پاڪ رکندو آهي. عربي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ سندن پيشرو نبين وانگر، هڪڙي قادر مطلق، ڪائنات جي پيدا ڪندڙ ۽ پنهنجي مخلوق تي حڪمراني ڪندڙ هستي جو وجود هڪڙي يقيني ۽ پوري پوري حقيقت هئي. دنيا جي هر زماني ۾ هڪڙي قادر مطلق ۽ حي ولايموت هستي ۾ ڪامل يروسي (ڪامل ايمان) جو احساس انسانن لاءِ هڪڙو طاقتور محرڪ رهيو آهي. ڪنن زندگي جي ٿڪل مسافر کي آٿت ڏيڻ لاءِ يا ان جي دل ۾ وڌيڪ بهتر ۽ پاڪيزه دنيا لاءِ جاکوڙيندڙ جذبي کي مطمئن ڪرڻ لاءِ ڪا بہ هستي ڪونہ آهي، سواءِ انساني سگهہ کان مٿي هڪڙي اهڙي طاقت جي جيڪا تڪليفن کي دور ڪرڻ واري آهي، تمنائون پوريون ڪرڻ واري آهي، مايوسن کي دلجاءِ ڏيڻ واري آهي. اسان جي دل ۾ خدا تي جيڪو ايمان آهي، ان جو سرچشمو خدا جا تقديري احڪام آهن. اهي ائين صحيح قانون آهن، جيئن اهي قانون جن مطابق فلڪياتي سيارن جي چُرپُر ضابطي ۾ رهي ٿي. پر خدا جي منشا بي قاعدي ۽ من ماني وارو ارادو ڪونہ آهي؛ اها هڪڙي هدايت جو سبق ڏيندڙ منشا آهي، جيڪا هر عالم کي پنهنجي

عملي مشغلن ۾ ائين ميڙي آهي جئين ڪوئي گوشہ نشين عابد پنهنجي عبادت واري حجري ۾ ويهي ميڙيندو آهي.

بهرحال قرآن شريف جي جن آيتن ۾ انساني ذميواري ۽ انساني ارادي جي آزادي تي زور ڏنو ويو آهي، اهي خدا جي مطلقيت جي تصور جي تعريف بيان ڪن ٿيون ۽ حد مقرر ڪن ٿيون.

”۽ جيڪو گناهہ ڪري تہ ان گناهہ جو وبال ان جي سر تي آهي.“ (سورت نساء آيت 111)

”۽ انهن کي ڇڏي ڏي جن پنهنجي دين کي راند روند سمجهيو آهي ۽ انهن کي دنيا جي زندگي فريب ڏنو ۽ انهن کي نصيحت ڪرتہ متان ڪا جان پنهنجي ڪئي تي پڪڙجي نہ وڃي.“ (انعام آيت 70)

”۽ جڏهن ڪا بي حيائي ڪن ٿا تہ چون ٿا تہ ان تي پنهنجن ابن ڏاڏن کي ڏٺوسين ۽ اسان کي الله ان جو حڪم ڏنو تون فرماءِ بيشڪ الله بي حيائي جو حڪم ڪونہ ڏيندو آهي.“ (سورت اعراف آيت 28)

”...... الله جو شان نہ هو جو انهن تي ظلم ڪري ها بلڪ انهن پنهنجو پاڻ سان پاڻ ظلم ڪيو ٿي.“ (سورت توبه آيت 70)

”هر ساهہ کي معلوم ٿي ويندو جيڪي ان اڳتي موڪليو هوندو.“ (سورت يونس آيت 30)

”پوءِ جيڪو سڌي واٽ تي هليو تہ پنهنجي ڀلائي جي واسطي سڌي واٽ تي هليو ۽ جيڪو گمراهہ ٿيو سو پنهنجي نقصان جي واسطي گمراهہ ٿيو.“ (سورت يونس آيت 108).

هر انسان پنهنجي زندگي جي محدود دائري ۾ پنهنجي ڪردار جي لاءِ خودمختيار آهي. اهو پنهنجن عملن ۽ جيڪي کيس اختيار ڏنا ويا آهن انهن جي نيڪ يا غلط استعمال جو پاڻ جوابدار آهي. ان جو سڌي رستي تي هلڻ يا ڀٽڪي وڃڻ، ان جي پنهنجي طبيعت تي منحصر آهي. جيڪو شخص خدا کان مدد ۽ رهنمائي گهرندو آهي ان لاءِ خدا جي مدد شامل حال هوندي آهي. ڇا الله تعاليٰ جنهن مدد جو واعدو ڪيو آهي، ان لاءِ الله تعاليٰ کي ٻاڏائڻ بذات خود تزڪيہ نفس جي نشاني ڪونہ آهي؟ ڇا الله تعاليٰ کان سڪون ۽ همت جي دعا گهرڻ سان ڪمزورن کي طاقت ۽ مظلومن کي دلي سڪون حاصل ڪونہ ٿيندو آهي؟ الله تعاليٰ جي حاڪميت ۽ انساني ارادي جي باري ۾ اسلام جي هادي جا اهي خيال هيا. قضا ۽ تقدير، ۽ جبر ۽ اختيار جي باري ۾ پاڻ

ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا جيڪي خيال هيا انهن کي سمجهڻ لاءِ اسان کي سندن ارشادات مان مدد ملي ٿي جيڪي اسان تائين هڪڙي ثابتي واري سلسلي ذريعي پهتل آهن. نہ صرف پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ارشاد پر "سندن الهامي علم جي حقي وارث" حضرت علي عليہ السلام جا قول ۽ ان جي اولين اولاد جا قول جن پنهنجا خيال سڌو سنئون ان جي خيالن مان حاصل ڪيا. اهي اسان کي انسان جي آزاد ارادي واري سوال تي اسلام جي حقي خيال ڏانهن هڪڙي ڪُنجي جي حيثيت ۾ رهنمائي ڪن ٿا ـ جيڪو معاملو پنهي اسلام ۽ عيسائيت ۾ زمانن کان فرقي وارائن تڪرارن جي لڙائي جو ميدان رهيو آهي. انهي موضوع تي بحث ڪرڻ وقت، بهرحال، اسان کي ان حقيقت کي قطعي نظرانداز ڪرڻ نہ گهرجي تہ ڪيتريون ئي حديثون جن کي قدامت پرستي ۽ ملائيت عقل جي فضيلت جي خلاف هٿيار طور استعمال ڪيو آهي، انهن مان اڪثر من گهڙت هجڻ جون پڌريون علامتون رکن ٿيون. اهي پنهنجي آڪاٽي پاڻ ٻڌائين ٿيون تہ اهي ڪيئن ۽ ڪهڙين حالتن پٽاندڙ وجود ۾ آيون. ڪجهہ حديثون جيڪي اهڙن ماڻهن کان روايت ڪيون ويون آهن جيڪي حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن سان ڪجهہ گهڙين لاءِ اتفاقي طورملاقاتي ٿيا هيا، اهي انهن راوين کان اسان تائين پهچڻ دوران وچوارن راوين جي ياداشت ۾ منتقل ٿيڻ دوران تبديلي جون چٽيون نشانيون ظاهر ڪن ٿيون. بهرحال، مُستَنَد حديثون بہ گهٽيون آهن. مون جنهن ڳالهہ جي اڳيئي نشاندهي ڪئي آهي ان جي باري ۾ صرف ٿورين حديثن جو حوالو ڏيندس، تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذهن ۾ جتي خداءِ برحق جي هستي ۾ ڪامل يقين هيو اتي انساني ارادي جي آزادي ۾ بہ پختو يقين هيو. پاڻ ڪريمن موروثي بداخلاقي ۽ فطرتي طور گناهگار هجڻ واري سوچ کان پرزور نموني سان انڪار ڪيو. انسان جو هر ٻار حق تي ۽ پاڪ ڄمندو آهي؛ پوءِ واري حياتي ۾ حق ۽ سڌي رستي کان هر هٿيل قدم، ان جي تعليم ۽ تربيت ڪري هوندو آهي. "هر انسان مسلم(يعني سليم فطرت) پيدا ٿيندو آهي. بعد ۾ ان جا ماءُ پيءُ ان کي يهودي يا عيسائي يا صابئي بڻائيندا آهن. جيئن ڪنهن جانور جو ٻچو

پيدا ٿيندو آهي تہ جيستائين توهان ان جو ڪو عضوو نہ ڪپيو تہ ڇا توهان ڪي ان جو ڪو عضوو ڪپيل نظر ايندو آهي؟"[1] ڪير پياڪ ٻارن جو ڪوئي اخلاقي ڪردار ڪونہ هوندو آهي. جيڪي ٻارپڻي ۾ ئي گذاري ويندا آهن انهن جي ڪردار جي باري ۾ "خدائي بهتر ڄاڻي ٿو تہ ڪهڙا ٿين ها" (جيڪڏهن اهي جوان ٿيڻ تائين زنده هجن ها). "هر انسان جي طبيعت ۾ ٻہ رجحان (جبلتون) هوندا آهن - هڪڙا اهي جيڪي ان کي ڀلائي لاءِ مجبور ڪندا آهن ۽ سڌي رستي تي وٺي ويندا آهن، ۽ ٻيا اهي جيڪي ان کي گناهہ ڪرڻ تي هرڪائيندا آهن ۽ گناهہ ڪرائيندا آهن؛[2] پر خدا جي مدد هر وقت موجود هوندي آهي، ۽ جيڪو پنهنجن نفساني خواهشن تي قابو پائڻ لاءِ الله تعاليٰ کان مدد گهرندو آهي تہ ان کي مدد حاصل ٿي ويندي آهي". "انسان جا پنهنجا افعال ان کي بهشت يا دوزخ ۾ وٺي ويندا، ائين جڻ انهن مان هڪ جاءِ ان لاءِ مقدر ٿيل هئي." ڪنهن بہ انسان جو ڪردار قسمت جو نتيجو ڪونہ هوندو آهي، نہ وري ان لاءِ بهشت يا دوزخ ۾ وڃڻ لاءِ تقدير جو اٽل حڪم لکيل آهي؛ البت آخري نتيجو ان جي پنهنجن عملن جي پيداوار هوندو آهي، ڇو تہ هر انسان بنيادي طور تي پنهنجن عملن لاءِ ۽ پنهنجي عاقبت لاءِ پاڻ جوابدار آهي. "هر اخلاقي محرڪ(فاعل) کي عمل جا موقعا ملندا آهن." يا جيئن هڪڙي ٻي حديث ۾ ٻڌايو ويو آهي، "هرڪنهن کي قدرت طرفان ان جي اخلاقي اقدار مطابق وسيلا ملندا آهن."[3] انساني ڪردار ڪنهن بہ صورت ۾ اتفاقي ڪونہ هوندو آهي؛ هڪڙو عمل ٻي عمل جو نتيجو هوندو آهي؛ زندگي، قسمت ۽ ڪردار جو مطلب اهڙن عملن ۽ واقعن جو ڳنڍيل سلسلو آهي جيڪي هڪڙي محڪم قانون

---

[1] قال رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ والہ وسلم "ما من مولود الا يولد علي الفطرت فابواه يهودانہ وينصرانہ ويمجسانہ ڪما قنتج البهيمت جمعاء هل تري فيها من جدعاء (حديث)

[2] بخاري شريف. حضرت ابو سعيد خدري کان روايت ڪيل حديث. "جنهن جي الله مدد ڪري اهو محفوظ آهي."

[3] اعلموفڪل ميسر لما خلق له

يعني مشيت ايزدي جي ذريعي سبب ۽ اثر(علت و معلول) جي بنياد تي هڪ ٻئي سان لاڳاپيل هوندا آهن. سندن نائب (حضرت علي عليہ السلام) پنهنجن خطبن ۾ قانونِ فطرت جو وڏيڪ وضاحت سان بيان ڪيو آهي. ”انهيءَ کان اڳ جو توهان جي عملن کي تورڻ جو وقت اچي وڃي، توهان پنهنجي نفس کي جانچيو. انهيءَ کان اڳ جو هن دنيا ۾ توهان کان توهان جي ڪيل ڪمن جو پوتاميل گهريو وڃي، توهان پنهنجو محاسبو ڪريو. انهي کان اڳ جو توهان جو روح متي واري ٻوتي مان پرواز ڪري وڃي، توهان پاڻ کي نيڪي ۽ پارسائي تي هيرايو ۽ حق سچ جي رستي تي ڄمي وڃو. تحقيق، جيڪڏهن توهان پاڻ کي پاڻ هدايت ۽ تنبيهہ نہ ڪندا تہ ٻيو ڪير بہ توهان کي سڌو رستو ڏيکاري نہ سگهندو.“[1] ”مان توهان کي تلقين ٿو ڪريان تہ صدق ۽ پاڪائي سان الله تعاليٰ جي عبادت ڪريو. ان ڪريم توهان کي ڇوٽڪاري جو رستو ڏيکاريو آهي ۽ هن دنيا جي آزمائش جي بہ نشاندهي ڪئي آهي. برائي کان پاسو ڪريو. توڙي جو توهان کي پنهنجي نظر ۾ اها سٺي لڳي. گناهہ کان بچو چاهي اهو ڪيترو بہ وڻندڙ هجي........... توهان کي خبر هجڻ گهرجي تہ گناهہ توهان کي الله تعاليٰ کان ڪيترو پري ڪري ٿو ڇڏي ........ ٻاجهاري پالڻهار جي حڪمن کي غور سان ٻڌو ۽ ذهن ۾ ويهاريو.“ (نهجہ البلاغہ) ........ ۽ وري ”اي منهنجي پالڻهار جا ٻانهو! توهان تي جيڪي فرض مقرر ڪيا ويا آهن اهي پورا ڪريو ڇو تہ انهي کان غفلت ڪرڻ ۾ خواري آهي. توهان جا سٺا ڪم ئي توهان تي موت جي سختي کي آسان بڻائيندا. ياد رکو هر گناهہ قرض جي بار کي وڌائي ٿو ۽ توهان تي پوندڙ سختي کي اڃا بہ گهڻو وزندار ڪري ڇڏي ٿو. رحمت جو پيغام اچي ويو آهي، حق جو رستو واضح آهي، توهان کي جيڪي احڪام ڏنا ويا آهن انهن جي تابعداري ڪريو. پاڪ زندگي گذاريو ۽ پرهيزگاري ڪريو الله تعاليٰ کي مدد لاءِ ٻاڏايو تہ توهان جي ڪاوشن ۾

---

[1] تبريز مان 1299 هجري ۾ ڇپيل نهج البلاغہ صفحو 43. جيڪو حضرت علي عليہ السلام جي خطبن جو مجموعو آهي، ۽ ان کي حضرت علي عليہ السلام جي اولاد مان هڪڙي شريف رضا نالي عالم مرتب ڪيو آهي. جنهن جو ذڪر ابن خلدون بہ ڪيو آهي.

توهان جي مدد ڪري ۽ توهان جا اڳيان گناهه معاف ڪرڻ فرمائي."
(نهج البلاغہ) "پنهنجي اندر حلم ۽ عاجزي پيدا ڪريو. پاڻ کي پرهيزگاري ۽ تقوا سان هيرايو. پنهنجي نفس سان پنهنجن عملن جو محاسبو ڪيو ڇو تہ جيڪو ائين ڪندو آهي ان کي اجرعظيم ملندو آهي ۽ جيڪو ان کان ڪن لاتار ڪندو آهي اهو گھاٽي ۾ ويندو آهي. جيڪو پرهيزگاري سان عمل ڪندو آهي اهو پنهنجي روح کي سڪون پهچائيندو آهي؛ جيڪو شخص تنبيهہ تي ڌيان ڏيندو آهي اهو حق کي سمجهي وٺندو آهي؛ جيڪو حق کي سمجهي ويندو آهي ان کي حقي علم حاصل ٿي ويندو آهي." انهن ارشادن مان قضا ۽ قدر جو گمان بہ پيدا ڪونہ ٿو ٿئي؛ البت اهي اهڙي روح جي تصوير ٿا ڏيکارين جيڪو خدا ۾ پختي ايمان سان نوازيل هيو ۽ ان سان گڏوگڏ انساني اصلاح جي اهڙي پروسي سان سرشار ٿيل هيو جيڪو انساني ارادي مان اپرندڙ ذاتي جاکوڙ تي ٻڌل آهي. حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اسان کي علم وعقل، محدود ۽ لا محدود جي ادارڪ جي جيڪا سمجهاڻي ڏني آهي، اها اسان کي ارسطو جي اندازِ بيان جي ياد ڏياري ٿي، ۽ حضرت علي عليہ السلام پنهنجن فرزندن کي جيڪو ڪجهہ ارشاد فرمايو ان جو مطالعو ڪرڻ ارسطو جي مداحن لاءِ فائديمند ٿيندو.
اسلام ۾ قضا ۽ قدر جي سوال تي صحي راءِ قائم ڪرڻ لاءِ "احتجاج الطبرسي"[1] وڏيڪ مواد مهيا ڪري ٿو. حضرت علي عليہ السلام کان هڪڙي ڏينهن قضا ۽ قدر جي حقيقت سمجهائڻ لاءِ عرض ڪيو ويو. پاڻ فرمايائون "پهرين (قضا) جو مطلب آهي تہ الله تعاليٰ جي احڪامن جي تابعداري ڪرڻ ۽ گناهن کان پاسو ڪرڻ؛ ۽ پوئين (قدر) جو مطلب آهي تہ پرهيزگاري واري زندگي گذارڻ جي اهليت ۽ اهڙا عمل ڪرڻ جيڪي ٻانهي کي پنهنجي پالڻهار جي ويجهو آڻين ۽ اهڙن ڪمن کي ترڪ ڪرڻ جيڪي ٻانهي کي پنهنجي ربّ جي قرب حاصل ڪرڻ کان پري رکن ٿا. ..... ائين نہ ڇئوتہ انسان مجبور آهي، ڇوتہ اهڙا لفظ ادا ڪرڻ الله تعاليٰ کي ظالم چوڻ جي برابر آهي؛ نہ وري ائين ڇئوتہ

---

[1] شيخ طبرسي طرفان مرتب ڪيل حديثن جو ڪتاب "احتجاج الطبرسي" (الاحتجاج عليٰ اهل الحجاج. ازابو منصور احمد الشيخ طبرسي.)

انسان خودمختيار آهي[1] ـ بلڪ ائين چئجي تہ اسان جي چڱن ڪمن ڪرڻ وارين ڪوششن ۾ الله تعاليٰ جي مدد ۽ رهنمائي شامل حال آهي ۽ اسان گناه جا مرتڪب انهي ڪري ٿي وڃون ٿا جو اسان الله تعاليٰ جي حڪمن کان غفلت ڪريون ٿا."[2] هڪڙي ڏينهن گفتگو دوران حضرت علي عليہ السلام کي عتبہ بن ربيعہ عرض ڪيو تہ "لاحول ولا قوت الا بالله العلي العظيم" جي لفظن جو مطلب سمجهايو. حضرت علي عليہ السلام فرمايو "انهيءَ جو مطلب آهي تہ مان الله تعاليٰ جي ڪاوڙ کان خوفزده ڪونہ آهيان پر مان ان جي عظمت کان ڪنبان ٿو. ان جي حڪمن جي بجاآوري منهنجي وس ۾ ڪونہ آهي پر منهنجي همت ان جي مدد ڪري آهي." (احتجاج الطبرسي)

الله تعاليٰ اسان کي ڏرتي تي انهيءَ لاءِ موڪليو آهي تہ اسان مان هرهڪ تي ٿيل عنايتن مطابق ان جو امتحان وٺي. حضرت علي عليہ السلام قرآن شريف مان هيٺين آيت سڳوري ۽ ٻين آيتن جو حوالو ڏئي پنهنجو ارشاد جاري رکيو "الله تعاليٰ فرمائي ٿو 'اسان اهو ڏسڻ لاءِ توهان جو امتحان وٺنداسين تہ توهان مان ڪهڙا مجاهد ۽ ڪهڙا صبر ۽ تقوا وارا آهن. ۽ اسان درجي بدرجي اهو سڀ ڪجهہ حاصل ڪرڻ ۾ توهان جي مدد ڪنداسين جنهن جي توهان کي ڄاڻ ئي ڪونہ آهي.'[3] ......... اهي آيتون انساني ارادي جي آزادي کي ثابت ڪن ٿيون." قرآن شريف جي هن آيت "خدا جنهن کي گهرندو آهي ان کي هدايت ڏيندو آهي ۽ جنهن کي گهرندو آهي گمراه ڪندو آهي"(رعد آيت 27) جو تفسير بيان ڪندي حضرت علي عليہ السلام فرمايو تہ انهيءَ جو مطلب اهو ڪونہ آهي تہ الله تعاليٰ انسان کي نيڪي يا بدي لاءِ مجبور ڪري ٿو يا اهو تہ الله تعاليٰ ڪنهن ريچڪ مطابق هدايت جو رستو ڏيکاريندو آهي يا رهنمائي کان انڪار ڪندو آهي، ڇو تہ اهڙي ڳالهہ انساني عمل جي سموري ذميواري کي ختم ڪري ڇڏي ٿي، بلڪ انهيءَ جو مطلب

---

[1] يعني نيڪي يا برائي ڪرڻ جو اختيار.

[2] ڏسو ضميمو نمبر 3.

[3] وَلَنَبلُوَنَّكُم حَتيٰ نَعلَمَ المُجَاهِدِينَ مِنكُم وَالصَّابِرِينَ وَنَبلُوَ اَخبَارَكُم0 (سورت محمد آيت 31) سَنَستَدرِجُهُم مِن حَيثُ لا يَعلَمُون0 (سورت القلم آيت 44)

اهو آهي تہ الله تعاليٰ حق جي رستي جي نشاندهي ڪرڻ فرمائي آهي ۽ هاڻي اهو انسانن تي ڇڏيل آهي تہ اهي پنهنجي مرضي مطابق سٺي يا خراب رستي جي چونڊ ڪن. (احتجاج الطبرسي)

عربي فلسفو جنهن جي پوءِ بين علائقن ۾ پرورش ٿي، ان پهريائين مديني جي درسگاهہ ۾ جنم ورتو. انساني ارادي جي آزادي جيڪا انهي الهامي نظرئي تي ٻڌل هئي تہ انسان سان حساب ڪتاب ائين ڪيو ويندو جنهن طريقي سان ان پنهنجي عقل کي استعمال ڪيو هوندو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات ۾ ڪائنات تي حڪمراني ڪندڙ هڪڙي قادرمطلق هستي ۾ پختي ايمان سان گڏ اهو عقيدو بہ ذهن نشين ڪرايل هيو. انهي خيال حضرت علي عليہ السلام جي ارشادن ۾ وڌيڪ مڪمل روپ اختيار ڪري هڪڙي فلسفي جي حيثيت حاصل ڪئي. اهو فلسفو مديني مان دمشق، ڪوفي، بصري ۽ بغداد ۾ پهتو جتي ان اهڙين نالي وارين درسگاهن کي جنم ڏنو جن پهرين عباسي خليفن جي حڪومتن کي وڏو آب و تاب بخشيو.

ڪربلا جي ڪوس ۽ مديني کي تاراج ڪرڻ واري واقعي کان پوءِ امامن جي درسگاهہ جي بند ٿيڻ جا امڪان پيدا ٿي ويا هيا. پر حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي آل ۾ حضرت جعفر صادق عليہ السلام جي ظهور سان ان کي نئين زندگي ملي وئي. حضرت جعفر صادق عليہ السلام پنهنجن خيالن ۾ انتهائي فراخ دل ۽ حقيقت پسند هيو. اهو هڪڙو عالم، هڪڙو شاعر ۽ هڪڙو فلاسافر هيو ۽ کين ڪجهہ ڏارين ٻولين جو بہ علم حاصل هيو. عيسائي، يهودي ۽ زرتشت مذهبن جي عالم ماڻهن سان خيالن جي ڏي وٺ ڪندا هيا، ۽ انهن سان مافوق الفطرت ڳالهين تي بحث مباحثا عام جام ٿيندا هيا. پاڻ مدني درسگاهہ تي هڪڙي امتيازي شان واري فلسفاڻي ڪردار جي ڇاپ ڇڏيائون. هتي قضا ۽ قدر جي باري ۾ سندن ڪجهہ خيالن جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. جبر جي مسئلي جي باري ۾ جيڪو ان وقت دمشق ۾ پيدا ٿي ويو هيو پاڻ هيٺين خيالن جو اظهار ڪيائون: "جيڪي ماڻهو جبر جي عقيدي کي مڃين ٿا اهي پنهنجن گناهن ۾ الله تعاليٰ جي شريڪ هجڻ جو نظريو قائم ڪن ٿا ۽ الله تعاليٰ کي هڪڙو آمر سمجهن ٿا. جيڪو انهن کي اهڙن گناهن جي سزا ڏئي ٿو جن کي اهي پنهنجي وجود جي فطري مجبوري ڪري ڪرڻ لاءِ لاچار آهن، ائين

سوچڻ ڪُفر آهي.“ پوءِ پاڻ هڪڙي اهڙي نوڪر جو مثال ڏنائون جنهن کي ان جو مالڪ بازار مان ڪا شئي وٺي اچڻ لاءِ موڪلي ٿو ۽ ان وٽ قيمت جي پوري رقم نه هجڻ ڪري مالڪ کي خبر آهي ته اهو آڻي ڪونه سگهندو ۽ انهيءَ جي باوجود خالي هٿ اچڻ تي مالڪ ان کي سزا ڏئي ٿو. امام عليہ السلام وڌيڪ فرمايو ”جبر جو عقيدو الله تعاليٰ کي هڪڙو غير منصف مالڪ ثابت ڪري ٿو.“ (احتجاج الطبرسي) جيستائين جبر جي مخالف مڪمل آزادي واري عقيدي جو تعلق آهي ته اهو ”تفويض“ يعني رعايتي اختيار آهي ـ جنهن جو مطلب انسان جي مرضي جي آزادي نه پر ڀلي ۽ بُري جي پسند ۾ محدود صوابديدي اختيار آهي. پاڻ وڌيڪ پڌرو ڪيائون ته اهڙي سوچ کي قائم ڪرڻ سان اخلاقيات جا سمورا بنياد لڏي ويندا ۽ سيني انسانن کي پنهنجون نفساني خواهشون پوريون ڪرڻ ۾ ملوث ٿيڻ لاءِ مڪمل اجازت ملي ويندي، ڇوته جيڪڏهن هرفرد کي ڀلو يا بُرو چونڊڻ جي ڪليل مرضي ڏني ويندي ته پوءِ ڪنهن به اجازت ۽ ڪنهن به قانون جو عمل دخل ڪونه رهندو. (احتجاج الطبرسي) تنهن ڪري امام صاحب ”اختيار“ کي تفويض کان مختلف قرار ڏين ٿا. ”الله تعاليٰ هر انسان کي صلاحيت عنايت ڪئي آهي ته اهو سندس احڪامن کي سمجهي ۽ انهن تي عمل ڪري سگهي. اهي جيڪي صدق ۽ پارسائي واري زندگي گذارڻ لاءِ ڪوشش ڪندا آهن، انهن جي الله تعاليٰ مدد فرمائيندو آهي ۽ اهي ئي ماڻهو اهڙا آهن جيڪي الله تعاليٰ وٽ مقبول آهن; جڏهن ته اهي جيڪي الله تعاليٰ جي حڪمن جي انحرافي ڪندا آهن، اهي گناهگار هوندا آهن.“ انهن خيالن کي اٺين امام حضرت علي رضا عليہ السلام وڏي تاڪيد سان وري وري دهرايو آهي. انهن جبر ۽ تشبيهه جي عقيدي کي مڪمل طور ڪُفر چوندي ان کان انڪار ڪيو[1] ۽ اهڙن عقيدن کي مڃيندڙن لاءِ ”دين جا دشمن“ هجڻ جو اعلان ڪيائون. بلڪ علي الاعلان جبر ۽ تشبيهه جي داعين تي هٿ ٺوڪيون حديثون ٺاهڻ جو الزام هنيائون. ساڳئي وقت پاڻ پنهنجن پوئلڳن کي صوابديدي (اختياري) يا تفويض واري عقيدي جي خلاف هوشيار ڪيائون ته ان کي تسليم نه ڪن. پاڻ واضح انداز ۾ فرمايائون ”الله تعاليٰ توهان لاءِ ٻن

---

[1] جيڪو ”جبر“ کي مڃي ٿو اهو ڪافر آهي. (احتجاج الطبرسي)

رستن جي نشاندهي ڪئي آهي، هڪڙو اهو جيڪو توهان کي الله تعاليٰ جي راهه تي وٺي وڃي ٿو ٻيو توهان کي ان جي قرب کان پري وٺي ويندڙ آهي؛ هاڻي توهان جي مرضي آهي ته پهريون يا ٻيو رستو اختيار ڪريو. تڪليف يا خوشي، عنايت يا سزا. توهان جي پنهنجي ڪردار تي منحصر آهي. پر انسان کي اها طاقت ڪونه آهي ته برائي کي نيڪي ۾ يا ڏوهه کي ثواب ۾ تبديل ڪري سگهي."

اموي، جن مان ڪيترا ظاهر ۾ اسلام قبولڻ کان پوءِ به دلي طور اندر ۾ مشرڪ رهيا. پنهنجن ابن ڏاڏن وانگر قسمت جا قائل هيا. انهن جي سرپرستي ۾ هڪڙو اهڙو فڪري لڏو پيدا ٿيو جنهن پنهنجن عقيدن کي "اڳين" (سلف) يعني اوائلي مسلمانن جي هڪڙي جماعت مان نڪتل هجڻ جو ڍونگ ڪيو. ان وقت تائين انهن مسلمانن مان سيئي فوت ٿي چڪا هيا: جنهن جي ڪري انهن جي نالي ۾ حديثون گهڙڻ ۽ انهن مان ڪنهن هڪڙي جي نالي سان روايت ڪرڻ تمام آسان هيو. انهي ٽولي جو نالو جبريه هيو ۽ جهم بن صفوان انهي ٽولي جو اڳواڻ هيو. جبريه[1] وارا ڪالوِن (Calvin) وانگر انهيءَ ڳالهه کان مڪمل طور انڪاري هيا ته انسان آزاد ارادي جو مالڪ آهي. انهن جي دعوا هئي "انسان پنهنجي ڪنهن به عمل لاءِ جوابدار ڪونه آهي ڇو ته اهي سڀ عمل مڪمل طور تي الله تعاليٰ جي حڪم هيٺ واقع ٿيندا آهن؛[2] انسان ۾ نه ڪنهن عمل ڪرڻ جي فيصلہ ڪن طاقت هوندي آهي ۽ نه وري ان کي آزاد مرضي جي صلاحيت هوندي آهي؛ انسان پنهنجي طور تي پنهنجن عملن ۾ خواهش، طاقت يا پسند جي ڪنهن به اهليت کان سواءِ مڪمل طور تي خدائي حڪم جي تابع آهي؛ الله تعاليٰ ئي انسان جي اندر ۾ ڪنهن ڪم ڪرڻ جي هلچل پيدا ڪندو آهي بلڪل ائين جيئن اهو سيني بي جان شين ۾ حرڪت پيدا ڪندو آهي؛ ...... انساني

---

[1] شهرستاني جبريه عقيدي وارن کي ٻن گروهن ۾ ورهائي ٿو. هڪڙا خالص ۽ سادڙا جبريه ۽ ٻيا ڪجهه امن پسند. پهرين جو اهو عقيدو هيو ته نه عمل انسان جو هوندو آهي ۽ نه انسان ۾ ڪنهن صورت ۾ عمل ڪرڻ جي صلاحيت هوندي آهي "نثبت للعبد فعلاً ولا قدره علي الفعل اصلا" ٻين جو عقيدو هيو ته ماڻهن ۾ عمل جي صلاحيت آهي پر اها مڪمل طور اثرائتي ڪونه آهي "نثبت للعبد قدرت غير موثره اصلا."

[2] "الجبر هو نفي الفعل حقيقت عن العبد واضافته الي الرب تعاليٰ."

عملن جي جزا ۽ سزا جو دارومدار مڪمل طور تي خدا جي حاڪميت هيٺ آهي.“ جبريہ عقيدي وارن صفاتِ الاهي جي باري ۾ بہ ڪجھ اهڙا نظريا قائم ڪيا جن جي ڪائي خاص اهميت ڪونہ آهي.(شهرستاني) شهرستاني جي راءِ مطابق جبريہ عقيدي وارا ٽن فرقن ۾ ورهايل هيا. مثلاً: جهميہ نجاريہ ۽ ضراريہ. جيڪي ننڍين ڳالهين تي بہ پاڻ ۾ اختلاف رکندڙ هيا. البت جيستائين قضا ۽ قدر واري عقيدي جو معاملو هيو تہ اهي ٽئي ”آزاد ارادي جي انڪار“ يعني انسان آزاد ارادي جو مالڪ ڪونہ آهي، واري سوچ ۾ پاڻ ۾ متفق هيا. نجاريہ فرقي وارا جيڪي مختلف مرحلن مان گذري ٻن صدين کان پوءِ اشعريہ فرقي ۾ تبديل ٿي ويا. انهي عقيدي جا هياتہ الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن جي عملن جو خالق آهي، سٺا ۽ بُرا، صالح عمل يا بڇڙا عمل، انسان انهن کي صرف عملي جامو پهرائيندو آهي. اموين منجھ جبريہ عقيدن مقبوليت حاصل ڪئي ۽ جلدئي عوام ۾ پکڙجي ويا.

جبريہ وارن جو تقدير جي باري ۾ جيڪو اٽل عقيدو هيو ان مفڪر طبقي منجھ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو جنهن جي اڳواڻي معبدالجهني، يونس الاسواري، ۽ غيلان دمشقي ڪري رهيا هيا. جن پنهنجا پنهنجا ڪيترا نظريا پڌري پٽ فاطمين کان ورتا هيا. انهن اموين جي دارالحڪومت ۾ جيڪو قضا و قدر جي عقيدي جو ڳُڙهہ هيو وڏي دليري سان انسان جي خودمختياري جو اعلان ڪيو.(شهرستاني) پر انساني آزادي جي دعوا ڪرڻ ۾ اهي ڪڏهن ڪڏهن تفويض جي عقيدي ڏانهن لاڙو رکندا هيا. دمشق مان اهو تڪرار وڌندو بصري تائين پهتو ۽ اتي ٻنهي ڌرين جا اختلاف چوٽي تي پهچي ويا. جبريہ وارا هڪڙي نئين فرقي ۾، جنهن کي صفاتيہ چوندا هيا، ضم ٿي ويا. صفاتيہ وارا قضا ۽ قدر جي عقيدي سان گڏ اها بہ دعوا ڪندا هيا تہ الله تعاليٰ جون ڪجھ صفتون آهن جيڪي ان جي ذات کان الڳ آهن، پر جبريہ وارا ان کان انڪاري هيا. صفاتيہ دعوا ڪندا هيا تہ اهي سڌو سنئون اڳين (سلف) جا جانشين آهن. شهرستاني جي چوڻ مطابق سلف جا اهي پوئلڳ دعوا ڪن ٿا ”الله تعاليٰ جون ڪجھ دائمي صفتون آهن، يعني علم، قدرت، زندگي، ارادو ٻڌڻ، ڏسڻ، ڪلام، عظمت (جبروت)، ڪريمي، فياضي، رحمت ۽ ڪبريائي ـ ليڪن اهي ذاتي صفتن ۽ عملي صفتن ۾ فرق ڪونہ ٿا ڪن ...... اهي ڪجھ صفاتِ خبريہ کي پڻ

بيان ڪندا آهن، جيئن مثال طور هٿ ۽ مُنهن. اهي انهن صفتن جي ڪا بہ وضاحت بيان ڪونہ ڪندا آهن سواءِ ائين چوڻ جي تہ اهي صفتون خدا جي الهامي تصور منجهہ سمايل آهن. ۽ انهن انهي ڪري انهن صفتن کي صفاتِ خبريہ جو نالو ڏنو آهي." جبريہ وارن وانگر صفاتيہ بہ قضا و قدر واري عقيدي تي ان جي سموري ابهام ۽ شدت ۾ سختي سان قائم رهيا. صفاتيہ منجهان مشابيها وارن جي شاخ نڪتي "جيڪي صفاتِ باري تعاليٰ کي مخلوق جي صفتن سان تشبيهہ ڏيندا هيا."[1] ۽ انهن الله تعاليٰ کي پنهنجين صفتن جي هڪجهڙائي وارو بڻائي ڇڏيو.[2] انهي دور ۾ قضا و قدر جي عقيدي جي وڏن مخالف مشهور عالمن منجهان هڪڙو حضرت حسن بصري رضي الله تعاليٰ عنہ هيو. اهو مديني ۾ ڄائو هيو ۽ آلِ رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي قدمن ۾ ويهي علم حاصل ڪيو هئائين. هن (حسن بصري) انهن (امامن) کان وسيع نظري ۽ عقليت پسندي وارن خيالن جي ڏات حاصل ڪئي هئي. بصري ۾ رهائش اختيار ڪرڻ کان پوءِ اتي هڪڙو مدرسو قائم ڪيو هئائين جيڪو جلدئي عراق جي شاگردن سان پرجي ويو هيو. اتي اهو پنهنجن اوستادن واري جذبي ۾ ان وقت مافوق الفطرت واري اڻندڙ سوال تي آزادانہ طور خيالن جو اظهار ڪندو هيو.

امام حسن بصري جي نهايت وڏن نالي وارن شاگردن مان هڪڙو ابوحذيفہ واصل بن عطاءالغزال[3] هيو جيڪو وڏين ذهني

---

[1] التشبيه بصفحات المحدثات.

[2] شهرستاني صفاتيہ تشبيهين ۽ بعد ۾ جيڪي تشبيهي پيدا ٿيا انهن جي وچ ۾ فرق ڏيکاري ٿو "ڪجهہ عرصي کان پوءِ ڪجهہ ماڻهو انهن کان اڳ ۾ اوائلي ڏينهن ۾ ڪنهن بہ مسلمان يعني سلف جيڪو عقيدو رکيو ٿي انهي کان بہ اڳتي نڪري ويا ۽ دعوا ڪيائون تہ بناڪنهن شڪ شبهي جي باري تعاليٰ جي صفتن کي بيان ڪرڻ وارا جيڪي ڪلمات آهن، اهي سڀ لغوي معنيٰ ۾ استعمال ٿيل آهن ۽ انهن جو تفسير ڪنهن بہ مجازي تاويل کان سواءِ جيئن جو تيئن ڪرڻو آهي. ۽ ساڳي وقت رڳو لغوي معنيٰ تي بہ اصرار ڪرڻ ضروري ڪونہ آهي چوتہ ائين ڪرڻ سان اهي اوائلي مسلمانن يعني سلف جي عقيدي جي برخلاف خالص تشبيهي(تشبيه الصرف) تي وڃن ٿا.

[3] ابو حذيفہ واصل بن عطا الغزال. اهو عبدالملڪ، وليد ۽ هشام جي دور ۾ هيو. اهو 83 هجري(700_699ع) ۾ ڄائو ۽ 131 هجري(49_748ع) ۾ فوت ٿيو.

صلاحيتن وارو ماڻهو هيو. زماني جي علمن ۽ حديثن جو وڏو ڄاڻوگر هيو. ان مديني جي درسگاهه ۾ پڙهي تعليم حاصل ڪئي هئي. ان هڪڙي مذهبي عقيدي جي سوال تي امام صاحب سان اختلاف ڪيو جنهن ڪري ان کي درسگاهه مان ڪڍيو ويو. ان کان پوءِ ان پنهنجو الڳ مدرسو کوليو. انهيءَ حقيقت ڪري ان جي پوئلڳن کي "معتزلي" يا اهل الاعتزال يعني اختلاف ڪرڻ وارا[1] سڏيو ويو آهي. جلدئي ان پنهنجي اوستاد وانگر شهرت حاصل ڪئي ۽ گهڻو وقت ڪونه گذريو ته اوستاد جو مدرسو به عملي طور ان شاگرد جي مدرسي ۾ ضم ٿي ويو. ذهني آمريت خلاف پنهنجي دشمني ۾ اهو اڪثر امن پسندي (وچٽرائپ) واريون حدون اورانگهي ويندو هيو ۽ خاص طور تي معاويه طرفان پيدا ڪيل تڪراري مسئلن تي خيالن جو اظهار ڪندو هيو. جيڪي ان وقت مديني جي درسگاهه ۾ مروجه خيالن سان ٺهڪندڙ ڪونه هيا. تڏهن به ان جي درسگاهه جي عام عقليت پسندي ان زماني جي پختن ۽ نهايت وڏن روشن خيال ذهنن کي سندس جهنڊي هيٺ آڻي گڏ ڪيو. فاطمي فلاسافرن جي دليل واري طريقي کي اختيار ڪندي ۽ انهن جي مقرر ڪيل اصولن تي عمل ڪري ۽ انهن خيالن کي اپنائيندي جيڪي انهن اڪثر ڪري زوردار لفظن ۾ بيان ڪيا هيا. هن اهڙن مسئلن کي بحث مباحثي جي شڪل ڏني جن ۾ ان کي قضا و قدر کي مڃيندڙن ۽ عام طور تي تقليد پسندن سان اختلاف هيو. سترهين صدي تائين ان چو فڪر ماڻهن جي ذهن تي حاوي رهيو ۽ ان زماني ۾ جيڪي روشن خيال حڪمران اقتدار ۾ هيا انهن جي پٺڀرائي سان ان مسلمانن جي عقلي ۽ فڪري اوسر کي اهڙي سگهه ڏني جيڪا اڳ ۾ ڪو نه ڏني وئي هئي. نالي وارا عالم، مشهور طبعي دان، رياضيدان، تاريخدان، مطلب ته علم ۽ ذات جي سموري دنيا جن ۾ خود خليفا به شامل هيا، سڀ معتزلي مڪتبي فڪر سان وابسته هيا.[2]

---

[1] شهرستاني، گوهرمراد، غياث اللغات ۽ فرهنگ (لکنو 1889ع) ۾ معتزله جو لفظ "ز" جي مٿان زير سان آهي. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو ضميمو 3.

[2] اسان هتي ٻن يا ٽن نالي وارن معتزلين جا نالا ڳڻون ٿا جيڪي اڄا تائين مشهور آهن. مثال طور: امام زمخشري جيڪو "ڪشاف" نالي ڪتاب جو (ڏسو بقايا....)

ابوالهذيل همدان،[1] ابراهيم بن سيارالنظام،[2] احمد بن حائط فضل الحدثي، ۽ ابوعلي محمد الجبائي[3] جهڙا ماڻهو جيڪي يوناني فلسفي ۽ منطق کان پلي پت واقف هيا. انهن ماڻهن يوناني ذريعن مان حاصل ڪيل خيالن کي مدني مڪتب جي نظرين سان گڏائي ڇڏيو ۽ مسلمانن جي فلسفاڻن فڪرن کي هڪڙو نئون ڍنگ ڏنائون. ارسطو پورفري (Porphyry) ۽ بين يوناني ۽ اسڪندريائي ڏاهن جي لکڻين مان فائدو حاصل ڪري معتزلين هڪڙي نئين علم جو بنياد رکيو جنهن کي اهي "علم الڪلام" يعني عقلي علم چوندا هيا. ڪلام معنيٰ نطق يعني "لاگوس" (Logos).[4] ان نئين علم جي هٿيار سان انهن اسلام جي اندروني ۽ خارجي دشمنن جو مقابلو ڪيو. يعني انهن غيرمسلمن جوبه جيڪي اسلام جي تعليمات تي اعتراض ڪندا هيا ۽ قدامت پرست مسلمان جوبه جيڪي اندران اندران ان جي بنيادن کي کوکلو ڪري رهيا هيا. حضرت علي عليہ السلام جي خلافت ۾ جن سياسي معاملن ڏڦيڙ پيدا ڪيو هيو انهن جي باري ۾ واصل بن عطا جا جيڪي انتها پسندي وارا خيال هيا اهي جلدي ترڪ ڪيا ويا، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو تہ مذهب اعتزال ۾ جيڪي اعتدال پسند ماڻهو هيا، اهي فاطمي مڪتب فڪر جي عقليت پسندي ۾ ضم ٿي ويا، جن مان ئي اهي ڦٽي نڪتا هيا. اها مڃيل حقيقت آهي تہ معتزلي مڪتب فڪر جي وڏن عالمن فاطمين وٽ تعليم حاصل ڪئي هئي ۽ انهيءَ ۾ شڪ جي گنجائش ڪونہ آهي تہ اعتدال پسند معتزليت حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي نهايت روشن خيال اولين جانشينن بلڪ خود حضرت محمّد

---

(بقايا) ليڪڪ آهي، ان ڪتاب کي قرآن شريف جو بهترين ۽ نهايت عالماڻو تفسير مڃيو وڃي ٿو. مسعودي، جيڪو امام، تاريخدان ۽ فلسفي هيو، ۽ مشهور زمانہ الهزن (الحسن بن هيثم. اردو مترجم)، ابوالوفا ۽ ميرخوند.

[1] اهو متوڪل جي حڪمراني جي شروعات ۾ 235 هجري (50_849ع) ۾ فوت ٿيو. (گهٽو ڪري پورو نالو محمد بن هذيل العلاف اٿس. اردو مترجم)

[2] ابوالهذيل جو ڀاڻيو يا ڀاڻج.

[3] ڄم 861، وفات 933.

[4] شهرستاني، ابن خلدون.

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خيالن جي عڪاسي ڪندي هئي. معتزلي نظرين جو چڱي نموني سان جائزو ونبو تہ اهو پڌرو ٿيندو تہ اهي لفظ بہ لفظ ساڳيا عقيدا هيا جن جي اوائلي فاطمي تعليم ڏيندا هيا يا انهن نظرين جون ترميمون هيون جيڪي ترقي پذير معاشري جي گهرجن مطابق ڪيون ويون يا ڪنهن حد تائين يوناني ۽ اسڪندريائي فلسفي جي مطالعي جو نتيجو هيون.

حضرت علي عليہ السلام واضح لفظن ۾ ذاتِ باري تعاليٰ جي اهڙن سمورن تصورن جي ننندا ڪئي هئي جن ۾ انسان سان جسماني يا جذباتي مشابهت جو پهلو ڏيکاريو ويجي. "الله تعاليٰ ڪنهن بہ شئي وانگر ڪونہ آهي جنهن جو انساني ذهن اندازو لڳائي سگهي. ان جي ذات ڏانهن اهڙي صفت منسوب نٿي ڪري سگهجي جيڪا مادي شين جي علم ذريعي انسان جي ادارڪ ۾ آئي هجي. تقوا جي ڪماليت الله تعاليٰ جي ذات کي مڃڻ واري عرفان ۾ آهي. مڃتا جي ڪماليت الله تعاليٰ جي حقيقت ۾ سمايل آهي ۽ حقيقت جي ڪماليت انهيءَ ۾ آهي تہ الله تعاليٰ جي وحدانيت کي پوري خلوص سان تسليم ڪيو وڃي. ۽ خلوص جي ڪماليت اها آهي تہ ذاتِ باري تعاليٰ سان ڪنهن بہ صفت کي منسوب ڪرڻ کان انڪار ڪيو وڃي (ڪمال الخلاص لہ نفي الصفات عنہ). جيڪو شخص الله تعاليٰ ڏانهن ڪنهن صفت کي منسوب ڪري ٿو تہ چڻ ان صفت کي خداطور مڃي ٿو ۽ جيڪو ائين ڪنهن صفت کي خدا طور مڃي ٿو تہ اهو خدا کي بہ يا ڪنهن جو حصو سمجهي ٿو...... جيڪو شخص پڇي ٿوتہ خدا ڪٿي آهي تہ اهو چڻ خدا کي ڪنهن شئي جهڙو سمجهي ٿو. الله تعاليٰ خالق آهي تہ انهيءَ ڪري نہ تہ اهو خود مخلوق آهي، الله تعاليٰ موجود آهي تہ انهيءَ ڪري نہ تہ ڪو اهو ڪڏهن غيرموجود هيو. اهو هر شئي سان گڏ آهي پر هڪجهڙائي يا گڏيل هجڻ ڪري نہ اهو هرشئي کان ٻاهر آهي پر انهيءَ ڪري نہ تہ اهو ان کان جدا آهي. اهو اولين سبب (سببِ اول ) آهي پر عمل يا حرڪت جي مطلب ۾ نہ. اهو ڏسندڙ (بصير) آهي پر ان کي ڪا بہ نگاهہ ڏسي نٿي سگهي. ان جو زمان، مڪان يا مقدار (ماپ) سان ڪوبہ تعلق ڪونہ آهي[1] ........ الله تعاليٰ سڀ ڪجهہ ڄاڻيندڙ (عالم ڪل)

---

[1] نهج البلاغہ ان تي ابن الحديد. جيڪو معتزلي هيو جي لکيل شرح پڻ ڏسو.

آهي ڇو تہ ڄاڻ (علم) ان جي ذاتي صفت آهي، اهو طاقتور(قادر) آهي ڇو تہ طاقت (قدرت) ان جي صفت آهي، اهو ٻاجهارو آهي ڇوتہ محبت ان جي ذاتي صفت آهي ....... انهيءَ ڪري نہ تہ ڪو اهي اهڙيون صفتون آهن جيڪي ان جي ذات کان جدا آهن ......... زمان ۽ مڪان جو شرط (قيد) جو ان تي ڪنهن بہ طرح اطلاق نٿو ٿي سگهي."[1] اڳوڻن(سلف) جا پوئلڳ قضا وقدر جي معنيٰ ۾ تقدير جي جيڪا تشريح ڪن ٿا، ان جو مطلب آهي "جاچڻ"، "پرکڻ" ۽ "آزمائش."

اڇو تہ هاڻي اسان اهو ڏسون تہ معتزلي عقيدو(اعتزال) ڇا آهي. ڪيترين ننڍين ۽ غيراهم ڳالهين تي مشهور معتزلي عالم هڪٻئي سان اختلاف رکندا هيا، پر مان هتي انهن نظرين جو خلاصو پيش ڪندس جنهن تي اهي متفق هيا. شهرستاني مطابق معتزلي[2] نظريي وارا اهو اعلان ڪن ٿا تہ "ابديت (قديم وجود) باري تعاليٰ جي امتيازي وصف آهي، ۽ الله تعاليٰ قديم آهي ڇوتہ ابديت (قديم) الله تعاليٰ جي ذات جي خاص وصف آهي، اهي ابدي وصفن جي وجود يعني باري تعاليٰ جي ذات کان جدا وجود، کان گڏيل طور انڪار ڪن ٿا ۽ دعوا ڪن ٿا تہ اهو پنهنجي ذات ۾ سڀ ڪجهہ ڄاڻندڙ (عالم ڪل) آهي، پنهنجي ذات ۾ حيٌ و قيوم آهي، پنهنجي ذات ۾ قادرمطلق آهي، پر انهيءَ ڪري نہ تہ ڪو علم، حيات ۽ قدرت ان جي صفاتِ قديم جي حيثيت ۾ ان ۾ موجود آهن، بلڪ علم، حيات ۽ قدرت ان جي ذات جو حصو آهن. ٻي صورت ۾ جيڪڏهن انهن صفتن کي باري تعاليٰ جون

---

[1] روايت امام جعفر صادق عليہ السلام، ۽ "نهج البلاغہ"

[2] شهرستاني ٻڌائي ٿو "معتزلا پاڻ کي 'اصحاب العدل والتوحيد' يعني عدل(انصاف) ۽ توحيد وارا ماڻهو چوندا هيا ۽ ڪڏهن ڪڏهن 'قدريہ' بہ سڏبا هيا." بهرحال حقيقي ڳالهہ اها آهي تہ معتزلين پاڻ ڪڏهن بہ 'قدريہ' جي لقب کي اختيار ڪونہ ڪيو ليڪن اهو لقب انهن جي دشمنن، انهن انتهاپسند معتزلين کي ڏنو جيڪي تفويض جي عقيدي جا قائل هيا، جنهن عقيدي جي فاطمي امامن مذمت ڪئي هئي. معتزلين سدائين انهي لقب کي رد ڪيو ۽ ان کي تقدير جي قائل انهن ماڻهن ڏانهن منسوب ڪيائون جيڪي دعوا ڪندا هيا تہ الله تعاليٰ هر انساني عمل جو خالق آهي. شهرستاني انهي کي ميجي ٿو ۽ چوي ٿو "وقالوا لفظ القدريۃ يطلق علي من يقول بالقدر خيره و شره من الله تعاليٰ" پر اهو تقدير جي قائل ماڻهن تي "قدريہ" جو لقب لڳائڻ کان انڪار ڪري ٿو. "انهن ماڻهن تي انهيءَ جو اطلاق ڪيئن ٿو ٿي سگهي جيڪي الله تعاليٰ تي ايمان رکن ٿا."(شهرستاني)

صفاتِ قديم (ان جي ذات کان جدا) مڃيو وڃي تہ اهو ڄڻ ڪيترن قديم وجودن کي تسليم ڪرڻ جي مترادف ٿي ويندو ........ اهي اها پڻ دعوا ڪن ٿا تہ الله تعاليٰ جو ڪلام مخلوق آهي ۽ مخلوق هجڻ ڪري لفظن ۽ آوازن جي صورت ۾ ظاهر ٿيو آهي ........ اهڙي طرح اهي گڏيل طور انهي ڳالهہ کان انڪار ڪن ٿا تہ ارادو ڪرڻ، ٻڌڻ ۽ ڏسڻ اهڙا خيال آهن جيڪي ذاتِ باري تعاليٰ ۾ موجود آهن توڙي جو اهي شانِ وجود ۽ مابعدالطبعياتي حيثيت ۾ هڪ ٻئي کان مختلف آهن." (شهرستاني)

"اهي انهيءَ ڳالهہ کان بہ گڏيل طور تي انڪار ڪن ٿا تہ خدا کي دارالقرار ۾ جسماني اکين سان ڏسي سگهبو. اهي الله تعاليٰ جي باري ۾ مادي شين سان واسطو رکندڙ خاصيت سان بيان ڪرڻ کان منع ڪن ٿا، چاهي اهو طرف، مقام، صورت، جسم، تبديلي (تغير)، عمل جو اختتام، يا تحليل هجي؛ ۽ قرآن شريف جي جن آيتن ۾ اهڙا لفظ استعمال ڪيا ويا آهن جن ۾ انهن صفتن جو بيان ڪيو ويو آهي، اهي ان لاءِ اهو چوندي تشريح ڪن ٿا تہ اهي ڳالهيون مثال ڏيڻ لاءِ استعمال ڪيون ويون آهن نہ ڪي حقيقي معنيٰ ۾. انهي نظرئي کي اهي توحيد سڏين ٿا يعني الله تعاليٰ جي وحدت جو اقرار ........ اهي انهيءَ ڳالهہ تي بہ متفق آهن تہ انسان فعلي طور پنهنجن سٺن يا بُرن عملن جو پاڻ خالق آهي. "لا فعالہ خيرها و شرها ان العبد قادر" ۽ پنهنجن عملن مطابق آخرت ۾ جزا يا سزا حاصل ڪندو. ڪنهن بہ اخلاقي بُرائي يا عمل جي خرابي، يا بي اعتقادي، يا نافرماني کي الله تعاليٰ ڏانهن منسوب نٿو ڪري سگهجي ڇو تہ جيڪڏهن الله تعاليٰ ظلم يا گمراهي کي پاڻ عمل ۾ آڻائي تہ اهو پاڻ ظالم ٿي پوندو (لانہ لو خلق الظلم ڪان ظالماً) ......... اهي گڏيل طور اها پڻ دعوا ڪن ٿا تہ عقلِ ڪل (باري تعاليٰ) صرف اهوئي ڪندو آهي جنهن ۾ ڀلائي ۽ خير هجي، ۽ ازروءِ حڪمت پنهنجن ٻانهن جي ڀلائي جو خيال رکڻ الله تعاليٰ تي واجب آهي، توڙي جو اهي انهي مسئلي ۾ مختلف راءِ رکندڙ آهن تہ آيا گهٽي کان گهٽي ڀلائي ۽ خير کي يقيني بنائڻ ۽ ٻانهن تي لطف و ڪرم ڪرڻ الله تعاليٰ تي فرض آهي. انهي عقيدي کي اهي عدل يا انصاف جو عقيدو چون ٿا."

انهن جو اهو بہ عقيدو آهي تہ انساني عملن جي باري ۾ ڪو بہ دائمي قانون موجود ڪونہ آهي؛ انسانن جي ڪردار کي جيڪي خدائي احڪام ضابطي ۾ رکن ٿا اهي ارتقا ۽ ترقي جو نتيجو آهن؛ الله تعاليٰ

هڪڙي قانون جي ذريعي امرونهي جو حڪم ڏنو آهي جيڪو آهستي آهستي وجود ۾ آيو. ساڳي وقت اهي اهو به چون ٿا ته جيڪو ماڻهو نيڪ عمل ڪري ٿو اهو ثواب جو حقدار آهي، ۽ جيڪو ماڻهو بڇڙايون ڪري ٿو اهو سزا جو حقدار آهي؛ ان دعوا لاءِ اهي چون ٿا ته اهو منطق سان ٺهڪندڙ آهي. معتزليه وارا اهو پڻ چون ٿا ته هر علم عقل ذريعي حاصول ٿيندو آهي، ۽ لازمي طور عقل ذريعي حاصل ڪرڻ گهرجي. اهي دعوا ڪن ٿا ته چڱائي ۽ بُرائي جي سمجهه پڻ عقل جي دائري اندر موجود آهي؛ جيستائين عقل اسان کي نيڪي ۽ بدي جو فرق نه سيکاري تيستائين غلط ۽ صحي جي ڄاڻ نٿي ٿي سگهي، ۽ شرعي احڪامن جي نافذ ٿيڻ کان به اڳ عقل اسان تي فرض عائد ٿو ڪري ته الله تعاليٰ جي نعمتن جي شڪرئي ادائي ڪريون. اهي دعوا ڪن ٿا ته الله تعاليٰ جي ڄاڻ (عرفان) به عقل جي دائري اندر آهي؛ ۽ ذات باري تعاليٰ کان سواءِ هر شئي تبديل ٿيڻ جوڳي يا فنا ٿيڻي آهي. "اهي اها به دعوا ڪن ٿا ته قادرمطلق پنهنجن پيغمبرن کي انهي مقصد سان موڪليو آهي ته اهي انسانذات کي ان جا احڪام سمجهائين. ....... امامت جي مسئلي تي انهن ۾ راءِ جو اختلاف آهي؛ ڪن جي دعوا آهي ته اها مقرري (منصوص) ذريعي هڪڙي امام کان ٻئي امام کي ملي، ٻيا انهيءَ راءِ جا آهن ته امام جي چونڊ ڪرڻ ماڻهن جو حق آهي." تنهنڪري معتزلي سڏو سنئون صفاتيه وارن جو ضد آهن، چو ته صفاتيه ۽ ٻيا سيئي اهل سنت وارا انهي عقيدي جا آهن ته الله تعاليٰ جيڪو چاهي ٿو اهو ڪري ٿو چوته اهو پنهنجي خدائي جو مطلق حاڪم آهي، ۽ اهو پنهنجي مرضي مطابق حڪم ڏيندو آهي ........ انهن جي راءِ مطابق اهو عدل (انصاف) آهي. معتزلي انهي عقيدي جا آهن ته جيڪا ڳالهه عقل ۽ حڪمت سان ٺهڪندڙ هجي ۽ انسانذات جي ڀلائي ۽ اصلاح لاءِ يا ان مطابق عملن جي ارتڪاب واري هجي فقط اهائي انصاف (عدل) آهي ...... اهل العدل وارا چون ٿا ته الله تعاليٰ امرونهي کي پنهنجي ڪلام ذريعي نافذ ڪيو آهي. اهل سنت (صفاتيه) وارن جو عقيدو آهي ته شرعي مسئلن جو علم ٻڌڻ(سمع و خبر) ذريعي معلوم ٿيندو آهي؛ عقل ذريعي صرف دنياوي علم حاصل ٿيندو آهي؛ عقل اسان کي اهو نٿو ٻڌائي سگهي ته ڪهڙي ڳالهه سٺي آهي، يا ڪهڙي ڳالهه خراب آهي، يا ڪهڙي ڳالهه واجب آهي. ان جي برخلاف اهل العدل چون ٿا ته سمورو

علم عقل ذريعي حاصل ٿيندو آهي.(شهرستاني) حديث ۾ تقدير جو جيڪو اصطلاح آيو آهي ان مان اهي اها مراد وٺن ٿا تہ امتحان ۽ چوتڪارو سياڳ ۽ نياڳ، تندرستي ۽ بيماري، زندگي ۽ موت، ۽ الله تعاليٰ جا ڏيا ڪم، باقي اخلاقي سٺائي ۽ خرابي، پاڪدامني ۽ عيب ڪي اهي انسان جي ذميواري سمجهن ٿا ۽ تقدير جي دائري کان خارج قرار ڏين ٿا. اها ساڳي ئي سوچ آهي جنهن پٺاندڙ معتزلين جي سموري جماعت انهي اصطلاح کي استعمال ڪري ٿي."[1]

هيستائين معتزلين جي خيالن کي اسان هڪڙي مڪتب فڪر جي خيالن جي حيثيت ۾ مجموعي طور بيان ڪيو آهي پر ان مڪتب فڪر جي ڪجھ مشهور عالمن ڪجھ انفرادي راين جو بہ اظهار ڪيو آهي. جيڪي رايا توڙي جو انهن جي خاص خاص شاگردن جي حلقي کان ٻاهر قبول ڪونہ ڪيا ويا تڏهن بہ ڏيان ڏيڻ جا گهرجائو آهن. مثال طور ابو هذيل همداني جو عقيدو هيو تہ خدا علم جي بدولت عالم آهي پر ان جو علم پنهنجو ذاتي آهي؛ قدرت جي بدولت قادر آهي پر ان جي قدرت ذاتي آهي؛ زندگي جي بدولت زنده آهي پر ان جي زندگي ان جي ذات آهي. شهرستاني چوي ٿو تہ ابو هذيل اهو خيال بظاهر فلاسافرن کان ورتو آهي پر اصل ۾ مدني مڪتب فڪر مان نڪتل آهي. ابوهذيل اها بہ دعوا ڪندو هيو تہ آزاد ارادو يا اختيار جنهن کي اهو "سلامت" چوندو هيو هڪڙو اتفاق (Accident) آهي، ترقي جي ڪمال ۽ استحڪام لاءِ هڪڙو اضافو. ابراهيم بن سيار النظام جنهن فلسفي جي ڪتابن جو گهڻائي سان مطالعو ڪيو، اها راءِ ظاهر ڪئي تہ الهامي ڪشف کان سواءِ بہ انسان غور ۽ فڪر جي مدد سان خالق کي سڃاڻي سگهي ٿو ۽ سٺي (نيڪ) ۽ خراب (بد) ۾ تميز ڪري سگهي ٿو........ ۽ نيڪوڪار ماڻهوءَ ۾ گناه ڪرڻ جي سگهہ هوندي ئي ڪونہ آهي. معمر بن عباد السلمي افلاطون جي نظرئي امثال (اصلي نقش) کي هٿي وٺرائي. ان جو خيال هيو تہ اتفاق (عوارض) جن شين سان واسطو رکندا آهن انهن جي مختلف جنس ۾ دائمي موجود هوندا آهن، ۽ هر تخيل(اتفاق) ڪنهن جوهر ۾ موجود هوندو آهي، پر ان جي وجود جو دارومدار انهي ڳالھ تي هوندو آهي تہ انساني ذهن ۾ ان جو خيال هجي. معمر ۽ ان جي ساٿين

---

[1] ڏسو ضميمو نمبر 3.

ڪي انهي عقيدي ڪري آدرشي (اصحاب المعاني) سڏيو ويندو هيو. ابوعلي محمد بن عبدالوهاب جيڪو ابوعلي الجبائي جي نالي سان مشهور آهي، جو عقيدو هيو تہ عمل جو تعلق انسان سان ائين آهي تہ انسان ان جو اصل مرتڪب ۽ پهل ڪندڙ هوندو آهي؛ تنهن ڪري اهو اخلاقي سٺائي ۽ بُرائي، اطاعت ۽ نافرماني ڪي انسان جو هڪڙو خصوصي حق سمجهي ٿو؛ ۽ خيال جي آزادي ڪي (جنهن ڪي اهو استقامت چوي ٿو) عمل جي لاءِ اولين شرط تصور ڪري ٿو ۽ ان ڪي هڪڙي اهڙي قوت چوي ٿو جيڪا عضون جي صحتمندي ۽ جسماني تندرستي لاءِ اضافي عنصر آهي. امام الحرمين ابوالمعالي الجويني (وفات 1085)جيڪو توڙي جو پاڻ ڪي معتزلي ڪونہ سڏائيندو هيو بلڪ معتزلين جي مخالف عقيدن وارا ان ڪي پنهنجي جماعت ۾ ڳڻائين ٿا. ان جو چوڻ هيو تہ انسان جي قابليت ۽ خيال جي آزادي ڪان انڪار ڪرڻ اهڙي ڳالهہ آهي جنهن ڪي عقل ۽ شعور تسليم ڪونہ ٿا ڪن. ڪنهن بہ اثر ڪان سواءِ قابليت جو اقرار ڪرڻ قابليت ڪان مڪمل طور انڪار ڪرڻ جي برابر آهي، ۽ ائين چوڻ تہ ڪو ناقابل فهم اثر انساني عمل جي لاءِ محرڪ طور سبب ٿيندو آهي، اهو انسان تي ڪنهن خاص اثر ٿين جي سوچ ڪان انڪار ڪرڻ جي برابر آهي، ڇوتہ شرط ۽ حالتون انهن ماڻهن جي اصول مطابق جيڪي انهن جي دعوا ڪن ٿا موجود ۽ غير موجود نٿا چئي سگهجن. پر پنهنجي اصل جي حوالي سان تشريح جا محتاج هوندا آهن. انهي ڪري ڪنهن انسان جو عمل (هڪڙي موجود حالت جي حيثيت طور) دراصل ان جي پنهنجي قابليت جو نتيجو هوندو آهي ـ توڙي جو اهو صحي آهي تہ ان جي قابليت ان عمل جي مبدا ۽ خالق ڪونہ هوندي آهي، ڇوتہ تخليق جي معنيٰ اها آهي تہ قدرتِ مطلقہ جي ذريعي ڪنهن شئي جو وجود ۾ اچڻ جيڪا اڳ ۾ موجود ڪونہ هئي؛ عمل جي وجود جو دارومدار انسان ۾ موجود قابليت مٿان آهي، جيڪا (قابليت) خود پنهنجي وجود لاءِ ڪنهن ٻئي سبب تي انحصار ڪندي آهي. انهي سبب سان ان جو ائين تعلق هوندو آهي جيئن انساني عمل جو تعلق انساني قابليت سان هوندو آهي، ۽ ائين هڪڙي سبب جو دارومدار ٻئي سبب تي هوندو آهي، تان تہ اهو سلسلو مسبب الاسباب. يعني سببن ۽ انهن جي عمليت جي خالق. ذات الاهي قائم بذات تي وڃي ختم ٿيندو آهي. شهرستاني وڌيڪ چوي ٿو

"ابوالمعالي جويني اهو نظريو موحدن (Theistic) جي مڪتب مان حاصل ڪيو پر ان انهي کي ڪلام جو لبادو پارائي پيش ڪيو."[1]

ڪجهه نازڪ مسئلن جي باري ۾ معتزلين جي فلسفاڻن خيالن جو اهو عام خاڪو آهي، جن مسئلن انسان جي ذهن کي هر دور ۽ هر خطي ۾ شش و پنج ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي ۽ ٻنهي، مشرق ۽ مغرب ۾ وقت به وقت رتو ڇاڻ وارن هنگامن ۽ خانداني لڙاين کي برپا ڪيو آهي.

معتزلي خدا جي وحدت جا داعي هجڻ ڪري، سيني انساني تشبيهن کان پرهيز ڪندا هيا ۽ اخلاقي ذميوارين جي وڪالت ڪندا هيا. انهي ڪري قدرتي طور اهي پاڻ کي اصحاب العدل والتوحيد "اصاف وارا ۽ الله تعاليٰ جي هيڪڙائي جا مڃيندڙ" سڏائيندا هيا ۽ پنهنجن مخالفن کي مشبه، تشبيهون ڏيندڙ يعني الله تعاليٰ کي انسانن سان تشبيهون ڏيندڙ جو لقب ڏيندا هيا. انهن جو دليل هي هيو: جيڪڏهن گناهه الله تعاليٰ طرفان نازل ٿيو يا تخليق ٿيو هيو ۽ انسان جو انهيءَ ۾ مبتلا ٿيڻ ان جو مقدر هيوته پوءِ ان جي نتيجي ۾ انسان تي ڪنهن به سزا جو مڙهڻ خالق کي هڪڙو غيرمنصف سمجهڻ جي مترادف ٿيندو ـ جيڪو ڪُفر آهي. تنهن ڪري عقل ۽ وحي الاهي اسان کي سيکارين ٿا ته پارسائي ۽ گناهه نيڪي ۽ بدي، چڱائي (خير) ۽ مٺائي (شر) انساني ارادي جي پيداوار آهن. انسان کي پنهنجن عملن تي پورو اختيار آهي ڇوته ان کي اهو ٻڌايو ويو آهي ته ڪهڙي ڳالهه سٺي آهي ۽ ڪهڙي ڳالهه خراب آهي. چڱائي ۽ خرابي جو دارومدار انصاف تي ٻڌل آهي، ڇوته الله تعاليٰ مخلوق تي عدل سان حڪمراني ڪندو آهي. عقل ۽ عدل انساني عملن جا رهنما اصول آهن ۽ انساني لڏي جي راحت کي وڏي پيماني تي ترقي وٺرائڻ ۽ عام ڀلائي لاءِ صحي ۽ غلط جا مکيه پيمانا آهن. ڇا الله تعاليٰ خود اهو ڪونه فرمايو آهي ته انسانذات کي سندن ڀلائي لاءِ ٻئي رستا ڏيکاريا ويا آهن؟ ڇا الله تعاليٰ خود انسانن کي حڪم ڪونه ڪيو آهي ته اهي پنهنجي عقل کان ڪم وٺن؟ جيئن

---

[1] جويني جي خيالن جي ابن رشد جي خيالن سان پيٽ ڪريو. لڳي ٿوته شهرستاني فاطمي امامن جي خيالن کان ڀلي پت واقف هيو.(شهرستاني حصو پهريون). شهرستاني جهڙي قدامت پرست شخص کي ابوالمعالي جا خيال پسند نٿي اچي سگهيا.

تہ اهي عقليت پسند ۽ افاديت پسند هيا تنهن ڪري انهن اخلاقي قانون جا بنياد عقل ۽ آياتِ الاهي جي باهمي مطابقت تي رکيا. انهن آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ انهن جي ٻهرين اولاد جي پيروي ڪئي. انهن هر اهڙي قانون کي جيڪو انسانن جي باهمي تعلقاتن کي ضابطي ۾ رکي ٿو ترقي ۽ نشونما جي مسلسل عمل جو نتيجو چئي ارتقا جي مسئلي جي حمايت ڪئي. انسان جو هڪڙي ڊگهي زماني کان هن ڌرتي تي موجود هجڻ جي باري ۾[1] اهي پنهنجن خيالن ۾ جديد دنيا جي طبعي فلاسافرن جي مقابلي ۾ هڪڙو متيرائيپ وارو مقام رکن ٿا.

معتزلي مذهب تيزي سان سلطنت جي هر علائقي ۾ صاحبِ فڪر ۽ مُهذب طبقن منجهہ پکڙجي ويو ۽ اسپين ۾ داخل ٿيڻ سان اندلسي درسگاهن ۽ تعليمي ادارن تي غلبو حاصل ڪيائين. منصور ۽ ان جي ٻهرين جانشينن عقليت پسندي جي حوصلہ افزائي ڪئي پر معتزلي عقيدي جو ڪلمہ کُلا اعلان ڪونہ ڪيو. مامون جيڪو ايشائي حڪمرانن منجهان "اعظم" جي لقب جو وڌيڪ حقدار آهي، ان معتزلي مڪتب فڪر سان پنهنجي وابستگي جو اعتراف ڪيو. ان ۽ ان جي ڀاء معتصم ۽ ياٿتي واثق، سموري مسلم دنيا ۾ عقليت پسندي جي جذبي کي ميجرائڻ لاءِ ڪوشش ورتي. انهن جي سرپرستي ۾ عقليت پسندي اهڙو غلبو حاصل ڪيو جيڪو شايد جديد زماني ۾ يورپي ملڪن ۾ بہ ان کي حاصل ڪونہ آهي. عقليت پسند عالم مسجدن ۾ خطبا ڏيندا هيا ۽ مدرسن ۾ تعليم ڏيندا هيا، امت جي نوجوانن جي سيرت جي تشڪيل انهن جي هٿن ۾ هئي، اهي خليفن جا خاص صلاحڪار هيا ۽ انهي ڳالهہ کان انڪار ڪري ڪونہ سگهبو تہ انهن پنهنجي اثررسوخ کي ڏاهپ سان استعمال ڪيو. انهن پروفيسرن، مبلغن، سائنسدانن، طبيبن، وزيرن يا علائقائي گورنرن طور مسلمان امت جي ترقي ۽ سڌاري ۾ هٿ ونڊايو. جڏهن معتزلہ جو شان وشوڪت ايشيا ۾ پڄاڻي تي پهچي ويو هيو تہ مغربي آفريڪا ۾ بنوادريس جي عروج ۽ فاطمي اختيار جي قائم ٿيڻ ڪري معتزلي عقيدن کي وري نئين حياتي ملي وئي.

---

[1] انهن اهو خيال هڪڙي حديث مان ورتو آهي جيڪا بحارالانوار ۾ بابِ تخليق(بابِ تڪوين) ۾ حضرت علي عليہ السلام جي روايت سان آيل آهي.

هاڻي فطري طور ذهن ۾ اهو سوال ته پيدا ٿئي ٿو ته جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ۽ سندن خاندان جي اڪابرن قضا و قدر جي مسئلي کي قبول ڪونه ڪيو ۽ عقل کي انڌي تقليد جو غلام بنائڻ کي پسند ڪونه ڪيائون ته ان جي باوجود اهي عقيدا آخرڪار مسلم دنيا جي فڪر ۽ عمل تي ڪيئن مسلط ٿي ويا؟ انهيءَ سوال جو جواب ڏيڻ کان اڳ ۾ اچوته اسان مسلمانن جي سمجهه ۽ ڏاهپ (فهم و فراست) جي هڪڙي ٻئي پهلوءَ جيٰ ترقي جو سراغ لڳايون. معتزلي مذهب کي بظاهر وڏي حد تائين معقول طور تي وچين دور (قرونِ وسطيٰ) جي يورپي "اسڪولي فلسفي" (Scholstic Philosophy) سان ڀيٽيو ويو آهي. اسڪوليت جي باري ۾ چيو وڃي ٿو ته اها هڪڙي ذهني تحريڪ هئي جنهن جو مقصد عيسائين جي "ايماني مسئلن جو جواز عقل جي مدد سان پيش ڪرڻ هيو." معتزلي مذهب به عقل ۽ مثبت الهام جي وچ ۾ هڪڙي تعلق قائم ڪرڻ لاءِ ڪوششون ورتيون. پر ان نقطي تي پهچي اعتزال ۽ اسڪوليت جي مماثلت (هڪجهڙائيٰ) ختم ٿي وڃي ٿي. عيسائي ڪليسا ۾ جيڪي ايماني مسئلا تشريح ۽ جواز جو محتاج هيا، انهن جو ڳاٽاتو تمام گهڻو هيو. وحدت ۾ تمثيليت جو عقيدو يعني ٽن "فطرتن" جو هڪ ۾ گڏ هجڻ، جبلتي گناهه قرباني يا نياز وارين شين جو حضرت عيسيٰ عليه السلام جي جسم جو حصو ٿي وڃڻ وارو عقيدو انهن سڀني مسئلن گهڻين ذهني ڪشمڪش کي اڀاريو. لهٰذا انهيءَ کان اڳ جو سائنس ۽ فڪري آزادي کي عيسائيت ۾ رستو ملي ها. ڪليسا جي مذهبي عقيدن کي اهڙي اسڪوليت واري "ڪيميائي مرڪب" جي ضرورت هئي. اسلام ۾ معاملو ٻي طرح هيو. الله تعاليٰ جي وحدانيت کان سواءِ ـ يعني توحيد وارو عقيدو جيڪو دين اسلام جو اصل بنياد آهي ـ اهڙو ڪوبه مذهبي عقيدو ڪونه هيو جنهن تي ڪنهن به نموني ۾ اصرار ڪيو ويو هجي جو عقل ان کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ها. " آغاز ۽ واپسي" وارو عقيدو ـ يعني مبدا ۽ معاد. مطلب "خدا وٽان اچڻ ۽ خدا ڏانهن موٽي وڃڻ" ـ ۽ انساني اختيار جو مسئلو سببِ اول يعني سڀني جي خالق، جي نظرئي تي ٻڌل هيو. اهو نظريو ته انا (Ego) پنهنجي دنياوي جسم مان جدا ٿيڻ کان پوءِ مڪمل طور تي ناس ڪونه ٿيندي بلڪ جسم جي ڳري ختم ٿي وڃڻ کان پوءِ اها خودآشنا هستي جي حيثيت ۾ قائم رهندي، اهڙو گمان آهي جنهن

ڪي ڏاهن ۾ اٻوجهن ٻنهي مڃيو آهي. ڪجهه ماڻهن آئنده زندگي کان انڪار ڪيو آهي پر اڪثريت انهيءَ تي اعتبار ڪيو آهي. اها ٻي ڳالهه آهي تہ انهي زندگي جي نوعيت بابت انهن جا خيال مختلف آهن. اهڙي طرح جيستائين انساني اخلاقي ذميواري جو معاملو آهي تہ انهيءَ ۾ راءِ جو گهڻو اختلاف آهي تہ انسان انهي ذميواري کي ڪهڙي طريقي سان نڀائين، پر انهيءَ سوال تي سڀ متفق آهن تہ انسان پنهنجي اختيار جي صحيح يا غلط استعمال جو پاڻ جوابدار آهي. انهن ٻنهي سوالن تي معلم الاسلام صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ارشاد راءِ جي آزادي جي گهڻي گنجائش مهيا ڪن ٿا. جيستائين اصلي نظرئي کي قائم رکڻ ۾ مڃڻ جو معاملو هيو تہ ان حد اندر دين اسلام گهڻي ڪليل ۾ نهايت عقليت پسندي وارن خيالن جي اجازت ڏني. اهوئي سبب هيو تہ اسلام ڪنهن اهڙي عبوري مرحلي مان گذرڻ کان سواءِ، جنهن جي ضرورت عيسائيت کي پيش آئي، هڪدم قبوليت واري دور منجهان نڪري عمل واري دور ۾ ۽ عقيدي واري دور مان نڪري عقل واري دور ۾ داخل ٿيو.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زماني ۾ ۽ ان سان گڏوگڏ خلفاء راشدين جي زماني ۾ قدرتي طور تي، بلڪ واجبي طور تي بنا روڪ ٽوڪ جي پڇا ڳاڇا جي همت افزائي ڪونہ ڪئي وئي. پراڻين بہ ڪڏهن ڪونہ ٿيو تہ ارباب اقتدار جي خوف ڪري سوال ڪرڻ يا شڪ ڏيکارڻ کان زبان بندي ڪئي وئي هجي. جيڪڏهن ڪو مدرس ڪنهن سوال جو جواب ڏيڻ کان معذور هوندو هيو تہ ڪمال انڪساري سان "والله اعلم بالصواب" چئي پنهنجي لاچاري جو اقرار ڪندو هيو. تنهن ڪري معتزلي مذهب انساني ڏاهپ جي ترقي ۾ هڪڙي امتيازي جاءِ والاري ٿو. اهو يورپي اسڪوليت سان هڪجهڙائي رکي ٿو پر حقيقت ۾ اهو پنهنجي خاصيت ۾ موجوده دور جي عقليت سان ويجهو لاڳاپو رکي ٿو. اسڪوليت ڪليسا جي پاڇي هيٺ ڪم ڪيو. معتزلي مذهب (اعتزال) دينِ اسلام جي اڳواڻن سان لاڳاپجي ڪم ڪيو. اسلام جي مدرسيت بعد ۾ ظاهر ٿي.

طبعي علمن جي آبياري مسلمانن جي ذهانت کي هڪڙو نئون رخ ڏنو مفڪرن جي هڪڙي وڏي جماعت پيدا ٿي جن کي "حڪيم" جو لقب ڏنو ويو (لفظ حڪيم معنيٰ سائنسدان يا فلاسافر) جن جي سوچ

ويچار جو طريقو جديد سائنس سان هم آهنگي ۾ آهي. انهن مان اڪثر گهڻو ڪري معتزلي هيا پر ڪجهه ماڻهن جا خيال ارسطو ۽ اسڪندريہ جي جديد افلاطونيت (Neo Platonoc) سان رنگيل هيا. توڙي جو تعصب ۽ جهالت انهن کي ڪافر، ملحد ۽ زنديق جي ذلت آميز لقبن سان مهڻي آب ڪيو ليڪن تاريخي حقيقت پسندي کي لازمي طور ميڄو پوي ٿو تہ انهن ماڻهن پاڻ کي ڪڏهن بہ اسلام کان خارج ڪونہ ڪيو نہ وري انهن ڪڏهن ڪو اهڙو نظريو پيش ڪيو جنهن جي لاءِ انهن کي اسلام جي باني يا سندن ابتدائي اولاد جي قولن مان ثبوت نہ ملندو هجي.

ارتقا ۽ درجيوار ترقي جي جنهن نظرئي سان اهي فلاسافر گهڻي سختي سان چهٽيل رهيا، ان نظرئي کي انهن جي هڪڙي نالي واري نمائندي الهزن، گهڻي وضاحت سان بيان ڪيو آهي. انهيءَ موضوع تي فلسفاڻن خيالن کي مختصر طور هيٺن بيان ڪري سگهجي ٿو "مادي موجودات جي دنيا ۾ سڀ کان هيٺ معدنيات (جمادات) آهي، پوءِ نباتات، ان کان پوءِ حيوانات ۽ آخر ۾ سڀني کان مٿي انسان. جسماني لحاظ کان انسان مادي دنيا جو باشندو آهي، پر پنهنجي روح جي ڪري اهو روحاني يا غير مادي دنيا سان تعلق رکي ٿو. انسان کان مٿي صرف خالص روحاني هستيون ـ ملائڪ[1] ـ آهن. انهن جي مٿان صرف خدا آهي : ائين درجي بدرجي واري ترقي ذريعي هيٺاهين وارو (اسفل) اعليٰ سان رابطي ۾ آيل آهي. پر انساني روح مادي جسم جي ٻنڌڻن مان نڪرڻ لاءِ مسلسل جدوجهد ڪندو آهي ۽ آزاد ٿيڻ سان اهو پيهر مٿي خدا ڏانهن پرواز ڪري ويندو آهي، جنهن کان اول ۾ اهو آيو هيو. انهن خيالن بعد ۾ مولانا جلال الدين رومي جي مثنوي ۾ جاءِ والاري، جنهن جي مذهبي پختگي تي آگر نتي ڪٽي سگهجي. اهي بيت هي آهن:

از جمادي مُردم ونامي شدم

و ز نما مُردم بحيوان سرزدم

---

[1] ڪتاب "گوهر مراد" جو ليڪڪ، جنهن جي باري ۾ مان بعد ۾ تفصيل سان ذڪر ڪندس، وضاحت ڪري ٿو تہ جن کي الاهيات (ديني علم) جي زبان ۾ ملائڪ چيو وڃي ٿو اهي حڪمت جي زبان ۾ قدرت جا لشڪر آهن.

مُردم از حيواني و آدم شدم
پس چہ ترسم کہ زمُردن کم شوم
حملہ ديگر بميرم از بشر
تا بر آرم از ملائڪ بال و پر
بار ديگر از ملڪ پران شوم
آنچہ اندر وهم نايد آن شوم
پس عدم گردم عدم چون ارغنون
گويدم ڪہ انا اليہ راجعون

الڪندي، فارابي، ابن سينا، ابن باجہ ابن طفيل، ۽ ابن رشد عظيم فلاسافر هيا.[1]

الڪندي[2] (ابويوسف يعقوب بن اسحاق)(813ع کان 842ع) جنهن کي حڪيم الحڪماء جو لقب ڏنو ويو، اهو ڪنده جي مشهور خاندان مان هيو ۽ ان جي ابن ڏاڏن مان ڪيترا عربستان جا بادشاهه ٿي گذريا هيا. ان جو پيءُ اسحاق بن صباح، عباسي خليفن المهدي، الهادي ۽ هارون جي دور ۾ ڪوفي جو گورنر هيو. الڪندي بصري ۽ بغداد مان تعليم حاصل ڪئي ۽ پنهنجي علمي ڄاڻ ۽ ذهانت جي ڪري خليفي مامون ۽ خليفي معتصم جي دور ۾ مشهوري ماڻيائين. ان فلسفي، رياضي، علم فلڪيات (هيئت)، طب، سياست، موسيقي وغيره تي ڪتاب لکيا. يوناني، فارسي ۽ هندوستاني ٻولين جي ڄاڻوگر هجڻ

---

[1] شهرستاني ڪيترن ٻين فلاسافرن جا بہ نالا ڳڻائي ٿو. مثال طور: يحيٰ نحوي، ابوالفرج مفسر، ابوسليمان السجزي، ابوبڪر ثابت بن قره، ابوسليمان محمد مقدسي، ابوتمام يوسف بن محمد نيشاپوري، ابوزيد احمد بن سهل البلخي، ابومحارب الحسن بن سهل بن محارب القمي، احمد بن طيب السرخسي، طلحہ بن محمد النفسي، ابوحامد احمد بن محمد السفزاري، عيسيٰ بن علي الوزير، ابوعلي احمد بن مسڪويہ، ابوزڪريا يحيٰ بن عدي الزميري (شايد ساڳيو ابوزڪريا يحيٰ بن عدي تڪرتي آهي. اردو مترجم)، ابوالحسن عامري، اهو ڪنهن هڪڙي بہ اندلسي(اسپيني) فلاسافر جو نالو نٿو ڳڻائي.

[2] ڏسو ضميمو نمبر 3. (نوٽ: ليکڪ حاشئي ۾ ضميمي جو اشارو ڏنو آهي پر ضميمي ۾ مواد شامل ڪونہ آهي. سنڌيڪار)

ڪري اهو انهن جي علمن ۽ فلسفي کان گهڻو واقف هيو. مامون رشيد ان کي ارسطو ۽ ٻين يوناني ليکڪن جي لکڻين کي عربي ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو. منڪ (Munk) جي قول مطابق ڪاردان (Cardan) ان کي پهرين صف جي انهن وڏي ذهانت وارن ٻارهن ماڻهن ۾ شمار ڪري ٿو جيڪي سورهين عيسوي صدي تائين دنيا جي افق تي اپريل رهيا."

ابونصر فارابي (ابونصر محمّد بن محمّد ترخان الفارابي) جيڪو ماوراءِ النهر(ترانسوخيانا) ۾ پنهنجي جنم ڀومي فاراب جي نسبت سان اڻين سڏيو وڃي ٿو هڪڙو مشهور طبيب ۽ طبعيات جو ماهر، رياضيدان ۽ فلاسافر هيو.[1] ان کي ارسطو جي شاهڪارن تي تبصرو ڪندڙن مان نهايت گهڻو ڏاهو ۽ ذهين سمجهيو وڃي ٿو. ان کي حلب (اليپو Aleppo) جي حڪمران سيف الدوله علي بن همدان جي سرپرستي حاصل هئي، ان 339 هجري جي رجب مهيني (ڊسمبر 950ع) ۾ دمشق ۾ وفات ڪئي. گهڻين تصنيفن واري انهيءَ دور ۾ عربي ذهن جي لاڙن کي اهو ڏيکارڻ لاءِ هتي سندس ڪيترن ڪتابن مان ڪن ٿورن جو ذڪر ڪرڻ مناسب ٿيندو. اهو پنهنجي احصاءالعلوم نالي سائنسي انسائڪلوپيڊيا ۾ سيني علمن جو عام جائزو پيش ڪري ٿو. انهي ڪتاب جي هڪڙي لاطيني خلاصي (ترجمي) مان معلوم ٿو ٿئي ته ان جو دائرو ڪيترو وسيع آهي، سائنسي علم جي مختلف شاخن سان واسطو رکندڙ اهو ڪتاب پنجن حصن ۾ ورهايل آهي. مثلاً ٻولي، منطق، رياضي، طبعي سائنس، ۽ سياسي ۽ سماجي اقتصاديات. فارابي جو هڪڙو ٻيو شاندار ڪارنامو ارسطو جي ڪتاب اورگنن (Organon) تي ڪيل تبصرو هيو جنهن مان روجربيڪن (Roger Bacon) ۽ البرٽس ميگنس (Albertus Magnus) وڏي پيماني تي فائدو حاصل ڪيو. ان جو رسالو "الجمع بين راس الحڪيمين افلاطون الا الاهي و ارسطو طاليس" (Tendency of the Philosophies of plato and Aristotle)، اخلاقيات تي ان جو ڪتاب "السياستُ الفاضله" ۽ سياست تي لکيل ٻيو ڪتاب "السياست المدنيه" جيڪو هڪڙي وڏي مواد واري ۽ جامع ڪتاب "مبادي الموجودات" جو هڪڙو حصو آهي، اهي سڀ ڪتاب ان جي ذهانت جي گهڻين خوبين جا شاهد آهن. فلسفي ۽ طب کان علاوه

---

[1] ڏسو ضميمو نمبر 3.

فارابي موسيقي جي بہ آبياري ڪئي ۽ ان کي هڪڙي علمي سطح تائين ڪٺي ويو. ان موسيقي جي نظرين ۽ فن سان گڏوگڏ موسيقي جي اوزارن ناهڻ بابت ڪيترائي رسالہ لکيا. هڪڙي رسالي ۾ ان قديم زماني جي ماڻهن منجهہ مروجہ ۽ پنهنجي زماني ۾ رائج موسيقي جي نمونن کي قلمبند ڪيو. ابوالقاسم ڪندرسڪي[1] جيڪو پاڻ بہ ڪو معمولي ڏاهو ڪونہ هيو، فارابي کي ابن سينا جو همسر چوي ٿو.[2]

ابن سينا جي باري ۾ مون اڳيئي ٻڌايو آهي تہ اهو هڪڙو طبيب هيو. هڪڙي فلاسافر جي حيثيت ۾ ان جو مرتبو ڪنهن بہ نموني ۾ ارسطو کان گهٽ ڪونہ آهي. اهو بنا شڪ جي پنهنجي زماني جو ڪامل اوستاد هيو ۽ ان جي خلاف خودغرض ماڻهن ۽ تعصبين طرفان مخالفت ڪرڻ جي باوجود اهو پاڻ کان پوءِ ايندڙ زمانن جي سوچن تي پنهنجي ڪردار جي اڻمٽ ڇاپ ڇڏي ويو. ان جا ڪيترائي گهڻا ۽ وڏا ڪتاب ان جي ذهن جي غيرمعمولي سرگرمي جو ثبوت آهن.[3] ان ارسطو جي فلسفي کي جامع نموني ۾ مرتب ڪيو ۽ ارسطو جي نامڪمل فلسفي ۾ جيڪو "خدا ۽ انسان جي وچ ۾ خلا" هيو ان کي سائنسي طريقن سان سمجهائيندي فلڪي دائري جي معلومات واري نظرئي سان کولي بيان ڪيائين. عربي فلاسافرن جو عظيم مقصد اهو هيو تہ دنيا کي وحدتِ ڪائنات جو هڪڙو اهڙو نظريو ڏين جيڪو نہ صرف ذهن جي پر مذهبي شعور جي بہ تسڪين ڪري سگهي. انهيءَ ڪريٰ انهن سائنس جي اخلاقي ۽ روحاني پهلوئن کي ان جي فلسفاڻي پهلو سان هم آهنگ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ٻن ذهانتن (عقلن) جو نظريو ان ڪوشش جو نتيجو هيو ـ هڪڙو برباد عقل (عقلِ مفعل) يا عام عقل (نفس مجرده) جيڪو مادي صورتن سان لاڳاپيل آهي ۽ انهيءَ ڪري

---

[1] ابوالقاسم ڪندرسڪي هڪڙو مشهور شاعر ۽ ارڙهين صدي ۾ فارس (ايران) جو ابن سينائي فلسفي هيو.

[2] ڏسو عيون المسائل (ديترسي Dieterici جو ڇاپو). جنهن ۾ اهو استخراجي دليل سان ثابت ڪري ٿو تہ تخليق(تڪوين) هڪڙي عقلِ ڪل هستي جو ڪم آهي ۽ هن ڪائنات ۾ ڪابہ شي اتفاقي(حادثاتي) يا بي مقصد ڪونہ آهي.

[3] فلسفي ۽ سائنس تي ان جا لکيل بہ عظيم ڪتاب "شفا" ۽ "نجات" اڃا تائين صحيح سالم موجود آهن.

تبديل ٿيندڙ ۽ فنا ٿندڙ آهي: ٻيو تيز عقل (عقل فعال) جيڪو تبديل نہ ٿيڻ جهڙين شين سان تعلق رکي ٿو انهيءَ ڪري خود بہ تبديل نہ ٿيندڙ آهي. قلب ۽ روح جي صبر واري رياضت سان انسان پاڻ اعليٰ عقل جو وصل حاصل ڪري سگهي ٿو پر گهربل رياضت نہ صرف ذهني پر گهڻي اخلاقي ۽ روحاني بہ هجي. ابن سينا انهن خيالن جي وڏي پيماني تي نمائندگي ڪئي. اهو پنهنجي وقت جي فلسفاڻن ولولن جو سچو ۽ گهڻو مخلص ترجمان هيو. "اخلاقي سنجيدگي جي معاملي ۾ ابن سينا جي تعليمات کان وڌيڪ اثرائتي لکت مشڪل سان ملي سگهندي" ان جي موضوعن جي ڳوڙهي منطق ئي ان جي تصنيفات جي امتيازي وصف آهي. ان جي ڪوشش جو مکيہ مقصد ان نظرئي کي ثابت ڪرڻ هيو تہ انساني روح ۽ سببِ اول مطلق جي وچ ۾ هڪڙو گهرو لاڳاپو آهي - اهڙو نظريو جيڪو مولانا جلال الدين رومي جي هر شعر ۾ ملي ٿو.

ابن سينا جي مختلف ڪتابن مان چونڊ ذريعي شهرستاني ان جي خيالن جو مختصر ليڪن جامع خاڪو پيش ڪري ٿو. سائنس، منطق ۽ ٻين واسطيدار موضوعن تي ابن سينا طرفان ڪيل ٽيڪاٽپڻي بيان ڪرڻ کان پوءِ شهرستاني ٻڌائي ٿو تہ هن ڏاهي پنهنجي مابعدالطبعياتي نظام کي ڏهن مقالن ۾ تفصيل سان پيش ڪيو آهي: پهرين پنجن مقالن ۾ اهو علم جي اصل ماخذ، تجربي، داخلي عمل، خروج جي عمل: مادي ۽ قوت: سبب (علت) ۽ اثر (معلول) جو تعلق: ابتدائي ۽ حادثاتي، ڪليات ۽ جزويات جي باري ۾ خيالن جو اظهار ڪري ٿو. ڇهين ۽ ستين مقالي ۾ اهو هي ثابت ڪري ٿو تہ ابتدائي سبب (سبب اول) - يعني اها هستي جنهن جو وجود ان جي ذات جي ڪري ضروري (واجب) آهي - اڪيلو ۽ مطلق آهي. اٺين ۽ نائين مقالي ۾ اهو ڪائنات جي وحدت جيڪا سڀ کان پهريائين خلقي وئي، يعني انساني روحن جو سببِ اول ۽ عقل فعال سان تعلق، جڏهن تہ آخري مقالي ۾ اهو مرڻ کان پوءِ واري زندگي يعني واپسي (معاد) جي نظرئي جي باري ۾ بحث ڪري ٿو. اهو انساني روح جي انفرادي دائميت جو اعلان ڪري ٿو ۽ واضح ڪري ٿو تہ اهو مادي جسم کان الڳ ٿيڻ کان پوءِ بہ پنهنجي انفراديت کي قائم رکي ٿو: پر مرڻ کان پوءِ واري حياتي ۾ جيڪي سُک ۽ تڪليف هوندا، اهي مڪمل طور روحاني هوندا ۽ ان جو دارومدار ان تي هوندو تہ انسان ڪمال حاصل ڪرڻ لاءِ دماغي، اخلاقي

۽ روحاني قوتن کي صحيح يا غلط استعمال ڪيو آهي. آخري موضوع ۾ اهو انهي ڳالهه تي بحث ڪري ٿو ته انسانذات کي رهنمائي لاءِ نبي سڳورن جي ضرورت هوندي آهي. نبي سڳورو انسانن کي الاهي قانون سمجهائيندو آهي. اهو اهڙن مثالن ۽ قصن جي مدد سان جيڪي عام ماڻهن کي سمجهه ۾ اچي سگهندا آهن ۽ جيڪي انهن جي دل کي لڳندا آهن. خدا جي اخلاقي احڪامن کي کولي بيان ڪندو آهي. نبي سڳورو ماڻهن کي ساڻ نفرت ۽ بداخلاقين کان روڪي ٿو. سماجي ۽ اخلاقي ترقي جو بنياد قائم ڪري ٿو ۽ ڌرتي تي خدا جو سچو پچو پيغامبر هوندو آهي.

ابوبڪر محمّد بن يحيٰ عرف ابن الصائغ. جيڪو عام طور تي ابن باجه جي نالي سان مشهور آهي ۽ جنهن کي يورپي شارحن بگاڙي ايون پاچي (Aven Pace) ڪري ڇڏيو آهي. اهو اسپين جي عربن منجهه نهايت وڏن ناليوارن فلاسافرن مان هڪ آهي. اهو نه صرف منفرد طبعيدان، رياضيدان ۽ ماهر فلڪيات هيو پر پهرين پائي جو موسيقار به هيو. اهو يارهين عيسوي صدي جي آخر ڌاري سرقط (ساراگوسا Saragossa) ۾ ڄائو ۽ تذڪرن مان معلوم ٿئي ٿو ته 1118ع ۾ اهو اشبيله (Siville) جو رهاڪو هيو. ان کان پوءِ اهو آفريڪا ڏانهن ويو جتي ان مرابطين (Almoravides) جي دربار ۾ اعليٰ مقام حاصل ڪيو. ان 1138ع ۾ فاس (فيض Fez) ۾ وفات ڪئي. ان جا ڪيترا ڪتاب اسان تائين اصل حالت ۾ پهتا آهن ۽ انهن مان اسان کي معلوم ٿو ٿئي ته انهن ڏينهن ۾ مسلمانن جي ذهانت جو دائرو ڪيترو وسيع هيو.

ابن طفيل (ابوبڪر محمّد بن عبدالملڪ بن طفيل القيسي) ٻارهين عيسوي صدي جي شروع ۾ وادي آش (Gaudix) ۾ ڄائو. جيڪو غرناطه جي علائقي ۾ اندلسيه (Andalusia) جو هڪڙو ننڍڙو شهر هيو. اهو طبيب، رياضيدان، فلسفي، ۽ شاعر جي حيثيت ۾ مشهور هيو ۽ الموحد (Almohade) خاندان جي سلطنت جي پهرين ٻن حڪمرانن جي دربار ۾ وڏو مان (عهدو) مليل هيس. 1163ع کان 1184ع تائين ان کي الموحد (Almohade) خاندان جي ٻئي بادشاهه ابويعقوب يوسف جي دور ۾ وزير ۽ طبعيدان جا عهدا مليل هيا. ابن طفيل 1185ع ۾ مراڪش ۾ فوت ٿيو. اهو عرب فلسفي جي غوروفڪر(استغراقي) ڪرڻ واري مڪتب سان واسطو رکندڙ هيو. جنهن کي اشراقيه سڏيندا هيا. اهو

فلسفو قديم افلاطونيت جي شاخ ۽ پنهنجن رجحانن ۾ جديد تصوف سان ملندڙ جلندڙ هيو. پر ان جو غور و فڪر وارو اهو فلسفو وجداني بنياد تي ڪونہ آهي پر اهڙي سوچ تي ٻڌل آهي جنهن ۾ وجد ۽ عقليت گڏيل آهن. "حي بن يقظان" نالي پنهنجي هڪڙي مشهور ڪتاب ۾ ان هڪڙي قصي جي صورت ۾ انساني عقل ۽ فهم جي درجي بدرجي ترقي کي بيان ڪيو آهي ۽ اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ هڪڙي انسان ۾ ٻين جي تعليم و تربيت کان سواءِ ادراڪ جي قوت ڪيئن پيدا ٿي ويندي آهي.[1]

ايويروز (Averrooes) يا ابن رشد، ابوالوليد محمد بن احمد، 520 ھ (1126ع) ۾ قرطبہ ۾ پيدا ٿيو جتي ان جي خاندان کي ڪيتري وقت کان وڏو مان مرتبو مليل هيو. المرابطين (Almoravides) جي عهد ۾ ان جو ڏاڏو سموري اندلس جو قاضي القضا هيو. ابن رشد اصولي فقه جو وڏو عالم هيو پر ان خصوصي طور پاڻ کي طب، رياضي ۽ فلسفي جي ڪم ۾ مصروف ڪري ڇڏيو. ابن طفيل ان جي ابويعقوب يوسف سان واقفيت ڪرائي ۽ ان حڪمران ان جو وڏو آدر ڀاءُ ڪيو. اسان کي معلوم آهي تہ اهو 1169ع کان 1170ع تائين اشبيلہ (Siville) ۾ ۽ 1182ع ۾ قرطبہ ۾ قاضي جي عهدي تي فائز هيو. جڏهن يعقوب المنصور الموحدن (Almohades) جي تخت تي وينو تہ ڪجهہ سالن تائين ابن رشد کي انهي حڪومت طرفان گهٽي قدر ۽ منزلت حاصل رهي، پر ان کان پوءِ جڏهن بربرن جي تعصب جو رُڪيل لاوو ڦاٽي پيو تہ فقيهن ۽ مُلن جو پهريون عتاب هن تي ڪڙڪيو ڇوتہ اهي ان جي فلسفاڻن ڪتابن ڪري هن کان ناراض هيا ۽ ان جي قابليت ۽ مان مرتبي ڪري ان سان ساڙ ڪندا هيا. عرب دنيا جيڪي فلاسافر پيدا ڪيا آهن انهن: مان ابن رشد بنا ڪنهن شڪ شبهي جي وڏو عالم ۽ فلاسافر هيو ۽ مُنڪ (Munk) چوي ٿو "ارسطو جي ڪارنامن تي مشهور تبصري نگارن مان هڪ هيو." ابن رشد اها دعوا ڪئي تہ انسان جي وڌ کان وڌ اها ڪوشش هجڻ گهرجي تہ اهو ڪماليت جي منزل تي پهچي يعني تہ ڪائنات جي عقلِ فعال ڪل جو وصال حاصل ڪرڻ. اها ڪماليت

---

[1] "حي بن يقظان" ڪتاب جوانگريزي ۾ ترجمو ٿيو جيڪو گهٽو اڳ 1686ع ۾ لنڊن ۾ ڇپيو.

صرف مطالعي ۽ سوچ ويچار ذريعي، ۽ اهڙين سمورين خواهشن کي ترڪ ڪرڻ سان حاصل ٿي سگهي ٿي، جيڪي ان جي روح جي خسيس قوتن، خاص طور تي حواسن مان پيدا ٿين ٿيون. باقي رڳو اجائي مجرد گوشہ نشيني ۽ بي مقصد ذڪر و فڪر ڪافي ڪونہ آهي. ان اها بہ دعوا ڪئي تہ مذهب ۽ فلاسافي طرفان هڪ ئي وقت اعلانيل دائمي حقائق کي انسانذات منجهہ پکيڙڻ لاءِ پيغمبري ارشادن کي سمجهڻ نهايت ضروري آهي، ڇوتہ دين خود علم ذريعي انهن جي تلاش جو حڪم ڏئي ٿو، ۽ دين سيني ماڻهن کي سمجهہ ۾ اچڻ واري انداز ۾ تعليم ڏئي ٿو. اڪيلي فلاسافي ئي انهي جي اهل آهي تہ تشريح ذريعي حقي مذهبي عقيدن کي کولي بيان ڪري، پر گهٽ علم وارا ماڻهو صرف انهن جي لفظي معنيٰ کي سمجهن ٿا. قضا و قدر واري سوال تي ان جو عقيدو اهو هيو تہ انسان نہ تہ پنهنجن عملن لاءِ مڪمل طور خودمختيار آهي ۽ نہ تہ حتمي ۽ اٽل حڪمن ذريعي مجبور آهي. ابن رشد چوي ٿو تہ حقيقت انهيءَ جي درميان آهي، فاطمي امامن "الامربين الامرين" جا لفظ استعمال ڪيا ۽ انهن طرفان ڪجهہ اهڙي ملندڙ جلندڙ وضاحت ڪئي وئي آهي. ان جي راءِ مطابق انسان جا عمل ڪنهن حدتائين انسان جي آزاد ارادي تي ۽ ڪنهن حدتائين انسان جي خارجي سببن تي دارومدار رکندا آهن. انسان کي اختيار آهي تہ هڪڙي خاص طريقي ۾ عمل ڪرڻ جي خواهش ڪري ۽ ان طريقي سان عمل ڪرڻ لاءِ آزاد آهي، پر خارجي سبب انسان جي ارادي کي حدن ۾ روڪين ۽ مقرر ڪن ٿا. اهي سبب فطرت جي عام قانونن منجهان نڪرن ٿا. اڪيلو خدائي انهن جي نتيجن کان باخبر آهي. انهن کي ئي ديني ٻولي ۾ قضا وقدر چيو ويندو آهي. ابن رشد جا سياسي نظريا هر پهلو کان انساني ڏاڍ ۽ ظلم جي خلاف هيا. اهو خلفاءِ راشدين (پهريان چار خليفا) جي دور واري عرب جمهوريت کي هڪڙي مثالي حڪومت سمجهي ٿو جنهن ۾ افلاطون جي خواب جي تعبير سمايل هئي. اهو چوي ٿوتہ معاويہ اموي مملڪت قائم ڪري انهي سوچ کي ڏاوان ڏول ڪري ڇڏيو ۽ مسلمان امت لاءِ مڙني تباهين جا دروازا کولي ڇڏيائين. ابن رشد عورتن کي هر پهلو کان مرد سان برابر(همسر) ٿي سمجهيو ۽ ان جي دعوا هئي تہ عورتون لڙائي ۾، فلسفي ۾، علم ۾، مطلب تہ هر معاملي ۾ مردن جو مقابلو ڪري سگهن ٿيون. ان جي ثبوت ۾ اهو عربستان، آفريڪا ۽ يونان جي جنگجو عورتن

جا مثال بيان ڪري ٿو ۽ پنهنجي راءِ جي تائيد ۾ اهو موسيقي ۾ عورتن جي فوقيت (اعليٰ ڪارڪردگي) جو حوالو ڏئي اهو نتيجو ڪڍي ٿو ته جيڪڏهن عورتن کي به مردن واري ساڳي حيثيت ۾ رکيو وڃي ۽ هڪجهڙي تعليم ۽ تربيت حاصل هجي، جيڪا مردن کي حاصل آهي ته اهي علم ۽ هنر ۾ پنهنجن مڙسن ۽ پائرن سان قابليت ۾ برابر هجن، ۽ اهو انهن جي محدود دائري اندر گذرندڙ زندگي کي انهن جي پسماندگي جو سبب سمجهي ٿو.

ابن رشد جي تصنيفن ۾ عربي فلسفو پنهنجي معراج تي پهتو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ۽ ابن رشد جي وچ ۾ ڇهن صدين جو عرصو گذريو هيو. انهن صدين دوران عرب ذهانت هر ڏس ۾ ترقي ڪئي هئي. ابن رشد ۽ ابن سينا جهڙن ماڻهن صدين جي گڏ ٿيل علمي خزاني ۽ ڏاهپ کي پنهنجي جهولي ۾ پري انهن مڙني مکيه سوالن تي غور و فڪر ڪيو جيڪي جديد دور ۾ انساني توجه جو مرڪز آهن، ۽ منطقي دليل سان پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيائون جيڪي موجوده زماني جي گهڻو ترقي يافته سائنسدانن جي خيالن کان ڪو ٿورو مختلف آهن. اهي سيئي مفڪر پاڻ کي مسلمان سڏائيندا هيا ۽ ان زماني جا اعليٰ ذهنن وارا ماڻهو به انهن کي مسلمان تسليم ڪندا هيا. ابن سينا جي مشهوري کان ساڙ ڪائيندڙ يا حاسد دشمنن ان خلاف جيڪي ڪُفر جون فتوائون ڏنيون، ابن سينا نفرت ۽ ڪاوڙ سان انهن جي ترديد ڪئي، تنهن ڪري "سنائي" جيڪو اسلام جي نهايت وڏن عارفاڻن شاعرن مان هڪ هيو ۽ جنهن جي مذهبي سچائي توڙي جو ان جي ذاتي دشمنن منجهه ته مشڪوڪ هئي پر هين جي نگاهه ۾ تڪراري ڪونه هئي، ابن سينا لاءِ هڪڙي لازوال قصيدي ۾ پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪيو آهي:

نخواہم لاجرم نعمت نہ در دنیا نہ در جنت،
ہمے گویم بہر ساعت چہ درسرا چہ درصرا،
کہ یارب مر سنائ را صنائ دہ تو در حکمت،
تواں کزوی برشک آید روان بو علی سینا۔

(مان هن دنيا ۾ يا آخرت ۾ ڪنهن به انعام جي تمنا ڪونه ٿو ڪريان، مان هر گهڙي اها دعا ڪندو آهيان ته چاهي اها خوشحالي ۾ هجي يا مصيبت ۾، اي منهنجا مالڪ سنائي کي علم و حڪمت ۾ ڪاميابي عطا ڪر،

اهڙي عنايت ڪر جو ابن سينا جو روح بہ ريس ڪرڻ لڳي.)

ابن رشد مذهب جي فلسفي سان هم آهنگي جي باري ۾ لکيو: ۽ ان جو هڪڙو دلوارو دوست، عبدالڪبير، جيڪو انتهائي وڏو مذهبي ماڻهو هيو، چوي ٿو تہ ابن رشد جي دل ۾ مذهب ۽ فلسفي کي هڪٻئي سان هم آهنگ ثابت ڪرڻ جي زبردست خواهش هئي.[1] الانصاري ۽ عبدالوليد، ابن رشد جي باري ۾ پڌائين ٿا تہ اهو اسلام جو شيدائي هيو. ۽ ان جو هڪڙو جديد ترين سوانح نگار چوي ٿو "اسان کي ڪابہ شئي اهو مڃڻ کان نٿي روڪي تہ ابن رشد هڪڙو خلوص دل سان اسلام جو مڃيندڙ هيو. خاص طور تي اسان جڏهن سوچيون ٿا تہ هن مذهب جي بنيادي عقيدن ۾ جيڪو مافوق العادت عنصر آهي، ان ۾ ڪابہ ڳالهہ عقل جي خلاف ڪونہ آهي ۽ هي مذهب خالص ترين خداپرستي (Deism) جي ڪيترو ويجهڙو آهي.[2]

ڏهين عيسوي صدي جو آخري حصو عقليت ۽ سائنس لاءِ نحوست سان پريل زمانو هيو. ابن سينا جو ستارو افق تي اجا ڪونہ ابريو هيو. پر الڪندي ۽ فارابي جهڙا اوستاد عربن جي علمي آسمان (افق) تي ظاهر ٿي چڪا هيا ۽ ان تي هڪڙي جتادار آب وتاب چڏڻ کان پوءِ دنيا مان رخصت ٿي ويا هيا. اسلامي دنيا جو جيڪو بہ خطو عباسين جي دنياوي ۽ ديني اقتدار جي پاڇي هيٺ هيو ان ۾ قدامت پرستي جو غلبو هيو. جن فلاسفرن ۽ عقليت پسند عالمن دنيا جي تاريخ ۾ مسلمانن جو نالو روشن ڪيو هيو. ارباب فقه انهن تي گمراهي جي تهمت هڻي ڪفر جون فتوائون جاري ڪيون هيون: بي حسي، تنگ نظري ۽ ظالماڻي روايت پرستي ديني عالمن جي ذهن تي مسلط هئي: هڪڙي رياڪاري واري عيش پرستي اميرن تي ۽ جاهلاڻي تعصب غريبن تي قبضو ڄمائي ڇڏيو هيو. اونداهي روز بروز وڌندي پئي وئي ۽ اسلام جا قدم

---

[1] اهو پنهنجي ڪتاب "فصل المقال" ۾ (1859ع ۾ ميونخ Munich ۾ ڇپيل ملر (Muller) وارو ڇاپو)، جيڪو ڇپيو وڃي ٿو تہ ان اهو 575 هجري ۾ الموحد حڪمران يوسف بن تاشقين جي فرمائش تي لکيو اهو انهي هم آهنگي کي ثابت ڪري ٿو.

[2] ڏسو رينن (Renan) جو ڪتاب "ايويروز ايٽ ايويروازم" ( Averroes et Averroism).

لڙڪڙائيندا انهي ڪڏ ڏانهن وڌندا پئي ويا جنهن ۾ ڪليسائيت عيسائي مذهب کي ڪيرائي ڇڏيو هيو. اهو حق جي سيني چاهيندڙن لاءِ افسوس ۽ ذهني تڪليف جو دور هيو جڏهن مفڪرن جي هڪڙي ننڍڙي جماعت مسلمانن منجهه علم جي روشني کي زنده رکڻ لاءِ، ماڻهن منجهه هڪڙي صحتمند فضا پيدا ڪرڻ لاءِ، جهالت ۽ تعصب ڏانهن مسلمانن جي وڌندڙ قدمن کي روڪڻ لاءِ، مطلب تہ سماجي ڍانچي کي اٽڙ تباهي کان بچائڻ لاءِ هڪڙي انجمن قائم ڪئي. انهن انجمن جو نالو "اخوان الصفا" يعني پاڪائي جي انجمن، رکيو. اخوان الصفا جي انجمن بصري ۾ قائم ٿي جيڪو تيزي سان متجندڙ خلافت واري مملڪت ۾ ٻئي نمبر تي وڏو شهر هيو ۽ عقلي ۽ فڪري سرگرمين جو مرڪز هيو. انهي انجمن ۾ ٻئي ڪنهن کي بہ نہ پر صرف بي داغ سيرت ۽ سٺن اخلاقن وارن ماڻهن کي قبول ڪيو ويندو ۽ شامل ڪيو ويندو هيو. انهي چونڊ حلقي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ جنهن ڳالهه جو شرط هيو اُها اِها هئي تہ ماڻهو پاڻ کي انسانيت جي ڀلائي ۽ علم جي مقصد لاءِ ارپي ڇڏي. توڙي جو انهن جي وقتي حالت جي ضرورتن ڪري، ۽ هڪڙي سخت ديني ۽ سياسي آمريت جي دور ۾ ڪم ڪندي انهن جون سرگرميون ڪنهن حدتائين مام جي پردي ۾ ڍڪيل هيون، پر انهن جي جذبي ۾ ڪنهن بہ قسم جي علحدگي پسندي يا رمزيت ڪونہ هئي. اهي خاموشي سان ۽ بنا ڪنهن دخل اندازي ٿيڻ جي انجمن جي اڳواڻ زيد بن رفاعہ جي گهر ۾ گڏ ٿيندا هيا ۽ فلسفاڻن ۽ اخلاقي موضوعن تي اهڙي بي تڪلفي ۽ وسيع النظري سان بحث ماحثو ڪندا هيا جو جديد زمانن ۾ بہ ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي. انهن خلافت جي هر شهر ۾ مطلب تہ جتي بہ انهن کي پنهنجي سائنسي طريقي مطابق ڪم ڪرڻ لاءِ اهل ۽ خواهشمند ماڻهن جي مفڪر جماعت ملي، اتي شاخون قائم ڪيون. انهي انسان دوست ۽ علم نواز تحريڪ کي هلائڻ لاءِ زيد بن رفاعہ کان علاوه پنج ٻيا ماڻهو هيا جيڪي زيد سان گڏ انجمن جا روح روان هيا. انهن جو طريقو دنيا جو بهترين ۽ صحي معنيٰ ۾ چونڊيل طريقو هيو. انهن غور و فڪر جي ڪنهن بہ ميدان کي رد ڪونہ ڪيو. بلڪ انهن "هر گلشن منجهان گل چونڊيا." توڙي جو انهن جي فلسفاڻن نظرين تي تَصوُف جو هلڪو رنگ چڙهيل هيو تڏهن بہ سماجي ۽ سياسي مسئلن تي انهن جا خيال انتهائي ڪارائتا ۽ گهڻو انسان نواز هيا. پنهنجي

محنت جي نتيجي ۾ انهن دنيا کي مختلف رسالن جي صورت ۾ ان زماني جي معلومات جو عام خلاصو پيش ڪيو جن کي مجموعي طور تي "رسائل اخوان الصفا و خلان الوفا" جو نالو ڏنو ويو هيو. مختصر طور تي انهن کي "رسالہ اخوان الصفا"[1] سڏيو ويندو هيو. اهي رسالہ انساني تعليم جي هر موضوع تي پکڙيل آهن ـ علم فلڪيات سوڌو رياضي، طبعي جاگرافي، موسيقي ۽ مشينري اوزار، طب ۽ ڪيميا، موسميات ۽ ارضيات، حياتيات، علم بدن (علم الابدان) حيوانات، نباتات، منطق، گرامر (صرف و نحو)، مابعد الطبعيات جو علم، اخلاقيات، آخرت واري حياتي جو عقيدو. در اصل اهي رسالہ ان زماني جي فلسفي ۽ مڙني علمن جي هڪڙي انسائڪلوپيڊيا ٿاهين ٿا. حيواني جسمن جي نشو و نما جي باري ۾ ڏهين عيسوي صدي جي انهن ارتقا پسندن (ارتقائيين Evolutionists) جو نظريو موجوده زماني ۾ ڪاميابي ماڻيل نظرئي سان پيٽ ۾ ڪنهن بہ طرح گهٽ ڪونہ آهي. پر مون کي انهن جي لکڻين (لکتن) جي سائنسي ۽ عقلي پهلوئن سان ايترو سروڪار ڪونہ آهي جيترو انهن جي اخلاقي ۽ عملي قدرن جي پهلوئن سان. اخوان الصفا جا اخلاقي ڪردار پاڻ سڃاڻڻ (مطالعہ نفس) ۽ انساني سوچ جي مڙني بچڙاين کان تزڪئي يا تصفيہ حاصل ڪرڻ جي بنياد تي ٻڌل آهن. انهن اخلاقي صلاحيتن کي دانائي وارين عطائن کان بہ مٿانهون درجو ڏنو اهي پاڻ تي ضابطي رکڻ وارو صبر ۽ ضبط نفس واري رياضت مٿان ٻڌل روحاني سگهہ کي پاڪدامني جي انتها سمجهن ٿا. "عمل جي بغير عقيدو ۽ ڪم ۾ آڻڻ کان سواءِ ڄاڻ اجايون ڳالهيون آهن". صبر ۽ بردباري، نرمي ۽ شفقت، عدل، رحم ۽ صداقت، اخلاق جي بلندي، ٻين لاءِ پاڻ قربان ڪرڻ، اهي فضيلتون آهن جن جي هر طريقي سان تعليم ڏني وئي. هر سبق ۾ منافقت، رياڪاري ۽ ٺڳي، ساڙ ۽ تڪبر، ظلم وستم ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ جي مذمت ڪئي وئي آهي، ۽ هر پهلو کان جذبات جي پاڪيزگي، انسانذات سان بي لوث محبت، انسان جي ترقي ۾ پختو ايمان، عالمگير خيرخواهي جنهن بي زبان مخلوق کي بہ پنهنجي دائري اندر رکيو آهي، اهڙيون وصفون آهن جيڪي سيني رسالن ۾ شروع کان

---

[1] انهي رسالي کي حاجي نورالدين چئن جلدن ۾ 1305 هجري ۾ بمبئي(ممبئي) مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

آخر تائين موجود آهن. انسانن ۽ حيوانن جي وچ ۾ جيڪو مناظرو آهي ان جي مقابلي ۾ ڪهڙي ڳالهه وڌيڪ حقي رحمدلي واري يا وڌيڪ خوبصورت ٿي سگهي ٿي؟ انهن جا اخلاقي اقدار بعد وارين سمورين اخلاقي تحريرن جا بنياد ٿاهين ٿا.[1] انهن جا مذهبي خيال ساڳيا هيا جيڪي فارابي ۽ ابن سينا جا هيا ـ يعني هي ڪائنات باري تعاليٰ جي ذات منجهان ظهور ۾ آئي آهي پر سڌو سنئون نه. سببِ مطلق اول پهريائين عقل ڪي يا عملي ڏاهپ ڪي پيدا ڪيو ۽ ان منجهان نفس نفوس پيدا ٿيو. جنهن منجهان بنيادي مادو وجود ۾ آيو جيڪو سڀني مادي وجودن جو حياتياتي مادو آهي. عملي ذهانت ان بنيادي مادي کي ڊول ڏنو ۽ ان کي صورت ۽ گهاڙ ۾ تبديل ٿيڻ جي لائق بناياائين ۽ ان ۾ حرڪت ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ڪيائين. جنهن مان سياره ۽ فلڪ ظهور ۾ آيا. اخون الصفا جو اخلاقي فلسفو انهي نظرئي تي ٻڌل آهي ته سببِ مطلق اول پنهنجي انتهائي ننڍڙي (اسفل ترين) مخلوق سان به اڻ ٽُٽ سلسلي جي ذريعي ڳنڍيل آهي. ڇوته انساني بوتي ۾ انفراديت پاتل نفس نفوس سدائين پاڪيزه زندگي، ضبط نفس، ۽ ذهني سرگرمي جي ذريعي ڪماليت جي منزل حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪندو رهندو آهي ـ انهي مکيه مرڪز ڏانهن موٽڻ لاءِ جتان اهو نڪري آيو هيو. اهوئي اهو"معاد" آهي. اهوئي اهو "موٽڻ" آهي جنهن جي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم تعليم ڏني. اهوئي اهو سڪون ۽ قرار آهي جنهن جو آسماني صحيفي ۾ واعدو ڏنل آهي. اهوئي مقصد هيو جنهن جي اخوان الصفا تعليم ڏني. انهن جي نفسيات جي باري ۾ اسان چاهه سوچيون پر انهيءَ کان انڪار نٿو ڪري سگهجي ته انهن جو اخلاق پاڪ صاف هيو. انهن جيڪا اخلاقي تعليم ڏني ان کان وڌيڪ سٺي تعليم ٻئي ڪنهن به ڪونه ڏني. جيترو به تصور ڪري سگهجي انهن جا اخلاقي اقدار گهڻو اوچا هيا. ۽ انهن جي تعليم انهن عالمن جي ذهنيت کان مختلف سطح تي بيٺل هئي جن عالمن بغداد ۾ انتها پسند ۽ وڳوڙين کي ترغيب ڏني ته انهن جي علمي خزاني کي ساڙي ڇڏين. نتيجي ۾ ڪجهه عرصي کان پوءِ خود بغداد منگولن جي هتاران باهه جي حوالي ٿي ويو.

---

[1] مثال طور: ناصرالدين طوسي جو ڪتاب "اخلاق ناصري". ۽ حسين واعظ ڪاشفي جا ڪتاب "اخلاق جلالي" ۽ "اخلاق محسني."

ارسطو جو فلسفو جيڪو "مشاهدي ۽ تجربي" جي بنياد تي ٻڌل هيو. اهو عربن جي قطعيت پسند طبيعت سان گهڻو ملندڙ جلندڙ هيو. انهي ڪري ارسطو جي منطق ۽ مابعدالطبعياتي نظرئي فطري طور عرب سائنسدانن ۽ عالمن جي خيالن تي گهڻو اثر ڪيو. جديد افلاطونيت (Neo Platonoc) وارو فلسفو جيڪو ڪشف ۽ ڪنهن حدتائين ابهام ۽ صوفياڻي غور و فڪر جي بنياد تي ٻڌل هيو ان عربن منجهه ايستائين پاڙ پختي ڪونہ ڪئي جيستائين شهاب الدين سهروردي جي لکڻين ذريعي ان مشهوري ڪونہ ماڻي. لهٰذا ارسطو جيڪو سببِ اول جو تصور پيش ڪيو هيو اهو ان زماني جي فلسفاڻين ۽ مابعدالطبعياتي لکڻين ۾ ڇانيل آهي. اهو ارسطو جي اثر جوئي نتيجو هيو جو عرب مفڪرن جو هڪڙو گروهہ مادي جي دائميت جي عقيدي ڏانهن مائل هيو. انهن ماڻهن تي دهريا هجڻ جو الزام لڳو (جيڪو دهر لفظ مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ فطرت آهي) ڪريمر (Kremer) چوي ٿو "انهن فلسفين جو بنيادي خيال اهوئي ساڳيو هيو جيڪو طبعي سائنس جي ترقي ڪري جديد زماني ۾ مقبول ٿي ويو آهي." پر جيئن انهن جا دشمن انهن کي سڏين ٿا، اهي خدا جا انڪاري (Atheist) ڪونہ هيا. دهريت (خدا کان انڪار) ظاهري ۽ مادي دنيا کان ٻاهر ۽ ڪنهن مٿانهين طاقت يا علت جي وجود کان انڪار ڪرڻ آهي. انهن فلسفين اهڙي ڪنهن بہ ڳالهہ جي دعوا ڪونہ ٿي ڪئي. انهن جي صرف اها دعوا هئي تہ سبب الاسباب جي ڪنهن بہ صفت جي باري ۾ بيان ڪرڻ يا انهي ڳالهہ جي وضاحت ڪرڻ تہ ڪائنات تي اهو (الله) ڪهڙي طريقي سان ضابطو رکي ٿو، بلڪل ناممڪن آهي. دراصل اهي تعليل يا ماوراعيت (Agnosticism) جي نظرئي جا پرچارڪ هيا.

انهن ڳالهين مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اسلام ۾ اهڙي ڪا بہ ڳالهہ شامل ڪونہ آهي جيڪا ترقي يا انسانذات جي واڌاري سڌاري جي منافي هجي. پوءِ اهو ڪيئن ٿيو جو ٻارهين عيسوي صدي کان پوءِ مسلمانن منجهان گهڻي قدر فلسفو ختم ٿي ويو ۽ عقليت جي مخالف قدامت پرستي ماڻهن جي اڪثريت مٿان غلبو حاصل ڪري ورتو. پوءِ اهو ڪيئن ٿيو جو قضا و قدر جو مسئلو جيڪو قرآني تعليمات جو صرف هڪڙو پهلو آهي، اهو مسلمانن جي اڪثريت جو بنيادي عقيدو ٿي ويو آهي؟ باقي جيڪو

انهن منجهه فلسفي جي ختم ٿي وڃڻ جو معاملو آهي تہ مان اهو ڏيڪارڻ لاءِ تہ عقليت پسندي ۽ آزاد سوچ مسلمانن مان ختم ڪونہ ٿي ويون آهن. ايران جي صفوي حڪمرانن جي دور ۾ ابن سينا جي نظرئي جي وري جيئري ٿيڻ ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ چاهيندس. پر مون جيڪي سوال اٿاريا آهن انهن جو اطلاق مسلمانن جي عام جماعت تي ٿئي ٿو ۽ مان انهن سببن جي وضاحت پيش ڪرڻ ٿو گهران جيڪي انهيءَ صورتحال ڏانهن وٺي ويا.

متوڪل عباسي طرفان تخت تي ويهڻ کان اڳ اسلام جو اهو ساڳيو حال هيو جيڪو سترهين ۽ ارڙهين صدين ۾ عيسائيت جو ٿيو. اسلام ان وقت ٻن فرقن ۾ ورهائجي ويو هيو هڪڙو نقل جو ۽ ٻيو عقل جو. پهرين فرقي وارا ان ڳالهہ جا قائل هيا تہ فطرت سان گڏوگڏ مافوق الفطرت معاملن ۾ انسان کي گهرجي تہ اڳ ٿيل مثالن مان، پاڪائي ۽ سادگي ذريعي رهنمائي حاصل ڪري، جڏهن تہ ٻئي فرقي جو عقيدو هيو تہ اڳ ٿيل مثال ذريعي جيترو قابل عمل هجي تہ ان مان هدايت حاصل ڪجي ورنہ انسان کي ذاتي راءِ تي ڀاڙڻ گهرجي. انهن ٻنهي فرقن جي وچ ۾ اختلاف ايترا سخت هيا جو موافقت پيدا ڪرڻ ممڪن ڪونہ هيو. پهريون فرقو گهڻو ڪري فقيهن تي مشتمل هيو يعني انهن ماڻهن جو طبقو جنهن کي هر زماني ۾ ۽ هر ملڪ ۾ بجا طور تي ڪُند ذهن، پنهنجي راءِ وارو ۽ هڪڙي جماعت طور پنهنجن مفادن لاءِ انتهائي ساڙيلو سمجهيو ويو آهي. جاهل ماڻهو انهن جا پوئلڳ هيا. "بشپ جوئي مذهب هٿ واٽئي جو مذهب هوندو آهي. پر انهي هٿ واٽئي جو فلسفو ڪنهن بہ نموني ۾ پروفيسر جو فلسفو ڪونہ هوندو آهي. اهوئي سبب آهي جو بشپ جي تہ عزت ڪئي ويندي آهي، جڏهن تہ پروفيسر کي سنگسار ڪيو ويندو آهي. ڏاهپ (عقل) اها شئي آهي جنهن جي لاءِ انسان پنهنجي خصوصي ملڪيت هجڻ جي دعوا ڪندو آهي؛ اها اڪيلي شئي آهي جيڪا امتياز جون حدون مقرر ڪري ٿي؛ تنهن ڪري عوام الناس حسب و نسب يا دولت جي بزرگي کي تہ تسليم ڪندا آهن پر ڏاهپ جي بزرگي کي مڃڻ لاءِ تيار ڪونہ هوندا آهن."[1]

---

[1] ڏسو ليويس (Lewes) جو ڪتاب "هسٽري آف فلاسافي" جلد ٻيو (History of Philosophy, Vol_ii)، صفحو 50.

جيئن مان اڳ ۾ هڪڙي باب ۾ ذڪر ڪري چڪو آهيان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جيڪي شرعي حڪم يا شرعي فيصلا صادر ڪيا، اهي هڪڙي گهٽ مُهذب ۽ قديم روايتن واري معاشري جي ضرورت مطابق هيا. سندن رحلت فرمائڻ کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام انهي نئين دين جي حقيقتن جي توضيح ۽ تشريح ڪندڙ هيو. قرآن شريف ۾ اهڙا شرعي احڪام نهايت ٿورا هيا ۽ جيڪي هيا انهن جي تعميل ڪنهن حالت يا وقت جي مطابق ٿي پئي سگهي، ۽ ٻين خلفاء راشدين جي خلافت دوران اهي مسئلا خاص طور تي حضرت علي عليہ السلام يا سندن شاگرد عبدالله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنهما طرفان تشريح ڪري سمجهايا ويندا هيا.

انهن ٻنهي حضرات جي وفات کان پوءِ، جن ماڻهن سندن درسن ۾ شرڪت ڪئي هئي ۽ انهن جا خطبا ٻڌايا هيا، انهن پنهنجا فقهي مدرسا کوليا. ائين فقيهن يا شرعي قانون جي ماهرن ۾ اضافو ٿيندو ويو. اهي ديني ۽ شرعي مسئلن تي بحث ڪندا هيا، تاويلن، يعني مذهبي رسمن ۽ ان سان گڏوگڏ زندگي جي عام وهنوار تي ماڻهن جي ٽيڪاٽپڻي، تي راءِ جو اظهار ڪندا هيا ۽ انهن تي روشني وجهندا هيا. آهستي آهستي اهي ماڻهن جي ضمير جا محافظ ۽ امين ٿي ويا. قدرتي طور هر مسلمان جي شديد خواهش هئي تہ اهو انهي ڳالھ جي معلومات رکي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪنهن خاص معاملي ۾ ڪهڙو عمل اختيار ڪيو هيو. نتيجو اهو ٿيو جو حديثن جا انبار لڳي ويا. گهرج جي مطابق حديثون بہ انهي تناسب ۾ پيش ٿيڻ لڳيون. پر مدني درسگاھ کان سواءِ ڪٿي بہ مقرر قاعدو ڪونہ هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خانوادي جا پيريان جانشين هڪڙي مقرر ٿيل اصول تي ڪاربند هوندا هيا. جيڪڏهن انهن وٽ پنهنجن ابن ڏاڏن جي ذريعي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي يا حضرت علي عليہ السلام جي زماني جو ڪو مستند مثال موجود هوندو هيو، جيڪو معاملي جي نوعيت سان واسطو رکندڙ هوندو هيو تہ اهي انهي مطابق فيصلو ڪندا هيا، جيڪڏهن ڪو مثال موجود ڪونہ هوندو هيو تہ اهي پنهنجي عقل مطابق راءِ قائم ڪندا هيا. شرعي قانون انهن وٽ استدلالي ۽ تجرباتي هيو، انهيءَ ڪري اهي هر صورتحال جي تقاضائن

۽ گهرجن مطابق فيصلو ڪندا هيا. پهرين اموي حڪمرانن جي دور ۾ ڪوبہ مقرر ٿيل قاعدو ڪونہ هيو. حڪمران پنهنجي مرضي مطابق فيصلو ڪندا هيا ۽ تلوار جي زور تي مڃرائيندا هيا. ايماني معاملن کي فقيهن تي ڇڏي ڏيندا هيا. بهرحال بعد وارن اموي حڪمرانن جي دور ۾ فقيهن کي وڏي اختياري ملي وئي، خاص طور تي ابوجهہ ماڻهن منجھ پنهنجي اثر رسوخ ڪري وڏي اهميت حاصل ڪري ويا. جڏهن عباسي اقتداري طاقت تي ايريا تہ حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام جي درسگاهہ ۾ بہ اهڙا ماڻهو علم پرائي رهيا هيا جيڪي بعد ۾ سُني لڏي جا مجتهد ٿي ويا ـ جن مان هڪ ابوحنيفہ هيو ۽ ٻيو مالڪ بن انس. امام ابوحنيفہ عراق جو رهاڪو هيو جڏهن تہ امام مالڪ مديني جو. ٻئي نهايت متقي پرهيزگار ۽ طبيعت ۾ سياڄهڙا هيا. ۽ نئين دين جي بنيادن کي وسيع ڪرڻ لاءِ فڪرمند هوندا هيا. اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اهلبيت جا شيدائي هيا ۽ انهيءَ ڪري تڪليفون بہ سٺائون. امام ابوحنيفہ ڪوفي ڏانهن موٽي اچڻ کان پوءِ هڪڙو مدرسو کوليو جيڪو اڄوڪي حنفي مسلڪ جو بڻ بنياد ثابت ٿيو. ان ڪيترين حديثن کي اهو چئي رد ڪيو تہ اهي ڪوڙيون آهن، ۽ صرف قرآن شريف تي ڀروسو ڪيائين.[1] "تمثيلي نتيجن" سان قرآن شريف جي سولن ۽ سادن احڪامن کي هرطرح جي حالت تي لاڳو ٿيڻ جي قابل بنائڻ لاءِ ڪوشش ڪيائين. امام ابوحنيفہ دنيا گهميل نہ هجڻ ڪري ماڻهن جي نمونن کان واقف ڪونہ هيو. اهو مديني ۽ بغداد جي شهرن کان سواءِ ڪٿي بہ ڪونہ ويو هيو. اهو پنهنجي قياس تي ڀاڙڻ وارو فقيہ هيو ۽ ان جي ٻن شاگردن، امام ابويوسف جيڪو هارون رشيد جي دور ۾ بغداد جو وڏو قاضي ٿيو ۽ ٻيو محمد الشيباني، ابوحنيفہ جي نظرين کي باضابطہ بنيادن تي مقرر ڪيو. امام مالڪ جدا طريقي کي اختيار

---

[1] ابن خليڪان. {نوٽ: انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ حنفين وٽ حديثن کي قبول ڪرڻ ۽ رد ڪرڻ جي سلسلي ۾ پنهنجائي اصول ۽ ماڻ آهن، پر انهيءَ جي اها معنيٰ ڪونہ آهي تہ فقہ حنفي جي اساس صرف قرآن شريف آهي. امام ابو حنيفہ رحمت الله تعاليٰ عليہ فقہ حنفي جي عمارت کي ٽن چئن بنيادن تي مقرر ڪيو آهي. قرآن شريف، سنت مشهور ۽ قياس (ذاتي راءِ) اردو مترجم}

ڪيو ان پنهنجي مسلڪ مان هرطرح جي قياس آرائين ۽ استخراج کي خارج ڪري ڇڏيو. ان پاڻ کي مديني ۾ جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي يادن سان پريو پيو هيو. پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حياتي مبارڪ جي هر سچي يا قياس آرائي تي ٻڌل واقعي کي گڏ ڪري ڇنڊڇاڻ ڪرڻ تي لڳائي ڇڏيو ۽ انهن تي پنهنجي نظرئي جو بنياد رکيائين. ان جو مسلڪ "پتڪيلن لاءِ سڌو رستو"[1] هيو. سادڙن عربن ۽ آفريڪا جي قبيلن لاءِ امام مالڪ جا بيان ڪيل احڪام جيڪي انهن جي معاشري جي قديم رجحانن سان ٺهڪندڙ هيا. فاطمي امامن جي عقليت پسندي وارن خيالن يا ابوحنيفہ جي قياس آرائين تي مبني نظرين جي مقابلي ۾ وڌيڪ قابل قبول هيا. امام مالڪ کان پوءِ جلدئي هڪڙي مضبوط ۽ سگهاري ذهن وارو امام شافعي ميدان ۾ آيو جيڪو امام ابوحنيفہ ۽ امام مالڪ جي مقابلي ۾ دنياوي معاملن کان گهڻو وڌيڪ واقفيت رکندڙ ۽ ابويوسف ۽ محمد الشيباني جي مقابلي ۾ گهڻ منطقي هيو. ان حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام، ابوحنيفہ ۽ امام مالڪ طرفان مهيا ڪيل موادن منجهان هڪڙو چوٿون مسلڪ ٺاهيو جنهن خاص طور تي وچولي طبقي منجهه گهڻي مقبوليت ماڻي. روزبروز وڌندڙ ۽ رل مل آبادي جي بدلجندڙ ضرورتن لاءِ اهو مسلڪ اصل حنفي مسلڪ جي مقابلي ۾ گهڻ موافقت رکندڙ هجڻ جي باوجود ان ۾ اصلاح جو ايترو مادو شامل هيو جو جيڪڏهن ايندڙ زمانن ۾ ان کي سخت روايت پرستي جي ذريعي ڪچليو نہ وڃي ها تہ اهو اهم ڀلائي لاءِ نفعي بخش ثابت ٿي وڃي ها.[2] بهرحال، ائين شريعت ۽ عقيدي جا چار مختلف مذهب، جيڪي ٿورو گهڻو هڪٻئي کان مختلف هيا، اسلامي دنيا ۾ رائج ٿي ويا. فاطمي مذهب خاص طور تي شيعن منجهہ رائج هيو جيڪي اسلامي سلطنت جي سموري علائقي ۾ ڇڙوڇڙ ٿيل هيا. مالڪي مذهب جزيري جي عربن جي گهڻي تعداد، بربرن، ۽ ڪيترن اسپيني مسلمانن منجهہ مقبول

---

[1] فقہ تي لکيل ان جي ڪتاب "موطا" جي اهائي معنيٰ آهي.

[2] انڊيا جي لکيل پڙهيل حنفين ۾ شافعي مذهب تيزي سان پکڙجي رهيو آهي.

هيو. شافعي مذهب سُڪِيَن ستابن طبقن منجهه عام هيو. ۽ حنفي مذهب مصر. شام ۽ ميسوپوٽاما ۾ سماج جي وڏيڪ معزز طبقن منجهه رائج هيو. حنفي مذهب کي ان وقت جي خليفن جي زماني ۾ اها ساڳي حيثيت حاصل هئي جيڪا فريسيت (Pharisaism)کي يهودين ۾ حاصل هئي. دربار جي سرپرستي حاصل هجڻ ڪري اهو اڪيلو مذهب هيو جنهن ۾ ايتري وسعت هئي تہ گڏيل آبادي جي ضرورتن کي پورو ڪري سگهي. فاطمي مسلڪ کي قبول ڪرڻ ۾ اهو خدشو هيو تہ آلِ رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي گهڻي بالادستي واري حيثيت حاصل ٿي وڃي ها، جڏهن تہ هڪڙي روشن خيال رياست جي انتظاميہ لاءِ مالڪي ۽ شافعي مذهب موزون ڪونہ هيا ۽ انهن کي اختيار ڪرڻ سان حڪومت جا مفاد خطري ۾ پئجي وڃن ها. تنهن ڪري اهو ٿيو جو مدرسن ۽ تعليم گاهن ۾ تہ عقليت پسندن جي حڪمراني هئي پر عدالتن ۽ ممبرن تي وري حنفيت جو قبضو رهيو. حنفيت پنهنجي ديني علمي مسئلن ۾ صفاتيہ ڏانهن لاڙو رکندڙ هئي، پر اهي حڪرانن جي خيالن مطابق پنهنجن راين کي تبديل ڪندا رهندا هيا. انهيءَ زماني ۾ حنفيت پنهنجي لچڪدار رجحان ڪري مشهور هئي. حالات جي انهيءَ موڙ واري زماني ۾ احمد بن حنبل ظاهر ٿيو جيڪو عام طور تي امام حنبل جي نالي سان مشهور آهي. اهو وڏي درجي وارو ڪٽر مذهبي ماڻهو هيو ۽ جيڪي ان سان اختلاف رکندا هيا انهن کان دائمي پاسو ڪندو هيو ان کي نہ حنفيت جي فريسيانہ آزاد پسندي پسند آئي، نہ مالڪين جي تنگ نظري ۽ نہ شافعين جي ساڙيلي روش. ان سڄي اسلامي سلطنت لاءِ حديثن جي بنياد تي بِنّل هڪڙو نئون مسلڪ ايجاد ڪيو. امام ابوحنيفہ گردش ڪندڙ حديثن جي گهڻائي کي رد ڪري ڇڏيو هيو. جڏهن تہ ابن حنبل پنهنجي مسلڪ ۾ ناموافق، غير منطقي، ۽ متيون منجهائيندڙ ڳالهين جو انبار شامل ڪيو جن جي گهڻائي هڪٻئي سان تضاد رکندڙ هئي ۽ ظاهري طورتي هٺ ڌوڪيون لڳنديون هيون. ان وقت کان ترقي پسند ۽ رجعت پرست ڌرين جي وچ ۾ سخت ڇڪتاڻ شروع ٿي وئي. ابن حنبل صفاتيہ جي انتها پسند خيالن کي قبول ڪيو. ان دعوا ڪئي تہ باري تعاليٰ کي انساني نظرن سان ڏسي سگهجي ٿو. ۽

ان (الله) جون صفتون ان (الله) جي ذات کان الڳ آهن. ۽ اهو بيان تہ الله تعاليٰ عرش برين تي تشريف رکي ٿو انهن ڳالهين کي لغوي معنيٰ ۾ قبول ڪرڻو آهي: انسان ڪنهن بہ لحاظ کان خودمختيار ڪونہ آهي: ۽ انسان جو هرعمل اڻ سڌي طرح فعل الاهي آهي. ان عقلي علمن ۽ تجرباتي علمن کان نفرت جو اظهار ڪيو[1] ۽ عقليت پسندي جي خلاف جهاد جو اعلان ڪيائين. عام خلقت ان جي فصاحت ۽ بلاغت يا ان جي جوش و خروش کان متاثر ٿيندي ان جي ها ۾ ها ملائي: حنفي فقيہ جن جي طاقت اصل ۾ جاهل عوام تي سندن اثر رسوخ سان وابستہ هئي ۽ جيڪي هارون رشيد ۽ مامون رشيد جي درٻار ۾ فلاسافرن ۽ سائنسدانن جي ناماچاري کان ساڙ ڪندا هيا. نئين مصلح جا حمايتي ٿي ويا. ممبرن تان عقليت جي حامين ۽ سائنس ۽ فلسفي جي وڪالت ڪندڙن جي خلاف باھ ۽ نفرت جا شعلا اوڳاڇجڻ لڳا. وقت بہ وقت بغداد جون گهٽيون رتوڇاڻ ۽ اڻ کٽ هنگامن جو نظارو ٿي ويون. آخرڪار معتصم ۽ واثق مذهبي ديوانن جي تعصب واري وڳوڙ کي سختي سان دٻائي ڇڏيو. هنگامن جي مکيہ ڪردار امام حنبل کي قيد ۾ رکيو ويو جتي اهو وڏي ڪسمپري واري حالت ۾ فوت ٿيو ان جي جنازي پٺيان هڪ لک ۽ چاليھ هزار مردن ۽ عورتن جو جلوس هيو.[2] ان جي مسلڪ ماڻهن جي وڏي جماعت ۾ مقبوليت تہ ڪونہ ماڻي پر حنفيت ۾ گڏجي ان ابوحنيفہ جي نظرين کي هڪڙي نئين شڪل ڏني. ان وقت کان حنفي مذهب امام ابوحنيفہ ۽ امام ابن حنبل جي تعليمات جو گڏيل مجموعو بڻجي ويو.

جڏهن متوڪل تخت تي وينو تہ مختلف فرقن جي صورتحال هيئن هئي: عقليت پسند عالم حڪومت جو انتظامي اختيار رکندڙ هيا: اهي اعتبار وارن وڏن عهدن تي فائز هيا: اهي ڪاليجن جا پروفيسر هيا، اسپتالن جا سربراه هيا، رسدگاهن جا منتظم هيا: اهي واپاري ڪاروبار

---

[1] امام ابن تيميہ حضرت الامام جي تصريحات جي روشني ۾ انهي حقيقت جي وضاحت ڪئي آهي تہ امام صاحب صرف ان علم الڪلام ۽ فلسفي جي ترديد ڪئي آهي جيڪو غلط گمراھ ڪندڙ ۽ مبهم هيو. باقي عقلي علمن (علوم عقليہ) ۽ تجرباتي علمن (علوم تجربيہ) جي بلڪل مخالفت ڪونہ ڪئي آهي. اردو مترجم.

[2] ڏسو ضميمو نمبر 3.

جا نگران هيا: دراصل اهي سلطنت جي مال و دولت ۽ علم و دانش جا نمائندا هيا: سماج جي تعليم يافته ماڻهن، ڏاهن ماڻهن، ۽ صاحبِ حيثيت ماڻهن منجهه عقليت بالادست مسلڪ هيو. صفاتيت معاشري جي هيٺين طبقي منجهه مقبول هئي ۽ اڪثر قاضي، واعظي ۽ مختلف درجن وارا وڪيل ان سان وابسته هيا. متوڪل کي، جيڪو هڪڙو ظالم حڪمران، عادي شرابي، ۽ گهٽو ڪري هر وقت جنون ۾ هوندو هيو، انهيءَ ۾ سياڻپ سجهي ته اهو پوئين ٽولي سان اتحاد ڪري، جنهن سان ان کي هڪ ئي وقت عوام جو محبوب خليفو هجڻ ۽ ڪنپٽلي مُلن کان تعريفون ٻڌڻ جو شرف حاصل ٿيندو. انهيءَ ڪري ترقي پسندن جي ڏر کي حڪومت جي عهدن تان هٽائڻ جو حڪم جاري ٿي ويو. ڪاليجن ۽ يونيورسٽين کي بند ڪيو ويو. ادب، سائنس ۽ فلسفي جي تعليم کي ممنوع قرار ڏنو ويو ۽ عقليت پسند عالمن کي بغداد مان تڙي ڪڍيو ويو. متوڪل ان تي بس ڪونه ڪئي پر حضرت علي عليه السلام ۽ ان جي اولاد جي روضن کي پڻ ڍهرائي شهيد ڪري ڇڏيو. تعصبي فقيه، جيڪي ان وقت اسلام جا مبلغ ۽ اڳواڻ ٿي ويا هيا، رياست جي حڪمران طاقت ٿي ويا. متوڪل جي موت ۽ مستنصر جي تخت نشيني هڪ دفعو وري ترقي پسندن کي سوڀ ڏياري، پر انهن جي ڪاميابي مختصر وقت واري ثابت ٿي. بي رحم ۽ خونخوار معتضدبالله جي زماني ۾ ملائيت ۽ قدامت پرستي اقتدار تي وري مڪمل قبضو ڪري ورتو. ان عقليت پسند عالمن کي بي رحمي سان ستايو. انهن دعوا ڪئي ته "عدل" انساني عملن لاءِ همٿائيندڙ اصول آهي؛ ڇوته الله تعاليٰ پاڻ ڪائنات کي "عدل" سان هلائي ٿو جيڪا خدا جي ذاتي صفت آهي؛ خير ۽ شر جو معيار انفرادي ارادو ڪونه آهي پر انسانيت جي اصلاح ۽ ڀلائي آهي. اهي عقيدا خطرناڪ حدتائين انقلابي هيا، ڇوته اهي خليفي طرفان غلط ڳالهيون ڪرڻ لاءِ قدرتي حق رکڻ جي نيت تي ٻڌل هيا. ٽام پيين (Tom Paine) به مشڪل سان اهڙي غلط پرچار ڪري سگهي ها. ان کان علاوه مُلن وارو طبقو اها تعليم ڏيندو هيو "خدا بادشاهه آهي، جيئن ته خدا ڪابه غلطي نٿو ڪري سگهي تنهن ڪري بادشاهه به غلطي ڪونه ڪندو آهي." انهيءَ تي ڪهڙو شڪ ٿو ٿي سگهي ته انهن

پنهي نظرين مان ڪهڙو سچو آهي؟ عباسين جي راڄ ۾ هاڻي عقليت پسنديءَ جا ڏينهن ختم ٿي ويا هيا. بغداد مان نيڪالي ملڻ کان پوءِ انهن قاهره ۾ پناهه ورتي جيڪا خراب ڳالهه هئي ڇوته جيڪڏهن عباسين ڪنهن شهر کان تباهه و برباد ڪرڻ جي حدتائين نفرت ڪئي ٿي ته اهو قاهره جو شهر هيو. عقليت پسنديءَ جو نالوئي بغداد جي حاڪمن لاءِ قابلِ نفرت ڇڙ ٿي ويو هيو. انهن طرفان اهڙن فلاسافرن ۽ سائنسدانن جي لکڻين مان، جيڪي اڃا تائين مُلائيت جي اثر رسوخ واري حلقي اندر رهندا هيا، "دهريت" وارو پهلو ظاهر ڪرڻ لاءِ فقه جو هڪڙو مدرسو قائم ڪيو ويو. جن لکڻين مان معمولي نقص به نظر ۾ آين ٿي ته ان کي شعلن جي حوالي ڪري ٿي ڇڏياٿون. انهن جي ليکڪن کي سزا ڏني وئي ۽ ڪجهه کي ته قتل ڪيو ويو. اسلام هاڻي قدامت پرست عيسائيت جو ڏيک پيش ڪري رهيو هيو. هڪڙو وقت هيو جڏهن ملڪي مخالفت جي باوجود عقليت پسندن لاءِ ممڪن هيو ته عام ماڻهن جي دلين تي پنهنجي ڌاڪ ٻيهر ويهاري وٺن ها. مسلسل مناظرن ۾ ملن جي ڏر پاڻ کي سدائين عقليت پسند عالمن جي آڏو شڪست خورده ڏٺو. توڙي جو انهن موقعن تي اهي ڪڏهن ڪڏهن تلوار پٽرن ۽ سِرن جو وڏيڪ زوردار دليل به پيش ڪندا هيا، پوءِ به انهن کي مناظرن ۾ آيل شڪستون انهن جي حمايتن جي قطارن ۾ شعوري طور تي اثرانداز ٿيندڙيون هيون. اهوئي دور هيو جو پوئتي هٽندڙ رجعت پسند جماعت کي هڪڙو غير متوقع مددگار ملي ويو. ان وقت تائين انهن منطق جي خلاف حديثن واري پنهنجي روايتي ذخيري جي هٿيار سان مقابلو ڪيو هيو. ان مددگار انهن کي هڪڙو نئون حربو مهيا ڪيو. مشهورِ زمانه ابوموسيٰ اشعري جنهن کان حضرت علي عليہ السلام جي خلافت جي حق کي ختم ڪرڻ لاءِ عمرو بن عاص ڏوڪي سان اعلان ڪرايو هيو ان جي اولاد مان هڪڙي ابوالحسن اشعري[1] معتزلين منجهه تعليم حاصل ڪئي هئي. ان انهن

---

[1] امام اشعري 260 هجري (874ع) ۾ بصري ۾ ڄائو. پر پنهنجي زندگي جو گهڻو عرصو بغداد ۾ گذاريائين. پنهنجي چاليهن سالن جي ڄمار تائين اهو معتزلي عقيدي جو پرجوش پيروڪار هيو. پنهنجي پراڻي عقيدي کان ناتڪي انداز ۾ انحراف ڪرڻ جو سبب اهو ٻڌايائين ته رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم رمضان شريف جي مهيني ۾ خواب ۾ ائين ڪرڻ جي هدايت ڪئي. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو ضميمو نمبر 3.

جي منطق، انهن جي فلسفي، انهن جي سائنس ۽ استدلال جي سکيا حاصل ڪئي هئي. علمي غرور مان آڪڙجي يا شايد ڪنهن حدتائين خواهش جي هرڪائڻ ڪري، هڪڙي ڏينهن بصري جي جامع مسجد ۾ وڏي جماعت جي سامهون علي الاعلان معتزليہ عقيدن کان بيزاري جو اظهار ڪيائين ۽ صفاتيہ عقيدن کي قبولڻ جو اقرار ڪيائين. ان جي ناٽڪي انداز ۽ ان جي فصاحت واري تقرير ماڻهن کي متاثر ڪيو ۽ دل من هٽندڙ ماڻهو هڪدم ان جي ڪڍ لڳي پيا. اشعري هاڻي خلافت جي عالمن ۾ وڏي اهميت وارو ماڻهو هيو فقيه ان جي هر ڳالھ مڃيندا هيا، عام خلقت ان کي گهڻو چاهيندي هئي، خليفو ان جي عزت ڪندو هيو. هن مُلن جي جماعت (ملائيت) کي اهو ڪجھ ڏنو جنهن لاءِ اهي ڪيتري وقت کان آس لڳايون پئي آيا، يعني فاطمي امامن، فلاسافرن ۽ معتزلين جي عقليت پسندي وارن نظرين جي خلاف ملائيت وارن مذهبي عقيدن يعني قدامت پرستي جي بچاء لاءِ هڪڙو منطقي نظام يا اهڙو طريقو جنهن کي اهڙي نالي سان سڏي سگهجي. ابوالحسن صفاتيہ عقيدن کي معمولي ترميمن سان طاقت وٺرائي.

شهرستاني طرفان پيش ڪيل ان جي خيالن جو مختصر خلاصو ڪيترن ئي مسلمانن جي موجوده ذهني ڪيفيت جي وضاحت ڪندو. شهرستاني چوي ٿو "ان جي دعوا هئي تہ خدا جون صفتون ازلي آهن ۽ ان جي ذات ۾ موجود آهن پر اهي محض ان جو جوهر(ذات) ڪونہ آهن، البت اهي ان جي ذات جو اضافو آهن ........ خدا هڪڙي ازلي ڪلام جي ذريعي ڳالهائيندو آهي ۽ ابدي ارادي جي ذريعي چاهيندو آهي، ڇوتہ اهو ثابت آهي تہ خدا بادشاهہ آهي، ۽ هڪڙي بادشاهہ جي حيثيت ۾ اهو اڪيلو آهي جنهن کي امرونهي جو اختيار حاصل آهي، ان ڪري الله امرونهي صادر ڪندو آهي؛ ........ خدا جو حڪم قديم آهي، ان سان واسطو رکندڙ هڪڙي صفت ڪري ان جي ذات ۾ موجود آهي؛ الله جو ارادو غيرمنقسم، ازلي ۽ ابدي، ۽ ارادي جي تابع سيني شين کي پنهنجي دائري اندر رکندڙ آهي، چاهي ان جا پنهنجا اعمال هجن يا ان جي ٻانهن جا افعال، بشرطيڪ پويان ان (الله) جا خلق ڪيل افعال هجن، نہ کي اهي ٻانهن جي پنهنجين ڪارگذارين جا افعال؛ خدا

اخلاقي طور سيني ڳالهين جو ارادو ڪندو آهي، سٺيون هجن يا خراب. فائدي واريون هجن يا نقصانڪار ۽ جيئن تہ اهو (الله) ڄاڻ(علم) بہ رکي ٿو ۽ ارادو بہ ڪري ٿو تنهن ڪري اهو پنهنجن ٻانهن جي اهڙن افعالن جو ارادو ڪندو آهي جنهن جو ان (الله) کي علم هوندو آهي ۽ جيڪي لوهہ محفوظ ۾ لکيل آهن ـ اها اڳواٽ ڄاڻ ٿي ان (الله) جو حڪم آهي، ان جو فيصلو ان جي مشيت آهي، جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جي تبديلي يا قيرڦار ممڪن ڪونہ آهي. ڪارگذاري واري عمل جي معنيٰ اها آهي تہ اهو عمل جيڪو قابليتِ مخلوقہ (يعني توفيق) جي ذريعي ٿيڻ لاءِ مقدر ڪيل آهي، ۽ جيڪو تخليقي قابليت جي شرط تي واقع ٿئي ٿو.“ سولي سادي ٻولي ۾ ان جي تعليم اها هئي تہ هر انساني عمل خدا طرفان ظاهر ٿئي ٿو يا ان جي حڪم تحت ڪنهن شخص طرفان واقع ٿيڻ لاءِ مقدر ٿيل هوندو آهي، ۽ اهو شخص جيئن تہ عمل ڪرڻ جي قابليت يا لاڙو رکندو آهي انهيءَ ڪري اهو ان عمل جو ارتڪاب ڪندو آهي: ڪوبہ عمل اولين طور خدا جو فعل هوندو آهي ۽ ٻئي مرحلي طور انسان کان ٿيندو آهي. مثال طور جيڪڏهن ڪو ماڻهو خط لکڻ ويهي ٿو تہ ان جي لکڻ واري خواهش ان ازلي حڪم جو نتيجو آهي تہ اهو خط لکي: ان کان پوءِ اهو قلم کڻي ٿو اهو بہ ازلي حڪم هوندوآهي تہ اهو ائين ڪري، جڏهن لکڻ جو ڪم مڪمل ٿيندو آهي تہ اهو انسان جي پنهنجي عملي لاڙي جي ڪري ٿيو. شهرستاني چڱي انداز ۾ ٻڌائي ٿو تہ ابوالحسن جي قول مطابق قابليتِ مخلوقہ ۾ ايجادِ عمل تي اثرانداز ٿيڻ جي ڪائي طاقت شامل ڪونہ آهي. امام اشعري وڌيڪ دعوا ڪري ٿو ”خدا پنهنجن ٻانهن مٿان هڪڙي بادشاهہ وانگر حڪومت ڪندو آهي، اهو جيڪو گهرندو آهي ائين ڪندو آهي ۽ پنهنجي رضا موجب حڪم ڪندو آهي: جيڪڏهن اهو سيني ٻانهن کي بهشت ۾ موڪلي ڇڏي تہ ان ۾ ڪابہ ناانصافي ڪونہ هوندي، ۽ جيڪڏهن اهو سيني کي دوزخ ۾ موڪلي ڇڏي تہ ان ۾ بہ ڪائي خطا ڪونہ هوندي، ڇوتہ ناانصافي اهڙين ڳالهين جو حڪم ڏيڻ کي چئبو آهي جيڪي حڪم ڏيڻ واري جي دائري اختيار ۾ نہ اينديون هجن. يا شين جي مقرر ٿيل لاڳاپن ۾ خلل وجهن. خدا حاڪمِ مطلق آهي جنهن کان ڪنهن بہ

ناانصافي ٿيڻ جو تصور محال آهي، ۽ جنهن ڏانهن ڪنهن بہ خطا کي منسوب ڪري نٿو سگهجي ........ عقل جي لحاظ کان خدا تي ڪابہ ڳالهہ واجب ڪونہ آهي. نہ اهو عمل جيڪو نفعي وارو آهي، نہ اهو ڪم جيڪو گهٽ ۾ گهٽ لاياڻو آهي، نہ وري ٻاجهہ وارو سهارو...... ٻانهن تي ڪنهن ڳالهہ جو فرض هجڻ اهڙو ڪونہ آهي جيڪو ان کي خدا تي واجب قرار ڏئي."

ابوالحسن جي عقيدن کي بيان ڪرڻ کان پوءِ شهرستاني ان جي هڪڙي شاگرد، ابوعبدالله محمد بن ڪرام، جي عقيدن بابت ٻڌائڻ لاءِ وک وڌائي ٿو جنهن جي تعليمات کي ماڻهن جي وڏي جماعت مڃي اختيار ڪيو. شهرستاني محمد بن ڪرام کي صفاتيہ وارن ۾ شمار ڪري ٿو. ان شخص جو عقيدو اهو هيوتہ خدا جون صفتون ان جي ذات کان جدا آهن، خدا کي اکين سان ڏسي سگهجي ٿو ۽ اهو وقت بہ وقت پنهنجي مرضي مطابق ٻانهن جا افعال خلقيندو آهي.

ابن عساڪر[1] جي تصنيف جو حوالو ڏيڻ کان سواءِ اشعري جي تعليمات جو بيان مڪمل ڪونہ ٿي سگهندو. شهرستاني اشعري عقيدن جي خلاصي ۾ فلسفاڻو ۽ منصفاڻو رويو اختيار ڪري ٿو. ٻئي پاسي ابن عساڪر مختلف مسلڪن ۾ توازن قائم رکڻ جي ڪابہ ڪوشش ڪونہ ٿو ڪري، اشعري وانگر اهو بہ عقليت پسند عالمن جي نظرين کي ڪفر جي سوچ وارا سمجهي ٿو ۽ انهن جي تعليمات جي شدت سان مذمت ڪري ٿو. بهرحال ان اشعري جي ان تاڪيدي حڪم جي جيڪا تفصيلي وضاحت ڪئي تہ دين جا ايماني مسئلا بنا ڪنهن اعتراض جي مڃڻ لازمي آهي، ان جي مدد سان اسان کي اهڙن لاڙن کي سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي ٿي جيڪي مسلمانن جي ذهني ترقي جي شروعاتي مرحلن

---

[1] ابي القاسم علي بن حسن بن هِبتُ الله بن عبد الله بن الحسن علي شافعي المعروف ابن عساڪر، جيڪو دمشق جي عظيم الشان تاريخ تي لکيل پنهنجي ڪتاب ڪري مشهور آهي، 499 هجري ۾ ڄائو ۽ 571 هجري ۾ فوت ٿيو. اهو ڪٽر شافعي هيو ۽ اشعري جو سخت حمايتي هيو ۽ ان کي اسلام جو وڏو اڪابر ۽ مجتهد سمجهندو هيو. ابن عساڪر جي ڪتاب جو نالو آهي "مبتيين ڪذب المفتري فيما نسب الي الامام ابي حسن الاشعري"

۾ حرڪت ۾ آيا ۽ آخرڪار مسلمانن جي ترقي کي روڪي ڇڏيائون، ۽ صدين تائين انهن جي ذهني قوت کي مفلوج ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. ديني مسئلن ۾ هر قسم جي شڪ شبهي کي ايمان جي گهٽتائي هجڻ ۽ ناقابل معافي گناهه قرار ڏنو ويو هيو جڏهن ته پڇا ڳاڇا ڪرڻ ۽ تحقيق ڪرڻ کي شيطاني خصلت سمجهيو ويندو هيو. قرآن شريف ۾ چٽايل آهي "خدا سيني شين کي ڏسي ٿو" تنهن ڪري اهو فرض ڪري ورتو وڃي ته ان کي ضرور اکيون هونديون ۽ مؤمن تي فرض آهي ته اهو بنا ڪنهن چون چرا جي ان کي قبول ڪري. اشعري جو اهوئي طريقِ استدلال هيو ۽ هر دور ۾ ان جي مسلڪ وارن جو به اهوئي استدلالي طريقو رهيو آهي.

اشعري ۽ ان جي ممتاز شارح ۽ مفسر ابن عساڪر جي وچ ۾ اڍائي سئو سالن جو عرصو آهي. وقت جي انهيءَ وٿي دوران اسلام ڪيترن ئي لاهن چاڙهن مان گذريو هيو. جيستائين اشعري ديني عقيدن جي نظرياتي پهلوئن جو نئون مسلڪ ايجاد نه ڪيو ان وقت تائين برتري حاصل ڪرڻ لاءِ عقليت پسندن ۽ ملائيت جي وچ ۾ ڪشمڪش هلندڙ هئي. اشعري ملائيت کي اهڙو حربو مهيا ڪيو جيڪو انهن کي پهريان هٿ ڪونه آيو هيو. جيئن ابن عساڪر نشاندهي ڪئي آهي "اشعري مناظري جو وڏو ماهر(متڪلم بالسان) هيو جنهن عقليت پسندن ۽ ٻين بدعت پسندن سان انهن جي پنهنجن منطقي اصولن مطابق دليلن ذريعي مقابلو ڪيو." جيئن ته ان جا نظريا عقليت پسندن ۽ ملائيت جي وچ ۾ تقليدين ۽ بدعتين جي وچ ۾ ٺاهه جي هڪڙي ڪوشش هئي ان ڪري ان جي عقيدن انتها پسند علماء دين ۽ الله لوڪ ماڻهن منجهه تڪڙي مقبوليت ماڻي. جن ان جي طريقي ۾ عقليت پسندي کي انهي اثر رسوخ ۽ اختيار جي ڪنگري مان ڪڍي ٻاهر ڪرڻ لاءِ هڪڙو وسيلو ڏٺو جيڪو عقليت پسندي مامون ۽ ان جي پهرين ٻن جانشينن جي روشن خيالي واري دور حڪومت ۾ حاصل ڪيو هيو. بويد (آلِ بويہ) گهراڻي جي پهرين حڪمرانن پڻ عقليت پسندي جي حمايت ڪئي ۽ انهن جي سهڪار ۽ حوصلہ افزائي هيٺ وچ ايشيا ۾ ان جو اثر رسوخ پڪڙجي ويو هيو. ابن عساڪر ٻڌائي ٿو

"فناخسرو(عضدالدولہ)[1] جي زماني تائين معتزلين کي عراق ۾ تمام گھڻو اختيار حاصل هيو. عضدالدولہ جي دور حڪومت ۾ اشعريت پهريائين دربار ۾ رسائي حاصل ڪئي هئي ۽ آهستي آهستي عوام جي سيني طبقن منجهہ پکڙجي وئي هئي. پنجين صدي هجري جي وچ واري عرصي تائين اشعريت کي گھڻو ڪري معتزلي عقيدي جي هڪڙي شاخ سمجهيو ويندو هيو ڇوتہ اشعري پنهنجي ناتڪي انداز ۾ علحدگي ڪرڻ تائين معتزلي عقيدي کي مڃيون پئي آيو. انهي شڪ جي ڪري قدامت پسندي جي خصوصي استحقاق جي دعوا ڪندڙ فرقن هٿاران ڪيترا دفعا ان جي پوئلڳن کي ڪجهہ تڪليفون بہ پهتيون هيون.

سلجوق سلطنت جي باني سلطان طغرل جي دور ۾ اشعري جي پوئلڳن تي ملحد هجڻ ۽ بدعتي هجڻ جو شڪ ڪيو ويو ۽ کين زبان بندي ۽ جلاوطني جي سزائن مان گذرڻو پيو. سلطان پاڻ امام ابوحنيفہ جو معتقد هيو ۽ حنفي مسلڪ تي سختي سان ڪاربند هيو. ان مسجدن جي ممبرن تان بدعتين تي کلم کلا تبرا ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا هيا. ابن عساڪر جي بيان مطابق طغرل جي وزير[2] جيڪو معتزلي هيو انهن تبرن ۾ اشعرين کي بہ شامل ڪيو ۽ اشعري جي معتقدن منجهان ڪيترن ناليوارن عالمن ۽ فقيهن کي تڪليفون پهچائڻ شروع ڪيائين.

---

[1] ملڪ فناخسرو (عضدالدولہ) 367 هجري کان 372 هجري تائين محلات جي ناظم ۽ ميئر جي حيثيت ۾ بغداد تي حڪومت ڪئي. ابن عساڪر اها ڪهاڻي ٻڌائي ٿوتہ فناخسرو(عضدالدولہ) قاضي القضا, جيڪو معتزلي هيو جي گھر ۾ جيڪي جلسا ٿيندا هيا انهن جلسن مان "عالمن جي هڪڙي جلسي" ۾ شامل ٿيڻ کان پوءِ ڪيئن محسوس ڪيو تہ انهن مان هڪڙو بہ اشعري عالم ڪونہ هيو. جڏهن کيس معلوم ٿيو تہ بغداد ۾ هڪڙو بہ اشعري عالم ڪونہ آهي تہ ان قاضي کي تاڪيد ڪيو تہ ٻاهران ڪنهن عالم کي گھرائي. اهو ٻڌايو ويو آهي تہ ان جي ئي زوربار ڪرڻ ڪري هيو جو اشعري جي قابل شاگردن مان هڪڙي ابن الباقلاني کي بغداد ۾ گھرايو ويو. فناخسرو پنهنجن پٽن جي تعليم ان جي حوالي ڪئي. آيا اها ڳالهہ سچي آهي يا نہ پر حقيقت اها آهي تہ عضدالدولہ جي دور ۾ اشعريت جو ستارو عروج تي آيو.

[2] ابونصر منصور قندوري المعروف عميدالملڪ.

طغرل بيگ جي دور حڪومت ۾ اشعريت جن عتابن مان گذري، اهي ان جي مرڻ سان ختم ٿيا ۽ الپ ارسلان طرفان تخت تي ويهڻ سان ۽ نظام الملڪ جي عروج سان، جيڪي اهل سنت جا حامي هيا. اشعريت بالادستي وارو فرقو ٿي ويو. ان جلاوطن ٿيل عالمن کي واپس گهرايو انهن کي عزت سان نوازيائين، ۽ انهن جي نالي سان مدرسا ۽ دارالعلوم کوليائين. ائين هڪڙو اهڙو شخص جيڪو مسلمانن ۾ علم ۽ فن جي نهايت سرڪرده سرپرستن مان هيو ان پاڻ کي غيرشعوري طور تي اهڙي رجحان سان سلهاڙي ڇڏيو جيڪو ڪنهن بہ ٻئي سبب کان گهٽي وڌي پيماني تي، مسلمانن جي ذهني قوتن کي تباهہ ڪرڻ جو ذميوار آهي.

اشعريت جي ترقي جي باري ۾ ابن عساڪر جو بيان جوش ۽ جذبي سان ڀريل آهي. عراق منجهان اهو ايوبين[1] ذريعي شام ۽ مملوڪ حڪمرانن ذريعي مصر ۾ پکڙيو. عراق مان ئي اهو ابن تُومرت[2] جي معرفت مغربي آفريڪا ڏانهن پهتو ۽ مراڪش ۾ مضبوط ٿي ويو. "ابن حنبل جي چند معتقدن ۽ ابوحنيفہ جي ڪجهہ حمايتين کان سواءِ اسلام ۾ ڪوئي فرقو ڪونہ بچيو جيڪو اشعري جي پيروڪارن جو مقابلو ڪري سگهي ها." ابن عساڪر بيان ڪري ٿو "ابن حنبل ۽ اشعري پنهنجن مذهبي خيالن ۾ مڪمل طور متفق هيا، ۽ انهن کي فروعي مسئلن، بنيادي عقيدن، ۽ حديثن جي سند کي مڃڻ ۾ ڪو اختلاف ڪونہ هيو." اهوئي سبب آهي تہ حنبلين هميشہ کان ۽ هروقت بدعتي ماڻهن جي مقابلي ۾ اشعرين تي ڀروسو ڪيو آهي، ڇوتہ صحيح العقيده ماڻهن منجهہ صرف اهي ئي استدلال تي ڀاڙڻ وارا هيا."

اشعري جي تعليمات جي مکيہ اصولن جي وضاحت ڪرڻ خاطر ابن عساڪر مختلف فرقن جي عقيدن جي پيٽ ڪري ٿو.

ٻين ڪيترن فرقن جو ذڪر ڪرڻ کان پوءِ اهو اشعري جي لفظن ۾ معتزلي عقيدن جو خلاصو پيش ڪري ٿو (جنهن ۾ اهي سڌي رستي کان ڀٽڪي ويا). اسان کي اهو ٻڌائي ٿوتہ معتزلي انهي خيال جي ترديد ڪندا هياتہ الله تعاليٰ کي جسماني اکين سان ڏسي سگهجي ٿو.

---

[1] صلاح الدين ۽ ان جا جانشين.

[2] اتر اولهہ آفريڪا ۾ الموحد شاهي گهراڻي جو باني.

يا قادرمطلق کي ڪا انساني وجودن جهڙي ڪا مشابهت آهي، يا قيامت جي ڏينهن پيهر جسماني طور زنده ٿيو. اهو ٻڌائي ٿو " اهي قبر ۾ سختين ۽ سزائن (عذاب) جي عقيدي کان پڻ انڪاري آهن." اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان امت جي شفاعت ۾ بہ ايمان ڪونہ ٿا رکن، انهن جو اعتقاد آهي تہ ٻانهن کي گناهن جي معافي يا رعايت صرف الله تعاليٰ جي ڪرم ڪري ٿيندي، ۽ نہ ان جي ڪرم ۽ نہ وري انصاف تي ڪنهن انسان ذريعي اثرانداز ٿي سگهبو يا سفارش ذريعي بدلائي سگهبو. انهن جو عقيدو آهي تہ قرآن شريف مخلوق آهي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي نازل ڪيو ويو آهي ۽ شرعي قانون انساني گهرجن مطابق واضح ڪيا ويا آهن.

معتزلي عقيدن کي بيان ڪرڻ کان پوءِ ابن عساڪر اشعرين جي عقيدن کي تفصيل سان بيان ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌي ٿو. اهي ڳالهائي ۾ چوويھ آهن پر اشعري جي ديني فڪر جو انداز ۽ عقليت پسندي واري اسلام سان ان جو سخت اختلاف ڏيکارڻ لاءِ هتي ڪجهه ٿورن عقيدن جو حوالو ڏيڻ ڪافي آهي. خدا جي وحدانيت ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت بابت ايمان جو اقرار ڪرڻ کان پوءِ جنهن ۾ سمورا مسلمان متفق آهن، اشعري مسلڪ وارا پنهنجي عقيدي لاءِ هيئن بيان ڪن ٿا :ــ

"اسان اقرار ٿا ڪريون تہ بهشت ۽ دوزخ حق آهن. حساب ڪتاب جو ڏينهن ضرور ٿيندو ۽ بنا ڪنهن شڪ جي الله تعاليٰ مئلن کي انهن جي قبرن مان اٿاريندو. قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ انساني نظرن جي سامهون جلوه گر ٿيندو. اسان اقرار ٿا ڪريون تہ الله تعاليٰ جو ڪلام (قرآن شريف) ۽ ان جو هر لفظ غيرمخلوق آهي، ڌرتي تي اهڙي ڪابہ شئي ڪونہ آهي، نہ چڱائي ۽ نہ بُرائي، جيڪا الله تعاليٰ جي ارادي کان سواءِ وجود ۾ ايندي هجي، دراصل جيستائين الله تعاليٰ نہ گهري تہ ڪا بہ شئي وجود ۾ ڪونہ ٿي اچي. اسان انهي ڳالھ ۾ ايمان ٿا رکون تہ الله تعاليٰ جيڪو قادرمطلق آهي پنهنجن ٻانهن جي سمورن عملن، ۽ انهن جي پڇاڙي ۽ نتيجن کان ۽ ان سان گڏوگڏ اهي عمل جيڪي اجا واقع ڪونہ ٿيا آهن انهن کان با خبر آهي. اسان انهيءَ ۾ بہ ايمان رکون ٿاتہ انساني اعمالن جو خالق الله تعاليٰ آهي ۽ الله تعاليٰ اڳواٽ ئي انهن کي مقدر ۾ لکي ڇڏيو آهي، انسان کي (الله تعاليٰ جي مدد کان سواءِ)

ڪنهن بہ شئي کي پيدا ڪرڻ ۽ تخليق ڪرڻ جي طاقت ڪونہ آهي. انسان الله تعاليٰ جي رضا کان سواءِ پنهنجي جان لاءِ ڪنهن بہ چڱائي کي حاصل ڪرڻ ۽ ڪنهن بہ تڪليف کي دور ڪرڻ جي اهليت ڪونہ ٿو رکي."

اشعري پنهنجن عقيدن جو وڌيڪ اظهار هيئن ڪن ٿا:- "اسان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شفاعت ۾ ايمان رکون ٿا ۽ الله تعاليٰ انهن مؤمنن کي جن گناهہ ڪيا هوندا دوزخ جي عذاب کان ڇوٽڪارو ڏيندو. اسان حشر جي ڏينهن ۾ ايمان رکون ٿا ۽ اسان مڃون ٿا تہ دجال ضرور ظاهر ٿيندو ۽ پڻ ملائڪن (منڪر ۽ نڪير)[1] طرفان مڙدي کان قبر ۾ سوال جواب ڪرڻ ۾ بہ ايمان رکون ٿا. اسان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو معراج[2] تي وڃڻ ۾ بہ ايمان رکون ٿا. اسان انهي ڳالهہ ۾ ايمان رکون ٿا تہ سيئي بڇڙا خيال شيطان طرفان پيدا ڪيل وسوسا هوندا آهن. اسان ان ۾ بہ ايمان رکون ٿا تہ شرعي حقي امام (خليفي) جي خلاف بغاوت ڪرڻ گناهہ آهي."[3]

---

[1] اهو عقيدو هيئن آهي تہ مڙدي کي دفنائڻ جي ٽن ڏينهن کان پوءِ منڪر ۽ نڪير نالي بہ ملائڪ قبر ۾ ايندا آهن ۽ پنهنجين عصائن سان ڇوڪن ڏيڻ ذريعي مئل کي جيئرو ڪري اٿاريندا آهن ۽ ان کان سندس گذاريل حياتي جي باري ۾ سوال ڪندا آهن ۽ جوابن کي هڪڙي رجسٽر (نامہ اعمال) ۾ لکندا آهن. اهي جڻ مقدمي کان اڳ واقعن جي جانچ (تفتيش) ڪندا آهن. اهو عقيدو جيڪو گهڻو ڪري مصري عقيدن مان ورثل آهي، اسلام جي نافذ ٿيڻ کان اڳ ئي علائقي جي لوڪ ڪهاڻين ۾ شامل ٿيل هيو.

[2] مسلمانن ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي معراج تي مڪمل ايمان آهي. اشعري ۽ قدامت پسند اهو عقيدو رکن ٿا تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي جسماني طور آسمان ڏانهن سير ڪرايو ويو هيو پر عقليت پسند عالم جو اهو خيال آهي تہ اهو روحاني معراج هيو. يعني اهو چيو وڃي ٿو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو روح مبارڪ درجي بدرجي منزلون چڙهندو ويو تان تہ اهو ڪائنات جي روح (روحِ ڪل) سان ڪامل ربط ۾ اچي ويو.

[3] سني قدامت پسند انهي عقيدي جا آهن تہ هڪڙو دفعو خليفي جي بيعت ڪئي وڃي ٿي تہ پوءِ ان جي خلاف سرڪشي ڪرڻ مذهبي گناهہ آهي، انهي ڳالهہ سيني مسلمان حڪمرانن کي بهانو ڏنو تہ اهي خليفي کان پنهنجي جانشين هجڻ جو اعلان ڪرائين. پلي خليفو ڪيترو بہ ڪمزور هيو پر ان ۾ اهو فائدو ٿيو تہ انهن جي رعيت طرفان انهن جي خلاف بغاوت ڪرڻ يا حڪم نہ مڃڻ شرعي طور ناجائز ٿي ويو.

شهرستاني جي فلسفاڻي تجزئي جي مقابلي ۾ اهو خلاصو مسلمانن جي ترقي جي باري ۾ اشعري جي نقطہ نگاهہ کي وڌيڪ واضح ڪري ٿو.

معتزليت سان انهن جي حربي سان مقابلو ڪرڻ خاطر ابوالحسن اشعري هڪڙو ٺَگر جو علم الڪلام ايجاد ڪيو ـ مسلمانن جي حقيقي مدرسي وارو ديني علم، جيڪو توڙي جو معتزلين طرفان ايجاد ڪيل علم الڪلام جي شاخ سمجهيو وڃي ٿو پر ڪيترين ئي اهم ڳالهين ۾ ان کان مختلف آهن. مثال طور، اڪثر معتزلي تصور پچائيندڙ (تصوري Conceptualists) هيا. جڏهن تہ اشعري متڪلمين ياتہ حقيقت پسند (Realists) هيا يا هڪڙي قسم جا رسمي (Nominalists) هيا. اشعري دعوا ٿي ڪئي تہ جهالت جهڙي ڪا منفي خاصيت اصل ۾ هڪ وجود آهي جڏهن تہ معتزلين اعلان ڪيو تہ اها محض ڪنهن خاصيت جي نفي آهي، مثال طور جهالت معنيٰ علمي ڄاڻ جي کوٽ. اشعري متڪلمين جو عقيدو هيوتہ قرآن شريف غير مخلوق ۽ آفاقي آهي؛ معتزلين اعلان ڪيو تہ قرآن شريف خدا جو اهو ڪلام آهي جيڪو موقعي مناسبت سان وقت بہ وقت رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن نازل ٿيو ہي صورت ۾ ناسخ ۽ منسوخ بي معنيٰ ٿي ويندا چوتہ اها مجيل حقيقت آهي تہ بعد ۾ نازل ٿيل ڪجھ آيتن اڳ ۾ نازل ٿيل آيتن (جي حڪم) کي منسوخ ڪيو هيو.

ائين اشعريت مشرق ۾ بالادست مسلڪ ٿي ويو. جڏهن روشن خيال بويد(آلِ بويہ) تخت جا ڌڻي ٿيا تہ عقليت پسندي بغداد ۾ ڦيهر ڪر کڻڻ لڳي، پر اشعريت جي ڇاپ ڪڏهن بہ عام خلقت جي ذهن تان جهڪي ڪونہ ٿي، ۽ معتزليت وري ڪڏهن بہ پنهنجي پراڻي اهميت حاصل ڪري ڪونہ سگهي. بويد عقليت پسند هيا؛ پر سلجوقي علم و حڪمت جي سرپرستي ڪرڻ جي باوجود اشعري مسلڪ جا معتقد هيا. رينن[1] (Renan) جو خيال آهي تہ جيئن تہ تاريخ جي اتفاق سان اسلام اسپيني، بربر، پارسي(ايراني)، ۽ ٿُرڪن جهڙين مذهب پرست قومن جي ملڪيت ٿي ويو ان ڪري انهن قومن جي هٿن ۾ هڪڙي سخت ۽ منفرد قسم جي مذهبي شدت پڪڙي ورتائين. "اسپين ۾

---

[1] ايويروز ايٽ ايويروازم (Averroes et Averroism).

عيسائين جي ڪيٿولڪ فرقي سان جيڪو وهيو واپريو اهوئي اسلام سان بہ ٿيو جيڪڏهن مذهب جي وري بحالي (Revival) جيڪا عيسائيت ۾ سورهين صدي جي آخر ڌاري ۽ سترهين صدي جي شروعات ۾ ٿي، اها قومي ترقي کي روڪي ڇڏي ها تہ يورپ جوبہ اهڙو حشر ٿئي ها." اهو تجزيو بلڪل صحيح آهي. ايراني سدائين پنهنجن بادشاهن کي خدا تصور ڪندا هيا؛ تُرڪ، منگول ۽ بربر پنهنجن سردارن کي خدا جو سڌوسنئون جانشين سمجهندا هيا؛ اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ بہ انهن قومن جي عادت مان سندن بادشاهن ۽ شهزادن جي تعظيم ڪونہ نڪتي. عيسائي پادرين اسپيني ماڻهن جي دلين ۾ جيڪو مذهبي تعصب پيري ڇڏيو هيو عرب صدين تائين ان کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا پر اهي ناڪام ويا. وزير منصور جنهن گهڙي پنهنجين اقتداري حوسن کي پوري ڪرڻ لاءِ عقليت پسندي خلاف آواز اٿاريو تہ جنهن هجوم کل خوشي سان عيسائي بدعتين کي سرِ عام ساڙيو هيو انهن ئي قرطبہ جي بازار ۾ مسلمان فلاسافرن جي ادبي ڪتابن کي ساڙي خاڪ جي ڍير ۾ بدلائي ڇڏيو. صلاح الدين ايوبي جي فاتح فوج اشعريت کي مصر ۾ کڻي وئي. جنهن وقت عقليت پسندي ائين پنهنجي پراڻي دشمن سان هارجندڙ لڙائي وڙهي رهي هئي، تہ امام غزالي[1] جي لکڻين، جيڪي خاص طور فلسفي جي تعليم جي خلاف هيون، قدامت پرستي جا هٿ مضبوط ڪيا. ابوحامد محمد بن محمد غزالي رحمت الله تعاليٰ عليہ بنا شڪ شبهي جي اعليٰ درجي جي قابليت ۽ بي داغ سيرت جو مالڪ هيو. ان فلسفي جو مطالعو بہ ڪيو هيو ۽ سائنسي علمن جي ڳُجهن ۾ بہ تہيون هنيون هئائين؛ اهو فڪر جي آزادي سان پڻ وابستہ رهيو هيو. اوچتو ان جي دل ۾ تمنا پيدا ٿي تہ ڪنهن مضبوط ٽاڪ کي ڳولجي جيڪو ان جي بيقرار روح جي سڪون لاءِ ٽڪاڻو ٿي سگهي، اهو ئي جذبو هيو جنهن پوءِ وارن زمانن ۾ ہين حق جي طالبن جي ذهنن تي بہ ساڳي انداز سان اثر ڪيو. ان تمنا ان کي فلاسافر منجهان صوفي

---

[1] امام غزالي خراسان ۾ طوس نالي ڳوٺ ۾ (جيڪو فردوسي جي جمڻ جو پڻ ماڳ آهي) 450 هجري (1058ع) پيدا ٿيو ۽ 505 هجري (1111ع) ۾ وفات ڪيائين. ان جا گهڻو مشهور ڪتاب هي آهن: "احياءالعلوم"، "المنقذ من الضلال"، "مقاصدالفلاسفہ"، ۽ "تهافت الفلاسفہ" ابن رشد "تهافت الفلاسفہ" جي رد ۾ "تهافت التهافت الفلاسفہ" نالي ڪتاب لکيو. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو باب يارهون.

ٻڌائي ڇڏيو. "المنقض من الضلال" نالي پنهنجي ڪتاب ۾ جيڪو لکي ٿوته ياته سندس زباني خطبن جو مجموعو آهي يا اسلامي برادري کي مخاطب ٿي لکيو ويو آهي، ان ۾ اهو ڪجهه سادگي سان بيان ڪري ٿوته ان کي علم جو ڪيترو شوق هيو ۽ ان جي ڳولا ۾ ڪٿي ڪٿي ويو. ڪيئن هرشئي ۾ پاڻ پتوڙيائين. ڪيئن پاڻ کي هرموضوع کان واقف ڪيائين؛ ۽ سندس شروعاتي زندگي ۾ جيڪي عقيدا ان جي دل ۾ گهر ڪري ويا هيا انهن کي ڪيئن ترڪ ڪيائين. اهو چوي ٿو ته ان کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي ان حديث جي ڄاڻ هئي جنهن ۾ پڌرو ٿيل آهي ته هر ٻار فطري حقيقت جي علم سان نوازيل ڄمندو آهي، تنهن ڪري ان آرزو ڪئي ته اها ڄاڻ حاصل ڪري ته اها ڪهڙي حقيقت آهي. اهو پوءِ بيان ڪري ٿوته اهو ڪيئن شڪ شبهي ۾ ڦاسي ويو ۽ دين ۽ ايمان جي بلندين. مطلب صوفيائي ذڪر و فڪر ۽ رياضت منجهه پناهه وٺي، ان کان ڪيئن ڇوٽڪارو حاصل ڪيائين. انهن خطبن ۾ امام غزالي فلسفين تي سخت حملا ڪيا آهن ۽ امام صاحب فلسفين کي ٽن ٽولن ۾ ورهائي ٿو:

(1) دهريه ـ جيڪي مادي کي قديم مڃين ٿا ۽ خالق جي هستي کان انڪار ڪن ٿا.

(2) طبيعات يا فطرت پرست. جيڪي خالق جي هستي ۾ ته ايمان رکن ٿا پر اهو عقيدو به رکن ٿا ته انساني روح هڪ دفعو بدن مان نڪرڻ کان پوءِ ختم ٿي وڃي ٿو تنهن ڪري انساني عملن جو ڪو حساب ڪتاب ڪونه ٿيندو. اهي ٻئي ٽولا ڪافر آهن.

(3) الاهيون(موحد). جيئن افلاطون ۽ سقراط "انهن مڪمل طور پهرين ٻنهي ٽولن جي عقيدن کان انڪار ڪيو آهي، ۽ ائين الله تعاليٰ پنهنجن سچن مؤمنن کي جهڳڙي کان بچايو آهي."

"پر افلاطون ۽ سقراط کي ڪافر چوڻ لازم آهي؛ ائين انهن مسلمان فلسفين کي پڻ جن انهن جي پيروي ڪئي آهي، خاص طور تي فارابي ۽ ابن سينا. ڇوته انهن جو فلسفو ايترو منجهائيندڙ آهي جو توهان باطل کان انڪار ڪرڻ جي مطلب سان سچ کي ڪوڙ کان جدا ڪونه ڪري سگهندا. انهن ٻنهي ماڻهن جي لکڻين مان اسان جيڪو مطلب وٺي سگهون ٿا ان مطابق علم کي ٽن شاخن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: هڪڙي شاخ جي عالمن کي ڪافر ۽ ٻي شاخ جي عالمن کي بدعتي

چوڻ لازمي آهي، ۽ ٽين شاخ جي عالمن لاءِ اسان کي ڪجهه به چوڻ جي ضرورت ڪونه آهي!"

انهي سموري سادگيءَ جي باوجود امام غزالي جي لکڻين ۾ ڏيان طلب عملي سمجهه جو مظاهرو ٿيل آهي. اهو محض اعتقاد رکڻ جي مقابلي ۾ دانائي کي وڌيڪ اهميت ڏئي ٿو ۽ تعصبي مذهبي شدت جي مخالفت ڪري ٿو جيڪا هر قسم جي علم ۽ عقلي تحقيق کي رد ڪري ٿي چو ته اها شدت انهن الاهيون فلسفين ۾ ڏٺي وڃي ٿي جن کان ان کي چڙ هئي. هي انهن کي مذهبي شدت پسند ۽ اسلام جو بي وقوف دوست سڏي ٿو. ساڳي وقت ان شخصي آزادي، اخلاقي ضابطگي، تزڪيه نفس، احسان جي عملي مظاهري، ۽ نوجوانن جي تعليم جي باري ۾ جيڪي ڳالهيون ڪيون ۽ پنهنجي وقت جي مُلن جي بداخلاقي وارين ۽ بي ڪارحياتين تي جنهن طريقي سان ملامت ڪئي، اهي سڀ ڳالهيون ان جي سياء جي سنائي جي شاهدي ڏين ٿيون.[1]

انهي دور کان قدامت پرستن ۽ عقليت پسندن جي وچ ۾ اڻ ڪٽ تڪرار شروع ٿي ويو. 1150ع ۾ خليفي مستنجد جي حڪم هيٺ سرڪاري ۽ خانگي ڪتب خانن مان ابن سينا جا فلسفي تي لکيل سيئي ڪتاب ۽ رساله اخوان الصفا رسالي جون سموريون ڪاپيون هٽ ڪري باهه جي آڙاهه حوالي ڪيون ويون. 1192ع ۾ حڪيم الرڪن عبدالسلام تي دهريت جو الزام لڳايو ويو ۽ مُلن عام خلقت سان گڏجي ان جي ڪتابن کي سرِ عام بازار ۾ باهه ڏئي ساڙي ڇڏيو. جنهن مُلان انهي ڪارروائي جي اڳواڻي ٿي ڪئي اهو ڪرسي مٿان چڙهي بيٺو ۽ فلسفي جي خلاف هڪڙو ڊگهو واعظ ڪيائين. جيڪي ماڻهو ڪتاب ٻاهر ڪڍي ٿي آيا، اهي ان جي حوالي ڪيا ٿي ويا ۽ انهن ڪتابن جي باري ۾ ناپاڪ هجڻ جو تبصرو ڪندي اهو انهن کي باهه ۾ اڇلائيندو ويو. ابن ميمون جو هڪڙو شاگرد انهي عجيب و غريب تماشي جو شاهد هيو ان جو اکين ڏٺو بيان ڪيو اٿس. اهو چوي ٿو "مون ان ملان جي هٿ ۾ علم فلڪيات تي الهزن جو لکيل هڪڙو ڪتاب ڏٺو. ماڻهن کي اهو دائرو ڏيکاريندي جنهن ۾ هڪڙي ليڪ وايومنڊل کي ظاهر ٿي ڪيو ان ملان غيض ۽ غضب مان چيو. "المِيَن جي مصيبت اها آهي ته هي آفت بيان

[1] ڏسو هن ڪتاب جو باب يارهون.

ڪرڻ جي قابل ڪونہ آهي!“ انهن لفظن چوڻ سان ان ڪتاب کي باهہ جي شعلن ۾ اڇلائي ڇڏيو.“ پر جيڪڏهن منگولن جي تلوار پلڙي جو پاسو نہ ڦيرائي ها تہ امام غزالي جو اثر رسوخ بہ، ۽ حڪمرانن جي دنياوي طاقت بہ، جن مان ڪجهہ دلي طور عقليت پسند هيا، اختيار جي ڪمزور پڪڙ مٿان عقليت جي قطعي سوچ کي روڪي نہ سگهن ها. ”هڪڙو خان ـ هڪڙو خدا. جيئن خدا جو فرمان اٽل آهي، ائين خان جو حڪم بہ اڻ ٽر آهي.“ جڏهن انهي عقيدي کي لکين تلوارن جو سهارو حاصل هيو تہ پوءِ ڇا ڪو بہ عقيدو ان کان وڌيڪ منطقي يا وڌيڪ موهيندڙ ٿي سگهيو ٿي؟ عقليت پسندي، فلاسافي، علم ۽ فن وري ڪڏهن بہ زنده نہ ٿيڻ لاءِ بربريت جي انهي ڇپ جي آڏو دٻجي ويا. هلاڪو جي جانشينن جي دور ۾ اسان جيڪي اولهہ ايشيا تي روشني جا چمڪندڙ ڪرڻا ڏٺا آهن، اهي ٻڏندڙ سج جا جهڪا ٿيندڙ آخري ڪرڻا هيا. اسلامي دنيا ۾ فلسفي ۽ عقليت پسندي کي متعارف ڪرڻ جي ڪنهن بہ ڪوشش کي دٻائڻ لاءِ حڪومتي پاليسين انتهائي تعصب جو مظاهرو ڪيو. فقيہ نہ صرف اقتدار جا ڏٽي هيا پر آمريت جا پڻ مکيہ حمايتي هيا. جيئن اسان کي اڳيئي خبر پئجي وئي آهي، نتيجو اهو ٿيو تہ مُلائيت ۽ تقليد پرستي اڪثر مسلمانن جي دلين تي قبضو ڪري ورتو ۽ وقت جي وهڪري سان انهن جي ئي فطرت ٿي وئي آهي. اهي ملائيت جي عينڪ لڳائڻ کان سواءِ ڪاشئي ڪونہ ٿا ڏسي سگهن. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم عقل کان ڪم وٺڻ جي هدايت ڪئي، ان جي امتين ان کان ڪم وٺڻ کي گناهہ قرار ڏئي ڇڏيو. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ماڻهن طرفان انسان پرستي ۽ انڌي تقليد ڪرڻ خلاف تبليغ ڪئي، سُنين سلف (اڳين) ۽ چئن فقهي امامن کي ۽ اخباري شيعن وري پنهنجن مجتهدن کي ولين جو درجو ڏئي ڇڏيو آهي؛ انهن ٻنهي پنهنجن بزرگن جي مقرر ڪيل دستور کان اختلاف يا انحراف ڪرڻ کي ڏوهہ قرار ڏنو آهي، توڙي جو اهو اختلاف يا انحراف هادي اسلام جي تعليمات ۽ عقل سان ٺهڪندڙ چو نہ هجي. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو هيو ” پوت پريت ۽ اهڙين ٻين شين جو اسلام سان ڪوبہ واسطو ڪونہ آهي.“ اهي (مسلمان) هاڻي انهن ۾ پختو ايمان رکن ٿا. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي هدايت ڪئي تہ علم جي تلاش ۾ ٻي دينن جي علائقن ۾ بہ

وڃن. افسوس تہ توڙي جو اهم علم انهن کي سنڌن گهر ۾ ڏنو وڃي ٿو تہ بہ اهي ان کي قبول ڪونہ ٿا ڪن.

صفوين جي دور ۾ عقليت پسنديءَ ۽ فلسفو هڪ دفعو ٻيهر زنده ٿي ويا. توڙي جو انهي صورت ۾ نہ جيڪا انهن کي پهرين عباسين جي دور ۾ طاقت هئي. ٻارهين عيسوي صدي کان پندرهين صدي تائين ايران خوفناڪ حالتن مان گذريو هيو. ۽ ان اونداهي دور ۾، جنهن پريشاني ۽ مصيبت انهي ڊگهي عرصي دوران علائقي کي وڪوڙي ڇڏيو هيو شيعا عالمن، سُني فقيهن کان بہ گهڻي وڏيڪ طاقت حاصل ڪري ورتي هئي، جيڪا عيسائيت ۾ پادرين کي حاصل هئي. انهي بنياد تي تہ اهي فاطمي امامن جا نمائندا آهن. انهن دعوا ڪئي تہ شرعي قانون جي تشريح ڪرڻ لاءِ اهي ئي اڪيلا ۽ مطلق اختياري آهن. ملان صدره، جنهن جو مان اڳئي اصولي عقيدن جي وري تجديد ڪرڻ واري طور ذڪر ڪري آيو آهيان ـ مطلب تہ جيئن دينِ محمدي کي پاڻ ڪريمن جي اولين اولاد سمجهيو هيو ۽ قبوليو هيو ـ پنهنجن هم وطنن منجهہ فلسفي ۽ سائنس جي تعليم کي وري جيارڻ لاءِ ڪوشش ڪيائين. ڪنهن بہ پهلو کان اها ڪا آسان مهم ڪونہ هئي پر ان ڏاهپ ۽ خوش اسلوبي سان ڪم کي نباهيو. ابن سينا جو فلسفو وري زنده ٿي ويو ۽ ايران جي سياسي لاهن چاڙهن، افغانين جي تسلط دوران انساني جانين جي تباهي، ۽ ايران جي تخت تي قاچار خاندان وارن جي تخت نشيني جي باوجود ان فلسفي جو مُهذب طبقي جي ڪيترن ماڻهن مٿان اثررسوخ اڄ بہ قائم آهي. ابن سينا جي فلسفي جو هڪڙو بهترين ڪتاب شاهہ عباس ثاني[1] جي دورِ حڪومت ۾ عبدالرزاق بن علي بن الحسن لاهيجي طرفان "گوهر مراد" جي نالي سان ڇپجي پڌرو ٿيو. ان ڪتاب ۾ ابن سينا جي خيالن جو خلاصو پيش ٿيل آهي ۽ حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي جانشينن، ۽ امام فخرالدين رازي، ناصرالدين طوسي، امام تفتازاني

---

[1] انهي حڪمران لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهو پنهنجي عظيم پيش رو شاهہ عباس اول وانگر سڀني مذهبن لاءِ رواداري وارو سلوڪ رکندو هيو. اهو اڪثر ڪري انهي معاملي ۾ پنهنجي اصول کي بيان ڪندو هيو جنهن ذريعي ان ڳالهہ بابت سندس ڪردار کي پرکيو ويندو هيو. "ماڻهن جي نيتن جو اندازو لڳائڻ منهنجو نہ پر الله تعاليٰ جو ڪم آهي. اهو عظيم خالق ۽ مالڪِ ڪائنات جي عدالت جو معاملو آهي، مان ان ۾ ڪڏهن بہ مداخلت ڪونہ ڪندس."

جھڙن ۾ ٻين فلاسافرن ۾ حڪيمن جي راين جا حوالا ڏئي تشريح ٿيل آهي.

عبدالرزاق جي راين مان ڪجھ نهايت دلچسپ آهن. مثال طور، معتزلين ۽ اشعرين جي باري ۾ بحث ڪندي اهو چوي ٿو ”معتزلين علم ڪلام انهي مقصد سان ايجاد ڪيو ته جيئن ديني احڪامن ۽ معاشري جي گهرجن جي وچ ۾ هم آهنگي پيدا ڪري سگھجي، ۽ قرآني آيتن جي ۽ اهڙين حديثن جي جيڪي ظاهري طور غيرمعقول لڳن ٿيون، عقلي اصولن مطابق تشريح ڪجي. جڏهن ته انهن جو مخالف فرقو ڪنهن حد تائين تعصب جي ڪري ۽ ڪنهن حد تائين مصلحت جي ڪري قرآن شريف جي آيتن ۽ حديثن کي لغوي مطلب سان قبول ڪرڻ جو قائل هيو. ۽ انهن هرقسم جي تاويل کي ممنوع قرار ڏنو انهي ڪري معتزلين ۽ ٻين مڙني مخالف فرقن طرفان ڪيل تاويلن کي بدعت قرار ڏنائون ۽ معتزلين کي ”مستبدعين“ جو لقب ڏنائون ۽ انهن معتزلين جي مقابلي ۾ پاڻ کي اهل سُنت والجماعت جو نالو ڏنو. ........ انهي حد تائين جو انهن مان اڪثر الله تعاليٰ جي باري ۾ جسماني وجود رکڻ جو گمان ڪرڻ جي گناهه ۾ مبتلا ٿي ويا آهن ۽ سڀ جا سڀ تشبيهه پرستي جي گناهه ۾ ڦاٿل ويا آهن. اهو سڀ انهيءَ ڪري ٿيو آهي جو انهن تاويلن کان دروازو بند ڪري ڇڏيو آهي. انهن خدا جو تخت نشين هجڻ وارين آيتن ۽ خدا جي ديدار جي باري ۾ حديثن جي تشريح پنهنجي لغوي معنيٰ واري قبوليت ۾ ڪئي آهي، ايستائين جو انهن هڪ مان جسمانيت ۽ ٻي مان تشبيهه وارو مطلب ڪڍيو آهي. شروع ۾ انهن ماڻهن وٽ منطقي دليل پيش ڪرڻ يا عقل استعمال ڪرڻ جو ڪوبه طريقو ڪونه هيو. ابوالحسن اشعري جيڪو معتزلين جي اڪابر عالمن مان هڪڙي ابو علي جبائي جو نالي وارو شاگرد هيو جي ميدان ۾ اچڻ کان اڳ اهي قرآن شريف جي آيتن ۽ حديثن جي صرف لغوي لفظن تي ياڙيندا هيا. ابوالحسن منطق ۽ دليل بازي جو نهايت وڏو علم حاصل ڪيو هيو. ان معتزلين جي مذهب (مذهب اعتزال) کي ترڪ ڪيو ۽ اهل سُنت والجماعت جو مذهب اختيار ڪيو ۽ انهي فرقي جي مقصد کي جيڪو ان زماني تائين ڪنهن به قسم جو اثر رسوخ ڪونه رکندو هيو، ترقي وٺرائڻ لاءِ وڏيون ڪوششون ڪيائين. ان وقت کان پوءِ اهو فرقو ان جي نالي پٺيان سڏجڻ لڳو. ان معتزلين جي نموني تي قانون ۽

اصول مرتب ڪيا ........ آمر حڪمرانن ڏنوتہ انهي مذهب جا عقيدا انهن جي پاليسين سان نهڪندڙ آهن تہ انهن انهي فرقي جي حمايت ڪئي، ۽ ائين مسلمانن منجهہ اشعريت وڏي پيماني تي پکڙجي وئي. پر جيئن تہ معتزلين جا عقيدا ( قواعد اعتزال) عقلي اصولن (اصول عقليہ) تي ٻڌل هيا، ان ڪري اهي حق جي طالبو ماڻهن (طالبانِ حق) جي وڏي تعداد منجهہ قبوليت ماڻي ويا. جيئن تہ معتزلي عقيدي وارن فلسفي ۽ سائنسي علمن جو ڳوڙهو اڀياس ڪيو هيو، تنهن ڪري اهي مابعدالطبيعاتي ۽ ديني مسئلن تي بحث مباحثو ڪرڻ وقت انهن منجهان دليل پيش ڪندا هيا. جڏهن اشعرين کي انهي جي خبر لڳي تہ انهن هڪدم فلسفي جي تعليم (مطالعہ ڪتبِ حڪمت) کي غير شرعي ۽ خطرناڪ قرار ڏنو، ڇوتہ اهي هر ان شئي کي، جيڪا اسلام ۾ عام رواج ڪونہ هئي، بدعت سمجهندا هيا. اها انهي فرقي جي ڪارستاني هئي تہ مسلمانن منجهہ فلسفو ايترو غيرمقبول ٿي ويو جو معتزلي عقيدي وارن عالمن بہ ان جو اثر ورتو ۽ ان کان منهن موڙڻ شروع ڪيو. پر فلسفي جي انهي مخالفت جا اصل محرڪ اشعريت وارا ئي هيا، ڇوتہ ٻي صورت ۾ اها حقيقت آهي تہ فلسفو دين يا قرآن شريف جي اسرارن ۽ حديثن سان ڪنهن بہ صورت ۾ تضاد وارو ڪونہ آهي. نبين سڳورن ۽ انهن جي نائبن (وصين) فلسفي جي حقيقت جي وضاحت ڪئي آهي، اهي حقيقتون تمثيلي طور قدسي آهن. ..... "انسان جو عمل لاءِ آزاد هجڻ جي باري ۾ ٽي مذهب آهن: پهريون جبر جو عقيدو آهي ۽ اهو اشعرين جو مذهب آهي. انهن جو عقيدو آهي تہ انسان جا عمل سڌو سنئون(بلا واسطہ) خدا طرفان پيدا ڪيل آهن، ۽ ان ۾ انسان جي ڪنهن بہ ارادي جو دخل ڪونہ آهي. ايستائين جو جيڪڏهن ڪو شخص باهہ ٻاري ٿوتہ باهہ کي بہ اهي خدا جي ٻاريل چون ٿا." انهي عقيدي جي خرابي کي بي نقاب ڪرڻ کان پوءِ ليکڪ (عبدالرزاق) اڳتي ٻڌائي ٿو "ٻيو مذهب يعني تفويض جو عقيدو، معتزلي عقيدي وارن (اهل اعتزال) مان ڪجهہ ماڻهن اختيار ڪيو. انهن جي دعوا هئي تہ انسان کي نيڪي ۽ بدي مان چونڊ ڪرڻ ۽ ان مطابق عمل ڪرڻ جو مڪمل اختيار آهي. ٽيون فاطمي امامن ۽ فلاسافرن ۽ عقليت پسندن جو مذهب آهي، جيڪي اهو عقيدو رکن ٿاتہ انساني افعال اصل ۾ انسان جا ئي پيدا

ڪيل هوندا آهن. پر الله تعاليٰ طرفان نيڪي ۽ بدي جي نشاندهي ٿيل هوندي آهي. “ .........

چرچ جي موجوده حالت جو جيڪا عيسائيت ۾ قدامت پرست (صحيح العقيدو) هجڻ جي دعوا ڪري ٿي، اسان اسلام ۾ ساڳي دعوا ڪندڙ فرقي جي حالت سان ڀيٽ ڪرڻ کان رهي نٿا سگهون. چوٿين عيسوي صدي کان وٺي جڏهن ان جو بنياد رکيو ويو لٿر (Luther) جي بغاوت تائين ڪيٿولڪ فرقي پاڻ کي سائنس، فلسفي ۽ علم جو جاني دشمن ثابت ڪيو. ان بدعت جي الزام ۾ لکين انسانن کي باھ جي شعلن حوالي ڪيو. ان ڏکڻ فرانس ۾ فڪري آزادي جي اڏوگابري سوچ کي پائمال ڪري ڇڏيو، ۽ عقلي دينيات جي درسگاهن کي زبردستي بند ڪرائي ڇڏيو. پر لُٿر ۽ ڪالوِن جي عظيم مزاحمت کان پوءِ ڪيٿولڪ مذهب وارن تي واضح ٿيوتہ سائنس جي تربيت ۽ فلسفي جو مطالعو اهل ايمان کي ڪافر ڪونہ ٿو بڻائي. ان ڪري ان پنهنجن بنيادن کي ڪشادو ڪيو ۽ هاڻي ان جي دائري ۾ وڏن وڏن ذهنن وارا سائنسدان، اديب وغيره شامل آهن. ٻئي مذهب واري ماڻهوءَ کي اهو مذهب اصلاح يافتہ عيسائي ڪليسائن کان بہ وڌيڪ آزاد خيال ڏسڻ ۾ اچي ٿو. پنجن صدين تائين اسلام انسانذات جي فڪري آزادي جي ترقي ۾ مدد ڪئي پر ان کان پوءِ ان ۾ هڪڙي رجعت پسند تحريڪ گهڙي آئي ۽ هڪدم انساني فڪر جي سموري وهڪري جو رُخ بدلجي ويو. سائنس ۽ فلسفي جي تربيت جو شوق رکڻ وارن ماڻهن کي اسلام جي دائري مان خارج قرار ڏنو ويو. ڇا سُني مذهب وارن جي لاءِ رومي ڪليسا جي حالت مان سبق وٺڻ ناممڪن آهي؟ ڇا پاڻ کي گهڻ رخو ڪرڻ لاءِ رومي ڪليسا کان عبرت حاصل ڪري، اهڙي نموني پاڻ کي زياده وسيع بڻائڻ ان لاءِ ناممڪن آهي؟ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعليمات ۾ اهڙي ڪا ڳالھ ڪونہ آهي جيڪا ائين ڪرڻ کان روڪي. اسلام جو هڪڙو پروٽيسٽنٽ مسلڪ يعني معتزلي، اڳيئي راھ هموار ڪري چڪوآهي. اهل سُنت وارن جو عظيم مذهب پنهنجن پراڻن بندڻن کي ڇو نٿو ٽوڙي ڦٽو ڪري ۽ آزاد ٿي هڪڙي نئين زندگي ڏانهن وک ڇو نٿو وڌائي؟

# باب يارهون

## اسلام جو صوفياڻو ۽ مثالي روح

هُوَالاوَل وَالآخِر وَالظَاهِر وَالباطِن وَهُوَ بِڪُلِ شيءٔ عَلِيمر0

اهو صوفياڻو فلسفو جيڪو جديد فارسي ادب جو روح روان آهي، مڪمل طور تي ان مخفي معنويت جي پيداوار آهي جنهن کي مسلمانن جو هڪڙو اهم طبقو قرآن شريف جي لفظن ڏانهن منسوب ڪري ٿو. قدسي نفوس جو سرشار جذبو جنهن سان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اڪثر ارشاد فرمائيندا هيا. وجداني ڪيفيت ۽ ذوق و شوق واري گهرائي جيڪا سندن عبادت جي خاصيت هئي، اهي مڪيہ اصول قائم ڪن ٿا جن تي اسلامي تَصَوُف جو بنياد رکيل آهي. پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ظاهري حياتي دوران جڏهن عملي فرضن جي ادائگي کي ديني فڪر و نظر تي ترجيح ڏني ويندي هئي تڏهن اسلام ۾ مفڪراڻي ۽ صوفياڻي عنصر جي مڪمل ترقي لاءِ ڪا خاص گنجائش ڪونہ هئي، ڇوتہ اهو مفڪراڻو ۽ صوفياڻو عنصر سيني مذهبن ۾ ۽ هر قوم منجهہ موجود هوندو آهي. تاهم اهو فرد ۽ قوم ۾ خصوصيتن مطابق ۽ خيالي ڳالهہ کي حقيقت ۾ ملائڻ واري سندن رجحان مطابق مختلف هوندو آهي. هندو محدود (متناهي) جي لامحدود (لا متناهي) ۾ جذب ٿي وڃڻ کي خوشي جي انتها سمجهي ٿو ۽ ان منزل کي ماڻڻ لاءِ اهو هڪڙي جاءِ تي بنا چرڻ پرڻ جي ويٺو يا وينو رهي ٿو ۽ پنهنجو پاڻ کي مڪمل بي حسي جي حوالي ڪري ڇڏي ٿو. لامحدوديت جو جيڪو احساس ان تي حاوي هوندو آهي، ان ڪري ان لاءِ اهو مشڪل هوندو آهي تہ پروهت يا خدا جي وچ، يا پنهنجي پاڻ ۽ خدا جي وچ ۾ ۽ آخرڪار خدا تعاليٰ ۽ فطرت جي مختلف نمونن جي وچ، جن لاءِ سمجهيو ويندو آهي تہ الله تعاليٰ پاڻ کي انهن ۾ ظاهر ڪري ٿو صحيح معنيٰ ۾ ڪو فرق ڪري سگهي. آهستي آهستي غور و فڪر واري اها لڙائي، جيئن ڀڳونت گيتا ۾ آيل آهي، انهي گمان تي ختم ٿي ٿئي تہ خالق ۽ مخلوق هم ذات آهن. ائين اسان کي خبر پوي ٿي تہ همہ اوست جو عقيدو ڪيئن عجيب طور تي پنهنجي انتهائي شڪل

۾ مادي شين جي پوڄا ڪرڻ لاءِ هر ڪائي ٿو جيڪا الوهيت جي هر هئي تصور ڪان پهريان وجود ۾ آئي. پنهنجي ٻارپڻي ۾ انساني ذهن ڪنهن به روحاني جذبي کان نه پر ڪنهن خالص خوف کان واقف هوندو آهي. قديم دور جا جهنگل، جن کي انساني هٿ اڃا ڇهيوئي ڪونه آهي، عاليشان پهاڙ جيڪي رستي ۾ خوفناڪ ديون وانگر بيٺا آهن، رات جي اونداهي جنهن ۾ ڀوائتيون ۽ اڻ ڄاتل شڪليون منڊلائيندڙيون رهن ٿيون، ٻيلي جي وڻن جي چوٽين تان هوا جا واڪا، اهي سڀئي شيون انسان جي ٻاراڻي ذهن ۾ خوف ۽ هيبت طاري ڪنديون آهن. تنهن ڪري اهو هر ان مادي شئي جي پوڄا ڪندو آهي، جنهن کي پاڻ کان يا پنهنجي ويجهي ماحول کان وڌيڪ طاقتور ڏسندو آهي. آهستي آهستي اهو انهن قدرتي شين کي خيالي هستيون سمجهڻ لڳندو آهي ۽ انهن خيالي هستين کي پوڄا لائق سمجهندو آهي. وقت جي رفتار ۾ اهي سڀئي الڳ الڳ خيالي هستيون هڪڙي عالمگير ۽ سچي ڪائنات تي ڇائنجندڙ هستي ۾ گڏ ٿي وينديون آهن. بُت پرستي کان مٿي وڌڻ جو پهريون قدم مادي وحدت الوجودي آهي.

جديد افلاطونيت جيڪا پاڻ مشرقي فڪر جي پيداوار هئي، ان عيسائيت کي متاثر ڪيو ۽ گهڻو ڪري عشاء رباني وارو تصور ان جو نتيجو هيو. جوهانس اسڪاٽس (Johannes Scotus) ۽ ايڪهرٽ Eckhart (1260ع کان 1328ع) کان سواءِ وچين دور (قرون وسطيٰ) وارن سڀني صوفين صرف انهي معاملي تي جهيڙو ڪيو هيو. تَصَوُف، جيئن صحيح معنيٰ ۾ چئجي، لامحدوديت جي هڪڙي بلند همت آرزو آهي، "نورباطن" جي اسلامي عقيدي ذريعي وجود ۾ آيو.

اسلامي دنيا جي معتبر ذهنن منجهه جيڪو اهو خيال هيو ته قرآن شريف جي لفظن ۾ ڳوڙهو ۽ وڌيڪ لڪل مطلب آهي، اهو خيال قران شريف جي "ظاهري متن ۽ اصول جي سختي" جي شدت کان فرار اختيار ڪرڻ جي خواهش ڪري پيدا ڪونه ٿيو هيو پر ان جو سرچشمو اهو صميمي ايمان هيو ته عام مفسر قرآن شريف جي عبارتن جو جيڪو مفهوم بيان ڪن ٿا ان ۾ ان کان گهٽ نه پر گهڻي وڌيڪ معنيٰ سمايل آهي. اها ايماني سوچ ۽ ذاتِ باري تعاليٰ جو هر شئي مٿان طاري ۽ ساري هجڻ وارو ڳوڙهو احساس، جيڪو قرآني تعليمات ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي فرمانن مان پيدا ٿيو ۽ انهن سان پوري

مطابقت رکندڙ هيو انهن پنهي گڏجي مسلمانن منجهه انهي غوروفکر واري يا آدرشي فلسفي جي ترقي ڏانهن رهنمائي ڪئي جنهن کي صوفي ازم (تَصَوُف) جو نالو ڏنو ويو ۽ گهڻو ڪري جيڪي خيال مسلمانن منجهه مروج هيا انهن کي جديد افلاطونيت جي خيالن بہ پکڙجڻ لاءِ مدد ڪئي. مسلمانن ۾ تَصَوُف جا بہ عظيم علمبردار، مشرق ۾ امام غزالي ۽ مغرب ۾ ابن طفيل، هيا. جيئن اسان کي اڳيئي معلوم آهي تہ امام غزالي هر ان فلسفي کان، جيڪو علم جو بنياد تجربي يا عقل تي رکندو هيو غير مطمئن هجڻ ڪري تَصَوُف ۾ پناهه ورتي هئي. امام غزالي جي اثررسوخ مشرقي مسلمانن منجهه تصوف جي پکڙجڻ کي هٿي وٺرائڻ لاءِ وڏو ڪم ڪيو ۽ اسلامي مشرق جي عظيم ڏاهن فلسفي کي قبول ڪيو. مولانا جلال الدين رومي (ترڪي) جنهن جي مثنوي[1] کي صوفين طرفان مان مليل آهي؛ سنائي جنهن کي خود مولانا رومي پنهنجو اوستاد مڃيو آهي؛ فريدالدين عطار، شمس الدين حافظ خاقاني، معلم اخلاق شيخ سعدي ۽ داستان گو نظامي ـ سڀ انهي مڪتب فڪر سان واسطو رکندڙ هيا. مولانا رومي پنهنجي عقيدت جو اظهار هيئن ڪري ٿو:

عطار روح بود و سنائی دو چشم او،
ما در پیٔ سنائی و عطار آمدیم.

"عطار (فريد الدين عطار) ان صوفياڻي فلسفي جو روح هيو ۽ سنائي ان جون ٻئي اکيون، مان تہ سنائي ۽ عطار جي نقش قدم تي هليس."

پر ائين نہ سمجهيو وڃي تہ امام غزالي اسلام ۾ پهريون شخص هيو جنهن "نورباطن" جو تصور پيش ڪيو. خدا جي الهامي ڄاڻ (عرفان الاهي) دين جي فطرت ۾ سمايل آهي. قربت الاهي جي نيت ۽ ان سان حقيقي رابطو خشوع ۽ خُضوع واري عبادت لاءِ هڪڙو لازمي جُز آهي؛ نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي معراج جو مطلب ٿي محدود جو لامحدود سان ڪامل رابطو هيو. الله تعاليٰ نہ صرف انهن مردن ۽ عورتن جي دلين سان ڳالهائي ٿو جيڪي عاجزي ۽ خلوص نيت سان ان کان مدد ۽ رهنمائي جي طلب ڪندا آهن، پر هرقسم جي علم جو

[1] انسان جي خدمت ئي سچي عبادت آهي جي موضوع تي مثنوي جي سبق آموز ڪهاڻين مان هڪڙي کي ليگ هنٽ (Leigh Hunt) انگريزي نظم ۾ سهڻي انداز ۾ بيان ڪيو آهي.

منبع بہ عقلِ ڪل جي ذات آهي؛ نبين سڀني ڏانهن علم وحي جي ذريعي نازل ٿيندو آهي ۽ الله تعاليٰ اڪثر ڪري بغير ڪنهن وچواري جي بہ پنهنجن ڪجھ خاص نبين کي الهام ڪرڻ (في سره قلبي) ذريعي علم عطا ڪندو آهي. اسلام جي اصطلاح ۾ ان کي "علم لدني" سڏيو ويندو آهي. ان جو قرآن شريف ۾ حوالو ڏنل آهي، ائين بيان ٿيل آهي "وَعَلَمناهُ مِن لَدُنَا عِلما......"(سورت ڪهف آيت 65). خدا سان قريبي رابطي جو ساڳيو نظريو(تصور) هڪڙي مشهور قدسي حديث ۾ بيان ڪيل آهي، جنهن مطابق قادرمطلق فرمائي ٿو "مَا وَسِعَ اَرضُ وَلا سَماءَ وَلاڪِن وسِعَ قَلبِ عَبدِي المُؤمِنِ التَّقِيَ النَّقِي."[1] (زمين ۽ آسمان مون کي پاڻ ۾ سمائي نٿا سگهن، پر منهنجي مؤمن ٻانهي جي دل مونکي سمائي ٿي وڃي.) عبادت جي سُرُور ۾ ان خدائي واعدي جو جواب انساني دل هيئن ڏئي ٿي "سَمِعَ اللهُ لِمَن حَمدهُ رَبّنا وَلَڪَ الحَمد."

ساڳي ماورائيت ٻين حديثن ۾ بہ ڏسي سگهجي ٿي؛ ۽ حضرت علي عليہ السلام پنهنجن خطبن ۾ نورباطن تي بحث ڪيو آهي.[2]

---

[1] ڪئمبرج جي ڊاڪٽر رينالڊ نڪولسن (Dr. Reynold Nicholson) بہ پنهنجي ڪتاب "مسٽڪس آف اسلام (Mystics of Islam) ۾ ان جو حوالو ڏنو آهي. اهو ڪتاب اهڙي ڏاهي جو لکيل آهي جيڪو صوفيائي ادب جي ڄاڻ رکڻ ۾ يورپ ۾ لاثاني آهي. اهو فارسي تصوف جو هڪڙي ننڍڙي دائري ۾ عمدو خلاصو پيش ڪري ٿو.

[2] نهج البلاغہ. نهج البلاغہ جون بہ شرحون آهن. هڪڙي عربي ۾ ابن الحديد جي ۽ ٻي فارسي ۾ لطف الله ڪاشاني جي. ابن الحديد پنهنجي شرح جي ديباچي ۾ پنهنجو پورو نالو هيئن ڏنو آهي "ابوحامد عبدالحميد بن هِبَتُ الله بن محمد بن محمد بن حسين بن ابن الحديد. اهو ذوالحج 586 هجري (ڊسمبر 1190ع) ۾ مدائن ۾ ڄائو. اهو معتزلي بہ هيو ۽ شيعو بہ هيو ۽ ديباچي ۾ ان لاءِ انهن ٻنهي لاڳاپن جو ذڪر ٿيل آهي. اهو پهرين درجي جو فقيه هيو علم و ادب جو وڏو ڄاڻوگر (عالم متجر). منطقي دليل سان ڳالهائڻ وارو ۽ شاعر هيو. اهو ناصر ۽ ظاهر نالي حڪمرانن جي دور ۾ ڪنهن مکيہ عهدي تي فائز هيو. ابن خلڪان (ڊي سلين De Slane جي جلد ٽئين ۾ صفحي 543 تي سوانح ضياءالدين ابن اثير ۾) ان جي باري ۾ چئي ٿو "عزالدين، فقيه ۽ اديب ماڻهو" پر اهو ابن الحديد جي عظيم ڪتاب يعني شرح نهج بلاغہ جو ذڪر ئي ڪونہ ٿو ڪري؛ نہ وري انهي ڳالھ جو ذڪر ڪري ٿو تہ اهو ڪو معتزلي يا شيعو هيو. ابن الحديد پنهنجي ڪتاب جي شروع ۾ جتي اهو ائين چوي ٿو تہ الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ ۽ شڪر ادا ڪرڻ انسان تي فرض آهي، اتي اهو قيامت جي ڏينهن خدا کي جسماني اکين سان ڏسڻ (رويت باري في الآخرت) جي باري ۾ اشعرين جي عقيدي جي ترديد ٿو ڪري. (ڏسو بقايا......)

حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها پنهنجن خطبن ۾ ان جو ذڪر ڪيو آهي.[1] ۽ حضرت علي عليہ السلام جي پوٽي ۽ سيد الشهداء حضرت امام حسين عليہ السلام جي پٽ حضرت امام علي (زين العابدين) عليہ السلام جي عبادتن واريون مناجاتون تہ ان جي تجلي سان پريون پيون آهن.[2] پر نور باطن واري نظرئي جي انهن ابتدائي تحريرن ۾ اهڙو ڪو اشارو ڪونہ آهي تہ آيا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم يا سندن روحاني ورثي جي وارثن حق جي ڳولا ۾ دنيا جي معاملن کي ترڪ ڪرڻ لاءِ يا رهبانيت اختيار ڪرڻ لاءِ تلقين ڪئي هجي، رهبانيت کي تہ پاڻ سختي سان ننديندا هيا.[3] پر اهائي حقيقت آهي تہ اسلامي تَصَوُف ان منع ڪيل رستي تي هلي پيو. روحاني ڪمال[4] حاصل ڪرڻ جي جستجو ۾ گهڻن مسلمانن اهو نقطو وساري ڇڏيو آهي تہ انساني زندگي جو دارومدار مسلسل جاکوڙ تي ٻڌل آهي. اهو ڇو ظهور ۾ آيو ان جو ذڪر دلچسپي کان خالي ڪونہ آهي.

نہ عيسائيت ۾ ۽ نہ اسلام ۾ تَصَوُف ڪو نئون مسلڪ آهي. اهو رومي دنيا ۾ بہ موجود هيو تہ يهودين لاءِ بہ اڻ ڄاتل ڪونہ هيو. آريائي هندوستان ۾ تہ اهو وڏي پيماني تي موجود هيو ۽ ان تي ڪيترين صورتن ۾ عمل ٿيندو هيو. هندوستان مان اهو مغرب ۽ وچ ايشيا ۾ پهتو جتي ان وقت بہ وقت نهايت عجيب و غريب روپ ڌاريا. جتي جتي بہ ان پنهنجو زور ورتو اتي ان ماڻهن کي ٻاهرين دنيا سان سيئي وهنوار ترڪ ڪرڻ،

---

(بقايا) ابن الحديد 655 هجري (1257ع) ۾ بغداد ۾ وفات ڪئي، منگولن هٿان ان شهر جي تباهي ۽ بربادي کان صرف هڪ سال اڳ. (نهج البلاغہ جي فارسي شرح وارو ڇاپو گهڻو ڪري 1304 هجري ۾ شايع ٿيو).

[1] "لمعة البيضا"

[2] صحيفہ ڪاملہ

[3] حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ پهريان اصحابي "رات جو گهڻو حصو عبادت ڪرڻ ۾ گذاريندا هيا ۽ پنهنجا ڏينهن ماڻهن جا مسئلا حل ڪرڻ ۾ گذاريندا هيا". اموي پنجون خليفو عمر بن عبدالعزيز بہ ائين ڪندو هيو جيڪو ٻين گهڻن جي مقابلي ۾ "ولي" جي لقب جو وڌيڪ حقدار آهي.

[4] صوفين جي اصطلاحي ٻولي ۾ "ڪامل انسان" بنجڻ جي ڪوشش.

خانداني لاڳاپن ۽ ذميوارين کان هٽ ڪٽڻ ۽ ٻين سيني ڳالهين کان هٽي ڪري انساني ذهن جو صرف هڪڙي شئي سان لئون لڳائڻ سيکاريو. دراصل دنيا کي ترڪ ڪرڻ ئي ان جو سمورو نچوڙ هيو. حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو پيغام صوفين جي صديون پراڻي تعليم جو پڙاڏو هيو. اسلام جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جي برخلاف گهڻ متاثر ڪندڙ ذميواري جي خلوص واري ادائگي، پر الله تعاليٰ وٽ گهڻي مقبول عبادت هجڻ ڪري انسان جي خدمت لاءِ تاڪيد ڪيو. سندن پيغام پراڻن نظرين جي بنهہ مخالف هيو.

بدقسمتي سان حضرت علي عليہ السلام جي شهادت[1] ۽ خلافت راشده جي ختم ٿيڻ سان جيڪي هنگاما برپا ٿيا، پنهنجين مڙني لاڳاپيل وحشتن سان مديني جي تباهي، ۽ دمشق جي وڏن بدڪار اُموي حڪمرانن جي دور ۾ سماجي زندگي ۾ جيڪي مشرڪاڻہ عمل رواج ۾ اچي ويا، انهن سنجيدو ذهن رکندڙ مسلمانن کي گوشہ نشيني اختيار ڪرڻ ۽ عبادت ڪرڻ ۾ پناهہ وٺڻ لاءِ مجبور ڪيو. تقوا کان توڪل تائين صرف هڪ قدم جو فاصلو آهي. اتان کان اڳتي جيڪا صوفياڻي مسلڪ جي نشونما ٿي اهو قدرتي واقعن جو هڪڙو سلسلو آهي. عاجزي ۽ دنيا کان لاتعلق ٿيڻ جي نشاني طور درويشي خرقي کي لباس طور اختيار ڪرڻ پراڻي رسم آهي جيڪا قديم زماني کان مروجہ آهي.[2] روحاني ترقي جو صوفي نظريو مڪمل تزڪيہ نفس، ۽ الله تعاليٰ جي ذڪروفڪر ۾ پوري طرح محو ٿي وڃڻ جي حالت تي ٻڌل آهي. صوفي

---

[1] هن ڪتاب جي صفحي 521 ۽ 522 تي آيل عبارت ڏسو. ان کان علاوه ڪتاب اسلام جي مختصر تاريخ "شارٽ هسٽري آف ساراسينس" کي پڻ غور سان پڙهو.

[2] عيسائيت ۾ وارن (اُن) يا ٽاٽ جي ڪپڙي مان ٺاهيل لباس جو بہ ساڳي مقصد وارو استعمال هيو. وهاڻي جي ڏڳهي ڇوَ (غلاف) وانگر خرقو اُن جي ڪپڙي مان ٺهيل لباس جو هڪڙو نمونو آهي. صوفين تي اهو نالو انهن اوني ڪپڙن پائڻ جي ڪري پيو جيڪو اهي پائيندا هيا. "صوف" لفظ جي معنيٰ آهي، اُن (ڏاس). صوفي جو نہ تہ ڪو انهن اهل الصفا سان تعلق آهي، جيڪي مسجد نبوي جي ٻاهران سمهندا ۽ رهندا هيا ۽ ڪين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان کاڌو ملندو هيو" ۽ نہ وري انهن جو تعلق "اخوان الصفا" وارن سان آهي.

جو عقيدو آهي تہ انهي محويت ۾ ذهني يڪسوئي[1] سان اهو ذاتِ باري تعاليٰ سان قرب ۾ حق جي معرفت حاصل ڪري ٿو. انهي عقيدي، جتي ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ ڪيترن پارسا ۽ خدا پرست مرد ۽ عورتن کي آماده ڪيو تہ اهي پنهنجي حياتي دين لاءِ وقف ڪري ڇڏين، اتي ساڳي وقت عجيب و غريب خيالن جو هڪڙو طوفان بہ برپا ڪري ڇڏيو.

حضرت علي عليہ السلام ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اهل بيت مان امامن سڀني لاءِ مڃيو ويندو آهي تہ انهن کي اعليٰ درجي وارو باطني علم "علم لدني" عطا ٿيل هيو. ابونصر سراج تصوف واري فلسفي تي لکيل پنهنجي ڪتاب "اللمعہ"[2] ۾ حضرت جنيد بغدادي[3] جي حوالي سان ٻڌائي ٿو تہ جيڪڏهن حضرت علي عليہ السلام کي اڻ ڳڻين جنگين ۾ نہ ڦاسايو وڃي ها تہ الله تعاليٰ ان کي جنهن "علم لدني" سان نوازيو هيو ان سان اهو هن دنيا کي مالا مال ڪري وڃي

---

[1] روايت آهي تہ ابو سعيد بن ابوالخير جيڪو صوفي لڏي ۾ بلند مقام رکي ٿو هندو يوگاين وانگر پنهنجي ذهن (نگاهہ) کي پنهنجي پيٽ جي دن تي ڄمائي رکندو هيو. ابوسعيد بن ابوالخير جي هڪڙي نهايت شاندار سوانح عمري ڊاڪٽر نڪولس پنهنجي ڪتاب "اسٽڊيز ان اسلامڪ مسٽزم" ( Studies in Islamic Mysticism) ۾ بيان ڪئي آهي. اهو ڪتاب ڪيمبرج يونيورسٽي پريس جو ڇپيل آهي. ان کان علاوه پروفيسر اِي جي. برائون (Prof. E.G. Browne) جو ڪتاب "لٽريري هسٽري آف پرشيا" (Literary History of Persia) پڻ ڏسو. چيو وڃي ٿو تہ ابوسعيد، ابن سينا جو همعصر هيو. اهو 1049 ۾ فوت ٿيو.

[2] "اللمعہ في التَصَوُف": تَصَوُف، صوفي ازم(صوفيت) جو فلسفو آهي. سراج جي ڪتاب اللمعہ کي "اسٽڊيز ان اسلامڪ مسٽزم" جي مانواري ليکڪ وڏي ڏيان ۽ قابليت سان تازو سهيڙيو آهي. نورالدين عبدالرحمان جامي (نفحات الانس. ڪلڪتي ۾ ڇپيل صفحو 319) جي قول مطابق سراج صوفي درويشن جي قطار ۾ نمايان حيثيت رکي ٿو. جامي طرفان ڪيل تذڪري مان معلوم ٿو ٿئي تہ اهو ماهر رياضيدان، ۽ تجريدي علمن جو ماهر هيو. سراج غزالي کان اٽڪل سَوَ سال اڳ 378 هجري(988ع) ۾ وفات ڪئي.

[3] اللمعہ صفحو 129. حضرت جنيد بغدادي رحمت الله تعاليٰ عليہ اسلام جي اولين صوفي درويشن مان هيو. اهو 297 هجري (910ع) ۾ فوت ٿيو. ان لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهو اعلان ڪيائين "صوفي عقيدن وارو نظام مڪمل طور تي قرآن شريف ۽ ايمان جي سيني اصولن سان لاڳاپيل آهي." (ابن خلڪان).

ها.[1] خواجہ فريدالدين عطار[2] پنهنجي ڪتاب ”تذڪره الاولياء“ ۾ حضرت جعفرصادق عليہ السلام ڪي، جيڪو خاندانِ نبوت جو ڇهون امام هيو تصوف وارن بزرگن جي قطار ۾ پهريون نمبر ڏنو آهي. اها قابل ذڪر ۽ قيمتي ڳالهہ آهي تہ گهڻو ڪري هر صوفي درويش جو روحاني سلسلو حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي وسيلي سان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تائين پهچي ٿو. صرف چند ماڻهن جو سلسلو حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ سان ملي ٿو.

پهرين ٻن اسلامي صدين دوران جيڪي اهڙا قابل احترام مرد ۽ عورتون گذريا، اهي صوفي جي مقابلي ۾ توڪل علي الله واري عقيدي جا وڏيڪ هيا. انهن دنيا کي ترڪ ڪري ڇڏيو هيو ۽ خصوصي طور پاڻ کي زهد ۽ تقوا لاءِ ارپي ڇڏيو هئائون. جن منجهان امام حسن بصري،[3] حضرت ابراهيم بن ادهم،[4] حضرت معروف ڪرخي رحمه الله تعاليٰ،[5]

---

[1] هندوستان جو شاعر دبير، حضرت علي عليہ السلام کي ” رموزدانِ خدا “ (خدا جي رمزن - رازن - جو ڄاڻوگر) سڏي ٿو.

[2] ڏسو هن ڪتاب جو صفحو ........ خواجہ فريدالدين عطار 545 هجري (1150ع) ۾ ڄائو ۽ خيال ڪيو وڃي ٿو تہ اهو منگولن هٿان 627 هجري (30-1229ع) ۾ شهيد ٿيو.

[3] معتزلي فرقي جو باني واصل بن عطا امام حسن بصري جو شاگرد هيو. امام حسن بصري 110 هجري (728ع) ۾ وفات ڪئي.

[4] ابواسحاق بن ابراهيم بن ادهم بن منصور جي باري ۾ ”تذڪرت الاولياء“ ۾ آيل آهي تہ اهو بلخ جو شهزادو هيو. ان جو پيءُ هڪڙو مالدار واپاري (رئيس التجار) هيو. ان دنيا کي ترڪ ڪري پنهنجي سموري دولت غريبن ۾ ورهائي ڇڏي ۽ زهد ۽ تقوا واري زندگي گذاريائين. چيو وڃي ٿو تہ اهو امام ابوحنيفہ جو شاگرد هيو. اهو 161 هجري ۾ فوت ٿيو.

[5] حضرت معروف ڪرخي رحمت الله تعاليٰ عليہ هڪڙي عيسائي جو پٽ هيو. ان آلِ رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اٺين امام حضرت علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام جي هٿ تي بيعت ڪري اسلام قبول ڪيو. اهو امام رضا عليہ السلام جو شاگرد هيو. امام سڳوري کي ان سان گهڻو پيار هيو ۽ ان کي پٽ وانگر پائيندو هيو. ان باري ۾ هڪڙي چوٽي مشهور آهي ”علي موسيٰ رضا (ڏسو بقايا......)

جنيد بغداديءَ[1] بيبي رابعہ بصري[2] (اها پاڪ سيرت عورت جنهن جو نالو اسلامي تواريخ ۾ مشهور آهي)، بايزيد بسطامي، ۽ ٻيا ڪيترائي اڻ ڳڻيا حضرات مشهور آهن. ٽين اسلامي صدي دوران جڏهن حضرت جنيد بغدادي افق تي ظاهر ٿيو تہ ان وقت تَصَوُف، اسلامي فلسفي جي شاخ طور تسليم ٿي ويو هيو پر جيئن تہ ان ۾ فڪري بي راه روي جي گهڻي گنجائش هئي تنهن ڪري تصوف مختلف ماڻهن جي ذهنن ۾ غير اسلامي شڪل اختيار ڪرڻ شروع ڪئي. پراڻن خيالن ۽ نظرين جي گڏجڻ سان جيڪي مونجهارو پيدا ڪندڙ خيال ۽ پٽڪيل رجحان پيدا ٿيا، ابونصر سراج انهن جي مذمت ڪئي آئي. صوفي مسلڪ جي ڪجهہ واٽهڙن اهو اعلان ڪندي تہ "عارف" کي ڪامل عرفان اخلاقي قانونن جي مڙني پابندين کان آجو ڪري ڇڏي ٿو.[3] جوهانز ايگريڪولا (Jonannes Agricola) جي نظرئي جي حمايت ڪري ڇڏي.

امام غزالي کان بہ پهريائين ابونصر سراج صوفياڻي فلسفي کي هڪڙي منظم ترتيب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ان جي ڪوشش جي باوجود تَصَوُف پنهنجين پراڻين قلندرانہ ۽ عارفاڻين رَوِشُن تي گامزن رهيو. تاهم انهن پنجن صدين دوران جيڪي رسول الله صلي الله

---

(بقايا) از وي رضا باد". حضرت معروف ڪرخي رحمت الله تعاليٰ عليہ مشهد ۾ امام سڳوري جي حويلي جي دروازي وٽ هڪڙي وڳوڙ ۾ شهيد ٿيو.

[1] حضرت جنيد رحمت الله تعاليٰ عليہ جي وقت ۾ خانقاهون ۽ درگاهون اڳيئي وجود ۾ اچي چڪيون هيون.

[2] حضرت رابعہ بصري رضي الله تعاليٰ عنها 160 هجري ۾ وفات ڪئي. ۽ ان کي اسلام جي صوفين ۾ اولياء الله طور وڏو رتبو حاصل آهي. ان جي لڏي مان ڪيتريون عورتون ولايت جي رتبي تي پهتيون، انهن مان آخري بيبي پاڪدامن آهي جيڪا ارڙهين صدي جي وچ يا آخر ڌاري لاهور ۾ فوت ٿي. (انگريزي ڪتاب ۾ لفظ گذريل صدي "لاسٽ سينچري Last Century" استعمال ٿيل آهي پر سنڌي ترجمي ۾ واضح ڄاڻ لاءِ "ارڙهين صدي" لکيو ويو آهي. ڇوتہ هن ڪتاب جي موجوده ترتيب 1920ع کان پوءِ جي آهي. سنڌيڪار.)

[3] انهن صوفين يا درويشن کي هندوستان ۾ "بي شرع" يعني شرعي پابندين کان آجو سڏيو ويندو آهي.

تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات ۽ امام غزالي جي افق تي ايرڻ جي وچ ۾ گذريون. انهن ۾ ڪيترائي مرد ۽ عورتون پيدا ٿيا جيڪي پنهنجي علم، پارسائي ۽ تقوا واري ڪردار ڪري وڏي احترام وارا هيا. انهن مان هڪڙو امام غزالي جو اوستاد مشهور نالي وارو امام الحرمين هيو.

مشرقي تَصَوُّف ۾ جيڪي ربط، ترتيب ۽ دلڪشي آهن، انهن لاءِ اهو گهڻي حد تائين امام غزالي جو ٿورائتو آهي. دنيا جي گولي تي ان جو ظاهر ٿيڻ وقتائتو هيو. ڇو تہ سني مذهب ڪجهہ سببن ڪري، جن جو مان تفصيلي ذڪر اڳتي ڪندس، نئين ساهہ پوڻ جو گهرجائو هيو.

اشعري 320ھ ۾ وفات ڪئي، امام غزالي پورا 130 سال پوءِ يعني پنجين صدي هجري جي وچ ڌاري پيدا ٿيو ۽ احياء دين جو ڪم ان وقت شروع ڪيائين جڏهن اهو چاليهن ورهين جي عمر جو هيو. ڇهين هجري صدي اسلامي تاريخ ۾ نهايت نازڪ دور هيو. جڏهن دينِ محمّدي هڪڙي پاسي عيسائي دنيا سان جان جي جوکي واري جدوجهد ۾ قاتل هيو جنهن ان جي وجود کي خطري ۾ وجهي ڇڏيو هيو تہ ٻئي پاسي ان جي پنهنجي حلقي اندر هڪڙو عيار دشمن ان جي حياتي کي زهر وانگر کائي رهيو هيو. حسن بن صباح پاڻ کي فاطمي خليفي نزار جو جنهن کي سندس پيروڪار امام مجسم سمجهندا هيا، نائب سڏائيندو هيو ۽ پنهنجن مريدن کان بنا ڪنهن چون چرا ڪرڻ جي اطاعت جي تقاضا ڪندو هيو. اهو پنهنجن پيروڪارن کي اها تعليم ڏيندو هيو تہ حق جو "رستو" ان ڏانهن ۽ ان وٽان گذري ٿو. حشيش جي نشي ۾ مست ان جا پيروڪار ان جي حڪمن جي بنا هٻڪ جي بجا آوري ڪندا هيا، ۽ هوش ۾ اچڻ تي انهن طرفان تعظيم پيش ڪرڻ جي بدلي ۾ انهن کي انعام طور انهن نعمتن جو ٿورو مزو چکايو ويندو هيو جن جو واعدو اهو انهن سان آخرت جي زندگي لاءِ ڪندو هيو. دنيا جي ڪُنڊ ڪُڙڇ کان آڻي گڏ ڪيل حَسين ڇوڪريون ان جي بهشت جون اهي حورون هونديون هيون جيڪي ان جي مريدن جي ڳچي ۾ ٻانهون وجهي ان جي غلامي جي طوقن کي مضبوط ڪرڻ ۾ مددگار ٿينديون هيون. ان جا ڪارڪن مختلف مقصدن لاءِ ايارِيل، پر سڀ جا سڀ هڪڙي زبردست محرڪ جي تابع. وچ ۽ اولهہ ايشيا جي هر شهر،

وسنڌي ۽ ڳوٺ ۾ پکڙيل هيا. هر گهر ۾ انهي خطرناڪ ٽولي جو ڪجهه رُڪن موجود هوندو هيو. اسلام جي انهن ٽڙيل عقيدن وارن ماڻهن جي خلاف نہ تہ دين جي سچي خدمت، نہ وري علمي فضيلت، پارسائي يا اخلاقي بلندي بچاء ٿي ڪيو.[1] معاشري جي انهن دشمنن هٿان ڪيترائي بهترين ۽ افضل مسلمان ماريا ويا. انهن جي تبليغ صرف مسلمانن تائين محدود ڪونہ هئي: يهودي، عيسائي، زرتشت ۽ هندو بہ ساڳي نموني انهن جي مذهب تبديل ڪرائڻ وارن خطرناڪ طريقن جو شڪار ٿيا. مرد ۽ عورتون، ۽ ٻار پڻ آسماني نعمتن جي هڪدم ملڻ وارين لالچائيندڙ اميدن ذريعي پنهنجي دين تان ڦري ويا. اسلام جي انهن دشمنن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ اهو لازمي ٿي ويو هيو تہ اعتدال پسند قوتن کي تازي سگهہ منجهہ متحرڪ ڪيو وڃي. اشعريت هڪڙي غيرلچڪدار روايت پرستي منجهہ سخت مضبوط ٿي وئي هئي ۽ عام ماڻهن منجهہ صوفياڻو مسلڪ ڦهلجي ويو هيو. هر مرد يا عورت جنهن بہ دين جي نظم وضبط کي اهنجو سمجهيو ان تَصَوُف ڏانهن لاڙو رکيو جيڪا شرعي پابندين کان آزاد زندگي هئي. فلسفاڻو استدلال اندروني ۽ خارجي دشمنن کان خوف ۾ ورتل ذهنن لاءِ ڪو ٽڪڙو سڪون يا آٿت ڪونہ ٿي آڻي سگهيو. اخلاقي ضابطا ڍرا ٿي ويا هيا ۽ اصولن ۾ حيران ڪُن بگاڙ اچي ويو هيو. مسلمانن جي زندگي ۾ بس اهو نازڪ دور هيو جڏهن امام غزالي جي صوفياڻي طريقت ۽ الله تعاليٰ سان سڌو سنئون لنئون لڳائي حق جي معرفت حاصل ڪرڻ جي دعوت ڪيترين سودائي دلين ۾ هڪڙي اميد جي لهر پيدا ڪري ڇڏي، ان دعوت پريشاني کي ختم ڪيو ۽ صحيح العقيده ماڻهن کي حسن بن صباح

---

[1] حسن صباح جي فرقي وارن جي تباه ڪارين کي ارڙهين صدي جي عيسائي اليوميناتي (Illuminati) سان پيٽ ڪريو. پروفيسرائي جي. برائون (Prof. E.G. Browne) پنهنجي ڪتاب "لٽريري هسٽري آف پرشيا" (Literary History of Persia) ۾ انهن معزز ماڻهن جا نالا ڳڻائي ٿو جيڪي اسماعيلين جي خنجرن جو شڪار ٿيا. موسيو گويارڊ (M.Guyard) جي ڪتاب "Un Grand Maitre des Assassins au Temps de Saladin" جو پهريون باب بہ ڏسو. ان کان علاوه مولوي عبدالحليم شرر طرفان حسن صباح جي اردو ۾ لکيل سوانح عمري ڏسو جيڪا لکنو مان ڇپيل آهي.

جي ڪارڪنن جي فسادي تبليغن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ هڪڙو نئون هٿيار مهيا ڪيو.[1]

مشيت الاهي جو قاعدو آهي تہ جتي بہ ڪو مذهب رسم پرستي تائين گهٽجي ويندو آهي تہ روحاني سگهہ ڪي وري جيارڻ لاءِ هڪڙي نئين لهر پيدا ٿي ويندي آهي. ”فورنرس ۽ رائولس آف ڪرسچئنٽي“ (Forerunners and Rivals of Christianity) جي ليکڪ اهڙن ماڻهن جا نالا ڳڻايا آهن جن مان هرهڪ پنهنجي سمجهہ مطابق فلسطين جي قديم مذهب ۾ ساهہ ڦوڪڻ جي ڪوشش ڪئي. پر اهو ناصري نبي هيو جنهن پنهنجين صوفياڻين دعوتن ذريعي اسرائيل جي قومي خدا جي جاءِ تي ”روح ڪل“ جي عبادت ڪرڻ لاءِ يهوديت ۾ نئون ساهہ ڦوڪيو. نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهراڻي جي امامن سڳورن ڪان علاوه وحدانيت جا ٻيا بہ معلم امام غزالي ڪان اڳ ۾ گذريا آهن. ان ڪان هڪدم پهريائين سراج ۽ قشيري هيا.[2] پر امام غزالي انهن جي محنت ڪي مضبوط ڇاپ هنئي ۽ سُني مذهب ڪي اشعريت جي مذهبي عقيدن ڪان آزاد ڪرايو.

امام غزالي پنهنجي جيڪا سوانح حيات بيان ڪئي آهي، ان ۾ پنهنجين تڪليفن ۽ آزمائشن، پنهنجي وسوسن ۽ پنهنجين اميدن، ”اونده مان روشني ڏانهن“ پهچڻ واري پنهنجي آخري حالت جي باري ۾ جيڪو بيان ڪيو آهي اهو آخرڪار توڪل علي الله جي منزل ۾ توڙ ڪندي روحاني ترقي جو هڪڙو دلچسپ داستان آهي، روحاني سڪون

---

[1] پروفيسر گولڊزيهر (Prof. Goldziher) پنهنجي ڪتاب “Le Dogma et la loi de L'Islam” ۾ رهبانيت ۽ تصوف تي جيڪو عاليشان باب لکيو آهي، اهو مون تڏهن پڙهيو هيو جڏهن مان پنهنجي ڪتاب جي هن باب کي ڇپجڻ لاءِ پريس ۾ موڪلي چڪو هوس. مون ڏٺوتہ مون امام غزالي جي ظهور جي سببن جو جيڪو اندازو لڳايو آهي اهو انهي نالي واري ڏاهي جي خيالن سان جيئن جو تيئن مطابقت رکي ٿو. ان ڪان علاوه پروفيسر ڊي بي. مئڪڊونالڊ (Prof. D.B. Macdonald) جو عالماڻو مضمون ڏسو جيڪو ”جرنل آف دي امريڪن اورينٽل سوسائٽي“ (Journal of the American Oriental Society) جي ويهين جلد ۾ ڇپيو آهي.

[2] القشيري (ابوالقاسم) 465 هجري (1074ع) ۾ وفات ڪئي.

جو هڪڙو قسم جيڪو شڪ جي سمنڊ ۾ ڦاٿل ڪيترين دلين لاءِ تسلي ۽ فرحت آڻي ٿو.

امام غزالي [1] 450 ھ (1058ع) ۾ طوس [2] نالي هڪڙي وسندي ۾ ڄائو جيڪا خراسان ۾ مشهد جي پسگردائي ۾ واقع آهي. اهو يقيني طور نرالي انداز واري مردانگي ۽ آزاد طبيعت سان نوازيل هوندو ڇوتہ جيئن اهو اسان کي "منقذ" ۾ ٻڌائي ٿو تہ ان نوجواني ۾ ئي سُني مذهبن ۾ صحيح العقيدي جو معيار سمجهي ويندڙ "تقليد" کي ترڪ ڪري ڇڏيو هيو. تقليد کي ترڪ ڪرڻ ۽ ديني فڪر جي دائري ۾ ذاتي راءِ جو اظهار ڪرڻ لاءِ ڪنهن رستي تي نڪري پوڻ اهڙو عمل آهي جنهن کي مذهبي عقيدي جي ديني عالمن طرفان هر زماني ۾ ۽ سڀني مذهبن ۾ وڏو گناهہ سمجهيو آهي. سُني مذهب ۾ صحيح العقيدي جو مطلب آهي تہ فقہ جي چئن امامن منجهان هڪڙي يا ٻئي جي اصولن جي پيروي ڪرڻ. امام غزالي وڏي بيباڪي سان جيڪا سارا جي حقدار آهي، ذاتي تحقيق کان سواءِ ڪنهن بہ مذهبي مسلڪ جي پيروي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. [3] پر جيئن تہ اهو سدائين پاڻ کي شافعي سڏائيندو هيو تنهن ڪري اسان اهو نتيجو ڪڍي ٿا سگهون تہ اهو ٿورو يا گهڻو انهي مڪتب فڪر جي مذهبي عقيدن سان وابستگي رکندڙ هيو. بلڪ ابن خلڪان ٻڌائي ٿو تہ اهو شافعي مسلڪ جو عالم هيو. "ان جي آخري

---

[1] ابن خلڪان چوي ٿو تہ ابو حامد محمد الغزالي جو لقب "حجت الاسلام" ۽ "زين الدين" هيو.

[2] طوس ايران ۾ مشهد جي ڀرسان هڪڙو ڳوٺ آهي، اهو فارسي جي عظيم شاعر فردوسي جي ڄم جنم ڀومي آهي. مشهد، خاص طور تي مشهد جو مقبرو شيعن وٽ وڏي احترام وارو آهي ڇوتہ اتي آل رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اٺون امام حضرت علي بن موسيٰ رضا عليهم السلام ابدي ننڊ ستل آهي. شيعا حضرات جي دل ۾ مشهد لاءِ جيڪو عزت ۽ احترام آهي اهو هيٺين سٽن مان پڌرو آهي:

مشهد افضل تر از روءِ زمين است     کہ اينجا نور رب العالمين است

"مشهد سموري ڌرتي کان افضل ترين آهي ڇو تہ هتي ٻنهي جهانن جي پالڻهار جو نور وسي ٿو."

[3] اها ويچهي زماني جي ڳالهہ آهي تہ هندوستان جي مسلمانن ۾ هڪڙو نئون فرقو پيدا ٿيو آهي جيڪو پاڻ کي فخريہ طور غير مقلد چوي ٿو. هن ڪتاب جو صفحو 594 ۽ 595 پڙ ڏسو.

عمر ۾ شافعي مسلڪ وارن وٽ ان جي پائي جهڙو عالم ڪونہ هيو.“ پنهنجي عمر جي ويهين سال ۾ امام غزالي طوس مان نيشاپور روانو ٿيو جيڪو 1256ع ۾ منگولن هٿان تباهه ٿيڻ تائين علم ۽ حڪمت جو وڏو مرڪز هيو. ان اتي دارالعلوم نظاميہ ۾ داخلا ورتي، جيڪو صرف ڪجھ سال اڳ ۾ قائم ٿيو هيو ۽ امام الحرمين الجويني جي شاگردي اختيار ڪيائين. انهي درويش صفت امام جي 748ھ (1084ع) ۾ وفات تائين اهو ان کان تعليم حاصل ڪندو رهيو. امام غزالي ان وقت پنهنجي عمر جي اٺاويهين سال ۾ هيو. پرجوش، پرعزم ۽ اسلامي دنيا جي سمورن علمن کان ڀلي ڀت واقف هجڻ ڪري اهو سلجوقي حاڪم ملڪ شاهه جي وڏي وزير نظام الملڪ[1] جي درٻار ۾ پهتو. نظام الملڪ علم، هُنر ۽ علمي چاڙ لاءِ پنهنجي سخاوت واري سرپرستي ڪري پنهنجي حلقي ۾ عالمن ۽ حڪيمن جي هڪڙي شاندار جهرمٽ کي گڏ ڪيو هيو. ان پنهنجي طرفان مدد ڪرڻ ۽ حمايت ڪرڻ لاءِ نئين اميدوار جي اهميت جي قدرداني ڪئي، ۽ ڪجھ عرصو پنهنجي صحبت ۾ رکڻ کان پوءِ ان امام غزالي کي بغداد جي هڪڙي مدرسي ۾ اوستاد مقرر ڪيو. سلجوقي پنهنجي طاقت جي عروج ۾ وسيع علائقن تي مشتمل جنهن سلطنت جا حڪمران هيا، ان ۾ جنهن بہ پائي جا سرڪاري عهديدار هوندا هيا، جن ۾ اوستاد ۽ وڏا عالم بہ اچي وڃن ٿا، انهن کي هڪڙي مرڪز کان هٽي مرڪز ڏانهن موڪليو ويندو هيو جيڪو اسلامي دنيا جي ذهني اتحاد ۽ ان جي مختلف حصن جي باهمي اتحاد جو ڪليل ثبوت آهي.

امام غزالي ڇهن سالن تائين بغداد ۾ پنهنجون منصبي ذميواريون پوريون ڪندو رهيو. ان جي تقريرن سلطنت جي هر علائقي کان هر طبقي جي شاگرد کي دينيات، الاهيات، ۽ منطق تي ان جا خطبا ٻڌڻ لاءِ هرڪايو. 488ھ (1095ع) جي آخر ڏاري ذهني پيڙا کان دلبرداشتہ ٿيڻ جي نتيجي ۾ اهو بغداد کي ڇڏڻ لاءِ مجبور ٿي ويو. جن موضوعن تي اهو تقرير ڪري درس ڏيندو هيو انهن جي ڳوڙهي مطالعي ان جي دل ۾ مدرسن جي عالمن ۽ ساٿين جي تعليمات جي باري ۾ ان جي شڪن کي

---

[1] ابو علي الحسن. اهو بہ طوس جو رهاڪو هيو. اهو حڪومتي انتظام تي لکيل ”سياست نامہ“ نالي هڪڙي ڪتاب جو ليکڪ آهي. انهي ڪتاب جي اصل فارسي متن کي فرانسيسي ترجمي سان گڏ موسيو شارل شيفر (M. Ch. Schefer) ڇپرايو آهي.

پڪو ڪري ڇڏيو. امام اشعري پنهنجي گوشہ نشيني جي ذريعي عقليت ۽ تقليديت جي تقابلي خوبين تي پندرهن ڏينهن واري غورو فڪر کان پوءِ فيصلي تي پهتو هيو. پر امام غزالي کي پنهنجي روح لاءِ قرار جي جاءِ ڳولڻ ۾ ڏهہ سال لڳا. اهو پاڻ اسان کي ٻڌائي ٿو تہ ان کي اهو قرار آقا صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ارشادن کي وحي جي روشني ۾ پڙهڻ سان مليو. جيڪا خالقِ ڪائنات انهن مڙني دلين کي عطا ڪندو آهي جيڪي ان جو قرب حاصل ڪرڻ گهرنديون آهن. پنهنجي تلاش جي ڊگهين مسافرين دوران ان علم جي هر مرڪز ۽ ديني يا دنياوي علم جي درسگاهہ جي زيارت ڪئي. جتي ان ديني يا دنياوي علم جي حاصلات جي جُستجو ۾ مصروف عالمن ۽ ڏاهن سان ملاقات ڪئي. شعبان 492 هہ ۾ بيت المقدس(يروشلم) جي ڀلاري شهر تي صليبي ظالمن جي طوفان تني پوڻ کان ٿورو وقت اڳ تائين امام غزالي انهي شهر ۾ موجود هيو.[1] لڳي ٿو تہ ان گهڻو وقت دمشق ۾ گذاريو جتي اهو ندي جي اولهندي ڪناري تي ٺهيل جامع مسجد جي هڪڙي ڪنڊ ۾ درس ڏيندو هيو. مسجد شريف ۾ ان کي جيڪو حجرو مليل هيو ان کي اڄا تائين امام غزالي جو "زاويو" سڏيو ويندو آهي. پنهنجي ڊگهي سيرسفر کان پوءِ اهو جڏهن نيشاپور موٽيو تہ ان وقت اهو اٺيتاليهہ سالن جي عمر جو هيو. توڙي جو ان گهٽيون هيٺ مٿانهيون ڏٺيون، پر ان جنهن شئي جي جاکوڙ ڪئي هئي اها ان کي حاصل ٿي وئي هئي، يعني خدا جي معرفت جو علم ۽ روح جو سڪون، ۽ اڄاتائين ڀرپور جواني ۾ هيو پر ٽڪل ۽ پريشان. جڏهن اهو بغداد ۾ درس ڏيندو هيو انهن ڏينهن ۾ 485 هہ (1002ع) تي ان جو عظيم ۽ مهربان سرپرست نظام الملڪ، حسن صباح جي چاڙتن مان هڪڙي اسماعيلي فدائي جي هٿاران قتل ٿي ويو. ملڪ شاهہ بہ پنهنجي سلطنت جي اهم ٿنڀي، پنهنجي وفادار خادم جي قتل کان ڇهہ مهينا پوءِ فوت ٿيو. ملڪ شاهہ جي پٽن مان هڪڙي سلطان سنجر هاٿي ارپ ارسلان ۽ طغرل جي سُڪڙيل ورثي جون واڳون سنڀاليون، ۽ نظام الملڪ جو پٽ فخرالملڪ ان جو وزير هيو. پنهنجي مانواري پيءُ وانگر علم پروري ڪري فخرالملڪ هڪدم امام غزالي جون خدمتون حاصل ڪيون ۽ ان کي نيشاپور جي ميمونيہ

---

[1] چيو وڃي ٿو تہ ان پنهنجي سير سفر دوران اسڪندريہ جو بہ دورو ڪيو هيو.

نظاميہ دارالعلوم[1] ۾ اعليٰ انتظامي ۽ درسي عهدي تي مقرر ڪيائين. اتي هڪڙي جَيِّد عالم ۽ وڏين صلاحيت واري ذهن جون اهڙيون شاندار سرگرميون شروع ٿي ويون جيڪي اسلام جي جذباتي ۽ صوفياڻي پهلو تي هميشه لاءِ پنهنجي ڇاپ ڇڏي ويون.

"منقذ من الضلال"[2] نالي مشهور ڪتاب ان زماني ۾ لکيو ويو هيو. انهيءَ ڪتاب ۾ جيڪو هڪڙي مقالي جي صورت ۾ آهي، امام غزالي حق جي ڳولائو ماڻهن يعني "حق جي طالبن" کي ٽن صنفن ۾ ورهايو آهي. پهرين گروهه ۾ ڪٽر عقيدي وارا ديني عالم (اشعري متڪلمين) شامل آهن. انهن ماڻهن جا نظريا راءِ ۽ نظر تي مبني آهن. انهن جي غيراطمينان بخش مذهبي عقيدن واري ڪٽرپڻي کي مناسب طريقي ۾ ٿيل تنقيد ذريعي رد ڪيو ويو آهي. ٻئي گروهه ۾ اهي باطني ۽ اسماعيلي شامل آهن جيڪي دعوا ڪن ٿا ته اهي پنهنجو علم "زنده امام" کان حاصل ڪن ٿا. فلاسافرن جي خيالن جو جائزو وٺڻ کان پوءِ جن ۾ "اخوان الصفا" وارا به شامل آهن، امام غزالي تعليميہ يعني اسماعيلين جي تعليمات کي سخت تنقيد جو موضوع بڻايو آهي ۽ انهن جي اسلام مخالف ڪردار کي واڪو ڪيو آهي. انهن جي انهي دعوا ته اهي زنده امام جي پيروي ڪن ٿا، جو جواب ڏيندي امام غزالي چوي ٿو "رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هوندي اسان ڪنهن ٻئي اڳواڻ جي پيروي ڇو ڪريون؟"[3] اهو اڳتي چوي ٿو ته جيڪڏهن انهن جا مخالف (علماء منقولات ڏانهن اشارو) پنهنجن دليلن ۾ ايترو ڪمزور ۽ ڍرا نہ هجن ها ته انهن زنديقن کي ماڻهن منجهہ ايتري

---

[1] معلوم ٿو ٿئي تہ فخرالملڪ پراڻي "دارالعلوم نظاميہ" کي وڌائي ۽ وڏو ڪري ان تي اهو نئون "ميمونيہ نظاميہ دارالعلوم" نالو رکيو.

[2] منقذ من الضلال جيڪو شمولڊر (Schmolder) جي ڪتاب "Essai sur les Ecoles Philosophique chez les Arabes" سان گڏائي ڇپرايل آهي. انديا آفيس جي ڪاپي.

[3] اهو جذبي ۾ سنائي جي هن مشهور بيت جهڙو آهي.

احمد مرسل نشستہ ڪي روا دارد خرد

دل اسيرِ سيرتِ بوجهل ڪافر داشتن.

ڪاميابي حاصل ڪونہ ٿئي ها. ٽئين گوره ۾ صوفي اچي وڃن ٿا يعني اهل ڪشف، "مشاهدي ۽ مڪاشفي" وارا ماڻهو. اهي حق جو جلوو ڏسڻ وارا هجڻ جي دعوا ڪندا آهن جڏهن تہ پيا ذات باري تعاليٰ جو عقلي استدلال ڪندا آهن. مشهور تاريخدان ابن اثير، جنهن امام غزالي جي وفات کان جلد پوءِ پنهنجو عظيم ڪتاب موصل ۾ ويهي لکيو، چوي ٿو تہ امام غزالي "احياء العلوم"[1] نالي ڪتاب نيشاپور موٽي اچڻ کان اڳ لکيو هيو. توڙي جو انهي باري ۾ ڪجهہ اختلاف آهي پر سڀني اهلِ راءِ جو اتفاق آهي تہ اهو امام غزالي جي تصنيفات مان نهايت گهڻو اهم ڪتاب آهي. "احياءالعلوم" تَصَوُف جي فلسفي ۽ اخلاقيات سان جامع نموني ۾ واسطو رکندڙ هڪڙي انسائڪلوپيڊيا آهي.

اشعري وجود جي رمزن (اسرارن) جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ کان منع ڪئي هئي. عقليت پسندي ۽ ان جي اصولن جي فلسفي ۽ فلاسافرن تي پنهنجي ڇوهہ ڇنڊڻ ۾ ڪٽر هوندي بہ امام غزالي انهن ڏي ڏيان ڏري ٿو. انهن جي ڪارڪردگي جو جائزو وٺي ٿو ۽ ان کي ناقص سمجهي ٿو يعني جنهن مقصد لاءِ انسانذات کي جاکوڙ ڪرڻ گهرجي، انهي مقصد

---

[1] "احياءالعلوم والدين". اهو ڪتاب جن موضوعن جي باري ۾ لکيل آهي انهن مان چند جو مختصر حوالو ان جي غير معمولي دائري جي نشاندهي ڪندو ۽ ڏيکاريندو تہ ان جي ليکڪ ڪيتري محنت سان ڪم ڪيو آهي ۽ ڪهڙين ذهني صلاحيتن جو مالڪ آهي. ڪتاب جو پهريون جلد علم جي فضيلت تي هڪڙي بحث سان شروع ٿئي ٿو جنهن کي عقلي ۽ نقلي دليلن سان ثابت ڪيو ويو آهي، ان ۾ عقل جي شرف، ۽ نفس ۽ عقل جي وچم تفاوت، اسلام ۽ ايمان جي فرق تي بحث ٿيل آهي. جيڪي ماڻهو هڪڙي ئي قبلي ڏانهن منهن ڪري سربسجود ٿيندا آهن، انهن سڀني کي رواداري ڪرڻ جي تلقين ڪئي وئي آهي. ٻئي جلد ۾ اهو انسانن جون هڪ ٻئي جي باري ۾ ذميواريون(حق) ۽ والدين ۽ اولاد جون ذميواريون(حق) بابت بحث ڪري ٿو. ان ۾ اهو نفس، روح، قلب ۽ عقل جي وصف بيان ڪري ٿو اهو الهام ۽ تعليم جي وچم فرق جي نشاندهي ڪري ٿو. انهي جلد ۾ اهو "طريق الصوفيہ في استڪشاف الحق و طريق النظائر" جي عنوان سان تَصَوُف جي سموري فلسفي جي باري ۾ بحث ڪري ٿو.

پيا بہ جلد خاص طور تي اسلام جي اخلاقن سان تعلق رکندڙ آهن. انهن ۾ اهو تڪبر، ڪاوڙ، انتقام، لالچ، ڪنجوسي جي مذمت ڪري ٿو ۽ مروت، حلم، معاف ڪرڻ، رحم ڪرڻ، سخاوت ۽ مهرباني جي واکاڻ ڪري ٿو. شيعا طبقي ۾ بہ احياءالعلوم کي وڏي قدر جي نگاهہ سان ڏٺو ويندو آهي. بحارالانوار ۾ عقل ۽ علم تي جيڪي مقالا آيل آهن انهن ۾ ان کي سَنَدُن طور پيش ڪيو ويو آهي.

کي حاصل ڪرڻ جي اهليت ۾ ناقص. اهم ڳالهه اها آهي تہ ساڳي قبلي جا ميجيندڙ ماڻهو هجڻ ڪري، اهو انهن کي اسلام جي دائري ۾ شامل ڪري ٿو. اها عجيب ڳالهه آهي تہ پوءِ وارن زمانن جي صوفي حضرات مشڪل سان ڪڏهن ڪو امام غزالي جو ذڪر ڪيو هجي. جلال الدين رومي بہ عطار ۽ سنائي کي تہ خراج عقيدت پيش ڪري ٿو پر امام غزالي لاءِ ان جي فلسفي ماورائيت جي تعريف ۾ ڪنهن بہ احسان مندي جو اظهار ڪونہ ٿو ڪري، ڇا اهو انهيءَ ڪري ٿيو تہ امام غزالي جذباتي اسلام ۾ جيڪا سگهہ پيدا ڪئي اها سگهہ صليبي جنگجوئن سان زندگي ۽ موت واري جدوجهد ۾، جيڪا اٽڪل بہ سئو سالن تائين جاري رهي، پنهنجو اثر وڃائي ويٺي؟ اولهہ ايشيا ۾ عيسائين جي حملن کان پوءِ منگولن ذريعي تباهي آئي جنهن پنهنجي عمل ۾ تهذيب و تمدن جي هر نشان کي مٽائيندي وچ ايشيا کي برباد ڪري ڇڏيو جنهن جي نتيجي ۾ بغداد جي تاراجي کان پوءِ ڏکهي اونداهي ڇانئجي وئي. ٿي سگهي ٿو تہ امام غزالي جي وفات کان جلد پوءِ آيل اٿل پٿل جنهن اسلام کي وڪوڙي ڇڏيو ان امام غزالي جي قول ۽ فعل جي مثالي طاقت کي پڙپانگ ڪري ڇڏيو هجي. تاهم ڪشف ذريعي قرب الاهي ۾ عقيدو پنهنجين اڪيرن ۽ روحانيت سان ان جي حقيقي سنجيده ۽ ديندار شاگردن جي دلين ۾ زنده رهيو جتي فلاسافر ۽ عقليت پسند عالم عقل ذريعي خدا جو علم حاصل ڪندا هيا، اتي عارف حق جي مشاهدي هجڻ جي دعوا ڪندا هيا. امام غزالي جي صوفياڻي فلسفي جي جذباتي حصي کي درويشن جي آستانن ۾ پناه ملي؛ هر طرف رباط[1] تڪيہ (زاويہ)، ۽ خانقاهون وجود ۾ اچي ويون. جتي بہ الله لوڪ ماڻهو جيڪي ماوراءِ عقل ۽ باطني بصيرت جي دعوا ڪندا هيا، ديرو جمائيندا هيا. مريد انهن جي چوڌاري گڏ ٿي ويندا هيا؛ انهن درويشي سلسلا قائم ڪيا ۽ پنهنجن مريدن کي صوفياڻي علم کان واقف ڪيائون.[2] انهن مان گهڻا

---

[1] "رباط" لفظ مان "مربوط" ٺهيو آهي. يارهين صدي عيسوي ۾ مرابطين مراڪش ۽ اسپين ۾ هڪڙي زبردست سلطنت قائم ڪئي. (ڏسو اسلام جي مختصر تاريخ ("شارٽ هسٽري آف ساراسينس").

[2] مينسڪي (Meninski) خانقاه جي وصف هيئن بيان ڪري ٿو: Domus Propter Deus extructa in usum sophorum aut religiosorum; coenobium. رچرڊسن (Richardson) چوي ٿو اهو هڪ راهب خانو (ڏسو بقايا.)

مخلص ۽ ايماندار هيا، پر ڪجھ ڀروپيا بہ هيا. جيستائين مخلص ۽ ايماندار ماڻهن جا تڪيا قائم رهيا، انهن جو اثر رسوخ ۽ تعليمات بنا ڪنهن شڪ جي فائدي وارا رهيا، جڏهن تہ ڀروپين جو اثررسوخ انهن جي اسلام کان هٽيل رجحانن جي ڪري اخلاقي حوصلا پست ڪندڙ هيو.

امام غزالي علم ڪلام تي ڀروسو ڪونہ رکندو هيو ۽ ان کي عقل جي خلاف سمجھي مذمت ڪيائين، پر قطعي علم، رياضي، جاميٽري ۽ انهن سان ڳنڍيل شاخن کي اهو مڪمل طور تي ناقابل ترديد ۽ ڪنهن بہ شڪ يا تضاد کان خالي سمجھي ٿو. نيشاپور ۾ ان ٻين ڪتابن کان علاوه "مقاصد الفلاسفہ" ۽ "تهافتہ الفلاسفہ" نالي ڪتاب لکيا، ٻئي ڪتاب فلسفي ۽ فلاسافرن جي مخالفت ۾ آهن، ۽ ٻنهي ۾ ان اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ فلسفاڻو استدلال عبث آهي ۽ فلسفي جي تعليم غير تسلي بخش آهي.

500 ھ جي محرم مهيني ۾ سڏريل سماج جي ويري "جابلوڊي" حسن صباح جي ڇاڙتي هٿارن پنهنجي سرپرست ۽ دوست فخرالملڪ علي[1] جي قتل تي امام غزالي ڏک مان دل برداشتہ ٿي پنهنجي اباڻي ڳوٺ طوس ڏانهن موٽي ويو جتي ان پنهنجن شاگردن لاءِ هڪڙو مدرسو ۽ مريدن لاءِ هڪڙي خانقاھ ٺهرايا. اتي اهو درس بہ ڏيندو هيو ۽ اتي ئي هن پنهنجا ڪتاب لکيا جن هن کي اسلامي دنيا ۾ نامياري شخصيت بڻائي ڇڏيو. ان عظيم صوفي 14 جمادي الثاني 505 ھ (18 ڊسمبر 1111ع) سومر ڏينهن وفات ڪئي.

---

آهي يا هڪڙي مذهبي عمارت جيڪا مشرقي صوفين ۽ درويشن لاءِ ٺاهي وئي آهي. انهن اسلامي ادارن ۽ ذڪرڻ هندوستان جي هندو مڙهين جي وچ ۾ حيرت انگيز هڪجهڙائي آهي، جتي مريد ۽ چيلا مذهبي تعليم لاءِ گڏ ٿيندا آهن.

[1] فخرالملڪ جنهن دانشمندي ۽ رعيت پروري سان سنجر جي سلطنت جو انتظام هلايو ان جي ڪري ماڻهو ان سان ايتري محبت ۽ عزت ڪندا هيا جو تاريخ ان کي "جمال الشهداء" جو لقب ڏنو آهي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڏوهٽو امام حسين عليہ السلام جيڪو ڪربلا ۾ شهيد ٿيو ان کي "سيدالشهداء" سڏيو ويندو آهي.

ان سان گڏ اها شخصيت بہ گذاري وئي جيڪا صوفي منش هجڻ جي باوجود هڪڙي خصوصي مردانگي واري ڪردار سان نوازيل هئي. جنهن جو اثر ان جي وفات کان پوءِ بہ گهڻي زماني تائين قائم رهيو. امام غزالي، امام شافعي جو پيروڪار هجڻ ڪري امام ابو حنيفہ جو سخت مخالف هيو جنهن جي قياسي استبدال ۽ قياس تي پاڙڻ واري مشق[1] جي همت افزائي لاءِ لڳي ٿوتہ هن کي سخت ناپسندي هئي. هڪڙي پاسي هن صوفي منش امام پنهنجي توڪلي فلسفي ذريعي مسلمان اُمت جي رڳن ۾ رت جي گردش کي سست ڪري ڇڏيو ۽ انهن جي نشونما وارين قوتن کي منجمد ڪري ڇڏيائين[2] تہ ٻئي پاسي اشعريت کي اهڙي بلند خيالي عطا ڪيائين جيڪا ان ۾ پهريائين موجود ڪونہ هئي.

اهلِ ڪليسا ۽ فقهي عالمن جنهن بہ مذهب ۾ مذهبي نظام جو اختيار غصب ڪيو آهي اُتي تقليد کي نافذ ڪرائڻ ۽ بدعت کي روڪڻ واري عمل هر مذهب ۾ هڪڙي لعنت جي صورت اختيار ڪئي آهي. توڙي جو اسلام ڪافرن سان ايتري سختي ڪونہ ڪئي آهي جيتري ان پنهنجي "نواڻ پيدا ڪندڙن" سان ڪئي آهي، جن کي قدامت پرست بدعتي چون ٿا، اسلام انهن کان جان ڇڏائي ڪونہ سگهيو آهي. عقليت پسند عالمن ۽ سماج سڌارڪن سان گڏ مجذوب ماڻهو يا اهي جيڪي حد کان وڌيڪ نفس ڪشي ۽ رياضت جي ڪري هوش وحواس وڃائي وينا، انهن سيني کي اذيتون ڏنيون ويون. تَصَوُف جي تاريخ ۾ نهايت دردناڪ داستان منصور حلاج جو آهي.[3] فردوسي وانگر فريدالدين عطار بہ حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي

---

[1] امام ابوحنيفہ جي پوئلڳن(مقلدن) کي انهي ڪري "اهل الراءِ والقياس" سڏيو ويندو هيو.

[2] البيروني جي انديڪا (Indika) جو مترجم ڊاڪٽر ساشو (Dr. Sachau) چوي ٿو "عربن ۾ جيڪڏهن اشعري ۽ غزالي پيدا نہ ٿين ها تہ عربن جو ڄٽو ڄٽو نيوٽن ۽ گيليلو هجي ها."

[3] ڏسو ڪتاب "تذڪرت الاولياء" حصو ٻيو.

گھراڻي جو حامي هيو. اهو صف اول جو صوفي پڻ هيو. ”مظهر العجائب“[1] نالي ڪتاب ۾ اهو پنهنجين پيڙائن، پنهنجي جنم ڀومي (طوس) مان پنهنجي جلاوطني، پنهنجي مال ملڪيت جي ضبتگي، ۽ ان جي نتيجي ۾ هتي هُتي ڀٽڪڻ جي باري ۾ تفصيل سان بيان ڪري ٿو. انهن مان ڪيترن صوفين کي موت جي سزا ڏني وئي؛ ڪن جي معاملي ۾ تہ سندن موت کان پوءِ انهن کي سزا ملي: يعني انهن جي لکيل ڪتابن کي باھ جي شعلن حوالي ڪيو ويو. امام غزالي جي احياءالعلوم ڪتاب سان بہ قرطبہ ۾، جيڪو ڪنهن زماني ۾ اسلامي ثقافت جو گهر هيو ساڳيو حشر ٿيو.[2] پر اهي ظاماڻہ طريقا صوفي مسلڪ کي پکڙجڻ کان روڪڻ ۾ ڪامياب ڪونہ ٿيا. هر ڀلارو ماڻهو جنهن جي چوڌاري ڪجھ مريد گڏ ٿي ويا اهو درويش يا ولي ٿي ويو. اوليائن کي ڪرامت ۽ ڪشف جو صاحب سمجهيو ويو. توڙي جو پهرين زماني جي نهايت ممتاز ترين صوفين جيڪي هاڻي پهرين صف جا ولي آهن. مثلاً حضرت جنيد بغدادي ۽ حضرت بايزيد بسطامي، ڪرامتن ڏيکارڻ واري عمل خلاف سختي سان ناپسنديدگي جو اظهار ڪيو پوءِ بہ ”تذڪرت الاولياء“ ۽ ”نفحات الانس“ ۾ اوليائن جا بي شمار اهڙا عمل بيان ڪيا ويا آهن جيڪي عام انساني تجربي کان ٻاهر آهن. انهن عجيب يا خلافِ عادت ڳالهين کي ”ڪرامتون“ سڏيو ويندو آهي. جو تہ اهي الله تعاليٰ طرفان انهن کي عطا ٿيل طاقت موجب ظاهر ٿينديون آهن. اڄ جي زماني ۾ ٿي سگهي ٿو انهن کي اهڙي وصف ڏني وڃي جنهن کي ”نفسياتي اثر انگيزي“ چيو وڃي ٿو. تاثيرالانظار جي نالي هيٺ اکيون منڊڻ (هپناٽزم) ۽ ذهن قابو ڪرڻ (مسمريزم) ۽ ٻئي جي ذهن جي ڳالھ ٻڌائڻ (ٽيليپيٿي) گهٽي زماني کان مشرق ۾ جاتل آهن. ٿي سگهي ٿو تہ اوليائن جا ڪجھ ڪرشمہ لاشعوري طور اکيون منڊڻ جو نتيجو هجن.

---

[1] ”مظهر العجائب“ اميرالمؤمنين حضرت علي عليہ السلام جو لقب آهي.

[2] اهو واقعو علي بن يوسف تاشقين جي دور ۾ ٿيو جيڪو 1143ع ۾ فوت ٿيو.

تَصَوُف تيزي سان عراق ۽ فارس (ايران) کان هندوستان ۾ پهتو جتي ان کي سازگار ماحول مليو. اتر هندوستان ۽ حيدرآباد دکن جي علائقي ۾ مردن ۽ عورتن، ٻنهي جنسن ۾ صوفي درويشن جو وڏو تعداد پيدا ٿيو جن پنهنجي حياتي ۾ پارسائي ۽ سٺن ڪارنامن ڪري وڏي شهرت حاصل ڪئي. انهن جا مقبرا اڄ تائين مسلمانن لاءِ ۽ ڏيان طلب ڳالهه اها آهي تہ ان سان گڏ هندن لاءِ بہ زيارت گاهه بڻيل آهن.[1] اهي درويش (اولياء) پنهنجن مريدن کي، جيڪي انهن طرفان قائم ڪيل مدرسن ۽ خانقاهن ۾ اچي گڏ ٿيندا هيا، اسلامي معرفت ۽ صوفي طريقن جي تعليم ڏيندا هيا. اهي پنهنجن جانشينن وانگر سجاده نشين سڏبا هيا. دراصل اهي روحاني اوستاد هوندا هيا. مغرب ۾ روحاني اوستادن کي شيخ سڏيو ويندو آهي؛ هندوستان ۾ پير يا مرشد. ۽ پيروڪارن کي مريد چئبو آهي. پير جي وفات کان پوءِ ان جي جانشين کي مرشد جو رتبو ملندو آهي تہ اهو مريدن کي درويشي يا تَصَوُف جي رازن جي سکيا ڏئي. اهو سکيا ڏيڻ وارو رتبو مريد ڪرڻ ۽ انهن کي روحاني علم عطا ڪرڻ جو اهم ڪم انهن ذميوارين مان هڪ آهي جيڪي سجاده نشين ادا ڪندو آهي يا انهن جي ادائگي لاءِ ذميوار سمجهيو ويندو آهي. جتي ان جا بزرگ دفن ٿيل هوندا آهن، اهو انهي مزار جو متولي ۽ مهتمم هوندو آهي ۽ انهن جي روحاني سلسلي جي هڪڙي ڪڙي هوندو آهي. هندوستان ۾ جيڪي مزارون (درگاهون) جتي ڪٿي نظر اينديون آهن، اهي انهن مشهور و معروف درويشن جا قبا آهن جن کي سندن حياتي ۾ ولي الله مڃيو ويندو هيو. انهن مان ڪجهه بزرگن خانقاهون بہ قائم ڪيون هيون، جتي اهي رهندا بہ هيا تہ پنهنجن صوفي نظرين جي تعليم بہ ڏيندا هيا. گهڻن وٽ خانقاهون ڪونہ هونديون هيون، پر انهن جي وفات کان پوءِ انهن جا مقبرا، انهن جون درگاهون ۽ زيارت گاهون ٿي ويون. اهي گهڻو ڪري صوفي هيا جن مان ڪجهه بنا شڪ جي

---

[1] لطف الله پنهنجي ڪتاب "قانونِ اسلام" ۾ جنهن کي هرڪلٽ (Herklot) ترجمو ڪيو آهي، انهن اوليائن مان اڪثر جي حالات جو ذڪر ڪيو آهي، ۽ انهن رسمن ۽ وهمن جو بہ ذڪر ڪيو آهي جيڪي هندوستاني صوفين ۾ رائج هيا.

ميان روشن بايزيد[1] جا پيروڪار هيا، جيڪو اڪبر بادشاهه جي زماني ۾ رهندو هيو ۽ جنهن هڪڙو الڳ ٿلڳ باطني سلسلو قائم ڪيو جنهن ۾ سربراهه خاص طور تي امتيازي حيثيت رکندو هيو. انهي مفروضي جي بنياد تي تہ انهن دنيا کي ترڪ ڪري ڇڏيو هيو ۽ الله تعاليٰ جا ادنيٰ ٻانها آهن، اهي پاڻ کي درويش يا فقير چوندا هيا. انهن جا مريد انهن کي شاهه جي معزز لقب سان سڏيندا هيا. توڙي جو فارسي لفظ "درويش" پنهنجي ماخذ ۽ معنيٰ جي لحاظ کان اسلامي لفظ آهي، "درويش" سدائين اولهه ايشيا ۾ موجود رهيا آهن. عبرانين جا عام پيشوا جن کي "نبي" جي لقب سان سڏيو ويندو آهي، بس موجوده زماني جي "درويشن" جو اصل نمونو هيا. يوحنا اصطباغي (John the Baptist) جنهن هيرڊ (Herod) جي زال آڏو گستاخي جي جرئت ڪرڻ ڪري پنهنجي حياتي وڃائي، ان بلڪل اهوئي ڪيو جيڪو پوءِ وارن زمانن ۾ سوين درويشن بادشاهن ۽ شهزادن کي انهن جي محلاتن ۾ ٽوڪيندي ۽ للڪاريندي ڪيو. هندوستان جي انهن مشهور و معروف ولين مان هڪڙو شاهه نظام الدين اولياء آهي، جيڪو غزني مان هجرت ڪري آيو ۽ دهلي جي پرسان دفن ٿيل آهي،[2] جتي ان ڪيترن سالن تائين زندگي گذاري ڇيو وڃي.ٿوتہ ان 1325ع ۾ وفات ڪئي.[3] خواجہ معين الدين چشتي لڳي ٿوتہ نظام الدين اولياء کان اڳ ۾ هندوستان آيو. ان ستانوي سالن جي عمر ۾ 663 هه (1265ع) ۾ اجمير شريف ۾ وفات ڪئي. ان جي

---

[1] ميان روشن بايزيد جيڪو روشن ضمير جي نالي سان بہ مشهور آهي کي مشهور و معروف بزرگ حضرت بايزيد بسطامي رحمت الله عليہ (متوفي 261هه مطابق 75ـ 774ع)سان منجهائي ساڳيو بزرگ نہ سمجهيو وڃي، ٻئي الڳ الڳ شخصيتون آهن.

[2] سيد امير علي جنهن زماني ۾ هي ڪتاب لکيو هيو ان وقت حضرت نظام الدين اولياء جي مزار دهلي شهر کان پرپرو هئي، پر هڪ سَوَ سال گذرڻ دوران دهلي جو شهر ايترو وڌي ويو آهي جو اها مزار هن وقت دهلي شهر جو وچ وارو علائقو آهي.(سنڌيڪار)

[3] علاؤالدين خلجي جي حڪومتي دور ۾، جيڪو ان جو مريد هيو.

مزارشريف هندوستان جي سمورن علائقن کان ايندڙ مسلمانن ۽ هندن، ٻنهي لاءِ زيارت جو مقام آهي.[1]

برهان الدين نالي هڪڙو ٻيو ولي وچ هندوستان ۾ پنهنجي نالي ٻنيان منسوب ٿيل ڳوٺ برهان پور ۾ دفن ٿيل آهي. شاهه ڪبير درويش ارڙهين صدي ۾ فرخ سيار جي حڪومت ۾ گذاريندو هيو. اهو بهار صوبي جي ساسرم شهر ۾ دفن ٿيل آهي. ان جي اولاد مان هڪڙو اڄاتائين ان جي مزار جو متولي آهي. دهلي جي پٺاڻ بادشاهه علاءالدين خلجي جي درٻاري شاعر امير خسرو لاءِ پڻ دعوا ڪئي وڃي ٿي تہ اهو صوفي درويش هيو.[2]

مغرب ۾ بہ ائين هرطرف درويشن جا سلسلا قائم ٿيا. وڏن مشهور ۽ گهٽو ڪري گهٽي اثر رسوخ وارن سلسلن مان هڪڙو قادري سلسلو آهي جنهن جو باني جڳ مشهور سُني ولي شيخ محي الدين عبدالقادر جيلاني هيو.[3] هڪڙي ٻئي سلسلي جو بنياد مولانا جلال الدين وڏو

---

[1] خواجہ معين الدين چشتي رحمت الله تعاليٰ عليہ (جنهن کي هندوستان جي صوفين ۾ عام طور تي مولانا حضرت سلطان المشائخ جي لقب سان ياد بہ ڪيو ويندو آهي) حضرت ابراهيم ادهم رحمت الله تعاليٰ عليہ جي سلسلي سان تعلق رکندو هيو ۽ ان جو سلسلو حضرت ابراهيم ادهم رحمت الله تعاليٰ عليہ جي وسيلي امام حسن بصري رحمت الله تعاليٰ عليہ تائين، ۽ امام حسن بصري رحمت الله تعاليٰ عليہ جي وسيلي حضرت علي عليہ السلام تائين، ۽ انهن جي وسيلي رسول الله (سرورِ ڪونين) صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تائين پهچي ٿو. خواجہ معين الدين رحمت الله تعاليٰ عليہ هندوستان ۾ چشتي سلسلي جو باني آهي. ٽن سو سالن کان پوءِ ان سلسلي جو هڪڙو بزرگ شيخ سليم چشتي، اڪبر اعظم(اڪبر بادشاهہ) جو مرشد ٿيو جنهن پنهنجي پٽ ۽ جانشين جهانگير جو نالو پنهنجي مرشد جي نسبت ۾ سليم رکيو هيو. اهڙي نموني سان مولانا جلال الدين پنهنجي سلسلي کي حضرت جنيد بغدادي رحمت الله تعاليٰ عليہ جي معرفت آلِ رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اٺين امام علي رضا بن موسيٰ ڪاظم عليهم السلام سان ۽ انهن جي معرفت وسيلي حضرت علي عليہ السلام ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تائين پهچائي ٿو.

[2] ڏسو ضميمو نمبر 3.

[3] شيخ عبدالقادر جيلاني(گيلاني) رضي الله تعاليٰ عنہ حضرت علي عليہ السلام جي اولاد مان هيو. ان ڏانهن ڪيترين ئي ڪرامتون منسوب ٿيل آهن. اهو ڪردن جو محافظ ولي آهي ۽ هندوستان ۾ سنين جي صوفي لڏي منجهہ وڏي احترام ۽ تعظيم وارو مقام مليل اٿس. اڪثر ڪري کين "غوث الاعظم" چيو (ڏسو بقايا..........)

جيڪو ان جي لقب پنيان مولويہ سڏيو ويندو آهي ۽ ان جا پيروڪار پارسائي واري زندگي ڪري وڏي عزت ماڻيندڙ آهن. ان کان علاوه هڪڙو ٻيو مشهور سلسلو نقشبندي آهي، جنهن جا هندوستان ۾ هزارين پيروڪار آهن.

پر ولايت ٿورن ماڻهن جي حصي ۾ آئي آهي، ۽ وري اجا بہ ٿورن ماڻهن جي حصي ۾ سعادت واري زندگي اچي ٿي جيڪي زهد ۽ تقوا ۾ رُڌل هجڻ سان گڏ دنياوي زندگي جون ذميواريون بہ نڀائين ٿا. انساني لڏي جي اڪثريت کي دنيا ترڪ ڪرڻ ۽ خدا جي ذڪر و فڪر ۾ مڪمل طور محو ٿي وڃڻ جي دعوت ائين آهي جيئن ڪنهن کي ذهني موڳائي لاءِ ترغيب ڏجي. مسلم امت جي موجوده زوال لاءِ اشعري مسلڪ جون ظاهري شرعي پابنديون ۽ صوفين جي توڪل ڪرڻ واري تعليم، ٻئي هڪجيتريون ذميوار آهن. جنهن قسم جي صوفياڻي تعليم هيٺين بيتن ۾ ڏني وئي آهي ان مان ٻيو ڪجهہ نہ پر صرف ذهني ڏيواپڻي جو نتيجو نڪرندو:-

کجکول کو تاج خسروانی سمجھے،<br>
دنیا دفی کو محض فانی سمجھے،<br>
دریائ حقیقت کو وہی جاوے پیر،<br>
جو قصہ عمر کو کہانی سمجھے.

هاڻي ضروري آهي تہ امام غزالي جو خدائي معرفت لاءِ صوفياڻو علم ۽ زندگي جي صوفياڻي طريقي لاءِ جيڪو تصور هيو ان ڏانهن اچڻ گھرجي. ان ڪڏهن بہ اها دعوا ڪونہ ڪئي تہ ڪائنات جي رازن جو

---

(بقايا) ويندو آهي. Les Conffreries Religieuses Musulmanes, Vol_I, Page_303 (M.M. depont et Cappolani.) جي ليکڪن جي قول مطابق مشرق ۾ قادري سلسلي جو تمام گهڻو اثر رسوخ آهي جيڪو جاوا ۽ چين تائين پکڙيل آهي، ۽ ان جا آستانہ (زاويہ) مکي ۽ مديني بہ موجود آهن. ڪنفريريز (Confreries) جا ليکڪ چون ٿا "خدا سان لنئون لڳائڻ لاءِ نفس مارڻ جو عمل، (Abnegation of self)بي خودي واري ڪيفيت جيڪا بيهوشي جي حد تائين پهچي ويندي آهي، نسل ۽ مذهب جي متيبد کان سواءِ اعليٰ درجي تائين پهتل خدمتِ خلق وارا اصول، انتهائي جود وسخا، زبردست پارسائي، هر ڪم ۾ عجز و انڪساري، ۽ جذبي جي سچائي حضرت عبدالقادر جيلاني رحمت الله تعاليٰ عليہ کي اسلام جو سڀني کان وڌيڪ محبوب ۽ نهايت هردلعزيز ولي بڻائي ڇڏيو آهي."

علم ان تائين محدود آهي، نہ وري ان جا نظريا ايترا ڳجها هيا جهڙا پوءِ واري زماني جي صوفين اپنايا. ان علامہ سراج وانگر زندگيءَ جو هڪڙو لائحہ عمل پيش ڪيو جنهن لاءِ ان اهو ٻڌايوتہ حتمي منزل يعني "قرب الاهي حاصل ڪرڻ" ۽ حق جي مشاهدي جي سعادت حاصل ڪرڻ ڏانهن اهو سچو رستو (طريقت) ٻڌائي ٿو. پر جيئن تہ طريقت تي ان جو زور ڪائنات جي وسيع ترڪيب جي آڌار تي آهي، تنهن ڪري اهو ضروري آهي تہ ان جي مکيہ خاصيتن جي باري ۾ ڪجھ بيان ڪريون. سموري فطرت ۽ سيني وجودن لاءِ ان جو اهو چوڻ تہ اهي سڀ سنئون الله تعاليٰ قادر مطلق جي تخليق آهن. اهو بس ان ڳالھ جو پڙاڏو هيو جيڪو قرآن شريف ۾ ٻڌايل آهي. جڏهن اهو مجموعي طور تي ڪائنات جي باري ۾ پنهنجو تصور پيش ڪري ٿوتہ ان جي نظرئي جو دائرو وسيع ٿي وڃي ٿو. ان ڪائنات کي ٻن صنفن ۾ ورهايو آهي، مطلب ظاهري (مرئي - ڏسڻ ۾ ايندڙ) ۽ لڪل (غير مرعي - ڏسڻ ۾ نہ ايندڙ). ظاهري دنيا (عالم الملڪ) هي مادي دنيا آهي جنهن ۾ اسان رهون ٿا ۽ اها ارتقا، تبديلي ۽ تغير جي اصول جي تابع آهي. اتي اهو عقليت پسندن (معتزلہ وارا) سان متفق آهي.

لڪل دنيا کي، جنهن کي انساني حواس محسوس ڪري نٿا سگهن، اهو اجا ٻن درجن ۾ ورهائي ٿو. پهريون عالم الجبروت[1] جيڪو خالص مادي ۽ خالص روح جي وچ ۾ آهي: اهو نہ تہ ڪو پوري جو پورو مادو آهي ۽ نہ وري پورو روح آهي بلڪ اهو ٻنهي جي خاصيت رکي ٿو. فطري طاقتون انهي درجي سان تعلق رکن ٿيون. جيڪڏهن امام غزالي اڄ زنده هجي ها تہ اهو گهڻو ڪري جديد سائنس جي ايجادات، مثال طور، تابڪاري ڌاتو (ريڊيم) جون خاصيتون، کي عالم الجبروت ۾ جاءِ ڏئي ها. ٻيو خالص روحاني دنيا (عالم الملڪوت). ان جي باري ۾ امام غزالي جو تصور سندس نظرئي جو گهڻو دلچسپ پهلو رکي ٿو. عالم الملڪوت[2] تصورن جي بادشاهت آهي. انساني روح انهي دنيا

---

[1] فرهنگ ۾ آيل آهي تہ سالڪين (حق جا طالب) جي ٻولي ۾ "جبروت" هڪڙو پرجلال ماڳ (اعليٰ عليين) آهي جيڪو ملائڪن ۽ صفاتِ الاهي جو مسڪن آهي.

[2] فرهنگ ۾ "ملڪوت" جي هي وصف بيان ڪئي وئي آهي "صوفين جي ٻولي ۾ اهو خيالن (تصورن) جو ماڳ يعني "عالم معاني" آهي."

سان تعلق رکي ٿو. اهو پنهنجي اصلي ماڳ مان هڪڙي جملڪ وانگر اچي ٿو ۽ مٽي جي بوتي مان الڳ ٿيڻ کان پوءِ اهو ان ماڳ ڏانهن موٽي وڃي ٿو جتان اهو آيو هيو.

امام غزالي اهي درجي بندي واريون ورهاستون قرآن شريف مان ڪڍيون آهن. قياسي استدلال لاءِ ان کي جيڪا نفرت هئي، اها هن کي منطقي گفتگو جي عام طريقي ذريعي ڪنهن نتيجي تي پهچڻ کان رڪاوٽ ڪونہ ٿي. نہ ان جو نظريو نئون هيو نہ وري ان جي ورهاست ڪا مڪمل طور تي نئين هئي، ڇوتہ فارابي پنهنجي ”عيون المسائل“ نالي ڪتاب ۾ انهن جو اڳواٽ ذڪر ڪري چڪو هيو. معتزلين جي عقيدي مطابق قرآن شريف ۾ ميزان (تارازي) جو ذڪر آهي جنهن ۾ انساني عمل توربا. قلم جو ذڪر آهي جنهن سان خدا جا تقديري احڪام لکيا ويندا آهن. ۽ لوح جنهن تي تقدير جا معاملا لکبا آهن. جي باري ۾ ڏنل حوالا تمثيلي ۽ محاورتن آهن. جيئن اڳيئي بيان ٿي چڪو آهي، امام اشعري انهن کي حقيقي ۽ جسماني شيون سمجهندو هيو. امام غزالي ٻيو رُخ اختيار ڪري ٿو. اهو انهن کي عالم الملڪوت سان تعلق رکندڙ يعني نظر کان مخفي شيون تصور ڪري ٿو. اهوئي انداز هيو جنهن سان ان تقليديت ۽ ظاهريت کي پنهنجي ”باطني نور“ لاءِ ۽ انساني روح جي بلند پروازي لاءِ خواهشن جي نظرئي سان هم آهنگ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

ڪجھ انتها پسند صوفين جو عقيدو آهي تہ جڏهن انساني روح کي قرب الاهي حاصل ٿي ويندو آهي تہ اهو باري تعاليٰ جي ذات ۾ جذب ٿي ويندو آهي. ان کي اهي ڪڏهن ”حلول“ ۽ ڪڏهن ڪڏهن ”اتحاد“ جو نالو ڏين ٿا. پر علامہ سراج ۽ امام غزالي، ٻنهي، ان وحدت الوجودي تصور جي ترديد ڪئي؛ توڙي جو انهن ڪڏهن ڪڏهن ذات باري تعاليٰ ڏانهن رسائي جي ويجهڙائپ کي واضع ڪرڻ لاءِ ”وصال“ ۽ ”وصالت“ جهڙا لفظ استعمال ڪيا آهن. جڏهن صوفي فنا في الله جي ڳالھ ڪندو آهي تہ ان جو بہ اهو مطلب ڪونہ هوندو آهي تہ انساني روح، روحِ ڪل ۾ سمائجي ٿو وڃي. پنهنجي عظيم پيشرو وانگر امام غزالي بہ ان ڳالھ جو قائل آهي تہ انفرادي روح قادرمطلق جي حڪم سان هڪڙي بادشاهت يعني عالم الملڪوت مان ايندو آهي جيڪا ذات باري تعاليٰ جي تمام ويجهو آهي، ۽ مٽي جي بوتي مان نڪرڻ کان پوءِ

پنهنجي اصل ماڳ ڏانهن موٽي وڃي ٿو. اهو چوي ٿو ته قرآن شريف جي هن اعلان "اِنا لله وَانا اِليہِ راجِعُون" جي اها ئي معنيٰ ۽ مطلب آهي.

معتزلين، اشعرين ۽ امام غزالي جي پوئلڳن جو بنيادي ڳالهين (اصول دين) ۾ اختلاف ڪونہ آهي؛ انهن جو اختلاف گهڻو ڪري انهي زاوئي کان آهي جنهن سان اهي ايماني عقيدن کي ڏسن ٿا. عقليت پسندن جو اعتقاد آهي تہ الله تعاليٰ جو علم عقل ذريعي حاصل ٿي سگهندو آهي. اهي عقل کي استعمال ڪرڻ ۾ دلچسپي وٺن ٿا. چوتہ اڪيلي خدا جي عبادت ڪرڻ لاءِ قرآن شريف جي دعوت عقل تي ٻڌل آهي. اشعري ڪنهن شئي تي ايمان رکن ٿاتہ اهو ان ڪري جو انهن کي اهڙي تعليم ڏني وئي آهي؛ صوفي انهي ڪري جو انهن جو چوڻ آهي تہ "نورِ باطن" انهن کي اها شئي ڏيکاري ٿو. صوفين جو عقيدو آهي تہ حق جو ڳولائو روحاني ڪيفيت سان (پنهنجي اندر ۾ گم ٿي) ۽ الله تعاليٰ سان لئون لڳائي (ڪشف جي ذريعي) سرفرازي جي مرحلي وار ڪاميابي سان اهڙي منزل تي پهچي سگهي ٿو جتي ان کي ذات باري تعاليٰ جو ديدار نصيب ٿيندو آهي. نئين منزل ماڻيندڙ (مقتدي) لاءِ پهريون ڏاڪو نيت کي قائم ڪرڻ آهي؛ پوءِ توبه تائب ٿيڻ جو ڏاڪو اچي ٿو. اهو هاڻي سڌي رستي تي گامزن آهي ۽ انهي ڏاڪي کي "مجاهدو" چيو ويندو آهي. گهڻي عرصي تائين انهي مرحلي ۾ رهڻ کان پوءِ حق جي طالب جو روح ذات باري تعاليٰ جي حضور ۾ حاضر ٿي ويندو آهي پر اجا پردو حائل هوندو آهي. حافظ بي خودي واري انداز ۾ سرفرازي واري انهي مرحلي ڏانهن هيٺين بيتن ۾ اشارو ڪري ٿو:

حضوري گرهمي خواهي ازاو غائب مشو حافظ

متيٰ ما تلق من تهويٰ داعي دنيا و امهلها (اهملها).

اصطلاحن جنهن کي "محاظرو" يا "حضوري" چيو ويندو آهي، ان وقت انساني روح "دنيا ۽ ان جي سمورين وڏاين کي ترڪ ڪري پنهنجو پاڻ کي مڪمل طور خدا جي حضور ۾ پيش ڪري ڇڏيندو آهي."

اڳيون مرحلو "پردي جو هٽڻ" يعني "مڪاشفي" جو مرحلو آهي، جڏهن اهو پردو جيڪو ذات باري تعاليٰ ۽ بندي جي وچ ۾ حائل هوندو آهي، هٽي ويندو آهي تہ الله تعاليٰ جي تجلي ٻانهي جي دل تي آشڪار ٿي ويندي آهي؛ آخري مرحلو "ديدار" يعني "مشاهدي" جو مرحلو هوندو آهي جتي پهچي، عاشق صادق جو روح عين حق جي

حضور ۾ پيش ٿي ويندو آهي ۽ "انساني دل" تي چٽي نموني نور پوڻ لڳندو آهي ۽ ان نور جو ديدار ڪندو آهي.

ابتدائي مرحلي ۾ بہ سموري سوچ کي هڪڙي مطلوبہ نقطي تي لڳائڻ جي نفسياتي ڪوشش طالب لاءِ ديدار جو سبب پيدا ڪندي آهي، ملائڪن ۽ نبين جا آواز ٻڌبا آهن. جن کان اهو رهنمائي حاصل ڪندو آهي. عيسائيت ۾ بہ اهڙيون وجد ۽ بيخودي واريون نفسياتي ڪيفيتون هر زماني ۾ معروف رهيون آهن. صوفين جي اصطلاح ۾ اها ڪوشش جنهن ۾ هر مرحلو طئي ٿيندو آهي ان کي "حال" چيو ويندو آهي. اها هڪڙي خوشي يا تڙپ جي حالت هوندي آهي. حق جي ڳولائو تي جڏهن اها حالت طاري ٿي ويندي آهي تہ اهو وجد ۾ اچي ويندو آهي. درويشن کي سندن خانقاهن ۾ اهڙي "جذب" جي حالت منجهہ مٿو ڌوڻيندي ڏسي سگهجي ٿو.[1]

صوفين جي اها دعوا آهي تہ انهن کي باطني نور ذريعي خدا جو علم(عرفان) حاصل ٿيندو آهي، عقليت پسندن جو چوڻ آهي تہ اهي عقل ذريعي خدا کي سڃاڻن ٿا جيڪا خود خالق جي هڪڙي عطا آهي. ڇا قرآن شريف مسلسل انساني عقل ۽ انساني ڏاهپ کي خدا جي مخلوق ۽ قدرت جي رازن بابت نظر ڊوڙائڻ، غوروفڪر ڪرڻ، ڌيان ڌرڻ لاءِ تقاضا ڪونہ ٿو ڪري؟ جيڪڏهن قرآن شريف عقل استعمال ڪرڻ کي خراب سمجهي ها تہ پوءِ اهو جن ماڻهن کي مخاطب هيو انهن کي بار بار ڇو تلقين ڪري ها تہ قدرت جي عجيب نظارن کي ڏسن ۽ پنهنجو نتيجو ڪڍن تہ آيا اها حيرت انگيز دنيا اتفاقي طور ظهور ۾ آئي هئي يا سيني جي قادر هڪڙي عقلِ ڪل طرفان وجود ۾ آندي وئي هئي؟ دين ۽ عقل لازم و ملزوم واري تعلق ۾ ڳنڍيل آهن. جيڪڏهن اسان قرآن

---

[1] "ذڪر" انهي مجلس جو نالو آهي جنهن ۾ عام طور تي درويش گڏ ٿي پاڻ تي وجداني ڪيفيت طاري ڪرڻ جو عمل ڪندا آهن. ڊاڪٽر ڊي بي. مئڪڊونالڊ (Dr. D.B. Macdonald) پنهنجي ڪتاب "ائسپيڪٽس آف اسلام" (Aspects of Islam) ۾ هڪڙي مصري آستاني (زاوئي) تي منعقد ٿيل هڪڙي ذڪر جي محفل جو وڏي شاندار نموني ۾ احوال بيان ڪيو آهي. هندوستان ۾ عام طور تي ذڪر جون محفلون اولياءالله جي عرس جي موقعي تي منعقد ڪيون وينديون آهن.

شريف ۾ اهڙي ڪا ڳالهه ڏسون جيڪا لڳي تہ ظاهري طور تي اها فلسفي جي نتيجن سان ٽڪراءُ ۾ آهي تہ اسان کي يقين ڪرڻ گهرجي تہ ان جي ڪا ڳجهي معنيٰ آهي جنهن کي کولي ظاهر ڪرڻ عقل جو ڪم آهي. ابن رشد انهي مسئلي تي پنهنجي ڪتاب "فصل المقال" ۾ نهايت چٽي نموني ۾ بحث ڪيو آهي. اهو اقرار ٿو ڪري تہ دين ۽ فلسفي جي وچم ڪوبہ اختلاف ڪونہ آهي؛ دين الله تعاليٰ طرفان وحي ذريعي نازل ٿيل آهي؛ فلسفو انساني ذهن جي پيداوار آهي. انهي معاملي ۾ اهو امام غزالي جي اندازِ فڪر کان گهٽ پري ڪونہ هيو. محض انهي ڪري تہ قرآن شريف ۾ ائين چيل آهي "الله تعاليٰ ان کي غاليچي وانگر وڇايو آهي". امام غزالي اشعري وانگر اهو ڪونہ ٿي مڃيو تہ ڌرتي سنئين سڌي آهي. اهو سائنس جي مڙني انڪشافن، رياضي دانن ۽ فلڪي علم جي ماهرن جي نتيجن کي مڃيندو هيو. ستارا ۽ سيارا هڪڙي اڳواٽ مقرر ڪيل قانون مطابق گردش ڪن ٿا. فطرت پنهنجو پاڻ منجهه ان قدرت، رحمت ۽ حڪمت جو ثبوت رکي ٿي جنهن ان کي وجود بخشيو. انهي معاملي ۾ اهو مڪمل طور تي ابن سينا، ابن رشد ۽ ٻين عام عقليت پسند عالمن سان سهمت آهي. ڳوڙهو غور ڪيو وڃي تہ اهو ڏٺو ويندو تہ امام غزالي جو ذهن حقيقت ۾ انهن ڏاهن جي ذهنن وانگر ساڳي راهہ تي ڊوڙي ٿو. چو تہ ان اشعريت کي هڪڙي سخت قسم جي ظاهريت بنجڻ کان بچايو ۽ ان کي جذباتيت جي نفعي بخش سانچي ۾ ڍالي ان منجهه تازي قوت ڦوڪيائين.

سينوسي (Senussi) جماعت،[1] قادري سلسلي وانگر باقاعده مذهبي سلسلو ڪونہ آهي، پر ان ۾ ڪو شڪ ڪونہ آهي تہ اها اتر ۽ وچ آفريڪا ۾ تهذيب جي ترقي ۽ اصلاح جو جيڪو ڪم ڪري رهي آهي ان ذريعي اها اخوان الصفا جي تعليمات ۾ صوفياڻي معنيٰ جو رنگ ڀري رهي آهي. انهي جماعت جا مشائخ پنهنجن مقلدن ۽ مريدن کي جدوجهد ۽ ترقي جي دنيا کان الڳ ٿلڳ ڪرڻ کان سواءِ باطني علم سان سبق سيکاريندا آهن.

اهو بلند پرواز وارو تصوراتي فڪر جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ارشادن ۾، امامن سڳورن جي خطبن ۾ ۽

---

[1] ڏسو ضميمو نمبر 3.

باطني علم جي مفسرن جي تعليمات ۾ چاهي اهي عقليت پسند عالم، فلاسافر يا صوفي هجن، جيئرو جاڳندو نظر اچي ٿو ان اسلام جي عظيم ماڻهن جي ڪارنامن کي اتساهيو آهي ۽ زندگين کي مثالي بڻائي ڇڏيو آهي. عمادالدين زنگي جهڙن بهادرن، صلاح الدين ايوبي جهڙن حڪمرانن ان ۾ پنهنجو قطب تارو لڌو آهي. سنائي، فريدالدين عطار ۽ جلال الدين رومي جهڙن شاعرن جوش و خروش ۽ سوز و گداز سان انهي همہ گير ملڪوتي محبت جا گيت ڳايا آهن، جيڪي معمولي (اسفل ترين) مخلوق کان وٺي اعليٰ ترين مخلوق تائين سڄي ڪائنات کي پنهنجي دائري ۾ آڻين ٿا ۽ انهن جي ڪلام جو هزارين مسلمان جيڪو احترام ڪندا آهن، ان کان وڌيڪ احترام مسلمان صرف قرآن شريف جوئي ڪندا آهن.

پر جيستائين تَصَوُف جي عملي اثرن جو تعلق آهي ان اسلامي دنيا ۾ ڪيترائي اهڙا خراب نتيجا پيدا ڪيا آهن جهڙا ان جي مدمقابل عيسائي دنيا ۾ ڪيا. مڪمل طور تي موزون ذهنن ۾ تَصَوُف آدرشي فلسفي جي سٺي انداز وارو نمونو اختيار ڪري ٿو. پر جڏهن عام ماڻهو ذات باري تعاليٰ جي رمزن ۽ ان سان پنهنجن لاڳاپن تي سوچ ويچار ڪرڻ ۾ مگن ٿي وڃن تہ انهن جا دماغ مائوف ٿي وڃڻ جو گهڻو انديشو هوندو آهي. انساني لڏي جي هر جاهل ۽ سُست شخص جنهن صحيح علم کان منهن موڙي حقيقي فلسفي جي ميدان کي ترڪ ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ کي تَصَوُف جي بادشاهت جي آسري ۾ لڳائي ڇڏيائين. پاڻ کي اهل معرفت وارن مان هڪ سمجهڻ لڳو. اها ڳالهہ تہ اهو دراصل امام غزالي جي وقت ۾ واقع ٿيو اسان کي ان جي تلخ شڪايت مان خبر پوي ٿي تہ معاملا انهي موڙ تي اچي پهتا هيا جو هاري ناري بہ پنهنجا پوکي راهي وارا ڪم ڇڏي رهبران طريقت هجڻ جي دعوا ڪري رهيا هيا. دراصل سياء کان خالي (عاميانہ) تَصَوُف خلاف، چاهي اهو اسلام ۾ هجي يا عيسائيت ۾، وڏو اعتراض اهو آهي تہ اهو پنهنجي وجود ۾ ڪو مذهب نہ هجڻ ڪري، جتي بہ پنهنجو اثر ڏيکاري ٿو اتي اهو ذهن کي منتشر ڪري ٿو ۽ معاشري جي بنيادن کي ڪمزور ڪري ٿو ۽ انساني قوت کي مفلوج ڪري ٿو ڇڏي، قدرتي طور اهو تَصَوُف انسان پرستي ۽ فطرت پرستي واري وحدت الوجود جو روپ اختيار ڪري ٿو ڇڏي.

تڏهن بہ آدرشي فلسفي جي سنين خصلتن ذريعي انسان کي جيڪي فائدا حاصلِ ٿيا آهن اهي نظرانداز ڪرڻ کان تمام گهڻو وڏا آهن. ابن رشد جي آدرشي سوچ (عينيت) يورپ ۾ آفاقي الوهيت جي نظرئي کي ترقي وٺرائي. عيسائي يورپ ۾ وحدت الوجودي جي جيڪا لهر آئي ۽ جنهن جي نتيجي ۾ ان ڏند ڪٿائي مذهب جي جذباتي مادي پرستي مان ڇوٽڪارو حاصل ڪيو يورپ ان لاءِ مغربي ذهن تي اسلامي آدرشپڻي (عينيت) جي سمائجڻ جو ٿورائتو آهي. اهو ابن رشد جي لکڻين جو اثر هيو جنهن مادي جي دنيا ۽ ذهن جي دنيا وچ ۾ لاڳاپي جي عظيم مسئلي تي غور وَ فڪر ڪندڙ ماڻهن جو ڌيان ڇڪايو ۽ سيني کي پنهنجي احاطي ۾ گهيريندڙ روح (محيطِ ڪل روح) جي نظرئي کي ٻيهر زنده ڪيو يعني اهڙو روح جيڪو "پٿر ۾ سمهي ٿو جانورن ۾ خواب ڏسي ٿو ۽ انسان ۾ جاڳي ٿو" ۽ اهو عقيدو تہ لڪل اصولِ حيات جيڪو تنظيم جون انيڪ صورتون پيدا ڪندو آهي, اهو بس ذاتِ باري تعاليٰ جي قدرت جي هڪڙي لهر آهي جيڪا هر شئي ۾ موجود آهي.

جانِ عالم گويمش گر ربطِ جان دانم بہ تن

در دل هر ذره هم پنهان و هم پيداستي.

(جيڪڏهن مان ڄاڻان ها تہ جان جو بدن سان ڪهڙو تعلق آهي تہ مان ان کي ڪائنات جي جان چوان ها, ڇو تہ اها هر شئي جي دل ۾ لڪل بہ آهي تہ ظاهر بہ آهي.)

*ختم شد*

# ضميما:

ضميمو نمبر 1 ۾ قرآني آيتن، عربي ۽ فارسي بيتن جو انگريزي ترجمو آهي. انهن جي سنڌي معنيٰ متن ۾ اچي وئي آهي.

ضميمو نمبر 2 ۾ قرآن شريف جون آيتون، ۽ ٻين حوالن جو عربي متن آهي. اهو مواد سنڌي ترجمي جي متن ۾ اچي ويو آهي.

## ضميمو ٽيون

(1) صفحو 95 جو حاشيو: ذوالقرنين جي سڃاڻپ جي باري ۾ گهڻا شڪ شبها آهن. ڪيترن مسلمان تاريخدانن جو خيال آهي ته قرآن شريف ۾ جنهن ذوالقرنين جو حوالو ڏنل آهي، اهو ساڳيو مقدونيه وارو سڪندر اعظم (اليگزينڊر) ئي آهي. تڏهن به اها راءِ تڪراري آهي. لفظ "ذوالقرنين" پنهنجي بنيادي معنيٰ ۾ "ٻن سڱن وارو بادشاهه" آهي. جڏهن اسان قديم سبائي بادشاهن جي تاج ڏانهن غور ڪريون ٿا، جيڪو ٻن سڱن سان هلال احمر جي شڪل جهڙو هيو ۽ جيڪو گهڻو ڪري انهن انهي زماني جي مصري بادشاهن جي نقل ڪندي استعمال ۾ آندو هيو ته پوءِ انهيءَ ۾ شڪ جي گنجائش ڪونه رهندي ته قرآن شريف ۾ جنهن ذوالقرنين جو ذڪر ٿيل آهي اهو ڪنهن پاڙيسري علائقي جو ٻيو بادشاهه هوندو جنهن جون لڳاتار وڏنڊڙ فتحون ايندڙ نسلن جي تصور ۾ عالمگير سلطنت طور وڌائي پيش ڪرڻ جي صورت اختيار ڪري ويون.

لينورمنٽ(lenormant) جو خيال آهي ته شداد، ذوالقرنين ۽ بيبي بلقيس سيئي ڪُوشي نسل جا هيا.

حميري بادشاهن جي رعيت ۾ يهوديت جو گهڻو زور هيو ۽ 343ع ۾ شهنشاهه قسطنطين(Constatine) طرفان يمن ڏانهن موڪليل هڪڙي سفير جي زور ڀرڻ تي انهن پنهنجي سلطنت ۾ ڪجهه عيسائي گرجاگهر ٺاهڻ جي اجازت ڏني. پر آبادي جو وڏو انگ قديم سامي مذهب جو پيروڪار هيو.

پنجين صدي جي آخر ڌاري ذونواس جيڪو بازنطينين وٽ ڊمين (Dimion) جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو، خونخوار غاصب ذوشناتر (Zushinatir) کي قتل ڪري پاڻ کي يمن ۽ ان جي مقبوضه علائقن جو حاڪم بڻائي ڇڏيو. يهودين جي هشي تي، جن جو ان مذهب اختيار ڪيو هيو، ان طرفان عيسائين تي ڪيل ڏاڍاين ان جي مٿان بازنطيني بادشاهه جي انتقام کي دعوت ڏني. قسطنطنيه (ڪانسٽنٽينوپل) جي اشاري تي

حارث يا اريات جي اڳواڻي ۾ هڪڙو حبشي لشڪر يمن جي سامونڊي ڪناري تي اچي لٿو ذونواس کي شڪست ڏئي قتل ڪيائون ۽ پاڻ کي يمن جو حاڪم ڪري ڇڏيائون. اهو واقعو اٽڪل 525ع ڌاري ٿيو.

ٿورو عرصو پوءِ 537ع ڌاري اريات (حارث) کي ابرھ الاشرم قتل ڪيو جيڪو پوءِ حبش وارن طرفان يمن جو وائسراءِ مقرر ٿيو. ان ابرھ جي قيادت ۾ حبش جي عيسائين حجاز کي فتح ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي. يمن تقريبن اڌ صدي تائين حبش وارن جي تسلط هيٺ رهيو آخرڪار معدي ڪرِيب (Maadi Karib) جيڪو مشهورِ زمانہ سيف ذواليزن جو پٽ هيو جنهن جي بهادري وارن ڪارنامن جا گيت اڄ بہ ريگستان جا عرب ڳائيندا آهن. ڪسرا نوشيروان طرفان مليل فوجي مدد جي ذريعي 573ع ۾ حميري سلطنت کي وري بحال ڪيو. 597ع ۾ عيسائين هٿان معدي ڪريب جي قتل پڄاڻان يمن سڌوسنئون فارس جي تسلط هيٺ اچي ويو ۽ ان تي مدائن(طيسفون Ctesiphon) جي دربار طرفان مقرر ڪيل وائسراءِ جي معرفت حڪومت ڪئي ويندي هئي. انهن کي "مرزبان" جي لقب سان سڏيو ويندو هيو. وهراز(Wahraz) اتان جو پهريون مرزبان هيو. ان جي هٿ هيٺ يمن، حضرموت، مهرا ۽ اومان کي فارس جي سلطنت ۾ شامل ڪيو ويو هيو. انهن مان آخري وائسراءِ بازان هيو جيڪو 606ع ڌاري خسروپرويز جي بادشاهي هيٺ مرزبان مقرر ٿيو. اهو بازان جي وائسرائي وارو زمانو هيو جڏهن يمن ۾ اسلام متعارف ٿيو ۽ ان پاڻ دين اسلام قبول ڪيو. يمن ۾ فارس(ايران) جي حڪمراني نهايت گهڻي نرمي واري هئي. سيني مذهبن سان برابري وارو سلوڪ ۽ هڪجهڙي رواداري وارو رويو اختيار ڪيو ويندو هيو ۽ مختلف قبيلن جا سردار مرزبان جي نگراني ۾ پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ پنهنجن دستورن مطابق ڪاروهنوار هلائيندا هيا.

(2) صفحو 136. اردو مترجم جو حاشيو: ليکڪ هتي حضورجن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي باري ۾ شڪ شبهن يا ڳجهي ڪشمڪش ۽ خلش جو جيڪو ذڪر ڪيو آهي، ان کي سمجهڻ جي لاءِ هڪ تہ اهو انداز اختيار ڪيو ويو آهي جيڪو ڪجھ محدثن اختيار ڪيو. اِهو اُهو آهي تہ ان ڪشمڪش يا خلش جو تعلق ان ڳالھ سان ڪونہ آهي تہ خدانخواستہ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن کي پنهنجي نبوي منصب جي حقانيت ۾ ڪوئي شڪ پيدا ٿي ويو هيو پر ان جو تعلق بردباري(تحمل) سان آهي يعني ان حقيقت سان آهي تہ نبوي منصب جي حقانيت جي باوجود تشويش ان ڳالھ جي هئي تہ آيا پاڻ نبوت جي انهن عظيم ذميوارين کي نڀائي سگهندا. يا ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ آيا نبوت

جي ان غيرمعمولي ظهور کي انساني فڪر ۽ عقل وارو اهو ڪمزور ڍانچو (بدن) آساني سان قبول ڪري سگهندو؟

ٻيو انداز اهو آهي جنهن کي علامہ شبلي اختيار ڪيو آهي. ان جو چوڻ آهي تہ جنهن روايت ۾ ان ڳالھ جو ذڪر آهي تہ حضورجن احساس جي شدت کان خودڪشي ڪرڻ لاءِ آماده ٿي ويا هيا، اها روايت مشهور سلسلي (مرفوع متصل) سان آهي ئي ڪونہ. ان جو چوڻ آهي تہ ان کي زهري بيان ڪيو آهي ۽ بس زهري کان متي ڪنهن اصحابي تائين ان جي سَنَد جو سلسلو ڪونہ آهي، بلڪ زهري تي ختم ٿي وڃي ٿو. صحيح بخاري جي شرح ڪرڻ وارن بہ ان جي تشريح ڪري ڇڏي آهي. ظاهر آهي اهڙي عظيم الشان واقعي جي لاءِ ڪٽل سلسلي واري سَنَد ڪافي ڪونہ آهي.(ڏسو سيرت النبي، جلد پهريون. اردو مترجم)

(3) صفحو 158، اردو مترجم جو حاشيو: غزانيق وارو قصو بلڪل هٿ ٺوڪيو ۽ بيهودو آهي. اهو تہ ممڪن آهي تہ حضورجن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جڏهن نجم سورت جي انهن آيتن جي تلاوت ڪئي هجي تہ ڪنهن شرارتي حضورجن جي لاءِ چئي ڇڏيو هجي تہ انهن ڪجھ گهڙين لاءِ ئي سهي بتن جي عظمت کي تسليم ڪري ورتو هيو ۽ انهن جي شفاعت کي ساراهہ جي لائق سمجهيو هيو. پر پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان واقعي ائين ٿيڻ عقلي طور بلڪل سمجهڻ کان خالي آهي. انهي سلسلي ۾ هيٺين ڳالهين تي غور ڪرڻ گهرجي:-

1. نبوي منصب جي باري ۾ قرآن شريف جن خاصيتن جي تشريح ڪئي آهي، انهن مان هڪڙي اهم خاصيت اها آهي تہ پيغمبر ڪڏهن بہ باطل سان سمجهوتو ڪونہ ڪندو آهي. ڪائي ڳالھ پنهجي طرفان ڪونہ چوندو آهي. صلح صفائي ۽ ڪنهن جي دل وٺڻ پنهنجي جاءِ تي سٺي ڳالھ آهي، پر پيغمبر ان لاءِ ان بنيادي عقيدي کان انحراف نٿو ڪري سگهي جنهن تي ان جي تبليغ جو دارومدار هوندو آهي. اهو پنهنجي عظيم منصب جي اعتبار کان هڪڙي نموني مجبور آهي تہ توحيد جي نور کي عام ڪري نبوي منصب جي باري ۾ ڪجھ آيتن تي غور ڪيو:

(الف). فَاصدَع بِمَا تُؤمَرُ وَاَعرِض عَنِ المُشرِكِينَ. (توهان کي جنهن ڳالھ جو حڪم ڪيو ويو آهي ان کي واضح انداز ۾ ٻڌايو ۽ مشرڪن جي پرواهہ نہ ڪريو. سورت حجر آيت 94)

(ب). قُل مَا يَڪُونُ لِي اَن اُبَدِلَہٗ مِن تِلقَائِ نَفسِي اِن اَتَّبِعُ اِلا مَا يُوحيٰ اِلَيَّ (توهان ائين چئي ڏيو تہ مون کان اهو ڪونہ ٿو ٿي سگهي تہ مان

پنهنجي طرفان ان ۾ تبديلي ڪريان. بس مان ته ان جي پوئواري ڪندس جيڪو مون وٽ وحي ذريعي پهتو آهي. يونس آيت 15)
(ت). وَلَو تَقَوَّلَ عَلَينا بَعضَ الاَقَاوِيل 0 لَاَخَذنا مِنهُ بِاليَمِينِ 0 ثُمَّ لَقَطَعنا مِنهُ الوَتِينَ. (جيڪڏهن هي پيغمبر اسان جي طرفان ڪائي ڪوڙي ڳالهه ڪري ها ته اسان ان جو ساڄو هٿ پڪڙي وٺون ها، پوءِ ان جي شهه رڳ ڪپي ڇڏيون ها. سورت الحاقه آيت 44 کان 46).
ڇا انهن شاهدين کان پوءِ به اسان اهو فرض ڪري سگهون ٿا ته حضورجن صلي الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جي زبان مبارڪ مان بتن جي تعريف ۾ اهڙا لفظ نڪتا هوندا؟

2. ليڪڪ پنهنجي طرفان اهو جملو وڌائي ڇڏيو آهي ليڪن وڏن محدثن، مثال طور: علامه عيني، حافظ مُنذري، بيهقي، قاضي عياض ۽ نُودي انهي قصي کي ڪوڙو ۽ ناقابل اعتبار قرار ڏنو آهي. نودي جو چوڻ آهي ته اهو قصو نه ته روايت جي اعتبار کان صحيح آهي ۽ نه وري عقل و درايت جي اعتبار کان ئي ڪو درست آهي.

3. آخري ۽ اهم ڳالهه اها آهي ته نجم سورت جي جن آيتن کان پوءِ ان جملي کي وڌايو ويو آهي، ان جي اڳ پوءِ (سياق و سباق) جي لحاظ کي جانچڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته ان جي ڪائي گنجائش ڪونه آهي. ڇوته جيڪڏهن انهي قصي کي صحيح تسليم ڪيو وڃي ته ان جو لازمي اهو نتيجو نڪرندو ته مضمون ۽ معنيٰ جو پورو ڪارخانو ئي ڊانوان ڊول ٿي ويندو. اهوئي نه پر قرآن شريف ۾ لات ۽ منات جي باري ۾ جيڪو اعتراض آهي ته اهي سڀ مؤنث آهن ۽ ڪهڙو انصاف آهي ته توهان پاڻ لاءِ ته پٽ تجويز ٿا ڪريو پر الله جي لاءِ ڌيئرون. اَلَكُمُ الذَّكَرُ وَلَهُ الأُنثيٰ 0 تِلكَ اِذًا قِسمَةٌ ضِيزيٰ. (سورت نجم آيت 21 ۽ 22)

(4) صفحو 171، اردو مترجم جو حاشيو: ليڪڪ معراج جي مسئلي ۾ عقليت پسندي واري تعبير جو انداز اختيار ڪيو آهي. جمهور اهل سنت وارن جو عقيدو آهي ته پرواز ۽ سير(اسراء) جو اهو طريقو جسماني هيو. اسان وٽ انهي بحث ۾ منجهڻ جو سبب انهي ڪري پيدا ٿيو آهي ته دوستن مدرسيت جي پوئواري (اتباع) ۾ انسان کي جسم ۽ روح جي ٻن الڳ الڳ خانن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي. حالانڪ انسان محض هڪ "انا" آهي، جنهن ۾ جسم ۽ روح ٻئي هڪجيترا شامل آهن. ان جي ظهور جي هڪڙي خارجي سطح جسم چوَرائيندي آهي ۽ داخلي سطح روح. انسان بهرحال هڪ آهي ۽ ان جي ڪنهن به فعل کي محض جسماني يا روحاني قرار نٿو ڏئي سگهجي. انهي نقطه نظر کان ڏسجي ته مسئلو نهايت آسان ٿي وڃي ٿو. معراج جي معنيٰ

اها ٽيندي تہ الله تعاليٰ حضورجن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي "انا" کي، جنهن ۾ جسم بہ داخل آهي تہ روح بہ، سير ۽ اسراء جي ذريعي انهن سينني نعمتن سان نوازيو جن جو تعلق دين جي اسرارن ۽ ڪائنات جي رمزن جي عجيب و غريب انڪشافن سان هيو. اهوئي سبب آهي تہ قرآن شريف ۾ واضح لفظن سان اسراء کي "عبد" ڏانهن منسوب ڪيو ويو آهي. امام بخاري بہ صحيح بخاري ۾ جيڪي لفظ استعمال ڪيا آهن اهي انهي انداز جا آهن. ترمذي ۽ مسنَد امام احمد بن حنبل ۾ بہ معراج جي واقعي جي باري ۾ اهڙو بياني انداز اختيار ڪيو ويو آهي جنهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ معراج جو تعلق هڪڙي بلند تر "انا" سان آهي، هڪڙي عظيم ذات ۽ معزز ترين شخصيت سان آهي. صرف روح ۽ ان جي ڪيفيت سان ڪونہ آهي. قابل غور ڳالهہ اها آهي تہ بني اسرائيل سورت ۾ قرآن شريف ان کي اهڙو خواب (روياء) قرار ڏنو آهي جنهن ماڻهن کي ڪفر ۽ ايمان جي آزمائش ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ظاهر آهي روياء جي معنيٰ صرف خواب هجي هاتہ ان ۾ انڪار ڪهڙو هيو ۽ ان جي ادراڪ جي لاءِ صرف حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ جي عالي ظرف کي اها توفيق ڇو نصيب ٿئي ها تہ اهو ان کي بنان ڪنهن چون چرا جي مڃي ڇڏي. ان کان علاوه معراج واري واقعي کان پوءِ اختلاف جو جيڪو طوفان برپا ٿي ويو هيو ان مان بہ اهو اندازو ٿئي ٿو تہ اهو تاريخ جو غيرمعمولي واقعو هيو. صرف خواب ڪونہ هيو.

(5) صفحو 277 جو حاشيو: حضرت محمَد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي باري ۾ مسٽر استينلي پول طرفان پيش ڪيل جائزو ايترو خوبصورت ۽ ايترو صداقت تي ٻڌل آهي جو مان هتي ان جو اقتباس پيش ڪرڻ کان رهي نٿو سگهان. " ان (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي شخصيت ۾ همت ۽ شجاعت سان گڏو گڏ اهڙي نماڻائي ۽ سباجهڙائي هئي جو سندن باري ۾ راءِ قائم ڪرڻ وقت هميشہ اهو خطرو رهي ٿو تہ اهڙي طبيعت واري سڦلتا. انسان جي دل ۾ عزت ۽ محبت جا جيڪي جذبا پيدا ڪري ٿي، ان ڪري انسان جي فيصلي ڪرڻ واري قوت ڪٿي لاشعوري طور متاثر نہ ٿي وڃي. اهڙي شخصيت جنهن سالن تائين اڪيلي سر پنهنجي قوم جي مخالفت جو مقابلو ڪيو اهائي ساڳي شخصيت آهي جنهن واٽ سير ملڻ واري سان خوش خير عافيت ڪرڻ لاءِ هٿ ملائڻ کان پوءِ ڪڏهن بہ پهنجو هٿ پهريائين ڪو نہ ڇڏايو. ٻارڙن جو محبوب جنهن رستي ۾ ملندڙ ٻارن سان ڪلي ملڻ ۽ انهن ڏانهن پيار سان نهارڻ ۽ محبت ڀريا جملا ڳالهائڻ کان سواءِ ڪڏهن بہ اڳتي قدم ڪونہ وڌايو. انهن جملن ۾ سندن مٺڙو آواز ۽ مهرباني جي اجا وڏيڪ چاشني ان شخصيت جي بي ريا دوستي، سندن

ڪريمانڻي فياضي، سندس بي ڊپائي واري جرئت ۽ همت. اهي سيئي گڻ تنقيد ڪي واڪاڻ ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا."

"پاڻ (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) اهڙي شاندار نموني ۾ جوش و خروش وارا هيا جڏهن جوش و جذبو انساني صفت جو هڪڙو جزو ٿي ويندو آهي، اهڙي شئي جيڪا انسان کي سندس زندگي ۾ ناڪاره ٿيڻ کان بچائي رکندي آهي. جوش و خروش اڪثر ڪري دل آزاري لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي، جو تہ اهو غير مناسب مقصد سان وابستہ هوندو آهي يا غير آباد زمين ۾ هر هلائڻ وانگر هوندو آهي جنهن مان ڪا بہ حاصلات ڪونہ ٿيندي آهي. پر محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي معاملي ۾ ائين ڪو نہ هيو. پاڻ جوش و خروش کان اهڙا ڪم ورتائون جو جنهن وقت جوش و خروش دنيا ۾ انقلاب جي باهہ ٻارڻ لاءِ اڪيلو وسيلو هيو تہ ان وقت سندن جوش و خروش اعليٰ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ افضل ترين ذريعو هيو. پاڻ (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) انهن ٿورن خوش قسمت انسانن منجهان هيا جن کي هڪڙي عظيم صداقت کي پنهنجي زندگي جو سر چشمو بنائڻ جي سعادت نصيب ٿي. پاڻ (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) الله وحده لاشريڪ جا رسول هيا، ۽ پاڻ پنهنجي ظاهري زندگي جي آخري گهڙي تائين پنهنجي ان مرتبي کي ڪونہ وساريو ۽ نہ وري ان پيغام کي وساريائون جيڪو سندن زندگي جو اصل محور هيو. پاڻ ڪريمن پنهنجي قوم کي اهڙي عظيم الشان وقار سان بشارت ڏني جنهن جو سرچشمو اهو احساس هيو جيڪو کين پنهنجي نبوي منصب جي باري ۾ هيو. ان سان گڏوگڏ اهڙي انڪساري سان ڏنائون جنهن جو بنياد سندن پنهنجي ڪمزور انساني وجود جي شعور ۾ سمايل هيو."

(6) صفحو 417. **ذمي ماڻهو:** جڏهن 638ع ۾ يروشلم (بيت المقدس)وارن طرفان هٿيار ڦٽي ڪيا ويا تہ قبضو حاصل ڪرڻ کان پوءِ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ هيٺيون پڌرنامو جاري ڪيو: "بسم الله الرحمٰن الرحيم. هي اها ضمانت آهي جيڪا الله تعالي جو ٻانهو ۽ اميرالمؤمنين عمر(رضي الله تعاليٰ عنہ). ايليا(Aelia) جي رهواسين کي ڏئي ٿو. اهو سيني ماڻهن کي، بيمار هجن يا تندرست، سندن حياتي جي، سندن ملڪيتن جي، سندن گرجا گهرن جي، سندن گرجاگهرن ۾ لڳل صليبن ۽ انهن سيني ڳالهين جي جيڪي سندن مذهب سان تعلق رکن ٿيون، انهن جي ضمانت ڏئي ٿو. انهن جي گرجاگهرن کي نہ رهائشي جاين ۾ تبديل ڪيو ويندو ۽ نہ ڊاهي پٽ ڪيو ويندو، نہ انهن ۾ نہ انهن جي مال ملڪيت جي تعداد کي گهٽايو ويندو، نہ وري رهواسين کان انهن جا صليب کسيا ويندا ۽ نہ انهن جي ملڪيتن مان ڪا شئي کنئي ويندي، نہ وري انهن جي مذهب جي معاملي

۾ ڪا رڪاوٽ وڌي ويندي ۽ نہ وري انهن مان ڪنهن فرد کي نقصان پهچايو ويندو.(بلاذري صفحو 132، ڪتاب الخراج صفحو 54، المڪين، "هسٽوريا سارا سينيڪا"(Historia Saracenica) صفحو 11 )

پيغمبر جو اعلان: "جيڪو بہ ڪنهن ذمي سان زيادتي ڪندو ۽ ان تي ان جي وس ڪان وڌيڪ بار وجهندو تہ مان ان خلاف فريادي هوندس."

"جيڪو بہ ڪنهن ذمي کي تڪليف پهچائي ٿو تہ ڄڻ مون کي تڪليف پهچايائين."

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ طرفان حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ کي ڪيل هدايت : مان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذمين جي سار سنڀال توهان جي حوالي ڪريان ٿو، خيال رکجو تہ انهن سان ڪيل معاهدي مطابق ورتاءُ ڪيو وڃي، ۽ سندن دشمنن کان انهن جو بچاءُ ڪيو وڃي، ۽ انهن تي انهن جي وس کان وڌيڪ بار نہ وڌو وڃي.(ابويوسف ص 71)

ساڳي قسم جي هدايت حضرت علي عليہ السلام 36 هجري ۾ مصر جي گورنر حضرت محمد بن ابوبڪر رضہ کي ڪئي هئي (طبري)

(7) صفحو 453 جو حاشيو: موسيو سيڊيليٽ انهيءَ حالت جي باري ۾ پڻ ذڪر ڪري ٿو جنهن ۾ سني عقيدي مطابق قطعي علحدگي وارن معاملن ۾ اهو ضروري آهي تہ زال ۽ مڙس جي وري ٻيهر گڏ ٿيڻ کان اڳ لازمي طور زال کي ڪنهن ٻئي شخص سان شادي ڪرڻي پوندي ۽ ازدواجي زندگي گذارڻ کان پوءِ اهو شخص ان عورت کي طلاق ڏيندو اهو انهيءَ شرط کي هڪڙي وڏي ڏاهپ واري تدبير سمجهي ٿو جنهن علحدگي جي واقعن کي گهٽو گهٽائي ڇڏيو آهي. ميور (Muir) وري اهڙي شرط کي ضروري قرار ڏيڻ ڪري حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي نڪتہ چيني ڪري ٿو ۽ انهيءَ ڳالھ کي نظرانداز ڪري ڇڏي ٿو تہ عربن جهڙي مغرور شڪي مزاج ۽ حساس قوم منجهہ اهڙو شرط طلاق جي بڇڙائي کان بچڻ لاءِ نهايت مضبوط قدمن مان هڪ قدم هيو. اهو جنهن چوٽي جو حوالو ڏئي ٿو خود ان مان ئي ان تي اها ذلت واضح ٿي وڃي ها جيڪا ان مرد کي برداشت ڪرڻي پوي ها. جيڪڏهن اهو پنهنجي زال کي اهڙي "ذلت واري امتحان" مان گذاري ها، يعني اها عورت ڪنهن ٻئي شخص سان شادي ڪري ازدواجي زندگي گذارڻ کان پوءِ طلاق حاصل ڪري ها تڏهن ٻيهرِ مڙس سان وري شادي ڪري سگهي ها. مونکي افسوس آهي تہ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان پنهنجي نفرت ڪري سر وليم ميور وساري ڇڏيو تہ انهيءَ شرط جو مقصد هڪڙي انسانيت سوز رواج کي روڪڻ هيو جيڪو ٿوري گهٽي ڳالھ تي، بيوقوفي واري جوش ۽ ريچڪ ڪري ڪاوڙ ۾ اچڻ ڪري پهودين. ڪافر عربن ۽ انهن

جي تقليد ۾ عيسائين منجهه پڻ زال کي طلاق ڏيڻ عام هيو. اهو شرط دنيا جي نهايت حساس قومن مان هڪ قوم کي قابو ۾ رکڻ جي مقصد سان لاڳو ڪيو ويو هيو تہ جيئن انهن جي عزت واري احساس ۽ انهن جي فطرت جي مضبوط ترين احساس کي ڪارآمد بڻائجي (ڏسو سيل(Sale) جو ڪتاب "پريلمنري ڊسڪورس" (Preliminary Discourse)، صفحو 134. سروليم ميور اهوبہ وساري ڇڏيو تہ اڪثر شيعا عالم عورت کي وري گڏ رهائڻ کان اڳ زال جو ڪنهن ٽئين شخص سان شادي ڪرڻ واري ذميواري يا حقيقت کي تسليم ڪونہ ٿا ڪن (ڏسو ميلڪم جو ڪتاب "هسٽري آف پرشيا" ( History of Persia) جلد ٻيو صفحو 241) ۽ پڻ ڏسو "مبسوط". باقي مان پنهنجي طرفان انهيءَ آيت جي تشريح جي سچائي ۾ ايمان ٿو رکان جنهن ۾ چيو ويو آهي "جڏهن توهان عورتن کي طلاق ڏئي ڇڏيو ۽ انهن جي عدت پوري ٿيڻ تي اچي تہ يا انهن کي سٺي طريقي سان پاڻ وٽ رکو يا سٺي طريقي سان رخصت ڪري ڇڏيو باقي رڳو ستائڻ جي نيت سان روڪي نہ رکو ڇوتہ اها زيادتي ٿيندي"(سورت بقر آيت 231 ) اها آيت ان کان اڳ آيل آيت نمبر 230 کي منسوخ ڪري ٿي جنهن مطابق ڪنهن ٽئين شخص جي مداخلت ضروري آهي.

(8) صفحو 492. **اسلامي رواداري:** سرٿامس آرنلڊ پنهنجي ڪتاب "اسلام جي تبليغ" (دي پريچنگ آف اسلام The Preaching of Islam) ۾ لکي ٿو "عرب حڪمراني جي پهرين صدي ۾ ڪيترن عيسائي گرجا گهرن سان اهڙي رواداري جو مظاهرو ڪيو ويو ۽ اهڙي مذهبي آزادي واري حياتي حاصل هين جيڪا انهن کي پيڙهين کان وٺي بازنطيني حڪومت جي دور ۾ نصيب ئي ڪونہ ٿي هئي." اهو اڳتي لکي ٿو "بازنطيني سلطنت سان ڏگهي ڪشمڪش دوران ڪيترا موقعا آيا جو خليفن کي پنهنجي عيسائي رعيت جي وفاداري تي شڪ ٿيو ۽ گمان غالب آهي تہ نڪوفورس (Nikophoros) جي غداري انهن سببن مان هڪ هئي، جنهن جي ڪري هارون رشيد حڪم ڪيو تہ عيسائي الڳ نموني جا ڪپڙا پائن ۽ انهن کي سرڪاري عهدن تان هٽايو وڃي."

امام ابو يوسف طرفان هارون رشيد کي غير مسلم ماڻهن لاءِ سفارش واري لکيل درخواست ڏيان طلب آهي:

"اميرالمؤمنين (خدا توهان جي مدد ڪري) توهان تي واجب آهي تہ رسول الله ۽ توهان جي سوٽ محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جو جن ماڻهن سان معاهدو (ميثاق) آهي، توهان انهن سان نرمي وارو سلوڪ ڪريو ۽ انهيءَ جو احتياط ڪريو تہ انهن سان ڪا زيادتي يا بدسلوڪي نہ ٿئي، ۽ انهن

تي اهڙو بار نہ وڌو وڃي جيڪو انهن جي برداشت کان ٻاهر هجي، انهن تي جيڪو ڪجهہ ڏيڻ جي ذميواري آهي انهن جي ملڪيتن مان ان کان وڌيڪ نہ ورتو وڃي، ڇوتہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حديث آهي تہ جيڪو شخص ڪنهن ذمي ماڻهوءَ تي ظلم ڪندو يا ان تي ان جي وس کان وڌيڪ بار وجهندو تہ قيامت جي ڏينهن مان پاڻ ان شخص خلاف فريادي هوندس." (آرنلڊ)

(9) صفحو 511 : ڪتاب جي پهرين ڇاپي ۾ مون هيئن لکيوهيو :۔

اسلام حڪمرانن تي رعيت جي باري ۾ جيڪي ذميواريون عائد ڪري ٿو ۽ جنهن طريقي سان اهو ماڻهن جي آزادي ۽ برابري کي هٿي وٺرائي ٿو ۽ انهن کي سندن حڪمرانن جي ڏاڍ کان بچائي ٿو اهو امام فخرالدين رازي طرفان "حاڪم ۽ رعيت جا هڪ ٻئي ڏانهن حق" جي موضوع تي لکيل هڪڙي نهايت عمدي ڪتاب ۾ ڄاڻايل آهي. بعد ۾ ان ڪتاب کي محمد بن علي طباطبائي المعروف ابن طِقطِقي وڌائي نئين تربيت ڏني.

منهنجو اهو بيان هندوستان جي مولوين جي عام راءِ جي مطابق هيو. بروڪلمن(Brockelmann) عربي ادب جي تاريخ تي لکيل پنهنجن مقالن (ويمر ۽ برلن 1902 ۔ 1918 ,Weimar and Berlin) ۾ گهڻو ڪري ساڳي راءِ رکي ٿو. انهيءَ راءِ تي اهو يورپ جي اسڪالرن منجهہ اڪيلو ڪونہ هيو. نوئل ڊيورجر(Noel Devergers) ۽ ڪي قدر ڊي ساسي(de Sacy) ۽ ڪيترائي ٻيا ان سان متفق هيا. بهرحال هارٽ وگ ڊيونبرگ(Hartwig Devenbourg ) انهيءَ راءِ جي سخت مخالفت ڪئي: ۽ بروڪلمن بہ ان کان پوءِ پنهنجي ڪتاب "The Nachtrage" ۾ پنهنجي راءِ کي تبديل ڪيو. بهرحال هن ڇاپي ۾ "تاريخ الدّولہ" کي امام فخرالدين رازي جي تصنيف طور منسوب ڪرڻ کان جنهن ڳالهہ مون کي روڪيو اها هي آهي تہ ابنِ خلڪان طرفان امام رازي جي تصنيفات جي ترتيب ڏنل لسٽ ۾ "تاريخ الدّولہ" شامل ڪونہ آهي. ان طرفان انهي ڪتاب کي لسٽ ۾ شامل نہ ڪرڻ جو سبب ڪنهن حتمي ثبوت ڪري ڪونہ آهي، ڇوتہ ابن خلڪان اڪثر ڪري ليکڪن جي اهم ڪتابن کي نظرانداز ڪري ويندو آهي. مثال طور، ان ابن الحديد جي تذڪري ۾ ان جي مشهور ڪتاب شرح نهج البلاغہ جو ذڪر ئي ڪونہ ڪيو آهي. بهرحال مون طرفان هن نئين ڇاپي ۾ ان ٽڪري کي عبارت مان خارج ڪرڻ جو اهوئي ظاهري سبب آهي.

(10) صفحو 511. **انصاف (عدل)** : ڪتاب "الميزان والحڪمت" ۾ جيڪو ٻارهين صدي عيسوي ۾ لکيو ويو هيو عدل جي هيئين وصف بيان ڪئي وئي آهي:"عدل مڙني اخلاقي اوڇاين جو مدار ۽ سڀني خاصيتن جو

بنياد آهي. باري تعاليٰ عدل کي ڪماليت جي چوٽي تي پهچائڻ جي مطلب سان پاڻ کي عادل جو لقب ڏئي پنهنجي برگزيده ٻانهي سان تعارف ڪرايو. اهو عدل جي نور ذريعي ئي ٿيو جو دنيا مڪمل ۽ صحي حالت ۾ اچي وئي ۽ هڪڙي درست نظام هيٺ آندي وئي، جنهن جي باري ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ارشادن ۾ حوالو ڏنل آهي. "آسمان ۽ زمين عدل سان ئي قائم ڪيا ويا هيا."

(11) صفحو 575 جو حاشيو: ڊي ساسي جرنل ايشياٽڪ ( Journal Asiatique ) جي جلد چوٿين صفحي 298 تي شروعات ڪرڻ وارن مختلف مرحلن جي نهايت عمدي وصف بيان ڪئي آهي. نئين ايندڙ ساٿي کي پهرين درجي جو حلف کڻڻ جي ترغيب ڏيارڻ خاطر ان جي ذهن کي شڪ شبهن سان پري پريشان ڪيو ويندو هيو. مثبت مذهب ۽ عقل جي وچ ۾ جيڪي تضاد هيا اهي تفصيل سان ذهن نشين ڪرايا ويندا هيا. پر ان ڳالهه جي بہ نشاندهي ڪئي ويندي هئي تہ ظاهري لغوي مفهوم جي پٺيان هڪڙي ڳوڙهي معنيٰ لڪل آهي جيڪو اصل مغز هيو باقي لفظ رڳو توتڙ يا ڇلڪا هيا. بهرحال سيڪڙات جي هوراڪورا کي تيستائين مطمئن ڪونہ ڪيو ويندو هيو جيستائن اهو غيرمشروط حلف ڪونہ کڻندو هيو. ان کان پوءِ ان کي ٻئي درجي ۾ داخل ڪيو ويندو هيو. ان درجي ۾ سيڪڙات کي اها تعليم ڏني ويندي هئي تہ اهو خدا طرفان مقرر ڪيل امامن تي ايمان آڻي جيڪي هرقسم جي علم جو وسيلو هيا. جيئن ئي ان جو عقيدو انهن ڳالهين ۾ پختو ٿي ويندو هيو تہ ٽئين درجي ۾ سيڪڙات کي امامن جو تعداد ٻڌايو ويندو هيو ۽ اهو ذهن نشين ڪرايو ويندو هيو تہ اهو ستن کان وڌيڪ نہ ٿيندو ڇوتہ الله تعاليٰ ست آسمان، ست زمينون، ست سمنڊ، ست سيارا، ست رنگ، ست سُر، ست ڌاتو پيدا ڪيا آهن. ائين الله تعاليٰ پنهنجن نهايت وڏن برگزيده ٻانهن مان ستن شخصن کي چونڊي امام مقرر ڪيو آهي، اهي هي آهن: (1) حضرت علي عليہ السلام (2)حضرت امام حسن عليہ السلام (3) حضرت امام حسين عليہ السلام (4)حضرت امام علي زين العابدين عليہ السلام (5) حضرت امام محمد باقر عليہ السلام (6) حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام (7) حضرت اسماعيل رضي الله تعاليٰ عنہ چوٿين درجي ۾ اهي اها تعليم ڏيندا هيا تہ دنيا جي وجود ۾ اچڻ کان وٺي ست ناطق آيا آهن جن ۾ ڪلام الاهي مجسم هيو جن مان هرهڪ حڪم ربي موجب پاڻ کان اڳ گذريل ناطق جي عقيدي ۾ ترميمون ڪيون يا منسوخ ڪيو. انهن مان هرهڪ ناطق کي ست نائب مددگار هيا. جيڪي هڪڙي ناطق کان ٻئي ناطق جي وقت ۾ هڪٻئي پٺيان آيا. پر جيئن تہ انهن پاڻ کي علي الاعلان ظاهر ڪونہ ڪيو انهيءَ ڪري انهن

ڪي صامت يا خاموش چيو ويندو آهي. ست ناطق هي هيا: حضرت آدم عليہ السلام، حضرت نوح عليہ السلام، حضرت ابراهيم عليہ السلام، حضرت موسيٰ عليہ السلام، حضرت عيسيٰ عليہ السلام، حضرت محمّد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت جعفر صادق عليہ السلام جو پٽ حضرت اسماعيل رضي الله تعاليٰ عنہ (يعني امام زمانہ يا هر زماني جو امام). انهن جا ست مددگار نائب هي هيا: حضرت شيش عليہ السلام، حضرت شيم عليہ السلام، حضرت ابراهيم عليہ السلام جو پٽ حضرت اسماعيل عليہ السلام، حضرت هارون عليہ السلام، حضرت شمعون عليہ السلام، حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت اسماعيل رضي الله تعاليٰ عنہ جو پٽ حضرت محمد (يعني امام جعفر صادق عليہ السلام جو پوٽو. سنڌيڪار). هر ناطق سان گڏ هڪڙي صامت جو هجڻ انهيءَ ڪري ضروري هيوتہ هادين ۽ نبين سڀني کي انهي ڳالهہ جي آزادي هجي تہ اهي جنهن کي گهُرن پنهنجي وقت جو صامت مقرر ڪن. پنجين درجي ۾ اهو سيکاريو ويندو هيو تہ دين جي اشاعت لاءِ هر صامت جا ٻارهن نقيب هوندا آهن ڇوتہ ستن کان پوءِ ٻارهن جو انگ گهڻو سٺو آهي. انهي ڪري ٻارهن برج آهن، ٻارهن مهينا آهن، ۽ بني اسرائيل جا ٻارهن قبيلا آهن. ڇهين درجي ۾ سيڪڙات جي دل ۾ ماني (مانو) جي نظرين کي ويهاريو ويندو هيو ۽ جڏهن اهو انهن نظرين جي حڪمت کان چڱي طرح متاثر ٿي ويندو هيو تڏهن ان کي ستين درجي ۾ داخل ڪيو ويندو هيو جتي اهو فلسفي کان اڳتي تَصَوُّف ڏانهن قدم وڌائيندو هيو. ستين درجي کان پوءِ اهو عارفن جي مرحلي ۾ شامل ٿي ويندو هيو. ائين درجي ۾ اهو مثبت مذهب جي شرعي پابندين کان آجو ٿي ويندو هيو. اکين آڏو پردو کڄي ويندو هيو ۽ ان وقت کان پوءِ جيئن تہ اهو خود "پاڪ صاف هوندو هيو ان ڪري ان لاءِ هر شئي پاڪ صاف هوندي هئي." انهن نظرين جي رجحان کي بيان جي مقابلي ۾ تصور ڪرڻ ذريعي وڌيڪ بهتر نموني سان سمجهي سگهجي ٿو.

(12) صفحو 577. **حسن صباح** : مولوي عبدالحليم شرر انهي ڳالهہ جي نشاندهي ڪئي آهي تہ حسن صباح جا پيروڪار پنهنجي فتني واري تبليغ جي سلسلي ۾ ڪيئن حشيش جو استعمال ڪندا هيا، ۽ ان وقت جي ديني ۽ سماجي نظام خلاف پنهجن منصوبن کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ اهي نون مريدن جي ذهنن کي ڪيئن نشي جو عادي بڻائيندا هيا. اهو معاشري جي انهن دشمنن جي ڳجهي عقيدي جي وبائي قوت کي بہ کولي بيان ڪري ٿو ۽ اهو بہ ٻڌائي ٿو تہ قرامطہ فرقي وارن جي بربادي کان پوءِ اسماعيلي فرقي وارا ڪئين وجود ۾ آيا.

(13) صفحو 578 : توڙي جو ڪجھ مغربي محققن انهيءَ ڳالھ جي سچائي تي شڪ ڏيکاريو آهي تہ نظام الملڪ، عمر خيام ۽ حسن صباح ڪو هڪڙي مدرسي ۾ گڏ طالب علم هيا، ليڪن "شيخ الجبال" جي تازه ترين سوانح نگار انهيءَ ڳالھ جي توثيق ڪئي آهي تہ اهي ٽئي هڪ ئي وقت امام موثق الدين (موفق الدين) جا شاگرد هيا. حسن صباح جي زندگي جو اهو نئون رخ لکنو جي هڪڙي معتبر عالم (مولوي عبدالحليم شرر) جي قلم جي محنت آهي، جنهن پنهنجي ڪتاب ۾ حسن صباح جي زندگي ۽ ان جي مقصدن ۽ ان جي فتنہ انگيز تبليغ جو نهايت جامع خلاصو پيش ڪيو آهي.

(14) صفحو 602. بابي: (الف) بابي عقيدي وارن جا ڪهڙا بہ گناه رهيا هجن پر انهن کي مليل وحشاڻي ۽ غير انساني سزا انهن جي ارڏاين کان گهٽ و ڏيڪ هئي ـ اهڙي سزا جيڪا بلند ڪرداري واري برداشت سان سٺي وئي، جيڪا نسلي يا مذهبي تعصب کان خالي ڪنهن بہ دل کي داد ڏيڻ لاءِ هر ڪائي ڪونہ سگهندي ۽ جيڪا نتيجي ۾ پنهنجو فطري لاڀ (جيڪو پوکيو اهو لڻو) ماڻي رهي آهي. اهو فرقو بجاءِ ختم ٿيڻ جي تعداد ۾ وڌي رهيو آهي. جن چند بابي عقيدي وارن سان منهنجي ملاقات ٿي آهي ان مان اندازو لڳايو آهي تہ اهي مُلن خلاف سخت نفرت سان پريل آهن، ڇوتہ اهي انهن کي پنهنجي خلاف ٿيل ڏاڍ ۽ آزار جو اولين سبب سمجهن ٿا.

بابي عقيدي وارن سان جيڪي ظلم ٿيا اهي تعصبي مُلن طرفان ڀڙڪايل هڪڙي جاهل عوام ۽ هڪڙي ڊنل حاڪم (گورنر) جا ڪرتوت هيا. اسان جي پنهنجي زماني ۾ چين ۾ مُهذب دنيا جي نظرن آڏو ڪجھ نام نهاد تهذيب يافتہ طاقتن جي ٺڪيا ورتل لشڪرن ڪيترن بي ڏوهي شهرين ۽ بيوس عورتن ۽ ٻارن سان نهايت غير انساني ۽ اڻ ڄاتل ڏاڍاين وارا ڏوھ ڪيا آهن. اهڙا ڏوھ جيڪي انسانيت ۽ ترقي ۾ ماڻهوءَ جو ويساهہ تباہ ڪري ڇڏين ٿا.

(ب) بابي، جيڪي هاڻي ڪيترن فرقن ۾ ورهائجي ويا آهن، گهٽو ڪري ڏارين ملڪن ۾ ڏسڻ ۾ ايندا آهن. انهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهي آمريڪا ۾ گهڻي تعداد ۾ آهن؛ انهن جي گهڻائي بيروت ۾ آباد آهي ۽ ڪلڪتي ۽ بمبئي (ممبئي) ۾ بہ ڪو گهٽ ڪونہ آهن. پروفيسر اِي جي برائون (Professor E.G.Browne) جيڪو انگلنڊ ۾ بابي مذهب جي باري ۾ وڏي ڄاڻ رکندڙ آهي، چوي ٿو تہ بابي فرقي وارن جي تَصَوُف وارن سان ڪابہ هڪجهڙائي ڪونہ آهي. انهن ٻنهي فرقن جي وچ ۾ بنيادي تفاوت انهن جي ذهني سوچ ۾ موجود آهي؛ جتي تَصَوُف جي نظرئي وارا مختلف عقيدي وارن

سان وسيع النظري جو مظاهرو ڪندا آهن. اتي بابي فرقي وارا ڪٽر نہ پر انتهائي تنگ نظر آهن.

(15) صفحو 624. ابن يونس: فلڪياتي علم جو ماهر(هيئت دان) علي بن يونس هرفن مولا ماڻهو هيو. ابن خلڪان لکي ٿو "توڙي جو فلڪياتي علم ان جي خصوصي مطالعي جو موضوع هيو پر اهو ٻين علمن جي بہ پلي پٽ چاڙهي رکندو هيو ۽ شاعري ۾ بہ نمايان صلاحيت جو مظاهرو ڪيائين

(16) صفحو 624 : بمبئي مان نڪرندڙ "دي انڊين سوشل رفارمر" (The Indian Social Reformer) نالي رسالي جي 1901_7_28 واري ڇاپي ۾ هڪڙو ليک ڇپيو هيو جنهن ۾ منهنجي مضمون "دي لبرل موومينٽ ان اسلام" (The Liberal Movement in Islam) جي گهڻي تعريف ڪري مون کي داد ڏنو ويو هيو. ان ليک ۾ منهنجو ڌيان موسيو رينن(M.Renan) جي ڪجهہ ڳالهين ڏانهن ڇڪايو ويو هيو جيڪي ان سوربون(Sorbonne) يونيورسٽي ۾ مارچ 1883ع ۾ پنهنجي هڪڙي ليڪچر[1] ۾ بيان ڪيون هيون. ان ليڪچر ۾ موسيو رينن اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي تہ اسلام سائنس جي خلاف آهي ۽ مسلمانن منجهہ سائنس لاءِ جاکوڙ جو رجحان فقط تڏهن پيدا ٿيو جڏهن مذهب جي پڪڙ ڪمزور ٿيڻ لڳي. اهو چوي ٿو "اسان کي اڪثر باور ڪرايو ويو آهي تہ اسڪندريہ جي ڪتب خاني کي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ ساڙايو هيو پر اهو ڪوڙو الزام آهي، ڇو تہ ان وقت تائين ان ڪتب خاني جو وجود تقريبن ختم ٿي چڪو هيو. پر دنيا ۾ سويون ماڻهو لاءِ ان جيڪو اصول مقرر ڪيو هيو اهو حقيقي معنيٰ ۾ عملي تحقيق ۽ ذهن جي انيڪ ڪاوشن لاءِ هاڃيڪار هيو."

ايويروز ۽ ايويروازم(Averroes & Averroism) جهڙي ڪتاب جي ليکڪ طرفان ٿيندڙ انهي واهيات ۽ بي لحاظ دعوا خلاف، جيڪا عجيب آهي، هڪڙو دفعو شيخ جمال الدين افغاني، جيڪو ان وقت پئرس ۾ رهندو هيو اعتراض ڪندي آواز اٿاريو هيو. موسيو رينن طرفان شيخ صاحب جي تنقيد جو ڏنل جواب سبق آموز آهي. فرانسي اڪابر کي پنهنجي دعوا جي ترديد ڪرڻي پئجي وئي هئي ۽ غلطي مڃي هئائين تہ اسلام مان ان جي مراد اهو محمدي دين هيو جنهن تي اڄ ڪلهہ مسلمان جماعتن جا جاهل ۽ تعصبي فرقا اعتقاد رکن ٿا ۽ عمل پيرا آهن. مان هتي اها عبارت پيش ٿو ڪريان

---

[1] ليڪچر جو عنوان آهي "اسلاميت ۽ سائنس" (Islamism and Science) ۽ جنهن ڪتاب ۾ ڇپيو آهي ان ڪتاب جو نالو آهي The Poetry of Celtic Races and other Stidies

جنهن ۾ اهو پنهنجين سخت نڪتہ چينين کي پڄاڻي تي پهچاهي ٿو ڇو تہ ٿي سگهي ٿو تہ اها عبارت خود مسلمانن لاءِ سندن ذميوارين جي احساس کي سجاڳ ڪرڻ ۾ مدد گار ثابت ٿئي:ـ "هڪڙو پهلو جنهن ۾ مون شيخ صاحب جي خيال موجب انصاف کان ڪم ڪونہ ورتو آهي، اهو آهي تہ مون انهي خيال کي چڱي نموني ڪونہ سمجهيو آهي تہ سمورا الهامي مذهب مثبت سائنس جي مخالفت ڪرڻ لاءِ مجبور هوندا آهن؛ ۽ اهوتہ انهيءَ معاملي ۾ عيسائيت کي ڪو حق ڪونہ ٿو پهچي تہ اها اسلام مٿان چڙهت ڪري، انهيءَ ڳالهہ ۾ شڪ جي ڪا گنجائش ڪونہ آهي. اسلام ابن رشد سان جيڪو سلوڪ ڪيو ان جي مقابلي ۾ ڪيٿولڪ فرقي وارن عيسائين گيليلو سان ڪو ايترو چڱو سلوڪ ڪونہ ڪيو. گيليلو ڪيٿولڪ مذهب جي مخالفت باوجود ڪيٿولڪ ملڪ ۾ رهندي حقيقت کي ڳولي لڌو جئين ابن رشد اسلام جي مخالفت جي باوجود اسلامي ملڪ ۾ رهندي فلسفاڻيون تحقيقون ڪيون. جيڪڏهن مون وڌيڪ تاڪيد سان انهيءَ نڪتي تي زورڪونہ ڏنوتہ اهو صرف انهي حقيقت ڪري هيوتہ انهي معاملي تي منهنجا رايا چڱي نموني سان ظاهر ٿيل آهن، تنهن ڪري پنهنجين لکڻين کان چڱي نموني سان واقف ماڻهن آڏو انهن ڳالهين کي وري دهرائڻ منهنجي لاءِ ضروري ڪو نہ هيو. مون اها ڳالهہ ايترا دفعا ڪئي آهي جو ان کي دهرائڻ خارج از امڪان آهي، جيڪڏهن انساني ذهن پنهنجو اصل ڪم انجام ڏيڻ جي خواهش رکي ٿو جيڪا اها آهي تہ مثبت علمن جي نشونما ڪري، تہ ان کي لازمي طور سمورن مافوق الفطرت ۽ خلافِ عادت عقيدن کان ڏار ٿي ڪم ڪرڻو پوندو. انهيءَ جو تعلق وڳوڙي تخريبڪاري يا ابهري ڦيٽاڙي سان ڪو نہ آهي. انهيءَ جو اهو بہ مطلب ڪونہ آهي تہ ڪو عيسائين کي عيسائي مذهب ترڪ ڪرڻ کپي يا مسلمان اسلام کي ترڪ ڪن. انهيءَ جو مطلب اهو آهي تہ اسلام ۽ عيسائيت جا روشن خيالي وارا پهلو اهڙي غيرجانبدارانہ خيرخواهي واري حالت تي پهچن جنهن ۾ مذهبي عقيدا اڻ ڏکوئيندڙ ٿي وڃن. تقريبن سيني عيسائي ملڪن منجهہ اهو ڪم ڪافي حد تائين ٿي چڪو آهي. اسان کي اميد ڪرڻ گهرجي تہ هڪ ڏينهن ساڳي ڳالهہ اسلامي ملڪن ۾ بہ ٿيندي. يقينن ان ڏينهن شيخ صاحب ۽ مان يڪراءِ ٿي ويندا سين ۽ دل وجان سان هڪ ٻئي کي داد ڏينداسين. ........ مون اهو ڪونہ چيو هيوتہ سيئي مسلمان بغير ڪنهن نسلي امتياز جي جاهل آهن يا سدائين جهالت ۾ ٻڏل رهندا. مون چيو هيو تہ اسلام سائنس جي رستي ۾ وڏيون رنڊڪون وجهي ٿو ۽ افسوس آهي تہ پنجن يا ڇهہ سوسالن کان اهو پنهنجي اثر هيٺ ملڪن ۾ ان کي دٻائڻ ۾ ڪامياب ويو آهي؛ ۽ اهو انهن ملڪن جي انتهائي ڪمزور هجڻ جو مکيہ

سبب آهي. سچ اهو آهي تہ مونکي يقين آهي تہ اسلامي ملڪن جي نئين سر ترقي وٺڻ وارو عمل اسلام جو ڪارنامو ڪونہ هوندو. بلڪ اهو عمل اسلام جي ڪمزوري وارن مرحلن دوران ٿيندو بلڪل ائين جيئن اصل ۾ عيسائي سڏجندڙ ملڪن جي عظيم ترقي وچين دور (قرون وسطيٰ) جي وحشي ڪليسا جي تباهي سان شروع ٿي. ڪجهہ ماڻهن منهنجي ليڪچر ۾ انهن ماڻهن جي خلاف. جيڪي اسلام کي مڃين ٿا. دشمني واري سوچ جو گمان ڪيو آهي. اها ڳالهہ ڪنهن بہ نموني ۾ صحيح ڪونہ آهي. مسلمان خود پاڻ سڀ کان پهريان اسلام جو شڪار ٿيل آهن. مشرقي ملڪن جي سيرسفر دوران مون کي ڪيترا دفعا اهو مشاهدو ڪرڻ جو موقعو مليو آهي تہ مذهبي ڪٽرپڻو ڪيئن ٿورڙن خطرناڪ ماڻهن جي هٿان پيدا ٿئي ٿو جيڪي ٻين کي دهشت ذريعي مذهب تي عمل ڪرڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا. جيڪڏهن ڪوئي ڪري سگهي تہ مسلمانن کي سندن مذهب جي انهيءَ غلامي مان آزاد ڪرائڻ ئي انهن لاءِ هڪڙي عظيم خدمت ٿيندي اهي قومون جن ۾ ڪيترائي سٺا ماڻهو موجود آهن. منهنجي دل ۾ انهن لاءِ انهي محرومي کان ڇوٽڪاري جي جيڪا تمنا آهي، جيڪا محرومي انهن کي هيٺ جهڪائي تي چڙهي، مان نہ ٿو سمجهان تہ منهنجي اها تمنا منهنجي دل ۾ انهن لاءِ ڪا بي لحاظي واري سوچ آهي. جيئن تہ شيخ جمال الدين مون کان تقاضا ڪري ٿو تہ مختلف مذهبن جي وچ ۾ ڀيٽ ڪرڻ وقت مان انصاف جي تارازي مان هٿ نہ ڪيان، تہ مون کي اهو بہ چوڻ ڏيو تہ جيڪڏهن مان انهي اميد جو اظهار ڪريان تہ عيسائيت کي عيسائي ماڻهن تي گهٽ تسلط هئڻ گهرجي تہ انهي جو اهو مطلب ڪونہ آهي تہ ڪو مان ڪجهہ يورپي ملڪن لاءِ ڪنهن خراب ڳالهہ جي تمنا پيو ڪريان."

سڏي ڳالهہ ڪجي تہ اهو افسوس جو مقام آهي تہ يورپي اسڪالر اسلام جي تمام ڪمزور پهلوئن جي عيسائيت جي اوچن پهلوئن سان ڀيٽ ڪرڻ ۾ ضد ڪندا آهن. سيني مذهبن جا مختلف پهلو هوندا آهن، اهي ملڪي آب وهوا ۽ اقتصادي حالتن، ماحول ۽ ماڻهن جي تعليم، انهن جي قومي خاصيتن ۽ ٻين اڻ ڳڻين سببن مطابق مٽيل هوندا آهن. جديد آدرشي عيسائيت جي اسلام جي زوال يافتہ صورت سان ڀيٽ ڪرڻ ڏاهپ ۽ عام سوچ جي توهين آهي.

هن ڪتاب ۾ مون اها ڳالهہ ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ اسلام دنيا جي ذهني سرگرمين کي ڪيئن هٿي وٺرائي، ان موت جي ڪنڌي تي پهتل دنيا کي ڪيئن نئين زندگي بخشي، ان تهذيب ۽ ثقافت کي ڪيئن ترقي وٺرائي. اُهوإهو اسلام ڪونہ هيو جنهن جي اڄڪلهہ جاهل انتها پسند،

چالاڪ خود غرض ماڻهو دعوا ڪري رهيا آهن. پر اهو حقي اسلام هيو يعني پنهنجي اصل اوچي شان، ۽ باوقار صورت وارو اسلام. مون انهيءَ مصيبت جو سبب ڏيڪارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي جيڪا مسلمان قومن مٿان ڪري آهي. اهو غالب امڪان آهي تہ اسلام جو اهو نقاد جنهن اڳ قائم ڪيل جانبداري واري ذهن سان ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيو آهي، يا جيڪو پنهنجن هٺوڪن نام نهاد عالمن ذريعي مذهب جي پرک ڪري ٿو ان کي منهنجا خيال مطمئن ڪونہ ڪندا. مان جيڪو ڪجهہ چوڻ جي جسارت ٿو ڪريان، اهو آهي تہ منهنجا بيان تاريخي حقيقتن تي ٻڌل آهن.

موسيو رينن جو هڪڙو بيان واضع طورتي ترديد ٿيڻ جو حقدار آهي. ان پنهنجي ليڪچر ۾ الزام هنيو آهي: "هڪڙي تمام غور طلب ڳالهہ اها آهي تہ فلاسافرن ۽ عالم ماڻهن منجهہ جن کي عرب سڏيوٿوويجي، صرف الڪندي اڪيلو ماڻهو هيو جيڪو عربي نسل جو هيو. ٻيا سيئي پارسي، ٽرانسوخياني (Transoxations)، اسپيني، يا بخارا، سمرقند، قرطبہ(Corodova)، ۽ اشبيلا (Seville) جا رهواسي هيا. اهي نہ صرف عربي نسل جا ڪونہ هيا پر ڪنهن نموني ۾ عربي ذهنيت جا بہ ڪونہ هيا." اهو فرينچ ڏاهو جنهن سان واقفيت هجڻ تي مون کي فخر هيو انهيءَ جو حقدار آهي تہ ان کي هر طرح جي عزت سان ياد ڪيو وڃي، پر سوچ سمجهہ کان خالي سندس اها راءِ حقيقت کان گهڻو پري آهي. ابن خلڪان جي "وفيات العيان" (ڏاهن ماڻهن بابت سوانحي ڊڪشنري)، تاريخ الحڪماء، ۽ ٻيا اهڙا ڪتاب ثابت ڪندا تہ اها دعوا مڪمل طور تي ڪيتري بي بنياد آهي. انهن ڪتابن ۾ جن ڏاهن جي باري ۾ لکيل آهي، انهن ناليوارن ماڻهن جي شجرن مان خبر پوندي تہ عظيم اسڪالرن، حڪيمن، ۽ عالم فاضل ماڻهن جو گهڻو تعداد توڙي جو عربستان کان ٻاهرين شهرن ۾ ڇاوا هيا پر حسب نسب ۾ اصل عرب هيا.

تي سگهي ٿو تہ حضرت علي عليہ السلام لاءِ موسيو رينن نہ مڃيو هجي تہ اهو ڪو هڪڙو فلاسافر هيو پر ان جي اولاد مان حضرت جعفر صادق عليہ السلام ۽ امام علي رضا عليہ السلام بنا ڪنهن اعتراض جي انهي رتبي ۾ شامل ڪرڻ جا حقدار آهن. ان کان علاوه حضرت جعفرصادق عليہ السلام سائنسدان بہ هيا. جديد علم ڪيميا جو اڳواڻ، ابو موسيٰ جابر بن حيان اصل ۾ حضرت جعفر صادق عليہ السلام طرفان گڏ ڪيل مواد جي روشني ۾ پنهنجا ڪارناما انجام ڏنا. اهو مڃيو ويو آهي تہ الڪندي "عربن جو فلاسافر" ڪنده جي شاهي خاندان جو فرد هيو ۽ عربي نسل جو عرب هيو. پر اها خبر عام ڪونہ آهي تہ يحيٰ بن علي منصور بہ خالص عرب هيو. نہ وري اها خبر عام آهي تہ علي بن يونس صدف قبيلي سان تعلق رکندڙ هيو. ابن خلڪان

چئي ٿو "حميار قبيلي جي وڏي شاخ جيڪا مصر ۾ آباد ٿيل هئي." ابو عثمان عمر الڪناني عرف الجاهز جيڪو مشهور معتزلي فلسفي هيو. جنهن 255 هجري (9_868ع) ۾ بصري ۾ وفات ڪئي، اهوڪنانہ قبيلي جو فرد هجڻ ڪري خالص عرب هيو. ابن ماجہ(Avenpace) نسب ۾ تُجيبي هيو. ابن خلڪان چوي ٿو "تُجيبي کي تَجيبي بہ اچاريو ويندو آهي، ان جو مطلب آهي تہ تجب جو اولاد جيڪا اشرس بن السڪون جي پٽن عدي ۽ سعد جي ماءُ هئي. اها(تجب) پاڻ ثوبان بن سُلَيم بن مَرِس جي نياڻي هئي ۽ ان جي پٽن کي ان جي نالي پٺيان تجيبي سڏيو ويندو هيو."

ابن زهر(Avenzoars) بہ نزار جي عرب قبيلي اياذ سان تعلق رکندڙهيو انهي ڪري الاياذي سڏبو هيو.

گرامر (صرف نحو) جو عظيم ماهر خليل بن احمد بہ ازد قبيلي جو فرد هيو.

اسپيني فلاسافر ۽ تاريخدان ابن بشڪول مديني جي هڪڙي انصاري جي اولاد منجهان هيو جيڪو اسپين ۾ آباد ٿي ويو هيو. مسعودي بہ پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابي ابن مسعود رضہ (عبدالله بن مسعود رضہ) جي اولاد مان هيو انهي نسبت ڪري مسعودي چورائيندو هيو. جڏهن تہ ابن اثير عرب جي مشهور قبيلي شيبان جو فرد هيو.

الماوردي جيڪو سياسي اقتصاديات جو ماهر ۽ فقيه هيو. بصري جو رهاڪو ۽ خالص عرب هيو. ان جا بہ سڀ کان وڌيڪ مشهور ڪتاب "احڪام السلطانيہ" ۽ "السياست المُدن" آهن. جن جي فان همير ( Van Hammer) گهڻي تعريف ڪئي آهي.

عثمان جيڪو غازي، مدبر، فلاسافر ۽ شاعر هيو اهو ڪنانہ قبيلي جو فرد هيو.

الغُرر ولدّرر جو ليڪڪ شريف المرتضيٰ جيڪو پنهنجي وقت جي وڏن عالمن مان هيو اهو امام علي رضا عليہ السلام جي اولاد مان هيو.

ابن طفيل بہ قيس قبيلي جو فرد هيو ۽ انهيءَ ڪري القيسي سڏرائيندو هيو.

ابن خلدون هڪڙي يمني خاندان منجهان هيو جيڪو اسپين ۾ آباد ٿيو هيو. اهي حضرموت کان آيا هيا تنهن ڪري حضرمي سڏبا هيا.

مون وچان وچان چند نالا چونڊي ڳڻايا آهن، پر ڪتاب پڙهڻ جي شوقينن کي جن ڪتابن جو مون ذڪر ڪيو آهي، انهن ۾ تمام گهڻا مثال ملندا.[1]

اهو چوڻ ته اهي ماڻهو عرب ڪونه هيا ۽ انهن جي رڳن ۾ عرب خون ڪونه هيو يقيني طور هڪڙي اجائي دليري واري دعوا آهي. مان به ساڳي نڪ جي پڪائي سان اها دعوا ڪري سگهان ٿو ته جيئن ته لانگ فيلو (Longfellow)، چيننگ(Channing)، ايمرسن(Emerson) ۽ ڊريپر (Draper) آمريڪا ۾ پيدا ٿيا هيا انهي ڪري اينگلو سيڪسن( Anglo Saxon ) ڪونه هيا.

(17) صفحو 658. صفوي: تازو هڪڙو نئون نظريو ايجاد ٿيو آهي جيڪو "صفوي" اصطلاح مان نڪتل آهي، جيڪو شاهه اسماعيل طرفان فارس ۾ قائم ڪيل شاهي گهراڻي جو لقب آهي، لفظ "صفي" شاهه اسماعيل جي جد امجد صفي الدين جي نالي جو حصو آهي؛ نه ڪي "صوفي" مان نڪتل آهي جيڪو صفي الدين جو لقب هيو. مان انهيءَ نظرئي جي نهايت ادب سان ترديد ڪريان ٿو. فارسي سلطنت جي بنياد پوڻ کان پوءِ ڪيترين صدين تائين يورپ جا سياح، واپاري ۽ واقع نگار فارس جي "شاهن" کي "صوفي اعظم" جي لقب سان سڏيندا هيا جيڪو "مغل اعظم"، ۽ "ترڪ اعظم" جي لقب کان ڌار ڪري فرق ڏيکارڻ جي مطلب لاءِ هيو. سبب سمجهڻ ۾ سولو آهي. مشرقي ليکڪن منجهه لفظ "صفوي" کي سدائين اها معنيٰ مليل هئي ته اهو "صوفي" لفظ مان نڪتل آهي، بلڪل ائين جيئن انهيءَ گهراڻي جو ٻيو لقب "موسوي" امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام جي نالي مان نڪتل آهي. رضوي سيد پنهنجي نسبي سلسلي کي امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام جي فرزند امام علي رضا عليه السلام سان ملائيندا آهن.

(18) صفحو 660 جو حاشيو: منگولن هٿان بغداد جي تباهي انهي ڳالهه جو ثبوت آهي ته ٻين شهرن ۾ ڇا ٿيو هوندو پر انهن وحشين هٿان جيڪي دهشتناڪ ظلم برپا ٿيا انهن جو حقي نقشو چٽڻ لاءِ ڪنهن ٻئي گبن (Gibbon) جي ضرورت آهي. ٽن ڏينهن تائين گهٽين ۾ رت وهندو رهيو ۽ دجله جو پاڻي ڪيترن ميلن تائين رت سان ڳاڙهو ٿي وهندو رهيو. ڦرلٽ، ڪوس، ۽ ذليل ڪرڻ ۽ عزتون لٽڻ، ۽ انسانيت جي تذليل وارا ڍهڪاءُ ڇهن

[1] وستنفيلڊ (Wustenfeld) جو Geschichte der Arabischer Aerzte، زهبي جو "تاريخ اسلام" ۽ ڪاسيري (Casiri) جو "ببليوٿيڪا عربيا" (Bibliotheca Arabica) پڻ ڏسو.

هفتن تائين جاري رهيا. محلاتن، مسجدن ۽ مقبرن کي ساڙي تباھ ڪيو ويو يا انهن جي گنبذن مان سون ڪيڻ لاءِ انهن کي شهيد ڪرائي پٽ ڪيو ويو. اسپتالن ۾ موجود مريضن، ۽ مدرسن ۽ ڪاليجن جي اوستادن ۽ شاگردن کي تھ تيغ ڪيو ويو. مقبرن مان مشائخن ۽ معصوم امامن جي باقيات (يادگار شين) ۽ مدرسن مان عالمن ۽ فاضلن جي تصنيفات کي ڪڍي ساڙي خاڪ ڪيو ويو. ڪتابن کي باھ ۾ اڇلايو ويو يا جتي باھ موجود ڪونہ هئي ۽ دجلہ ويجهو هئي تہ ڪتابن کي دجلہ جي پاڻي ۾ ٻوڙي ڇڏيائون. ائين علم وحڪمت جو پنجن صدين وارو گڏ ڪيل خزانو انسانذات جي هٿن مان هليو ويو. قوم جي سونهن کي مڪمل طور تباھ ڪري ڇڏيائون. حڪمت عملي يا احتياطي تدبير ڪري، هلاڪو خان جو اهو دستور هيو تہ جنهن بہ ملڪ مان تباهي مچائيندو گذرندو هيو تہ ان ملڪ جي شهزادن ۽ سرڪرده ماڻهن کي پنهنجن لشڪري ڪٽڪن سان گڏ وٺي ويندو هيو. انهن مان هڪڙو سعد بن زنگي هيو جيڪو فارس جو اتابڪ هيو. لڳي ٿو تہ مشهور درويش شاعر شيخ سعدي رحمت الله تعاليٰ عليہ بہ پنهنجي مربي سرپرست ۽ دوست سان گڏجي پيو هيو تنهن ڪري ان بغداد ۽ ان جي بدنصيب رهواسين جي دردناڪ حالت جو جيڪو اکين سان مشاهدو ڪيو ان شهر جي عظمت ۽ هيبت وارن احساسن کي هن پنهنجن ٻن دردناڪ بيتن ۾ پيش ڪيو آهي:

آسمان را حق بُوَد گر خون ببارد بر زمين
بر زوالِ ملڪِ مستعصم امير المؤمنين
اي محمدؐ گر قيامت سر برون آري زخاڪ
سر برون آر و قيامت در ميانِ خلق بين

(19) صفحو 670. **قضا و قدر (تقدير)**: نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو قضا و قدر جي باري ۾ جيڪو عقيدو هيو ان تي حضرت ابيہ بن ڪعب رضي الله تعاليٰ عنہ کان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي روايت ڪيل هي حديث روشني وجهي ٿي"سيني کان خوشحال شخص اهو آهي جيڪو پنهنجي محنت سان خوشحال ٿئي، ۽ سيني کان بدحال شخص اهو آهي جيڪو پنهنجن عملن ڪري بدحال ٿي وڃي."

عظيم خليفي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي لاءِ چيو وڃي ٿو تہ ان هڪڙي شخص کي ڏوھ جي ھيٺي سزا ڏني جنهن کي ڪنهن سان ڏيتي ليتي ۾ دوکو ڪندي پڪڙيو ويو هيو ۽ ان پاڻ کي بيڏوهي قرار ڏيڻ لاءِ اهو چيو هيو تہ ان ائين الله تعاليٰ جي مقرر ڪيل حڪم ڪري ڪيو هيو.

اميرالمؤمنين حضرت علي عليہ السلام کان پنهنجي هڪڙي اصحابي جيڪو صفين جي لڙائي ۾ شريڪ هيو معلوم ڪيو تہ ڇا انهن کي

الله تعاليٰ جو مقرر ڪيل حڪم (قضاء الاهي) شام وٺي آيو هيو. روايت ڪئي وئي آهي تہ حضرت علي عليہ السلام ان جو جواب هيئن فرمايو:

"شايد توهان قضا و قدر (تقدير) کي لازمي ۽ ٽاري نہ سگهڻ جهڙو الله تعاليٰ جو حڪم ٿا سمجهو. جيڪڏهن ائين هجي ها تہ پوءِ جزا ۽ سزا جو ڪوئي سوال نہ هجي ها، ۽ ثواب جو واعدو ۽ عذاب جي ڌمڪي جي ڪائي حيثيت ڪونہ هجي ها، ۽ پڪ سان خدا جي طرفان نہ گناهگارن تي الزام لڳي ها ۽ نہ وري نيڪوڪارن کي شاباس ملي ها، نہ نيڪوڪار پنهنجن نيڪ عملن ڪري بدڪار جي مقابلي ۾ جزا جو وڌيڪ حقدار هجي ها ۽ نہ وري بدڪار پنهنجين خطائن جي ڪري نيڪوڪار جي مقابلي ۾ وڌيڪ سزا جو حقدار ٿئي ها. اهڙا تبصرا شيطان جي پائرن جا آهن، بتن جي پوڄارين جا آهن، ۽ خدا رحمٰن و رحيم جي دشمنن جا ۽ انهن جا جيڪي باطل جي حمايت ڪندا آهن، ۽ انهن جا جيڪي پنهنجن معاملن ۾ حق جي طرف اکيون بند ڪندا آهن ـ جيئن هن دنيا جا تقدير پرست ۽ مجوسي. خدا انسانن کي مرضي جو اختيار ڏنو آهي ۽ انهن کي خوف ڏيارڻ کان منع ڪئي آهي. الله تعاليٰ انسانن مٿان زبردستي فرض ڪونہ مڙهيا آهن ۽ نہ وري پنهنجا نبي سڳورا راند روند لاءِ موڪليا آهن. اهڙو عقيدو ڪافرن جو آهي ۽ ڪافر جهنم جي عذاب ۾ هوندا!" پوءِ ان ڪراڙي مڙس عرض ڪيو "پوءِ قضا و قدر (تقدير) ۽ اٽل حڪم جنهن اسان کي هتي آندو اهو ڇا آهي؟" پاڻ فرمايائون "ان ۾ الله تعاليٰ جو حڪم ۽ منشا آهي." پوءِ پاڻ هي آيت پڙهيائون "وَقَضيٰ رَبُّكَ اَلاّ تَعبُدُوا اِلاّ اِيَاهُ وَبِالوَالِدَينِ اِحسَانًا" (رب حڪم فرمايو تہ ان کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي عبادت نہ ڪريو ۽ ماءُ پيءُ سان چڱو سلوڪ ڪريو. سورت بني اسرائيل آيت 23.)

امام حسن عليہ السلام طرفان بصري جي ماڻهن ڏانهن لکيل خط ۾ پڻ هيٺين عبارت شامل هئي جيڪا ياد رکڻ جي قابل آهي "جيڪو شخص پنهنجن گناهن لاءِ خدا کي ذميوار ٿو ٺهرائي اهو حق جي واٽ کان ڀٽڪيل آهي. خدا ماڻهن کي سندن مرضي خلاف ان (الله) کي مڃڻ لاءِ مجبور ڪونہ ٿو ڪري ۽ نہ وري انهن کي سندن مرضي خلاف ڏوهہ ڪرڻ تي مجبور ٿو ڪري"

(20) صفحو 676. لفظ "معتزلہ": غياث اللغات ۽ فرهنگ (لکنو) ۾ لفظ "معتزلہ" کي ان جي ٽئين پد (جز) يعني "ز" تي زبر سان لکيو ويو آهي، يعني اهو لفظ "مُعتَزَلہ" آهي. فرهنگ، هندوستان جي ٽن وڏن عالمن طرفان ترتيب ڏنل لغت آهي ۽ پنهنجي نموني ۾ بهترين ۽ جامع لغت آهي، مطلب تہ صحي معنيٰ ۾ انسائڪلوپيڊيا آهي. ان لغت کي مرتب ڪرڻ ۾ مولفن (ترتيب ڏيندڙن) اڳ موجود هر لغت کي نظر هيٺ رکيو آهي، انهن ۾

"ڪشف اللغات"، "صراح"، "تاج العروس" ۽ ٻيون ڪيتريون لغتون آهن. تہ جيئن اهو چئي نہ سگھجي تہ انهن لغت جي ترتيب ۾ بغير تحقيق جي مٿاڇري نموني سان فيصلو ڪيو آهي. رچرڊسن جي ڊڪشنري ۾ اهو لفظ اهڙي تلفظ سان لکيل آهي.

"لسان العرب" ۾ اهو لفظ ٽئين پد(جز) يعني "ز" جي هيٺان زير سان لکيل آهي، جنهن موجب اهو لفظ "مُعتَزِلہ" ٿيندو. مشرقي علمن کان واقف سيني مغربي ڏاهن گھڻو ڪري انهيءَ راءِ کي اختيار ڪيو آهي.

عربي ٻولي کان اڻ واقف ڏارئي ماڻهوءَ لاءِ اهو فرق بغير ڪنهن تفاوت وارو هوندو جيئن هن سوال مان پيدا ٿئي ٿو ته ڇا واصل بن عطا پاڻ مجلس کان قطع تعلقات ڪيو يا ان کي امام عليہ السلام سان اختلاف ڪرڻ جي ڪري ڇيو ويو تہ اهو مجلس مان نڪري وڃي؟ ابن خلڪان چئي ٿو تہ ان کي"ڪڍيو ويو." ٻهرين صورت ۾ يعني جيڪڏهن پاڻ قطع تعلقات ڪري ويو تہ زير بحث لفظ لاءِ فاعل جي فعل وارو ٺڪرو صحي ترڪيب ٿيندي ۽ اهو لفظ "مُعتَزِلہ ٿيندو ٻي صورت ۾ يعني جيڪڏهن ان کي مجلس مان ڪڍيو ويو تہ اهو لفظ .مُعتَزَلہ" ٿيندو. هندوستان جا عالم انهيءَ راءِ جا آهن تہ ان (واصل بن عطا) کي نڪري وڃڻ لاءِ ڇيو ويو هيو جنهن ۾ انهن کي ابن خلڪان جي تاعيد حاصل آهي. ليڪن ان جي باوجود "وافيت العيان" جي مترجم ڊي سلين(de Slane) انهي لفظ کي پنهنجي انگريزي ترجمي ۾ "مُعتَزِلہ"(Mutazila) ڪري لکيو آهي.

مون پنهنجن سيني ڪتابن جي اڳين ڇاپن ۾ "غياث" ۽ "فرهنگ" تي ڀاڙيو آهي، پر مشرقي علمن جي مغربي ڏاهن منجھ اتفاق راءِ جي پيش نظر ۽ ڪتاب پڙهندڙن کي منجهائڻ کان پاسو ڪرڻ جي نيت سان مون هن ڇاپي ۾ مغربي ڏاهن سان متفق ٿيڻ جو فيصلو ڪيو آهي. بهرحال، هن جو اهو بہ مطلب ڪونہ آهي تہ ڪو مان پنهنجي ملڪ جي ڏاهن جي راءِ سان اتفاق ڪرڻ کان منحرف ٿي ويو آهيان.

(21) صفحو 682. **معتزلي عقيدا:** معتزلي عقيدي وارا اهو مڃين ٿا تہ هن دنيا جو هڪڙو خالق آهي، جيڪو ازلي ۽ ابدي، قادرمطلق، عالم ڪل ۽ حي لايموت آهي. اهو نہ تہ مجسم آهي، نہ ڪنهن جو حصو آهي ۽ نہ وري مادو(جوهر) آهي. اهو خودڪفيل(مڪتفي بالذات)، اڪيلو(احد _ واحد)، حواسن سان سمجھڻ کان پاڪ آهي، عادل ۽ حڪيم آهي. اهو نہ غلطي ڪندو آهي ۽ نہ اهڙو ارادو ڪندو آهي. اهو انسانن سان بدلي جو واعدو ڪري انهن تي فرض عائد ڪندڙ آهي، اهو انسانن کي عمل جي قوت بخشيندو آهي، انهن جي رستي مان رڪاوٽون دور ڪندو آهي ۽ بدلي جو

واعدو مڪمل طور تي يقيني آهي. ان ڪان علاوه معتزلي اهو بہ مڃين ٿا تہ ڪنهن نبي جي ظهور جي گهرج هوندي آهي تہ الله تعالىٰ نبي جو ظهور ڪندو آهي ۽ نبي سڀ‌ڳورو لازمي طور نئين شريعت آڻي يا ان شريعت کي نئين سر جياري جنهن جو نالو نشان متجي ويو هوندو يا انسانذات کي ڪا نئين زندگي بخشي. اهي اهو بہ مڃين ٿا تہ حضرت محمد صلي الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم آخري نبي آهي، ۽ ايمان اصل ۾ اقرار، علم ۽ عمل جو هڪڙو نالو آهي. اهي اهو بہ مڃين ٿا تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو عمل ان ۾ اندر خلق ٿيل ڪونہ آهي، اهي اهو بہ مڃين ٿا تہ پيغمبر صلي الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن لاءِ دوستاڻہ جذبات هجڻ گهرجن. پر حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنہ جي ڪري جيڪي واقعا پيش آيا، انهن واقعن جي ڪري اهي حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنہ بابت مخالفاڻو رويو رکن ٿا. البت انهن مان ڪيترائي ان بابت بہ سٺا جذبا رکن ٿا ۽ ان جي هلت جي باري ۾ وضاحتون پيش ڪن ٿا. انهن مان گهڻا معاويہ ۽ عمرو بن عاص سان ڪنهن بہ قسم جو واسطو نہ رکڻ تي متفق آهن ۽ اهي انهيءَ ڳالهہ تي بہ متفق آهن تہ چڱن ڪمن جي تلقين ڪرڻ ۽ خراب ڪمن کان منع ڪرڻ ضروري آهي."

(22) صفحو 690: ابن خلدون فارابي کي "مسلمانن جوعظيم فلاسافر" سڏي ٿو ۽ ان جي باري ۾ هيٺين خيالن جو اظهار ڪري ٿو:

ابو نصر محمد بن محمد طرخان بن اوزلغ الفارابي الترڪي الحڪيم المشهور صاحب تصانيف في المنطق و اڪموسيقي وغيرها من العلوم وهو اڪبر فلاسفہ المسلمين لمر يڪن فيهم من بلغ رتبتہ في فنون والرئيس ابو علي ابن سيناء المقدم ذڪره بڪتبہ تخرج بڪلامہ وانتفع في نصانيفہ

"ابو نصر محمد بن طرخان بن اوزلغ الفارابي ترڪي، جيڪو مشهور فلاسافر هجڻ سان گڏ، منطق، موسيقي ۽ ٻين علمي ڪتابن جو ليکڪ هيو. اهو مسلمانن جو عظيم فلاسافر هيو ۽ انهن مان ڪنهن بہ ان جي علمي رتبي جي برابر رتبو حاصل ڪونہ ڪيو. فلسفي جو سردار (رئيس الفلاسفہ) ابو علي بن سينا جنهن جو اڳ ۾ ذڪر ٿي چڪو آهي، ان انهيءَ جي لکڻين مان فائدو حاصل ڪيو."

(23) صفحو 707: ديني علم جا شاگرد جيڪي گهڻو ڪري احمد بن حنبل جا پيروڪار هيا، ڪمزور عباسي خليفن جي راڄ اندر مصر ۾ وڏي گڙٻڙ جو ذريعو ٿي ويا. انهن پنهنجو پاڻ کي بي پرواهہ مجتهدن جي جماعت منجهہ متحد ڪيو. اهي گهرن ۾ زبردستي گهڙي پوندا هيا. موسيقي جي اوزارن کي ڀڃي ڀُڃيندا هيا ۽ وحشي پٽي وارا ساڳيا عمل ڪندا هيا.

(24) صفحو 709 : امام ابوالحسن علي اشعري ۽ امام احمد غزالي جي اثر جيڪو رجعت پسندي کي فروغ ڏنو ان جو اندازو مشڪل سان ڪري سگھبو. البيروني جي الآثار الباقيہ نالي ڪتاب کي سهيڙيندڙ ان جو تت نهايت سنن لفظن ۾ پيش ڪيو آهي. - "جيڪڏهن اشعري ۽ غزالي جهڙا ماڻهو عربن ۾ نہ هجن ها تہ ممڪن هيو تہ عرب قوم ۾ گئليلو ڪلپر ۽ نيوٽن جهڙا ماڻهو پيدا ٿين ها." سائنس ۽ فلسفي کان انهن جي انڪار ڪرڻ ۽ انهن جي زوربار ڪري تہ دينيات ۽ فقه کان سواءِ ٻيو ڪو بہ علم حاصل ڪرڻ چڱو ڪونہ آهي، ٻين ڪيترن مسلمان عالمن جي مقابلي ۾ اسلامي دنيا جي ترقي ۾ انهن رڪاوٽ جو وڏو ڪردار ادا ڪيو. اڄ تائين انهن کي جهالت ۽ ذهني ترقي جي رڪاوٽ لاءِ سبب طور مثال ڪري پيش ڪيو ويندو آهي.

اشعري 270 هجري (4_883 ع) ۾ بصري ۾ ڄائو هيو ۽ بغداد ۾ فوت ٿيو. پر ان جي مرڻ جي سال جي پڪي خبر ڪونہ آهي. گھٽ ۾ گھٽ ڪري 330 هجري کان 340 هجري ( 941 ع کان 952 ع ) جي دوران ڪنهن وقت فوت ٿيو هيو. اصل ۾ اهو معتزلي هيو ۽ ظاهر ظهور عقليت پسندي جي تعليم ڏيندو هيو. اهو هڪڙو هوشيار ۽ تمنائي ماڻهو هيو جڏهن ان کي عقليت پسند عالمن منجهہ اثررسوخ ۽ اختيار جو موقعو نظر ڪونہ آيو تہ شهرت ۽ اقتدار خاطر رجعت پسند جماعت سان وابستگي اختيار ڪيائين. انهي مطلب سان ان علي الاعلان پنهنجي پهرين عقيدي، تہ انسان پنهنجن عملن لاءِ خود مختار آهي، ۽ قرآن مخلوق آهي، کي ترڪ ڪرڻ جو اعلان ڪيو. اهو واقعو بصري جي جامع مسجد ۾ جمع جي ڏينهن تي ٿيو. اهو پنهنجن شاگردن کي درس ڏيندي اوچتو پنهنجي ڪرسي تان ٽپ ڏئي اٿي بيٺو ۽ گڏ ٿيل مجمعي کي رڙ ڪري چيائين:- "جيڪي مون کي سڃاڻن ٿا انهن کي خبر آهي تہ مان ڪير آهيان، جيڪي ماڻهو مون کي ڪونہ ٿا سڃاڻن تہ مان انهن کي ٻڌايان ٿو: مان علي بن اسماعيل اشعري آهيان، ۽ مان اها دعوا ڪندو رهيس تہ قرآن مخلوق آهي، انسان جون ظاهري اکيون خدا کي ڏسي ڪونہ سگھنديون، ۽ اسان پنهنجن بڇڙن اعمالن جا پاڻ پيدا ڪندڙ آهيون. مان هاڻي حقيقت کان واقف ٿيو آهيان، مان انهن خيالن کان بيزاري جو اعلان ٿو ڪريان ۽ مان معتزلي عقيدي جي ترديد ڪرڻ ۽ انهن جي خراب خيالن ۽ غلط بياني کي وائکو ڪرڻ جو ذمو کڻان ٿو." ان پهريائين جيڪي عقيدا رکيا ٿي انهن مان هرهڪ عقيدي کان توبهہ تائب ٿيڻ سان اهو پنهنجي بدن تان ڪپڙا بہ ڦاڙي ڦٽي ڪري رهيو هيو ۽ ائين ٿي چيائين " مان جيئن هن وڳي مان جان ڇڏائي رهيو آهيان، ائين مان انهي عقيدي مان بہ جان آجي ڪري رهيو آهيان." پهريان پٽڪو لاهي ڦٽي ڪيائين، ۽ پوءِ جُبو لاهي اڇلايائين، ۽ ائين ٻيا

ڪپڙا. بصري جي ابوجهه ماڻهن تي انهي ناٽڪي مظاهري جو تمام گهڻو اثر ٿيو ۽ ماڻهن منجهه اشعري جي مشهوري ايڏي تيزي سان پڪڙي جو ان کي جلدئي عالم ۾ وقت جو امام مڃيو ويو. ابن خلڪان ان کي "دين حنيف جو وڏو حامي" چوي ٿو.

آخري فاطمي خليفي عاضدالدين الله جي وفات تي صلاح الدين ايوبي جيڪو ان جو سپهه سالار ۽ وزيراعظم هيو. مستڪفي عباسي جي خلافت جو اعلان ڪيو ۽ ائين مصر کي ٻيهر بغداد جي روحاني حاڪميت ۾ شامل ڪيائين. تڏهن کان اشعريت انهي ملڪ ۾ بالادست مذهب ٿي وئي.

(25) صفحو 750. امير خسرو: توڙي جو ان کي صوفي درويشن ۾ شمار ڪيو ويو آهي پر اهو صحي معنيٰ ۾ صوفي ڪونہ هيو. هندوستان جي مسلمان شاعرن مان گهڻا تَصَوّف جي رنگ ۾ گهڻو رنگيل آهن. ۽ پنهنجي شاعري ۾ ان جو اظهار ڪيو اٿن. مون اڳيئي دبير جو ذڪر ڪيو آهي (صفحو 734 حاشيو). تي پائر انيس، مونس ۽ انس(جن جا تخلص هڪڙي ئي مادي جي لڙيءَ مان نڪتل هيا) دبير جا همعصر هيا ۽ انهن جون سوچون بہ ساڳي وهڪري ۾ ٻوڙن ٿيون. دهلي جي آخري تاجدار بادشاه بهادر شاه ظفر وانگر، جنهن کي برطانيہ سرڪار بغاوت کان پوءِ رنگون جلاوطن ڪري ڇڏيو هيو الطاف حسين خان حالي ۽ اسدالله خان غالب بہ "وجداني" شاعر هيا. غالب پنهنجن نظمن مان هڪڙي ۾ بهادر شاه جي باري ۾ هيئن چوي ٿو:

شاه روشن دل بهادر شہ کہ هے   رازِ هستي اس پہ سر تا سر کهلا.

"مطلب بهادر شاه روشن دل وارو بادشاه آهي، ان تي خدائي هستي جا سمورا راز کلي ويا."

(26) صفحو 756. سنيوسي(Sennusi): سنيوسيہ سلسلو جيڪڏهن ان کي ائين سڏي سگهجي ٿو محمد بن علي السنيوسي الادريسي قائم ڪيو هيو. اهو انهي ادريس جي نسبي سلسلي وسيلي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اولاد منجهان هيو جيڪو يزيد جي لشڪرين طرفان مديني ۾ ڪيل قتلام دوران جان بچائي مغرب (اولهہ آفريڪا) ڏانهن پڄي ويو هيو. اهو الجيريا(الجزائر) ۾ 1787ع ۾ مستغنم نالي ڳوٺڙي ۾ ڄائو. روايت آهي تہ اهو خصوصي شجاعت ۽ همت وارو ماڻهو هيو. جيڪي مسلمان ملڪ ان وقت مسافري لاءِ سولا هيا، ان انهن ملڪن جي تمام گهڻي سياحت ڪئي، ۽ انهي اخلاقي ڏيوالپڻي جو مشاهدو ڪيائين جيڪو عربن ۽ اتر آفريڪا جي ٻين مسلمانن طرفان بحيره روم جي ساحلي باشندن سان تعلقات رکڻ جي نتيجي ۾ پيدا ٿيو هيو. ان اهو بہ مشاهدو ڪيو تہ مسلمان پنهنجين پراڻين تعليمن کان ڪيئن پري ڌڪجي ويا هيا ۽ اهي نصيب ۽

قسمت تي ڪيترو ڀاڙينڊڙ ٿي ويا هيا. هن انهن جي اهڙن هنري ڏنڏن ڏانهن رهنمائي ڪئي جن مان خوشحالي حاصل ٿي پئي سگهي ۽ انهن جي ذهنن کي انهن ذميوارين ڏانهن موڙيائين جيڪي انهن جي مذهب نافذ ڪيون هيون.

سِدِي محمد بن علي 1859ع ۾ پنهنجي وفات کان اڳ حجاز ۽ يمن ۾ لبيا جي صحرائي نخلستانن ۾ سيرينيڪا(Cyrenaica) ۽ الجيريا(الجزائر) ۾ ڪيترائي تڪيہ ۽ زاويہ قائم ڪيا هيا. انهن تڪين ۽ زاوين، گهڻ ۾ گهڻ وچ آفريڪا ۾ چڱو چوکو اخلاقي اثر ڪيو. پر مراڪش ۾ ان جي پيروڪارن کي، جن کي عام طور تي "اخوان" سڏيو وڃي ٿو پراڻي جميل مولاءِ طيب سلسلي جي ڪري تمام ٿوري يا نہ جهڙي ترقي نصيب ٿي. سِدِي محمد کان پوءِ ان جو پٽ محمد المهدي جماعت جي اڳواڻ طور گادي نشين ٿيو.

**مرتد ٿيڻ (دين ترڪ ڪرڻ):** اسلام جي شرعي قانون موجب مرتد لاءِ جيڪا سزا مقرر ٿيل آهي ان تازو انگلنڊ ۾ سياستدانن ۽ ٻين ماڻهن منجهہ بي چيني پيدا ڪري ڇڏي آهي. "مرتد ٿيڻ" کي قديم زمانن کان سدائين دنيا جي سمورن مذهبن ۽ عوامي دستورن ۾ هڪڙو وڏو ڏوهہ سمجهيو ويو آهي، ڇوتہ ائين ڪرڻ، هڪڙي مقرر ٿيل نظام سان وفاداري کان انحراف ڪرڻ جي مترادف آهي. رومين اوائلي عيسائين کي انهيءَ ڪري موت جي سزا ڏني جو انهن حڪومت ۽ رياستي مذهب خلاف بغاوت ڪئي هئي. جڏهن عيسائين غلبو حاصل ڪيو تہ انهن بہ بدلي ۾ رومين جي مثال جي پوئواري ڪئي. رومي ڪليسا مرتدن ۽ ڪافرن کي ، مردن، عورتن ۽ ٻارن جو لحاظ ڪرڻ کان سواءِ، پنهنجين رياستن ۾ جتي ڪٿي بغير ڪنهن رحم جي ساڙي ڇڏيو. اصلاح يافتہ ڪليسائن وارا بہ صحيح العقيده ۽ روايتي ورثاءَ کي قائم رکڻ جي مطلب لاءِ گرمجوشي ۾ گهٽ ڪونہ هيا. ماضي قريب تائين انگلنڊ ۾ پڻ مرتدن کي موت جي سزا جو حقدار سمجهيو ويندو هيو. موجوده زماني ۾ عيسائيت کي ترڪ ڪرڻ واري شخص کي موت جي سزا تہ ڪونہ ٿي ڏني وڃي پر ان سان سماجي ۽ شهري حقن کان قطع تعلقات ڪيو ويندو آهي. اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ضمير جي آزادي کي ڪڏهن بہ ڪونہ نِنديو پر اسلامي مملڪت خلاف بغاوت ڪرڻ واري جي سزا موت هيو. ڪيترا دفعا ائين ٿيو تہ مڪي وارن مديني ۾ داخل ٿيڻ جي لاءِ اسلام جي قبوليت جو زباني اقرار ڪيو ۽ مديني جي مسلمانن ۽ ننڍڙي اسلامي مملڪت جي تحفظ سان واسطو رکندڙ سموري معلومات حاصل

ڪرڻ کان پوءِ مڪي موٽي ويا ۽ اسلام کان ڦري ويا. جڏهن اهي پڪڙيا هيا ته انهن کي موت جي حوالي ڪيو ويندو هيو. اسان جي موجوده دور ۾ اجا تائين سڄي دنيا ۾ بغاوت کي موت جي سزا وارو ڏوهه تصور ڪيو ويندو آهي، تنهن ڪري انهن سزائن تي ڪوبہ اعتراض ٿيڻ نہ کپي. اسلام جو اهو شرعي قانون تہ مرتد کي لازمي طور موت جي سزا ڏني وڃي، انهي عالمي قانون جي اصول تي مبني آهي. پر عورتن کي موت جي سزا ڪونہ ڏني ويندي آهي، بلڪ انهن کي قيد ۾ رکيو ويندو آهي، ڪنهن ٻار کي بہ اها سزا ڪونہ ڏني ويندي آهي. ضمير جي آزادي ۽ انساني معاملي ۾ اسلام ۽ عيسائيت جي وچ ۾ اهو فرق آهي. جيڪڏهن مان ڀليل ڪونہ آهيان تہ ارڙهين صدي جي آخر ڌاري سلطان سليم ٽئي جي راڄ دوران ترڪي ۾ "مرتد ٿيڻ" خلاف موت جي سزا ختم ڪئي وئي هئي.

# ضميمو چوٿون

مسلمان خليفن ۽ حڪمرانن(سلطان) جي نسبي سلسلي جي معلومات لاءِ ڏسو منهنجو ڪتاب "اسلام جي مختصر تاريخ" (شارٽ هسٽري آف ساراشينس Short History of the Saracens). هتي مان خلفاءِ راشدين کان علاوه دمشق ۽ اسپين جي اموي حڪمرانن(خليفن)، بغداد جي عباسي خليفن ۽ مصر(قاهره) جي فاطمي خليفن جا نالا ۽ انهن طرفان خلافت سنڀالڻ جي فهرست پيش ڪريان ٿو.

## خلفاءِ راشدين

| | | |
|---|---|---|
| 1. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ | 11هه | 632ع |
| 2. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ | 13هه | 634ع |
| 3. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ | 23هه | 644ع |
| 4. حضرت علي عليہ السلام | 35هه | 656ع |

نوٽ: حضرت علي عليہ السلام جي خلافت کان پوءِ رمضان 40 هجري کان ڇهن مهينن تائين امام حسن عليہ السلام جي خلافت جو دور هيو.(سنڌيڪار)

## دمشق جا اموي حڪمران(خليفا)

| | | |
|---|---|---|
| 1. معاويہ پهريون | 41هه | 661ع |
| 2. يزيد | 61هه | 681ع |
| 3. معاويہ ٻيو | 64هه | 683ع |
| 4. مروان پهريون | 65هه | 684ع |
| 5. عبدالملڪ | 65هه | 685ع |
| 6. وليد پهريون | 86هه | 705ع |
| 7. سليمان | 96هه | 715ع |
| 8. عمر بن عبدالعزيز | 99هه | 717ع |
| 9. يزيد ٻيو | 101هه | 720ع |
| 10. هشام | 105هه | 724ع |
| 11. وليد ٻيو | 125هه | 743ع |
| 12. يزيد ٽيون | 126هه | 744ع |

| | | |
|---|---|---|
| 13. ابراهيم | 126هه | 744ع |
| 14. مروان ٻيو | 127هه | 745ع |

## بغداد جا عباسي خليفا

| | | |
|---|---|---|
| 1. سفاح ابوالعباس عبدالله | 132هه | 750ع |
| 2. منصور ابوجعفر | 136هه | 754ع |
| 3. المهدي (محمد) | 158هه | 775ع |
| 4. الهادي (موسيٰ) | 168هه | 785ع |
| 5. هارون رشيد | 170هه | 785ع |
| 6. امين (محمد) | 193هه | 809ع |
| 7. مامون الرشيد (عبدالله) | 198هه | 813ع |
| 8. معتصم بالله (ابواسحاق محمد) | 218هه | 833ع |
| 9. واثق بالله (ابوجعفر هارون) | 227هه | 842ع |
| 10. متوڪل علي الله (جعفر) | 232هه | 847ع |
| 11. مستنصر بالله (محمد) | 247هه | 861ع |
| 12. مستعين بالله (احمد) | 248هه | 862ع |
| 13. معتزبالله (محمد) | 252هه | 866ع |
| 14. مهتدي بالله (محممد ابواسحاق) | 255هه | 869ع |
| 15. معتمد علي الله (احمد ابوالعباس) | 256هه | 870ع |
| 16. معتضدبالله (احمد ابواسحاق) | 279هه | 892ع |
| 17. مڪتفي بالله (علي ابومحمد) | 289هه | 902ع |
| 18. مقتدربالله (جعفر ابوفضل) | 295هه | 908ع |
| 19. قاهربالله (محمد ابومنصور) | 320هه | 932ع |
| 20. راضي بالله (محمد ابوالعباس) | 322هه | 934ع |
| 21. متقي بالله (ابراهيم ابواسحاق) | 329هه | 940ع |
| 22. مستڪفي بالله (عبدالله ابوالقاسم) | 333هه | 944ع |
| 23. مطيع الله (فضل ابوالقاسم) | 334هه | 946ع |
| 24. طائع بالله (عبدالڪريم ابوبڪر) | 363هه | 974ع |
| 25. قادربالله (احمد ابوالعباس) | 381هه | 991ع |
| 26. قائم بامرالله (عبدالله ابوجعفر) | 422هه | 1031ع |

| | | |
|---|---|---|
| 27. مقتدي بامرالله(عبدالله ابوالقاسم) | 467هه | 1075ع |
| 28. مستظهربالله(احمد ابوالعباس) | 487هه | 1094ع |
| 29. مسترشد بالله(فضل ابوالمنصور) | 512هه | 1118ع |
| 30. راشد بالله(منصور ابوجعفر) | 529هه | 1135ع |
| 31. مڪتفي بامرالله(محمد ابوعبدالله) | 530هه | 1136ع |
| 32. مستنجد بالله(يوسف ابوالمظفر) | 555هه | 1160ع |
| 33.مستضي بامرالله(حسن ابومحمد) | 566هه | 1170ع |
| 34. ناصرالدين الله(احمد ابوالعباس) | 575هه | 1180ع |
| 35. ظاهر بامرالله(محمد ابونصر) | 622هه | 1225ع |
| 36. مستنصر بالله(منصور ابوجعفر) | 623هه | 1226ع |
| 37. مستعصم بالله(عبدالله ابواحمد) | 640هه | 1242ع |

## مصر(قاهره) جا فاطمي خليفا

| | | |
|---|---|---|
| 1. مهدي عبدالله | 296هه | 908ع |
| 2. قائم بامرالله | 322هه | 934ع |
| 3. منصور بامرالله | 334هه | 945ع |
| 4. معزلدين الله | 341هه | 953ع |
| 5. عزيز بالله | 365هه | 975ع |
| 6. حاڪم بامرالله | 386هه | 996ع |
| 7. ظاهرالاعزازلدين الله | 411هه | 1021ع |
| 8. مستنصر بالله | 427هه | 1036ع |
| 9. مستعلي بالله | 487هه | 1094ع |
| 10. آمر باحڪام الله | 494هه | 1101ع |
| 11. حافظ لدين الله | 523هه | 1130ع |
| 12. ظافر بامرالله | 544هه | 1149ع |
| 13. فائز بامرالله | 549هه | 1154ع |
| 14. عاضدلدين الله | 555هه | 1160ع |

## قرطبہ (Corodova) جا اموي حڪمران

| | | |
|---|---|---|
| 1. عبدالرحمٰن پهريون (الداخل) | 138هه | 756ع |
| 2. هشام پهريون(ابوالوليد) | 172هه | 788ع |
| 3. حَڪم پهريون(المنتصر) | 180هه | 796ع |
| 4. عبدالرحمٰن ٻيو(الاوسط) | 206هه | 822ع |
| 5. محمد پهريون | 238هه | 852ع |
| 6. منذر | 273هه | 886ع |
| 7. عبدالله | 275هه | 888ع |
| 8. ناصرالدين الله(عبدالرحمن ٽيون) | 300هه | 912ع |
| 9. مستنصربالله(حَڪم ٻيو) | 350هه | 961ع |
| 10. مُويد بالله(هشام ٻيو) | 366هه | 976ع |
| 11. مهدي (محمد ٻيو) | 399هه | 1009ع |
| 12. مستعين بالله(سليمان) | 400هه | 1009ع |
| 13. محمد ٻيو(ٻيو دفعو) | 400هه | 1010ع |
| 14. هشام ٻيو(ٻيو دفعو) | 400هه | 1010ع |
| 15. سليمان (ٻيو دفعو) | 403هه | 1013ع |
| 16. علي بن حمود(ناصر ادريسي) | 407هه | 1016ع |
| 17. عبدالرحمٰن چوٿون(مرتضيٰ) | 408هه | 1018ع |
| 18. قاسم بن حمود(مامون) | 408هه | 1018ع |
| 19. يحيٰ بن علي بن حمود(مستعلي) | 412هه | 1021ع |
| 20. قاسم بن حمود (ٻيو دفعو) | 413هه | 1022ع |
| 21. عبدالرحمٰن پنجون(مستظهربالله) | 414هه | 1023ع |
| 22. محمد ٽيون (مستڪفي بالله) | 414هه | 1024ع |
| 23. يحيٰ بن علي بن حمود(ٻيو دفعو) | 416هه | 1025ع |
| 24. هشام ٽيون (معتز بالله) | 418هه | 1027ع |

# ڏسڻي (انڊيڪس)

## ڀ



## ت

## ج

## خ

## د



## ذ



## ڏ

ڊ



ر



ز

# س

## ص

# غ



# ق

## گ



## ل

## هه

